- ڪتائين جوڙي: ڪتي جهڙو ڪپڙو- سادي اوني ڪپڙي جو هڪ قسم- لوئي.
- ڪتو پوري ياگو ڪرڻ: هرو ڀرو هيسائڻ. تنگي ڪرڻ.
- ڪتو ڪتريو ڪتي پنيان پوڻ: سڄيءَ دل سان ڪم ڪي لڳڻ.
- ڪتي آٽائي وڃڻ: خسيس ڳالهه تي نقصان هيٺ اچڻ.
- ڪتي جي ڳنڍ: سوڙو- پٽ جي ڏور. ڏري ٻدل شيءِ.
- ڪتپرن: جمع. ڪتو ڏڪيندڙ.
- ڪتپرو ۽ ڪتپرا: ذ. صفت. ڪتو پٽهرايل- لوئي اوڍيل- ڪتو ويڙهيل- ڪتي ۾ ڍڪيل- ڪتي وارو- ڪتو ڍڪيندڙ.
- ڪتپري ۽ ڪتپريون: ث. صفت. ٿلها آن جا نهيل ڪپڙا پائيندڙ- ڪتي واري- ڪتو ڍڪيندڙ- مسڪين.
- ڪتي ۾ تنگ ورجهڻ: ساک وڃائڻ- پت ڪار وڃائڻ- اعتبار وڃائڻ.
● ڪتو: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيتو: (ڪيسڻ مان اسم مفعول) ڪيسڪيو- رڙهيو- چُريو- اڳتي ٿيو- اڳتي وڌيو. قسڪيو- ترڪيو- ڪريو- چٽيو. جهريو- ڳريو- سڙيو- ناس ٿيو- جهونو ٿيو- پراڻو ٿيو. پيگو- پريشان. ڪين ڪچرو.
● ڪتو: (ڪسڻ مان اسم مفعول) ڪسي ويو- ڳري ويو- سڙي ويو- چنل- ڪٽل- ڦاٽل- پراڻو ٿيو- جهونو ٿيو. ڪپڙي ۾ تن ٿيل- خرزين جو هڪ پاسو.
- ڪتو پورو نه ٿيڻ: واندڪائي نه هئڻ "گهٽي ڪم هشڻ ڪري، ڪتو پورو نه تو پوي" (جملو).
- ڪتو نه پڄڻ: واندڪائي نه هئڻ (اڪثر طعني طور چوڻ) پهچي نه سگهڻ- تمام گهڻن ڪمن ۾ مشغول هئڻ.

- ڪتي ڏاڙهي هٿ نه اچڻ: ڪتي ڪين هٿ اچڻ.
- ڪتور: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪتوري ۽ ڪتوريون: ث. (سن. ڪستوري= سرهاڻ) هڪ خوشبودار وکر. سرهاڻ- خوشبوءِ- هڳاءُ- سڳنڌ- هرڻ جي دُن مان نڪتل هڪ خوشبودار شيءِ. ڪستوري. مشڪ. عنبر. خوشبودار گاهه جو هڪ قسم. ڳئون جي رنگ جو قسم (ڪ).
● ڪتوريا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. چانڊين بلوچن جو لقب.
● ڪتوريو ٻڌو: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪتي ۽ ڪتيون: ث. (سن. ڪنٿا = ڪتي) ڏاس، آن وغيره مان نهيل لوئي- شال- بلئڪيٽ- ڪمل- فقيرن جي ويڙهڻ جو ڪتو. ڳوڻ يا ٿلهي ڪپڙ جو ٽڪر- اوني ڪپڙو. ڍڳيءَ جو هڪ قسم، جنهن جي بدن تي رهئي جيترا ٽڪا هجن. رڍ جو هڪ رنگ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
● ڪتيءَ سان ڪتنهڻ: تمام گهڻو پڇتائڻ- ڏاڍو ارمان ڪرڻ- پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيڻ.
- ڪتيءَ سان سهڻ: پڇتائڻ- پشيمان ٿيڻ- هٿ هڻڻ- پشيمانڄڻ- توبهه تائب ٿيڻ- پڇتاءُ ڪرڻ- ارمان ڪائڻ.
- ڪتيءَ ۾ تنگ وجهڻ: بي ايماني ڪرڻ.
- ڪتيءَ ۾ ڪيئڻ هڻڻ: لڄ پردي سان گذرڻ.
● ڪتي پتنگر: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪتيهر: تڪليف.
- ڪتيهر ۾ وجهڻ: تڪليف ۾ وجهڻ- ڏکئي ڪم ۾ وجهڻ.
● ڪتيئنڙو (ڪ): پرت جو هڪ قسم.
● ڪتپئي ۽ ڪتپئيون: ذ. ڪارين ڪارڪن جو هڪ قسم.

● ڪَٽَ ۽ ڪَٽَوَن: ث. (پرا. ڪِدا: سن. ڪِدا:
ڪَٽُوا: ڪَنڪا: ڪَٽ) ڪٽولو - چارپائي - سَنجو -
چوپائي - پلنگ - سيج - ڪوچ - ان سلو - اڻ ڪاٽ ۽
نائين نوڙي. (ڪَٽَ مان) جيت - سوڀ - فتح -
جئي - جئڪار. سورهيائي. سَرسي. جُوا جو ڪٽيو.
آپت - فائدو - آپراسو - ترقي - نفعو. حاصلات.
پيدائش - پراپت - لاڀ - لاهو - ڪٽيو - سوباسو.
وتاءُ - وٽپ. اڪثريت. شڪار. عدل. آتر قطب
جي چوڌاري ڦرندڙ ستن ستن تارن جو نکٽ.
(ڪَٽَ = ڇهه) ڇهن راڳڻن جو مجموعو - پيرو
پيرو راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
- ڪَٽائُو ۽ ڪَٽائُو: ذ. صفت. فائدي وارو -
نفعي وارو - سودمند - وٽاءُ وارو - واڌاري وارو -
لاهائتو - گُنجائش - لاپائتو. هڏڏوڪي. ڪٽندڙ -
ڪمائيندڙ - سدورو.
- ڪَٽَ تي چاڙهڻُ: آبرو ڏيڻ - مانُ وڌائڻ.
- ڪَٽَ جُواري: ذ. هميشه ڪٽندڙ جُواري.
- ڪَٽَ چِڪَڻُ: ڊري تيل ڪَٽَ جي واڌڻ
چِڪي تنگ ڪرڻ.
- ڪَٽَ دَرشَنَ: هندو فقيرن جا ڇهه قسم.
- ڪَٽَ شاسترَ: هندو مذهب جا فيلسوفيءَ جا
ڇهه متا - هندو فيلسوفيءَ جا ڇهه گهر: (۱- آنياءِ
۲- وئشيشڪ ۳- سانکيه ۴- يوگ ۵- ميمانسا ۽
۶- ويدانت).
- ڪَٽَ ڪَٽَڻُ: فتح حاصل ڪرڻ - بازي جيتڻ.
- ڪَٽُون چِيڻُ: عياشيءَ ۾ وقت گذارڻ -
بيڪار ٿي رهڻ - ڪم نه ڪرڻ - ڪانئر ۽ توتي ٿيڻ.
● ڪَٽَ: ث. (سن. شَٽَ = ڪٽو) ڪَٽائي -
ڪَٽاڻ - ڪَٽاس - تُرشي - تُرشائي. ڏُڏُ - لَسي.
ليمي جو کاڙهي کيڏيل رَسُ جو رڳڻ ۾ ڪم
اچي - ڪُنير جي نِهائينءَ جي رَڪ. تَهَٽَڪ
(بلوچي).
- ڪَٽاسَ ۽ ڪَٽاسُون: ڪٽاڻ - ڪٽائي - ترشي.
ناواضگي. ڪلفت.
- ڪَٽاڻِ ۽ ڪَٽائيُون: ث. ڪٽاس - ڪٽائي -
ترشائي. آچار - سانڌاڻو - چٽڻي.

- ڪَٽائِجَڻُ: مصدر. ڪٽو ٿيڻ - سواد ۾
ترش ٿيڻ.
- ڪَٽائِڻُ: مصدر. ڪٽو ڪرڻ. (اسم). ترشي -
نمڪيني.
- ڪَٽائي ۽ ڪَٽائيُون: ث. ڪٽاڻ - ترشي -
ترشاڻ - ڪَٽاسَ. آچار - چٽڻي - سانڌاڻو.
● ڪَٽُ (ڪ): اوٺي ڪير جو ڏونرو. دوڳ.
● ڪِٽَ ۽ ڪِٽُون: ث. (سن. شَٽَ = لُچو)
اجايو ڦڏو - ڏاندل - ڪِٽ ڦِٽ - جهيڙو - ڪروڌ -
گهپي - جهڳڙو - ڦَنڊو - نفاق - ڏِڦيڙ - گوڙ - لُڙ.
خواري. پيڙا - مصيبت. ائِٽُ. (صفت). ڦڏائي -
جهڳڙائي - لُچو - اڙٻنگو. واهيات. بي وهنوارو.
- ڪِٽِ ڦِٽِ ۽ ڪِٽِ ڦِٽُون: ث. ڪِرڪِر -
جهُرجهُر (اصل ۾ فيلسوفي جي واد و واد يعني
بحث ۾ لفظ "گهٽَ پٽَ" ڪم ايندا آهن).
- ڪِٽِ ڪَرَڻُ: گوڙ ڪرڻ - لُڙ ڪرڻ.
● ڪِٽُ ۽ ڪِٽَ: ذ. صفت. ڪٽپٽيو - ڪٽپال.
رِپُ - گِري آسامي. جهيڙائي - ڦڏائي - ڪروڌي.
خوار ڪندڙ. خراب ماڻهو.
● ڪِٽِ پِٽِ ۽ ڪِٽِ پِٽُون: ث. (سن.
ڪَٽُمَتَنڌَلُ = ڪِٽپِٽِ) ڪِٽِ ڪَٽ - ڪڙ ڦٽ -
ڪِلڪِل - ڪُرڪُر - ڪٽپَٽَ. ويڙهه و ڳپ
ڪتراڳپ. ڪاسارو - ڪاپارو - مغز خوري - خفو -
متو هٽڻ. لتاڪو - پٽو - ڊيرانڀو. گپاگيهه.
جُهرجهر - رڳڙو - رون رون - جهيڙو - جهڳڙو - گهپي -
ڪروڌ - رينگو - راڳڙو.
- ڪَٽپِٽ ڪَرَڻُ: جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ.
- ڪِٽپِٽيو ۽ ڪِٽپِٽيا: ذ. صفت. ڪِرڪِرلو -
جُهرجُهرلو - رڳڙائي - ستي جو سور - ڪِلڪليو -
ڪِٽِڪِٽيو. تڪراري - حُجتي - ڪتراڳي -
ڪتراڳيو - مغز خور - لتاڪي - گهپير. ڪروڌي -
فسادي.
● ڪَٽاليِ: جهنگلي ذت جو هڪ قسم -
پيپ (ث. ل).
● ڪَٽائِڻُ: مصدر. (سن. ڪَٽَنُ = ڪوٽڻ، سن.
ڪاٽڪه = قرضدار) ڏيوالو ڪڍڻ - ناداري ڪيائڻ -

قرضدار ڪرڻ ـ ٽوٽو وجهڻ ـ نقصان وجهڻ ـ ڪنگال ڪرڻ ـ سڃو ڪرڻ ـ پينگيو ڪرڻ ـ نادار ڪرڻ.

▬ ڪُٽِجڻُ: مصدر. ڪُٽڻ ـ ڏيوالو ڪڍڻ ـ ناداري ڪڍڻ ـ ڏيوالي هيٺ اچڻ ـ سڃو ٿيڻ ـ ڪنگال ٿيڻ ـ محتاج ٿيڻ ـ نادار ٿيڻ ـ اڻ هوند ٿيڻ.

● ڪَٽَرَ ۽ ڪَٽَرُوَنِ: ث. صفت. (سن. شٽَ = لُچو) آها چوپائي، جا ٿَر نه ڪٽي ڪير نه لاهي ڏُهائي ـ ڪير نه ڏُهائيندڙ ـ ڏوڀي نه ڪرائيندڙ (چوپائي) ـ ڏُهڻ وقت لتَ هڻي ڪير نه ڏيندڙ. ٽاهڙ ـ جُڙ نٿهري ـ ٻڇڙي ـ ٺهڻي. (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَٽَرُ ۽ ڪَٽَرَ: ذ. صفت. (سن. ڪَٽنُهَ = جامڙو) ننڍي قد واري ڪُتي جو قسم ـ ڪُٽر ـ ٻچو. ٻچو ـ ٽاهڙ ـ ڪهرو ـ ويجهو نه اچڻ ڏيندڙ جانور. غيرتمند ـ تيز طبع ـ عزت پسند. ڪاوڙيل.

● ڪِٽِرَاڳَ: ذ. تيسو ـ ڪِٽ ـ ڪاسارو ـ معاملو ـ ڪيتو ـ ڪروڌ ـ حرڪت ـ جنجال ـ بکيڙو ـ ٽنٽو ـ جهيڙو ـ فساد. حسد ـ بغض ـ غضب ـ حرص ـ شهوت. ڪِبِرُ. سري راڳ جو پنجون پٽ ـ هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

▬ ڪِٽِرَاڳَ ڪَرَڻُ: بي فائدي ڪو ڪم ڪرڻ ـ ڪيتو ڪرڻ.

▬ ڪِٽِرَاڳَ ۾ پَوَڻُ: بکيڙي ۾ پوڻ ـ جهڳڙي ۾ پوڻ ـ جنجال ۾ پوڻ.

▬ ڪِٽِرَاڳَ مچائڻ: جهيڙو وجهرائڻ ـ فسادوجهائڻ.

▬ ڪِٽِرَاڳِي ۽ ڪِٽِرَاڳِي: فسادي ـ تڪراري ـ جهڳڙائي.

● ڪَٽِشو: اسم خاص. جبل ۾ ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.

● ڪَٽِڪَرَ ۽ ڪَٽِڪَرُوَنِ: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (اڇي رنگ ۽ ڪاري ڪنڊ واري).

● ڪَٽِڪو ۽ ڪَٽِڪا: ذ. صفت. ڪَتيءَ جو ـ ڌوٻيءَ جو ـ رنگريز جو ـ ڳاذر جو ـ ڪهنباتيءَ جو.

● ڪُٽِڪَڻُ: مصدر. (سن. ڪُشٽَ = نقصان) چِيَڙَڻ ـ خلش ٿيڻ ـ فڪر ٿيڻ ـ ڳڻتي ٿيڻ.

▬ ڪُٽِڪو ۽ ڪُٽِڪا: ذ. ڳڻتي ـ فڪر ـ چنتا ـ انتظار ـ اوکيا پوکيا ـ آڌڪو ـ وسواس ـ انديشو ـ اوُنَ ـ سانگو ـ خيال ـ چِيڪو ـ خاش ـ ويچار ـ آلڪو ـ خوف ـ خطرو ـ ڏر ـ ڌِڀ ـ ڌاءُ ـ خبرداري ـ پرگهور ـ پرداخت. پرواه ـ واسطو. اوسيڙو ـ اميد.

▬ ڪُٽِڪو ٿِيَڻُ: انديشو ٿيڻ ـ فڪر لڳڻ ـ ڳڻتي ٿيڻ.

● ڪَٽِيڪَٽِ ۽ ڪَٽِيڪَٽُونَ: ث. (سن. ڪِٽَ = ڏَڪائِڻُ) ـ ڏڪڻي ـ لوڏو ـ ڇڪاٽ ـ ڪڙڪاٽُ ـ ڪِٽِيڪڻ ـ ڪرڙلڻ. جهيڙو جهٽو ـ رڳيڙو ـ ٽنٽو ـ فساد ـ معاملو ـ تڪرار ـ بکيڙو. ڪِرِ ڪِرِ ـ ڪِلاَ ڪِلِ ـ ڪَلهه ـ ڪرنهَن ـ ڳيهه ـ گهپي ـ جُهرجُهر. وِرِوڌ. وِڍِ (راند جو). ڪُٽڪو ـ سنُسو. جهڙپَ. (سن. شٽَ = ڪٽو) ترشي ـ ڪتاڻ.

● ڪُٽِيڪُٽِ ۽ ڪُٽِيڪُٽُونَ: ث. ادڪو ـ ڌپ ـ خيال ـ ويچار. (ذ). سوئر جي ٻچن جو آواز.

● ڪُٽِڪُٽَالِي ۽ ڪٽڪٽالِيُونَ: ث. جهنگ جي ڏَٽ جو هڪ قسم ـ پِيپَ.

● ڪَٽِ ڪَٽَاڻِ (ٽ): ث. ٿر ۾ ٿيندڙ راند جو هڪ قسم.

● ڪُٽِڪُٽَائِي ۽ ڪُٽِڪُٽَائِيُونَ: ث. ميوي جو هڪ قسم. ڪارڪ جي نمونه جهڙو ميوو. ڪجور جي وڻ جي ٿر جهليندڙ لام. (ل) ڪوڏين راند جو هڪ قسم ـ ماري ڪُٽِيَ.

● ڪَٽَ گامُ: ذ. گهوڙي جي پنڊ جو هڪ قسم. (صفت). ڪٽل وِ ڪٽ ڪٽندڙ (گهوڙو).

● ڪُٽَلُ ۽ ڪُٽَلَ: ذ. صفت. خالي ـ سڃو ـ پينگيو ـ اڻ هوند وارو ـ مفلس ـ نادار ـ مسڪين ـ غريب ـ ڏيولائي. ڪسو ـ اوٺو ـ گهٽ ـ اڻ پورو ڪم ـ نرسو ـ زائل ـ عقل هيڻ.

▬ ڪُٽلائِي ۽ ڪُٽلائِيُونَ: ث. سُڃائي ـ اڻ هوند ـ مفلسي ـ تنگي ـ تنگ حالي ـ سيه بختي ـ بيڪسي ـ بيڪاري ـ غريبي ـ ناداري ـ مسڪيني ـ پينگيائي. ڪوت ـ ڏيوالو ـ ڏيوالپڻو ـ ڏيوالپڻو ـ ڏيوالپڻي.

- ڪُتلاَئيءَ جي کهيري ۾ کهيرجڻُ: مسُجو سڪڻو ٿيڻ- پيٽ سان پٿر ٻڌڻ- مانيءَ لاءِ محتاج هئڻ- قرض جا ڪوٽ چڙهي وڃڻ- غريبيءَ جي ڪري هروقت پريشان رهڻ.
● ڪُتلاَٽُو: ذ. هڪ نيڊي ٻوٽي جو هڪ قسم.
● ڪتلاَئِيُ (ل): ث. ڪتالي- ڀپ- ڏٿ جو هڪ قسم.
● ڪتيمِنڙو ع ڪتيمِنڙا: ذ. ڪتاڻ ءِ مناڻ مان ٺهيل مٺائيءَ جو هڪ قسم- ڪتمنو- ڪتونمبڙ- ڪتومِنو.
● ڪتنڻسِ نصيبِ: حرف ندا. شل هو ڪامياب ٿئي- شل هن جي سِرَ تان مصيبت ٽري.
● ڪتنڻُ ع ڪتنڻَ (ڪ): ذ. پرت جو هڪ قسم- نِڪن وارو پرت.
● ڪتنڻُ: مصدر. ٻئي ڪان مقابلي واري شيءِ حاصل ڪرڻ- جيتڻ- فتح پائڻ- فتح ڪرڻ- سوڀ پائڻ- غالب پوڻ- سات ڪرڻ- مارڻ- سوڀ ڪرڻ. حاصل ڪرڻ (لاڀ- فائدو- نفعو- آپراسو- سوڀ)- وٽڻ- پرائڻ- ڪمائڻ- اپائڻ- پراپت ڪرڻ- هٿ ڪرڻ- (ڪتيو- ڪتندو- ڪتيل). (اسم خاص). تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڪتنٺهارو ع ڪتنٺهارا: ذ. صفت. ڪتندڙ- ڪمائيندڙ- اپائيندڙ- ڪتڻ وارو- ڪاٽائو. سهارو- پاليندڙ.
● ڪتنِڻ ع ڪتنِڻيُون: ث. ڪتياٺي- ڏوپياٺي- ڏوپڻ.
● ڪُتڻُ: مصدر. [سن. ڪُشتَ = ڪمي، نقصان > ڪُشيِ = گهٽجڻ] سن. ڪاتڪه = قرضدار > ڪَن = ڪوٽڻ] ڪسو ٿيڻ- اوڻو ٿيڻ- گهٽجڻ- گهٽ ٿيڻ- اڻپورو ٿيڻ- زائل ٿيڻ- پورو نه پوڻ- ڪمي رهجي وڃڻ- ڪتجڻ- ڪوٽ ڪيڻ- ڏيوالو ڏيڻ- ڏينهن جو ڏيو ٻارڻ- ختم ٿيڻ- خلاص ٿيڻ- ڏيوالو ٿيڻ- پورو ٿيڻ. ٽڪجڻ. (ڪُتو- ڪُتندو- ڪُتل).
● ڪتنٺهارُ ع ڪتنٺهارَ: ذ. گل جو هڪ قسم. زيور جو هڪ قسم. پرت جو هڪ قسم. (ٿ)- چمڪدوزي جي پرت جو هڪ قسم. ڪبوتر پکيءَ جو هڪ قسم. (ڪتڻ مان) ڪمائيندڙ- ڪتندڙ.
● ڪتو ع ڪتا: ذ. صفت. (سن. ڪُشارتُ = ڪتو) ڪتاڻ وارو- ڪتاس وارو- ڪتي ذائقي وارو- ترش- ٽيڙهه. بيزار- ڪِڪ- خستو- وِرتل- ورچيل- ناراض- رنج. (اسم). ڪتو ڏُڏُ- جهڻ- آچ- چاچ- مٺيِ- لسي- ڏونرو. ڪِنو مکڻ پگهريل مکڻ تي اچي گجي. (اسم خاص). هڪ جبل جو نالو (ڪ).
- ڪتو ٿيڻُ: نفرت ڪرڻ- ٻري ٿيڻ- رنج ٿيڻ- ڪِڪ ٿيڻ- ورچڻ- ناراض ٿيڻ.
● ڪتيرو ع ڪتيرا: ذ. صفت. ٿورو ڪتو- ڪتاڻ تي مائل.
● ڪُتو: (ڪُتڻ مان ماضي) نقصان هيٺ آيل.
● ڪتنُوبِرو ع ڪتنُوبرا: ذ. دوائن طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو.
● ڪتوريُ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.
● ڪتولو ع ڪتولاَ: ذ. (ڀرا. ڪتوا. سن. ڪتوا = منجو) منجو- پلنگ- کٽ- ائسلو- چارپائي- سيج. (ث. ڪتوليِ ع ڪتوليُون).
● ڪتنُونبِڙو ع ڪتنُونبِڙا: ذ. ڪتمنو- ڪتمنڙو (ٿ. ل). ڪاتونبو- جهنگلي ميوي جو هڪ قسم. هڪ جهنگلي ٻوٽو.
● ڪتنُونبو ع ڪتنُونبا: ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ جهنگلي ميوي جو قسم- ڪاتونبو.
● ڪتنهڙِيُ ع ڪتنهڙِيُون: ث. ڪتالي- ڀپ- جهنگلي ڏٿ جو هڪ قسم.
● ڪتيُ ع ڪتيِيُون: ث. نفعو- فائدو- لاڀ- پراپت- ڪتيو- اپت- ڪمائي- اپراسو- آوت- ڏوتو- ايندو- لاهو- سوباسو- آمدني- پيسو. پورهيو- مزوري. (راندم) جيت کٽ. (صفت). ڏوپي- پرٽ.
- ڪتياڻيتو ع ڪتياڻيتا: ذ. صفت. سودمند- فائدي وارو- فائديمند- واڌاري وارو- وٽاءُ وارو- لاهائتو- اپت وارو- ڪمائي وارو- مفيد- گنجائشي- سجايو- سڪيارٿو.

▬ ڪَتيو ۽ ڪَتيا: ذ. نفعو – فائدو – لاڀ – پراپت – اپت – ڪمائي – ڪَتي – اپراسو – آمدني – پيدائش – آوت – ڏوتو – ايندو – لاهو – سوباسو. فتح – جيت. ڪمائي – پورهيو.

▬ ڪَتيءَ وارو ۽ ڪَتيءَ وارا: ذ. صفت. ڪمائي وارو – ڪمائيندڙ – ڏنڏي وارو – روزگار وارو – پگهاردار.

▬ ڪَتيووَليو: ذ. ڪمائي – آمدني – آپراسو.

● ڪَتيُ ۽ ڪَتيُ: ذ. صفت. (سن. ڪُشَلُ = ڌوئڻ) ڪپڙا ڌوئيندڙ – ڌوٻي – گاذر – رنگريز – ڪُهنباتي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. (ث. ڪَتڻِ ۽ ڪَتڻيُون. ڪَتياڻيُ ۽ ڪَتياڻيُون).

● ڪَتياڻيُ ۽ ڪَتياڻيُون: ث. ڌوٻياڻي – پرتِ – ڪَتڻِ – ڌوٻڻ. (اسم خاص). هڪ پکيءَ جو نالو.

● ڪُتيُ ۽ ڪُتيُون: ث. پڇاڙي – پڇاڙي – انت – انتها – آخر – توڙ – ڇيڙو – تمت – قضا – قضيو – مرتيو – موت – ڪال – مرڻ – ازل – اجل – رحلت. حياتي جي پوري ٿيڻ جو وقت. عمر جو وقت. سُڄائي.

▬ ڪُتيُ آچڻُ: مري وڃڻ – پورو ٿيڻ (حياتيءَ جو وقت) – حياتي ختم ٿيڻ.

▬ ڪُتيُ ڪَٽڻُ: موت جو سڏ – تقدير جو اچڻ – حياتي پوري ٿيڻ – تقدير جو ڦاسائڻ.

● ڪَتياڻَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. نانگ جو هڪ قسم. (اسم خاص). حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ اسٽيشن جو نالو.

● ڪَتياڻي ۽ ڪَتياڻيون: ث. ساموندي لوڻ ڌوئڻ لاءِ مٽي پاڻي جي ننڍي ڪڏ. پکيءَ جو هڪ قسم. (صفت). ڌوٻڻ – ڪَتڻ.

● ڪَتيُ ڪُنُ. اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَتينگڻُ ۽ ڪَتينگڻَ (ٿ): ذ. ڪَتاڻ – سنباڻ – سنبائڻ. ڪير ڄمائڻ لاءِ ڪم آندل ڏڌ.

● ڪَتينگو (ٿ): ننڍن ٻارن ۾ ڪنگهه جي بيماريءَ جو هڪ قسم – ڪِرتيو.

● ڪَتپَ (ت): ث. مڇينهن جو هڪ قسم.

● ڪَتپُ ۽ ڪَتپَ: ذ. (سن. ڪُشِيُ = گهٽجڻ) ڪَتي – لوڙ – گهرج – ڪاڻ – حاجت – طلب – تقاضا – دعويٰ – چڪ – چڪتاڻ – خرچ – ڪاپو – ڪاپار – خرچ پکو – پوتو. قلت. (پرا. ڪَتپ = وڍڻ. سن. ڪَتلرِ تي = سَنڌو – ڪانچو. (وڻ تي چڙهڻ لاءِ ڏنل) – نشان – قط – وڍ – وڍو – (چاقو يا رسيءَ جو ڪان ۾) ڪَتپو. گُهپُ – ڪُپُ. گوشو (تير جو).

● ڪِپَ ۽ ڪِپُون: ث. مياڻُ – ميان – مَڙهه – ٿيڪ – نيام – تلوار رکڻ جو کوپو:

"ڪُڙڳ پراڻي ڪِپَ ۾ گهوڙي ٽنل واڳ".

ٻوٽي جو هڪ قسم – سائي رنگ ڍڳهين لامن وارو هڪ ٻوٽو.

● ڪِپَ ڳاڙهيُ: ڪِپَ جو هڪ قسم (جابلو ماڻهو هن جا گل کائڻ ۾ ڪم آڻين).

● ڪُپُ ۽ ڪُپَ: ذ. ٺيڪ – پورو – برابر – بيهڪ (ٿ). (ظرف). مضبوط – ڏاڍو – سوگهو – پڪو. ٻوٽي جو ٻوٽو.

● ڪَتپاتيُ ۽ ڪَتپاٽيون: ث. تلوار کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو هڪ ٽڪر. دشمن.

● ڪَتپارِيُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَتپائڻ: مصدر. (سن. ڪُشِپُ = ٻڪ گهٽجڻ – ٻڪ ڪَٽڻ – گهٽجڻ) خرچڻ – صرف ڪرڻ – ڪم آڻڻ – واپرائڻ – ڪاڻي ڪپائي ڇڏڻ – آڏائڻ – وڃائڻ – ڪوهڻ. (ناڻو) ناس ڪرڻ – پورو ڪري ڇڏڻ – خرچ ڪرڻ – ختم ڪرڻ – ڪتب لائي ڇڏڻ – ڪم آڻي ڇڏڻ. تيار ڪرڻ – پڄائڻ – سميٽڻ – اڪلائڻ – نبيرڻ. (سن. ڪُشِبُ = اَپمان ڪرڻ) آڪائڻ – چيڙائڻ – ڪاوڙائڻ – رنجائڻ – ڪلپائڻ – پاڻي ڪٽڻ – ڏهڻ – ڪڪ ڪرڻ – دق ڪرڻ – بيزار ڪرڻ – مٿو کپائڻ – آڪائڻ – اهنجائڻ – ايذائڻ – آزارڻ – رڙائڻ – ڪِجائڻ – وياڪل ڪرڻ – هلاڪ ڪرڻ – پريشان ڪرڻ – تڪليف ڏيڻ – مٿو هڻڻ – مغزخوري ڪرڻ.

● کَپائُنو ع کَپائُنو: ذ. صفت. اجايو- اڍنگو- گهڻ خرچو- يوالفضول- لُٽائو- لک لوٽ- آڏائو. ڏوکڙائيون- ڏکائتو- اهنجائتو- هلاڪ ڪندڙ- ڪپائيندڙ- تڪليف ڏيندڙ- رنجائتو. ڏکيو- اهنجو- جنجال وارو- دق- مٿي جو سور.

● کَپائڻ: مصدر. کوڙڻ- ٽُنبڻ- لڳائڻ- وهارڻ- ويهارڻ- قابو هڻڻ- چنبڙائڻ- چمائڻ. قابو ڪري رکڻ. (نوکري يا ڌنڌي ۾) لڳائڻ.

● کَپت ع کَپتون: ث. (سن. ڪشيپ= گهٽجڻ) احتياج- گهرج- لوڙ- طلب- کٽي- ضرورت- کَپ- کاٽ- حاجت- کاپو- خرچ- کاپار- خرچ پکو- پُوتو. کتراڳ- کاسارو- کاپارو- مغزخوري- خفو- مٿو هڻڻ- لتاڪو- کٽ پٽ- پِٽو- ڏيرانبو- رڳڙو- رد بدل- تڪرار- جهڳڙو- چٽا پيٽي. جهوري- ڳار- تات. خار- کاوڙ- بيچان- ڪراهت.

- کَپت لڳڻ: ڪراهت اچڻ- بيچان لڳڻ.

● کَپَر: لوه جو اوزار (جنهن سان حقي جي توپيءَ جي صفائي ڪجي). نانگ جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● کَپَر ع کَپَر: ذ. صفت. (سن. کَرپَر= چور- بد معاش). چور- ڳنڍ ڇوڙ- بد معاش- لوفر- لنڳ. (نالو هڪڙي خيالي آدمي جو جنهن لاءِ چيو ويو آهي، ته هن جهرکن جي ويجهو سرنگهه هڻي راجا جي ڌيءُ چورائي هئي). (اسم). ڪيشتو. مٽي جي ڪوپري. اکين تي چاڙهڻ جو ڪوپو. (اسم خاص). تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَپُر: اسم خاص. (سن. سڪرپر) زهري نانگ جو هڪ قسم. (اسم). نڪر جا نيسارا نهيل جي ابتا ڪري ڇتين تي رکجن. (صفت). چور- کاٽڙيو- چوراڙيو.

- کَپُر نر: نانگ جو هڪ قسم.

● کِپُرائي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کِپُرو: اسم خاص. هڪ شهر جو نالو. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو. گاهه جو هڪ قسم.

● کَپڙو تال ع کَپڙو تال: ذ. خفو- گهٽو ڪم- تڪليف.

● کَپن واري: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَپڻ: مصدر. (سن. ڪشپ= پورو) خرچ ٿيڻ- صرف ٿيڻ- ڪم اچڻ- واپرجڻ- ختم ٿيڻ- پورو ٿي وڃڻ- کوهجڻ- پاڻ کي کپائڻ- هلاڪ ٿيڻ- برباد ٿيڻ- ڏک ارمان ۾ سڙي گذري وڃڻ- وڪرو ٿيڻ- فروخت ٿيڻ- کاپو ٿيڻ- هلاءُ ٿيڻ. ٿڪڻ- اولجڻ- ورچڻ- ڪڙهڻ- کُهجڻ- ورچجڻ- دق ٿيڻ- بيزار ٿيڻ- ڪِڪ ٿيڻ- بيزُ ٿيڻ. ضروري هجڻ- گهربل هجڻ- گهرجڻ- ضرورت هجڻ- حاجت هجڻ- لوڙ هجڻ. کجڻ- تيسو چڙهڻ- چوچڙي لڳڻ- رُسڻ- کاوڙ لڳڻ. غصو اچڻ- ناراض ٿيڻ- چڙ لڳڻ- گهٽجڻ- ڏندا وجهڻ. قط وجهڻ- نشان وجهڻ- پوري تڪ ڪرڻ- سٽڻ- گهپ وجهڻ- کانچو وجهڻ- کَپ وجهڻ. رڙ- زاري ڪرڻ- ڪنجهڻ- ڪرڪڻ- خفي ٿيڻ.

● کُپڻ: مصدر. (سن. ڪشپ= ايذائڻ) ويهڻ- اندر پيهي ويهڻ- آپو تي ويهڻ- ڏاڍو ٿيڻ- برقرار ٿيڻ- ساڳائتو ٿيڻ- مضبوط ٿيڻ- سوگهو ٿيڻ- قابو ٿيڻ- قائم ٿيڻ- پڪو ٿيڻ- پختو ٿيڻ- قابو رهڻ- ٽِڪڻ- ٿهرڻ- جمڻ. ٺهڪڻ. دل ۾ وهڻ- دل ۾ گهر ڪرڻ- دل کي لڳڻ. کُڙڻ- لڳڻ- ٽنبجڻ. (کُپيو- کُپندو- کُپيل).

● کَپِٽِي ع کَپٽيون: ث. مار- سيڪت.

● کَپو ع کَپا: ف. (سن. ڪشوت= شور) گوڙ- لُڙ- هُل- گهمسان- بائتال- شور- غوغاءُ- ڌُوم- ڪڙڪو- ماچانگ- هنبس- غلغلو- هُاڙ- هنگامو- هلاچو- بکيڙو- ڌمچر. راماڻو- راماڻ- هل حشر- ممڻ- خرخسو- حشر. کَپ- کانچو- کاٺ ۾ هنيل ڏک. نشان- قط- وڍ- ڏندو- ارو.

● کَيچ ع کَيچون: ث. تڪليف- تصديع- دردسري- ڪشالو- ڏقت- جا کوڙو. وياڪلتا- پريشاني- هلاڪي- اهنج- ايذاءُ- ڏک- ڏنج- ڏنجهو- آپاندي- کاکاهو. جنجال- آزار- زحمت. چڙ- خفو. ڏهڪو- کاڙهو- جوش.

● کُجامَڻُ: اسم خاص. هڪ وڻ جو نالو.
● ڪِجائِيُ ۽ ڪِجائيُون: ث. اندر جو سور ۽ ڇيج - ڪپت.
● ڪِجائِڻ: مصدر. اهنجائڻ - ايذائڻ - وياڪل ڪرڻ - دق ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - ڪَپائڻ - تڪليف ڏيڻ - دقت ڏيڻ - ستائڻ - ماڙڏيڻ - چيڙائڻ - چيڙڻ - ڪاوڙائڻ - رنجائڻ - ڪلپائڻ - پاڻي ڪڍڻ - ڏَهڻ - غمگين ڪرڻ - خار ڏيارڻ - چورڻ - بيزار ڪرڻ. اوٻارڻ - ٿڪائڻ. (ڪِجائِيو - ڪِجائيندو - ڪجائِيَلُ).
● ڪِجَبُ ۽ ڪِجَبُون: ث. ڪپت - ڪجڙو. جهڳڙو. خفو.
● ڪَجڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪَجڙِ ۽ ڪَجڙُون: ث. ويران زمين - غيرآباد زمين - بَرَپَٽُ - پوٺو - سڃو ميدان. (صفت). سڃي (زمين). روه واري (زمين) - ٻاپو - ٻاپئين - ٻاپيرُوُ (زمين).
● ڪَجڙُ ۽ ڪَجڙَ: ذ. ڪَرُڙو - گاه واري زمين - آهڻائتي زمين.
● ڪَجَڪَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪِجِڪَڻُ: مصدر. نخري سان ڪلڻ. (ڪِجِڪيو - ڪِجِڪندو - ڪِجِڪيَلُ).
- ڪِجِڪو ۽ ڪِجِڪا: ذ. تهذيب جي حد کان وڌيڪ کِل - ٺهڪارو - ٺهڪڙو - بي حجاب کل. کِل - مسخري.
● ڪُجُلِي ۽ ڪُجُلِيُون: ث. (سن. ڪَرُجُتُو = خارش) خارش - خارس - ڪاڇي - کَٿهِ. سُر سُر. تِر تِر. ڪُرُ. ڏيِ. ڪِرسِرو.
● ڪِجَڻ: مصدر. (پرا. ڪِجَئَتِ > سن. ڪِنُ = ڪِڪ ٿيڻ). ڪِڪ ٿيڻ - ڪِپڻ - رنج ٿيڻ - بدمزي ٿيڻ - ڪاوڙجڻ. چڙڻ - ٻوسرڻ - ڪُڙڻ - ڪلپڻ - ورچڻ - خفي ٿيڻ - ڪاوڙ لڳڻ - ناراض ٿيڻ - غصي ٿيڻ - ڏمرجڻ. ٻاراڻي ۾ ٻرڻ - بي حال ٿيڻ - وجهلڻ - ٻُتي ڪرڻ - الڪو ڪرڻ - پريشان ٿيڻ. ياد ڪرڻ. هُڙڪڻ. تيسو ٿيڻ - ڇُوُچڙي لڳڻ - زود رنج ٿيڻ - ٻاه لڳڻ - ٽانڊو لڳڻ. (ڪجيو - ڪِجندو - ڪِجيَلُ).

- ڪِجِٽُو ۽ ڪِجِٽا: ذ. صفت. تيسِرُ - تيسي ڪاڌل - ڏَڏَلُ - چوچڙو - چيڙاڪ. بخيل.
● ڪَجُوُرَ ۽ ڪَجُوُرُوُن: ث. (سن. ڪَرُجُوُرَ = ٻڪل ڪارڪون) ٻڪل ڪارڪون - ٻال ٻيل ڪارڪون. هٿليلا - ڇُهارا - ڏونڪا - ڪتل - ٻندَ. ميوي جو هڪ قسم. وڻ جو هڪ قسم - ڪجِيُ ۽ جو وڻ.
● ڪَجِيُ ۽ ڪَجِيُون: ث. (سن. گرُجُوُرَ = ٻڪل ڪارڪون). وڻ جو هڪ قسم - نخل. ميوي جو هڪ قسم - ڪارڪ - ڪتل - ڏونڪو - ٻنڊ - ڇُهارو. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.
● ڪَجِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪَجَڻُ: مصدر. مٿي ٿيڻ - ڪجهي وڃڻ. ڪڙو ٿيڻ - پري ٿيڻ - جدا ٿيڻ - غائب ٿيڻ. اڪرڻ - چڙهڻ - آيرڻ - نمڻ. نڪرڻ - هٽجڻ. سهڻ. برداشت ڪرڻ.
- ڪَجِٽُو ۽ ڪَجِٽا: ذ. صفت. ڪجڻ جهڙو - متحرڪ - جنگمُ. وڃڻو - چڙهڻو - موڪلڻو - اماڻڻو - ڪڍڻو. ڦرندڙ گهرندڙ - هلڪو.
● ڪِجَهائِڻ: مصدر. هلاڪ ڪرڻ. (ڪِجَهائِيو - ڪجهائيندو - ڪِجَهائِيَلُ).
● ڪِچُ ۽ ڪِچَ: ذ. (سن. رڪُرشتَرَ = ڪِچِٽِيُ) پت - ڪچٽي - رذل چانور. ڪڌجي ويل - ملاوت ٿيل. ماڻهن جو گهاٽو ميڙ - ماڻهن جو گوڙ - گهمسان. ماڻهن جو زياده تعداد. گند - ڪچرو. چُورُ.
- ڪِچُ ٿِيُ پوڻ: چُور ٿي پوڻ.
- ڪِچَ ٿِيَڻُ (ل): گهرو ٿيڻ - گهاٽو ٿيڻ - گهٽو لاڳاپو رکڻ.
● ڪُچُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪُچَ ۽ ڪُچُوُن: ث. بدن جو هڪ عضوو - مُرني جو پويون حصو - مرني جي پٺ. مرنيجي پٺ واري رڳ. ٻيرجي ڪڙيءَ متان ۽ پيني جي هيٺان وارو حصو. ڪڙيءَ جو مٿيون پاسو. پيڏي ۽ مرني جي وچوارو حصو. چوپائي جي ڪُرَ ٻا ٻير جي متان ۽ پٺيان وارو پاڳو.

▬ ڪُچَنِ جا ڏڪ هڻڻُ: اجايا حيلا ڪرڻ۔ آخري ڪوشش ڪرڻ.

▬ ڪُچَنِ وارا ڏَڪَ هڻڻُ: مُرنّي جي پٺ ۾ ڏڪ هڻڻ. بي فائدي ڪوشش ڪرڻ.

● ڪِچا: ذ. ٻڪيءَ جي ٻڇ جا نوان تازا ڪنب.

● ڪِچا ڪِچِ: ذ. صفت. ڀرپور۔ ٽمٽار۔ ڀريل ۔ مُنهان منهن ۔ تارُ. (اسم). ڳاهٽ ۔ گهٽائي ۔ ڳاڳيهه ۔ ڳيهچڳيچ ۔ گهاٽائي۔ ڳوڙهه ۔ انبوهه.

● ڪِچِرُ ج ڪِچِرَ: ذ. صفت. ٻڪيءَ جي پراڻي ڪنب ڇڻڻ بعد وري تازو ۽ نئون چاول ڪنب.

● ڪَچَرُ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچَرُ پُور: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچَرُ خانُو ج ڪَچَرُ خانا: ذ. گوڙ گهمسان وارو هنڌ ۔ ڪچر ڪانو ۔ خچرخانو.

● ڪَچَرُ ڪانُو ج ڪَچَرُ ڪانا: ذ. گوڙ گهمسان وارو هنڌ.

● ڪَچَرُ ڪَلو ج ڪَچَرُ ڪَلا: ذ. ڪِلَ ۔ ٺهڪڙو ۔ ٽهه ٽهه ۔ ڪلڪو ۔ هاسِي ۔ ڪِلِو لِ ۔ خچر ڪَلو ۔ گوڙشور ۔ گوڙ. حيراني.

● ڪَچَرُ ڪَلو لائِڻُ: اجايو گوڙ مچائڻ ۔ گهڻو گوڙ ڪرڻ.

● ڪَچِرو ج ڪَچِرا: ذ. صفت. چالاڪ ۔ هوشيار. نقصانڪار. پاتِرو.

● ڪِچِرو ج ڪِچِرا: ذ. صفت. بد افعال.

● ڪُچِرو ج ڪُچِرا: ذ. صفت. جوا بازن جي اصطلاح ۾ هوشيار ۔ جوا جو چاڻو.

● ڪِچِرِي ج ڪِچِرِيُون: ث. ڪيري ۔ خراب زال.

● ڪِچِڙِي ج ڪِچِڙِيُون: ث. (سن. ڪرَشَرهه = ڪچٽي) ڪِچِٽي.

● ڪِچِڪو ج ڪِچِڪا: ذ. گوڙ ۔ گهٽي ڪِلَ ۔ ٺهڪڙو.

● ڪِچَلِ ج ڪِچُلَ ۔ ڪِچَلُون: ث. (سن. ڪَرِيڙ = راند ڪرڻ) ڪنهن ڪي چيڙائڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن اجائي ٽَڪ ٽَڪ ۔ وِنڌ وِنڌ ۔ بَڙ بَڙ ۔ جهُون جهُون ۔ جهُر جهُر. ڪِينچل. ٽڙيل ٻڪڙيل شيون. ڪِنُ ڦِٽُ ۔ ڪچرو ۔ انڊ ڪنڊُ.

● ڪِچِ مِچائِي ج ڪِچِ مِچائِيون: ث. نڳي ۔ چالاڪي. لاڏُ. چُچَمُچَ. (ل).

● ڪُچِڻُ: مصدر. پيڏيءَ ڪان ٻير وِڃڻ.

● ڪِچُون: آڏ ۾ پرت پرڻ. (ت).

● ڪِچِٽِي ج ڪِچِٽِيُون: ث. (سن. ڪرَشرَهه = ڪچٽي) تمام ٻٽڙو پتُ ۔ دال ۽ چانور گڏ رڌل (ٻٽڙا) ۔ چڊو رڌل پتُ ۔ نرم چانور ۔ هلڪو ڪاڏو. ٻن ٻولين جي ملاوت. ڪارا ۽ ڳاڙها وار. ٻُور. هڪ ٻوٽي جو قسم (جو اڪثر تر ۾ ٿئي). سولو ڪم ۔ آسان ڪم.

▬ ڪِچِٽِي ڪَرَڻُ: گڏ وچڙ ڪرڻ ۔ ملائڻ ۔ ملاوت ڪرڻ.

▬ ڪِچِٽِي ڪائِڻُ: تمام سهنجائيءَ سان ڪم ڪرڻ ۔ سولائيءَ سان ڪم پورو ڪرڻ ۔ آسانيءَ سان ڪم لاهڻ.

● ڪُچو ج ڪُچا: ذ. صفت. ڊگهو (ماڻهو يا جانور). حقارت جو لفظ. منڊو ۔ پير منڊو.

● ڪِچو ج ڪِچا: ذ. ڪنب ڇٽي وڃڻ ڪان پوءِ ٻڪيءَ جو نئون آيل ڪنب. (صفت). گڏيل ۔ ڳاڏر ساڏڙ ۔ مرڪب ۔ گڏيل سڌيل. ٻن ڪان وڌيڪ اَنُ جو گڏي رڌل (ڪاڏو).

● ڪِچِي ج ڪِچِيُون: ث. آها پوري، جنهن جي ٻچ جا ڪنب ننڍا هجن. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪَدُ ج ڪَدَ (ل): ذ. صفت. ڪدڙي جو مخفف ۔ ڪدڙو ۔ ڪَدو ۔ ڪَدامُ. ٻِي مڙسيو. مَٺو.

● ڪَدا ج ڪَدائُون: ث. انُ لٽي، هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جي جاءِ.

● ڪِدا ج ڪِدائُون: ث. پيالي ۔ جمني ۔ ڪستو. ڪرمنڊل. ٻٽڙي نموني تي ٻستري جي چادر. ڪپهه سان ڀريل بستري جو حصو. پلنگ پوش.

● ڪَنَدَرُ ج ڪَنَدَرَ: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم - هٿ جي وڻيل سُٽ مان هٿ جي آڏائي تي اُڻيل ڪپڙو - ديسي ڪپڙو.
● ڪِندِرائِيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪَنَدڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪَندِڙو ج ڪَندِڙا: ذ. صفت. (سن. شنتبَڪَه: ڪُنتبَڪَه = نامرد) نامرد - ٻڍي مڙسيو. خنثي - مخنث - خصي - نر ماد (ڳڏ) - هيجڙو - نپوسڪ. ضعيف - ڪمزور. بي شرم. بزدل. (اسم خاص). تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديھ جو نالو. (ث. ڪدڙي ج ڪدڙيون).
- ڪَندِڙائِيءَ ج ڪَندِڙائِيُون: ڪَندِڙايُون: نامردي - هيجڙائي. نِرٻلتا - ڪمزوري - ضعيفائي.
● ڪَندِسو ج ڪَندِسا: (اصل لفظ خَندشَه). ٽنٽو - جهيڙو - رڳڙو - ڪلتهِہ - ڏڦيڙ - فساد - تڪرار - لُڙ - ڪرنهن - وروڌ - معاملو - ڳڙٻڙ - ڪروڌ - شور - بکاگو - قڏو - خدشو.
- ڪَندِسائِيءَ ج ڪَندِسائِيءَ: ذ. صفت. جهيڙڪ. جهيڙاڪ.
● ڪَندشُ يا ڪَندشو ج ڪَندشا: ذ. (اصل لفظ خَندشَه) نقصان - قڏو - فساد - جهيڙو.
● ڪُندو ج ڪُندو: ذ. (ٻتي راند ۾) ڪارو رنگ - خُندو.
● ڪُندِ يا ج ڪُندِيائُون: ث. (سن. ڪشُدَ = کائڻ جي اِڇا رکڻ) بُک - ڪُندِ يا - اشتها - کائڻ جي اِڇا.
● ڪُنديجِيءَ: اسم خاص. تعلقي ڪراچيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.
● ڪُندجَڻُ: مصدر. مست ٿيڻ - نشئي ٿيڻ.
- ڪُنڊِيا ج ڪُنڊِيائُون: ث. (سن. ڪشُڌاء: ڪشُدَ = کائڻ جي خواهش رکڻ) بُک - کائڻ جي خواهش. (ڪشُبد = ولوڙي ۾ پيل). (صفت). نشئي - مست.
● ڪَنڏَ ج ڪَنڏون: ث. (سن. ڪَترَت: ڪَندَ = ڪَڏ) زمين ۾ کوٽيل چٿلهو - اونهي کوٽيل زمين - ڪُوٻو - چِڏو - کوپ - ڏرو - ياڏ - کاهي - چَر - چَلهو - ڪُهاڏو (نار جو) - پڙاڏو - کاڻ - خال - پور - اوڙاهه - پڙُڻ - چَرٻَ - تنگ - سوراخ - غار - خندق. ٽويو - ڪُهه - ڪُوءَ کاسو - تلاءُ. (اسم خاص). تعلقي ڳوني ۾ هڪ ديھ جو نالو.
● ڪَنڏَ پَوَڻُ: گهرج نہ هئڻ. ٻن پوڻ - اوڙاهه ۾ پوڻ - نابود ٿيڻ (پاراتي جو هڪ قسم).
- ڪَنڏِرُ ج ڪَنڏِرَ: ذ. صفت. ٻئي لاءِ ڪَنڏ کوٽيندڙ - نقصان رسائيندڙ - ڪانيچ - مندو - دل پليت - سُنهن جو منو اندر جو کوٽو - ڪَنڏن کوٽ.
- ڪَنڏَ ڪَٽَڻُ: ٻئي جي بربادي لاءِ ڪوشش ڪرڻ - ٻئي جي بربادي لاءِ سِٽا سِٽڻ. ٽُنگ کوٽڻ - چرپ ڪرڻ - سوراخ ڪرڻ - غار ڪرڻ - چلهو کوٽڻ - پور ڪرڻ.
- ڪَنڏَ ڪُوٻو ج ڪَنڏون ڪُوٻا: ذ. چَرپَ - تنگ - (زمين ۾) سوراخ - غار - چُلهو - چِڏو - کوٻو - پڙُڻ - کاڻ - پڙهاڏو - پور - خال - جهڪائي - چور کڏو.
- ڪَنڏن کوٽُ ج ڪَنڏن کوٽَ: ذ. صفت. ڪَنڏِر - ڪَنڏون کوٽيندڙ. ٻئي لاءِ ڪَنڏون کوٽيندڙ - ٻچاپڙو - لُونڙيو - ڪَنڏهرو - چيٽا پور. حرڪتي - شرير - لُچ - بدمعاش - فتنو آڻيندڙ. جهيڙاڪ - فسادي - جهڳڙالُو.
- ڪَنڏو ج ڪَنڏا: ذ. ننڍي ڪَنڏ - چُيتو.
- ڪَنڏون کوٽڻُ: عيب ظاهر ڪرڻ - چُغليون هڻڻ - دشمني ڪرڻ - سِٽا سِٽڻ.
- ڪَنڏَهَرُ ج ڪَنڏَهَرَ: ذ. صفت. ٻئي کي نقصان رسائيندڙ - اِيذاءُ پهچائيندڙ - ويري - دشمن - ڪانيچ - مَندو - دل جو پليت - مُنهن جو منو، اندر جو کوٽو - ڪَنڏن کوٽ. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
- ڪَنڏَهَرو ج ڪَنڏَهَرا: ذ. ٻئي کي نقصان رسائيندڙ - اِيذاءُ پهچائيندڙ - مَندو - دشمن - ويري - سنهن جو منو، اندر جو کوٽو - وڇ ويڙهائو - چيٽا پور - ڪَنڏون کوٽيندڙ - ڪَنڏِر - چالاڪ. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي باگي ۽ جيمس آباد ۾ ديهن جا نالا.

● ڪُنڊُ ۽ ڪُنڊَ: ذ. (سن. ڪُنٽڪ) جاءِ جي چِٽ. چِٽ جو مٿيون پاڳو - ڪونو - ڪنهن بہ گهر جي مٿئين حصي ۾ مٿين منزل - چوٽ. ڪچين يا پڪين سرن سان ٺهيل ڪوٺي - صفو.

● ڪنڊارو: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو. (ڪ).

● ڪنڊائِي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪنڊاڪرون: اونهون - اوڙاهہ.

"چاچِر چِڳيرن، گهور اچي گهاتوئين،
اڪيون انين سند بون، ڪنڊاڪرون پچن"
(شاهہ ڪريم).

● ڪُنڊائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪنڊ ڪُوهِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُنڊِٺو ۽ ڪُنڊِٺا: ذ. (سن. ڪُٽ = ڪُٽيا) شڪار ڪرڻ لاءِ ٺهيل هڪ محفوظ جڳهہ، جتان شڪاري شڪار جي تيت رکي - شڪار لاءِ لِڪَ واري جاءِ - حد - نشان - شڪارگاهہ ۾ ويهڻ جي جاءِ. لڪڻ لاءِ ڪنڊَ - ڪونو. ڪاغذ جو بوتو، جو هندو پار ڏياريءَ ۾ ناهي، آن ۾ ڏيو رکن. ٻارن لاءِ ننڍڙو گهر.

● ڪُنڊو ۽ ڪُنڊا: ذ. (سن. ڪتن = ڪوتڻ) وڏي ڪنڊ. چوپائي جي ڪن جي هيٺان يا مٿان (ڪن جي اڌ ۾) ڪاٽڻ سان ٿيل نشان - چير - ڪٽ - ڪَٽڪرُ - ڦنگهي. وڏو جادو - ڪپٽ - طاق. هُڙي. (اسم خاص). تعلقي ٺنڊي الهيار، گهوڙا ٻاري، گوني ۽ جاتيءَ ۾ ديهن جا نالا. هڪ جبل جو نالو.

● ڪُنڊا ڪرڻ: نشان ڪرڻ - داغ ڪرڻ - چوپائي جي ڪن ۾ ڪکر وجهڻ - چير ڏيڻ - چهڪ ڏيڻ.

● ڪنڊَ واري: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي، جيمس آباد ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ ديهن جا نالا.

● ڪنڊوتِري ۽ ڪنڊوتِريون: ث. (سن. ڪشيرن = کير ڏيندڙ) گدري جو هڪ قسم. ڪدو - ٽنبو. ريبڙي (ث). گدري جي قسم جو ميوو.

● ڪنڊَ هَرَ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۽ تعلقي سڪرنڊ ۾ ديهن جا نالا.

● ڪنڊَهَرُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڪنڊَهَرِي: اسم خاص. تعلقي روهڙي ۽ تعلقي واره ۾ ديهن جا نالا.

● ڪَنڊَئِي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڪُنڊِي ۽ ڪُنڊِيون: ث. (سن. ڪنڊِيہ: پرا. ڪنڊِيا = جاءِ) مٽي يا ڪکن ڪانن جي ٺهيل ننڍي جاءِ جنهن ۾ ڪڪڙين ۽ ڪبوترن کي آنن لاءِ رکجي. ٺهيل ننڍڙو ڪُنڊو - ننڍڙي جاءِ - ڪوٺي - حجرو - اوطاق - خانو

"هِنيون ڏجي حبيب کي، لِڱ ڳنڊجن لوڪ،
ڪُنڊيون ۽ ڪروتون، اهي پڻ سڳر ٿوڪ"
(شاهہ ڪريم).

جادو - طاقچہ. هندن جي مڙهيءَ جو هڪ نمونو (ڪن ڪن هنڌ مندر کي بہ نالو ڏيندا آهن، جيئن ٺٽي ۾ ڪُنڊِي جو مندر). سوراخ - ڪنڊَ - ڀاڙ. سري (ڏندن ۾) - نڪتل ڏند واري خالي جاءِ - کنڊ (ڏندن ۾ ٻيل وچوٽي). ڪپڙي آڻڻ وقت ڪوريءَ جي ٽنگن هيٺ ڪري ويهڻ لاءِ ٺهيل کڏ. (اسم خاص). تعلقي گوني، تعلقي بدين، جاتي، ميرو خان، ديرو محبت ۽ تعلقي چاچري ۾ ديهن جا نالا.

● ڪُنڊِي آوَتِ: اسم خاص. تعلقي ٺنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُنڊِي جاگِيرَ: اسم خاص. تعلقي هالا ۽ تعلقي ديرو محبت ۾ ديهن جا نالا.

● ڪنڊِيڏِنِي: اسم خاص. تعلقي ميرپوربٺوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُنڊائِجڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ - دل ستڻ.

● ڪُنڊو ۽ ڪُنڊا: ذ. دغاخور - بي ايمان - ڪوتو - ڪُنڊو. (ل).

● ڪَنرَ ۽ ڪَنرون (ڪ): رهڙ - رهنب - ٺهنب. (ڪ).

- ڪُرپَ ۽ ڪُرپون: ث. رهڙپ - ڪرڙڻ جو ڪم.

● ڪَتَرُ ج ڪَتَرَ : ذ. سن. ڪَتَرَهہ. ف. خَتَرُ = گڏهہ) خر – گڏهہ. گڏهہ ڪي هڪلڻ جو آواز. ڪچڪوڙ. ڪارڪن جو هڪ قسم. (صفت). احمق – بيوقوف – چَرِيَتُ – نادان – ڪم ذهن – بي عقل – موڳو – موڙڪ – مت هيڻ – ڳهيلو – ڏڏو – ڀَتَڪو – سوڳو مَتَرَ – اڻاسيو – اڏايو – جاهل – سُوَڙهل – ڪُند – جَڙ – چسو. حرڪتي – لچو – اُئترو – ستيخور – ڪيچلو – ڪريل – زيان خور – بدمعاش – ڪاريندڙ – بدچال. غير واقف – نامحرم. دشمن – رقيب

"سُٺي سَرِ پَرِ سڄڻين، مَتَرُ جان ڪَتَرَ ڪِجَنِ"

(خليفو نبي بخش).

شيطان. ڪوتو – ڪوڙو. (اسم خاص). تعلقي دولت پور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

– ڪَتَرائِيَ ج ڪَتَرائِيُون: ث. گڏهپائي – حرڪت – ڪُونسقتائي – ڪيچل. چترائي – لچائي – شرارت. خرابي – نقصان – خلل – بڇڙائي – بدمعاشي – مَتدائي.

– ڪَتَرُ پُوتُ (ٿ): ذ. صفت. وڏي منهن وارو.

– ڪَتَرُدَيالُ ج ڪَتَرُدَيالَ: ذ. صفت. (اصل لفظ "خَتَر دجال") بدمعاش – لچ – لوفر.

● ڪِرَ ج ڪِرُون (ڪ): ث. جبل ۾ نسيڙي واهي – ڪانئي ڪان بہ ننڍي ڏوري. هيٺانهين زمين. چونڊ – چونڊو – لٺيل ٻنيءَ مان چونڊيل ڪڻا.

● ڪِرُ ج ڪِرَ: ذ. سٺو لڇڻ – چڱو افعال – نيڪ خصلت – فضيلت – شعور – ادب انداز و – سٺو ارڪان. ڍنگ – نمونو. تماشو – رونشو. (ٿ). بهانو – اٽڪل – ڪوڙو بهانو. لاباري ۾ سٽريون يا ڪانا ڪٽڻ ڪانپوءِ چونڊيل سنگ. ان جي ڀار – ڪيڙي. لاباري ڪندي جيڪي پوک جا آنَ سوڏا تيلا رهجي وڃن.

– ڪِرائِتُو ج ڪِرائِتا: ذ. صفت. فضيلت وارو – نيڪ افعال – سلڇڻو.

– ڪِرُ چونڊَڻُ: رهيل سنگ ڳولڻ (لاباري بعد). ٻچت ڳولڻ – چونڊو ڪرڻ. (ل).

– ڪِرُدارُ ج ڪِرُدارَ: ذ. صفت. ڪِرُ ڌاريندڙ – ڪر رکندڙ – سنجيدو شخص.

● ڪُرُ ج ڪُرَ: ذ. (سن. ڪُشُرُهَ = ڪُرُ). چوپائي جو پير – وهٽ جو پير – سُنب – ڪُراندي – وهٽ جي پير جو نُنهن – ڪرسلي – ظفر. وهٽ جي پير جو نشان. ڪوٽڻ جو ڪم – ڪوٽهڙو – ڪوٽاڙو. راند جو هڪ قسم. رانديڪي جو هڪ قسم. ٻُنگ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

– ڪُرَ تي ڏيڻ: يڪدم روڪ پيسا ڏيڻ.

– ڪُرُ ڏائِڻُ: ڦڏي پير سان هلڻ – ڦڏائيءَ سان هلڻ. ڪاڏي ڪان پوءِ هواخوري ڪرڻ – پسار ڪرڻ – پير گهمائڻ – چنگهون ساهڻ.

– ڪُرائِيَ ج ڪُرائِيُون (ل): ث. ٻڪر جي پير جي رسي. "ٻڪريءَ کي پير ۾ ڪُرائِي وجهہ (جملو)."

– ڪُرُ نہ آتڪڻُ: ٽپي سان پار پوڻ.

● ڪَترائِيَ: صاف – نج – نبار (گيهہ). ان سڙيو – صاف گيهہ.

● ڪُراٽو ج ڪُراٽا: ذ. (سن. ڪُرُتُ = ڪرڙاٽو). ڪُرڙاٽو – نڙي جو آواز – گهوگهرو – ڪونگهرو – ننڊ ۾ نڙيءَ جو آواز.

● ڪَراڪُ (ل): ذ. ويايل چوپائي جو کير – پِسُ.

● ڪَراندو ج ڪَراندا: ذ. رسوئي گهر – بورچيخانو – رڌڻو – رنڌڻو – ڪاٺاڏو.

● ڪُرانڊِيَ ج ڪُرانڊِيُون: ث. (سن. ڪُشُرُهَ = ڪُرُ). وهٽ جي ڪر جو هڪ پاسو.

● ڪُراڻِ ج ڪُراڻِيُون: ث. سڙي ويل چانورن جي ديڳڙي سان لڳي وڃن – آڪراڻ – ڪَروڙي – ڪُرَچڻ.

● ڪَرائِيَ ج ڪَرائِيُون: ث. (سن. ڪَتَلُ = سچ پچ. پرا. ڪَٿِيڪا = سنائي). سچائي – ايمانداري – صداقت – سنائي – چڱائي – سهڻائي – پاڪائي – صفائي. پورائي – برابري واري حالت. (سن. ڪَتَرُ = خرابي). دشمني – خرابي. گڏهہ جي مستي – گوهي – لچائي – گتهہ.

● ڪُراهو: گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪَرائِڻُ (ڪ): مصدر. ڪُرُچَڻُ – صفا ڪرائڻ – سهڻائڻ – ڪُرڙائڻ. (ڪرايو – ڪَرائيندو – ڪَرائيتلُ).

● ڪَٽرُبُ ع ڪَٽرُبَ: ذ. صفت. (سن. ڪَٽرُبُ > ڪَٽرُوَ = سؤ ارب). ڳاڻيٽي جو هڪ انگ- ڳڻپ جو هڪ حساب. سؤ ارب- ڏهه هزار مِليَن (١٠،٠٠٠،٠٠٠،٠٠٠،٠٠٠).

● ڪَٽرُباز ع ڪَٽرُبازَ: ذ. ڳوڻ جهڙي ٿلهي ڪپڙي جو هڪ قسم.

● ڪَٽرُبَتُ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم- ڪَٽرپَٽُ- پَٿهروَل. پسارڪو وکر.

● ڪَٽرَبُ ڪَٽَڻُ: تمام لاچار ٿيڻ- سخت بيمار ٿيڻ- سڪرات واري حالت ۾ هئڻ- لُڪيءَ ۾ ساهه جو رهڻ- پويون پساهه کڻڻ.

● ڪُرُبِڙِيُ ع ڪُرُبِڙِيُون: ث. پڪي ۽ سخت زمين.

● ڪِرِپِرائِڻُ (ٿ): مصدر. ڪاوڙائڻ- چيڙائڻ- چيڙائڻ. (ڪِرِپِرايو- ڪِرِپِرائيندو- ڪِرِپِرايل). ڪِرِپِرايو: (ڪِرِپِرائڻ جو ماضي) چيڙيو- ڪاوڙايو.

● ڪَٽرُتائِيُ (ٿ): ذ. نج گيهه.

● ڪَٽرِ تورِيُ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِرُٽُ ع ڪِرُٽَ (ل): ذ. ٻاجهر يا جوئر جو ناڙُ.

● ڪِرُتائِڻُ (ل): مصدر. سَٿهُو ڪرڻ. راند ڪرائڻ. (ڪِرُتايو- ڪِرُتائيندو- ڪِرتايَلُ).

● ڪَٽرُتُو: ٻوٽي جو هڪ قسم (دوا سازي ۾ ڪم ايندڙ).

● ڪَٽرُتو ع ڪَٽرُتا (ٿ): ذ. تازي ويايل ڏڳيءَ جو کير- پِسُ. ٿيناڪڙو. نڙيءَ جو آواز- گهوگهرو.

● ڪَٽرُتونَترُ: ڪجيءَ جي هڪڙي ذات- ڪجيءَ جي وڻ جو هڪ قسم.

● ڪِرُتيو: ذ. ننڍن ٻارن ۾ ڪنگهه جي بيماري.

● ڪَٽرَپُ ع ڪَٽرَپَ (ٿ): ذ. تمام جهونو لوڙهو.

● ڪَٽرَپولُ ع ڪَٽرَپولَ: ذ. صفت. پوڙهو- وڏيءَ عمر وارو- ڪَٽڙپيلُ.

● ڪَٽرُپِيلُ ع ڪَٽرُپِيلَ: ذ. صفت. پوڙهو- خرانت- ڪَٽڙپيلُ.

● ڪِرِپِٽِ ع ڪِرِپِٽَ: ذ. صفت. چيڙاڪ.

● ڪِرِپِٽيُ ع ڪِرِپِٽيُ: ذ. صفت. هڪ پير کان منڊو.

● ڪَٽرُپَٽَنجو (ٿ): چٽ تي پيان وجهي ڏنل راڳو.

● ڪَٽرُپَڻُ: مصدر. ڪِجَڻ- ڏک وارو ٿيڻ. (ڪَٽرُپيو- ڪَٽرُپَٽندو- ڪَٽرُپيلُ).

● ڪُرُپَڻُ: مصدر. (سن. ڪُشُرَ = رُهنبيون پائڻ) ڪُرپي سان ٻوٽن جي پاڙن منجهان گاهه ڪيڍڻ. ڪؤنسڻ- ستائڻ.

● ڪُرُپو ع ڪُرُپا: ذ. (سن. ڪُشُرُ = ويڍڻ > ڪُشُرُ + پرهه = ويڍڻ جو اوزار) ڪُرڙڻ لاءِ هڪ اوزار- حلوائڪي ڪم جو هڪ اوزار. ڇپر يا ننڍن ٻوٽن جي پاڙن منجهان گاهه کوٽڻ ۽ زمين کي ٻوري ڪرڻ جو اوزار- رنبو.

● ڪُرُپِي ع ڪُرُپِيُون: ث. مانيءَ وراڻي- ڊِقٽي- تِقٽي- ڪُرپٽي- ننڍو ڪرپو- رنبي.

● ڪَٽرُجُ ع ڪَٽرُجَ: ذ. صفت. پياري- ٻَمُ- ٿلهو (آواز). (اسم). واڄي ۾ ٿلهي آواز واري تار. - ڪَٽرج ع ڪَراجُ: آواز جي پهرين منزل.

● ڪَٽرُجَڻُ: مصدر. ڪَرَڻُ.

● ڪُرُجِٽيُ ع ڪُرُجِٽيُون (ٿ): ث. (اصل لفظ خرزين) خرزين- ڪَٽڙيو.

● ڪُرُجِيڻَ ع ڪُرُجِيڻُون: ث. (اصل لفظ خرزين) اها ڳوٺري، جنهن ۾ ٻنهي پاسي تيڙ ناڙي وجهي وهٽ تي رکجي- ڪَٽڙيو- خرزين.

● ڪَٽرِچُ ع ڪَٽرِچَ: ذ. هڪ اوزار جو نالو- ڪِرِچ. (ٿ). ذ. صفت. بيوقوف- چِٽَٽُ.

● ڪُرُچَڻِ ع ڪُرُچَڻِيُون: ث. ديگ يا ديگڙي جي تري وارا چانور- اهو ڪاڌو، جو ديگ جي تري ۾ لڳي پوي- ڪُرڙ- آڪراڻ- ترو- ديگ ترو. ڪل جي وارن لاهڻ کان پوءِ چم جي سَاچري ڪي صاف ڪرڻ جو اوزار. پوچڻ- ڦُرُورهه.

- كُرچَ ﴿ كُرچُون: ث. كُرڙ. چيڙ.

● كَرچڻُ: ذ. جنڊيءَ جو هڪ اوزار.

● كَرچُو ﴿ كَرچُو: ذ. تورو — اِخراج — پائخانو — تورو پيشاب وغيره — ڪاڪوس. سَنجي — صندلي — چونڪي — بانڪَ.

● كَرَچُ ﴿ كُرَچَ (ل): ذ. آٽ جي گَرُ.

● كِرِچُ ﴿ كِرِچَ (ٿ. ل): ذ. صفت. جهنگلي ۽ ڊيڄارينڊڙ شڪل وارو (آدمي). بيوقوف — بيعقل — نادان — بد افعالو — بي لڄو — بيهوش.

● كِرِچ جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كَرچَيلو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كِردارُ ﴿ كِردارَ: ذ. صفت. (اصل لفظ خريدار) گراهڪ. عشق جو خريدار — سچو عاشق.

● كَرِڊِي ﴿ كَرِڊِيُون (ل): ث. ڪريل

”كَرِڊِي ويٺي ڪَڳيون ماري،

حيا اکين جو چِڏيندي ماري“ (چام خان).

● كُرڏو ﴿ كُرڏا: ذ. صفت. ڦريل پيرن وارو (ماڻهو يا جانور) — سُڙيل پير وارو — ڊونڊڙي پير وارو — ڦڏو. (گڏهه يا گهوڙو) گنهگير — مستي خور — ويڙهو. (اسم). محفل — مجلس — ڪلب — انجمن.

● كَرَڙُ ﴿ كَرَڙَ: ذ. (سن. كَتلُهه = آڪري) دوائن وغيره پيهڻ لاءِ گهڙيل پٿر جو ننڍو ڪونڊو يا ٺانءُ — قيمتي پٿر جي نهيل آڪري (جنهن ۾ موتي وغيره ۽ قيمتي دوائون پيهجن) — كَرل — روهي — روهيڙو — روهيلو — پٿرجي ڪونڊي — آڪري — همام دستو. پيهڻ ۾ پُسيل ڦورو. ٻڪري، رڍ وغيره جي ڏاس مان نهيل فراسي — ڏاس جو نهيل غاليچو — اوني فراسي — کهرو غاليچو. ڪرڙو. نُهنڊ — نُنهن — چيلڪو — كَتلَ.

- كَرَڙ ڪَرَڻُ: كَرل ۾ پيهڻ.

● كِرِڙُ ﴿ كِرِڙَ (ل. ٿ). صفت. اڻ سڌريل — چريو — بيوقوف

”تو جهڙو كِرڙ ڪو وِرلي هوندو“ (جملو).

● كُرِڙِ ﴿ كُرِڙُون: ث. (سن. ڪشُر = كرڙڻ. ع. قُروره = كُرڙ) ديگڙي جي تري ۾ لڳل چانور يا سڙيل چانور — کُرچڻ — آڪراڻ — ديگ ترو.

● كَرڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● كَرڙاتُ ﴿ كَرڙاتَ: ذ. دري جو پچرو — شبڪو. ڪنگهڻ جو آواز. ڪنهن شيءِ كُرڙڻ جو آواز. (ٿ).

- كَرڙاٽو ﴿ كَرڙاٽا: ذ. نڙگهوٽي جو آواز — کرڙات — کونگهراٽو — نڙيءَ جو آواز — گهوگهرو. (ل).

● كَرڙاهُ: اسم خاص. تعلقي ميرواهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كَرتِڪَڻُ (ٿ): مصدر. ڪُتڪڻ. (ڪرتڪيو — ڪرتڪندو — ڪرتڪيل).

● كَرڙَڻُ: مصدر. (سن. ڪشُر = كُرڙَڻ) ديگ يا ديگڙو وغيره ڪنهن تکيءَ شيءِ سان صفا ڪرڻ. اکري، چاڪو يا رنبڙ يا ننهن سان ڊاهڻ. صفا ڪرڻ — مانجڻ — ملڻ. رندو هڻڻ. گسائڻ — رهڙڻ — تراشڻ — رنڊڻ — ڪورڻ — گهرڙڻ — گهوٽڻ — چاڻ — كُرڙي ڪڍڻ. توئي ٽُڪي ميڙڻ. رُهنڊا پائڻ — رهڙڻ — رُهنڊڻ — نُهنڊڻ. كَنهڻ — كَٽڻ. (كُرڙيو — كُرڙيندو — كُرڙيل).

- كُرڙِ ﴿ كُرڙِيُون: ث. پور — ذرو — ٽڪرو — پُرزو. رهنڊ — رهنڊو — رهڙ.

● كَرڙو ﴿ كَرڙا: ذ. واپاريءَ جو اهو ڪتاب جنهن ۾ بيل ڀرپائين داخل ڪري — حساب جو ڪچو ڪتاب — دڪاندار جي وهيءَ جو هڪڙو قسم، جنهن ۾ نقدي ڏيڻ وٺڻ جي داخلا به ڪبي آهي، ان ڪان سواءِ داخلا مختلف آسامين جي کاتي ۾ ٽپائجي. روزنامچو ڏينهنڪڙي (واپاري جي) — ليکي جي وهي (جنهن ۾ ريزڪي وڪرو لکجي) — ڪچو کاتو — چوپڙو — حساب ڪتاب جي بندي. چنڊي چيري جي لسٽ. وهٽن جي كُرن مان چٿريل گپ واري زمين. بيماريءَ جو هڪ قسم — خارش — مٺي کهي — ٽڏڙا. درياءَ جي وچ ۾

سخت زمين، جنهن ۾ تانگهو پاڻي زور سان وهي. ڪَچَرُ– گاهہ واري زمين– اها زمين، جنهن ۾ گاهہ جون پاڙون ۽ ٿُپ ڳهٽا هجن. آلي زمين تي سال جي ڪُرن جي نشانن سان ٿيل، حالت واري زمين. ڪلرائي زمين. ڪَڙُ ۾ واري زمين. رڀڙي زمين– سخت زمين. هر ڏنل زمين. ڊرم تي سُٽ ويڙهڻ جو طريقو. (صفت). ڪَٺرو (ماڻهو). ڪرڙو (ماڻهو)– شوخ. بي ادب– ڪُڍنگو– ڪستو– خستہ– اڻ گهڙيو. (اسم خاص). تعلقي ڪنڊڪوٽ ۽ تعلقي موري ۾ ديهن جا نالا.

– ڪَرُڙُو ڪَرَڻُ: اوبيل قورين کي پيڻ ۾ پُسائي انهن کي ڊرم يا فريم جي مٿان آڪيلهي تاڄي جي صورت ۾ آڻڻ.

● ڪُرُڙُو ج ڪُرُڙا: ذ. گاهہ جي پاڙن واري زمين– پُٽن واري زمين.

– ڪُرُڙُو پَٽَڻُ: زمين کيڙڻ. زمين مان گاهہ وغيره هٽرائي وسيلهي ڪَيڻ.

● ڪَرُڙو ڪنارو: اسم خاص. تعلقي ڪَڪَڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪَرُڙِيءَ ج ڪَرُڙيون: ث. ڏاس جي اڏيل فراسي– ڪَرُڙُ. گهوگهر– گهوگيهري

"خوف مان ڪَرُڙِيءَ لڳي،
ٻوساتجي جيئن ٿو ٻَڪر"

(چام خان).

(اسم خاص). هڪ نئي جو نالو. هڪ مڪان جو نالو. تعلقي ميرپور خاص ۽ تعلقي ڏيري محبت ۾ ديهن جا نالا.

● ڪُرُڙِيءَ ج ڪُرُڙِيُون: ث. لَتَ– ڪُڙِي. ڪاوڙ.

– ڪُرُڙِيُون هَڻَڻُ: لتون اڇلائڻ– ڪوشش ڪرڻ– همت ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ– دانهون ڪرڻ– تڪليف ۾ اچڻ– بيهوش ٿيڻ.

● ڪُرُزِيڻَ ج ڪُرُزِيڻُون: ث. اصل لفظ (خُرُزِيڻَ). ٻورو– ڪڙيو.

● ڪَرِسُ ج ڪَرِسَ: ذ. ڪکن يا گاهہ جو ڍهيل جُوتو– ڪرڪٽي– ڪومڙو– ڪوتڙو– سپاتو– چمپل. ناز نخرو– لاڏ ڪوڏ.

"ساهڙ ذاران سوهڻي، ڪوٺيون ڪَن ڪَرَسَ"

(شاه).

– ڪِرُسائِيءَ ج ڪِرُسايُون: ث. حرڪت– گيسر– سيڙ– ڪوسڦِتائي– سيڙاپو.

● ڪِرُسُ ج ڪِرُسَ: ذ. صفت. ڪمزور– ضعيف– ڪنجهڻي مِٺِي– ڪچو– ڏاڪئون– پُتو– فاني– بي بقا– بي جٿاء– ڪِڻ پَتَنگر– ڪِٽڪ– ڪن جو– گهڙيءَ جو– ڪِڻ پَتَنگُ– چلچلائُو. تمام وڏو– جهونو– جهور پوڙهو.

● ڪُرُساڙو ج ڪُرُساڙا: ذ. مرض جو هڪ قسم. (جنهن ۾ جانور جا ڪُرَ سڙي يا لهي پوندا آهن).

● ڪِرُسَ ج ڪِرُسُون: ث. حرڪت– گيسر– سيڙ– ڪوسڦتائي.

● ڪُرُسِلِيءَ ج ڪُرُسِلِيُون (ل. ث): ث. ٻڪري جي پير جو نُنهن (ث). جانورن جي پيرن جي پُٺ ۾ سنهيون ۽ تکيون سڳوٽيون.

● ڪِرِسَڻُ: ذ. هڪ گاهہ جو قسم جو آٿ ڪائيندا آهن. (ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. وڏين پِٽن تي آئيري، سدائين سائو، ٻڪرين ۽ آٺن جو کاڌو).

● ڪِرِڪُ ج ڪِرِڪَ: ذ. وڏو چڙو– چٽو– مٽر. (جانور کي ڳِچيءَ ۾ ٻڌن)

"ڪِرِڪَنِ جا ڪَڙ ڪا، سونهان ٿئڙس سير ۾"

(شاه).

– ڪرِڪ ڏَهَڻُ: ڪنهن ايندڙ حادثي لاءِ بي آرامي ٿيڻ– ڪنهن ڳالهہ بابت صبر نہ ڪرڻ.

● ڪُرُڪَ ج ڪُرُڪُون: ث. چاڻ– سُڌ– خبر– ڪَلَ– ڳَمَ– سماع– سَمَڪَ– پروڙ– معلومات– ڪُڙڪ– خيال– ڳجهہ– ڏيت– پُڙڪ– اوساڻ– پاسَ– دهو– ترت– قياس– ڪلپنا– سَنڪلپ– منوگت– پاءُ– فهم– سمجهہ– نظر– اطلاع– اشارو. خارش– ڪَنهر– ڪَنهارَ. آرائڻ. ٽنڊڙا.

● ڪرُڪاڻُ ج ڪَرُڪاڻَ: ذ. چمپل جو جوڙو– ڪرڪڻ– ڪَرُڪٽو– پادر يا پراڻو جُوتو– جُتو– موچڙو– جُتي.

● ڪَرُڪَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَرُڪَڻُ ڄ ڪَرُڪَڻَ: گاهه جون ٿهيل جُتيون، جي جبل جا ماڻهو پائين. جتيءَ جو پادر- ڪرڪاڻُ- ڪرڪيٽو- چاڪيڙي- سنبل- جُتو- ڪتلو- ڪتڙاوا- ڪتڙاوائون.

- ڪَرُڪيٽُو ڄ ڪَرُڪيٽا: ذ. (جبل ۾) پيش ۽ ڪجيءَ جي پنن مان چمپل جهڙي ٺاهيل جُتي- ڪرڪاڻ- ڪرڪڻُ- جُتي- چاڪڙي.

● ڪِرُڪَڻُ: مصدر. خوش ڪرڻ- راضي ڪرڻ- پرچائڻ- ريجهائڻ.

● ڪُرِڪَڻُ (ل): مصدر. ڪنگهڻ- نِڙيءَ مان آوازڪيڍڻ. (ڪُرڪيو- ڪُرڪندو- ڪُرڪيلُ).

- ڪُرِڪوُ ڄ ڪُرِڪا: ذ. ڪنگهه. آواز- ڪڙڪو- سُرڪات- گهوگهرو.

● ڪِرِڪيٽُو ڄ ڪِرِڪيٽا: ذ. درياءَ جون ڪوڏيون.

● ڪَرِڪوُ ڄ ڪَرِڪا: ذ. چوپائي مال ڪي ڳچيءَ ۾ ٻڌل گهنڊ- چڙو- مَتر- ڏَنبَرُ- ڏَگَر- سانپر. ڪڙڪو- آواز.

- ڪَرِڪوُ ٻَڌَڻُ (ل): گوڙ ڪرڻ- گهوگهرو هڻڻ. آواز ڪرڻ.

- ڪَرِڪيُ ڄ ڪَرِڪيون: ث. گهنڊڙي- ٽلي- مَتَرُ- چڙي- مال جو سنيالو. (ڪ).

● ڪَرِڪوڏوُ ڄ ڪَرِڪوڏا (ڪ): ذ. سمنڊ جو ڪوڏ- ڪوڏو.

● ڪُرُڪُبيٽوُ ڄ ڪُرُڪُبيٽا: اهو جيت جو اونداهيءَ ۾ چمڪي- ڪَرُڪَٽُ- ٽانڊاٽو- ڪُڙڪُبيتو.

● ڪَرُڪَٽُ: ذ. اونداهيءَ ۾ چمڪندڙ جيت- ڪُڙڪُبيتو- ٽانڊاٽو.

● ڪَرُڪَتيُ ڄ ڪَرُڪَتيون: ث. ڪِرِٽي واري ڪنگهه- وڏي ڪنگهه- ڪُوڪ ڪنگهه- ڪِرٽيو.

● ڪِرُڪِرُ: ث. (سن. ڪک = ڪل) اجائي ٺهه ٺهه- ڪِلِ ڪِلِ.

● ڪُرِڪُرِ: ث. (سن. ڪَرُجر" = ڪِرنهن) خارش- خارِس- ڪنهر- ڪتهه. ڪرسرو- ڪرنهن.

ٽِرٽِر. سُرسُر- ڪُڇ ڪُڇ- چِڪتاڻ- ڏرٽو. عرض پرستي- تقاضا- وچڙ- پنڌي- گهُر گهُر- سخت آزي نيزاري- ڪُرڪُر. (سن. ڪُر=آواز ڪرڻ) ڪڪڙ وغيره جو آواز.

- ڪُرُڪُرُ ٿيِ: آٽي جو آٽي- انهن ئي پيرن تي- پوري جا پورا.

● ڪَرُڪَروُ ڄ ڪَرُڪَرا: ذ. (سن. ڪُشُرُ= ڪُرڙڻ. ف. خَرُخَره = ڪَرُڪَروُ) گهوڙي جي ٻُت تي ڦيرڻ لاءِ لوهي ڦٽي- سڪل توري- ڪريرو- بُرش- ڪُرڙو- ڪَرڪٽو. جهيڙو. ڪنهن ماڻهوءَ جي موت جو ٻڌائڻ ۽ پوءِ دلداري ڏيڻ واري حالت.

- ڪَرُڪَروُ هَڻَڻُ: گهوڙي جو ٻُت صاف ڪرڻ.

- ڪَرُڪِڙوُ ڄ ڪَرُڪِڙا: ذ. گهوڙي کي صاف ڪرڻ جو هڪ اوزار- ڪَرڪَرو- ڪرڪٽو. سڪل توري. بُرش. (اسم خاص). ڪراچي ضلع ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرُڪَرِيوُ ڄ ڪَرُڪَرِيا: ذ. صفت. بلڪل ڇنڊو- نحس- بد بنياد- حرامي- بد معاش.

● ڪَرُڪَسوُ ڄ ڪَرُڪَسا: ذ. ڪترڪرو- ڪرڪَتڙو- گهوڙي جي صاف ڪرڻ جو اوزار. ٿوري سڪل. (ف. خَرخَس=پکين کي ڦاسائڻ لاءِ ڏب هيٺ ٻڌل پکي، سلهالي يا هيڙو). ڏَبُ. (ن-ب).

"ڪَرڪَسو نہ خالي، آڏيو نہ نہ پائلي".

● ڪِرِڪِسوُ ڄ ڪِرُڪِسا (ل): ذ. گوڙ- هُل- ڏسچر.

- ڪَرُڪَسوُ ٻَڌَڻُ: گوڙ گهمسان ڪرڻ. ڪٿپنُس ڪرڻ. (ن-ب).

- ڪَرُڪَسوُ ڪَرَڻُ: گوڙ گهمسان ڪرڻ. ڪٿپنس ڪرڻ. (ن- ب).

● ڪَرُڪَلوُ ڄ ڪَرُڪَلا (ل): ذ. ڪرڪرو- ڪرڪتڙو. گهوڙي کي صفا ڪرڻ جو اوزار- سڪل توريءَ جو ٽڪر.

● ڪِرُڪِنُو ڄ ڪِرُڪِنا: ذ. صفت. زبون حالت ۾ ٿيل- ذريون ذريون ٿيل- ڪُرچلو.

● ڪُڙِ ڪَڻُ: مصدر. ولوڙڻ. (ڪڙڪيو- ڪڙڪندو- ڪڙڪيل).

● ڪَترُ ڪَتڻُو ۽ ڪَترُ ڪَتڻا: ذ. گهوڙي کي صاف ڪرڻ جو اوزار- ڪرڪرو- ڪرڪڙو.

● ڪِرُ ڪِتُو ۽ ڪِرُ ڪِتا: ذ. صفت. ڏڏڙو- ڏڪڙو- ڪڙيل- ڏڏ ندڙ- لچڪڙو- ڍلو- ڪچو. ڀڏندڙ تـرنـدڙ. اڻ سالم. بي ڀروسي- شڪي- آلڙندڙ. پڳل تتل- جهونو- پُٽو. روڳي- ڏکيو- ڏئاري- رِڳو- رِڳ- رِڳت- جيءَ جڏو. ڏُجهارو. مرضيل. خالي. (اسم). ڪيڪڙو- سيانتو (جيت)- سيانتي جون ڪلون، هڏا، ڪوپا ۽ ڇيلر.

● ڪُرڪيِتو: ذ. ڪُڙڪيتو- مڪ جيڏو جيت اونداهيءَ ۾ چمڪندڙ- ٽانڊاٽو.

● ڪَترُ ڳُ ۽ ڪَترُ ڳَ: ذ. تلوار- شمشير- ڪڙڳ- ڪڳُ.

● ڪَترُ ڳسو ۽ ڪَترُ ڳسا (ث): ذ. خلل- جهيڙو- ڪيتو- جنجال.

● ڪَترُ ڳُ ۽ ڪَترُ ڳَ: ذ. (هندن ۾) ڪپڙا رڱيندڙ ۽ ڪپڙن تي ڇاپا هڻندڙ هڪ قوم- ڪڙڳ ڪتي- ڪڙڳي.

● ڪَترڳِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَترَلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪمبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَترَلُ ۽ ڪَترَلَ: ذ. (س. ڪَتلهِ = آڪَرِيُ) دوائن ڪٽڻ يا پيهڻ لاءِ پٿر جو ٿهيل ٿانءُ- آڪرلو- پٿر جو ڪونڊو- حمام دستو- آڪِري- ڪونڊي- ڪترڙ- روهي- غبارو- ٻيڙي- چڪ.

- ڪَترَلُ ڪرڻ: دوائون پيهڻ- گهوٽڻ- سنهون ڪرڻ.

● ڪِرُمَتُ ۽ ڪِرمَتَ: ذ. ٽوٽو- ڦيٽو- جادو- منتر. فال- ڦار. شرُ- فساد. ڪوڙي پُڪار- ڪوڙي دانهن- جوٽي شڪايت- ڪوڙي تهمت- ڪوڙو الزام- ڪوڙو بهتان- بي بنياد ڳالهه. فريب. ڪاوڙ. عذر- بهانو. مِڻائي جو ٿهيل آڪَرُ. رانديڪو. ٽولڙو- ٽولُ. ٽانڊاٽو- ڪُڙڪُيتو.

● ڪُرُمُونُ ۽ ڪُرُمان (ٿ) ٻ ث. مناڻ (ڪُتي). ڪٽتل (سڪل) ڳوڙها ٿيل.

● ڪَترِنُ ۽ ڪَترِنَ: ذ. جاءِ جي دروازي مٿان پاسيريون سرون هڻڻ جو نمونو.

- ڪَترن ڪي: خرن يا ٻچن ماٺهن کي.

"خبر پئي ڪرن کي، ته مونکي ڪندا ڪوءِ".
ڪر خراب ٿئين، هيا هچارا، پوريئي ڳليون پرين جون،
نه چوڏاري چارا، سوين منهن ڪارا، سڙي انهيءَ سورم.

● ڪَترَنيو ۽ ڪَترنيا: ذ. صفت. مضبوط- ڏکن سکن مان پار پيل.

● ڪُرنجِيُ ۽ ڪُرَنجِيُونُ (ٿ): ث. مٽي کڻڻ لاءِ ڏاس مان ٺهيل ٻورو- ننڍڙو ٻورو.

● ڪِرُنداهَنجُ: جمع. ذ. ڪِرندڙ هنجون يا لڙڪ.

● ڪَترِنبُ ۽ ڪَترِنبَ: ذ. (س. ڪُشُرُ = ڪُرُڙڻ. س. ڪادَ = کهه. پرا. ڪرڙ- ڪَترِي) چيلتو- چوڏو (ڦٽ جو)- رهڙ يا ڦٽ ڦرڙي جو تازو نشان. ڦٽ ڦرڙي جو ڇٽي ويل نشان. خارش- ڪَرُ- ڪرنهن- ڪاڇي.

● ڪَرندُ ۽ ڪُرُنبَ: ذ. صفا ڪرڻ جو هڪ اوزار- پٿر جو هڪ ٽڪرو. روهي- صيقل. ڪُرُندُ.

● ڪَترَنيُ ۽ ڪَترَنيَ: ذ. ڪَتڪَرُ- ڪُهاڙي، ڇُري وغيره جي ڌار ۾ پيل ڏڏُ.

● ڪَترِنڍِيل ۽ ڪرِنڍِيلَ: ذ. صفت. گدلو. بدچال.

● ڪَترَڻُ: مصدر. (پرا. ڪار. س. ڪَتلهَ) ڪترجڻ- ڦِٽڻ- ڪنو ٿيڻ- بگڙي وڃڻ- خراب ٿيڻ- بگڙڻ. نقصان پوڻ- ٽوٽو پوڻ- هاڃو پوڻ. برشت ٿيڻ- ڌرم ڪان ڪرڻ- پليت ٿيڻ- ناپاڪ ٿيڻ. بدفعل ٿيڻ- نالائق ٿيڻ. چٽڻ- جمي پوڻ- ڏونرو تي پوڻ (ڪير). متجڻ- ڦِرڻ- بدلجڻ. وهنوار ۾ آلتو ٿيڻ. رهڙڻ- ڪُرچڻُ- ڪُرڙڻ. (ڪَترِيو- ڪَترَندو- ڪَترِيَلُ).

● ڪُرَڻُ (ل): مصدر. ڪاٺيءَ يا ڪنهن تيز شيءِ سان چلي صفا ڪرڻ- ڪُرڙڻ. (ڪرٽيو- ڪُرٽندو- ڪُرٽيَلُ).

● ڪَترَٽُو ۽ ڪَترَٽا (ٿ): ذ. ٻيڙهي- اڍَ. ڪُتنبُ- ڪُلُ.

● ڪَرو ۽ ڪَرا: ذ. (سن. ڪَلَهه. ڏانيم = ڏاٽا) ٻنيءَ مان اَن جي ڍِڳ رکڻ جي جاءِ - لاباري بعد اَن جي سنگن رکڻ ۽ ڳاهڻ جي جاءِ. اَن جو ڍِڳ - اَن جو ڍير - هنبار - انبار - راهه - اَن جو دڙو - ڍڙو. (ان جو) ديرو - پانڊو - انبارخانو - پار. ڏاٽو. (ڪ. ل). (سن. ڪَل = پڪ سان) سچ پچ. (صفت). سَنو - پلو - سچو - خاصو - اصل - راست - عمدو - خوب - چوکو - مَتو - برحق - يٿارٿ - برحال - اوچو - شِدَ - خالص - چِند - اصيل - نِيار. سچيو - صادق - راستباز. زرخالص - ٺيٺ - ري ملاوت. ساپيان - پورو - نيڪ - صحيح - درست. حقي - حلالي - نمڪ حلال - وفادار - پتورت (استري) - ستي - ايماندار - برابر. بيئل - ڪِڙو. سوادي - وٽسندڙ. مڪيه. سخت - ڏاڍو. (ٿ). ڪشيل - چڪيل - تنگيل - تنگ. تاڻيل (رَسو). زبردستيءَ جو - زوريءَ جو. (اسم خاص). ڪَرا جمع: هڪ ذات جو نالو.

- ڪَرا ڏِينهَن: هندن جي پِرڻ جي تاريخ ۾ چوٿ ۽ چئن ڏينهن جي ملندي آهي، مگر اهڙي هندي، جنهن ۾ "ڪرا ڏينهن" لکيل هوندا ته چوٿ نه ملندي - سُدي جا پڪا ڏينهن.

- ڪَرو ڪَرَڻ: چوکو ڪرڻ - ڏسڻ وائسڻ - پرکڻ - ڪسوٽيءَ تي لڳائڻ. گوش ڪرو ڪرڻ - وڏي سڙهه ۾ مُنڍ وارو واجهه دور ڪَپل ۾ ٽڪي ٻڌڻ (ته واءَ کي سامهون هلڻ لاءِ سڙهه ڪِڙو ٿي بيهي).

- ڪَرو ڪَٽائِڻ: ڪَٽائڻ. ساري مچائڻ - فتح حاصل ڪرڻ - سوڀ پائڻ - سوڀارو ٿيڻ - جيتڻ.

- ڪَرو لِکيو ڪَيِ ڪَرو باسيو: زباني ڳالهه لکپڙهه کان وڌيڪ وزنائتي نه آهي - زباني انجام کان لکيل انجام وزنائتو آهي.

● ڪِرو ۽ ڪِرا: ذ. سَنڌو - ٻنو - ٻيڙ بنو - نشان.

- ڪِرا ڪَيَڻ: هر ڏنل زمين ۾ نئين يون ڪسيون ناهڻ. (ٿ).

● ڪُرو ۽ ڪُرا: ذ. پاڪي - آسرو - اِسترڳ - بليد. (صفت). مُڙيل ڪڙيءَ وارو، منڍ ڪائي هلندڙ - پيرن کان ٽُنڊو يا مُنڊو.

- ڪُرو ڪَٽڻ: پاڪي ڪٽڻ - زيرناف ڪوڙڻ (ڪ) - ڪُچا ڪوڙڻ.

● ڪَرْوار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَروٽ ۽ ڪَروٽُون، ڪَروٽِيُون: ٿ. (سن. ڪَرْوَٽ = مسجد) ننڍي مسجد - ننڍي ديوار سان مسجد - ڪَروٽ - عبادتگاهه - خلوت.

● ڪَروٽُون: ٿ. ڪَروٽُون

"هنيُون ڏجي حبيب کي لڳ گڏجن لوڪ،
ڪَڏيون ۽ ڪَروٽُون اي پڻ سڀر ٿوڪ"
(شاهه ڪريم).

● ڪَروٽَ ۽ ڪَروٽُون: ٿ. (سن. ڪَرْوَٽ = مسجد) ننڍي مسجد - ننڍي ديوار سان مسجد - ڪروٽ - عبادتگاهه - خلوت.

● ڪَروٽَ ۽ ڪَروٽُون: ٿ. ڪروٽ - ڪچي ٿلهي تي بنا ڇت، ننڍيءَ پِت سان مسجد - عبادت جي جاءِ - ننڍي مسجد. (ذ). جبل جي دامن وارو ڳوٺ. ڀهراڙيءَ جو ڳوٺ.

● ڪَروڙ ۽ ڪَروڙون: ٿ. ديگڙي جي تري کي لڳل چانور - ڪروڙي - ڪُرڙ - ڪُرچڻ. (صفت). نادان - بيڪار.

● ڪَروڙِي ۽ ڪَروڙِيُون: (ل. ڪ) ٿ. سِسي يا مغز جو هڏو. اوڪراڻ - ڪُرڙ.

● ڪَروس يا خَروس: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَروهه: ٿ. (سن. ڪروهه = ڪاوڙ) ڪاوڙ. ڪَرَهه. جهيڙو

"اچن سهي آرهه سين منجهان ڪيپ ڪروهه"
(جلال).

● ڪِرو ڪَرو ۽ ڪِرو ڪَرا: ذ. صفت. ظرف. چڙ وچڙ - ڪِرو ڪر - هيڏانهن هوڏانهن - ڦڪڙيل - اڻ سجائتو - اڻ سجلائتو - رولي وارو - ڳڙٻڙ وارو - گندگوڙ وارو - بي قاعدي - اٻتو سبتو - ٻهي سجلو - ادلو گدلو. ڍرو. اڻ گهڙيو - ادنگو - بي ڍنگو - ڪَڍنگو - بي ڊولو - اٻتر. جڏو. مونجهاري وارو -

خلل وارو – رولو وجهندڙ – فسادي. بدنام. ڇيڳرو – اتائو – اگلو – ميرو – ڪچيرو. بئوس. هٿين خيالي – اڻ هوند وارو – مُفلس. غريب – بي وسعت.

▬ كِرُ وِكُرائِيِ ۽ كِرُ وِكُرائِيِيُون: ڇڙائي – اڻ هونداڻي – مُفلسي – غريبي – بي وسعتائي – گدلائي – ڇيڳرائي – بي سڄلائي – ڪچرائي. ابتري – خلل – رولو – مونجهارو – گڙٻڙ.

● كُرِهُ ۽ كُرِهَ (ڪ): ول جو هڪ قسم. وڻ تي چڙهندڙ هڪ ول.

● كَرُهَڙُ ۽ كَرُهَڙَ (ڪ): ذ. آن جو هڪ تيڙ – پاڪڙي تي تيڙ وجهڻ کان اڳ مٿس رکڻ لاءِ ڏاس يا آن جو نهيل هڪ تيڙ.

● كَرَهَنُ ۽ كَرَهَنُ (ڪ): ذ. ڪڪري وارو ميدان يا پٽُ.

● كِرِهَنُ ۽ كِرِهُون (ت): ث. خارش – ڪرڙو – ڪانتهر.

● كَرَهوُ ۽ كَرَها (ت): ذ. پٿر.

● كُرُئاگِ ۽ كُرُئاگُون: ث. ديگڙي جي تري ۾ سڙي ويل پٽُ – آڪراڻ – ڪُرچڻ.

● كَرِئوُ ۽ كَرِئا: ذ. (ع. خرج) گوڻ جو نهيل هڪ نمونو (سامان وجهڻ جو) – ڪرڙئو – خرزين.

▬ كَرُ ۽ كَرَ: ڏاريون – ڪريل.

”ور سين وجهيو ڪاڻ، ڪر سين ڪلون پائين“ (شاهه. ڏهر).

● كَرِيُ ۽ كَرِيُون: ث. صفت. (سن. كَلُ = سچ پچ) سچي – صحيح – پوري پوري – چٽي – نيڪ – چڱي. سٺي. (اسم). پول. (ت). پڪ – يقين. اَنَ رکڻ جي جاءِ – اَنَ جو گدام – وکار – ڪارخانو – اسٽور. (سن. كَلهه = بدمعاش) (صفت). ڪريل – ڪري پيل – خراب ٿيل. دائم المريض.

▬ كَرِيُ آسامِيُ: اهو آدمي جو ڏيتي ليتي ۾ سوڙ و هجي – پروسي جوڳو آدمي.

▬ كَرِيُ قِسمَتَ (ڪ): قسمت تي چڙيل ڳالهه. ”با نصيب!“

”ڪري قسمت، وري ملون يا نه ملون“ (جملو).

▬ كَرِيُ كَرَڻُ: پول ڪرڻ – سود و پڪو ڪرڻ. اَنُ ڪرڻ – انبار ڪرڻ.

▬ كَرِيُ كُوتِيُ: جهڙي تهڙي – سچي يا ڪوڙي.

● كُرِيُ ۽ كُرِيُون: ث. چورايل مال يا وهٽ جي واپسي ڏيڻ لاءِ ورتل ناجائز معاوضو – پڻگ – چٽي – ڏنڊ – ڏاڻ. چوپائي جو پير – كُرُ – ڪرسلي.

▬ كُرُيا ۽ كُرُيا: ذ. پير – كُرُ.

▬ كُرِيُون چَرُجُڻ (ڪ): پير چرجڻ يا سڙڻ

”اهڙي ڳالهه ڪيائين جو ڪُريون ئي چرجي ويون“ (جملو).

● كَرِيارِيُ: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كَرِيبُ ۽ كَرِيبَ: ذ. ڦند – فريب – دغا – چند – دولاب – ويساهه گهاتي – بازي. حرڪت.

▬ كَرِيبَتَ ۽ كَرِيبتُون: ث. حرڪت – فريب.

● كَرِيٿ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● كَرِيَلَ: ذ. صفت. خراب ٿيل – ڦتل – بگڙيل – لُٽيل – ڪيٻيل. خراب عادتن وارو – ڪريل – ويل – نِبريل – ساقط – پرشٽ – پتت – دِلُورُ – جلان. بستر – گدو – کاڏڙ – ڪارُ.

▬ كَرِيائِپَ خَرِيدَڻُ: چريائيءَ جهڙا ڪم ڪرڻ.

▬ كَرِيوُ كِيرُ: اڻ سڌ رندڙ ماڻهو.

● كَرِيوُ ۽ كَرِيا: ذ. ريهه ڏيڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڏاتُو.

● كَرِيوُ ۽ كَرِيا: ذ. تماڪ جي پوک جو هڪ پارو. باغ ۾ وڻن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ نالي. پکيءَ جو هڪ قسم.

▬ كِرِيا كَيَدَڻُ: هر ڏنل زمين ۾ ننڍڙيون ڪسيون يا ناليون ناهڻ.

● ڪُرُيوُ ۽ ڪُرُيا: ذ. تلوار جي مياڻ جي هيٺان چانديءَ جي چوٽي - مياڻ جي تري ۾ لڳل چانديءَ جو پَٽُ - ڪناري - ڪُلِسُ - نوڪ. ڪَڙ جي نار جو هيٺيون پاڳو. ڳاھ ڪرڻ جو رنبو - ڳاھ ڪپڻ جي رنبي - ڇپر هڻڻ جو رنبو.

● ڪَڙِ: ث. سُڪي زمين ۾ هر ڪاهيل زمين جي حالت - هر آيل زمين. زمين ۾ ڪلرائو حصو.

▬ ڪَڙِ يُونُ ڪَرَڻُ: ٻنيءَ ۾ ڦهريون هَرُ ڏيڻ - زمين تي سُڪي جو هر ڏيڻ.

● ڪَڙُ ۽ ڪَڙِ، ڪَڙوُنُ: ث. ذ. (سن. ڪِلِيِ) تيلي ٻج جو تيل ڪيڏڻ ڪان پوءِ بچيل ڦوڳ - تيل نڪرڻ ڪان پوءِ ڪنهن بہ شيءِ جو بچيل متواد. ويايل مال جي کير مان ناهيل مَلائي - پِسُ ڪاڙهو. انَ جي ڪَرِيِ - انَ جو پاندو. (صفت). تمام گندو - گدلو - تيل سان پريل - سٿو - چڪنو. ٻڙو - ڪمينو - خراب - ڪهٽ.

▬ ڪَڙُ تِيلُ نِڪُرَڻُ: مطلب نڪرڻ - مراد ظاهر ٿيڻ - مقصد نڪرڻ. حاصلات ٿيڻ - پيدا ٿيڻ.

▬ ڪَڙُ تِيل هُئَڻُ: واسطو يا لاڳاپو هئڻ - واسطيدار هجڻ - مطلب هجڻ - غرض هجڻ. آلڪائتو هئڻ. لاپ هئڻ.

▬ ڪَڙ ٿِيَڻُ: تمام ميرو ۽ سٿو ٿيڻ.

● ڪِڙَ ۽ ڪِڙوُنُ: ث. هَرُ ڪاهيل زمين جي حالت. هِيسَ. ڪِهِل.

● ڪَڙا ۽ ڪَڙوُنُ: ث. مال جي واڙ جي وات يا ڪَسُ. کير ڏيندڙ چوپائيءَ کي نہ ڏُهڻ يا نہ ڌارائڻ ڪري کير جي اها حالت، جنهن ۾ کير پيئڻ جي لائق نہ رهي.

● ڪُڙاتُ ۽ ڪُڙاتَ (ڪ): آواز.

● ڪَڙاڪَڙِيُ ۽ ڪَڙاڪَڙِيُ: ذ. صفت. سالم - سڄو - ثابت - سُنو - سَچُر - سٿويرو - صحيح سلامت - تندرست - نِرويو - اروڳ. تنگسالي - ڪُرو - شُدَ - بي عيب - ٺيڪ - پَڪو. پورو پورو. مضبوط - جاڏو - جبرو - ٻليارو - ٻَليِ - ڀَرٻَل - ڪَراڙو - سگهو - سترو - سگهارو - سگهائتو - سَبر - زورائتو - زور ڀريو - قوّتي - ستائتو - توانو - سَتائو.

● ڪَڙاهَہ ۽ ڪَڙاهُون: ث. ڪنبن جو ڍنگهر جنهن جو ڪنبن وارو پاسو مال جي واڙ کي ڏيئي دروازو يا ڪَس بند ڪبو آهي - واڙ کي بند ڪرڻ جو ڍنگهر - ڪَڙهہ

”ڪَڙاھہ اڳيان ڪِپَ ڏهاڙي ڏاتار جي“
(شاھ).

▬ ڪَڙاهَہ لَهَڻُ: ڪَسُ ملي وڃڻ
”چورن اڳيان ڪڙاھہ لهي ويئي“ (جملو).

● ڪَڙائِڻُ (ث): مصدر. ڪاوڙائڻ - رنجائڻ.

● ڪِڙائِڻُ: مصدر. مِڙيل چوپائي کي ڏَڪُ هٿي تاهڻ.

● ڪَڙائُو: ذ. (پرا. ڪَڙائُوئا. سن. ڪاشٺ = ڪاٺ + پاد = پير + وَهُہ = هلڻ) ڪرڪڻ - ڪاٺ جي جُتيءَ جو پاد ر - چاڪڙي.

● ڪَڙائِيُ ۽ ڪَڙايُون: ث. (سن. تائيڪا = آپائي) هوشياري - چالاڪي - چُستائي - ڦڙتائي - جهونجهرائي - تکائي - جلدائي - جل ڦماڪائي - برجستائي - ٿور ويرمي - چِڙت - هشناڪي - ٻيٺلائي - فلڪ ٻحڪمي - آپائي - سڌائي - سوڌائي - سنوتائي. سوٽائي - سختي - ڏاڍائي.

▬ ڪَڙائِيُ ڏِيَڻُ: سيڪت ڏبڻ - مار ڏيڻ.

● ڪَڙِ ٻَڙِ ۽ ڪَڙِ ٻَڙِ يُون: ث. (سن. ڪشُر = ڪاٽڻ - ڪورڻ) هيٺ مٿانهين - ڪڏون ڪوپا - ٽاٻڙ ٽوٻڙ زمين - لاهي چاڙهي - خراب رستو - کهري زمين - سخت زمين - اها دونهين جي رنگ جهڙي زمين، جا مينهن ۾ نرم ۽ اُس ۾ لوھہ جهڙي سخت ٿئي - آر - ڪُهاپڙ.

● ڪَڙُتالُ ۽ ڪَڙُتالَ: ڪَڙُتالُون: ث. (سن. ڪرتال) ساز جو هڪ قسم - ڪاٺ جي ٻن ٽڪرن کي هٿ سان وڄائڻ جو ساز. (صفت). تمام پوڙهي.

● ڪِڙُتوُلُ ۽ ڪِڙُتوُلَ (ل): ذ. صفت. ڦيڦو (ماٺهو).

● ڪَڙُتَڻُ: ذ. ڪَتلتُر - لِتر - ڀُراڻا پاد ر.

● ڪِڙِ پِٽِ ۽ ڪِڙِ پِٽُون: ث. جهيڙو جهٽو.

● ڪَڙُپوُلُ (ل): ث. تمام پوڙهي
”مائي تہ ڪڙپول لڳي پيئي آهي“ (جملو).

گوڙُ – گرجنا – ڪَڙڪو – ڪَڙڪاٽُ – گجڪار – گجگار – رڙهاٽ – گوڙ. شينهن جي رَڙ – هاٿيءَ جي رَڙ – چنگهار.

– گَر جِنا: ث. گجگوڙ – گوڙ – رڙهاٽُ – ڪڙڪاٽُ – ڪَڙڪو – گجڪار – گرج – گجگار.

● گَرُجَڻُ (ٿ): مصدر. رِڙَ جو ڦرجڻ.

– گِرِجهَہ ۽ گِرِجهُونُ (ٿ): ث. پکيءَ جو هڪ قسم – گِجهَہ.

● گَرَجهَہ ۽ گَرَجهُونُ (ٿ): ث. قبر منجهه مُڙدي پورڻ لاءِ ڏاهيل چُرَ. سامَ.

● گَرُجِيُ: اسم خاص. جارجيا ملڪ جو رهاڪو.

● گَرُچِلُ ۽ گَرُچِلَ (ت): ذ. صفت. گهٽو ڪائيندڙ – پيٽوڙي – سَبِچي – پيٽِي – پيٽُير – چَٽُو – وڏي پيٽ وارو.

● گَرُدُ ۽ گَرُدَ: ث. (ف. گَرد = مِٽِي) مِٽِي – ڏوڙُ – غُبار – رَڪ – دُمڙ – ڏُڏُڙ – ڏَس – لَٽ – بُسڙ – خاڪ – دَزَ – پَٽِي – وارِي – ريت.

"ڪهج مَ آجهاڻ ڪيهه گَرُدَ پسي گنگن جي"

(سر آبري – شاهه).

● گِرُدُ ۽ گِرُدِ: ث. (ف. گِرُد = چوڌاري) چوڌاري – چئني طرفن – چوڌارُ – چَڪَرُ – ڦيرو – گهمرو – آسپاس – چئو طرف – چئو گرد – چئو ڦير – گول. هِتان هُتان – هيڏانهن هوڏانهن – اڳيان پٺيان – جتان ڪٿان. ڦيري وارو – چَڪر وارو – گهُمري وارو – وَر وَڪڙن وارو – پيچيدو.

– گِرُدِ آبُ ۽ گِرُدِ آبَ: ذ. صفت. (ف). پاڻيءَ جو گهيرو – چوڌاري ڦرند پاڻي – ڪُنُ – ڀنوَرُ – گرداوُ – سيڙ – ڀيرُ – اوڙاهُہ.

– گِرُدا گِرُدِ: ذ. صفت. چوڌاري – چئو گرد – چئو ڦير – چئوطرف – آسپاس – هيڏانهن هوڏانهن – چئني طرفن – چڪر وارو – ڦيري وارو – وَر وَڪڙ – پيچيدو.

– گِرُد بادُ: ذ. (ف). هوا جو چڪر – واچوڙو – باد گولو.

– گِرُدِ ماپُ ۽ گِرُدِ ماپَ: ذ. (ف). اوزار جو قسم.

– گِرُدِ راهَہ ۽ گِرُدِ راهُونُ: ث. واٽ جي مٽي – رستي جي مِٽِي.

– گِرُدِ نَواحِيُ ۽ گِرُدِ نَواحِيُونُ: (ف). پسگردائي – ويجهڙائي – ويجهي چڪ – اوسو پاسو – آس پاس – اوري پَري – ويجهي چِڪَ – شهر پورا. پاڙو – وِيڙهو – محلو.

– گِرُدوُ ۽ گِرُدا: ذ. (ف). گهيرو – ڦيرو – گهيل – چَڪر – طولائي – گهُمرو – وَرُ – گولائي. سيني پاسن جو جوڙُ.

– گِرُدولوُ ۽ گِرُدولا (ٿ): واريءَ تي آبتي سُبتي آٿل هٿل – آٿل – پاٿولي – پلٽيبازي – بازولي.

– گِرُدِيُ ۽ گِرُدِيُونُ: ث. (ف). ڦيرو – گردش – دَوُرو – تبديل – چَڪَرُ – ڦيرُ – وَرُ – وَڪڙُ – ڦيرڦارُ – انقلاب – بادشاهه گردي – ڪرانتي.

● گَرُدَ ۽ گَرُدُونُ: ث. نار ۾ ڪنگرين کي مالهه پَڌڻ لاءِ نوڙيءَ ٽُڪر – بَندُ.

● گَرُدُ ۽ گَرُدَ: ذ. صفت. پهلوان – پلوان – جنگي جوڌو – بهادر – سورهيہ – سورمو – طاقت وارو – سگهارو. (ل – ق). طاقتمند – شير مڙس – پَٽلي – پَٽليارو.

● گَرُدانَڻُ: ڦيرَڻُ – ڦيرائِڻُ – چَڪَرُ ڪارائڻ – گهمائڻ – چورَڻُ – پيرڻُ (چَرُخو) – معلوم ڪرڻ – واقف ٿيڻ – سمُجهڻ – پروڙڻ.

– گَرُدانُ ۽ گَرُدانَ: ذ. گرامر ۾ فعل وغيره جو ڦيرو – ورُنُ – ڦيرو – گهمُرو – وَٽُ – وَڪَڙُ – وَراڪوُ. پريشان – حيرانُ – مصيبت ۾ مبتلا.

– گَرُدائِڻُ: ڦريُ آچڻ – ڦيرو ڏيڻ. ڦيرائڻ – گهمائڻ – چڪر ڪارائڻ. معلوم ڪرڻ – واقف ٿيڻ – سمُجهڻ – پروڙڻ.

● گَرُدَشِ ۽ گَرُدَشُونُ: ث. (ف. گردش = ڦيري). زماني جو ڦيرو – ڦيرو چَڪر – وَڪڙُ – سَڪَڙُ – دورُ – وَرُ – دوُروُ – گهمرو – گردش – تغير – انقلابُ. ڪِرانِتيُ – بادشاهه گردِيُ. (نار جو) گهيڙو – گيڙوُ. وارو وَتِيُ – وارُ – ادل بَدلُ. پريشاني – ڪم نصيبي – بدحالي – تڪليف.

▬ گَرُدَشِ ۾ اچڻ: چڪر ۾ اچڻ – ڦيري ۾ اچڻ (قسمت جي). بدنصيبيءَ ۾ اچڻ – مصيبت ۾ اچڻ – دنيا جي لاهين چاڙهين ۾ اچڻ – پريشان حال ٿيڻ – ڪمبختي ۾ ڦاسڻ.

▬ گَرُدَشِ ۾ هُجَڻُ: چَڪَرُ ۾ هُجن – ڦيري ۾ هجڻ (قسمت جي). مصيبت ۾ هجڻ – تڪليف ۾ هجڻ.

▬ گَرُدَشيُ مَحوَرُ ۽ گَرُدشيُ مَحوُرَ: ذ. صفت. ڌرتيءَ جي وچ وارو خيالي ٽڪو (جنهن تي ڌرتيُ ڦري) – مَحوُرُ.

● گَرُدَنُ ۽ گَرُدَنَ، گَرُدَنُونُ: ذ. (ف. گردن = ڪَنڌُ). ڪَنڌُ – ڳچيُ – سِسيُ – نِڙيُ – گلو – عنقُ – منو – سِرُ.

● گَرُدَ ۽ گَرُدا: ذ. صفت. هڪ اوزار جو قسم. واڍڪو اوزار – ڪاٺ ۾ سَلَنُ (ٽنگُ) ڪيڻ جو اوزار – سيرائي.

● گُردوُ ۽ گردا: ذ. پيٽ ۾ اندر هڪ عضوي جو نالو – ٻُڪيُ – گڙدو.

▬ گُرُدِي جو سُوُرُ ۽ گُرُدِي جا سُوُرَ: ذ. صفت. ٻُڪيءَ جو سورُ – گڙدي جو سور – گڙدي جي بيماري.

● گَرُدُوُنُ: ذ. (ف. گردونُ = آسمان) آسمان – فلڪ – گگنُ – چَرخُ – آڪاسُ – آڀُ.

● گَرَدِيُ ۽ گَرُدِيُونُ: ث. ڍاروُ – ڇَڪو – گهوڙِيُ – داءُ. ڏُلائيُ – علحدگي – جدائيُ – وڇوڙو – الڳ. تڪليف – دِقَتَ – ڪساروُ – خَفوُ.

● گَرُڊوُ ۽ گَرُڊا (ٽ): ذ. صفت. ٻُڍو – پيرسَنُ – پِيُرَ مردُ – پِيُرُ – جهورُ – پوڙهو – وڏي عمر وارو.

● گَرِروُ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَرَڙَ: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● گَرَڙُ ۽ گَرَڙَ: ذ. سوُراخ – ٽُنڪُ – ٻِرُ – مُلاخُ – ٻرگهٽَلُ – گهٽپُ – ڪٽپُ – ڏَرُ. (ڏ). گَرُهَڙُ.

● گُرُڙُ ۽ گُرُڙَ: ذ. (س. گرڙ. ف. عنقا پکي) هڪ تمام وڏي قد جو پکيُ – ڏَنِ چڙِي – هندن جي عقيدي موجب وِشنُو اوتارُ جي سواري جو پکي – وشنو مهراج جي گاڏيءَ جو نالو. سِرَنُ جيڏي هِڪَ پکيءَ جو قسمُ – گونهن خورُ. هڪ قِسم جي جهنگلي وَلَ جو ڦرُ – گُرُڙ وَل. جو ڦَرُ (مرچ ڪان ڪجهه ننڍو ٿئي)

"گُرُڙَ گوساڻا ٿيا گهاڻ،
گُذَرُ جنِينُ جو گرڙ متي"
(مانوڻ).

▬ گُرُڙُ پُرانُ: اسم خاص. هندن جي پُستَڪُ جو نالو (جو هندو ماڻهو جي سرڻ بعد پڙهيو وڃي).

▬ گُرُڙُ پکيُ: اسم خاص. ڏسو گُرُڙُ.

● گُرُڙُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● گَرَڙاٽُ ۽ گَرُڙاٽَ: ذ. گوڙ – گجگوڙ – نڙي جي گهُٽجڻ سان نڪرندڙ آواز – گُرُڙاٽُ.

● گُرُڙاٽُ ۽ گُرُڙاٽَ (ل): ذ. پيٽ ۾ آنڊن جو وٽ سٽ – پيٽ ۾ آنڊن جي ڊڙ ڊَڙ – ٻُڙ ٻُڙ جو آواز – نڙي جي گهُٽجڻ ڪري نڪرندڙ آواز. گوڙ – گجگوڙ – وڏو آواز – گجڪار – رڙهاٽ. ڦيٿي وغيره جو آواز – گهرُڙ گهرُڙ.

● گُرُڙالُ (ل): هڪ جهنگلي وَل جو قسم (گولاڙي ول جهڙي، جنهن جا ٻَن سنهڙا چار جهڙا ۽ اڪثر چارين جي پر ۾ ٿئي).

● گَرِڙوُ ۽ گَرِڙا: ذ. صفت. گَري جو اسم تصغير – مِٺيءَ وارو – گَروُ – گدلو – ميرانجهڙو – ميراڻ تي مائل – ميرو. چوپائي مال جي چمڙي تي ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو قسم – (سڄيءَ چمڙيءَ جا وار ڪِري وڃن) گَرُ.

● گُرُڙو ۽ گُرُڙا: ذ. صفت. (س. گڊ ير = گُرڙي) وات کي صاف ڪرڻ لاءِ وات ۾ جهليل پاڻي – وڏي گرڙي – غُرارو – ڪُلِي – ڪَتوَلَ – گُلڙي – گُروڙي – گُلوڙي – غَرغَرو. پيٽ سان وات رمتي نڪتل آلَـِي يا ڦَيءِ.

● گَرِڙِيُ بوُرَ (ت): ث. هڪ مينهن جو قسم (جنهن جو منو، چاڙي، پيٽُ، پيرَ ۽ پُڇُ اڇو هجي).

- گُرُڙِيُ ج گُرُڙِيُونُ: ث. گُرڙي جو مؤنث - وات ۾ صفائيءَ لاءِ پاڻي وجهي غُرغُر يا گُڙگُڙ ڪري ٻاهر ڪڍڻ واري حالت - گُلڙي - گُرڙي - گُلوڙي - گُرگُرو.
- گُرُڙِيُ ڪَرَڻُ: ماني وغيره کاڌي کان اڳ يا پوءِ پاڻيءَ سان وات صفا ڪرڻ - وات مان پاڻي هارڻ - ڪُلِي ڪرڻ - گرو ڙي ڪرڻ.

● گُرُزُ ج گُرُزَ: ذ. (ف. گُرُزُ) هڪ هٿيار جو قسم - جنگي اوزار - لوهي ٻالو - گُرج - ڀاري هٿيار - ڳورو هٿيار. اسفنديار جي سڳي ڀاءُ جو نالو.

● گُرَمَ (ت): ذ. پيرن جي تڪڙي وڃڻ جو آونهو زمين تي ٿيل نشان.

● گِرِسْتُ (ل): ذ. صفت. بدڪار. درڪارُ دنيا. گرفتار - قاتل.
- گِرِسْتُ آشِرَمُ: ذ. ڪُٽنبي ماڻهوءَ جي حالت - ٻچڙيوال - ماڻهوءَ جي جاءِ.
- گِرِسْتُ دَرَمُ: ذ. صفت. گرهستي - دنيوي ڏي وٺ - دنيوي وات - سنساري يا ڪٽنبي رستو يا زندگي.
- گِرِسْتِيُ ج گِرِسْتِيُ: ذ. صفت. دنيا سان لاڳاپيل - زماني سان ڳنڍيل - سنساري - دنيوي - گرهستي - گهروارو - زال وارو - ٻچڙيوال - اولادي. نفس جو - نفسي - نفس جو مريد.

● گُرُسِيائِيُ: اسم خاص. هندن ۾ هڪ ذات جو نالو (هندن جي تاريخ).

● گَرِشُ ج گَرِشَ (ت): ذ. نقد - روڪڙ. اسباب - سامان - مال - مڏي - ٽپڙ ٽاڙي.

● گِرِفْتُ ج گِرِفْتُونُ: ث. (ف. گرفتن = پڪڙڻ) ڪنهن کي جهلڻ يا پڪڙڻ واري حالت - وَٺِ - پڪڙ - جهَل - قبضو - قيد - سُٽ - چنبو.
- گِرِفْتارُ ج گِرِفْتارَ: ذ. صفت. قبضي ۾ آندل - هٿ ڪيل - جهليل - پڪڙيلُ - ورتل - قاٻل - قابو ٿيل - قيد ٿيل - جڪڙيل - ٻَڌل - سوگهو - مضبوط - سُڪ. جيتيل - ماري مات ڪيل - قبضي ۾ ڪيل. اڙيل - مُنجهيل - ڳنڍيل - ڦيٿل - ٻُڏل - گِرتان - گُتل - غلطان - مگن - لِينُ - رَتلُ (مصيبت ۾).
- گِرِفْتارُ ٿِيَڻُ: قبضي ۾ اچڻ - قيد ٿيڻ - ٻڌجڻ - جهلجڻ - پڪڙجڻ - ونجڻ - قابو ٿيڻ - سوگهو ٿيڻ - مضبوط ٿيڻ - سُڪ ٿيڻ - قبضي ۾ ٿيڻ. گِرتان ٿيڻ - گُتل هجڻ - رُڌل رهڻ - غلطان ٿيڻ - محو ٿيڻ. عاشق ٿيڻ - فريفته ٿيڻ - مفتون ٿيڻ - چريو ٿيڻ - حيران ٿيڻ (ڪنهن جي عشق ۾).
- گِرِفْتارُ ڪَرَڻُ: قيد ڪرڻ - قبضي ۾ ڪرڻ - وَٺڻ - پڪڙڻ - جهلڻ - ٻڌڻ - ڦاسائڻ - قابو ڪرڻ - سوگهو ڪرڻ - بند ڪرڻ - وڪوڙڻ.
- گِرِفْتارِيُ ج گِرِفْتارِيُونُ: ث. پڪڙڻ واري حالت - نظربندي - وَٺَ - ٻَڌَ - بندش - پڪڙ - روڪ - گرفت. ٻَند - قيد. مُونجهارو - جنجل - حيراني - پريشاني - مُونجهه. سوڙهه.

● گَرُقُو ج گَرُقا: ذ. هڪ ٻوٽيءَ جو قسم - هڪ ٻوڙي (ٻوٽي) جو نالو (جنهن جا پَنَ سياري ۾ سرديءَ جي اثر کان ڪنهن ڳوٿريءَ ۾ وجهي سيڪي ڇاتيءَ ۽ پاسن وغيره تي ٽاڪورجن).

● گَرُڪُ ج گَرُڪَ: ءُ. صفت. (ع. غَرق = ٻُڏل) غرق - ٻُڏل - گِرتانُ - غلطانُ - گُتلُ (ڪنهن به خيال ۾). قاتل - ورتل - گرفتار ٿيل.
- گَرُڪُ ٿِيَڻُ: غرق ٿيڻ - گِرتان ٿيڻ - غلطان ٿيڻ - ٻُڏل رهڻ (ڪنهن غم يا خيال ۾).
- گَرُڪُورُ ج گَرُڪُورَ: ذ. گَم - غرق - ٻُڏل - غلطان.

● گُرُڪارُ ج گُرُڪارَ: ذ. صفت. سنهن ۾ ڳهُنبُ - وَرُ - ڳهُنج.

● گَرُڪائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو [ت]).

● گِرِڪَڻَ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ شهر جو نالو.

● گَرُڪَڻُ (ت): مصدر. بيمار ٿيڻ - اگهو ٿيڻ - لگو ٿيڻ - مرض ۾ ونجڻ.

● گِرِڪِڻُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُرَڪِڻِ: اسم خاص. تعلقي سيهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گُرڪَڻُ: مصدر. گُڙڪڻ. ڪُتي وغيره جو ماڻهوءَ کي ڏسي هوريان آواز ڪرڻ- گُڙڻ- ڪُتي جو آهستي ڀونڪڻ- ڀؤنڪ ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ- گجگوڙ ڪرڻ.
● گِرَڪنو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گِرِڪِنو (ت): اسم خاص. وڏي واهه مان نڪتل ننڍو نالو. ڪڙيو- نالي.
● گُرِڪِنو: اسم خاص. منچر ڍنڍ تي هڪ شهر جو نالو.
● گُرِڪِٽِي ۽ گُرِڪُٽِيُون: ث. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم- نيلوفر- ڪنول گُل- ڪنول ڪَٽَ- پَبڻ.
● گُرُڪو ۽ گُرُڪا: ذ. جَنڊ جي هلڻ جو آواز- گهرڪو. (ڪ). پاڙو

" هت جهڙڪلري جهام وهي،
جت گرڪن هٿن گهنڊ"
(پيلا).

● گُرُڪِي: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گُرُڪُ ۽ گُرُڪَ (ت): ذ. صفت. وڏو تُنگُ- ٻرگهل- ڳُڙڪو- ڏَرڙُ- سوراخُ.
- گُرُڪو ۽ گُرُڪا (ت): ذ. صفت. سوراخ- تُنگ- ڳُڙڪو- گُرڪ- ٻِرگهل- ڏَرڙُ.
● گُرُگُ ۽ گُرُگ: ذ. اسم. (ف. گُرگ = ٻگهڙ) هڪ مشهور خونخوار جانور جو نالو- ٻگهڙ- ٻگهيڙ- ٻگهاڙ- ناهَرُ. (صفت). حرفتي- تريناڪ- اُستاد- ٺڳُ- چالي- چلتو پرزو. (جانور) آٿ تي چڙهي هرڻ جي شڪار ڪرڻ جو هڪ نمونو (آٺ جي مُهار منهي لنڙي ۾ ٻڌي، سُوار ۽ توبچي ٻئي ان جي لِڪَ ۾ شڪار ڪن).
● گُرُگُ شِڪارُ: ذ. هڪ شڪار جو قسم- آٺ تي چڙهي شڪار ڪرڻ جو نمونو.

- گُرُگُ شِڪارِي ۽ گُرُگَ شِڪارِي: ذ. صفت. آٺ تي چڙهي شڪار ڪندڙ. حرفت سان شڪار ڪندڙ- شڪار ڪرڻ جو ڪيڏاري- اٽڪل سان شڪار ڪندڙ- ڪيڏاري. توبچي.
● گِرُگَٽُ ۽ گِرُگَٽُ: اسم خاص. هڪ جيو جو نالو- مانڊو. ڦرندڙ گهرندڙ ماڻهو- ڦرٽو گهرٽو- سودائي.
● گِرِگِرِ ۽ گِرِگِرُونُ: ث. ڪِرڪِر- جهِرجهِر- ڪِنجهڪر- کهٽپي- ڪُرڪُرُ- ڪِروڏُ- ڪِلڪِل. لُڙُ- جهيڙو- رڳڙو- ڦڏو- فساد- ڪنجهڪو- ڪنجهڪار- چِنگهڪار- چِنگهه.
- گِرگِر ڪَرَڻُ: ڪِلڪِل ڪرڻ- کهٽپي ڪرڻ- ڪُرڪُر ڪرڻ- جهِرجهِر ڪرڻ. لُڙُ ڪرڻ- جهيڙو ڪرڻ- جهڳڙو ڪرڻ.
● گُرِگُرِ ۽ گُرِگُرِ: ذ. (سن. گهُرگهُر) پيٽ ۾ گهمرن پوڻ جو آواز- گڙڪاٽ- ڊُڙڪاٽ- گڙڪو- ٻُڙڪاٽُ- ڊُرڊُر. کهٽپي- ڪِلڪِل- ڪُرڪُر.
- گُرُگُرُ ڪَرَڻُ: آهستي آواز ڪرڻ- هوريان ڳالهائڻ- گهُرگهُر ڪرڻ- ڀُڻڪڻ- چپن ۾ ڳالهائڻ. گهپي ڪرڻ- ڪِل ڪِل ڪرڻ- ڪُرڪُر ڪرڻ.
● گُرُگُلُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو. (ن-ب).
● گُرُگِلو ۽ گُرُگِلا: ذ. هڪ اناج جو قسم- جوئر (جنهن جو سنگ تمام ڳوڙهو ۽ رنگ ميرانجهڙو ٿئي). هڪ ذات جو نالو (هندن ۾ گهٽ ذات جو)- ٻڙو. دوا ٺاهيندڙ- دوا ملائيندڙ- دوا سازُ- هڪ مڇيءَ جو قسم (ڪارو). (ث. گُرگُلِي ۽ گُرگُلِيُون). (ت). ڪچهري- سات- ٽولو- ميڙ- سنگت.
- گُرگِلو ڪَيَڻُ (ت): زور وٺڻ. جهيڙو ڪرڻ.
● گُرُگِلِي: اسم خاص. حُقي جو هڪ قسم. گُرگِلِي قوم جي عورت. (شرت).

● گرگناڙي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (بلوچن جو هڪ قبيلو).

● گُرگُو: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● گُرگِينج: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گِيرگِيج: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُرگِجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گُرگِچ (ٿ): اسم خاص. ٿر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● گُرگير (ٿ): اسم خاص. ٿر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● گِرگهِلو ۽ گِرگهِلا: ذ. صفت. وِڪرو- گِرگِلو- موڪرو- ڪُشادو. لالچ- لَبُ- ڏُتارُ- ڏُتُ- چِٽَ- ريبُ- چِڙهو- پرلوِيَنُ- ڳِلُٽو- ڏاڏرُ- ٽِلُ. ڏوڪو- فريب.

- گِرگهِلِي ۽ گِرگهِلِيُون: ث. موڪرِي- ويڪرِي- ڪشادِي- گِرگِلِي. لالچ- لَبَ- ڏُتارَ- ڏُتَ- رِيبُ- چاڙَهوُ- پرلوِين- چِٽَ- ڳلٽو- ڏاڏرَ- ٽِلُ. ڏوڪو- فريب- ٺڳي- دغا- مَڪرُ- ڦندُ- دولابُ.

● گَرَمُ ۽ گَرَمَ: ذ. صفت. (سن. گهيرم= ڪوسو). جوش آيل- ڪوسو- تتو- تپيلُ- گرماش وارو- سيڪ وارو- ٻاڦيلُ- گرمائُو- باهه جهڙو. آتساهي- حبائتو- پُر محبت. تپنو- چِيڙاڪُ- جوشيلو- چِڙڪِي- تيز مزاجُ- ڪِروڌِي- چِڙِنو- تامسِي- جوش ڀريو- ڏَمرائتو- ڀڙڪايلُ- جوش ڏياريل- غُصئِي- ناراض- ڪاوڙيل- غصي وارو. مَتڳُ- خمارِيلُ. تِکو- ڪَڙو- ڪؤڙو. تيزُ- آتشِي. چِهٽل ڦل واري (ٻزار). تازو ڦڪل (ڪاڏ وغيره).

- گرماگرمُ: ذ. صفت. خُوب تتلُ- تمام ڪوسو- هڪدم گرم- تاوڻي آيل- تپِي لالُ ٿيل. ڪاوڙ وارو- غصي وارو. تازه به تازي (خبر)- تازو ڦڪل (ڪاڏو).

- گرمائڻ: مصدر. ڪوسو ڪرڻ- گرم ڪرڻ- تپائڻ. ڪوسو ٿيڻ- تپڻ- گرمُ ٿيڻ. جوش ۾ اچڻ- ڪروڌ ڪرڻ- ناراض ٿيڻ- ڪاوڙ ڪرڻ- غصي ۾ اچڻ- چڙڻ- غصي ۾ ڀرجڻ.

- گرمائُو ۽ گرمائُو: ذ. صفت. گرمُ- ڪوسو- سيڪيل- تپايل- تتل- جوش آيل- ٻاڦيل- گرم ڪيل.

- گرم ٿيڻ: مصدر. تپڻُ- ڪوسو ٿيڻ- جلڻُ- سڙڻُ- پچڻُ- پچرڻُ. ڪاوڙجڻ- تيزُ ٿيڻ- بگڙڻ- طيش ۾ اچڻ- ڪروڌ ۾ ڀرجڻ- غُصي ۾ ٿيڻ- ناراض ٿيڻ- غضبناڪُ ٿيڻ- چِڙڻُ.

- گرمُ پاڻي: ذ. صفت. تتل پاڻي- ڪوسو پاڻي- جوش ڏنل پاڻي- آٻاريل پاڻي. مَني- ذاتِ ويرِيہ- نُطفو.

- گَرَمُ جوشِي ۽ گَرَمُ جوشِيُون: ث. (ف) سرگرمِي- وَلوِلو- جوشُ- آتساهُ- چاههُ- چاهتَ- تنَدهِي- شوقُ. سَعي- ڪوشش- سَعيُو- آدرُ- آورچائي- محنت- جفاڪشي.

- گَرَمُ سَرُدُ: ذ. صفت. (ف). تتو ٺڌو- نيمُ گرم- نُهُن سوسڙو- ڪوسو ٺڌو- آڌ گرم- سهسهندو. نرم سخت. نيڪ بد- چڱو مٺو- خراب سٺو. زماني جي گردش- زماني جو ڏک سُک- زماني جي تڪليف ۽ خوشي- راحت ۽ مصيبت. شاهوڪاري ۽ مسڪيني- غريبي ۽ اميري.

- گَرَمُ سَرُدُ ڏِسڻُ: ڏُک سُک ڏسڻ- راحت مُصيبت ڏسڻ- شاهوڪاري ۽ غريبي ڏسڻ- لاڙها چاڙها ڏسڻ (زماني جا). تجربو حاصل ڪرڻ- آزمودو ٿيڻ.

- گَرَمُ ڪرڻ: تپائڻ- ڪوسو ڪرڻ- ڪاڙهڻ- باهه تي رکڻ- گرمِي ڏيڻ- جوش ڏيڻ- باههِ ڏيڻ. ڀڙڪائڻ- ڪاوڙ ڏيارڻ- تيز ڪرڻ- جوشُ ڏيارڻ- چيڙائڻ- ناراض ڪرڻ- غصي ۾ ڀرَڻُ- ڀرُ ڪرڻ.

- گَرَمُ گِلا ڪرڻ: جوش پيدا ڪرڻ واري شڪايت ڪرڻ- تمام گهڻو نِندڻُ- حد کان زياده توهيِنَ ڪرڻ- تمام گهڻي بي عزتي ڪرڻ.

- گَرْمِي ٤ گَرْمِيوُنْ: ث. ڪوساڻ-تپت-تابش-تئڻ-گرمايش-ڪوسائي-حرارت-تَتوڻ-تاتڙي-تپش-تاءُ-سيڪ. تپرس-جوش-جذبو-غصو-ڪاوڙ-ڏمر-ڪروڌ-وڏوڻ-چوپ-ڪوپ-ناراضگي-غضب-قهر-بخيلي-چِڙ. گرم هوا-لُڪ-لُوهَه. خفت-شوق-موهه-آتساهه-چاهه-چاهت-تندهي. جماع جي خواهش-شهوت-قوت باهه. عشق-پيار-محبت-قرب-ساڙو-جلن-پچر-پچ-پوسر. اونهاري جي موسم-سخت ڏينهن-آرهڙ. جسم ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ بيماري-پرميل-سوزاڪ-آتشڪ-بادفرنگ.
- گَرْمِي ٿيڻُ: تپش ٿيڻ-ڪاڙهو ٿيڻ-آڙنگ ٿيڻ-آهٽ ٿيڻ-تپت ٿيڻ. دل منجهڻ-ساهه گهُٽجڻ. جماع جي خواهش ٿيڻ-جماع جو غلبو ٿيڻ-شهوت ٿيڻ-حرص ٿيڻ.
- گَرْمِيءَ جو دَرْجو: حرارت جو درجو-تپت جو ڏاڪو-گرمائش جو طبقو.
- گَرْمِي چِئِبَڻُ: ڪاوڙ چئبڻ-جوش چئبڻ-غصو لاهڻ-چِڙ ڪڍڻ-ناراضگي دور ڪرڻ-ڪروڌ لاهڻ. بدلو وٺڻ-عيوضو وٺڻ-دلجو خار پورو ڪرڻ-سزا ڏيڻ-دل ٺارڻ-راضي ٿيڻ-خوش ٿيڻ. شهوت لاهڻ-جماع ڪرڻ-جماع جي خواهش پوري ڪرڻ-پوڳ ڪرڻ-حرص پورو ڪرڻ.
- گَرْمِي سَرْدِي سَهَڻُ: ڏک سُک ۾ صبر ڪرڻ-راحت ۽ مصيبت ۾ هڪجهڙو هجڻ-زماني جون لاهيون چاڙهيون برداشت ڪرڻ-زماني جا اولا واءِ سولا واءِ سهي وڃڻ.
- گَرْمِي سَرْدِي هُئَڻُ: ڏک سک هجڻ-سدائين هڪ جهڙو نه هئڻ-سڄ ۾ پاڇا هجڻ-ڏکن پنيان سک ۽ سکن پنيان ڏک هجڻ.
- گَرْمِي سَرْدِي ۾ گُهمِي مَرَڻُ: ڏک سک ۾ سخت پورهيو ڪرڻ-هر موسم ۾ مصيبت ۾ هجڻ-ٿڌي ڪوسي ڏي نه نهارڻ-سخت تڪليفون برداشت ڪرڻ-هر وقت مصيبت مٿي تي ڪٽڻ-آهنج ايذاءُ سر تي سهڻ-پورهيو سخت محنت ڪرڻ-جفاڪشي ڪري وقت پاس ڪرڻ.
- گَرْمِسالوُ ٤ گَرْمِسالا: راڳي ڏيڻ جي ڪم ايندڙ هڪ رازڪو اوزار-مارو (هي ڪاٺ جو نهيل، جهن انچن ڪان ٻن فوٽن تاءِ ڊگهو، ٽي انچ موڪرو، هڪ پاسو موڪرو ٻيو پاسو سوڙهو، سيمنٽ جي لنبائي لاءِ ڪم اچي). (ن-ب).
- گَرْماڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر ڪراچي ۽ ٿنبر تعلقي ۾).
- گِرْمِيٽُ ٤ گِرْمِيٽَ: ذ. (انگ: گمليٽ) هڪ وايڪي اوزار جو نالو-ڪاٺ ۾ سنل ۽ سوراخ ڪڍڻ جو اوزار-پيچدار سيرائي-برمو.
- گِرْمِر: سُنجهيَلَ ڳالهه-وَڻ سنڌ واري ڳالهه.
- گَرْمُکِي ٤ گَرْمُکِيُونْ: ث. گَروُ جي وات مان نڪتل ٻولي-آها ٻولي جيڪا مرشد ڳالهائي. هندن جو پاڪ ڪتاب-شاستر. مرشد جي ڏنل هدايت-نصيحت.
- گِرْنارُ: اسم خاص. رياست جهونا ڳڙهه ۾ هڪ ٽڪريءَ تي شهر ۽ قلعي جو نالو:

"پهريءَ ۽ گِرْنارُ، آئو ڪنڌُڪا جَرُ جِتِڪَرو"

(شاه بلاول).

(جتهي راجا راءِ ڏياچ جو تخت گاه هو ۽ هيءَ هندن جي پاڪ جاءِ به آهي، جتي هندو تِيرْٿَ ڪرڻ لاءِ وڃن). تعلقي گهوڙاباري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- گِرْنارِي ٤ گِرْنارِي: صفت. گِرْنار جو رهاڪو-گرنار وارو-گرنار جو باشندو.
- گِرْنارِي جوڳِي: ذ. صفت. فقيرن جو هڪ قسم-گِرنار تان تيرٿ ڪري موٽيَل فقِيرُ.
- گِرْنارو ٤ گِرْنارا: پيڙيءَ جو هڪ عضوو. فرش جي پائيءَ جي ٽيڪال لاءِ ٺهيل مورِي-نارو-نالو.

● گِرَنٿُ ج گِرَنٿَ: ذ. (سن. گرنٿ = ڪتاب) سِکن جو مقدس ڪتاب - گُرو نانڪ صاحب جي چيل باڻي - سِکن جو ڌرمي ڪتاب - پوٿي - شاستر. پاڪ لکيت. ڪتاب - پُستڪ - ديوانُ - تصنيف - رسالو.

- گِرَنٿُڪارُ ج گِرَنٿُڪارَ: ذ. صفت. گِرنٿ جي علم جو ڄاڻو - شاستر جو ڄاڻو - روزانو گرنٿ جي پُوڄا ڪندڙ - وِ گياني - وِ گيانڪ - پنڊت - مها پرش - علامئتو - حڪمتي - علمي.

- گِرَنٿِيُ ج گِرنٿِيُ: ذ. صفت. روزانو گرنٿ ڪتاب جو دؤر ڪندڙ - روزانو گرنٿ جي پوڄا پاٺ ڪندڙ - گرنٿڪار.

● گِرَنڊوُ ج گِرَنڊِوُ (ٿ): ذ. ڪَنڊيءَ جي وڻ جو بگڙيل ڦَرُ - ڪَريل سِنگري (ڪنڊي جي وڻ ۾ سنگرين جي بدران سوهارين وانگر ڦَر ٿئي).

● گُرَنڊِيُ ج گُرَنڊِيُونُ (ٿ): ٿ. آليِ يا سُکي ڪاٺيءَ ۾ گَنڍُ - اک.

● گُرَنگَ: اسم خاص. پِٽ شاهه جي ويجهو هڪ ويران مڪان جو نالو.

● گَرنوُ ج گَرَنا (ٿ): ذ. دِلي يا مَٽَ جي منهن تي پاڻي ڇاڻڻ يا کير وغيره ڇاڻڻ لاءِ صاف ۽ سنهي اَڳڙي ٽڪر - صافو.

● گِرِنوُ ج گِرِنا (ٿ): مِٽيءَ جو نهيل آهو بَرتن، جنهن تي دِلا يا پَتري رکجن - مَٽُ وغيره جي رکڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ پِٽَبل مَٽَ جي گِهچي - گِرني - گِرڻُ.

● گِرُنِيُ ج گِرُنِيُونُ: ٿ. مَٽُ، دِلو وغيره رکڻ لاءِ ٺِڪر جي ڪُني وغيره جي پِچي پوڻ سان پوءِ، آن جي گِهچي - گِرنو - گِرڻ. ڇاڪري - خدمت. محنت. گرفتاري. گَپَ.

● گَرَڻ ج گَرَٽِيُون: ٿ. ڌُپڻ - گهَتِڇڻ - گَپڻ - گهَتُونَ - گَپ - چِڪ - راڻو - راڦو - گارو - چِڪڻ - چِڪڙ.

● گَرَڻُ: مصدر. گَپِي پوڻ - گَري پوڻ - گَپڻ - گَپجڻ - (گَپَ ۾). ڦاسڻ - اڙڻ - اڙجي پوڻ - گهڙي پوڻ - اَٽڪي پوڻ (مصيبت ۾). (زمين ۾) پيهي وڃڻ - ڏَري پوڻ. (اسم خاص). هڪ پکيءَ جو بناوتي نالو - گُرڻ پکي - گُرڙ پکي.

● گِرَڻَ ج گِرَٽِيُونُ: ٿ. ٺِڪر جي لوٽي وغيره جي پِڪل گِهچي، جنهن تي دِلا، مَٽَ وغيره رکجن. ڪَنو - گرنو - گِرني. مج يا چنڊ جو ونجڻ - گرهڻ ٿيڻ. (ٿ). ننڊ ۾ کونگهرا هڻڻ.

● گِرَڻُ: مصدر. (سن. گهرڻ. آواز ڪرڻ) ڪُتي جو آواز ڪرڻ - ڀؤنڪڻ - ٻَهڪڻ - گيرٽ ڪرڻ. گير ڪرڻ - گهُڙڪڻ - ڏاڙهڻ - گِرَ ڪرڻ. (ن - ب). پِٽُون پِٽُون ڪرڻ - بَڪ بَڪ ڪرڻ - اجائي بڪي هڻڻ - ٽَر ٽَر ڪرڻ. ڪروڌ مچائڻ - گهپي ڪرڻ - ڪِل ڪِل ڪرڻ - جهُرجهُر ڪرڻ. گَجڻ - گُڙڻ - گوڙ ڪرڻ - گؤنرڻ. پيڙيءَ جو رسو چِڪڻ - هوڪارڻ - گِهرڻ - گهلڻ. (گِريو - گِرندو - گِريل).

● گُرَڻُ: مصدر. (سن. گهُرڻ. ف. غريدن = گوڙ ڪرڻ) ڪُتي جو ٻهڪڻ - ڀؤنڪڻ - گؤنرڻ - گهُڙڪڻ - گير ڪرڻ - گِرڻ. ڇهڙ پائڻ - چِڙهڻ - چِڙون ڪرڻ - گَجڻ. ڦَرائڻ - جماع ڪرائڻ (رِڍ کي). (اسم خاص). هڪ وڏو پکي - گُرڙ پکي - سيمُرغ.

● گَرُٽوُ ج گَرُٽا: ذ. آڏاڻي جو هڪ عضوو. پاڻي وغيره ڇاڻڻ لاءِ سنهون ڪپڙي ٽُڪر - صافو. (ٿ).

● گِرُٽوُ ج گِرُٽا: ذ. صفت. سَرائيءَ ۾ ڦرندڙ چرخي، جنهن تي رَسو چڙهي - گول چڪرو - ڀؤنري - چَرخو - چَرخِي - ڀؤنڻ. ٽوپيءَ جو ڪارب - قالب. (ت).

- گِرُٽِيُ ج گِرُٽِيُونُ: ٿ. ڪپڙي ٺهڻ جو ڪارخانو - گِرُنِيُ - آڏاڻو. (انگ). ميلَ. ڪاٺ جو گول چڪرو، جنهن جي مدد سان کوهُ مان پاڻي ڪڍجي. (ت) - چرخي. وَڏو جَنڊُ - جانڊاهَ - چَڪِيُ.

● گَروُ ج گَرا: ذ. صفت. (سن. گَرُجُو = ميرو). گَرِ وارو - گَر لڳل - ميرو - ڪِنو -

ڙُو- ميرو- گچيرو- ڏوڙ ڀَڪُليو- سُلَتيِنُ- گندُو- مِٽيءَ هاڻو- غَليظُ- گَندلو. ڪوُجهوُ- ڪِنو- بد صورت- بَدشڪل - فاحش - بُڇڙو. خارش جي بيماريءَ ۾ ورتل- خارشيُ- خارسيُ- ڪاڄي وارو- ٻَڪوُ. بيمارُ- روگِيُ- مَريضُ- آڪِهُو. گهوڙي جي هڪ رنگ جو قِسم. مُرجهايل- ڪومايل- جهڪو- ڦِڪل (رنگ). آنءَ جو گَرو- ديرو. (ڪ). گهٽين شين جو ميڙُ- ڍِڳُ- ڍِيرُ. (ڪ). گِچِيُ- ڪَنڌُ- ڳاٽو.

▬ گَرُو توڏوُ ٻَنجَڻُ (ت): ذ. صفت. فسادي ٿيڻ- اڏنگي هلت هلڻ. بيمارُ ٿيڻ- روگي ٿيڻ.

▬ گَرُوشِڙوُ ۽ گَرُوشِڙا ( ): گَرِي جو اسم تصغير- گَرِڙوُ.

▬ گَرو گَنڃوُ ۽ گَرا گَنڃا: ذ. صفت. تِڙِيُ تامِڙِيُ- ڪاگَرُ ڪَوُگَرُ- ڪَٿهڇَرُ- اوگهه سوگهه- شاهه گدا- امير فقيرُ- لُچ لُفنگو.

● گَرُوُ ۽ گَرُوَ: ذ. اسم. گهمنڊُ- شيخيُ- هٺُ- مغروري- ٺانءَ- ٺِنبَ- سيٺَ- غُرور- تڪبُر- وڏائُ- وڏائي- دِماغُ- وڏنءُ- هُوءَ- دم- اِغماض- ڪِراڙُ- ڪِيربُ.

● گُرُوُ ۽ گُرُوُ: ذ. صفت. (س. گُروُ = مُرشِدُ). مذهب جي وات ڏيکاريندڙ- هندن جو مُرشد- سَنئين راهه ڏيکاريندڙ- هدايت ڪندڙ- ڌرم سيکاريندڙ- سيکاريندڙ- سِڌِي رستي تي آڻيندڙ- مُرشد- گُرُ- هادي- رهنما- پيشوا- اڳواڻ. رَهبَر- پادري. مُنِيِ- رِشي- گوسائين- ڪوسائين- مهنت- درويش- ڪامِلُ- بزرگُ- عابد- زاهد- ساڌو. مُعَلمُ- سيکاريندڙ- ماستر- اُستادُ- پاڙهيندڙ- مِيانجِيُ- مُلانُ- اوجهو- آڌِياپڪُ (مذهب يا ڌرم جو). وعظ ڪندڙ- ناصِحُ- نصيحت ڪندڙ- وِياڪِياڻِيُ. مُکيہ- پاسبانُ- محافظ- نِگهبانُ- رکپالُ- رکوالُ- راکو- ڪَرُلاهوُ. هوشيارُ- چالاڪُ- گوهَرُ- ماهرُ فَنُ- نِپُڻُ- قابِلُ. لُچَن جو سردارُ- چورن جو مهندارُ. گنڀير- بردبار- ديرينو- ڪانڌ وارو- صبر وارو. ڏکيو- سخت- ڪَٺِن- آٽانگو-

د شوارُ- اڙِکو- آولو. سرگرم- جوشيلو- آتِسا هِيِ- جوشائتو. تيز- تِکو- چُوهو. اَمُلهُ- قيمتي- مُلهائتو- مانائتو- عزت وارو .

▬ گُرُوُ چيلِيُ جو رِڻُ: اسم خاص. سونمياڻي (رياست لَس ٻيلي) کان چار ڪوهه کن پري هنگلاج واري رستي تي هڪ رِڻُ جو نالو (جنهن ۾ هنگلاج ڏانهن ويندي آچ وکهي هڪ گُروُ ۽ چيلي جو موتُ ٿيو هو).

▬ گُرُوُپوٽو ۽ گروٽپوٽا: ذ. صفت. گُروُ جي پيڙهي- مرشد جوا ولاد يا پوٽلڪ- گُرُوُ جو گادي نشين.

▬ گُرُياڻِيُ ۽ گُرُياڻِيُونَ: ث. گُرُوءَ جو مؤنث- گُروءَ جي زال يا گُروءَ جي ڌِيءَ.

● گَرِ وارِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو- هڪ نئين جو نالو.

● گِرُواڻُ ۽ گِرُواڻ: ذ. گِرِيبانُ. نوڪرُ- خادِمُ.

● گُرُواٽو ۽ گُرواٽا (ٽ): ذ. ڳُڙ جي تمام چِيڊِ ٻَتِ- وت- چاشَ. سِنو ۽ چِيڊو ٻِتُ- سِنو رِٻڙو.

● گُرُوُ پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾).

● گُرُوڙ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ گاهه جو قسم (آٺ وغيره کائين).

● گَروڙَ ۽ گَروڙوُنَ: ث. مَست آٺ يا شينهن جو آواز- گوڙ- گجگوڙ- راڙ- رَڙ- وڏو آواز- گاج- گَرج- گَرجنا- گجڪار.

▬ گَروڙ ڪَرَڻُ: شينهن جو پنهنجي شڪار مهل آواز ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ- گجڪار ڪرڻ- رَڙِ- رڙ ڪرڻ- گَرجنا ڪرڻ- گجگوڙ ڪرڻ. گجڻ. گوُنڙڻ- گِرڻ- گير ڪرڻ.

● گُرُوڙوُ ۽ گُرُوڙا: ذ. گُرڙي ڪري وات مان ڪڍيل پاڻي- گُرڙو- گُرڙي- غُرغُرو- غُرارو.

● گِروُڙِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ساماري ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو، جتي مخدوم

عبدالرحيم جو مقبرو آهي. ٤ گِروُڙِيُون: ث. وَرتڙي جي ڦرڻ لاءِ ننڍي چڪري.

● گِروُسَرُ (ڪ): ث. ڪِڙڦِٽ - ڪِلڪِل - ڪِٽپٽ - گُهٽپي - ڪِروڌُ - ڪُرڪُر - جهُرجهُر - ٿُرٿُر.

● گَروڪَ (ڪ): ذ. جبل جو هيٺاهون پاسو - ماٿري - وادي.

● گِروَلِ (ق): ذ. پٿر - پهڻ - پاهڻ.

"گوهر ڪِري گرول تي،
ڦاڪون ٿئي في الحال"
(جلال).

● گِرونوَنُ ٤ گِروَنُونُ (ت): ث. نِڪر جو ننڍو گول چڪرو (جنهن تي مَٽُ، دِلو رکجي) - پِنگلُ مَٽُ جو ڪَنوُ - گهانگهو - گِرڻ - گرٽي.

● گِرُووُ ٤ گِروا (ت): ڪُڪڙن جي رنگ جو هڪ قسم - سونهري رنگ وارو ڪڪڙ - گلووو - گلوو (ڪڪڙ).

● گِروُهُ ٤ گِروُهَ: ذ. صفت. جماعت - ميڙُ - ٽولي - انجمن - سٿ - وڳر - ٽولو - منڊلي - سڀا - (انگ). ڪمپني.

● گَرُوئو ٤ گَرُوٗئا (ت): ذ. برسات جي پاڻيءَ جو سيمو - چشمو - سيم.

● گِرُوِيُ: اسم. (ف: گروَ=رَهَن) ورتل پئسن جي عيوض رکيل شيءِ - گِهي رکڻ واري حالت - گِهه - آڙت - رَهَن. گِهي ۾ رکيل شيءِ - سَرُهُونته.

- گِروِيُدارُ ٤ گِروِيُدارَ: ذ. صفت. جنهن وٽ ڪابه شيءِ گروي رکجي - گروي رکندڙ - گِهه رکندڙ.

- گِرُوِيُ رَکَندَڙُ: ذ. صفت. جنهن وٽ ڪابه شيءِ گروي رکجي - گِهه رکندڙ.

- گِرُوِيُ رَکَڻُ: ورتل پئسن جي عيوض ڪو گِهه يا زمين وغيره امانت ۾ رکڻ - گِهه ۾ رکڻ - بدلي ۾ رکڻ - عيوضي ۾ رکڻ - آڙتَ ڪرڻ - رهن رکڻ.

● گِرَهُ ٤ گِرَهُونُ (س): ث. چڪ تاڻ - جهيڙو - ڪرنهن - وٺ پڪڙ - گهل گينداڙ.

● گِرهُ چارُ ٤ گِرُهُ چارَ: ڪنهن نحس سيار جو بد سوڻ.

● گِرُهه چڙهَڻُ: ڪمبختي اچڻ - قسمت ڦرڻ - تڪليف پئيان تڪليفون اچڻ.

● گِرَهُ ٤ گِرَهَ: ذ. [سن: گراس=گرنهَنُ] وات ۾ وڌل شيءِ جو ذرو - ڪاڏي جو وات ۾ وڌل ٽڪر - نوالو - گِرٽي - لقمو - گرانهن - گراهه. ٽڪر - ذرو - ٿورو - پورو - گِپو - گُنيد - هڙ. ماپ يا پيمائش جو اٺپورو ياڳو (سن: گِراس=سيار) آسماني ستارن مان آهو ستارو جيڪو سج جي چوڌاري ڦري ۽ مقرر ٿيل وقت تي پنهنجو ڦيرو پورو ڪري (جيئن منگل "مريخ" ٻُڌرُ "عطارد" وسپت "مشتري" شُڪر "زُهرو" ڇنڇر "زُحل" وغيره). وڏو روشنيءَ وارو گهمندڙ تارو - سيار - ستارو. هندو ڌرم موجب ٻيو آشرم يا حياتيءَ جو ٻيو حصو جنهن ۾ آدمي شادي وغيره ڪري گهرٻار ڪري.

- گِرَهُ آتِڪَڻُ: نڙيءَ ۾ نوالو ڦاسڻ - اٽڪڻ - آڙڻ - ڦاسڻ - گهُٽجڻ.

● گِرَهُ ناهي واتَ ۾ ڏِيَڻُ: سَهِنجائي ڪري ڏيڻ - سولائي ڪري ڏيڻ - آساني ڪري ڏيڻ (ڪنهن ڪم جي ن - ب) - تيهو تڪيو ڪري ڏيڻ - تيار ڪري ڏيڻ - حاضر ڪري ڏيڻ - هڪيو موجود ڪري ڏيڻ.

- گِرَهُ چارُ: ڪنهن نَحسُ سَيّارُ جو بَد سَوَڻُ.

- گِرَهَ چڙَهَڻُ: ڪمبختي آچڻ - قِسمَتَ ڦِرَڻُ.

- گِرهَ گِرَهَ تي واهَگُرُوُ چَوَڻُ: ذري ذري تي ڏوراپو ڏيڻ - ٿوري گهٽي تي ٻانُ ڪرائڻ - گهڙي گهڙي ۾ ستائڻ.

● گُرَهُ ٤ گُرهَ: ذ. ٻيڙيءَ جون وٿيون بند ڪرڻ لاءِ ڪم آندل ڪپهه وغيره.

● گُرُهالِ: ث. ول جو هڪ قسم (وڻن تي چڙهندڙ).

● گِرهائو وِجَهڻُ (ٿ): ڪنڌ ۾ نوڙي وجهڻ- ڳچيءَ ۾ ڦاهو وجهڻ.

● گُرُهڄَڻُ: مصدر. گُرهه ڪَرڻ- پيار ڪرڻ- قُربُ ڪرڻ- محنت ڪرڻ. (گُرُهيو- گُرهيندو- گُرهيَلُ).

● گِرُهڙُ: اسم خاص. تعلقي دِگهڙيءَ، تعلقي روهڙيءَ ۾ ديهن جا نالا.

● گُرُهڙُ: اسم خاص. نئي کان آنر اوپر طرف واري اراضي، جهرپير جي حد، نئي ۽ درياهُ جي وچ واري اراضي، آڳاٽي تاريخ (فتحنامه) ۾ ڪرهل (دگرهرد گرهڙ) جي نالي سان هڪ مستقل پرڳڻو، عام سنڌي نالو، گُرڙُ، غالباً بمعنيٰ گهارو (درياهُ جو). "ميرن جي ڏينهن ۾ خان سومرو گرڙ جو مشهور سردار هو".

● گُرهيڙيِ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گِرُهستُ ع گِرُهستَ: ذ. صفت. (سن. گرهست=خانه داريِ). خانه داري- گهرُ جو ڪيوت- اُمور خانه داري- سانجهڻ- گرهستي- گهر جي آتي ويني- ڪم ڪارُ. معاملات دُنيوي- زمانه سازي- دنياداري- معاشرتُ- رهڻي ڪهڻي- منساري. عيالداري- گهر ٻارُ- ساگهر- ڪٻيلو- ڪُٽُم- ڪٽنب- عيال- آلِ اولاد- ٻار ٻچا. زراعت- هارپ- ڪُڙست- ٻوڪ- ڪاشتڪاري- کيتي. هندن جي چئن آشرمن مان ٻيو نمبر آشرم- حياتيءَ جو ٻيو طبقو. خانه دارُ- انجڻو- گهر جو ڪيوتي- گهر ٻار وارو- سگهرو.

- گِرُهستُ آشِرَمُ ع گِرُهسُت آشِرَمَ: ذ. صفت. هندن جي چئن آشرمن مان ٻيو نمبر، جنهن ۾ شادي وغيره ڪئي وڃي.

- گِرُهستِيِ ع گِرُهستِيِ: ذ. صفت. ڪُٽنب جو وڏو- گهر ڌڻي- عيالدار- ڪُٽنبُ وارو- ڪٻيلدارُ- دنيادار- گهر ٻاري- گهر وارو. زمين جو ڪم ڪندڙ- ڪاشتڪارُ- هاري. (ث. گرهستڻ ع گرهستڻيون).

● گِرَهَڻُ: اسم. (سن. گِرهَڻ=سِجُ، چنڊ تي ڌرتيءَ جي پاڇولي پوڻ واري حالت). سج يا چنڊ جي گرفتاري. انڌيرو- اونده- اونداهي- ڪاراڻ- سنهن ميرائي- انڌوڪارُ. (ٿ). مَٽَ جي هيٺان رکيل ٺِڪر جو چڪرو. (مصدر). جهلڻ- وٺڻ- پڪڙڻ- گرفتار ڪرڻ- جهلي ٻيهڻ- قبضي ۾ رکڻ- وَسُ ۾ رکڻ- ڦاسائڻ- قابو ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ- ٻَڌَڻُ- قيد ڪرڻ. جيتڻ- هَٽُ ڪرڻ- ماتُ ڪرڻ. (ل). گِهلڻ- چِڪڻ- گِهرڻ- ڇاڻڻ- چِڪتاڻ ڪرڻ.

- گِرُهه ع گِرهه: ذ. (سن. گِرُهه=چنڊ يا سِجُ تي پاڇولو- گِرُهڻُ.

- گِرُهڄڻُ: سج يا چنڊ جو جهلجڻ- وٺجڻ- اثر هيٺ آچڻ- ڪارائجڻ- گِرُهڻ جي اثر هيٺ اچڻ.

● گُرَهڻُ: اسم خاص. هڪ پکيءَ جو نالو. تلُورُ پکي.

● گِرَهِٽوُ ع گِرَهِٽا (ٿ): پاڻيءَ ڇاڻڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽُڪر- صافو. (راءِ).

● گَرُهوُ: اسم خاص. هڪ گاهه جو قِسم.

● گُرِهوُ ع گُرِها (ت): ذ. سوراخُ- ٽُنگُ- ڇيدُ- ٻرگهَلُ- ڏَرڙُ.

● گِرُهوڙُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ڳوٺ جو نالو (جتي ميان عبدالرحيم گرهوڙي جي تربت آهي).

● گِرِهوليِ (ٿ): اسم خاص. واريِ ۾ رهندڙ ڪِرڙيءَ جي نموني هڪ جيتُ جو قسم- ڳوهه. گلوئِيِ.

● گُرهيڙيِ ع گُرهيڙيُونُ: ث. آندر ڳُڙُ وِجهي پچايل ماني- ٻُسري- ڳُڙهاري.

- گُرهيڙيِ کائِڻُ (ٿ): ٻُسرِيِ کائڻ- ڳُڙهارِيِ کائڻ.

- گَرِهِيوُ ع گَرِهِيا (ٿ): ذ. لوهه جو چِمٽو.

● گِرِٺوُ ع گِرِٺا: ذ. صفت. روڄُ- پِٽڪوُ- هنجُونُ- لُڙڪُ- ڳوڙها- رودَنُ- ماتمُ- ماتمِ- شوڪُ- واويلا- افسوس- ڏُکُ- زارِيِ- پارَ- ويڏن- حادثو- رِيهه- حشرَ.

● گَرِيُ ۽ گَرِيُون: ذ. صفت. ڏَگِيءَ ۽ گهوڙي جي رنگ جو هڪ قسم- خاڪي رنگ مائل ڏَگِي- ميري- ميٺيءَ واري- ميرانجهڙي- ڪَڪِي. چيني- سنجاف- ابلق. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● گِرِيُ: اسم خاص. (ٿ). ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● گُرِيُ ۽ گُرِيُون: ٿ. (ف. گِره= گنڍ) ڪنهن به ڪاني. ڪمند يا بانس وغيره جي ٻن گُرين جي وچ وارو حصو- گُرِي- ٻَلُ- ٻِلِي. ياڳو- حصو- قسار- قساڪ. مُرشدي- آستادي- رهبري- پيشوائي- مهنداري. ڍِڍُ- ڍَڍَرُ (جهاز جو). ڪرياٺو (جَوَن جو). (ڪ) چڙهڻ ۾ تڪليف ڏيندڙ جبل جي آيي چوٽي. ڍِڳُ ڪيل ياڻ جي ڏِگهي ۽ آيي چوٽي.

● گُرُيارو ۽ گُرُيارا: ذ. صفت. گُرين وارو- ٻِلين وارو- گِنڍين وارو- گُرِيارو- گُريدار.

– گُرِيُ چڙهڻُ: ڪچي سلي جي پنن منجهان نئين سر گُرين جو نڪرڻ.

– گُرِيدارُ ۽ گُرِيدارَ: ذ. صفت. گُرين وارو- گِنڍين وارو- گُرِيارو.

● گِرُيانُ (ٿ): ٿ. ٻُڇان- ڪَراهت- نفرت- ڌِڪار- سُوڳ- حقارت.

● گِرُيانُ ۽ گِرُيانَ (ٿ): ذ. صفت. پاڻيءَ جي ڪاڏ جي بچاءَ ڪان واهه جي پاسن کي لئي جي يا ٻانٺ جي ڏنل پٽڙ- چاپ- آڙ.

● گِرُيانُ چِتهوُ: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَرِيبُ ۽ گَرِيبَ: ذ. غريب جو بگڙيل لفظ- غريب- مسڪين.

● گِرِيبانُ ۽ گِرِيبانَ: ذ. (ف. گِري = گِچي + بانُ = رکندڙ) پهراڻ جي گِچي- ڪَنڌو- گلو- گِچڙي- پٽو. گريواڻ. قميص جي پُٺ وارو ڪپڙو. اندر- ضمير- وويڪ.

– گَرِيبانُ جهلڻُ: گِچيءَ ڪان جهلڻ- ڪَنڌُ جهلڻ- ڪنڌ پڪڙڻ- گلي ۾ هٿ وجهڻ- گهٽڻ.

– گِرِيبانَ ۾ مُنهُن پائڻُ: پنهنجو پاڻ کي ڏسڻ- اندر ۾ مُنهن پائڻ- خود باز پُرسي ڪرڻ- پنهنجن ڪرتوتن تي نظر رکڻ. پُٺ ورائي ڏسڻ. لڄي ٿيڻ- ڦِڪو ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ- نادم ٿيڻ.

– گِرِيبانَ ۾ مُنهُن وجهڻُ: پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائڻ- خود باز پُرسي ڪرڻ- پنهنجا ڪرتوت ڏسڻ.

– گِرِيبانَ ۾ هٿُ هڻڻُ: گلو گهٽجڻ- گِچيءَ ۾ هٿ پوڻ- سخت تقاضا ٿيڻ- وَٺ پڪڙ ٿيڻ- مصيبت ۾ ڦاسجڻ- ڏاڍو پريشان ٿيڻ.

● گِرِيبِيُ ۽ گِرِيبِيُون: ٿ. ٻوڙ جي مٿان (سٿپ) وجهڻ لاءِ بچايل روغن- شورويءَ جي مٿان وڌل چڪنائي- روغن.

● گِرِيٺُ ۽ گِرِيٺَ: ذ. گيهُ- گيهه- وگهاريل مکڻ- سٿپُ- رڇايل مکڻ.

● گُرِيزُ ۽ گُرِيزُون: ٿ. (ف. گُريز= دور) دورُ- ڏورُ- ڀَري. پاسو- موشو- ڪنارو- تارو.

– گُرِيزَ ڪَرَڻُ: موشو ڪرڻ- پاسو ڪرڻ- تارو ڪرڻ- ڪنارو ڪرڻ.

● گِرِيوُ ۽ گِرِيوُ: ذ. (ف. گِريه = روج) روج- راڙهو- راڙو- رودن- پِٽڪو- حشر- زاري- ماتم- آلاپُ- ورلاپُ.

– گِرِيوُ ڪَرَڻُ: روجُ ڪرڻ- رڙڻ- ماتم ڪرڻ- پار ڪيڻ- رودن مچائڻ- حشر ڪرڻ- راڙهو ڪرڻ.

● گِريوانُ ۽ گِريوانَ: اسم. چولهي يا قميص وغيره جي گِچي- ڪَنڌُ- گِچي- ڪنڌو- گلو- گِريواڻُ- گِرِيبانُ.

● گِرِيُوِيُ (ٿ): اسم خاص. (ٿر ۾ رهندڙ) مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● گَڙِ: ٿ. ڪپڙي ويڙهڻ جي حالت.

● گَڙُ ۽ گَڙَ (ٿ): ذ. وڏي ڦُرڙي- ڳَڙُ.

● گِڙِ ۽ گِڙ: صفت. پريل- ڀَرُ- ڀرپور- رتو- تارُ ٿيل- مالامال- ڍِليهيلُ- پرتو- معمورُ- گهٽو- متئر- جهجهو- بي انداز (مايا ۾). شاهوڪار-

دنيادار – گهڻي دولت وارو – دولت مند – هوند وارو – آسودو – سُکيو – دولت پرور – مايا وند – غني.

● گُڙَ ۽ گُڙُ وُن: ث. گهڻي مار – گُنڌ – پيچ – ڊينڀ – ڏاڳور – سَٽِڪو – ڦِيهَ.

● گَڙاباشِي هُئَڻُ (ت): خوش طبعي ڪرڻ – مجلس ڪرڻ – ٺَٺُو ٺَڪاءُ ڪرڻ – چرچو گهڻو ڪرڻ.

● گُڙاتُ ۽ گُڙاتَ: ذ. پيٽ ۾ آنڊن جي وٽجڻ سَٽجڻ جو آواز – گُرڙات – گُڙ گُڙ – گُڙڪو – ڊڙڪو – ٻُڙڪاٽُ. اٺ جو مستيءَ وقت آواز – گوڙُ.

● گَڙاشُ (ت): ذ. صفت. ڍڳ – آنبارُ – ڍيرُ – سَٿُ – گُدامُ.

● گُڙاڪُو: ذ. گُڙُ سان ڪُٽيل تماڪ – گُڙاڪُو.

● گِڙانگُ ۽ گِڙانگَ (ل): ذ. صفت. تمام وڏو – گَڙَنگُ. هيبت ناڪ – حشمت وارو – دَهُڪي وارو.

● گِڙانگَ جي سِيِرُ (ڪ): اسم خاص. ڏاڙهياري جبل ۾ آوهِي ڪاهيءَ جو نالو.

● گِڙُ ٻِتو ۽ گِڙُ ٻِتا: ذ. جُوٺِ – ڦوڳ – عصاره – ڪاڪَڙ ڪوڪڙ – ٻچت سچت – اوبر سوبر – باچُو – ڪِتي – آخر – تَرو – گيرٽ – ڦيچَڪ. (صفت). مهيرو – لُڙو – لُڙ لُڙاتو – لُڙاتِيل.

● گَڙُ ٻَڙُ: (سن. گَڙُ هَٽ = گُرڙاتُ) پيٽ ۾ آنڊن جي آٿل پٿل – وَٽ سَٽ – گُرڙاتُ. سامان ۾ آٿل پٿل – هيٺ مٿائي – چُرپُر. مونجهارو – گهمسانُ – لُٽُ – وائڙائي – بائيتالُ – بکيڙو – رولو – گهمگوڙ – سانداڻ – ماندائو – بي انتظامي – آبتري – کَنَڊَ کوڙ – فسادُ – جهيڙو – جهڳڙو. کِٽپٽ – کِلکِل – گهپي – اٻٽٽ – کِرکِر – نا اتفاقِي.

● گَڙُ ٻَڙاتُ: گوڙ گهوڙ – هُل بکيڙو – جهيڙو جهڳڙو – ماندائو – رولو – بائيتالُ.

– گَڙ ٻڙ ٿِي پَوَڻُ: ڪم بگڙي وڃڻ – رنڊڪ پيدا ٿيڻ – جهيڙو فساد ٿيڻ – رولو پئجي وڃڻ – نا اتفاقي ٿي وڃڻ – مانداڻ پئجي وڃڻ – رُخنو پئجي وڃڻ.

– گَڙُ ٻَڙُ ٿِيَڻُ: فساد ٿيڻ – هُل بکيڙو ٿيڻ – گوڙ گهوڙ ٿيڻ – گَڙُ ٻَڙُ پئجي وڃڻ – جهيڙو مچي وڃڻ.

– گَڙُ ٻَڙُ ڪَرَڻُ: معاملو ڪرڻ – ٺٽو ڪرڻ – بکيڙو ڪرڻ – گوڙ ڪرڻ – رولو ڪرڻ – بائيتال مچائڻ – مونجهارو پيدا ڪرڻ – نا اتفاقي ڪرڻ – آبتري وجهڻ – کِٽپٽ ڪرڻ – کِرکِر ڪرڻ – مانداڻ مچائڻ – رڳڙو ڪرڻ. آنڊن جو هيٺ مٿي ٿيڻ – گُرڙات ڪرڻ – پيٽ ۾ وَٽُ پوڻ.

– گِڙُ ٻِڙُ ۽ گِڙُ ٻِڙون: ث. آهو ڳالهائڻ جو سمجهه ۾ نه اچي – گوڙ ٿيڻ جهڙو آواز – بڪوات – بڪواس.

● گُڙُ ٻُڙُ ۽ گُڙُ ٻُڙُ: ذ. صفت. جهڪو ڳالهاءُ – اڻ چٽي گفتگو – اڻ چٽو ڳالهائڻ – منجهيل ڳالهائڻ – ٻڙ ٻڙ – ٻڻ ٻڻ – مڻ مڻ.

● گُڙُ تُ ۽ گُڙُ تَ: ذ. فراسين آٽڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ اوزار – (وٽج جو پورو ٽڪر جو اوچي جي تندن جي وچ ۾ هوندو آهي).

● گُڙتڻ چُونڊِٽِي (ت): آٽ جي ڪم جو هڪ اوزار (وٽج جو پورو ٽڪرو جو، ڳڙت ڪان ننڍو ٿئي، منجهس اوچي جون مٿيون ۽ هيٺيون تندون ڏاڳي سان چونڊيل هونديون آهن، گهوڙي تي چڙهيل ٽِڪڙي کي ٻاڻ ڏانهن ڇڪبو ته هيٺيون تندون مٿي ۽ مٿيون تندون هيٺ ٿي وينديون آهن).

● گُڙُپُ ۽ گُڙُپَ: صفت. (سن: گڙ = هَڙُپُ) ڳهي وڃڻ واري حالت – هڙپ – ڳيت ڏنل – ڳڙڪايل – ڳِٽل – ڪاڏل – پيتل – لڪايل – ڳم ڪيل. چورايل. پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويل – ٽٻي هنيل – پاڻي ۾ ڳم ٿيل.

● گُڙُپُ ۽ گُڙُپُ: جلدي ٻڏڻ جو آواز – پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيڻ جو آواز. جلد – جهٽپٽ.

● گڙ ڀول ۽ گَڙ ڀولَ (ل): ذ. صفت. وڏو تنگ – گڙ ٻل – سوراخ – ٻرکهل – ڏرڙ – ٻرڙ.

● گڙ پُونگ ۽ گَڙ پُونگَ (ت): ذ. صفت. مضبوط- بهادر- پهلوان- بانڪو- جوڌو- سورمو- وير- سورهيه- ٻلوان.

● گُڙجڻ (ل): مصدر. ڦُنڊڻ- آڪامڻ- آپامڻ- آڦرڪڻ. (گڙيو- گڙندو- گڙيل).

● گڙِدَ ۽ گَڙِدون: ذ. لٽ- مٽي- دز- رڄ- گرد. ٻچڙائي- گندائي. پريشاني.

- گِڙدِ ٻڙد لڳي وَڃڻُ: ڏاڍو گوڙ مچڻ- ڌمچڪر لڳي وڃڻ. عجيب ڇهڇٽو نظر اچڻ- مانڌاڻ مچي وڃڻ- ٻانيتال مچي وڃڻ.

● گِڙدِ (ل): ذ. ماڳهين- موراهين- ٻنهه- صفا- بلڪل- نپٽ.

● گُڙدانُ ۽ گڙدانَ: ذ. (ف: گردان=ڦيرو) وَرُ- گهرو. ڦيرو- چڪر- گردان. (خاص ڪري سنڌي گرامر موجب فعل کي زمانن ۾ ڦيرائڻ واري حالت کي ”گردان“ چوندا آهن). سنڌي درن يا درين کي ڦيرائڻ لاءِ لڳايل لوهه جا اِنجيسن وانگر ڪُنڊا.

● گِڙدو ۽ گِڙدا: ظرف. (ف. گردو =چَڪَرُ) گهيرو- ور- وڪڙ- وراڪو- ڦيرو- چڪر- گردان. چؤطرف- چوڌاري- هر طرف- چؤگرد. هڪ واڍڪو اوزار- چٽن ڪڍڻ جي رنبي. (اسم خاص). تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُڙدو ۽ گُڙدا: ذ. (ف. گرده=ٻُڪِي) پيٽ ۾ اندر هڪ عضوو- ٻڪي- ڪليه. حوصلو- ڪام- صبر. جيئن ته ”هي وڏ گڙدو اِنسان آهي“.

● گَڙدِي ۽ گَڙدِيُون: ث. ماڻهن جي پيڙ- پينڊ- پيهه- ست- گوڙ- حشام- (انگ). رش.

● گُڙدِي ۽ گُڙدَيُون: ٻروٽيءَ جي مٿين ڪَڙي جي مُنڍ کي ڪَڙَڻُ وارِي رسِي. (ن- ب).

● گَڙمسَرِ (ث): اسم خاص. (ٿر ۾ رهندڙ) مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● گَڙڪَڻُ: مصدر. پاڻيءَ وغيره جو زور سان وهڻ- گڙڪاٽ سان وهڻ- شُوڪٽ سان وهڻ- وڏي آواز سان وهڻ. (گَڙڪيو- گَڙڪندو- گَڙڪيل).

● گُڙڪَڻُ: مصدر. گُڙ گُڙ ڪرڻ- ٻڙ ٻڙ ڪرڻ- گڙڪاٽ ڪرڻ- گڙڪو ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ- (چلم يا حقي جو) ٻڙڪڻ- ٻڙڪو ڪرڻ. مياڻو مياڻو ڪرڻ. ڏاڍو روئڻ- رڙيون ڪرڻ. (گُڙڪيو- گُڙڪندو- گُڙڪيل).

● گُڙڪو ۽ گُڙڪا: صفت. پيٽ ۾ آنڊن جو آواز. چلم يا حقي جي ڦوڪ جو آواز. گوڙ- ٻڙڪو- ٻڙڪو- ٻُڙ ٻُڙ- گڙڪاٽ- ٻرڙاٽ- گڙڪو- گُڙ گُڙ- گوڙ- شور- ڌمچر- هُل. ڪَڙڪاٽ.

● گُڙڪِي: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُڙَڪُ ۽ گُڙِڪَ (ل. ث): ذ. ٽُنگُ- سوراخُ- ٻِرُ. ڇيد- ٻِر گهل- لوڪهو- ڳُڙڪو.

- گُڙڪو ۽ گُڙڪا: ذ. لوڙهي يا واڙ مان ڍورن جي اچ وڃ لاءِ ڇڏيل سوڙهي گهٽي- سوڙهو گهٽُ- سوڙهي واٽ- ڳِٽو- لنگهه.

● گَڙگاٽُ ۽ گَڙگاٽَ: ذ. پاڻيءَ جي مٿان ڪِرڻ جو آواز- لهرين جي گاج- جبل وغيره جي ڦاٽڻ جو آواز- آسمان جي گجڪار- گِروڙ- گوڙ- گجگوڙ- گِرجنا- گاجُ- گرج- ڪَڙڪو- ڪَڙڪَڙ ڌڌڪو- ڌَڌِ ڪڙ- ڪڙڪاٽ- گجڪار.

● گَڙگَڙ ۽ گَڙگَڙ، گَڙگَڙونُ: گڙگاٽ. وات جي صفائيءَ لاءِ نِڙيءَ ۾ هيٺ مٿي ڪيل پاڻيءَ جو آواز- غُرغُر- گُرڙو- گُروڙي- گُرڙي. ٻُڙ ٻُڙ- ٻُڙڪو- ٻُڙڪاٽ- گُڙڪو- ڊُڙ ڊُڙ. اجايو ڳالهاءُ- ٻڪ- لٻاڙ- يٽخي- ٻڪوات.

- گَڙگَڙ ڪَرَڻُ: پاڻي وات ۾ وجهي نڙيءَ مان آواز ڪڍڻ- گُڙڪو ڪرڻ- گُرڙي ڪرڻ- گروڙي ڪرڻ- غُرغُر ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ- يٽخي هڻڻ- ٻڪَ ڪرڻ.

● گِڙگِڙ ۽ گِڙگِڙ: ث. بي واجبي ڳالهاءُ- اجائي مغز ماري- يٽخي- ٻڪواتُ- هُل ٻکيڙو- تِڙ تِڙ. معاملو- ڦَڏو- فسادُ- رڳڙو- ڏَنٽو- ٻکيڙو.

- گِڙگِڙ لاهڻ: گوڙ لاهڻ- وجهڻ- معاملو ختم ڪرڻ.

- گِڙ گِڙُ ڪترَڻُ: اجائي بَڪَ ڪرڻ - اجايو متو مارڻ - بي واجبي ڳالهائڻ - بَڪڻ - يتخي هڻڻ.
● گُڙُگُڙُ يا گُڙُگُڙُ: ث. (سن. گهرُگهرُ) حقو يا چلم چڪڻ ڪري نڪتل آواز - پيٽ ۾ آندن جو آواز - گُرڙاٽ - گُڙڪاٽُ - ڊڙڪاٽُ. اجائي بَڪ بَڪ. (ت).
- گُڙُگُڙُ (ڪ): هوائي جهاز يا ٻي ڪنهن اهڙي مشين جو آواز - گهرگهرَ - ڊَرڊَر.
● گُڙِ گُڙِ (ڪ): اسم خاص. هڪ پکي جو قسم (جي رنگ جا اڇا ۽ ننڍڙا ٿين، اڪثر ڪوهه ڪوٽيندي لڀين).
● گُڙُ گُڙبو: (ڪ). اسم خاص. هڪ پکي جو قسم.
● گُڙ گيلوُ: اسم خاص. جوئر جو هڪ قسم.
● گُڙُنبِ يا گُڙُنبَ (ت): ث. هيٺ مٿاهين - لاهي چاڙهي.
● گُڙِ نڊُ يا گُڙِ نڊَ: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم - پنڊڻ (آها رَسي، جنهن سان هُرلي ۾ لوٽيون ٻڌجن) - ڪوهه جي مالهه.
● گُڙَنڪُ يا گُڙَنڪَ: ذ. صفت. وڏو - زبردست - تمام وڏو - شاهوڙ - ڳرو - ڀاري - ڏکو - مٿها - اُتم - اوچو - اعليٰ - اعظم - عالي - شتهه - ڪبير (مهاتما) - شاهي - چالاڪ - حرفتي. ڏيتو (چور). دنيادار - دولت وارو - تمام گهڻو شاهوڪار - لکپتي - ڊِنگ - گيڙينگ. وڏو سوالي - گهڻو نشو واپرائيندڙ - گهتبدُ. (اسم خاص). پٽ شاهه ڪان اڌ ميل پري هڪ مڪان جو نالو (جتي شاهه صاحب جن هڪ ڪنڊيءَ هيٺ ويهندا هئا).
- گُڙَنڪ بندُ: اسم خاص. سکر وٽ درياهَ ڪي اٽل ڪان ڏنل بند - بچاءَ بند.
● گِڙَنڪَ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گِڙَڻُ: مصدر. نارُ يا هُرلي جو وَهَڻُ. (گِڙيو - گِڙندو - گڙيل).
● گُڙَڻُ: مصدر ر. (سن. گُرڻ. پرا. گهگهري = آواز ڪرڻ) گوڙ ڪرڻ - گجگوڙ ڪرڻ - گاج ڪرڻ - گرجنا ڪرڻ - گرج ڪرڻ - گڙڪو ڪرڻ - گجڪار ڪرڻ - ڌڌڪو ڪرڻ - ٻُرڻ - وَڄڻ - رڙهاٽ ڪرڻ. مست اٺ جو آواز ڪرڻ. هاٿيءَ جو چنگهار ڪرڻ. ڪنپَ ۾ ڪائي ڪوڙڻ. چٿين ۾ ڳالهائڻ - ڀڻ ڀڻ ڪرڻ - مڻ مڻ ڪرڻ. (گُڙيو - گُڙندو - گڙيل). (اسم خاص). ٻِنا ٻرن جي هڪ سائي رنگ جو مکڙ.
● گُڙُوُ يا گُڙا (ت): اٺ جي گوڙ - گڙگڙ.
● گُڙُولُ يا گُڙولَ (ل): ذ. صفت. فتنه انگيز - جهيڙو ڪندڙ - فڏائي - شرارتي - جهڳڙالو.
● گُڙُهاٽُ يا گُڙهاٽَ: ذ. آنڊن ۾ ريح جي ڊوڙڻ جو آواز - گُرڙاٽ - گُڙگُڙ - پٽڙاٽ.
● گِڙُهوُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گُڙِهوُ يا گُڙِها (ل): ذ. تلهو متارو - ڏتو مُتو - ڏسُتو - مُتڪو - ڏينگ - ڏنگ.
● گُڙُوئوُ يا گُڙوئا (ٿ): وڏي ڪَنڌَ (گڊڙي) پاسي چاچري تعلقي ۾ ٿر جا ماڻهو تلائُن ۾ وڏ يون ڪڏ ون ڪوٽين).
● گُڙِي: اسم خاص. هڪ گهوڙي جو قسم (جو قد ۾ وڏو ۽ طاقت وارو ٿئي، سندس ڪن چوٽا ۽ ٽَٽ وارا سُنبَ وڏا ٿين. (ن - ب).
● گُڙِينڪُ يا گُڙِينڪَ: ذ. صفت. وڏي قد وارو اٺ. "گُڙينگ اٺ جا گوڏا پلا" (ن - ب).
● گُنزُ يا گُنزَ: ذ. (ف. گُنز=ماپو). لوهہُ جي شيخ - لوهه جي لٺ - شيخ - سيخ. ٽن فوٽن ماپ وارو ماپو - والُ - گُنزِيُ. (ڪاٺُ يا لوهہُ جو) تيرُ - ڀاڻُ - ٽُڪو - ٽُنڪو. سارنگيءَ جي ڪمانَ (وڄائڻ جي). توبَ يا بندوق صفا ڪرڻ جو سُوئو - سُنبو. واهُ يا درياهَ جي پاڻي بند ڪرڻ يا کولڻ جو دَرُ. ٽنگڙُ يا چارِي آڏڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺيءَ ٽُڪُر. واڍڪي ڪم جي هڪ اوزار جو نالو - رَنڌِي جو هڪ قسم (جو ڪنهن سِڌي ڪاٺيءَ تي ليڪن ڪڍڻ جي ڪم اچي). ماهيچو. هڪ وڻ جو نالو - لئو - آسري لئو.

زمين ۽ هارڻ لاءِ ڏمڪ ـ ڪوپو. ڪُوڙ ـ ڏاڙ ـ ٻٽاڪ ـ لاف. (ن ـ ب).

● گتزافُ ع گتزافَ: ذ. آجائي ٻٽاڪ ـ ڏاڙ ـ لاف زَني ـ بٽڪ ـ ٻٽٽ ـ شٽٽ ـ گتزي. ٽرڙو ـ آپماني ـ بيهودو.

● گتزرگاهه ع گتزرگاهون: ث. صفت. (ف. گزرگاه= آمدرفت جي جاءِ). آمدرفت جي جاءِ ـ لنگهه ـ گسُ ـ آچُ وڃُ جي جڳهه ـ واٽ ـ رستو ـ راهه ـ سڙڪ ـ شارع عام.

● گتزڪَ ع گتزڪون: ث. سهولت ـ سهنجائي ـ آساني ـ سولائي ـ سؤکائي.

● گتزلٽو ع گتزلٽا: اسم خاص. هڪ قسم جو لٽو ـ آسري لٽو (هي ٺڪرائتي زمين ۾ ٿئي ۽ سندس ڊيگهه ويهه پنجويهه فوٽ ٿيندي آهي). (ن ـ ب).

● گتزي ع گتزيون: ث. ٢٢½ انچن جي ماپ وارو ماپو ـ ننڍو وال ـ اَڌ وال ـ ننڍو گتزُ. گتزُ ـ ٻاڻُ ـ تير ـ تُڪو ـ تُنڪو. ٻٽاڪ ـ ڏاڙ ـ لاف ـ لٻاڙ ـ يخي. (اسم خاص). تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ـ گتزيون هڻڻ: ڪُوڙ هڻڻ ـ ٻٽاڪ هڻڻ ـ لاف هڻڻ.

● گتزيٽ ع گتزيٽون: ث. (انگ. گزيٽ. (اخبار). اخبار. خبرن جو ڪاغذ. نيوز پيپرُ. روزنامو. ڪنهن کاتي يا گورنمينٽ جي آها اخبار جنهن ۾ حڪم احڪام، بدليون سدليون، موقوفيون ۽ مقرريون وغيره جون خبرون ڇپيل هجن.

● گتزيرُ ع گتزيرَ (ت): ذ. صفت. نوڪرُ ـ خادمُ ـ ٻانهو ـ غلام ـ خدمت ڪندڙ ـ خاصخيلي ـ سرائي ـ ٽهليو ـ چاڪرُ ـ ڇوڪرُ ـ خدمتگارُ ـ ٽفرُ ـ خدمتي ـ شيواڌاري.

● گتسَ ع گتسون: ث. (سن. گهرشَ= گاٺ). ڪن ٻن شين جي گسڻ واري حالت ـ گاٺ ـ گاس ـ گهڪو ـ گسڪو ـ رَهٽو. نقصان ـ ٽوٽو ـ هرجُ ـ هرجُ

”ڏيون هٿڙ ڏور، ٿهوريو هرجو“.
(سر ڪارايل شاهه).

تاوان ـ چٽي. خدمت ـ چاڪري. ”گت گسن جو“.

● گتسُ ع گتسَ: ذ. رستو ـ سڙڪ ـ واٽ ـ رند ـ راهه ـ گهاڙو ـ شارع عام ـ دڳ ـ پيچرو. گذرُ ـ لنگهه ـ گهٽُ ـ گهيرُ. (اسم خاص). تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ـ گتسَ کان گتسڻُ: راهه کان ڀُلجڻ. سنئين واٽ ڇڏي ڏيڻ ـ گمراهه ٿيڻ ـ اوجهڙ ۾ پوڻ ـ ڀُلجي وڃڻ ـ گناهن ۾ گرفتار ٿيڻ ـ حق کان پاسو ڪرڻ ـ حق جي راهه کان ٿڙي وڃڻ.

ـ گتسُ گهٽُ: راهه رستو ـ پيچرو.

ـ گتسُ لائڻُ: راهه تي آڻڻ ـ رستو ڏيکارڻ ـ راهبري ڪرڻ ـ دڳ لائڻ ـ گس تي چاڙهڻ ـ گس تي آڻڻ ـ سنئين راهه تي ڪرڻ. حق جي راهه ڏيکارڻ ـ سچي واٽ تي چاڙهڻ ـ هدايت ڪرڻ ـ راهنمائي ڪرڻ.

● گِسَ ع گِسَ (ت): ث. ٿُلهي آٽي جي گهاٽي رٻ ـ گاٽ ـ رٻ.

● گُسُ ع گُسَ: ث. ڌُوڙ ـ دز ـ ڌُڌڙ ـ ڌس ـ چائي ـ واري ـ گرد ـ لٽ ـ ٻُسڙ ـ خاڪ ـ مٽي ـ ڌُمڙ ـ رئي ـ رائو. وارياسي زمين ـ نرم زمين ـ اپوکي زمين. ڪچي واري زمين.

ـ گُساڙو ع گُساڙا: ذ. صفت. ريٽ وارو ـ ڪچو (زمين جو ٽڪرُ). آپوکي ڪچي واري زمين.

ـ گُسترِ ع گُسترون (ت): ث. وارياسو رستو ـ گهٽيءَ واريءَ وارو رستو ـ ڊاسڙ سڙڪ ـ ٻُس وارو پيچرو.

ـ گُس مُسُ ڪرَڻُ: لٽي مٽي ڪرڻ ـ گُم ڪرڻ ـ لڪائڻ ـ ڇپر ڪرڻ ـ ڇپٽ ڪرڻ ـ گُم شُم ڪرڻ ـ هيٺ مٿي ڪرڻ.

● گُسارُ ع گُسارَ: ذ. صفت. ٽاريندڙ ـ دور ڪندڙ ـ دفع ڪندڙ، مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ، جيئن ”غم گُسار“.

● گُسائِين ع گُسائِين: ذ. صفت. (سن. گوسواس= سوامي، مالڪ) (گوسوامي آهو، جنهن پنهنجي اندرين کي جيتيو هجي) هڪ فقير جو سر- نفس تي غالب پوندڙ- سَنتُ- ٻائو- مهاتما- وَلِي- پروهت- اولياءُ. ديوي. ديوتا.

● گِساڻ ع گِساڻ: ٻي مزي ڪاڌو- گِسو- اپو ڳو- لِسو- بنا ساءُ سَواد جي- ٻي لذتو- اڻيو.

● گَسائِڻُ: مصدر. (پرا. گهسان. سن. گهش+ آئپ= گسائڻ) هڪ شيءِ ٻئي شيءِ تي رکي تحرڪ ڏيڻ- گِسرائڻ- رَهڻ- گِسڪو ڪيائڻ- گَهڻو ڏيارڻ- رڳڙڻ- مَهڻ- گَهَڻُ- مَلڻُ- رَهڙڻ. (گَسائيو- گَسائيندو- گَسائيل).

● گُسائِڻُ: مصدر. چاڻي واڻي ٻاسو ڪرڻ- نٽائڻ- حاضر نہ رهڻ- غير حاضر رهڻ- گُسڪُساءُ ڪرڻ. نٽائي وڃڻ- گوٺنات ڪرڻ- گوهي ڪرڻ- آناڪاني ڪرڻ- تِڳي وڃڻ- ٽاٽمائڻ- ٽُلڪائڻ- لَمائي وڃڻ- تڙڪائڻ- ٽڙڪائڻ- ريٽڻ- وانجڻ- پسرو ٿيڻ. (گُسائيو- گُسائيندو- گُسائيل).

- گُسائُو ع گُسائُو: ذ. صفت. گوسڙو- نٽائو- ناٽائو- گوهِيَرُ- گوهي خور- لاهرائو- ڪمچور- گِهيرُ- گوسڙاتُ- ڪومڙتُ- گوٺنات ڪندڙ- آناڪاني ڪندڙ.

● گُسائِين ع گُسائِين: ذ. صفت. هڪ فقير جو قسم- سَنت- مهاتما- وَلِي- اولياءُ- وڏو سائين- گئوسائين- پروهت. ديوي. ديوتا.

● گُستاخُ ع گُستاخَ: ذ. صفت. (ف. گستاخ= بي ادب) گَهِرو- گهائل مائل- هِريل مِريل- حُجت رکندڙ- حُجتي. اپَهتو- ٻيجاءِ- ٻيهودو- بي ادب- بي امتياز- بي حيا- غير مهذب- بي شرم- شوخ- ڍِيٺ- زبان دراز- جهنگلي- اڻ گهڙيو. هَٺيلو- ايساني. شَرير- فسادي. دلير- بي باڪ).

- گُستاخِي ع گُستاخِيُون: ث. صفت. هِري مِري وڃڻ واري حالت- گهائلي مائلي- واقفيت- ڍيٺ ويٺ- بي امتيازي- حجت- لڙهه وڃڙ. بي ادبي- بي شرمي- بي حيائي- ڪم فهمي- ڍيٺائي- هٺيلائپ- شوخي- چيٺ- زبان درازي- ترڪ ادب. تحقير- حقارت. شرارت- بدمعاشي. دَنگو فساد.

- گُستاخِيءَ جي گهِٽيءَ ڏي مُنهُن رَکَڻُ: حُجتي ٿيڻ- گَهرائي رکڻ- گهائل مائل ٿيڻ. اڻ شاناٽتا لفظ استعمال ڪرڻ- بي ادبي ڪرڻ- بي حيائي ڪرڻ- بي عزتي ڪرڻ- وڏ نئڊائيءَ جو خيال نہ رکڻ.

- گُستاڪُ ع گُستاڪَ: ذ. صفت. گستاخ.

- گُستاڪِي ع گُستاڪِيون: ث. صفت. گستاخي.

● گَسِتو ع گَسِتا (ت): ذ. صفت. واقف- چاڻو- سيچاڻو. سَياح- گهمندڙ- سيلاني. داناءُ- ڏاهو- سياڻو. بُرد بار.

● گُستو ع گُستا (ڪ): ذ. نِڙيءَ کي گهٽڻ واري حالت- گهٽو- گهوگهو.

- گُستا ڪَيڏَڻُ (ڪ): گهوگها ڏيڻ- گهٽا ڏيڻ- گهٽڻ.

● گِسِتَڻ: مصدر. گَسڻ- لَڳڻ- رڳڙجڻ- گَهِجڻ- رَهجڻ. (گَسِيو- گَسِيندو- گَسيل).

● گَسرُ ع گَسرَ: ث. دُوڙ- دَزَ- دُوڙ- ٻُسڙ- چائِي- واري- گِرد- دُسڙ- رئي- لَٽَ- خاڪ- مِٽِي. وارياسي زمين.

● گِسِرِ ع گِسِرِيُون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (هيءَ مڇي بنا چلرن جي رنگ جي ميرانجهڙي ۽ قد ۾ ادائي فوت ڊگهي، پاڻيءَ کان سواءِ ٻہ- ٽي ڪلاڪ زنده رهي سگهي ٿي).

● گُسِرَ ع گُسِرُون: ث. بدلو- عيوضو- پاڙُو جهاڙُو- وِير- پَلاند.

- گُسِرَ ڪَيڏَڻُ: بدلو وٺڻ- عيوضو وٺڻ- وير وٺڻ- پاڙو جهاڙو لهڻ- ڪٿر ڪيڏڻ- دشمني پاڙڻ- ڪاوڙ چنبڻ- دل ٺارڻ- رَهيو کَهيو حساب چُڪتو ڪرڻ- پَلاند وٺڻ.

- گُسِرُ ع گُسِرَ: ذ. صفت. وِيرُ وٺندڙ- بدلو وٺندڙ- پاڙو جهاڙو وٺندڙ- ڪاوڙيلُ. خارباز- خاري.

● کِسرِجڻُ: مصدر. ڊونڊڙو ٿي هلڻ - ريڙهيون پائڻ - بانبڙا ڏيڻ - سُرڪڻُ - رڙهڻ - کِسرڪڻُ - کِسِيُون ڏيئي هلڻ. ڏجهڻ - چِيڙَ پوڻ - خفي ٿيڻ - ڪاچڻ - بيزار ٿيڻ - هُڙڪڻُ. پوسرڻ - ڪَپڻ - ڪِجڻ - جَلڻ - سڙڻ (حسد ۾). چِچڻ - ٽُٽڻ - جهونو ٿيڻ - پراڻو ٿيڻ - بوسيدو ٿيڻ. پُلجڻ. (ڪ). (کِسرِجيو - کِسرِجيندو - کِسرِجيَلُ).

- کِسِرِ ۽ کِسِرِ, کِسِرُونَ: ڪِسر - سيڙَپ - ڍِير - سِل وِل - ڍِر - چِرڪ - آويِر - چِلهه - وِسِتائي - آويِرائي - سُستي - ڍِرائي - ڳِچُ - غفلت - آلس - ڪاهِلي - ٽوٽ - ٽوٽِيو - لاپرواهي - بيپرواهي - بي خيالي. (اسم خاص). سچيءَ جو هڪ قِسم.

● کُسِڙ ۽ کُسِڙُون: ث. ڏُوڙ - ڏُڏِڙ - دُسِڙ - ڊُسِڙ - بُسِڙ - رَئي - دَز - سِتي. واريءَ يا گهٽي ڏوڙ واري زمين - ڪَچي جي زمين - ڊاسوڙ زمين.

- کُسِڙَ ۾ پيرُ هڻڻ: ڏُڏِڙ ۾ پيرُ وجهڻ - پير نه کوڙڻ - چيل ڳالهه ڪان ڦِري وڃڻ - آلي وڃڻ - نٽائي وڃڻ - ليٽڙائڻ - آسري ۾ رکائڻ - آسري ۾ رکائي وڃڻ - تِرڪ ٽال ڪري وڃڻ.

● کِسڪڻُ: مصدر. (سن. گهرش = گهڻ). تِرڪڻ - کِسڪڻ - ٿِڙڪڻ - تِڳڻ - ٿِڙڻ - گهڪو کائڻ - رَهڻجڻ - ٿِيڙڻ - ڦِسڪڻ - کِسڪي وڃڻ - تِڳي وڃڻ - سِرڪڻ - رڙهڻ. (کِسڪيو - کِسڪندو - کِسڪيَلُ).

- کِسڪِڻو ۽ کِسڪِڻا: ذ. صفت. تِرڪڻو - ٿِڙڪِڻو - کِسڪڻو - سِڙڪڻو - سِرڪڻو - رڙهڻو - ڦسڪڻو.

● کُسڪو ۽ کُسڪا: ذ. تِرڪو - کِسڪو - ٿڙڪو - ريڙهو - رَهتو. آنڪل - چالاڪي. مارَ - ڪُٽَ. ڪاوڙ. (ت).

● کُسُ کُساءُ ۽ کُسُ کُساءَ: ذ: کوٽِناٽُ - نٽاءُ - گوهي - ٽارَ - ٽال مٽولُ - ٽانمارو - ترڪ ٽال - آنا ڪاني - نٽ نٽاءُ.

- کُسُ کُساءُ ڪرڻ: نٽائڻ - کوٽناٽ ڪرڻ - گوهيون ڪرڻ - نات نوت ڪرڻ - ٽال مٽول ڪرڻ - ٽاٽمائڻ - کُسائڻ.

● کُسِلِيُ ۽ کُسِلِيُون (ل): ث. هٿ جي آڱونيءَ تي ڏَمٿي آڱر مٿان رکي, هنيل هُرَ.

● کُسَ مَرُ ڪيڏڻ (ت): ڪوڏين سان هڪ رالد جو نمونو ڪيڏڻ.

● گسڻُ: (سن. گهرش = لڳڻ). ٻن شين جو پاڻ ۾ لڳڻ - گَسڪو کائڻ - گَهتو کائڻ - گسات ٿيڻ - گَسجڻ - گِسرڻ - ڪاچڻ - رِڱڙجڻُ - مهٽجڻ - رهٽجڻ - گَهِجڻ - مَلجڻ. مسوس کائڻ - سوکهڙو کائڻ - لات ڪرڻ - ڪم ڏيڻ. هڪ شئي ٻيءَ ڪنهن شيءِ سان لڳي لسو ٿيڻ يا سنهون ٿيڻ. (گسيو - گسندو - گسيَلُ).

- گسڻُ پيُسڻُ: ٻين جي لهه وچڙ ۾ اچي, ڪاڻ ڪسي ڪيڏي, تجربو پرائڻ.

- گِسٽِيُ ۽ گِسٽِيُون: ث. گهڪو - گاٽ - چُٽَر. مَلٽي - مَهٽي - لَسي - تِرڪِٽي.

● کُسڻُ: مصدر. کُسي وڃڻ - ٿِڙڪي وڃڻ - خطا ٿي وڃڻ - ناڪامياب وڃڻ - فتحياب نه ٿيڻ - نه لڳڻ - ٿِڙي وڃڻ - آجايو وڃڻ - خالي وڃڻ - بيڪار ٿيڻ - نِڪمو وڃڻ (ڪنهن ڏَڪ وغيره جو). نه ليڻ (ڪا شيءِ). افراد ٿيڻ. وجهه هٿان وڃڻ - ريل گاڏيءَ کي نه پهچڻ - نه سَهڙڻ - نه رَسڻ. بيت يا ڪنهن ڳجهارت کي نه سَلڻ - معنيٰ نه ڪيڻ. اُبتو سمجهڻ - پُلڻ. چُڪڻ - بطال ٿيڻ. غلط فهمي ڪرڻ - هڪ جو ٻيو سمجهڻ. تِڳيُ وڃڻ - لَمائي وڃڻ - دلبو ڏيئي وڃڻ.

● کِسوُ ۽ کِسا: ذ. صفت. ناوَٽندڙ - بي سوادي - بي لذتو - لِولِيو - چڙٻل چانورن جو رکڻ سبب سواد ۽ خوشبوءِ گهٽائي وڃڻ - لِسوُ - ڦِڪوُ - آٽيو - آيوڳو - ٻي مزي - اڳرو - بي لطف - آلُوٽو - اپوڳ - رُکو (طعام). تانگهو - وِيڪرو - تاسِرَوُ. (ن - ب).

● کِسِيُ ۽ کِسِيُون: ث. آنِ ٻڪري وغيره جي پَتڙي تيڪ - نرم ليڏوٽو يا چيٽو (هي ڪتين

ڪي ڪپڙي رنگڻ وقت ڪم ايندڙ آهي، رنگ پعد ڪپڙي جي صفائي لاءِ پاڻيءَ ۾ ملائي ڏيندا آهن)- لِڏ - چيٽو.

● ڪُسِيُ ۽ ڪُسِيُون: اسم خاص. مَنُڳرَ مڇيءَ جو هڪ قسم (منهن سندس ڍڳهو، وچ وارو حصو ويڪرو، پُڇ سنهون، پُنيُ ڪاري ۽ پيٽ اڇو، سندس ڊيگهه ٽن کان ست فوٽ). (ن - ب).

- ڪُسِيُ پَوَڻُ: نشانو غلط وڃڻ- غلطي.

● ڪِشَ ۽ ڪِشُون: ث. پارڪر ۾ "رب" جي لاءِ استعمال ڪيل لفظ. وڏائي.

● ڪُشادَ ۽ ڪُشادَ (ڪ): ذ. عقل - سمجهه - ڄاڻ - خيال - دانائي - ڏينگ.

- ڪُشادُو ۽ ڪُشادا (ل): ذ. صفت. عقل وارو- دانا- سمجهه وارو - ڇاٽو - چالاڪ - هوشيار- ماهر - قابل.

● ڪَشتُ ۽ ڪَشتَ: ذ. (ف: ڪَشتُ = گهوم). گهمڻ واري حالت - شَتِيلُ - تفريح - هواخوري- گهوم - گهمتاري - سير- چهل قدمي. دؤرو- ڦيرو- وَرُ- چڪر- سفر- مسافري -ڪَتَهه - آجهاڳو- آجهاڳ- ديک پيال - مذ سماءُ - خبر چار- پڙتال - حال احوال.

● ڪَشِڪو ۽ ڪَشِڪا (ت): ذ. ڪشو - ڏنو- دلبو- ڪوڙو آسرو- دلاسو.

- ڪَشِڪائِيُ ۽ ڪَشِڪائي (ت): ذ. صفت. ڪشا ڏيندڙ - ڪشائي - ڏنائي - دلاسيباز- پٽاڪي- رماڪي- ڊاڙي- ڪوڙا دلاسا ڏيندڙ.

● ڪِشڪُو ۽ ڪِشڪا: ذ. ڳاٽ- ڳاس- چِتر- ڳهڪو - رهتو - ڳهندي - ڳسڪو - رهڙو- رهندو.

● ڪشڪوري: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو قسم- (لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو). (ت).

● ڪَشو ۽ ڪَشا: ذ. (سن: گهرش) ڏِڪو- ٽيلهو- پيلڪ- جهوپو- ٽِلَ- ٽونو- چوڪ. ڳهڪو- رهڙو- ڳسڪو- رهتو- رهندو- ڳاس. اتصال- سنگم- اسپرش- سنجوڳ- ميلاپ- جماع- همبستري- ڏنو- ڪشو- لباڙ- ڊاڙ- ڪوڙو آسرو- دلاسو- ٻتڙ- ڏَڪو. مسخري- چرچو- پوڳ- مذاق- ڏِڪو- نيلهو- ٿاپو. چوٽ- ضرب. ڪلهي ڳس- چِڪتاڻ.

- ڪَشائِيُ ۽ ڪَشائي: ذ. صفت. پٽاڪي- ڊاڙي- ڏنائي- ڪوڙ هڻندڙ- ڪوڙا دلاسا ڏيندڙ- ڪشئي.

- ڪَشو مِلائِڻُ: من گهڙت ڳالهه ٻڌائڻ- پيلائڻ- ڪوڙ ٻڌائڻ- ڏنو هڻڻ- ڏنو ڏيڻ- ڪوڙ ڳالهائڻ- ڪوڙ هڻڻ.

- ڪَشو هڻڻُ: پٽاڪ هڻڻ- ڏنو ڏيڻ- دلاسي ۾ رکڻ- ڪوڙ ڳالهائڻ- من گهڙت ڳالهه ٻڌائڻ- پيلائڻ- ٻُڌٻُڌو ٻڌائڻ- آسري ۾ رکڻ.

- ڪَشئِيُ ۽ ڪَشئِي: ذ. صفت. ڪوڙ هڻندڙ- پٽاڪي- ڊاڙي- ٺڪائي- ڪوڙو- لباڙي- ڪشيباز- ٻڪواٽي.

● ڪِفَ ۽ ڪِفُون: ث. (ف: ڪَف = ڦِيڻُ) گهٽي ڳالهائڻ جي ڪري وات مان ايندڙ- ڳگ- ڳجي- ڦيڻ- ڪف- ڳڦ. اجائي ٻڪ ڪرڻ واري حالت- جهڳي- يخي- ٻڪ.

- ڪِف وَهَڻُ: گهٽي ڳالهائڻ ڪري وات مان ڳگ وهڻ- ڳجي وهڻ- ڳڦ وهڻ. جهڳي هڻڻ- ڏاڍي ڪاوڙ ۾ آچڻ- لباڙ هڻڻ.

● ڪُفا ۽ ڪُفائُونُ: ث. (سن: ڳُها= غُفا) اونداهي ڪُذ- غفا- غار- هود- چُر.

● ڪُفتُ: ذ. (ف: ڪُفتُ= هُن چَيو) ٻولي- ڳالهاءُ- گفتار- ڳالهه ٻولهه. حرف- لفظ- جملو- گفتگو- نڪتو- نقطو.

- ڪُفتارَ ۽ ڪُفتارُون: ث. ڳالهه- ڳالهه ٻولهه- بيانُ- واردات- ڪُفتو- ڳالهائڻ- گفتگو- وارتا- تات- پَچِتر- سُرسلو- وائي- چَوُوَتُ- چَوُپچوءِ- سُئيدِيُ- ڏند چرچو.

- ڪُفتگوُ ۽ ڪُفتگوُ: ڳالهه ٻولهه- ٻول چال- قِيلُ قال- قِيلُ مقال- صلاح مصلحت. بيان- تقرير- ذڪرُ.

- ڪُفتگوئِي ۽ ڪُفتگوئيون: ث. ڳالهه ٻولهه- گفتگو.

- گُفتو ۽ گُفتا: ذ. حرفُ - لفظُ - جملو - نُڪتو - ٻولُ - گفتار - ڳالهه - بيان - ڳخي - ٻتڪ. وَچنُ - انجامُ - قولُ - اِقرارُ - وعدو - عهد - ٻولُ.

- گُفتُ و شُنيدُ ۽ گُفتُ و شُنيدَ: ث. ڳالهه و ٻولهه - گفتگوءِ - رد بدل - چيو ٻُڌو - قيل مقال - بحث مباحثو.

- گُفتيءَ ۾: ڳالهين ۾ - ڳالهه ڳالهه ۾ - اٽڪل سان - رمز سان.

● گُفوُرُ: ذ. هڪ رنگ جو نالو (موچڪو رنگ). (ن - ب).

● گِڦَ ۽ گِڦَ: ث. (ف. ڪف = ڦِيڻ). ڪِفَ جو بگڙيل لفظ - گهٽي ڳالهائڻ جي ڪري وات مان ايندڙ گِگَ يا گجي - ڦِيڻ - ڪفَ - گِف - جهڳ - جهڳي - ڳخي - ٻتڪ - لاڦُ - ٻڪوات - لٻاڙ - ڏاڙ - ٻڪوازُ.

- گِڦَ هڻڻُ: وات هڻڻ - گهٽو ۽ اجايو ڳالهائڻ - ٻڪواتَ ڪرڻ - ٻتڪ ڪرڻ - لٻاڙ هڻڻ.

- گِڦِي ۽ گِڦِيون: ث. وات مان ايندڙ ڦِيڻ يا گجي - جهڳي - گِڦ - ڪَف. آجائي ٻتڪ - لٻاڙ - ڳخي.

● گُڦا ۽ گُڦائون: ث. (سن. گُها = غُفا). هندو فقيرن جي پاڻ کي جيئري پوري ڇڏڻ جي چُرَ - غفا - غارَ - ڳجهَتُ - ڪوُپُ.

● گُڪُ ۽ گُڪَ: ذ. ٻُنيءَ جو ڏنگُ - ڪُبَ - گهُبُ - ڪُرهو - ٽوهو - ڪوهٽ - ڳِن. ٻيرَ جو هڪ قِسم - ٻڪل وڏو ٻيرُ - ڪوُڪُ.

- گُڪانُ ۽ گُڪانُ (ٿ): ث. ٻڪل ٻير. ٿر ۾ ٻير جي ٻڻن کي سڏين.

- گُڪو ۽ گُڪا: ذ. صفت. ٻُنِيءَ جي ڏِنگ وارو - ڏِنگو - ٽُوهي وارو - ڪوهو. چِبو - ڪُبو. ڪُبڙو "تون گُڪو تي چو ٿو هلين." نار جي هڪ عُضوي جو نالو. ڪوڏيءَ جو قسم. "درياهه جي ڪَپَ تي ڪيترائي گُڪا ٻيل ڏٺاسون."

● گُڪو: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَنگُ ۽ گَنگَ (ڪ): ذ. (سن. گَگَنُ = آسمان). ڪَڪَرُ - بادَلُ - آبَرُ. (ن - ب). "مَنُڊَ تي منڊل وَڄِيا، گَگَنُ گجي ڪَئي گوڙ" (شاهه).

● گِگَ ۽ گِگون: ث. وات مان ايندڙ پاڻي - ڦِيڻ - گِڦَ - گِفَ - پِڪَ - ٽُڪَ - ڳاڙَ - لارَ - ڦيٽي - لُعابُ. ٻلغم - ڪانگهارو. ڪُتي جو واتُ رستي نڪتل پِڪهر.

- گِگَ آڻڪائِڻُ (ت): اٽڪل ڪري پنهنجو حق ڇڏائڻ - قبضو رکڻ.

- گِگَ تِيءُ ٻَوَڻُ: ڇَنبِڙي پوڻ - ڇُهٽِي پوڻ. نه ڇڏڻ.

- گِگَ ٽِيڻُ: ٻنيان لڳيُ پوڻ - جيجا ٽي ٻَوَڻُ. (ن - ب).

- گِگِرُ ۽ گِگِرَ: ذ. صفت. گِگون ڳاڙيندڙ - ٽُڪون وهائيندڙ. چَرِيَتُ. گَندُلو.

- گِگَ وهائِڻُ (ت): هوشُ کان نِڪرڻ - خطا ٽي وڃڻ. گَندِلو ٿيڻ.

● گُگُدامُ ۽ گُگُدامَ: ذ. صفت. گونگو - بي زبان - ويچارو. ابوجهُ.

● گَگَرَ ۽ گَگَرِيون (ل): ث. (سن. گِگِيرَ = دِلِي). سوڙهي ڏِگهي ڳچيءَ وارو دِلوُ - پاڻيءَ جو ٽانوُ - دِلِي - گهاگهرِ - گاگرِ - چَونڙِي - چوُنرو - گهگهرِ.

● گگرپِتَڻُ (ت): ارمان ڪرڻ - غم ڪرڻ - رنج ڪرڻ - روئڻ پِٽڻ. ارمان - غم - رنج - ڏُک. (ن - ب).

● گُگِرو ۽ گُگِرا (ٿ): ذ. ننڍو دلو - گهڙو - گهاگهرو.

- گگَرِي ۽ گگَرِيون: ث. سوڙهي ڳچيءَ سان پاڻيءَ جو ننڍو ٽانو - گاگهر - گاگر - گهاگهر - دِلِي - چؤنري. موريو.

● گُگُرُ ۽ گُگُرَ: ذ. اسم. (سن: گُگُل = گُگُرُ). هڪ وڻ جي کُونر جو قسم - (ٽن قسمن جو ٿئي، (١) ڳاڙهو (٢) ڳاڙهو زرداڻ مائل (٣) ڳاڙهو ڪاراڻ مائل - پهريون دوائن جي

ڪم اچي ۽ پيا رنگ شيشي ڳنڍڻ جي ڪم آچن)- گندرف- ٽنيڻ. واس ڏوپ جي ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.
(ڪ). جٽ- اٽهاڻ- چرٻٽ- ڀوڪ- اناڙي- چسو.

- ڳُڳِرَنِيُ (ٿ): ث. وڻ جو هڪ قسم، جنهن جي ٿُڙ وغيره مان رَسُ نڪري ۽ دوائن جي ڪم اچي- ڳُڳُرُ جي وڻ جو نالو- گگرٽي- سنڌي ۾ ڀهاڪو آهي ته "ڳُڳر ڳُڳر پنڊ اڙيا" (سر مارئي- گر). (ن-ب).

● ڳُڳِران (ڪ): اسم خاص. ڪوهستان ۾ هڪ نئين جو نالو.

● ڳُڳُراوَلُ: اسم خاص. هڪ ٻوٽو جو نالو.

● ڳڳِڙا: اسم خاص. تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● ڳڳِڙوُ: اسم خاص. تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه جو ۽ ڳوٺ جو نالو.

● ڳُڳُڙوُ: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم (سنهڙن چلرن سان، قد ۾ الڇن ڪان چار انچن تائين ٿئي). (ن-ب).

● ڳُڳِلاَڻُ: اسم خاص. ٻوٽيءَ جي هڪ قسم جو نالو.

● ڳُڳُلِڻُ (ٿ): هڪ وڻ جو نالو (جنهن مان ڳُڳُر پيدا ٿئي) گگري- گگرني- گگرٽي.

● ڳُڳُمُڳُ ۽ ڳُڳُمُڳُ (ت): بيهوش- غش- فنا- مورڇا. خاموش- چپ- ماٺ- سانت.

- ڳُڳُمُڳُ ٿيَڻُ (ت): بيهوش ٿيڻ- غشي ٿيڻ- فنا ٿيڻ- مورڇا ٿيڻ. خاموش رهڻ- چپ ٿيڻ- ماٺ ۾ ويهڻ.

● ڳَڳَنُ ۽ ڳَڳَنَ: ذ. (سن: ڳَڳَنُ= آسمانُ) آڀ- آسمان- آڪاس- امبر- فلڪ- چرخ. ڌرتي ۽ آسمان جي وچ وارو خال- ماحول- وايو منڊل- خلا- پولار. موج- مزو- لهر- راحت- عيش- وارن جو چوٽو- چوٽي- مينڊ. (ن-ب). پرين. دوست- سنگتي- ساٿي- يار.

- ڳَڳَنَ ڳَٿون: ڇپيتن سٿا. الوت. ڪم ٿيل.

● ڳَڳُو ۽ ڳَڳا: ذ. ٻروچ عورتن جي پائڻ جو ڏگهو چولو- گهگهو. لاوڻي.

- ڳَڳَپيلوُ ۽ ڳگپيلاَ (ت): ذ. صفت. گگهي وارو- گگهو پائيندڙ.

● ڳِگوُ ۽ ڳِگا: ذ. ننڍي ٻوڻ واري حالت- جهڪو آواز. گگهو- گهگهو.

● ڳُڳُوليُ ۽ ڳُڳُوليُون (ت): ث. گرڙي- گروڙي.

● ڳُڳُوُوُ ۽ ڳُڳُوا (ٿ): ذ. اسم خاص. هڪ پکيءَ جو نالو- چپرو- گگهه پکي.

● ڳگهه ۽ ڳگهه (ل-ٿ): اڳين پاسي ڳچيءَ وٽان وڏيل چمڙو- جاڙهي هيٺان سوڄ وانگي آپريل چمڙو.

● ڳُگهه ۽ ڳُگهه، ڳُگهُونُ: ث. سخت اونداهي- اونداهه- انڌارو- ڪاري ٻاٽ- ٻنپ آونڌهه- ٻاڏ اونڌهه. گهاٽي- گهٽي- زيادهه- بلڪل جهجهي- نهايت- جام.

- ڳُگهه آونڌهه ۽ ڳُگهه آونڌهه: صفت. گهاٽي اونڌهه- گهٽي اونڌهه- ٻاڏ آونڌهه- سخت انڌارو- ڪاري ٻاٽ.

● ڳُگهه: اسم خاص. هڪ پکيءَ جو نالو- وڏي چپ- چپرو (جنهن جي ننڍي گهگهي هڻڻ ڪري سندس "ڳُگهه" نالو پيو آهي).

● ڳُگهِر ۽ ڳگهِرُوُن: ث. ٻسن جمع ڪرڻ جي ڪپڙي- پنڊارو- پنڊالو. ٻوگهو.

● ڳگهِرات ۽ ڳِگهِراتيُون (ٿ): ث. منٿ- آزي نيزاريُ- عرض- وينتي- ليلڙاٽ.

- ڳِگهِراتيُونَ ڪَرَڻُ: منٿون ڪرڻ- آزيون نيزاريون ڪرڻ- ليلڙاٽيون ڪرڻ- عرض ڪرڻ.

● ڳگهڪوُ ۽ ڳگهڪا (ڪ): آٽ جي آواز جو قسم.

● ڳُگهِلڻُ (ل): مصدر. نخرا ڪرڻ- ناز ڪرڻ- لاڏ ڪرڻ- انگل ڪرڻ- ماٺا ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ- ٻڦلڻ- ٻڪ ٻڪ ڪرڻ- وڦلڻ- ٻخي هڻڻ- لباڙ هڻڻ- ٻڪوات ڪرڻ. اندر جي ڳالهه ظاهر ڪرڻ- اندر جي ٻاڦ ڪيڻ- دل مان ڪاوڙ جا جذبا نڪرڻ- جوش ظاهر ڪرڻ.

● ڪنگهو ۽ ڪنگها: ذ. وڏو چولو – وڏو پهراڻ – ڪنگو (بلوچ قوم جون عورتون ڍڪين).
– ڪنگهيرو ۽ ڪنگهيرا: ذ. صفت. ڪنگهي وارو – ڪنگهو پائيندڙ.
● ڪِنگهو ۽ ڪِنگها: ذ. صفت. نِڙيءَ ويٺل آواز – کهُنيل آواز – ويٺل آواز – جهڪو آواز – ڪِنگو – کهنگهو – ٿلهو آواز.
– ڪِنگهي ۽ ڪِنگهيُ: ث. ڳورو ڳالهائڻ – نِڙيءَ ويٺل ڳالهائڻ – ٻي ڊِڦلو ڳالهائڻ – ٻي ڊِڦلو آواز – خوف يا ڏک سبب ويٺل ڳالهائڻ.
– ڪِنگهي ٿيڻ: نِڙي ٻوٽ – نِڙي کهُنجڻ.
● ڪُنگهو ۽ ڪُنگهو: ذ. ڳيري جي ٻولي – کهُو کهُو.
● ڪُنگهي ۽ ڪُنگهيُون: ث. سوڙهي ڊگهي ڳچيءَ سان ٻاٽي يري رکڻ لاءِ ٺِڪر جو ٿانءُ – صُراحي – کهُنگهي. برسات جي بچاءُ لاءِ اوني ڪپڙو. (ٿ).
● ڪَتَل ۽ ڪَتَلُ: ث. چؤپائي مال جو وَلَرُ – ڌَڻُ – وَڳر – وَڳُ – ميڙ – مجموعُ – ڪَتَلو.
– ڪَتَلارو ۽ ڪَتَلارا (ت): ذ. صفت. گهڻي مال وارو – مالدار – ڀاڳيو – وَڳر وارو.
– ڪَتَلبانُ ۽ ڪَتَلبانَ: ذ. صفت. مال جي وَلَرَ کي چاريندڙ – مال کي سنڀاليندڙ – ساربان – جَتُ – ڌَنار – ڌُراڙ.
● ڪِل ۽ ڪِلُون: ث. ڪاري ڪَپَ – چِڪَ – چِڪڻ – راڦو.
● ڪِلُ ۽ ڪِلَ: ذ. اِٽي ڏَڪر يا بلورن راند ڪرڻ لاءِ ڪونيل ننڍي ڪَڏ – سَچُ – ڪِڏ.
● ڪُلَ: اسم خاص. هڪ ٻوٽيءَ جو قسم (اڪثر ٿر ملڪ ۾ ٿئي). هڪ ذات جو نالو.
● ڪُلُ ۽ ڪُلَ: ذ. (ف. ڪُلُ = قُولُ) ڪنهن ٻوٽي جي قُل يا قُول جو نالو – قُلُ – قُول – پُشپُ (قسم: گُلاب، موتيو، سوسن، سمن، زعفران، ڪيسر، دائودي، سُنبل – آتشي، نرگس، گونتو، بنفشو، ياسمين، جاءِ گل، رتن جوت، خيرو، ٽانگر، ڪيتڪي، چنبيلي، مُگرو، ڪنٽهار، نيلوفر، ڪنول، جافري وغيره). ڦُندڻ – چوٽي. داغُ – ڪلنڪ – ٽِڪو – ڌَنبُ. حقي جي ٽوپيءَ ۾ ٻڙي ويل تماڪ جو ڳوٽو. پِرت جو هڪ قسم (نازڪي ڪُل، جاءِ ڪُلُ). (ڪ). معشوق. (اسم خاص). هڪ شاعر آخوند گل محمد سانوٽيءَ جو تخلص "ڪُل". ديوان ڪُل. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.
– ڪُلُ آتشيُ ۽ ڪُلُ آتشيُ: ذ. صفت. ڪُل جو نالو – گلاب جي گل جو هڪ قسم – سدا گُلاب.
– ڪُلُ آبيَضُ ۽ ڪُلَ آبيَضَ: ذ. صفت. هڪ ڪُل جو نالو – زنگي گل.
– ڪُلُ آرغُوانُ ۽ ڪُلُ آرغُوانَ: ذ. هڪ گل جو نالو – گنونتي جو گل.
– ڪُلُ آشرَفِيُ ۽ ڪُلُ آشرَفِيُ: ذ. هڪ گل جو نالو – گنونتو – گل آرغوانُ.
– ڪُلُ آنارُ ۽ ڪُلُ آنارَ: هڪ گل جو نالو – ڏاڙهونءَ جو گل.
– ڪُلُ آندامُ ۽ ڪُلُ اندامَ: ذ. گل سان مشابهت رکندڙ بدن وارو – گلن جهڙن نرم لِڱن وارو – اڇي ڳاڙهي جسم وارو – نازڪ بدن. سُهڻو – حَسين.
– ڪُلُ بَدَنُ ۽ ڪُلُ بَدَنَ: ذ. گل جهڙو بدن – گل اندام – نازڪ بدن. سُهڻو – حَسين – خوبصورت. هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو (جدا جدا نمونن جو، سهڻن ليڪن ۽ ٻٽن وارو ڪپڙو، جو ڪنهن زماني ۾ وچ ايشيا کان ڪابل جي رستي هندستان ۾ ايندو هو. پنجاب، دهلي ۽ اُن جي آسپاس اڃان تائين اِهو نالو مشهور آهي، اهڙي قسم جي ولائتي ڪپڙي کي به "گلبدن" ڪوٺيندا آهن "پيشہ وران").
– ڪُلُ بَرگُ: گلاب جي گل جي پنکڙي.
– ڪُلُ بَڪاوَليُ: ذ. نهايت عمدي اڇي رنگ جو خوشبوءِ دار گل. هڪ هنراڌو افسانو – هڪ خيالي ڳالهه. هڪ مصنوعي بڪاولي پَريءَ جو ڪُلُ ۽ قصو.
– ڪُلُ بِنَفْشو: ذ. گل جو هڪ قسم – بنفشي جا سڪل گل – دوائن ۾ ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو ڪر.

- ڪُلبُوءِ: ث. ڪُل جي بوءِ-ڪُل جي سُرهاڻ- سُڳنڌ- خوشبوءِ- واس- هُٻڪاءِ- هُڳاءُ- هُٻڪارُ. لالڻ- ساجڻ- پرين- محبوب- ڍولڻ- دلبر. مِٺڙي- پياري- دل واري- ساهيڙي

"ڪوليءَ تيان ڪُل بُوءِ جي مون نيو پاڻسين" (شاهه).

- ڪُلبهارُ: ذ. ڪل جو هڪ قِسم.
- ڪُلُ تُڪڻُ: صفت. ڪُلن جهڙا چِٽ تُڪڻ- ڪُلڪاري ڪرڻ- چِٽسالي ڪرڻ- نقش نگاري ڪرڻ- آڪرَ جو ڪم ڪرڻ.
- ڪُلُ پُشپُ ۽ ڪُلُ پُشپَ: ذ. ڪل جو هڪ قِسم.
- ڪُلپوشُ ۽ ڪُلپوشَ: ذ. صفت. ڪُلن جو ڍڪ- پُشپُ مُتڪُ.
- ڪُل جافرُ ۽ ڪُل جافرَ: ذ. ڪُل جو هڪ قِسم.
- ڪُلُ جاولِيُ: ذ. ڪُل جو هڪ قِسم. جاءِ جو ڪُلُ. (ن-ب).
- ڪُل جاءِ: ذ. جاءِ تي ٻڪڙڻ واري وَل جي ڪل جو هڪ قِسم-ڪل ياسمين.
- ڪُلُ جليلُ ۽ ڪُلُ جليلَ: ذ. رنگڻ ۽ دوائن جي ڪم ايندڙ ڪل جو هڪ قِسم (ڪُلَ آڇا ڪلاب جي ڪل وانگر ۽ خوشبوءِ ڪتوري جهڙي).
- ڪُلَ جهڙو تي پوڻ: صاف ٿي پوڻ- سهڻو لڳڻ- چمڪڻ- زيبائتو ٿيڻ. نازڪ بدن ٿيڻ- ڪُل اندام ٿيڻ.
- ڪُلُ چنبيلِيُ: ذ. ڪُلُ جو هڪ قسم (هي ڪُل اڇا خوشبوءِ دار آهن، سندن سُنگهڻ اڌ مٿي جي سور کي فائدو ڪري ٿو ۽ سندس تيل دوائن ۾ ڪم اچي).
- ڪل چَنڊَنُ: ذ. ڪل جو هڪ قسم (ت): شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار کان ڪلن چونڊائڻ جي هڪ رسم ادا ڪرائڻ-ڪل ميڙڻ- ڦُل ميڙڻ (شاديءَ ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿن تي ڪپهه جا ذرا ذرا رکي پوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار هڪ ٻئي جي مٿن تان آهي ڪل چونڊين).

عيشُ ڪرڻ-مزا ماڻڻ- عيش عشرت ڪرڻ.
- ڪُلچهرو ۽ ڪُلچهرا: ذ. صفت. ڪلاب جي ڪل جهڙي صورت وارو-ڪل جهڙو حسين- سهڻو- خوبصورت- وڻندڙ.
- ڪُلُ چيڻُ ۽ ڪُلُ چيڻَ: ذ. صفت. ڪل چونڊيندڙ. تماشو ڏسندڙ.
- ڪُلَ چڻيُ مُنهن ۾ ڏيڻ: روبرو مهڻو ڏيڻ- عِتابُ ڏيڻ- ڏوراپو ڏيڻ- مهڻو ڏيڻ- طعنو هڻڻ- ويڻ وجهڻ.
- ڪل چڻيي هٿَ ۾ ڏيڻ: ڳالهه جو تتُ ٻڌائڻ- ڳالهه جو تات پُرجُ ٻڌائڻ- ڳالهه جو مقصد ٻڌائڻ- مطلب جي ڳالهه ڪرڻ.
- ڪُلُ حنا: ذ. ڪل جو هڪ قسم- ميندیءَ جو ڪُلَ.
- ڪُلُ خَتمِيُ: ذ. نيري رنگ جي ڪُل جو هڪ قِسم.
- ڪُلُ خِزانُ: ذ. ڪل جو هڪ قسم-آسماني رنگ جو ڪل (لاجوردي رنگ خوشبوءِ دار ڪل ٿئي ۽ دوائن جي ڪم اچي).
- ڪُلُ خطمِيُ: ذ. ڪل جو هڪ قسم- خيري جو ڪل.
- ڪُلختنُ ۽ ڪُلختنَ: ڪُلن جي عرق ڪڍڻ جو ٿانءُ- قرُنتقلُ.
- ڪُلُ خندانُ: ذ. ٽڙيل ڪل-ڪل شگفته- ڪڙيل ڪل. هڪ ڪتاب جو نالو. (جانعالم جو قصو).
- ڪُل خئيروُ ۽ ڪُلَ خئيرا: ڪل جو هڪ قسم.
- ڪُلُ خيروُ ۽ ڪُلَ خيرا: ذ. ڪل جو هڪ قسم (نيري رنگ تي)-ڪُلُ خطمِيُ يا ڪُلُ خئيروُ- دوا ۾ ڪم ايندڙ ڪل.
- ڪُل خيرِيُ: ذ. ڪل جو هڪ قسم (سوسني رنگ تي هيڊاڻ مائل، جو تپ ۽ جگر جي گرميءَ لاءِ رات جو پُسائي فجر جو جهڪي- مصري وجهي پيارجي ته فائدي مند آهي).

- گُلدانُ ۽ گُلدانَ: ذ. صفت. گُلن رکڻ جو ٿانءُ- گُلدستو. گلاب داني.
- گُلُ دائُودِيُ ۽ گُلُ دائُودِيُ: ذ. گل جو هڪ قسم (هيءُ گل هيڊي ۽ ڳاڙهي رنگ تي ٿورو خوشبوء دار ٿئي، هِڏِڪي، دستن ۽ تپ لاءِ ڪاڙهي پيئجي ته فائدي مند آهي).
- گُلُ دَستُو ۽ گُلُ دَستا: ذ. صفت. گلن جو ويڙهو- گلن جو مجموعو- گلن جي ٻڌل مٺ- گلن جو ڇڳو- گلن جو ٻَڌل مُنيسو- ويڙهو- مُٺڪو- جهُمٽو- مُشتَقُر. گلن جي رکڻ جو ٿانءُ- گُلدانُ.

گُلدوزُ: ذ. گلن سان ڀَرت ڀريل- ڦُولدار. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم- گلدار ساٽِين- ڦُولدار ريشمي ڪپڙو.

- گُلُ ڏاڙُهُونُ ۽ گُلُ ڏاڙُهُونُ: ذ. گل جو هڪ قسم- ڏاڙهونءَ جي وَڻ جو گل- گل انارُ. گل اڇو، بنفشي ۽ زردي رنگ تي ٿورو خوشبوء دار ٿئي ۽ دوائن ۾ ڪم اچي.
- گُلُ رُبا ۽ گُلُ رُبا: ذ. صفت. گُل جي شڪل جهڙو- ڳاڙهه ڳلو- حَسين- سُهڻو- وڻندڙ- خوبصورت. دلربا- محبوب- معشوق.
- گُلُ رُخُ: صفت. گُل جي صورت سان مشابهت رکندڙ- سُهڻو- حَسين- خوبصورت- گُلربا- گلعذار- ڳاڙهه ڳِلو.
- گُلُ رَعِنا: ذ. گُل جو هڪ قسم (ٻه رنگو، اندران ڳاڙهو ۽ ٻاهران ڦِڪو ٿئي).
- گُلُ رَنگَ: ذ. صفت. گل جهڙو رنگ- گُلابي- ڳاڙهاڻ مائل- قِرمزي رنگ. گهوڙي جي رنگ جو هڪ قسم- گلابي رنگ وارو گهوڙو.
- گُلُ روُءِ ۽ گُلُ روُءِ: ذ. صفت. گل جهڙي شڪل جهڙو- ڳاڙهو ڳلو- گُلعذار- گل رنگ- گل رُخ- گُلرُبا- حَسين. خوبصورت وڻندڙ- محبوب- معشوق- مَنُ.
- گُلُ زارُ ۽ گُلُ زارَ: ذ. صفت. گلن سان ڀريل- چَمَنُ- باغ- باغيچو- گلستان- ڦُلواڙي- تختہ گل- گلن جي ڪِياري. شاداب- خوش‌آب- هَريو ڀَريو- سرسبز- تازو توانو. ڊِوُلائتو- موچارو- اوگهو- سُهڻو- وينگس- زيبائتو- شڪيل- ڏجُ مَچ جهڙو- سدا ملوڪ- چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙو- خوبصورت. رنگدار ڦول- سُهڻا چِٽَ- نقشُ.
- گُلزارِيُ ۽ گُلزارِيُونُ: ث. ڦُلواڙي. هَريالي- ساوڪ. سُونهن- سهڻائي. گُلڪاري- نقشبندي- چِٽسالي.
- گُل زَعفرانُ: ذ. گُل جو هڪ قسم- زعفران جو گل- ڪيسر جو گل.
- گُلُ زَنگِيُ: ذ. گُل جو هڪ قسم- خوشنما ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ تي گل- دوائن جي ڪم ايندڙ گل. (ن-ب).
- گُلِستانُ ۽ گُلِستانَ: ذ. صفت. (ف). گلن جي جاء- باغيچو- باغ- چَمن- گُلزار- واڙي- ڦُولستان- ڦُلواري.
- گُل سُورِيُ: ذ. گل جو هڪ قسم.
- گُل سُوسَنُ: ذ. گل جو هڪ قسم- آسماني رنگ جو گل.
- گُلُ سُوء: ث. گل جي بُوء- سُرهي بُوء- هُٻڪار- خوشبوء- سُڳنڌ. دلداري- مِٺڙي- ماهِڙي- سچڻ- لُڏڻ- منٺار.
- گُل شَڪَرُ: ذ. صفت. گل جا پَنَ ۽ کنڊ ملائي ٺاهيل هڪ قسم جو مرڪب- گُلقَند.
- گُلشَنُ ۽ گُلشَنَ: ذ. صفت. گُلن جي جاء- گلن جو ٻارو- باغ- باغيچو- چَمن- اِرم- گُلستان- ڦُلواڙي- ڦولستان- گلزار.
- گُلُ صدُ بَرُگُ: ذ. (ف). گل جو هڪ قسم- سئو پَنن سان گُل- گينڊو گُل.
- گُلُ صَنُوبَرُ: ذ. گل جو هڪ قسم. (ت). هڪ عاشق ۽ معشوق جي خيالي نالن تي ٻَڌل ڪهاڻي. "گل با صنوبر چِڪَرد".
- گُلُ عَباسِيُ: ذ. عجب جهڙو گُل- عجيب قسمن جو گُل (هي گل خوشبوئدار آهي، صبح کان رات تائين طرح طرح جا رنگ ڪئي،

جيئن تہ ”نجر جو آچو، منجهند جو ڪارو، رات جو ڳاڙهو وغيره“ اهڙي ريت رنگ پيو بدلائي انهيءَ ڪري هَفتِ رنگي (سَت رنگي) گل بہ چوندا اٿس، سنگهڻ ۾ دل ۽ دماغ کي قُوَتَ ڏئي).

- گُلُ عِذارُ: ذ. صفت. (ف. ع). گل جي شڪل سان مشابهت رکندڙ شڪل وارو- گُلُ- ڳاڙهن رُخسارن وارو- ڳاڙهہ ڳِٽو- ڳاڙهہ ڳِلو- خوبصورف- سُهڻو- حسِينُ. معشوق- محبوب.

- گُلُ فامُ ۽ گُلُ فامَ: ذ. صفت. (ف). گل جي رنگ جهڙو- گلابُ جي گل جهڙو- ڳاڙهہ ڳِٽو- ڳاڙهہ ڳِلو- گل اندامُ- گل رُوءِ- گُلرخسارو- گلسُوءِ- ڳاڙهہ ڳِلن وارو- سهڻو- خوبصورت- حسِين. محبوب- معشوق.

● گُلُقَندُ ۽ گُلُقَندَ: ذ. صفت. گلاب جي گلن جو ناهيل مُرڪب- گلاب جي پَنَن سان کنڊ ملائي ناهيل هڪ قسم جي معجون- گُلُ شڪرُ.

- گُلُ ڪاريُ ۽ گُلُ ڪاريُون: ث. صفت. باغ ۾ گلن جو ڇهچٽو- گهڻن قسمن جا گُل- مزيداري- ڇهچٽو- بَهاري- ڦلواڙي- گُلزاريُ. گل چِٽڻ جو ڪم- نقشبندي- نقاشي- چِتسالِي- ڪَمانگري.

- گُل ڪَچِنا: ذ. (ف). گل جو هڪ قسم.

- گُل ڪَرنِيُ: ذ. گل جو هڪ قسم (پنج ڦاڪو، اڇي ۽ ڦِڪي رنگ تي). موتيو. (ن- ب).

- گُل ڪرڻ: وِسائي ڇڏڻ- وِسائڻ- اُجهائڻ (بتي)- ڏِيئو وڏو ڪرڻ. خراب نتيجن ڏي خيال دوڙائڻ- خراب خيال ظاهر ڪرڻ.

- گُلُ ڪَلَنگوُ: ذ. گل جو هڪ قسم (ڦِڪي ۽ ڳاڙهي رنگ تي).

- گُلُ ڪوزه: ذ. (ف). گل جو هڪ قسم.

- گُلُ گَشتُ: ذ. صفت. سَيرُ چَمَنُ- باغ جو سَير- ڦلواڙي ۾ چَڪرُ- باغيچي جو گَشتُ.

- گُلُ گُلابُ ۽ گُل گُلابَ: ذ. اسم هڪ مشهور گُلُ- گلابُ جو گل- سدا گلاب. (صفت). سدا سهڻو- حسين- خوبصورت.

- گُلگُون: ذ. صفت. (ف). گل جي رنگ جهڙو- ڳاڙهن ڳِلن وارو- ڳاڙهہ ڳِلو- گُلرنگُ- گُلسوءِ- گُلفام.

- گُلُ گُونٽوُ ۽ گُلُ گُونٽا: ذ. گل جو هڪ قسم (هيءُ گُل زردي رنگ تي دل ۽ دماغ کي قوت ڏيندڙ، جيڪڏهن هن کي چاليهہ ڏينهن تيرن جي تيل ۾ وجهي آس ۾ رکجي تہ سٽڌن جي سور کي سندس مالش فائدي مند آهي). (ف- ج). (ن- ب).

- گُلُ گِيرُ: ذ. (ف). آها ڪئينچي جنهن سان وٽَ کي وڍي صفا ڪجي- بتيءَ جي وٽ جي ڦُلهي ڪترڻ جي ڪئينچيءُ.

- گُلَ ڳِلوُ ۽ گُلَ ڳِلا: ذ. صفت. گل جي رنگ تي مائل ڳلن وارو- ڳاڙهہ ڳِٽو- ڳاڙهن ڳلن وارو.

- گُلُ لالہَ: ذ. (ف). هڪ قسم جو ڳاڙهو گل.

- گُلُ مَتڪُ ۽ گُلُ مَتڪَ: ذ. گل جو هڪ قسم. (ت).

- گُلُ مَريَمُ: ذ. گُل جو هڪ قسم (هي گل هٿ جي چنبي جهڙو ناسي رنگ تي ٿئي، دوائن ۾ بہ ڪم اچي، تنهن کان سواءِ ڪنهن عورت جي وير وقت هي گل چِينيءَ جي ٿانءَ ۾ پُسائي رکجي تہ وير آساني ۽ خير سلامتيءَ ساڻ ٿئي). (ن- ب).

- گُلُ مُشڪُ: ذ. سُرهِيُ خوشبوءِ وارو گل جو هڪ قسم.

- گُلُ مَتلُوڪُ: فراسيءَ جي چِٽَن جو هڪ قسم.

- گُلُ مُنهُونُ ۽ گُلُ مُنهانُ: ذ. صفت. گل جي رنگ جهڙو- ڳاڙهي مُنهن وارو- لال منهون- ڳاڙهہ ڳلو- ڳاڙهہ ڳٽو.

- گُلُ موسِمِيُ: ذ. گل جو هڪ قسم.

- گُلُ مَيڊوُ: ذ. اسم خاص. بُلُسانُ. آڪسِيئرُ.

- گُلُ مھينُدِيُ: ذ. ڳاڙھي رنگ جهڙي گل جو هڪ قسم - مينديءَ جي رنگ جهڙو ٿيندڙ گل - گُل حِنا - ڳاڙهو گل.

- گُلُ نازُ ۽ گُلُ نازَ: ذ. گل جو هڪ قسم - ڏاڙھون جو گل - گل آنارُ. گلعذري رنگ - ڳاڙهو گلابي رنگ - ڳاڙهو پيازي رنگ. ڳاڙهو شوخ رنگ - ارغوني رنگ. (اسم خاص). هڪ عورت جو نالو. (ت).

- گُلُ ناغَرُ: ذ. (ف) گل جو هڪ قسم - چنبيليءَ جو گل.

- گُلُ نيِلوفَرُ: ذ. گل جو هڪ قسم - نيلوفر جو گل (دوائن جي ڪم ايندڙ).

- گُلُ وَرْدُ: ذ. (ف.ع) گل جو هڪ قسم - گلاب جو گل.

- گُلُ هُجَڻُ: خوش هجڻ - بهار هجڻ - مؤج ۾ هجڻ. سهڻو هجڻ - حسين هجڻ - خوبصورت هئڻ.

- گُلُ ياسِمِيِنُ: ذ. گل جو قسم - جاءِ جو گل - جاءِ گل.

● گِلاَ ۽ گِلائُون: ث. (ف. گِلُ = شِڪايِتَ) ڪنهن ماڻهو جي پرپٺ ڪيَل بدناموسِيُ - اُن جي بيان ڪيل آوٽائي - بدناموسي - بدنامي - ننڊا - شڪايت - غيبت - شڪوه - پچار - عيب جوئي - خواري - چغلي - لائي چائي - سٽيندي - گهٽتائي.

- گِلاَ جو گهانگهوُ: ذ. صفت. گلا جو ڳٽ گلا جو هار - گلا جو ٽڪر - لعنت جو زنجير - بدنامي - شڪايت - ننڊا.

- گِلاَ جو گهانگهوُ ڪڍَڻُ: گلا جو هار وجهڻ - سر تي لعنت وسائڻ - پنهنجي بدناموسي ڪرائڻ - گلارو ٿيڻ - مهٽي هاب ٿيڻ - گهٽتائي جهڙو ڪم ڪرڻ - بدنامي جو ٽڪر اچڻ - پنهنجي لائي چائي ڪيائڻ.

- گِلاَ جو گهانگهوُ ڳچيءَ ۾ وجهڻُ: بچڙو ۽ گلا جهڙو ڪم ڪرڻ - گلا جو طوق ڳچيءَ ۾ وجهڻ - گلا جو ٽِڪر سِر تي ڪڻڻ - سر تي ملامت ڪڻڻ - بچڙائيءَ جي پڳ ٻڌڻ - گلا جهڙو ڪم ڪرڻ - گلارو ٿيڻ - مهٽي هاب ٿيڻ - لعنت جو طوق ڳچيءَ ۾ وجهڻ.

- گِلاَ خورُ ۽ گِلا خورَ: ذ. صفت. گلا ڪندڙ - ننڊا ڪندڙ - پرائي پچار ڪندڙ - بچاپڙو - منافق - ڪنهن جي پرپٺ گهٽ وڌ ڳالهه ڪندڙ - خواري ڪندڙ - بدنامي ڪندڙ - چغل - ننڊا خور - بدنام - عيب جوئي ڪندڙ.

- گِلاخورِيَ ڪَرَڻُ (ڪ): بچاپڙائي ڪرڻ - ٻن گهرن کي باهه ڏيندڙ - منافقي ڪندڙ.

- گِلاروُ ۽ گِلارا: ذ. صفت. ڪارنهونُ - گلا وارو - بدناميءَ جهڙو - رذيل - ذليل - عيبدار - لعنتي - خوار - بدنام - عيبدار - ڏاهيچ - ڏهاري. بدهيشي.

- گِلاَ غِيبَتَ ۽ گِلاَئُونُ غِيبَتُونُ: ث. صفت. گلا - خواري خرابي - فتني بازي - پرائي پچار - ننڊا - عيبجوئي.

- گِلاَ ڪاڏوُ ۽ گِلاَ ڪاڏا: ذ. صفت. عيب جويو - گلا خور - گلا ڪندڙ - گلارو - ذليل - رسوا - بدنام - عيبدار. خواريءَ جهڙو ڪم - بدنام ڪم - خراب ڪم - بچڙائي - ذلالت.

● گُلا: ث. اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● گُلاَبُ ۽ گُلاَبَ. ذ. (ف. گُلاب = گُلُ + آب) خوشبوءِ دار گلابي ۽ ڳاڙهي رنگ تي مائل گُلُ جو هڪ قسم - سدا گلابُ. ڳاڙهو گل - گُل اَحمَرُ. (هن گل جا رنگ ٻيا به ٿين ٿا، جهڙوڪ، آڇا، زردا). (ف. گُلُ + آبُ = گُلُ جو پاڻي) گل جو پاڻي - گلن جو پاڻي - گلاب جي گلن جو عرق - عرق گلاب.

- گُلاباشِيُ ۽ گُلا باشِيُون: ث. (ف) گلابداني - گلاب جي پاڻي ڇٽڪڻ جي بوتل - گلاب ڇٽڪائڻ جي صراحي.

- گُلاباشِيُ: گلاب جو پاڻي ڇٽڪڻ - گلاب جو عرق ڇٽڪارڻ.

- گُلابُ جوُ پاڻِيُ: گلاب جو عرق- گلاب جي گلن جو نِچوڙُ.

- گُلابدانِيُ ۽ گُلابدانِيُون: صفت. گُلاب جي پاڻي ڇِڪڻ جي بوتل- گلاباشي- گلاب جي پاڻيءَ جي گهڙگهي- گلاب جي پاڻيءَ جي صُراحي.

- گُلابُ ڪتلِيُون: گلاب جون سُڪل مکڙيون- گلاب جون ڪتليون.

- گُلابِيُ گُلُ: ذ. شربت ناهڻ ۽ دوائن جي ڪم ايندڙ ڳاڙهي رنگ تي هڪ خوشبوءِ دار گُلُ. (ن-ب).

- گُلابِيُ ڳُوڙهُو (ت): رنگ جو قسم (ڳاڙهي رنگ‌جي لاڪ، جا جنديءَ چاڙهڻ ۾ ڪم اچي).

● گُلابَ پُور: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُلُ پُرِڙو: اسم خاص. تعلقي وارهه ۾هڪ ديهه جو نالو.

● گِلاسُ ۽ گِلاسَ: ذ. پاڻي پيئڻ جو ٿانوُ- شيشي جو ڊگهو آبخورو. (انگ. گِلاس=شيشو) شِيشو- ڪاچُ. آئينہ- آئينو- دَرپن- دَرسني- آرسي. عينڪ- چشمون.

- گِلاسِداني ۽ گِلاسِدانيُون: ث. گِلاسن رکڻ لاءِ ٽُنگن سان ڪاٺ جو طاقُ.

● گِلاقُ ۽ گِلاقَ (ٿ): ذ. وات جي پنهي پاسن جون پڇاڙيُون- ڳِلاق- واڇون.

- گِلاقُو ۽ گِلاقا: ذ. (سن. گل") وات جي پڇاڙي- گِلاقُ- ڳِلاق- واڇ.

● گِلال: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڪنيار.

● گُلالُ ۽ گُلالَ: ذ. صفت. ڳاڙهي رنگ جو اٽو- سِينڌَرُ. ڳاڙهو رنگ- لال رنگ- سُرخُ رنگ. هوليءَ ۾ هندن جو هڪٻئي تي اُڇلايل ڳاڙهو رنگ. سينڌور.

● گِلانِي ۽ گِلانِيُ: ث. ڪراهت- نفرت- بيجان- اٺرَسُ- ڪِرڀَ- سُوگ- ڌِڪار- حقارت- متليچا.

● گُلاڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالوَ (هزاري بلوچن جو هڪ قبيلو، رستماڻين جي شاخ).

● گُلُ بحرُ: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُلُ تاڙو: ذ. درياءُ جي پيڙيءَ جو هڪ عضوو- منزلن ٻڌڻ واسطي سُکان ۾ ٻڌل هڪ پيچل ڪاٺيءَ جو ٽُڪر. (ن-ب).

● گتلتاڻُ ۽ گتلتاڻَ (ڪ): ذ. (ف. غلطان) غلطان- غرق- ٻُڏل- رُڌل- مشغول- مصروف.

● گتلتوُ ۽ گتلتا: ذ. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم- اهو رندو، جنهن سان ڪاٺيءَ جي ڪناري ۽ ڪاٺيءَ جي ريپن تي سُونهن لاءِ ليڪون ۽ گولايون ڪيجن- آهو رندو، جنهن سان درن ۽ درين جي پاڻيلن تي گولايون وغيره ڪيجن- ڪاٺيءَ تي ڪِنار ڪيڻ جو رندو.

● گِلٽُ ۽ گِلٽَ: ذ. ڪنهن ڌاتوءَ تي هتراڏو ڪرايل چِلڪور، هن جا ٻہ قسم ٿين (هڪ اڇي رنگ جو ۽ ٻيو سونَ جهڙو رنگ)- مُلمعو- پاڻي- نِڪِل.

- گِلٽُ ڪرَڻُ: ڪنهن ڌاتوءَ تي اڇو قلعي جهڙو رنگ ڪرڻ. ڪنهن کي دغا سان ڦُري وڃڻ.

- گِلٽِي: صفت. چانديءَ جي رنگ جهڙو رنگ چاڙهيل- مُلمعو چاڙهيل- پاڻي ڏنل- گِلٽ ڪيل- نِڪل ڪيل. (اسم). هڪ قسم جو ڌاتُو- جرمن سِلور. راند جو هڪ قسم- پئسا کنڊڙيءَ ۾ اُڇلڻ سان ڪُڏيل راند.

● گتلپاڻُ ۽ گتلپاڻَ (ڪ): ذ. نوڪر- ٽهليو- شيوڪ- خدمتگار- چاڪر- خدمتي- شيواداري- خادِمُ.

- گتلپاڻِي (ڪ): گِتِ- گولتپَ- غُلامي- پانتهپ- چاڪري- خدمتگاري- شيوا.

● گُلُ چَنُ: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گِلُ حِڪمَتَ: ث. (ف). حِڪمت واري مِٽِي. (ن-ب). طِبُ جو اصطلاح- دوا واري ٿانءُ تي اگڙي ٻڌي، متانس آلي مٽيءَ جو ڏنل تهه- پوتو- ٿِڦ- ليپو- پوچو- پلستر- لِنبَ- مَکَ.

- گِلِ حِڪمَتَ ڪرڻ: ڪيميا گرن جو اصطلاح - دوا جي ٿانءَ کي ڪپڙي ۾ ويڙهي مٿانس آلي مٽي جو تهہ ڏيڻ - ڪوٺاري ۾ دوا جو ڳوٿو بند ڪري مٿانس اگهڙيون ويڙهي قابو ڪري ان جي مٿان آلي مٽيءَ جو تهہ ڏيڻ.

● گُلَرُ ۽ گُلَرَ: ذ. ٽولو - ولرُ - ٽولي - جماعت - ڏڻُ - چانگ - گلو (جانورن جو). ميڙُ - گوڙ - پيهہ - انبوهُ - ڪٽڪُ - پيهنڊ - پيڙ - خلق - هشام.

● گُلَرَ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● گُلَرُ ۽ گُلَرَ: ذ. ڪُتي جو ننڍو ٻچو - ننڍو ڪُتو - ڪُتڙو - پُونگڙو - پُونگ - پلونگڙو - ڪِنڊ. ننڍي قد وارن ڪتن جو هڪ قسم.

- گُلِرڙو ۽ گُلِرڙا: ننڍڙو تازو چاول ڪُتي جو ٻچو - پلُونگڙو.

- گُلَروُ: ذ. ڪتي جو ننڍو پلونگڙو - گُلَرُ - گُلَرڙو.

- گُلِري ۽ گُلِريُون: ث. ننڍڙي پونگڙي - ڪُتڙي. پوُرُ - رِيچڪ - سوداءُ - خيالُ - ٻُڌ ٻُڌو - رِيچڪي.

- گُلِريُون پوڻ: جاڳڻ.

● گُلاراجاڻي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات.

● گلارين: اسم خاص. هڪ ذات (مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو). (ت - بلوچستان).

● گِلِڙو ۽ گِلڙا (ث): ڳالهہ تان هر هر ڦري ويندڙ - هڪ ڳالهہ وارو نہ هجڻ - ڦرٽو گهرٽو - هڪ سخن وارو نہ هجڻ - محڪم ارادو نہ رکڻ.

● گُلڙي (ل): فراسين جي چِٽن جو هڪ قسم.

● گُلُ سانگهڙو: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهہ.

● گُل شاهُ: اسم خاص. تعلقي ميرو خان، تعلقي ڪنڊيارو ۾ ديهن جا نالا.

● گلشيرزئي: اسم خاص. هڪ ذات (بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو).

● گُلُ شَڪَرُ: ذ. اسم خاص سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ مشهور ٻهاڪن جي ڪتاب جو نالو.

● گُلشيراڻي: اسم خاص. هڪ ذات (مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو).

● گُلڦڙو ۽ گُلڦڙا: ذ. وات جو اندريون پاسو - واڇ - جاڙي - واتُ جي ڪُنڊ.

● گُلُ ڪلهوڙو: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهہ.

● گِلِڪي ۽ گِلڪيُون (ث): هٿن سان بدن جي ڪنهن ٻئي عضوي تي آهستگيءَ سان ڪِيل ڪنهار - ڪِتڪِتائي - ڪِتڪِتوئي.

● گِل گِلِ: ذ. ننڍڙي ٻار کي ماءُ پيءُ جي سڏ ڪرڻ جو نمونو - سباجهو آواز - پيار مان سڏڻ جو آواز - پيار جو لفظ - "گِلگِل ڪير اچي." خوشامد - چاپلوسي (ت).

● گِلگٽپال (ل): ذ. خارش - ڪنهہ - ڪنڪهرَ - خارش - خارسَ - ڪُچلي.

● گُلگُلو ۽ گُلگُلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - هڪ هندن جي ذات - گهٽ ذات وارن فقيرن جو هڪ قسم (هندو) - گُرگُلو - ٻڙو.

● گِل گوليڙي: ث. ننڍڙن ٻارن کي ڪوڏائڻ جو نمونو - گِل گِلوليڙي.

● گِلِمُ ۽ گِلِمُ: ذ. (ع. قاليمُن. ف. گليمُ = رلي). ٻِٽُ تي پکيڙڻ لاءِ وڏي فراسي - فراشُ - غاليچو - فرشُ - تپڙُ.

● گُلُ محمدُ: اسم خاص. تعلقو ميرپور بٺورو، تعلقو شاهبندر، تعلقي ميهڙ ۾ ديهن جا نالا.

● گُلُ محمدُ لغاري: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- گُلُ ميخَ ۽ گُلُ ميخون: ث. ڪليءَ جو هڪ قسم - وڏي مٿي واري ڪِلي - ٽوپيدار لوهہ جي ڪِلي - ٽوپي واري ڪِلي. ريزا ميخ. ڪچي سلائي - ٽاڪو - ڪوڪُ.

● گُلَندازُ ۽ گُلَندازَ: ذ. (گولہ انداز) نشانہ بازُ - چهٽو - توبچي - نشان چٽيندڙ - غبارچي. فوجي ساٿهو - سپاهي. (اسم خاص). هڪ ذات.

- گُلتنڊازِيُ ۽ گُلتنڊازِيُون: ث. تو بِزني- نشانہ بازي.

● گُلنڊرُ: ذ. اسم خاص. ٻوٽي جو قسم، ڪاٺيون ۽ ٻن آن جا سکل ٿين- هڪ ٻسارڪو وکر، جو دوائن ۾ ڪم اچي. (ن-ب).

● گُلوُ ۽ گلا: ذ. (سن. گَل > گلا=ڳچي) نِڙِيُ- گهِٽ- ڳاٽ- ڪنٺ- سي- ڪنٺو- هِڪي- ڳچي- ڳلو- ڪنڌ واري ڳلي- نڙگهوٽو- نڙگهٽ- نِرگهٽُ. نڙيءَ جو آواز- سريلو آواز- مٺو آواز- آواز- صدا- اِلحان- هانڪ- پرلاءُ- تنوار- ٻولي- ڪوڪ- لات- رڙ- سر- واڪ- واٽي. آنن جو وڳ- وڳر- ولر- گلر- قطار- ڌڻ- ساڳو. (ماڻهن جي) جماعت- ٽولي- مڳر- ساٿاري- سيڙ- مجموعو- سات (ت). پيڙهي- ڪٽنب. ڦاهي- ڦاسي- فاسي- سوري. مڇي ڦاسائڻ جي ڪنڍي. آ گَرُ- دوڪاندارن وٽ پئسن رکڻ جي ٿيلي. (ت).

- گلا بَنڊُ ۽ گلا بَنڊ: ذ. صفت. ڳچيءَ کي ويڙهڻ جو ڪپڙو- آهو روسال جنهن سان ڪن ۽ ڳچي ويڙهجي- ڪنڌڪ- شانڍهہ پوش- (انگ) مفلرُ.

- گلوُ ڪاٽڻُ: سسي لاهڻ- نڙي وڍڻ- ڳچي ڪپڻ- سِرُ لاهڻ. ڏاڍي سختي ڪرڻ- ڪنور ٿيڻ- بي رحمي ڪرڻ- آزارڻ- ڏکوئڻ- پيڙڻ- ستائڻ- رنجائڻ- ايذائڻ. زوريءَ ڪم وٺڻ- زبردستي ڪرڻ. جبراً ڪرڻ.

- گلوُ ڪپڻُ: گلو ڪاٽڻ- ڳچي وڍڻ- سِر ڪاٽڻ- گلو وڍڻ- ڪنهن جو نڙگهٽ وڍي ڇڏڻ. پئسي جو نقصان ڏيڻ- خواه مخواه ڇيهي ۾ وجهڻ- ٽوٽو رسائڻ.

- گلوُ گهٽجڻُ: ڳالهائڻ ئي نہ نڪرڻ- آواز بند ٿي وڃڻ. ساهہ نہ کڄڻ. زبردستي ٿيڻ- جبراً سِرُ تي اچي ٿيڻ.

- گلوُ لڏِجڻُ: ڪم جو پورائو ٿيڻ. (ن-ب).

- گلوئِيُ گارُ ٿيڻُ: پيڙهي ناس ٿيڻ- ڪٽنب تباهہ ٿيڻ- خاندان ئي ڇٽ ٿي وڃڻ- بنياد تباهہ ٿيڻ- گهر ٻار تباهہ ٿي وڃڻ. ستياناس ٿي وڃڻ- هڙ موڙي ڇٽ ٿي وڃڻ.

- گلهي پوڻُ: ستائڻ- ڪپائڻ- هلاڪ ڪرڻ- دِق ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ- آزارڻ- رڙائڻ- ريڙائڻ- ٻاڻهي ڪڻڻ- ڏهڻ- آچائي ڪڻڻ- دشمني پارڻ- هرو ڀرو وڙهڻ- ڪنڌ ڪڻڻ- جنجال ۾ وجهڻ.

- گلهي جوُ هارُ: مالها- ڪنٺي- هار- ڪنڊلو- ڳلپٽو- ڪنڊي- مِٺن- لڏڻ- پهن- پرين- دوست- پيارو- مبذول- سڪيلڊو- ٻودلو- لاڏلو- ڇڇلو- طوق ٻتلو- انگلي. محبوب- معشوق- دلبر- ساجن- جاني.

- گلهي جوُ هارُ هُئڻُ: بلڪل پيارو هئڻ- محبوب هئڻ- دلبر هئڻ- سڄڻ هئڻ- ساهہ جو سينگار هئڻ- ساجن هجڻ.

- گلهي لائِڻُ: پيار ڪرڻ- محبت ڪرڻ- دل ۾ سانيڍڻ- هنئين سان لڳائڻ- ڳر لڳائڻ- ڇاتيءَ سان لڳائڻ.

● گِلئي گوُرُ ۽ گِلئي گوُرَ: ذ. صفت. گلوگير- لسيلڙاٽيو- منٿائتو- سوالي- محتاج- نيازمند- عرضدار- منٿائو- نيازي.

● گِلوُ: اسم خاص. ٻوٽي جو هڪ قسم. ٻوٽي جي پاڙ، جا دوائن جي ڪتب اچي. پترو- پٽڙو- نرم ڇڊو- پاڻيءَ جهڙو- ڇتڙو- پتلو- ٻنگو- ڇِٽو.

● گُلو ۽ گُلا: ذ. ننڍڙي مڇيءَ جو هڪ قسم- (ٻنا ڇلرن جي، رنگ ڪارو، قد ٻن کان چار انچ هن جا ٻہ قسم ٿين (١) مٺيون گُلو (٢) ڇمن گلو.

● گُلُوُ: اسم خاص. ڪُڪڙ جي ٻاپڙِيُ. ڳچيءَ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو- آن مان ٿهيل ڳچيءَ کي ويڙهن لاءِ هڪ ڊگهو پٽو- گلا بند- (انگ). مفلرُ.

● گُلُوگيِرُ ۽ گُلُوگيِرَ: ذ. صفت. (ف. گلوگير=طامعُ). طامعُ- لالچِيُ. نِڙيءَ کي وٺندڙ ڪڙي شيءِ- گهٽِرُ. سُوالي- عرضدار- منٿائو- نيازمند- دامنگير- پيرين پوندڙ- التجا ڪندڙ- التماس ڪندڙ- عرض ڪندڙ- منٿ ڪندڙ-

عاجزي ڪندڙ. ڏڪويل - آداس - دلگير - غمگين. (ن - ب).

”جاڪي جائين پاڻڪي سڱهو منجهه سرير،
تانڪي اکهو آهين گهايل گلوگير“
(خانه زئي).

● گَلتوانِي: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه.

● گَلُواهُه: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيرو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَلو پَرائِڻُ: ڪورين جو اصطلاح - ڦٽيءَ جي گهرن ۾ ڌاڳا موجب تندون داخل ڪرائڻ.

- گَلو پَرَڻُ (ت): ذ. رَش ۾ هڪ ٻاسي کان تندون وجهي ٻئي ٻاسي کان ڪڍڻ - ڦٽيءَ ۾ نموني سان تندون وجهڻ.

● گَلو تِي (ت): ذ. لَمبو - لامبتُ - ڊِگهو. ڏُٻرو - هيڻو - ضعيف - نِستو - ڪم طاقت - لاغر - آپرو.

● گَلُو ٻَتافِي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَلُور ۽ گَلُورَ (ل - ت): ذ. لَشڪر - تولو - جماعت - دَلُ - وَلَر - گَانَر - جَٿو - ڌَڻُ - چانگ.

- گَلُورِ بَنْدِ ڪَرڻُ: شڪست ڏيڻ - هيسائڻ - ڊپائڻ - ڊپ ڏيڻ - هِراس ۾ رکڻ - چُپ ڪرائڻ - خوفزدو ڪرڻ.

● گلور ڪانِي: اسم خاص. هڪ ول (جا وڻن تي ڦهلجي وڃي، هن جا پَنَ بانس جي پنن وانگي ٿين، ذائقو ڪَوڙو ۽ ڪسارو) - پسارڪو وکر - دوائن جي ڪم ايندڙ. (ن - ب).

● گِلورِي ۽ گِلورِيُون: ث. نوريئڙي جو قسم. گِلوئِي.

● گِلولَ ۽ گِلولُون: ث. ننڍڙي پٿر جي پري مار ڪرڻ لاءِ ٻسانگي ڪاٺي جي ٻنهي مُنهن ۾ ٻَڌل رَٻڙُ - پِڪين ڏي پٿرن اڇلائڻ لاءِ ڪاٺي ۽ رٻڙ سان جوڙيل هٿيار - گُلِيلو - ڪَمانَ - سيڱ. (ت).

● گِلولُ ۽ گِلولا: ذ. صفت. گِلول ۾ هڻڻ لاءِ مِٽيءَ جو ٺهيل گوڙهو. ٻنوڙو.

- گِلولِي ۽ گِلولِيون (ت): ث. مِٽيءَ جو ٺهيل گوڙهو - گِلولو.

● گَلولِي ۽ گَلولِيُون (ت): ث. گُرڙِي - ڪَلولِي - گَروڙِي.

● گِلوهُه ۽ گِلوهَه: ذ. ٿورو - ڳڻ - احسان. (ن - ب).

”گاندو مانڻ گلوهُه، ڪَيوَ تَه ڪَلر هاريو“.

● گِلوئِي ۽ گِلوئِيُون: ث. جيوَ جو هڪ قسم (ڳوهه جهڙو ٿئي، هن جو گوشت ۽ چربي دوائن جي ڪم اچي). (اسم خاص). هڪ ذات.

● گَلُهڏِي: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه.

● گِلِهِي ۽ گِلِهِيُون (ت): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم - ڳاڙهن ڳلن واري ٻڪري.

● گَلتِي ۽ گَلتِيُون: اسم خاص. پکيءَ جو نالو.

● گَلِي ۽ گَلِيُون: ث. (سن. گَلِي = گهٽي) ڪُوچو - ڳلي - گهٽي. راهه - رستو. پاڪُر.

- گلي پائڻ: پاڪُر پائڻ.

● گِلِي ۽ گِلِيُون: ث. اِٽي - اِٽي ڏڪر راند ڪرڻ ۾ ڪم اچي - ٻنهي طرفن نوڪدار ۽ وچ آڀريل ڪاٺيءَ جو ٽُڪر - راند واري ڪاٺي - ڪاٺيءَ جو ٺهيل بيضو - بدوڙو - ڪاٺيءَ جو ٽُڪر، جنهن جو وچون حصو بيضوي ۽ پاسا چُهنبدار.

- گِلِي ڏَڪَرُ: ذ. هڪ راند. (اِٽيءَ ڏڪر راند ۾ آگ وٺندڙ چوڪر، اِٽيءَ کي ڏڪ هڻي راند جي شروعات ڪندو، آگ ڏيندڙ چوڪر وري اِٽيءَ سان ٻَٽَ تي پيل ڏَڪر کي نشان چُنيندو، جيڪڏهن ڏَڪر کي ڏَڪ گُسي ويو ته ٻوءِ ڏَڪر سان اِٽيءَ جي ڏُوري ماپيندا آهن. ٻهرئين ڏَڪر کي بَڪَٽُ، ٻئي کي لَٽين، ٽيئي کي مُون، چوٿين کي نار، پنجين کي آر، ڇهين کي وِيئِي ۽ ستين کي جُڳ يا ٻُڪو چوندا آهن [اِهي مدراسي انگ آهن]. مفاصلو جنهن نمبر تي ختم ٿيو، اُن نمبر واري داءُ جو ڏَڪ، آگ وٺندڙ هڻندو آهي. ٻَڪَٽُ ۾ ٻيرجي آگرين مٿان اِٽي رکي، مٿيرو آڇل ڏيئي ڏَڪ هڻبو آهي. لِين ۾ (اِلهو ٻِلهو) ڏڪ هڻندا آهن. مُونِ (منگل [

جو مٿيو) ۾ مُٿ تي اِتي رکي، مٿي آچلي ڏک هڻبو آهي. نارِ (ٻہ گهوڙا پار، ٻمٻئي ۽ ڪلڪتو ڏيکار) ۾ چيچ ۽ ڏسٽي آگرين جي ٻٽيءَ مٿان اِتي رکي، مٿي آچلي ڏَڪ هڻندا آهن. آر (انڌي اک) ۾ اک تي اِتي رکي، هيٺ ڪيرائي ڏڪ هڻبو آهي. ويٺي (وڻ ٽپندي ويٺي) جو ڏڪ ٺونٽ مٿان اِتي رکي، مٿي آچلي ڏڪ هڻبو آهي. جُڳ ۾ گِلِ ۾ اِتي رکي ڏڪ هڻندا آهن. هن راند ۾ ڪنهن ٻہ داءُ جي ڏڪ گُسڻ سان رانديگر ڪاپي ٿيندو، وري پاڻ وجي آگ ڏيندو).

● گُليِ ۽ گُليُون: نيرو رنگ – ڪپڙن جو ڪليل رنگ ٻيهارڻ لاءِ نيِر مان ٺهيل اٽو (پائوڊر) – نيِل.

– گُليِ گِڙو ڙهُ: جنديءَ ۾ ڪرايندڙ رنگ جو قسم.

● گُليُتو ۽ گُليُتا (ٿ): ذ. ڪنهن ڳالهہ تان ڪاڏل ڦيري – نابري – انڪار – ڦيرو.

– گُليُتو ڪائيڻُ: ڪيل ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ – اصل ڳالهہ تان ڦري وڃڻ – ناڪار ڪرڻ – نابري وارڻ – نٽنائي وڃڻ.

● گِليِ خورُ: اسم خاص. ذ. هڪ پکيءَ جو نالو (بَدَڪ جيڏو). (گِني فَول) ولايتي ڪڪڙ. فِيل مرغ.

● گُليِرُ ۽ گُليِرون (ت): ث. ٻڪريءَ جي نِڙيءَ هيٺان ٻہ چڙي جون ڳلتيون – لُڙڪا.

● گُلديِرو: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر حيدرآباد ۾).

● گِليِقُ ۽ گِليقَ: ذ. ٻيٽو سيبيل ڪپڙو، جو سياري ۾ سرديءَ کان ويڙهجي – غِلاف – گِليِق.

● گِلپقُ ۽ گِلپقَ (ت): ذ. ٿُلهي ڪپڙي جو قسم – ڪپڙو. (شايد گِلپفُ).

● گُلتيِلُ ۽ گُلتيِلَ، گُلتيِلُون: ث. پکين جي هڪلڻ لاءِ سُٽ ۽ ڪاتيءَ مان ٺهيل ڪانياٺي – رٻڙ ۽ ڪاتيءَ مان ٺهيل شڪار ڪرڻ جو هٿيار – غُليل – گِليلو – گِلول – ٽِيٽڪ – ڪانياٺي. (اسم خاص). تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو. ميرپور ساڪري ۾ هڪ شهر جو نالو.

– گُليلو ۽ گُليلا: ذ. صفت. (سن. گُلمي) مِٽيءَ مان ٺاهيل چِڊو – مِٽيءَ جو ڳوڙهو – گولو ڪانياٺيءَ ۾ وجهي هڻڻ لاءِ – مِٽيءَ جو گول روڙو – گولو – گُلولو. پنوڙو.

– گُلپيلي ۽ گُلپيلِيُون: ث. ٻسانگي ڪاتي مان جوڙيل هٿيار، جنهن سان پکيءَ وغيره مارجن – رٻڙ ۽ ڪاتي ۽ چم جي چِپِي مان ٺاهيل گُليل. مِٽيءَ جي ننڍڙي ڳوڙهي.

● گُليو ۽ گُليا (ٿ): ذ. ڪُتي جو ننڍو ٻچو يا ٻچڙو – گُلِرُ – پِلونگڙو – پونگڙي – پُونگڙو.

● گُليهہ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر حيدرآباد ۾).

● گُمُ ۽ گُمَ، گُمُون: ذ. ڪَلَ – سماءُ – سُڌ – معرفت – سَمَڪَ – پَروڙَ – خبرچار – ٻوجهہ – خبر – علم – ڄاڻ – وِديا – گيان – گُمان. ڏَس – آهُڃ – آثار – نشاني – آرپارُ – سنگ – آهڃاڻ – پتو – پارُ. سمجهاڻي – نصيحت – هدايت. سَمجهہ – فَهم – زيرڪي – ٻُڌِ – ٻُڌِي – ذهن – چترائي – دانائي – ڏاهپ – سياڻپ – سنٽو پرائي – هوشياري – چالاڪي.

● گُمُ ۽ گُمُ: ذ. صفت. (ف. گُم = غائب) غائب – لڪل – ڇُپيل – ڳُجهو – الُوپُ – مخفي – غرق – لاپتا. ڪوهيِتل – وڃايل – وِيَلُ – ٽِڙيل – ڇَٽُ – نابود – تباهہ – برباد – آجاڙ – هارايل – ضايع ٿيل. (ڏک لڳڻ ڪري يا رت جي خراب ٿيڻ ڪري). بدن تي نڪري پوندڙ ڳوڙهو – ڳِنڍو – ڳِڙُ.

– گُمُ ٿيڻُ: غائب ٿيڻ – الُوپُ ٿيڻ – هِڙپ ٿيڻ – وڃائجي وڃڻ – غرق ٿيڻ – لاپتا ٿيڻ. ضايع ٿيڻ – تباهہ ٿيڻ – برباد ٿيڻ.

– گُمُ شُمُ: صفت. گُم – گُنُون – لِڪَل – لِڪايل – گُم نام – مخفي – ڳجهو – الُوپ – غائب. خاموش – ماٺ – ڇُپُ – سانت. ششدر – حيران – هڪو ٻڪو – وائڙو – ويچُون وِيَل.

– گُمُ ڪَرَڻُ: لِڪائڻ – ڇپائڻ – روپوش ڪرڻ – ڳُجهو رکڻ – ڍڪي ڇڏڻ – غائب ڪرن – الُوپ ڪرڻ. وڃائڻ – ضايع ڪرڻ – گنوائڻ – ڪوهڻ – وڃائي ڇڏڻ – زيان ڪري ڇڏڻ.

● گماٽِجڻُ: (سن. گُم = وڃڻ) وڃڻ – ڪوهجڻ – گُجهو رهڻ – غائب رهڻ. نابود ٿيڻ – ضايع ٿيڻ – چٽ ٿيڻ. (ن – ب).

● گماشتو ۽ گماشتا: ذ. (ف. گماشتن = نظرداري ڪرڻ) پٽلاوٽو – ايجنٽ – دلالُ – شاهوڪاري ڪاروبار هلائيندڙ – خريد فروخت ڪندڙ – ٻئي جي طرفان ڪنهن ڪم لاءِ مقرر ڪيل خاص ماڻهو – ڪارڪن – نائب – ڪامگار – ڪارائو – ڪمدار – منيم – منيب – مختيار – مئنيجر – ڪرتا.

– گماشتگيرِي ۽ گماشتگيرِيُون: ث. صفت. پٽلاوڻ – دلالِي – ايجنٽي – دستُوري – نائبِي.

● گماگمُ (ت): ذ. ذڪر – وجد – ياد اِلاهي. جهد – سعيو – ڪوشش – آدمُ – محنت. رقصُ – ناچُ.

● گمانُ ۽ گمانَ: ذ. (ف. گمان = شڪُ) شڪُ – شُبهو – ظنُ – ڀرمُ – سنسو – وسواس – وِسواس – وَهم – وِسوسو – سنديهُ – غيرت – بي ويساهي. ڪلپنا – خيال – قياس – ڀاوَ – انديشو – سنڪلپُ – سُنوڪيت – وَهم – سمجهه – نظر – راءِ – قياس آرائي – وِيچارُ – دليل – ڪيافو.

– گمانجڻُ: مصدر. شڪجڻ – شڪ آڻڻ – بدگماني ڪرڻ – گمان آڻڻ – شڪ هجڻ – وَهم هجڻ – خيال آڻڻ – اوشواش هجڻ – ڀرمجڻ – سنسو آڻڻ – ڄاڻڻ – سمجهڻ – ڀانئڻ – وَهم آڻڻ – انديشو ڪرڻ – وِسواس ڪرڻ – شڪي ٿيڻ.

– گمانُ ڪرڻُ: شڪ ڪرڻ – وَهم ڪرڻ – اوشواش هڻڻ – ڀرم ڪرڻ – سنسو آڻڻ – گمانجڻ.

– گمانِي ۽ گمانِيُون: صفت. شڪي – سنسي – ڀرمي – وِسوسيو – بي ويساهو – وِسواسي – شڪائتون – بي ويساهي – بي اعتباري – خيالي – ڀُورالو – شڪائتو – اوشواشي – بي اعتبارو – اڻ وِسهُو – شڪ ڳاڙهيو – بدگمان – سنسائي.

● گمائڻُ: مصدر. وڃائڻ – لڪائڻ – گُمُ ڪرڻ – پَرائي شيءِ لڪائي ڇڏڻ. غائب ڪرڻ – الُوپُ ڪرڻ. چورائڻ – ڦٻائڻ – غصب ڪرڻ – پَرائو مال هڙپ ڪرڻ. (گمايو – گمائيندو – گمايل).

● گمبٽُ: اسم خاص. رياست خيرپور ۾ تعلقي ۽ ديهه ۾ شهر جو نالو.

● گمبيرلُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۾).

● گمبُو ۽ گمبا (ت): صفت. ٿلهو – موٽو – ڄاڏو – سَرڪو – سَپَرُ – دُ دستو.

● گمڀيرُ ۽ گمڀيرُ: ذ. صفت. (سن. گمڀير = بُردبار) سوچ ويچار وارو – بُرد بارُ – گُوڙهو – ويچاروانُ – ڳرو – مُتحمّل – باري – ڏِيمُون – اونهن خيالن وارو – گيان وارو – اونهو – جهانُ ديدو – آستوار – محڪم – مستقل مزاج – سنجيد و – سوچيندڙ – فهيم – دُورانديش.

● گمٽ: راند – رُونشو – چرچو – تماشو – مزو – ڪيل خوشي – نينگٽ ٽهو – رَهسو – وِندر – پوڪ.

● گمراهُ ۽ گمراهَ: ذ. صفت. (گُم = ليڪل + راهه = رستو) واٽ ڀُليل – رستو ڀُليل – رستو وڃايل – واٽڙو – بدليل – ڀُليل – وسوڙيل – بي راهو – ڀُلل – ڀيرانتمانُ – رولُ – اوجهڙ – آواره – مُنجهيل – حيران ٿيل – پريشان ٿيل – غرق. بدراه – مذهب کان ڦريل – مُلحد – ڪافر – مَلعُون – اڌرمي. ٽڙيل – ڏِڪاريل – لوڏيل – ڦيريل – بدعتي.

– گمراهِي ۽ گمراهِيُون: ث. صفت. بي راهي – اوجهڙ – اياٿپ – رولو – جنجل – پولو – پريشاني – حيراني. مَلعُونيت – ڪُفر – مُلحدي – بي ديني. خطا – چُوڪ – چُڪَ – غلطِي – سَهوَ. اياٿپ – بي سمجهي – بيوقوفي – ناداني.

– گمزِي ۽ گمزِيُون: ث. نٽکِي.

● گمسانُ ۽ گمسانَ: ذ. گوڙُ – گُوڙ ٻڙ – وِڳوڙ – فساد – لڙُ – شور – هُلُ – هُجومُ – ڀيڙَ – گهمسان – مانڌاڻ.

● گمسانڻُ ۽ گمسانڻَ: ذ. اسم. گند. خرابي – بدبو.

● گمڪتئودا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● گِمڻلِيُ: اسم خاص. ڪانياواڙ علائقي ۾ هڪ شهر (راڻن جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ ڪڇ جي جاڙيجن حاڪمن ڪاهہ ڪري زبون ڪري ڇڏيو).

● گُمنامُ ۽ گُمنامَ: صفت. (ف. گُمنامُ = غيرمشهور) اڻ واقف – ناواقف – اڻ سڃاتل – اڻ ڄاتل – نامعلوم – اڻ ڇت – لڪل – غيباڻو – لاپتي – غير مشهور. لِڪيلُ – ڳوڙهو – ڳُجهو – ڇپيل – لاپتہ – گُم – مخفي. گونگو – لِڪل (خط).

– گُمنامِيُ ۽ گُمناميون: ث. غير مشهوري – نامعلوميت – ڳُجهائي – نامعلومي – معدومي.

● گُمنائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات. (قادري).

● گُمنُهَنُ (ت): ذ. سنڌ جو هڪ حصو (مٿيون حصو). سِروُ – آپو – آتر.

● گُسڻُ (ت): مصدر. گُم ٿيڻ – غائب ٿيڻ – الوپ ٿيڻ.

● گُسيلُ: ذ. گُمراهہ – ڀُليل – ڀٽڪيل – ٿاٻڙيل – مُنجهيل – سُنڌل.

● گُنُ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر لاڙڪاڻي ۾).

● گُنُ ۽ گُنَ: ذ. (هہ. گُن = ڳُڻ) ڳُڻُ – عادت – خصلت – وَصف – صفت – خاصيت – جوهَر – اثر – تاثير. لڇڻُ – افعال – ڪرتوت – اعمال – ارڪان – ڪَرڻي – فِعل. قابليت – لياقت – دانائي – هوشياري – ڏاهپ – سياڻپ. چڱائي – ڀلائي – نيڪي – خوبي. عِنايت – مهرباني – اِحسان – وَڙ – ڪِرپا – ڪَرم – ٿورو – لائق. مَدح – ثنا – واڪاڻ – ساراهہ – تعريف – نفعو – فائدو – آپراسو. هُنر – اٽڪل – ڪيڏ – حرفت – چالبازي.

– گُنائِيتوُ ۽ گُنائِيتا: ذ. صفت. گُن وارو – لڇڻائتو – چڱين عادتن وارو – سُٺن لڇڻن وارو – ڳُڻائتو – اخلاقن ڀريو – احسانائتو – ٿورائتو – وڙائتو – فائدي وارو.

● گُنَ چورُ ۽ گُنَ چورَ: ذ. احسان نہ مڃيندڙ – ٿورو نہ مڃيندڙ – ٻئي جي ڀلائيءَ کي وساريندڙ – اِحسان فراموش – ناشناس.

– گُنترُ ۽ گُنترَ: ذ. مُفيد – گُنُ وارو – احسان وارو – لڇڻائتو – اخلاقن ڀريو – گُنائتو – ڳُڻائتو.

– گُنُ ڪَرَڻُ: احسان ڪرڻ – ٿورو ڪرڻ.

– گُنوَتِيُ: گُن وارو – احسان وارو – وڙائتو – ٿورائتو. (ن – ب).

– گُنيوَنت: گُڻن وارو – ڳُڻن وارو – گُڻيونت – ڳُڻائتو. احسان ڪندڙ – مهربانيون ڪندڙ.

– گُنَ هُجَڻُ: خاصيتون هجڻ – گُڻ هجڻ. چالاڪيون هجڻ – هُنر هجڻ – اٽڪلون هجڻ – هنرمند هئڻ.

● گِناتَ ۽ گِناتُون: ث. همذات – ذات وارو – عزيز – رشتيدار – قريب. ڇوڪري يا ڇوڪريءَ جي ساهرن جو عزيز – ڀائيچاري – پَٽ – قوم وارو. قبيلو – پاڙو. (هي سمائڪو اکر آهي).

– گِناتِيُ: ث. رشتيداري – عزيزي. مائٽي – عزازت – قرابت. تعلقات – ڳانڍاپو – لاڳاپو – ناتو – واسطو.

● گُناگورُ ۽ گُناگورَ (ت): ذ. فيض رسائيندڙ – فائدو پهچائيندڙ – شفاعت ڪندڙ – نفعو رسائيندڙ – فيض وارو.

● گُناهہُ ۽ گُناهہَ: ذ. (ف. گُناهہُ = پاپ) ڏوهہ – قصور – جُرم – خطا – اوڳڻ – دوش – ڀُل – عيب – اپراڌ – ڪُڪرم – ستم – وِڏ – کهٽائي – تقصير – ميار. غير فطري ڪم.

– گُناهِتوُ ۽ گُناهِتا: ذ. صفت. پاپي – پراڇتي – گناهي – پاپائتو – هٿيارو – پاپ جو – پاپ جهڙو – عيبدار – ڏوهي – بڇڙو – خراب – دُشٽ – بَد – خبيث – شرير – مندو – اپراڌي – ڪُڪرمي – قصور وارو – خاطي.

– گُناهہَ جهڙوُ ۽ گُناهہَ جهڙا: صفت. ڏوهہ جهڙو – ڏوهہ جو – ڏوهي – اپراڌي. فوجداري.

– گُناهہُ صَغِيرُو: ذ. صفت. ننڍو ڏوهہ – ڇوٽي خطا – هلڪو جُرمُ – آهو گُناهہُ جيڪو ڏڻي تعاليٰ (توبہ ڪرڻ سان) معاف ڪري ڇڏي – انساني سَهْوَ. (نظر بد – بد دَيانت – فاسد خيال جو دل ۾ اچڻ).

- گُناهہ ڪبيرو: ذ. صفت. سخت گناهہ - وڏو گناهہ - مها پاپ - مها دوش. (زنا ڪاري. [ناحق] خون. خودڪشي وغيره جهڙو ڏيل گناهہ).

- گُناهہ گار ڇ گُناهہ گار: ذ. صفت. گنهگار - ڏوهي - پاپي - اڌرمي - عاصي - ڪُڪرمي - فاسق - فاجر - بدڪار - خطا وار - مجرم - اپراڌي - گناهتو.

- گُناهگاري ڇ گُناهگاريون: ث. صفت. خطا - قصور - جرم - دوش - ڏوهہ - گناهہ - اپراڌ. ڏنڊ - جرمانو - چٽي - عيوضو - ڪفارو - پراشچت - شُڌي. توبهہ - پڇتاءُ.

- گُناهي ڇ گُناهي: ذ. صفت. گنهگار - گُناهتو - گناهگار - ڏوهي - پاپي - اپراڌي.

● گنبَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (بلوچن ۾).

● گنبُ: ذ. ث. گوهل مٽي - گارو - گپ - چڪ. مٽيءَ جو چنبو. (صفت). نرم - ڪُنئرو. مٽيءَ جي پِٽ. آهو پَٽُ جو گهٽي پاڻيءَ سبب گوڙها يا لئي جهڙو گهاٽو ٿي پوي.

- گنبُ پَٽُ: ذ. ٿوري گيهہ وارو پَٽُ - آڌ رَڌو پَٽُ.

- گنبوڙو ڇ گنبوڙا: ذ. مٽيءَ جو پِنوڙو.

● گُنبَ ڇ گنبون: ث. گُنڊُ - ٿُهو - دِڳ - دِڳيون - ڪوڙي. ڪوڙ - دِير. گنجُ - خزانو. ڪابہ گڏ ڪايل شيءِ. چَڊرو - پيٽرُ - دِدِرو - پيٽِرو. پيپَ - پيٽُ.

- گُنبَ وِجهڻ: چَڊرو ڏيڻ - پيٽِرو ڏيڻ.

● گُنبُ ڇ گُنبَ: ذ. ڪوڪي يا ڪنهن بہ شيءِ جي چوٽي يا گولائون مٿو - مٿو - سرو - چوٽي.

● گنبا: اسم خاس. هڪ ذات جو نالو.

● گنباتِ: اسم خاص. پِٽَ شاهہ جي ويجهو هڪ قديم ديهہ جو نالو.

● گنبتُ ڇ گنبتَ: ذ. ٻيڙيءَ جو وچ. ٻيڙيءَ جي وچ وارو خال. (جهاز جو) ڪُنڀُ - پٽنڪرُ. (اسم خاص). ضلعي خيرپور ۾ هڪ شهر جو نالو.

● گُنبذُ ڇ گُنبذَ: ذ. (ف). عمارت جي مٿان گولائين ديوار. گول ڇت واري عمارت. قُبو - بُرجُ.

- گُنبذ دارُ ڇ گُنبذَ دارُ: ذ. صفت. قُبي وارو - قُبائون.

- گُنبذ مدفن: ذ. قبر مٿان قُبو.

● گنبو ڇ گنبا: ذ. ٿُلهو - موٽو. متارو - توٿان.

● گنبي ڇ گنبيون: ث. نارَ جي ڦرهين کي آرڻ سان جڪڙڻ يا مضبوط ڪرڻ لاءِ هنيل ڪاٺ جون ڇپرون - ٿلهي ڊگهي ڇپر - گول ڇپرَ.

- گنبي هڻڻ: فائدي ۾ ڳالهائڻ.

● گُنبي ڇ گُنبيون (ڪ): ث. آٽ جي ڪير جي ڪجي.

● گنپَل (ٿ): ذ. گاهہ جو هڪ قسم.

● گنڀيرُ ڇ گنڀيرَ: ذ. صفت. (سن). سالتيڪو - ڌيرو - ڌيريُنو. باري - سنجيدو - بُرد بار - تحمل وارو. سياڻو - ڏاهو. ڳوڙهو - ڪَهرو - آونهون. غمگين - آداس - دلگير. (ت). ماٺيڻي طبيعت وارو. خاموش. (ڪ).

- گنڀيرائي ڇ گنڀيرايون: ث. ڌيرجائي - تحمل - سالتيڪائي - ڳؤرائي - ديريتائي - بُردباري - سنجيدگي - سانت - ڌيرائي - ماٺ - خاموشي.

● گنٽو ڇ گنٽا: ذ. زمين جي ماپ جي هڪ زنجير - ٦٦ فُوٽي سنگلي. زمين جي ايراضيءَ جو هڪ ماپو - گهُنٽو.

● گنٽَ (ٿ): ذ. ڏَڌِ جو ڦَٽُ.

● گنٽرو (ٿ): ذ. آڱن جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

● گنڊڙي ڇ گنڊڙيون (ٿ): ث. ڳنڍڙي - ڳنڍڙي.

● گنڍيو ڇ گنڍيا (ٿ): ذ. مرض جو هڪ قسم (جنهن ۾ سنڌ سڪي پَوَن يا بدن جا هَڏ وڌي پَون). گاهہ جو هڪ قسم - ڊگهن تندن وارو ڳنڍيرُ.

● ڳنجِ ۽ ڳنجُون: ث. (سن. ڳنجَ يا ڳنجَ). مٽي جا ڳُتل وار- مٿي تي ڳُتل وارن وارو هنڌ. مٿي جي لسائي- ٽِپٽِيءُ- روڏ- ٽوڙهه- ٽالَ.

- ڳنجاڻِ: ث. گنجائي- ٽوڙهائي- روڏائي.

- ڳنجو ۽ ڳنجا: ذ. مٿي جي ڳُتل وارن وارو يا کوڙيل وارن وارو- ٽوڙهو- روڏو- سوڏو. (ث. گنجي ۽ گنجيون). (اسم خاص). حيدرآباد ۾ هڪ ٽڪر جو نالو (گنجو ٽڪر).

● ڳنجُ ۽ ڳنجَ: ذ. (سن. گنج. ف. گنج = کوڙ) ڍِڳ- کوڙُ- انبارُ- هنبارُ- جهجهو- گهڻو- پنجن جي انگ پوئتان برڪت لاءِ "گنج" چوڻ. گهڻو- دلَ- اڻ سيو- هيڪاندو- سرسُ- انيڪُ- بي انتُ- پنڊار- خزانو- مٽو مال- راهتم- ڳند- ٿهو- کوڙي- انبوهه- ڍير- ڍن- سٿو- گنجي- مٿي. بي انداز- گدام- ذخيرو- ڪثيرخزانو- گهڻو مال- ميڙ. بازار- سنڊي- ڏتي- مارڪيٽ.

- ڳنجَ آهي: (ڪونه آهي) - گهڻو آهي. (انڪار جي معنيٰ پڻ).

- ڳنجُ الاهِيءُ: ذ. قرآن مجيد- مصحف عزيز- ڪلام الله.

- ڳنجُ بخشُ: صفت. وڏو فياض- ڏاتار- لک داتا- لک بخش.

- ڳنجيءُ ڏِيڻ: سار ڏيئي سڌو ڪرڻ. ايٺ ڪي دباءَ ۾ آڻي ٺيڪ ڪرڻ.

- ڳنجُ شهيدانُ: ذ. صفت. شهيدن جو مقام.

- ڳنجِ لڳِيءُ وڃڻ: تمام جهجهو فائدو ٿيڻ- گهڻي آپت ٿيڻ- زياده نفعو ٿيڻ.

- ڳنجُ هُجڻُ: گهڻو هجڻ- ڪجهه نه هئڻ. "هاڻي انُ ڳنجُ آهي".

● ڳُنجُ ۽ ڳُنجَ (ت): ذ. سٽڻ جي آبداٽي وٽان وريل وَڪڙ- ڳهنجَ.

● ڳُنجُ ۽ ڳُنجَ: ذ. ڪاٺ جو ڏبلو (جنهن ۾ اندر گهٽا ڏبلا بند ٿيل هجن. سندس شڪل گول ٿئي). ڏبلي ۾ ڏبلو.

● ڳنڄا: اسم خاص. چانورن جو هڪ قسم (ڳاڙها چانور ٿُهه اڇو سنگ لسو). هڪ ذات جو نالو.

● ڳنڄا نوڙَها: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳنجارڻُ: مصدر ر. (سن. ڳُنجُ) لامارا ڏيڻ- ڦيرڻ- چڪر ڏيڻ- ليمڻ- ٽنبڻ- پيرڻ- ڦيرا ڏيڻ- چڪر ڪاڍڻ- گهمرا ڏيڻ- وارا ڪيڻ. (ڳنجاريو- ڳنجاريندو- ڳنجاريل).

● ڳُنجار: ڦيرا ڏيڻ. "پوئرن جي ڳلن مٿي ڳُنجار."

● ڳُنجاسَ ۽ ڳُنجاسُون (ت): ث. خيانت. ڇيهو- نقصان. ٽوٽ.

● ڳُنجالِنُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳُنجائِشَ ۽ ڳُنجائِشُون: ث. ڪمي. ضرورت. سهل- موقعو- جڳهه. لياقت- حيثيت. جاءِ.

● ڳِنجرڻُ: مصدر ر. ڦاسي وڃڻ- اٽڪي وڃڻ- چنبڙي وڃڻ.

- ڳِنجرجڻُ: ڦاسي پوڻ- بيمار ٿيڻ.

- ڳِنجِرِجيءُ پوڻُ: ڳنڍجي يا ڦاسي پوڻ- بيمار ٿي پوڻ. ويڙهجي وڃڻ.

● ڳُنجِڙو: ذ. سارين جو هڪ قسم (سڳداسي سنهڙا ۽ خوشبوءِ دار چانور).

● ڳُنجِسُ ۽ ڳُنجسُون: ث. ڪاٺ جي ڇپر.

● ڳُنجِسِيُون (ت): ث. غير- ڪٽڻُ- ميرائي.

● ڳُنجِفو ۽ ڳُنجِفا: ذ. راند جو قسم- تاس- پتو- پتن جي راند.

● ڳنجُ ڳيڊِيءُ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳنڄڻَ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ڪراچيءَ حيدرآباد ۾).

● ڳنڄڻُ: مصدر. پُون پُون ڪرڻ- جهونگارڻ- رُون رُون ڪرڻ- پُڻ پُڻ ڪرڻ- ميڻ ميڻ ڪرڻ (مڪ وانگر). (ڳنجيو- ڳنجندو- ڳنجيل).

● ڪَنجُو: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ڏيهه جو نالو.

● ڪنجو ٽِڪَرُ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ڏيهه جو نالو.

● ڪَنجُو جبَلُ: ذ. اسم خاص. حيدرآباد ۾ هڪ ٽڪر جو نالو

"ڪَنوَرِين پال پنهونءَ جا ڪنجي منجهه گهَرِيام".

● ڪنجوُرا: اسم خاص. هڪ ذات (ڪِتران بلوچن جو هڪ قبيلو).

● ڪنجِي ۽ ڪَنجِيُون: ث. قميص جي اندران پائڻ لاءِ ننڍي چولي - ڪپڙي جي ڪنجي - ولايتي آڏيل ننڍي چولي، جا قميص جي اندران پائجي. ٺوڙهِي، گاهه جو ٻوڙو. (اسم خاص). تعلقي نَئِن ۾ هڪ ڏيهه جو نالو.

● ڪَنجِيُ يا ڪُجِيُ ۽ ڪُنجِيُونُ (ڪ): ث. ٻڪيءَ جي نِڙَ گهٽ وٽ هڪ چمڙي جي ٿيلهي، جنهن ۾ ڪاڄ ڪَنو ٿئي.

● ڪُنجُ ۽ ڪُنجَ (ت): ذ. آنڊي جو پاسو.

● ڪَنڊُ ۽ ڪَنڊَ: ذ. (سن. ڪند، ڪَنڊ. ف. گند=ڪچرو). ڪِنُ - ڪچرو - ٻُهَرُ - مَيِلُ - ميٽي - مَٽرُ - مير - ميلُ. وِگند - چِٽ - بدبوءِ - ڏپ - ڏَمَڪَ - ڏُرِڪَنڊُ - عُفُونت. غلاظت. نجاست - ناپاڪائي - پَليِتيُ. گندي زبان - ڪَچُ - سارگند. زخم ۾ خراب ٿيل رت. موٽَ (ٻَيڻ جي ڳاڙ وٽ هيٺان پاٿيءَ ۾ وڏا لوڙهه ٿين). ٻڪو لوڙهه - ڪڙول پوٽيءَ جي ڳاڙ - خراب بوجارا ڪڙيل لوڙهه:

"ڪَنڊُ جنين جي ڪوڏ ۾، ڪلهن تي ڪوٺيون"
(شاهه).

"گند جنين جي گوڏ ۾، پساڻ وڙا پوشاڪ"
(شاهه - ڪاموڏ).

▬ ڪَنڊائِيُ ۽ ڪَنڊائيُونُ: ث. صفت. ميراڻي - ڪنائي - گدلائي - گندگي - مٺلاڻ - ميراڻ. غليظائي.

▬ ڪَنڊ سَٽَڻُ (ت): خرابي ڪڍ ڪرڻ - خراب ڪم ڪرڻ - بڇڙائيءَ ۾ پوڻ - بدمعاشيءَ ۾ مُبتلا ٿيڻ.

▬ ڪَنڊ ڦَلارَڻُ: خراب ڳالهه ظاهر ڪرڻ - خراب ڪَنڪو ڪرڻ - بد شد ڳالهائڻ - گلا ڪرڻ. ڪنهن جو لڪلُ عيب ظاهر ڪرڻ.

▬ ڪَنڊُ ڪَيڏَڻُ: ٻوهاري ڏيڻ. لُچَ لُفنگي ڪي ٽڙي ڪيڻ.

▬ ڪَنڊ ڳاڻهڻُ (ت): ڪِن ڪچرو - ٻُهَرُ. مَيِلُ.

▬ ڪَنڊُ ڳاهڻُ (ت): ڪچرو - خرابي.

▬ ڪَنڊَ گيُ ۽ ڪَنڊَ گيُونُ: ث. صفت. گدلائي - ميراڻ - ميرائي - ڪِنَ مان پريل - مَٽرُ - غلاظت. مَيِلُ - ڪچرو - ٻُهَرُ - ڪِنُ ڦِٽُ - غليظائي.

▬ ڪَنڊ مَيِڻُ (ت): خراب ڳالهائڻ - خرابي پَرَڻُ.

▬ ڪَنڊُو ۽ ڪَنڊا: ذ. صفت. ميرو - ڪِنو - لُڙوُ - گچيرو - گندلو - ڏوڙ پِتڪَليو - غليظ - مَليِنُ - فاحِشُ - بانسدار - ڪِڪوُ - اوباشُ - بي شرميءَ جو - آگهاڙو - ريجالو. چِٽارو - نرڪ؛ ويدڪاري ۾ سُڪتي جي بچاءَ لاءِ.

▬ ڪَنڊُو هَڙُ ۽ ڪَنڊُو هَڙَ (ت): فساد - جهڳڙو - خرابي.

▬ ڪَنڊِيُ ۽ ڪَنڊِيُونُ: ث. صفت. بڇڙي - خراب - ميري - ڪِني.

● گِنڊُ ۽ گِنڊَ: ث. پراڻي رليُ - رلهِيُ.

● ڪُنڊُ ۽ ڪُنڊَ: ذ. صفت. راهه - ٿهو - ڊِڳُ - ڊِڳِيُ - ڪوڙي - آن جو ڪُندلو - ڪوڙ - انبوهه - ڊِيرُ - گهٽو - جهجهو - سٿو - سٿِيُ - گُدام - دَنَ - ڏڙو. ڪَلِيُ. آونهو (ڪَنڊ انُوسارُ). اوڙاهه.

● گِنڊا ۽ گِنڊايُونُ: ث. فقيرن جي گودڙي - گودڙ - رليُ. ڪَٿي - ڪدا يا جمني.

● گندا گبري: جهولي. رلهي فقيرن جي.

"نه گندا نه گبري لئه لانگوٽي ليڙ"
(شاهه - رامڪلي).

● ڪَنڊا گولنگ: اسم خاص. هڪ ذات (دوڪائي بلوچن جو هڪ قبيلو).

● ڪَنڊاوا: اسم خاص. بلوچستان ۾ جهونا غرق ٿيل دڙا (جن جي ويجهو ٻهريائين لاشاري بلوچ اچي آباد ٿيا).

● گنڊ پٿو: اسم خاص. لسٻيلي طرف هڪ جبل جي لڪ جو نالو.

● گنڊپٽ ۽ گنڊپٽ: ذ. ٻاڄهيءَ تي پيدا ٿيندڙ ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● گنڊر (ت): ذ. ستر نهن جا ڪچڙا ڳنر - ڪوڪرون يا سترنهن جا ڳنر - سائي ٻاڄهي.

● گنڊر ۽ گنڊر (ل): ذ. گنڊل - قاتل رلي - گليم - ڌڙڪي. قاتل اوڇڻ.

● گنڊر ۽ گنڊر: ذ. ڏک - فڪر - غم - ڳڻتي.

- گنڊر ول: ڏکن جو وڻ. (سر حسيني - گر).

● گنڊرا: اسم خاص. هڪ ذات (مهاڻن ۽ ملاحن جي).

● گنڊرائي: اسم خاص. رياست لسٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ جنهن جي ويجهو جبلن ۾ غارون جڙيل آهن. شايد اڳئين زماني ۾ هتي جا رهاڪو قوم عاد ۽ ثمود وانگر غارن ۾ رهندا هئا (ت - بلوچستان).

● گنڊرف ۽ گنڊرف: ذ. معدني پيدائش جو قسم جو پارڻ جي ڪم اچي - گندڪ - آنولاسار - ڪڪڙ - ڪوڪيرو.

- گنڊرف جو تيزاب: گندڪ جو تيزاب - آنولاسار جو پاڻي.

● گنڊرو ۽ گنڊرا: ذ. ملاح - مهاڻو.

- گنڊري ۽ گنڊريون: ث. مهاڻن جي ذات - مهاڻي

"تون سمو آءٌ گندري، مون ۾ عيبن جوءِ" (شاهه - ڪاموڏ).

● گنڊڙو ۽ گنڊڙا: ذ. ننڍي گندي - گندلو.

● گنڊڪ ۽ گنڊڪ: ذ. (سن. گندڪ = گندڪ) گندرف - معدني پيدائش جو قسم، جا ٻرڻ ۾ ڪم اچي - تيزابي شيءِ جو قسم - ڪڪڙ - آنولاسار - ڪوڪڙ. پسارڪو وکر - هڪ دوا. عطار - عطر وڪڻندڙ - وڻ ۾ ٿيندڙ جيت جو قسم.

● گنڊل ۽ گنڊل: ذ. ٻه پڙو ڪٿو - ڪمبل. جانيي ۽ سرنهه جا گل.

● گنڊلو ۽ گنڊلا: ذ. صفت. ڏتو مٿو - پٽو - جٽو - زٽو - ٿلهو - ڦوڪانگ - ستر وتر - ڏونسو - مٽڪو - ڏگ - ٻٽ ۾ پريل - چنوبڪو - ڳنڍڪو - گهڪهتو - چڪهتو - پرتو. وڻ جي بچاءُ لاءِ ڏنل لوڙهو - جهنگلو. ڪنبڻ جي پيت چوڌاري آيل.

● گنڊلو ۽ گنڊلا: ذ. اَنَ رکڻ لاءِ مٽيءَ جو ٺهيل ننڍو ٿانءُ.

● گنڊم ۽ گنڊم: ذ. ڪڻڪ - گيهون.

● گنڊنا ۽ گنڊنائون: ذ. ث. گاهه جو هڪ قسم، ٿوم جي ٿنن جهڙو، جبلن ۽ باغن ۾ ٿئي. پسارڪو وکر - دوائي ٿئي.

● گنڊن ۽ گنڊن: اسم خاص. مڇيءَ جو قسم، فوٽ ڪن ويڪري ۽ ٽن - چئن فوٽن تائين ڊگهي ٿئي، اچا سنهڙا ڇلر، هنئيءَ جا ڪارڙا ڇلر، ست پر، ويڪر اڍائي فوٽن تائين، ڊيگهه ۾ پنج - ڇهه فوٽ، تور ۾ وڏي ۾ وڏيءَ جي تور ٽيهن سيرن تائين ٿئي - پلي جي شڪل جهڙو، ٻاڄهيءَ ۾ پاسيرو ترندڙ - چرڪي جهڙي ٿيندڙ مڇي جو قسم. وڏي ڪارائي، جا ڪرت ڪان ننڍي ٿئي. (ت). عيب لائڻ. (ت).

- گنڊني ۽ گنڊنيون: مڇيءَ جو قسم.

● گنڊو ۽ گنڊا: ذ. لوڙهي واريون گنڊيون ۽ گنڊڙا، جن ۾ ڏنار ننڍا ڦر رات جو پوري، مٿان ٻهلڻ ڏيئي ڇڏين، انهيءَ لاءِ ته ڪو ميرون وغيره ڪين کڻي نه وڃي. (سر مارئي - گر).

● گنڊولو ۽ گنڊولا: ذ. ننڍي رلهي.

● گنڊونو ۽ گنڊونا (ڪ): ذ. سٽو - ڳوڻين سبڻ لاءِ لوهه جو چهنبدار، سنهو ڪيل اوزار. (ڪاچو).

- گنڊوني ۽ گنڊونيون (ڪ): سوڙين سبڻ لاءِ وڏي سئي.

- گنڊي ۽ گنڊيون: ث. مٿي تي پٿرڻ لاءِ هڪ زنانو ڪپڙو - زناني چادر. زالن جي پوتي - ڪپڙو - لتو - چيڙ - رئو - پانڊو - سالورو - ڏهٽو - چني - اوڙني - چادر. گودڙي. خراب

عورت وغيره- ميري- ڪيني- فاحش- اوباش-
گدلي- غليظ. (ٿ). چادر- رلي- تپڙ.
- گنڊي پرڪڻ (ن): چادر ڍڪڻ.
- گنڊي پسال: ٿورو مينهن. جهڙي برسات-
ڪپڙي پوس مينهن.
- گنڊيءَ مانيءَ چڙيو هئڻ: چٽ چريو
هئڻ. نهايت چيت کان ٻاهر. بلڪل هوش کان
نڪتل.
● گينڊي ۽ گينڊيون: ٿ. رلي- رلهي-
گودڙي- چادر- ديهاتي عورتون ڪپڙي جي
ٽڪرين سان ڍڪ زائين تي رليون ٺاهين- جمني- ڪيڊا.
- گينڊيءَ جا آيون: راز- ڳجهه- مخفي ڳالهه.
رمز- اٽڪل. رنگ- طرح.
- گينڊي چنبڙڻ: سڪتو موٽڻ- خالي هٿين وڃڻ.
● گنڊي ۽ گنڊيون: ٿ. آن رکڻ لاءِ
مٽيءَ جو ٺهيل گنڊلو- آن رکڻ لاءِ مٽيءَ جو
وڏو ٺانءُ- اٺ جي پتلي- مٽيءَ جو پيپ
آن رکڻ لاءِ.
- گنڊيءَ جا آيون ڪڍڻ: عيب ظاهر ڪرڻ-
سقر ڳولڻ. راز کولڻ.
● گنڊ ۽ گنڊ: ذ. (سن. گنڊ=بانس).
بانس- ڏپ- ٻڌ ٻوءِ- ٻوءِ.
● گنڌار ۽ گنڌار: ذ. (سن. گنڌار=گنڌار).
راڳ جي ستن آوازن مان هڪ آواز، راڳ جي
ستن آوازن مان ٽيون نمبر آواز- علم موسيقي جي
ٽئين سر جو نالو جو رکب کان هڪ درجو
مٿي آهي، هن ۾ مخرج سيني مان نڪري، جيئن
(رڍ، کهٽي يا ٻڪريءَ جو آواز)- هڪ راڳڻيءَ
جو نالو- پيرو راڳ جي هڪ راڳڻي. قنڌار جو
ملڪ يا آتي جو رهاڪو- قنڌار ملڪ جي هڪ
شهزادي جو نالو- قنڌار جو هڪ شهر.
- گنڌاري ۽ گنڌاريون: ٿ. گنڌارين جي
شهزادي. ڌرت راشٽر جي زال. هڪ راڳڻيءَ
جو نالو.
● گنڌاري ۽ گنڌاريون: ٿ. صفت.
ڪيني- مهاٿي "نوري گنڌري".

● گنڊڻ (ٿ): ذ. سنگهڻ. مانيءَ لاءِ ٻوڙ
يا ڀاڄي.
● گنڊيلا: ڪيڙو لباس پهريندڙ، سرلي وڄائيندڙ
۽ نانگ نچائيندڙ جوڳي (انهن جوڳين جي قبيلي
جو نالو).
● گنڊڻ: مصدر. ٻتالڻ- رولو- گهڻ پيڻ.
منجهائڻ- اڙائڻ- ڦاسائڻ- مبتلا ڪرڻ- حيران
ڪرڻ- ٽال مٽول- گڙ ڪرڻ- دق ڪرڻ-
پريشان ڪرڻ- ٽڙڪائڻ.
- گنڊ ۽ گنڊ: ذ. آنڊ گنڊ- گوڙ- ڪين-
ڪچرو- مولجهارو- دقت- حساب ڪتاب جو
مونجهارو- گنڊ گوڙ. معاملو- مقدمو. گهڻڊ.
شڪل ميوو. (ٿ).
● گنڊائڻ: مصدر. سٽ وغيره ۽ پڙهڻ-
حساب ڪرائڻ.
● گنڊجڻ: مصدر. ڪيڪو ورڪو ٿيڻ- وڇون.
ٿيڻ- فهميون منجهڻ- واڙو ٿيڻ- حواس خطا
ٿي وڃڻ- آرجهڻ. بد هضمي ٿيڻ.
- گنڊجي پوڻ: گهٽي ڪاڏي ڪاٺ ڪري
پيٽ ۾ گوڙ گهمسان ٿيڻ- تڪليف ٿيڻ.
- گنڊ گوڙ: ذ. صفت. مونجهه- گهوٽالو-
گهمٽ گهوڙ- مونجهارو- رولو- پولو- جنجل-
پريشاني- گڙٻڙ- بي انتظامي- اَبتري- خلل- فساد.
ليکي چوکي جي مونجهه. گند ڪچرو- آنڊ گنڊ-
ڪين چٽن- ٻهٽر- ڪچرو- ڪين- لٽ- ناڙ-
ٻوڊو- ٻولانڊو- ڪوڪيڙو. آتل پتل- ڦڪو-
ڏونڌاڙ- چاچول- پٽوڙ.
● گنڊيل ۽ گنڊيل: صفت. ڪيڪو ورڪو
ٿيل- وڇون ٿيل- فهميون منجهيل- آڙيل-
گيتل- ٻڌل.
● گنڊ ۽ گنڊ (ڪ): ذ. گهنج- سٽ-
ور- منهن ۾ شور- گهنڊ- اندر جي پليتي-
پيٽائي- بغض- ڪينو- ساڙ- منهن بڇڙو-
ڪپٽ- دل جي خرابي- بد نيت- خرابي- حسد.
منجهيل حساب. دعوي- مقدمو- معاملو.

- گُنڍُمُنڍُ: ذ. صفت. مونجهارو - گڙ ٻڙ - گهمسان - لُڙُ - وائڙائي - بکيڙو - رولو - گهمگوڙ - گِيچُ - گول مول - گُڙ گُڙڙاني.

● گُنڍُو ۽ گُنڍا: ذ. صفت. ڏاڪو - ڏاڙيل. ٺڳ - کوٽو - اندر جو پليت - بدنيت وارو - دغاباز - اندر جو ڪارو - فريبي - مڪريل - منافق - ڊوهو - ڊُنو - بڇڙو - خراب.

● گُنڍِيرُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه.

● گُنڍُ ۽ گُنڍَ (ت): گونگهٽ - گهنڊ. لڪ لڪاءُ.

- گُنڍُ ٻلاڙو ڪرَڻُ: منهن ڍڪي ويهڻ. پڙدي ۾ ويهڻ. لڪي ويهڻ. گهُنڊ گهُنڊالو.

- گُنڍُ ڪرَڻُ: منهن لڪائڻ. پڙدو ڪرڻ.

● گُنڍُڙَ (ت): ذ. ٻانيڻن جي هڪ نُکَ. ٻانيڻن جي ذات.

● گُنڍُوخُ ۽ گُنڍُوخَ (ت): ذ. بي همت - ٻڇڙو - سست. نستو - ڪمزور. ضعيف - ڏٻرو.

- گُنڍُوخائِي ۽ گُنڍُوخايُون: ث. بزدلي - ٻڇڙي طبعيت.

● گِنڍِيرُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ٿر ۾ رهندڙ).

● گِنتر: اسم خاص. گاهه جو قسم.

● گِنڊِوَ: هڪ دلي رکڻ لاءِ ڪاٺيءَ جي گهوڙي (منجي). ان کي ٽنگون ڪونه ٿين.

● گنِڪا ۽ گنِڪائُون: ث. ڪسبڻ - ويشيا - رن - ڪيري - بدپيشي - ڇڪلائڻ - فاحش - رنڊي - ڪسبياڻي - طوائف.

● گنگ (ت): ذ. ڪانهن يا ستن جي ٻوڙي جي ڪاني جو سنگ - نِسريل ٻوٽو.

- گنگ ڪيڍَڻُ: ڪانهن يا سَرن جي ڪالي جو نسرڻ.

● گنگُ ۽ گنگَ: ذ. صفت. بيحد وڏو - ڀاري - ڏَوُر دنگ - پربت جيڏو - وڏو درياءُ - تمام وڏو. ڀيانڪ - خوفناڪ. (اسم). سَر جو ڊوڏو. (ن - ب).

"سَرءُ لڳو سَرَ موريا، ڪيڏيا گوش گنگن".

- گنگارپَڻُ: سَرن جو ڦَٽڻ.

- گُنگُ تِيتِڻُ: گڏجڻ - مقابلي لاءِ هٿيارن سان دشمن جي آڏو اچڻ.

● گُنگُ ۽ گُنگَ: ذ. صفت. گولگو - گنگو. محويت. خاموشي. (ع. ا - ڊ).

- گُنگبازُ ۽ گُنگبازَ: ذ. صفت. گونگو ناٽڪ ڪندڙ - سانگ وجهندڙ.

- گُنگبازِي ۽ گُنگبازِيُون: ث. صفت. سانگ - گونگو ناٽڪ - گونگو تماشو.

- گُنگُبوڙُ ۽ گُنگُبوڙَ: ذ. ماٺ مٺ - چپ چاپ - سانت - سناٽ - خاموشي - گُپ چُپ - سامت - ٿامر - آرام - سناٽو - ٺپر - بي هوشي - غشي - گهيٽرائي - مورڇا ڪٽي - گيرٽ.

- گُنگُ ٻوڙَ ۾ گُذارَڻُ: آندر جو اندر ۾ گهٽيون ڪندو رهڻ. جنيءَ سان جهوري لڳڻ - گهٽيءَ ۾ گذارڻ - پريشان حال رهڻ.

- گُنگُٽوُڪَيو ڳالهائڻ: چٽيءَ طرح نه ڳالهائڻ. صاف نه ڳالهائڻ - آٽڪي ڳالهائڻ.

- گُنگُدامُ ۽ گُنگُدامَ: ذ. بي زبان - حيوان - جانور - مِرون - پسون - گگدام - وهٽ - جِيئُوُ - ساهوارو.

● گنگا ۽ گنگائُون: ث. (سن: گنگا = مشهوري) هندستان ۾ هڪ نديءَ جو نالو - ڀارت ۾ هندن جي پوتر نديءَ جو نالو.

"گنگا لوچي گودڙيا، جر ڀيٽائُون جام"
(شاه. رامڪلي).

هندن ۾ اڪثر عورت جو نالو. دور ديش ۾ مري ويل هندن جي هڏَن جي رَکَ ۽ هائيون هندو ماڻهو اتان کڻي اچي هن نديءَ ۾ وجهندا آهن.

- گنگا آشنانُ ڪرَڻُ: ڌرم جو ڪم ڪرڻ.

- گنگاتِي ۽ گنگاتِيُون: گنگانديءَ جي مٽي - گنگانديءَ جي واري (جا هندو قوم پوڄا پاٺ لاءِ ڪم آڻي). گنگي ماڻهوءَ جي حالت - گنگا فقير.

- گنگا پَرُبَتُ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو، جنهن مان گنگا ندي نڪري وهي ٿي.

▬ گنگاڌارا: آڪاش گنگا – ڪهڪشان – کيرڌارا.

● گنگا واميُ: اسم خاص. چانور جو قسم.

● گنگا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گنگائيُ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ڪراچيءَ ۾).

● گنگائڻُ: مصدر. گنگي وانگي ڳالهائڻ – ڏبيل آواز – گهگهو ڳالهائڻ – سمجهه ۾ نه اچڻ جهڙو ڳالهائڻ – گنگ پوڙ ڪرڻ. (گنگايو – گنگائيندو – گنگايل).

▬ گنگائيُ ۽ گنگائيونُ: ث. بي زباني – ڳالهائي نه سگهڻ واري حالت – نه سمجهڻ جهڙو ڳالهائڻ – گونگو.

● گنگترڙوُ ۽ گنگترڙا: ذ. صفت. ٽرڙو (لائيون) – هڪ ٽڪ نه ڦرندڙ لائنون – ڪڙڪڙيو.

▬ گنگترڙائيُ ۽ گنگترڙائيونُ: ث. صفت. لوڏي سان هلڻ – ڏڏڪي سان هلڻ – نخري واري چال – ڳرم – لوڏو – ڏوڏو.

● گنگڏاس (ث): اسم خاص. هڪ ذات (ٿر ۾ رهندڙ راجپوت).

● گنگر ۽ گنگرَ: ذ. صفت. وڏو ڪٽنب – وڏو عيال – عيالدار.

● گنگريتُ ۽ گنگريتَ (ڪ): ذ. سڪرات واري حالت – لڪيءَ ۾ ساهه هئڻ.

● گنگڙُ: اسم خاص. هڪ ذات. تعلقي گمبٽ (ضلعي خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گنگڙُ ۽ گنگڙَ: ذ. نوڙي – ڦاهي. نقصان. ڦڏو – فساد. ڇيهو – ڪوٽ – ٽوٽ.

▬ گنگڙُ پوڻُ: فساد ٿيڻ ڪري مشڪلاتون پيش اچڻ.

● گنگڙائيُ ۽ گنگڙائيونُ: ث. صفت. ڏڏڪي سان هلڻ – لوڏي سان هلڻ.

● گنگڪيُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گنگوُ ۽ گنگوُ (ت): ذ. لٺيءَ (وڻ) جو ڳاڙهو گونچُ – ڪنگو (ل).

▬ گنگوتاروُ ۽ گنگوتارا (ت): ذ. صفت. ڳاڙهي گونچ وارو لٺيءَ جو ٿارو.

● گنگو: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گنگوُ ۽ گنگا: ذ. صفت. (ف. گنگُ) جيڪو ڄائي ڄم کان ڳالهائي نه سگهي – بي زبان ماڻهو، حيوان وغيره – جيڪو ڳالهائي نه سگهي – ڳالهائي نه سگهندڙ. ماٺ وارو – مانيٺو. گنگدام – جانور – حيوان – بي زبانو.

▬ گنگائيُ: گنگا فقير، جي نه ڳالهائين.

▬ گنگنُ ۽ جنگنُ: آئن ۽ پهلوان جتن سان. (ن – ب).

▬ گنگيُ گانءِ هئڻُ: مانيٺو هئڻ – سادي سياءُ وارو هئڻ.

● گنگوُ ۽ گنگا: ذ. اسم. ننڍ ڪان کهٽو.

● گنگوتريُ ۽ گنگوتريونُ: (سن. گنگوتري = گنگا نديءَ جو منهن) ث. گنگا نديءَ جو منهن – گنگا نديءَ جي هماليه جبل مان نڪرڻ واري جاءِ. هماليه جبل جي هڪ پربت جو نالو. جبل جي هڪ چوٽيءَ جو نالو.

● گنگو ڌهوُ: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گنگونُ (ل): ذ. آڪ جي ٻج ڪان وني ڪند جي پاڙ تائين ٿوهي جي مٿان وارن جو ليڪو، سنڌو.

● گنگو واروُ گوڙُ لائڻُ: ڳالهائي ٽڪجڻ – رڙيون ڪرڻ.

● گنگپُ: خوفناڪ – خطرناڪ – پٽو پريو.

● گنگهه ۽ گنگهه: ذ. ننڍڙو ڳوٺ – ڳوٺڙو – ننڍو ڳوٺ – وستي – واهڻ – ڳام – ديهه.

● گنگهرُ ۽ گنگهرَ: ذ. آهدا – مصيبت – آفت – غضب – ڪمبختي – نياڳپ – شامت – ماجران – سوڙهه – لاچار حالت – مشڪلات. جنجل – جنجال. ڏک – اهنج – سورُ – رنجُ – ڪٽُ – ڦاهو – ڪٽُ – سرڪڻ – ڦاهي. تنگي – افلاس.

● گِنگهرو ۽ گِنگهرا: ذ. (سن. گگتر + اوڪ = گِنگهرو) زيور جو قسم- پيرن ۾ پائڻ جو وچندڙ زيور- پيرن ۾ پائڻ جو ڳهڻ- ننڍڙو منڙ- زَنگلو- قُلقو. چٽي جو ڦوڙو- سِٽي جو ڦوڙو- گهنگهرِ يو.

● گِنگهڻ جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گُنگهٽِي ۽ گُنگهٽِيُون (ل): ث. جيت جو قسم، ڳاڙهي رنگ جو ٽٽي، گدري ۽ ڇانهين جي ول کائي. گهريتڙِي.

● گُنگهه ٻوڙ ۽ گُنگهه ٻوڙا: ذ. ڳالهه اهڙي ڳالهائڻ، جنهن جو اول، آخر نه هجي، ۽ نه سمجهه ۾ اچي. بنا سمجهه جي ڪم ڪرڻ.

● گُنگهِي ۽ گُنگهِي: ث. گهٽِيل آواز- ويٺل نڙي- گهگهي.

● گُنمبِچِي: اسم خاص. تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَنوارُ ۽ گَنوارَ: ذ. ڳوناٺو- واهڻي- دهقاني- گامِڙيو. جِٽُ- آناڙِي- جهنگلِي.

- گَنوارُ سَمجهڻُ: ڳوناٺو يا جِٽُ سمجهڻ.

● گُنوار: آن جو قِسم- هڪ پوک.

● گَنوائِڻُ: مصدر. (سن. گمياوي = وڃائڻ. پرا. گماوي = وڃائڻ). وڃائڻ- ضايع ڪرڻ- ڪوهڻ- برباد ڪرڻ- بگاڙڻ- نابود ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- اجاڙڻ- اجڙڻ- ويران ڪرڻ- اجايو وڃائڻ- لٽڻ- دفع ڪرڻ- ڦوڪي ڇڏڻ- چٽِي چورو ڪرڻ- خرچي کائي ڇڏڻ- اڏائڻ- ڪوهڻ- ناس ڪرڻ. گُم ڪرڻ- لِڪائڻ- چورائڻ- ڇپائڻ. (گنوايو- گنوائيندو- گوائيل).

- گَنوائِيڻ: وڃائين- ضايع ڪرين.

● گنوتر: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد ۾).

● گُنوتِي ۽ گُنوتِي (سن): ذ. صفت. گُن وارو- گُن ڪندڙ:

"گُنِي، گيانِي، گنوتي، اعليٰ دوس عجيب" (نامعلوم).

● گُنوخُ ۽ گُنوخَ (ت): ذ. صفت. ڪوڙو- توتي- غافل. سستُ. جاهل- بيوقوف- ڀِيلو- مورک- اناڙي- بي عقل- بي سمجهه.

● گُنَهُ ۽ گُنَهَ: ذ. گُناهُ- ڏوهه. دوش- پاپ.

- گُنهگارُ ۽ گُنهگارَ: ذ. صفت. ڏوهي- اپراڌي- تقصير وارُ- عيبدارُ- عاصي- خطا وار- قصوروار- پاپي- ڏڄڙو- ڪلنڪي- داغي- بدڪار- دوشي- حرفي- ڏوهو- پراچتِي- گُناهِي- مازم- مُجرم- فاسق- ڪُڪرمي- پاپائتو- هچارو- گُناهتو- پاپ جو- پاپ جهڙو- سزاوار.

- گُنهگارِي ڀَرَڻُ: ڏنڊ ڀرڻ- ڏوهه ڏيڻ.

● گُنهورا: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گِنهولُو ۽ گِنهولا: ذ. ٻَلا ۽ نانگ جو قِسم.

● گُنئُونرو ۽ گُنئُونرا: ذ. صفت. ڪير پياڪ ننڍو آٺ يا آٺ جو ننڍو ٻچو- ڪنوات- ڪنوات.

● گَنئُن: ذ. صفت. ويل- گُم- وڃايل- برباد ڪيل- ڪوهيل- اجڙيل. ڪوهڻ- اڏائڻ- ضايع ڪرڻ- هارايل. چِٽُ- ناس- برباد- گَنئُن. غلطان (ڪم ۾).

- گَنئُن ٿيڻ: وڃائجي وڃڻ- گُم ٿي وڃڻ (ڪنهن ڪم لاءِ وڃي ۽ واپس نه موٽڻ). وڃائڻ- برباد ڪرڻ- ڪوهڻ- اڏائڻ- ضايع ڪرڻ- نقصان ڪرڻ. چِٽُ ٿيڻ- ناس ٿيڻ- تباهه ٿيڻ.

- گَنئُون: ذ. صفت. بهادر- پهلوان- طاقت وارو- ٻلوان- سُورمو- سورهيه- سُور وِيرُ- زور آورُ- وِيرُ- جوڌو- نايڪُ- ٻَلِي- ٻَليارو- دليرُ.

● گُنِي ۽ گُنِي: ذ. ث. صفت. گُن وارو- گُنُ ڪندڙ- گُڻ وارو- گُڻوان- علم عروض جو ڪامل ۽ ماهر. ڪامل- وَلِيُ الله- خدا رسيدو- عارف- شڪتي وان- علم وارو. لائق- فائق. نانگ ڪيڏائيندڙ- نانگن جا منتر جنتر ڄاڻڻ وارو. سياڻو. جادوگر- ٽوڻو ڦيڻو ڄاڻيندڙ. فائده دارُ.

● گنياتُ ۽ گنياتَ (ڪ) : ذ. خيال – شعور – مت – ڏينگ – عقل – سُڌ. اوت – اٽڪل. ڳڻتي – فڪر – چنتا.

● گنٽيرُ ۽ گنٽيرَ : ذ. صفت. وڏو شاهوڪار.

● گنتيڙُ ۽ گنتيڙَ : ذ. هاٿي – فيل – گج – ڦرنڊ ڪان وڏو هاٿيءَ جو ٻچو. بي عقل – آڏايو – ڳهيلو – مورڪائو – بي عقليءَ جو – احمقاڻو. ڪڪر. ڪڏهرو ماڻهو. شيطان.

● گنتيڙگر : ذ. صفت. بهادر – جوڌو – پهلوان – بانڪو – ڪوپو.

● گڻُ ۽ گڻَ : ذ. (سن: گڻَ = نوڪر) ٻانهون – ٻيلِي – نوڪر.

● گڻُ ۽ گڻَ : ذ. (سن: گنَ = گڻُ) اخلاق – لڇڻ – چڱي عادت – سنا لڇڻ – عادتون – خصلتون – خاصيت – خوبي – شخصيت – سڀاءُ – عادت – صفت – وصف – آثر – تاثير – ڳڻ – لياقت – هنر – قسم – نمونو. نيڪي – چڱائي – فائدو. سدا چار – مت ڳڻ – ثواب – سلڇڻ. لائقي – خوبي – چڱائي. هنر – فن – ڪشلتا – چترائي – حڪمت – مهارت – ڪاريگري – ذهن – اِدراڪ – آرُ – جوهر – قابليت – ٻُڌ شڪتي – لياقت – پاترتا – يوگيتا. ديا – ڀلائي – مهرباني – مهر – آن گرهه – وڙ – احسان – ٿورو – ڪرپا – ٻاجهه – ديا – عطيه – نوازش – عنايت – ايڇپو – ٻاسخاطري – رعايت. گهٽائي – زيادتي. طريقو – واٽ – رستو. اسباب. ڳڻڳوت – خيال – ويچار. ڏاڳو – سڳو – رسي – نوڙي. ساز جي تند – ڪمان جو زِهه – ذِهو – گهرو.

▬ گڻاڪاري ۽ گڻاڪاريون : ث. صفت. گڻڪاري – فائدي وارو – قلدائڪُ – قيمتي – ڪمائتو – صحت بخش – مفيد. وڻندڙ – مزيدار – سوادي.

▬ گڻُ آوگڻُ : عيب ثواب – برائي ڀلائي – بڇڙائي چڱائي.

▬ گڻائتو ۽ گڻائتا : ذ. صفت. گڻن وارو – چڱين عادتن وارو – لاڀائتو – گڻ ڪاري – گڻاڪاري – فائدي وارو – قلدائڪ – قيمتي – ڪمائتو – صحت بخش – مفيد. وڻندڙ – مزيدار – سوادي. نيڪوڪار – نيڪ – چڱو – مرادوند – سلڇڻو – فرمانبردار – شڪرگذار – مشڪور. ڪاريگر – مجرب – هڪ تڪ – عمل ڪندڙ. لائق. ساراهه جوڳو – انعام جوڳو. ڳڻائتو – وڙائتو – مهربان – اُپڪاري. ڀڳڻ – گوهر – گڻي – چترُ. وڻندڙ – مفرح – تازگي ڏيندڙ. شاڪر – احسانمنديءَ جو – احسان مند – ممنون.

▬ گڻائتي ۽ گڻائتيون : ث. صفت. گڻن سان ڀريل.

▬ گڻُ چورُ ۽ گڻَ چورَ : ذ. صفت. احسان فراموش – بي شڪر – بي شڪريو – بي گڻو – ڳڻچور – ڪرتگهن. ڪلال – بي قدر – اڻاسو – بي مروت – بي حيا – بي ديدو. ناوڻندڙ – نمڪ حرام – ڳلا خور – ناموافق – نيچ – ڪميڻو – مليڇ.

▬ گڻُ چورائيُ ۽ گڻُ چورائيون : ث. صفت. ڳڻ چوري – بي شڪري – ڪلالي – بي مروتي – ڪرتگهنتا – اڻاسائي – اِحسان فراموشي – بي قدري – بي حيائي – بي شرمائي. ڪميڻائي – مليڇائي – نيچپائي.

▬ گڻ ڪارُ ۽ گڻ ڪارَ : ذ. صفت. فيض بخشيندڙ. شفاعت ڪندڙ – مهرباني ڪندڙ – احسان ڪندڙ.

▬ گڻُ ڪاري ۽ گڻَ ڪاريون : ث. صفت. فائدي وارو. قلدائڪ – گڻاڪاري – سقل – سقلائتو – نيڪو ڪار – قيمتي – ڪمائتو – ڪارائتو – ڪتبائتو – فائدي مند – مفيد – صحت بخش – ڪم وند – سجايو – سڪيارتو – سڪمو – سارٿڪ. نيڪ – چڱي – چڱو.

▬ گڻُ ڪرَڻُ : ڀلائي ڪرڻ – ڪنهن سان نيڪي ڪرڻ – چڱو ڪم ڪرڻ. پيار پيدا ڪرڻ.

▬ گڻ گِرهڻ ڪرَڻُ : لڇڻ سکڻ – تهذيب وارو ٿيڻ – اخلاق سکڻ.

▬ گڻوانُ ۽ گڻوانَ : ذ. صفت. سٺن لڇڻن وارو – سٺين خصلتن وارو – سهڻين عادتن وارو.

● گڻونتُ ۽ گڻونتَ : ذ. صفت. گڻن وارو – سٺن اخلاقن وارو – ايمالدار – نمڪ حلال – ڏاڍو – هوشيار – هنرمند – ماهر – گڻي – هنري – ڪامل – حاذق – چتر – سگهڙ – ڀڙ – ڪاريگر – استاد. ڏاهو – سياڻو – سقل. سجان.

- گُٽُو َنٽِي ُ: گُٽن واري. لڇڻ واري.

● گُٽَوٽِيت ُ ج گُٽَوٽِيت َ: ذ. صفت. گُٽي – ماهر – چاڻو – هُنرمند – هوشيار – داناءُ – ڀاڻو – سياڻو – ڪاريگر – حاذق – ڪُشَل ُ – استاد – پِرَتُرُ – سُگهڙ – حِڪمتي.

- گُٽِي ُ ج گُٽِي ُ: ذ. صفت. نيڪ – ڀَلو – ڀيلوان – ڌرم شيل – داني پُرش. ڀلي ماڻس – سدا آچاري – ثوابي – پُچي – سُلڇڻو – نيڪيءَ جو – چڱائي – نيڪ نام. پاڪدامن – پتورت. لائق – پِرَتُرُ – قابل ڪار – مُجرب – هِڪ ٽِڪ – عمل ڪندڙ. هُنري – هُنرمند – ڪُشل – ماهر – حاذق – چِتَر – سُگهڙ – ڪاريگر – استاد. پڙهيل – وِدوان ُ – عالم – فاضل – خوبيءَ وارو – اثرائتو. گُڻ ڳائيندڙ – ٿورو مڃيندڙ. خوبين وارو.

● گُنبُ ُ (ل. ت): ذ. وڏو گُنبذو – ڦوڦينڊو – نشان – دڙو – ڪُنگِرو.

- گُنبِيل ُ ج گُنبِيل َ: ذ. صفت. آهو ماڻهو جنهن جو سينو ٻاهر نڪتل هجي.

● گَنِتِ: (سن. گنت) گنت ودِيا – انگ ڳڻڻ – انگي حساب – الجبرا – علم هندسه.

- گَنِتِ ڪَرَ َڻُ: حساب ڪرڻ.

● گَنگ َ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَنگِ: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۽ تعلقي آباوڙي ۾ ديهن جا نالا.

● گَنِگ ُ ج گَنِگ َ: ذ. وڏو هوشيار. چالاڪ – ٺڳُ. ڪنجُوس. مڪار – فريبي – دغاباز – پنبال.

● گُنِنبُ ُ ج گُنِنب َ: ذ. ڳُوڙهو – گهاٽو.

● گُنُو ُ ج گُنَا: ذ. گهٽو – جيت جو قسم، جو ڪاٺ ۽ ڪتابن کي لڳي، کين ڳاري ڇڏي – ڪاٺ ڪندڙ ڪيڙو – سُرو. ٻيڙيءَ جو ٽُن – ٽُنگ.

● گَنَ َ وِيلِڙِي ُ: اسم خاص. ول جو قسم (ٿَرَ ۾).

● گُنپِسُ ُ ج گُنپِس َ: ذ. ڪِلو – ڪونٽو.

● گَنپِيش ُ ج گَنپِيش َ: ذ. (سن. گڻ + ايش = شِوِ ۽ پاربتيءَ جو داناءُ پُٽ). هاٿيءَ جي مٿي جهڙي مٿي سان.

● گـو ُ: حرف جملو. گـويا – جڻڪ – جيتوڻيڪ – توڻي – اگرچ. (ذ). ڳالهائيندڙ – سُرو َڻو – آلاڻو – وَڪتا. (جيئن: بدگو = خراب ڳالهائيندڙ).

● گَوُ ج گَوُ (ل): ذ. چانديءَ جي هار جو مڻيو.

● گَوادَرُ: اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ ساموندي بندر. ايران ۾ هڪ بندر.

● گُوارُ ج گُوار َ: ذ. ڳِنوار – گنوار – گوپ.

● گُوار َ ج گُواروُن ُ: ث. سنڌ ۾ ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم، ڀاڄيءَ طور ڪم اچي، ٻُوٽي جون ڦَرهيُون – موٺُ – گُوارِي – گاهه ۽ ٻج جو قسم. هاضم – هضم ٿيندڙ – جِيورندڙ – هاضمو ٿيندڙ. سُهائيندڙ – وڻندڙ – ڀاءِ پوندڙ – دل پسند – موافق.

- گُوارِتِي ُ (ٿ): ث. گُوار جون سُڪل ڦريون، ٻج ڪان سواءِ، جي اٽ ۾ ٻڪريون کائين.

- گُوارَ ڦَرِيُون ُ: ث. هي ننڍو ٻُوٽو جُوار سان گڏ ٿيو آهي، ڦريون ٻج سان پريل ٿين ۽ رڍي کائجن (اڪثر جانور وغيره کائين).

- گُوارِي ُ ج گُوارِيُون ُ: گُوار – ڀاڄيءَ جو قسم.

● گُوارُ ج گُوار َ: ذ. صفت. ڳِنوار – گنوار. ڳئون چاريندڙ – مال چاريندڙ. چوپايو مال ڌاريندڙ.

● گَوارا: هضم – برداشت.

- گَوارا ڪَرَ َڻُ: برداشت ڪرڻ – سَهڻ – مڃڻ – منظور ڪرڻ – تسليم ڪرڻ – قبول ڪرڻ.

● گَوارائِڻُ: مصدر. گُم ڪرائڻ.

● گُوارِيا (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ٿر ۾).

● گُوَاز َ (ل): ذ. ٽَپ َ – وڏا چال. ڇلانگ.

● گِواس َ ج گِواسِيُون ُ (ل): ث. صفت. آباسي.

● گَوال ُ ج گَوال َ: ذ. (سن. گو + وال). گانئُنِ وارو – ڍَ گِيُن وارو. هندن جي هڪ ديوتا، ڪرشن مهراج جو نالو. مينهون ڳئون چاريندڙ.

● گَوالِيارُ ج گَوالِيار َ: ذ. (ف). هڪ شهر جو نالو. گهڻو بوجهه.

● گَواهُہ ج گَواهَہ: ذ. (ف. گواه = شاهدُ). ساکِي ُ – گواهي يا شاهدي ڏيندڙ – ثابتي پهچائيندڙ.

▬ گواهِيءُ ج گواهِيُون: ث. شاهدي - ثابتي. پرماڻي - تصديق.

● گُواهُ ج گُواهَ: ذ. شاهدي ڏيندڙ - ثبوت ڏيندڙ - ثابت ڪندڙ - تصديق ڪندڙ - ساک ڀريندڙ - شاهدُ - ساکي - اوگاهي - اوڳاهي - اوڳاهه - ثابتي - پرماڻ. نشاني.

▬ گُواهِيءُ ج گُواهِيُونءُ: ث. صفت. شاهدي - ساک - ثبوتي - اعتبار - تصديق - قسما قسمي - شبُد پرماڻُ - اوڳاهي - ثبوت.

● گوائِڻُ: مصدر. ڳُم ڪرڻ.

● گوائِيءُ ج گوائِيُون: ث. شاهدي - گواهي. اوڳاهي - ثابتي.

● گوبَرُ ج گوبَرَ: ذ. ڇيڻو - مال جو ڇيڻو - ڦوسي. لِڏ. ڦولهڙيُونُ - گِسيءُ. ڀٽ ڀرڻ.

▬ گوبِرِيءُ: ث. ڇيڻي ڀيل مِٽيءَ جو گارو.

● گوبَرُ ج گوبَرَ: ذ. مضبوط - ٽُلهو. سُٺو ڏاند. سُهڻو جوان. سُٺو تيز گهوڙو - وڏي ۽ سُٺي مِينهن يا ڳئون. پلو - انعام کٽندڙ. ڀِيتوڙي. وڏي هڏ ڪاٺ وارو.

▬ گوبَرُ جَوانُ: سهڻو جوان - بهادر جوان.

● گوبُر: گوء (بال) + بُر (بُردن) = کٽڻ بال کٽندڙ. چالاڪ - تيز.

● گوبِندِيءُ: ث. صفت. روپيه جو قسم ميرن جي صاحبيءَ جو رپيو - سِڪو - ريزو - کُرِدو.

● گوبُوءُ ج گوبا: ذ. نَڪَ مان نڪتل بلغم - نَڪَ جي غلاظت - نَڪَ مان نڪرندڙ لَئي جهڙو گندُ ڪچرو - سِنگهه - لِيرَ - بودو - بوگو - لِيبَ - گِگَ - بلغم - لِيسُ - ڦوڦِندو - حُباب. مڇيءَ جي آنِي. (ٽَنڊ) لڳڻ سبب نَڪ جي پاڻيءَ جو ٻَڌو ۽ گهاٽو لِيبَ جهڙو ٿي پوڻ.

▬ گوبائِيءُ: ث. غليظ - گندو - ڪِنو - خراب - ڪچرو.

▬ گوبِرُ ج گوبِرَ: ذ. صفت. سِنگهِرُ - بودِرُ - لِيرِرُ - گوبرُ - گِگِرُ.

▬ گوبوُ ج گوبا (ٿ): ذ. ٿوري عقل وارو - مورک - ڳهيلو - بيوقوف.

● گوبِيءُ ج گوبِيُون: ث. هڪ ٻوٽي ۽ ڀاڄيءَ جو قسم جا رڌي کائجي.

● گوپَرَ (ٿ): ذ. ڇيڻو. لِڏِ - ڦولهڙيون.

● گوپَتُ (ڪ): ذ. سُڪايل لسيءَ جا ڦِٽَ.

▬ گوپُو (ٿ): ذ. تمام سياڻو - ٿورڳالهائو - ٿور ڳالهائيندڙ - بردبار - فهيم.

● گوتَرَ: اسم خاص. هڪ ذات.

● گوتَرُ ج گوتَرَ: ذ. صفت. (سن. گوتُرَ = آڪه). ڪُٽُنبُ - گهر ٻار - آل اولاد - پِٽرُوارُ - عيال - ٻِيُلو - خاندان - آڪه - گهراڻو - ڪُلُ - وَنس - آدِ - ڳوٺُ - اصل نسل - حسب نسب - ذات - نيات - قوم. هڪ گل جو قسم.

● گوتَمُ: اسم خاص. (سن. گوتم). هڪ مشهور رِشيءُ - مُنِيءُ - ٻُڌ مت جو ڌرم پيدا ڪندڙ.

● گوتَڻُ (ٿ): مصدر. نهارڻ - ڳولڻ - ڏوڻيڻ. (گوتيو - گوتيندو - گوتيل).

▬ گوتِ (ٿ): ث. ڳول - نهار. جاچ - ڦول - ٽٽول.

▬ گوتِيءُ (ٿ): نهارڻ يا ڳولڻ.

▬ گوتِ يا گوتڻُ (ٿ): نهارڻ يا ڳولڻ - جاچڻ - ڦولڻ.

▬ گوتِيوُ ج گوتِيا (ٿ): ڳوليو - جاچيو - نهاريو.

● گوتَنِيءُ ج گوتَنِيُونُ (ٿ): ث. ويچار - خيال. پهه - ڌيان.

● گوتوُ ج گوتا: ذ. (ع. غوطه = ٽٻيءُ) ٽٻي. گوتي ۾ گوتو - ٽٻيءَ ۾ ٽٻي، خيال ۾ خيال.

▬ گوتوُ کائِڻُ: صبر ڪرڻ. ٻڏڻ. پهه پچائڻ - خيالن ۾ اچي وڃڻ.

● گوٿَ ج گوٿون: ث. گسائڻ - نئائڻ. ادب - نياز - نئڙت.

▬ گوٿِناٽَ ج گوٿِناٽُونُ: ث. صفت. نٽ نٽاءُ - گس گساءُ - عذر ڪرڻ - گسائڻ - نئائڻ - جند ڇڏائڻ -

ٿاڻ - ٿاٿماڻ - امدي ڏيڻ - گوسڙو - ٿٿاڻو - گوهير - لاڙائو - ڪم چورُ - گوهي - ٽار - آنا ڪاني - فرار ٿيڻ. آنڪل - حرفت - ڪُنڊو - ڪانئر - ڪِدو - مهيسٽو - سسٽو - گيدي.

- گوٽِيناٽُ ڪرَڻُ: بهانا ڪرڻ - ٽٽائڻ - ڪم ڳان ٽٽائڻ - عذر پيش ڪرڻ - ٽال مٽول ڪرڻ - ترڪ ٽاليون ڪرڻ - ڪسائڻ.

● گوٽُو ۽ گوٽا: ذ. سون يا چانديءَ جو ڪلابتُ - سونهري يا اڇي ڦيٽ - ڪناري - وٽ. زالون سُونهن لاءِ اوڍڻ ۾ ڪُرتين لاءِ ڪم آڻين. (ٿ).

● گوٺ (ت): ذ. رَهه. مجلس. دعوت.

● گوٺُ ۽ گوٺَ (ت): ذ. ضد - هوڏ - توڏهه - بحث. ٺٺرپائي - تيسرپائي.

- گُوٺُ ڪرَڻُ (ت): ضد ڪرڻ - ٺٺرپائي ڪرڻ - انڪار ڪرڻ - نه مڃڻ.

● گوٽڻ (ت): مصدر. قميص يا ڪوٽ جا ڪاج ڏاڳي سان ٽاهڻ. (گوٽيو - گوٽيندو - گوٽيل).

● گوپُ ۽ گوپَ: ذ. گوهيري - ڳنوار - گنوار. ڏنار - ڏڻ وارو.

- گوپِ آشٽميءُ: اسم خاص. هندن جو هڪ وڏو ڌرمي ڏينهن جنهن تي ڏيکين جي ڳچيءَ ۾ ڳلن جا هار وجهن.

- گوپِنيءُ ۽ گوپنيئُون: ث. هندو ساڌو فقير ١٠ - ١٢ ڪڏجي هڪ عورت زال ڪري رکن.

- گوپِيءُ ۽ گوپيئُون: ث. (سن: گوپي = ڏنارڻ) گوپ جي زال - ڳنوار جي زال - ڏنارڻ - مال چارينڌڙ عورت - جهڻ يا کير وڪڻندڙ عورت - گوالڻ - ڏوڌڻ - کير واري. ڪرشن جي ساهيڙين مان هڪ ساهيڙي. پانهي - شيواڌاري (عورت).

● گُوپالوُ: اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾ هڪ ديهه.

● گُوپانگ: اسم خاص. هڪ ذات. تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه.

● گوپانگ ستمان: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گوپِسيئُون (ل): ث. واهيات ڳوڙا - اجائي بڪواس - ڪوڙا آفواهه.

● گوپيچندنُ ۽ گوپيچندنَ: ذ. زرد مٽيءَ جو قسم. جو هندو قوم پوڄا پاٺ وقت ڪم آڻين - هندن جي نرڙ تي تلڪ ڏيڻ لاءِ ڪم آندل هڪ پيلي رنگ جي مٽي.

● گُوچُ ۽ گوچ، گوچُون: ث. مڇيءَ جو قسم - هي ٤ - ٥ فوٽ ڊگهي، تولهه ٻه انچ ڪن چورس، شڪل ۾ نانگ جهڙي، وات ان جو نانگ وانگر ٿئي، هيءَ ڍنڍن ۾ ٿئي، ڪاري رنگ تي ٻنا چلرن جي ٿئي - نانگ جهڙي ٿيندڙ مڇي - بونهڻ - ٻانهياري - آبتن ڪنبڻ سان مڇي - مار ماهي. تمام ڊگهو ۽ بلڪل ڊگهو ۽ بلڪل ڏيرو ساٺو. ڪٽڪ جو قسم، جنهن جو داڻو ڳاڙهو ٿئي.

● گُوچِ (ل): ذ. ڳيڊو.

● گُوجُ ۽ گُوجَ (ت): ذ. آلت.

- گُوجَ چڏڻُ: ٻتاڪون هڻڻ - پڏڻ - ٻتاڪ هڻڻ - دم هڻڻ - مرڪڻ - لاف هڻڻ.

- گوجمان آچلڻ (ڪ): اجايو ۽ اڊنگي طرح ڳالهائڻ.

● گُوجاڙُ ۽ گُوجاڙَ (ل): ذ. ڍير. ڍِڳ - سٿو.

● گُوجرُ ۽ گُوجرَ (ل): ذ. پن واهڻ جي وچ ۾ وڻ ۾ کپ ۽ پاٽي.

● گُوجرُ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ترڪ).

● گوجرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گوجرو ۽ گوجرا (ت): ڳاڙهيرو (ڪپڙو).

● گوجيرو ۽ گوجيرا: ذ. گجر (زالن جي پهرڻ جو ڪپڙو).

● گوجيروُ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوجِري (ت): ث. ڪٽڪ جو هڪ قسم.

● گوجري ۽ گوجريُون: ث. راڳ جو قسم. راڳڻي جو قسم. هڪ زيور جو نالو (ٿ).

● گوجيڙِي (ت): ث. ڪٽڪ جو قسم.

● گوُجيِ ُ ﴿ گوُجيِوُن ُ: ث. ڪٽڪ جو قسم- آها ڪٽڪ جنهن ۾ وڏي انداز ۾ جتوَ گڏيل هجن.
● گوجيِڙو: اسم خاص. مڇيءَ جو قسم- گوج مڇي- ٻوهڻ.
● گوُچانيِ ُ ﴿ گوُچانيِوُن: ث. دُڪاندارن جي پئسن وجهڻ جي ڳوٿري- گولڪ- آڳرُ- گهگهه- گهگهر- پئسن رکڻ جي هميِائيِ ُ.
● گوُچرَ (ٿ): ذ. ڳوٺ جي پر وارو پاسو. گتندُ.
● گوُچارَ (ٿ): ذ. پيٽَ جو ٻيو پاسو- پيٽَ جو آهو پاڳو، جتي ديم سان آس ايندي هجي. پيٽَ جو آهو پاسو، جو آلهندي ڪي سامهون هجي- تيرَڪول جي آبتڙ گوچار.
● گوُچارَ: ذ. پيٽَ جو آهو پاسو، جنهن تي سج آيرڻ وقت تڙڪو نه هوي- پيٽَ جو وهائو پاسو- پيٽَ جو اونداهو پاسو- پيٽَ جو اتريون پاسو. مڙهي جو ڏاڪڻيون پاسو. (ن-ب).
● گوُچڻو ُ ﴿ گوُچڻَ (ت): ذ. مانين ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو چورس ٽُڪر- مانين ڍڪڻ جو ڪپڙو.
● گوُدُ ﴿ گوُدوُن ُ: ث. (سن. ڪوڊ = جهولي) جهوليِ- دامن- هنج- آغوش- پٿڏُو- پلئُو- پلاند. ڪُوڙو- ڇاتي. ڳرُ- ڳلو- پاڪر- ٻڪ- ڳِراٽڙي- ڳِراٽي. گود جو ٻارونڻ. وٹَ پوکڻ لاءِ کوٽيل کڏَ.
- گوُدَ جوُ پٽُ: پاليل پٽُ. ڌاريون ٻار پنهنجو ڪري پاليل.
- گوُدَ ۾ لڪائڻُ يا جاءِ ڏيڻُ: لڄَ رکڻ- ڳالهه آگهاڙي نه ڪرڻ. راز ظاهر نه ڪرڻ.
- گوُدَ ۾ وٺڻُ: اختيار ڪرڻ- جهوليءَ ۾ وٺڻ- ڌرم جو اولاد ڪرڻ- قبضي ۾ ڪرڻ- جهلڻ.
● گُودُ ﴿ گُودَ: ث. ٻُچڙي عورت (ت). ڇينال- پڙوي- ڏوُتيِ.
- گُودُ گنُدَ هُرُ: خراب- بدچال. اڍنگو- بيهودو- بي شرم- بي حيا.

● گوُدا: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ٿر ۾ مينگهواڙ).
● گوُدائيِ ُ: اسم خاص. هڪ ذات (بُگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو).
● گوُدَرُ ﴿ گوُدَرَ: ذ. آهو زمين جو حصو، جو آباد ڪيل زمين جي وچ ۾ غيرآباد هجي، جتي سخت گاهه ڄمي، ماڻهو آتي پنهنجو مال چارين. جانورن جي چرڻ لاءِ جهنگ. ٿترن ڦاسائڻ لاءِ دام. سيڙهو. (ت).
● گوُدَڙُ ﴿ گوُدَڙَ (ل): ذ. صفت. (سن. گودر= گودڙي) نرم گودڙي- وڏي گودڙي- ٽُنل ڦاٽل رَليِ- فقيرن جي (پنڻ جي) جهولي- پراڻن ڪپڙن جي هڙَ- ڦاٽل ٽُنل ڪپڙن جي مڏ. پراڻو ڪپهه. ٻوُل ٻِلاڙو- بي ٻولو- اڍنگو- بي ڍنگو- اناڙي- جڏو- بي هُنر- اڻ گهڙيو- دو دَستو- ڪُڍنگو- ٻُچڙو- ٻول سول. ڪوجهو- ڪِنو- خراب. ڪميڻو ڪُڌو- پاجيِ- مُٺ پيِٽڙُ. چينل ڦاٽل (ڪپڙا). بُري حال- بُرا حال- ڪِنِڙيل حال. ذليل. ٽيڪرُ- ڪتهو- تلُ- ويڌر. ٿترن ڦاسائڻ جي ڄار جو قسم.
- گوُدَڙُ ﴿ گوُدَڙا: ذ. صفت. ڦاٽل ڪپڙو- ڦاٽل رليِ يا سوَڙَ- وڏي رليِ يا گودڙي.
- گوُدَڙِيِ ُ ﴿ گوُدَڙِيوُن ُ: ث. صفت. فقيرن جو پهرڻ لاءِ ڪپڙي جي ٽُڪرين مان ٺهيل ڪوٽ يا ڪُڙتو- چتيون لڳل پوش- فقيرن جي ڳوٿري. گيدن- فقيرن جو بسترو.
”جا گُر ڏني گودڙي، سا مون ڪي ٿي مرڪ،
جا گُر ڏني گودڙي، سا ٿيِئي لاهيندي لڄَ.“
(شاهه- رامڪلي).
ڦاٽل ٽُنل ٽيڙ ٽاڙي. فقيرن جي ڪفني. فقيرن جو جُبو- خرقه- خرقو- دلق- گودڙ- پراڻو ڪپڙو- ٻُگتَرُ- لُڳُڙ- گودڙ پائيندڙ فقير- فقير- ساڌو. رَليِ- ٽترڻي- سوَڙ- اوڇڻ. ڳوٿري- جهولي.
- گوُدِڙِيِ ُ پوُشُ: رليِ ويڙهيل فقير- پينو.

- گوڏڙي فروش ۽ گوڏڙي فروش: ذ. صفت. گهورڙيو - مستو وڪڻندڙ - ڦيريءَ وارو - گهورڙيو.
- گوڏڙين: گودڙيءَ وارن. صوفي فقيرن.
- گوڏڙيو ۽ گوڏڙيا: ذ. صفت. هميشه گودڙي پهريندڙ - فقيرن جي هڪ ذات. گودڙي ڍڪيندڙ فقير - گودڙيءَ وارو - صوفي فقير. برهمڻ جو موت جي ١١ ڏينهن فوتيءَ جي گهر اچي ماني کائي ۽ موت جو تڏو کڻي.
- گودڙيءَ هيٺ لِڪائڻ: غريبيءَ ۾ گذارڻ، حال تي راضي رهڻ. جهوليءَ جهاڻ - پناهه ڏيڻ - آمن ۾ رکڻ - سام جهلڻ.
● گوڏڙ ۽ گوڏڙ: ذ. ث. رلي - رلهي - رلڪو - پٽڙي - ستوڙ - گودڙي. چيٿل ڦاٽل ڪپڙو - ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙو - لڱڙ - لينگهون لينگهون ٿيل پراڻو ڪپڙو. (اسم خاص). هڪ ذات (هندن فقيرن جي).
● گوڏڙا: ذ. ٻن ڍورن جي وچوارو زمين جو ٽڪرو.
● گوڏڙيا: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ٿر ۾ مينگهواڙ).
● گوڏو ۽ گودا: ذ. (سن. گودا). کيسو - جيب - گيدو. گوڻ جو ٺهيل ڪنڌائتو ٻورو.
- گوڏو آڏڻ: تيترن ڦاسائڻ لاءِ گودو تيار ڪرڻ. (ت).
- گوڏو رکڻ: تيترن ڦاسائڻ لاءِ گودو تيار رکڻ.
- گوڏو وجهڻ: تيترن ڦاسائڻ لاءِ گودو تيار ڪرڻ.
● گوڏي ۽ گوڏيون: ث. آها جاءِ جتي ريل گاڏين يا جهازن مان مال لاهجي - جهازن جي بيهڻ جي جاءِ - سامان رکڻ جي جاءِ - ورڪشاپ - ڪارخانو - ڪم جو سينٽر. مڇي رکڻ جي ننڍي ڳوٺڙي. پڇ جي ڏنبڙي - ڏمڇي - گوڏي - ڏاڪ. اسٽيشن - ٽيشڻ. گهرڊياٽي - وڏي مائي - سائڻ - گهرجي وڏي عورت.

● گوڏيرَ (ت). اسم خاص. ڳاهه جو هڪ قسم.
● گوڏو ۽ گوڏا (ل. ث): ذ. ٽلهو جوان. ٽيٽيس وهڙو. متارو ڳابو.
● گوڏوڙي جو وهاڻو: ذ. هندڪي ڌرم ۾ پڙهيل نڪاح - ويڊي.
● گوڏو هينڊو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گوڏي ۽ گوڏيون (ث): ث. ٽن سالن جي وهڙي - ٻه ڏندي عمر واري ڳابي.
● گوڏيار: تعلقي ميٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گوڏ ۽ گوڏيون: ث. (سن. ڪُورپٽر). گوڏن تائين ٻڌڻ جو ڪپڙو - چيلهه جي هيٺين ڌڙ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو - بدن جو هيٺيون ڌڙ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو - هيٺ ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو - ڌوتيءَ جي نموني چيلهه کي ٻڌل ڪپڙو - تهبند - پوتڙو - انگوشو - لانگوٽو - لاڪوٽو - منجهلو - گهيرو - منجهه - ڏاب - لاڪ - گوڏ. ڪمر - چيلهه.
- گوڏرُ ۽ گوڏرَ: ذ. صفت. گوڏ ٻڌندڙ.
- گوڏڙي ۽ گوڏڙيون: ث. صفت. انگڙي - انگوشو - پوتڙو - ڌوتي. لانگوٽي.
- گوڏ گرڻ: گنڊ ۾ ناٺو.
● گوڏا (ت): ذ. وڻ جا سنڌا جتان ٽارن ڦُٽن - ڦوڳ جا لاسُو.
● گوڏائيُ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد ۾).
● گوڏو ۽ گوڏا: ذ. (سن: ڪُورپٽر، گهُٽنا = گوڏو. پرا: گُڏئو، گهُٽنا = گوڏو) هڪ عضوو - ستر ۽ پڪيءَ جو سنڌ يا جوڙ - ران ۽ ستر جي هيٺان گولي پيالي وارو سنڌ - ٽنگن جي وچ واري حصي وارو هڏو - زانو - مونو. جوٽ.
- گوڏا ڀڪڙ: ذ. صفت. گهڻو وقت نه ترسڻ - جلد اچڻ - تمام جلدي آچڻ واري حالت - هڪدم موٽي اچڻ واري حالت - نهه پهه - ويرم ۾ - بنا دير - آڪ چنپ.
- گوڏا ڀڪڙڻ: گهڻو وقت نه ترسڻ - جلد اچڻ - دير نه ڪرڻ - بنا دير - ويرم ۾ آچڻ - نهه پهه.

- گوڏا پيچيءَ وڙهڻ: بيحد بهادريءَ سان وڙهڻ. ڪش ڪشان ڪرڻ. چڪ تاڻ ڪرڻ - جدوجهد ڪرڻ - آڻ ورچ تي وڙهڻ.
- گوڏا پيچيءَ ويهڻ: گوڏن جي آڌار تي ويهڻ - گوڏي ڀر ويهڻ - دوزانو ويهڻ - گوڏا کوڙڻ - جهڪڻ - هٽسڻ. پلٿي ماري ويهڻ.
- گوڏا پنيءَ ويهڻ: پلٿي ماري ويهڻ - جهڪڻ - جهڪي ويهڻ.
- گوڏا ڇنجڻ: ويهجي وڃڻ - لاچار ٿيڻ. بي وس ٿيڻ - نستو ٿيڻ - ضعيف ٿيڻ. ٻئي جي وس هئڻ - ٻئي جي قابو ۾ رهڻ - ٻئي جي چئي هيٺ آچڻ.
- گوڏاڙ ۽ گوڏاڙ: ذ. آن جي گوڏي تي ڳنڍو ٿيندڙ.
- گوڏا کوڙ ۽ گوڏا کوڙ: صفت. گوڏن ڀر ويهڻ. اوڪڙو ويهڻ - جهڪي ويهڻ - پلٿي هڻي ويهڻ. (گهوڙن جو اصطلاح) گوڏا کوڙيندڙ (گهوڙو) - ٿاپو کائيندڙ (گهوڙو).
- گوڏا کوڙائڻ: هيسائڻ - ماري ميجائڻ - آڻ ميجائڻ. ميجتا ميجائڻ. دٻائڻ.
- گوڏا کوڙڻ: ڊرو ٿيڻ - بي همت بنجڻ - ٻيڏو ٿيڻ - ميڃڻ. بي وس ٿيڻ - بي طاقت ٿيڻ - ضعيف ٿيڻ.
- گوڏا کوڙي ٿو آچان: اجهو ٿو اچان - دم ساعت ۾ ٿو اچان - ويرم ۾ ٿو اچان - هن گهڙيءَ ۾ ٿو اچان - اِجهو ٿو اچان - بس آيس.
- گوڏا نگڙي: ث. ڏيپلي جي نزديڪ ٻه ٽڙ يا تلاءُ اهو نالو هن ڪري رکيو اٿن جو هنن مان ڪوبه وهٽ گوڏا کوڙي پنهنجو بوٽ وجهي آسانيءَ سان پاڻي پي سگهي ٿو.
- گوڏڙ ۽ گوڏڙ (ٿ)؛ ذ. صفت. جنهن جا گوڏا ٻين عضون بنسبت وڏا هجن.
- گوڏڙي ۽ گوڏڙيون: ث. ڪشتي يا ملهه ۾ جانئو يا انگڙو. منڙي. گوڏو گوڏي سان ملائي پيچ ڏيڻ واري حالت.

- گوڏن ڀر ٿيڻ: مقيم حال هئڻ - ڪنگال ٿيڻ. مسڪين ٿيڻ. نقصان ۾ اچڻ - ڇيهي ۾ پوڻ. ٻيڏو ٿيڻ - جهونو ٿيڻ - نهايت پوڙهو ٿيڻ.
- گوڏن ڀر پهچڻ: ميجو ٿيڻ - مفلس ٿيڻ - غريب ٿيڻ. فقيري حال ٿيڻ. عمر ڪاٽي چڙهڻ.
- گوڏن ڀر گسڻ: گوڏن سان رڙهي هلڻ.
- گوڏن تان ڪپڙو لاهڻ: نر لچو ٿيڻ.
- گوڏن تان ڪنڍي يا ڪپڙو ڪڍڻ: لَچ لاهڻ.
- گوڏن تائين ڪتل: ڏاڍو گنهگار. مها پاپي. قرض ۾ ورتل. مقروضي حالت.
- گوڏو ٻيڪڙڻ: گهٽي دير نہ ترسڻ - تمام جلدي موٽڻ - هڪدم واپس ورڻ - بنا دير جي موٽڻ - وڃڻ ۽ اچڻ.
- گوڏو پيچڻ: وڙهڻ کان اڳ ۾ ملهه جو گوڏو پيچي ميدان ۾ ويهي رهڻ - واري ڪرڻ کان اڳ ۾ هٿ وجهي گوڏو پيچڻ.
- گوڏو کپڻ: ملهه وڙهندي زمين سان گوڏو کپي وڃڻ. موقعو ملڻ - داءُ ملڻ - وجهه ملڻ.
- گوڏو کوڙڻ: شڪست قبول ڪرڻ. آڻ ميڃڻ - ملهه ۾ زور پوڻ تي لاچار گوڏو کوڙڻ.
- گوڏو کوڙڻ يا ڀڪيڙڻ: آرام ڪرڻ.
- گوڏو کوڙي اچڻ: گهٽي دير نہ ترسڻ - وڃڻ ۽ وري موٽڻ - بنا دير اچڻ - هڪدم موٽڻ.
- گوڏو لڳڻ: ملهه وڙهندي زمين سان گوڏو لڳڻ. ملهه وڃائڻ.
- گوڏو هڻڻ: ضد ڪرڻ - جهڪي پوڻ. آڏڙي ڏيڻ - رنڊڪ وجهڻ.
- گوڏي تان ڪٽي هلڻ: لُچ ٿيڻ - بي حيائي سان هلڻ - لچائي سان هلڻ.
- گوڏي تان ڪٽي ويهڻ: پنهنجي عزت جو به خيال نہ ڪرڻ. مشڪلاتن کي منهن نہ ڏيڻ.
- گوڏي تي ڏاڙهي هُجڻ: وڏي ڏاڙهي هجڻ - ننڍي قد وارو ماڻهو هجڻ - ننڍيءَ وهيءَ ۾ ڏاڙهي اچڻ.

- گوڏي پٺيان رَسڻ: گهوڙي جي پوئين گوڏي پٺيان رَسڻ پرجڻ.
- گوڏي جي ڍڪڻي ≡ گوڏي جون ڍڪڻيون: ث. گوڏي جي سنڌ ۾ ڍڪڻي وانگر هڏو.
- گوڏي سان پٽ چٽڻ: تيار مال ملڻ- آسانيءَ سان ڪم ٿيڻ. نهي نڪيءَ جو سائين ٿيڻ. مفت ۾ ڪم ٿيڻ.
- گوڏي هيٺ رکڻ: ويچار ۾ نہ آڻڻ- زير تجويز هڻڻ- جواب نہ ڏيڻ- ويچار ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ. دٻائي ڇڏڻ- لاغرض ٿي ويهي رهڻ.

● گوڏو: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر لاڙڪاڻي ۽ سکر ۾).

● گوڏِي (ت): ث. زمين مان گڏ- رنبي سان گڏ. ڪيهي جي اڳيان ننڍو ڪيسو ناهڻ. گهيڙ مان آٽ جو گوڏن پر مٽي چڙهڻ.

● گوڏي قُل (ل): اول ۾ مٽان ٻن انچن جي اوچيدار پٽي ٿئي ۽ ان ۾ هيٺ لڏندڙ ڏگهيون سريون، جن جي پوچڙ ۾ لانگهہ تي ان جا ڏونر ٿين، سرون، ڪچ ڪوڏين ۽ سچن ڪوڏين سان پريل هجن.

● گوڏيو ≡ گوڏيا (ت): ذ. آنن جي گوڏن تي ٻڌل گهنگهرا- اڳين پيرن جي گوڏن وٽ گهنگهرا چم جي پٽيءَ ۾ پوتل هجن.

● گوڏ: پوتڙو.

● گوڏ ≡ گوڏون: ث. جانورن وغيره جي آلت- دُن هيٺان نڪتل چمڙو- چيچ. ڪنهن وڻ جي پاڙ. (ت).
- گوڏو ≡ گوڏا: ذ. صفت. ڏگهين آنورن وارو- اهو جانور جنهن جا ڪن وڏا ۽ موٽيءَ وارو چمڙو هيٺ گهٽو لڙڪيل هجي- وڏي آلت وارو ڏاند- ڏگهين مٽن وارو جانور. ڏگهين جنگهن وارو.
- گوڏ وال: مٽڻ جو قسم. گهٽن سرن واري سٽڻ.
- گوڏِي ≡ گوڏِيون: ث. آهو جانور جنهن جو دُن ڏگهو هجي.

● گوڏِ (ت): ذ. (سن: لِڪتل) وڻ ڪي ذرتيءَ تان ڪپڻ بعد ٻچيل ٽُڙ- ڳُونڊ.

● گُوڏ ≡ گوڏَ: ترو- دامن (پٽ جو).

● گُوڏ ≡ گوڏَ: ذ. (سن. گُوڏَ = لِڪتل) منجهيل.

● گُورَ ≡ گُورون: ذ. (ف: گور = قبر) قبر- تربت- مزار- مرقد. سمانڌِ- لوڙهہ- سماڌِي. بُني. (اسم خاص). هڪ مڇيءَ جو قسم، سنهن چلرن سان ٣-۴ فوٽ ڊگهي، تمام لذيذ (سرمائي ۽ پتون جهڙي).
- گور پٽ ≡ گور پٽ: ذ. صفت. قبر کوٽيندڙ هڪ جانور- ڳور ٻٽ. (ث. گونهاري).
- گورِستان ≡ گورِستانَ: ذ. صفت. مقام- قبرستان.
- گورَ ۾ گار ٿيڻ: قبر ۾ گم ٿيڻ- مري وڃڻ- نام نشان گم ٿي وڃڻ. غائب ٿي وڃڻ. الوپ ٿي وڃڻ.

● گُور ≡ گُورَ: ث. آهو جانور جو هميشه ڇڙواڳ رهي ۽ ڌڪيو لبي- جهنگ ۾ چرندڙ مال- ٿاهڙ- پهندڙ- گورخر. قبر. مڇر. سٽ جو ٽڪرو جو گهوڙي جي ۽ آٺ جي سيني وٽان سونهن لاءِ ٻڌجي.
- گُور اَچڻ: ڇڙواڳ ٿيڻ- زور وٺڻ. بي لغام ٿيڻ- اڏنگو ٿيڻ- حياءُ ادب ڪان نڪرڻ- لچ وڃائي ڇڏڻ.
- گُورانيو ڪَرَڻ (ت): ڍڳين جو ٿاهہ ڪائڻ.
- گُورَبندُ ≡ گُورَبندَ: ذ. صفت. آهو چم جو ٽڪر جو پلاڻڻ وقت آٺ جي ڇاتيءَ وٽ ٻڌجي- آٺ جو گاشو- آها چم جي پٽي، جنهن جو پاسو هرلهي جي ڪتيءَ ۾ ٻڌي، وهٽ جي ڳچيءَ جي هيٺان لنگهائي. ٻئي پاسي ڪتيءَ ۾ ٻڌجي- آٺ ڪي سنجڻ وقت پٺو وجهڻ- آٺ جي ڳچيءَ وارو رسو.
- گُور بتڻ ≡ گُور بتڻ: ذ. صفت. آٺ جو ساز.

- گورُ تيي وَڃڻُ (ٿ): پنهنجي خيال سان گهمڻ ڦرڻ. آزاديءَ سان هلڻ. ڪنهن جي پرواهه نه رکڻ. بي پرواهه ٿي رهڻ. الغرضائيءَ سان هلڻ.

- گوُرِ هانبوُ (ٿ): ٿاهه ڪائڻ وقت ڏيڻ جو پڃڻُ.

- گوُرا: اسم خاص. هڪ ذات. سريراڳ (راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو).

● گوُرابُ يا گوُرابَ: ذ. جهاز- ساموندي ٻيڙو- واڻ- غوراب- ٻيڙو. ڪپڙي جي ٺهيل سڙهن تي هلندڙ وڏو ٻيڙو.

● گوُرابَنڊ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوُراتُ يا گوُراتَ: ذ. منگر مڇيءَ جو قسم، ٻيڻ جهڙو ڪارو، ڊيگهه ڇهن ڪان ٻارنهن فوٽ.

● گوُراڙُ يا گوُراڙَ (ڪ): ذ. ٻڪريءَ جو ننڍڙو ماديِ ڦرُ يا ٻچو. ٽانگ جو قسم (هي گهڻو ڪري ٻاٽيءَ ۾ هلندو آهي).

● گوُراڙو يا گوُراڙا (ٿ): ذ. ٽانگ جو قسم. سُرندڙ جيت جو قسم (اڪثر ٿر ۾). ٿر ۾ هڪ ڏهر جو نالو.

● گوُرا گيلِ يا گوُرا گيلُون: ث. ڇِت تيي ميٺي وجهڻ- ڇِت لنبڻ وقت تڏن جي مٿان ڪچو ليپو هڻندا آهن ۽ منجهن پاڻ مليل هوندو آهي- جاءِ جي ڇت تي وڌل ڳارو.

● گوُرانبُ يا گوُرانبَ (ٿ): ذ. صفت. وڏو گراهُه.

● گوُرانڊيِ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوُرانهيِ: اسم خاص. هڪ بلا جو قسم.

● گوُراهه: اسم خاص. هڪ نديءَ جو نالو، جا چون ٿا ته ڪنهن زماني ۾ تعلقي گهوڙا ٻاريءَ جي پرسان وَهندي هئي.

- گوُراهه ٻاريِ: اسم خاص. گهوڙا ٻاري تعلقي جو اصل نالو.

● گوُرا هنڊِيِ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوُرِ ٻنڊُ يا گوُرِ ٻنڊَ: ذ. آٽ تي ڪجائي ڪي جهلڻ واسطي آٽ جي سيني ڪان ٻدل ٻٽيِ- سينا ٻندُ، هيءُ ٻٽو ڏاس جو ٺهيل ٿئي.

- گوُرِ ٻنڊُ ڪوُڏارو (ٿ): ذ. ڪوڏن جي ٺهيل لڙهيءَ، وڏن ڇڳن سان ٿئي، آٽ جي ڪوڏن تائين ٻئي لڙڪي.

● گوُرِ ٻاٽيِ: گُروءَ جي چيل ڳالهه. جوڪتاب. گُروءَ جي ڪتا جو ڪتاب. گُروءَ جي ٻاٽيِ. گُروءَ جا حڪم.

● گوُرِ تابُ يا گوُرِ تابَ (ڪ): ذ. ٻاٽيءَ جهڙو ٻتڙو ٻوڙ، جنهن ۾ سڀ قسم جون ڀاڄيون پيل هجن.

● گوُرَپَ: ڳولا.

● گوُرِ ٻٽُ يا گوُرِ ٻٽَ: ذ. جانور جو قسم، جو قبرن مان مُڙدا ڪڍي وڃي کائي- گورپٽُ.

● گوُرِ ٻٽاڻيِ: اسم خاص. هڪ ذات (خليلاڻي بلوچن جو قبيلو).

● گوُرجتر: اسم خاص. هڪ ذات (هندن جي).

● گوُرِ چاڻيِ: اسم خاص. هڪ ذات (بلوچن جو هڪ قبيلو). تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه.

● گوُرِ خرُ يا گوُرِ خرَ: ذ. جهنگلي جانور جو قسم- جهنگلي گڏهه- قبر کوٽيندڙ مِروُن- گورپٽُ.

● گوُرِڙِيا (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر ٿر ۾).

● گوُرَرِ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوُرَستر: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گوُرَسيِ يا گوُرَسيُون (ٿ): ث. ٻوئيواري- خبرچار- سُڌ لهڻ- سار سنڀال لهڻ.

● گوُرَشُ يا گوُرَشُون: ث. آتساهه- سرگرمي- غورش- چاهه- شوق- اُڃتم- جوش- آدمُ- سعيو- پيڙڪي- ڏمُ- فاڪ- ڪوشون- سرگرمي- ڪوشش- جهدُ- جفا- محنت- تندهي.

- گوُرَشيِ يا گوُرَشيِ، گوُرَشيُون: ذ. صفت. آتساهي- سرگرم- شوق مند- آڃمي-

آڇماٽنو- آدم وارو- محنتي - نيهي - غورشي - خيالي-
آدمي - سعيائتو - آتساهہ - چاهہ - شوق - خيال -
جوش - فلڪ - ڌُن - پڙڪي - سرگرمي - سعيو -
آدم - ڪوشش. تيڪو - جُهدي - خٽتي.

● گوُرشاٽيي: اسم خاص. هڪ ذات (جڪراٽي پاڙو).

● گوُرَڪ: اسم خاص. هڪ مشهور سنت جو نالو. هڪڙي سنڌ جو نالو- ڏکيو - مُنجهيل. وڏو - اعليٰ.

● گوُرِڪا: اسم خاص. نيپال ۾ پوتان رياستن جا رهاڪو.

- گوُرَڪَ دَنڌو ۽ گورَڪَ دَنڌا: ذ. صفت. مونجهاري وارو- وڏو ڪم - مُنجهيل مسئلو - مشڪل حل - پٽاڙ وارو ڪم - عجيب و غريب ڪم - ڏانڌل وارو ڪم - آوا گهر - آوجهڙو - ڪنرا ڳب- ريڙهہ پيڙهہ. ڳجهارت. رانڊ پڪو. هڪ قسم جي مُنڊي - ويندو.

- گوُرَڪَ ڌَنڌو ۽ گوُرَڪَ ڌَنڌا: ذ. صفت. مُنجهيل ڪم - منجهيل مسئلو - مُشڪل حل - منزل ۽ ڏکيو ڪم يا عمل - مونجهارو - آوا گهتر - آوجهڙو. گورک پنٿي جوڳين جو مذهبي سلسلو يا مت- گورک پنٿي متي جو پرچار- هڪ ڏکئي ڪُرف جو قسم - گُرو گورکنات جو ناهيل ڪرف. ڪُفل - ڪلف. ڳجهارت - پرولي. منڊيءَ جو قسم - ويندو. (ن - بلوچ).

- گوُرَڪ ڌَنڌو هَٽَڻ: مونجهاري جهڙي ڳالهہ هئڻ - مشڪل مسئلو پيش اچڻ.

- گوُرَڪناٿ: اسم خاص. جوڳين جو وڏو گُرو. هندن جو مهاتما - گُرو گورکناٿ:
"سامي چڙهي سانگ، گڏيا گورکنات کي"
(شاهہ - رامڪلي).
جهونا ڳڙهہ جي ويجهو گرنار ٽڪريءَ جي مٿي ڪان آٿاهين چوٽي.

● گوُرِڪو: ذ. ٻوٽيءَ جو قسم. سوراخ. (ل). هڪ ذات جو نالو.

● گوُرِڪيي: ث. آهو ٿانءُ جنهن ۾ تُڪون آڇلجن. پڪَ داڻ - ٿُوڪُو - ٿُڪو. (ن - بلوچ).

● گوُرَڪ: شُڪر پکوان جونالو "شيري گورگ".

● گوُرَڪَن: ذ. (ف). ڳورپٽ، قبرن مان مُردا ڪڍي کائي - گورپٽ.

● گوُرِڳيي ۽ گوُرِڳيون (ل): آها ٻڪري جا مسيي کان وني ڪنڊ تائين ڳاڙهي هُجي.

● گوُرِلا (ث): ذ. ٿونٽ کان هيٺ ڪنرائي ۾ پاتل چوُڙا.

● گوُرَم گوُرَم (ڪ-ڪ): ذ. ڍڳين ڍڳن وغيره جي گوهر- وهٽن جو ڏڻ- مال جي چانگ- آنن جو گلو- گوهر- ڏڻ- ولر- سا ڳو. گهٽا- جهتجها
"آن جا گورم گڪر ويڙ تي تاداپيجي دَوَڪن"
(عيب)
(جيئن: سوئرن جو ٽولو- ڪتن جو ولر).

● گورسي: ث. ڳاڙهي جوئر. آن جو قسم.

● گورنار (ڪ): ذ. جانور جو قسم - ڳورپٽ.

● گوَرنَر ۽ گوَرنَر: ذ. (انگ. گوَرنَر= حاڪم آعليٰ). ڪنهن ملڪ يا رياست ۾ ڪُلي اختيار رکڻ وارو حاڪم اعليٰ - ماجسٽريٽ - فرمان رَواءِ - عامِل - ناظم.

- گوَرنَر جَنرَل: ذ. (انگ). گورنرن جي مٿان مقرر ڪيل حاڪم - حاڪم اعليٰ. وائيسراءِ - نائب سلطنت - لاٽ - لارڊ - وڏو حاڪم.

- گوَرنمينٽ ۽ گوَرنمينٽون: ث. (انگ. گورنمينٽ= حڪومت). حڪومت - طاقت - سلطنت - راڄ - دولت - بادشاهي - حڪمراني.

● گوُرَنتهاري ۽ گوُرَنتهاريون: ث. قبر کوٽيندڙ جانور- ڳورپٽ جيي مادي - ڳور نتهاري.

● گوُرَڻ (ث): مصدر. ڍڪڻ. ڳوڻ يا رلي ٽُڪر جو آنن جي بچاءُ لاءِ سندن ڳچيءَ ۾ وجهجي. رگوريو- گوريندو- گوريل).

● گوُرُو: مُرشد - هادي - رَهبر.

- گوُروائيي: گُروءَ جي ڏنل سمجهہ - گُروءَ جي چيل ڳالهہ.

● گوُرو ۽ گوُرا: ذ. (سن: گؤر= گورو- اڇو. انگريز) انگريز قوم جو هڪ فرد - يورپين - اڇو يا پوُرو- ڳورو - بادامي وغيره جو گورو- سفيد

چـمـڙيءَ وارو ماڻهو (اڪثر مغربي ملڪن جا باشندا انگريز، آمريڪي، يورپي وغيره)- سفيد- چانديءَ جهڙو- بگو- ڏؤنرو- پورو. سٺو- صاف. عمدو- سهڻو- موچارو. توب جو گولو- توف جو گولو. ناريل جو گورو يا گِپ يا مغز- بادام جو مغز. اَٽ جو ڦترُ- ڪڪي رنگ جو ٿيون چاول اَٽ- گؤنئرو- ڪنوات- ننڍو پچو- توڏو. پينسل جي گهڙيل چهنب- پينسل جو گورو. رنگ جو نالو- گلابي. هندو مُردي جا سڙيل هڏا ۽ خاڪ، گنگا ۾ آڇلڻ "گوروئي گنگا ۾". بدن جو عضوو. (ت). ڦيرا- چڪر- گهمرا. (ڪ) لوهه کي گرم ڪرڻ. (ل).

- گوُراڻ ڄ گوُراڻ: ث. آڇاڻ- پوراڻ- گوراڻ- ڏَؤنئراڻ- عمداڻ- سهڻائي- سنائي- موچارائي- صفائي- چٽائي- بگائي.

- گوُرائِڻُ: مصدر. پُورو ٿيڻ- سفيد ٿيڻ- بگو ٿيڻ. آڇائي- عمدائي- چمڪ- جهلڪ- سونهن- سوڀيا. آجَرَ.

- گوُرائِيُ ڄ گوُرائيِـُونُ، گوُرايـُونُ: ث. صفت. اڇائي- عمدائي- سهڻائي- سنائي- پهڪ- چلڪ- چمڪ. گوراڻ.

- گوُروُ ڪَيڍَڻُ: چلڻ- بادامين جو مغز ڪيڍڻ- ناريل جو گِپ ڪيڍڻ. لاهڻ- ترڇڻ (ڪل). تڇڻ- ڪلڻ. چوڏو لاهڻ. گنجو ٿيڻ- ٺوڙهو ٿيڻ- ٺُرڙ ٿيڻ- روڏو ٿيڻ- روڏ ڪيڍڻ.

- گوُروُ گَنـگا تي موڪِلڻُ: هندو قوم جي مُڙدي کي ساڙڻ کان پوءِ سڙيل خاڪ ۽ رک گڏ ڪري گنگا جي پاڻي ۾ وجهڻ.

- گوُروُئِيُ گَنـگا هُئَڻُ: سڀ ڪجهه ناس ٿيڻ- حال نه هئڻ. حال تباهه ٿيڻ. مفلس ٿي وڃڻ- ڪنگال ٿي وڃڻ. دربدر ٿي وڃڻ.

● گوُرِهوُ: اسم خاص. هڪ ذات (اڪثر نواب شاهه ۾).

● گوُرَهاڙِيُ (ٿ): ث. ٻڪريءَ جو قسم، جنهن ٻڪريءَ جي بدن تي ڳاڙها پٽا هجن.

● گورهيڙو: اسم خاص. نانگ جو قسم.

● گوُرِيُ ڄ گوُرِيـُونُ: ث. (هه. گوري = پاربتي) مهاديوَ جي زال- زال- پاربتي. حضرت آدم عليہ السلام جي زال- حضرت بيبي حوّا. اٺن سالن جي ڇوڪري- باڪره- دوشيزه. گولي- ڪنهن به شيءَ جو ننڍو گولو- داڻو- چٽو- جتوُ- حَبُ- ٽِڪِي. سُونهن- خوبي- حُسن- سوڀيا- ٻِراج- خوبصورتي. ڪامڻي- منڌ- سندري- گُجر. معشوقه- محبوبه- حسينه- جميله- سندرناري- خوبصورت عورت. چٽي- صاف- اڇي. ڏاچيءَ جو مادي ڦر. سريراڳ، مالڪوس راڳ جي راڳڻي، جا مانگهه ۽ ڦڳڻ ۾ ڳائين. ڍڳيءَ جو قسم، ڳاڙهي ٿئي. گور يا غور ولايت جا پٺاڻ. گويا قبر جا (منڪر نڪير). ٿر ۾ سارئي جي سلير جي ويجهو، هڪ ڳوٺ، جنهن جي نزديڪ جين ڌرم وارن جا ڏيرا ۽ پارسنات جا پوڄاري ٿا رهن "پارسنات" کي "گوريجو" به سڏين ٿا اَن جي پٺيان، ڳوٺ ۽ مندر ٿا سڏجن، هن مندر کي ڏيرا (ڏيورا) به سڏين.

● گوُڙُ ڄ گوُڙَ، گوُڙوُنُ، گوُڙِيـُونُ: ث. هُل- لُڙ- گهمسان- پائيتال- شور- غوغاءُ- ڌوم- ڪڙڪو- غاغلو- ڪرڳل- رڙَ و رَڙُ- واڪو- وڏو آواز- هنگامو- ماچانگ- واڪو واڪاڻ- هنبس- هلڙ- بکيڙو- ڌمچر- راماڻو- هل حشر- راماڻ- ممڻ- حشري- خرخسو. راڙهه- گجڪار- گجگوڙ- گرجنا- گاج- گرج- ڪڙڪو- ڌڌڪو- ڌڌڪر- ڪڙڪات. (شينهن جي گوڙ- ڪڪرن جو آواز- اَٺ جي مستيءَ ۾ آواز) ٽٽاڪ- گهٽڪات- واڄٽ. ڪيڪڙات- ريهاٽ- گهوگهاٽ. ٿهه ٿهه- ٿهڪڙو- ڪلڪو. ميڙ- ڀيهه- لُڙ- انبوه- ڪٺ- هجوم- ڀينڊ- ڀيڙ- چؤبول. جهڳٽو- خلق- حشام- فساد. سر- سيلاب- آلاڻ- سڪ. ڦٽڪو پيٽ ۾. سارنگ جو قسم. (موسوي). ڀهراڙيءَ جو ننڍو ڳوٺڙو يا ڀهر- ڏاٽي (جتي ٥-٧ گهر ويٺل هجن). (ٿ)

- گوُڙائُو ڄ گوُڙائُو: ذ. صفت. گوڙي- ٻڪواتي- ٻڪ ٻڪ ڪندڙ- گهڻ ڳالهائو- اوباش.

- گوُڙُ ڪَرَڻُ: شور ڪرڻ- بغاوت ڪرڻ- فساد ڪرڻ- لُڙ ڪرڻ.

▬ گوڙ گنبوڙ (ت): ماڻھن جي ھجوم مان نڪتل آوازن جو ميل- ڳنڍيل آواز- رڙيون- دانھون. شور- ھُل- ھنگامو- ھلاچو. فساد.

▬ گوڙ ڪندڙ: گوڙ پيڙ- مونجھارو- ھل ھنگامو. شور- غوغاءُ.

▬ گوڙ گھمسان: اجايون رڙيون- واڪا. دانھون- ڪوڪون- فرياد.

▬ گوڙي ۽ گوڙيُ، گوڙيون: ذ. صفت. گھڻو ڳالھائو- بڪ بڪيو- مٿي جو سور- بڪواتي- گوڙ وارو- گوڙ ڪندڙ- غوغائي- ھُلڙ- گوڙائو- گوڙيلو- لُنڊائو- شوري- واڪرُ- رانياتيو- رانياتي.

● گوڙامُ ۽ گوڙامَ: اسم خاص. حلال پکيءَ جو ھڪ قسم (تلور کان وڏو ٿيندڙ، وزن اٽڪل سير يا ڏيڊ سير ٿئي). ترڪي پکي.

● گوڙامُ: اسم خاص. پکيءَ جو قسم. زمين آلي ٿيڻ.

● گوڙجڻُ: مصدر. زمين آلي ٿيڻ- آلاڻ ٿيڻ- گھم ٿيڻ- پوسل ٿيڻ- گھميل- پسيل- آلو ٿيل- آڌوڪو- آلاڻ جي ڪري خراب ٿيڻ- گھم جي ڪري ڪنو ٿيڻ- پوسل جي ڪري خراب ٿيڻ.

● گوڙَ موڙ (ث): گولَ مولَ.

▬ گوڙ موڙو (ث): گول شيءِ.

● گوڙڻُ (ث): مصدر. ڳوڻ جا ننڍا ٽڪر جي اَٽ جي ڳچيءَ مٿان رکي پاجاريءَ کي آڏا ڏجن.

● گوڙو ۽ گوڙا: ذ. منگر مڇيءَ جو قسم، چلرن سان، سنھن ۾ پالي وانگر نوڪيلي ٽکي چُھنب ڏيڊ فوٽ، رنگ ڪارو، ڊيگھہ ١٠ کان ١٢ فوٽ.

● گوڙو ۽ گوڙو: ذ. ڪڪڙ جو قسم، ٻنا ڪنين جي- ٻي ڪنيو ڪڪڙ- وارن ڪتل- مٿو ۽ ڳچي ڪُتل- اصيل ڪُڪڙ- ٽرڙ- ڪسِرُ. قد ۾ ننڍو بدن ۾ ويڪرو.

● گوڙ ھواڙ: اسم خاص. گھوڙن جو ملڪ. مارواڙ جي جالوترو علائقي جي ويجھڙائي واري ايراضي.

● گوڙي ۽ گوڙيُون: ث. ڪاري جي پيڙيءَ پٺيان ڪاڪوس لاءِ ڪاٺ جي منجي. (ن-ب). اَھواس رکڻ کان اڳ ۾ مصالح وڌل طاقت وارو ڪاڏو. (ت). گوڙيچو- پارسنات- جين ڌرم جي ديوتا جو نالو. ھڪ ڳوٺ، تعلقي ننگر پارڪر ۾. (عام راءِ). راڳ جو نالو- راڳڻيءَ جو نالو.

● گوڙيلو: اسم خاص. تعلقي ڪھڙي ۾ ھڪ ديھہ.

● گوڙيو ۽ گوڙيا: ذ. ھٿيار جو قسم، ھڪ تلوار جو قسم، ڪڇ ملڪ ۾ ٺھندڙ ھڪ قسم جو ھٿيار.

● گوزُ ۽ گوزَ: ذ. (ف: گوز=ٽٽ) ٽيٽُ- قوسَ- قوسي- واءُ- باد- ھوا جو شوشٽ- ريح. آنڊارو يا ڳڙھہ يا اھڙو پيو زخم يا ڏڪ، جو چمڙي کان مٿي آسرندو اچي ۽ ڦاٽي نہ. (ڪ).

● گوزبازي (ت): اونڌو ٿي پنيءَ پر ڪري پوڻ.

▬ گوز ہتڻُ: ٻٽاڪ ھڻڻ. وڏيون ڏيڻ- مھڻو ڏيڻ- طعنو ڏيڻ- ٽوڪ ھڻڻ. لاف ھڻڻ.

▬ گوزل ۽ گوزلَ (ت): ذ. واھيات ڳالھيون- گاريون.

▬ گوز نہ ڏيڻُ (ت): خيال نہ ڏيڻ. متوجھہ نہ ٿيڻ.

▬ گوز ھڻڻُ: ٻٽاڪ ھڻڻ- لاف ھڻڻ- فخر ڪرڻ- وڏائي ڏيکارڻ.

▬ گوزي ۽ گوزي: ذ. صفت. ٽيٽيرُ- ٽيٽُ ڏيندڙ- قوسِرُ. اجايون ڳالھيون ڪندڙ- فضول ڳالھيون ڪندڙ- ٻٽڪ ھڻندڙ- ازٻٽڪون ٻٽڪندڙ- افواھہ ڦھلائيندڙ- ڳالھير- داستان ٻڌائيندڙ- لافون ھڻندڙ- مھٽي باز- طعنہ باز.

● گوزباني: اسم خاص. ھڪ لڪَ جو نالو- ھڪ گھير جو نالو.

● گوزبري: فصل جو قسم.

● گوزو ۽ گوزو (ت): ذ. صفت. سُست- ٽڪتلُ- عاجز.

- گوزُوِ ٿيڻُ: ٿڪجڻ - لاچار ٿيڻ - آڻ مڃڻ - عاجز ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.
- گوزُونُ (ت): سُست - ڪم همت - بُزدل - ڊڄڻو - گيدِي - ڪاهِلُ.
- گُوزوُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- گوُسُ آتارَڻُ: ڇاپڻُ - ڦيٽڪو هڻڻ - جهاز جو رُخُ بدلائڻ. هلت بدلائڻ - نيتي بدلائڻ. رَوِش ڦيرائڻ - چال چلگت ۾ ڦيرو آڻڻ.
- گوُساتوُ: ذ. وَل جو هڪ قسم (ٿُوهال وَل جهڙي، جا زمين تي پکڙي ۽ وڻن تي چڙهي، ڦر تي ڪنڊا ٿينس، مٿي تي ڦاڪون، ٻِجُ ڪارو، گُل ڪارو، پَنَ پانن جهڙا، ڦرُ ڪڙو ٿئي، جُلاب طور ڪم اچي) - ڏِيڏڪي.
- گوُساڪڙُ ۽ گوُساڪڙَ: ذ. صفت. گُسائيندڙ - گوسڙو. ناٿائو.
- گوُسائِينُ ۽ گوُسائِينُ: ذ. صفت. (پرا. گوسائيو. سن. گوڪائيڪه = فقير) پانو. هندو فقير. مجاور. چيلو - مريد. ڏِکِين جي ڌڻ جو مالڪ - ڳنوار. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- گوُسِرُ ۽ گوُسِرَ: ذ. صفت. گوسڙو - ناٿائتو.
- گوُسِرُو: ذ. صفت. گوسِرُ.
- گوُسِرائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (مري بلوچن جو هڪ قبيلو).
- گوُسڙُ ۽ گوُسڙَ: ذ. صفت. گسائيندڙ - گوسِرُ.
- گوُسِڙُو ۽ گوُسِڙُو: ذ. صفت. گوسڙُ.
- گوُسڙجِيُ: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- گوُسوُ ۽ گوُسا (ت): ذ. حجاب. شرم. موشو. گوشو.
- گوُسوُ ڪرَڻُ: پرهيز ڪرڻ. گوشو ڪرڻ. حجاب ڪرڻ.
- گوُسِيُ (ت): ذ. صفت. ڪوهه تي پاڻيءَ سان پرجي نڪتل ڪوس ڪي جهليندڙ (ماڻهو).
- گُوسِيُ: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
- گوُشُ ۽ گوُشَ: ذ. (ف). هڪ عضوي جو نالو. جسم جي پنجن مکيه حواسن مان ٻُڌڻ جو حواسُ - ڪَنُ. ڪوڇ - ڪُوهو - انگورُ. وڻ جون نيون ڦُٽل ٽاريون - ٻُورُ. ڪاري جي ٻيڙيءَ جو سڙهه ۾ ٻڌل آڏو رسو. پکيءَ (ڍاڍي) جو هڪ قسم. ڪنجيءَ جي ڦر جو ڇِڪو.
- گوُشاڙنُ: مصدر. ڪَنَ مَهت ڪرڻ. ڌمڪي ڪيڻ. ٿوري سزا ڏيڻ.
- گوُشُ ڏِيَڻُ: ڪَن ڏيڻ. توجه ڏيڻ. ڌيان ساڻ ٻُڌڻ.
- گوُشُ رَکَڻُ: ڪَنُ ڪرڻ. ڌيان ڏيڻ. هوشيار رهڻ.
- گوُشُ سِيارُو: ذ. ڏکڻ آيرنڊي يا ڏکڻ آلهندي جي ڪُنڊ.
- گوُشُ ڪَرَڻُ: ڪَن ڪرڻ. ڌيان ڪرڻ. هوا جي سامهون هلڻ لاءِ گوش ڪڙي ڪرڻ (ٻيڙياتن جي اصطلاح ۾). سڄي دنيا جو سامونڊي سَير ڪرڻ.
- گوُشُ گُذارُ ۽ گوُشُ گُذارَ: ذ. صفت. ڪَن ڏيئي ٻُڌندڙ - توجه ڏيندڙ. فرياد ٻڌندڙ. دانهن اونائيندڙ.
- گوُش گُذارُ ڪرڻ: ڌيان تي آڻڻ. ڪن تي آڻڻ. اطلاع ڏيڻ. سُڌ ڏيڻ. ٻُڌائڻ - ڄاڻائڻ - چِتائڻ. پڪارڻ. احوال ڏيڻ - بيان ڏيڻ.
- گوُشُ گُذارِيُ ۽ گوُشُ گُذارِيُون: ث. خبر - سماءُ - سُڌ - اطلاع - ڄاڻ. فرياد - پُڪارَ - دانهن.
- گوُشمالَ: ث. ڪَن مهٽَ - ڪَن مروڙ. ڌمڪي - دڙڪو.
- گوُشِماليُ ۽ گوشمالِيُون: ث. ڪن مهٽ - ڪن مروڙ. ڪن مهٽڻ جي سزا. سيکت - تنبيهه. جهٽڪ.
- گوُشُ نہ ڏِيَڻُ: خيال نہ آڻڻ. ڌيان نہ ڏيڻ. نظر انداز ڪري ڇڏڻ.
- گوُشِوارُ ۽ گوُشِوارَ: ذ. ڪنن ۾ پائڻ جي ڳهڻي جو هڪ قِسم - ٻنڙا.

● گوشتُ ج گوشتَ: ذ. (ف). ماسُ- ماهُ- مانس- لحمُ- گوسُتُ. گودو- مغز- گِرُ (ميوي جو).
● گوشتِ: ت. (سن. گوستِي = ڳالهائڻ). گفتگو- ڳالهه. رهاڻ. احوال جي ڏي وٺ (پاڻ ۾ زباني). علمي مجلس. مذهبي گفتگو- ديني ڳالهه ٻولهه- ڌرمي بحث.
● گوشِ ماهِي: ث. مڇيءَ جو هڪ قِسم.
● گوشو ج گوشا: ذ. (ف. گوشه). ڪُنڊ- ڪُڙڇَ. پاسو- ڪِنار. سنياسي جي ڪُٽيا. رشيءَ جي غفا- خلوت گاهه- لِڪڻ هنڌ. گونڇ- گوشُ- گُوهو. وڻن جي ٻُور جهلڻ جي ٻهرين قوت- ٻُورُ. طرف. جانب- سمت- پاسو. خلوت- اڪيلائي. ڪمان جا ٻئي گهڙيل ڇيڙا. ٻُنجي- ڪِڙي- ڪُنڊو. گز جو گهڙيل خانو. ڏنش جي ڇيڙي واري ٻُونبُ. تير جي چوٽيءَ ۾ ڪپ. چِلو.
- گوشائِتو ج گوشائِتا: ذ. صفت. پاسي ڪنڊ- هڪ پاسي- هڪ طرف. پاسي- ڌار- پاسيرو- خلاصو. ايڪانت ۾- خلوت ۾- نويڪلو- اڪيلو. اڪيلائي پسند. گوشه نشين. ڪنڊ ۾ ويٺل- مخفي- لِڪل. علحدو. خلوت پسند- خلوت نشين.
- گوشو ڪرڻ: پاسو ڪرڻ- ٽارو ڪرڻ- ڪنارو ڪرڻ- برطرف ٿي وڃڻ- پاڻ پلڻ- پاڻ ٽارڻ- پري رهڻ- پرهيز ڪرڻ- پري ڀڄڻ- ٽري وڃڻ.
- گوشي رهڻ: پاسي رهڻ- پري رهڻ- ويجهو نه اچڻ- ڪنارو ڪرڻ- اڪيلو رهڻ- علحدو رهڻ- خلوت ۾ رهڻ.
- گوشي نشينُ: ذ. صفت. خلاصو- ايڪانت ۾- نويڪلو- گوشائتو- اڪيلو- اڪيلائي پسند- ڪُنڊ ۾ ويهندڙ- لِڪل. رشي- سنياسي- تياڳي.
- گوشي نشينُ ٿيڻ: گوشائتو ٿيڻ- اڪيلائي اختيار ڪرڻ- خلوت اختيار ڪرڻ- ڪُنڊائتو ويهڻ. علحدو رهڻ- تنها رهڻ.
- گوشي نشينُ ڪرڻ: اڪيلائي ۾ گذارڻ- هن دنيا جا سڀ تعلقات ٽوڙي هڪ ڪنڊ ۾ ويهڻ. لا طمع ٿي رهڻ. حرص و هوس کان پاسو ڪرڻ.
- گوشي نشينِي: ث. ايڪانت- نويڪلائي- گوشو- ڪُنڊ ۾ ويهڻ جي حالت. پرده نشيني.
● گوشو ج گوشا: ذ. ڪشو- گوشو- نونشو- مُڪ.
● گوشِي ج گوشِيون: ث. مينهن جو هڪ قِسم (جنهن جا سڱ مٿي کان ڪَنن ڏانهن وريل هجن).
● گوڦڻ (ٺ): ث. ڪانياٺي.
● گوڦو ج گوڦا: ذ. ماڻهن جو ميڙ- انبوهه- ميڙ- ڳاهٽ- ڏَنبُ- ڏنبلو. گهٽَ- ڪاڙهو- رکهه- ٻُس.
● گوڪَ ج گوڪُون (ل): ث. سلوار ۾ اڳٽ وجهڻ جي جاءِ- آهڻو.
● گوڪُ ج گوڪَ: ذ. وڏو ۽ سٺو ٽڪلُ ٻيرُ. ڪيرولي ٻير. لوڙهه جو هڪ قِسم.
● گُوڪَ ج گُوڪُون: ث. خيال- ويچار- پتهه. سمجهه.
● گوڪِرُ ج گوڪرون (ڪ): ذ. ڦيٽَ.
● گوڪُلَ: اسم خاص. (سن). ڍڳين جو ڌڻ- گؤسالہ. هڪ ڳوٺ جو نالو (جتي ڪرشن مهراج ڄائو ۽ نپنو).
● گوڪلپُور: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيرو ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● گوڪڻُ (ت): مصدر. ستم ڪرڻ- ظلم ڪرڻ. ڦٽ لعنت ڪرڻ- ٺُڪُ ٻُجو ڪرڻ. (گوڪيو- گوڪيندو- گوڪيل).
- گوڪَ ج گوڪُون: ث. ظلم. ڦٽ لعنت. مهڻو. ڏوراپو- الانبو.
- گُوڪَ ڏِيڻُ: اڻ ٺهندڙ وچن چوڻ- پاراتو ڏيڻ- ڀِٽ ڏيڻ- بد دعا ڏيڻ.
● گوڪي ج گوڪيُون (ڪ): ث. عورت- نار- ناري- سُنُڌ.
● گوڪِياوائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (پتافي بلوچن جو هڪ قبيلو).
● گوڪِيڙو ج گوڪِيڙا: ذ. هل- گوڙ- غوغاءُ- شور- آواز.

● گوڪٽ ۽ گوڪٽون (ل - ٿ): ث. ڳنڍ جو هڪ قسم - ڪنن ۾ پائڻ جي ڳنڍ جو هڪ قسم. اچي زريءَ جي ٿهيل گُلدار ٿئي. ڪير جا ٿانءَ مٿان هوا سان پيدا ٿيل ڪنا. خوشامد - چاپلوسي. ڏندن جي وٿي. (ل).

● گوڪٽرو ۽ گوڪٽرا (ٿ): ث. ڳنڍ جو هڪ قسم - ڪنن ۾ پائڻ جو ڳنڍ (جو مرد پائين) - ڪپوٽي. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● گوڪِرو ۽ گوڪِرا: ذ. گند - ڪچرو - ميل.

● گوگٽ ۽ گوگٽون (ل): ث. ڪير جي جهڳ - ڪِجي.

● گوگاٽي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گوگاءُ ۽ گوگاءَ: ذ. آواز - لڙ - ڏچو - غوغا. گوڙ - شور - هنگامو - هُل.

● گوگائي ۽ گوگائي: ذ. مرچن جو هڪ قسم.

● گوگتياري (ٿ): ث. هڪ ٻِٽ جو نالو.

● گوگِرو ۽ گوگِرو: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جو ڪنڊن وارو ٿڙ جهلي).

● گوگِڙ (ت): ث. دنيا - جهان.

● گوگِڙ نِنڊ ۽ گوگِڙ نِنڊ: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - گندرف - گندڪ - آنولاسار.

● گوگِڙو ۽ گوگِڙا: ذ. وڻن جي ٻوٽي جو ٿڙ - ڏينو - گوگيڙو - ڏيلهو - ڏوڏو. هندن جو هڪ ڏڻ (جنهن ۾ مڇي ۽ گوشت نہ کائين "ٿ").

- گوگِڙي جو ڪينئون: ذ. وڻن کي ٿيندڙ مرض جو هڪ قسم.

● گوگِڙو ۽ گوگِڙو: ذ. (ف. شلغم) ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - شلغم. سارنگ گاهہ جو ٿڙ. گندرف - گوگڙ نِنڊ - گندڪ.

● گوگِڙ ينڊ: ذ. گندرف - گوگِڙنڊ.

● گوگِل ڳانيءَ: ث. سپ جو هڪ قسم - گهو گهيتو. سُتيئڙو - سپي.

● گوگو: ذ. جيت جو هڪ قسم. (ٿ). اڪمڪڙ. نانگ. (ت). (ذ. صفت). ٻي سمجهہ. (اسم خاص). هڪ فقير جو نالو (جو چوڻ ۾ اچي ٿو تہ نانڪن ۽ ٻلائن جو گرو هو. هُو ڳوٺ اوريڙهہ تعلقي راجگڍ علائقي بيڪانير جو ويٺل هو. ذات جو چوهان هو، ان ڪري ڪيس گوگو چوهاڻ چوندا آهن). تعلقي ناري (ضلعي خيرپور) ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● گوگياءُ ۽ گوگياءَ: ذ. هُل - گوڙ - شور - غوغاءُ.

● گوگيڙو ۽ گوگيڙا: ذ. ڪپهہ جو ڏينو - ڏيلهو - گوگڙو. ٻاراڻي راند جو هڪ قسم. (ت). ڪوڏي. (ت).

● گوگهڻ ۽ گوگهڻون (ٿ): ث. ڪير ڏهڻ وقت ٿيل ڳجي.

● گوگهاٽ ۽ گوگهاٽ: ذ. وڏو آواز - گهوگهٽ.

● گوگهٽ ۽ گوگهٽ: ذ. لڳاتار هوا لڳڻ جو آواز - شوشٽ.

● گوگهِرو ۽ گوگهِرا: ذ. سمهڻ ۾ نڙيءَ مان نڪتل آواز - ڪونگهرو.

● گوگهرو ۽ گوگهرا (ٿ): ذ. گهِنگهرو.

● گوگهِري ۽ گوگهِريون (ڪ): ث. گوگڙو.

● گوگهڻ (ل): مصدر. مجبور ڪرڻ. لاچار ڪرڻ - بيوس ڪرڻ - محتاج ڪرڻ. (گوگهيو - گوگهيندو - گوگهيل).

● گوگهو ۽ گوگها: ذ. نڙيءَ ۾ هٽ وجهي زور ڏيڻ جي حالت - گهٽو. ڪيسو - ڪيدو - گوندو. ڳوٽري - ٿيلهي.

● گوگهي ۽ گوگهيون (ٿ): ث. ننڊ ۾ ڪونگهرا هڻڻ جي حالت. گگهي جي چوٽيءَ.

● گوگهيٽو ۽ گوگهيٽا: ذ. ٻارن جي راند جو هڪ قسم. ٻاٽيءَ جي جيت جو ٿاهيل گهرڙ - ڪچ ڪوڏي.

● گوگهيٽا (ڪ - ل): ذ. اوٺڙ جو هڪ قسم - گڪر جو ٿلهو، گڪر.

● گوگهيڙو ۽ گوگهيڙا: ذ. ٻارن جي راند جو هڪ قسم. ڪوڏي. ڪيٽو. (ل).

● گوُلَ ۽ گوُلُون: ث. ڏٿ جو هڪ قِسم- گولاڙي ول جو ڦرُ.
" آءٌ گولُون گولاڙن تان چوندبندیس چڙهيو "
(ڪبير شاھ).

● گوُلِ (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قِسم.

● گوُلُ ۽ گوُلَ: ذ. (سن). چڪر- ڦيرو- گهيروُ- گردو- گولو. ڪابہ چڪرائين شئي. آها شڪل جنهن ۾ ڪمان وانگر وريل ليڪ جا ٻئي ڇيڙا پاڻ ۾ مليل هجن. چوڦيرو گهيرو. گهيرو جو اندريون ڀاڱو. (صفت). چڪرائون- گولائون- پيچدار- پيچيدو. چوڦير- چوطرف.

- گوُلارا ۽ گوُلارا: ذ. گهيرو- چڪرُ- گولُ- گولو.

- گوُل آنْدازُ: ذ. صفت. گولو اڇلائيندڙ- توبچي.

- گولانِ: ث. گولائِيُ. چڪرُ- ڦيروُ.

- گولائون سَطَحُ: ذ. گولائي وارو مٿاڇروُ.

- گوُلائُون مخرُوط: ذ. گوُلائين چوٽي.

- گوُلائِيُ ۽ گوُلائِيُونَ: ث. گوُلاڻِ. ڦيرو- گهرو. گهيروُ. وَرُ- وَڪڙُ- ڏنگائي.

- گوُلائِينُ لِيڪَ: ث. گهري واري ليڪ.

- گوُلائِينُ ماپَ: ث. گهيري جي ماپ- چڪرائين ماپ.

- گوُلُ مالُ ڪرڻ: خرد برد ڪرڻ- کائي وڃڻ- هضم ڪرڻ. منجهائي وجهڻ.

- گوُلُ مُنْهَنُ: ذ. گولائون مُنهن. سهڻو مُنهن.

● گوُلُ موُلُ: ذ. صفت. مُنْجهيلُ. ٻتليل- ڏکيو. گانڊوڙ يل.

● گوُلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● گوُلاتہ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڊومڪي پاڙو).

● گوُلاتِيُ ۽ گولاتِيُون: ث. ڦيراٽي- ڦيري. بولاٽي- بازيلي.

● گوُلارا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾).

● گوُلاروُ ۽ گولارا: ذ. صفت. ٻانهو- غلام- گولاڙو. (ذ). ٻوُٽِي جو هڪ قِسم- گولاڙوُ.

● گوُلاڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گوُلاڙڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ساساري ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● گوُلاڙوُ ۽ گولاڙا: ذ. ول جو هڪ قِسم (جنهن ۾ ڳاڙهي رنگ جو هڪ گول ميوو پيدا ٿئي). ڏٿَ جو هڪ قِسم. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪو وکر جو هڪ قسم. ٻرت جو هڪ قِسم. ٻاٽيءَ جي ٻڪيءَ جو هڪ قِسم. (ذ. صفت). ٻانهيءَ جو ٻار- ٻانهو- غلام- گولاڙو.

● گوُلانْبُ ۽ گولانْبَ (ت): ذ. وڏو پيٽ. وڏو ٽلاءُ. بلغم واري ٽُڪَ- ڪانگهارو.

● گوُلاڻِ: ث. ٻانهو- غلام- داسَ. گولائي- چڪر- ڦيرو. ڦرهي جي ٽاري. (ل).

● گوُلِچِيُ ۽ گوُلچِيُونُ: ث. رازڪي اوزار جو هڪ قِسم- ٻِت جي دَرزن ڪيڻ جو اوزار. درزن ڀرڻ بعد مٿان لڳائڻ جو اوزار. درزن جي وچ ۾ ليڪو ڪيڻ جو اوزار.

● گوُل چِيُرِيُ: ث. مڇيءَ جو هڪ قِسم- سُڪل مڇي (سوئو).

● گُولِرِيُ ۽ گُوُلرِيُونُ: ث. سپاهين جو دستو- دفعو. تعيناتي (سپاهين جو). ٻينڊ واجي جو پورو دستو- ڄُلڪي- جهُنْڊ- جماعت- ٽولي- گلو (ماڻهن جو). راڄ- جماعت. ڌڻ- وِڳر- گلو- مڳرُ.

● گولِڙوُ ۽ گوُلِڙا (ت): ذ. سُرمي رکڻ لاءِ ڪُٽِ يا پتل جي ڪُپي- سُرميداڻي.

● گوُلَڪَ ۽ گوُلَڪُونُ: ث. پئسون- هميائي- زر جي ٿيلهي- زردان. ڪيڪ- گوچاني.

● گوُلوُ ۽ گوُلا: ذ. (سن. گولا، گوُلڪہُ= گولو. ف. گوله= گولو). غلام- ٻانهو- ٻازي- داس- گولاڙوُ- تابعدار- مطيع- نوڪر- ٻردو- چاڪر- خدمتگار. پتن جي تاس جو اهو پتو جنهن تي غلام جي سورت هجي (٥٢ پتن ۾ ٣ گولا ٿين). گول شئي- چڪر- گول- منڊل.

توف جو، ڏرتي جو، ٻاهه جو، ۽ ڪوبہ آسماني
گولو. (ٻہ) گولو. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم.
- گوُلاٺو ۽ گولاٺا: ذ. صفت. غلاماٺو - گولي
جو - ٻانهي جو - غلام جو. ڪميڻو. تابع - اڌين.
- گوُلپَ: ث. غلامي - ٻانهپ.
- گوليپڻُ: ث. ٻانهپ - غلامي - گولپو - ٻيلپو.
نوڪري - خدمت - چاڪري.
● گوليپو ۽ گوليپا: ٻانهپ - غلامي - ٻيلپو - گولپڻ.
خدمت - چاڪري - پورهيو - گولاپڻ.
- گوليپي ۽ گوليپيُون: ث. ٻانهپ - غلامي -
ٻيلپو. گولپو.
● گولوچِنُ: ذ. ڍڳي جي پيشاب سان نڪتل
پيلهي رنگ جو سادو. پيلي شيء جا ڳئون جي
مٽ سان نڪري (۽ ٻانهڻ دعا طور ورهائين).
● گولو ڏاهري: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾
هڪ ديهہ جو نالو.
● گولو غلطي: ذ. اوزار جو هڪ قسم.
● گولو ڪُهاوَڙُ: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾
هڪ ديهہ جو نالو.
● گولي ۽ گوليُون: ث. بندوق جي گولي -
متيء جي گولي. راند رهڻ جي گولي. شيهي
جي گولي. ڍِڳي. ٽيڙهي. ڳوڙهي. ٻانهي -
داسي - نوڪرياڻي - گولاڙي - ٻيلياڻي. پورهيت.
مڇيء جو هڪ قسم.
- گوليائي ۽ گوليائيُون: ث. ٻانهپ -
غلامي.
- گولي گها گهائي: ننڍ جهلي ٽپي هٽڻ.
(سهڻي ڪيلي، ڪڏي ڪُن ۾ پيئي، هوڏانهن وري
درياءُ جي جانورن جڪ پي ڪاڏا، جو هوء سندن
چنبي کان نڪري وڃي پار پهتي)

"گولي گها گهائي گهڙي،
جڪن ٿا جانار ساهڙ سائر سير ۾."
(شاه سهڻي).

- گولي سار: ث. نشان (چٽڻ جو). هدف.
بندوق سان نشانن چٽڻ جو هنڌ.
● گوليڙو (ڪ): ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● گومَ (ت): ذ. ڍڳهو. پيتوڙي.
● گُومانُ ۽ گُوماتَ (ت): ث. مخموري.
خمار ۾، نشي ۾ پُور. مستي ۾ - شباب ۾ -
جواني ۾ - خوشيء ۾. مونجهہ - آپاتَ - گوتسَ.
ڦيري - چڪري. سوڳاپ - بيهوشي.
- گوماتِجَڻُ (ل): مصدر. ڦيري اچڻ -
گهوماٽجڻ. سنجهڻ. بيهوش ٿيڻ. (گوماٽيو - گوماٽيندو -
گوماٽيل).
- گوماتيل: ذ. صفت. موڳو - منجهيل.
● گومادرُ: دوا جو هڪ قسم. ٻسارڪي وڪر
جو هڪ قسم.
● گومانڊرُ ۽ گومانڊرَ: ذ. ٻسارڪي وڪر
جو هڪ قسم.
● گوميتي: ث. روپيہ جو هڪ قسم. مينهن جو
هڪ قسم. (ت).
● گوميڙي ۽ گوميڙيُون (ت): ث. جوئر جو
سنگ.
● گومسڪي ۽ گومسڪيُون: ث. ٻانهڻ جي
ٻکيا وٺڻ واري ڳوٿري. مالهائون وغيره رکڻ جي
ڳوٿري. جپ مالها - سُمرڻي - تسبيح.
● گومي (ت): ث. مينهُن - برسات.
● گوميدُ: ذ. ڍڳيء جو بليدان - ڳانء جي
قرباني.
● گونُ: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.
● گونَ: ٻج جو هڪ قسم. ڏٿ جو هڪ قسم
(جنهن جو غريب ماڻهو اٽو ڪري کائين).
● گُونُ: ذ. رنگ - ورن. رونق - صورت.
قسم.
● گُوناگُون: ظرف. قسمين قسمين - طرحين
طرحين - رنگ برنگ - رنگين رنگين - ڀانتين ڀانتين.
مختلف - جدا جدا - ذاتيرو.
● گُونبُ ۽ گُونبَ (ل): ذ. ڳنبو.
ڳوڙهو. ڳٽ.
- گُونبو ۽ گُونبا: ذ. وڏو ڳنبو - ڳوڙهو.
● گُونبَٽُ ۽ گُونبَٽَ: ڍڳيء جو ٿوهو -
ڪُوهو. پيڙيء ۾ اندر گهر يا جاء - ڳِتڻ.

● گونٽو ۽ گونٽا (ٽ): ذ. خيال - ويچار - پتهه - ڀُور. ادراڪ - سمجهه.

● ڳونٽ ۽ ڳونٽون (ٽ): ٿ. ويڙهڻ جي حالت.

- ڳونٽاجڻ: مصدر. ڦاسجي وڃڻ - اٽڪجڻ. منجهي پوڻ.

● گونٽ (ٽ): دونهون.

- ڳونٽاڙ (ٽ): ذ. دونهون.

● گونٽ ۽ گونٽ: ذ. گورو - ڳپ - سال - مغز - ست - عرق - روح. ڀُشپ مُنڪ.

● گونٽو ۽ گونٽا: ذ. (سن. گينبڪ) سونهري يا روپي وٽ. اچي زريءَ جو نهيل گل. زري - مقيس - ڪلابات. ٻامڪ - ٻٽي. ڦندڻ - گل - پچ.

- گونٽي ۽ گونٽيون: ٿ. گونچ - ڪلي - مکڙي.

"جون باغان دي وچ گونٽي"
(عرضي فقير).

● ڳونٽ: ذ. صفت. ميرو - ڪنو - ڪندو - گدلو - غليظ - ٻچڙو - خراب - لُڙو - ميرو ڪچيرو - ڏوڙ پڪيلو.

● ڳونجاري: ٿ. بلا جو هڪ قسم.

● ڳونجاڙ (ٽ): ذ. آٽ وغيره جي گوڙ جو آواز - ڳُڙ.

● گونچ ۽ گونچ: ذ. تازي ڦٽل وڻ جي جي ٽاري - وڻ جا ڪچا پن. انگور - گوش - گوهو - ٻور.

● ڳونچڙ (ٽ): ٻهريات ڏ ڳيءَ جو ڪير ٻهريائين پيڻ يا ڏيءَ جي گهر رسائڻ جي رسم.

● ڳونچڙو ۽ ڳونچڙا (ٽ): ذ. واڻ جي ويڙهي. (ٿ. گونچڙي ۽ گولچڙيون).

● گونڊ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو (جهنگلي).

● ڳونڊ: ذ. جابلو ڪونئر.

● ڳونڊ: ذ. ڪوڏن جو هڪ قسم (اڇا گول ڪوڏا جي سينگار واسطي وهٽ جي ڇپند ۾ گوهر ۾ پوئجن).

● ڳونڊو (ٽ): ذ. ڪوڏيون. آنَ جي ڳنڍي. قميص جو ڪيسو. چيلڙن پورڻ جو واڙو.

- ڳونڊي ۽ ڳونڊيون (ل): ذ. ڪوڏي (جي گهٽو ڪري آنن جي ڳانين ۾ هڻجن). هڪ ساموندي جيت. ڪچ ڪوڏي. سچي ڪوڏي.

● گونڊار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● ڳونڊاڙڻ (ٽ): مصدر. دٻائڻ. دڙڪا ڏيڻ. هيسائڻ - ڊيڄارڻ - گهلڻ. ڏونداڙڻ. چيچاڙڻ. ستائڻ. رلائڻ. چڪ تاڻ ڪرڻ. (ڳونداڙيو - ڳونڊاڙيندو - گونداڙيل).

● گونڊ ٻنڊ: ذ. سنهي رسي جنهن سان ٻاڪڙو ٻڌجي.

● ڳونڊر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● گونڊ رَ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳونڊر ۽ ڳونڊر: ذ. ڳڻتي - فڪر - خيال - تات - سنڀال - خبرداري - سڌ سماءُ - نظر - چنتا - اون - انديشو - آڌڪو - ٻرگهور - ٻردانت. سُور - ڏُک:

"گونڊر کيو غرق، ساڻ منهنجو جندڙو"
(شاه - رپ).

خيال - ڌيان - سانگو - پرواهه - لتڪ - چيت. چنتا - انتظار - اوکيا ڀوکيا - وسواس. ڏک - غم - تڪليف - فڪر - وڇوڙو - جدائي. گهٽائي.
"گاه جا گوندر لڳا پيا آهن" (جماو).

- ڳونڊر جو گهيرو ٿيڻ: مصيبت جو سينهن وسڻ - پهاڙ ڪنڌ تي اچي ڪرڻ. هزارين غمن ۾ گرفتار ٿيڻ. خوشيءَ جي ڪا اميد نه رهڻ. فڪر چڙهڻ - چنتا ٿيڻ. وڇوڙي ۽ جدائي جا ڏينهن اچڻ. پشيماني وٺڻ. انتظار ۾ هوڻ.

- ڳونڊر ڳمائڻ: ڏک ڳم ڪرڻ يا وسارڻ - غم غلط ڪرڻ.

- ڳونڊريو ۽ ڳونڊريا: ذ. صفت. منتظر - فڪرمند - اونائتو - آڏيڪ - خبردار - هوشيار - سچيت - چالاڪ.

● ڳُونڊرڙو: اسم خاص. تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ (ضلعي خيرپور) ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڳُونڊرول: اسم خاص. ول جو هڪ قسم (لاڙ ۾ ٿاڻيءَ تي ٿيندڙ). (ن-ب).

● ڳُونڊڙي: اسم خاص. جوئر جو هڪ قسم (جنهن جو سلو ۽ ڪانو سنهڙو هجي). ”ڳونڊڙي جوئر“، ”ڳونڊڙي ڪمند“. (ن-ب).

● ڳُونڊڪ ڪوش: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳُونڊل: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳُونڊليِ ۽ ڳُونڊليُون (ل): ث. سَٽَ جو ڦورو.

● ڳُونڊو ۽ ڳُونڊا: ذ. ڪپڙي جا ٻه ٿاسا ٻڌي، ناهيل ڳوٿري - جهول - ڪانبو - ڳوٿرو - جهولي - ڪيسو. درياءَ ۾ مڇين رکڻ جي جاءِ. ننڍن ڇيلن جي واڙ. ننڍن ڇيلن جي پورڻ لاءِ ننڍي لوڙهي واري واڙ. سوڙهي جاءِ. سَنڌُ - ڳنڍُ (ڳوڏي جو). ڳيڙو - ليسُوڙو. ٿر ۾ ٿيندڙ ميوي جو هڪ قسم. ڪانن جي ٺهيل جاءِ (جنهن ۾ ڦٽيون وغيره رکجن ”ل“). ڇپرو.

- ڳُونڊي مان نِڪرڻ: آڪريءَ مان نڪرڻ. آڪوڙجڻ. ارن سان نڪرڻ. ڏائوا ڏول ٿيڻ. پنهنجي اصلوڪي جاءِ تان (سَنڌ جو) نڪري وڃڻ.

● ڳُونڊِي: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳُونڊڻ (ٿ): مصدر. سُنگهڻ. (ڳونڊيو - ڳونڊيندو - ڳونڊيل).

● ڳُونڊ ۽ ڳُونڊون: ث. وڃت جو هڪ قسم - ميگهه راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

- ڳُونڊَ هڻڻ: مصدر. ستڪڙن جي آئن ڏيڻ ڪي ڳونڊ هڻڻ ڇتون.

● ڳُونڊاري ۽ ڳُونڊاريُون (ڪ): ث. جيت جو هڪ قسم.

● ڳُونڊاڙڻ (ل): مصدر. ڦلهورڻ - ڦنڊيرڻ - هيٺ مٿي ڪرڻ - مُنجهائڻ (سُٽ وغيره). ڳنڊائڻ. (ڳونڊاڙيو - ڳونڊاڙيندو - ڳونڊاڙيل).

● ڳُونڊهاس: اسم خاص. فيدر ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳُونڊڪ (ٿ): اسم خاص. هڪ ٻيلي جو نالو.

● ڳُونڊل هارڻ: سخت رُئڻ. واويلا مچائڻ.

● ڳُونڊل هڻڻ: ڪوڙ ڳالهائڻ. رنڊڪ هڻڻ. اٽڪاءُ وجهڻ.

● ڳُونڊو ۽ ڳُونڊا: ذ. صفت. ڏاڙيل - ڌاڪو. ٺڳ. بدمعاش - لُچ - لُفنگو - اوباش. ڪمينو - بي غيرت - بي شرم. (ذ). پيٽ جو اندريون عضوو - آنڊو. (ٿ).

● ڳُونڊِي ۽ ڳُونڊِي: ذ. صفت. پٿر ٽڪيندڙ - سنگتراش - سلاوٽو - سلاوٽ - سروٽي.

● ڳُونڊي ڪٽڻ (ڪ): ٿڻن تي ڪٽڻ.

● ڳُونڊِ (ٿ): ث. ٻاڙ - جڙ - ٻيخ.

● ڳُونر (ل): ذ. ڪچي شاخ.

● ڳُونرجڻ (ٿ): مصدر. ڪاوڙجڻ - چڙجڻ - ڏمرجڻ. (ڳونريو - ڳونريندو - ڳونريل).

● ڳُونرشي: خيال. ويچار.

● ڳُونرڻ: مصدر. ڳِرڻ - ڳهير ڪرڻ - ڳِڙڻ. چِڙڻ. ڳهڙ ڪرڻ. (ڳونريو - ڳونريندو - ڳونريل).

● ڳُونرو ۽ ڳُونرا: ذ. آٽ جو ننڍو ٻچو - ننڍو آٽ - ڪنوات - ٿانڪڙو. (ث- ڳُونرِي ۽ ڳُونريُون).

● ڳُونشاٽڙو ۽ ڳُونشاٽڙا (ڪ): ذ. موڳو - آلوپولو - بي ٻڌيو - ڪم عقل - مَتَ جو موڙهو - مُورک - ڳهيلو - بي وقوف - نادان.

● ڳُونڪيرائي وَڃڻ (ٿ): لٽائي وڃڻ - ڪسائي وڃڻ. منهن ڦيرائڻ.

● ڳُونڪا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳُونڪاڏو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳُونڪائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ڳيئوراڙي ۽ ڳيئوراڙيئون: ث. ڳرڀ واري - پيٽ واري - ٻار واري ماءُ - تازو ويئم ڪيل عورت.
- ڳيئوراڙيون ڳالهيون ڪرڻ: ڪچيون ڳالهيون ڪرڻ - اجايا ٻه ڇائڻ.
- ڳيئورائي ۽ ڳيئورائيون: ث. ٻاراٽي وهي - ڇوڪرائي عمر - ننڍي اوستا.
● ڳيپي ۽ ڳيپيون (ل): ث. ظلم - ستم. ڪاوڙ - ڪرمي. (سهيري).
● ڳيپير: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ن - ب).
● ڳيپيرڻ ۽ ڳيپيرڻيون: ث. (سن. ڳرڀ = ڳڀ). تخم جي رهڻ جي جاءِ - ڳرڀ آستان - تخم داني. ڪوٺ - ڪڙه - ڳرڀ - ڳهڻ - ٻچيدان - رحم. عورت جي بدن جو اهو حصو جنهن ۾ رج يا حيض پيدا ٿئي. ڳل ۾ ڳڀ رهڻ وارو حصو.
● ڳيت ۽ ڳيتون، ڳيتيون: ث. (سن. ڳتم = وڃڻ). ريت - عادت - چال - ڳت. ڪا شيءِ حاصل ڪرڻ لاءِ اجائي ڪوشش - زور - ضد. (ت). ڳيت - ويچار - عقل - فهم. هميشه ڳالهه سان گڏ استعمال ٿئي "ڳالهه ڳيت = خبرچار، ٻچا ڳاڇا وغيره." ڳالهه - ڳالهه ٻولهه - ٻچا ڳاڇا - خبرچار. (ڳاجرا).
● ڳيت: لالچ ڪرڻ. ڪنهن شيءِ جي حاصل ڪرڻ لاءِ ويهي ننهن جو زور لائڻ.
- ڳيت ڏيڻ (ت): حاصل ڪرڻ لاءِ سخت ڪوشش ڪرڻ - زور لائڻ. ضد ڪرڻ.
● ڳيٽ ۽ ڳيٽون. ث. (سن. ڳر = ڳرڻ). ڳيٽ - ڳهٽي. ڏڪ - سرڪي - ڳيهٽ.
● ڳيٽ ۽ ڳيٽون (ل): ث. (سن. ڳرنٿ = ڳنڍ ڏيڻ). زالن جي وارن جي ڳيٽيل چوٽي - ڇڳ - چڳ. (پرمانند). چوپائي جي ٿڻ ۾ ٿيندڙ رنڊڪ. (ل - سهيري). ٿپي - غوطو - ڳوتو - ڳهٽ. (ت). موتين وغيره جي ڳيٽڻ يا پوئڻ جي حالت - پوچ - سڙهت. (ڪ). زمين سان ظاهر ٿيل ڪنهن وڻ جي پاڙ - ڪٽ. (ڪ). بدن ۾ ڪنل جي اندر سوڄ ڪاڏل زخم (جو ظاهر نه ٿئي) - ڳهٻ. (ڪ). ڪاري جي ٻيڙيءَ جو هڪ قسم. (لت) (جي ٻرسان) ۾ بدل ڇيڙي واري ڪي مڙهيل ٺوڙيءَ جو ٽڪر. (ن - ب). سڱي جي ٻيڙيءَ جو مڙهه. (ن - ب).
- ڳيٽ ڪرائڻ: چوٽيون ڪرائڻ - سٿو ويڙهائڻ.
- ڳيٽ وڍڻ: عورت جي سڱي جا وار وڍڻ - چوٽي وڍڻ (تعدي ڪرڻ لاءِ).
● ڳيٽرو ۽ ڳيٽرا (ل): ذ. (سن. ڪرتن = ڪٽڻ). ويڍيل ٽڪر - ڪترو. ٽڪر - پورو - ٻيرو - ڳيپو - ڀاڱو. ميوي وغيره جو ٽڪر - قار. (ث. ڳيٽري ۽ ڳيٽريون)
- ڳيٽرا ڳيٽرا ڪرڻ: ٽڪر ٽڪر ڪرڻ - ڳيا ڳيا ڪرڻ - ٻيرا ٻيرا ڪرڻ.
● ڳيٽڻ: مصدر. (پرا. ڳنٿ، سن. ڳرنٿ = ڳنڍڻ). ڳنڍيون ڏيڻ - ڳوپڻ - ويڙهڻ - وٽڻ - سٽڻ - ڳنڍڻ - ڳنڍڻ - سلائڻ - سڙهڻ - چٽڻ (وار) - واڻڻ. جڪڙڻ - قابو ڪرڻ - قائم ڪرڻ - مضبوط ڪرڻ. گڏي ڇڪي ٻڌڻ - پوئڻ - جڙڻ.
"روز ازل دي رانجهو واليان سر تي ڳيٽڙيم سڳيان" (سچل).
(ڳيٽيو - ڳيٽيندو - ڳيٽيل).
- ڳيٽيل ۽ ڳيٽيل: صفت. ويڙهيل - ڳنڍيل - ڳنڍيون ڏنل - مڙهيل - ڳوپيل - ڳهاٽو اڏيل.
● ڳيٽو (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.
● ڳيٽر ۽ ڳيٽر: ذ. (سن. ڪنٺ = ڳچي). ڳچيءَ جو اڳيون حصو - سيسي - ڳردن - منڍي - ڪنڌ.
● ڳيٽڙ ۽ ڳيٽڙ (ت - ڪ): ذ. (سن. ڪنٺ = ڳچي). ڳيٽر. (ث. ڳيٽڙي ۽ ڳيٽڙيون).
- ڳيٽڙ ڪان جهلڻ: ڳچيءَ کان وٺڻ. سوڙهو ڳهٽڻ - قابو جهلڻ - تنگ ڪرڻ.
● ڳيٽيلو ۽ ڳيٽيلا (ل): ذ. ڳوٽرو - ٻجڪو - ٽيلهو. ذ. (صفت). ٿلهو - متارو.
● ڳيٽڻ (ل): مصدر. ڳيهڻ - ڳڙڪائڻ. (ڳيٽو - ڳيٽندو - ڳيٽل).

● ڳتو ۽ ڳتا: ذ. تنگ - سوراخ - ٻُرُڪ - لوگهو - ٻور - ڳلڪڙو. ڀت تان چاپوڙي لهڻ ڪري ٿيل وڏو سوراخ - ڀِر ڳهٽل. وِٿي - خال. ڪنهن واهه جي ڪناري ۾ ٿيل خال - ڪِنڊ - گهارو. لنگهڻ جي جاءِ - رستو - پيچرو - واٽ - لنگهه - گلي - گوهو. ڀت ۾ سامان وغيره رکڻ لاءِ دري - جارو. وڏو ڳرهه - ڳِتو. (ڪ). قريب - مڪر - حيلو. (ل - وفا).

- ڳتو جاچڻ (ت): ڀڄڻ لاءِ جاءِ ڳولڻ - چوٽڪاري لاءِ حيلو هلائڻ. وجهه ڳولهڻ - موقعو تلاش ڪرڻ - واجهه وجهڻ.

● ڳِتو ۽ ڳِتا (ت - ڪ): ذ. ڳتو. ڳِهڻ جو ماضي.

● ڳِٽ ۽ ڳٽ: ذ. (سن. گرنٿي = طوق > ڪنٺ = ڳِچي) ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو يا ٽتو - طوق - پٽو. ڪتي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏي ڦاهي. ڳهانگهو. رسي - نوڙي. مينهن يا ڍڳيءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڪاٺي (جا زمين سان گسڪندي ويندي آهي، جنهن ڪري ڍاهڙ چوپايو ڀڄي نه سگهي). ڳٽ. دٻڪ - اٽڪ - روڪ - رنڊڪ. (پرمانند). ڳِتهه جو هڪ قسم - ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهڻو. (ت). وڏا ڳراهه - لپوڙو. (ڪ). بيمار ماڻهوءَ لاءِ گهر جي ڪنڊ ۾ ڪاڪوس ڪرڻ لاءِ کوٽيل ننڍڙي کڏ - ڏرو. (ڪ).

- ڳٽ کوٽڻ: ڏرو کوٽڻ.

- ڳٽ ڳچيءَ ۾ پوڻ: آزار ۾ پوڻ. پابندي هيٺ اچڻ - قابو ٿيڻ. شادي ٿيڻ.

- ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهڻ: ڦاسائڻ - قابو ڪرڻ. آزار ۾ وجهڻ. ڦرٿائڻ.

● ڳِٽ ۽ ڳِٽ، ڳِٽون: ذ. ث. منهن جو هڪ حصو - ڳل - ميٽ - وڏو ڳرهه - ڳرانهه - نوالو - لقمو. (ت).

- ڳِٽير ۽ ڳِٽير (ت): ذ. صفت. ٻاڙهن ڳِٽن وارو - ڳاڙهو ڳِٽو - ڳاڙهه ڳلو - خوبصورت - حسين - سهڻو. وڏن ڳِٽن وارو.

- ڳِٽ هڻڻ: وڏا ڳرانهه هڻڻ - لپوڙا هڻڻ.

● ڳتار ۽ ڳتار (ل): ذ. ٽاري - شاخ. ڳولڙ - ڳنڙ. (ل)

"جانيي جار ڳا ڳتار ڀڃجانءِ پتن نه ڪپن" (جملو).

● ڳتر ۽ ڳتر: ذ. (سن. ڪترتن = ڪٽڻ) ٻيهه جو ڳترو. مڇيءَ وغيره جو ٽڪر - سري - ڳتي.

● ڳِتڪ: ث. جانور ڪي سڏڻ جو آواز - تنوار - ڳتڪار - پٽڪار. (شرت).

● ڳِتڪارڻ: مصدر. (سن. گهٽ = ڳالهائڻ) جانور کي سڏڻ - ٻچڪارڻ. ڪنهن ٻڪيءَ جو پنهنجن ٻچن کي ڳُٽ ڳُٽ ڪري سڏڻ. ڪن ڳالهين ٻڌائڻ سان راضي ڪرڻ - ڌتارڻ. (ڳِتڪاريو - ڳِتڪاريندو - ڳِتڪاريل).

- ڳُتِڪار ۽ ڳُتِڪارون: ث. جانورن کي هڪلڻ يا سڏڻ جو آواز - تنوار - ٻچڪار - ڳِتِڪ.

- ڳِتِڪار وڃائڻ: ڪنڌ ڌوڻڻ - انڪار ڪرڻ.

- ڳِتِڪاري نيڻ (ت): ڌتاري وٺڻ.

● ڳُتِڪارڻ (ل): مصدر. ڪنهن ٻڪيءَ وغيره جو آواز ڪرڻ - ڳُٽ ڳُٽ ڪرڻ. ڳِتڪارڻ.

● ڳِتِڪر ۽ ڳِتِڪرون: ث. ڏاند يا گهوڙي وغيره کي هڪلڻ جو آواز - ڳتڪار.

● ڳِتِڪلو ۽ ڳِتِڪلا (ت): ذ. صفت. چغل - منافق. چالاڪ.

● ڳُتِڪلو ۽ ڳُتِڪلا (ت): ذ. صفت. ٿلهو - متارو - فربه - موٽو. بهادر - سورهيه - پهلوان.

● ڳِتِڪڻ (ل): مصدر. ڳِٽ ڳِٽ ڪرڻ - ڪِلڻ - چهڪڻ. (ڳِتِڪيو - ڳِتِڪندو - ڳِتِڪيل).

● ڳُٽڪڻ: مصدر. ڳيري يا ڪبوتر جو آواز ڪرڻ - ڳُٽ ڳُٽ ڪرڻ. ڳالهائڻ. (ڳُٽڪيو - ڳُٽڪندو - ڳُٽڪيل).

● ڳِتِڪو ۽ ڳِتِڪو (ل): ذ. صفت. ڪنهن ٻار لاءِ ڪم آندل پيار جو لفظ - ننڍڙو.

● ڳُتِڪو ۽ ڳُتِڪا: ذ. (سن. گٽڪا = ڳوڙهي) ننڍو ڪتاب - پڃن جي ننڍي دستي - ڪاغذن جو بنڊل. هاضمي جي گولي. (پرمانند).

جادوءَ جي گوري (جنهن جي وات ۾ وجهڻ سان پکت آڪاس ۾ اڏامن). پاري مان ٺاهيل گوري. (پرمانند). حقي ڇڪڻ جو آواز- ڳڙڪو. (ت). قد جو ننڍو، پر بدن ۾ پريل ۽ سگهارو. (ل). (ظرف). ڏو- ٺا- آمالڪ- صاف صاف- ڳٽو- چڙڪ. (پرمانند).

● ڳٽ ڳٽ (ت): ذ. ڌيمو آواز- آهستي ڳالهائڻ- سُس ڦُس.

● ڳٽ ڳٽ (ت): ث. (آواز) بلبل جو آواز. (ل- وفا). گهگهيءَ مان پاڻي اوتڻ جو آواز. چلم ڇڪڻ جو آواز- ڳڙ ڳڙ.

● ڳٽيلو ۽ ڳٽيلا (ت): ث. صفت. ٿلهو- متارو.

● ڳٽيلي ۽ ڳٽيليون (ت): ث. ڳرڙي- ڳري (ڪمند جي).

● ڳٽمي ۽ ڳٽميون (ل): ث. صفت. قد جي ننڍي ۽ بدن جي ٿلهي- بندري- گهٽڪي.

● ڳٽڻ (ل): مصدر. وات سان (ٽڻ ڪي) چوپڻ- چڪڙڻ. (سهيري). (ڳٽيو- ڳٽيندو- ڳٽيل).

● ڳٽو ۽ ڳٽا: ذ. (سن. گرنٿ= ٻڌڻ) پيٽ جو پکل ٽڪرو- ڳٽو. واهه کي بند ڪرڻ لاءِ ڏنل ڳنڍ- ڏتو- ڪڙ گرهه. (ت). گرهه- گرانهه- نوالو- لقمون. (ت). (صفت). ٿلهو- مٽڪو.

● ڳٽو ۽ ڳٽا: ذ. (سن. گلٿه> ڳٽي= ڳل) منهن جو هڪ حصو- ڳل- ڳٽ- ميٽ- رخسار. "منهن جي ڪنڌري ڳٽا پٽائي" (چتوڻي). ٻنن مان ظاهر ٿيل (پڪل) جوئر جو سنگ. (مهيري). وڏو گراهه- لپوڙو. (ل- ڪ).

- ڳٽا سڄائڻ: سڄون ٿوڪڻ. ڪاوڙجڻ- رسڻ.

- ڳٽا ٿوڪ: ث. ڪاوڙ- چڙ- غصو- ڏمر- ٿوڪ- شوڪ.

- ڳٽن ڳوڙهه: ذ. صفت. ٿلهن ڳلن وارو- ستو- ڳٽڪو. ٿلهو- ڳندلو.

● ڳٽور ۽ ڳٽور (ت): ذ. صفت. ٿلهن ڳٽن وارو- وڏن ڳلن وارو. ٿلهو. سهٽو.

● ڳٽو ۽ ڳٽو (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڳٽول ۽ ڳٽول (ت): ذ. ٻاڪل ڳاڙهو. ڳاڙهو پڪل ميوو.

● ڳٽي ۽ ڳٽيون: ث. هاٿيءَ جي ڏند جو ٽڪر- عاج جو ٽڪر. ٻانهنءَ جي ننگ جو اندريون حصو (جو چيرڻ بعد بچي). هٿڪڙي- ڏاوڻ (پيرن لاءِ)- پيڙيون. نيئر- زنجير. گهوڙي جي پيرن ۾ پيل ڪڙي ۾ ٻڌل رسي ٽڪر. (پرمانند).

- ڳٽيون پوڻ: نيئر پوڻ- زنجير پوڻ. پيڙيون پوڻ.

- ڳٽيون وجهڻ: نيئر وجهڻ ڳٽ وجهڻ.

● ڳٽي ۽ ڳٽيون: ث. (سن. گر= ڳرڻ) ڪاڏي جو ذرو- ننڍو گرهه- گرانهه- ڳٽو- نوالو. (پرمانند). گراهي (ٻارن کي ڏيڻ لاءِ). ٻارڙن جو ڪاڏو. نيٽي جي چيڙي ۾ ٻڌل ننڍڙي ڳاڙهي رنگ جي ڪاٺي- ڳيٽي. (ل).

- ڳٽيون ڳٽڻ (ت): گرانهه ڳٽڻ. ويچار ڪرڻ- ڳٽي ڪرڻ. سنجهي پوڻ.

● ڳٽ ۽ ڳٽ، ڳٽون: ث. ڪسي- نالي- نالو- ويڏ- واهه- نياڻ- واهو- نهر. (پرمانند). وڏي هٽ- ڳنڙي. (ڪ).

● ڳنڙو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳنڙي ۽ ڳنڙيون: ث. (پرا. ڪنڙيا. سن. گنٿ+ ر= ڳنڙي) ڪپهه ۽ سڻيءَ جي مشين سان ٻڌل پيري. ٻڌل هٽ- مورڙي- ڳنڍ- پيري. ٻڌل پاڪر- متروٽڙي- ويڙهي. خزالي سان پريل ڳوٿري- سلڪيٽ- مالي (پلش). مٽ جي پيٽين ۾ بند ٿيل پيري. ڪپڙي جو باردانو. (ڳاجرا).

● ڳنو ۽ ڳنا: ذ. (پرا. گنٿي. سن. گرنٿ= ڳنڍڻ> گنٿ= ٻڌل) ڪانن يا ڪماند جي لٺين جو ٻڌل ڀورو- سٿو- ٻنڌ. مڇو- ٻنڊل- موڙهي. (اسم خاص). تعلقي بدين ۽ تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گَمپُ ع گَپَ: ث. (سن. گَرُپَ) گَپَ
کان پوءِ ميوي جي ڳري حالت. (مهراڻ).
● گِپَ ع گِپُونَ: ث. رنجايل چوڪري -
وقتي ڏکويل چوڪري. (صفت). ويچاري. (پرمانند).
● گُپَ: ث. نوڙيءَ کي ڳوپ ڏيڻ جي حالت -
ڳنڍ. (پرمانند).
● گَپَلُ ع گَپَلَ: ذ. (سن. پُشُڪَلَ =
گهڻو) وڏو حصو - وڏو ڀاڱو - ٽڪر - حصو -
ڀاڱو - ٽوٽو - پورُ. ڪاڏي جي شيءِ جو ڳنڍو -
دَگِلُ - دَغَلُ - ڀنوڙو - ڳنڍو. وڏو گرهُ -
هَپَلُ - لَپو. (شرت). (صفت). گهڻو - جهجهو -
جام - ڍِڳُ - گهڻيئي.
- گَپلائي ع گَپلائي: ذ. صفت. وڏا گراه
کائيندڙ - هَبچي. پتاڪي - ڳپلي. (ت).
- گَپَلُ فِروش: ذ. صفت. خوشامدڙيو -
چاپلوس.
- گَپَلَ ڳارَڻُ: گهڻو هلاڪ ٿيڻ. (ديوان فاضل).
- گَپِلُو ع گَپِلُو (ت): ذ. صفت. وڏا گِرانهه
هڻندڙ - هبچي. مفت خور - کائُو.
- گَپلِي ع گَپلِي: ذ. صفت. ڳپل يا گهڻي
تي سرچندڙ - گهڻي جا تاڪائو - لالچي. بي همت -
بي اعتبار ماڻهو. (ن - ب). ٽڪر ڳپي تي ڪم
ڪندڙ - نمڪ خور - نوڪر.
● گَپڻُ: مصدر. (سن. گُرنتَ = ڳنڍ ڏيڻ)
نوڙيءَ جا ٻه ٽڪر هڪ خاص نموني ۾ ڳنڍڻ -
ڳوپ ڏيڻ - ڳوهڻ. (گُپيو - گُپيندو - گُپيل).
● گَپو ع گَپا (ل): ذ. وڏو گراهه - گَپوڙو -
وات ۾ نه پورو ٿيندڙ گراهه - ڳتو.
● گَپوڙَڻُ (ل): مصدر. (سن. گَتَ + ڪن =
گپوڙڻ) وڏا گراهه هڻڻ - وڏا گراهه کائڻ - وڏا
ڳتا هڻڻ. (گَپوڙيو - گَپوڙيندو - گَپوڙِيَلُ).
● گِجهَ ع گِجهُونَ: ث. (پرا. گِڌي: سن.
گِڌَ > گرُڌرُ) پکيءَ جو هڪ قسم - هڪ
مشهور ۽ وڏو کائيندڙ وڏو پکي - مانباهو - ڪرگس.
ذ. (صفت). ليلائيندڙ - جچا - گِڪَ - پنڌ (فقير).
چنبڙو - تقاضائي (پرمانند).

● گُجهَ ع گُجهُونَ: ث. (سن. گُهيَ =
ڳجهو) لِڪَ - چِپَ - پوشُ - پردو - ڍَڪَ -
شَبَ. گُجهائي - گُجهُ - رازداري - پرده پوشي.
اُٺ جو هڪ عضوو - چڪري جي وچين ڪاٺي -
اُٺ جي ٽاڙين کي ڦيرائڻ واري ڪاٺي - اُٺ جي
ڌُري يا مَرائي. اڏَ - ڪتسي - نالي - وِيڌَ.
(پرمانند).
- گُجهَتَ: ذ. ث. لِڪَ. گُجهَ. لڪل جاءِ -
مخفي جاءِ.
- گُجهتِ (ت): ث. ڳجهي نموني ۾ (پاڻيءَ ۾)
ترڻ جي حالت.
- گُجهَ گُوهَ: ث. ساٺ ميٺ - لِڪ چِپَ -
رازداري.
● گُجهُ ع گُجهَ (ن): ذ. (سن. گُهيَ =
ڳجهو). لڪل ڳالهه - راز - ڀيدُ - رَهسيَ.
منجهه - اندر (مام - وِچُ - سُرُ. اوزارن رکڻ
لاءِ چم جي ٿيلهي ڳوٿري (ت). قبر جو لڪ وارو
سنڌ (جنهن ۾ لاش رکجي) لحد - ساسي.
- گُجهُ ڳالهائِڻُ: ڳجهو ڳالهائڻ. راز ظاهر
ڪرڻ - ڳجهه جي خبر ڏيڻ. پيشنگوئي ڪرڻ.
● گُجهارَتَ ع گُجهارَتُون: ث. (سن. گُوڍِ =
لڪل) راز جي ڳالهه - ڳجهو سوال - پرولي -
معمو - ٻُجهارت - ٻجهڻي - معما - پيچڻي - سٽڻي.
رمز - مام - اشارو.
- گُجهارَتَ پيچَڻُ: پرولي سلڻُ.
- گُجهارَتَ ڏِيَڻُ: ڪنهن کي پرولي سلڻ لاءِ
ڏيڻ.
- گُجهارَتَ کي سارو ڪَرَڻُ: گُجهارت سر
ڪرڻ - ڳجهارت جو مطلب بيان ڪرڻ يا پيچڻي
ٻڌائڻ.
● گُجهانڊَرُ ع گُجهانڊَرَ: ذ. (سن. گُهيَ =
گُجهو + تَرَ = وڌيڪ) رازُ - گُجهُ - ڀيد - انت -
ڀيت - وِچُ - سُرُ. تمام ٻُوڙهو گُجهه - تمام
اونهون راز. (سر. ليلان - گُر).
- گُجهانڊِ رو ع گُجهانڊِرا: ذ. صفت. ڳجهو -
لڪل - اولائتو - گُپت - مخفي - رازدارانه.

● ڳُجهَتُ ¤ ڳُجهَتُون: ث. (سن. ڳُهيَہ = لِڪَ) لڪل جاءِ - مخفي جاءِ. نپڙن رکڻ لاءِ پٽ ۾ کيل پورُ يا خالُ. سامان لڪائي رکڻ لاءِ مخفي جاءِ. پونگالي - پونگالڙي - ڪُنڊڙي. انٽ جي دُري - سرائي - ڳُجهہ.

● ڳُجهڙ: اسم خاص. فيڊرل ايريا ڪراچيءَ ۾ تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڳُجهڙو ¤ ڳُجهڙا: ذ. صفت. (سن. ڳُهيَہ = لِڪ) لڪل - ڳجهو - مخفي - ڳُجهہ - اولائتو. دل ۾ ڳالهہ مانديندڙ - راز لڪائيندڙ - رازدار - اڻ چٽو. ڳجهي طرح پيسا بچائيندڙ - پيسا لڪائي رکندڙ. (ظرف). پنهنجي پٽر ۾ - چوريءَ - ڳُپ چِپ ۾ - ڳجهہ ڳوه ۾. خاموش - ماٺ ۾ - چپ ۾. محبت جهڙو. (ذ). ڳچي ٻاهر ڪيدي ترڻ جو هڪ نمونو. (اسم خاص). تعلقي جاتيءَ، تعلقي شهداد پور ۽ تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- ڳُجهڙي نِشانِي مو ڪلڻ: محبت جو مخفي پيغام ڏياري موڪلڻ - ڳجهي ملاقات لاءِ ماڻهو موڪلڻ. اڻ ڏنل ماڻهوءَ جو عشق دل ۾ گهر ڪري وڃڻ.

● ڳُجهڙي: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڳُجهو ¤ ڳُجها: ذ. صفت. (سن. ڳُهيَہ = لِڪل). لڪل - اندريون - مخفي - خفيہ - نامعلوم - ڳُپت. اولائتو - مانڊيَ وارو - پوشيدو - روءِ پوش - غبي - اڻ چٽو. (ظرف). پنهنجي پٽر ۾ - لڪائي - چوريءَ - ماٺ ميٺ ۾.

- ڳجهائيتو ¤ ڳُجهائيتا: ذ. صفت. ڳجهہ وارو ڳپت - لڪل - اولائتو - مخفي - ڳجهڙو.

● ڳُجهائي ¤ ڳُجهائيون: ث. ڳجهہ - لڪ - چِپَ - پوشيدگي. رازداري.

● ڳُجهہ هيرن: اسم خاص. تعلقي منجهوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڳَچُ ¤ ڳَچَ: ذ. (سن. ڳنڇا = ميخانو). گهر - جاءِ - حويلي - مڪان. مئخانو - ڳتو - شرابخانو - ڪلالخانو. محفل خانہ - جم خانو - ڪچهري - ٻيٺڪ - بارگاه - درگاه.

● ڳُچَ ¤ ڳُچُون: ث. (سن. يَجُچَ = يُڳيہ. قرباني). قرباني - ٻلدان - صدقو - ٻَل - ميڊُ. گوشت جو ٽُڪر. (ڪاجرا).

● ڳُچُ ¤ ڳُچَ: ذ. (پرا. ڪَچَچَ. سن. ڪنچَ = ٻڌَڻُ، سوڙهو ڪرڻ). گهنجُ - سرُ. (پرمانند).

● ڳچا ¤ ڳچائُون: ث. (سن. ڳُڙَ = مِٺو، مِٺاڻ). خوشي - سرهائي. موج - مزو - لذت - فرحت - ذوق - لطف - آنند - عيش - وندر. جشن - جُڳُ

"جنگن سندي جوءِ ۾ آهي آسرو اچا،
ڳاهٽ ۽ ڳِچا، ڏسو پياڪن جا پڙ ۾"
(نواب جانعلي لغاري).

● ڳُچائِڻُ: مصدر. (پرا. ڪَچَچَ. سن. ڪُنچَ = سوڙهو ٻڌڻ). گهنجائڻ - سر سر ڪرڻ. ڪومائڻ - سُسائڻ - سُڪائڻ. مارڻ. (ڳُچائِيو - ڳُچائِيندو - ڳُچائِيل).

● ڳَچرو ¤ ڳَچرا: ذ. در - دروازو - ڪِواڙُ - ڪپاٽُ - ڳچڙو. (پرمانند).

● ڳَچِڙو ¤ ڳَچِڙا: ذ. ڳچرو

"ڳَنهڻ تنهنجي ڳَچڙي اچي جال جڳتُ"
(شاهہ: سر بلاول)

● ڳَچڙي ¤ ڳَچِڙِيُون: ث. ڪچهري - دربار. (ڪاجرا).

● ڳَچُ ¤ ڳَچَ: ذ. صفت. گهڻو - جهجهو - ڪافي - جال - جام - هيڪاندو - سرس - انيڪ - زياده - وڌيڪ - ٻهون - الُهي - ڪيترو ئي - ڪئين. (ذ). ٽُڪر - ڀاڱو - حصو - ٽوٽو. ماس جو ٽڪر - دڳل - ڳپل. (ل - غريب). مانيءَ جو چوٿو. (پرمانند). (سن. ڳتي = ڳائڻ). گيت - ڳِيت - ڳانچ - ڳنو. (ل). (ن - ب).

- ڳَچُتائِين: ظرف. گهڻي وقت تائين. گهڻي پند تائين.

- ڪُڇِڇيٽيرو: ذ. صفت. ڪافي انداز ۾ - ڪِڇل جيترو - سرس - زياده - هيڪاندو - جال - وڌيڪ - مٿو - سَرسرو - چڱيءَ طرح - چڱي انداز ۾.
- ڪُڇڙَڪَ: ذ. ڪهٽو مفاصلو - ڪهٽو پنڌ.
- ڪُڇ ڪَرَڻُ: ٽُڪرا ڪرڻ - پرزا ڪرڻ - چيهون چيهون ڪرڻ - ڪِپل ڪرڻ.
- ڪُڇ ڳارَڻُ: ارمان ظاهر ڪرڻ - افسوس ظاهر ڪرڻ. هنجُون هارڻ - اوڇنگارون ڏيڻ - روئڻ.
- ڪُڇ ڳاڙڻُ: ڳُٽين ۾ ڳري وڃڻ - پاڻ کي ڳاري ڇڏڻ (غم ۾) - ايرو ٿيڻ - ڏُٻرو ٿيڻ.
- ڪُڇ ڳَرَڻُ: زار زار روئڻ.
- ڪُڇ ڳَنڍَڻُ (ت): احسان ڪرڻ. ٿورو ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ.
● ڪُڇاپولَڻون ڪَرَڻُ: هڪ جي ٻي ڪرڻ - بي سمجهي مان ڳالهائڻ - بي عقليءَ مان ڳالهيون ڪرڻ. ”سوال ٿو پڇيس تہ ڪُڇاپولڻون يا ڪُڇون پولا ٿو ڪري“ (جملو).
● ڪُڇ ۽ ڪُڇَ: ذ. (سن. ڪريوا = ڪُڇي) ڪُڇي - ڪنڌ - ڳاٽو - ڪَنڌُ - سِسِي. نيڙي - ڪهٽُ - گلو - ڳِلو - هُڪِي.
- ڪُڇ هڻَڻُ (ت): ڪنڌ هڻڻ. فخر ڪرڻ. معتبر سڏائڻ.
● ڪُڇَڙَل (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪُڇَلَ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۽ تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪُڇَلُ ۽ ڪُڇَلَ (ت): ذ. صفت. ڪِپل. (ن - ب).
● ڪُڇِيلا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪُڇِي ۽ ڪُڇِيُون: ث. (سن. ڪريوا = ڪُڇِي) سِسِي - ڪَنڌ - ڪَنڌُ - گلو - گردن - ڪُڇُ. ڳراچ جا ڪنڌا (سنها ڪنهڙ جي پر وارا).
- ڪُڇِيءَ پَوَڻُ: ڪلي پوڻ. وڙهڻ - جُنبهڻ ڪرڻ - آلر ڪرڻ - حملو ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ - هٿين پوڻ. نزول ٿيڻ. مرضيءَ جي خلاف ڪوبہ ڪم ڪرڻ لاءِ ملڻ.
- ڪُڇِي ڌَرَتِيءَ: ث. ڌرتيءَ جي ٻن وڏن ڀاڱن کي پاڻ ۾ ڳنڍيندڙ زمين جو سوڙهو ٽُڪر.
- ڪُڇِي سَمُنڊ: ذ. پاڻيءَ جي ٻن وڏن ڀاڱن کي پاڻ ۾ ڳنڍيندڙ پاڻيءَ جو سوڙهو ڀاڱو.
- ڪُڇِيءَ ڪانُ وَتڻُ: ڪُڇو ڪان وٺڻ. ڦاسائڻ - جوابداري هيٺ آڻڻ.
- ڪُڇِيءَ ڳارو (ت): ذ. منٿ - آزي - نيزاري - ڀلاند پوتي.
- ڪُڇِيءَ ڳارو ڪَرَڻُ (ت): منٿون ڪرڻ - آزيون ڪرڻ - نيزاريون ڪرڻ - ڀلاند پوتيون ڪرڻ. راضي ڪرڻ لاءِ نمونو ڪرڻ.
- ڪُڇِيءَ مانُ ڦاهِي ڪَٽَڻُ: آجو ڪرڻ - آزاد ڪرڻ - ڇوٽڪارو ڏيڻ - ڏچو لاهڻ - مصيبت مان ڇڏائڻ - ڀلاند آجو ڪرڻ.
- ڪُڇِيءَ ۾ تُوڙ هو پَوَڻُ: ڪنڌ ۾ نوڙي پوڻ. ڦاسائڻ - قابو ٿيڻ. نقصان هيٺ اچڻ.
- ڪُڇِيءَ ۾ پَلَوُ وِجهَڻُ: منٿ زاري ڪرڻ - عاجزي ڏيکارڻ - التجائون ڪرڻ - پنهنجي بيکسي جو اظهار ڪرڻ - رحم جي درخواست ڪرڻ.
- ڪُڇِيءَ ۾ ڦاهِي پَوَڻُ: اوچتي مصيبت ڳلي ۾ پنجي وڃڻ - زوري ڪنهن ڪم ۾ ڦاسجڻ. عشق جي دام ۾ گرفتار ٿيڻ. زال پرڻجڻ.
- ڪُڇِيءَ ۾ ڪَپڙو ڪَرَڻُ: نِوَت ڪرڻ - نياز جي واٽ وٺڻ.
- ڪُڇِيءَ ۾ ڪَنڪَتڙ پَوَڻُ (ت): ڪُڇِيءَ ۾ ڦاهي پوڻ. قَدي ۾ ڦاسڻ. نقصان پوڻ. پنهنجي ذمہ فساد اچڻ.
- ڪُڇِيَن ۾ ڪِرَهَہ وِجهَڻُ: ڪُڇِيءَ ۾ ڪپڙو وجهڻ - سخت پشيمان ٿي معافي گهرڻ - پنهنجو گناهہ بخشائڻ - ڏاڍي عاجزي ۽ انڪساري سان پيش اچڻ.
● ڪُڇِيٽَر: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪُڇِيٽرو نَٽَشُون: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪُڇو ۽ ڪُڇا: ذ. (سن. ڪُڇَ = ڇِڳو) وارن يا موتين وغيره جو ڳُڇو - ڇِڳو.

● ڳَنڌوَ ع ڳَنڌا: ذ. صفت. مگهارو. پهلوان - بهادر - سورهيہ - گوڏو - ڳوڏو. (ل).

● ڳِڌوُ ع ڳِڌا: فعل ماضي. (سن. گرُ هتہ = وٺڻ) ٻنهڻ مصدر جو اسم مفعول. خريد ڪيو - ورتو - سوديو - وٺجيو - مُلهہ ورتو.

● ڳِدِيُ ع ڳِدِيُون (ت - ڪ): ث. بي طاقتي سبب بدن جي ڪنهن نس ۾ اوچتو ٽيل ڳوڙهي - ڳِدِ - ڳِدِڙِيُ.

- ڳِدِيُون پَوَڻُ: هٿن پيرن جي آڱرين ۾ اوچتو ڳوڙهيون ٿيڻ - ڳدريون پوڻ. عضون جو چرڻ ڦرڻ کان بيڪار ٿي وڃڻ - بي طاقتي سبب عضون جو نہ چرڻ.

● ڳِدَ: ث. محبت. لياقت - مروت.

● ڳِدِ ع ڳِدِيُون: ث. (سن. ڪوَر > ڪوَڙَ) ڪمزوريءَ سبب هٿ يا پير جي نسن ۾ ٽيل ڳوڙهي - ڳِدي - ڳِدڙي.

- ڳِدِيُون پَوَڻُ: ڪمزوريءَ سبب بدن جو بيڪار ٿيڻ.

● ڳِدڙِيُ ع ڳِدِڙِيُون: ث. ڳِدِ - ڳِدِيُ.

- ڳِدڙِيُون پَوَڻُ: ڳِديون پوڻ.

● ڳِدِ وِڇهُوُ: ذ. منگر مڇي جو هڪ قسم (رنگ ڳاڙهو اڇا ٽڪا - سِسِيُ گول، مغز ۾ پہ ٽنگ ۽ قد اڌ کان ڏيڍ فوٽ).

● ڳِدِيُ ع ڳِدِيُون: ث. ڳِدڙي - ڳِدِي.

● ڳَرِ: حرف جر. وٽ - پر - لڳ - ساڻ - گڏ - پرسان. (ظرف). اوري - قريب. ڏانهن - ڏي.

● ڳَران: حرف جر. کان - مان - وٽان - ڪنان - پران.

● ڳَرَسِ ع ڳَرنِ: حرف جر ۽ ضمير جي پڄاڙي مان مرڪب لفظ. هن کي. کيس.

● ڳَرُسُ: ضمير. وٽس - ڪنسِ - ان کي - کيس - انهين.

● ڳَرِ: ث. (سن. گَلَ = گَلرُ). بدن جو هڪ حصو گلو - ڳچي - ڳل - ڳلو.

- ڳَرِ لائِڻُ: گلي سان لائڻ - ڳلي لائڻ - ڀاڪر پائڻ.

- ڳَرِ لڳڻُ: ڳلي لڳڻ - ڳلي ملڻ - ڀاڪر پائڻ - ڳراهٽڙي پائڻ.

" هوند ڳر لڳي ڳالهيون ڪريان "

(شاهہ سر ساموندي).

● ڳَرُ ع ڳَرَ، ڳَرُون: ذ. ث. (سن. گرڀَ = ڳَڀُ). ڳپ - مال - سارُ - مغز. ميوي وغيره جو اندريون رس وارو مال - ڳُودو.

- ڳَردارُ ع ڳَردارَ: ذ. صفت. ڳپ وارو - ڳر وارو - مالدار - رس وارو.

● ڳَروُلوُ ع ڳَروُلا (ت): ذ. صفت. ڳردار - مالدار - مغز وارو.

● ڳُرَ ع ڳُرُون (ل): ث. کهوڙي جي ڪنڌ وارا وارَ - بشڪون - ڀُرَ. (ظرف). اندر - منجهہ. ڳجهہ ڳوهہ ۾ - لِڪَ ڇپَ ۾.

- ڳُرَ ڪرَڻُ (ت): کورڪي اصطلاح ۾ تاڃيءَ جي پڄاڙي ٿيڻ تي تاڃيءَ کي سنهين ڦاڪن ۾ ورهائي، منجهيل تندن کي پٽڙي اٽاوت لائق ڪرڻ.

● ڳُرُ ع ڳُرَ: ذ. مڇيءَ جي آنيءَ جو اڌ (ت). مڇيءَ جو ڳترو - ڀيرو - ڪيري - ڪررو (ت). رسيءَ جو ڳُرُ - ڳنڍُ. لٽُ - تندو. سُٽ جي آنيءَ جي ڏهن ڇڳن مان هرهڪ جي سٺن حصن مان هڪ حصي جو ٽالو. (ت).

● ڳِراٽِڙِيُ ع ڳِراٽِڙِيُون: ث. گلي لائڻ جي حالت - ڀاڪر - ڳراٽي - ڳراهٽڙي - ڳراهٽي.

● ڳِراٽِيُ ع ڳِراٽِيُون (ل - ڪ): ث. ڳلي ملڻ واري حالت - ڳراهٽي - ڳراٽڙي.

- ڳِراٽِيُ پائِڻُ: ڀاڪر پائڻ. دل وٺڻ - همدردي ڪرڻ.

- ڳِراٽِيُ ڏِيڻُ: ڳراٽي پائڻ.

● ڳِراٽِڙِيُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو ٽالو.

● ڳِراڇُ ع ڳِراڇَ (ل): ذ. ڪنڌ جا وار. (مهيري).

● ڳِراڇَ (ل): ذ. ڳچيءَ جي لڙڪيل چمڙي.

● گِدَ: ث. (سن. گِرڌَ = وٺڻ) گهُرڻ جي حالت - گهُر - مانگ - طلب. پِنَ - ڀيک. (پرمانند).

● ڳُراڙو ۽ ڳُراڙا: ذ. اٺاوت جي ڪم ايندڙ هڪ اوزار جو نالو - تاڃيءَ جي ڏاڱن جي وچ ۾ وڌل لڪڻ جو ٽڪر. (پرمانند).

● ڳُران (ت): ذ. چوپائي جانور جي پُڇَ کان ٿورو مٿيرو حصو.

- ڳُران ڀَڄَڻُ (ت): چوپائي جانور جي وِمَ جو وقت ويجهو ٿيڻ - سڪڙا ڀَڄَڻُ. (ٿ).

● ڳِرانجهڙو ۽ ڳِرانجهڙا: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻج جو نالو.

● ڳُرائِي ۽ ڳُرائِيُون: ث. مرشدائو لاڳ. (ل - وفا).

● ڳِراهِتِي ۽ ڳِراهِتِيُون: ث. (سن. گَلَ = گلو) پاڪُر - ٻَڪُ - ڳراهتي - ڳراٽي - ڳراٽڙي.

● ڳِراهِڙو ۽ ڳِراهِڙا: ذ. (سن. گَلَ = گلو) ڳچان وارو پاڳو - ڳلاڦ - ڳلڦڙو - ملهو - ڳراڙهو. گلي جي بيماري - ڳِلاڦو.

● ڳُراهِڙِي ۽ ڳُراهِڙِيُون: ث. ڪٽڪ جي اٽي ۾ ڳُڙُ گڏي پچايل ماني - ٻُسري - ڳُرهاڙي.

● ڳِراهو ۽ ڳِراها: ذ. (سن. گَلَ = گلو) ڳرهاٽڙي - پاڪُر. چوپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جو رسو - ڳرهو - ڳارو. (ث. ڳِراهِي ۽ ڳِراهِيُون).

● ڳُرائِڻُ: مصدر. وٽن ۾ قلم هڻڻ. (ل - وفا). (ڳُرايو - ڳُرائيندو - ڳُرايل).

● ڳِرُتُ ۽ ڳِرُتَ: ذ. صفت. ڳيرو - لاميار - ڪشور - ڪوڌر.

● ڳِرِتُ ۽ ڳِرِتَ: ذ. رڱن جو هڪ ٻئي تي چڙهڻ جي حالت - ڳِدِڙي. (ت). ڪُهاڙيءَ جي ٻاهي ۾ پيل ڳَن جو ٽُڪر. (ڪ).

● ڳِرِتِي ڪَڍَڻُ (ت): پيسي جو بي سود نيڪال ٿيڻ - اجايو خرچ ٿيڻ.

● ڳِرِپُو ۽ ڳِرِپُو (ت): ذ. صفت. ڪائو - لالچي - حريص. ڪنجوس.

● ڳَرُڀُ: ذ. (سن. گَرڀ = ڳَڀُ) گَرڀُ - ڳَڀُ. ڳيپرڻ. پيٽ جو ٻار. انسان.

● ڳِرُجهِ ۽ ڳِرُجهُون (ٿ): ث. هڪيءَ جو هڪ قسم - ڳِجهَ.

● ڳِرِڙو ۽ ڳِرِڙا (ت - ل): ذ. (سن. گَلَ = گلو) جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ چوپائي جي ڳچي سُڄي هوي).

- ڳِرِڙو لاهِڻُ (ت): جانورن جو بيماريءَ سبب ڳچيءَ جو چڙو هيٺان ٿلهو ڪرڻ - ڳچي سُڄائڻ. بيمار ٿيڻ.

● ڳِرُڪَ (ت): ث. گاهه جو هڪ قسم. ڪاني جو اندريون ڪچو حصو. نَڪ تي زور ڏيڻ سان نڪتل اچاڻ.

● ڳِرُڪَڻُ: مصدر. (سن. گَرَ = ڳَرَڻُ) نِڙيءَ کان هيٺ لنگهڻ - ڳِيهَڻُ - ڳڙڪڻ - ڳِسَڻُ. هضم ڪرڻ. هڙپ ڪرڻ. (ڳِرُڪيو - ڳِرُڪندو - ڳِرُڪيَل).

● ڳِرُڪائِڻُ: مصدر. ڳرڪڻ - ڳهڻ - ڳِبهڻ - ڳڙڪائي ڇڏڻ - هڙپ ڪرڻ. (ڳِرڪائيو - ڳِرڪائيندو - ڳِرڪائيَل).

● ڳُرُڪُو ۽ ڳُرُڪُو (ت): ذ. مٿلهي جي چوٽي. هوڪ جي ڪاني جو نرم حصو.

● ڳُرُڪُ ۽ ڳُرُڪَ: ذ. تنگ - سوراخ - ڇيد - سَلُ. ڏَرُ - ڀِرُ - ڏرڙ. ٻرگهل. ٻور - خال.

● ڳَرَ ڪُرِي ۽ ڳَرَ ڪُرِيُون: ث. صفت. حمل واري زال (جنهن جو وِمَ جو وقت ويجهو هجي) - حامله - پيٽ واري - گرڀڻي - ڳِڀڻ - دوهستي - ڳورهاري - ڏُڪَلَ - ڏُکي.

● ڳَرَ ڪُڙِي ۽ ڳَرَ ڪُڙِيُون: ث. صفت. ڳَرَ ڪُرِي.

● ڳُرُڪِي ۽ ڳُرُڪِيُون: ث. سوجهري ۽ هوا واسطي ڀت ۾ ڪيل ننڍو سوراخ - دَري - روشندان - ڪڙڪي.

● ڳَرُنارَ: ث. ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو - مُهري ۽ ڪچهي جي وچ ۾ لڳل ٺهي.

● ڳِرَنڊُو ۽ ڳِرِنڊُو (ٿ): ذ. ڪَنبرِي (وڻ) جو ڪَرِيل ٻور- ڪريل ٻور جو ڳِيڙو. "وڻ ڪَرَي، ڳِرِنڊُو ڪري" (چوڻي).

● ڳَرڻُ: مصدر. (سن. ڳَلَ = ڳَرڻُ) ڳَري پاڻي ٿيڻ- رِجڻ- وڪِهرڻ- آٽڻ. ٻکِهرڻ. ٽُٽَڻ (جيئن تہ انب شاخن تي وري ۽ شاخون ڳاريندو يعني ڪيرائيندو آهي، انهيءَ کي "ٽُٽَڻ" چئبو آهي). ڇِڻُ پَئُ ٿيڻ. اجايو وڃائي ڇڏڻ (پئسو). فضول خرچي ڇڏڻ. سُڪڻ- هتجڻ. اپرو ٿيڻ- ڏُٻرو ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ- ڳري ڪندا ٿيڻ- سُڪي ڪاني ٿيڻ. ڪِنو ٿيڻ- خراب ٿيڻ (ميوو وغيره). چٽ ٿيڻ. رڌجي نرم ٿيڻ. (پرا. ڳِرڻُ. سن. ڳُرُوَ=ڳالهائڻ) چوڻ- نياز ڪرڻ. (سر سورٺ- گر). (ڳَريو- ڳَرَنڊو- ڳَريَلُ).

— ڳَرَٽو ۽ ڳَرَٽا: ذ. صفت. ڳراڏڙ- رجندڙ- ڳارُو.

— ڳَرَٽِيءُ ۽ ڳَرَٽِيُون: ٿ. ڳارَ- وڪِهرڻي- رجڻي- آٽت. ميلاپ- تحليل.

— ڳَرِيءَ وَڃَڻُ: رِجي وڃڻ- وِڪِهري پاڻي ٿيڻ. اپرو ٿيڻ- سُڪي وڃڻ. رڌجي وڃڻ. هتجي وڃڻ.

● ڳِرَڻُ ۽ ڳِرڻُون: ٿ. ڪاڏي جي نَلي- نڙگهٽ. (پرمانند). اوجهري- ڪُجي- معدو. (ڳاجرا).

● ڳِرَڻُ: مصدر. (پرا. ڳِلَڻُ. سن. ڳِر= ڪائڻ) ڪائڻ. ڳِيهڻ- ڳِيڙڪائڻ- اندر لنگهائڻ- ڪساوڻ- ڪِيڻُ- واپرائڻ. هيچ ڪري ڪائڻ- هَپاهَٽِي ڪائڻ- هَپِ هَپِ ڪري ڪائڻ. (ڳِريوُ- ڳِرنڊوُ- ڳِريَلُ). (اسم خاص). هڪ جبل جو نالو.

● ڳَرُو ۽ ڳَرا: ذ. صفت. (سن. ڳُرُوَ=ڳرو) وزندار- وزنائتو- ڳُوُرو- ڀاري- ثقيل- ڳِران- ڀاوي- ڀاري. سنگين- سخت- ڏاڍو- پختو- پکو. وڏو. بدن ۾ پريل- ٿُلهو. سنجيدو- ڳنڀير- ديرينو- بردبار. (پرمانند). هينيون (سُرُ). دير هضم (ڪاڏو). قوي. (سن. ڳَلَ=گلو) گلو- ڳلو- ڳِچي. (ڳاجرا).

— ڳَراڻِ ۽ ڳَرائِيُونَ: ٿ. ڳوراڻي- ڳرائي. بوجو- بار- بوج- وزن.

— ڳَرائِيءُ ۽ ڳَرائِيُونَ: ٿ. ڳراڻ.

● ڳَرُو ۽ ڳَرُو: ذ. (سن. ڳَلَ = ڳَرَڻُ) ڳرڻ جهڙو.

● ڳِرُو ۽ ڳِرا (ل): ذ. (سن. ڳَلَ) نيڙيءَ وارو ياڳو- نڙي- ڳِراڙو. ڳِچي- ڪَنڌُ- ڳِٽر. ڇاتي- ڪوڙو- هنيانءُ- سينو. ڳِيڙو. ڳوڙهو (بيماري). ڳائي سال ۾ چوپائي مال کي ڪني پاڻي پيئڻ ڪري، ڳِچيءَ ۾ نڙگهٽ جي مٿان نڪتل ڳوڙهو. (سن. ڳُرُوَ). پڪڙ- قبضو- چنبو- آوَر. ڪُنڊيو- قاهي. (ن-ب).

● ڳَرُوانَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ن-ب).

● ڳِرُهائِي ۽ ڳِرُهائِيُونَ: ٿ. (سن. ڳَلَ = ڪنڌ) ڳِراٽي.

— ڳِرُهاٽِڙِي ۽ ڳِرُهاٽِڙِيُونَ: ٿ. ڳراٽڙي.

● ڳَرُهاڙِي ۽ ڳَرُهاڙِيُونَ (ل): ذ. ڳُڙ وجهي پچايل ماني- ٻُسري- ڳَراڙي. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم (ڪارو پٽو ۽ چاڪليٽي رنگ).

● ڳِرُهائو ۽ ڳِرُهائا (ڪ): ذ. ڳِرَهوُ- ڳِراهوُ- پِڙهائي. (ڪ).

● ڳَرَهِجَڻُ (ت): مصدر. (سن. ڳَلَ) ڳلي لڳڻ. پرچڻ- سرچڻ- ريجهڻ. (ل- وفا). (ڳَرَهِيو- ڳَرَهِنڊو- ڳَرَهِيَلُ).

● ڳِرَهُچا ۽ ڳِرَهُچا: ذ. جيرانبدي- جيرو (ڪنهن جانور جو). جگر. همت- جان مردي- مڙسي. (پرمانند).

● ڳُرهَڙِي ۽ ڳُرَهَڙِيُونَ (ل): ٿ. ڪڪ جي اٽي ۾ ڳُڙ (وچ ۾) وجهي پچايل ماني- ٻُسري- ڳُرهاڙي.

● ڳَرَهَڻُ: مصدر. (سن. ڳَرُوَ = ڳالهائڻ) حال بيان ڪرڻ- احوال ڪرڻ- حال اورڻ- حال ونڊڻ. اورڻ. ڏکن جو احوال ڪرڻ- ڏک سُور ٻڌائڻ. محبت ڪرڻ- رهاڻ ڪرڻ. (ڳَرَهيوُ- ڳَرَهنڊوُ- ڳَرَهيَلُ).

● ڳِرهوُ ۽ ڳِرها (ت-ل): ذ. (سن. گَلَ = گلو) چوپائي کي ڳِچيءَ ۾ ٻنڌڻ لاءِ ڳنڍ ڏنل رسو. چوپائي مال کي ڳِچيءَ ۾ ٿيندڙ هڪ بيماري.

● ڳِري ۽ ڳِري: ذ. ڳلي - پاڪر. (حرف جر). وٽ - پَرَ - پاسي - ۾. (سن. گرهي = گهر ۾) گهر ۾. (سر ڪلياڻ - ڪَرُ). جهوليءَ ۾ - هنج ۾. (ڳاجرا). (فعل) ڳرهي - ڪري - اوري - بيان ڪري

"ڪريون ڪرمشيون ڪيتريون ٿي سور ڳري ساٿانِ"

(ڪبير شاهه).

- ڳِري پوَڻُ (ڪ): ڳِچيءَ پوڻ - ڳلي پوڻ - ڪنڌ ۾ پوڻ. ڳلي لڳڻ.

- ڳِري لائِڻُ: پاڪر پائڻ - ڳلي لائڻ

"نيڪن سان نرمي ڪري، جيئن ڳري لائي ماءُ"

(ڳرهوڙي).

ماءُ يا پيءُ جو شاديءَ وقت گهوٽ کي پاڪر پائڻ. (ڪ).

- ڳِري لڳَڻُ: ڳِچيءَ لڳڻ - چاتي چاتيءَ سان ملائڻ - پاڪر پائي گڏجڻ - ڳراٽڙي پائي ملڻ - ڳر لائڻ - بغلگير ٿيڻ - گڏجڻ - ملڻ.

● ڳِري ۽ ڳِريُون: ث. سوراخ - ٽُنڪ - ڏَرُ. ٻَرگهل - خال. لوکهو. دَري - ڳِڙ ڪيي. کهڙي - ڳلي - ڳلي. رستو - واٽ. واهه - وسيلو

"ڪانهي جي ڳري، مينهن کي مهار ري"

(سر سهڻي - شاهه).

اجهو - پناهه - پُشت پناهه - اوٽ - اولو - ڍار. حفاظت - بچاءُ - رکيا - سَرن - پناهه. (پرمانند). واند ڪائي - فرصت. (ڪ). (سن. گَلَ = ڳچي) ڳچيءَ جو هار. (سر ليلان - شاهه).

- ڳِريُون چُڪَڻُ (ڪ): واهون ڪُٽڻ - وسيلا وڃڻ. ڏينهن پورا ٿيڻ - متيون مُنجهڻ.

- ڳِريُون ڪُٽڻُ: واهون ڪُٽڻ.

● ڳُرِي ۽ ڳُرِيُون: ث. ڪمند يا ڪاني جي ٻن ڳنڍين جي وچ وارو حصو - ڳُرِي.

- ڳُريدارُ ۽ ڳُريدارَ: ذ. صفت. ڳري وارو.

● ڳَرِين (حرف جر): سان - پرسان - ويجهو - نزديڪ - ساڻ - ڏانهن - ڏي - طرف. (پرمانند).

● ڳُرُيو ۽ ڳُرُيا: ذ. پير ڪان مٿيرو ٿورو ٻاهر ٽي نڪتل هڏو. مُرو - مُريو - پيڏي. پيڙيءَ جو هڪ عضوو - ڳُڻ ٻنڌڻ جو ڪِلو. مَنتهن يا اڏاوت جو هڪ ڪاٺ - ٽوٽي - پاٽاريو. (ل).

● ڳُڙُ ۽ ڳُڙَ: ذ. (سن. گُنڊه) چمڙيءَ جي اندر ٿيل ماس جي گوڙهي - ڇُهنڊو. (ت). گوڙهو - ڳنڍ و (ماس جو).

● ڳُڙُ ۽ ڳُڙَ: ذ. (پرا. ڳُڙِ ي. سن. ڳُڏ > ڳڙهه > ڳُڙَ = ڳُڙُ). ڪمند جي رس مان ٺاهيل مِٺاڻ - قَنُد سياهه. ڪمند جو ڪاڙهيل رَسُ - مُسٽي - ڪَڪَهه.

- ڳُڙُ ٿيڻُ: ڪرڻ - خراب ٿيڻ. مونجهارو ٿيڻ.

- ڳُڙ جي ڳوٿري ٿيڻُ (ت): مانيٽو ٿيڻ. هڪ طرف جي تڪليف سهندڙ هئڻ.

- ڳُڙُ ڇڏائڻُ (ت): شاديءَ جي هڪ سون ۾ گهوٽ جو (ڪنوار جي هٿ ۾ جهليل) ڳُڙُ ڇڏائڻ - مُٺ ڇڏائڻ. (اها رسم ڪن هندن تي ڳُڙ بدران ڪارڪ ڇڏائڻ جي صورت ۾ ادا ڪئي ويندي آهي).

- ڳُڙَ ڏاٿيُ ۽ ڳُڙَ ڏاٿيون: ث. ڳُڙ سان ڦُلايل ڦُڪا يا چانور ملائي، ان مان ٺهيل مٺائي - لائي. (ل).

- ڳُڙ ڏاڙهيو ۽ ڳُڙ ڏاڙهيا (ت): ذ. صفت. ڳاڙهي ڏاڙهيءَ وارو. ڏاڙهيءَ کي مينڌي لائيندڙ.

- ڳُڙُ ڳُڙُ ڏاٿي ۽ ڳُڙُ ڳُڙُ ڏاٿيون: ث. صفت. ڳڙ بڙ - گول مول - ڪچ - خراب. منجهيل.

- ڳُڙُ ڳُڙُ ڏاٿي ٿيڻُ: ڪو ڪم ڪري پوڻ - منجهي پوڻ - خراب ٿيڻ - گول مول ٿيڻ.

● ڳُڙاڪُو ۽ ڳُڙاڪُو: ذ. (سن. ڳُڏ = ڳُڙ) ڳُڙ جي پاٿيءَ ۾ پُسايل تماڪ.

● ڳُڙاڪُو ھِنڌُو: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (پڌٽي جنس، رنگ هيڊو، بدن ويڪرو، ڏيگهه هڪ فوٽ تائين).

● ڳُڙاڪُ ۽ ڳُڙاڪ (ل): ذ. صفت. ڏُتومُٽو — ٽُلهو ٽنيرو. چُست چالاڪ. (ث. ڳڙاڪِ ۽ ڳڙاڪُون).

● ڳڙچُ ۽ ڳڙچ (ت): ذ. خراب ڳُفتگو — بد ڪلام — خراب ٻول.

● ڳِڙڪَ ۽ ڳِڙڪُون (ت): ث. سنهي تند — تند ورو. گهاٽو ڪوهو.

● ڳِڙڪڻُ: مصدر. ڳِرُڪڻُ. ڳهجي وڃڻ — ڳسجي وڃڻ. (ڳِڙڪيو — ڳِڙڪندو — ڳِڙڪيل).

— ڳِڙڪ ۽ ڳِڙڪُون: ث. ڳڙڪڻ جي حالت — ڳيت.

— ڳِڙڪائڻُ: مصدر. ڳرڪائڻ — ڳهي ڇڏڻ.

● ڳِڙُڪَ ۽ ڳِڙُڪُون (ت): ث. ڪِڙڪي — ڳِڙڪي — ڏري.

● ڳُڙُڪُ ۽ ڳُڙُڪَ (ل): ذ. تُنگ — سوراخ — ويڃهُ — سَلُ. ڏرڙ — ٻِرڪهَلُ.

● ڳُڙُڪو ۽ ڳُڙُڪا: ذ. ڀِت ۾ ننڍو سوراخ — ٻرکهل — لوگهو. (ث) — ڏرڙ.

● ڳَڙُڪيَ ۽ ڳُڙُڪيُون: ث. (سن. ڳَوا ڪش) ڀِت ۾ روشنيءَ يا هوا جي گذر لاءِ ڪيل ننڍو سوراخ — ڪنڌو — جارو. ننڍڙي دري — ڪڙڪي — روشن دان. تُنگ — خال — سوراخ — ڳُڙڪو.

● ڳڙ نُڪُ (ت): ذ. ڳڙن وسڻ واري برسات. (وفا).

● ڳَڙَڻُ: مصدر. (سن. ڳَڊ = ڳرڻ) ڦُڙو ڦُڙو ٿي وَهڻ — ٽِمڻ — سِمڻ — وَهڻُ — ڇڪڻ — جهرڻ. ڏيندي وهڻ. چوپائيءَ جو ڪير لاهڻ. (ل). (ڳَڙيو — ڳَڙندو — ڳَڙيل).

● ڳِڙَڻُ: مصدر. قبول ڪرڻ — هاڪار ڪرڻ — سڃڻ

"ميلاهَ ڪاند سندو مِ رُکو ٿي رَءِ ڳِڙي"
(سر ليلان — شاهه).

(ڳِڙيو — ڳِڙندو — ڳِڙيل).

● ڳِڙو ۽ ڳِڙا: ذ. (سن. ڳڊ) برسات ۾ ڪرندڙ برف جو ٽڪرو.

● ڳِڙول (ث): ث. ول جو هڪ قسم.

● ڳَڙَهُ ۽ ڳَڙَهون: ث. اڌ (ڀيڙيءَ جو). ڪڙ — بند — بنو.

● ڳَڙُهُ ۽ ڳَڙَهه: ذ. (سن. ڳڊ = ڳَڙُهه) ڪوٽ — قلعو — ڳَڊُ — حصار. شهر جي پاهريں عالم پناهه — شهر پناهه. وڏي ڦرڙي — ڦَٽُ. رَتَ ڳَڙ — ڳَڙُ. (ٻرمانند). (سن. گهٽَ) مڇيءَ جو تڙ (جنهن تڙ تي فقط مڇي اچي). (ڪ). ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو — ڪجهي مٿان لڳل تختو — چونڪُ.

— ڳَڙَهيءُ ۽ ڳَڙَهيُون: ث. ننڍو قلعو — ڪوٽڙي — وڏي ديوار — وڏي ڀِت — عالم پناهه.

— ڳَڙَهيُون ڳولڻُ: دَر دَر ڦولڻ — جاءِ بجاءِ ڳولا ڪرڻ.

● ڳُڙَهارِيُ ۽ ڳُڙَهاريُون: ث. (سن. ڳَڊ = ڳَڙ) ڊُسري — ڳرهاڙي — ڳڙهائي. (ث).

● ڳَڙَهڻُ (ت): مصدر. حال بدائڻ — حال اورڻ — حال ونڊڻ. ڏک ٻڌائڻ. ڳَرُهڻُ. (ڳَڙَهيو — ڳَڙَهندو — ڳَڙَهيل).

● ڳِڙَهڻُ: مصدر. (سن. ڳرُه = جهلڻ، وٺڻ) ڳنهڻ — ڳِڏڻ — وٺڻ — خريدڻ — مُله وٺڻ — سودڻ

"جي هجيئي ناڻو ته وڃ بازار ۾،
جيڪي وٺيئي سو ڳِڙهه" (قاسم).

(ڳِڙَهيو — ڳِڙَهندو — ڳِڙَهيل).

● ڳَڙَهيءُ ٻَدَلَ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ جيئها: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ چاڪر: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ چَنڊُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ حَسَنُ: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ حليمُ: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙَهيءُ خيرُو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳڙهيءُ رحيمڏادُ: اسم خاص. تعلقي نل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳڙهيءَ دُڪُوءَ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳڙهيءَ ماڪوڙوءَ: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳڙهيءَ مِحرابُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳڙهيءَ ياسِينِ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳَڙِيءَ ع ڳَڙِيُونءَ: ث. (سن. گںڊ) ننڍو ٽڪر (گوشت جو) - ٽڙَ - ٻوٽِي - سُڌِي. ڪنهن شيءِ جو دائو (انب وغيره جو). (ٿوم جي) سِري. (هند جو) ٽُڪر. (بصر جي) پِتِي. (کجور جي) پيشِي. (الڪور جو) هڪ داڻو. ذرو - پُرزو - ٽُڪر.

- ڳَڙِيءِ وارو: ذ. صفت. طاقت وارو - مضبوط - جانٺو - پهلوان. غيرتمند. ڏَنگي وارو.

● ڳَڙِيوءَ ع ڳَڙِيا: ذ. آٿاوت ۾ ڪم ايندڙ هڪ اوزار جو نالو. پيڃي جي تند کي جهلڻ لاءِ ٽڙو. (پرمانند).

● ڳُڙِيُونءَ: ث. (هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ) رَڇَ جو هڪ حصو - رَڇَ جي ڪهائي واري پاسي وزن ڳري ڪرڻ لاءِ لوهه جون ڪڙيون.

● ڳِسڪَڻُ: مصدر. پيٽ ۾ وڃڻ - نِڙيءَ مان لنگهڻ - هيٺ ٿيڻ (نڙيءَ کان) - اندر وڃڻ (پيٽ ۾). ڪاڇڻ - ڳڙڪڻ. هضم ٿيڻ. (ڳِسڪِيوءَ - ڳِسڪندڙ - ڳِسڪيَلُ).

● ڳِسڻُ: مصدر. (سن. گَرَ) نِڙيءَ مان سولائيءَ سان لنگهڻ - ڳڙڪڻ - ڪاڇڻ - ڳِسڪڻ. (ڳِسيوءَ - ڳِسندڙ - ڳِسيَلُ).

● ڳَقَلُ ع ڳَقَلَ (ت): ذ. ڳپل - ٽُڪر. وڏو گره.

● ڳَقِلُوءَ ع ڳَقِلُوءَ: ذ. صفت. پيٽوڙي - گهڻ کايار - پيٽير - هبڇي. حريص - لالچي - طمع خور.

● ڳَقَڻُ (ل): مصدر. وڏا گره چبڻ کان سواءِ ڳهڻ. (مهيري). (ڳَقيوءَ - ڳَقندڙ - ڳَقيَلُ).

● ڳَقوءَ ع ڳَقا: ذ. ڳِرَهُ - ڳِرانهُ - لقمو - نوالو. اوچتو هٿ آيل وڏي رقم. ڪنهن بہ شيءِ جو وڏو انداز - ڳپل.

- ڳَقوءَ پَٽَڻُ: ڳَٽو پٽڻ. گهڻو نفعو حاصل ڪرڻ. گهڻي رشوت وٺڻ.

- ڳَقوءَ هَٿُ لَڳَڻُ: مفت جو مال هٿ اچڻ.

● ڳِڪَ ع ڳِڪُونءَ: ث. صفت. هرو پرو پنيان پوندڙ - چنبڙي پوندڙ - ڇهتندڙ - چنبڙُو - جِجا - پَٺدُ - رِڳَ. ليلائيندڙ - ٻاڏائيندڙ - منٿائو. ريڙه پيڙه ڪندڙ. تقاضا ڪندڙ.

- ڳِڪَ ٿِيءَ پَوَڻُ: خواه مخواه ڪنهن جي پنيان لڳي پوڻ - چنبڙي پوڻ.

● ڳَڪِڙِيءَ ع ڳَڪِڙِيُونءَ (ل): ث. ڪَڪڙي - دَدَڙُ. (ث) - دَدَڙوءَ - ٽَڊڙو.

- ڳِڪِڙِيءَ ڪَڍَڻُ: چُمي ڏيڻ - مِٺي ڏيڻ - سَڪر ڏيڻ. (ث).

● ڳِڪَڻُ: مصدر. ڳِرڻ = ڳري لڳڻ.

"جسم جوانيءَ تي ٿي نہ ڳِريا ڳِڪَ"

(نجفي).

(ڳِڪيوءَ - ڳِڪندڙ - ڳِڪيَلُ).

● ڳَڪڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳَڪَلُ ع ڳَڪَلَ (ت): ذ. وڏو حصو (ملڪيت جو) - وڏو ڀاڱو. خزانو - دولت - ڏن.

ڳَڱَ: ث. برف - يَخ. تمام ڳاڙهو. مست - خوش - سرهو. (ڳاجرا).

- ڳَڱَ ٿِيَڻُ: ڏاڍو ٿرڻ - سخت ٿڌو ٿيڻ. زور ڳاڙهو ٿيڻ.

● ڳَڱاٽِجَڻُ: مصدر. بيهوش ٿيڻ. نشو ٿيڻ. ٺاري ڇڏڻ. (ڳَڱاٽِيوءَ - ڳَڱاٽندڙ - ڳَڱاٽِيَلُ).

● ڳَڱائِڻُ: مصدر. ٺارڻ - ٿڌو ڪرڻ. خوش ڪرڻ - راحت ڏيڻ. (پرمانند). (ڳَڱائِيوءَ - ڳَڱائيندڙ - ڳَڱائِيَلُ).

● ڳَلَ: ث. (سن. گَلَ = ڳِچِي) ڳِچِي - گلو - ڳلو - ڪَنڌُ. ڳلهه. (ث).

- ڳَلِ پَوَڻُ: ڳچيءَ ۾ پوڻ - ڪنڌ ۾ پوڻ. پرائي ڳالهه ۾ دخل ڏيڻ - جهيڙو ڪرڻ - وڙهڻ. ڪِڪ ڪرڻ.

▬ گِتَل لائِڻُ: گِچيءَ سان لائڻ - ڀاڪر پائڻ. ڇاتيءَ سان لائڻ. ڳر لائڻ - ڳراٽڙي پائڻ.

▬ گِتَل مِيچُ (ت): ذ. ٺاهه - صلح. رسائي.

● گِيلُ ۽ گِتَلَ، گِيلُونُ: ذ. ث. (سن. گَتلهه < گتل = ڳِل) منهن جي هڪ حصي جو نالو - ڳِتو - گِتُ - مِيٺَ - رخسار - ڳِلو - گِتلَهه - عارض.

▬ گِيلپِتُ ۽ گِيلپِتَ: ذ. صفت. لاسڙيات - لاسيار - لاسيات - ڳِيرو - لَسُوتُ - گِيرتُ. سهڻو - خوبصورت - پورل. (مهيري).

▬ گِتَلَ جِيُ لَهِيُ گِچِيءَ پَوَنُ (ت): پرائو نقصان پنهنجي ذمي ٿيڻ. ٻئي جي آوت ۾ اچڻ. پرائي نقصان ۾ پاڻ ڦاسائڻ - ٻئي جي باهه ۾ سڙڻ.

▬ گِتَلَ گِيچَ ٿِيڻُ: ڳِل کهنججي وڃڻ.

▬ گِتَلِهَرُ ۽ گِتَلِهَرَ (ت): ذ. صفت. ٿُلهن ڳِلن وارو - مِيٺِرُ - مِيٺُولڙو.

● گِتَلُ ۽ گِتَلَ: ذ. کوهه جي ڪِنارَ (ت). ٻيڙيءَ جو هڪ حصو. (ڪ). (سن. گَتلهه) گلي جي هڪ بيماريءَ جو نالو.

● گِيلافُ: گِيتو - تُنگ - سوراخ.

● گِيلانوُ ۽ گِيلانا: ذ. ڳِل جو اندريون پاسو - ڳِلاڦو. (شرت).

● گِيلاڦَ ۽ گِيلاڦُونُ (ل): ث. گِيلافو - گِيلاڦو. (مهيري).

● گِيلاڦُو ۽ گِيلاڦا: ذ. ڳِلن جو اندريون پاسو - ڳِلافو. (شرت) - گِيلاڦَ. (مهيري).

● گِتلُتوُ ۽ گِتلُتا: ذ. ڀريَ - چَتَ - رِيبَ - چِتَر - ڦِسَر - ڏِٺَر - ڏاڏَر. ڏَنوُ - ڪِشو - رَماڪُ. (ل). فريب - ٺڳي - مَڪَرُ. عذر - بهانو.

▬ گِتلُتائِيُ ۽ گِتلُتائِيُ: ذ. صفت. ڳِلتو ڏيندڙ - ڀريائيندڙ - ڏتاريندڙ - ڏاڏرائيندڙ. ڏتائي - گِشئي - رَماڪي.

▬ گِتلُتوُ ٻَڌَڻُ: ڏتو ڏيڻ - ڪشو ڏيڻ. دم دلاسو ڏيڻ. ريجهائڻ - ڏاڏر ڏيڻ. ٻَيِي ٻڌڻ. ٺڳڻ - ريبڻ.

● گِتلُپِتوُ ۽ گِتلُپِتا: ذ. ڳِچيءَ جو ڳِنو - طوق. ڳِچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ گِتهه - هار جو هڪ قسم. (پرمانند).

● گِتلُپِيڙوُ ۽ گِتلُپِيڙا (ل): ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڪنن ۽ نڙيءَ جي وچ ۾ غدودن جي سوڄ - ڪَتلِيُون - ڪوٺليون (ڪوٺلي).

● گِتلُخوُرُ ۽ گِتلُخوُرَ: ذ. گهوڙي جي سنج مان هڪ جو نالو. گهوڙي ڪي ڪنڌ ۾ ٻَڌڻ جي مُچي واري رسي.

● گِتلُڦاڙُ ۽ گِتلُڦاڙَ: ذ. پوڪ جو اصطلاح - چوُنڪ - تِڪُلو. ڍِڍو. (ن - ب).

▬ گِتلُڦاڙَڻُ (ت): پوڪ جو سنگ ڪيڻ.

● گِتلُڦِڙوُ ۽ گِتلُڦِڙا: ذ. گِل ۽ گِچيءَ جي دنگ وارو حصو. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڳِلپڙو - ڪتلي - ڪوٺلي. (ل).

● گِيلِڪِڙوُ ۽ گِيلِڪِڙا (ت): ذ. چوپائي جي گِچيءَ ۾ ٻڌڻ جو رسو.

● گِتلوُ ۽ گِتلا: ذ. (سن. گَتلَ = گِچي) بدن ۾ هڪ حصي جو نالو - گِچي - گتلو - ڪَنَڌُ. قميص يا چولي وغيره جي ڪنڌ ۾ پيڙن وجهڻ واري پَٽي. سنڌي جُتِيءَ جي پَٽپُ ۾ ڪُڙيءَ واري حصي ڪي پاڻ ۾ ڳنڍڻ لاءِ چم جو ڪَتشو. (ل - ت). ڪنارو - ڪَنپُ - پاسو - پَترِ ”ڪنڪ جو ڳِلو وناراڻي مال ڪي گهر آڻج“ (جملو). لنگهه - رستو - لانگهو - وات - ڪَڙهه. (ن - ب). ”هاڻي ته پَتِڻ جو ڪو ڳِلو به ڪونهي“ (جملو). باشي پکيءَ کي جهلڻ جي هڪ قسم جي چار. (پرمانند). مهاڻن جي اصطلاح ۾ سنبوهيءَ کي پاين سان ڦاسائڻ لاءِ وڏل ڏاڳو. درياهي پيڙيءَ جو هڪ عضوو - شيخلي جي چوٽي وٽ پاسي ۾ ڪيل سوراخ (جنهن ۾ ڪپي به بيهي سگهي ۽ سلي جو ڳِنو رسو به لنگهي).

▬ گِتلوُ ڏَسَڻُ (ت): رستو ٻڌائڻ - وات ڏَسڻ. بچاءَ ڏسڻ.

▬ گِتلِهي لائِڻُ: ڀاڪر پائڻ - هانءَ سان لائڻ - ڳراٽڙي پائڻ.

● گِلو٘ ع گِلا (ت): ذ. رستو- لنگهه - گِلي- گهٽي. دروازي کي بند ڪرڻ جو ڍنگهر- ڪتڙ٘ء. (ل). ذ. (صفت). اڌ ڪچو اڌ پڪل (مٽيءَ جو ٿانءُ). ٿورو پُسيل - آڊو ڪو - گِلهو. (ل).

- گِلو٘ ڏِيَڻُ (ت): رستو بند ڪرڻ. ڍنگهرن جو در ڏيڻ. قطع تعلقات ڪرڻ. وهنوار بند ڪرڻ. دوستي ڦٽائڻ.

● گِلِواسو٘ ع گِلِواسا: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو- شيخلي جي آرپار پڏل ڪاٺي. جهاز جو ڪوهو. (گاجرا).

● گِلوَٽِي٘ (ل): ذ. ٽوپيءَ جو هڪ قسم. (مهيري).

● گِامو٘ لَهَڻُ: خوار ٿيڻ- گلا ٿيڻ.

● گِلتهه ع گِلتهون٘ (ت): چِڪ- گپ- چِڪڻ- ٻِلتهڻ. (ل).

● گِلِهر ع گِلِهرون٘: ث. اٿوِ ڪنڊ ۽ گيهه ملائي ڪچو ڪاٺڻ واري حالت- ڪُلرُ. (ٿ).

● گِلتهڻ ع گِلِهٺون٘ (ل): ث. گِلتهه. (ت).

● گِلِهو٘ ع گِلِها: ذ. دولاب- ٽڳي- چِتل- ترڪٽ- گهات- ڪوٽ- ڪَپٽ- ڊوهه. (پرمانند).

● گِلهو٘ ع گِلها: ذ. صفت. ڪَپ جهڙو- ريڙهيو- پِٽڙو. ڪنڙو- نرم. لِيلِتهرُ- ڦِقِسُ- ڦِقو- ڦوسو. موگو- ڍرو- سست. (ث. گِلهي ع گِلهيون٘).

● گِلهي٘ ع گِلهيون٘: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (ڏاس وڏي، ڪنن جا وچ ڳاڙها ۽ رنگ ڪارو).

- گِلهي٘ ٽو٘ڙِهي٘: ث. گِلهي ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● گِلِي٘ ع گِلِيون٘: ث. (سن. گل+ايڪا= گلي) سنهون ۽ سوڙهو رستو- گهرن جي وچان سنهڙو لنگهه- گهٽي- گلي- ڪوچو- ڪوءِ. سنڌي جُتيءَ جي پني ۽ پائنئي کي بند ڪرڻ لاءِ چم جو ٽڪر- گِلو- گِلي. (ت). گهوڙي جي لغام جو هڪ پاسو. (ل- مهيري). ٻيڙيءَ جو مٿيون پاسو. (ڪ).

- گِلِي٘ ڪُوچو: ذ. گهٽي گهوٻي- درعند.

- گِلِي٘ گِلِي٘ ڳائِڻُ: هر جاءِ تعريف ڪرڻ- تمام گهڻو ساراهڻ

”ڳايان گلي گليءَ ۾ اوڙنگ وڄائي آڙو“

(محمد ڪٽياڻ).

● گِلِي٘ ع گِلِيون٘ (ت): ث. گِلِي. (ل). پني ۽ پائنئي کي بند ڪرڻ لاءِ چم جو ٽڪر.

● گِلِي٘ بَنْدُ ڪَرَڻُ: پني ۽ پائنئي کي چم جي ٽڪرن سان بند ڪرڻ.

- گِلِي٘ چِڪَڻُ: گِلِي بند ڪرڻ.

- گِلِي٘ هَٽَڻُ: گِلي چِڪڻ.

● گِلِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ن- ب).

● گِم ع گِمون٘: ث. (سن. ڪَنْبَ = سُستي سان هلڻ) سستي- ڳاموٽ- آرس- ڳاموڙ. گِهَرُ- خمار. نشو. سوڄ. (وفا).

● گِمُ ع گِمَ: ذ. گاهه جو هڪ قسم. ذٽ جو هڪ قسم. ذ. (صفت). شومتي- وساٺو- ڍرو- ڍلو- سست- ڪانڊُ- آرسي- ٽوٽي- ڍاڪن ڍلو- عاري- ڪم ڪوس- ڪم چور. (پرمانند).

● گِمائِڻُ (ت- ل): مصدر. مخمور ڪرڻ- نشي ۾ آڻڻ. سست ڪرڻ- ڳاسو ٿيڻ. (گِمايو- گِمائيندو- گِمايل).

● گِمِراجُ: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گِمَڻُ: مصدر. (سن. گم=وڃڻ) آهستو هلڻ- چُرڻ. بار هيٺ هلڻ. ڪنجهندو هلڻ- گِهَڻُ. گهڻ وڃڻ- پير ساهڻ- پسار ڪرڻ. ڪرپنجڻ موڙڻ. ننڊ جي خمار ۾ هجڻ. ڪِن ڪچري سان مَٽڻُ. (پرمانند). (گِميو- گِمندو- گِميل).

- گِمِي٘ گِمِي٘: ظرف. آرس ڪري ڪري- سستي ڏيکاري ڏيکاري.

- گِمِي٘ گِمِي٘ ڪَرَڻُ: دبر دير سان ڪرڻ- سستي سان ڪرڻ.

- گِمِيو٘ ڳالهائِڻُ: ڍرو ڳالهائڻ - اِينگهه ڪرڻ- ڊيگهه ڪري ڳالهائڻ. جهمي ڳالهائڻ. ڪنڌ هيٺ ڪري ڳالهائڻ. نهٺائي سان ڳالهائڻ.

● گِمو٘را: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳموُرِيُ: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڳموُل (ت): ذ. گاهہ جو هڪ قسم (سارين جي مثال ٻوڙو ٿيندڙ، مگر ٿلهو ۽ ڪارو). (ن - ب).
● ڳمهَ (ت): ذ. مٺ ۽ جوئر يا ڇٽا ۽ ڪٺڪ گڏي رڌل. (جميعت).
● ڳَنُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلبل).
● ڳَنِ ٤ ڳَنيِيُونُ: ث. ڏڳي جي ڪنڌ وارو ڪونڌ - ٿوهو. (پرمانند).
● ڳَنِ ٤ ڳَنَ: ذ. (سن. ڪَرَڻَ) ڪنهن به اوزار جو هٿ ۾ جهلڻ وارو حصو - مُٺيو - دستو - هٿيو - نيڃ. بيل گاڏيءَ جي اڳ واري ڏڪڻي ڪاٺي (جنهن ۾ پاڃاري پڌجي) - ٻول. (ت). پيڙيءَ جو هڪ اوزار - پيڙيءَ هلائڻ لاءِ ڪاٺي - اولو (ڏونديءَ ۾) - هاليسو (هڙِي ۾) - ڇيڇو - وَنجهہ. ڪُڙهيءَ جي زهَ ۾ وجهي ڇنڊيل ڪاٺ جو ننڍو ٽڪر. (ت). ڪڙيي يا واهہ جو منڍ. (ت). (سن. ڪَرَٽهہَ). ڳَنهہ جو هڪ قسم - ڪَنن ۾ پائڻ جو وڏو والو. (ت).
- ڳَنَ ڏِيَڻُ: مدد ڪرڻ - همراهي ڪرڻ. مٿو مونو هڻڻ. لوڙڻ. مقابلو ڪرڻ. جانورن وغيره کي رڌيندي ڏوئي ڏيڻ.
- ڳَنُ ڪُهاڙِيءَ ۾ هُجَڻُ: هميشہ تيار هجڻ. ساڳي حالت ۾ هجڻ.
- ڳَنُ ڳَرَيوُ ڪَرَڻُ: ميربحرن جي اصطلاح ۾ سنيت ڪرڻ. (ساموندي - گر).
- ڳَنُ موُڙَڻُ: ڳن يا اولو هلائي ٻيڙِيُ هاڪارڻ - ڇڪِيُ ڏيڻ.
- ڳَنَ وَرائِيُ: ث. چلن ۽ سنڊين ناهڻ لاءِ ڪاٺ جو هڪ اوزار.
- ڳَنُ هَلائِڻُ: ٻيڙِيُ هلائڻ.
● ڳَنُ ٤ ڳَنَ (ڪ): ذ. (سن. ڳَڻُ). ڳن - ڳَڻُ - ڳَڻُ. احسان - مهرباني - ڀلائي - ٿورو.
● ڳِنانُ (ل): حرف جر. ڪان - وٽان - ڳران - مان - ڪَنا.

● ڳَنڀَ (ت): ث: بُرد باري - تحمل. (ل - وفا).
● ڳَنيِڪوُ (ڪ): ذ. (آواز) جبل تان ٻاٽي ڪرڻ جو آواز - ڳڙگڙ جو آواز - گڙگات - گجڪو.
● ڳَنيِيرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڳَنيِيرُ ٤ ڳَنيِرَ: ڳَنيِيرو.
● ڳَنٽُ: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڳَنڊِ: ث. (سن. ڳَنڊ=بانس): ٻوءِ - بانس - واسُ.
● ڳَنڊُ ٤ ڳَنڊَ (ل - ڪ): ذ. سانيءَ سان ڪائڻ واري شئي - ڳنڊڻ - تيوڻ - ٻوڙ.
● ڳَنڊَڻُ ٤ ڳَنڊَڻَ: ذ. سانيءَ سان گڏ ڪائڻ لاءِ ٻوڙ وغيره - ٻوڙ - ڀاڄي - ڳَنڊُ.
● ڳَنڊَڻُ: مصدر. (سن. ڳَنڊَ=خوشبوءِ). ڏاند جو ڳئون کي سنگهڻ - ڳئون جي پيشاب کي سنگهڻ - واسُ ونڻ - ٻوءِ وٺڻ. ڳولڻ. (سن. گڌ=سلمن > گرنتَ = ڳنيڊڻ) وارن کي ڳتڻ - ڳوپڻ - ويڙهڻ. ڇڻڻ - ڳتڻ. پوئڻ (گل وغيره) - هار ٺاهڻ. (ڳَنڊيوُ - ڳَنڊَنڊوُ - ڳَنڊيَل).
● ڳَنڊَيوُ ٤ ڳَنڊَيا: ذ. صفت. خوشبوءِ وارو - خوشبودار - واسيل.
● ڳَنڍُ ٤ ڳَنڍُوُنُ، ڳَنڍِيُونُ: ث. (ٻرا. ڳَنٺيِيُ. سن. ڳَنٺَ > گرنٿَ=ڳنڍ) رسي يا ڌاڳي وغيره جي ٻن ٽڪرن کي يڪو ڪرڻ لاءِ ڏنل ٻَڌَ - ڪڙي، رسي يا ڌاڳي وغيره ۾ آيل وَڪڙُ - عقده - ڳُوپُ - گرهہ. ڳنيڍڻ وارو هنڌ - ٻَنڌُ - جوڙ - سنڌُ - ڳَنيڍُ. ڳنيڊڻ جي حالت - ناتو - لاڳاپو - ميلُ - ڳانڍاپو. ٻَنڌَڻُ - ٻانڌيٽو. (ل). پرتگيا - انجام - وعدو - وچن - ٻول - ڪَڻُ (ٻلٽس). قابض واري حالت - قاسي - قاهي - قندو - ٻڪڙ - گرفت. وڪڙ - ڦيرو - وراڪو. ڪن شين جو سُچو - سُوڙهہ - ڇڪو. جهوڙو - جهڳتو. (ٻلٽس). موڙي - ويڙهي. هڙَ - بدڙي - بجڪو. پٽارڪ - پڙي - پاڪر (ڪانن وغيره جو) - ٻَنڌُ - ڳڌو. ڀاڙ - ٻتو - ٽپو. مال - مغز - ڳَپُ - گورو. ناڙو - ناپ - نافُ - ڌُنُ. ٻڙيڪو - ٻڙي - ڪيسو - ڳوڊوُ -

گولڊو. ٻِر جو هڪ داڻو-ڦِٽي-ڳَڙي. ڪمند يا ڪاٺ وغيره جي ڳنڍ-ڳُري.

- ڳنڍِ ٻَڌَڻُ: ڪپڙي يا رسي جي پلاند ڪي وراڪا ڏيئي موڙ ڏاهڻ-ڳوپ ڏاهڻ-ور ڏيڻ. ڪا ڳالهه ٻار ٻار چوڻ-ضد ڪرڻ-هوڏ ڪرڻ. يقين ڪرڻ-پڪ ڪرڻ. هٺ ڪرڻ. اڳٺ جي هريڙ ٻڌڻ.

- ڳنڍَ ٻَڌَلَ هُئَڻُ: پرواهه نه هئڻ-نه ليکڻ.

- ڳنڍِ ٽوپُ ڪَرَڻُ: ٽوپو وغيره ڪرڻ. چِٽيُون وجهڻ. سادي سُودي شيءِ تي اڪتفا ڪرڻ.

- ڳنڍِ ڏاهڻُ: ڳنڍ ٻڌڻ.

- ڳنڍِ پاءِ ۽ ڳنڍِ پايُون: ث. ڳنڍ ٽوپ.

- ڳنڍِ جوُ ٻَئِيسوُ: ذ. هڙ جو ٻُسو-ٻُهنجو ٻُسو.

- ڳنڍِ رُ ۽ ڳنڍِ رَ: ذ. صفت. ڳنڍين وارو-ڳنڍين ڏنل. ڳُريدار.

- ڳنڍِ رُ ٻَصَرُ: ذ. وڏين ڳنڍين وارو ٻصر-سُڪل ٻصر جي هڪ ڳنڍ.

- ڳنڍِ ڙِيُ ۽ ڳنڍِ ڙِيُونُ: ث. ننڍي هَڙَ-ڳنڍڙي. ٻُچڪو-ٻدڙي-ڳنڍِ.

- ڳنڍَ سَنڍَ: لڳ لاڳاپو-مِٽي مائٽي.

- ڳنڍِ ڪَپَڻُ: کيسو ڪترڻ-هڙڙي هڻڻ.

- ڳنڍِ ڪَرَڻُ: قاتل جَٽيءَ کي ٽوپو هڻڻ-چِٽي هڻڻ.

- ڳنڍِ ڪوُسيُ ڪَرَڻُ: ڪجهه روڪڙا پيسا هٿ ڪرڻ.

- ڳنڍِ ڪُلَڻُ: سمجهه پوڻ.

- ڳنڍِ ڪوُلَڻُ: اڻڄاڻائي ڇڏي ڏيڻ.

- ڳنڍِ ۾ زور هُئَڻُ: هوند وارو هئڻ-پيسي ۾ زور هئڻ.

- ڳنڍِ ۾ نَہ هُئَڻُ: پيسو نه هئڻ.

- ڳنڍِ نَہ ڇوڙَڻُ: پيسو نه خرچڻ.

- ڳنڍِ يُ ۽ ڳنڍِ يُونُ: ث. ننڍي ڳنڍ-ننڍي هَڙَ-ڳنڍڙي.

- ڳنڍِ ڇوڙُ ۽ ڳنڍِ ڇوڙَ: ذ. صفت. کيسا ڪترِيندڙ-کيسي ڪَپ-کيسا ڪپيندڙ-لُلِيچو-جيب ڪترو-ڳنڍڙي ڇوڙ.

- ڳنڍِ ڪَپُ ۽ ڳنڍِ ڪَپَ: ذ. صفت. ڳنڍڇوڙ.

- ڳنڍِ يُونُ پَوَڻُ: ڪنهن ڳالهه ۾ منجهڻ-حيران پريشان ٿيڻ.

- ڳنڍِ يُونُ مَنجهِ ڳنڍِ يُرَ: ٻُختا پيچ پيل.

"جيئن ڳنڍيُون منجهه ڳنڍير،

تئن مون من مـ-اروئـڙن سين".

● ڳنڍَڻُ: مصدر. (پرا. ڳنٿيُن. سن. ڳنٿنيتن > ڳنٿيتن > ڳرنٿن = ڳنڍڻ) ڳنڍ ڏيڻ-وڪڙ ڏيڻ-ٻڌڻ. ڳانڍاپو ڪرڻ-جوڙڻ-ملائڻ. ڳڏي ٻڌڻ. سوگهو ڪري ٻڌڻ-ڪشڻ-جڪڙڻ-مضبوط ٻڌڻ. ساٿ ڪرڻ-ڳڏڻ-ڳڏ ڪرڻ-شامل ڪرڻ-پيڙو ڪرڻ-لڳائڻ. ڳوپ ڏيڻ-ڳوپڻ-مڙهڻ. ڳنڍ ڳوپ ڪرڻ. چنبڙائڻ-چهٽائڻ. ڏاهڻ-جوڙڻ-بنائڻ. چِٽيون هڻڻ-پيوند ڪرڻ-ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ. هڪ ٻئي پٺيان ڪري ٻڌڻ-ترتيبوار بيهارڻ-ترتيب ڏيڻ-قريني سان رکڻ-سڌارڻ-سنوارڻ. ڳانڍاپو ڪرڻ. ريهه ڏيڻ-ريهڻ (ڏاتوءَ وغيره کي). سبڻ-ٽوپو ڏيڻ (بوٽ وغيره کي).

- ڳنڍُ ۽ ڳنڍَ: ذ. سَنڌُ-ميلاپ-جوڙ-ٻَڌُ. ڳُرِيُ (ڪمند جي)-ٻُسل-ڳُري. اتفاق-يوڳ-ٻَڌي-لوڪ. پيوند. دوستيءَ جو ناتو-مائٽيءَ جو لاتو.

- ڳنڍائِيُ ۽ ڳنڍائِيُونُ: ث. ڳنڍڻ جو عوضو-نهرائي-جوڙائي.

- ڳنڍائِڻُ: مصدر. ڳنڍڻ جوڪم ٻئي کان ڪرائڻ.

- ڳنڍِجڻُ: مصدر. ملي وڃڻ-شامل ٿيڻ. جهڳڙي ۾ ٻهرو وٺڻ.

- ڳنڍِجِيُ پَوَڻُ: وڙهڻ. جهجهو لاپ ٿيڻ. پائيوار ٿيڻ.

- ڳنڍِ رُ ۽ ڳنڍِ رَ: ذ. صفت. سنڌي وارو-جوڙ وارو-ڳنڍ وارو. مشڪل-منجهيل.

- ڳنڍِ سنڍِ ٿ ڳنڍَ سنڍَ: ذ. لاڳاپو- عزيزي- مائٽي- رشتيداري- عزازت- قرابت.
- ڳنڍِ سنڍِ ڪرڻ: اڳڙيون هڻڻ- چتيون هڻڻ. رتل کي ريجهائڻ- گهٽ وڌ ڪري ڳاهڻ- ڪنهن قتل ڳالهه کي ڳاهڻ. مائٽي ڪرڻ.
- ڳنڍِ ڪرڻ: هڪ تاني آچي ختم ٿيڻ تي آن جي ٻچڙين ۾ ٻي نئين تاني جو ميلاپ ڪرڻ. چيڪل تندن جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪرڻ.
- ڳنڍِ ڳارڻ (ت): ناس ڪرڻ- چٽ ڪرڻ. ڏاڍي تڪليف ڏيڻ.
- ڳنڍِ ڳنڍڻ: مائٽي ڪرڻ. احسان ڪرڻ- مهرباني ڪرڻ.
- ڳنڍِ ڳوپِ ڪرڻ: هر ممڪن طريقي ڳنڍي ڳاهي سولو ڪرڻ.
- ڳنڍڻي ٿ ڳنڍڻيون: ث. ڳنڍڻي- ملائڻي- جوڙڻي- جڪڙڻي. (بوٽ وغيره جي) سبڻي- سباڻي. ٽانڪي هڻائي- چتين هڻائي (آڻ ۾). سيٽڻي.
● ڳنڍڙ (ل): وڏو ڳنڍو. "هيءَ منائيءَ جو ڳنڍڙ ڪنيو وتين، سو ڪنهن کي ڏيندين" (جملو).
● ڳنڍو ٿ ڳنڍا: ذ. (سن. ڪنڊ = ٽڪر) ڪنهن به شيءِ جو ٿلهو ٽڪرو (جهڙوڪ برف، ڪنڊ يا مٽيءَ وغيره جو)- روڙو- ڍنوڙو- پن- چاڻو- ڳوڙهو- ٽيرو- دڪل. ڳپل. ٻاراڻي تول جو هڪ قسم- برف جو گول. اندروني زخم سبب ٿيل ماس جو ڳوڙهو- ڳيڙ. واهه کي ڏنل بند- ڳٽو- بند- منو- ڏٽو. جهل- روڪ- اٽڪاءُ. (پرا. ڪنٽي. سن. ڪنٽ > ڪرنٽ = ڳنڍ) ڪا به ڳنڍ واري شيءِ- ڪمند جو ٽڪر- ٻل- ڳري. لغام جي پچڙيءَ واري ڳنڍ. (ت). ڪورڪي اصطلاح ۾ پيچڻيءَ کي جهلڻ ۽ اڳتي سرڻ جي رسي جي ٻچاڙيءَ واري ڳنڍ (جا ڏاڳي ۾ اٽڪائجي). مالهه جي چوٽيءَ کي ملائي ڏنل ڳنڍ. (ت). ٻن ٻانهن ۾ اچڻ جيترو گاهه يا ڪانن جو انداز- ڀاڪر. (ت). زمين ماپڻ لاءِ هڪ قسم چي لٺ. (پرمانند). هندن ۾ شاديءَ وقت فقيرن وغيره کي ڏيڻ لاءِ مقرر رقم. ڳٽپ ۾ چار(م). (پرمانند).
- ڳنڍو ٻڌڻ: چم جي تندن جي ڳنڍ ڳاهڻ. هريڙ ٻڌڻ. (ت). ڀڪي صلاح ڪرڻ.
- ڳنڍو ڳاهڻ: ڳنڍو ٻڌڻ.
● ڳنڍو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڳنڍيار: ذ. گاهه جو هڪ قسم.
● ڳنڍيچور: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).
● ڳنڍير: ذ. گاهه جو هڪ قسم (زمين تي چٽ هٽي ٻهي، مال وغيره کائي).
● ڳنڍيري ٿ ڳنڍيريون: ث. ڇليل ڪمند جو ڳترو.
● ڳنترُ ٿ ڳنترون: ث. ڪنهن به عضوي تي ڌت ڦُرڙيءَ ڪان يا ڏڪ لڳڻ سبب تِس جي چيڙي تي ٿيل ڳوڙهي- ويلڻ.
- ڳنترَ تي لت اچڻ: ڀاڻ تي يا پنهنجي ڪنهن ويجهي مائٽ تي (پيڙ) سختي اچڻ- ڀِڙ پوڻ- زور پوڻ- سختي اچڻ.
- ڳنترَ چڙ هڻڻ: ويلڻ ٿيڻ- وڏڙڪ ٿيڻ.
● ڳنترُ ٿ ڳنترَ: ذ. ساڌي ٻاجهيءَ جو ڪچو ڪانو يا گونچ- ڪنڊر. (ت). ڪانياٽيءَ جي پچاڙيءَ وارو ڀوچڙ جو حصو. (ت). دِرياءَ جي ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو. (ن- ب).
● ڳنگ (ل): ذ. صفت. ڳنگ. نار.
● ڳنگاتِجڻ: مصدر. مخمور ٿيڻ- ڳگاتجڻ. (ڳنگاتيو- ڳنگاتيندو- ڳنگاتيل).
● ڳنگاتڻ: مصدر. ڳگ ڪرڻ- تمارڻ. محو ڪرڻ- ڳگاتڻ.

هي ڳالهن ڳنگاتا تن ٻنن ٻاسي ٻڌيون"
(سُر يمن ڪلياڻ- شاهه).

● ڳنتنئون: حرف جر. ڳنئون- ڳنان- ڪان- وٽان- ساڻ- جي رستي. (پرمانند).

● ڳِنڻُ: مصدر. (سن. ڪِرِيءُ=وٺڻ). وٺڻ-مُلهڻ-ڳنهڻ-خريد ڪرڻ.

"ڪجهه ڪان ڪنيار اوڳي ڳِنئو اٿس"

(سر سهڻي-شاهه).

(ڳِنيو-ڳِنندو-ڳِنيل).

● ڳِنو ۽ ڳِنا: ذ. جوئر جو سائو ڪانو-ٽِري. (پرمانند). اڪ يا ٿوهر جو پَنُ. (ڪ).

● ڳِنيِ جانِ ٽِڙڪيِ پَوَڻُ (ت): قوه جوالي ۾ مري پوڻ.

● ڳِنوارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳِنوارُ ۽ ڳِنوارَ (ل): ذ. صفت. ڳئون چاريندڙ-ڍڳيون چاريندڙ-گوهري. ٻهراڙيءَ جو-ڳوٺاڻو-دهقالي-واهشي. هاري. اڻ پڙهيل-اڻ سڌريل-جهنگلي. ٻورهيت-ٿوري رزق وارو. ٻوڪ-بي وقوف-جاهل-آلو-چٽُ. (پلئس).

● ڳِنواسَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳِنتهڙِي ۽ ڳِنتهڙيون (ل): ث. وڏن ٻيپِتن يا ڏيگين مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ٺڪر جي مُٺ واري وڏي چِپلَ. ڪِنگرُ.

● ڳِنتهڻُ: مصدر. (سن. ڪِرِهتِ=وٺڻ). قيمت تي وٺڻ-خريد ڪرڻ-مُلهه وٺڻ-وٺجڻ-سودڻ-وٺڻ-خريدڻ-ڳنڻ. هٿ ۾ وٺڻ-پڪڙڻ-جهلڻ. (ڳِنتهيو-ڳِنتهندو-ڳِنتهيل).

● ڳِننُڻُن ۽ ڳِننُڻُن: ث. (سن. گوُ=ڳانءِ). ڳئون-ڍڳي-ڳانءِ.

● ڳِنيِ ۽ ڳِنيون: ث. (سن. ڪَرُڻ=ڳِن). ڪنهن لوهي اوزار ۾ ڪاٺ جو پيل هٿيو. وجٽي يا پنکي جو ڳِن. ڪورين جي اصطلاح ۾ هٿ وجهي تاجي يا سٽ مٿان ويڙهڻ وارو هنڌ (ت). ساهميءَ جي ڪاٺي. ڪچي ٻوڪ. (ل-وفا). ماپ جو ڪانو. (ل-وفا). ڳِهه جو هڪ پاڳو-نٽ جو هڪ حصو. اڪ جي ننڍڙيءَ ٿاريءَ جي ٺڪري. (ڪ). واڙ جي درتي ٻن ڍنگرن جا ڳِن. (ڪ). ٻليءَ يا لنگر جي ڏانڊ. (پرمانند).

● ڳِنيِ: حرف جر. ڏانهن-ڏي-ڀرسان-ويجهو-نزديڪ-گڏ-سان-ساڻ-وٽ-اوري-نيڙي. (پرمانند).

● ڳُنُنتڻ (ت): اسم خاص. هڪ پيٽ جو نالو.

● ڳِڻَ ۽ ڳِڻون: ث. (سن. گڻِ=ڳڻڻ). ڳاڻاٽو-ڳاڻاٽو-ڳڻپ-شمار-انداز. سمجهه. خيال-سوچ-ويچار. آلڪو-ڳڻتي.

- ڳِڻتو رَ ۽ ڳِڻتو رون: ث. ڳڻ متوَ-ڳڻ ڳوت-دور انديشي-سوچ ويچار-چِپ چِتَ. (پرمانند).

- ڳِڻَ ٻِهه ۽ ڳِڻَ ٻهه: ذ. ڳڻتي-ويچار-فڪر. (نئين زندگي).

- ڳِڻَ ڪرڻُ: شمار ڪرڻ-انداز ڪرڻ. خيال ڪرڻ-فڪر ڪرڻ-ڳڻتي ڪرڻ. (ت).

- ڳِڻَ ڳوتَ ۽ ڳِڻ ڳوتون: ث. ڳڻ ٻهه-ڳڻ تور.

- ڳِڻَ ڳوت ڪرڻ: ويچار ڪرڻ.

● ڳُڻ ۽ ڳُڻَ: ذ. (سن. گُڻَ). خاصيت-گُڻُ. احسان-ٿورو-مهرباني-ڀلائي-لائق-ڀال-وڙ-گُڻُ. لڇڻ-عادت. خوءِ-خصلت-خوبي. هنر-فن، لياقت، سچيءَ جي آنيءَ جو هڪ پاسو. (پرمانند). ڏور-رسي-ڀڳهه. (سر ساموندي-ڪر).

- ڳُڻاڪاري ۽ ڳُڻاڪاري: ذ. صفت. قلدائڪ-فائدي وارو-فائدي مند-ڪتبائتو-ڳڻڪاري.

- ڳُڻائيتو ۽ ڳُڻائيتا: ذ. صفت. فائدي مند-فائدي وارو-لاڀائتو-مفيد-ڳڻڪاري-قلدائڪ. ڳڻائتو-ساراهه جوڳو-وڙائتو-ڳُڻيِ. شاڪر-شڪر گذار-احسانمند-مشڪور-ممنون. مهربان-اپڪاري-لائق. ڪارگر-مجرب-هڪ تڪ. ڀتهڳُڻُ-گوهر-چتُرِي. (پرمانند).

- ڳُڻَ چورَ ۽ ڳُڻَ چورَ: د. احسان فراموش-مهرباني وساريندڙ-بي شڪر-بي ڳُڻو-ڪرت گهڻُ-بي قدر.

- ڳُڻَ چورائيِ ۽ ڳُڻَ چورائيون: ث. ڳُڻ چوري-بي شڪري-ڪرت گهنتا-احسان فراموشي-ڪَ وڙائي.

- ڳڻتدارُ ۽ ڳڻتدارَ: ذ. ڳڻ وارو - ٻهڪڻ. ڳڻائتو.
- ڳڻُ ڪرَڻُ: فائدو ڏيڻ - نفعو پهچائڻ. مهرباني ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ - ڳڻُ ڪرڻ - چڱائي ڪرڻ - نيڪي ڪرڻ.
- ● ڳڻُ ڳائڻُ: مهرباني ياد ڪرڻ - تعريف ڪرڻ - ثنا ڪرڻ - مدح ڪرڻ - ساراهه ڪرڻ. وڏ سچائڻ.

"ڳڻ آنهيءَ جا ڳايان" (سچل).

- ڳڻُ ڳڻيءِ پائڻُ: تورائتو ٿيڻ - سدائين احسان مڃڻ - هر وقت شڪريہ ادا ڪندو رهڻ.
- ڳڻن سانُ ڳنهڻُ: حد مهربانيون ڪري پنهنجو ڪرڻ.
- ڳڻن سانُ ڳنهڻُ: اخلاق سان سينگارڻ - پنهنجن چڱن لڇڻن جو اثر ٻين تي وجهڻ - خوش اخلاقي ظاهر ڪرڻ. (هدايت‌الانشا ص - ۲۰). حد مهربانيون ڪرڻ. (ت).
- ● ڳڻن ڳهيرُ (ت): صفت. ٻهڪڻ - ڳڻائتو.
- ● ڳڻوانُ ۽ ڳڻوانَ: ذ. صفت. ڳڻ وارو - ڳڻائتو. ڏاهو - سياڻو - اڪابر. ويچاروان.
- ڳڻونتُ ۽ ڳڻونتَ: ذ. صفت. ڳڻونت - ڳڻي - ڪُشلُ. حاذق - چتر - سگهڙ - ڀڙ - ڪاريگر - آستاد. (پرمانند). دانا - هوشيار - ماهر - هنرمند.
- ● ڳڻائيجڻُ: مصدر. ٿورو مڃڻ - احسان مڃڻ - مهرباني مڃڻ - خوش ٿيڻ.
- ● ڳڻائڻُ: مصدر. (سن. ڳڻُ) ڪنهن ڪي پنهنجي خوبين سان پنهنجو ڪرڻ. (پرمانند).
- ● ڳڻائڻُ: مصدر. (سن. ڳڻَ) ڳڻپ ڪرائڻ - شمار ڪرائڻ. ڳڻي ڏيڻ. (مڱ يا ڪنوار کي) ڪپڙا ڏيڪاري ڏيڻ. (ڳڻايو - ڳڻائيندو - ڳڻايل).
- ڳڻائيُ ۽ ڳڻائيون: ث. شمار ڪرائڻ جو آجورو. ڳڻڻ جو ڪم - ڳڻپ.
- ● ڳڻتِ ۽ ڳڻتون: ث. (سن. ڳڻَ = ڳڻڻ) ڳڻڻ جو ڪم - ڳڻ - ڳاڻيٽو. خيال - سوچ - ويچار. اٽڪل - هرتم - ڪٿ. انديشو - قياس - سمجهه - راءِ.
- ● ڳڻتيُ ۽ ڳڻتيون: ث. (سن. ڳڻَ = ڳڻڻ) ڳڻپ - ڳڻت - شمار - اندازو. سوچ - خيال - ويچار - فڪر - چنتا - تات. انتظار - اوسيڙو - اونو. انديشو - مانگو - آهڪو - وسواس. چونڊا ڪونڊا.
- ● ڳڻتيالُ ۽ ڳڻتيالَ (ت): ذ. صفت. ڳڻتي ڪائيندڙ - ڳڻتي خور.
- ڳڻتيءَ خورُ ۽ ڳڻتيءَ خورَ: ذ. صفت. ڳڻتيون پچائيندڙ - سودائي. جهجهڪيءَ ڪاڏو. ڳهڻ متيو. ڦرندڙ گهرندڙ - ٻهه رلڪي. ٻه چتو. پورالو.
- ڳڻتيءَ خورُ هئڻُ: پورالو يا چنچل هئڻ.
- ڳڻتيءَ ڳوڙهو متيڻُ مٺوڙهو هئڻُ: پئسي وارو، پر ٻي عقل هئڻ.
- ڳڻتين ۾ هجڻُ: فڪرن ۾ هجڻ.
- ● ڳڻپَ ۽ ڳڻپون: ث. (سن. ڳڻنتَ > ڳڻ = ڳڻڻ) ڳڻپ جو ڪم - ڳڻت - ڳاڻيٽو - تخمينو - اندازو - شمار. علم حساب - علم اعداد - انڪبد يا - انگ وديا. سوچ - ويچار - خيال - فڪر.
- ● ڳڻڪيُ ۽ ڳڻڪيون: ث. دري - ڪوڙڪي - جارو - روشن دان. (پرمانند ۽ شرت).
- ● ڳڻڻُ: مصدر. (پرا. ڳڻيا. سن. ڳڻنَ > ڳڻَ = ڳڻڻ) شمار ڪرڻ - حساب ڪرڻ - ڳاڻيٽو ڪرڻ - تعداد ڪرڻ - شمارڻ - ليکڻ - سارڻ. سوچڻ - خيال ڪرڻ - رٿڻ - پٿهڻ - ويچارڻ. سمجهڻ - خيال ۾ آڻڻ - چاڻڻ - پائڻ. (ڳڻيو - ڳڻيندو - ڳڻيل).
- ڳڻڻُ ڳڙ تڻُ: ڳڻ ڳوتڻ - خيال ڪرڻ.
- ڳڻنيُ ۽ ڳڻنيون: ث. ڳڻڻ جو ڪم - ڳڻپ - ڳاڻيٽو - شماري.
- ● ڳيٽڻُ: مصدر. (سن. ڳرَهڻُ). ڪٽڻ (سر سورٺ - ڳر). نيٽڻُ (سر مارئي - ڳر). (ڳيٽيو - ڳيٽيندو - ڳيٽيل).
- ● ڳڻوُ ۽ ڳڻوُ: ذ. صفت. (سن. ڳڻَ = ڳڻڻ). ڳڻ ڪندڙ. ويچاروان - ڳاڻو - خيالي - ويچاري. ساڳاهو - سچيت - خبردار. سياڻو - ڏاهو - هوشيار.

● ڳَنٿُو ٿ ڳَنٿا: ذ. پوش- پردو. پاهريون سلمعو- ڏيک. (پرمانند). پيڙيءَ جو هڪ عضوو- ڪام اندران لڳل پٽي. (نجف علي شاهه). دروازي ۾ واڏڪن جي وچ ۾ اريب ۾ لڳل پٽي (جيئن واڏڪ مضبوط رهن).

- ڳَنٿُو ڏيڻ (ت): موچين جي اصطلاح ۾ جُتيءَ جي هُستيءَ جي وچ ۾ اڇو چمڙو هڻڻ.

● ڳِنٿوتِيي ٿ ڳِنٿوتِيون: ث. ڳِنٿ- وتِيي- ڳِنٿيي- مرجان. (پرمانند). هار جي چوسٽي. (شرت).

● ڳِنٿُوتِيي ٿ ڳِنٿُوتِيُون: ث. ڳِنٿوتِيي- ڳِنٿِيي.

● ڳُڻِيي ٿ ڳُڻِيي: ذ. صفت. ڳڻ يا ڳڻ وارو- ڳڻائتو- ڳڻائتو- ڳڻي- ڳڻوان- ڳڻونتُ. سلڇڻو- نيڪ افعال- نيڪ- ڀلو- سيلوان. ذرم شيل- سدا چاري- ثوابي- پچي.

- ڳُڻپائِيي ٿ ڳُڻپائِيُون: ث. ڳڻا ڪاري. ڳڻ- خاصيت- خوبي- جوهر- ڳُڻپو.

- ڳُڻپو ٿ ڳُڻپا: ذ. آچائي- خاصيت- ڳڻ- خوبي. وصف- عادت- خصلت- سنو پرائي. (شرت).

● ڳُڻيتِيي ٿ ڳُڻيتِيُون: ث. ڳڻوتي. (پرمانند).

● ڳُوات: ث. (سن. ڳتِيَ= ڳائڻ). ڳائِيڻ.

● ڳُوار ٿ ڳُوار: ذ. صفت. ڳڻون چاريندڙ- ڳنوار- ڳوهري.

● ڳُوپ ٿ ڳُوپ (ل): ذ. صفت. جانور- حيوان- ڍور- وهٽ- چوپايو. بي زبان- ڳگدام- ۽ ڪچندڙ. گهٽ سمجهه وارو- موڳو- بي سمجهه- اڻاڙي- ٻُوڪ- پورڙو. ٻالو ٻولو- سادو سُوڌو.

- ڳوپُو ٿ ڳوپُو (ت): ذ. صفت. ڳوپ. (ل).

● ڳُوت ٿ ڳُوتُون: ث. ويچار. ڳُت. ڳيت- ڳيڻهه. (پرمانند).

- ڳُوتِنات (ل): ذ. خيال- ويچار.

"اسان ڳوتنات ڪري جواب ڏينداسون."

● ڳُوتَڻ (ث): مصدر. ڳوڻ- نهارڻ. (ڳوتيو- ڳوتيندو- ڳوتيل).

● ڳُوٺ ٿ ڳُوٺ (ڪ): ذ. ڳوٺ- واهڻ.

● ڳُوٺِرو ٿ ڳُوٺِرا: ذ. (سن. ڪوشَ=پردو). وڏي ڳوٺري- ڳوڻ. ٿيلهي- ٿيلهو. سامان وغيره رکڻ لاءِ ڪپڙي جو ٻجڪو. سٽڪ لاءِ ڪپڙا ۽ زيور وغيره- ساڪريو- منڌ- سوت. (ٿ). (ث. ڳوٺِري ٿ ڳوٺِريون).

● ڳُوٺَ ٿ ڳُوٺَون: ث. (سن. ڳونيڪا> ڳُنِيڪا= ڳوٺ) چوسر، چوپڙ يا نوٽڻ وغيره راند جي ساري- ڳوٽي. پٽسُون- ڀارو. ڌاڳن جو ڍيرو- ڍيري- ڳوٿو.

● ڳُوٺ ٿ ڳُوٺ: ذ. (سن. ڳنٿِڪا=ڳوڙهو). حقي ۾ وجهڻ لاءِ تيار ڪيل تماڪ جو ڳوڙهو. وَنڊس- ڪُل- تسل- گوتر. (پرمانند).

● ڳُوٺو ٿ ڳُوٺا: ذ. (سن. ذ. ڳُنِڪا=ڳوڙهي). سٽ جو ڍيرو- ڦورو. رڍل- اوٻٽو- اوبرو. پرت جو هڪ قسم.

● ڳُوٺِيي ٿ ڳُوٺِيُون (ل): ث. (سن. ڳنٿڪا=ڳوڙهي). تماڪ کي ڪٽي ٺاهيل ڳنڍو- ڳوٽ. سُٽ جي ڍيري. اوٻٽي- اوبري. (سن. گوترَ=آکهه). گوتري- گوتر. برادري وارو. (هندن جي تاريخ). نسلائتو.

● ڳُوٺِيي چاڙهڻ (ت): قُلفَ ۾ ڳوٺي وجهڻ- حقي جي ٿوهيءَ ۾ تماڪ وجهڻ.

- ڳُوٺِيي مَلَڻ (ت): تماڪ ۾ هاٿيءَ سان ملڻ.

● ڳُوٺ ٿ ڳُوٺ: ذ ذ. (پرا. ڳوٺِيي: سن. گوشٽَ > گوسٽا > گو= ڳانءِ + سٿان=جاءِ). ڳائين ٻڌڻ جو هنڌ. "آڳاٽن آريہ لوڪن جي ڳائين چرڻ ۽ رهڻ جو هنڌ". ٿورن ماڻهن جي آبادي- ڳام- نگر- نگر- واهڻ- ديهه- دهقان- وسي- ميان- وسندي- وسڻي- آبادي- ديهات- واڊي. گهڻا ماڻهو- مهڙ- ميڙو. جنم جو هنڌ. وطن- ديس. ڳائين يا ڏڳين ويهڻ جو هنڌ- ٿاڻ- ٻاڻ. (ن- ب).

- ڳُوٺاٺو ٿ ڳُوٺاٺا: ذ. صفت. ڳوٺ جو- ڳوٺ وارو. ڳوٺ جو رهاڪو- واهٽائي- دهقاني- واهٽي- ڳامڙيو.

– ڳوناٺيتو ۽ ڳوناٺيتا: ذ. صفت. ڳوٺ جو – ڳوناٺو. واهڻ جو – ٻهراڙيءَ جو. ڪنهن جي ساڳئي ڳوٺ وارو. ڳوٺ جي رواج موجب. (پرمانند).
– ڳوناٺيي ۽ ڳوناٺيي: ذ. ڳوٺ جو. هڪ ئي ڳوٺ جو رهاڪو – ساڳئي ڳوٺ جو. ساڳئي شهر جو – هم وطني.
– ڳوٺ جا ڪتا پٺئونڪائڻ (ڪ): بيڪار گذارڻ – اجايا ڌڪا ۽ ٺابا کائڻ – نڪمون گذارڻ.
– ڳوٺ جا ڪتا ڪُتڻ (ڪ): نڪمون ۽ بيڪار گذارڻ – اجايا ڌڪا ٺابا کائڻ.
– ڳوٺڙو ۽ ڳوٺڙا: ذ. ننڍڙو ڳوٺ – واهڻ – گامڙو.
● ڳوٺيي ۽ ڳوٺيي: ذ. صفت. ساڳئي ڳوٺ جو – ڳوناٺي.
– ڳوٺيچو ۽ ڳوٺيچا: ذ. صفت. ڳوٺ وارو – ڳوٺ جو. هڪ ئي ڳوٺ جو رهاڪو – وطني – ڳوناٺي – شهر جو.
– ڳوٺيٺو ۽ ڳوٺيٺا: ذ. صفت. ڳوناٺو.
● ڳوپڻ: مصدر. رسيءَ جا ٻئي ڇيڙا ٻاڻ ۾ وٺي ڳنڍڻ. ملائڻ – جوڙڻ. ڪڙو ڪڙي سان پچائڻ. ناهڻ – مرمت ڪرڻ. (ڪ). مضبوط ڪرڻ. مڙهڻ. ڳتڻ. (ڳوپيو – ڳوپيندو – ڳوپيل).
– ڳوپ ۽ ڳوپ، ڳوپون: ذ. ث. ڇنل نوڙيءَ جا ٻئي ڇيڙا وٺي ملائڻ جي ڳنڍ. ڳنڍ. ڳنڍ. آٽ – مڙهه. عقد. پرت جو هڪ قسم.
– ڳوپ ڪرڻ: ڇنل تند ٻيءَ تند سان ڳنڍڻ. (ت).
● ڳوچ ۽ ڳوچ: ذ. فضيلت – فوق – سبقت – ٻرڪاش – شرف – آتمتا – آترُ – وڏائي – آڇائي – آچاڻ – اوج – سرسي. (پرمانند). خوبي – خاصيت – ڀليائي – ڳڻ – جوهر. (پرمانند).
● ڳوڏ ۽ ڳوڏ (ت – ڪ): ذ. صفت. (سن. گودا) وڏو ڏاند. ڳرو مڙس. جنگي جوان. بهادر – سورهيه – پهلوان – ڪونڌر – ڏڳ.

"ڳوڏ وڏا ٻاري ڏاڍي تؤ تيڳين تي"

غريب – بي خبر – نماڻو – ڪمزور – ڳوپ – ساڌو – الله لوڪ.

● ڳوڏو ۽ ڳوڏا: ذ. صفت. سور وير – نائڪ – وير – سورهيه – پهلوان – جوان – جوڌو – بهادر – سورمو. حيوان – ڍڳو – ڏاند

"ڳاهيڻ ڳاه ڳوڏا سنگن جي سٽيءَ تي"

(مرحوم مير محمد ننڊ و محمد خان).
(ث. ڳوڏي ۽ ڳوڏيون).
● ڳورَ ۽ ڳوروُن: ث. (ف. گور = قبر) قبر – گور – ٻنيي – تربت – سماڌ.

"ميان گور لائق، ٻيي سيج لائق"

(گل ننڊ ۱۲). مقعد – ڳڻيي – ڳڏيا. (ت). (سن. ڪلش) ڳولا – ڦولا – پترُ ڪرَ – تلاش. ڍونڍ – کوج – نهار – لوچ – وؤڙ – دريافت (پوليس ۾). جهاڙو – جهڙتيي – تلاشي. (پرمانند).
– ڳورَ ڳنليي نہ هڻڻ: حيلو وسيلو نہ هڻڻ – ٻلو پيٽي نہ هڻڻ – ڪا بہ پرواهہ نہ هڻڻ.
● ڳوراتَ ۽ ڳوراتون (ل): ڪنڌ – ڪونهڻ (ڍڳي وغيره جو).
● ڳورات وارڻ: ڪنڌ ٻٽ تي ورائڻ.
● ڳوراچائيي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهہ، حيدرآباد سنڌ ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾).
● ڳورانيو ۽ ڳورانيا: ذ. پيار. ڳرهاتي.
– ڳورانيو ڏيڻ: ڳرهاتي ڏيڻ – پيار ڪرڻ. (ن – ب).
– ڳورانيو ڪرڻ: پيار ۽ محبت سان ياڪر ۾ آڻڻ. ڳڻ ڪرڻ – ننگ وڙ ڪرڻ. (ن – ب).
● ڳوراڻون: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڳوراها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڳوراهو: اسم خاص. تعلقي غمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڳوراهون: ذ. سرٽي جيو جو هڪ قسم – ڳوه – ڳوهيرو. (ڪارايل ۱۹۸).
● ڳوراهيي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڳورَ ٻتَ ۽ ڳورَ ٻتَ > ڳورَ ٻتون: ذ. ث. هڪ جهنگلي جانور (جو قبر مان مردو کوٽي کائيندو آهي) – ڳورٻٽ – مڙده خور.

● ڳوُرَڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳوُرِڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳوُرِنارُ ۽ ڳورِنارَ (ڪ): ذ. قبر مان مُڙدا کوٽي کيدي کائيندڙ جانور- مڙده خور- ڳورپٽ.

● ڳورِ نِهارِيُ ۽ ڳوُرِ نِهارِيُون: ث. (ف. مُوشڪ ڪوُر). قبرن مان جو مڙدا کوٽي کائي اهو جانور- مڙده خور- ڳورناري- ڳورپٽ جي مادي "ايرادي آندي ڳورنهاري ڳوٺ ۾".

● ڳوُرَڻُ: مصدر. (سن. گِليشَ). ڳولڻ- ڳوليدڻ- واڻڻ- وڙڻ- ڦولهڻ- سوجهڻ- کوجڻ- ڏورڻ- تلاش ڪرڻ- جاچڻ- سوجهڻ- ڦولڻ. بنا ڇبڻ جي کائي وڃڻ- ڳهي ڇڏڻ- ڳڙڪائڻ. (ڳوُرِيوُ- ڳوُرِيندوُ- ڳوُرِيَلُ).

- ڳوُرِيُ وَڃَڻُ (ڪ): نِڙيءَ تان هيٺ لهي وڃڻ.

● ڳوُروُ ۽ ڳوُرا: ذ. صفت. (پرا. گوُرِئوُ. سن. گوَرَ+ڪَهه= ڳورو). گوري رنگ وارو- اڇيءَ چمڙيءَ وارو- سهڻي چمڙيءَ وارو. ڪڪ رنگو- سرخ سفيد رنگ وارو. سفيد- ڀورو- گورو- چٽو- آڇرو- اڇو. خوبصورت- حسين- جميل- سندر. (ث. ڳوُرِيُ ۽ ڳورِيُونُ). (اسم خاص). لس ٻيلي جو ايرنديون هڪ علائقو.

● ڳُرُوُ ۽ ڳُرا: ذ. صفت. (سن. گُرُ= ڳرو). گهڻي بار وارو- باري- ڀاري- ڳرو- گران- ثقيل- وزندار- وزني- وزنائتو. سخت (مينهن). ڳرو (کاڌو)- دير هضم. قوي. سانتيڪو- ڏِيرُ- گنڀير- ديرينو- سنجيده. وڏي ڏير لاءِ هڪ لقب. (پرمانند). مڙس جو ننڍو ڀاءُ. (ڳاجرا).

- ڳُرُاڻِ ۽ ڳُراڻِيُونُ: ث. ڳوراڻي- وزن- ڳراڻ- بوج- بار- بوجو- نهراڻ.

● ڳُرائِيُ ۽ ڳُرائِيُونُ: ث. ڳوراڻ- ڳرائي- ڀاري- وزنداري- نهراڻ.

- ڳُروُ ڳالهائِڻُ: ڍرو يا آهستي ڳالهائڻ. (ن-ب).

● ڳوُرَهارِيُ ۽ ڳوُرَهارِيُونُ: ث. صفت. (سن. گَرڀِڻي= ڳپ). گرڀڻي- گرڀونتي- ڳِيڻ- ڊوٻيتي- حامله- پيٽ سان- ڏُکِيُ- پيٽ سان (عورت)- ڳَرَ ڪَرِيُ- ڏُکل- ٻن جِيئَنُ سان. (ث). ٻڪريءَ جو هڪ قسم. (ت).

● ڳوُرِ هيِلوُ: اسم خاص. تعلقي اباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳوُرِيُ ۽ ڳوُرِيُونُ: ث. صفت. (پرا. گوريا. سن. گوَرَ+ايڪا> گوري= ڳوري). سهڻي زال- حسين زال- سونهن واري زال- خوبصورت عورت. چمڪندڙ ديوي- ديوي پاروتي. نينگري- جوان ڇوڪري. عورت ناريُ- مُنڌَ. هڪ راڳڻي جو نالو. نڪڙي. (ن-ب).

"تان ڪي ڳوري ڇُلَ، لاڙائو سج ٿيو"

(شاهه ڪريم).

● ڳُوُرِيُ ۽ ڳُوُرِيُونُ: ث. آپدا- آفت- مصيبت- غضب. (پرمانند ۽ غريب ۳۴).

● ڳُوڙُهُ ۽ ڳُوڙَهُ (ت): ذ. هڪ جاءِ تي ٿيل ميڙ. (صفت). گهاٽو- گڻيل.

- ڳُوڙَهُ ڀِياڪُ: ذ. صفت. گهاٽي ڀنگ پيئندڙ.

- ڳوڙَهُ ڀِياڪُ هَٽَڻُ: ڀنگ پِيڻ جو ڪڙڪ موالي هٽڻ.

- ڳوڙَهُ ڪَرَڻُ: سوڙها ٿيڻ- جُهرُ ڪرڻ. ميڙُ ڪري اچڻ. (ميچيءَ جو) اوهيڙو ڪري اچڻ. (پرمانند).

● ڳوڙِهوُ ۽ ڳوڙِها: ذ. (سن. گولتڪَ > ڪُتڪا= ڳوڙهو) ڪنهن شيءِ جو گول ڳنڍو- پنوڙو- چاڻو- ٽيرو- روڙو. مٽيءَ جو گول چڊو- گلليلو (جو ڪمانيائيءَ ۾ وجهجي). ڪنهن ڏڪ وغيره لڳڻ سبب (بدن ۾) ٿيل ماس جي ڳوڙهي- ڊَبَڙُ. رت ڳڙ. روئڻ وقت اکين مان پاڻيءَ جو وهندڙ قطرو- ڦُڙو- لُڙڪُ- هنجُ. ڪجيءَ جي هڪ ذات (جنهن جو ڏونڪو ڳوڙهي وانگر ٿئي).

- ڳوڙِها پِيُ وَڃَڻُ. روئڻ مهل اک مان ڳوڙهو به نڪرڻ نه ڏيڻ- ڇِپِ ڪري روئڻ. روئڻ کي روڪڻ. غم کائڻ- صدمو سهڻ.

- ڳوڙِها ڪَرَڻُ: ڳنڍيون ڪرڻ (سُٽَ ۾). مُنجهائڻ- پريشان ڪرڻ. فڪر ۾ وجهڻ. ڪوڙين

جي اصطلاح ۾ پاڻمي تيار ڪرڻ بعد هرهڪ رنگ جي تاني جدا ڪري، ڪاني مٿان ويڙهڻ. (ت).

- ٻوڙها ڳاڙڻُ: اکين مان آب وهائڻ - هنجون هارڻ - ماٺ ۾ روئڻ - روئڻ.

- ٻوڙها يا ڳنڍيُون ٻوڙها ٿيڻُ: مُنجهي پوڻُ.

- ٻوڙهن ڳاتَ پرڻُ: ڳات يا گردن کي ٻوڙهن سان پرڻ. لاڳيتا لڙڪ وهڻ. (سرحسيني - ڪر).

- ٻوڙهو پوڻُ: آپدا جو اچڻ - مصيبت پوڻ. (ن - ب).

- ٻوڙهي ٤ ٻوڙهيون: ث. ٻوڙهي جي مونث - ڪولي.

- ٻوڙ هيُون ٻوڙ هيُون ٿيڻُ (ت): ماڻهن جون جدا جدا ٽوليون ٿي، پنهنجي منهن وڃڻ.

- ٻوڙهيُ هڻڻُ (ت): ڳجهارت پڇڻ - پرولي پڇڻ. ڳجهارت سلڻ.

- ٻوڙ هيُون هڻڻُ (ت): خيال پچائڻ - رٿون ڪرڻ. گمان ٿيڻ.

● ٻوڙهو ٤ ٻوڙها: ذ. صفت. (سن. گنپير > گوڙه > گُوڏ = گهاٽو. را. گهرو) گهاٽو - ٽيڪو - ڇُهڇُ - گُهرو (رنگ). ڳٽيل - مُوڙهل - ڳنڍيل - ڳوهيل. لڪلڳدار. ويجهو - لاڳو. ڳهٽو. ڳجگاهه - جوهيل. ڳجهو - لڪل - ناپٽد (سرپراڳ - ڪر). پريل (بدن ۾) - ٿلهو - جوپ. نهرو. سمجهه ۾ ڏکيو - مشڪل. (ذ). ٽري، ڊاڪي ۽ هندي ٻوليءَ ۾ پرده ۾ ڳالهائڻ جو نمونو - راز وارو سوال جواب - ٻوڙهي ۾ ڳالهائڻ. (ت). لِڪَ ڪري ڳالهائڻ - رمز سان ڳالهائڻ. (ث. ٻوڙهي ٤ ٻوڙهيُون).

- ٻوڙ هاپڻُ ٤ ٻوڙ هاپڻيُون: ث. گهاٽاڻ - گهراڻُ. ٿلهاڻ - ٿلهائي - ٻوڙهائي - گهرائي. (پلٽس).

- ٻوڙهاڻ ٤ ٻوڙهاڻيون: ث. ٻوڙهائي - گهاٽائي - گهرائي. (پرمانند).

- ٻوڙهائي ٤ ٻوڙهائيُون: ث. ٻوڙهاڻ - گهرائي - گهاٽائي. (شرت).

- ڳوڙ هيرڙو ٤ ڳوڙ هيرڙا: ذ. صفت. ٿورو ٻوڙهو - ٻوڙهيرو - ڪجهه گهاٽو - البت گهرو.

- ڳوڙ هيرو ٤ ڳوڙ هيرا: ذ. صفت. گهاٽو - تکو - مٿُو - گهراؤ. (شرت).

● ٻوڙ هٽُ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳوڪو ٤ ڳوڪا: ذ. ذ. صفت. ڇوٽي ڳچي ۽ لاڻيري بدن وارو (ماڻهو).

● ڳوڪون: ث. آڱوٺي ۽ ڏسٽي جي درميان ماپ جو انداز - گراٺ - گٺاٺ - ٻاڪون - ٻالو - ٻاچو. (پرمانند).

● ڳوڳيڙ (ت): ث. دنيا - ملڪيت - زر - ناڻو - مالي - ڪيڪَ. (ل).

● ڳولڻُ: مصدر. (سن. گنليش = ڳولڻ) ڳولا ڪرڻ - تلاشڻ - ڏوليڻ - ڦولهڻ - ووڙڻ. ڏسڻ - جاچڻ - نهارڻ - هٿ ڪرڻ. (ڳوليو - ڳوليندو - ڳوليتلُ).

- ڳولَ ٤ ڳولُون: ڳولتهه - ڳولا - جاچ - ڦولها - تلاش - ڳولپ - ڏونڊ.

- ڳولا ٤ ڳولائُون: ث. ڳول - ڳولها - ڳولپ - ڏونڊ - تلاش - جاچ - ووڙ - ڦولا - دريافت - پترڪر - سُڌ سماءُ - پڇا ڳاڇا - جُستجو.

- ڳولا ڦولا: ث. جاچ جوچ - پڇا ڳاڇا.

- ڳولائڻُ: مصدر. ڳولا ڪرائڻ - تلاشائڻ - ڦولائڻ - نهارائڻ - ڏونڊائڻ. پڇا ڳاڇا ڪرائڻ - دريافت ڪرائڻ. (ڳولائيو - ڳولائيندو - ڳولائيل).

- ڳولائُو ٤ ڳولائُو: ذ. صفت. ڳولا ڪندڙ - ڳوليندڙ - ڳولو - ڏونڊيندڙ. ڪنهن شيءِ جي تلاش ۾ نڪتل - جاچو. (پرمانند). ضرورتمند - گهورو - گهرجائو.

- ڳولپَ ٤ ڳولپُون: ث. جاچ - ووڙ - تلاش - ڏونڊ - ڦولا. سُڌ سماءُ - پڇا ڳاڇا.

- ڳولِ ڦولِ (ڪ): ڳولا ڦولا.

- ڳولڻُ ڳنڍڻُ: ڳولڻ - ڳولا ڪرڻ - تلاش ڪرڻ. (پرمانند).

- ڳوُلوُ ع ڳوُلا: ذ. ڳولا - تلاش - جُستجو - وُڙ - ڏونڍ.
- ڳوُلُوُ ع ڳولُوُ: ذ. صفت. ڳولائو - ڳوليندڙ - ڳولها ڪندڙ - تلاش ڪندڙ - ڏونڍيندڙ - ووڙيندڙ. تلاش ۾ (ڪنهن شئي جي نڪتل) - جاچو.
- ڳولهڻ ع ڳوُلهڻُون: ث. جاچ - تلاش - ڏونڍ - ڳول - ڦول. سِنڌ سماءُ - پڇا ڳاڇا. (شرح).
- ڳوُلها ع ڳوُلهائُون: ث. ڳولا.
- ڳوُلهي ڪَيڻ: ڦولڻ - هٿ ڪرڻ. ڪا (شئي) هٿ ڪرڻ - لهڻ.

● ڳُومُ ع ڳُومَ (ت): ذ. ماڻهن جو ٽولو - جماعت.

● ڳون: اسم جنس. هڪ پسارڪو وکر.

● ڳُونا: اسم جنس. چاني جي شڪل جهڙي ٻوڙي (توري) جون ڪانيون - چانيي جا ڳونا:
"عاشق ان ڪٺي وِيا، تون ڳونا پِيو ڳاهين"
(پاهڙ د ل).

● ڳَوُنٽُ ع ڳَوُنٽَ: ذ. (سن. گؤ = ڳانءِ + موتر = مت) ڳانءِ جو مُت - ڏڳيءَ جو مُت. (پرمانند). ڳابو. (ت).

● ڳوُنڊڻُ (ت): مصدر. ڳوهڻ - ڳونڊڻ. (ل - وفا). (ڳوُنڊيو - ڳوُنڊيندو - ڳوُنڊيل).

● ڳُونڊُ ع ڳُونڊَ (ت): ذ. ڪنهن ٻج وڻ جو ٽڙ.

● ڳُونتَرُ (ل): ذ. چانيي يا توريي ڳاهڻ بعد بچيل تيليون - ڪاڏر. (ل).

● ڳُونهيِ: ث. ڳانءِ - ڏڳي.

● ڳُوُنيرَو: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۽ تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳوُنيرو: اسم خاص. تعلقي ڏڪڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳوڻِ ع ڳُوڻِيُون: ث. (سن. گُوڻِي). ڳوڻ جو ننڍيل ڳوٿرو - ٻوري - ٻوجهو. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ ڪؤنر جو هڪ قسم. ٻوٽيءَ يا گاهه جو هڪ قسم. (ڪ).
- ڳُوڻِي ع ڳُوڻِيُون: ث. ڳوڻ مان ننڍيل ڳوٿرو يا ٻوجهو. (ل - قليچ).

● ڳوُهَ ع ڳوُهُون: ث. (سن. گوڌا). جانور جو هڪ قسم - (واڳوءَ جي بناوت جهڙو، چئن پيرن مان هڪ پيٽ پر سرڻو جيو).
- ڳوُهَ مانُ واڳُونُ ٿيڻ (ت): حيثيت کان مٿي رعب تاب ڏيکارڻ - اَڪڙ يا وڏائي ۾ وڌي وڃڻ - خسيس مان وڏي زور وٺڻ

● ڳوُهُ ع ڳوُهَ: ذ. ڳاهٽ - ميڙ - انبوه - هجوم. (ميلو شهباز ص ١٢).

● ڳوُهاڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).

● ڳوهٽُ ع ڳوهٽَ: ذ. ڳانءِ لاءِ ڪَتڙ ۾ مٺيل ڪُتر - ڳوئٽ.

● ڳوُهڻُ: مصدر. (سن. ڪُرنتنم > گُند = ڳوهڻ). آٽي وغيره ۾ پاڻي وجهي ملائڻ - مَلڻُ - مَهڻُ. ڳُڏڻ. خراب ڪرڻ. (ت). (ڳوهيو - ڳوهيندو - ڳوُهيل).

● ڳوُهُوُ ع ڳُوهُوُ (ت): ذ. صفت. سيڪجهه ڳهندڙ - هضم ڪندڙ - کائُو. گهڻو کائيندڙ - پيٽيڙُ.

● ڳوُهوُ (ل): ذ. آن جي ويڙهيءَ جو ٽڪر.

● ڳوُهيرُوُ ع ڳوُهيرا: ذ. جانور جو هڪ قسم (سانڊي جي جنس جو، زهريلو ڳاڙهي پوري رنگ تي).

● ڳوهيندو ع ڳوُهيندا (ڪ): ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● ڳوئيٽُ ع ڳوئيٽَ: ذ. (سن. گو = ڳانءِ). مال کي ڪُتر ۽ ڏارو وغيره گڏي ڏنل چارو. (پرمانند).

● ڳوُئِڙَ (ت): ث. جيت جو هڪ قسم.

● ڳوُئِنُ ع ڳوئِنَ: ذ. جانور جو هڪ قسم - سامبر - سانٻوَرُ. (پرمانند).

● ڳههَ ع ڳههُون: ث. (سن. گههُ = اونهو وڃڻ. گهنَ = ڏکيو - سمجهه کان ٻاهر). ڪنهن ڏکئي ڪم ۾ گهڻي وقت تائين ويهڻ جي حالت - هٿ - ڪَههَ - هٿي. پتوڙ - پورهيو - هلاڪي - جاکوڙو. درد سَترِيُ - ڪشالو - ڏقت - محنت. تڪليف -

آزار - زحمت - تصديع - اهنج - ڏنجُ - جنجال. (پرمانند).

- ڳَتهُموُڙَ ۽ ڳهموُڙُونُ: ث. بُت جي ڀاڄ. سُستيُ - آرس. ٿَڪُ.

● ڳَتهُ ۽ ڳَتهَ: ذ. (سن. گَتهَن = زيور، ڳَتهُ). زيور - ڳهڻو. جنسار - زيب. گروي - رهن. عوضو - بدلو.

- ڳَتهُ رَکَڻُ: گروي رکڻ. ڪو زيور وغيره پيسا (قرض طور وٺڻ) جي عوض رکڻ.

- ڳَتهُ ڳِتو ۽ ڳَتهُ ڳِتا: زر زيور - ڳهڻو مڻيو. مڻيو موتي.

- ڳَتهُ وارو ۽ ڳَتهُ وارا: ذ. صفت. (زيور وغيره). گروي رکڻ وارو.

- ڳَتهَيَلُ رَهَڻُ: گروي رهڻ. ٿورائتو رهڻ - شڪرگذار رهڻ - احسانمند رهڻ.

● ڳَتهائِڻُ: مصدر. سخت پورهيو ڪرائڻ - گهڻو ڪم ڪرائڻ - محنت ڪرائڻ - هڄائڻ - ٿڪائڻ. تڪليف ڪرائڻ. (ڳَتهائِيوُ - ڳَتهائِيندو - ڳَتهائِيَلُ).

● ڳُتهُتُ ۽ ڳُتهُتَ: ذ. ڪاٽيل گاهه (مال لاءِ). مال جي کاڌي لاءِ ڪُتر وغيره ملائي ٺاهيل چارو - ڳوڻت. (پرمانند).

● ڳَتهَتُ ۽ ڳَتهَتَ: ذ. ماڻهن جي گهڻائي - ميڙ - ڪَٽڪُ - انبوه - ڊَنبُ - اجتماع - ڳاهٽ. ماڻهن جي گهڻائي سبب ٿيل سوڙه - پيهَت - پيهَه. گوڙ - گهمسان.

● ڳَتهُچَ ۽ ڳَتهُچون: ث. محبت. پيار - قرب. گَنڍُ.

● ڳَتهَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳَتهَرَ ۽ ڳَتهَرُون: ث. (پرا. ڳَتهَڻ. سن. گَرَهَڻُ). ننڊ جو خمار - پنڪي - اوجهرائي. نشي جو خمار - سستي - ڪر موڙ - آرس - آلس. بيهوشي. موڳائي.

- ڳَتهَرُ ۽ ڳَتهَرَ: ذ. صفت. ننڊ جو خماريل - ننڊاڪڙو. سست - ڪانٽ - آرسي - ڪاهل - ڍاڪڻ ڍلو - شومتي - ڪم چور.

- ڳَتهَرُجَڻُ: مصدر. ننڊائجڻ - پنڪي ڪاٽڻ - جهوٽا کائڻ. خمارجڻ. (ڳَتهَرُيو - ڳَتهَرِبو - ڳَتهَرُيَلُ).

● ڳَتهِرُو ۽ ڳَتهِرُيا: ذ. صفت. ڳهر وارو. پنڪيون کائيندڙ - ننڊ هارڪو - جهوٽا کائيندڙ. سست - ڪانٽ - ڪاهل.

- ڳَتهِرِيو ۽ ڳَتهِرِيا: صفت. ننڊهارڪو. سست - ڏوتي - ڪاهل.

● ڳَتهُرو ۽ ڳَتهُرا: ذ. مڙس جو ڀيءُ. سهُرو. (آزاد).

● ڳَتهِڙُ ۽ ڳَتهِڙَ: ذ. صفت. سڪر ماڻهو - وڏو ماڻهو. (ل - وفا). ڳالهه گهڙيندڙ يا ٺاهيندڙ - ڳالهر. آڪاڻي ٻڌائيندڙ - ڳالهه ڪٿيندڙ - بيان شروع ڪندڙ - گهڙيو. اشارو ڪندڙ. (پرمانند).

- ڳَتهِڙِيو ۽ ڳَتهِڙِيا: ذ. صفت. ڳَتهَڙُ.

● ڳَتهَڳَڻُ: ذ. ڀسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● ڳَتهَ ڳهَ: صفت. اجايو - بيهودو. (ث) بڪ بڪ. (گاجرا).

● ڳَتهِلائِڻُ: مصدر. ڪاهل ٿيڻ - سست ٿيڻ - ڍرو ٿيڻ - غافل ٿيڻ - بي پرواهي ڪرڻ - الغرضائي ڪرڻ. بي خيالو ٿيڻ - ڳهيلائڻ. (ڳَتهِلايو - ڳَتهِلائيندو - ڳَتهِلايَلُ).

● ڳَتهِلوُ ۽ ڳَتهِلا: ذ. صفت. سست - ڏوتي - ڪاهل - ڍرو - آلسي - آرسي - بي خيالو - لاغرض. بيوقوف - بيعقل - ڪم فهم - نادان - ڄَٽُ. پورڙو - مت مُوڙه.

- ڳَتهِلاڻو ۽ ڳَتهِلاڻا: ذ. سستي جو - ڪاهليءَ جو. بي پرواهي جو. بي خياليءَ جو - الغرضائي جو.

● ڳَتهِلائِپ: ث. ڳهلائي.

- ڳَتهِلائِي ۽ ڳَتهِلائِيُون: ث. غفلت - غافلي. ڪاهلي - سستي - موڳائي. بي پرواهي - بي خيالي. هنيلائي.

● ڳَتهَنُ ۽ ڳَتهَنَ (ل)؛ ذ. خيال - ڌيان

"جيڪڏهن تون ڳَتهَنُ ڪري لڪين
پڙهين ها تہ توکي ڀڻ داد ملي ها"
(جملو).

● ڳتهڻ: مصدر. آنَ جي سنگن جو ڳاهه ۾ پُري وڃڻ. آهستي آهستي ڪم ڪار ڪرڻ- هلڻ- ڍِل ڪرڻ. (شاهه).

● ڳتهڻ: مصدر. سخت پورهيو ڪرڻ- گهٽي محنت ڪرڻ- ڪشالو ڪيڻ- ڏاڪڙو ڪيڻ- تڪليف وٺڻ- لوڙڻ- هڃڻ- ڪتهڻ- وَهڻ. سعيو ڪرڻ. آهستي آهستي ڪم حاج ڪرڻ. ڍِل ڪرڻ. آهستي هلڻ.

" هؤريون هاڙيون لنگهيون، ڳؤريون پيون ڳهن "
(شاهه).

سنگن جو ڳاهه ۾ پُري وڃڻ. احسانمند ٿيڻ. تابعدار ٿيڻ. مطيع ٿيڻ. (ڳتهيو- ڳتهند و- ڳهيل).

- ڳتهڻ پتهڻ: خيال ڪرڻ- تورڻ تڪڻ- رتڻ ڪتڻ.

● ڳتهڻي ۽ ڳتهڻيون: ث. د رد سري- سخت محنت- گهٽو پورهيو. (پرمانند).

- ڳتهيل ۽ ڳتهيل: صفت. ٿڪل- هڃيل- ساڻو- ماندو- چُور- هلاڪ- ورتل.

● ڳهڻ ۽ ڳهڻون: ث. (سن. گرڀ = ڳپ) ماديءَ جي مخصوص عضوي ۾ ڳپ جي رهڻ جي جاءِ- ٻچي داني- رحم.

● ڳهڻ: مصدر. (سن. گرَ) ڳيت ڏيڻ- ڳهڻ- ڳڙڪائڻ- ڳرڪائڻ- هڙپ ڪرڻ. (سن. گرهڻ) پڪڙڻ- قابو ڪرڻ. (سر سامونڊي- ڪُر). (ڳيتو- ڳهند و- ڳيتل).

● ڳتهڻو ۽ ڳتهڻا: (پرا. گتهڻيا. سن. گتهنا = گهڻو) زيور- ڳتهه. مڻيو- هيرو- جواهر- جوهر. ڪارڪ جهڙو تعويذ (جو ڳچيءَ ۾ ٻڌبو آهي). (وفا).

- ڳتهڻو ڳتو ۽ ڳتهڻا ڳتا: ذ. زر زيور- ڳهه ڳٺا- سوني ساهه.

● ڳتهڻو ڪومو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳتهڻو لنڊ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳتهڻو واهه: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳهڻي ۽ ڳهڻيون: بي چيني- بي آرامي.

● ڳتهو ۽ ڳتها: ذ. ڪاتي ڪٽڻ لاءِ هڪ ماڻهوءَ جو ڪاتيءَ جي ڪوٽڻ جو مقرر انداز. (ل). تڪليف- ڏک- جفا. (ت). حصو- ورهاست- ڀاڱو. (ت). ڳهه- زيور- ڳهڻو. (ل).

- ڳتهو چاڙهڻ (ت): مدد ڏيڻ- امداد ڪرڻ. ڪم پورو ڪرڻ.

- ڳتهو ڪيڻ (ت): ڪم جو مقرر حصو ڪرڻ.

ڳهي ۽ ڳهي (ل): ذ. صفت. وڏيرو- سڪر. (ل- مهيري).

● ڳهير ۽ ڳهير (ڪ): ذ. ننڊ جو گهيرٽ- خمار. اوجاڳو.

● ڳتهير ۽ ڳتهير: ذ. (پرا. گتهير: سن. گنڀير). پريل- ٽمٽار- تار- ڀرپور. ڳرو- ڀاري. بردبار- گنڀير. وڏو- اعليٰ- بلند- مٿاهون- اوچو. فلڪ وارو. گهٽيون ڳالهيون چائندڙ. گهٽا ڳڻ ڪندڙ

" ڳڻن جا ڳهير، مارو ملڪ ملير جا " (شاهه).

● ڳهير: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳتهيل: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳهيلا: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● ڳتهيلڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڳتهيلائڻ: مصدر. گهيلو ٿيڻ- پورڙو ٿيڻ- بي عقل ٿيڻ. ڪاهل ٿيڻ- ڍرو ٿيڻ- سست ٿيڻ. بي پرواهه ٿيڻ- بي خيال ٿيڻ. (ڳتهيلايو- ڳهيلائيندو- ڳهيلايل).

● ڳتهيلو ۽ ڳتهيلا: ذ. صفت. (سن. گترُ يتهه + جڃانن = رکو گهر تائين سڃاڻپ رکڻ وارو). بي وقوف- بي عقل- پورڙو- مت مُوڙه. سست- ڪاهل- ٽوتي- آلسي. ڍرو. غافل- بي خيال- بي پرواهه.

● ڳتهيلاڻو ۽ ڳتهيلاڻا: ذ. ڳهيلن جو- ڳهيليءَ يا بي خياليءَ جو.

- ڳهيلائي ۽ ڳتهيلائيون: ث. بي وقوفي- پورڙائي- ڳهلائي- ڪاهلي- سستي- ڍرائي- غفلت- بي پرواهي- الغرضائي.

● ڳنٺـ (ت): ٿ. آٺ يا گهوڙي تي بنا سنجن جي چڙهڻ ڪري ويهڪ جي جاءِ تي ٿيل گاٺ - چيٿو.

● ڳنٺاڙُ ۽ ڳنٺاڙَ (ت): ذ. ڪٽنب - قبيلو - خاندان

● ڳنٺڙُ ۽ ڳنٺڙَ (ت): ذ. ڦاهو. نقصان.

- ڳنٺڙُ ڳچيءَ ۾ پَوڻُ: ڦاهو پوڻ. نقصان پوڻ.

● ڳنئن ۽ ڳنئون: ٿ. (سن. گو=ڳانءِ) ڳانءِ - ڳئون - ڏڳي.

● ڳنئون ۽ ڳنئون: ٿ. (پرا. گوُئيِ > گوئا > گائيِ. سن. گيِ > گوُ = ڳانءِ) چوپائي جانور جو هڪ قسم - ڳانءِ - ڏڳي - ڳاءِ. مسڪين - غريب. حليم - مظلوم - ويچاري. ساده دل - ڀالي ڀولي.

- ڳنئونٽ ۽ ڳنئونٽَ: ذ. ڳانءِ جو مٽُ (هندو ماڻهو پاڪ ڪري سمجهندا آهن ۽ مذهبي رسمن ۾ ڪم آڻين).

● ڳنئون ٻُٽِي: اسم خاص. لس ٻيلي طرف هڪ جبل جي ٽوڙ جو نالو. (مهراڻ).

● ڳُئِي ۽ ڳُئِيون: ٿ. تڙ ڀيڙ - جلدائي - تڙتڪڙ. (ل). ڪسي - واهي. (ل). گهرج - ضرورت. (ل - وفا). سينهن جي گوڙ - گجگوڙ. (ڪ).

● ڳُئِي ۽ ڳُئِيون: ٿ. (سن. گُدَ = ڳُئِي) پاخاني اخراج ڪرڻ جي جاءِ - چُٽ - ڍُبر - ڦوڪي - گديا - ڳانڊ - مقعد - هنگڻ جي جاءِ.

- ڳُئِي اَجِتُ ۾ رَکڻُ: وڏائي ڪرڻ - آڪڙ ڪرڻ.

- ڳُئِي اُگهاڙو ۽ ڳُئِي اُگهاڙا (ت): ذ. صفت. بي حياءُ - بي لڄو - بي شرم - اٺاسو.

- ڳُئِي پيٽُ ڪَرَڻُ (ت): ڪنجوسائي ڪرڻ - ڀڪائي ڪرڻ.

- ڳُئِيءَ تي مُهرَ هڻڻُ: احسان ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ.

- ڳُئِيءَ جو ڳِڙُ هُجڻُ (ت): گهڻو عذاب ڏيندڙ هجڻ - سخت ايذائيندڙ هجڻ.

- ڳُئِي چِڪِي تي رَکڻُ: سيٽَ ڪرڻ - مغروري ڏيکارڻ. پاڻ کي وڏو ماڻهو سمجهي آڪڙ ڪرڻ.

- ڳُئِي ڏيکارَڻُ: دل جو راز ظاهر ڪرڻ. ڳجهه سلڻ. بي پرواهي ڏيکارڻ.

- ڳُئِي ڏِيڻُ: بي پرواهي ڏيکارڻ. انڪار ڪرڻ.

- ڳُئِي ڏِيئِي هَلِيو وَڃڻُ: پورو جواب نه ڏيڻ. پورو منهن نه ڏيڻ.

- ڳُئِيڙُ ۽ ڳُئِيڙَ: ذ. صفت. ڳئي مارائيندڙ - چِٽو - ڳانڊو.

- ڳُئِيءَ سانُ ڳالهائِڻُ: آڪڙ سان ڳالهائڻ - لاغرضائيءَ سان پيش اچڻ. رکو ۽ ادينگو جواب ڏيڻ.

- ڳُئِي سوڙهو ۽ ڳُئِي سوڙها (ت): ذ. صفت. بخيل - ڪنجوس - پڪو - مکيچوس - شوم.

- ڳُئِي ڪِٽڻُ: اٽڻ.

- ڳُئِي ڪوڙَڻُ: وِيهڻُ. آرام ڪرڻ - ٽڪ پيڄڻ - وسرام ڪرڻ.

- ڳُئِي ڳيسُ: ٿ. توبهه - بان - بس.

- ڳُئِي ڳيس ڪَرَڻُ: بس ڪرڻ - توبهه ڪرڻ - بان ڪرڻ.

- ڳُئِيءَ ڳاڙهو ۽ ڳُئِيءَ ڳاڙها: ذ. صفت. ڳاڙهيءَ ڳئيءَ وارو - ڳاڙهه ڳيو. (ذ). باندر - پولڙو.

- ڳُئِي ڳنا ڪائِڻُ: اجايو حرص ڪرڻ. هوند وارو ٿيڻ - پيٽ پرچڻ - ڍَو ٿيڻ. (موسوي).

- ڳُئِيءَ گهورو ۽ ڳُئِي گهورا: ذ. صفت. وڏائي خور - هٺيلو - متڪبر - مغرور.

- ڳُئِيءَ گهورو هُجڻُ: مغرور هجڻ. وڏو ماڻهو هجڻ.

- ڳُئِي گهر ڙانِيُون ڪَرَڻُ (ت): جانا پرڻ - منٿون ڪرڻ - ايلاز ڪرڻ.

- ڳُئِي مارائِڻُ: بدفعلي ڪرائڻ - ياهڻ - لواطت ڪرائڻ.

- ڳُئِيءَ سانُ هَٿُ ڀوڙَڻُ: خراب گفتگو ڪرڻ. گاريون ڏيڻ - گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

- ڳُئِيءَ واتَ تي هَٿُ رَکڻُ: ڪنهن جي پچار نه ڪرڻ. غريب تي گذارڻ.

- ڳنئيسون ڳالهائڻ: تمام بد لفظ چوڻ - ڪهٽ وڏ ڳالهائڻ.

● ڳياڙي (ت): ث. ڪڻڪ جو هيٺيون حصو (جنهن ۾ کهڙو پيل ٿئي ٿو) - مٿو - ڦٽو. (بلبل).

● ڳيٽ ۽ ڳيٽئون: ث. (سن. گَرَ) ڳهڻ جي حالت - ڳيٽ - ٽيڪ - هٿهو - ڳيه.

- ڳيٽ ڏيڻ: نڙيءَ کي زور ڏيئي کاڌو پيٽ ۾ وجهڻ - ڳيٽ ڏيڻ - ٽيڪ ڏيڻ.

- ڳيٽ ڏيئي قرض لاهڻ: قسطون ڪري قرض لاهڻ. تڪليفن سان قرض لاهڻ.

- ڳيٽئون ڪائڻ: تڪليفون ڏسڻ.

● ڳيٽ ۽ ڳيٽ: ذ. (سن. گيت > گي = ڳائڻ) راڳ - ڳيچ - گانو - ڳاچ - ڳيو. ڳائڻ جو هڪ قسم. تڪرار ۽ باوزن فقرا (جي سُرن ۾ ڳائجن). خيال. ڌرپت. پند وغيره. (آصفيه).

- ڳيٽ ڳائڻ: راڳ آلاپڻ - سرود خواني ڪرڻ - نغمه سرائي ڪرڻ. ڀڄن ڪرڻ. رام ڪهاڻي چوڻ - ڏکهو بيان ڪرڻ. ڳڻ ڳائڻ - تعريف ڪرڻ - ساراهه ڪرڻ. (آصفيه).

● ڳيٽڻ (ڪ): مصدر. ڪا شيءِ نڙيءَ مان هيٺ لاهڻ - ڳڙڪائڻ - ڳورڻ - ٽيڪ ڏيڻ. (ڳيٽيو - ڳيٽيندو - ڳيٽيل).

● ڳيٽو ۽ ڳيٽا: فعل. ڳيهڻ مصدر جو اسم مفعول - ڳيهي چڙيو - ڳڙڪايو - هڙپ ڪيو - ڳوريو.

● ڳيٽ ۽ ڳيٽئون: ث. (سن. گُنٿڪا = ڳوڙهي) سُٽ جي ويڙهي - ڍيري - ريل.

● ڳيٽي ۽ ڳيٽيئون: ث. چوهڙ يا چوپڻ راند ۾ ڪم ايندڙ ساري - ڳوٽ. چقمق پٿر جو ناهيل ٽڪر. (پرمانند). ڪاٺ جو ڳهڙيل ٽڪر - ڳلي - اِٽي. نيٽي جي چيڙي ۾ وڌل ڪانيءَ جو ٽڪر. يڪتاري جي تند ويڙهڻ واري ڪانيءَ جو ٽڪر.

● ڳيجهه ۽ ڳيجهون: (سن. گُرِڌرِ) ڍونڊ کائيندڙ پکي - ڳجهه. (گاجرا).

● ڳيجهڙو ۽ ڳيجهڙا (ل): ذ. صفت. ٿورڙيءَ محبت وارو - ڪوڙو عاشق - سڙيو. (مهيري).

● ڳيجهو ۽ ڳيجها (ڪ): ذ. محتاج - بي وس. قرضي. مجبور. ٿورائتو.

"اڳوات پيسا ڏيئي ڪين ڳيجهو بڻاءِ"
(جملو).

● ڳيجهو ٿيڻ: محتاج ٿيڻ - بي وس ٿيڻ. قرضي ٿيڻ.

● ڳيچو ۽ ڳيچا: ذ. زنانو راڳ - سهرو. (ڪ - ٿ). اڪروٽ. (ل - وفا). ڳيتو. (ل).

"ڪيڙ وارو ڳيچو ڀڻدي چڙيو"
(جملو).

● ڳيتر ۽ ڳيتر: ذ. صفت. ڳئي ساريندڙ - چيٿو - مفعول - گانڊو.

● ڳيرا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڳيراٽي (ل): اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم (وڏو اڇو اهو ڳيرو، ڪڙڪٽ نندي ڳيري ۽ پاپيهو (ننڍو اڇو ڳيرو). (ن - ب).

● ڳيرانئي ۽ ڳيرانئيون (ڪ): ث. دوائن ۾ ڪتب ايندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم - ڳاراٽي.

● ڳيرڙي (ت): ث. ڪنيتر جو رڪ.
(۱) ڳاڙهي ڳيرڙي = ڏاءِ
(۲) ڪاري ڳيرڙي = رڱڻ.

● ڳيرو ۽ ڳيرا: ذ. (ف. فاخته). پکيءَ جو هڪ قسم (قد ۾ تتر جيڏو، ڳچيءَ ۾ ڪارو ليڪو ٿئي). (ث. ڳيري ۽ ڳيريون).

- ڳيرانجهڙو ۽ ڳيرانجهڙا: ذ. صفت. ڳيري جي رنگ جهڙو. پسارڪو وڪر.

- ڳيرو ڪتري چڙدڻ: وار کوهي چڙڻ.

- ڳيري ۽ ڳيريون: ث. (ف. قمري). ڳيري جي مادي.

- ڳيري جيي وِڪ: تمام ٿورو پنڌ - ويجهڙائي - نزديڪي.

- ڳيري ورنو: ذ. صفت. ڳيري جي رنگ تي مائل - ڳيرانجهڙو.

- ڳيري هيئان آنا ڪيڏڻ: تمام چالاڪيءَ سان ڪو ڪم ڪرڻ. چالاڪي ڏيکارڻ.

● ڳپر نيڙو: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم (بيشمار داڻا جهليندو آهي ڪيس "هزار داڻي" به سڏين).

● ڳپيري: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳپريلو: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڳپيڙو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سڪايل).

● ڳپيڙو ۽ ڳپيڙ (ل): ذ. صفت. بي وقوف. سوالي. سست. بي زور. (ل - وفا).

"ڪي ڳورا ڳپيڙو ڳوٺ ۾ ڪي ڪارا قربدار" خريد ڪيل لوڪر - ٻانهون. (ڪ). (ذ). نقصان. ڏوهه. خرابي.

● ڳپيڙڻ: مصدر. (سن. ڪرهڻ = وڻڻ). وڻڻ - خريد ڪرڻ - خريدڻ - ڳنهڻ - سودڻ. (پرمانند). (ڳپيڙيو - ڳپيڙيندو - ڳپيڙيل).

● ڳپيڙو ۽ ڳپيڙا: ذ. ٽيپو - ڦڙو - قطرو. ڇڻاڪو. (ت). اڻ ڏه ڏينهن سيءَ واءُ سان سانده پيل برسات. (ڪ).

● ڳپيڙو (ت): صفت. آپرو - ڏپرو - ڪمزور - ضعيف - هيٺو. سست. تنگ ڪندڙ. نقصان ڪار. سڄو. پوڙهو - ڪراڙو.

● ڳپيڙهڻ: مصدر. (سن. ڪرهڻ = وڻڻ). ڳنهڻ - خريد ڪرڻ - ملهه وٺڻ - سودڻ - وٺجڻ - ڳپيڙڻ. (پرمانند). بي همت ڪرڻ. (ل - وفا). (ڳپيڙهيو - ڳپيڙهيندو - ڳپيڙهيل).

- ڳپيڙهو ۽ ڳپيڙها: ذ. صفت. خريد ڪندڙ - وٺندڙ - ڳنهندڙ - خريدار - گراهڪ - ملهه ڏيئي وٺندڙ.

- ڳپيڙءِ: تو ڪڇو - تو چيو - تو ورتو. ڳڙڻ (سن. ڳڙڻ = چوڻ). آچارڻ - چوڻ. (سرڪلياڻ).

● ڳپيسڻ: مصدر. (سن. ڪر = ڳرڻ). پيٽ ۾ وڃڻ - نڙيءَ مان اندر وڃڻ - ڳڙڪڻ - ڳرڪڻ - ڳسڪڻ - هضم ٿيڻ. (ڳپيسيو - ڳپيسيندو - ڳپيسيل).

● ڳپيڪو ۽ ڳپيڪا (ت): ذ. پوريءَ (بلبل) جو ٻچو. (حامي).

● ڳپيلهڙ ۽ ڳپيلهڙ: ذ. جانور جو هڪ قسم - نوريڙو.

● ڳپينجهڙي ۽ ڳپينجهڙيون: ث. ڪچهري - مارڪو. (ڳاجرا).

● ڳپينوار ۽ ڳپينوار: ذ. صفت. مستانو - بودلو - ديوانو - سودائي - گينوار. (مومل مينڌرو ص - ١٣).

● ڳپينهو ۽ ڳپينهو: ذ. صفت. (سن. ڳره = وٺڻ) ڳنهندڙ - خريد ڪندڙ - خريدار - وٺندڙ - سو ڏيندڙ گراهڪ. چوريءَ جو مال وٺندڙ. (پرمانند).

● ڳپيٽو ۽ ڳپيٽا (ل): ذ. ڊانڊي پکيءَ جو هڪ قسم - لنگهو. (منڇر) - ڳيهٽو. (ل).

● ڳپيو ۽ ڳپيا: ذ. (سن. گتي = ڳائڻ) ڳيت - سهرو - ڳاچ.

● ڳپيهڙو ۽ ڳپيهڙا (ل): ذ. ڳاڙو. مينهن جو سانده ٻه - چار ڏينهن وسڻ جي حالت - ڳپيڙو. (ڪ).

● ڳپيهڻ ۽ ڳپيهڻون: ث. (سن. ڳرپ > ڳري + پ = جهلڻ) ماديءَ ۾ ڳپ جي رهڻ وارو هند - رحم - ڳيهڻ.

● ڳپيهڻ: مصدر. (سن. ڳر = ڳرڻ) نڙيءَ مان لنگهائڻ - ڳيهڻ - ڳڙڪائڻ - ڳسڪائڻ - ڳيڙڻ - ڳيت ڏيڻ. وٺڻ - ڳنهڻ. (پيلا). (ڳپيٺو - ڳپيهندو - ڳپيهل).

- ڳپيهي وڃڻ: ڳڙڪائڻ - کائڻ. ڦٻائڻ - هضم ڪرڻ - غصب ڪرڻ - موروثي حق تي ناجائز قبضو ڪرڻ - غريبن جو حق کائي وڃڻ.

● ڳپيهٽو ۽ ڳپيهٽا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - ڳيٽو.

● ڳپيهون ۽ ڳپيهون: ث. (سن. گوڌوم. ف. ڳنڌم = ڪڻڪ) ڪڻڪ - گندم - ڪڻڪي. ڪڻڪ جا سلا.

● ڳپيهين (ل): ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم - پٽر.

● ڳپيٺو ۽ ڳپيٺا (ڪ): ذ. (سن. گتي = ڳائڻ) ڳيت - ڳاچ - ڳيو.

# گھه

**گھه:** ث. سنڌي الف ب جو ٽيتاليهون نمبر اکر. ابجد موجب سندس عدد ١٠٠٠ هڪ هزار.

● **گھا** (ل): ظرف. وانگيان ـ جيان ـ وانگر. (جهڙيءَ طرح چئبو آهي: "مون وانگيان = مون گھا). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● **گھابَ ٻ گھاٻُون** (ل): ث. ڪَنڌ ـ ترائي ـ هيٺائين زمين. ناغو. (ت). (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ـ **گھابَ ڪَيڊَڻُ**: بيمار ٿي پوڻ ـ ڏُک پهچائڻ ـ ايذاءُ پهچائڻ ـ نقصان پهچائڻ.

ـ **گھاٻارو ٻ گھاٻارا**: ذ. نڙيءَ جي ٻَجهه (ڪنگهه سبب) ـ نڙيءَ جي گھٽَ ـ گھٻو. (سخت تڪليف سان ٻه نه ڳالهائڻ جي حالت).

● **گھاتُ ٻ گھاتَ**: ذ. (سن. گھات = سوٽ) مارو ـ ڪوس ـ خون ـ ڪُسَ ـ قتل ـ ڳاههُ. برباد ي. هيٺ ڪيرائي وجهڻ واري حالت ـ ڌَڪ ـ زخم ـ ڦٽُ ـ وَڍُ. (پرا. گھتا. سن. گھوتا = وجهه) وقت ـ موقعو ـ وارُ ـ وَل ـ اوسر ـ سَجهه ـ ساڃي ـ ٽڻُ ـ سٿو ـ مانگو ـ ڏَتُ ـ داءُ. اراد و ـ خيال. ڦاهي ـ ڦَندُ. ڇَندُ ـ د ولاب ـ دغا ـ فريب ـ ٺڳي ـ ڇَلُ ـ ترڪَٽُ ـ ڪُپَٽُ ـ کوٽ ـ ڊوهه. ڍِڪُ ـ ڪُڏِٺو. (پليتس).

ـ **گھاتَڪُ ٻ گھاتَڪَ**: ذ. ماريندڙ ـ فنا ڪندڙ ـ نابُود ڪندڙ ـ بي رحم ـ قاتل ـ خوني ـ جلادُ ـ قصاب ـ سَفاڪُ ـ ڪاسائي. (آصفيه). بي ايمان ـ بدمعاش ـ اوباش ـ دغا ڪندڙ ـ ڊوهه ڪندڙ ـ فريب ڪندڙ ـ ترڪَني ـ ڪُپٽي ـ نقصان ڪار. جيئن: "ديس گھاتڪ = وطن جو دشمن". مارڻ جي هڪ اوزار جو نالو. (پليتس).

ـ **گھاتُ ڪَرَڻُ**: خون ڪرڻ ـ قتل ڪرڻ ـ مارڻ ـ آتم هتيا ڪرڻ ـ آپ گھات ڪرڻ ـ پاڻ کي مارڻ.

ـ **گھاتُو ٻ گھاتُو**: ذ. خوني ـ قاتل ـ گھاتي ـ ماريندڙ ـ چيريندڙ ـ ڦاڙيندڙ ـ زخمي ڪندڙ. شڪار ڪندڙ ـ شڪاري ـ جهاٽو ـ مڇي ماريندڙ ـ پَٽهِري وارو ـ مير بحر. ٽوٻُو ـ ٽوبيو ـ سمنڊ جو واقف.

"گھاتو سپين سندا مڪڙا ڪي تڙ جا نهار"
(شاهه ڪريم).

ٺَڳُ ـ چورُ ـ دغاباز ـ حرفتي ـ غدار ـ فريبي.

"گھر ۾ گھاتوئڙا نه جاڻان، مارين ۾ ٽوڪ"
(شاهه. گھاتو).

ـ **گھاتِي ٻ گھاتِي**: ذ. خون خوار ـ خونِي ـ پاپِي ـ خونريز ـ قاتل ـ نقصان رسائيندڙ ـ دشمن ـ نقصان ڪار ـ خطرناڪ ـ هولناڪ ـ هيبت ناڪ. آشُبُ ـ خراب ـ بدسڳڻ ـ نياڳو ـ نَحسُ ـ بَدُ (ستارو). جيئن "توتي ته ڪو گھاتي گرهه آهي، رڳو نقصان پيو سَهين".

ـ **گھاتِي گِرهه ٻ گھاتِي گِرهه**: ذ. نقصان پهچائيندڙ گرهه ـ خراب گرهه ـ نَحِسُ گِرهه.

● **گھاٽُ ٻ گھاٽَ**: ذ. (سن. گھٽا = گھٽائِي). گھاٽائِي ـ گھاٽاڻ ـ گِهرائِي ـ ڳوڙهاڻ ـ جهجهائِي ـ هيڪاندائِي. ڪپڙي کي ڇَرڻ بعد ڏنل گھاٽو ڳاڙهو رنگ. ڍِڳُ ـ کوڙ ـ گھڻو ـ جهجهو ـ انبار. لشڪر ـ ميڙ ـ انبوهه ـ ٽولِي ـ ڏڻ ـ وَلَرُ ـ ڪَٽڪُ ـ جهڳٽو ـ جهُمٽو. (انگ. گارڊ = سنڀاليندڙ). گاڏي، ريل وغيره جو نگهبان. پوليس جي چونڪي ـ سپاهين جي رهڻ جي جاءِ. (سن. گھاٽ، گھٽَ = پاڻي پرڻ جي جاءِ). وهنجڻ جي جاءِ ـ پتڻُ ـ ٻيڙي يا جهاز وغيره جي بيهڻ جي جاءِ ـ دمدمو ـ بندر ـ ڏِڪو.

"جن کي سِڪ ساهڙ جي سي گهيڙ نه پُڇن گھاٽ"
(شاهه).

(سن. گھٽّ = هلڻ) ـ ساڪرو ـ جبل مان لنگهه ـ

جاءِ - وات - رستو - پيچرو - گِهرُ - گهيڙُ - گهٽ. (پرا. گهٽ = ڏاڪا). پهاڙ - جبل جيئن الهندو گهاتِ آپرندو گهاتِ (سن. گهٽ = ٺاهڻ، جوڙڻ). زيورن جي گهاڙَ جو نمونو - شڪل - شٽيٻهُ - نمونو - ڍؤل - بيهڪ - ڍنگ - وضع - گهاڙَ - قسم - آڪار - صورت - رُوپ - آچار - ڍنگ. وَڏُ - ڪاٽَ - ڪَٽَ - وَڏُ - گهاڙ - گهڙت. (سن. گهٽ = ملائڻ). ملاوتي (سون) - ڪاڏڙ (سون) - مَٺُ. تجويز - اٽڪل - حيلو - منصوبو - فريب - رٿ - سازش.

- گهاتُ بابُو: ذ. ريل گاڏي سنڀاليندڙ عملدار.

- گهاتَ جو سُونُ: ذ. ملاوتي سون - اڻ صاف ٽيل سون - اڻ نِجو سون - اڻ نبار سون - مٺو سون.

- گهاتَ گاڏو: ذ. ريلوي گاڏي ۾ گهات جي وبهڻ وارو گاڏو.

- گهاتُ گُسائِڻُ: وقت تي ٺارڻ - ڏَڪُ گُسائڻ - وار گُسائڻ - ڪاوڙ ٺارڻ - ڪاوڙ واري وقت منهن تان ٽري وڃڻ.

- گهاتُ گهڙڻُ: رستو ٺاهڻ - اِرادو ڪرڻ - منصوبو سٽڻ - سازش ڪرڻ. سوچ ويچار ڪرڻ - اٽڪل رٿڻ - تجويزون گهڙڻ - رٿائون رٿڻ.

- گهاتِيُ ۽ گهاتِيُونُ: ذ. جبل سان لنگهڻ جو رستو - گهٽِي - گهٽ - لنگهُ - درو - گهيڙ - لڪُ - جور لڪُ - پيچرو - ڏڳ. بن پهاڙن جي وچ واري ماٿري. جابلو ماڻهو - پهاڙي. گهاٽن مهرن جو گهرو نوڪر - مزور - مزدور.

● گهاتو ۽ گهاتا: ذ. (سن. گهٽ > گاڙ + ڪَٺ = گهاٺو). ضَرَرُ - زيان - نقصان - هاڃو - ٽوٽو - هرج - چوٽ - ڇيهو - ايوڇي - تاوَنُ - چٽي - گاس - گهاٺو. اوٺائي - درڪار - ڪسوٽ - ٽسوٽ - سوس - ڪَسُ - ڪٺي - ڪوٺي. ويجهو - ويجهڙو - گهرو - سَڌُ - گِرو (عزيز، دوست). ميل - واسطو - لاڳاپو - تعلقات. (سن. گاڍ = گهاتو) ذ. صفت. چتهرو - تيز - تکو - ڳوڙهو رنگ. ڳترو - گهرو - نهرو - ٺلهو - ڳوڙهو - ڪَرَڪ - جاڏو (ڪپڙو). گجگاه - جوهيل - ڳٽيل - چانيل (پيلو يا جهنگل وغيره). جانڻو - سيانڻو - ڏاهو. (ث. گهاتِي ۽ گهاتِيُون).

● گهاتاپو ۽ گهاتاپا: ذ. ڪات ڪُوت - گهٽتائي. نشاني (ليکي جو ڪتاب).

- گهاتا گهاءَ ڪائِڻُ: (محاورو) تلوار جا اونها زخم جهلڻ - تمام گهڻو ڦٽجڻ - حد کان زياده مهٽا ۽ طعنا ٻُڌڻ.

- گهاتاڻ: ث. ڳوڙهائي - گهاٽائي - ويجهائي - ويجهڙائي - گهرائي - جاڏائي - نهرائي. گهاٽائي (وٽن جي). تکائي - تيزائي.

- گهاتائِي ۽ گهاتائيُون: ث. گهاتاڻ - ڳوڙهائي - گهرائي - نهرائي. تيزائي - تکائي.

- گهاتو پائِڻُ: نقصان پائڻ - ڇيهو پائڻ - ٽوٽو پائڻ - کسوٽ پائڻ - خسارو پائڻ - چوٽ پائڻ - ڪَسُ پائڻ - ڪمي پائڻ - سوس پائڻ - ايوڇي پائڻ - هرج پائڻ.

- گهاتو پَوَڻُ: نقصان پوڻ - ڇيهو پوڻ. ڪک ڪرڻ - قابو ڪرڻ. ٻِڪ وڏائڻ.

- گهاتِي: ظرف. گهاتِي سان - نقصان سان - هرج سان - ٽوٽ سان - ڪس سان - ڇيهي سان.

- گهاتِي: ث. صفت. ڳٽيل - جهنجهيل - لڳل - پٽلِي - زور (پوک وغيره). سخت - گهٽي (دوستي وغيره).

- گهاتِي سَرِنڌهَنُ ڏِسَڻُ: دوستي پرکڻ - سنگت پرکڻ - ساٿي سمجهڻ.

● گهاپُ ۽ گهاپ: ذ. چِيرُ - ڏَڪُ - گهاءُ - زخم - ڏارُ.

● گهاپاتو ۽ گهاپاتا (ل): ذ. ڏِڪا - ڏوسا - ڏک - اهنج - سُور - تڪليف - ڏکڙا - مشڪلاتون - رنڊڪون - اٽڪاءُ - سختيون.

● گهاچڻ: اسم خاص. بلا جو هڪ قسم.

● گهاڏو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهارَ ۽ گهارُون (ل): ذ. (پرا. گهنيا. سن. گهٽ = تمندِيُ زمين). هيٺاهين زمين. پاڻيءَ جي ڪَسِيُ - جهونو قتل واهڙ. غار - چُرَ. سيُرَ -

ٿوڙ. (ڪ). (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهارُ ۽ گهار: ذ. صفت. ٻڪٻڪيو - ٻڪواتي - وڏواتيو - واتراڏو - وات ڏارو. ڳالهيرُ - پٽوڙ - قِصُرُ. (اسم خاص). تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهارَڻُ: مصدر. گُذارڻ - جالڻ - ڪاٽڻ - رهڻ - جيئڻُ. گهارڻ. وقت ڪيڻ. (گهاريو - گهاريندو - گهاريل).

● گهاروُ ۽ گهارا: ذ. واهه، نديُ وغيره ۾ وهڪري سبب ڪساڏ - ڪنڊ - گهارو - گهاءُ - ڳِتو - ڪانو - ڪات - روڻ. ڦوٽ - ڍوري - نار - ڪاري. ڪڏ - وٺڪرو - شاخ. سيٻُر - ڏار - ڦاٽل زمين. (اسم خاص). شهر جو هڪ نالو، پنيور وارو ٺٽون ڳوٺ. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- گهاروُ پَئُوڻُ: ٽٽي پوڻ - ڇڄي پوڻ - ڏار ٿيڻ - ليڪ اچڻ.

- گهاروُ ڪري وَڃَڻُ: ڪنڌ ڪري وڃڻ - ڏُرُ ڪري وڃڻ - ٽنگ ڪري وڃڻ - گهاءُ ڪري وڃڻ - ڪنڌ ڀڃي وڃڻ - ڍوري هڻڻ - پاڻيءَ جو ڦاٽي نڪرڻ.

● گهاريُ ۽ گهاريُون: ث. ڪپڙي جي پٽيءَ مان نڪتل چند تندن واري حالت - وِٿي - وِڇوٽي - جاءِ - گنجائش - ڊنگ - ڪٽ - اوڪاش - خال. پاڻيءَ جو واهه جي هڪ پاسي وهڪري ڪري نڪتل نالي. نديءَ جي وهڪري جي وچ ۾ سُڪل زمين. ڦوٽ - جُدائي - ويڇو - رخنو - رنڊڪ - وڇوڙو - فراق. زخم. مانيءَ جو هڪ قسم. (مُگن جي اٽي ۾ مصالح وجهي تريل مالپڙو). (ت).

● گهارو لاٽِي: ث. اسم خاص. هڪ قِسم جي لاٽي.

● گهاڙَ ۽ گهاڙُون: ث. (سن. گهٽ = گهڙڻ). ڪاٺ جي ٺهيل شئي کي رَنڌي سان لسي ڪرڻ واري حالت - ڇِل - گهڙائي - جڙائي. هڏيءَ مان ڀڪي لنگهڻ. جاءِ. گهاٽ. رٽ. ڪنير جا ڪنڇا گهڙيل ٽانوَ. ناهڻ جي ترتيب. (اسم خاص). مڇيءَ جو هڪ قسم. (موسوي). ڳولا - جانچ "ڪنهن جي گهاڙ ۾ آهين" (موسوي).

- گهاڙِيتُو ۽ گهاڙِيتا: ذ. گهڙٽي - گهڙت - گهڙپ. گهاٽ - نمونو - ڊؤل - ڍنگ - ڪاريگري. رٽ - تجويز. ڪم ڪرڻ جي جاءِ - ورڪشاپ - ڪارخانو - شيڊ - گودِيُ.

- گهاڙِيتيُ جوُ گهڙِيتلُ: گهڙت جو عمدو ٽُڪرُ.

● گهاڙوُ ۽ گهاڙا (ت): ذ. ڏنگو ليڪو - ڦڏو ليڪو. (اسم خاص). تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو. تعلقي ساڪري ۾ ڳوٺ جو نالو.

● گهاڙُو ۽ گهاڙُو: ذ. (سن. گهڙڻ > گهٽ = ناهڻ). ٻهورو سنئون سڌو رستو - شاهي رستو - ڪشادو رستو - دڳ - سڌي وات - سڌو پيچرو. اُستاد - سيکاريندڙ. ماريندڙ. (ت). چڱي طرح پير وغيره سچائيندڙ. (ل). لوهه جو قسم.

- گهاڙُوآرِ: ناهڻ يا گهڙَڻ لاءِ ڪم ايندڙ هڪ اوزار.

● گهاڙِيُ: اسم خاص. واهه جو هڪ نالو. (دادُو جي پر ڳڻان وهندڙ).

● گهاڙِيُ جا گپرُ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهاڙِيُ رَعيتيُ. اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهاڙِيُ لُنڊِيُ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهاس پات: اسم خاص. (ف. درخت شان) وڻ جو هڪ قسم. (دوا طور ڪم ايندڙ).

● گهاگهائِڻُ: مصدر. (سن. گهگهه) ڪِلڻ - سُشڪڻ - نچڻ - ٽپڻُ. اُڀتيي ڏوڪڻ - ڪاهڻ - چڙهائي ڪرڻ - همت ڪرڻ - وِڪَ وڌائڻ - جرئت ڏارڻ - دل جهلڻ - سِر سهسائڻ - طاقت رکڻ. پاڻيءَ ۾ پڙڻ - نڪ جهلي ٽبي هڻڻ. قبول ڪرڻ. جيئن "ساهڙ سندو ٽَڻ، گهاگهائي گهيڙَن جي" (سر سهڻي، شاهه).

(گهاگهائيو - گهاگهائيندو - گهاگهائيل).

● گهاگهٽرُ ع گهاگهٽروُنُ: ث. (پرا. گاگريا. سن. گرگر> گرگري+ايڪا=گهاگر). پاڻي ڀرڻ جو ٿانوُ- پتل يا ٽامي جو دلو- گهڙي- چڏونري- موريو- دلي- گگر- پارڙو- گهگهري.
- گهاگهٽروُ وڃائڻُ: گاڻڻ ۾ دلو وڃائڻ.
● گهاگهرا پلٽڻُ: اسم خاص. فوج جو هڪ قسم. (اسڪاٽلنڊ جي اتر طرف وارو لشڪر جن جو پلاند ڪمر کان گوڏن تائين لڙڪندو آهي). (گاجرا).
● گهاگهروُ ع گهاگهرا: ذ. (پرا. گهگهري. سن. گهگهرُ+ ڪٽه=گذيل ڪنجرو ۽ پڙو). گڏ سبيل ڪنجرو ۽ پڙو- پيشگير- پڙو- پيشواز- پيٽڪوٽ- جمپر- وڏو چولو- ڪڙتو. (ث. گهاگهري ع گهاگهريون). وڏي گهاگهر. ان واٽرڻ جو ڪاڳڙو. (ت).
● گهالڻ (ت): وجهڻ (عضوو مخصوص). جيئن "آلي سو گهالي پيجو مارو پاڻي". (گهاليو- گهاليندو- گهاليل).
● گهامُو: اسم خاص. ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم (گُتمُ).
● گهانُ: حرف جر. جيان- وانگر- وانگيان- جهڙو. "هُن گهان آهي=هُن جهڙي آهي".
● گهانڇ ع گهانڇ: ذ. زمين ۾ ٽوري کڏ- گهانڇو.
● گهانڇڻُ: مصدر. (سن. گهات). ايذاءُ رسائڻ- چيڀڻ- چيچرڻ- چيٿارڻ- پيوڙڻ- چيپاٽڻ- گهوٽڻ. گپا گيهه ڪرڻ- ڏوڪ ڏوڪان ڪرڻ. کڏ ڪرڻ. (ت). (گهانڇيو- گهانڇيندو- گهانڇيل).
- گهانڇوُ ع گهانڇا: ذ. ايذاءُ. نقصان- گهاٽو- ڇيهو- ٽوٽو- ابوڇي- گاس- چٽيُ- هارتو- ضررُ- تاوڻ. زمين ۾ ٽوري کڏ- کاٽو- گهانڇ.
● گهانڊارُ ع گهانڊار: ذ. (سن. گهنٽا=گهنڊُ). وڏو گهنڊ- ڏور يا وقت کي ٻڌل گهنڊ يا گهنڊي- چڙو- ڏگرو.

● گهانٽرُ ع گهانٽر (ل): ذ. ڦاٽل ۽ ٽٽل رليون- ڦاٽل ڪپڙا. جيئن مون کي ته اِهو رليءَ جو گهانٽرُ آڇلائي ڏي.
● گهانگهڻُ ع گهانگهڻ (ت): ذ. وڏو ڦاڙ- زخم. پڳل چلم وغيره جو ٽٽرو.
● گهانگهرا: اسم خاص. ذات جو هڪ نالو. تعلقي حيدرآباد ۽ تعلقي ڪنڊياري ۾ ديهن جا نالا.
● گهانگهٽرڪو: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ ديهه جو نالو.
● گهانگهروُ: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ديهه جو نالو.
● گهانگهڙو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ ديهه جو نالو.
● گهانگهوُ ع گهانگها: ذ. ڪنهن ٿانوَ جي پڳل ڳچي- ڪِرڻ- ڪنڻو. چلم وغيره جو پڳل ٽرو. ڳتُ- ميلهو- ڏٻڪُ- رنڊڪ- روڪ- رڪاوٽ.
- گهانگها ڪيڏنُ: (ڪوبه ڪم) پورو ڪرڻ- يڪدم پورو ڪرڻ- جلد لاهڻ. پاڳا لاهڻ يا ڪيڻ.
- گهانگها لاهڻُ: ٽڪر ٽڪر ڪرڻ- پور پور ڪرڻ- پرزا پرزا ڪرڻ- زخم ڪرڻ- چٽُ ڪرڻ- زيان ڪرڻ- تباهه ڪرڻ- ناس ڪرڻ. جدا ڪرڻ- ڪابه شيءِ وڍي ڇڏڻ. ڪهاڙيءَ سان ڪنهن به انسان وغيره کي ڏڪ هڻڻ. (وهندڙ ڪڙيي کي ڪنڊ ڏيڻ).
- گهانگهو ڳچيءَ پوڻُ: ڦاسائڻ. شادي ڪرڻ.
- گهانگهو ڳچيءَ ۾ وجهڻُ: ڪنهن جي ڳچيءَ ۾ بارُ وجهڻ- پرائي بلا پنهنجي ڳچيءَ وجهڻ- پرائي آفت سر تي کڻڻ- تڪليف جو ڪم ڪڻڻ. پٽ جي شادي ڪرائڻ.
● گهانٽيرُ: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم. (موراکي جهڙو. قد اٽڪل ٨-٩ انچ).
● گهاڻُ ع گهاڻ (ت): ذ. ٻڪريءَ جي ڏائجيُ وچڻ کان ٿر کي روڪڻ لاءِ ان جي ٿڻن کي گسيُ- ٻڪريءَ جي ٿڻن کي لاٿلُ ڇيٿو يا ڳوهيل ميٽيُ- گهاڻي. (ت). ڪتيءَ جا ڪهڙن

ڏوڻڻ وقت ٿاھيل جوڙا. (ٽي ٽي ڦيرون، ٻہ ٻہ سٽڻون).
- گھاڻ ڪَرَڻ: ڪتين جي اصطلاح موجب ڪپڙن کي ڦرھي تي سٽڻ.
● گھاڻو ۽ گھاڻا: ذ. (پرا. گھاڻيي > گھات. سن. گھات > گھان + ايڪا = گھاڻو). تيل ڪڍڻ جي مشين - تيلي ٻج پيڙڻ جو اوزار - چيچڙو - ڪولھو. ھڪڙي واري ۾ ڏوپندڙ ڪپڙن جو مُچو - ڪپپ.
- گھاڻا ڪَرَڻ يا گھاڻو سٽڻ: ھڪ جيترا ڪپڙا گڏي سٽڻ.
- گھاڻو پَوَڻ: چيچڙو پوڻ - تڪليف اچڻ - سختي ٿيڻ.
● گھاڻيي ۽ گھاڻيُون (ل): ث. مار - مصيبت - آپدا - آفت - غضب - شامت - ڪمبختي - ڏيا ڳ - ماجران - چٽي - بدقسمتي. تيلي ٻج، جو ھڪ ئي وقت گھاڻي جي آکريءَ ۾ پيل مقدار - واڏائيي.
- گھاڻيي پَوَڻ: مار پوڻ - ڀاڙ پٽجڻ - برباد ٿيڻ.
● گھاوَڻ: مصدر. گھائڻ.

"اھڙيون تنھنجون اکيون،
ڏاڍو گھور گھاوڻ، سچڻ سکيون"

(بلند شاھ).
● گھاءِ: حرف جر. جيڪر - وانگر - شايد - جھڙو - وانگي.
- گھاءِ گھَٽ: صفت. چٽوڙو - فضول خرچائُو - ھٽ ڦاڙ - چٽي باز - پيٽي. لبوسي - لتمبوسي.
● گھائڻ: مصدر. چاڪ ڪرڻ - واڍوڙڻ - زخمي ڪرڻ - ٽَپ ڪرڻ - ڦٽ ڪرڻ - ڦٽڻ - دل ڏکوئڻ - آزارڻ - رنجائڻ - زخمڻ - گھاءُ ڪرڻ - سُور ڏيڻ - تڪليفون ڏيڻ. (گھائيو - گھائيندو - گھايل).
- گھاءُ ۽ گھاءَ: ذ. (پرا. گھائو. سن. گھاوَ > گھات = ڌَڪ). ڌَڪُ - ڦٽ - چيرُ - چٽھڪَ - چٽھَٽُ - وَڍُ - ڪَٽُ - ضَربَ - چوٽ - زخم. خال - ڀرڙ - ڌَنءُ - چاڪ - چيھ - واڍوڙ - ڦُچُ - ٽَپُ. (ل). وڏو مُترڪو يا گھَٽ.
- گھاءُ پَوَڻ: وڍجڻ - ڏڪيڙجڻ - زخمي ٿيڻ. اندر سڙڻ - جلڻ - وَڍُ پوڻ.
- گھاءُ ڪَرَڻ: ڦٽڻ - ايذائڻ - زخمڻ - زخمي ڪرڻ - گھائڻ - واڍوڙڻ. رنجائڻ - دل ڏکائڻ - دل آزارڻ.
- گھاءُ گسائڻ: ڌَڪ گُسائي وڃڻ - ڀئي جو وار خالي موٽائڻ. وقت وڃائڻ - داءُ گسائڻ - وار ٽارڻ. ڪاوڙ ٽارڻ.
- گھاءُ گھپَ: زخم - ليڦُون - ڦُرڙيُون - ڦوڦينڊا.
- گھائيل ۽ گھائيل: ث. ڦٽيل - وَڍِيل - زخميل - ڏڪيل - ڏڪڙيل. ڏکويل - ضربيل - عشق جو ماريل - ستايل - فراقيل - جُدائي جو ستايل.
- گھائيل ٿيڻ: زخمي ٿيڻ - مجروح ٿيڻ - ڦٽجڻ - وڍجڻ - زخمجڻ.
- گھائيل مائيل: واقف - ڄاڻو - گڏ گذاريندڙ - ھريل - گھرو - گستاخ - رليل مليل - گھاٽو - ويجھو دوست.
- گھائُن سان: ڦٽن سان - زخمن سان - ڦٽيلن سان.
- گھائُو ۽ گھائُو: ذ. گھاءُ ڪندڙ - گھائيندڙ - نقصانڪار - ڀيڙيءَ ڀوڙ - ڌڪ پٽائيندڙ - زخم ڪندڙ - ڦٽيندڙ. (ھٿيار). تيز - تکو. اونھو (ڌڪ يا چوٽ). خوفناڪ - خطرناڪ (ندي وغيره). محاورو. جئن "ھٽر وھڻُ ۾ گھائو آھي." (صفت). بھادر - سورھيہ - پھلوان.
- گھاءُ وجھڻ: ڪاوڙائڻ - چيڙائڻ - ڏکوئڻ - تپائڻ - ڪَڪ ڪرڻ - آزارڻ - رنجائڻ. جھڳڙي کي وڌائڻ.
● گھائُو ۽ گھائُنا، گھاوا: ذ. مڇي ڦاسائڻ جي وڏي ڄار - مڇي مارڻ جو ڄار - رڇ - ڀانُ - ڳانڊو. (ڄار جون ٥٠ کان ٦٠ گھايون پاڻ ۾ گڏجي ھڪ وڏي مڪمل ڄار تيار ڪجي - تنھن کي "گھائو" چون.
- گھائيي ۽ گھائيُون، گھايُون: ث. مڇيءَ يا پلي مارڻ لاءِ ھڪ وڏو ڄارُ - رَڇُ - ڀانُ.

(ھي سٽ يا آڪاري يا سٿيءَ مان ٽاھين اَنَ ۾ ڪدوءَ جون ٽنبيُون مٿي ٽرڻ لاءِ ۽ ڪاپاري جا رسا جھل لاءِ وجھن، ان چار جي ھڪڙي حصي ۾ ڄڃيءَ ڦاسائڻ لاءِ ٢١ ڳوٽريون ٽينديون آھن).

– ڳھانئِيءُ لُنڊڻُ: چار جي ڳھائي ۾ ڳوٽريون ٽاھڻ.

– ڳھايُونءُ ڏيڻُ: (دھل) وڄائڻ – ڌيريون پائڻ – ڳھمرا پائڻ. ويڙھڻ – لڙھڻ – ليٽڙڻ.

● ڳھايا!: حرف نِدا (فعل "ڳھائڻ" مان اسم مفعول = ڳھايل). اي ڦٽيل! اي وڍيل! بد دعا جو سبدُ.

وَڍي وڄ وَنھيُون ڦيءُ،
آھيين ڳھايا! تون ڳھرندل

(گلو سيائو).

● ڳھايوءُ ع ڳھايا: ذ. لوھار کي ڳھڻ سان ڌڪن ھڻڻ ۾ مدد ڪندڙ نوڪر يا مزور.

● ڳھَبَ ع ڳھَبُونءُ: ث. زخم – لڦ – ڦرڙي – ڦوڦيندڙ – ڳھاءُ.

● ڳھُپا: ديھہ جو نالو. تپو ڳاڙھو، تعلقو ڳھوڙاپاري، ضلعو ٺٽو.

– ڳھُپٽيءُ ع ڳھُپٽيُونءُ: ث. ڳھوڙي ھڪلڻ لاءِ خاص لڪڻ.

● ڳھَبِراٽُ ع ڳھَبِراٽ (ت): ذ. انديشو – خيال – گھبراھٽ.

● ڳھَبِراھٽُ ع ڳھَبراھٽَ: ذ. انديشو – خيال – فڪر – خفو – پريشاني – رنج – ملال. آنڌ مانڌ – بي قراري – لوچ پوچ – بي آرامي – بي صبري.

● ڳھَبِرائِڻُ: مصدر. ڊڄڻ – ڊپ ڪرڻ – ڀؤ ڪرڻ – خوف ڪرڻ – ھراسجڻ – مُنجھڻ – مانده ٿيڻ – وسامجڻ – موڳو ٿيڻ – دل ھٽڻ – بيقرار ٿيڻ – حيران ٿيڻ – پريشان ٿيڻ – تنگ ٿيڻ. (ڳھبرائيو – گھبرائيندو – گھبرائيل).

– ڳھَبرائِجڻُ: مصدر. حيران ٿيڻ – ششدر ٿيڻ – بي آرام ٿيڻ – پريشان ٿيڻ – بيقرار ٿيڻ – بي صبر ٿيڻ – مُنجھي پوڻ.

● ڳھَبِروءُ ع ڳھَبِرا: ذ. ٻُڍڻ جو موڳو – ٻُٿرو – موڳو – ٿورو ٻوڙو – ٻوڙو. ڳلي مان زور سان ڳالھائيندڙ. انديشو. بيھوش. (ث. ڳھبِري ع ڳھبِريُون).

– ڳھَبِراڻُ ع ڳھَبِراڻُونءُ: ث. ٻوڙاڻ. موڳائي.

● ڳھَبڪوءُ ع ڳھَبڪا (ت): ذ. چالاڪي – عياري.

● ڳھُبَٽِ ع ڳھُبَٽيُونءُ (ٿ – ل): ث. ٻڪيُن ھڪلڻ جو اوزار – ڪانياٽي – ڳٽيلُ. جيئن: "مون کي ڳھبڻ ڪٿي ڏي تہ ڇھار ھڪليان" (جملو).

● ڳھَبوءُ ع ڳھَبا: ذ. (سن. ڳھٽگھہ = کِلڻ). ٺٺولي – چٿر – کِلَ – ڳھگھيءُ. (ت) – چرچو – مسخري – ٻوڳ شوڳ. رھاڻ.

– ڳھاپائِيءُ ع ڳھاپائِيءُ: ث. بدوشد چوڻ – مسخرو – چرچائي – مذاقيہ – ٻوڳائي – ڪلائيندڙ – من سوجي.

– ڳھاپائِتو ع ڳھاپائِتا: ذ. بيھودو – کِلائتو – کِل جھڙو – غيبت وارو – اِدنڪو.

● ڳھَبوءُ ڪَرَڻُ: ڏٺو ڏيڻ – دغا ڪرڻ – ٺڳڻ – فريب ڪرڻ – ڏوڪو ڏيڻ.

● ڳھُبوءُ ع ڳھُبا (ل): ذ. ٺڙيءَ جي ڳھُٽَ – ٺڙيءَ جي ٻَجھہَ (ڪنگھہ سبب) – ڳھاپارو.

– ڳھُبو ٿَوَڻُ: ٺِڙي ھوڻ – ڳھگھي ھوڻ.

● ڳھَبيءُ ع ڳھَبِيُونءُ (ل): ث. راند جو ھڪ قسم (جنھن ۾ ھڪ ننڍڙي کڏ کوٽي آنھيءَ ۾ پئسا آڇلائبا ۽ جيڪو اڳ ۾ ڳھُبَ ۾ پئسو وجھندو آھي آھو ٻين جي رکيلن پئسن کي ڌڪ چٽيندو آھي، ڌڪ لڳڻ جي حالت ۾ پئسو کٽندو آھي). ڊٺ. (ت).

● ڳھُبِيٽُ ع ڳھُبِيٽَ: ذ. مٺائي جو ھڪ قِسم. ريوڙين جو اندر وارو ڳوڊوءُ (جنھن ۾ جوھر پيل ھجي). جوھردار مٺائي.

● ڳھَبِيڙُ ع ڳھَبِيڙَ: ذ. صفت. ھوشيار – قابل – چاٺو – سمجھو – داناءُ – اھل ڪار.

● ڳھَٽِ ع ڳھَٽِيُونءُ: ث. (سن. ھُول = ھلڻ). عادت – چال – اٽڪل – رمز – طرح – وَجَھہُ – طور – طريقو – ڳَٽ. مڇي مارڻ جو ھڪ اوزار.

- گهٽ ٻه گهٽان هئڻ: (سج وانگر). لهڻ وارو هئڻ - لهڻ تي هئڻ.

- گهٽ صحيح ڪرڻ: ٻنا ڏسڻ جي ڪم ڪرڻ - اٽڪل سمجهڻ - عادت سمجهڻ - هلت چلت سمجهڻ - رمز سمجهڻ.

- گهٽ هڻڻ: ڪنهن اٽڪل سان ناهڻ - رمز سان ناهڻ - ڪنهن چال سان ريجهائڻ.

● گهٽ ۽ گهٽ (ٽ - ٽ): ذ. وِجهه - وقت - ٽائيم - عرصو.

● گهٽ ۽ گهٽون: ث. ٻاٽيءَ ۾ ٽٻي هڻڻ واري حالت - غوطه - گوهي. ٻهانو - ڪس ڪساءُ - ٽت ٽتاءُ - عذر - ترڪ ٽال - گيوبي - حرڪت - گوس - نتڪار. چوڪ - چونگ - گهاءُ. ٽيلهي - ڪيسو - ٻوٽري. حملو. سفر. پيرو - دفعو - وارو. ڍڳين ۽ مينهن ۾ بيماريءَ جو هڪ قسم. (ت).

- گهٽ ڏيڻ: ڪم تي وڃڻ - غائب ٿيڻ. تيزيءَ سان ٻاهر نڪرڻ (ٻاٽيءَ مان). زور سان دمڻ. (ت). آٿارڻ - هوشيار ڪرڻ. ٻرغلائڻ. (ت).

- گهٽير ۽ گهٽير: ذ. گوسڙو - نتائو - گوهير - لاڙائو - ڪم چور. ٻاچوڪڙ - ڦيتنهڙ - رول - آواره. رولو - رولاڪ - ٽلڪائو - لفنگ - لنب - لانبڙ.

- گهٽون ڇڏڻ: عذر ڇڏڻ - بهانا ڇڏڻ - گوهيون نه ڪرڻ.

- گهٽ هڻڻ: رمز سان ٻاٽيءَ ۾ ٽٻو ڏيئي ڪجهه وقت لڪي وڃڻ - اندر ٻاٽيءَ ۾ لِڪڻ - لڪي وڃڻ - ٽِڪي وڃڻ - نتائي وڃڻ - پوري خبر نه هوندي به پنهنجو رايو ڏيڻ.

● گهٽ گهٽ ۽ گهٽ گهٽون (ت): ث. گهڙي گهڙي گهرڻ واري حالت - گهر گهر.

● گهٽڻ: مصدر. گهيڙڻ - وجهڻ - داخل ڪرڻ - درج ڪرڻ - قلمبند ڪرڻ - رکڻ. سگ گهرڻ. (ل). (گهٽيو - گهٽيندو - گهٽيل).

● گهٽو ۽ گهٽا: ذ. نشيدار شين جو دڪان - گهٽو.

● گهٽوئٽڙو ۽ گهٽوئٽڙا: ذ. تيتر جو قسم. (رنگ ميٽائون ۽ پيٽ ڪارو).

● گهٽ: صفت. ٿورو - ڪسو - اوڻو - گهٽ - اڻ پورو - ڪوتاهه - لانيرو. گهٽ قيمت وارو - ٿوري قيمت وارو - هلڪي ناٺي وارو. گهٽ (ٿور). مختصر - ٿورو (جيٺڻ). عيبدار - خاميءَ وارو - نيچ. غير ڪافي ڪم. ڪمبختي.

- گهٽا وڌي ۽ گهٽا وڌيون: ث. ڪمي بيشي - موڙي آڪڙي.

- گهٽتا ۽ گهٽتا: ث. وڌ - سٿر - ونڪائي - شبه - خامي - ٿورائي - ڪوتاهي - اڻ پورائي - ڪسائي - لانيرائي - گهٽتائي - اوڻائي.

- گهٽتائي ۽ گهٽتائيون: ث. وڌ - ڏنڪائي - خامي - عيب. ڪمي - ٿورائي - ڪوتاهي - اڻ پورائي - گهٽتا - گهٽتي - گهٽسي. سوس - ڪوت - درڪار - قلت - ڪس - هٺي. ڏوٿي - اٿاٿ. گهٽتائي - بي عزتي.

- گهٽتي ۽ گهٽتيون: ث. اوڻائي - گهٽتا - وڌ - ونڪائي - شبه - گهٽتائي - خامي - عيب - سقم - ڪوتاهه - لانيرو - اڻ پورو.

- گهٽ پون: نستو ٿيڻ - ضعيف ٿيڻ.

- گهٽ ڪرڻ: گهٽائڻ - سسائڻ - جهپائڻ. ڪاٽڻ (پگهار وغيره) - ڪٽ ڪرڻ. مان گهٽائڻ - شرمنده ڪرڻ. سوڙهو وٺڻ.

- گهٽ وڌ: صفت. ٿورو گهڻو - داٺو - ماٺو - ذرو پرزو. سهانگو مهانگو - سوڙو آڪرو - وڏيڪ يا گهٽ - اڻ پورو - نامناسب.

- گهٽ وڌائي: هڪ جيترائي - هڪ جهڙائي - ڪمي بيشي. گهٽ وڌ پڻو - اڻ پورائي - بي مناسبي.

- گهٽ وڌ پڻو: هڪ جيترائي - هڪ جهڙائي - ڪمي بيشي. گهٽ وڌائي - اڻ پورائي - بي مناسبي.

- گهٽ وڌ چوڻ: گارگند ڏيڻ - بي عزت ڪرڻ - بد اخلاقيءَ سان ڳالهائڻ - آبرو وڃائڻ - مان لهرائڻ.

- گهٽ وڌ ڳالهائڻ: بي عزتي جهڙا لفظ ڳالهائڻ - گاريون ڳالهائڻ - اجائي ٻڪوات ڪرڻ.

- گهٽيرڙو ۽ گهٽيرڙا: ذ. صفت. گهٽيڙو - ٿورو گهٽ - البت ٿورو - ڪجهه ٿورو - ڪسو -

اوٺو- کهٽ- زائل. ڪم- ڇوٽو- ننڍو- هلڪو- لاڻيرو- ڪوتاهه.

- کهٽيرو ۽ کهٽيرا: ذ. صفت. کهٽيرڙو.

● کهٽ ۽ کهٽ: ذ. (سن. کهٽ= گهڙو). گهڙو- مٽ- پورو ٽانڊو. (سن. ڪٽ=نڙي). نڙي- نڙگهٽ. من. دل. خيال- ڌيان. ڪليجو- اندر- جگر- هنيو. وچ. دماغ. (سن. گهٽ= واٽ). رستو- گهاٽ- گهيڙ- پيچرو- لوگهو- لنگهه- گذر- ڪڙهه- پنڌيو- واٽ- گس- راهه- گهٽي- دڳ. سوراخ- تنگ. ٿورو- نقصان وارو- مقرر ڪيل انداز کان ٿورو. اٽڪل- رمز- تجويز- رٿ- ثاهه- منصوبو. بٽيءَ جي بند يا ڪڙ جي هيٺان رستو- گهاٽو. (ت). تلاءُ. (صورت بهار). پڪين ڦاسائڻ جو ڄار- دام.

- کهٽ اندر گهوڙا هڻڻ: وجود جي اندر هڪلون يا زور پريا آواز هڻڻ.

- کهٽ بنائڻ: لنگهه بنائڻ- رستو صاف ڪرڻ- دشمن کي موقعو ڏيڻ.

- کهٽ جو: اندر جو.

- کهٽ ڪرڻ: قابو ڪرڻ.

- کهٽ کهيڙ: ذ. لنگهه- پيچرو- واٽ.

- کهٽ کهيڙ جهلڻ: رستو روڪڻ- لنگهه تي ويهڻ.

- کهٽ ۾ پکيوان ويهڻ: رحم سان هلڻ- ڪهل سان هلڻ- قياس سان هلڻ.

- کهٽ ۾ ويهڻ: کهٽ ۾ وجهڻ- الهام ڏيڻ- پيغام ڏيڻ- اندر ۾ ويهڻ- بُڌ ۾ ويهڻ- سمجهه ۾ ويهڻ- عقل ۾ ويهڻ.

- کهٽ وٺڻ: لنگهه جي جاءِ تاڙڻ- رستو روڪڻ.

- کهٽئون: حرف جر. کهٽ مان- دروازي مان- لنگهه مان- لوگهي مان.

● کهٽ ۽ کهٽون: ث. (سن. کهٽ= ڦيرائڻ) هوا جي بندش- ڪاڙهو- رُڪ- گرمي- آهو- تپت- تاءُ- پُوسات- ڪرهرو- اوماهي- پُٽ- آڪرس- آپرس- ڪرپرو- رُنيو- هُڦ-

آڙنگ. ڦڪرو- صاف. نِوائي- نِهٽپُر- سانت- سانتيڪائي- سانت. روڪ- جهل- پَل. دباءُ- زور- پڪڙ- زبردستي- زوري. سوڙهه- تڪليف- ٻوسٽ. داب. بيماريءَ جو هڪ قسم (ٻوڪ وغيره کي ٿئي). نار يا هُرلي جو هڪ عضوو- وِٽي يا ڦتي کي جهلڻ لاءِ واڄهه يا زنجير جو ٽُڪر.

- کهٽائيتو ۽ کهٽائيتا: ذ. آڪرس- پُٽ- کهٽارو- رُڪارو- ڪاڙهائتو- تاٻش وارو- گرپرو- اوماهي.

- کهٽارو ۽ کهٽارا: ذ. آڪرس- پُٽ- کهٽائتو- رڪارو- ڪاڙهائتو- تاٻش وارو- گرپرو- اوماهي- رُڪائتو- بند.

- کهٽ پُوسات: ث. سوڙهه سنگهيڙ- ظلم زبردستي. تاءُ تپت.

- کهٽ ٿيڻ: هوا جو بند ٿيڻ- رُڪ ٿيڻ- گرمي ٿيڻ- پُوسات ٿيڻ- تپت ٿيڻ.

- کهٽڪار ۽ کهٽڪارون: ث. کهٽ- گرمي- آپس.

- کهٽ ڪرڻ: هوا بند ڪرڻ- تنگ ڪرڻ- واهون بند ڪرڻ.

● کهٽ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کهٽ ۽ کهٽ: ذ. کهونٽ- چڪو- چرون- لتپ- ڊُڪ.

● کهٽا ۽ کهٽائون: ث. ڪارن ڪڪرن جو ميڙ- برساتي بادلن جو مجموعو- گهاٽا ڪڪر- گڏيل بادل. ميڙ- پيهه- ڀيهه- هُجوم- هشام- پينڊ- ڪٽ- انبوهه.

● کهٽائڻ: مصدر. (پرا. کهٽاوَ. سن. کهٽ+ آئپ= ٿورو ڪرڻ). ٿورو ڪرڻ- کهٽ ڪرڻ- ڪٽڻ- ڪٽ ڪرڻ- ڪم ڪرڻ- سُسائڻ- انداز ٿورو ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ- (خرچ) کهٽائڻ- ڇانٽڻ- ڪفايت ڪرڻ- لاهڻ. شرمندو ڪرڻ. هٽ پتڻ- ڪنڌ مان ڪڍلي ڪيڻ. ڪيرائڻ. (کهٽايو- کهٽائيندو- کهٽايل).

- گھٽتاءُ: تخفيف - ڪٽت - لات - لاهه. بچت - ڪفايت - اِستخراجي عمل.
- گھٽتاءُ ڪرڻ: تخفيف ڪرڻ - ڪٽڻ - ٿورو ڪرڻ - لاهڻ - ڪفايت ڪرڻ. اِستخراجي عمل ڪرڻ.
- گھٽتائيندڙ شيءِ: اِستخراجي شيءِ.
● گھٽجڻ: مصدر. گھٽڻ - جهپجڻ - ڪٽيو ڪائڻ. (تپ) سُڙڻ - لهڻ - چِڄڻ - سُسڻ - ٿورو ٿيڻ - چنبڻ - چانگڻ - هٽڻ. (گھٽيو - گھٽندو - گھٽيل).
● گھُٽجڻ: مصدر. (سن. گھُٽَ = سوٽ ۾ ڏڪ هڻڻ يا بدلڻ). ٻُوساٽڻ - گھوگھو ڏيڻ - گھُٽو ڏيڻ. نڙي سوڙهي ٿيڻ. ساهه بند ٿيڻ - دم روڪجڻ. گھٽڻ - سوڙهو ڪرڻ - تنگ لڳڻ. ماٺ ڪرڻ - صبر ڪرڻ. ڍَڪجڻ. جوئر جو سنگ جو ڍڍي ۾ سُڪي وڃڻ. (گھُٽيو - گھُٽيندو - گھُٽيل).
● گھُٽِرُ ۽ گھُٽِرَ: ذ. گھوگھو ڏيندڙ - ساهه روڪيندڙ - ٻُوساٽيندڙ - گلو دٻائيندڙ - تنگ ڪندڙ.
● گھٽِڙو ۽ گھٽِڙا: ذ. ٻنڊر جي زمين ڪي هيٺان ڪاٺ جا ڏنل ٽُڪر (زمين کي جهلڻ لاءِ).
● گھٽڪُ ۽ گھٽڪَ (ٿ): ذ. خال - پور - ٻرگھل.
● گھُٽا: اسم خاص. ذات جو هڪ نالو.
● گھُٽِڪڻ (ل - ٿ): مصدر. ڊُڪ ڀرڻ - گَڙڪائڻ - ڳهڻ - آڳرڻ. گھٽڪو ڪائڻ - ڳيت ڏيڻ. ابرجڻ - ڏرڪڻ - ڏوگھڻ. ٻاٽيءَ جو نڙيءَ سان تڪليف سان هيٺ لهڻ. آٿوڙجڻ - دم روڪجڻ. (گھُٽڪيو - گھُٽڪندو - گھُٽڪيل).
- گھُٽڪو ۽ گھُٽڪا: ذ. ٻاٽيءَ ڀيڻ وقت نڙيءَ ۾ هيڏِڪو اچڻ جي حالت. ٻاٽيءَ جي اپ سُرڪي - ڊُڪ - ٻُڪَ. چڪي - هڪدم ڳيت. نڙيءَ کي صاف ڪرڻ جو اوزار. (ل - ٿ). ڏوگھ - ڏڙڪَ - آٿوڙ. واڍن جي هڪ اوزار جو نالو - رندو. (ل).

● گھُٽل ۽ گھُٽل: ذ. ميوي جو هڪ قسم، ترنج ۽ نارنج وانگر پن وڏا، بينگال ۾ ٿيندڙ، مندس ٻج ۽ لوڻ هاضمي لاءِ فائديمند ٿئي.
● گھٽنا ۽ گھٽنائون: ذ. (سن. گھٽنا). حادثو - واقعو - معاملو - ڳالهه - حالت.
● گھٽڻ: مصدر. (پرا. گھٽ + اي. سن. گھٽ = هاڻ، ٿورو ٿيڻ). ٿورو ٿيڻ - گھٽ ٿيڻ - گھٽجي وڃڻ - سُسِي وڃڻ - پُٺتي هٽڻ. تنگ ٿيڻ - ڪم ٿيڻ. پوڙهو ٿيڻ - چمار ۾ وڏو ٿيڻ. (گھٽيو - گھٽندو - گھٽيل).
● گھُٽڻ: مصدر. (پرا. گھُٽ. سن. گھُٽ = سوگھو جهلڻ). نڙيءَ کي گھٽڻ - ڳچيءَ کي جهلڻ - سوگھو جهلڻ - گھوگھو ڏيڻ - رَدُ ڪرڻ - ساهه ڪيڻ جي ڪوشش ڪرڻ. بند ڪرڻ - دٻائڻ. قابو ڪرڻ - نپوڙڻ - چيپوڙڻ - نِپڻ. (گھُٽيو - گھُٽندو - گھُٽيل).
● گھٽو ۽ گھٽا: ذ. گھيٽو - دُنبو. (جُونءِ جو) تولرُ - رِنبُ - ٿُلهي متاري جُونءِ - رَجهٽُ. رالديڪي جو هڪ قسم - عاج جو ٻال يا ڳوڙهو - ٻارن کي وندرائڻ لاءِ عاج جو مڏو چڏو (ڏاڳي ۾ ٻُوتل). ڪارِي جي ٻڙيءَ جو هڪ عضوو. اڏو جنهن تي ڪوهو ٻيٺهي آن کي قابو جهلڻ لاءِ پسون جي مٿان ڪاٺ جا ٽُڪر. (ڪ).
- گھٽو ٻنجڻ: ٿُلهو متارو ٿيڻ. ويڙهاڪو ٿيڻ - جهيڙاڪ ٿيڻ - فسادي ٿيڻ.
- گھٽو وَڃڻ: نقصان ٿيڻ - توٽو پوڻ - چيهي هيٺ اچڻ.
- گھٽي ٻُوساتَ: زور - ڏاڍ - جبَرُ - غضب - زور آوري - ڏاڍائي - دست درازي - دِبردَوُنسَ - زبردستي.
- گھٽي سِڪَ: اگٺ جي چِتن جو هڪ قسم.
● گھُٽو ۽ گھُٽا: ذ. گھوگھو - نڙيءَ تي زور ڏيئي جهلڻ سان ساهه گھٽجڻ واري حالت.
- گھُٽو ڏيڻ: نڙي بند ڪرڻ - ڳِٽر ڪان وٺڻ - گھوگھو ڏيئي مارڻ - سوڙهو ڪري مارڻ - ساهه

کهڻ. زور سان ڪا ڳالهه مڃائڻ. سود و وغيره ناهڻ. زبردستي ڪرڻ- ڏاڍ ڪرڻ- غضب ڪرڻ- دست درازي ڪرڻ.

- گهٽو کائڻ: غم کائڻ- صبر ڪرڻ- تحمل ڪرڻ- ڪنهن ڳالهه تان ٽري وڃڻ- پاسو ڪرڻ. نقصان جي خبر هوندي به سهي وڃڻ.

● گهٽورو ۽ گهٽورا (ڪ): ذ. نڙگهٽ- نڙي.

● گهٽوڙي ۽ گهٽوڙيون (ت): ث. جوان رڍ.

● گهٽهٽڙ: اسم خاص. تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهٽي ۽ گهٽيون: ث. (سن. گهٽ = وات) سوڙهن جاين جي وچ مان رستو- لنگهه- وات- شهري سڙڪ- ڪوءِ- ڳلي- گلي. ڪوچو- محلو- پاڙو- پتو- نشان- سرنامو.

- گهٽيون گهمڻ: نخرا ڪرڻ- ناز ڪرڻ. واهيات نموني گهمڻ- بي ڍنگي هلت وٺڻ. پرايا در ڏيکڻ- شهر شهر ڦرڻ- جدا جدا هنڌن تي تلاش ڪرڻ.

● گهٽي ۽ گهٽيون: ث. ننڍي پار ڪي ڏنل جلاب- سٽي.

● گهٽي سور: اسم خاص. ڪيرٿر جبل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● گهٽيڪا: اسم خاص. هنگلاج وڃڻ لاءِ پواني جي ڪوهي ڪان پوءِ بلوچستان جي پب جبلن ۾ وات تي جيڪي ور ۽ وراڪا آهن، تن کي عام طرح "گهٽيڪا" چوندا آهن. (اها سموري وات اهڙي تنگ ۽ ور وڪڙن سان آهي، جو جيڪڏهن هڪ قافلو هنگلاج ڏي پيو ويندو آهي ۽ ٻيو پريان پيو ايندو آهي ته پريان ئي هڪ ٻئي کي هڪل ڪري ٻهاري ڇڏيندا، ته اول هڪ قافلو لنگهي، ته پوءِ ٻئي جي لنگهڻ لاءِ جاءِ ٿئي، شاهه صاحب رحه انهيءَ تنگ وات کي "سوڙهو سڪڙ" به ڪوٺيو آهي). (هيلايا ۽ ڪينجهر ۳۳).

● گهٽپ ۽ گهٽپ: ذ. (سن. گرپ = جهلڻ). ڏر- سوراخ- ٻرگهل- ڇيد- سرنگهه- سل-

ٽونگ- ٽنگ. ڪانچو- ڪٽپ- گهاءُ- اونهو ٽڪ- ٽڪو- ڪٽ- وڍ- چيهه. گهٽپ- ڏنگ- ڏاب- چٻ- اوندا هي- گهٽي اوندا هي- گهنگهور- ٻاڏ اونداهي.

- گهٽپاتو ۽ گهٽپاتا: ذ. ٽاپو- ٻر ڪسڪ- ٽنڊو- آٽڙ- آڏيرو- ٽوڪر- باهڙ.

- گهٽپو ۽ گهٽپا (ل): ذ. وڍ- چيهو- گهاءُ- زخم- ٽڪو- ڪٽ.

● گهڇو ۽ گهڇان: ذ. (سن. گهن = شادي ۽ جو موقعو) گهنڊ- چيچ- ناچ ٽپا- کيل- مجلس- خوشي- دهل دماما. (سر حسيني ڳر).

● گهڇ ۽ گهڇ: ذ. گهٻ- ڪٻ- چٻ- خم- ڏنگ- نشان- چگهه- جهڪ- ڏڪ. (صفت). ڏاڍو ميرو- گدلو- گند- گندو- ڪنو- خراب. (ت).

- گهڇلو ۽ گهڇلا: ذ. صفت. ميرو- گدلو- ڪنو.

● گهڇ ۽ گهڇ (ل- ڪ): ذ. بيوقوف- نادان- بي مت- بي سمجهه- اڻ ڄاڻ. اگلو- بي سجلائتو- ڪچرو- ٻوس- چيگرو- ڍول ٻلاڙو- ميرو گچيرو- هلت چلت، پوشاڪ ۾ اپتو سپتو. (ث. گهڇلي ۽ گهڇليون).

- گهڇپال ۽ گهڇپال (ل): ذ. صفت. بيوقوف- بي سمجهه- بي عقل.

● گهچا ۽ گهچا: ذ. (جمع) آنڊا- پٽڪ- ڪرڦتي- چيٽو.

● گهچا ڪڍڻ: سخت سزا ڏيڻ- ڏاڍي مار ڏيڻ- ميڪت ڏيڻ- چپاٽڻ- ماري مات ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ- سور ڏيڻ- عذاب ڏيڻ.

● گهٽچيچ ۽ گهٽچيچون: ث. گنپا گيهه- ڏوڪ ڏوڪان- پيڙ- چپيات- سوڙهه- پيهه- ٻٽڪر ٻوسات- هجوم- گوڙ- ميڙ- انبوهه- جٿو- گهمسان- جهڳٽو.

● گهٽچٽر ۽ گهٽچٽر: ذ. گهڙيال جي پليٽ تي مترڪي جا ٽڪ- گهڙيال جا ٽڪا- ڏچڙ- ٽڪا ٺوڪي- شور- غل- غوغاءُ- آواز. نقصان- چوٽ- ٽڪ- ڪوٽ.

● گھِچَڪَ ۽ گھِچَڪُون: ث. اسي مٿاڇري ۾ ڪجھ ڪاڏ وارو پاڳو - ڪَڙڙ.

● گھَچِڪو ۽ گھَچِڪا: ذ. لوڏو - ٽيلهو - رهنو - گھِڪو - ڪَهنو. جنڊ جي اڻپوري هلڻ جو آواز - جنڊ هلندي هلندي ڪنهن جاءِ تي زور ڏياري ۽ آواز مٽائي - ڪنهن هلندڙ شئي جي آواز جي ستاستا.

● گھِچِڻُ ۽ گھِچڻُون: ث. ڏُبڻ - ڪِرڻ - چور ڪَپ.

● گھِچڻُ: مصدر. (ڪَپ وغيره ۾) ڪِرڻ - ڳِڻ - ڳپي اچڻ - ڳچڻ (ٽُنگ وغيره ۾). گھڙڻ - وڃڻ - ڦاسڻ. پورو اچڻ (جاءِ ۾). ٻُڏڻ - برباد ٿيڻ. (گھِچيو - گھِچِنڊو - گھِچيل).

● گھُچڻُ: مصدر. وجھڻ - گھيڙڻ - ڦاسائڻ - اڙڪائڻ - لنگھائڻ. تنگ ڪرڻ - گھُچا هڻڻ (لاٺون ڪي). (گھُچيو - گھُچيندو - گھُچيل).

– گھُچو ۽ گھُچا: ذ. هڪ لاٺون ڪي ٻئي جي ڇھنب مان ڏڪ هڻي ڪيل ٺونگ.

● گھُچِي ۽ گھُچِيُون: ذ. صفت. ڪنهن ڳالھ تان ڦري وڃڻ واري حالت - ڦيري - ڦِڙتِي.

– گھُچِي کائِڻُ: ڦيري کائڻ - ڦِڙتِي کائڻ - ڦِري وڃڻ.

● گھِڏِڪڻُ: ٿيلڻ - لِچِڪڻ - ڏَڪڻ.

"گھِڏِڪِي آيا گھوٽ وچينءَ جي واردات تي"
(ڄام خان).

● گھِڏَڻُ: مصدر. (سن. گھَٽ = ڦيرا پائڻ). ڏُڏَڻُ - ڏَڪڻ - ڪنبڻ - جھولڻ - آتڙڻ - جھمڪڻ - اچڻ وڃڻ. جھوٽا کائڻ - ھنڪيون کائڻ - اونجھرڻ - گھوماٽڻ - ڪُلهن تي ڪٽي ڦيري پائڻ. (گھِڏيو - گھڏَنڊو - گھِڏيلُ).

● گھَٽَ ۽ گھَٽُون: ث. جانور جو هڪ قسم - جھنگلي رڍَ.

● گھَرُ ۽ گھَرَ: ذ. (سن. گرُهَ = گھر). رهڻ جي جاءِ - جاءِ - مڪان - آجھو - جھُڳو - چونڪي - چونرو - ڇنو - سنٿهُ - لانڍي - صفو - ڪوٺو - بنگلو - محلات. ڇپر - ڇانءُ - پونگو.

هنڌ - پيٽي - پَٽُ - گھاٽ. آڏو - پاٿاري - ڏَرُ - غار - ڇُر - آکيرو. ٽنگ - ٻير - ٻرڙ. گھر ٻار - آل اولاد - ماگھر - ٻَرُوار - آڪھ - عيال - قبيلو - خان مان - گھر جا ڀاتي. فرقو - ڪوفو - پنٿ - پات - بيک - پکب - مت - سمپرداي. مذهبي حڪم. ڪنهن شئي جي رکڻ لاءِ پيتڙي. خانو. پيالو. برج - راس.

– گھَراڻو ۽ گھَراڻا: ذ. صفت. گھر جو - گھرو - گھر جو نهيل - گھريچو - خانگي. وڏي گھراڻي جو - خانداني.

– گھَراڻيتو ۽ گھَراڻيتا: ذ. صفت. شاهاڻو - بنيادي - اصل - نسل - آنس - خانداني - ڪُل. گھراڻو - وڏي گھراڻي وارو.

– گھَراڻِي ۽ گھَراڻِيُون: ث. گھر ڏياڻي - گھر ڏڻِي.

– گھَرُ ٻارُ ۽ گھَرُ ٻارَ: ذ. ٻار ٻچا - ڪُٽنب - عيال - اطفال - جاءِ - ٽڪاڻو - هنڌ. قبيلو - ڪل - نسل - آل و اولاد - خاندان - گھراڻو - گھر.

– گھَر (۾) ٻارَڻُ: جھيڙو اٿارڻ - فساد جا ڳاٺڻ - جھڳڙو مچائڻ - ٻن جي وچ ۾ لائِي چائِي ڪرڻ.

– گھَرُ ٻاري ڏِياري ڪَرَڻُ: ٿوري ڏيکاءَ لاءِ گھڻو نقصان ڪرڻ - پرائي ماڙي ڏسي پنهنجو پونگو ڊاهڻ - ٿوري آهت تي گھڻو خرچ ڪرڻ.

– گھَرُ ٻَڌَڻُ: صلاح ڪرڻ - پاڻ ۾ اتفاق ڪرڻ - گھر جا ڀاتي اتحاد ۾ رکڻ - يڪراءِ ٿيڻ.

– گھَرُ ڀَڃَڻُ: چوري ڪرڻ - نڳي ڪرڻ - نقصان ڪرڻ.

– گھَرُ ڀَڳو: ذ. صفت. رَنڙُ. (ث. گھر ڀڳي).

– گھَرَ ڀَڳِي ۽ گھَرَ ڀَڳِيُون: ث. گھر جي ڪم مان واقف - گھر جي حال مان ڄاڻو - سليقہ مند - پوشيده.

– گھَرَ ڀَڳِي هُجَڻُ: گھر جي ڪم مان واقف هئڻ - گھر جي حال مان ڄاڻو هئڻ - سليقہ مند هئڻ - پوشيده هئڻ.

– گھَرَ ٽٽڻو ٿِيڻُ: گھر سڙي وڃڻ - نقصان ٿيڻ - گھر کي باھ لڳڻ.

▬ گهومُو ج گهومُو: سياح - رلندڙ - گهمندڙ - ڦرندڙ - ٿرندڙ - پتڪندڙ. رولاڪ - ٿولاڪ - رول - پينانگ - سٺيارو. ڳولو. (ت).

● گهوماٽڻُ: مصدر. اُداس ٿيڻ - غمگين ٿيڻ - دلگير ٿيڻ - ڏک ۾ بيهوش ٿيڻ - ارمان ۾ اچڻ - رنج ٿيڻ - مخمور ٿيڻ - مُنجهڻ - موڳو ٿيڻ. ڪاوڙ سبب شور ۾ رهڻ. (ت). (گهوماٽيو - گهوماٽيندو - گهوماٽيل).

▬ گهوُماٽَ ج گهوماٽُون: ث. آداسائي - غمگين - نراسائي - دلگيري - بي هوشي - مدهوشي - مخموري. ڪينجهه - ڪٺڪ - سُورُ - ارمان - رنج - غم - الم.

▬ گهوماٽِجڻُ: مصدر. ڏکوئجڻ - دلگير جڻ - اداسجڻ - ڪومائجڻ سسجڻ - سوڙهو ٿيڻ - مُنجهه ۾ اچڻ - تنگ دل ٿيڻ. ٻوٽڙو ٿيڻ. سُڪجي وڃڻ.

● گهوماٽِيُ ج گهوماٽِيُون: ث. (مغز ۾) ڦيري - چڪر - پنواٽي.

▬ گهوماٽِيُ کائِڻُ: ڦيري کائڻ - چڪري اچڻ - پنواٽي کائڻ - ڪلابازي کائڻ - ٿابو کائڻ - ڏڪ سهڻُ.

▬ گهوتَرَ (ت): ٻارن جي راند جو هڪ قسم.

● گهوُموُ ج گهوُما: ذ. پکين ڦاسائڻ واسطي ڄَ جو هڪ قسم.

● گهسونٽُ ج گهسونٽَ (ت): ذ. ڍُڪُ - لپَ - ذرو.

● گهونسڻُ (ڪ): مصدر. کهائڻ - ڦيرائڻ - هلائڻ - چڪر ڏيارڻ - ڦيري ڏيارڻ - گهمري ڏيارڻ. (گهونسيو - گهونسيندو - گهونسيل).

● گهونگهاٽُ ج گهونگهاٽَ: ذ. هوا جو زورائتو آواز - طوفان جو شور و غل - لاٽئون جو رنگات. منهن ڍڪڻ واري حالت - گهونگهٽ - پڙدو.

▬ گهونگهٽُ ج گهونگهٽَ: ذ. منهن تي پيل ڪپڙو - برقعو - نقاب - مرقعو - پردو - چاري - لباس - ڍڪ - پوش - ٻُڪُل - پوڪاني - لِڪُ - چِپُ. گهنڊ - ناز. حجاب. هوا جو زور پريو آواز - شور - غل - گوگاءُ. آلت جي اڳيان وارو چمڙو.

● گهونگهيچِي ج گهونگهيچِيُون: ث. جيت جو قسم (هيءَ جيت ڳاڙهي رنگ ۽ ان جي مٿي ۾ ڪارو داغ، ٻه قسم هڪڙو سٺيون قسم ۽ ٻيو اڇي رنگ تي هن کي سنڌيءَ ۾ ريتون چوندا آهن). دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر. صرافڪو تورو - رتي - چيٽوني.

▬ گهونگهٽڻُ: ذ. جيت جو هڪ قسم (سيرانجهڙي رنگ تي راهتن جي دائي جيترو، ٽيڙ تپ لاءِ مفيد، ڪپڙي ۾ ٻڌي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏجي). (ف - ج).

● گهونگهيٽُو ج گهونگهيٽا: جيت جو هڪ قسم (هيءَ گهٽو ڪري سترن جي ڪانن اندر رهندا آهن ۽ هن جي بدبوءِ مُنگهڻ ڪان ٻه وڌيڪ خراب آهي).

● گهونگهوُ (ت): ذ. ڪنين سان ڪاري رنگ جي جيت جو هڪ قسم.

● گهوُن گهوُن: (آواز) مکين جو آواز - ماکي جي مکين جي ڀُون ڀُون. پونئرن جي اُڏامڻ جو آواز - لاٽئونءَ جو گهوگهاٽ.

● گهوُئِڻُ: مصدر. ڏِڪا کائڻ.

● گهوُئِي ج گهوئِيُون: ث. ٻوڙ ۾ ڦرتيءَ بدلائيندو رُخُ - قلابازي - ڦيرو - گهُمُتَ - گومي - گساءُ - سوڙو - ٻهانو - نٺاءُ - گوٽنات - گسگساءُ - تسار آنڪائي. اچ سيان (ڪرڻ) - رکب رکان - دارمدار. اجايو پنڌ. (ت).

▬ گهوئِيُ تي اچڻُ: درگاهه تي ڦيرو ڪرڻ. باس باسڻ. زيارت ڪرڻ.

"انديون اکيون جن، تن کي گهوئي وارو گهاڙو".

▬ گهوُئِيُ ڪَرَڻُ: گهمُرو ڪرڻ - ڦيرو ڪرڻ.

● گهٽئُون (ل): ذ. اکين جي ڍَپَ جو هڪ قسم.

● گهيئِبتُ ج گهيئِبتَ (ل): ذ. ٻار جو روساڻو - کيتو - ڪروڌ - ڪل ڪل - ضد.

● ڪِهِيتارَڻُ (ت): مصدر. ڏ تارڻ - دلبو ڏيڻ - پَتيلائڻ - ٻتالڻ - سنجهائڻ. ٻتلائڻ. راضي ڪرڻ - پرچائڻ - پيار سان ميڄائڻ. ڪجهه لالچ ڏيئي ڪا شيءِ وٺڻ. (ڪِهِيتاريو - ڪِهِيتاريند و - ڪِهِيتاريل).

- ڪِهِيتِلوُ ۽ ڪِهِيتِلا: ذ. (پرا. گهت = جتي. سن. ڪهيتِ) اونچي نوڪَ سان قديم جتيءَ جو هڪ قسم، اڪثر ملتان ۾ ٿئي. ديسي جتيءَ جو هڪ قسم - ويڪري جتي - چپلو - ڪرڪڻ - موچڙو - جوتو - موزو. پرت واري جتي. ٿوري فرق واري جتي جا پير ۾ پائڻ سان پوري ٿي وڃي.

"ملتاني ڪهيتلو، سڀ ڪنهن جي پير ۾ پورو" (جملو).

- ڪِهِيتِلوُ ٿِيڻُ: هري وڃڻ - سڀ جو سونهون ٿيڻ. هلڪي طبيعت وارو ٿيڻ - ڦلهڙو ٿيڻ - فصل ٻتيرو هئڻ - ٻڪيو هئڻ - ٽرڙو هئڻ.

- ڪِهِيتِلوُ هُئڻُ (ملتاني): سڀڪنهن جي سنگت ۾ هئڻ. سڀڪنهن خيال جي آدمي سان ٺهي وڃڻ - ڦرٽو کهرٽو هئڻ - ڦلهڙو هئڻ.

● ڪِهِيتوُ ۽ ڪِهِيتا: ذ. جانور جو هڪ قسم - کهتو - دُنبو - ڪُڪُ - ٻرو. (ث. ڪهيتي ۽ ڪهيتيون).

- ڪِهِيتِڪِيُ (ت): ث. ننڍڙي رِڍَ.

- ڪِهِيتي پُڇُ (ڪ): جهنگ جي ڏُٿَ جو هڪ قسم.

- ڪِهِيتِيوُ: ذ. ڪهيتي جو ننڍو ڦَرُ يا ٻچو.

● ڪِهِيتِڪَ ۽ ڪِهِيتِڪُونُ (ڪ): ث. ڪارڪ جي ڪڪڙي - دَڏِڙو - ڪارڪ جو ٻج.

● ڪِهِيڇُپَ ۽ ڪِهِيڇُپُونُ (ت): ث. چِڪَ - ڪِتپَ - چِڪِڻ - چِڪڙ.

● ڪِهِيڇا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪِهِيڇَڻُ: مصدر. ڪَهِڇَڻُ - رَهڻُ - ڪسائڻ - هڙڻ. ڪِهرَڻ - ڏِڪڻ - ڍلهڻ. لوڏڻ. ڳوهڻ - مَلڻ - منڊڻ - مڪولڻ. (ل). تائڻ - چِڪڻ. (ڪهيڇيو - ڪهيڇيند و - ڪهيڇيل).

- ڪِهِيڇُ ۽ ڪِهِيڇَ: ث. لوڏو - ڏوڏو - ڪهڏڪو. دَٻَ - زور.

- ڪِهِيڇا ڏِيڻُ: لوڏا ڏيڻ - ڏوڏا ڏيڻ. دَٻَ ڏيڻ - زور ڏيڻ.

- ڪِهِيڇائِڻُ: پيچائڻ - پيهڻ - لنگهائڻ - پيهائڻ - گهيرڻ - ڦاسائڻ - ڪيهچڻ.

● ڪِهِيڇَ ٻچا: (ل). آنڊا ڳجُون.

"احمد بندوق سان ٻلا جا ڪهيچ ٻچا ڪيدي ڇڏيا".

- ڪِهِيڇَ ٻچا چاڙهڻُ: ٻار ٻچا پيڙهڻ - ڏيڻ دنيا کان ڪيڻ - کهرکهات جو نہ رکڻ - دربدر ڪرڻ - نقصان هيٺ آڻڻ.

- ڪِهِيڇوُ ۽ ڪِهِيڇا: ذ. ڏڪو - جهاڪو - ٽيلهو - لوڏو - ٿابو - رهڙو هيٺ مٿي - اندر ٻاهر ٿيڻ واري حالت. آٿ جو لوڏو - ڏوڏو. کهانگهو - ڳت - چِڪَ - چِٻي.

● ڪِهِيرُ ۽ ڪِهِيرُونُ: ث. (سن. ڪِهڙ = پکيڙ) پکيڙ - گردو - کهيرو - چلائون ليڪو - گول - گيل - ڦيرو - وَرُ. خلاصائي - کهرکهلائي - موڪرائي - ويڪراڻ - چڪرُ. وَٽَ - ڪناري - اوباري - ڏوري. چولي جي داوَڻ - دامن - پهراڻ جو گردو. پٽڙو. ڦيتل يا ڪريل ڪير - ڏؤنرو - چاول ڪير. گهاتو ڏڌ - ڪتو - جهڻ - لسي - مهي. ڦيرَ - زماني جا لاها چاڙها. (ت).

- ڪِهِيرِدارُ ۽ ڪِهِيردار: ذ. سوڪرو - ويڪرو - ڪشادو - خلاصو - کهرکهلو. ڪهيري وارو - وٽ وارو - ڦيردار.

● ڪِهِيرُ ۽ ڪِهِيرَ: ذ. ڏسو ڪِهِيڙُ. کهيرو - گشت - دورو. ٻيڙيءَ جي آڏ جي هيٺين ڪپيءَ وارو رسو - ڦلميءَ جي لاهڻ چاڙهڻ جو رسو.

- ڪِهيرَ ڪهتَ: رستا - واٽون - پيچرا - لنگهه - گهاٽ - جايون - تڙَ - کهيڙ کهتَ.

● ڪِهيرَٽُ ۽ ڪِهيرَٽَ: ذ. (سن. ڪهورڻ = ڪهمڻ) ننڊ جو جهوٽو - رونءِ - ڊُونڪو - ٻِڪي - بيخبري - ننڊاڪڙائي - گرد نواحي - اوسو پاسو - ڪهيرو. مايا جو نشو - ڌَن جو ڊؤ - مال جي طاقت.

● ڪِهير جو لَڪُ: (اسم خاص). ڪيرٿر جبل ۾ هڪ لڪَ جو نالو.

● کهيرَڻُ: مصدر. (سن. کهورڻ = کهمڻ) ويڙهڻ - وَڪوڙڻ - ڦاسائڻ - سوڙهو ڪرڻ - پڪڙڻ. وَرَ ۾ ڪرڻ - وراڪو ڏيڻ - وراڪڻ - ڦيري ۾ آڻڻ - چڪر ۾ آڻڻ - ورائي گڏ ڪرڻ - گهيرو ڪرڻ - چوڌاري ڦاسائڻ - چوڌاري جهلڻ. قبضو ڪرڻ - هٿ ڪرڻ - بند ڪرڻ. ڪارڻ - سيلڻ.

- کهيرو ۽ کهيرا: ذ. گول جي پاهرين حد واري ليڪ - گردو - ويڙهو - وراڪو - گولائين ليڪ - ڦيرو - دائرو - منڊل - چڪرُ. چوگرد - چوڌاري - ناڪابندي - پُسوساٽ. گرد نواحي - چارئي طرف بند - چڪ تاڻ - ٻچ. ڏکهائي - لنبائي. موڪر - ويڪر - اوچ - آيتو - بچاءُ - ان رس. پيڙي جو شيڪلو - کوهو. لاڪوٽو - گوڏ - منجهه - منجهلو. (ت). واقف - ڏٺل. پاڻيءَ ۾ هيٺ ويندڙ ٽوبو. (صفت). چالاڪ - داناءُ.

- کهيرو ٿيڻُ: واقف ٿيڻ.

- کهيرو رَکڻُ: گهٽو اچڻ - هر هر اچڻ.

- کهيرو ڪَرَڻُ: محاصره ڪرڻ - چئني طرفن کان ڦري اچڻ - قبضي ۾ ڪرڻ - هٿ ڪرڻ - ڦاسائڻ. حلقي ۾ آڻڻ. ويڙهي وجهڻ - سوڙهو ڪرڻ - واهون بند ڪرڻ - ناڪابندي ڪرڻ - وڪوڙڻ.

- کهيرو وِجهڻُ: ويڙهڻ - کهيرڻ - سوڙهو ڪرڻ - واهون بند ڪرڻ - ڦاسائڻ - ناڪابندي ڪرڻ - گهٽ جهلڻ - رستا روڪڻ.

- کهيري ۾ اچڻُ: نرغي ۾ اچڻ - وَڪڙ ۾ اچڻ - وَٽ ۾ اچڻ - وراڪي ۾ اچڻ - گردي ۾ اچڻ.

● کهيڙُ ۽ کهيڙَ: ذ. (سن. کهٽ = واٽ) درياهه ۾ کهڙڻ جو هنڌ - پتڻُ - تڙُ - جاءِ - لنگهه - رستو - گهٽُ - گهيرُ - لانگهو. سيڙو. (سن. کهرش = مهٽڻ) وجهه - حملو. ڪاهه (ڏ مر). نرَ ڏاند جي اڳين ڄنگهن مٿان پٺيءَ تي هڪ اَن جي ٿوهي وانگر گوشت جو اڀريل ٽڪر - ڪڏوُنٽَ (ڪ).

- کهيڙان: کهيڙَ کان

"کهيڙان ڪري نه کهوڙ، تڙ تڪڙ کان نه ٿهي"

(سر سهڻي. شاهه).

- کهيڙَنُ مانُ لنگهڻُ: ڪنهن تانگهي يا لاهيءَ واري هنڌ کان لنگهڻ. مشڪلاتن مان پار پوڻ - تڪليفون حل ڪرڻ - ڏکين رستن مان پار ٿيڻ - صدما سهڻ - ڏکَ ڇپائڻ.

- کهيڙي گهٽَ: گهٽَ ۾ گهڙيئي - گهچيءَ يا نڙيءَ ۾ وِڏَئي. ڪليجي ۾ وڏئي. (سر ڏهر - شاهه).

● کهيڙڻُ: مصدر. (سن. گرهڻ) ويڙهڻ - وڪوڙڻ - جهلڻ. گهڙڻ - گهڙي وجهڻ - چپائڻ - کهيڙائڻ - پيهارڻ - ٽنبڻ - ڏوڪڻ - ٽنگ ڪرڻ - اندر ڪرڻ - اندر دَٻڻ - ڏوڪڻ. ڪم ۾ لڳائڻ. (کهيڙيو - کهيڙيندو - کهيڙيل).

- کهيڙو ۽ کهيڙا: ذ. گيڙو - گهمرو - ڦيرو - چڪرُ. نار يا هرلي جو چڪر. گردش - ڦيرو.

● کهيڙُو ۽ کهيڙُوُ: ذ. صفت. پاڻيءَ ۾ گهڙندڙ.

● کهيسو ۽ کهيسا: ذ. (سن. کهوري + ش = مهٽڻ) گاٺ - گيسو - ليڪو - نشان - داغ - لينگهو - گهڪو. زور - دٻاءُ - دٻوچُ.

● کهيڪ ۽ کهيڪُون (ل): ث. اَن جي گوڙ جو آواز. وچ ۾ ڳالهائڻ واري حالت. تمام ٿلهي.

● کهيلَ ۽ کهيلُون: ث. ڊيگهه - ويڪر - موڪر - ڪشادگي.

● کهيڻيا: ڏاچوري - ڏاچورا. نئيڙا ڪاوا ڦر. "ڏاچوري ڪيڏي چڏڻ".

● کهينگهڻ ۽ کهينگهڻ: ذ. وڻن کي زبان ڪندڙ جيت جو هڪ قسم - ٽڏ ٽي. ڳريل موتي.

● کهينگهڻ مالا: اڳوٺ مان گڏ ڀاڪڙي مان کهينگهڻ ڳنڍيل رسو. (آڻ هلڻ مهل خوب چم چم جو آواز ڪندو آهي).

● کهينگهو ۽ کهينگها: ذ. نڪ جي غلاظت - زڪام جو سڪل ڳوڙهو. ٽڏڻ جو قسم. ڏرڙو - سنهو - تمام ڏٻرو.

● کهيڙُ ۽ کهيڙَ: ذ. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم (پٺ جي جنس مان پاسا ونجڻي مثل).

# گـــا

● گَنگوُ: ديھہ جو نالو ۽ تپو شجاع جکرو ۽ تعلقو شهداد پور ۽ ضلعو نواب شاھہ.

# ل

ل: ذ. سنڌي الف - بي جو پنجيتاليهون - عربيءَ جو ٽيويهون - فارسيءَ جو ستاويهون ۽ سنسڪرت جو اناويهون اَکرُ - ابجد موجب سندس عدد ٽيهہ. اُچار اُنس "لامُ".

● لاَ: حرف نَفِيُ. (ع. لاَ = نَہ). نَہ - ناڪارَ. بَغَيرُ - بِنان - ڪانسواءِ. مرڪبات ۾ لفظن جي اڳيان اچي 'نہ' جي معنيٰ ڏيڪاريندڙ لفظ. جيئن "لاشڪ، لاثاني وغيره". دنيوي ديوتائن يا خُدائن جو اِنڪار - ڪلمي توحيد جو پهريون حَرْفُ، (جنهن سان سيني دنياوي ديوتائن جو انڪار ڪجي). عدم. نَفِيُ - نيستي. (سر معذوري گر).

- لا اِلٰه اِلاّ اللّٰهُ: (ع). توحيد جو هڪ ڪلمو. خدا ڪان سواءِ ڪو بہ معبود (عبادت جو لائق) ناهي.

- لاَ آبالِيُ: صفت. (ع. لاَ آبالِيُ = بي پرواه). بي پرواهُ - بي خوفُ - بي خَطَرُ - بي باڪ - دلير. بي فڪر - غافل. لاغرض يا الغرض (پرما). دين دنيا ڪان آزاد. لا مذهب. خدا ۽ رسول جو مُنڪر.

- لاَ اُبَالِيُ: صفت. (ع. لا آبالِيُ = بي پرواه). لا آبالِيُ.

- لابُدُ: صفت. (ع). بي واهو - بي وسيلو. بيوس - لاچارُ - بي پُهُچُ - نِڌَڪو - عاجِزُ - آپالو. (شرت). محتاج - گهرجائتو. بي اختيارُ - لا علاجُ. ضروري - اَوَسُ ٿيڻو - اَڻَ ٽَرَ. (ظرف). ضرور - اَوَس - جائي - بلاشڪ.

- لاَ تَعَدُ: صفت. (ع). ڳڻَڻَ ڪان ٻاهر - بي حساب - بيشُمار - تمام گهڻو.

- لاَ تَعْدادُ: صفت. (ع). ڳڻَڻَ ڪان ٻاهر - تمام گهڻو - بي حسابُ.

- لاَ تَڪُ (ت): صفت. (ع). بي پرواه - لا غرض - بي خوف. (ظرف). لاشڪ - تحقيق - بي شڪ.

- لا تَقْنَطُوا: جملو (ع). نہ مايوس ٿيو.

- لاَ ثانِيُ: صفت. (ع). پنهنجو مَٽُ پاڻ - جنهن جهڙو ٻيو نہ هجي - بي مقابل - يگانہ. بي مثل. بي نظير - يگانو - يڪتا.

- لاَجَرَمُ: ظرف. (ع). بلاشڪ - بي شڪ - تحقيق - پڪَ سان - البت.

- لاَجَوابُ: صفت. (ع). سوال جو جواب نہ ڏيئي سگهندڙ - مُنْهُن بند - سات ۾ - خاموش - چُپ. (اهو سوال) جنهن جو جواب نہ هجي - سُنجهِيَلُ. بي جواب. قائل. ڪَٽنْدڙُ. لاثاني - بي نَظِيرُ - بي مثل - يَڪْتا - يگانو. انمول - امُلهہ. نِرالو - انوکو.

- لاجَوابُ ڪَرَڻُ: مات ڪرائڻ - بس ڪرائڻ - پُنُجوُ ڏيئي ڇڏڻ - (بحث ۾) ٻيهارڻ (ڪنهن جي زبان) بند ڪرائڻ - رَدُ ڏيڻ - تَرديد ڪرڻ - کنڊن ڪرڻ - قائل ڪرائڻ.

- لاجَوابُ ڪَري ڇَڏِڻُ: جواب ڏيڻ جي ڪابہ گهٽي نہ ڇڏڻ. مُنهن بند ڪري ڇڏڻ چپ ڪرائي ڇڏڻ. مجبور ڪري ڇڏڻ - مات ڪرڻ.

- لاَ جو لِيڪو لَنگهڻُ: پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪرڻ - نفيءَ منجهان اثبات کي پهچڻ. خدا جي راه ۾ سِر ڏئي هميشہ لاءِ جيئڻ.

- لاَچارُ: صفت. (ع. لاَ = نہ + ف. چارَهُ = علاج). بنا چاري - لا علاج - ناگزير - جنهن جو چارو نہ هجي - ناچار - مجبور - بي وس - عاجز. مغلوب. اپاهج - محتاج - معذور. غريب - مُفلس - ڪنگال - قدرت نہ رکندڙ - ويچارو - بي نَوا - بي ڪس. (آصفيہ). بي پهچ - نِدر - آپالو. (شرت). بي واهو - بي وسيلو - آوَمُ - نِڌَڪو - آڌِيُنُ - زچُ. بلا علاج - نِرُ آپاءُ. زورِيءَ ڪَرايَلُ - زور ڪري - زبَرُدَستيءَ جو - اڻ سهائيندو. مسڪين - دَرُ دَرِيُ - تِهِيُ دَستُ - ڪنّل - بي ملڪيت - اتابو - نِرُ ڌَنِيُ. بلڪل هيٺو - ضعيف - ڪمزور - نربل - دربل - ڪَمُ هِيڻُ.

- لاَچارُ ٿِيَڻُ: لا علاج ٿيڻ - مجبور ٿيڻ - بي وس ٿيڻ - عاجز ٿيڻ. اپاهج ٿيڻ - محتاج ٿيڻ. معذور ٿيڻ. معطل ٿيڻ - بيڪار ٿيڻ. هارائڻ - هارڻ. مفلس ٿيڻ - ڪنگال ٿيڻ - تنگدست ٿيڻ. (آصفيہ). مغلوب ٿيڻ - ٿڪَڻُ.

- لا چارُ ڪَرَڻُ: مجبور ڪرڻ - بي وس ڪرڻ - عاجز ڪرڻ. اپاهج ڪرڻ - محتاج ڪرڻ. متعذور ڪرڻ. مفلس بنائڻ - تنگدست ڪرڻ. نِڪمو ڪرڻ - بيڪار ڪرڻ.

- لاچارِيُ ٤ لاچارِيُونُ: ث. اڻ سَرِندي. دُرڪتي - اڻ هُوند - تنگي - هيڻتا - ڪنگالپڻو. ضرورت - گهُرج - گُپُ - حاجت. جيئن تہ: لاچار کي سڀ روا = لاچار کي يا ضرورت مهل سڀ ڪجهه ڪرڻ روا). مجبوري - بيوَسي - عاجزي - محتاجي - ناچاري - بي ڪسي. غريبي - ڪنگلائي.

- لاحاصِلُ: صفت. (ع. لاحاصل = بي سُودُ) بي فائدو - بنا نفعي - بي سُود. فضول. (آصفيہ). لِسقَلُ - بي قَرُ. وِثَرتُ - اڪيارٿو - اجايو - مڪٿو. بي آثار - تلهو - سُڃو - ويرانُ.

- لاحَدُّ: صفت. (ع). بنان حَد - التنتُ - بي حد - اپار. (شرت). حد کان ٻاهر. بي انتها - اتِينتُ - ڪُلِي - مُطلَقُ - اڪَلُ (پَنَدُ) - بي مند و. لامَڪانُ.

- لاحَلُّ: صفت. (ع. لاحَلُّ = ڏُکيو). حَلُ نہ ٿيندڙ - ڏکيو - ڪَٺِنُ - دُشوار - مشڪل. جو سمجهي نہ سگهجي. جنهن جو حل نہ ٿئي - مُنجهيل.

- لاحَوُلُ: ڪلمو. (ع. لاحَولُ = ناهي قُوَّتَ) ناهي قُوَتَ - زورءِ توانائي ناهي. لعنت ءِ ڦٽڪار. شيطان کي ڀڄائڻ جو ڪلمو.

- لاحَوُلُ پَڙهَڻُ: لعنت ڪرڻ - نفرت ڏيکارڻ. بيزار ٿيڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. بُرو سمجهڻ. پناهہ گهرڻ. شيطاني (غصي) کي ٽارڻ لاءِ خدا جي قوت ءِ طاقت ذهن ۾ لائڻ لاءِ (ڪلمو) لاحَولَ وَلا قُوَّتَ اِلّا بِاللّٰه پڙهڻ.

- لاخِراجُ: صفت. (ع. لاخِراجُ - بنا ڍِلَ). (اها زمين) جنهن جي ڍل سرڪار کي ڏيڻي نہ پوي - بي باج - معافي - بنان ڍِلَ.

- لادَعوِيٰ: (صفت). (ع. لادَعوِيٰ = بي دَعوِيٰ). بي دَعوِيٰ - دست برداري - بي غرض - دست بردار. درگذر. (آصفيہ). جنهن جو حق نہ هجي - بي واسطہ - لاتعلق. تَرڪ - تياڳ نامو - زور نہ رکندڙ. قبضو ڇڏيندڙ - دعوِيٰ ڦٽي ڪندڙ.

- لادَعوِيٰ ڪَرَڻُ: وارث نہ ٺهرائڻ. رد ڪرڻ.

- لادَوا: صفت. (ع. لادَوا = لاعلاج). بنان دوا يا علاج - لاعلاج - بي علاج. تمام گهڻو بيمار. اسادِيہ.

- لادِينِيُ: ث. ڪوبہ دين مذهب نہ هئڻ واري حالت - بي ديني - ڪُفر.

**- لارَيْبَ:** صفت . (ع . لارَيْبَ = بي شڪ) بي شڪ - بنان شڪ شبہ جي - تحقيق . يقيناً . نسچي - پڪ سان .

**- لازَوالُ:** ذ . صفت . (ع . لازوالُ = غيرفاني) جنهن کي زوال نہ هجي - غير فاني - ازلي - ابدِي . (آصفيہ) . قديم . جيڪو ناس نہ ٿئي - ابناسي - امر . هميشه هجڻ وارو . اننُت .

**- لاشَرِيڪُ:** صفت . (ع) . لاثاني . لامُقابل . جنهن جو ڪو شريڪ نہ هجي (خدا تعاليٰ) . بي مقابل . (اسم خاص) . خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو .

**- لاشڪَ:** ظرف . (ع) . بنان شڪَ - بي شڪ . حقيقتاً - بلاشڪ - درست - لابُدُ - لاجرَمِ .

**- لاطَمَعَ:** صفت . (ع) . بنان طمع - بي مطلب - نِسڀُوار ٿيِي . بي ريائيءَ جو . نِشڪام .

**- لاعِلاجَ:** صفت . (ع . لاعِلاجُ = لادَوا) . جنهن جو علاج ٿي نہ سگهي - لادَوا . لاچار - مجبور . اساڌِيہ . نہ چڱو ٿيڻ جهڙو - ناسُور . (ڳاجرا) .

**- لاغَرَضُ:** صفت . (ع) . غافل - بي پرواهہ - بي فڪر - بي خيالو - لاپرواهہ - لاابالي - الغرضو . بي طمع - بي مطلب . نِسپُاني - ويسارو .

**- لاڪُوفِيُ:** صفت . (ع) . ايپدوارِي - بي تعصب . صاف دل .

**- لامَذْهَبُ:** صفت . (ع . لامَذْهَبُ = بي دين) بنان مذهب جي - بي دين - ملحد - اڌَرمِي . دهريو - ڪافر - ناستڪ . زنديق - بي ايمان .

**- لامڪانُ:** صفت . (ع . لامڪان = بي مڪان) . عالمِ اِلاهيءَ جو مڪان . بنان طرفن جي مڪان . بنان مڪان - بي گهر - بي اجهو - ادرش - ناديد ني - اڻ ڏٺو - غائب . الُوپُ - انترڌيان . وحدت جي منزل - لاهُوت . ذاتيءَ جو هڪ صفاتي نالو .

**- لاوارِثُ:** صفت . (ع . لاوارِثَ = بي وارِثُ) . بي وارث - بي وارثو - مائٽن مِٽن کان سواءِ - بي مائٽ - بي مائٽو - يتيم - نِڌَڪو .

**- لاوارِثُ ڪَرَڻُ:** وارِثُ نہ ٺهرائڻ . ورثي کان خارج ڪرڻ .

**- لاوَلَدُ:** صفت . (ع . لاوَلَدُ = بي آوُلادُ) . بي اولاد - نپٽو - ري اولادُ - نِسنتانُ اڻ وياءُ .

**- لايَزالُ:** صفت . (ع . لايَزالُ = زائل نہ ٿيندڙ) . بي زوال - قائم - هميشه رهڻ وارو - فنا نہ ٿيندڙ - دائمي - باقي . الله تعاليٰ جي هڪ صفت .

**- لايَمُوتُ:** صفت . (ع . لا يَمُوتُ = غيرفاني) نہ مرندڙ - امر - هميشہ رهندڙ - غير فاني - بقا وارو .

● **لابُ ۽ لابَ (ڪ):** ذ . (سن . لُو) . (فصلُ) لُڻڻ واري حالت - لابارو - لوبُ . فائدو . وياج - سُودِ چوٽي "سُوَرَ ڪان لابُ مِٺو" .

**- لا بارجَڻُ:** مصدر . لُڻجَڻَ (فصل وغيره) - لابارو وجهڻ . لُپجَڻُ - لُبڻ - ڪترجڻ - لاهجَڻُ - لُڇجَڻ .

● **لابارو ۽ لابارا:** ذ . ٻنيءَ لُڻڻ جو ڪم - پڪل پوک کي ڪپڻ واري حالت - لوبُ - فصل جو ڪاپو - لُب - لُڇ - ڪتر - وڍَ . لاباري جي مُنڊُ .

**- لابارائُو ۽ لابارائُو:** ذ . صفت . لابارو ڪندڙ - لا هيارو .

**- لابارائيِ ۽ لابارائيِ:** ذ . صفت . لابارو ڪندڙ - لا هيارو - لابارائو .

**- لابارو وِجهڻُ:** پوک لُڻڻ . دشمني رکڻ . گهڻا ماڻهو قتل ڪرڻ .

**- لا ٻيارو ۽ لا ٻيارا:** ذ . صفت . لاباري ڪرڻ وارو - لا هيارو . (ث . لا ٻيارڻ ۽ لابيارڻيُون) .

● **لا ٻيي ۽ لا ٻيُون (ٿ):** ث . (رڍن ۽ ٻڪرين وغيره جي) وارن ڪترڻ جو هڪ اوزار - ڪئنچيِ - ڪترُ .

● **لاپَتڙُ ۽ لاپَتڙُ:** ذ . صفت . لباڙ يا ٻتاڪ هڻندڙ - ٻتاڪيِ - ٻتڪٻتڪيو - ٻڪواتيِ . واهياتُ - ڪوڙو .

**- لاپَتڙُتويو ۽ لاپَتڙُتويا:** ذ . صفت . گهڻو ٻالهائيندڙ - اڻکيون ملڪيون چاڙهندڙ - ڦڙ ڦاتي - ٻتاڪي - ڊاڙي - گپشاپي . پاسخاطري ڪندڙ .

**- لاپَتڙُتويو هڻَڻُ:** ٻتاڪي هڻڻ - ڊاڙي هڻڻ - لاف زن هڻڻ .

- لاپڙ ناپڙ ھڻڻ: اڊنگو ڳالھائڻ - واھيات ڳالھائڻ.
- لاپڙ چٽو ع لاپڙ چٽو: ذ. صفت. ٻٽاڪي. پيٽ جو مريد - پيٽوڙي - ھبچي - لالچي - حريص. بد معاش. ٻٽاڪي - ڊاڙي - لاف زن.

● لاپو ع لاپا (ل): ذ. ٻرغلائڻ واري حالت - چٽ - ريب.
- لاپو ڏيڻ (ل): ھيرڪائڻ - چٽ ٻڌڻ. ٻرغلائڻ.

● لاپري: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

● لاپيٽي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● لاپ ع لاپ: ذ. (سن. لپ = حاصل ڪرڻ) فائدو - نفعو - ڪٽيو - منافع - ڪمائي. حصول - پراپت - بالائي آمدني - سفت جي آمدني - آھراسو - ملت - حاصلات - پيدائش - وٽاءَ - سوباسو - لاھو - رشوت. لالچ - لوپ - حرص - طمع. ميٽي - سود - وياج. علم نجوم جي زائچي جو يارھون خانو - ڪمند جو پوين فصل - ھڪ دفعو ڪٽڻ کان پوءِ وري ٿيڻ واري حالت. (صفت). لھڻ جو چاڻو - لھندڙ

"ھن کي سڀ ڪنھن شيءِ جو خدا لاپ ڏنو آھي"
لاڏ وارو.

- لاپ آلاپ: ذ. نفعو نقصان.
- لاپائتو ع لاپائتا: صفت. فائدي وارو - نفعي وارو - مفيد - ڪارتو - واڌاري وارو - وٽاءَ وارو - لاھائتو - گنجائشي. سجايو. ڪمائتو. وياج وارو - وياج جو - سود مند. ڳرو وياج خور.
- لاپ خور ع لاپ خور: ذ. صفت. وياج خور - وياج کائڻو - لاپ کائڻو - لاپير. ڳرو وياج کائيندڙ. حرام کائو.
- لاپ خوري ع لاپ خوريون: ث. ڳري وياج کائڻ واري حالت - وياج خوري. سود خوري.
- لاپير ع لاپير: ذ. صفت. نفعو ڪمائيندڙ - لاپ خور - وياج خور - وياج کائو. حرام خور. ڳرو وياج کائيندڙ. لاپ وارو - فائدي وارو.
- لاپ ڪار: ذ. صفت. لاپ وارو - لاپ يا نفعو آڻيندڙ - لاپائتو - فائد يمند - اثرائتو.
- لاپ ڪاري: ث. لاپ - نفعو - فائدو - آپت.
- لاپ لپکي: ظرف. رونگ ۾ - وچ ھڻڻ - اھيئين - ھتان.
- لاپيرو ع لاپيرا: ذ. صفت. لاپ تي ڏنل يا ورتل (رقم) - نفعي تي ڏنل. وياج تي آڏارو ڏنل پيسو - آڏارو

"مرد ڪنيو لاپيرا، وينو ڪري آپڪار"
(سگھڙ).

لاپير - فائدي وارو.

● لاٽ ع لاٽيون: ث. (سن. لٽيڻ = آواز) سندر وائي - مٺو آواز - مٺو راڳ - درديلو آواز. پکيءَ جو آواز - پکين جي چھچهاٽ - ٻولي - ٻڻڪو - وائي. ڪتوت - راڳ. وينتي - عرض - مناجات

"لاٽ جا لطيف جي سڏ تنھنجو سڄي"
(سر ڪلياڻ - شاھ).

اھل - نقل - آواز جي پيروي. گوڙ - ھل - لڙ - شور - گھمسان - پائيتال - غوغاء - ڌوم - ڪڙڪو.
- لاٽ ھڻڻ: نڪڻ - ڏاھپ ڪرڻ.
- لاٽير ع لاٽير: ذ. صفت. ٻوليندڙ - ٻولئو - اھلون ڪندڙ - اھلير - مسخرو - نقال.

● لاٽ: ذ. اسم خاص. (ع. لات) ھڪ مشھور ٻت جو نالو - عرب جي ٽن مشھور ٻتن (لات، منات ۽ عزيٰ) مان ھڪ نالو. شعيب عليه السلام جي قوم جي پوڄڻ وارو ٻت، جنھن کي حضور رسول صلعم جن جي حڪم سان تباھ ڪيو ويو.

● لاٽترا (ت): گيڊرن جون سڪل قارون.

● لاٽو: (لائڻ مصدر مان اسم مفعول) لايو - لڳايو - لاٿو - لاھيو. (ھرمانند).

● لاٽي: ذ. اسم خاص. ايراني مڪران ۾ رھندڙ ھڪ قوم جو نالو.

● لاٽ ع لاٽون: ث. لٽل ھئڻ واري حالت - ڪاٽ ڪٽ - ڪٽمي - وضع - حساب ۾ ڪٽ - (اڪثر) ڳھار جي ڪٽ. لٽل رقم - ڇوٽا ميل ڪيڻ کان پوءِ سيٺ يا ٻائيوار رھيل اوڌر مان

جيڪا رقم لاهي اوڌر رکندو آهي، آها لٿل رقم. کهٽائي. "درياء لاٽ ڏيئي ويو آهي". مٿا مٿا – ڦيرڦار. (شرٽ).

● لاٽو: (لاهڻ مصدر مان. لاهو – لٿايو.

● لاٽ ۽ لاٽون: ث. اسم. باهه جي لاٽ – جيڀ – باهه جو شعلو يا آلو – پنيٽ – پٽيرو – شمع يا موم بتيءَ جي لاٽ – روشنائي – جِترَ – مَچ – سِج جا ڪرڻا – ڏونهين جي لاٽ – ڏارَ – تاري جو شعاع. قطب جي لاٽ – پاڻيءَ جي سيڙ، يا سنهي رواني – ڌارا يا ڌار. قطار – ساڳون.

ڪاٺيءَ – ڪامَ – شهتير "جاء تي لاٽون چاڙهيون اٿس؟" – "آها لاٽ ٻيهندي هڪ ٽوٽيءَ، بي ٻندي سندي ٻل." ٿانءَ جو هڪ قسم – ڊکهي ڳچيءَ مان ڪر جي دِڪي – کير ڏُهڻ جو ٻرتن. اٺ کي مهار وجهڻ لاءِ ڪانيءَ مان ٺهيل لاٽ. (ت). اسم خاص. گجرات جي هڪ ڀاڱي جو پراڻو نالو.

– لاٽ ٿيڻ (ت): سِڌو ٿيڻ – هليو وڃڻ.

– لاٽ ڇَوڻ: پاڻيءَ ۾ تَرڻ – لَنهَوارو لُڙهڻ. نِلڪڻ – تِيلڻ – آجهڻ.

– لاٽ ڪرڻ: ڏونهون ڪيڻ. وَهِي هَلڻ – روان ٿيڻ.

– لاٽن جون لاٽون: قطارن جون قطارون.

● لاٽ ۽ لاٽ: ذ. (انگ. لارڊ). لارڊ جي بگڙيل صورت – وڏو ماڻهو – صاحب – مالڪ – آقا – خداوند. امير – مخدوم – سرتاج – عامِل – حاڪم – راءِ – راڻو – نواب – خان – نوابزاده – رئيس – ڪنوَر – مُعتزز هستي. گورنر – گورنر جنرل – فرمان فرماءِ – نائب السلطنت – وائسراءِ. جوابده – ذمه دار. شوهر – مڙس – سامي – گهر وارو – ميان. هڪ قد وارو – ماڳيو. قطار. اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم. جنٽو – ڪوڙ. (ڳاجرا).

● لاٽارڻ: مصدر. ڌيان نه ڏيڻ – ڪَنَ تارَ ڪرڻ – خيال نه ڏيڻ – نه ليکڻ – نٽائڻ. بي پرواه رهڻ.

– لاٽار ۽ لاٽارون: ث. (سن. تَلتَن) ڪَنَ تارَ – بي پرواهي – بي خيالي – غفلت – ڌيان نه ڏيڻ واري ڪيفيت. وِسرَ.

● لاٽا سُوٽ (ڪ): ڇنڀڙي وڃڻ واري حالت – هڪ ٻئي کي نه ڇڏڻ واري حالت.

● لاٽ ڪُوٽ ۽ لاٽ ڪوٽ: ذ. معمولي ماڻهو – ٿوري علم يا ٿوري هنر وارو.

● لاٽم ۽ لاٽم (ڪ): ذ. ٻارن جو، ڏور سان ڦرندڙ راندڪي جو هڪ قسم – لاٽِمون – لاٽون – لاٽئون.

● لاٽمُو ۽ لاٽما: ذ. راندڪي جو هڪ قسم – لاٽون – لاٽئون. ڦرٽي.

● لاٽڻ ۽ لاٽِيُون: ث. (سن. يشٽيه = ڪاٺ) ڪُهرجي وچين ڪام – ڪام – شهتير – ڪاٺيءَ. ڪرنگهو – ڪنگهو. ڦٽي – جهٽل – ولو. ڏِنگي ڪمان واري ڪاٺي.

– لاٽِئي ۽ لاٽِيئُون: ث. ڪامَ – شهتير (جيئن جڪتهن ۾ گرڊرن جي مٿان ٽيئر رکيل هوندا آهن، تيئن لاٽئي جي مٿان ڪاٺ جون پٽيون رکيون وينديون آهن).

● لاٽوري ڏيڻ: مصدر. چوري ڪرڻ – ڦرڻ ڏَهو ڏيڻ.

● لاٽو لُوهي ڇڏڻ: سڀ ڪجهه ناس ڪرڻ – برباد ڪري ڇڏڻ.

● لاٽون ۽ لاٽون: ذ. (ف. لاٽو) ٻارن جي راندڪي جو هڪ قِسم – ڦرٽي – لاٽمو.

– لاٽو ڇڪنا ٻنِجڻ: تڪرار ڪرڻ – معاملو مچائڻ.

– لاٽُوئي ۽ لاٽُوئِيُون (ل): ث. راندڪي جو هڪ قِسم – ننڍو لاٽئون يا لاٽمون. لاٽِمي.

● لاٽِي ۽ لاٽِيُون: ث. (سن. لاٽڪا = لغام يا يشٽيه = ڪاني). اٺ جي ڇوٽيءَ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ هٿيل ڪاني – ناڪيلي. جيڀي.

● لاٽي چاڙهڻ: ڏِباءُ ڪرڻ – جماع ڪرڻ.

● لاٽِڙيو ۽ لاٽِڙيا: ذ. صفت. لَٽيڻ وارو – وِڙهاڪ. خوشامدي – چاپلوس.

– لاٽِڙيو ٿيڻ: چاپلوس ٿيڻ – خوشامدي ٿيڻ.

● لاٽڻ: مصدر. ڀروسو رکڻ – ڀاڙڻ. آسرو رکڻ. (ڳاجرا). لاٽيو – لاٽيندو – لاٽِيتل).

● لاٺو ۽ لاٺا: ذ. صفت. (سن. لگهُ = لاٺو). ننڍو - ننڍيرو - ڇوٽو - بندرو - ٿورو - لانجهو - گهٽ - ڪٺو - ڪسنو. وڻ جو هڪ قسم. (اسم خاص). جبل جو ٻوٽو (مسال ڪائيس، ڦٽ جي مٿان رکجي. (ن - ب).

▬ لاٺاٺو ۽ لاٺاٺا: ذ. صفت. ننڍڙو - لانيرو - ڪجهه ڇوٽو.

▬ لاٺائي ۽ لاٺائيون: ث. ننڍائي - ڇوٽائي - ڪمي - گهٽتائي - ٿورائي.

▬ لانيرڙو ۽ لانيرڙا: ذ. صفت. (سن. لگهُ = لاٺو - ڪسو) لانيرو - ڪجهه گهٽ - ننڍڙو - ڇوٽڙو - البت ٿورو - ڪجهه ڪم - هلڪڙو.

▬ لانيرو ۽ لانيرا: ذ. صفت. ننڍي قد وارو - ٿورو ننڍو - لانيرڙو - ڇوٽو - ننڍڙو - هلڪو - ڪٺو.

● لاٺي (ٿ): ذ. اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڏهر جو نالو.

● لانيو ۽ لانيا: ذ. گاهه جو هڪ قسم - ننڍڙو ڦرين وارو گاهه. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● لاپ ۽ لاپون: ث. (سن. لوپ) ڇانگ - ڪاهي - وڌ. (قليچ). ٻوڪ جي جهار هڪلڻ لاءِ ڪانياٺي هٿن جو هڪ سٺو طريقو.

● لاپ ۽ لاپ: ذ. اسم. (انگ. ليمپ) ليمپ جي بگڙيل صورت - ڪاسليٽ واري بتيءَ جو شيشو.

● لاپريو ۽ لاپريا: ذ. ٻڙ ۾ لاٺي ڪي ڪيچ ڪيڏي ڏڪ هٿن جو هڪ نمونو.

● لاپڙ ۽ لاپڙون: ث. چاڙپ.

● لاپڙ ۽ لاپڙ: ذ. صفت. ڏکوءَ ڏٻرو ماڻهو - ضعيف - ڪمزور.

● لاپيڙو ۽ لاپيڙا (ل): ذ. صفت. ڏکهن ڪنن واري ٻڪر جو هڪ قسم.

● لاپيڙي ۽ لاپيڙيون: ث. صفت. ڏنگي - ٽيڏي - ڦيڏي - ٽيڙي.

▬ لاپيڙيو ۽ لاپيڙيا: ذ. مٿلهه جو هڪ وار - ڦيڙٽي. (صفت). لاپ هٿندڙ. جيئن ته:

"ماهه سنيالي وڙهج، هي لاپڙيو مٿلهه آهي".

● لاپسي ۽ لاپسيون (ڪ. ل. ٿ): ث. (سن. لمپسي ڪا = پتڙو شيرو). مٺائيءَ جو هڪ قسم - ڪڻڪ جي اٽي جو پتڙو شيرو - حلوو. (ٿ). لپي يا لاپري.

● لاپو ۽ لاپا: ذ. (سن. لئو = لٽڻ). ڪاسبيءَ کي فصل لٽڻ يا لاٻاري وغيره جو مليل اجورو (آنا وغيره) - عيوضو - مقرر آنو - آن جو پتداڻ - معاوضو - حقاٻو - مزدوري - بدلو - اجورو. محنت - مزوري. زمين جو محصول - ڍل. بالائي آيت - لاڳ - يافت. رسائي - وَرس - رشوت - ٺيڪيدار کي ڏنل "ڏن". ٺيڪو - اجارپٽو.

▬ لاپو ڏيڻ: ڪنهن ڪاسبيءَ کي (فصل يا ٻنيءَ ۾) سڄي سال جي ڪم ڪرڻ جو اجورو ڏيڻ. رشوت ڏيڻ.

▬ لاپي تي ڏيڻ: مصدر. ٺيڪي تي ڏيڻ (زمين وغيره).

● لاپي ۽ لاپيون: ث. درن يا درين کي شيشا هڻي، بند ڪرڻ جو مصالح - لانبي.

● لاڄ ۽ لاڄون: ث. (سن. لجّا = شرم، لڄ) مرجاتا - لڄ - شرم - حيا. عزت - مانُ - آبرو.

● لاڄو ۽ لاڄو: نوان.

"لاڄو سپ لڙيساس وي"؟

● لاڄورد ۽ لاڄورد: ذ. کاڻين مان نڪرندڙ جواهر جو هڪ قسم - جواهري رنگ جو هڪ قسم.

● لاڄ ۽ لاڄون: ث. لاڄ - شرم - لڄ. رسي - لوڙي

"لاڄو سپ لڙياس" - (شاهه).

▬ لاڄو ۽ لاڄو: ذ. لڄپالُ - نئنگي - مرد - غيرتمند. (لڄ جو جمع) نوڙ - نوڙي - رسو - رسي.

● لاڄو ڏيڻ: ڏاڍو ڏک هڻڻ - ماري ٻورو ڪرڻ. "لاڄو نٿو ڏين، ڏسين ڇا بيٺو" (جملو).

● لاڇڙو ۽ لاڇڙا (ٿ): ذ. سڪل ڇيڙ جو ننڍو ٽڪر.

● لاڇڻ: مصدر. لالچ ڏيڻ - رشوت ڏيڻ. (وفا).

▬ لاڇ ۽ لاڇون: ث. وڍي - رشوت. (وفا)ه

● لاچُو ۽ لاچا: ذ. مارَ ڪُٽَ - سَخُتُ مارُ. (مهيري).

● لاچِي ۽ لاچِيُون: ث. خوشبودار وڪر جو هڪ قِسم - ڦوٽا - الاچي.

- لاچِي داڻا: ذ. مٺائيءَ جو قِسم - کنڊ چڙهيل اُونن جا داڻا.

● لاحق ۽ لاحق: ذ. صفت. (ع. لاحق = پيوستہ) پوئتان اچي شريڪ ٿيندڙ - پٺيان اچي ملندڙ - پيوستہ - چسپان - مِليَلُ - چُهٽل - گڏيل - جڙيل. ضميمو - تتمو - تڪملہ. (آصفيہ).

- لاحق ٿيڻ: چُهٽڻ - وابستہ ٿيڻ - لڳڻ. (آصفيہ).

● لادِي ۽ لادِيُون (ڪ): ث. مُستَطيل وڏو پٿر (جو ڪَسِيَن مٿان اچ وڃ لاءِ رکجي). برف جي نادِي.

● لاڏ ۽ لاڏون: ث. (سن. لَبِ = لَبيَن، سن. لَبِي) لهڻ واري حالت - ملڻ واري حالت. (پرمانند). لڌل شيءِ - مِليَل - ڪَٽَ - حاصلات - فائدو - اپت - پراپت - حصول - لڌل مال - لڌ - حاصليَت - حُصُو ليَتَ - پراپتي.

لاڏو ۽ لاڏا: ذ. نفعو - اپت - لاپ - فائدو. (وفا).

● لاڏُوڙڻ: ذ. اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لاڏ ۽ لاڏ: ذ. (سَن. لَڊ = ڪيڏائڻ) ناز - نخرو - چانجلائي - البيلائي - چاڳلائي - بوداڻي - هيج - ماڻو - آرُ - اُنڱل - ڪوڏ - پيار - پريم - پريت - پياءُ - قرب - محبت - نينهن - لنئون - موهُ - هيج. اخلاص - مامتا - دُلار - ٺٺ - سينگار. فخر. خوشي. راحت. چُما چٽي - عشق بازي - عشق پچائڻ واري حالت. شاديءَ جي چڪ ڪرڻ واري حالت. (پرمانند).

- لاڏ ڏيکارڻ: لاڏ ڪوڏ سان پالڻ - پيار محبت سان سانڍڻ. دادلو بنائڻ. سکيو ستابو رکڻ - ڏکَ نہ ڏيکارڻ.

- لاڏ ڪرڻ: نخرا ڪرڻ - ناز ڪرڻ - ڪوڏ ڪرڻ - پيار ڪرڻ. هار سينگار ڪرڻ.

- لاڏِڪو ۽ لاڏِڪا (ث): لاڏ وارو - پيارو - لاڏلو - دادلو.

- لاڏ ڪوڏ ۽ لاڏ ڪوڏ: ذ. ناز - نخرو - چِلولائي - دادلائي. پيار - چاهہ - محبت - پياءُ.

- لاڏ ڪوڏ ڪَرَڻ: انڱل ڪرڻ - ناز نخرا ڪرڻ.

- لاڏِڪِي ۽ لاڏِڪِيُون: ث. صفت. دادلي - لاڏلِي - نازنين

"ليلا جهڙيون لاڏِڪِيُون دم دم ڏيان ۾"
(ڪمال).

- لاڏ گِدوڙو ۽ لاڏ گِدوڙا: ذ. صفت. خراب ٿيل ٻار - وِلُوڙ - چِلو لو - دادلو - آدِنگو - اٽانگو - نِينتر. (شرت) - متچلو - گِدوڙو - انگلي - شِڪرو (ٻار). (پرمانند).

- لاڏ لاهڻ: نخرو ڦِٽو ڪرڻ - هٺ وڏائي ڇڏڻ.

- لاڏلو ۽ لاڏلا: ذ. صفت. (سن. لاڙنِيِ = رِي، لڙ = راند) لاڏ وارو - لاڏ ڪوڏ سان نِپايَل - سڪيلڏو - پيار پريو - چاڳلو - دادلو - بودلو - وڏندڙ - عزيز - دلبر - مِٺڙ - چٽچلو - پِپِٽڻ - متڏول - انگلي - ناز نعمت ۾ پاليل ٻار - ناز پرورده - لَختِ جِگر - اکين جو تارو - دُلارو - دِل جو پيوند. فرزند جگر بند. البيلو - متچلو. ڪَرِيَل ٻارُ - طوق پٽلو.

- لاڏلِي ۽ لاڏلِيُون: ث. صفت. ناز سان نپايل - دُلاري - پياري. زياده پيار سبب مُستِ سرڪش ڇوڪري - ڪاهِل. ڪنوار - عروس - ٻني - بنري.

● لاڏاڻ ۽ لاڏاڻيون: ث. روانگي - لاڏائو

"پلي جي لاڏاڻ، سپ لنگهيندا لَتڪِيُون"
"نيهاريندس نِڪري، ٻاروچي لاڏاڻ"
(فتح).

لَڏ - ٻار.

- لاڏائو ۽ لاڏائا: ذ. لڏ پلاڻ - سَنبت - ڪُوچ - هجرت - روانگي - چُرپُر - لڏ -

تَڙَ - ياج - ڏِجَ. رِحلَتَ - وفات - موت. پارُ - لَڏَ.

- لاڏائُو ع لاڏائُو: ذ. صفت. لڏيندڙ - سانگي.

● لاڏِڪ: ث. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاڏَڻِ ع لاڏَڻُون: ث. هڪ هنڌان ٻئي هنڌ کڻي ٻهچايل سامان - سامان - اسباب - مال متاع. (شرت). ٻئي هنڌان لڏي آيل (ماڻهو).

● لاڏو ع لاڏا: ذ. صفت. (سن. لب = کيڏائڻ) (سن. لادِڪَه = لاڏو). لاڏ وارو - پيارو - دلبر - محبوب - دلربا - مرغوب. گهوٽ - وَرُ - ٻنو - بنرو. شاديءَ جي وقت چيل سهري جو هڪ قسم - شاديءَ جي وقت گهوٽ جي ساراهه ۾ ڳايل ڳيت يا ڳاچُ. نيرَ جو ٻوٽو. (اسم خاص). تعلقي ڏٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- لاڏِي ع لاڏِيُون: ث. نئين پرڻيل زال - ڪنوار - ڪنئار - وَنِي - عَروس. زال. (ٿ).

- لاڏِيلو ع لاڏِيلا (ٿ): ذ. شاديءَ جو ڳيت - ڳيچ - ڳاچُ.

● لاڏو ع لاڏو: ذ. صفت. (لادَؤيا = لاڏو). لڏيل يا بار کڻندڙ (آٺ) - بار برداريءَ جي لائق - بوجو کڻڻ جي لائق - بارگير - بار بردار.

- لاڏوڻو ع لاڏوڻا: ذ. لَڏُ - بار - بوجهه - لڏو - سامان - سٽ. (پرمانند).

- لاڏُنُون ع لاڏُئان: ذ. صفت. (سن. لَبدڪ) لاڏو - لڏيندڙ - بارگير. (ذ. اسم). مٺائيءَ جو هڪ قسم - لڏون - توشا.

● لاڏِي ع لاڏِي: ذ. صفت. لڏ کڻي ويندڙ - لڏيندڙ - وطن ڇڏيندڙ - پرديس ويندڙ - پرديسي. سامان جو نگهبان. (ث. اسم). هڪ هنڌان ٻئي هنڌ آندل سامان - لڏو. ڪنوار. جهاز يا ٻيڙيءَ جو رسو يا رسي. (شرت).

● لاڏِيُون: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۽ تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لارَ ع لارُون: ث. (سن. لالا يا لسڪا) ڇڙي يا چنگ وغيره ۾ وڄائڻ لاءِ پيل لوهه يا ڪانيءَ جي کهڙيل ٺڪري يا ڪلِي - لارون - کهنڊ جي زبان - لاڙَ (ت). قطار - صف - سٽَ. ٻاجاريءَ جي هيٺين ڪاني - ترهٽ - ترهات (ل). ماکيءَ جي تار - ماکيءَ جو تندورو - چاش جي ڌار. ٽيندي. ڪاني، جنهن ۾ ماکي مانارو ناهي. ڌار.

"لارُون جي لُوڪن جون، ڳئي وڃان توءِ"

(سر مارئي - شاهه).

ڏڪَ - لعاب دهن. ڪيڻَ سان ڪرهل مٿي. لائي يا نانڪي سان هر وهڻ ڪري ڪريل مٽيءَ ڪي ڏانداري سان سائي هنڌ آئڻ واري حالت. دل جو لاڙو - رَغبت. عيوض - معاوضو. جدا جدا طرف کان ٿيندڙ پيدائش. (ڳاجرا). شاديءَ جي رسم موجب ڪنوار مٿان وڌل پوتي.

- لارَ لائِڻُ: ٻِٽي تند جو هڪ ڇنل ڀاڱو برابر ڪرڻ.

- لارَ لَڳائِڻُ: قابو ڪرڻ - ڦاسائڻ. (ڳاجرا).

● لارُ ع لارَ: ذ. نڍو ڪير ٻيپاڪ جانور جو ٻچو - نڍو ڦر - ڦرقلو.

● لارائِڻُ: مصدر. ڇيرو ڏيارڻ - تيز ڪرائڻ - تکو ڪرائڻ. جانور ڪي ميڙائڻ - (خواهش) آٿارڻ - جاڳائڻ. (شرت ۽ پرمانند).

● لارِڪُ: ذ. اسم خاص. تعلقي ڪنڌياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لارو ع لارا: ذ. لاڙو - رَغبت. خيال - مرضي - اِڇا. چاهُ - پيار. تانگهه - آسرو - ڀروسو - آڌار. ڀاسو - دلاسو. سنگت.

"لڳڙي جن جي لاري"

(بيدل).

دلبو - ڏَنو. نمونو - ريت.

- لارِي لڳڻُ: ڀناري پوڻ - آسري تي هجڻ - آڌار تي هجڻ.

● لارُو ع لارُو: ذ. نڍو کهنڊُ. (ڳاجرا).

● لارَهائِڻُ: بار هيٺ رکائڻ - ڏ رائڻ - لهرائڻ - هيٺ ڪرائڻ. (وار) لهرائڻ. ٽتائڻ - لٽوائڻ - ڪُسائڻ.

- لارَهائِي ع لارَهائِيُون: ث. لاهڻ جو اجورو - لاراهڻ جي مزدوري.

● لارِيءَ ع لارِيُونءَ: (سن. هڪ رپئي جو ٽيون حصو يعني پنج آنہ چار پايون) ڏرو – ھتو – لتغار – تمام ٿورو. آڏائي جو هڪ اوزار – نارِ. ٻڪنالي بندوق جو هڪ قسم – سنڌي بندوق. (ن – ب). سُواريءَ جو گاڏو – بَسُ – موٽر. لڙيل – لهنديءَ تي – لسار ڪائيءَ ۾ واھ جا ڪنارا.

● لارِيڙِيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● لارِيوُ ع لارِيا: ذ. لغام جي ڪنڍن ۾ واڳن ٻڌڻ لاءِ ڪم ايندڙ چم جو ٽڪرو.

● لاڙَ: ذ. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاڙَ ع لاڙوُنءَ: ث. (سن. لَبَ = آچلڻ) لاڙو ڪرڻ واري حالت – لاهي – نشيبي. سلامي. (ڳاجرا). ٻاجاريءَ جي رسي. ڪنڌات جي هيٺين ڪاٺي. پرت جو هڪ قسم.

● لاڙُ: ذ. اسم خاص. سنڌ جي پنجن طبعي ڀاڱن مان هڪ ڀاڱو – سنڌ جو هيٺيون لڙيل حصو.

– لاڙائِڪِيُ: ث. صفت. لاڙ جي – لاڙ وارن جي (ٻولي يا ريت رسم وغيره). (ڳاجرا).

– لاڙائِيءَ ع لاڙائِيُ: ذ. صفت. لاڙ ملڪ جو رهاڪو – لاڙ جو – لاڙ جي ٻولي – لاڙ ۾ ٿيندڙ جانورن، سرنهن ۽ ڪمند وغيره جو هڪ قسم.

– لاڙِيچوءَ ع لاڙِيچا: ذ. صفت. لاڙ جو رهاڪو – لاڙائي.

● لاڙا: ذ. گيت جو هڪ قسم، جو سڪيلڌي پار ڄمڻ وقت ڳايل خوشيءَ جي گيت جو هڪ قسم.

● لاڙڪَ: ذ. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪمبٽ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● لاڙِڪاڻو: ذ. اسم خاص. سنڌ جي هڪ مشهور شهر جو نالو، جو اصل لاڏِڪَ يا لاڙِڪَ ذات وارن جي نالي پٺيان سڏبو هو. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● لاڙِڪَ جاگِيرُ: ذ. اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاريءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● لاڙِ ڪَٽرِ ٻهتِيُ: ذ. اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاريءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● لاڙِڪِيُ ع لاڙِڪِيُونءَ: ث. چار جو هڪ قسم – پڪين ڦاسائڻ جي چاري – ڪڙهي – ڏٻي. (شرت).

● لاڙَڻُ: مصدر ر. (سن. لبَ = آچلڻ) لاهه وارو ڪرڻ – ليٽائڻ – لڙڪائڻ – ٽنگڻ. هارڻ – ڪيرائڻ. آچلڻ – آچلائڻ – ڦٽو ڪرڻ. ڦيرڻ – موڙڻ – لوڏڻ – ورائڻ – ڦيرائڻ. ڪشت ڪرائڻ. پاسو ڪرڻ – ڌار ڪرڻ – جدا ڪرڻ – (ڪپھ ٻج ڪپاهه) ڇاڻڻ. لڙڪائڻ – ٽنگڻ. ٽيڙڻ.

● لاڙَ ع لاڙوُنءُ: ث. لاڙي ڪرڻ واري حالت – لاهي – لاهه – لاهو – ليٽ – سلامي – نشيبُ – آڏو ير – نشيبي – ٽپ – (سج) لاڙَ منهل.

– لاڙائُوءَ ع لاڙائُوءُ: ذ. صفت. لهندڙ – لڙندڙ – لاڙو ڪندڙ – ڍرندڙ. مُڙڻو – موڙائتو – گهٽجندڙ – گهٽندڙ – پوئتي پولڊڙ. گهٽائيندڙ – سُسائيندڙ – لاهيندڙ – هيٺ ڪندڙ.

– لاڙائُو ٿِيڻُ: لهڻ تي ٿيڻ – پوپون سج ٿيڻ، ”سج لاڙائو ٿيو“.

– لاڙ پاڙَ: ظرف. لست پٽ – برابر – هڪ جهڙا. (پرمانند).

– لاڙوُ ع لاڙا: ذ. لڙڻ يا مائل ٿيڻ واري حالت – آثارُ – رَغبتَ – جهڪاءُ – رُخُ – چاهُہ – ليٽ – خيال – ميل – توجهه – وِرتي – شوق. چاڙي – ڦيرو – پاسو – طرف. وَڪڙ – حملو.

– لاڙُو ع لاڙُو: ذ. صفت. لڙندڙ – لهڻ وارو (سج) – لهندڙ. زنده پير ڪان موٽيل پلي جو هڪ قسم.

– لاڙوءَ راتِ: ث. اڌ رات – آڌي رات. اسُر وقت. (لئين زندگي).

– لاڙَهہ لَڙِهِدِيءَ ع لاڙَهہ لَڙهِدِيُونءَ: ث. آواره – لاوارث – بدچال.

– لاڙِهِيءَ ع لاڙِهِيُونءَ: ث. لاهي – لهندي – هيٺانهين – نشيب. (پرمانند).

– لاڙِنُونءَ ع لاڙنانءَ: ذ. صفت. (سن. لبَ) لاڙو رڪندڙ – لڙندڙ – لهندڙ – گهٽجندڙ – هيٺانهون – نشيبي. سلاميءَ وارو. ڏِنگو – لڙيل – نميل. (ڳاجرا).

● لاڙُو ۽ لاڙُو: ذ. صفت. (سن. رَڍُ=رسائڻ) رُڙندڙ يا وڙهندڙ- جهيڙاڪي- جهڳڙائي- تڪرارائي- وڳڙائي- جهڳڙالو- معاملائي- ٻکيڙائي- ڪڙهي- ويڙهاڪُ.

● لاڙواهُ: ذ. اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڙهوُ ۽ لاڙها: ذ. گهڻي پاڻيءَ وڌل جهتڻ- ڇيڊي لسي- جهارو- لڙهو. سلهه واري مريض جي آڇايل ٿڪ- ڪانگهارو.

— لاڙِهيُ لبَ: ڇيڊي لسيءَ جو چڪو يا ڍُڪُ.

● لاڙِيُ ۽ لاڙ يُ يا لاڙِيُونُ: ث. (سن. لاتِي). ريشمي ڪپڙو- پٽ جو پيشگير. (ڪاجرا). اگڙي- ٽِڳڙي- ڪپڙي جو ٽڪر. ڇيٽُ- پٽِي- اگڙيءَ ٽڪر- ڍڪ. پناهه جو پاند. "ليک لاڙي" (سر مومل راڻو- گر). جبل تان لهندڙ وات. (ذ. صفت). لاڙ جو رهاڪو- لاڙائي. آنءَ جو هڪ قسم. جانورن جو هڪ قسم (لاڙ ۾ ٿيندڙ).

— لاڙِيوُ ۽ لاڙِيا: ذ. ڦرَ جي ڏاڻ ۽ ڏنسار جي ڏُهڻ جي بچاءَ لاءِ مال جي ٿڻن تي مٽي ۽ ڇيڻ وغيره هڻي، مٿان پڌل اگڙيون يا ڪپڙي جون پٽيون.

● لاڙِيُ بَنُدَرُ: اسم خاص. سنڌونديءَ جي هڪ قديم بندر جو نالو.

● لاڙِيئوُ ۽ لاڙِيئا (ٿ): ذ. صفت. اجائي خوشامد ڪندڙ- خوشامدڙيو- چاپلوس.

● لازِمُ: ذ. صفت. ظرف. (ع) برابر- جوڳو- آڇت- مناسب- واجب- ٺيڪ- ٺهندڙ- ٺهڪندڙ- باب ۾. چهٽل- چنبڙيل- لڳل- وابسته- ملحق. سجلائتو- شايان- لائق. (ڪپڙو) چُست.

— لازِمُ مَلزُوُمُ: ذ. صفت. هڪ ٻئي سان واسطو يا تعلق رکندڙ- هڪ ٻئي سان گڏيل.

— لازِمِيُ ۽ لازِمِيُ: ذ. صفت. ظرف. آوَس- ضروري- واجب- لازم- مناسبي- واجبي- ڪرڻ جوڳو. (فعل) لازمي- اڪرتڪ- فعل جنهن کي مفعول جي ضرورت نه هجي.

● لاسَ ۽ لاسُونُ: ث. ذ. ٻوڙ کي گهاٽي ڪرڻ لاءِ ڪڻڪ وغيره جو وڌل اٽو. ٿُوم گيهه ۾ ساڙي، دال کي ڏنل داغ- گهوٽيل مصالح- اڙداءَ- ٻاجهيءَ جي راٻي. گوشت جو پاڻي- آبِ گوشت- شروو- شوروو- رڌل ٻوڙ جي رس- "ٻرائي آسَ لاسَ ڪُني جي" (گ- ش). گرمي- رَهو- عرق. ٻورو ٻڪل- راس- جملو: "فصل راسُ ٿيو آهي". ڳاهُ. ٻڪين ڦاسائڻ جي چار. ڪير نه لاهيندڙ وهٽ جي ٿڻن کي کيل جُنبش- سوڻ. وڻ جي شاخ- سنهي ٽاري.

— لاسَ وِجهڻُ: ٻوڙ کي گهاٽي ڪرڻ لاءِ ڏُڌ ۽ اٽو گڏي ان ۾ وجهڻ.

● لاسَ: ث. (سن. لَسَ= چمڪڻ) لسي هئڻ واري حالت- لَسَ- لسائي- لساڻ.

— لاسِراتُ ۽ لاسِراتَ: ذ. صفت. لسو. نوجوان ڇوڪرو- لاسياتُ- لاسڙياتُ.

— لاسِرُياتُ ۽ لاسِرُياتَ: ذ. صفت. لئوجوان ڇوڪرو.

— لاسُڙُ ۽ لاسُڙَ: ذ. صفت. لاسَ يا لَسَ وارو- ٻنان ڪندڻ جي (وڻ يا ٽاري)- لسو- ٻنان وارن (جانور يا ماڻهو)- بي ڏاڙهيو- بنا ڏاڙهيءَ مُڇ- ننڍو ڇوڪرو- لسو- لساتُ- ڳڀرو- لامُرُ- ڇوڪراتُ. صاف- چمڪندڙ- چلڪندڙ- مُهريدار.

— لاسِڙاتُ ۽ لاسِڙاتَ: ذ. صفت. مُڇن جي ساوڪ ايندڙ جوان- ڪَڪي ڏاڙهيءَ مُڇ وارو- نوجوان- ڀُورل- سُهڻو.

— لاسِڙِياتُ ۽ لاسِڙِياتَ: ذ. صفت. بنا ڏاڙهيءَ مُڇ جي- نئو ڳڀرو- ڇوڪرو- جوان- لسوٽ- لامياتُ- لاسِيارُ- ڪمارُ- ڪشور- ڀُورل- گلپت- نونهال- الڙُ- ڳرت- لاسُڙُ- لامڙاتُ.

— لاسُوڙُ ۽ لاسُوڙَ: ذ. صفت ڪندڻ کان سواءِ- لسو.

— لاسِيارُ ۽ لاسِيارَ: ذ. صفت. (سن. لَسَ= چمڪڻ). نوجوان- ڳڀرو- لسو- لساتُ- لاسِڙُ- لاسِڙاتُ- ڇوڪرو- آٺمردُ- ٻُوزَلُ.

▬ لاسيارو ۽ لاسيارا: ذ. صفت. بنا ڏاڙهيءَ مُڇ ـ ڇوڪرات ـ ڳڀرو ـ نوجوان.

▬ لاسياري ۽ لاسياريون: ث. (سن. لَسَ = چمڪڻ). جوانيءَ جو ڦوهه ـ جوانيءَ جو وقت ـ وَهي جواني ـ جُوانـي ـ ننڍپڻ ـ ڳڀروپڻ ـ جوڀن ـ وَهياترائي ـ بلوغت ـ جوڀن آوسٿا.

● لاسَ (ٿ): ڪنڌ وغيره ڪرائڻ لاءِ ماڻهو ڪنڌ ڪرڻ واري حالت ـ آئِتَ.

▬ لاسيٺو ۽ لاسيٺا (ٿ): ذ. صفت. ٻنيءَ جي ڪم ۾ مدد ڪرائيندڙ ـ مددي ـ چيڙيٺو ـ آئِتي.

● لاس: (انگ. لاسٽ = پڇاڙي) پڇاڙيءَ ۾ ـ سڀني کان پوءِ ـ آخر ۾ ـ چيڙي ۾. گهٽ ـ پوئتي.

● لاسِجَڻُ: مصدر. لتهسجڻ ـ سيڪجڻ ـ تَڇجڻ ـ چَرانجڻ.

● لاسُڙُتَنڙي ۽ لاسُڙُتَنڙيون: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● لاسُو ۽ لاسُو (ٿ): ذ. ڦوڳ ٻوٽي جا ٻن ـ لاسُون.

● لاسِي ۽ لاسِي: ذ. ڳڏهه جو هڪ قسم (رنگ ڪاراڻ تي مائل) لَس ملڪ جو پيدا ٿيل. بي حياءَ ـ ٽرڙو ـ واهيات ـ بي شرم.

● لاشُ ۽ لاشَ: ذ. (ع. نَعشُ = ف. لاشہ = ترڪي. لاشُ = مَيِّتُ) مُئل ماڻهوءَ جو جسم يا بوتو ـ جنازو ـ مڙهه ـ مُردو ـ لاشو ـ مرده جسم ـ تن مرده ـ لوٿَ ـ مُئَلَ. ڏسو ماڻهو.

● لاشو ۽ لاشا: ذ. مُئل ماڻهوءَ جو جسم ـ مُردو ـ لاش ـ جنازو ـ مڙهه ـ لوٿ ـ ميِت ـ مَيِّتُ. ڏسو ماڻهو. لُچو ـ احمق.

● لاشاري ۽ لاشاري: ذ. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو ـ بلوچن جي هڪ مشهور قبيلي جو نالو (هن ذات جا ١٣ پاڙا آهن: ١. آدماڻي لاشاري ٢. آلڪيا ٣. پُٽاڻي ٤. بَدوَ ٥. چُڪ ٦. ديناري ٧. گوراڻي ٨. ڪُهڙاماڻي ٩. اصفهاني ١٠. ڪُلاچي ١١. قمبراڻي ١٢. مسود راڻي ١٣. شبلاڻي) ـ لِشاري. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاشِراتُ ۽ لاشِراتَ (ڪ): ذ. نوجوان ـ لاسِڙاتُ ـ لاسيارُ ـ ڳڀرو ـ لاسياتُ.

● لاغُ ۽ لاغَ: ذ. صفت. ڏسو ـ وڏو ـ قدآور. ڳَرو ـ ڳؤرو. نِڪمو ـ بيڪار. (بلبل). (ذ. اسم). نَرُ ڳڏهه. ٻڪيءَ جو هڪ قسم ـ ڪانءُ.

▬ لاغُ پِتنُجَڻُ: لُچو ٿيڻ ـ بدمعاش ٿيڻ ـ لُفنگ ٻنجڻ.

● لاغَرُ ۽ لاغَرَ: ذ. صفت. (ف. لاغَرُ = اڀرو) ڏُٻرو ـ سنهڙو ـ اڀرو ـ ڊانگ ـ ڪمزور ـ نحيف ـ هيٺو ـ ضعيف ـ بي طاقت ـ بي زور ـ دربَل ـ نِربَل ـ ڪم هيڻُ. ڪِپتَڻُ ـ رڳارو ـ لِڙ ـ سنهون ـ پتلو ـ مُهِين ـ سُوڪيرُ ـ باريڪ. ڪاغذي ـ هلڪو. زارزبون ـ حقير ـ ناتوان. ويچارو.

▬ لاغِري: ث. ڏُبرائي ـ اڀرائي ـ ضعيفائي ـ ڪمزوري ـ ضعف ـ نِربَلتا ـ ڪم هيٺا.

● لافَ ۽ لافُون: ث. (ف. لاف = لَباڙَ. سن. لَپَ = اجايو ڳالهائڻ) اجائي يا واهيات ڳالهه ـ بڪوات ـ لاف زني ـ ٻٽاڪ ـ لَباڙ ـ ڊاڙ ـ لاڦ ـ ڪَپ ـ شيخي. پَڏڻ واري حالت ـ پَڏ ـ وڏائي ـ فخر ـ مَرَڪُ.

▬ لافِرُ ۽ لافِرَ: ذ. صفت. لاف وارو ـ لاف هڻندڙ ـ لاف زَنُ ـ ڊِيڪَرُ. ٽرڙو. پَڏائيندڙ ـ فخري ـ پَڏِي.

▬ لافُ زَنِي: ث. (سن. لَپَ = اجايو ڳالهائڻ) لاف هڻڻ واري حالت ـ ٻٽاڪ هڻڻ ـ ڊينگ اچلڻ ـ ڊِيڪ ڏيڻ ـ ڊاڙ هڻڻ واري حالت.

▬ لافُ زَنِي ڪَرَڻُ: ٻٽاڪ هڻڻ ـ ڊِيڪ ڏيڻ ـ ڊاڙَ هڻڻ ـ لَباڙ هڻڻ ـ بڪوات ڪرڻ.

▬ لافُ ڪزاف: ث. ڊاڙ ـ ڊيڪ ـ لَباڙ ـ ڪَپ ـ ٻٽاڪ. (نئين زندگي).

▬ لافُون هَڻَڻُ: ڊيڪ ڏيڻ ـ لباڙون هڻڻ ـ ڪَپ شپ ڪرڻ ـ ٻٽاڪون هڻڻ ـ ڊاڙون هڻڻ.

● لاقتڙُ ۽ لاقتڙَ: ذ. صفت. بلڪل ڏسو ماڻهو ـ قد آور ـ لَمبو ـ لنبو. ڪنن ڏسو. رواجي طرح ڪان وڏيڪ آلت. ڏسو.

● لاقڻُ: مصدر. (سن. لمق = لاقڻ). وڏيون وکون وجهڻ- تکو هلڻ- ٻالانگون ڀرڻ. اڏنگو هلڻ- خراب چلکت چلڻ.

● لاڪَ ع لاڪُونُ (ت): ث. کوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو- کوڏ- پوتڙو- منجهلو- منجهه- انگوڇو- آنگيو- پوتارو- ڏوتي.

- لاڪَ ٻڌڻُ: کوڏ ٻڌڻ- مَنجهه ٻڌڻ.

- لاڪَ لاهي ويهڻُ: کوڏ يا ٻڌل پوتڙو لاهي ڇڏڻ- ننگو ٿيڻ. بي حياءُ ٿيڻ- بي شرم ٿيڻ- نِرلڄو ٿيڻ.

- لاڪُوتو ع لاڪُوتا (ت): ذ. کوڏ يا ڏوتي ٻڌڻ وارو ڪپڙو- لانگوٽيءَ وارو ڪپڙو- کوڏ- منجهلو- منجهه. گهيرو.

● لاڪُ (ڪ): حرف جر + ضمير متصل. تن لاءِ- انهن لاءِ- لاڪُن- لائِين.

- لاڪاسُ: آن لاءِ- آن جي ڪري.

- لاڪَر: حرف جر. هن وقت کان وٺي- وقت کان- ننڍپڻ کان وٺي (ننڍي لاڪر) کان- کان وٺي- تائين- لاڪون- تڪُ.

- لاڪُس: حرف جر + ضمير متصل. لاڪامُ- آن لاءِ.

- لاڪُونُ: حرف جر. کان وٺي- تائين- لاءِ- واسطي- توڻي- کان- ايستائين- تيستائين. (ظرف). جيڪڏهن.

● لاڪڙ: ث. سنهيون وڏيل ڪاٺيون (ٻارڻ لاءِ)- لٺي جا لڪڙا- لڪڙ- ٽاهڻ. (پرمانند).

- لاڪُڙا: ذ. لَٺيُن ۽ ڪٻڙن جا ٽهيل گهر

"سنبهي ٿا سٺيرن، ساڳيا ساموندين جا،
وَرِي مانَ ورن، ڪتا لوڙي لاڪڙا"

(خانهءِ ٽئي- ساموندي).

- لاڪُڙيو ع لاڪُڙِيا: ذ. صفت. لاڪڙ جو يا لاڪڙ وارو- لڪڙياٺون- ڪاٺ جو ٽهيل- ڪاٺاٺون. (پرمانند).

● لاڪِڙَ ع لاڪِڙُونُ: ث. آيي چاڙهي. (اسم خاص). بهاولپور ۾ ڪلهوڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● لاڪُڙِيُ ع لاڪُڙِيُ: ذ. عملدار- آفيسر. ناظر- نگهبان. مهندار- پيشوا- سرپنچ- پيش ڪار- سرداهه ڪار- داروغو- اوورسيئر- سپرنٽينڊنٽ.

● لاڪِنا ع لاڪِنائُونُ: ث. (سن. لاڪشڪ = نشانيون آڻاريندڙ) حرف عِلت جي نشاني- حرف عِلت- اعرابون.

- لاڪِنا ڳنڍڻُ: آچارن جون نشانيون لڳائڻ- اعرابون ڏيڻ. حرف علت ڳنڍڻ.

● لاڪيِٽُ ع لاڪيِٽَ: ذ. (انگ. لاڪيٽ = زيور) ڳلي ۾ پائڻ جي زيور يا ڳهڻ جو هڪ قسم- هٿيلي- دُ ڳلي- تعويذ- تائيٽ.

● لاڪَ ع لاڪُونُ: ث. (سن. لاڪشا) پپر وغيره جي وڻ جي ٽارين مان نڪتل رس يا غلاظت- ڪوُنر جو هڪ قسم. چوٺ. سيل مُهر ڪرڻ جي هڪ شيءِ- اِتِي. (ڳاجرا). رنگ جو هڪ قسم- ڳاڙهو رنگ- قرمزي رنگ. مٽيءَ جو رڱيل سُٽ، جنهن مان لوئين وغيره تي پسرت جا ٻوٽا هڻندا آهن. (سر مارئي- گر). صاف نه ٿيل پٽَ يا ريشم. سورهن سينگارن مان هڪ سينگار جو سامان. ڳاڙهي رنگ جي ڳئون جو هڪ قسم.

- لاڪَ لاهڻُ: ڌمڪي ڪيڻ- ڌمڪائڻ- زوردار لفظن ۾ سمجهائڻ- پوري سيکت ڏيڻ- تنبيهه ڪرڻ- جُٺ ڦِٽ ڪرڻ- سڌو ڪرڻ- سڌارڻ. سزا ڏيڻ- مارڻ- مارڪيڻ. عزت لاهڻ- حاج لاهڻ- (گهٽي تعدي ڪري يا طعنا هڻي) سڌين راهه تي آڻڻ.

- لاڪِيُ ع لاڪِيُ: ذ. صفت. لاڪ جي رنگ تي رڱيل- لاڪ وارو. ذ. رنگ جو هڪ قسم- لالُ- لاڪ جي رنگ تي مائل هڪ رنگ- لاڪَ سان رڱيل چمڙو. رڍ جو هڪ قسم.

- لاڪِيٺُو ع لاڪِيٺا: ذ. صفت. لاڪَ جي رنگ وارو- لاڪي- ڳاڙهو. (ث. لاڪِيٺِي ع لاڪِيٺِيُونُ).

● لاڪُ ع لاڪَ: ذ. (سن. لڪشيه = لکُ) هڪ عدد- ڳاڻاٽي جو هڪ انگ.

▬ لاڪيي ۽ لاڪيي: ذ. صفت. لکن وارو- امير- لکاپتي.

▬ لکڪ جيي لوڏ: ث. لکن واري لوڏ. ناز نخري واري هلت يا چال.

▬ لاڪپيدار ۽ لاڪپيدار: ذ. صفت. لکن وارو- لاڪيي- لکپتي- لکاپتي.

▬ لاڪپڙو ۽ لاڪپڙا: ذ. لکن جو يا لکن جهڙو ماڻهو- شريف انسان- خوبصورت يا موچارو ماڻهو. (ذ. صفت). سهڻو- موچارو- ٺاهوڪو. (گاجرا).

● لاڪا: اسم خاص. تعلقي وارهه، ڪمبٽ (رياست خيرپور)، ميرپورساڪري، ڪنڊياري، جاتي، ڪوٽڙي، سنجهوري ۽ تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ذات جو نالو (واحد لاڪو) آهي.

● لاڪاٽ ۽ لاڪاٽون (ٽ): ث. ذ. تڪليف- درد- رنج- آزار- پيڙا- ڏاڪڙا. (اسم خاص). تعلقي گوني ۽ تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪا جاگير: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪاڏي: اسم خاص. تعلقي ديسري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪاڻ: ذ. اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● لاڪر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاڪربد: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪڙو: (سن. لڪش= سنڌو) ساتا جي بيماري جو هڪ قسم- هلڪي ماتا جو هڪ قسم- آوري- آورڙي. (اسم خاص). لسٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

▬ لاڪڙا لتڪهائڻ: مصيبتن ڪي منهن ڏيڻ- تڪليفون سهڻ.

● لاڪيٽي: اسم خاص. تعلقي ڏکڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪو: اسم خاص. (چتور جي) هڪ مشهور سورمي يا راڻي جو نالو. شهدادڪوٽ ويجهو هڪ مشهور ولي جو نالو. واپارين لاءِ صبح سان برڪت پريو پير. جيئن تہ: ”لاڪا لتهرائي لتهر بحر جا سائين“. هڪ بزرگ جو نالو. (ذ). پکيءَ جو هڪ قسم. سمان قوم جو هڪ مشهور بادشاهه (ڄام لاڪو). تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ذات جو نالو.

▬ لاڪي جيي مهل: صبح جو وقت- صبح جو سويل. سمان قوم جي هڪ مشهور سخي پادشاهه ڄام لاڪي جي سخا ڪرڻ جو وقت.

● لاڪو گهوٽ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪو مهر: اسم خاس. تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لاڪيار: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. سمان قوم جو هڪ بادشاهه (ڄام لاڪيار).

● لاڪياري: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ذات جو نالو.

● لاڪپوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاڪي جاجيي ۽ لاڪيي جاجيي: ذ. سامونڊي پکيءَ جو هڪ قسم (سمنڊ جي ڪناري تي رهندڙ، چون ٿا تہ هي لاڪي پير جي شاديءَ تي جاجي ٿي ويا هئا، ان ڪري ڪين اهو نالو مليو آهي). ڪونج پکي.

● لاڪيڙ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاڪيڻو ۽ لاڪيڻا: ذ. صفت. (سن. لڪش= لکن جو) لاڪيڙو- لکن جو- لکي. (مرڪنيات- ڳر). لک لهندڙ- لک جو مٽ- قيمتي. مدا ملوڪ- چڱو- وڻندڙ- سهانو- سدورو- سپوتر- سڌا تورو. موچارو- عمدو- سٺرو- چوکو- ڇٽپ- ڀلارو- آچو- آتم- آتر- خاصو- فائق- سرشت. سهڻو- خوبصورت- حسين- ٺاهوڪو. دلبر- محبوب- دلربا. فياض- فيض جو- سخي- فراخ دل- آدارچت. لاک وارو- لاک جو- لاکي جو. (هرمانند). (ث. لاڪيڻي ۽ لاڪيڻيون).

▬ لاڪيٽائيي ۽ لاڪيٽائيون: ث. لاهي- چڱمڙسي.

● لاڪُوڻُ: صفت. لکن جي تعداد ۾ – لکين. گهڻو – جهجهو ئي – ڪيترو ئي – گهڻو ئي.

● لاڪيو ء لاڪيا: ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● لاڳُ ء لاڳَ (ث): ذ. لاڳ. ساليانو ڏَنُ – حساب – آجورو.

– لاڳت ء لاڳيتُون: ث. آجوري جي رقم – ميلت – حاصلات.

● لاڳتُ ء لاڳتُون (ث): اَن جي بيماريءَ جو هڪ قسم – اَن جي بغل ۾ ايڏر لڳڻ سبب ٿيل زخم.

● لاڳ ء لاڳون: ث. لاڙو – رغبت – لاهُ. چاهُ – خواهش – اِڇا – منشا – رضا – مرضي. اُلفت – پيار – محبت – پريت – اڪنجهر – موهه – پياءُ – سنيه – ارواح – حُبَ – پريم – دِل – قرب – چاهه – شوق – دوستي – ياراڻي – اخلاص – آسا – آساپَنڌ – ميترتا – ٿهڪ آشنائي. مزو. لطف. حق – واسطو – مائٽي – لاڳاپو. (سر مومل راڻو – گر). آڌار – ٽيڪ – جهَلُ – ٽيڪر. آسرو

"پيرو پيچُ مَ ڪاهڙين،
لاهي وِهُ مَ لاڳ"

(سر مومل راڻو – شاهه).

ٻڪريءَ جو اُنَ يا نئون مهينن جي عمر وارو ڦر. ڏورن جي ڏِکي ٿيڻ يا وَهرجڻ يا وهورجڻ واري حالت – لڳت. ٻنيرائي – همت افزائي. خوشامد. عداوت – دشمني – خصومت – اپرڪا – عڪس – خار – ڪينو – چاوت – تعصب – بُغض – بدخواهي. هٺ مسخري – هٺ چُراند – ڪوُنس. واند. مُلهه – قيمت – بها. خرچ. محصول – ڏَنُ – ڍِلُ.

– لاڳاڻو ء لاڳاڻا: ذ. صفت. لڳل – ڳنڍيل. دوستانو – ميلاپ – ناتو – گهرائي – ميٺي مائٽي – ڳنڍيُ – لهه وچڙ – رستو – سنگت – دوستي – پيار – موهه – پيوند – لڳپٺي – ممتا – ياراڻي – اخلاص – ياري – آساپنڌ – ميترتا – ٿهڪ – آشنائي – جاڻ سڃاڻ – واقفيت – مُٺا ڪڙو – سهيو – ڏيٺ – پترچو. ادب – عزت – هاءِ پاءِ – ڪورانپو – سنمانُ. سانگو – آسرو – آڌارُ – ٽيڪ. لاڳيتو – مُسلسل.

– لاڳاڻو ء لاڳاڻُو: ذ. صفت. ڳنڍيل – ڳنڍيل – شامل – لڳل – مائٽ – عزازت وارو – ميٺُ – عزيز. لاڳاپو – عزازت – گهرائپ – گهرائي.

– لاڳ چاڳ ء لاڳ چاڳ: ذ. ناز – نخرو – انگٽلُ – آرُ. بخشش – انعام.

– لاڳ لائڻُ: واسطو رکڻ – ناتو جوڙڻ – دوستي ڳنڍڻ – تعلق پيدا ڪرڻ.

● لاڳ ء لاڳ: ذ. (سن. لگ). (پرا. لگا) عيوضو – آجورو – لاپو – وَرُسُ – يافت – بالائي آپت – مُجرائي – لوازمو – محنتاڻو – ابواب – پگهار – في. شادي، مڱڻو يا ڇٽ ڄمڻ جي وقت (مڱڻهارن حجامن، پڻن يا ڪدڙن کي) ڏنل انعام. جملو: "لنگها لاڳ وٺڻ لاءِ ترت ٿيا تيار". ڏَنُ – حق – دانُ – بخشش – آڏو – سيلڪ. پارڃمڻ جي خيرات – خيرخيرات – شاديءَ ۾ ڪنوار جي ساهيڙين لاءِ مقرر ٿيل رقم، جا گهوٽ کي ادا ڪرڻي آهي. لاڳاپو – رشتو – تعلق – لڳاءُ – نسبت – ربط – سنوتي لاڳاپو. ميٺي مائٽي – عزازت – دوستي – آشنائي – واقفيت – جاڻ سڃاڻ – ياري. عشق – محبت – صحبت. هم نسبتي – هڪجهڙائي. پيڙو – زور – دٻ – ڏٻاءُ – دٻاءُ. پرتو – لڳايل – وڌيڪ ڏنل. ٽيڪ – آڌارُ. رنگ – لالائي. مينديءَ جي رنگ واري ڇٽائي. مهج – سينگار

"طعنا تهمت لاڳ منهنجو" (بيدل).

برابري – پورائي – موزونيت. ٻڪرين جي ڦرجڻ جو وقت (سند). (ڪ). مائٽي – لائڻ يا مڪڻ جي شيءِ. (صفت). (ڪ). لڳ جي عمر کي پهتل – ڦرجڻ جي وهيءَ کي پهتل – لڳڻ جهڙي.

– لاڳ پڌائڻُ: بي مانو ڪرڻ – سخت ڳالهائڻ – ڪهرو ڳالهائڻ – گهٽ وڌ چوڻ – سخت ڪلامي ڪرڻ – سٽ سڙيون پڌائڻ – روڪ جواب ڏيڻ.

– لاڳ جهلڻُ: ٽيڪ يا آڌَرُ ڏيڻ – (مطرقي وغيره جي) ڏڪ کي هيٺان آڏ ڏيڻ.

– لاڳ دارُ ء لاڳ دارَ: ذ. صفت. لاڳ وارو – لاڳ وٺندڙ – لاپو وٺندڙ – آهت وٺندڙ – تعلق وارو – رشتيدار – مائٽ – عزيز – ميٺ. دوست – يارُ.

▬ لاڳ ڏيڻ: مجيٺ مڃيتا ڏيڻ - ٻاس ڏيڻ - ڦڪڙ ڏيڻ (منگتي فقير کي). ڪورين جي ڪپڙي کي پختي رنگ ڏيڻ لاءِ ابتدائي مصالحو ڏيڻ. رنگ ڏيڻ لاءِ پاڻ ڏئو ڪپڙو تيار ڪرڻ. لوهارڪي ڪم جو اصطلاح - ڌ ٻاءُ ڏيڻ. ڏڪ ڪي ساموهون ڌ ٻاءُ ڏيڻ.

▬ لاڳ سارو: ظرف. عام اگهه موجب - قيمت سارو - مُلهه جي ڪري.

▬ لاڳ لاهڻ: مار ڏيئي سڌو ڪرڻ - سيکت ڏيڻ. تنبيهه ڪرڻ. (پرمانند).

▬ لاڳ لائڻ: سيندي لڳائڻ. رنگ لائڻ يا لڳائڻ.

▬ لاڳ ميلائڻ: ڇٽ ٻڌڻ - تاتيرائڻ - ڇٽ ڪرڻ - پرپائڻ - ڦُسلائڻ - آسارڻ - ڇتراڻئڻ - ٻرغلائڻ - چاڙهه ڏيڻ - شاهه ڏيڻ - رڀڻ - رٻهڻ - پلٽو ٻڌڻ.

▬ لاڳو ع لاڳاءِ ذ. لاڳ - ٻڌيائڻ - دستوري (آجورو) - ورس - ابواب - بالائي - اپٽ - لاهو - اجورو - مجرائي - فيي - محنتاڻو - عيوضو - محصول - ڏن - آڏو.

▬ لاڳو ع لاڳُو: ذ. صفت. لڳل - لاڳاپو رکندڙ - متعلق - واجب - لاڳيتو - لڳاپيل - مليل. (ظرف). ويجهو - نزديڪ - سانده - ڳنڍوڳنڍ - پر ۾ - پاسي ۾ - ويجهڙو - ڪنهي - ٻين سان ڳنڍ. مسلسل - لاڳيتو.

▬ لاڳ وار ي انبُور ي: ث. لوهه کي سوکهو جهليندڙ انبوريءَ جو هڪ قسم.

▬ لاڳوڙ ع لاڳوڙيون (ڪ)؛ ث. صفت. ڏاريل - سانڍيل - پاليل - هيرايل - وهرجڻ جي عمر کي پهتل - بلوغت جي عمر واري.

▬ لاڳيدار ع لاڳيدار: ذ. صفت. لاڳ وارو - لاڳو وٺندڙ - لاڳي وارو - لاڳيدار - لاڳو يا لاڳ وٺندڙ - محصول اُڳاڙيندڙ - اجاره دار. (سر سريراڳ - ڪر).

● لاڳت ع لاڳتون: ث. ٺهرائي - کهڙائي - مزوري - لڳت - خرچ - صرفو - ڪٽپت. نرخ - اگهه - مُلهه - قيمت. دلالي.

▬ لاڳت اچڻ: خرچ اچڻ - صرف ٿيڻ - کپت ٿيڻ.

▬ لاڳت لڳڻ: خرچ اچڻ - صرف ٿيڻ - کپت ٿيڻ.

● لاڳاپو ع لاڳاپا: ذ. لڳل يا ڳنڍيل هئڻ واري حالت - ڳانڍاپو - واسطو - تعلق - ڳنڍ - ناتو - ميلاپ - گهرائي - لڳڻ - پيار - موهه - پيوند - ممتا - لڳاءُ - چاهه - سنبنڌ - رَبطُ. نسبت - مائٽي - عزيزي - رشتيداري - مِٽي مائٽي - ويجهڙائي - ياراني - عزازت. لهه وچڙ - رستو - راهه - نمونو. تحرڪ.

▬ لاڳاپا لاهي ويهڻ: آسرو يا ڏپ لاهي ويهڻ - لڄ لاهڻ - بي حيا ٿي ويهڻ. خواري کڻڻ - بدنامي کڻڻ.

▬ لاڳاڻ ع لاڳاڻون: ث. ڇوت سان ٿيل بيماري - ڇوت - ڪنهن بيمار ماڻهوءَ سان لڳي، ٿيل بيماري - مرض.

● لاڳاڻو ع لاڳاڻا: بيماريءَ جو هڪ قسم (ٻارن ۾) مرض. حرڪت. (وفا).

● لاڳڙو ٿيڻ (ت): ڏکيو آباد ٿيندڙ زمين جو حصو.

● لاڳڻ: مصدر. لڳڻ. (لاڳيو - لاڳيندو - لاڳيل).

● لاڳيتو ع لاڳيتا: ذ. صفت. لڳل يا ڳنڍيل - لڳ يا پر وارو - مُتصل - ڌ نڪتي - حد اندر - ويجهو - اوري - نزديڪ - نيڙو - اوڏڙو. بند - لڳل - ڳجهو. سوڙهو - حد وارو. (ظرف). سلسلي وار - مسلسل - لڳاتار. (حرف جر). لڳ - وٽ - پرسان.

▬ لاڳيتائي ع لاڳيتائيون: ث. لاڳيتي هئڻ واري حالت.

▬ لاڳيتي متناسبت: (آلجبرا اصطلاح). ڪن ٽن رقمن مان پهرينءَ جي ٻيءَ سان مناسبت يا ٻيءَ جي ٽينءَ سان متناسبت.

● لاڳهه ع لاڳهه (ڪ)؛ ذ. صفت. وڏو - لمبو - ڊگهو - نوجوان - جوان.

● لال ع لالون: ث. (ف. لال = ياقوت) (ع. لعل) سهڻي ۽ قيمتي پٿر جو هڪ قسم - موتي - مالڪ - ياقوت - ڳاڙهو موتي.

- لاليِ ۽ لاليُون: ذ. (ع). ڳاڙهو موتي - وڏو موتي. ڳاڙهاڻ - چپن کي هڻڻ جي سرخي - لعلاڻ - لالائي - ڪنالي. پهون. نٽ جو هڪ قسم.

● لالَ ۽ لالَ: ذ. (ف. لالُ = ياقوت. ع. لعلُ = ڳاڙهو). (صفت). ڳاڙهو - رتڙو - سُرخ - رَتَل يا رتو. ڳاڙهي جواهرات جو هڪ قسم - ڳاڙهي رنگ جو هڪ قيمتي پٿر - ياقوت - رُماني - مائڪُ - موتي، جيئن تہ:

"سَوين وَهَن سِير ۾ مائڪَ موتي لالَ" (شاهہ).

تاسَ جي پتن جو هڪ قسم - لالُ پانُ - پانُ. ڇوڪرو - ٻالڪ - ٻار - طفيل - پٽ - پُٽو - فرزند. (صفت). پيارو - مَلوڪ - وڻندڙ - اکين جو تارو - عزيزجان. رَتَلُ (عشق ۾) - مشتاق. دلبر. گرم. ڪاوڙيل - غضبناڪ - غصي ۾ آيل - ڏمريل - ڪونگو.

- لالائيِ ۽ لالايُون: ث. ڳاڙهاڻ - لالاڻ. سرخروئي - خوشي.

- لالُ ٻتيرا ڇڏائيڻُ: سخت مصيبت ڏيڻ - عقوبتن ۾ وجهڻ - مصيبت ۾ مبتلا ڪرڻ.

- لالُ ٿيِ وَڃَڻُ: ڳاڙهو ٿي وڃڻ - غضبناڪ ٿي وڃڻ - ڪاوڙجي وڃڻ - اکين ۾ خون اچي وڃڻ - سخت ناراض ٿيڻ. ميوي جو پچي وڃڻ.

- لالُ پاڻيِ ۽ لالُ پاڻيِ: ذ. ڳاڙهي رنگ وارو پاڻي - سُرخاب. ڳاڙهو شراب. حَيض جو رَتُ - رَتُ.

- لالُ پتو ۽ لالُ پتا: ڳاڙهي ٻتي سان پنجاب جي انب جو هڪ قسم.

- لالُ پَرِي ۽ لالُ پَرِيُون: ث. ڳاڙهي پوشاڪ واري پَري - اندرسڀا جي آڪاڙي جي پري. شراب - مَئي - ڳاڙهو شراب.

● لالَ پلاٽيِ ۽ لالَ پلاٽيُون: ث. ڳاڙهي زمين. (سرڪيڏارو - گر).

- لالَ جا آرسيِ: مشهور درويش اڏيرو لعل جو پوڄاري. ڪم نہ ڪندڙ - بيڪار - سُست.

- لالَ جو آرسيِ هُجَڻُ: بيڪار هئڻ - تمام سست هجڻ.

- لالُ گُلُ ۽ لالَ گُلَ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جو گل ڳاڙهو، ڪاري داغ سان ٿئي). (ف. ج).

- لاليڙِي ۽ لاليڙِيُون: ث. ڳاڙهي رنگ واري سيوي جو هڪ قسم. جواهرن جي تورڻ جي ڪم ايندڙ ننڍو ڪارو ۽ ڳاڙهو پيرُ - صرافڪي تور جو هڪ وَتُ - چٺوٺي.

● لالَ ۽ لالا: ذ. ڀينگهو - جهُولو - هِندورو - جملو: "اسين وڃي ٿا لالا ۾ لُڏون". جناب - صاحب - حضرت - ميان - سَرُ - بابُو - سائين - جيِ - آقا - آغا - آگو. سوامي. لقب (هندن ۾) - مهاڄڻ - دڪاندار - واڻيو - معزز هندن جو لقب - پيءُ جو لقب - ٻاپُو - پِتا - پِتاجي. ٻنائن ۾ وڏي ڀاءُ جو خطاب. ٻناڻ. معشوق جو چَٽُ. عاشق جي دل. (آصفيہ). ڳاڙهي گل جو هڪ قسم. (آصفيہ). (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو (جيسلمير ڪان آيل).

- لالَ جو جُونُ ڪَرَڻُ: ستائڻ - آزيون ڪرڻ - ليلهڙائڻ - منت ڪرڻ. خوشامد ڪرڻ. لولي ڏيڻ.

- لالا ڪُنُرَ ڪَرَڻُ (ڪ): مينتُون آزيون ڪرڻ - گيسيون ڪرڻ. ليلهڙائڻ.

- لالا ڪُو ۽ لالا ڪا: ذ. صفت. پيار جو ٻاليل - سُڪ جو پليل. پنهنجي مرضيءَ وارو. ڪجهہ نہ سهندڙ - ڇيڙاڪ.

- لالانُ ۽ لالانَ: ذ. گل جو هڪ قسم - پوست جو گل (جنهن مان آفيم پيدا ٿيندو آهي) - گُلِ لالا.

● لالا ٻَهَڻ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لالا نِگرو ۽ لالانگرا (ل): ذ. آڳاٽيو. ميل. لاڙو - رَغبت. دل جو نرم.

● لالانگهترُ ۽ لالانگهترَ: ذ. ضرورت - گهرج - احتياج - گَتِپُ - لوڙَهہ - گَتِي - ڪاڻ - حاجت -

طَلَبُ. سبب. ڪارڻ. دوستي - ياراڻي - ياراني - ياري - اِخلاص - آشنائي - ميتِرتا - تهڪ - آسائِتَ. تعلق - پروسو - آسرو - آپراس - مدار - آڌار.

- لالنگهيرو ۽ لالنگهيرا: ذ. اُميد - آسرو - آڳانڊو - ميلُ - تعلق - لاڙو. جملو:

"آءٌ اوهان جي لالنگهيري اچي لڳو آهيان".

● لالنگهيري لڳڻ: (ڪنهن جي) دوستي يا آسري پٺيان لڳڻ يا (ڪنهن تي) اعتبار ڪرڻ - پروسي لڳڻ.

- لالنگهو ۽ لالنگها: ذ. اُميد - آسرو - لالنگهيرو - پروسو - آڳانڊو.

● لالئي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● لالائڻ: مصدر ر. (سن. وَنْدَنَ) منت ڪرڻ - آزي ڪرڻ - ليلهڙائڻ - ريجهائڻ - ليلائڻ. (سر آبري - گر).

"لڏائين لطيف چئي، لالڻ لالئي"

(سر آبري - شاهه).

(لالائيو - لالائيندو - لالائيل).

● لالٽيڻ ۽ لالٽين: ذ. (انگ. لئنٽرن = بتي) گاسليٽ تي ٻرندڙ بتيءَ جو هڪ قسم - بتي - شمعدان - ليمپ - فانوس - شيشي جو قنديل.

● لالچ ۽ لالچون: ث. (سن. لالسا=لوڀ) حرصُ - طمع - هٻچ - ڏَنُ - تِرشنا - لَبُ - لوڀُ. موهه - آڪير - واجهه - لاڙو - خيال - چاهه - ڪامنا - سڌَ - منشا - اِڇا - خواهش.

- لالچائڻ: مصدر ر. لالچ ڏيڻ - پرسائڻ - ريجهڻ - ٻرغلائڻ - ڏُتارڻ - لوڀائڻ - ريجهڻ - حرصائڻ - هِرسائڻ - هِرڪائڻ - دل سُرڪائڻ - ڏاڍ رائڻ - ريجهائڻ - اڇاڻڻ. فريبڻ - فريب ڏيڻ - دوکو ڏيڻ - دُلبو ڏيڻ - دغا ڪرڻ.

- لالچهڻ: ريجهي وڃڻ - لالچجي وڃڻ - هِرڪجي وڃڻ.

- لالچ ڏيڻ: لوڀ ڏيڻ - لَبُ ڏيڻ - طمع ڏيڻ. فريب ۾ آڻڻ.

- لالچ ڪرڻ: هٻچ ڪرڻ - لالچي ٿيڻ - لوڀي ٿيڻ - طمعدار ٿيڻ - طمعائو ٿيڻ - طمع ڪرڻ - حرص ڪرڻ.

- لالچڻ: لالچي ٿيڻ - حريص ٿيڻ - هٻچي ٿيڻ.

- لالچي ۽ لالچِي: ذ. صفت. لالچ وارو يا لالچ رکندڙ - لوڀي - حريص - هٻچي - طمعي - تاڪائو - طامع - مطلب پرست - خود غرض.

● لالچندن: ث. ٻهارڪي وَکر جو هڪ قسم - خوشبوءِدار ۽ ڳاڙهي ڪاٺيءَ جو هڪ قسم.

● لالچو ۽ لالچا: ذ. ڏهري ڪُڪڙ جي سِرِ جي چوٽيءَ ۾ ٻيل بلڪل ننڍڙي مانگهه.

● لالر ۽ لالرون: ث. صفت. ننڍاڪڙي (اک) - پوريل (اک). دلپسند - وڻندڙ.

- لالر هڻجڻ: ننڍاڪرو ٿيڻ. جملو:

"منهنجون اکيون هاڻي لالر هڻجن ٿيون".

بيهوش ٿيڻ - مدهوش ٿيڻ.

● لالسا: ذ. لالچ - لوڀُ - حرصُ - طمع. سِڪ - چِڪ - آڪير - حُبَ - آڪنڊ - تانگهه.

● لالڪائيون (ل): سارين جو هڪ قسم.

● لالڪي: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لالڻ ۽ لالڻ: ذ. (سن. لَلُ = ڪيڏائڻ) پيارو - پيار مان پاليل - لاڏلو - دادلو - چڇلو - ڪوڏ نپنو - آنگلي - سِڪي لڌو - بوڊلو - طوق پُتلو. دوست - پرين - ساجن - دلبر - محبوب - ڍولڻ - مِٺڻ - سڄڻ - لالڻ - مشتاق - مرغوب. پُنهن - لَڏڻ - مِٺڙو. حَسين - ناز ڪندڙ. آوُج. جملو:

"پنين جا لالڻ هاڻي ڇڏي ويا آهن".

- لالڻ تنين لَتَ: دوست انهن کي حاصل ٿئي ٿو. (سر سهڻي - گر)

"لالڻ تنين لتِ، عشق جن جي اڳ ۾"

(سر سهڻي - شاهه).

- لالڻ لڳڻ: محبوب وٽ - محبوب سان گڏ. (سر سهڻي - گر).

● لالڻ ۽ لالڻ: ذ. پرين - محبوب. (ڏسو "لالڻ").

● لالتنگهہ ۽ لالتنگهہ (ت): ذ. صفت. جوڌو – سُورُ ويرُ – پهلوان – بهادر – نِڊرُ – بانڪو – سورهيہ.

● لالو ۽ لالا: ذ. صفت. لالڻُ – پيارو – سڄڻ. (ڳاجرا).

● لالُوائيءُ: ذ. اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● لالُ واهہ جوُ ڇيڙوُ ۽ لال واهہ جا ڇيڙا: ذ. صفت. انگريزن جي اوائلي زماني ۾ لال واهہ جي ڪٺائڻ لاءِ بيگر ۾ وهندڙ – ماڻهن لاءِ مشهور ٿيل جملو: "لال واهہ جا ڇيڙا". نڌڻڪو – غريب – مسڪين. ڪاسبي.

– لالُ واهہ جوُ ڇيڙوُ هُجَڻُ: نڌڻڪو هجڻ – لاوارث هئڻ – بي مائٽو هئڻ.

● لالہ ۽ لالہ: ذ. (ف. لالہ) گل جو هڪ قسم (ڳاڙهو).

– لالہ رُخُ ۽ لالہ رُخُ: ذ. صفت. (ف. لالہ) ڳاڙهي منهن وارو – ڳاڙهن ڳلن وارو. معشوق – دلبر – دلربا – پرين – محبوب – مٺڙو.

– لالہ رُخسارُ ۽ لالہ رُخسارَ: ذ. صفت. ڳاڙهن ڳلن وارو. معشوق – سهڻو – محبوب – لالہ رُخ.

– لالہ رُو ۽ لالہ رُو: ذ. صفت. ڳاڙهي منهن وارو. معشوق – محبوب. لالہ رخ – لالہ رخسار.

– لالہ زارُ ۽ لالہ زارَ: ذ. صفت. (ف. لالہ + زار = لالہ گل + پٽي) لالہ گل جي پٽي. باغ – گلزار – چمنُ – بوستان – باغيچو.

– لالہ عِذارُ ۽ لالہ عِذارَ: ذ. صفت. ڳاڙهن ڳلن وارو. معشوق – محبوب – دلبر.

– لالہ فامُ ۽ لالہ فامُ: ذ. صفت. ڳاڙهي رنگ وارو – لال – سُرخ – ڳاڙهو.

– لالہ گُونُ ۽ لالہ گُونُ: ذ. صفت. (ف. لالہ + گون = لالہ گل + رنگ) ڳاڙهي رنگ وارو – لال – سرخ – لالہ فام – ڳاڙهو.

● لاليءُ ۽ لاليُونُ: ت. لعلاڻ – لعلائي – لالائي – ڳاڙهاڻ – سرخي. ڇپن ڪي لائڻ جو رنگ – سرخي.

● لاليءُ پُرائيءُ: ث. اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لاليجا: ذ. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاليي نشين: تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لامِ ۽ لامُونُ: ث. (سن. لَمبَ = لٽڪيو) وڻ جي منهي ٽاري – ڏار – ٽاري – شاخ. ڊيگهہ – ڊگهائي – لنبائي – لمبائي – طول – مُهاري آڻ. اسپتالن ۾ مريضن کي کڻڻ لاءِ ڏولي – چنڪل. (پرمانند). آجهو – آسرو – پنارو – دامن – پناهہ

"پرين اوهان جي پوئتان لڙهہ لڳاسين لام".

آس – اُميد – ڀروسو

"لڳس جي لام، سو دلاسي دوست جي سُهي"

(سر سهڻي – شاهہ).

ڪارو داغ، جو نظر ٽارڻ لاءِ ٻارن جي منهن تي ڏيندا آهن. فوجي آفيسر جي ڪمان ۾ هڪ فوجي دستو – بريگيڊ – سوار ۽ پيادن جي فوج – پلٽڻ جو مجموعو. توبخانو. (آصفيہ). ڪام ديوتا جو تير. (ڳاجرا). زَر – ڌَنُ – دؤلت – مايا – ملڪيت.

– لامَ ٻڌڻُ: چڙهائيءَ واسطي فوج ۽ سامان ڪٺو ڪرڻ.

– لامِير ۽ لامِير: ذ. صفت. لامن وارو. وڏن ٽڻن واري (ڏڳي يا مينهن وغيره).

– لامَ لتڙڻُ: ڏڳيءَ جو رحم ٽيڻ – مکيو ٿيڻ – سرسبز ٿيڻ – خوشحال ٿيڻ.

– لامَ لڳڻُ: آجهو وٺڻ – پناهہ وٺڻ – پاند پڪڙڻ – سهارو ڪري سمجهڻ – وسيلو اختيار ڪرڻ – پناهہ ۾ اچڻ – سام پوڻ – پناري پوڻ

"هوءَ جا لڳي اوهان جي لامَ،
سا هتان ڇڏ مَ هيڪلي"

(راڄن شاهہ).

– لامِيءُ ۽ لامِيءُ: ذ. صفت. (سن. نامت) لام وٺندڙ – نمندڙ – نامي – لڙڪندڙ – شرف وٺندڙ.

● لاما: اسم خاص. ٽيبٽ ملڪ جي شهر لاسا ۾ رهندڙ ٻڌ ڌرم وارن جو گرُو.

● لامارو ۽ لامارا: ذ. ٻڪين جو پنهنجي شڪار ستان جهپا هڻڻ واري حالت – ٻڪيءَ جو جهپو –

جهڙت – والارو – جهپٽڻ – ٻولاتي – ڦيرو – ونو.
(صفت). ليٽيل – ٻاونجرو – ترڇو – ٽيڙو – نمنديءَ
وارو – سلاسيءَ وارو – لڙيل.
▬ لامارو ڏيڻ: جهٽيون ڏيڻ – وري وري اچڻ –
ڦيريون پائڻ – پرواز ڪرڻ. آليي وجڻ – اٽڪل
ڪرڻ. لوڏو ڏيڻ.
● لامتهيڙ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ
ديهه جو نالو.
● لانب ۽ لانبيون (ت): ث. لمبائي يا لنبائي –
ڊگهائي – ڊيگهه.
▬ لانبڙو ۽ لانبڙ: ذ. صفت. (سن. لمب ==
لنبو) لمبو – لنبو – ڊگهي (ڪاني) – ڊگهو.
● لانبٽ ۽ لانبٽ: ذ. صفت. (سن. لمبٽ ==
لمبٽو) لُچ – بدمعاش – لُفنگو – لُچو. بي شرم –
بي حيا – نيرلجو. بدچال – اڍنگو.
● لانبر ۽ لانبر: ذ. وڻ جو نشون ڦٽل
ڪونچ – غُنچو.
● لانبڙو ۽ لانبڙ: ذ. صفت. (سن. لمبٽ ==
لمبٽو) نيرلجو – بي حيا – بي شرم – بي لجو –
بي مانو – لاهي پاهي ٻيهندڙ – توهيو – بدمعاش –
لُچو – لفنگو – لُچ – اوري – چٽيسو – چرتو. (پرما).
رولو – رولاڪ – پيناڪ – بي هندو – بي ڏرو –
بي ماڳو – آوارو – بي ٺانيڪو – ٺلڪانو.
● لانبوسي ۽ لانبوسي. ذ. صفت. ڪمزور –
نِستو – نيربل – ڪم هيڻو – ڏرٻل – ضعيف –
هيٺو – ڏٻرو. بي وقوف – اناڙي – ابوجهه – جٽ.
● لانبيي ۽ لانبييون: ث. ڪاٺ جي فريم ۾
شيشن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ لڳايل سفيدو – لاپي.
● لانبو ۽ لانبا (ت): ذ. صفت. (سن. لنب ==
لنبو) لنبو – لمبو – ڊگهو – قداور – لانبڙ.
▬ لانبڙو ۽ لانبڙ (ت): ذ. صفت. (سن. لمب
== لمبو) لنبو – لانبڙ – ڊگهو (ماڻهو) – قداور.
● لانٽيي ۽ لانٽييون: ث. آٽ جي لٺ ۾
متهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪاني – لاٽي – ٽاڪيلي.
● لانجاري: اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾
هڪ ديهه جو نالو.

● لانجهڙ ۽ لانجهڙون: ث. لاغري – ڏٻرائي –
ضعيفائي – ڪمزوري – ضُعف – ڪم همتي – ڏرٻلتا –
هيڻائي – ڪم هيڻتا – نيربلتا – بي زورائي.
ماندڪائي – ساڻائي – سُستي – ڳاموڙ – ٿڪاوٽ –
موڳائي. ڪنمي. گهٽتائي – آٺاٺ. آواز جو لمونو –
نمونو. جهيڻائي. درد. فڪر – ڳڻتي. عشق.
▬ لانجهڙ ۽ لانجهڙ: ذ. صفت. (سن. رڱڻ)
سيٺو – ضعيف – بي قوت – ڪمزور – نِستو – بي سگهو –
زچ – نيربل – ڪم هيڻو. لاغر – ڏٻرو –
آپڙو.
▬ لانجهارو ۽ لانجهارا: ذ. صفت. درد ۽
ڏک ۾ قاتل – ڏکويل – رنجور – آزاريل.
▬ لانجهائيي: ذ. صفت. جهڳڙالو – تڪراري –
ٽنٽائي (ڳاجرا).
▬ لانجهو ۽ لانجها: ذ. صفت. (سن. رڱڻ)
بي طاقت – هيٺو – ڪمزور – بي سگهو – بي همت –
بي روحو – ڪم همت – ڪم هيڻ – ري همت –
ليلهڙ – بي پاٽيو – نِستو – نيربل – آپڙو – لاغر –
ڏٻرو. سڪالو – بيمار – ناچاق – بي مزي. آداس –
حيران – پريشان. ٿڪل – ماندو. سُست – ڪاهل.
آرسي – ڪانٺ – ٽوني – ڍاڪڻ ڍلو – عاري –
شوستيي – ڪم ڪوس – ڪم چور – هڏرڪو.
ڦڏو – تڪرار – جهڳڙو.
● لانچ ۽ لانچون: ث. ڪيس جي زور تي
هلندڙ ٻيڙيءَ جو هڪ قسم. رشوت – وڍي –
لٻ – ڳڻو – حرام جو هڏو – لالچ – طمع.
● لانچ ۽ لانچ (ڪ): ذ. ويس – وڳو –
پوشاڪ – لباس – لُڳڙ.
● لانچڻ: مصدر. مسافريءَ لاءِ تيار ٿيڻ –
سندرو ٻڌڻ – ڪمر ڪشڻ – سجاوٽ ڪرڻ – سنيرڻ –
سنئيٽ ڪرڻ – ٻانهون ڪنجڻ – ورڪڻ
"جب مارو ٿي لانچيائون، پانيائون تان نه ٻيهي"
اچانڪڻ – لنجڻ. ڳولڻ – تلاش ڪرڻ – ڪوجڻ –
ڳولا ڪرڻ – لنگهڻ – لتاڙڻ – ڊوڙڻ – نهارڻ – ڏورڻ
"لاڇي اڪ لطيف چئي، پڻيءَ ڪيچين ڪاهه"
(سر آبري – شاهه).

جاچڻ. لوچڻ - لُهڻُ. سوچڻ - ويچارڻ - خيال ڪرڻ - پَهِہ پچائڻ. (لانچيو، لانچيندو، لانچيل).

▬ لانچ ۽ لانچُون: ث. ڪمربند - سندرو - چيلهڪي - پيٽي - پٽُو - خردمر. تياري - سنبت - اڌاوت - سجاوت - هلڻ وقت ليچڪو - سانباهو. پوشاڪ - ويس - لڱڙُ - لباسُ.

● لانڊُو پانڊُو ۽ لانڊا پانڊا: ذ. ڪنڊو - حساب ڪتاب - قرض. لالچ - لوڀ - طمع.

▬ لانڊا پانڊا ڪرڻُ: چوراڻا حساب ڪتاب ڪرڻ. مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ - ڀاڙ جهاڙ ڪرڻ.

● لانب ۽ لانبُون (ڪ): ث. لنبائي - ڊيگهه - طوالت (جملو). "ڳالهه کي لانب نہ ڏي، جلد پورو ڪريس". گهر جو ستنهن - چنو.

● لانبِ ۽ لانبيُون: ث. لانبي - لنبي يا رنبي - ڪچري - ڪسياڻي.

▬ لانبُ ۽ لانب: ذ. (سن. لَمبٽ = شهوت پرست - گنهگار. لُچو - بدمعاش.

▬ لانبارو ۽ لانبارا: ذ. صفت. (سن. لنبٽ = شهوت پرست) شهوتي - ڪامي - آؤباش - لانگ چوٽو - اٻتر - فاحش - وراچائي - ڪُنيتو - ڪُلڇڻو - بدڪردار - ڪميڻو - بد اخلاق - بڇڙو. بد چال - بدمعاش - لچو. مسخرو - ٺرڙو - ڏچر. (ث. لانباري ۽ لانبارِيون).

▬ لانبارائي ۽ لانبارائيُون: ث. شهوت پرستي - لانگ چوٽائي - چنچلائي - متواسي - مستائي - مستي - بدمعاشي - بدچال.

● لانبر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لانبِي ۽ لانبِيُون (ڪ): ث. مسافرن جي ٽڪڻ لاءِ رستي ۾ ٺهيل جاءِ - لانڍي - مسافرخانو (اسم خاص). تعلقي شاهبندر ۽ تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لانڍ ۽ لانڍُون: ث. (سن. لمب = ڊيگهه) - ڊگهائي - طوالت - طول. ڊيگهه - لنبائي. قطار - سنبيڙ - سنگهر - اينگهه. ڊار - ڊِر - جهيل. ڇنّ پٽل جاءِ - (مسافرن جي) لانڍي. (صفت). ڊيگهارو - ڪانڍارو - لانڍارو - ڊيگهه ڪندڙ - ليسوڪندڙ - وستاري - طول طويل - ڊگهو - لنبو - وڏو.

▬ لانڍار ۽ لانڍارُون (ڪ): ث. ڊگهائي - لنبائي - ڊيگهه - طوالت - طول. ڊار - وهيل - ڊر.

▬ لانڍ ٻڌڻُ: قطار ڪري هلڻ - قطار ڪري ويهڻ.

● لانڍُ ۽ لانڍ: ذ. صفت. نوَل - اڻ سڪيل - ڀرائيءَ جو چٽُ - ٻُڙُ. ڊگهو ماڻهو.

● لانڍار ۽ لانڍارُون (ڪ): ث. رڙاڪو - وڏي آواز سان روڄ - ڊِڪار - اوچنگار.

● لانڍارو ۽ لانڍارا: ذ. صفت. شهوت پرست - نفس پرست - شهوتي - اٻتر - اوباش - لانگ چوٽو - وحشي - ڪامي - فاحش - عيش پرست. ڊيگهارو - ڊيگهه ڪندڙ.

● لانڍِي ۽ لانڍيُون: ث. ڀڪن سان اڏيل ڪچي جهوپڙي - چپرائين اوطاق - ڇاپرو - ڇاڇو - ستنهن - ڪچو گهر - ڇنو - ڇنجر - ڇنّ - ڇپرائين اوطاق. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ مرڪزي حڪومت ۾ هڪ ديهه جو نالو - هڪ ڳوٺ جو نالو - هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

● لانڪ ۽ لانڪُون (ل): ث. ڳوڏ جو ڪپڙو - اجرڪ يا چادر (اڳهاڙ مٿان ٻڌل) - ٻاڏ - منجهه - منجهو.

● لانڪارو ۽ لانڪارا (ڪ): جبل جي وات - جبل مان لنگهڻ - لڪ.

● لانڪِر ۽ لانڪِر: ذ. لئي وڻ وغيره جا ٿلها ڇها - ڪاٺيون. (ڳاجرا).

● لانڪڙ ۽ لانڪڙ: ذ. (سن. لَڪٽيه) لاڪڙي ڪنڌي - ٻانٺ واري ٻيٽ - وڻن جي سنهين ڪاٺين جي ڏنل ٻيٽ - آجهو - ڍڪ - پناهه. جهوپڙي يا ڇني جا ڪايا - سنهيون ڪاٺيون.

● لانگ ۽ لانگُون: ث. شلوار جو وچ وارو حصو - ٽنگن جي وچان ٻاٽل ڪپڙو - سٿرن وٽان ڏوتي جا ورايل ور - ڏوتيءَ جو ٻن سٿرن وچان لنگهيل پلاند - ٻن ٽنگن جي سٿرن جي وچ وارو حصو -

ڏوتيءَ جو پٽيان ٽنگن وارو پلاند. ڳوڏ (اُگهاڙ مٿان ٻڌل). چادر- ڏوتي- انگوڇو- پوتڙو. ورانگهه- پرانگهه- وِ ڪَٽ. پيڙيءَ جي پويان وِ يٺي وٽ هڪ اوزار- سُڪان ڪي جهلڻ واري ڪاٺي.

- لانگَ چوتائِيءُ ع لانگَ چوتايُونءُ: ث. شهوت پرستي- بدپرهيزگاري- زِنا. لُچپڻُ- چِلولائي- مٺخولائي- پيرشتا- لنگوتاڙائي. ڦرندي ڪهرندي- بي وفائي.

- لانگَ چوتو ع لانگَ چوتا: ذ. صفت. شهوت پرست- زناهي- شهوتي- اوباش- زناڪار- خراباتي- عياش- لانڊارو- ابتر- بدفضيلتو- لنگوتاڙو. لُچو- لُفنگ- بدمعاش.

- لانگَ چوتو هُئڻُ: مڙس جو زناڪار هجڻ- زاني هئڻ- بدڪار هئڻ.

- لانگ چوڙڻُ: لاهي پاهي ويهڻ- بي حيا ٿيڻ- بي شرم ٿي ويهڻ.

- لانگَ رَکڻُ: ٿورو ڪرڻ- احسان جتائڻ- لائق ڪرڻ- (ڪنهن تي) مهرباني ڪرڻ- لانگ ورائڻ.

- لانگَڙِ لاهہ ع لانگڙُ لاهہ: ذ. صفت. نِرلجو- نِرجو- بي حياءُ- بي شرم- اجايو خرچ ڪندڙ- فضول خرچ- هٿ ڦاڙُ.

- لانگَ ڪَڍڻُ: اُگهاڙو ڪرڻ- پردو کولڻ- لانگ لاهڻ.

- لانگَ لاهڻُ (ڪ): گهوڙي تان لهڻ. ڇڏي ڏيڻ- اوسرائڻ ڪرڻ- بخش ڪرڻ. جملو: "ويچاري غريب تان زميندار مس مس لانگ لاٿي آهي."

- لانگَ لَڳڻُ: ڊاڙ هڻڻ- لاف هڻڻ- ٻٽاڪ هڻڻ- وڏائي ڏيکارڻ- ٽِپڙَ ڦُوڪ ۾ رهڻ.

- لانگَ مٿي ڪرَڻُ: اگهاڙو ڪرڻ- پردو کولڻ. بي حيا ٿيڻ- بي لڄو ٿيڻ.

- لانگَ ميلائِڻُ: هرقدم ٿيڻ. ريجهائڻ- پرچائڻ.

- لانگوٽُ ع لانگوٽَ: ذ. لانگوٽو- ڏوتي- چوتو- زيربند.

- لانگوٽو ع لانگوٽا: ذ. ڏوتي ٻڌڻ جي ڪم ايندڙ ڪپڙو- ڪاڇوٽي.

- لانگوٽي ع لانگوٽيون: ث. ڏوتي يا ڳوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو- لانگوٽو- ڪڇو- جانگيا- لنگوٽي.

- لانگوٽيو ع لانگوٽيا: ذ. صفت. لانگوٽي ٻڌڻ وارو- لانگوٽ ٻڌندڙ. زِنا ڪار- بدچال. بي حيا- بي شرم- بي نڪو- بي ديدو- ڪميٽو- اوباش- لانڊارو- بدفضيلتو. فتنہ انگيز- چالاڪ. ننڍو ڇوڪر. ننڍپڻ جو ساٿي- گهرو دوست.

- لانگوٽيو يارُ: ذ. ننڍپڻ جو ساٿي- گهرو دوست.

- لانگَ وَرائِڻُ: گهوڙي يا اٺ وغيره تي ٽنگ وَرائي چڙهڻ- (ڪنهن تي هٿ رکي) ٽپڻ- (ڪنهن شيءِ مٿان) ٽپ مارڻ. تڪڙو روانو ٿيڻ- هليو وڃڻ- ڪُڙي ڪڍڻ. ٿورو رکڻ- زور ڄمائڻ- سيني تي سٽ ٿيڻ- غالب پوڻ- نصرت لهڻ.

- لانگُون وَرائِڻُ: ٽنگن ۾ جهلي قابو ڪرڻ- پيڙڻ.

- لانگَ هيٺان ڪرَڻُ: قابو ڪرڻ- هٿ ڪرڻ. پرائو پيسو ڦٻائڻ.

- لانگَ هيٺان لنگهائِڻُ: آڻ مڃائڻ- ساري مات ڪرڻ.

- لانگَ هيٺِ ڪرَڻُ (ڪ): حياءُ ڪرڻ- شرم ڪرڻ- اوگهڙ ڍڪڻ.

- لانگِيءُ ع لانگِيُ: ذ. سٿڻ جو وچ وارو ٽوپو- ٻچيءَ وارو حصو.

● لانگارو ع لانگارا: ذ. آڏامندڙ جيت جو هڪ قسم- مکڻ جو هڪ قسم.

● لانگائو: اسم خاص. تعلقي سيهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لانگاڻِيُ: اسم خاص. مَري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● لانگاهہ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (سکر جي پرسان) هڪ ڳوٺ جو نالو.

● لانگوٽيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لانگوهَه: اسم خاص. (بروهي) بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.

● لانگها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لانگهائو: تعلقي ڏکڙي ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لانگهائيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لانگهڙجيِ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لانگهو ۽ لانگها: ذ. (ڪنهن جي) لنگهڻ جو رستو – واٽ – لنگهه – پيچرو – ڪس – پيلاٽيِ – لنڪ – گهٽ – گذرگاهه – گهپر – تڙ – پاڻيءَ مان لنگهڻ جو رستو – پاڻيءَ جو ٿورو مفاصلو. ٻڪ جو ويلو – ٻڪ. مشڪلات – ڏک درد – ڏک – گهاري – وچوٽي – وقت – مهل. (صفت). ٽانگهو – ٽانگهڙو – تراڪڙو – تراشو – پاياب. (اسم خاص). تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– لانگهائو ۽ لانگهائو: ذ. صفت. لنگهندڙ – وانهڙو – راهه گذر – گذرندڙ – متيندڙ – واٽ ويندڙ – مسافر – رهگير – چاڙهو – چترو. وچون وَهه – درمياني – متدِيم – پورو پنو – هالو چالو.

– لانگهائيِ ۽ لانگهائيون: ث. صفت. ٽانگهو – ٽانگهڙو – تراشو – تراڪڙو.

– لانگهو ۽ لانگهو: ذ. صفت. رهگير – رهگذر – لانگهائو – مسافر.

– لانگهو ڪڍڻ: لنگهڻ ڪڍڻ – فاقو ڪڍڻ – ٻڪ مرڻ.

– لانگهو لنگهڻ: اسم مصدر. تراڪڙي پاڻيءَ جي پيچري مان پار پوڻ – پاڻيءَ جو لنگهه ٽپڻ. تڪليف ڪاٽڻ – ڏک درد سهڻ.

● لانتوان ۽ لانتوائون: ذ. خط جي شروعات جو اکر، جيئن: بسم الله، ٧٨٦، اوم وغيره.

● لانهن ۽ لانهن (ڪ): ذ. ڪوهه جي پاڻيءَ پرڻ وارو رسو. وٽ جون پاڙون.

● لانءِ ۽ لانئون: ث. شاديءَ وقت (هندن ۾) برهمڻ جو سندن اوليائن ۽ مهاديون وغيره جا نالا وٺڻ واري حالت – گهوٽ ۽ ڪنوار جو ست دفعا پاڻ ۾ متا ٽڪرائڻ واري حالت – (هندن جي) شاديءَ جي هڪ رسم – ستون مانءُ.

– لانئون لهڻ: شادي ڪرڻ – پرڻجڻ – وِهانءُ ڪرڻ.

● لانءِ: ث. گهٽتائي. جملو: "تو هن مان کهڙي لانءِ ڪڍي آهي، جو نٿو وٺين". نقص – اوڻائي – عيب. خطا – ڀُل – چُوڪ – ڏوهه – ڪمي – وِڪ – سقم – جيءَ. وِنگ – وِڏ – گهٽ – ڏيٺ – آڻ چِڻ – آلَ – خامي. ٽڪو – داغ – ڪلنڪ.

– لانءِ لاهڻ: هتڪ عزت ڪرڻ – بي عزت ڪرڻ – بي مانو ڪرڻ.

– لانئون ۽ لانوان: ذ. صفت. خراب – گهٽ – لڳو. (ث. لانئيِ).

● لانڻ: ث. بيماريءَ جي پرهيز ۾ رک پيچڻ – نظر لڳڻ. تڪليف رسڻ

"عالم خان ڪي عشق جي، لڳي ويئي ڪا لانڻ"
(عالم خان نظاماڻي).

● لانڻ ۽ لانيون: ث. ڪوڙو تهمت – اهانت – بهتان. گِلا – خواري – بدنامي – پَرِ نندا – نِندا – غيبت – ڪُوار – طوفان.

– لانڻ لائڻ: مصدر. عيب لائڻ – گِلارو ڪرڻ.

– لانڻ لڳڻ: اڪين آتيمَل مانهوءَ کي اڪين ۾ ڪنڪ ڪتر پوڻ.

● لاٺا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لاٺو ۽ لاٺا: ذ. ڪلراٺي زمين ۾ پيدا ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم، جو اڪثر آٺ کائيندا آهن. ٻوٽي جو هڪ قسم – لاٺي. (اسم خاص). تعلقي ڏکڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– لاٺا لوهه ۽ لاٺا لوهون: ث. وٽ پڪڙ – بي حد گهڻي ڪوشش – هِتان هُتان ڪري وڃي پار پوڻ جي حالت.

● لاٺيِ ۽ لاٺيون: ث. (ف. بيدر) ٻوٽيءَ جو هڪ قسم، هن جا ست قسم ٿيندا آهن: (١. آوت لاٺي يا آشڪ لاٺي ٢. ميني لاٺي يا

سمند ر لاٽي ۳. ڳهرو لاٽي ۴. ڪاري لاٽي ۵. ڪؤنتيي لاٽي ٦. پٽ لاٽي يا ڳڏهہ لاٽي ۷. چوتي لاٽي يا ڦِسر لاٽي) هن ڪي ساڙي ڪار ناهين ۽ پاڇيءَ طور بہ ڪم اچي.

● لاٽپيروُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۽ تعلقي ڏکڻڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لاوارو ۶ لاوارا: ذ. ننڍو ڳابو - ننڍون چاول ڦر - ڪونهون - ننڍو

"هٿو دائم چام چنيسر دامڙو،
سوڪتي ليلهان لاوارو"

(صاحبڏنو).

- لاوارا ڪانگهارا: ذ. گهڻ وڏ عمر وارا بہ ڇٽا.

- لاوارو ٿنِيجڻُ: نادان ٿيڻ - بيوقوف ٿيڻ - ابوجهہ ٿيڻ.

● لاوِرو ۶ لاوِرا: ذ. پاليل - هٿايو - هيرايل (پکي يا جانور وغيره). تمام ننڍو - هلڪو - ننڍو - چوتو. ڪير ڏانڪ (ڳؤنري وغيره). (سرديسي - ڳر).

- لاوِرو ٿنِيجڻُ: نادان ٿنجڻ - چرياڻي ڏيکارڻ - بيوقوف ٿيڻ.

● لاوِرِيُ ۶ لاوِرِيُون: ث. تازي ويائل ڳئون وغيره. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

● لاوَڪنا ۶ لاوَڪنائُون: ث. راز - ڀيد - ماترا - ڳجهہ (سامي). اشارو. رَمزَ.

● لاوَڻُ ۶ لاوَڻ: ذ. مسلمان عورتن جي پائڻ لاءِ ڳج جو هڪ قسم - کهڳهو - کها ڳهرو - ڳنجُ - ڪُرتي - شِمي - (بلوچڪو) وَڳو

"ڪينَ لاوڻَ ڪي لڄايو وقت تي وريام خان،
ڪيئن بلوچاڻو پيلا بنياد ٿيندو بي وفا؟"

(حامد).

● لاوَهارو ۶ لاوَهارا: ذ. صفت. لاهيءَ جي طرف وارو - پاڻيءَ جي وهڪري طرف لڙهندڙ.

● لاهہ ۶ لاهہ: ذ. اسم. ٻنيءَ ۾ پوکڻ وقت ٻيڻل سڪل ڪکن جو ڀوڙو - ٽڏو - زمين مان وڻن جون ڪڍيل پاڙون - ٻنيءَ ۾ ٻيڻل ڪک ڪچرو. لاهي - نشيب - لهندِي - ليٽ - لاهو - لاڙ - سلامي - هيٺانهين - لاڙو - ڦِرو. پاڻيءَ جي لاٽ - گهٽجڻ جي حالت - ٻوڏ جو رُخُ. (هرڻ وغيره جو) چالُ - ٽپو

"ڏنائين لاهہ لتين تان، پُنتي ڪين نهاري"
(علي).

عيب - اوڻائي - ڪمي - سُقُم - گهٽتائي - نقصُ - گهٽتِ - ڀُل - ڏوهہ - خطا - سَهُو. نمونو. دستور. فائدو. ڏکڻ (طرف)

"جي آتر جي لاهہ، سڄڻ سپ پرکيا"
(شاهہ ڪريم).

ذ. صفت. ضِدي - هوڏي - مغرور.

- لاهارو ۶ لاهارا: ذ. لهوارو - لاهيءَ تي. (ضد - اوڀارو).

- لاهہ ٻڌَڻُ: مصدر. رڙيون ڪرڻ - ڪوڪڙيون ڪرڻ. لَٽُ ٻڌڻ - لُرڙ ٻڌڻ (مهراڻ).

- لاهہ ڀاهہ: هيٺ مٿي ڪرڻ واري حالت - هڪ ٿانوَ مان ٻئي ۾ لاهڻ ۽ وجهڻ واري حالت.

- لاهہ قُرآنيُ: ڏاڍو ڪَوڙو - تکو.

- لاهہ ڪَڍَڻُ: ٻوٽي کي پاڙن سوڌو ڪڍڻ - پوک مان نقصان ڪندڙ گاهہ ڪڍڻ. سُوڙهہ ڪڍڻ پاڙ پٽڻ - نابود ڪرڻ - ناس ڪري ڇڏڻ - تباهہ ڪرڻ.

- لاهہ ڪَڍِيُ ڇڏَڻُ: مصدر. خوب سزا ڏيڻ - ٻڇڙي سخت سزا ڏيئي سڌارڻ - ملامت ڪري سڌين راهہ تي آڻڻ.

- لاهہ لَڙَنْدو: (ڪو ڪم) لاچاريءَ سان ڪيل - مٿين دل سان ڪيل (ڪم).

- لاهہ لَنگهائِڻُ: بنان سوچ ويچار جي ڪم ڪرڻ - اَڌو آهستو ڪم ڪرڻ. تيس تُڪلي ۾ ڪرڻ - ٻيکر ڪرڻ. ٽڪَ ٽيڙ ڪرڻ - ڏانگها وَهائڻ - مٿو هڻڻ - سٺي طرح ڪم نہ ڪرڻ - مٿاچرو ڪم ڪري پورائو ڪرڻ.

- لاهہ نِڪِرَڻُ: مصدر. ٻنڌ نڪرڻ - ناس ٿيڻ - بنياد ٻنجڻ - برباد ٿيڻ - تباهہ ٿيڻ.

- لاهہ نِڪِرِيُ وَڃَڻُ: مصدر. پاڙ پٽجي وڃڻ - تباهہ ٿي وڃڻ - برباد ٿي وڃڻ - ناس ٿي وڃڻ.

- لاھوُ ٤ لاھا: ذ. (سن. اوروھ = لھڻ) لاھُ - ھيٺاھين. ھيٺاھينءَ ڏي ھلڻ جي حالت - پُٺيرو ٿيڻ ھليو وڃڻ جي حالت

"ڪير لڙھ لال لُڙڪن سان،
لـڙي لُڙڪ تيـا لاھـا"

(احمد ملاح).

- لاھُ وَڃَڻُ: ناس ٿيڻ - تباھ ٿيڻ - برباد ٿيڻ - بنياد وڃڻ - چَٽُ ٿيڻ.

- لاھوُ چاڙَھوُ ٤ لاھا چاڙَھا: ذ. زمين جي ھيٺ مٿانھين. ڏڪ سُڪ.

- لاھُوڪَڙُ ٤ لاھُوڪَڙَ: ذ. صفت. لاھيءَ وارو - نشيبدارو - نشيبي - ملاميِ وارو - ليٽيل - لاڙو - مائيِل - راغب.

- لاھوُ ڪاھوُ ٤ لاھا ڪاھا: ذ. گھٽ وڌ - ڪَسُ ڪَسُر.

- لاھوُ ڪاھوُ ڪَرَڻُ: مصدر. اکھ گھٽ ڪرڻ - مُلھ گھٽائڻ - ڇڏ ڇوٽ ڪرڻ.

- لاھيُ ٤ لاھيُون: ث. لھندي - نِوَڻِ - ھيٺاھين - نشيب - تَرُ. تانگھي ايراضي. جھوڪ - جھمر. آٿ جي ويھڻ واري حالت.

- لاھيُون چاڙِھيُون ڏِيَڻُ: برغلائڻ - ڏ ٿا ڏيڻ - دَڙ دلاسو ڏيڻ.

● لاھارِيوُ ٤ لاھارِيا: ذ. صفت. (سن. لُو = لُٽڻُ) لابارو ڪندڙ - پوڪ لُٽندڙ - لاھيندڙ - لاھيارو - لايارو. ڪميِ - مزور - ھمراھ - پورھيت.

● لاھَڻُ: مصدر. کھٽڻ يا کھوٽڻ. جملو: "ٿاڌل لُھاٿي وَٿُ". (لاھيو - لاھيند و - لاھيل).

● لاھِرُو ٤ لاھِرُو: ذ. صفت. لھرين ۾ لُڙھي آيل.

● لاھِرِي: اسم خاص. لاڙڪاڻي جي پير ۾ ھڪ بند، محلي جو نالو.

● لاھِڻُ: مصدر. (سن. اوروھ = لھڻ) ھيٺ آڻڻ - ڍارڻ. (ڪتل) آتارڻ - (ڪپڙا وغيره) لاھڻ - (ٻن) روڙڻ - چُنڻ. درجو گھٽائڻ. (وار) ڪٽڻ. (ٻني يا فصل) لُٽڻ - ڪٽڻُ. (سُڪيءَ تي) آڻڻ.

(ڪنھن جي) سيِسي وڍڻ. (آنا يا بيضا) ڏيڻ. ٻاھر ڪيڍڻ. (ڇت) ڍاھڻ. (ڀاڻ ڪي) حقير سمجھڻ. ساٺ ڪرائڻ - سرچائڻ. (حساب) صاف ڪرڻ - قرض ادا ڪرڻ - (اوڌار جا پيسا) ڏيئي ڇڏڻ - رقم وارڻ. (حساب ۾) پيسا ڪاٽڻ - پيسا گھٽائڻ - پيسا ڪٽ ڪرڻ. (سڪا) پوري ڪرڻ. سٽيمي ڪرڻ. ڇڏ ڇوٽ ڪرڻ. آڃ مارڻ. پٽي راند ۾ پيس ڪندڙ جا پتا لاھي رکڻ. (لاٿو، لاھيندو، لاھيل يا لاٿل).

- لاھَہ ٤ لاھُون: ث. لاھڻ جي حالت - لاھپ.

- لاھَہ پاھَہ: ث. ھڪ ٿانءَ مان (ڪا شيءِ) ٻئي ۾ لاھڻ پائڻ واري حالت. آچا پاچا - مٽومٽ - ھڪجھڙائي - مٽا سٽا - لَٽَ پِٽ. (پاڻيءَ جي) آٿل پُٿل - ھار وِير.

- لاھَہ پاھَہ ڪَرَڻُ: ھڪ ٿانءَ مان ڪيڍي ٻئي ٿانءَ ۾ اوتڻ. حساب صاف ڪرڻ - آجو ٿيڻ - ڏيئي وٺي ڇڏڻ.

- لاھِٽِيُ ٤ لاھِٽِيُون: ث. (عزت) لاھڻ واري حالت - ڇِٽ - ڦِٽڪار - ملامت - لعنت.

- لاھِٽِيُ لاھِڻُ: (محاورو) بي عزتو ڪرڻ - بي مانو ڪرڻ - اپمان ڪرڻ - نِرسڪار ڪرڻ - بي عزتي ڪرڻ. ڌيان نہ ڏيڻ - ڪَنَ لاٿار ڪرڻ.

- لاھي پاھي: ظرف. ظاھر ظھور - آشڪار - پڌرو - سھي سٺيري - مُصمم ارادي سان.

- لاھي پاھي بيھَڻُ: مصدر. ضد ڪري بيھڻ - ارادتا ڪنھن ڪم جي پٺيان پوڻ. ننگو ٿي بيھڻ - اگھاڙو ٿي بيھڻ - بي حيا ٿيڻ - بي لڄو ٿيڻ - بيھود و ٿيڻ - ڪو لحاظ نہ ڪرڻ - طعنہ زني ڪرڻ.

- لاھي ڇَڏَڻُ: مصدر. (ڪم ڪار) ختم ڪرڻ - پورو ڪرڻ - ڪري ڇڏڻ. ڪيڍي ڇڏڻ - بند ڪرڻ - منسوخ ڪرڻ.

- لاھي ڏِيَڻُ: مصدر بارھلڪو ڪرڻ - ٻئي تي مڙھڻ.

- لاھي ڪُلھوُ ڏِيَڻُ: مصدر. ھمدرد بنجڻ - سِڪَ وڌائڻ. ڪنھن ٻار کي وچ ڪان ٿورو ھيٺ پرو ڪلھو ڏئي ڪٽڻ.

● لاھوُ ٤ لاھا: ذ. (سن. لاڀَ = نفعو) فائدو - نفعو - ڪٽيو - آپت - پراپت - لاڀُ - آپراسو - سوباسو -

حاصلات – مرسي. لٿهي وڃڻ جي حالت – لٿيڻ واري حالت.

– لاهاتو ع لاهاتا: ذ. لهڻ جهڙو.

– لاهائيتو ع لاهائيتا: ذ. صفت. فائدي وارو – نفعي وارو – سود مند – واڌاري وارو – وٽاءَ وارو – اُپائتو – لاپائتو – گنجائشي.

● لاهو ع لاهو: ذ. صفت. ڳولي ڪيندڙ – ڳوليندڙ – ليندڙ – لهندڙ – هٿ ڪندڙ – ڍ وٺيندڙ – ڦوليندڙ – ڳولڻو – پتو ڪيندڙ.

● لاهوت: ذ. (ع. لاهوت = عالم ذات الاهي) عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي – صوفي طريقي جي چوٿين منزل – لاهُوتَ – متحويّت. (اسم خاص). ڪراچيءَ کان ڇتيهه ڪوهن جي مفاصلي تي هڪ زيارت گاهه جو نالو – پب جبل جي هڪ وڏي صفي جو نالو. هڪ مڪان جو نالو.

– لاهوتي ع لاهوتي: ذ. صفت. عبادت ۾ محو يا غلطان – جوڳي فقيرن جو هڪ قسم – سنياسي – آديسي – رشي – لوڪ تياڳي – الله لوڪ. سيلاني – سيلار. سچو عاشق – بي پرواهه – لاهوت لامڪان جي خبر رکندڙ (فقير). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

– لاهوتيڪو ع لاهوتيڪا: لاهوت جو – لاهوتي فقيرن وارو.

● لاهور: اسم خاص. پاڪستان جي پنجاب علائقي جي هڪ مشهور شهر جو نالو. پرت جو هڪ قسم.

– لاهوري ع لاهوري: ذ. لاهور جو رهاڪو – لاهور وارو.

– لاهوري ڪمنڊ: ذ. پنجاب ۾ ٿيندڙ وڏين ڳرين وارو ڪمند.

– لاهوري گجر: ذ. گجر جو هڪ قسم.

– لاهوري ميرچ: ذ. ڳاڙهن سرچن جو هڪ قسم.

– لاهوري: ذ. اسم خاص هڪ ذات جو نالو. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

لاهوڙيو ع لاهوڙيا: ذ. هڪ وڻ يا ٻوٽي جو هڪ قسم.

● لاهوڪڙ: ذ. لاهيءَ وارو – لاهيءَ تي.

● لاهيارو ع لاهيارا: ذ. صفت. لابارو ڪندڙ – لاباريو. لائيءَ وارو. فائدي مند – لاهائتو – لاپائتو – سُود مند.

– لاهيوار ع لاهيوار: ذ. صفت. لابارو ڪندڙ – لائي وٺندڙ.

● لاءِ: حرف جر. واسطي – جي لاءِ – جي ڪري – ڪاڻ.

● لاءُ ع لاءَ: ذ. مزو – لذت – رَسُ (چتوٽي) "مٺ پيڙياڻي پلي، آڇيين ته لاءُ نڪو ساءُ" – سواد – لطف. وڻ جو هڪ قسم – لئي – لئيءَ جي وڻن جو جهنگ – ٽارو. عادت – وصف – خصالت – خصلت – وضع – چال – حال چال – شيوو – رَوِش – پتر – هير – ورد – غذا – خوءِ – سياءُ – حالت – علت – ريت.

– لاءَ ساءُ ع لاءَ ساءَ: ذ. اسم. مزو – لذت – ذوق – شوق.

● لاءَ جو شڪار: ذ. هڪ ڌاريل تتر جي ذريعي ٻيا تتر ڦاسڻ يا مارڻ وارو شڪار.

● لاءُ آچڻ (ث): مصدر. رڍ يا ٻڪريءَ جا وار ڪترڻ جيڏا ٿيڻ.

● لائيرو ع لائيرا: ذ. اسم. ٻڪريءَ جو ننڍو ڦر – ڳابو. بي سمجهه – بي وقوف.

● لائيق ع لائيق: ذ. صفت. نيڪ – ديانتدار – وڙائتو – لائق پريو – ڳڻن وارو – پاتر – پاتُ – چڱو (ماڻهو) – سگهڙ – لياقت پريو – سنو پرو – ڳڻونت – لياقت وارو – قابل – سمجهو – هوشيار – رُوڙو – شائستو. جوڳو – جوڳ – شايان – واجب – موزون – مُباح – ٺيڪ – بجا – درست – برابر – لائتو – جڳائتو – ٺهندڙ – اُچيت – مناسب – معقول – آچت. پورو – ڪم جو – ڏانوَ جو – باب جو – وٺندو – ياوندو – جڙندڙ.

– لائيقائيتو ع لائيقائيتا: ذ. صفت. لائق پريو – لياقت پريو – عمدو – بهتر – چڱو – سٺو.

- لائِقائِيُ ع لائِقائِيُونُ: ث. اسم. لائقي- شرافت- لياقت- مهارت- استعداد- نيڪ نامي- لحاظ- مروت- ڀلتمانساڻي- قرب- ڀلائي- مهرباني- ٿورو- احسان.
- لائِقُ فائِقُ ع لائِقَ فائِقَ: ذ. صفت. عزت وارو- مان وارو- مانائتو- باعزت.
- لائِقُ ڪَرَڻُ: مصدر. مهرباني ڪرڻ- عنايت ڪرڻ- وَڙُ ڪرڻ- ڀال ڀلائڻ- احسان ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ.
- لائِقُ وَنْدُ ع لائِقُ وَنْدَ: ذ. صفت. لياقتن وارو- لياقت ڀريو- لائق. شانائتو- مانائتو.
- لائِقُ هُجَڻُ: هوشيار هجڻ- لائقن ڀريو هئڻ- قابل هجڻ- مُستحق هجڻ- ڪَٽِي هجڻ- موزون هجڻ- واجب يا معقول هجڻ.
- لائِقِيُ ع لائِقِيُونُ: ث. لائق ڪرڻ واري حالت- شرافت- نيڪ نامي- نيڪ نيتي- جوڳائي- مُناسبي- برابري- شائستگي- مرجاتا- سُڻيتي- سيباج- ڏاهوڪائي. احسان- ڀلائي- وَڙُ- ٿورو- قُرب. لياقت.
- لائِقِيءَ لَڳَڻُ: مصدر. چڱي درجي کي پهچڻ- مان وارو ٿيڻ.
- ● لائِقَ پُورُ: اسم خاص. تعلقي ميرپوربٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● لائِقُ پِيِرُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● لاءِ لَشْڪَرُ ع لاءِ لَشْڪَرَ: ذ. پنهنجي آفيسرن ۽ سامان وغيره سميت هڪ فوج يا ڪٽڪ. ڪٽم- قبيلو.
- ● لائِڻُ: مصدر. (دوا وغيره) لڳائڻ- هڻڻ- مکڻ. اٽڪائڻ- ڪُپائڻ- ڦاسائڻ- اڙائڻ- کوڙڻ- ٻيهارڻ- ويهارڻ. ملائڻ- گڏائڻ- ڳنڍڻ. ڏرڻ- رکڻ- ڏاهي رکڻ. پابندي جو شرط لاڳو ڪرڻ- ڪم ۾ رُڌائڻ- ڪم ۾ رکڻ. (ڏوهه) مڙهڻ- شامل ڪرڻ. (هٿ) رکڻ- ڇُهڻ. نَرَ جو ماديءَ مٿان پوڻ- ڪنهن جانور جو ڦَرَڻُ- ملائڻ- لاڳو ڪرڻ. (ڪو اوزار، هٿر تي) ٽڪو ڪرڻ- سراڻ تي چاڙهڻ- کلڪائڻ- چيرو ڏيڻ. ڏاڳن کي مانجهو هڻڻ. ڀيڙڻ- ڀرڻ. (ڏوهه) مڙهڻ- شامل ڪرڻ. (لائيو- لائيندو- لائيل يا لاتل).
- لائِي ڏِيَڻُ: وڌائي ڏيڻ- گڏي ڏيڻ- واڌاري ڏيڻ- ڪجهه ملائي زياده ڏيڻ.
- لائِي رَکَڻُ: نيات مان ڪڍي ڇڏڻ- ڀاءُ برادر مان نيڪالي ڏيڻ.
- لائِي ڳالهائِڻُ: مصدر. نموني سان ڳالهائڻ- برخلاف ڳالهائڻ- وڌاءُ ڪري ٻڌائڻ- خراب ڪرڻ. (ڪنهن تي) سڌيءَ طرح حملو ڪرڻ. (پرمانند). اڻ سڌيءَ طرح ڪنهن کي طعنو هڻڻ.
- لائِي لائِي کائِڻُ: ٿورو ٿورو ڪري کائڻ. ماني سرس ۽ ڀوڙ ٿورو ٿورو ڪري کائڻ- مکي چکي کائڻ.
- ● لائوُ ع لائا، لاوا: ذ. (سن. لتگهه). (و- ڪوش) (سن. لاوُ). (قاليچ). ٻلهي (مڇيءَ جو) ٻنان ڪنڊي وارو اڌ. (ضد: ڪانڊو). (صفت). لٺيءَ جي وڻ جو- ٽاري جي وڻ جو. مٺو- ليمو- ڪُند- موڳو- سادو سُودو- ڳالهائڻ جو ٿلهو. جڙتو- ڪوڙو- ڪوٽو- جعلي- مصنوعي. صفا نِيڊو- تمام گهٽ- بلڪل گهٽ- بلڪل ڇوٽو- ڪسو- اوٽو- گهٽ- ڪَمِ- ڪمتي- نِرسو- زائل- اڻ پورو. خراب- ٻُرو- ٻڇڙو- عيبدار- مندو- بدتر- ابتر- ٻِڌ- ڪميڻو- ڪُنڊو- پاجي- مُٺَ ڀيڙُ. ليمو- مٺو- جڏو. ڀاليل (پکي، جانور)- هيرايل- ذاريل (خصوصا تتر). جملو: "هي تتر لائو آهي".

"آهي حرامي هميشه جام جن لاوا لتڪايا"
(جام خان جي شعر جي سٽ).

(ث. لائِيُ ع لائِيُونُ).
- لائوُ ٿِيَڻُ: مصدر. هيرڻ- هيري مري وڃڻ (پکي يا جانور جو)

"ستهو لائو نه ٿئي. جوکيو ٿئي نه يار"
(سُگهڙ).

- لائوُ پاسوُ ع لائا پاسا: ذ. ٻلهي يا مڇيءَ وغيره جو ٻنان ڪنڊن وارو اڌ. ورهاست ۾ گهٽ حصو. (ضد- ڪانڊو پاسو).

- لائوُ ڏوڪڙُ: ڪوٽو سڪو - ڪوڙو پيسو.

● لائُونُ ۽ لائانُ، لاوانُ: ذ. صفت. خراب (چڱي جو ضد) - ڍلو - ڪَسو. ڊيٺو - ڏُبرو - ضعيف - ڪمزور. ڪوجهو - گهٽ - عيبدار. منبو. غريب - نماڻو - مسڪين. (ث. لائِيڻ ۽ لائِيُون).

- لائوُ ڪنڊوُ ۽ لاوا ڪانڊا: ذ. چڱومٺو - گهٽ وڌ - عام خاص - ڪسو پڪو.

- لائوُ ڪانڊوُ ڏيکارڻُ: رَسُ ڪري هلڻ - هڪبئي جي ڳالهه ڪٽڻ - اٽڪل سان ڳالهائڻ - حرفت ڪرڻ - چالبازي ڪرڻ.

- لائي ٽڪيءَ سانُ جهلڻُ: ڏُتارڻ - لَڱڻ - برغلائڻ - ريبڻ - ڦُسلائڻ - ڦاسائڻ - لَنگارڻ.

- لائِيُ لَتڙُجي ۽ لايُونُ لتڙُجيُونُ: ث. صفت. ڍلي ٻُجڙي - چڱي سٺي.

● لائُونُ (جمع): ث. (سن.) شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار جا متا نمائي آهستي آهستي پاڻ ۾ ملائڻ واري رسم - متا ميڙ - پرٽو - شادي - شاديءَ جو سانت - ٽڪَرُ - ٽڪروٽ.

- لائُنُ اوٽُو ۽ لائُنُ اوٽا: ذ. اهو مڙس جنهن جي ويجهڙائيءَ ۾ شادي ٿيڻ واري هجي - گهوٽ.

- لائُونُ ڏيارَڻُ: مصدر. شاديءَ واري رات گهوٽ ۽ ڪنوار کي متا ميل ڪرائڻ.

- لائُونُ ڏيَڻُ: مصدر. گهوٽ ۽ ڪنوار کي نڪاح خوانيءَ بعد متا ميڙ ڪرائڻ - شاديءَ جي رسم پوري ڪرڻ.

- لائُونُ ڪَرَڻُ: مصدر. پاڻ ۾ ميل ڪائڻ - موافقت پيدا ڪرڻ - هڪجهڙائي حاصل ڪرڻ.

- لائُونُ لَٿڻُ: مصدر. پرڻجڻ - شادي ڪرڻ - شاديءَ جي رسم ادا ڪرڻ - شاديءَ رات متا ميڙ ڪرائڻ.

- لائُونُ ملڻُ: مصدر. (هڪ ٻئي سان) جهڄهي پريت هجڻ - گڏو گڏ هجڻ. جملو:
"فلاڻي جون هڪبئي سان لائون آهن".

- لائُونُ نه لَٿهڻُ: مصدر. شاديءَ کان اڳ جوانيءَ ۾ فوت ٿي وڃڻ. پاراتو يا پِٽڻ - "شل لائون نه لهين!".

● لائِيُ ۽ لائِيُونُ: ث. (سن. لاوَنِيُ = لائِيُ - پترا. لاوينا = لائِيُ) لاباري يا فصل ڪٽائيءَ جو آجورو - لُٽائيءَ جي عيوض ۾ مٺيل يا ڏنل اناج وغيره - مزوري - لاپو. لابارو. مٽائيءَ جو هڪ قسم - ڳُڙ ۾ پُساڻي ۽ پُڇاڻي ٺاهيل چانور. چُغلي - گِلا - چورت - چيٽا پور - جهيڙو. مرهٽي ٻوليءَ جو گيت.

- لائِيُڪَرُ ۽ لائِيُڪَرَ: ذ. فاعل. (بِل). لابارو ڪندڙ (۽ عيوض ۾ "لائي" جنس جو حصو وٺندڙ). (ن - ب).

- لائِيُ وارُ ۽ لائِيُ وارَ: ذ. صفت. لائيءَ وارو - لائي وٺندڙ - لاپو وٺندڙ.

- لائِيُ چائِيُ ۽ لائِيُونُ چائِيُونُ (يا) لايُونُ چايُونُ: ث. جهيڙي جاڳائڻ واري حالت - فتنه انگيزي - گهٽ وڌائي - گِلا غيبت - لُوت ٻار - لُچائي ڪرڻ - حراماپائي - چالاڪي - حرفت. ڏُک - ڏُک - رنج. راز - ڳُجهه. خوشي - راحت. (ت).

- لائِيُ چائِيُ ڪَرَڻُ: هڪڙي جو راز ٻئي کي ٻڌائي، جهيڙو پيدا ڪرڻ - گهٽ وڌ ڳالهه ڪرڻ - چغلي هڻڻ - گِلا غيبت ڪرڻ - نندا ڪرڻ.

● لائِيڻ ۽ لائِيڻُونُ: ث. (انگ. لائِيڻ = لِيڪَ) سِٽَ - لِيڪَ. خط - ڌار. ڏوري - رَسِي - نوڙي - رِيکا - قطار - صف. پد - مصرع. لوهه جي وات - لوهه جي پٽڙي. (آصفيه). ڏوهه - خطا - گناهه - قصور. عيب - اوڻائي. ذ. (صفت). محتاج. (گاجرا).

- لائِيڻِ ڪِليِرُ: ذ. (انگ). رستو صاف - صفائي وات جي - وات صفا. اسٽيشن ماستر جو گاڏيءَ جي ڊرائيور کي رستي جي صفائي بابت لکي ڏنل ڪاغذ.

● لايارُو ۽ لايارا (ڪ): ذ. صفت. لابارو ڪندڙ - لاهاري وارو - لاهيارو.

● لايَرُ ۽ لايرَ (ڪ): ذ. صفت. لابارو ڪندڙ - لايارو - لاهيارو.

● لايتطاق ع لايتطاق: ذ. صفت. (ع). ني طاقت - نيربل - ڪم هيڻو - ڪمزور. (پرمانند).
● لايو سجايو ع لايا سجايا: ذ. اميدون پوريون ٿيڻ واري حالت - شادي - ڪاج. خوشي. فائدو (رامن ٿيڻ واري حالت).
= لايو سجايو ٿيڻ: مراد پُڄڻ - تڪليفون سجايون ٿيڻ - محنت ثاب پوڻ - ڏيل خرچ سجايو ٿيڻ.
● لب ع لبون: ث. ٿڪ - ٿيڪڻي - لپ - پڪ - گِگ - اوگاڙ - لُعاب - ڪف. (پرمانند).
● لب ع لب: ذ. (ف. لب=چپ) - هڪ عضوي جو نالو - چپ. رشوت - وڍي - حرام - ٻقو - نفعو - پوپو - لالچ - لوڀ - طمع. طرف - جانب - پاسو - ڪنڌي - ڪپ (درياءَ جو) - ڪنو - ڪنارو - پتر - ڪس. (پرمانند). بندوق جو لب - گز - تير. پيڙيءَ جي سڙهه کي هوا ڏانهن ڦيرائڻ واري رسي.
= لب تي لڙڻ: لالچ تي پاسو ڪرڻ.
= لب چٽڻ: روح سرڪڻ - وات پاڻي ٿيڻ - سڌ ڪرڻ - خواهش ڏيکارڻ.
= لب دانيون ع لب دانيون: ث. بندوق جي لب يا گز جي رکڻ جي نالي. (پرمانند). ٽڪو.
= لبر ع لبر: ذ. لب وارو - حرام کائو - وڍ ر - پئسي جو بندو - لبي - لبيجڻ جو گو - لبيتر - کائو - وڍي خور - رشوت کائو - رشوتي.
= لب ڪٽڻ: روح سرڪڻ - وات پاڻي ڪرڻ - سڌ ڪرڻ - لب چٽڻ.
= لبي ع لبي: ذ. صفت. لب وارو - رشوتي - لالچي - حرام کائو - پئسي جو پٽ - کائو - وڍي خور - پترشت - خبيث.
● لب ع لبون: ث. (س. لو = لبڻ). (فصل) لڻڻ واري حالت - لوب - لابارو - (فصل جي) ڪٽ يا ڪٽائي. طمع. مُوڙي - نقد - روڪڙ. (رام ڪلي).

● لباتو ع لباتا: ذ. (ف. لباده= ڍِگهو ڪوٽ) سيءَ يا برسات جي بچاءَ لاءِ پهريل ڍگهو چوغو. (ع. لباد) ڍگهو ڪوٽ - چغو - ڪڙتو - وردي - اوور ڪوٽ. جانور جو هڪ قسم.
● لباس ع لباسون: ث. ڪُوڙي خوشامد - چٽ - چاپلوسي - ناز برداري - مک امتي. (پرمانند). ڪوڙي ساراهه - پنيل - لٽلو پتو.
● لباس ع لباس: ذ. (ع. لبس= هڻ پهريو) پوشاڪ - ويس - وڳو - ڪپڙا - جامون - وستر - ڪپڙو لٽو - ڍڪ - ستر - برقعو. ڍنگ - روپ - مُلمعو - ڏيک. زرين پوشاڪ - زر - زيور - هار سينگار - ٽيپ ٽاپ - ڏيک ويک - پٽيڪو. چاپلوسي - خوشامد - ڍولڪ - چٽ - لُنبي خوشامد - قُل بندي - ڪُوڙي ساراهه - لٽلو پتو - پنيل. ڪاري جي پيڙيءَ جو هڪ عضوو - درياهي پيڙيءَ جو وڏو گوش. (سر ديسي - گر).
= لباس پتڻ: چاپلوسي ڪرڻ - چٽ پتڻ - خوشامد ڪرڻ - لڳڻ - پنيلائڻ - تاتارڻ - چترائڻ - برغلائڻ - ڏتارڻ - ڦسلائڻ - چاڙهه ڏيڻ - شاهوڏيڻ - ريهڻ ريبڻ - ڳلتو پتڻ. (پرمانند).
= لباس ڪرڻ: ويس ڍڪڻ يا بدلائڻ. پردو رکڻ - منافقي ڪرڻ.
= لباسي ع لباسي: ذ. صفت. ڪوڙو - خوشامد ڪندڙ - خوشامدڙيو - مُنهن تي خوشامد ڪندڙ - دل جو پليد - اندر جو ڪوڙو - ڪپتيو - ڪپتي - مڪار - ڌورت - چالاڪ - ڏيکاءُ وارو - ٺوڳي - وات مٺڙو - سياڻو - ريهو - ريهيندڙ - ريبيندڙ - برغلائيندڙ.
● لباڪو ع لباڪا (ل): ذ. ننڪ - شرم - حيا - ترم - لڄ - مرجاتا. ليو - جهاتي - ليئو. (مهيري).
● لبُر يز ع لبر يز: صفت. (ف. لب + ريختن= چپ يا ڪنارو + هارڻ) تار پريل - تارون تار - چڪار - ڪنن تائين پريل - لبالب - پرپور - ڪنان تار - ٽمٽار - ڪناڪن.

● لُبّ لُبابُ ﺔ لُبّ لُبابَ؛ ذ. (ع. لُبّ لُبابُ = تَتُ) تَتُ – سَتُ – مغز – خلاصو – مطلب – مفهوم.

● لَبْلَبِي ﺔ لَبْ لَبِيُونَ: ث. بندوق جي اوزار جو هڪ قسم – بندوق جي گهوڙي کي چورينڊڙ اوزار.

● لَبَنُ ﺔ لَبَنَ: ذ. (ع). ڪيمرُ. انجيرُ. خسيس شيء. (پرمانند).

● لِبْنانُ: اسم خاص. شام ملڪ ۾ پهاڙي علائقي جو نالو.

– لَبَڻُ: مصدر. (سن. لَنْبُ) لَبُ ڏيڻ – لالچ ڏيڻ – طمع آڇڻ – رشوت ڏيڻ – لالچائڻ – وڍي ڏيڻ – ڪنهن کي ڪجهه ڏيئي، پنهنجي طرف ڪرڻ – پاڙيو ڪرڻ. (بندوق) لَبَڻُ. ڪنهن شيء کي پائوڊر وغيره لڳائڻ. (پرمانند). (لبيو – لبيندو – لبيل).

– لُبَڻُ: مصدر. (سن. لو = لُڻَڻُ) لابارجڻ – لُبِجَڻُ – لُڻِجَڻُ – (فصل) ڪٽجڻ.

– لَبُوچ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لَبُوسِي ﺔ لَبُوسِيُ: ذ. صفت. لالچي – بي غيرت. خوشامدڙيو – چاپلوس. ٽوڪلُ (ڪتو) – نِڌَڪو. گيدي – ڪانئرُ – ڊڇڻو – بزدل. (پرمانند).

● لَبِيبُ ﺔ لَبِيبَ: ذ. معشوق – سوهڻو – جاني – دلبر – مٺو – پيارو – پريتم – جانب – شيرين – وڻندڙ – محبوب. هوشيار – اڪابر – سياڻو – ڏاهو – دانا – عقل وارو – هوشوند – زيرڪ – سمجهه – مٿو پرو – پهچاڻ – سمجهو – فهميدو – چتر – هوشائتو – ٻڌوان – گياني – عقل وند. (پرمانند) – پڙُ – ماهرُ.

● لَبِيسُ ﺔ لَبِيسَ: ذ. لباسُ – پوشاڪ – وڳو. هار سينگار – صورت – ٻاهريون ٺاٺ. شڪل – رُوپ – رنگ. چِٽُ. (گاجرا). لذت – مزو – خوشي.

● لَبِيسَ ﺔ لَبِيسُونَ: ث. خوشامد – چاپلوسي – لِباسَ. (پرمانند).

● لِبِيسُ ﺔ لِبِيسَ: ذ. چيڙهه – چميرُ – لَڳِ لَڳِ – لِوَ – چڪنائي – چَمَرَ – لِپَسُ. چِٽَ – ڏُتار – داڏر – چڙهو – ڳلٿو – ٿلُ – کهيرگهيلي. (زبان جو) ميٺاس – مينهاج – شيري. (پرمانند).

● لَبَّيْڪَ: حرف ندا. (ع. لَبَّيْڪَ = حاضر آهيان) سَتُ جو حاضر جواب – حاضر آهيان – ٻيٺو آهيان – حاضر سائين – حاضر حضور – خدمت ۾ موجود آهيان.

● لَبَ ﺔ لَبُونَ: ث. لافَ – لَباڙ – ڊاڙ – ٻٽاڪ. (مهراڻ).

● لَبُ ﺔ لبَ (ڪ): ذ. خَمُ – وَرُ – وڪڙ. ڪانچو – ڪانٽو. جبل جي سلسلي ۾ ڪاڏل زمين. خالي جاء – تَبُ – ٽُنڪُ – سوراخ.

● لِپَ ﺔ لِپُونَ: ث. ٽُڪَ – ڦيٽي – پِڪَ – وات جو پاڻي – لُعاب – ڳِڦَ – ڳِگَ – چِچُ – جِچَ – ريشو. (ڪ). واهيات ڳالهائڻ – ٻَڪَ. (ڪ). ليسوڙي يا گيدوڙي جو ريشو. (صفت). لڳلڳدار. گيهه جو مصالحدار رَهو. (پيشه وران). پکيء جو هڪ قسم. (شرت). (اسم خاص). تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– لِپَ وِجهائِڻُ: پِڪَ وجهائڻ – دعا ڪرائڻ.

– لِپُونُ جهلَڻُ: ڇينڇڻ – تنبيهه ڪرڻ.

– لِپُونُ چٽَڻُ: بي مانو ٿيڻ – بي عزتو ٿيڻ.

● لُپَ ﺔ لُپُونَ: ث. پاٺي لُپَڻَ واري حالت – پاٺي خراب ڪرڻ جي حالت. (وفا). جهڳ – پوڙ وغيره ۾ هٿ وجهي، ڦاڙڻ واري حالت. ميهڻو – طعنو – عتاب. چيڙب – جِٺ – ڦِٽ – ويادُ – ويڙ – لعنت. ناچيز. (ذ). پاٺيء جي گاهه جو هڪ قسم. جانورن جو چارو (جنهن ۾ ڪڙو ۽ بوسو جام هجي).

– لُپَ ڪَرَڻُ: (پاٺي وغيره) لُباڙي خراب ڪرڻ. تنگ ڪرڻ – هيسائڻ – ڊپائڻ – تنبيهه ڪرڻ.

● لَپاتَ ﺔ لَپاتُونَ: ث. (سن = لَپُ) اجائي لَباڙ – ٻَڪ ٻَڪ – ٻڪواس – ٻڪوات – لباڙ.

● لَٻاچو ۽ لَٻاچا (ل): ذ. صفت. گندلو- ميرو- گچيلو- ڪِنو- غليظ. (ث. لَٻاچِي ۽ لَٻاچِيُون).

● لَٻاڙَ ۽ لَٻاڙُون: ث. (سن. لَپَ = اجائي ڳالهه ڪرڻ، ٻاڙ)- ٻاڙَ- ٻتاڪ- وِڦِلَ- لاف- لاڦ. (شرت)- ٻڪواس- ٻڪوات- ٻٽخِي- ياوه گوئي- ڊيڪُ- ڊِينگ- لِباڻَ- ڊينگل- ٻتڙَ- ڇاڙي- مبالغو- وڌاءُ- آناءُ- زياد تي- زياده بياني.

- لَٻاڙَ هڻَڻُ: لاف هڻڻ- ٻتاڪ هڻڻ- ٻاڙ هڻڻ- ٻڪواس ڪرڻ- ٻڪوات ڪرڻ.

- لَٻاڙِيُ ۽ لَٻاڙِيُ: ذ. صفت. لٻاڙ ڪندڙ- لٻاڙ هڻندڙ- ٻاڙي- گهڻو ڳالهائيندڙ- ٻتاڪي- لاف زن- ٻَڪ ٻَڪيو- ڪُوڙ ڳالهائيندڙ- ٻڪواتي- ڊِيڪر- ڪُوڙا آفواهه آتاريندڙ- اجائي ٻَڪ ٻَڪ ڪندڙ- ڦڙٻاتي.

● لِٻاڪِيُ ۽ لِٻاڪِيُون: ث. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● لَٻانا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. سکڪ قوم جي هڪ فرقي جو نالو. تعلقي کهوڙکيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَٻاڻو ۽ لَٻاڻا (ڪ): ذ. صفت. لابارو ڪندڙ- لايارو- لاهيارو. ڪاٺيون وڪڻندڙ. (وفا). جلائو ڪاٺيون وڪڻندڙ جي هڪ ذات. (پرماننڊ).

● لُٻِتُ ۽ لُٻِتَ (ث): ذ. عادت- هير- ڏندو.

● لَٻِرُ ۽ لَٻِرَ (ت): ذ. رِليءَ- ڏهر. پراڻو ڇنل ڪپڙو. (مهيري). لُڪِڙُ.

● لِٻِرُ ۽ لِٻِرَ: ذ. صفت. نيرٻل- ڏُرٻل- لِٻل- ڪمزور- نٻرُ- هيڻو- ضعيف- عاجز- ناتوان- ٻي ٻهچ. (منصور نامو).

● لَٻِڙَ: شاديءَ وقت کهوٽ ڪنوار جي لاءِ زعفران جي رنگ تي ناهيل ڳاڍيلو. (پرماننڊ).

● لَٻِتڙُ لَٻِتڙُ ڪَرَڻُ: ٽڙ ٽڪڙ ڪرڻ- هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ- اڏو ڳابرو ڪم ڪرڻ- جهڙو تهڙو پوراڻو ڪرڻ. (گنگا جو ڪتب).

● لَٻِتڙُ تُوئيو ۽ لَٻِتڙَ تُوئيا: ذ. صفت. گهٽ وڌ ڳالهيون ڪندڙ- لائِي چائِي ڪندڙ- چُغل خور. بد مزاج.

- لَٻِتڙُ تُوئيو ٿِيڻُ: ڏنو ڏيڻ- گشو هڻڻ- دلاسي ۾ رهائڻ.

- لَٻِتڙُ چِتنو ۽ لَٻِتڙُ چِتنا: ذ. صفت. آفواهه آتاريندڙ- آفواهي. ٻڪواتي- ٻڪ ٻڪيو- لٻڙاتي- واهيات ڳالهيون ڪندڙ. بي عزتو- بي مانو- لانٻڙُ. (شرت).

- لَٻِتڙُ چِتنائِيُ ۽ لَٻِتڙُ چِتنائِيُ: ذ. صفت. مفت خور- حرام خورُ. اوٻر ڪائيندڙ.

- لَٻِتڙَ شَٻِتڙَ: ث. اڌوري ڳالهه- سمجهه ۾ نه اچڻ جهڙي ڳالهه- ڪِڙ شِڙ- خلط ملط. (آصفيه).

● لُٻِڙَڻُ: مصدر. هٿ هڻي گندو ڪرڻ- خراب ڪرڻ- جهُڳڻ- لُٻِتڻُ.

- لُٻِڙِ ڏُٻِڙُ ڪَرَڻُ: لُٻڻ- جهُڳڻ- هٿ وغيره وجهي خراب ڪرڻ. (پرماننڊ).

● لَٻِڪَڻُ: مصدر. ٻڪوات ڪرڻ- واهيات ۽ بي ڍنگو ڳالهائڻ- اجايو ٻڪڻ.

- لَٻِڪو ۽ لَٻِڪا (ڪ): ذ. بد گفتگو- گِلا- لَٽِ لَٽُ- بي ڍنگائي- ٻَڪَ. (ت). ميڻهن جي ڪير وڌائڻ لاءِ ڪِتر ۾ مٽرن جو ڏارو- چانورن جي ڪتي کهڻي ٻائيءَ سان ملائي ڏنل چارو.

● لَٽِ لَٽِ ۽ لَٽِ لَٽِيُون: ث. واهيات ڳالهيون- بيوقوفيءَ جي گفتگو- اجائي ٻڪ ٻڪ- يٽخِيُ- چريائي- ٻڪوات.

- لَٻِ لُٻِ ڪَرَڻُ: طعنا هڻڻ- مهڻا ڏيڻ- ڏوراپو ڏيڻ- ستائڻ.

● لَٽِ لَٽِيُ ۽ لَٽِ لَٽِيُون: ث. بندوق جي اوزار جو هڪ قسم- بندوق جي کهوڙي جي هيٺين ڪلي.

● لُٻِتڻُ: مصدر. ڪاڏو خراب ڪرڻ- پليد ڪرڻ. جملو: "ڪانوَن جو لُٻيل پِٽ ڪير ڪائيندو". جهُڳڻ- لُٻِڙ ڏُٻِڙ ڪرڻ. ٿُڪ لعنت ڪرڻ- (ماڻهوءَ کي) تنبيهه ڪرڻ- ڇنڊ ڪرڻ. هيسائڻ- ڪتبائڻ- ڊيڃارڻ- ڌمڪائڻ- دٻائڻ- سوڙهڻ.

ڏکوئڻ – پيڙڻ – ستائڻ – ظلم ڪرڻ. عيب ڪيڻ.
(لُڀيو – لُڀيندو – لُڀيئلُ).

● لڀو ع لڀا (ل): ذ. صفت. جانورن جو هڪ قسم (ڪتن ۾ ريل).

● لِٻو ع لِٻا (ل. ٿ): ذ. صفت. ڏندن پڳل يا ڏندن اڪويل – پِٻو – ڦڏو. (وفا).

● لڀو ڏڀو ع لڀا ڏڀا: ذ. تنگ گذرانُ – غريبي گذر – ٿورائي سان پورت ڪرڻ واري حالت – ايرائي ميرائي – اوڙ سوڙ – قناعت. ڪٽل ٽٽل. اڪل سڪل – ڏيرڙ و ريڙ – لٽم ڏڀو – آڻا ماري – جهڙو تهڙو. حيلو – ساز باز.

▬ لڀو ڏڀو ڪرڻ: دلچسپيءَ سان ڪم نه ڪرڻ – مٺاچرو ڪم ڪرڻ – بي خيالو ڪم ڪرڻ – بنا شوق جي ڪم ڪرڻ.

▬ لڀي ڏڀي تي رهڻ: ڪنهن معاش جي ذريعي کان سواءِ گذارڻ.

● لِٻوڙڻ (ت): مصدر. ڪناڏي ۾ آگريون وغيره وجهي خراب ڪرڻ – جهڳڻ – لِٻڻ – ڪاڏو خراب ڪرڻ – لوڏڻ – گڏڻ. لعاب هارڻ. (وفا).

● لڀ ع لڀ: ذ. لاڀ – فائدو – پيدائش – حاصلات – پراپت – نفعو – آسرو – ڪشيو – اُهت. لالچ – لوڀ – طمع.

● لڀائڻ: مصدر. (سن. لڀ) نهارائڻ – شيءِ ڳولڻ ۾ مدد ڪرائڻ – ڳولهائڻ.

▬ لڀائي ع لڀائيون: ث. ڳولائڻ جو عيوض – لتهائي – ڳولائي.

● لُڀائڻ: مصدر. لوڀُ ڏيڻ – هيرڪائڻ – لالچائڻ. (پاڻ تي) مست ڪرڻ – موهڻ – ريجهائڻ.

● لڀجڻ: مصدر. ملڻ – هٿ اچڻ – گڏجڻ.

● لڀڏڪ ع لڀڏڪ: ذ. آسمان ۾ سڀ کان وڏيڪ روشن ستارو. ڪتو – ڪلب – ثريا.

● لڀڻ: مصدر. (سن. لڀ = هٿ ڪرڻ يا حاصل ڪرڻ) حاصل ٿيڻ – هٿ ڪرڻ يا هٿ اچڻ – ملڻ – لهڻ – پراپت ٿيڻ – پائڻ – ڳولي لهڻ – پيڙ پوڻ – ليجڻ. (لڀيو يا لڌو – لڀندو – لڀيل يا لڌل).

▬ لڀڻو ع لڀڻا: ذ. صفت. ملي سگهندڙ – ملڻ جهڙو – وٽڻو – ملڻو – حاصل ٿيڻو – ملڻ جوڳو – ميسر – دستياب.

● لُڀڻ: مصدر. (سن. لُڀ = لالچ ڪرڻ) (و – ڪوش) – لُڀڻ – لابارو پوڻ – لُڀجڻ – وڙجڻ – گاهه جو کپڻ – لابارو ٿيڻ. لالچ ڪرڻ – لوڀجڻ – لوڀ ڪرڻ. ڪم ۾ مشغول ٿيڻ. (لُڀيو – لُڀندو – لُڀيل).

● لڀولو ع لڀولا: ذ. آکير – ميڪ – چيڪ – تانگهه.

● لَتَ ع لتون: ث. بدن جي عضوي جو هڪ قسم – ٽنگهه – پيرُ – ٽنگ. ٽُڏو – ٺوڪر – ٽنگ سان ڏڪ – ٺوٺي – پشتاڙ – اِٽ – چڙهي – آٿيڻو – آچل – پير جو زور – دڪو – آهٽ. (ڪ). پيڙيءَ جي رسيءَ جو هڪ قسم – پيڙيءَ جي پرماڻ ڪي کوهي تي لاهڻ چاڙهڻ لاءِ اڳين پاسي بدل واجهه.

▬ لَتَ ڏيڻُ: ٽنگ سان زور ڏيڻ. چيڻُ – چيپاٽڻ – لتاڙڻ. زور رکڻ – تنگ ڪرڻ – تڪليف ڏيڻ.

▬ لتيرُ ع لتيرَ: ذ. صفت. لتون هڻندڙ – ٽُڏو هڻندڙ – ٺونٺيرُ (گڏهه وغيره). چالاڪ – هوشيار – محنتي. ٽنگ جو گوشت. (ڪاڇرا).

▬ لتَڙَ ع لتڙون: ث. لتاڙَ – پيرن ۾ پيل – عام لنگهه جو هنڌ.

▬ لتيڙُ ع لتيڙَ: ذ. صفت. لتون هڻندڙ – ٽُڏو هڻندڙ – لتيرُ – اِتيرُ – پُستيرُ – نند يءَ ڪُڙيءَ واري جٽي.

▬ لَتَ ڳَرِي ٿيڻُ: مصدر. زور پوڻ – نه پُڄڻ – نه پُجڻ.

▬ لتَ ڳوري هجڻُ: اثر وارو هجڻ – اثردار هُئڻُ.

▬ لَتَ هڻڻُ: ٺوڪر لڳائڻ – چيڙهي هڻڻ – پيرن جي ضرب رسائڻ. نقصان پهچائڻ. ڌڪارڻ – ناڪار وارڻ. ڪم ڏاهي ڇڏڻ – رنڊڪ وجهڻ. ڏڳي يا مينهن جو کير ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ – (کير) ڇڏي ڏيڻ.

▬ لتيڙيو ۽ لتيڙيا: ذ. صفت. لتون هڻندڙ- پسٽير- ٽونٽيئير- لتير.

● لت ۽ لتون: ث. عِلت- عادت- خصلت- خو- چوس- نمونو- سياءُ.

● لِت ۽ لِتون (ت): ث. گوهي. جيت جو هڪ قسم- ڪُت. تمام ڪهاتي.

● لتاڙڻ: مصدر. لتن يا پيرن هيٺ لتوڙڻ- جهاڳوڙڻ- ڳوهڻ. چاهڻ. لتون هڻڻ- لتن سان مارڻ- لتن سان چپيانڻ. زور ڏيڻ- مٿڻ- پيڙون ڏيڻ- مڪون هڻڻ- ٺڪ لاهڻ- لتون ڏيڻ. ڌڪارڻ- ذليل ڪرڻ. ملامت ڪرڻ.

▬ لتاڙ ۽ لتاڙون: ث. ٻنيءَ يا گاهه کي ماڻهن يا مال جي لتاڙ- اورانگهه- پيراٺ. لتون ڏيڻ واري حالت- چيپ- چيپٽ- ڳوهه. (ل)- ڳوهيل. (ل). مهٽ- زور- پيڙون- مٿيون- جهاڳوڙ- لتڙ- لتوڙ.

▬ لتاڙ تي وهڻ: رستي تي ڳوٺ پڌڻ. اچ وڃ جي رستي تي ويهڻ.

▬ لتاڙ ۾ اچڻ: چيپ يا پيهڻ ۾ اچڻ- تڪليف ۾ اچڻ- چڪر ۾ اچڻ.

▬ لتاڙي ۽ لتاڙيون: ث. پيڙيءَ تا لهڻ ۽ چڙهڻ جو تختو.

● لتاڙيو ۽ لتاڙيا (ڪ): ذ. صفت. اهو ماڻهو جو مهمان کي ماني نه ڪارائي (ڪوهستاني اهڙيءَ مٺ ڪان تمام گهٽي سنپال ڪندا آهن، پاڻ فاقو ڪيدا، پر مهمان کي ماني ڪارائيندا). (سمون).

● لِتائڻ: مصدر ر. لِتڻ- بند ڪرڻ
”جي لياڪ لوڪ ڏون، جان جان سي نه لتاءِ“
(شاهه ڪريم).

● لتر ۽ لترون: ث. تنگ جو گوشت.

● لِتر ۽ لِتر: ذ. اسم. جٿيءَ جو هڪ پادر- موچڙو. پراڻي جتي- لِتر.

● لتر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لتڙ ۽ لتڙون: ث. اسم. لتاڙ- زور- پيڙون- جهاڳوڙ- لتوڙ- مڪڙيون- مٿيون- پيرن جي دٻ.

▬ لتڙ ڪرڻ: مصدر ر. ڍورن ڍڳن جو پوک جا سلا لتاڙڻ. واهه جي ڪَڙ تي گهمڻ.

● لِتڙ ۽ لِتڙ: ذ. اسم. کلو- پادر- موچڙو- لِتر- جتي.

● لتڙڻ: مصدر. ليتڙڻ- گيندارڻ. (پاڻيءَ ۾) ٽُٻڪڻ. ميرو ڪرڻ- گندو ڪرڻ.

▬ لتڙيل ۽ لتڙيل: ذ. صفت. لپيتڙيل- گينداڙيل. (پرمانند). ميرو ڪيل.

● لٽڪا (ڪ): ٽڪڙا ٽڪڙا چڪر- ڪوهيون- لُت لُت- گهٽون هڻڻ واري حالت.

● لِتل ۽ لِتل: ذ. صفت. ليٽيل- چنبڙيل- متڪيل- سٽيل- لڳل- ٽڪيل- لپيٽل.

● لُت لُت (ڪ): ث. گهٽن هڻڻ واري حالت- گهڙيءَ گهڙيءَ اچ وڃ.

▬ لُت لُت ڪرڻ: هيڏانهن هوڏانهن اچڻ وڃڻ- گهر گهر هلڻ- اجايو رلڻ- ناسون هڻڻ.

▬ لُت لُتيو: ذ. صفت. لُت لُت ڪندڙ- بي صبر- نوسي. رولاڪ- رولو.

● لتڻ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لِتڻ: مصدر. لِنبڻ- لپو پائڻ. (ث). جاءِ، جنهن جي چن کي گاري سان لِنبي ڇڏجي. (ذ). سادو گارو (مٽيءَ جو).

● لِتڻ ۽ لِتڻ: ذ. گندي پاڻيءَ جو تلاءُ يا ڪنڊ- (پاڻيءَ جو) ڍُبو- ڍهو. (پرمانند).

● لِتيڻون جاگير: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لتو ۽ لتا: ذ. پاڙو- محلو.

● لِتو ۽ لِتا: ذ. لِتڻ يا لِنبڻ مان اسم مفعول- لِنبيو- مرمت ٿيل- پوڙهو (ماڻهو). (ذ). پيرتي- ذات- ٽِڪي. بندوق جي منهن وارو ڍڪڻ. (ڪپڙي جي) ٿهي- (ڪاغذ جو) مٿو. گنگتڙائي.

● لتو پتو ۽ لتا پتا: ذ. ڏيتي ليتي- ڏي وٺ- لاڳاپو.

▬ لتبي پتبي وارو ۽ لتبي پتبي وارا (ت): ذ. صفت. پنهنجي پاسي وارو- لاڳاپيدار- ڏيتي ليتيءَ وارو.

● لتوڙڻ: مصدر. لتاڙڻ. لتن ۾ چيڀڻ. تڪليف ڏيڻ. (لتوڙيو - لتوڙيندو - لتوڙيل).

- لتوڙ ع لتوڙون: ث. زور - پيڙون - جهاڳوڙ - مڪوڙيون - مٺيون - مٺ - لتاڙ - لتڙ.

● لتي ع لتيون: ث. پير جو ڊڪو - ٺڏو - ڌڪ.

- لتي لڳڻ: ٺڏو لڳڻ - انگڙو لڳڻ. رنڊڪ پوڻ. ڌم مچڻ. جهيڙو ٿيڻ - معاملو ٿيڻ.

- لتي هڻڻ: ٺڏو هڻڻ - ڦيڙتي هڻڻ. رنڊڪ يا رڪاوٽ وجهڻ. هر هر پند ڪرڻ - گهڻو ڊوڙڻ - تڪليف ڪرڻ.

● لٽ پٽ: ث. ليکي وهنوار - لاڙ پاڙ - پاڙ جهاڙ - حساب ڪتاب.

● ليٽڙائڻ: مصدر. دلاسو ڏيئي ترسائڻ - ڪسائي يا ڪٺو ڏيئي پچي وجهڻ. (لتڙائيو - ليتڙائيندو - لتڙائيل).

● لٽڙ پٽڙ (ل): ث. هيٺ مٿي - آيت مٿيت. ليٽ پيٽ - آلٽ پلٽ - ليٽ ڪبوتر. (آصفيه).

● ليٽڙڻ: مصدر. ليٽڻ - ليٽڙيون پائڻ.

● لتل ع لتل: ذ. صفت. گهٽ ٿيل يا گهٽيل - (پاڻي) گهٽجي ويل - (بدن ۾) ڪمزور ٿي ويل. (برادريءَ مان) خارج ٿيل.

● ليٽڻ: مصدر. مٽيءَ يا ڪچري مان پرجڻ - ڪن ۾ ليٽڙڻ.

● لتو: لتهڻ مان زمان ماضي.

● ليتوڙڻ: مٽيءَ ۾ ليٽڙيون پارائڻ. ٿاقوڙا هڻڻ - ليٽڙيون پائڻ. لٿڻ - جهڪڻ.

- لتهي پتهي: (محاورو). آخرڪار - نيٺان نيٺ - پويان پوءِ - ڏني ورتي - نيٺ نڌان - پوڇاڙان. قصو ڪوتاه.

- لتهي لاباري: محاورو. آخرڪار - ڪم لهڻ کان پوءِ - لاباري لهڻ کان پوءِ - دير سان - اويرو.

- لتهي لڏ ٿيڻ (ت): ڊڄڻو پڄڻ. سست ٿيڻ - نوڪي ٿيڻ.

● لت ع لتون: ث. (سن. ريهءُ) ميٽي - ڌسڙ - ڌس - ڌز - ڌوڙ - بسڙ - ڌڌڙ - غبار - گرد - رڄ - واري. (ٿ). ڌرتيءَ جي ڪيٽن جو هڪ قسم. جيت - گذر. (ڪ). پاڻيءَ جي ازخود وهڪري سبب لهيل ڍوري.

- لتياري ع لتياريون: ث. صفت. لت واري - ريت واري - ريتائين. ميٽيءَ گڏيل.

● لتڙ ع لت: ذ. اسم. (سن. رجس) وهندڙ پاڻيءَ جو رڄ - واري - ريٽ - ميٽي.

● ليٽ ع ليٽون (ڪ): ث. گنڍيل وارن جي چڳ - وارن جي ڳوپ - وارن جو ناڙو - مونجهارو - بوڊو - بولانڊو - گوگيڙو.

- ليٽي ع ليٽيون (ت): ث. نه وهنجڻ سبب وارن جي ٿيل حالت - ليٽ - وارن جو ناڙو - مونجهارو.

● لٽ ع لٽون: ث. اسم. (سن. لٺ = ڦرڻ) ڦر - ڦر لٽ - ڌاڙو - لوٽ - هٽ ڪس - زوري. ظلم. ڪٽپٽ - ڌٻيپ - مصرف - فضول خرچي - اجايو خرچ. حد کان وڌيڪ ڏنل دان. عام خيرات. تباهي - بربادي - نقصان - زيان - خرابي. (صفت). تمام ٿڪو. گهڻو.

- لٽ ٿيڻ: ڦر ٿيڻ - تاراج ٿيڻ - غارتگري ٿيڻ. ظلم ٿيڻ - اڌير ٿيڻ.

- لٽ جو مال: ڦر جو مال - مال غنيمت. ڌاڙي جو مال. حرام جو مال. مفت جو مال.

- لٽ لٽان: ث. مسلسل ڦر لٽ. ڦرڦران.

● لتاڪو ع لتاڪا: ذ. لتڙ - ڪوڙ - گهمسان - ڪٽرپڙ - سونجهارو - رولو - بکيڙو - گهمڪوڙ - گهپري - منجهائيندڙ خيال - ڪيتراڳ - ڪاسارو - ڪاپارو - مغز خوري - خفو - پائيتال - شور - غوغاءُ. جهيڙو - وائڙائي - (ل). سردردي - مٿي هڻ - ڪٽ پٽ - مشڪلات - اهنجائي - حيراني - پريشاني. (ت). آميد. لچ. قصو. حساب ڪتاب.

- لتاڪو لاهڻ: رهيل ڪم پورو ڪرڻ - ڪم جي گهيل ءِ اوسيڙي کي ختم ڪرڻ - ڏکيو ڪم پورو ڪري ڇڏڻ يا جند ڇڏائڻ. بدنام ٿيڻ. (ت).

- لَتاڪوُ لَهڻُ: مصيبت دور ٿيڻ - جهگڙو ٽرڻ - ڏچو لهڻ. ڏرو ٿيڻ. خوار ٿيڻ.

● لَتائِڻُ: مصدر. ڏڪائڻ - ڀِهرائڻ. ڇپائڻ - لڪائڻ - پردو ڏيارڻ. بند ڪرڻ - پُورائڻ - دفن ڪرائڻ. (لَتائيو - لَتائيندو - لَتائيل).

● لُتائِڻُ: مصدر. (سن. لُٽُ = لُٽڻ) ڦُرائڻ - اڏائڻ - لُٽڻ - نقصان ڪرڻ - گنوائڻ - ورهائڻ - ڪپائڻ - اجايو وڃائڻ - برباد ڪرڻ - فضول وڃائڻ. ويران ڪرڻ - تاراج ڪرڻ - غارت ڪرائڻ - برباد ڪرائڻ - نقصان ڪرائڻ - خراب ڪرائڻ يا ڪرڻ.

- لُتائُوءُ لُتائُو: ذ. صفت. لُتائيندڙ يا لُتيندڙ - خرچائُو - اڏائُو - پاٽُو - بوالفضول - وڃائُو - ڇٽُو - پَيچ ته ڇٽو - هٿ ڦاڙ - لَڪ لُوٽَ. ڏاتار - سخي - اُدار چِتُ - ڪشاده دل - درياء دل.

● لَتيجڻُ: مصدر. متيءَ سان ڍڪجي وڃڻ - وَٽيجڻ - ٽرجڻ.

● لُتڙِيُ: اسم خاص. هڪ نئين جو نالو.

● لُتڪَ ۽ لُتڪُونُ: ث. ناز نخرو - ادا - لوڏَ - مُنهن جو بناءُ - مُنهن جو ڏيک - نازُ - چمڪَ - انداز.

● لَتُڪڻُ: مصدر. (سن. لَبُ) لڙڪڻ - لُڏڻ - آويزان ٿيڻ - ٽنگجڻ. سُوريءَ تي چڙهڻ - ڦاسيءَ تي چڙهڻ. هلڻ - ڦِرڻ.

- لَتِڪائِڻُ: مصدر. (سن. لَبُ) لڙڪائڻ - ٽنگڻ - هيٺ لاڙڻ يا ڀارڻ - ڍرڪائڻ. ڳلي ۾ وجهڻ - آويزان ڪرڻ - متي رکڻ. ڦاسي ڏيڻ.

- لَتُڪڻُ ۽ لَتُڪڻَ، لُتُڪيِسُونُ: ث. ڏاڳي ۾ ٻڌل پٽي، جنهن کي لغڙ جهٽڻ لاءِ مٿان ڏاڳي تان اُڇلائبو آهي - لٽڪيل شيءِ - لُڏنُو - لٽڪو. ڪاٺ جي ڪوڻجي ۾ رکڻ لاءِ هڪ ٿنجڻ. ڪن جي سور جي دوا جو هڪ ڦَڙو.

- لَتُڪيِسُو ۽ لَتُڪِيا: ذ. گهنڊ جي لار - هڪ ڪاٺي جا گهنڊ کي وجائي. جهاٻا - جهوڙا (لَتڪندڙ).

● لَتُڪڻُ: مصدر. هيڏي هوڏي هلڻ - ڇرڻ - گهمڻ - سير ڪرڻ - ڦِرڻ - رُلڻ - رَمڻ - ڀِٽڪڻ - پِٽڻ - پنوڻ - وَتڻ - ٽَلڪڻ - اُجهڙڻ - پرمڻ. ڦُرجڻ - لُٽجڻ.

● لَتِڪوُ ۽ لَتِڪا: ذ. عَمل - مَنبُ - مَنتر - ڦيٽُو - ٽوٽڪو - چِنبُو. مزاحيه اُڪاٽي يا ڳالهه - لَتڪو چُٽڪو - موهڻي. حرفت - حرڪت بازي - ٺٺي بازي - ٺِٺري - مسخري.

- لَتِڪوُ چُٽِڪوُ ۽ لَتِڪا چُٽِڪا: ذ. ٻوڪ چرچو. چالاڪي - نگهي.

● لُتِڪوُ ۽ لُتِڪا (ل): ذ. جادو - سِحرُ - افسون - مَنتر - جنتر - ٽوٽو - ڦيٽو - جادوءَ جي سوٽ. محبت جو عمل - ڪنهن کي گرفتار ڪرڻ جو عمل - موهڻي - شعبده - ڪرتب - هٿ جي چالاڪي - عياري - مڪر - فن - فريب. چُٽڪو - چوٽي - مٺيون ڳالهيون. ناز نخرو - ٽالُ. نزاڪت - سونهن - سوڀيا - زينت - زيب - سُهڻائي - سندرتا - لطف (جوانيءَ جو ڦوهُه). رونق - شان. (صفت). نزاڪت ڀريو - زيب آور. (اسم خاص). تعلقي مانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- لُتِڪيِ سانُ لُتڻُ: ناز نخري سان پاڻ تي اُڪڻُ چِڪڻُ ڪرڻ - موهڻ.

● لَتڻُ: مصدر. ڍَڪڻُ - ڀورڻ - مِٽي وجهڻ - پِرڻ - ملائڻ - (ڏر وغيره) مِٽيءَ سان بند ڪرڻ يا ڀرڻ. (لاش) دفن ڪرڻ. (لَتيو - لَتيندو - لَتيل).

● لِتڻَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لُتڻُ: مصدر. (سن. لُتنتَنُ) ڦُرڻ - کَسڻ. ڍُوهڻ - لُٽي وڃڻ. چورائڻ - چوري ڪرڻ. اجايو وڃائڻ - اجايو خرچڻ - فضول خرچ ڪرڻ - اڏائڻ - ضايع ڪرڻ - برباد ڪرڻ - تباه ڪرڻ.

● لَتوُ ۽ لَتا: ذ. اسم. (سن. لَتڪَ. پرا. لَتيا = ڪپڙو) ڪپڙو - ڳندي - لُڱڙُ - اوڇڻ - جامو - پارچو - اڳڙي - ليڙَ - ڇيوٽ - ڪهڙي جو ٽُڪر. ميرو ۽ ڦاٽل ڪپڙو.

- لَتا لاهِڻُ: مصدر. وهنجڻ لاءِ ڪپڙا لاهڻ - اُگهاڙو ٿيڻ. بي غيرت بڻجڻ - پنهنجي عزت جو ڪو خيال نه ڪرڻ - تمام فاحش ۽ بدڪار ثابت ٿيڻ - بي شرم بڻجڻ - بي حيا ٿيڻ.

- لتا ليڙون ڪرڻ: ڪپڙا ڦاڙڻ - گريبان چاڪ ڪرڻ - ديوانو ٿيڻ - وحشي ٿيڻ - مجنون ٿيڻ - وحشت طاري ٿيڻ.

● لُتو ع لُتا (ڪ): ذ. صفت. ننڍو - ڇوٽو - ڪِپل - ٻانڊو - لُنڊو.

● لَتُو ٻَنُ واري: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَتُومَڻُ ع لَتُومَڻَ: ذ. گنبڊو - گِوڙهو "رڍ ڪي ٻچ ۾ کهڙا نہ پيا لَتُومَڻَ لُڏن".

● لَتيُ ع لَتيُون: ث. بازاري عورت - ڪسبياڻي - ڇڙواڳ زال - گهومڙائو زال - ويڇڙ زال - ولد حرام. پِتيڙي - پياري. (آصفيہ). (ٿ). عورت جو عورت ڏانهن طعني طور مخاطبت "لَتيُ هيڏانهن تہ اچ". (حرف ندا). زالن جو سڏ ڪرڻ ۾ ايندڙ لفظ - اڙي! - آئي! - ٻَڙي! - لَئي!. (ڪ). (اسم خاص). بلوچ قوم جي هڪ ذات جو نالو.

● لِتيُ ع لِتيُون: ث. وارن جي چڳَ - ناڙو - لِٽَ.

● لُتيرُو ع لُتيرا: ذ. صفت. لُٽيندڙ يا ڦُرلُٽ ڪندڙ - ڦورُو - ڦُريندڙ - ڌاڙيل - ڌاڙُو - لوٽو - ٺڳُ. ظالم.

● لُتيِو ع لُتيِا: ذ. ڦورو - لوٽو - لُٽيرو. ٺڳُ - بدمعاش - لُچو. بد اخلاق.

● لَتِ ع لَتيُون: ث. (س. لتيڪا = لٺ. پرا. لٽيا = لٺ) - لڪڻ - ڏنڊو - لڪڙي - لوڙهہ - ڏنڊي - ڏُڪو - ڪاٺي - مَنڌُ ڪترُ - مُيهر - چوب - عصا - ڇانگهہ - ڏانگهہ - ڏاگورو - سونٽي - وانجهہ - ڇاڳرو - وانجهيلي - ٻاٽو - سونٽو - ڇڙهي - ڇڙهہ - ڇڙ. لڙهہ - سُرخ (تنبوءَ جو) - (ڪمند جي) وڏي ڳري. نار جو هڪ عضوو - چڪر ۽ ڍينگي ۾ بند ٿيل ٻکهي، گول ۽ ٿلهي ڪاٺي. گهاڻي جي اکريءَ ۾ پيل مال کي پيڙهيندڙ وڏي ٿلهي ڪاٺي. (ڪ). بند - ٻَنڌ - ڪَڙ. (ت). گهرو جانورن جو ٽولو يا ڌڻ. ٽري پرت جو هڪ قسم.

- لَتِ ٻِہ ڏِيکارَڻُ چِتِ ٻِہ ڏِيکارَڻُ: زور ٻہ ڏيکارڻ ۽ چِتَ ٻہ ٻڌڻ - ٽڙيون ڪوميون ڏيکارڻ - ڪجهہ ڏڙڪو تاب، ڪجهہ پيار محبت ڪرڻ.

- لَتِ چِتِ: ڦرب ڪلفت - پيار ڏمانُ - ڏڙڪو دلاسو.

- لَتِ چِتِ ڏِيکارَڻُ: ڪجهہ مار ڪجهہ پيار ڏيکارڻ.

- لَتيڙِيوُ ع لَتيڙِيا: ذ. صفت. لٺ ڪڻندڙ - لٺ وارو - چوبدار.

- لَتِ لَتِڳَڻُ: فساد ٿيڻ - گوڙ مچڻ - جهيڙو وڌڻ - ضد ٿيڻ - مارا ماري ٿيڻ - هنگامو يا جهيڙو ٿيڻ. ڪوشش ٿيڻ. سوڙهہ هئڻ - تنگي هئڻ.

- لَتِ ۾ هُئَڻُ: سنڀال ۾ هئڻ - ڪنهن جي هٿ هيٺ هئڻ.

- لَتِ هَلائِڻُ: وڙهڻ - شوخي ڏيکارڻ - گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

- لَتِ ۽ ڪِنگِرُ ڪَٽَڻُ: پِنڻ - پِينڙيات ٿيڻ.

- لَتيُون جهَلَڻُ: مار کائڻ - تڪليف ڏسڻ. "ڪتيو کائي فقير، لٺيون جهلي پولڙو".

● لَٽوُ ع لَٽا: ذ. (س. لتڪ) ڪپڙي جو هڪ قسم - پٺون - هيرڪُ. بافتو. اڻ سبيل ڪپڙو - چادر.

● لَتيِوارو: اسم خاص. تعلقي نئوعاقل ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لَتيِرُو ع لَتيِرا: ذ. صفت. ڇوٽو - ڪسو - لاٽيرو - ننڍڙو.

● لَپَ ع لَپُون: ث. ڪنهن شيءِ سان ڀريل مُٺِ - هٿ جي ترِيءَ جيترو مقدار - جيترو هٿ ۾ اچي. هٿ ڏونگهيءَ وانگر جهلڻ جي حالت. مُٺِ - چُڪو - چُرون - چنگل.

- لَپَ پاڻيءَ ۾ ٻُڏَڻُ: ٿوري پاڻيءَ ۾ وڃي ٻڏڻ. سخت شرمندو ٿيڻ.

- لَپَ چُرُونُ: ذ. ايترو پڪوڙيل هٿ، جو وچ واري ڪُپ ۾ سمائجي سگهي. مُٺ.

- لَپَ چُڪو: ٿورو وزن - ٿوري شيءِ.

● لِپَ ۽ لِپَوَن: ث. ذ. ليپو - راڳو. بندوق ۾ بندوق ۾ دُڪائي وڌل اگڙيون.

● لِپُ ۽ لِپَ: ث. ذ. ٿڻهن تي ٿڻهه. سٿڻي.

● لَپات ۽ لَپاتُون: ث. چماٽ - مُنهن تي هٿيل هٿ جو ڌڪ - چاٽ - ٿڦڙ - ٿڦ - چٻاٽ. ٺونشو - مُڪ.

● لَپاٽو ۽ لَپاٽا: ذ. صفت. وڏي لَپَ - لَپوڙُ - خوب پريل لپَ.

- لَپا ٺاهڻ: لپوڙا هڻڻ. خوب کائڻ - گهڻو کائڻ.

● لَپاڇو ۽ لَپاڇا (ڪ): ذ. سامان سڙو - ڪِنو گدلو سامان - ميري ڳوٿري.

● لُپٽ ۽ لُپٽَ: ذ. صفت. معلوم ٿيل - خبر پيل - چاٽل - پروڙيل. ڊرو - مست. هيٺ مٿي.

● لَپٽُ: ذ. صفت. (س. لُپُ = گُم ڪرڻ) لِڪل - ڳجهو - باطن - پنهان.

● لُپٽُ ۽ لُپٽَ: ذ. صفت. چاٽل. پروڙيل - خبر پيل. ديو مست.

● لِپٽِي ۽ لِپٽِيُ (ت): ذ. بنهان ڪيهه يا مٽيءَ جي رڌل پٽ وغيره - اوسو - رڪو - چيتو.

● لَپٽَرُ ۽ لَپٽَرَ: ذ. تڏو - توُنري - پٽيچ يا پڙچ.

● لُپِڙي ۽ لُپِڙيُون: ث. ڦٽ ڦُرڙيءَ تي پڌڻ لاءِ گهاتي اٽي رڌل دوائن جو ميرو - زخم تي پڌڻ لاءِ گهاتي اٽي رڌل دوائن جي لٿي - پوٽيس - ليپ - ضماد - پلستر - چپڙي - ليوڙو - لُپڙي - لٿي - لڳدي. (ل). لُبدي. (ل). پِنِي - پٿو.

● لَپڙُو ۽ لَپڙَ: ذ. مانيءَ يا پٽ جو وڏو گِره. وڏو ٽُڪر - لپو. لَپات - چماٽ - ٿڦڙ - چاٽ.

● لُپِڙائِڻُ: مصدر. نٽائڻ - ڪُسائڻ - لسڪڻ - لِڪي وڃڻ - جِند ڇڏائڻ لاءِ بهانو ڪرڻ.

- لُپِڙَنِي وَڃڻُ: وِني ويني نڪري وڃڻ - ڪِسڪي وڃڻ - لِڪي وڃڻ - ڪُسائي وڃڻ - لِڪي ڀڄي وڃڻ - اکل ساڻ جِند ڇڏائي وڃڻ - نٽائي وڃڻ.

● لِپِڙ داسِي ڏِيڻُ: ڏاڍي مار ڏيڻ - لَپاٽون هڻڻ - ٿڦڙ هڻڻ.

● لَپِڙي ۽ لَپِڙِيُون (ت): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم - ڏِگهن ڪنن واري ٻڪري.

● لُپِڙِي ۽ لُپِڙِيُون: ث. (س. لِپُ) ڦٽ ڦرڙيءَ تي پڌڻ لاءِ گهاتي اٽي ۾ رڌلوڙي - پوٽيس - ليپ - سيڪ - چپڙي - دوائن مان ٺهيل ميرو.

● لِپِسِي ۽ لَپِسِيُون: ث. لِپِس يا چيڙهه واري مٺائيءَ جو هڪ قسم - حلوو چاپو.

● لَپڪ لَپڪِ: ذ. ڦناڪو. (ظرف). چپٽيون وڄائي، جهمريون پائڻ جو هڪ نمونو - بازيءَ جو هڪ قسم. ٽاڦوڙا.

● لَپِلو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۽ تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَپِڻ ۽ لَپِڻَ: ث. ذ. لَپاتَ - ڌڪُ - چٻاٽ - چماٽ. جهڙپ. لَپڪو - اوچتو حملو - جهٽ - وارو.

- لَپِٽِي ڏِيڻُ: مارڻ - چماٽ هڻڻ. ڌڪ ڏيڻ.

● لَپِڻُ: مصدر. لپا هڻڻ. جهڙپڻ - اوچتو جهٽ هڻڻ. (لَپيو - لَپيند و - لَپيل).

- لَپِڪو ۽ لَپِڪا: ذ. اوچتو - جهٽ - وارو - جهپو.

- لَپو ۽ لَپا: ذ. زمين وغيره کوٽڻ وقت هڪ واري سان ڪوڏر ۾ آيل مٽي. ڪوڏر جو زمين ۾ (کوٽڻ لاءِ) هنيل ڌڪ. گاري جي مٽيءَ جو وڏو چنبو يا ٻُڪ. ماني يا پٽ جو وڏو گره. وڏن ڪنن وارو ڪتو. هڪ ميل.

- لَپو لَڳڻُ: وجهه ملڻ - (ڪو ڪم) چالو ڪرڻ. موقعو ملڻ - وجهه لڳڻ - چانس ملي وڃڻ.

- لَپو مارڻُ: ڪنهن جي فائدي ۾ ڪجهه چوڻ.

- لَپو هڻڻُ: ڪوڏر زمين ۾ هڻڻ. پاسو وٺي ڳالهائڻ - همدرد بنجڻ - ڪنهن جي فائدي ۾ ڪجهه چوڻ - پرٺ مدد ڪرڻ. دڳ وٺڻ يا بند ڪرڻ. ٻج پوکڻ جي ٻارين کي ڪوڏر سان کڻڻ. (ملهه ۾) وجهه وٺي اوچتو ڪيرائڻ.

● لِپُو ۽ لِپُو (ت): ذ. صفت. ڪَپُوت - بدچال. بي همت - بزدل - ڏِڄڻو - گيدي.

● لپوڙ ج لپوڙون: ذ. (سن. لپ) گپ شپ - ڏاڙ ڏوڙ - ڪوڙ سچ - ٻٽاڪ سٽاڪ - گپوڙ. ڦوند - لاف. رشوت - وڍي.

● لپوڙي ج لپوڙي: ذ. صفت. لپوڙ هڻندڙ يا ڪندڙ - گپڙشپڙ - ڏاڙي - ٻٽاڪي - لاف زن - پرٻاتي - ڦڙٻاتي - لٻاڙي - گپوڙي.

● لپ هيڙو ج لپ هيڙا: ذ. تاجيءَ ڪسي پڪيڙي پيهارينڌڙ رسيءَ کي ٻڌڻ لاءِ زمين ۾ کتل ڪاٺي.

● لپٽي ج لپٽيون: ث. ڪڻڪ کي گيهه ۾ پچي تيار ڪيل ڏريو.

● لپي ج لپيون: ث. (سن. لپ يا لپي = ٻولي) ٻولي - زبان. اکرن لکڻ جو نمونو. طعام جو هڪ قسم - ڪڻڪ گيهه ۽ گڙ ۾ پچي رڌل ڏارو. کير ڪڙهيل. ٻڪريءَ جو هڪ قسم. رڍ جو هڪ قسم.

● لپيٽ ج لپيٽون: ث. (سن. لپ) گهيرو - گردو - ڦيرو - دور - احاطو - ور - ويچ - ختم - ويڙه - وٽ - سروڙ - مروٽ. (ڪنهن شيءِ جو) وراڪو. ڌڪ - ڪچ - ڀوتو - ٽڪ - ياڪر - ولهوٽ - وڪوڙ. چپيٽ - جهڙپ - ضرب - مهٽ - آڪيڙو. چماٽ - ڌڪ - ٿڦڙ - لپاٽ. لفافو - ويڙهو - ڦورو - لٿهه - آٿل ٻٿل - لپيٽ ڇپيٽ - لپيٽڙي - وڪوڙو - ڊيرو. مڪر - فريب - دغا - چل - چٽن. سزا - جوکو - نقصان. بيماريءَ جو دور. درياءَ يا طوفان جو گهيرو - چڪر. مونجهارو.

● لپيٽ ج لپيٽون: ث. لاس - عرق - رس - شورو (رڌل گوشت جو).

● لپيٽڻ: مصدر. (سن. لپ = ڍڪڻ) ويڙهڻ - وروڪڻ - ٽڏا ويڙهه ڪرڻ - سميٽڻ - وليٽڻ - بند ڪرڻ - ور ڏيڻ - ويچڻ - ويچ ۾ آڻڻ - (نوڙي) وٽڻ يا ڪنجا ڪرڻ - (در) ورائڻ يا ڀيڪڙڻ - ڀائڻ - (در) بند ڪرڻ - ڀوڙڻ. ٻڌڻ - ٿهه ڪرڻ - بسترو گول ڪرڻ - مروٽي مروٽي ڪرڻ. وراڻي چڙڻ - جڙڻ - (ڪلي يا نيٽر جو) ڪڙو ڪڙي سان ملائڻ. جڪڙڻ. لبڙ - ڍڪڻ. (لپيٽيو - لپيٽيندو - لپيٽيل).

- لپيٽ سپيٽ ج لپيٽون سپيٽون: ث. داءُ پيچ - ور وڪڙ - ڦند ڇند.

● لپيٽجڻ: مصدر. ويڙهجڻ - لپيٽجي وڃڻ.

● لپيڙ ج لپيڙون: سزا. ڏڪ. نقصان - ضرر - هرج.

● لڄا ج لڄائون: ث. (سن. لڄا = لڄ) حياءُ - شرم - مرم - مرجاتا - لڄ.

- لڄاوان ج لڄاوان: ذ. صفت. مرجات وارو - حياءُ وارو - حيادار - لڄارو - شرم وارو - سنڪوچي - شرمائو - شرمائتو. (ث). لڄونتي - سيلوان - پاڪدامن.

- لڄاونتي ج لڄاونتيون: ث. شرم ٻوٽي - لڄونتي - ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

- لڄائيتو ج لڄائيتا: ذ. صفت. لڄ وارو - شرميلو.

● لڄام ج لڄام: ذ. گهوڙي جي ڪڙين واري واڳ - لگام - لغام.

● لڄر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لڄڻ: مصدر. (سن. لنب = لٻ) لٻڻ - لٻ ڏيڻ - رشوت ڏيڻ يا آڇڻ.

● لڄ ج لڄون: ث. (سن. لڄا = لڄ. هرا. لڄا = لڄ) شرم - حياءُ - ڦڪائي - مرم - ڀرم - ليهه - شرمندگي - شرميلتا. خجالت - لحاظ - محابو - سنڪوچ - مرجاتا - غيرت. پردو - ڍڪ - سيل - سچائي - ست - آبرو - حرمت - پنچ - مان - چڱو نالو. ناس پتو - ننگ - عزت - ناموس. زال - لڪاچ ٻڌل زال - گهر واري - منڪوحه - ٻانهن. زهه - نوڙي - رسي - رسو - واڳ - واڏڻ.

- لڄ اچڻ: شرمندو ٿيڻ - ڦڪو ٿيڻ - شرم اچڻ - شرم محسوس ٿيڻ - حياءُ ٿيڻ - مرجاتا اچڻ. غيرت اچڻ. لحاظ اڏو اچڻ.

- لڄارو ج لڄارا: ذ. لڄ وارو - حياءُ دار - شرميلو - لڄارو.

- لڄ باسڻ: ڪاڻ ڪيڻ - منت ڪڻ - محتاجي ڪڻ - محتاجي ڪيڻ.

- لڄ پال: ذ. صفت. شرم وارو - حياءُ دار. لڄ پت رکڻ وارو. سردار.

- لَڄَ پَتِ سانُ رَهجِي آڇَڻُ: عزت آبروءَ سان ڪم پورو ٿيڻ.
- لَڄَ پَتِ وِڃائِڻُ: ڪارهِت وڃائڻ - اعتبار ڪوهڻ - بدناموسي ڪرائڻ.
- لَڄِجِڻُ: شرمسار ٿيڻ - حيائجڻ - ڦِڪو ٿيڻ - شرمندو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ - ڪِڪو وِڪو ٿيڻ - هڪو ٻڪو ٿيڻ - شرم يا ڦڪائي محسوس ڪرڻ.
- لَڄَ جوُ ڏاڍو ٿيڻُ: بي حياءُ ٿيڻ - بي شرم ٿيڻ - نِرلڄو ٿيڻ.
- لَڄَ ڌوُئِڻُ: بدڪار عورت کي مارڻ - زاني مرد يا عورت جو خون ڪرڻ.
- لَڄَ رَکَڻُ: عزت رکڻ - حياءُ رکڻ - شرم رکڻ - آبرو رکڻ - عزت ڪرڻ. ڪنهن جي پت رکڻ. رُسوخ قائم ڪرڻ.
- لَڄَ رهِتِ: ذ. صفت. بي حياءُ - بي شرم - بي نڪو - بي دِيدو.
- لَڄَ ڪَرَڻُ: حياءُ ڪرڻ - شرم ڪرڻ - حجاب ڪرڻ.
- لَڄَ ڳنڍِ ڀَلُ هڻَڻُ: ڀاڻ ۾ ٿورو ناتو هئڻ - لاڳاپو هئڻ.
- لَڄَ گهوگهو ڏِيَڻُ: غيرت اچڻ - شرمندو ٿيڻ.
- لَڄَ لاهِڻُ: بي حياءُ ٿيڻ - حياءُ يا شرم وڃائڻ - بي شرمو ٿيڻ.
- لَڄَ لِڳَڻُ: (پنيان) زال لڳڻ.
- لَڄَ لِيڙهَ ڌارَڻُ: حياءُ ڪرڻ - شرم ڪرڻ.
- لَڄَ ۾ سُسِي وَڃَڻُ: ڏاڍو شرمسار ٿيڻ - حياءُ ۾ ٻُڏي وڃڻ - پنهنجي ڪيل ڪم تي پڇتائڻ - مرم ۾ مري وڃڻ.
- لَڄَ وِڃائِڻُ: حياءُ يا شرم وِڃائڻ.
- لَڄَ وانُ ع لَڄَ وانَ: ذ. صفت. لڄ وارو - حياءُ وارو - حيا دار.
- لَڄَ وِڪيوُ: ذ. صفت. بي حياءُ - بي شرم.
- لَڄَ وَنڌُ ع لَڄَ وَنڌَ: ذ. صفت. لڄارو - حياءُ وارو - شرم وارو - شرمالُو - شرمائتو - لڄهڙو - شرميلو - مُنهن اڇڙو. ادب وارو - مرجات وارو.

- لڄُون لُٽَڻُ: ٻين جي عورتن جي عصمت دري ڪرڻ - بدچال ٿيڻ.
- لڄهڙو ع لڄهڙا: ذ. صفت. لڄارو - لڄوند - حياءُ وارو - شرميلو - منهن اڇڙو.
- لڄنُون ڪُڄنُون (ت): شرم ڪسان - لڄ سبب.
- لڄنُون ڪُلڄنُون: حق ناحق - طوعاً وَ ڪرهاً - خوشي ناخوشي.
- لڄِي ع لڄِي: ذ. صفت. شرمندو - شڪي - ڦِڪو - شرمسار - هڪوٻڪو - ڪِڪو وِڪو - پشيمان.
- لڄِي ٿِيَڻُ: ڦِڪو ٿيڻ - حياءُ ڪرڻ - شرم ڪرڻ - شرمندو ٿيڻ - خجل ٿيڻ - هڪو ٻڪو ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ.
- ● لڄا: ث. (سن. لڄا=لَڄَ) حياءُ - شرم - ڦِڪائي. پردو.
- ● لڄارو ع لڄارا: ذ. صفت. حياءُ وارو - شرميلو - ڦِڪو - سنڪوچي - شرمالُو - شرمائتو - لڄائتو - مُنهاڇڙو - لڄِي. محبوب. غيرت مند - مرجات وارو - نڪ چپ وارو. (ث). لاجونتِي - لڄونتِي - سِيلوانُ - پاڪدامن. (ظرف). شرميلي طرح.
- لڄاڙو ع لڄاڙا: ذ. صفت. منهانڇڙو - شرميلو - لڄ ڪندڙ.
- لڄائُو ع لڄائا: ذ. صفت. لڄ شرم وارو.
- لڄائِتو ع لڄائِتا: ذ. صفت. شرم وارو - حياءُ وارو - شرميلو - ڦڪائيءَ وارو - شرمائتو - شرمالُو - لڄارو - سنڪوچي. شرمندو - شرمسار - لڄِي. (ظرف). شرم سان - حياءُ سان - مرجات سان.
- لڄائِڻُ: مصدر. شرمائڻ - لڄي ڪرڻ - شرمندو ڪرڻ - شرمسار ڪرڻ - ڦڪو ڪرڻ - هڪوٻڪو ڪرڻ - ڪِڪو وِ ڪو ڪرڻ - ڦِڪائيءَ ۾ منهن ڳاڙهو ڪرائڻ. (لڄائيو - لڄائيندو - لڄائيل).
- لڄِجَڻُ: مصدر. شرمسار ٿيڻ - شرمندو ٿيڻ.
- لڄَڻُ: مصدر. شرمسار ٿيڻ - ڦڪو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - لڄ اچڻ - شرمندو ٿيڻ. (لڄيو - لڄبو - لڄيل).

● لُجهَڻُ: مصدر. ٿَڪڻ - لُڇڻ - تڙڦڻ - لڇڪڻ. (ٿ). وڙهڻ - گِچيءَ ٻڌڻ. خيال ڪرڻ - ڪوشش ڪرڻ.

- لُجهَہ ج لُجهَون: ث. بي آرامي - لوچ پوچ - ڦٿڪو - تڙپ.

● لُچَ: صفت. (سن: لنچت يا لنگ = منڍو ٿيڻ) منڍو - لنگڙو - منڍڪائيندڙ - لنگ.

● لُچُ ج لُچَ (ڪ): ذ. (سن: لُچُچڪَہ) بدمعاش - بدڪار - آواره - اوباش - بدچال - بدچلن - بداطوار - بد وضع - لُفنگ - اٺوري - چٽپسو - چرنو - ڪالينگهو - شودو - لُچو - شاهي. شرارتي - حرڪتي - شيطان. ڪريل. ٻيٺُو - حرامزادو - رهزن. نانگو - آگهاڙو - عُريان - برهنہ.

- لُچاڙُو ج لُچاڙا: ذ. صفت. لچائيءَ وارو - بدمعاشيءَ وارو - لچن جو - بدمعاشن جو - لُفنگن جو - لُچڪو.

- لُچائي ج لُچائيون: ث. بدمعاشي - حرڪت - شرارت - لچپائي - شودپائي - لُچپڻ - ليڙ پائي. اٽڪل - طرز - پيڌ.

- لُچپائي ج لُچپائيون: ث. شرارت - حرڪت - بدمعاشي - لُچائي - حرفت - اٽڪل - طرز.

- لُچپڻُ ج لُچپڻَ: ث. بي حيائي - لُچائي - شوداپڻ - بدچلني - غنڊاپڻ - بدڪاري - بدڪرداري - بدافعالي - شرارت - فساد - بدراهي بي شرمي - بي عزتائي.

- لُچُ لاسُٻڙُ ج لُچَ لاسُٻڙَ: ذ. صفت. بدمعاش - چور چڪار - لچ - لُفنگ - چٽپسو - ڪالينگهو - لُچو - شاهي. ڏاڙيو - اوپرو - ڌاريو - بيگانو. دشمن. ڪتي جو هڪ قسم.

- لُچُ لتمپُتُ ج لُچَ لتمپُتَ: ذ. صفت. وڏو بدمعاش - ڪميڻو - چور چڪار.

- لُچڪو ج لُچڪا: ذ. صفت. لچي يا بدمعاش جو - لُچن وارو.

- لُچو ج لُچا: ذ. صفت. (سن: لچُچڪہ = لچو) ڪميڻو - بچڙو - بدمعاش - بي حياء - بي شرم - لُنبُ - لوفر - لتمپُت - لنگو تاڙو - ڪالينگهو - شودو - لُفنگ - چرنو - چٽپسو - اٺوري - لچ - حرڪتي - بي لنگ - اوباش - غنڊو - بدچلن - بدڪار - رنڊو. بدنام - خوار - گلارو - ڪار منهون. فتنہ انگيز - فسادي - متي اگهاڙو. اوباشي.

- لُچي ج لُچيون: ث. صفت. بدمعاش (عورت) - ڪميڻي = بدچال - شودي - رهزن. خميري واري ماني جو هڪ قسم. ڪيهہ ۾ تريل هڪ سنهون ۽ ننڍو ٽِڪلو - لولڙو

- لُچِياڻو ج لُچِياڻا: ذ. صفت. بدمعاشيءَ وارو - ڪميڻپ وارو - بدچاليءَ وارو. پڙوت - لچائي - لچپڻ - بدمعاشي - شودائي - لچيائي.

● لِچَ ج لِچون: ث. لچڪو - لوڏو - ڌوڏو.

● لِچائي ج لِچائيون (ت): ث. آٿاتِ - آڻ هوندِ - گهٽتائي - ڪمي - قحط.

● لِچُتُ ج لِچُتَ (ڪ): ذ. صفت. ليڪدار - چنبڙندڙ.

● لُچِڪہ ج لُچِڪو يا لُچڪَ: ث ڪاري يا ميجيءَ جو هڪ قسم.

● لَچِڪڻِ ج لَچِڪڻيون: ث. سخت گرمي.

● لِچِڪڻُ: مصدر. لُڏڻ - آلڙڻ - لتمڻ - جهُڪڻ - مُڙڻ - ورڪائڻ - هلڻ - هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ - ڏڪڻ - ٿڙڪڻ - ڪنبڻ - ڌُڏڻ. لرزجڻ. (لچڪيو، لچڪندو، لچڪيل).

- لِچِڪَ ج لِچڪون (ل.ت): ث. لوڏ - جهُڪ - چياهہ ۾ ور پوڻ جي حالت. لرزش - جُنبش - جهٽڪو - چِڪ - ضرب - هچڪي.

- لِچِڪائڻ: مصدر. جُنبش ڏيڻ - هلائڻ - لوڏڻ - ڌوڏڻ - لرزش ڏيڻ.

- لِچِڪہ جهورڻ (ت): خرچ ۾ وجهڻ - اجايو مصيبت ۾ ڦاسائڻ.

- لِچِڪندارُ ج لِچِڪندارَ: ذ. صفت. لچڪيوارو - لچڪڻو - لچڪيدار - لچڪ وارو. ڦرندڙ گهرندڙ - نِوبل - مُڙيل. چيڙه وارو. اُنگهندڙ.

- لچڪيڻو ۽ لچڪيڻا: ذ. صفت. ورندڙ- مڙندڙ- لچڪيدار. زيائتو- ناهوڪو- نزاڪت وارو.
- لچڪو ۽ لچڪا: ذ. لوڏو- هچڪو- جهٽڪو- جنبش- لرزش. ڦيرو- وَرُ- وڪڙ- وَتُ. ضرب- ڌَڪُ.
- لچڪو کائڻ: لوڏو کائڻ- ڏيڏو کائڻ. مُڙڻ- وَتُ کائڻ. ڦيرو کائڻ.
- لچڪي وڃڻ: وَرُ کائڻ- ڦيرو کائڻ- وَتُ کائڻ- مُڙي وڃڻ. هلي وڃڻ- لرزجي جنبش کائڻ.
● لُڇڪڻ: مصدر. ضعيف ٿيڻ. لُڏڻ.
● لچلچ ۽ لچلچون: ث. لچڪڻ جو آواز- آڪڙڻ جو آواز. هلڻ جو آواز- لوڏي جو آواز.
● لچڻ: لُڏڻ- لچڪڻ- ڏَڪڻ- ڪنبڻ. ڊڄڻ- خوف کائڻ- هراسجڻ. ترڪڻ- کسڪڻ- موٽڻ. چنبڙي وڃڻ يا چنبڙڻ- ڳنڍجڻ- لڳڻ. (لچيو- لچيندو يا لچو- لچيل).
● لچڻ (ک): ذ. گاهه جو هڪ قسم.
● لچڻي: ث. اسم خاص. جبل جي ٻوٽي، سٺي، منجهس اڻ ڏسڻ جهڙا ڪنڊڙا، نمونيا جي بيماريءَ ۾ کهوٽي پيارجي. (ن- ب).
● لچو ۽ لچا (ڪ): ذ. بندوق جو ڪان، "تقدير لوڏي، وڏو ڪري، هٿي لچي سان ليٽائي". (ل). ڏڪو- نقصان- ڌَڪ، جيئن تہ "چوپائي مال کي زبردست لچو اچي ويو آهي، جو تہ منو پاڻي ملي ني ڪونہ ٿو."
- لچي ۽ لچيون (ت): ث. ڪچي. گهٽتائي- ڪمي. تقصير- خطا. (لوهار). "شرم ڏني شير خان چوي، لچيون ڪين ليکن".
- لچي هوڻ: گهٽتائي هوڻ- کوٽي يا ڪمي ٿيڻ. ونڊ ٿيڻ.
● لڇَ ۽ لڇون: ث. (سن. لکشا= ذري) ٿورو حصو- ذرو- هٿوَ- قدري- معمولي- ڪي ڪُڇ. ٿوري شيءِ يا مائٽي يا تعلق وغيره.

- لڇَ لائڻ: فائدو رسائڻ- ٿورو ڪرڻ- احسان ڪرڻ لائق ڪرڻ.
● لُڇَ ۽ لُڇون: ث. بي آرامي- لوچ پوچ- لُڇ پُڇ- لُڇڪارو- لُڇڪو- تڙپ- بي تابي- آنڌ مانڌ- بيقراري- ڦٿڪو- بي چيني- درد کان آٿ ويهه- لُڇ پُڇ.
- لُڇڪارو ۽ لُڇڪارا: ذ. بي آرامي- لوچ پوچ- ڦٿڪو- آنڌ مانڌ- لُڇ پُڇ- درد جي آزار کان آٿ ويهه- بي قدري- بي تابي- بي چيني.
- لُڇڪو ۽ لُڇڪا: ذ. بي آرامي- لوچ پوچ- آنڌ مانڌ- لُڇ پُڇ- بيقراري- ڦٿڪو- لوچ.
- لُڇِ پُڇِ: ث. ڦٿ ڦٿ- لوچ پوچ- ڦٿڪو- سخت حسد- ساڙو- بغض.
● لڇڪَ ۽ لڇڪون (ٿ): ث. صفت. سهڻي- حسين عورت- خوبصورت- دلڪش عورت.
● لڇِ لڇِ (ل): ث. نُوس نُوس- درد ر ڦرڻ جي حالت.
- لڇ لڇِ ڪرڻ (ل): درد ر ڦرڻ- نوس نوس ڪرڻ.
● لڇمي ۽ لڇميون: ث. (پرا. لڇڇي. سن. لڪشمي= ڏسندڙ، تاهيندڙ) سدوري- مراد وند- سُگهڙ. ڌن ديوي- دولت جي ديوي- دولت جي ڏجائي يا لچي، اصل ۾ سمنڊ جي ڌيءَ ۽ وشنو جي زال مڃي ويئي آهي، جنهن کي پدما، ڪملا، شري اندرا، لوڪ ماتا، رما وغيره جي نالن سان پڻ سڏيو وڃي ٿو. سُک سڇدا ۽ اقبال جي مالڪياڻي. دولت- ثروت- مال- زر- ڌن- مايا- دنيا. جاه و جلال- شان شوڪت- حشمت- دبدبو. خوبصورتي- سُندرتا- حسن جمال. نُنهَن- پُٽ جي زال- ڌيءُ ذات- ڌيءَ ڌڻ- ڌيئون- ڌيئرون. موتي- دُرُ- مرواريد. هيڊ. سيتا- رام جي زال. بهادر جي زال- خوبصورت يا سهڻي عورت.
- لڇمي گهرَ ۾ اچڻ: ڌن دولت جو گهر ۾ اچڻ- ڪنهن اقبال مند جو گهر ۾ اچڻ. گهر ۾ سياڻي نينگريءَ جو پيدا ٿيڻ. اقبال وڌڻ.

● لَچِڻُ ٤ لَچَڻَ: ذ. (س. لَکشَڻَ = گُڻُ)
عادت – چال – خصلت – آرڪان – افعال – شيوو –
پَرُ – خُوءِ – رَوِش – ڍِنگ – طور – طريق – لَٽُ –
ڪِرُ – رنگ ڍنگ – سُڀاءُ – سيرت – ڪردار –
عمل – اعمال – شعور – ڪرم – ڪَرَ – ڪرِيا –
اوصاف. اخلاق – خوبي – خاصيت – آنياءَ – علت –
دستور – ڪرتوت – قول – فعل. مار – آريڪڻ – آڀما.
نشاني – علامت – پتو – آهڃاڻ – ڏَسُ – پار – آلنڪار –
ظاهر سامان – آثار – روپ. عيب – ڪلنڪ – اوگڻ.
ڪيفيت – حال – حالت. تعريف – توصيف – وصف.
گاهه جو هڪ قسم.
"سوين سَرَ گاه ساماڻا، لَچِڻَ لُنب ۽ لَار لاٿا"
(احمد ملاح).

● لَچِڻُ: ڦَتِڪَڻ – بي آرام ٿيڻ – بيقرار ٿيڻ –
سُورَ ڪان بي تاب ٿيڻ – دانهون ڪرڻ – پڇڻ –
ڪامڻ – ولوڙجڻ – چاچو لچڻ – لَٽڪڻ – تڙپڻ.

– لَچِڻُ نه ڪُچِڻُ: عشق جي عذاب ۾ رکو
لچڻ ۽ لوري، جهچڻ ۽ جهوري؛ سڪهڻ پر دانهن
نه ڪرڻ بره جي باه ۾ صبر سان جلڻ.

● لَچو ٤ لَچا: ذ. ڍگهين لَتڙهين سان ايرنڪن
وانگر ڪنن جي هڪ زيور يا گهه جو هڪ
قسم.

● لَچي ٤ لَچِيُون: ث. (س. لَکشِمِ. پرا.
لَچِيِ) لَچمي.

● لِحاظُ ٤ لِحاظَ: ذ. (ع.) خيال – ڌيان –
پاس خاطر – طرفداري – توجهه – جانب داري –
پرواه – ساوڌاني – سانگو – رَکَڻي – مروت –
عزت – ادب – تسليم – سنمان – هاءِ ڀاءِ – اوراڻو –
مانائت – آبرو – مانُ – منهن لڳڻي. حيا – شرم –
حجاب – پردو – سنڪوچ – پرهيز – احتياط – غيرت –
اجتناب – حذر – واقفيت – دوستي – سنگت – شناسائي –
ملاقات – ميلُ.

– لِحاظُ رَکَڻُ: خيال رکڻ – ڌيان رکڻ. ادب
ڪرڻ – عزت ڪرڻ. شرم ڪرڻ – حيا ڪرڻ.
پرهيز ڪرڻ – احتياط ڪرڻ. دوستي رکڻ – محبت
رکڻ.

– لِحاظُ ڪَرَڻُ: مروت سان پيش اچڻ. شرم
ڪرڻ – حياءُ ڪرڻ – پردو ڪرڻ – حجاب ڪرڻ –
مُنهن لڪائڻ. پرهيز ڪرڻ. خيال ڪرڻ – ڌيان
ڪرڻ.

– لِحاظَ وارو: ذ. صفت. بامَرُوت – مَرُوت
وارو – حياءُ وارو – لاجونت – لياقت پريو – خليق.
ملاقاتي – آشنا – دوست – جاڻ سڃاڻ – واقف.

● لِحافُ ٤ لِحافَ: ذ. (ع. لحاف > لحفَ =
سَوڙَ، پٿراڻي) سَوڙ – رضائي. رلِيُ – ڌِپَڙُ –
ڌڙڪِيُ – رات جو مٿان اوڙهڻ لاءِ ڪپڙو – چادر.
غلاف – پوش – ڍَڪُ.

● لِحافائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لَحَدُ ٤ لَحَدُونُ: ث. (ع. لَحَدُ = قبر
جو کُچِهه). قبر جو اندريون حصو. جنهن ۾
مردو رکيو ويندو آهي – قبر ۾ ڪوتيل کُچِهه.
قبر – مزار – تربت – گور – گور. مڙدي يا لاش کي
غسل ڏيڻ واري ڪَنڌَ.

● لَحظو ٤ لَحظا: ذ. (ع). گهڙي – ساعت ڪَن –
ويرم – ٿوري دير – پلڪ – پَٽلُ. ذرو – رَتي.
پورُ – اوچتو خيال.

– لَحظي بہ لَحظي: ظرف. ساعت بہ ساعت –
لمحہ بہ لمحہ – هردم – هر گهڙيُ.

– لَحظي جيتري: بلڪل ٿوري – ذري –
هتوَ – ليچَ.

● لَحمُ ٤ لَحمَ: ذ. (ع. لحمُ = گوشت)
گوشت – ماس – ماهه.

● لَحنُ ٤ لَحنَ: ذ. (ع. لحنُ = آواز)
آواز – شَبَدُ – مِٺو آواز – سُر يلو آواز – سُر –
لئي. خوش لوائي. ترانو – نغمو – راڳ. قرآن مجيد
پڙهڻ جي خوش الحاني.

● لَختُ ٤ لَختَ: ذ. (ف. لختُ = ٽُڪرو)
ٽُڪرو – پارو – ڀاڱو – حصو – ٿورو مقدار. لوهه جو
گرز.

– لَختِ جِگَرُ: ذ. جيري جو ٽڪر – ڪنيجي
جي ڪورَ. پيارو اولاد. شعر – نظم – سُخن –
بيت.

● لتخلخو: ذ. (ع. لخلخه) گهڻين خوشبوئن جو مرڪب.
● لِدڙو ۽ لدڙا (ڪ): ذ. صفت. نرم — ڪُئرو — رُيڙو — ملائم — سوڪم.
● لدوار: اسم خاص. مَرِي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.
● لَدُ ۽ لَدَ: ذ. (سن. لبُ = لڀڻ) پيدائش — حاصلات — پراپت — فائدو — لاڀُ — لڀُ — ميلت — لدل شيء — هٿ آيل شيء — لاڌ — لدل مال.
— لدڙيو ۽ لدڙيا: ذ. صفت. ليندڙ. ڪتي جو هڪ قسم، جو سوئر وغيره جي شڪار ڪي جهنگل مان ڳولي ٻاهر ڪڍي.
— لدُ ڪرڻُ: سوئر کي ڳولڻ.
● لِدا: ث. (سن. نِردِش = اشارو ڪرڻ) پاسو — طرف — ڏس.
● لداڪو: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لدا لپيتو: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لداڻ: اسم خاص. تعلقي ڪونسيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لُداهو: اسم خاص. تعلقي ناري (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لُدڙ: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● لُدڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● لُدڙو ۽ لُدڙا: ذ. پاڻيءَ جي جانور جو هڪ قسم — (هي جانور ٻِلي ڪُتي جي قد جيترو ۽ سندس پُڇُ ڊگهو ٿئي ٿو، مڇيءَ تي گذران ڪندڙ آهي، هن جي کل سرديءَ جي بيماري ۽ بواسير لاءِ ڪارآمد آهي). (ف. ج). سگ آبي — لُودڙو.
● لدل ۽ لدل: ذ. صفت. (سن. لبڌ) هٿ آيل — حاصل ڪيل — ڳولي لڌل — ڏٺل — مليل.
● لڌو: لهڻ مان زمان ماضي مطلق (سن. لبڌ) حاصل ڪيو — هٿ ڪيو — ڏٺو — پاتو — حاصل ٿيو — لڀيو. (۽. لڌا: ذ. حاصلات — ڏاج — ڏيپ — ڏيتي ليتي — استري ڌن.
● لِدو ۽ لِدا: ذ. لکيو — قسمت — ڀاڳ — تقدير — انگ ازلي — نصيب.
— لِداڻي: لکئي سان — قسمت سارو — لکيا — نصيب ۾ لکيل
"لِدا تي لِتين، مَلَ مهانگا سُپرين".
● لُدو ۽ لُدا: ذ. (سن. لُبڌ. پرا. لِدو = ع. فرقدين) هڪ تاري جو نالو — هڪ نکٽ جو نالو — ٽيڙو
"ڪتيون ڪپار آئيون، لُدا ويا لڙي"
هن تاري کي عربيءَ ۾ شعريٰ ڪري چوندا آهن، هي سڀني تارن کان روشن آهي. مشهور ايراني نجومي الصوفي (ڏهين صدي عيسوي) هن تاري کي "سهيل" تاري جي پيڻ ڪري ٿو سڏي. هيءُ يمن ملڪ ۾ نهايت روشن آيرندو آهي — صبح جو روشن تارو
"تارا تيليءَ روءِ، لُدا لالُن آيرين،
جهڙو تون صبوح، تهڙي سُهائي سجڻين"
(ڪنيات — شاهه).
وسپت تارو. (ق — ل). بي وفا — سنگدل.
"ڏاڍو لُدو ڪُدو آهين". (صفت). تاڪائو — لوسي — نوس نوس ڪندڙ — لُنڊو ٻار. سيڪلو. ڪُدو.
● لدو بشارت: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لدو ديرو: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۽ تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لدو راڻو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لُڏي جو ڏهو (ڪ): سياري جون برساتيون.
● لَدَ ۽ لدون: ث. ڦوڙائين يا ڪاٺين جي ٽِري — لدو — سامان سڙو. (ڪپڙن وغيره جي) هڙ — پروتي — پروٽڙي — ٽِري. لدڻ جو اسباب — گهر جو سامان — سامان سڙو — مال اسباب. سامان جي چرپر يا هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ واري حالت.

عبادت ڪندڙن جي ٽولي. مسافرن جي ٽولي.
▬ لَڏَ پَرَڻُ (ٿ): پاڻيءَ جا ٻه سانداڙا پرڻ ـ ٻھڙو پاڻي پرڻ.
▬ لَڏ پلاڻِ: هڪ هنڌان لڏي، ٻي هنڌ وڃڻ واري حالت. پاڄ ـ لڏ لڏان ـ ڪُوچ.
▬ لَڏ پلاڻِ ڪَرَڻُ: هڪ هنڌان ٻي هنڌ وڃڻ ـ ٽپڙ ٽاڙي کڻي ٻي هنڌ نيڻ ـ لڏڻ جي تياري ڪرڻ.
▬ لڏ پلاڻَ هڻَڻُ: سنيت (وڃڻ جي) هڻڻ ـ لڏڻ جي تياري هڻڻ. بار بار ڪوچ ڪرڻ ـ هر هر لڏڻ.
▬ لَڏَ لاَهڻُ: منزل هڻڻ ـ ترسڻ (سر مارئي ـ ڪر) ـ بار لاهڻ "ٻچي ٻوء ٽڻن ڪي، لڪن ۾ لڏ لاهي" (سر آبري ـ شاه)
● لِڏِ ۽ لِڏِيُون: ٿ. (سن. ليپ. پرا. ليپنا=لڏِ. ع. روث) گهوڙي، گڏه، خچر وغيره جو ڇيڻو ـ ڪوبر ـ ليڏوٽا ـ ڦوسي.
▬ لِڏِ ڪَرَڻُ: واهيات ڳالهائڻ ـ بيهودو بڪڻ ـ بڪڻ.
● لَڏُ: لاپُ ـ حاصلات (سر سهڻي ـ ڪر)
"لاٽَنَ ٽِنين لڏُ، عشق جنهن جي اڱڻ ۾"
(سر سهڻي ـ شاه)
● لَڏَاڻِ ۽ لَڏَائِيُون: ٿ. اٺن جي لَڏَ ـ قطار ـ قافلو
"اڱي ٽوڪان ڪيتري، ويئي لڪن هيٺ لَڏاڻَ"
(خانہ زئي ـ حسيني)
● لَڏَائِڻُ: بار ڪَٿائڻ ـ گاڏي بار سان پرائڻ يا گاڏيءَ ۾ بار وغيره رکائڻ. (ڪنهن کي) شهر يا ڳوٺ مان ٽپڙ کڻائڻ ـ لوڏي ڪيڻ ـ هڪالڻ. (ل). شهر نيڪالي ڏيڻ ـ پتجائڻ.
● لُڏائڻ: ڳيڏائڻ ـ لچائڻ ـ ڪوڏائڻ ـ جهولائڻ ـ پينگهي ۾ سهارڻ (ٻارن کي). ڪيچ ڪرائڻ.
● لَڏَائِي ۽ لَڏَائِيُون: ٿ. لُچِپِڻُ ـ اوباشي ـ بي حيائي ـ بِرسُتِيا. فضولي ـ خرچڻ ڪپائڻ جي حالت ـ آڏائڻ ـ ڪائڻ ڪپائڻ جي حالت.

● لَڏَڻُ: مصدر. (سن. لَٽَ. پرا. لَٽِي=لَٽَڻُ). آٿ. گهوڙي وغيره تي بار رکڻ. گاڏي، ٻيڙي وغيره ۾ بار پرڻ ـ بار وجهڻ. سٽڻُ ـ هڪ ٻي تي رکڻ ـ ڀرتي ڪرڻ. ڪنهن ڳوٺ يا شهر مان نڪري وڃڻ ـ هجرت ڪرڻ ـ پنهنجو وطن ڇڏي ٻيو هنڌ وسائڻ ـ ٻئي هنڌ ڏي ڪوچ ڪرڻ ـ منزل پٽڻ ـ لڏي وڃڻ ـ آسهڻ ـ روانو ٿيڻ ـ ڪوچ ڪرڻ. مري وڃڻ ـ انتقال ڪرڻ ـ وفات ڪرڻ. (لڏيو ـ لڏيندو ـ لڏيل).
● لُڏَڻُ: مصدر. (سن. لُٻ) پينگهي يا پينگهه ۾ لوڏا کائڻ ـ جهولڻ ـ پينگهه ۾ لڏڻ. ڏَڪڻ ـ ڪنبڻ ـ ٿڙڪڻ ـ ڏُڪڻ ـ ٽُلڪڻ=(جهنڊو) وَرڪڻُ ـ وونُٽڻُ. ٿرٿِيلڻ ـ ٿرٿلي ۾ هوڻ ـ گهٽڻ ـ لرزش ۾ اچڻ. لٽڙڻ ـ جهوٽو کائڻ ـ ڇُرڻ. چپُ ڪرڻ ـ ڳالهه يا وعده تان ڦرڻ.
▬ لُڏَڻُ لَمَڻُ: جهولڻ ـ هوا ۾ لڏڻ ـ ڏِلڻ ـ خوشيءَ ۾ اچڻ وڃڻ ـ ڦيريون پائڻ ـ اجائي اچ وڃ ڪرڻ ـ دير ڪرڻ ـ ڳوٺنات ڪرڻ ـ فيصلي بعد هڪ ڳالهه تي نہ بيهڻ ـ کسڪي وڃڻ ـ ترڪي وڃڻ ـ ٽال مٽول ڪرڻ ـ ڪِسرائڻ ـ ٽِٽِرائڻ ـ ترسڻ.
▬ لُڏِي لَچائِڻُ: ڳالهه تان ڦري يا ڏپ ۾ اچي ڪوڙو وعدو ڪرڻ ـ ٽت وڃائڻ.
▬ لُڏِڻو ۽ لُڏِڻا: ع. لُڏندڙ ـ پينگهو.
● لُڏَڻُ ۽ لُڏَڻَ: ذ. صفت. لاڏ ڪندڙ ـ مِٺو ـ ٻچڙو ـ مٿنڊول ـ مڪيلڙو ـ بودلو ـ لاڏلو ـ ڇڇِلو ـ عزيز ـ پريتم ـ دلبر ـ جانب ـ جاني ـ مِٺو. وڻندڙ ـ پيارو ـ محبوب ـ دلدار ـ معشوق. لوڏ سان هلندڙ "لام لڏڻ، شل مون وٽ ايندو" ـ لوڏي سان هلندڙ.
"لُڏڻ! تہ موهيس تنهنجي لوڏي" (ڏِتل).
سهڻو ـ موچارو ـ ڻاهوڪو ـ وڻندڙ ـ خوبصورت.
(ٿ. لُڏڻِ ۽ لُڏُون).
● لَڏُو ۽ لَڏَا: ذ. ڀري ـ بار ـ لڏ ـ بوجو ـ بوجهو. باربرداري ـ ڪنيل سامان ـ ٻڌل بار ـ ڪوچ ـ منزل لڏپلاڻ. اڙد ـ ٽولي ـ ٽولو. عيال ـ لڏيندڙ ماڻهن جو مجموعو.

— لَٽِڏَنُ جا لَٽِڏا: هڪ ٻئي پٺيان ٽِپندڙن جا ٽولا.

— لَٽُوڪُ: ذ. لڏڻ واري حالت — ڪُوچ. منزل — قافلو — لَڏ پلاڻ — لڏو.

— لَٽُو لاهِڻُ: گهر ڪري ويهڻ. ٻئي تي بار ٽي ڪرڻ. همت هارڻ — بزدل ٿيڻ.

— لَٽُو لَٽِ تي هَڻَڻُ: نقصان ۾ هئڻ — بي ترتيب رهڻ — ڏينگوئي ڏيري هئڻ.

— لَٽُو ع لَٽُو: ذ. صفت. بار کڻندڙ ڏگو.

● لَٽُونُ ع لَٽُونُ: ذ. (سن. لَبُوڪَتُ > لَبُوئا = لَٽُونُ) مناٺيءَ جو هڪ قسم — بوندي يا نختيءَ مان ٺهيل گوڙهو — ٽول — مٺيو. گوڙهو — پيتر — پٽر. نفعو — فائدو.

— لَٽُونُ آنبُ: ذ. گول انب جو هڪ قسم.

— لَٽُونُ ڀُوري ٿالهيءَ ۾ کائڻُ: سوکڙيءَ جي عيوض سوکڙي ڏيڻ.

— لَٽُونُ وِرهائِڻُ: خوشيءَ جو موقعو ملهائڻ — خوشيءَ جي موقعي تي دوستن کي مٺائي کارائڻ.

● لَٽُوڻو — لَٽُوڻو: اسم خاص. هڪ شهر جو نالو.

● لُٽيُ ع لُٽيَ (ل): ذ. صفت. هٿاوڙو — دادلو — چريو — ڪيچل ڪندڙ — ڪيچلو. چور (ڪتو) — چور. ڀول. هرهنڌ نوسيندڙ ڪتو. جملو: ”تون تہ لُٽي ڪتي وانگر منهنجي پُٺ ٿي نہ ڇڏيندين“.

● لَٽِاٺو: اسم خاص. جيسلمير طرف هڪ ڳوٺ جو نالو، جنهن جو اصل آچار ”لَٽَروو“ آهي.

● لِيڊو ع لِيڊا: ذ. رسو. (ن—ب).

● لَذَّتَ ع لَذَّتُونُ: ث. مِٺاڄُ — ذائقو — سواد — ساءُ — لاءُ — لاءُ ساءُ — رَسنا — چَٽَ — چَسَ — چَسَ — چَشڪو — چَسڪو — چَٽهَر — چَٽڪ. خوشي — لُطف — مزو — سُک — سنتوش — فرحت — مؤج — وِندر — عيش و نشاط — حظ — عيش — آرام — آنند.

— لَذَّتائِتو ع لَذَّتائِتا: ذ. صفت. سوادي — ذائقيدار — چهرو — تمڪين — لَذَّتي — لَذِيذ — لَذَّت وارو — چشڪيدار — رَسَ ڀريو — ڪامڻ گور — چشائتو — مزي وارو — مَٺِڪِڙي — مٺڪڙ وارو.

● لَذَّتائِڻُ: لَذت ڏيڻ — لُطف ڏيڻ — چشڪو ڏيڻ — مزو ڏيڻ — مزيدار لڳڻ — سواد اچڻ — چهرو لڳڻ — (کنهن شيءِ جو کائڻ يا واپرائڻ ۾) سواد ڏيڻ.

— لَذَّتِي ع لَذَّتِيُ: ذ. صفت. لذتائتو — سوادي — لذت وارو — مزي وارو — ذائقيدار — چهرو — نمڪين.

— لَذِيذُ ع لَذِيذَ: ذ. صفت. لَذَّتِي — لذت وارو (کاڌو وغيره) — لذتائتو — سوادي — ذائقيدار — چهرو — چشڪيدار — رَسَ ڀريو — ڪامڻگور — چشائتو — مزيدار — نيڻ ٺار — دل قرار — فرحت بخش — خوش ذائقي — خوش مزي — مزي وارو — لذت بخش — پُرلطف — لطيف. عزيز — پيارو — من موهن.

● لَرُ: ظرف. ٺهه ٺهه — تُرتُ — چٽپٽ — وَهندي — تهه طلبيو — تڪڙو — تهه طلب — يَٽَ — چُوهو. لَرُ ۾ — تڙتڪڙ ۾ — جلدي — ترت ڦٽ — تيز — تِکو ”لپيڙا نيو مَ لَرُ“ (شاھ).

ع لَرُون: ث. آٻهرائي — تڪڙ — هَٿيڙ هَٿيڙ — تيزي — تعجيل — اڄائي تڪڙ — تيزي — ٻَرٻلڻ — هنگ تيرڪان. تکو هلڻ جو هڪ نمونو — تيز رفتار — ڊوڙ — ڀاڄ. ڪتيءَ هاٿيءَ جي پنڌ جو هڪ قسم — تُورَ.

● لُرُ ع لُرُ: ذ. صفت. (ف. لُرُ = بيوقوف) بيوقوف — احمق — بي عقل — بي شعور — بد سليقہ. بي سمجهہ — نادان — ابوجهہ. بدمعاش — بدچال. حرُ — هڪ قوم جا قديم زماني ۾ سنڌ ۾ ڦُر ڪندي هئي.

● لَرجانڪَ: ث. سُرِيلي آواز واري پکيءَ جو هڪ قسم — باز يا لغڙ يا شڪري جو هڪ قسم.

● لَرزَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لَرزي ع لَرزِيُون: ث. تيز هوا — هوا جو جهونڪو — ڦنڪي.

● لَرزَڻُ: مصدر. (ف. لرزيدن = ڏڪڻ) ڪنبڻ — ڏڪڻ — ڏَيڻ.

— لَرزانُ: ذ. ڏڪندڙ — ڪنبنندڙ — ڪنبدڙ.

— لَرزجَڻُ: مصدر. (ف. لرزيدن = ڏڪڻ) لُڏڻ — ڪنبڻ — ڏڪڻ. ڪيل انجام يا ارادي

تان هٿي وڃڻ. ڀَ ڇٽو ٿيڻ.

"متان لالچ ۾ تون لرزين
متان سُڪ لاءِ ڪرين آزي"

(منٺار).

— لَرزِشُ ۽ لَرزِشُونُ: ث. (ف. لرزيدن = ڏڪڻ) ڏڪڻي - ڦُرڪڻي - ٿَڙڪڻي - ڦَڙڪڻي - سياندو - سياتُ - سيراتُ - سِهاتُ - لهر و - ڏَڪ ڏڪِ - چُرپُر - ڏوڏو - لوڏو - جُنبُش - ٿڙڪو - ٿڙ ٿڙ - ڦڙ ڦڙ.

= لَرزَهُ ۽ لَرزَا: ذ. ڏَڪڻي - ڏَڪڻ.

— لَرزِيُ ٿِيڻُ: شرميلو ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - لانجهو ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ.

● لَرُ لَرُ: ث. وڏي آواز سان اجايو ڳالهائڻ جو لمو لو - ٻَڪ ٻڪ - ٻَڪوات - ٻڪواس - وِڦل - ٽين ٽين - ٽر ٽر - چرڙات - ٻَٽخِيُ - ٻڙ ٻڙ - ڪِڙ ٻِڙ.

— لَرُ لَرُ ڪرَڻُ: اجايو ڳالهائڻ - ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - ٽپڪِ ٽپڪِ ڪري هلڻ.

● لَرَنُگوُ (ٿ): ذ. ٻيماريءَ جو هڪ قسم.

● لَرُوٽوُ ۽ لرُوٽا (ٿ): ڇيڙو - ٻجاڙي - آنٽَ - آخر.

● لَرَهوُ ۽ لَرهار(ٿ): ذ. ڪوڙوعذر - خالي دلاسو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● لوَنِيُ: اسم خاص: هڪ ذات جو نالو.

● لَرِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لُرِيُ ۽ لُرِيُونُ: ث. (سن. لَشُ = سخت اِڇا ڪرڻ) سياري ۾ اُتر يا اولهه کان گهلندڙ ٿڌي هوا - تمام ٿڌي هوا. لُوهه - ڇَرَ. (ڪ). گهڻي لُڪَ. (ل). لوليُ - لوري. اجائي هٻڇَ. (ل): سخت تمنا - گهڻي سِڪَ يا چِڪ وِپڙَ.

— لُرِيُ لَڳڻُ: سياري ۾ اتر يا اولهه کان ٿڌي هوا جو لڳڻ.

● لُرِيتَلَ ۽ لُرِيلُون: ث. صفت. دز سان خراب ٿيل.

● لَڙَ ۽ لَڙُونُ (ٿ): ث. هيٺاهين زمين - نمندي. آسرو - پرو سو - لڙه.

● لَڙُ ۽ لَڙَ: ذ. لاڙو - جهڪاءُ - ٽهر - ترساءُ.

● لُڙُ ۽ لُڙَ: ذ. (سن. لُٺُ = لُڏَڻُ) لُڙاتُ - ڏُنڊ - ڪوهيڙو - ڊُولڪرُ - غبارُ - انڌڪار - ماڪ - اوندهه. هُلُ - غُلُ - شور - گوڙ - واڪو واڪاڻ - رڙوررڙ - مونجهارو - گڙ ٻڙ - گهمسان - ٻائيتالُ - ٻکيڙو - رولو - ڪِهمڪوڙ - ماچانڪ - هنبس - غلغلو - هُلڙُ - هنگامو - ڏَمُچڙُ - مَتَڙُ - خَرُخسو - (گهڻن ماڻهن جو) آوِز - هُل "ڪانوَ ڪِي لُڙ ۾ مزو". جهيڙو - فساد - بدامني - بي امني. ميرو پاڻي - اونهو پاڻي - ميلُ مَٽرُ - تِڪ. پاڻيءَ جي جنس - لُڙو پاڻي - درياءَ (ڪارايل). واهه جو جوش ۽ تِڪ ـَ. (صفت). لڙاتيل - ميرو - لِڙو - ڪِڙپِيتوُ - لُڙاڙو.

— لُڙُ ٿيڻُ: تورو بيٺل پاڻيءَ جو ۽ مال جي اچ وڃ سبب ميرو ٿيڻ.

— لُڙُ ہَوَڻُ: ميري پاڻيءَ ۾ وڃي گهڙڻ.

— لُڙُجَڻُ: مِٽيءَ ۾ پرجڻُ - ميرو ٿيڻ - خراب ٿيڻ.

— لُڙُ ڏَڪو: ث. خواه مخواه وڏو آواز - ڪروڌ فساد - جهيڙو - لُڙ.

— لُڙُ لاهڻُ: گوڙ ڇڏڻ - جهيڙو بند ڪرڻ.

— لُڙُ لَنگهڻُ: درياءَ عبور ڪرڻ - درياءَ لنگهي پار ہوڻ. تڪليف مان ڇٽڻ.

— لُڙُ لَٿهڻُ: غبار لهي وڃڻ - ڏُنڊ پاسي ٿيڻ. تڪليف دور ٿيڻ.

● لُڙائڻُ: ميرو ڪرڻ. لُڙاتُ ڪرڻ - خراب ڪرڻ - وڃائڻ - ڏُنڊ وارو ڪرڻ. مُنجهائڻ - ڪَنبڻُ. (لڙائيو، لڙائيندو، لڙائيل).

● لُڙَاتُ ۽ لُڙَاتَ: ذ. ڪوهيڙو - ڏُنڊ - ڊَونگرُ - لُڙُ - چات - ڏمڻ جي حالت - انڌوڪار - لتَ - غبارُ - رَنِيُ - ماڪ - انڌيرو - جهڙ - جهڪ. پاڻيءَ جي ميري ٿيڻ جي حالت. آسمان ۾ واءَ جو رنو جنهن ڪان سج جي روشني جهڪي ڏسجي. (صفت). لُڙو - لُڙاتيل ٿيڻ - لُڙجڻ - خراب ٿيڻ - لُڙيو ٿيڻ.

— لُڙَاتوُ ۽ لُڙاتا: ذ. صفت. (سن. لَٺ = ميرو) ميرو - لُڙو - لُڙاتيلَ - لُڙ - ڪِڙپِيتوُ - ڇِڙيو.

– لُڙاتِيل ۽ لُڙاتِيل: ذ. صفت. ميرو – لُڙو – لُڙاتو – لَڙ – گڙبڙو – مٽيءَ وارو – گدلو – ميرانجهڙو.

– لُڙو ۽ لُڙا: ذ. لُڙاتيل ميوو – ڪينو.

● لَڙائِڻ: مصدر. ويڙهائڻ – جنگ ڪرائڻ. داءُ وڪڻ – شرط رکڻ – هوڏ رکڻ. ٽڪرائڻ – زور آزمائي ڪرائڻ. ملائڻ – پائيواري ڪرڻ.

– لَڙائي ۽ لَڙائِيُون: ث. جنگ – جهيڙو – جدل – رزم – جنڊ – يُڌ – ويڙهه – ڪارزار – حرب – چٽاڀيٽي – معرڪه آرائي – تڪرار – تنازع – قراولي – آراڙو – ڪيڏارو – جهاد (ڪافرن سان) – دنگو – فساد. عداوت – دشمني – نزاع – وير – بُغض – ڪينو – حسد – اڻ بڻت – ڪدورت – رنجش – بگاڙ. ڪُشتي – زور آزمائي – مقابلو. ڪارگند – ٽنٽو. هُجت – هوڏ.

– لَڙائيءَ تي وَڃڻ: جنگ تي وڃڻ – معرڪه آرائيءَ لاءِ روانو ٿيڻ.

● لِڙائِڻ: مصدر. (من. ليگ=چنبڙڻ) ليلائڻ – آزي ڪرڻ – ٻاڏائڻ – منت ڪرڻ – ستائڻ.

● لَڙ٘بات ۽ لَڙ٘بات: ذ. ٻٽاڪ – ڊاڙ – لاف – ڦڙبات – ٻڪ شڪ – ٻٽ – ٻٽ شٽ.

– لَڙ٘باتِي ۽ لَڙ٘باتِي: ذ. صفت. ڊاڙي – ٻٽاڪي – لافِرو – لافَ زن – لافِي – ڦڙباٽي.

● لَڙ٘دَڪ ۽ لَڙ٘دَڪَ (ل): ذ. صفت. وڏو – لنبو – ڊگهو.

● لَڙ٘ڦَڙ: ث. وَنءُ ٻڪڙ – ٽڙ ٽڪڙ – ٻڪوات – ٻڪواس. شورُ – هُل.

– لَڙ٘ڦَڙ ڪَرَڻ: ڪوڙ ڪرڻ – ٻڪوات ڪرڻ "لوڦڙ ڪرين ٿو، لوڪ ساري ۾".

● لَڙَڪ ۽ لَڙَڪَ (ڪ): ذ. ٻڪين جي پر وارو حصو

"لَڙَڪَ تي مُٺڪو هنيائينس، تار ۾ ڪين ٽڳيو".

● لُڙ٘ڪ ۽ لُڙ٘ڪَ: ذ. (من. لُڊ) (اک مان نڪتل) پاڻيءَ ڦڙو – اک مان ايندڙ پاڻي – ڳوڙهو – نيرُ – اشڪ – هنج – (اک جو) آب – بولد – قطرو. ڪن جي زيور جو هڪ قسم.

– لُڙ٘ڪَ وَهائِڻ: ڳوڙها ڳاڙڻ – رُئڻ – ڏُک ڪرڻ.

– لُڙ٘ڪَ هارَڻ: رُئڻ – ڏُک ڪرڻ – هنجون هارڻ.

● لُڙ٘ڪا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

– لَڙ٘ڪڻ: مصدر. (من. لَٽ=لڙڻ) لٽڪڻ – ٽنگجڻ – ٽنگيو رهڻ – لُڏڻ – لڙي پوڻ. ڦاهو کائڻ. جهلجڻ – ڦابو ٿيڻ – ڦاسجڻ. لاڙو رکڻ – مائل ٿيڻ. لڳو رهڻ – چنبڙيو رهڻ.

– لَڙ٘ڪائڻ: مصدر. (من. لَٽ) لٽڪائڻ – ٽنگي ڇڏڻ – ڦاسيءَ تي چاڙهڻ – ٽنگڻ. لاڙو ڪرائڻ.

– لَڙ٘ڪيل: ذ. صفت. سُست – ليلٽهر.

● لُڙ٘ڪڻ (ل): مصدر. لڙڻ – جهڪڻ – نِمڻ – سارين جي سنگن جو هيٺ نِمڻ.

● لَڙ٘ڪو ۽ لَڙ٘ڪا: ذ. ڇوڪرو – نينگر – پُٽ – نينگرو – ڇوڪر. (ت). ڏاڍيان ڳالهائڻ – ٻڪ ٻڪ – ٻڪ شڪ – بڙ بڙ. (ث: لَڙڪي ۽ لَڙڪيُون).

– لَڙ٘ڪو ڪَرَڻ: ڏاڍيان ڳالهائڻ – ٻڪ ٻڪ ڪرڻ.

● لُڙ٘ڪو ۽ لُڙ٘ڪا: ذ. (من. لُڊ) ڊُڪ. گهاٽو شربت. لُڙڪ – آشڪ – هنج. ڦڙو – ٽيپو – قطرو – ٻُوند – ڳوڙهو. ٻڪري وغيره جو ڪوس کان پوءِ ٽنگڻ وقت نِڙيءَ وٽان لٽڪندڙ چمڙ ٽُڪر.

● لُڙ٘ڪي ۽ لُڙ٘ڪيُون: ث. (من. لَٽ) ڪُنيل شيءِ کي پاڻيءَ سان ملائي ٿاهيل سٽي – ڪير ميلائي رڌل رَبَ يا پڙو پٽ – ڊُڪ – سنهون پاڻي. لُڙڪ. ڪن جي زيور جو هڪ قسم – ڏاڻ. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

– لُڙ٘ڪي ڪَرَڻ: کير پٽ ڪڍي کائڻ.

– لُڙ٘ڪي هَڻڻ: ڏانداريءَ سان ٻچ ٿم ڪرڻ.

● لَڙ٘لَڙ ۽ لَڙ٘لَڙُون: ث. (من. لَٽ=ٻاراڻو ڳالهائڻ) ٻڪ ٻڪ – ٻڪوات – وِ قل – ٽين ٽين – بي فائدو ڳالهائڻ – لٻ لٻ. ڦڙڪي – ڏڪي – ڪنبي.

● لَتڙَڻُ: مصدر. (سن. رَتَ > رتيي). پرا. لَتڊِيُ = وِڙهَڻُ) وڙهڻ- گَنڊجڻ- ڀِڪين ٿيڻ- مقابلو ڪرڻ- جُٽَڻ- جهڳڙڻ- جهيڙو ڪرڻ- جهٽڻ- جهيڙڻ- جنگ ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ- جهونبڻ- سامهون ٿيڻ- جنگ جوٽڻ- يُڌ ڪرڻ- ٽنٽو ڪرڻ- فساد ڪرڻ- نزاع ڪرڻ- خصومت ڪرڻ. مُڙڻ- ڀاسو ڪرڻ- لاڙو ڪرڻ- لهڻ- وَرڻ- واراڪو ڪائڻ- واراڪو ڪرڻ- سڌين رستي تان ڦرڻ- ڦڙتي ڪمائڻ- گوهيُ ڪرڻ- ڀَٽڪَڻُ- گمراه ٿيڻ- ڀُٽ تي هٽڻ- پويان پير ڪرڻ- هڪ پاسي کان گذري وڃڻ. ملاکڙو وڙهڻ- ڪُشتي ڪرڻ. ڏُڏڻ- لُڏڻ- لَرزش ۾ پوڻ. ٽنگجي رهڻ- لَتڙڪڻ- لٽڪڻ. (مج) لَٿهڻ- ڍَڪجڻ- لِڪڻ- گُم ٿيڻ. ڏينهن جو ٽٽو ٿيڻ- پاڇو مُڙڻ- (پاچا) ٽري وڃڻ.

(لَتڙيو- لتڙندو- لتڙيل).

= لَتڙِيُ وَڃَڻُ: لنگهي وڃڻ- هلي وڃڻ. پاسو ڪري وڃڻ.

● لُتڙَڻُ: مصدر. ميرو ڪرڻ- لُتڙائڻ- ڀَڪُلڻ- لوٿڻ- لُچڻ- ڪِنو ڪرڻ- خراب ڪرڻ.

(لتڙيو- لُتڙيندو- لُتڙيل).

● لُتڙو ۽ لُتڙا: ذ. صفت. ميرو- لُتڙ- لُتڙاتِيَلُ- لُتڙاتو- ڪِنو- ڪِڙيتو.

● لَتڙوَتُ ۽ لَتڙوَتَ: ذ. دوستي- يارِيُ- سِهڻد- يارانِيُ- اُلفت- اخلاص- پريت- دوستانو- محبت. جاڻ سڃاڻ- ڪهرائي- ميل جول- آساپند- آشنائي- واقفيت- جاڻ پڇاڻ- مهاڪڙ- سهپو- ٿهڪ- ملاقات- مترتا.

● لَتڙ هه ۽ لَتڙ هُون: ث. (سن. يَشُٽ = قطار) (سن. يَتِڊِيُ. پرا. لَتڙيُ = موتين وارو ڌاڳو) موتي پُوئل ڌاڳو- سَرَ- مالها- لَتڙيُ- لَتڙهِي. قطار- صف- زنجير- ليڪ- سِٽَ- لانڊ. لَٽ- چڙهه- ڪاني- ڪڙو (جنهن سان هيڙي هلائجي)- جانِگهه- ڊِگهي لٺ. (نوڙي جو) ڪُرُ- تندو- ڌاڳو. لاڙو- رغبت. جهٽلو- ٽيڪ- ٽيو- ٽوٽي- هُستي- آڌار. پير- وسيلو- سام- دامن- پلو- اجهو- اوٽ- واهه- ڀروسو- آسرو- اميد "لڳيس اوهان جي لَتڙهه"- سهائتا- تڪيو- ٽڪ- تاريءَ- پيٺي- پالنا- پٺيءَ = ڪنڌ.

"ٻرين اوهان جي پوٽان، لتڙهه لڳاسين."

لالچ- طمع- لَب. ڀُورُ- اوچتو خيالُ- ريجهَڪ- جهُجهوڪِي- بُدڪِيُ- بُدبُدو- لَهرو- ترنگ- وهم. واهه يا درياءُ يا ڍوري وغيره جو ڪَپ- ڪنڌي- ڪنارو. (اسم خاص). تعلقي ديري محبت، تعلقي هالا، تعلقي ٽنڊو الهيار، تعلقي جيمس آباد ۽ تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= لَتڙهه لَڳَڻَ: آسري لڳڻ- ڀروسي لڳڻ- پُٺيءَ لڳڻ- آڌار تي هجڻ- پاند پڪڙڻ- دامن جهلڻ- وسيلي تي ويهڻ. تابع ٿيڻ- پناه وٺڻ.

"لَتڙهه لڳيس تنهنجي لام".

= لَتڙهه وَچُڙُ: ذ. ڌنڌو- پيشو- ڪم- ڪار- ڪرت- وڻج واپار- ڌنڌو ڌاڙي- ڪاروبار- وهنوار- ڏيتي ليتي- واهپو- مشغولي- وَهِيوات. يارانِي- صحبت- ٿهڪ- گهاٽلي مائِلي- ڏيٺ ويٺ.

● لُتڙهاڪو ۽ لُتڙهاڪا: ذ. ٿوري نند- گهير- جهوتا- پنڪِيُ- گهل مل.

● لَتڙهائِڻُ: مصدر. مالش ڪرائڻ.

● لَتڙهه جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَتڙهه چاڙهوُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَتڙهه منٺيڙو: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَتڙهه ٽنبُوُ: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَتڙهڻ: مصدر. مَٿهڻُ. (ڪ). ٻتر تي مرچ مصالح چٽڻ. (ڪ). ڪپڻ ڪٽڻ- ڏاس جي لوڙي ڪٽي پيٺي ڪرڻ.

● لُتڙهڻُ: مصدر. (سن. لُٺُ = پاڻيءَ ۾ وڃڻ) پاڻيءَ جي وهڪري ۾ وهي وڃڻ- لُتڙهندو وڃڻ-

آجهڻ - اولجڻ - پاڻيءَ ۾ لاٽ پوڻ - لپيٽ ۾ پيٽ ٿيڻ - لپيٽڻ - وَهڻ. ڍِلڪڻ. تَڙُ ڪرڻ - (مريض جو) ڍَهي پوڻ - اوچتو ڪِري پوڻ - ڪم ٿيڻ (پاڻيءَ ۾) - ٿُڙڻ. (بدن ۾) - ضعيف ٿيڻ - ضعيف ٿي وڃڻ يا لٿي وڃڻ.

= لُڙِهيءَ پَوَڻُ: پوک جو ٿُوڙي پوڻ. (ن-ب).

= لُڙهيءَ وَڃَڻُ: وَهي وڃڻ. زيان ٿيڻ - نقصان پوڻ. سخت تڪليف اچڻ. طاقت ڇڏائي وڃڻ.

● لَڙُهوُ ع لَڙُها: ذ. (سن. يَشْٽِ = لڙهه وارو) ٻوڏ - آٿل - برهرو - ٻوڙ ٻوڙان - لپيٽ - سيلاب - پاڻيءَ جو چڙهاءُ - چَڙَ - پاڻيءَ جي چاڙهه وقت تکو وهڪرو - پاڻيءَ جو کهمرو يا کهيرو. ڍکهي ڪاٺي - ورو - ڪاڄڻ - چڙهِي - لَٺِ - لَڙَهه - لَڪڙي - ٻانتو - مَنتهَنُ ۾ ڪم ايندڙ ڪاٺي - ڪايو. زبردست حملو - غضبناڪ حملو. جوش. (ڪ). تپ جو جهٽڪو - هلڪو تپ - تپ جو عزم. (ل). ٻتاڪ "اهڙا ٿو لڙها هٿين، جو خدا رکي پناهه ۾". رڳن جي بيماريءَ جو هڪ قسم. پکين جي بيماريءَ جو هڪ قسم. (صفت). قطارن سان يا موتين وارو جيئن ٽه ٽه لڙهو هار = ٽن سَرن وارو هار. (اسم خاص). تعلقي کهوڙا ٻاريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= لَڙهوُ آچَڻُ: ليٽ جو هڪ دفعو اچڻ. ويرو ٿيڻ - آٿل اچڻ. (بيماريءَ جو) دورو ٿيڻ.

= لَڙهوُ چَڙَهڻُ: درياءَ مان کهٽي پاڻيءَ سبب ليٽ ٿيڻ - ٻوڏ ٿيڻ. بيماريءَ جو دورو ٿيڻ. هوش مان نڪرڻ - پاڳل ٿيڻ.

= لَڙهوُ لَڳَڻُ: دماغ خراب ٿيڻ - چريو ٿي پوڻ - پاڳل ٿيڻ.

= لَڙهوُ هَڻَڻُ (ٿ): ڪوڙ ڳالهائڻ - ٻتاڪون هڻڻ - ڏٽو هڻڻ - ڪشو هڻڻ - لاف هڻڻ.

= لَڙهيءَ ۾ هَلَڻُ (ٿ): تڪڙي وِڪَ سان هلڻ.

● لَڙهيءُ ع لَڙهيُون: ث. (سن. يَشْٽِ = قطار) هار - سَنگهر - لڙهه - سَرِ - موتين مان پُوتل ڏاڳو. (ل). لانڍي يا چونري جي ڪنڌيءَ کي ٻڌل سنهيون ڪاٺيون، وڻ جون ٽاريون يا ڏار سنهي ڪاٺي - ڇپنيو - لڪڻ - ڇِڙَ. (ٿ). پريل وِڪَ سان آٽ جي هلڻ جو هڪ نمونو.

= لَڙِهيءَ لائڻُ: مينهن يا برسات جو لڳاتار پيو وسڻ - گهڻو مينهن پوڻ.

= لَڙِهيءَ وارُو (ٿ): ذ. پنهنجي ٽوليءَ جو ماڻهو.

● لَڙَئيءُ ع لَڙَئِيُون: ث. جنگ - لڙائي - يُڌُ.

= لَڙُئيءُ آڪُرَڻُ: جنگ ڪٽڻ - ڪوڏاهڻ - قلعو فتح ڪرڻ - سوڀارو ٿيڻ. نفعو پرائڻ - راند کٽڻ.

● لَڙِيءُ ع لَڙِيُون: ث. (سن. يَشْٽِ = قطار) قطار - سَرَ - صِفَ. هار - مالها - پُوچَ - پُوتَ - سڳو - ڏاڳو - ڏورو.

● لِيزَ ع لِيزُون: ث. صفت. (سن. لِيڪشا) سنهڙو - اِيرو - لاغر - ڪَبَڙُ - ڏٻرو - ڍانگ - رڳارو - پتلو - سَهِينُ - سُوڪيم - باريڪ - ڪاغذي - هلڪو. نرم - ڪونئرو - ڪنئرو. نازڪ. بي همت - بي زورو - ڪم همت - تپيچ هيڻ - ري همت - لپيلهڙ - لانجهو - بي پاڻيو - نِستو - ضعيفڙو. ذرو - ڪي ڪچ - قدري - ٿورو.

= لِيزوُ ع لِيزوُ: ذ. صفت. ڪمزور - بي زورُ - نِربل - دربَلُ - بي طاقت. نِروڙو.

● لِيزُ ع لِيزَ (ڪ): ذ. ٻڪريءَ جو تازو چاول ٿر. نَنڍو ٿر. نرم - نازڪ - ڪُومل.

● لَسَ ع لَسُون: ث. (سن. لَسْ = چمڪڻ) جهرُ - ڪارا چانيل ڪڪر - جهڙالو. درياءَ جو تانگهو پاڻي - پاڻيءَ جي لَسَ ليٽ - سَطح - آچَ - چَٽر. لَسان - لَساڻي - برابري - چڪنائي - سِڌائي - هڪجهڙائي - سنئين يا لسي زمين. مادري ٿورَ. لسو پٽ. واريءَ جو ڍير - ڍِٽَ. ڪوهه جي مالهه جو هڪ قسم. چوُرڪٽپَ - وِڪِرُ. ٻناڻ چٽي بندوق وغيره. ڏاٽي جي نموني اوزار جو هڪ قسم - لَسِي. (صفت). بيشمار - گهڻا - هڪٻئي مٿان - هڪٻئي پٺيان - اڻ ڳڻت - اڪيچار - ٻڙڍيرو - ڳچ ڪيئين - جام - انيڪ - ڪيترائي - گهڻائي. (ظرف). جاري - تکو - سِڌو - صاف - پنا اٽڪ - اسو -

ـنون. (اسم خاص). سنڌ جي اولهه ۾ رياست لَس جي هڪ ڳوٺ جو نالو. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
▬ لَساڻِ ٤ لَساڻيون: ث. لَس ـ لَساڻي. نار ڪيل زمين.
▬ لس پيشاني: ڪميت يا مشڪي گهوڙي، جنهن جي پيشانيءَ تي ڪوبه نشان نه هجي. (ن ـ ب).
▬ لَس لائِڻُ: قطار لاهڻ ـ ٻتهيڙ ڪرڻ ـ سلسلو لاهڻ ـ ڪيرِم ڪرڻ ـ لاڳيتائي ڪرڻ. گهڻي ڪوشش ڪرڻ.
▬ لَس لنگهڻُ: بنا جاچ جتوچ لنگهي وڃڻ ـ بنا خيال يا سوچ ويچار جي هليو وڃڻ.
▬ لَس لهڻ: ث. هڪ ٻُي پنيان ليٽندڙ يا موٽندڙ.
▬ لَس نيڻُ: وهت تڪا هڪلي وڃڻ
"لهڙا لَس نيڻ، آئ تڪا ڪاهي وڃڻ."
لَس ٻيلي ڏانهن وٺي وَڃڻُ.
▬ لَس هَجڻُ: کهانو جهُنڙ هُجڻ. سيڌو هجڻ.
● لُس ٤ لُس: ذ. صفت. کُسيرو ـ کسرو ـ کُس ـ ڪنجو ـ لُرڙ ـ (ث) بنا ڏاڙهي مُڇ وارو. (ل). ٻُچِي ـ ڪورو. ٻي حيا ـ بي شرم ـ بي نڪو ـ ٻي ديدو.
▬ لُسِرو ٤ لُسرا: ذ. صفت. ٻُچِي ـ ڪُس ـ ڏاڙهي نه هئڻ جي حالت. ٻي سروپا.
● لِسانَ ٤ لِسانون: ث. (ع. لِسان = جيبَ) جيب ـ زبان. بولي ـ ڀاشا ـ ٻاٺي ـ يا ڳالهه.
▬ لَسائِڻ: مصدر. (سَن. لَس = چمڪڻ) لَسو ڪرڻ ـ لس ڪرڻ ـ چمڪائڻ ـ چلڪائڻ. (ڪپڙي کي) استري هڻڻ. (زمين) سندرڻ. لسو محسوس ٿيڻ ـ لسو لڳڻ.
▬ لَسائِي ٤ لَسايون: ث. (سن. لَس = چمڪڻ) لَساڻ ـ صفائي ـ سِڌائي ـ سنوتِ. چمڪ ـ چِلڪو.
● لَس ٻيلو: اسم خاص. سنڌ جي اولهه ۾ بلوچستان جي هڪ ڀاڱي جو نالو.

● لَسَت ٤ لَستون: ث. (ع. لَذت = هن مزو ورتو) لُطف ـ (اصل لفظ) لذت ـ مزو ـ سواد ـ ساءُ ـ لاءُ ساءُ ـ ذائقو ـ چشڪو ـ چهراڻ.
▬ لَستي ٤ لَستيِ: ذ. صفت. لَسَت وارو ـ لذتي ـ سوادي ـ مزيدار ـ چَهِرو ـ چشڪيدار ـ لذت وارو ـ وڻندڙ ـ لذيذ.
● لَستر: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لَسيرِڪو ٤ لَسيرِڪا (ث): زور سان آيل گهڻڪو ـ رَهڙڪو ـ رَهڙه
▬ لُسيرو ٤ لُسيرا: ذ. صفت. ٺلهو ـ زور وارو ـ طاقت مند.
▬ لُسيرو ٿيڻُ: طاقت وارو ٿيڻ ـ ٺُلهو ٿيڻ.
● لُسري ٤ لُسريون: ث. ٢٧ تولن جي سون جي ٺلهي شيءِ ـ سون يا چانديءَ جو ننڍو ٽڪرو يا ڳيڙو. سيتارامي سون ـ سونيءَ سِرَ ـ ڏنگي.
● لَسڙات ٤ لَسڙات: ذ. صفت، ننڍي عمر وارو ـ جوان ـ ڳڀرو ـ لاسيار ـ سهڻو نينگر.
● لَسڙو: گاهه جو هڪ قسم.
● لَسڙو ٤ لَسڙو: ذ. صفت. ننڍي عمر وارو ـ لاسڙيات ـ لَسوٽ ـ لاسيار ـ ڳڀرو ـ ڳليت ـ نئونهال ـ الڙ ـ ڳڀرٽ ـ ڀُورل.
● لِسڪاڻي اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي پنو عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لَسڪرنائي: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لَسڪي: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● لَسڻ ٤ لَسڻ: ذ. بدن تي داغ ـ چمڙيءَ جو داغ ـ چٽو. آڏي ـ ٻُنڊ. ڪارب ـ قالب. (ث). ٿوم. گاهه جو هڪ قسم.
● لَسنُڻو ٤ لَسنُڻا: ذ. سائيري رنگ جي جواهرات جو هڪ قسم ـ زبرجد ـ فيروز. بليءَ جي اک. جواهرن سان جڙيل.

● لَسو ع لَسا: ذ. صفت. (سن. لَسَ = چمڪڻ) لَس وارو - جنهن تي وار وغيره نه هجن - برابر - هموار. چيلڪايل - چيلڪيل - چيلڪٽو - چمڪندڙ - چلڪندڙ - صيقل ٿيل - صاف - لاسِرُ - سِٽريڪو - مُهريدار. سهڻو - حَسين - گِيٽن لسو - پِٽورَل. بي ڏاڙهيو. (ث. لَسي ع لَسيُون).

- لَسا پتا (ث): ٿَر ۾ زالن جي مٿي ويڙهڻ جو نمونو.

- لَسا لَٽهڻ: عدت واري زال، جو عدت جا ڏينهن پورا ڪري، سوگ جا ڪپڙا لاهڻ، رنگين ۽ پرت وارا ڪپڙا پائڻ.

- لَساڻ ع لَسائيُون: ث. لَسائي - لَسَ - برابري - چمڪائي - چيلڪو - مُهرو - آجِرَ - چلڪاٽ - چمڪ - سِڌائي - صفائي - سنوت.

- لَسو لَغام: لسو يا صاف لغام - بنان ڪنڊي لغام - دَهانو - زبانو.

- لَسي ع لَسيُون: ث. سِڌي - صاف - سنئين. بنان گنڍ جي تند وغيره.

- لَسي ٿيڻ: سڌي ٿيڻ. صفا ٿيڻ.

- لَسيُون ڪَرَڻ: لَسا ڪپڙا ڪرڻ - سوگ يا شوڪ ڪرڻ - ڏک ڪرڻ - ارمان ڪرڻ.

● لِسو ع لِسا: ذ. صفت. بي لذت - اڻ سوادي (ڪاڌو) - آلُوٽو - بيٖ سواديو - بي ذائقو - بي لذتو - بي لطف - بنان مصالح - بنان ويگر - ڦِڪو.

"بيماريءَ ڪري وات لِسو ٿي پيو اٿم". (ل). ليسدار. سوڪيم - پتلو - ٿهين - سنهڙو - ڏُبرو - ضعيف - ڪمزور - ٿيچ هيڻ - ڍانڪو.

- لِسائي ع لِسائيُون: ث. آلُوٽائي - ڦڪائي - بي لَذَتائي - بي سوادائي.

● لُسو ع لُسا (ل): ذ. صفت. جنهن کي ڏاڙهي بلڪل نه اچي - لُنگڙو - ڍِلو.

● لَسُوٽ ع لَسُوٽ: ذ. صفت. ننڍي عمر وارو - ننڍو جوان - گڀرو - بنان ڏاڙهي مُڇ - لاميار.

● لَسي ع لَسيُون: ث. ڇيڊو ڏڏ - ڇيڊي جهڻ - ڇيڊي مٿهي - ڪتو - ڏڏ - ٻاٽياڪ - جهارو - ٻاٽي ۽ کير گڏي ٺاهيل شربت. جهڳ - لُڙات - مٿيهار.

(ل). بنان ڏندن جي، وٽن جي ٻُن وغيره روڙڻ لاءِ ڏاتي جهڙي گول ننڍو اوزار جو هڪ قسم - لَسيڙو - لَس.

● لَسي موسِمَ: پرت جو هڪ قسم.

● لَسيُون ڪرَڻ (ڪ): سوءَ ڪرڻ - ارمان ظاهر ڪرڻ.

● لِشارِڪي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۽ تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لِشاري: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ، تعلقي حيدرآباد، تعلقي گوني ۽ تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● لَشڪر ع لَشڪَرَ: ذ. فوج - ڪٽڪ - سِنا - عَسڪر - سپاهه - آڙد. عملو - انالو - دَمبلو - انبوهه - هشام - ڪمڪ - دَلُ - ڪهل - جتيش - رَسالو. ڪنجڪ لڳ سواري. ڪٽب. هندستاني خلاصي - سپاهي.

- لَشڪر ڪشي: ث. (ف. لَشڪر + ڪشيدَن) چڙهائي - حملو - يلغار - پرتي.

- لَشڪر گاهه: (ف. لشڪر گاهه = ڇانوٽي) لشڪر جي رهڻ واري جڳهه - ڇانوٽي - ڪئمپ - سپاهه جو پڙاءُ - لشڪر جو فرود گاهه - ڪامپو - منزل - پاٽو - صدر.

- لَشڪري ع لَشڪري: ذ. صفت. سپاهي جو - فوجي - عسڪري - جنگي - سِنڪ - لشڪر وارو - لشڪر جو - سپاهڪو - فوجي ملازم.

- لَشڪري آئين: ث. لڙائيءَ جو سامان - جنگي نيڙ. جنگي قانون.

● لَشڪر خان چانڊيو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَشڪري چانڊيو: اسم خاص. تعلقي قنبر علي خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَشڪري لَنڊ: تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لطافت ع لَطافتُون: ث. (ع. لطافت = سنهڙائي) سنهڙائي - باريڪي - رِقت - نازڪي - نفاست - پاڪيزگي - سوڪيمائي - صفائي - سهٽائي - سُقرائي - خوبي - نزاڪت - سُٺائي - ملُوڪت - خوبصورتي - رونق - بهار - طراوت - تازگي. نرمي - ملائمت. جوڀن - سُونهن - سوڀيا - زينت - زيب - سندرتا. حلاوت - ذائقو - مزو - لذت - لُطف. فصاحت - سلاست.

● لُطف ع لُطفَ: ذ. (ع. لُطف = فائدي وارو). مهرباني - ٿورو - احسان - لائق - ڀلائي - نوازش - عطيو - عنايت - ايچپو - آن ڪِرُه - ديا - مهر - وَڙ - عطُوقت - ڪِرپا - ڪَرَمُ - ٻاجهه - رحم - غُربا پروري. مزو - لذت - بهار - خوشي - فرحت - ذائقو - حلاوت. تازگي - نرمي - طراوت - مُلائمت. عمدگي - باريڪ بيني.

● لَطِيفُ ع لَطِيفَ: ذ. صفت. (ع. لَطِيفُ = ٻار ينڪُ) نفيسُ - باريڪ - سَهِيڻُ. پتڙو. نازڪ - ڪومل - ترم. هلڪو - سُبڪَ. صاف - شفاف. نيڪوڪار - مقدس - پاڪ - پاڪيزو - ستړو. لذيذ - مزيدار - مزي جو - خوش ذائقه - سوادي - نيڻ تار. اڻ لڀ - ورلو - ناپيد - ڪمياب - دُرلڀ - عُنقا - سُودو - سُهڻو - پتل پتلو ڙ - سُنو - رُوڙو - عمدو. محبوب - دوست - سڄڻ - مهربان. تحفو - سوڪِڙي. (ث. لَطِيفَان).

- لَطِيفُ غِذَا: ذ. هلڪو کاڌو - سادو کاڌو - زود هضم کاڄُ.

● لَطِيفَ پُورُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَطِيفُ شاهُ: اسم خاص. تعلقي ڏکڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَطِيفُو ع لَطِيفُا: ذ. يوڳ چرچو - ظرافت آميز گفتگو - ٻول - نڪتو - بيان - ڳالهه - عقل واري ۽ مزيدار آکاڻي.

● لَطِيفُ واهُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُعابُ ع لُعابَ: ث. (ع. لُعبُ = گِگَ) گِگَ - تُڪَ - ٿُڪِڙيُ - پِڪ.

"خوديائي خوب تين لائن جي لعابُ"
(سر سهڻي - شاه)

رَسُ - لَسِ - ڪَفَ. لگدار شيءِ - ڪؤنرُ - لاسَ - ليس - وَڪواري شيءِ، جا دوا طور مکجي - دوائن جو شيرو - پوساڙو - ڪاڙهو. پتاشن جو شربت.

- لُعابِدارُ ع لُعابِدارَ: ذ. صفت. لِڳلِڳدارُ - لِپسِدار - گگ وارو.

- لُعابُ لائِڻُ: چپن کي ڪؤنر سان لنبي چڏڻ - مونيُ ٿيڻ.

● لَعلُ ع لَعلُونُ: ث. قيمتي جواهرات جو هڪ قسم - ياقوت - چُونِيُ - مائڪ.

● لَعلُ ع لَعل: ذ. لالُ - سُرخُ - ڳاڙهو. سُهڻو. دوست - پيارُ - لاڏلو. گهوٽُ - وَنو. تاس جي پٽن جو هڪ رنگ لال پان. درياءَ ۽ اوليائن وغيره جو خطاب (جيئن ته لعل شهباز وغيره).

- لَعلاڻِ ع لَعلائِيُونُ: ث. لَعلائي - ڳاڙهاڻ - سُرخائي - سُرخِيُ - لالاڻ.

- لَعلَ بَزار ع لَعلَ بَزارِيُونُ: ث. عصمت فروشيءَ جو اڏو - چڪلو - طوائف خانو - زنانهُ خانو - ڳاڙهي بزار.

- لَعلَ ڏِٺائِينُ لاتَ: هُنَ پريان قافلي جي پاريل باه جي ڳاڙهاڻ يا چِڀِي ڏٺي (سر سهڻي - ڪر)

● لَعلُ ع لَعلَ: ذ. ڳاڙهو - لالُ - رتو - سرخ - گلرنگ - رڱيل (سر مومل راڻو - ڪر) پرميشر. (سامي). پٿر جو هڪ قسم - جواهرات جو هڪ قسم. (صفت). سينگاريل - آرائش ڏيل - براجيتلُ - عمدو - حَسِينُ - سُندَرُ - نيڪو - ٺاهُوڪو - موچارو - سُهڻو - سوڀيا وان - صورت وند - سُدرشنُ - خوبصورت. (اسم). مِٺُنُ - لَڏُڻ - ٻچڙُ - پيارو - عزيز. (پتن راند ۾) لال پان. ڪن بزرگن جو لقب (جيئن ته) لعل شهباز - اڏيرو لعل - ڪن جاين جي مشهوري لاءِ ڪم ايندڙ لفظ جيئن ته: لعل قلعو - لعل مسجد.

- لعلائي ۽ لعلايون: ث. ڳاڙهاڻ- سرخائي- سرخي.
- لعل پاچي کائڻ: گوشت رڌڻ - تيون واپرائڻ.
- لعل جي مهر: ماڇي پاڻهن تي قلندر شهباز جي ڦيرن کي ڏنل داغ.
- لعل جهنڊي آچڻ: ماهواري ٿيڻ - حيض جاري ٿيڻ.
- لعل ٿيڻ: رڱجڻ. ڳاڙهو ٿيڻ- سرخ ٿيڻ. گهوٽ ٿيڻ. ڪنهن وليءَ جي دعا سان شاداب يا سرسبز ۽ آباد ٿيڻ.
- لعل فام: ذ. صفت. لعل جي رنگ جهڙو- سهڻو.
- لعلون لعل ٿيڻ: خوش رهڻ- تندرست رهڻ- بت ۾ پرجڻ. سرهو ٿيڻ- خوش ٿيڻ. وڏي اوج تي رسڻ- ڪمال حاصل ڪرڻ.
- لعلي ۽ لعليون: ث. ڳاڙهاڻ- سرخي- لالاڻ- لعلاڻ- لعلائي.

● لعل آودو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل آودو: تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعلائڻ: مصدر. ڳاڙيهرو ٿيڻ - ڳاڙهاڻ تي مائل ٿيڻ- ڳاڙهو لڳڻ- ڳاڙهو نظر اچڻ- ڳاڙهاڻ- سرخائڻ.

● لعل بخش شاهه: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل بکر: اسم خاص. ڪراچي ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو. ماريپور جي اتر- اولهه طرف هڪ ڳوٺ جو نالو.

● لعل پتافي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل پور: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل چتو: اسم خاص. تعلقي ڏوکڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل خان لغاري: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل خان مستوئي: اسم خاص. تعلقي ميروخان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعلڙي ۽ لعلڙيون: ث. ڳاڙهي ڇهنب واري ڪپر جو هڪ قسم.

● لعل لوڌو: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل محمد پنجو: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعل واهه: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعلو رانوڪ: اسم خاص. تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعلو کهاڙي: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعلو والي: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لعنت ۽ لعنتون: ث. (ع. لعنت = ڌيڪار) ڌڪار- ملامت- تبرا- ٺُڪ ٻُجو- بددعا- نفرت جو جذبو- بيزاري. ڦِٽ پاراتو- سراپ.
- لعنتي ۽ لعنتيون: ذ. صفت. لعنت وارو- ڦٽيل- ملعون- لعين- مردود- رجيم- پاراتيل- سراپيل- ڌڪاريل- لعنت ٿيل- لعنت جو لائق- بدبخت- بدنصيب- شامت زده. اشارو نفس ڏانهن.
- لعن طعن: ذ. ٺڪ لعنت- ملامت- ڦٽ پاراتو- مهڻو طعنو.
- لعين ۽ لعين: ذ. صفت. ڦٽيل- لعنتي- پاراتيل- هڄارو- ملعون- مردود- رجيم.

● لغاد ۽ لغادون: ث. طعنو- مهڻو- ڏوراپو- عتاب.
- لغاد هڻڻ: ٻئي جي ڳالهه ۾ بي جا دخل ڏيڻ.

● لغار ۽ لغارون: ث. (س. لکهو = ذرو- رتي) آلو- رتي- ذرو- ٿورو ماٺو- چورو-

جُزو - چِرُون - لَپَ - ٿورو - چِٽَ - هَٿو - ذراڪ - پرزو - ڀڄڪڙو - تِرَ ماتر - تمام ٿورو ذرو. لاڳاپو - اثر. سڪ - سارُوڻي. رَسُ - چشڪو. نشان - داغ - چِٽو. چوٽ - ڌڪ - صدمو.

- لَغارَ لَڳَڻُ: ٿورو اشارو ٿيڻ - پاسو لڳڻ - واءُ لڳڻ - اثر ٿيڻ. چوٽ لڳڻ - ڌڪ لڳڻ - صدمو رَسَڻُ.

● لَغارڪي: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لِغاري: اسم خاص. لَغار مڪران مان آيل بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو - بلوچن جي ذات، جنهن جا ست پاڙا آهن ((١) آلوائي (٢) آدمائي (٣) بيراماڻي (٤) پرڳڙي لغاري (٥) بوزدار (٦) بنڪلاڻي (٧) هڏوار). تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَغامُ ع لَغامَ: ذ. (ف. لَگامُ = لَغام. ع. لِجامُ = لغام. سن. وَلگا = لغام) گهوڙي جي لوه جي ڪڙين واري واڳ - لڳام - لجام - عنان - واڳ - دهانو - الياڻ.

- لَغام چاڙهڻُ: گهوڙي کي لغام ڏيڻ. روڪڻ - بند ڪرڻ. چيڙائڻ. قابو ڪرڻ.

- لَغامُ لاهِڻُ: گهوڙي جي مُنهن مان لغام ڪڍڻ - گهوڙو کولڻ - (گهوڙي جو) قاعدو لاهڻ.

● لَغائِتَ ع لَغائِتُون: ث. انتَ - نِبيرو - اِنتها - آخر - نِچوڙ - نِو رتي - ڇيڙو - پورائو - سَمايت - ڇيهه - پڄاڙي.

(ظرف). شامل - سُودو - داخلِيُ - بِحَمعُ - سميت. جي پڄاڙي تائين - لِغايتَ.

● لُغَتَ ع لُغتُونُ: ث. (ع. لَـغـوَ = ٻالهائِڻُ) ڪنهن قوم جي زبان - هڪ ڪتاب جنهن ۾ ڪنهن ٻوليءَ جا لفظ سمجهائين، معنائن وغيره سميت درج ٿيل هجن - فرهنگ - ڪوشُ - قاموس - زُبان - ٻولي - ڀاشا - ڊڪشنري - اهي لفظ جن جي معنيٰ مشهور نه هجي. لفظ - شبد. وارتا - وائِي - ڳالهه ٻولهه - چِڻو ٻولو.

- لُغتَ نَويِسُ: ذ. صفت. لغت ٺاهيندڙ - لُغت يا فرهنگ لکندڙ - ڪوش ڪرتا - ڪوش ڪار - حرف جو سلسلو ٺاهيندڙ.

● لُغتِي ع لُغتِيون: ث. ٽَولشو - گوشو - مُڪ - ڌَڪُ. گهوٽيل ٽنگ جو رهبت - ٻانهي گڏڻ ڪان اڳ ۾ وارو گُنڊو - چاٺو - پنوڙو - ٺوڳ.

● لُغدِيُ ع لُغدِيُونُ: ث. آلي مٽيءَ جو پنوڙو. ٿانءَ مٿان آلي مٽيءَ جو ڏنل پوٽو.

● لَغَڙُ ع لَغَڙَ: ذ. ڪاغذ جو ٺهيل اڏامندڙ رانديڪو - پتنگ. ننڊي جهاز جو هڪ قسم. (حقيقت ۾ مادي، پر مذڪر طور استعمال ٿيندڙ ڪار اکيو ڏکهن پرن وارو شڪاري پکي) - "جغرو" جي مادِيُ". (ن - ب). جهگر باز جي مادي (جنهن جو رنگ ڪارو ۽ ڳاڙهو ۽ اکيون ڪاريون ٿينديون آهن) - شِڪار لاءِ پاليل باز جهڙي نَر پکيءَ جو هڪ قسم. ڪپوڙو - ٻٽاڪَ.

- لَغڙَائِي ع لَغڙائِي: ذ. صفت. لَغڙ ٺاهيندڙ. ٻٽاڪ هڻندڙ - لاف زن.

- لَغڙُ بازُ: ذ. صفت. چالاڪ - ٻٽاڪي - زَٽ هڻندڙ - گشائي.

- لَغڙُو ع لَغڙُو: ذ. صفت. بهادر - دلير - سُورهيه - جوڌو - پَهلوانُ.

● لَغَڙَ هڻڻُ: ڊاڙ هڻڻ - ٻٽاڪ هڻڻ - لاف هڻڻ - گشا هڻڻ - اجايا دلاسا ڏيڻ - ٻيپون ڏيڻ.

- لَغڙِي ع لَغڙِيُون: ننڍو لَغَڙُ.

● لَغزِشُ ع لَغزِشُون: ث. (ف. لَغزِيدن = ٿِرڪڻ) پير جي کِسڪ - ٿِرڪ - لرزش - لرزو - لوڏو - ڏوڏو - جنبش. غَلطِي.

● لَغِيامُ ع لَغِيامَ: ذ. ٻلي مڇي وغيره ترڻ لاءِ برتن جو هڪ قِسم - ٽَشِي.

● لَغَنُ ع لَغَنَ: ذ. وڏي ۽ ويڪري ٿانءَ جو هڪ قسم - ٿالهي - ٿالهه - خومچو - طبق - ٻانوڙو - طباق - ويڪرو ٿالهه.

● لتغنو ٞ لتغنوَ: ذ. صفت. (ع. لتغنو = بيهودو) بيهودو - واهيات - نامعقول - بي معنيٰ - باطل - بي فائدو - بيڪار. (اسم). بيهودگي - بڪوات - جهڳ - بيهود و ڳالهائڻ.

● لتغو رُ ٞ لتغو رَ: ذ. صفت. (س. لتنگور) بزدل - ڪيڏي - بي غيرت - بي حياءُ - بي شرم

"اشراف لاءِ آچ ڪلهه آزار آهڪ آهي،
نسرڙا تلن تپن تا لونيا لتغور لوف"

(فاضل شاهه).

لُچ - بدمعاش - بي ايمان - لوفر - ڪانئرو

"متان تيج لغور، لڏي لهرين وڃ ۾"

(خان زئي - سهٽي).

بي همت - ڍڄو - سست - بيڪار - ڪوچڙ - ڪم چور. توڪبازيءَ جو هڪ لفظ.

● لتغوري: اسم خاص. ايران مڪران ۾ رهندڙ هڪ قوم جو نالو.

● لتغيير: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لِفَ ٞ لِفُون (ث): پاڻيءَ يا ڳند سان پيرپل هڪ ڦرڙي - ڦوڦيندو - ڦوڪڻو.

● لَفَا (ڪ): ث. لٻاڙ - ٻٽاڪ - لاف - ٻڪوات.

● لَفا هڻڻ يا لَفا هڻڻ (ڪ): لٻاڙون هڻڻ - ٻٽاڪون هڻڻ - ڳشا هڻڻ.

● لِفافو ٞ لِفافا: ذ. (ع. لف = هڻن ويڙهيو) ڪاغذ جي ٿيلهي - ڪنهن خط جو پوش يا ڍڪڻ - ڳوٿري - ڪاغذ جو غلاف - پوشش - ڪور.

● لَفظ ٞ لَفظ: ذ. (ع. لفظ) حرف - اکر - ڪلمو - شبد - ٻول - چئو ٿيي - ڳالهه - منهن مان ٻاهر نڪتل اکر. وچن - انجام - ٻول - اقرار - پرتگيا. لغت. ڳار ڳند.

- لَفظا: ظرف. اکر ۾ اکر - حرف ۾ حرف - لفظن ۾. لفظن موجب.

- لَفظ ۾ لَفظ: اکر ۾ اکر - اهڙي جو اهڙو - حرف ۾ حرف - ساڳين شبدن ۾ - هو بهو - جيئن جو تيئن - ساڳيو.

- لَفظي ٞ لَفظي: ذ. صفت. اصلي - حقيقي - ٺيڪ. لفظن جي - لفظن جو - تحت لفظي - لغتي. لفظي بحث - لفظي تڪرار.

● لُفنگ ٞ لُفنگ: ذ. صفت. لُفنگو - ڪمينو - اڻ نڪو - بدمعاش - لُچو - لوفر - شود و - غنڊو - اوباش - نڪار - بد خصلت - بد اخلاق - بدڪردار - بي فضيلتو - بد اطوار - بي غيرت - بي ننگو. رولُو. رولاڪ - رولُو چولُو - رولاڙ. لاف زن - ٻٽاڪي - ڳشائي - ڊاڙي.

- لُفنگو ٞ لُفنگا: ذ. صفت. ڪمينو - بدمعاش - اوباش - لُچو - لُفنگ - بي شرم - نڪار - بي فضيلتو. رولاڪ - رولُو چولُو.

● لَفو ٞ لَفا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● لِڦَ ٞ لِڦُون: ث. گهٽي ڪم ڪرڻ ڪري ڳاٽ يا ڳهڪي ڪان ٿي پيل ڦوڪڻو - ڦلوٺو - ڦلوڪڻو - ڦلٺو - ڦوڦيندو - لِف - نِڦ. (ڪ). ٻڪ ٻڪ - اجايو ڳالهائڻ - بڪوات - بڪواس.

- لِڦُون لِڦڻ (ڪ): ڳندو ٻولڻ يا ڳالهائڻ - ڳاريون ڳند ڪرڻ - بڪوات ڪرڻ. اوجهه اوتڻ.

● لِڦِجڻ: ڳند ۾ پرجي پوڻ.

● لَڦِري ٞ لَڦِري (ت): ذ. صفت. ٻٽاڪي - ٻٽاڪ هڻندڙ - لاف زن - ڊاڙي.

● لَڦِڙ ٞ لَڦِڙ: ذ. صفت. قداور. ڪنن ڍڳهو. بد عادتو - بد اطوار - بي فضيلتو.

● لِڦِڙ (ڪ): پاڃيءَ جو هڪ قسم.

● لِڦِڙي ٞ لِڦِڙي: ذ. صفت. بي طاقت - پل هيڻو - ڏريل - ڪمزور - هيڻو - ضعيف - ڏپرو. رس - عرق.

● لَڦِسي ٞ لَڦِسيُون (ت): ث. ڪٺڪ جي ٻاٽ، ڳيهه ۾ پچي، ڳڙ ملائي تاهيل ڳاڏي جو هڪ قسم.

● لَڦِڪائڻ (ت): مصدر. لوڏڻ - ڌوڏڻ - ڌڌڪائڻ.

● لَڦِڪڻ: مصدر. لُچڻ - ڦٽڪڻ - تڙپڻ. ڌڪڻ - ڪنبڻ - ڌڌڪڻ.

● لَڦ، لَڦ: وڏا ڦڪ هڻڻ.

● لتقڻُ: مصدر. لتڻ لـڦ ڪرڻ - لتاڪڻُ - لتاڙڻُ. سيڪي ڪاٺي وجڻ.

● لِقڻُ (ڪ): مصدر. ٿِقڻُ - راڳو ڏيڻ.

● لِقو ۽ لِقا (ل): ذ. صفت. پيو ڏندن پيڳل (ماٺهو).

● لِقوني ۽ لِقوٽيون: ث. رات جو اوڏڻ جي اوڇڻ جو هڪ قسم - سوڙ - رِلِيءُ - گودڙي - رضائِي - اوڇڻ - پٿرائي - جهير يءُ.

● لتقيءُ وجڻُ: پورو ڪري وجڻ - ختم ٿي وجڻ.

● لقا ۽ لقا: ث. ذ. ديدار - نظارو - ڏيکاءُ - اسرار. صورت - شڪل - لِقاءُ.

● لقاپُور: ذ. اهو هنڌ يا مڪان جتي محبوب جو ديدار ٿئي - اهو مڪان جتي سدائين سو جهرو آهي ۽ اونده اصل ڪانهي - هڪ فرضي جاء جو نالو - ماڳ - مڪان - لقا وارو (هنڌ) "لنگهه لقاپور ڏانهن".

● لِقاءُ ۽ لِقاءَ: ذ. (ع.) ديدار - درشن - ملاقات. نظارو - چهرو - صورت - لقا.

● لقبُ ۽ لقبَ: ذ. (ع. لقبَ = هڻن عنوان ڏنو) اهو نالو، جنهن مان تعريف يا مذمت جو مطلب نڪري (ع-م-د) - عزت وارو نالو - صفتي نالو (جيئن ته "خان صاحب، خان بهادر" وغيره) - خطاب.

- لقبُ لائڻُ: لجائِڻُ - ٽِڪو لائڻ - عيبدار ڪرڻ - عيب لڳائڻ - گلا ڪرڻ - بدنام ڪرڻ.

"کهڙو لقب ڏيرن کي لايان"
(شاه).

● لُقطو ۽ لُقطا: ذ. فقہ جو اصطلاح. (ع) اها شيء جا ڪنهن کي هٿ اچي پر ان جو مالڪ نا معلوم هجي. (هدايت الانشاء).

● لقلقُ: ذ. پکهه پکيءَ جي نموني وڏي پکيءَ جو هڪ قسم، ڪيس آجيڻ به سڏين، اتر هندستان جي ڪن ڀاڱن ۽ بنگال ۾ عام آهي، پکيءَ جي پرن جو رنگ خاڪي ٿئيس، سندس ڪاڏو ڏيڍر سچي ۽ هڏا آهن، عن ڪي ڪتڪ يا هڏي خور به چون.

● لُقمانُ: اسم خاص. هڪ مشهور حڪيم جو نالو، جو باعور جو پٽ، حضرت دائود عليہ السلام جو شاگرد ۽ بني اسرائيل قوم جو قاضي هو. هي شهر نوبہ واقع آفريقہ جو رهاڪو هو، ملڪ شام ۾ پڙهيو ۽ شهر رملہ (فلسطين) ۾ دفنيو ويو. (صفت). سياڻو (ماڻهو) عقلمند - داناءُ - ڏاهو - تجربيڪار - اڪابر - هوشيار. (اسم خاص). قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهہ جو نالو.

● لُقمانَ جيءُ واءِ: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لُقمُوءُ ۽ لُقما: ذ. وات ۾ وجهڻ لاءِ هٿ ۾ کنيل کاڌي جو مقدار - گِرَهُ - گِٽي - نِوالو - گِيو - ٽڪر - ڀورُ - ڳڙو - خُرمُوءُ - گِراس. عمدو کاڌو.

● لُقو ۽ لُقا: ذ. واڱڻائي يا ڳاڙهي رنگ تي مائل رنگ وارو لغڙُ. چِتِڪمرو ڪبوتر. (ث. لُقيءُ ۽ لُقِيُونءُ).

● لتقْوو ۽ لتقْوو: ذ. (ع. لتقْوو = اڌ رنگ). بيماريءَ جو هڪ قسم - اڌ رنگ - (جنهن ۾ جسم جا عضوا سُڪي ۽ ڦري ويندا آهن).

● لتڪَ ۽ لتڪُونءُ: ث. تڪليف - مصيبتَ - ڏاڪِڙا - رنج - عذاب. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- لتڪَ لتڳڻُ: تڪليفون ڏسڻ - مصيبت ۾ هئڻ - ڏک ٿيڻ. بُکَ وٺڻ - حرص ٿيڻ - حسد وٺڻ.

● لتڪُ ۽ لتڪ: ذ. جبل. ڀِٽَ. ٽڪرين جي وچان ويندڙ ڀيچرو - جبل جو رستو يا اٿانگو لنگهه. لنگهه - گهٽُ - کهيڙ - سرنگهه. ڀِٽ مٿان لنگهندڙ گس - وات - لانگهو. ٻيٺ - ڪمر - ميانُ - چيلهه

"ڳل سرخ سجڻ، سيه سرس سيسيءُ،
لڪ ليٽ پسي نہ لهن" (محمد).

بيمڙيءَ جي اڏي کان پاڇيل وارو پاسو. بيماريءَ جو هڪ قسم - طاعون مرض. مهامري (پليگ) ڏکيو وقت - تڪليف. خيال. (مارئي). سندرو - همت.

- لَٽڪُ ڀَڃَڻُ: چيلهه ڀڃڻ - همت ڪرڻ - منڊرو ڀڃڻ.

- لَٽڪُ ڇِڪِي ڀَڃَڻُ: خيال قائم رکڻ - پڪو ارادو - عزم ڪرڻ.

- لَٽڪِيدارُ ۽ لَٽڪِيدارَ: ذ. صفت. سنهي چيلهه وارو - چيلهه سنهو - سهڻو. (ث. لَٽڪِيدارِ ۽ لَٽڪِيدارُون).

- لَٽڪَڙِ يارو ۽ لَٽڪَڙِ يارا: ذ. صفت. لڪن ۾ رهندڙ - لڪن وارو - جابلو ملڪ جو رهاڪو - لڪي - لڪيارو.

- لَٽڪَ لانگها (ت): گهيڙ گهات. ڏک تڪليفون - ڏک درد.

- لَٽڪَ لاهِڻُ: ڏک سهڻ - تڪليفون ڏسڻ. راز فاش ڪرڻ.

- لَٽڪ لَنگهڻُ: لنگهه يا ڏڙو لنگهڻ - گهيڙ يا سِرلنگهه اڪرڻ. وڏي مشڪلات مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ - وڏي مرض مان بچي اٿڻ - مشڪلاتن کان پار پوڻ - ڏکيو وقت گذاري وڃڻ.

● لِڪَ ۽ لِڪُون: ث. لڪڻ يا لڪائڻ واري حالت - ڇِپَ - دَبُ - گجهه - ڍَڪ - پوشيدگي - لِڪاءُ - بي خبري. ننڍي پکيءَ جو هڪ قسم (جو چمڪندڙ ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي).

- لِڪَ ڇِپَ: ظرف. چوري - مخفي - گجهيءَ طرح - ڳجهه ڳوهه.

- لِڪَ ڇِپَ ۾: ظرف. لڪائي - چوريءَ - ڇپائو - ڪُپ ڇُپ ۾ - پنهنجي پتر ۾ - ڳجهه ڳوهه ۾ - ماٺ ميٺ ۾ - تخليه ۾ - خلوت ۾.

- لِڪَ لِڪائِي: ث. ٻارن ۾ راند جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٻار لڪندا آهن) - لِڪ لِڪوٽي.

- لِڪُ لِڪوٽِي ۽ لِڪُ لِڪوٽيُون: ث. لِڪ ڇِپ راند جو هڪ قسم - هڪ راند جو نالو، جنهن ۾ هڪڙو اکيون ٻوري ته ٻيا لِڪن، پوءِ هو ٻين کي ڳولي لهي.

- لِڪ لِڪوٽِي ڦيرَڻُ: گمنام رهڻ - دنيا جي ڏِٺِن سان ڪوه واسطو نه رکڻ.

- لِڪوڪَڙُ ۽ لِڪوڪَڙَ (ث): ذ. صفت. لڪندڙ - لڪي گهمندڙ.

- لِڪُونِشو ۽ لِڪُونِشا (ث): ذ. صفت. لڪندڙ - ڳجهو - لڪل - ڇُپيل.

● لِڪُ ۽ لِڪَ: ذ. ڳجهه - راز - ڀيد - ڍينڍ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

- لِڪُ رَکَڻُ: ڳالهه لڪائڻ - راز مخفي رکڻ.

- لِڪُ لِڪائِڻُ: راز مخفي ڪرڻ - ڀيد ظاهر نه ڪرڻ.

● لُڪَ ۽ لُڪُون: ث. گرم هوا - ڪوسو واءُ - لُوهَه - لُوءِ - لُڪ - جهولو - گرمي - بياباني باد سموم - ماڙو. لَٽَ.

- لُڪَ ڪائِڻُ: گرم هوا کائڻ.

● لَڪا: پکيءَ جو هڪ قسم - ڪبوتر جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ جبل جو نالو.

● لِڪائِڻُ: مصدر. ڇُپائڻ - ڍڪڻ - پوشيده رکڻ - ڳجهو رکڻ - روپوش ڪرڻ - راز ۾ رکڻ - ڇِپُ ڪرڻ - تلُ ڪرڻ - ڌمڻ - دَٻڻ.

● لُڪائِڻُ: مصدر. لِڪائِڻُ.

● لُڪَپُور: اسم خاص. تعلقي آٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَڪِيدارُ ۽ لَڪِيدارَ: ذ. صفت. کهوڙي جو هڪ قسم - هڪ سهڻو ۽ ڇيلو (کهوڙو).

● لَڪَرُ ۽ لَڪَرَ (ث): ذ. مانيءَ جو ٽڪر - حصو.

● لَڪُڙِ: ث. ڏکيا ٿارا - وڏيون لڪڙيون - لٺيءَ جون ڪاٺيون (جن سان ڪنڌي ٺاهيندا آهن) ڪاٺين جي ٺهيل ڀت يا پناهه.

● لَڪَڙِ ۽ لَڪَڙُون: ث. ڍڪڻ يعني واڍن جي هڪ اوزار جو نالو - چار يا پنج فوٽ ڪاٺيءَ ۾ ڏورو يا نوڙي ٻڌي سيرائي ڦيرائڻ لاءِ ڪم ايندڙ اوزار. ڏنوڻ يا ڏمڻ کي ڦوڪڻ يا ڌمڻ لاءِ هڪ وڏي لٺ.

● لَڪُڙُ ۽ لَڪُڙَ: ذ. لاڪُڙ جي ٺاهيل جهُوپڙي - لڪڙ - لاڪيڙ - ڳاهڻُ. لڪڻ - ٻيد - چابڪ - ڪاني. ٿنگ ڪيندڙ سيرائيءَ جو ڳِنُ.

● لتڪڙا (ج): ذ. هندن جو سڙيل مردو- مردي ساڙڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺيون- لونگا.

- لتڪڙا ڏيڻُ: (مُردي کي) ساڙڻ- جلائڻ- ڀسم ڪرڻ.

● لڪڙو ۽ لڪڙا: ذ. (سن. لڪُد = ڇڙهو) ڪاٺي- لڪڻ- ڇيٻو- لٺ- ڇڙهه- لوڙهه- عصا- ڏنڪو- ڏنڊو- ڪهو ڀاٽو. اختياري- حاڪمي. (اسم خاص). تعلقي گوني‌ءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- لڪڙياري: ث. (سن. لڪُد = ڇڙهو)- لڪڙي جهڙي سنهي يعني نازڪ. جابلو- جابلو ماڻهن جهڙي (لڪ=جبل). (سر حسيني- ڪُر). لڪڙيون وجهڻ: جاءِ ۾ ڀتن جي بدران وڻن جون سڌيون لڪڙيون ڪپي هڻڻ.

- لڪڙيءَ کي سلام ڪرڻ: (سرڪاري) آکيا ۾ رهڻ- اختياريءَ کي مڃڻ.

● لُڪڙي ۽ لُڪڙيون: ث. ڪِڇيءَ يا لُڪيءَ ۾ پاڻي جي ڪُهه جو هڪ قسم- لُڪيءَ ۾ سون يا چانديءَ جو ٺاهي پاتل پتلو يا ٻِلو.

● لڪڙي جاڪيرُ: اسم خاص. تعلقي گوليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لڪشمي: ث. (لڪش = ڏسڻ، ٺاهڻ: لڪشمي = ڏسندڙ ٺاهيندڙ) دنيا جو بڻائيندڙ ماتا جي روپ ۾. ڀاڳواري- دولت جي ديوي. (ڏسو لڇمي). (ڪاڄرا).

● لڪِ لُڪ: ث. ڪتي جي چٽڻ يا پاڻي پيئڻ جو آواز- لپڪو- چٽڪو.

● لُڪندر ۽ لُڪندر (ل): ذ. صفت. لُچ- بدمعاش- نرڙو- آدِنکو- بد فضيلت. (مقبول).

● لتڪڻ: مصدر. چٽڻ- لڪي وڃڻ- چٽي وڃڻ- لب لب ڪري (ڪاڏو) کائڻ. ڪڪ ٿيڻ- دِق ٿيڻ- بيزار ٿيڻ- تنگ ٿيڻ. (لڪيو- لڪيندو- لڪيل).

● لڪڻ: مصدر. ڏسو لڪڻ.

● لتڪڻ ۽: لڪڻ: ذ. (سن. لڪُد=ڇڙهو) هٿ ۾ جهلڻ هلڻ جي ڇڙهي- ڇڙهه- لٺ- ٻانئو- ڪاٺي- هاسو- عصا- ڏنڊو- ڏنڪو- سوٽو- ڪهو ڀاٽو. ڇهڪ.

- لڪڻ لڳڻ: ميار ملڻ- خواه مخواه ڏوهي ڏرجڻ.

● لِڪڻ: مصدر. لِڪي وڃڻ- ڇپڻ- ڪُم ٿي وڃڻ- روپوش ٿيڻ- پوشيده ٿيڻ- لُڪڻ- ڳجهو رهڻ. (لِڪيو- لِڪندو- لِڪل).

- لِڪي ڇپي وڃڻ: مخفي طرح وڃڻ- چوريءَ چوريءَ وڃڻ.

● لُڪڻ: مصدر. لِڪڻ.

● لڪيا: اسم خاص: پکيءَ جو هڪ قسم.

● لکو ۽ لکا: ذ صفت. لکو (ضد: اپٽيو).

- لکائي ۽ لکائيون: ث. لکايل.

● لِڪو ۽ لِڪا: ذ. ڪانگ- ڪانءُ. ڪانءَ کي هڪلڻ جو آواز. لِڪڻ جو ماضي. ڇپيو- گم ٿيو.

● لُڪو ۽ لُڪا: ذ. سوراخ- ٽُنگ- ڏَرُ- لوکهو. لتهڪو- ستَ- جُنبش. ڏکڻي پُڇَ واري پکيءَ جو هڪ قسم.

● لِڪوڙُ ۽ لِڪوڙَ: ذ. صفت. ٽوٽي- ڪاهل- هڏ رکو- سليو سات- ڪم چور- سست- ڪم نه ڪندڙ.

● لڪي ۽ لڪيون: ث. جبل جو لنگهه- ڪنهن ٽڪريءَ تان گهڙيل وات- سوڙهو ڀڃرو رستو. مشڪل جاءِ. ڳڙکي- سوراخ. (اسم خاص). هڪ جبل جو نالو. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُڪي ۽ لُڪيون: ث. ڳچيءَ جو هيٺيون حصو- نرگهٽ جو مُنهن- ماڻهوءَ جي ڳچيءَ جي ڇاڙيءَ وٽ کڏ- ڳاٽ واري کڏ- نيڙي- ڳچي. سوراخ- ٽُنگ- خال. مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم. (ت).

● لُڪي ڪائڻ: اندر سڙڻ- ڏک ٿيڻ. ارمان ٿيڻ- افسوس ٿيڻ.

- لُڪيءَ ۾ ساهه هُجڻ: ٿورو ساهه هُجڻ- آخري گهڙيءَ ۾ هئڻ- مرڻينگ- حالت ۾ هئڻ- سڪرات ۾ هئڻ- مرڻ وارو ٿيڻ. تمام ضعيف ۽ ڏٻرو هئڻ.

● لکياريُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو – سيدن جي هڪ قبيلي جو نالو، جنهن جا وڏا لکيءَ جا رهاڪو هئا.

● لَکيِرَ ۽ لَکيِرُونُ: ث. لِيڪَ – سِٽَ. پيروي – تقليد – نقش قدم – پٺي جي پٺيان هلڻ واري حالت – پيروي ڪرڻ واري حالت.

– لَکيِرَ جوُ فقيِرُ ٿيِڻُ: انڌي تقليد ڪرڻ – اجائي پيروي ڪرڻ – اک ٻوٽي مريد ٿيڻ – اکيون پوري پٺي جي پٺيان هلڻ – قدامت پرست بنجڻ.

● لَکَ ۽ لَکُونُ: ث. (سن. لکشَ) خبر – چاچ – شناخت – سُرت – سُجاڳي – سوچيتائي – سُچيتي – سمجهه – ڪَلَ – ڳمَ – سماءُ – سُڌ – ڏاهه – معرفت – سڪ – پروڙ – ڄاڻ – معلومات – علم – راز – حقيقت – پرکَ – سارَ – نظر. آثما. خط – نشان

"ڍڳيءَ جا لَکَ پارَ کهڙا آهن."

– لَکَ پئيجِيُ وَڃڻُ: خبر پوڻ – حقيقت معلوم ٿي وڃڻ. يادگيري پوڻ.

– لَکَ وِجهڻُ: (بکريءَ کي) خط وجهڻ يا نشان ڪرڻ.

● لَکُ ۽ لَکَ: ذ. صفت. (سن. لکشَ) هڪ سئو هزارن جو گڏيل عدد – هڪ ايڪي کي اڳيان پنج ٻڙيون ڏنل انگ – ڳڻڻ جو هڪ انگ. گهڻو – جهجهو. ڪيترو – ڪيترو ئي – ڪيتري قدر.

– لکاتيِپتيِ ۽ لکاتيِپتيِ: ذ. صفت. لکن جو مالڪ – شاهوڪار – امير – لکاپتي – هوند وارو – ڪيڙنگ – آسودو – سيٺ – سکيو – سرسبز.

– لکاپتيِ ۽ لکاپتيِ: ذ. صفت. لکن جي ملڪيت وارو – لک روپين جي حيثيت وارو – نهايت امير – دولتمند – ڌن پتي.

– لکَ تي ڏِيوُ ٻرَڻُ: وڏو شاهوڪار هئڻ يا ٿيڻ – دولتمند ٿيڻ.

– لکپالُ ۽ لکپالَ: ذ. صفت. لکن کي پاليندڙ – رازق – خدا جو هڪ صفاتي نالو.

– لکَ تي متو ڏوئڻُ: هٿ اڇل ڪرڻ – فضول خرچڻ – اجايو هٿ ڦاڙ ٿيڻ.

– لکپتيِ ۽ لکپتيِ: ذ. صفت. لکن روپين جي سرمايہ وارو – لکاپتي – لکي – لکيسري – لکاتپتي – لکن جو مالڪ – شاهوڪار – دنيادار – تونگر – جوپُ.

– لکَ لٽائڻُ: گهڻي سخاوت ڪرڻ. بي ڍنگو يا فضول خرچ ڪرڻ.

– لکُ لعنت: ث. گهڻي ڦٽڪار – نفرت.

– لکَ لٽوُ ۽ لکَ لٽوَ: ذ. صفت. لکين روپيا خرچي ڇڏيندڙ – ڏاتار – سخي. (حاتم جهڙو) دريادل – داني پُرش – آدارتا – فياض. اجايا لک لٽائيندڙ – اجايو – اڍنگو – بوالفضول – گهڻ خرچو – هٿ ڦاڙ – اڏائو – هٿ ڦاٽو.

– لکنُ جوُ ڏاتارُ ۽ لکنُ جا ڏاتارَ: ذ. صفت. سيجُ.

– لکيِ ۽ لکيِ: ذ. صفت. لکپتي – لکاپتي – لکيسري – لکاتپتي – شاهوڪار – لکن جو مالڪ – دنيادار – تونگر.

– لکپيسرُ ۽ لکپيسرَ: ذ. صفت. لکاپتي – ملڪيت وارو – لکن جو مالڪ.

– لکپيسرِيُ ۽ لکپيسرِيُ: ذ. صفت. شاهوڪار – لکاپتي – ملڪيت وارو.

● لکُ ۽ لکَ: ذ. نشان – پارپتو – اهڃاڻ – ڦُنگي – ڪکرُ – ڪُڌُ – (مال جي ڪن ۾ پيل) چير.

● لِکَ ۽ لِکُون: ث. (سن. لِکشا) ذرو – ٿورو – گهٽ حصو – ذري – رتي

"لِکئي منجهان لِک ذرو ضايع نہ ٿئي".

پچڪ – لِچَ. گهڙي – ساعت – پَلَ – کِن – پلڪ – ويرم – لحظو

"وِڇُ مَ پوءِ وِصال ۾،
لِکَ مَ پوءِ لپاکو"

(سر آبري – شاهہ).

لبک – قسمت. ڀاڳ. نيري يا فيروزي رنگ جي (ٻُڙِي لاءِ) نگيني يا پٿر جو هڪ قسم – سنهڙو مٽيو

"لوڻي لڌن ٿيون لعل لِکون،
چوڻيءَ چوڏار چمڪ ٿڪون"

(محمد ٽالپر).

(ڪن جي) ڳهه جو هڪ پاڳو. (سر يمن ڪلياڻ - ڳر). فيروزو. چترُ (موچين جو اصطلاح). پکيءَ جو هڪ قسم.

- لِڪَ ٽِڪَ ۽ لِڪَ ٽِڪُونُ: ث. آئينو - آرسي.

- لِڪَ پيچَ (ت): ث. ذرو پرزو.

● لُڪَ ۽ لُڪُونُ (ل): ث. (سن. لُوڪا = لُڪَ) لُڪَ - جهولو - گرم واءُ - گرم هوا - لُوءِ - لُوهَ. اُڄَ - پياس. ڳڻتي - ڏک - فڪر - مانداڻي - درماندگي - انتظار.

- لُڪَنُ لوڏِڻُ: ڏک وڪوڙڻ - مصيبتون اچڻ.

● لَکا ۽ لَکائُونُ: ث. (سن. لَکشَ = خبر) خبر - پڌرائي - لَکَ - سُڌ - سماءُ - معلومات - ڄاڻ "ڏک لڳو تہ لکا ٿي ڪانہ پيئي". ڏيکاءُ - نماءُ.

● لَکاءُ ۽ لَکاءَ: ذ. (سن. لَکشَ = خبر) ڏسو لَکا.

- لَکا پوَڻُ: خبر پوڻ - سڌ پوڻ - معلوم ٿيڻ.

- لِکاپڙهِي ۽ لِکاپڙهِيُونُ: ث. لِک پڙهہ - لکڻ پڙهڻ - خط و ڪتابت - چٺي چپاٽيءَ جو رستو.

● لَکائُو: اسم خاص. رجب مهيني جو نالو، جنهن ۾ زڪوات ۽ خير خيرات ڏجي.

● لَکاڻِ: اسم خاص. هڪ سنڌي ذات جو نالو، جنهن جا ٻہ پاڙا آهن: (١) بند پوٽا (٢) نِينداڻي.

● لَکاءُ: ذ. صفت. (ٻارن جي) بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٻارن کي دست گهڻا ٿين).

● لَکائِڻُ: مصدر. (سن. لَکشَ) لکا ڏيڻ - لکڻ - ظاهر ٿيڻ - ڄاڻائڻ - نظر اچڻ - ڏيکائي ڏيڻ - اشارو ڪرڻ - ظاهر ڪرڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ - معلوم هجڻ - خبر هجڻ - ڄاڻ هئڻ - يادگيري ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - ڏنو ڪرڻ - سمجهائڻ. پڪ ڪرڻ - تحقيقات ڪرڻ - جاچ ڪرڻ. حاصل ڪرڻ - ملڻ - پرائڻ - (ڪنهن جي) خبر ڳولي ڪيڏڻ - سمجهڻ - مغز ۾ (ڪا ڳالهہ) ويهارڻ. (اسم). لڇڻ - افعال - چِهرُ - اخلاق.

● لِکائِڻُ: مصدر. تحرير ڪرائڻ - نوشت ڪرائڻ - دستاويز لکائڻ - تحريري اقرار وٺڻ - ٻئي کان لکارائڻ - ڪتابت ڪرائڻ. ڄاڻائڻ. (ت). پرت پرڻ لاءِ ليکا ۽ گل وغيره ڪپڙي تي ڪيرائڻ.

- لِکائِي ۽ لِکائِيُونُ: ث. ڪنهن شيءِ جي لکائيءَ جو عوضو - لکڻ جو اجورو - لکڻ جي محنت، في يا مزوري.

- لِکاوت ۽ لِکاوَتُونُ: ث. لِکاوَتَ - ڪنهن شيءِ جو حڪم - لکپڙهہ - مال جو طلب نامو - سامان وغيره جي يادداشت. لِکت.

- لِکائِي ۽ لِکائِيُونُ: ث. لکيت - لکڻ واري حالت. لکائڻ جي مزوري - محنت.

- لِکَت ۽ لِکَتُونُ: ث. (سن. لِکت = لکيل) ڪاغذ لکيل حقيقت - لکيت - تحرير - نوشت - هٿ اکري - دستاويز - اقرارنامو. لکٽي - اکر لکڻ جي ڍنگ - خط. صورتخطي.

- لِکَتِ پڙهَتِ: لکپڙهہ - هٿ اکري - لکڻ پڙهڻ جي حالت.

● لَکَتيا: اسم خاص. تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ليکتيمُرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لَکپَت: اسم خاص. ڪڇ ۾ هڪ مشهور بندر جو نالو.

● لِکَپڙَهہ ۽ لِکَپڙَهُونُ: ث. لِکَتِ - لِکاوَت - لِکاوت - لکڻ پڙهڻ جي حالت. چٺي چپاٽيءَ جو رستو.

● لَکماسَڪِٽِي: ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم - ٻوٽيءَ جو هڪ قسم، ڪکرن ۾ ٿيندڙ ۽ رات جو چمڪندي آهي، پاڙ نشيدار ٿئيس.

● لَکيمانُ: اسم خاص. دودي سومري جي ڏيءَ سونل جي دائيءَ جو نالو.

● لَکميارِ: اسم خاص. تعلقي سنيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لَکميرُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي مڪرنب ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لَکَڻُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لکڻُ: مصدر. (سن. بَکشَڻَ = معلوم ڪرڻ) پرکڻ - معلوم ڪرڻ - سمجهڻ - سمجهي وڃڻ - سهي ڪرڻ. ڏسڻ وائسڻ - نظر ڪرڻ - جانچڻ.

● لکڻُ ع لکڻَ: ذ. (سن. لَکشَڻ) لڇڻ - گڻ - عادت - ارڪان - اطوار - خصلت - افعال - چڱو گڻ

"جو لکڻَ ۾ مار ڏئين، سو ڪُلڪڻ ۾ ڪيرُ" (شاهه ڪريم).

- لکڻُ ڪرڻُ (ث): اجايا پنهنجا وس ڪرڻ.

- لکيڻو ع لکيڻا: ذ. (سن. لَکشَڻ) سُٺي سڀاءَ وارو - چڱن لڇڻن يا لکڻن وارو - نيڪ افعال "ٻئيهه لکڻو، ڇٽيهه لکڻو" سُلڇڻو - نيڪ سيرت - بلند اخلاق - سٺين عادتن وارو - چڱن لڇڻن وارو - هردل عزيز - سڀاجهڙو - سُهاجڙو - موهڻ - وڻندڙ - ڪل مُک.

● لِکڻُ: مصدر. (سن. لِکَنُ = لکڻ) تحرير ڪرڻ - لکائيي ڪرڻ - نقل ڪرڻ - لِکي وجڻ - درج ڪرڻ - نوٽ ڪرڻ - داخل ڪري لکي ڇڏڻ - رجسٽر ڪرڻ - وهيءَ ۾ چاڙهڻ - ڪتاب ۾ درج ڪرڻ - فهرست ۾ داخل ڪرڻ - روزنامچي ۾ چڙهائڻ. رَچائڻ - بڻائڻ - تصنيف ڪرڻ - مضمون لکڻ. نقش ڪڍڻ - ليکون ڪڍڻ - ڊول ڻاهڻ. اوڙ ڪڍڻ. تحريري عهد ڪرڻ. خط موڪلڻ. (لکيو - لکندو - لکيل).

- لِکيَلُ ع لِکيَلَ: ذ. صفت. تحريرڪيل - لکي ڇڏيل - ليکيل. تقدير ۾ لکيل. (اسم). نصيب - ڀاڳ.

- لِکيَلُ پڙهيَلُ: ذ. صفت. تعليم يافته - خواندو - وديا وان.

- لِکڻُهارُ ع لِکڻَهارَ: ذ. صفت. لکڻهارو - لکندڙ - نويس - لکڻ وارو - نويسنده - ڪاتب - راقم - مُنشي - ليکاري - ليکڪ - مُحَرِّر.

- لِکِٽيُ ع لِکِٽيُون: ث. لِکت - هٿ اکر - اکرن جي ٻيهڪ - صورتخطي - تحرير - عبارت - نوشت. (ڪ). قلم - ڪِلڪَ.

- لِکڻيڏاسُ: ذ. لکڻ جو هوشيار - خوش نويس.

● لِکڻُ ع لِکڻَ: ذ. ڳاڻيٽو - حساب - شمار "لِکيا جي لِکڻَ ۾، سي قرب رسندا ڪيئن" (سر يمن ڪلياڻ - شاهه). قسمت - وارداتا جو ليک - نصيب - لکيت.

● لکو ع لکا (ل): ذ. نشان - وات ڏيکاريندڙ - ڪڇ ڏانهن وڃڻ واري رستي ۽ ڪڇ جي رڻ ۾ وات سڌي وڃڻ لاءِ ڪي اڏا ٿنيا يا پٿر لڳل هوندا آهن، انهن ڪي چئبو آهي "لکو". (اسم خاص). ڀاڻيءَ جي هڪيءَ جو هڪ قسم. لاکي چانجي.

● لکوارا (ث): اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● لِکواڻي: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لکي: اسم خاص. شڪارپور لڳ سنڌ جي هڪ جهوني شهر جو نالو. شڪارپور شهر ۾ هڪ دروازي جو نالو. تعلقي سکر، تعلقي ٺٽي، تعلقي بدين، تعلقي شاهه بندر، تعلقي مغل ڀين ۾ هڪ ديهه جو نالو. لاکي جي مشهور گهوڙيءَ جو نالو "لاکو لکيءَ تي چڙهيو، لکيُ لاکي هيٺ". ذ. (صفت). رَڄ چڱو مڙس - لائق - لک لهندڙ - لکي مڙس - چڱن لڇڻن وارو - وڻندڙ. لکن وارو - قيمتي. شاهوڪار.

● لکيا (ث): اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● لِکيت ع لِکيتون (ڪ): ث. اقرار نامو - تحرير - لکيو.

● لکپيسر: اسم خاص. تعلقي کپرو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لکپيسرُ جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لکيُ ڪيٽيُ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لِکيو ع لِکيا: ذ. لکيل - تحرير ڪيل. دستاويز. قسمت - نصيب - ڀاڳ - ڪرم - تقدير -

ياوري - پرالتبدّ - هوولهار - مقدر - شُد ني آمر.
ازلي حڪم - قضا - قدرتي قلم - سرنوشت - ڪتاب الله -
جيڪي لوح محفوظ ۾ لکيل هجي. انگ. ليلات -
ليُوات - ليراڙ - نيراڙ. زنجير - ڳنڍ - تعلق - واسطو -
لاڳاپو - نڪاح.

- لِکيوُ آنکَ پرَنُ: قسمت جو قلم وهڻ - ڀاڳ موجب ضرور ملڻ.

- لِکيوُ پاڙَڻُ: ڪرم پوڳڻ - ڪرمن جو ڦل کائڻ - قسمت پٽڻ - مصيبت ڪاٽڻ - تقدير جي لکئي کي لوڙڻ - مصيبت جا ڏينهن ڪاٽڻ.

- لِکيوُ ماٽڻُ: مڙس ڪرڻ - پنهنجي مڙس سان زندگي بسر ڪرڻ.

- لِکيئي جُونُ لامُونُ: قسمت جا نتيجا.

- لِکيئي جُونُ لامُونُ ڪوڙَڻُ: قسمت جو نتيجو ملڻ - لکيو انگ پورو ٿيڻ

"اسان جي اکين آڱم لائيا،
هتِ لِکيئي ڪوڙي لام"
(سُگهڙ).

● لڳات: ظرف. شامل - سوڌو - سان - سميت - لغائت - ليغايت - داخلي - بتمعه.

● لڳار ع لڳارُونُ: ث. (سن. لڳهه = نڊڙو. لڳ = چنبڙڻ) لوري - لغار - لٽيپٽ - ڪاٻ چنبڙندڙ شيء - چنبڙيل شيء - لڳل شيء - پلستر. ذرو - جزو - رتي - ٿورڙي - هتو - لِک - پچڪرو.

● لڳاڙ ع لڳاڙَ (ت): ذ. آلت - مرد جو مخصوص عضوو.

● لڳام ع لڳامَ: ذ. (سن. ع. ف. ولگا، لتجام، لگام = لغام). گهوڙي جي وات ۾ لوهه جي ڪڙين سان پيل واڳ - گهوڙي جي سنجن مان هڪ سنج - واڳ - عِنان - آلياڻ - لغام.

● لڳائڻ (ت): مصدر. لوهه يا رُڪ جو اوزار روهيء تي تکو ڪرڻ - لائڻ.

● لڳائي ع لڳائيُونُ (ت): ث. زال - جوء - گهر واري - اهليه.

● لڳَتِي ع لڳَتيُونُ: ث. ڏڪ - ٺڪ - ٺڙنشو - ٺوشو - لُغتي - ڳوشو - ٺڏو. عشق جي چماٽ يا ڏڪ.

● لڳڙ ع لڳڙ: ذ. لغڙ - راند لاء ڪاغذ جو ٺاهيل پتنگ. شڪاري پکيء جو هڪ قسم - جهگڙ (باز جي مادي).

● لڳڙا (ث): اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● لڳيلام ع لڳيلام (ل): ذ. ڪاڏي جي شين ترڻ لاء هڪ پاسي ڳن واري ٿئي جو هڪ قسم - ڪنهي.

● لڳن ع لڳن: ذ. (سن. لڳن > ازلڳ = لڳڻ) هندوڪي شادي جي رسم جو هڪ ساٺ - سنوڻ. نڪاح - شادي - ويڏي - چٺي. آڪاس گرپ تي آيرندڙ برج يا راس - راس ۾ سج يا سج ۾ راس گهڙڻ جي حالت يا گهڙي. بخت - ڀاڳ - نصيب.

- لڳن ڪنڊلي: چٺي - جنم پتري - زانچو - زائچو.

- لڳن ڪنڊلي ڪڍڻ: نجوم جي حساب موجب ڪنهن جو بخت جاچڻ - ستارو ڏسڻ.

● لڳن: ث. (سن. لڳ > اچ = لاڳاپو رکڻ) پريم - پيار - رغبت - چاهه - موهه - پريت.

● لڳن ع لڳنُونُ: ث. پيار - محبت - الفت - قُرب - پريت - آڪنجهر - سوهه - پياءُ - ارواح - ستنيه - حُب - شوق - آکير - رڇ - پريم - دل - لڳنون - نينهن - لاڳاپو. صحبت داري - جماع - سنجوگ - لڳت (جن" وغيره جي).

● لڳِ: حرف جر. لاء - جي ڪري - ڪارڻ - جي سبب - واسطي - وَٽ - پرسان - ويجهو - نيڙي - قريب - نزديڪ - ويجهڙو - ساڻ - پر. (صفت). لاڳيتو - متصل - دنگئي - لڳاتار - يڪو - پاسي وارو. (اسم). دوستي - لاڳاپو - واسطو.

- لڳ پڳ: ظرف. اٽڪل روء - قريب قريب - ذري گهٽ تي - برابر - گهڻو ڪري. (اسم). لاڳاپو - دوستي - اچ وڃ.

- لڳت وارو: لاڳاپيدار - واسطيدار - لاڳاپو رکندڙ.

● لَبَڪُ ۽ لَبَڪَ: ذ. پکين يا جانورن جو ميلاپ يا جماع – نر ماديءَ جو ميلاپ – مجامعت. لاڳاپو – متي مائٽي – ناتو – سنبنڌ. رنڊڪ

"ڪينَ تراڻ ڪينَ تار مون،
ڪين سگهان ڪين سگهه،
آڏو ڏيج مَ لبڪ مون هيڪل وَلتها"

(شعر).

– لَبَڪُ ڪَرَڻُ: گڏجڻ – ملائڻ يا ملڻ – جماع ڪرڻ.

● لِبُڪُ ۽ لِبِڪَ: ذ. صفت. ڪمزور – لِبِڙو.

● لَبَاتارَ: ظرف. مسلسل – مُتواتر – پٺي د رُپٺي – گڏو گڏ – سانده – يڪاتار – ساڻ ٿي ساڻ – يڪسا هيءَ – يڪو.

● لَباارائِڻُ: مصدر. ٻئي جي معرفت لڳائڻ – ڳنڍائڻ – گڏائڻ – جوڙائڻ – لاڳو ڪرڻ – ملائڻ – ميڙائڻ.

● لَڳاءُ ۽ لَڳاءَ: ذ. تعلق – نسبت – ڳانيداپو – ناتو – جوڙ – واسطو – ربط. ضبط – پيار – اخلاص. ميل – ميلاپ – قرابت – سڳاوت – ملاوت – آميزش – رشتو – سَنبنڌ. پهچ – دخل – مداخلت.

– لَڳاءُ لڳائِڻُ (ڪ): نينهن لائڻ – پريت ڪرڻ.

● لَڳائِڻُ: مصدر. (دوا) لائڻ. (پيت ۾ فوٽو وغيره) هڻڻ. ڳنڍڻ. جوڙڻ – شامل ڪرڻ – ملائڻ – جمائڻ – چُهٽائڻ – چنبڙائڻ – چيڙائڻ – ڪَپائڻ – پيوست ڪرڻ – ڪوڙڻ – ٻيهارڻ – ويهارڻ – پونونصب ڪرڻ – پوکڻ. ٽانڪڻ – سِبڻ – ڪنار لڳائڻ – جَڙڻ. چغلي هڻڻ – برغلائڻ – پڙڪائڻ. (سرمو) وجهڻ. دل لائڻ – ڌيان ڏيڻ. (هٿ) رکڻ يا هڻڻ. (ڪلم) وچائڻ. جوڙ ڪرڻ. ٻڌائڻ – ٿاهڻ.

– لَڳائي ڇڏ ڻُ: ليپ ڪرڻ – ليپو ڪرڻ – پلستر هڻڻ – راڳو ڏيڻ ليپو ڏيڻ. مالش ڪرڻ. دوا لڳائڻ – ملم رکڻ. شامل ڪرڻ – گڏي ڇڏڻ – ملائڻ – چهٽائڻ. ڀُلائڻ – ڀرغلائڻ – آپارڻ. هوڏ رکڻ – شرط رکڻ.

– لُڳائِڻُ (ڪ): مصدر. ٺڳائڻ – چوري ڪرڻ – هيرڻ.

• لَبِتتِ ۽ لَبِتُون: ث. جِن يا ڀوت وغيره جو اثر – حساب – جادو – ڪامڻ – ڏوهه. ڳنڍجڻ يا ملڻ واري حالت – چنبڙ. هٽ چڙهڻ يا لڳڻ واري حالت. قيمت – مُلهه – اگهه – بها.

● لَبِتَڻُ (لس): مصدر. لڳڻ.

– لَبِتو ۽ لَبِتا (ل): ذ. صفت. ٺوٺي – ڪاهل – ڪمچور. سست. گندو – غليظ – ميرو – ڪِنو.

– لَبِتو ۽ لَبِتا (ل): ذ. لبت – جماع.

– لَبِتو ڪَرَڻُ: جماع ڪرڻ – لبڪ ڪرڻ.

● لُبِنڊِي ۽ لُبِنڊِيُون (ل): ث. وَجهه – موقعو – جهٽِي – ٻَل.

● لِبِڙ ۽ لِبِڙَ: ذ. صفت. لِبِلِبِڙو – لِبِلِبِيو – چَمِير – چنبڙندڙ – چيڙهالو – ليسدار.

– لِبِڙو ۽ لِبِڙا: ذ. صفت. چيڙهه وارو – چنبڙندڙ. سنهڙو – نيبل – ليڙو – ڦليڙو – ڦيڦو – هيٺو – سست – موڳو – ڍرو. (ضد: سخت).

● لُبِڙ ۽ لُبِڙَ: ذ. ڪپڙو – ميرو يا ڏوتل ڪپڙو – پاتل ڪپڙو. "لبڙا ميرا ٿي ويا آهن" (جملو). (صفت). ميرو – گندو – خراب – نِڪمو – گدلو – ڪِنو – ڪچيرو. ڦليهڙو – بي زور – سست – موڳو – هيٺو. نالائق – نڪمو – وٺواند – ڪَٺ هڻ – نِڪار – نامراد – ناخلف – ڪميرڪ – ڪين جهڙو.

– لُبِڙ لُبِڙَ (جمع): ذ. ڇنل ڦاٽل ڪپڙا – ڇيهڙون – ليڙون – ڇيهاڙيون.

– لُبِڙو ۽ لُبِڙا (ت): ذ. صفت. هيٺو – ڪمزور – جنهن ۾ ڦڙتائي گهٽ هجي – لِمڙو. (اسم). پراڻو يا ردي ڪپڙو – ميرو ڦاٽل ڪپڙو.

● لَبِتل: ذ. صفت. گڏيل – مليل – ڳنڍيل – شامل ٿيل – ڪنهن ساڻ بد پيشي جي رستي ڳنڍيل. ڪنهن سان پيار ۾ ڦاٿل – اڙيل – منجهيل. ٺهڪيل. (ميوو) ڪِنو ٿيل – سڙي ويل – داغدار ٿي ويل. (پاڻ ۾) وڙهيل – جهڳڙيل.

● لِبِلِبِڪُ ۽ لِبِلِبِڪُون: ث. لبيس – ليوَ – چيڙهه – چمر – ڪونر يا (ماکيءَ جهڙي) چنبڙندڙ شيءِ. (صفت).

لڳلڳدار - چيڙهه وارو - چيڙهالو - چڪنو - چتمِرُ - لِوَ وارو - چنبڙندڙ.

- لِڳلِڳڙوُ ٣ لِڳلِڳڙا: ذ. صفت. چيڙهه وارو - لِوَ وارو - چنبڙندڙ - تنين.

- لِڳلِڳيوُ: ذ. چيڙهالو - لڳدار.

● لڳلڳوُ ٣ لڳلڳا: ذ. هڪ برتن جو نالو - ڪٽيجي - ٿئي جهڙو برتن - ڪترچي - ڪٽچو باسڻ. ماركٽ. لڳو لڳ.

● لڳڻُ: مصدر. (س. لگيِ. پرا. لڳائي = لڳڻُ) (هوا يا طوفان) لڳڻ - گهلڻ. (ڪ). هوا جو هلڻ. لاڳاپو رکڻ - نسبت رکڻ - واسطيدار ٿيڻ - لاڳاپيدار ٿيڻ. ڪُپڻ - ڪوڙجڻ - جُڙڻ - بيهڻ - پورو ويهڻ - ٺهڪڻ - ٽِڪڻ - چُهٽڻ - چنبڙڻ - ڳنڍجڻ. (هڪ ٻئي سان) لڳڻ - گسڻ. (ٻجا گهڙيال جا) وڄڻ - ٺڙڪڻ - وقت گذرڻ. چُڀڻ - ڦهڪڻ. ٽڪرڻ - زخمي ٿيڻ - ڏَڪجڻ - ٽڪرجڻ - (ڏڪُ) لڳي وڃڻ. لپيجڻ - راڳجڻ - لِبجڻ. ڌيان ڏيڻ - توجهه ڏيڻ. عشق لڳڻ - ناتو لڳڻ - لنئون لڳڻ - (دل) لڳڻ - نينهن اڙڻ - (دل) ڦاسڻ - آڙڻ - ٻنڌڻ - (دل) قابو ٿيڻ. ڍُڪي ٿيڻ - ٻيٽ سان ٿيڻ - ڦرجڻ. (وَجهه) ملڻ - (موقعو) هٿ اچڻ - (دل ۾) اچي وڃڻ - ڦُرڻ - ڪُڪڻ - سمجهه ۾ اچڻ - هنڊڻ - دل سان هنڊائڻ - اعتبار اچڻ - (ڪنهن ڳالهه تي) ڀروسو ٿيڻ. هٿ اچڻ - دستياب ٿيڻ - وَر چڙهڻ. لڙائي شروع ٿيڻ. محسوس ٿيڻ. (باهه) ٻرڻ - جلڻ. (ڪنهن شيءِ کي) لڳڻ - گهڻو سڙي وڃڻ (ڄانور ڀاڄي وغيره). (ڪنهن ڳالهه تان) چڙڻ. (ڪنهن کي سٺو نصيب) هئڻ. لياقت حاصل ڪرڻ - پاس ڪرڻ - پاس ٿيڻ. (بوٽ ۾) ڪوڪو يا ناليون وغيره هئڻ. (نوڪري تي) ويهڻ - چڙهڻ - مشغول ٿيڻ - رونيڻ - ڪم تي چڙهڻ - لڳي وڃڻ. گهرُ گهرُ لائي ڏيڻ - پٽندي لائڻ - ڏُرٺو هڻڻ - ڏُرٺو مارڻ. زخم ٿيڻ - (ڏڪ) لڳڻ - وڍجي پوڻ. ڌاڙ هڻڻ - ڀوڪڻ - ڦُٽڻ - (ٻوٽو) ڄمڻ - پيدا ٿيڻ - قائم ٿيڻ - ڪڙو ٿيڻ - راڳڻ - (پنن جو) لڳڻ - ڦُٽڻ - مورجڻ - انگورجڻ - ٻُورجڻ - (انب وغيره جو) سلو ڪيڻ.

ڏسڻ ۾ اچڻ - ڀانئڻ - ڏٺل معلوم هئڻ (جيئن شڪل لڳڻ) اثر ڪرڻ. (جُهڻ سان) پليد ٿيڻ. ڪارگر ٿيڻ - اثرائتو ٿيڻ - فائديمند ٿيڻ. (رقم) خرچ ٿيڻ يا اچڻ. بند ٿيڻ - پورجي وڃڻ (اک وغيره جو) - ننڊ اچڻ. شروع ڪرڻ - شروع ٿيڻ - شروعات ڪرڻ ”فلاڻو ڳالهائڻ لڳو = ڳالهائڻ شروع ڪيائين“ (جملو). (ميوو) ڪِنو ٿيڻ - سڙڻ - ڳرڻ - (ميوي کي) داغ ٿيڻ - ٽِڪو ٿي پوڻ. ملي اچڻ - ٺهي اچڻ - برابر ٿيڻ - ٺهڪڻ - ميل کائڻ - جمع ٿيڻ. ميلو لڳڻ.

- لڳنو پڳنوُ: رلٺو ملٺو - ميل ميلاپ وارو - هِريلُ مِريلُ.

- لڳنِي پيڙ ِيُ هئڻُ: جتي وٺي آتي (ڳالهين ۾) بيهي رهڻ.

- لڳيِ پتوَڻُ: ٿوري هائيءَ جي ڪري ٻوڙيءَ جو ترو زمين سان اٽڪي پوڻ.

- لڳيِ چتڙ َهڻُ: پنيان پوڻ - ساڻ هلڻ - گڏ هلڻ - گڏجي هلڻ.

- لڳيِ رَهڻُ: سُڪيءَ تي رهجي وڃڻ.

- لڳيِ لائِڻُ: حوالي ڪرڻ - ڳلي لائڻ ”مال ميڙوئي تن جو، ٻئي لڳي نه لاءِ“ (جملو).

● لُڳڻُ (ڪ): مصدر. لُٽڻ - جهڳڻ - جهپڻ - ميرو ڪرڻ - لوٽڻ.

● لڳوُ ٣ لڳا: ذ. صفت. اڳو (پاءُ وغيره) - پيءُ يا ماءُ جو اولاد. (ضد: سڳو). پورو پورو - ڪُتو.

- لڳوُ آئتڙ ِيوُ: ذ. صفت. لڳي ٿِڙندڙ - بي اثرائتو.

- لڳوُ ٻڌوُ: ذ. صفت. پورو نشان تي لڳندڙ - برابر - پورو - مقرر ٿيل.

- لڳوُ لڳ: ذ. صفت. گڏ - ساڻ - قريب - ويجهو - ڀرت - جُتو - ڪُلهي سان - گڏوگڏ - لاڳيتو - متصل - دنگئي - لڳاتار - لڳاتار - ساندهه - مسلسل - آڳٽ ساڳٽ.

- لڳوُ رَهڻُ: گڏ هجڻ - ساڻ هجڻ - پيڙو هجڻ - شامل هئڻ.

- لڳو هلڻ: گڏ وگڏ هلڻ - همراه تي هلڻ.

● لڳڻ ۽ لڳڻ (ت): ذ. جهنڊ جي اونده يا ڪارڻ - ڳهاٽا ڪڪر. وڏو ڪڪر
"زلف لوٽن تي لڙيا لڳ ڳان،
لڳڻ پيو چنڊ لڪي"
(ملاح).

ڳهاٽو ڪارو ڪڪر - مينگهه. (سر ديسي - ڳر).
سنهڙو مينهن - ڦڙيون.

● لڳي ۽ لڳيون: ث. (پرا. اپا. سن. ايڪا = لڳي) لڳڻي - پيار - موهه - پريم - پيوند - لنئون - محبت - عشق - قرب - لڳن - آلفت - نينهن - سنيه - پريت - پاءُ - چاهه - شوق - اڪنجهر - آڪير - خواهش - اِڇا - چاهت ڳهڻي. آرزو - تمنا. اشتها - ٻک. دوستي - آشنائي - لاڳاپو - تعلق - نسبت. دشمني - وير - ورود. اڪ. رنبڪ - روڪ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● لڳهه ۽ لڳهه: ذ. (سن. لڳهه = ننڍڙو + شڪا = شڪ) پيشاب - مُت - سيمو. سوراخ - تنگ.

● لڳهه ۽ لڳهون: ث. اونداهي. (وفا).

● لڳهات ۽ لڳهاتون: طعنو - مهڻو - عتاب - ويڻ - ڏوراپو.

- لڳهاتون هڻڻ: طعنو مارڻ - مهڻو ڏيڻ. ڏوُنشا هڻڻ.

● لڳهٽي ۽ لڳهٽيون: ث. ڪيٽڪيٽوئي. ڪوهي.

● لڳهو ۽ لڳها: ذ. ڳهر جو جارو - ڪپٽ - پٽ ۾ لڳل تختو.

● لڳ ۽ لڳ: ذ. (ف. لنگ = منڊو) منڊ - منڊاڻ - منڊ ڪائي - منڊ ڪاءُ.

- لڳو ۽ لڳا: ذ. صفت. منڊو - لنگڙو - ڦڏو - بيمار
"چارڻ لڳو پند ڳهڻو، ڪي چوتائي چڙهيچ"
(شاهه).

بي خوش - بي مزي - اڌ ماٺو - بي وس. خراب - بڇڙو.

● لڳ ۽ لڳ: ذ. پيرو - ڳهمرو - دس - وارو - دفعو - ڪپپ - پور.

لڳ ۽ لڳون: ث. پيرو - ڳهمرو - دس - لڳ - ڪپپ - پور (ڪا شيءِ ڪڻڻ مهل) - ڦيرو - وارو - دفعو. "اڄ ڳاهه جي هڪ لڳ ڏيئي آيو آهيان" (جملو). عضوو. (ن - ب).

● لڳا: ذ. پيرو - ڳهمرو - وارو - وقت - سمو - دفعو.

- لڳو ۽ لڳا: ذ. پيرو - ڳهمرو - وارو - دفعو - موقعو - وجهه - وقت - سمو.

● لڳ ۽ لڳ: ذ. (سن. لنگ) عضوو - انگ - بدن - جسم - ٻانهن - بدن جو پاڳو. ڪنڊيءَ جا پن. (ج. لڳ). بيماري - مرض - روڳ - تپ - ٻرو - ڪوسو - بخار.

- لڳ تيڻ: تپ اچڻ - بخار تيڻ.

- لڳ سڌڪجڻ: ٻت ڪي نه وڻڻ واءُ لڳڻ.

- لڳ ڪانڊار جڻ: ڀؤ وٺي وڃڻ - ڪنهن خوفناڪ ڳالهه ٻڌڻ ڪري دل تي اثر ٿيڻ.

- لڳ ڪوسا تيڻ: بخار اچڻ - تپ تيڻ.

- لڳ لوڻ تيڻ: لڇڻ ڦٿڪڻ - لوري لڳڻ - بيقرار ٿيڻ - بيتاب ٿيڻ - سوز ۾ سڙڻ - جهوريءَ ۾ جهڄڻ - ڳهٽڻ ۾ ڳرڻ.

- لڳ سڙڻ: تپ محسوس ڪرڻ - تپ اچڻ - بخار چڙهڻ.

● لڳ (ت): غ. هميشه جمع جي صورت ۾ ڪم ايندڙ. ڪنڊي يا پير جا پن.

● لڳائڻ: مصدر. (ف. لنگ = منڊ ڪائڻ) منڊائڻ - منڊ ڪائڻ - لنگڙائڻ - ڦڏ ڪ ڦڏ ڪري هلڻ. (لڳائيو - لڳائيندو - لڳائيل).

- لڳائي ۽ لڳائيون: ث. منڊائڻ - لڳ - منڊ ڪائي - منڊ ڪاڻ - اڳهائي - بيماري - طبيعت جي ناسازي - ناچڳائي - روڳ - پيڙا - مرض - ڏوار - ڏوج - ڏجند و - آزار - ڪمتهرائي - بي مزائي - ناچاقائي - عليلائي. خرابي - بڇڙائي - بڌي - مٺائي - مُرائي - سڌائي - بدڪاري - ڪنٻيد - آهڪار.

- لَنگائِي' چَنگائِي' ج لَنگائِيُون' چَنگائِيُون: ث. بيماري سيماري. بُرائي ڀلائي.

● لَل' ج لَل: ذ. (سن. لَل'=کُڏَڻ').
لَڇَڻ'- کِر'- عادَت- خوبي- لَڪَڻ- ارڪان- افعال- ڇيهَڙ'- شعور- نشست برخواست- ادب انداز- سٺي چال- چڱي چلت- لَل' ليکَر'.
مايو'- تپَڙ- حال'- همت- طاقت- زور- چاڙهو- وَت'. ٻيلو- آڀاءُ- تدارڪ- چارو- وسيلو- ذريعو- حيلو

"ڏونگر ڏورڻ ڏاڪڙو، لَنءُ ريءَ ڪونهي لَل'"
(سر آبري- شاهه).

مهر- ڀلائي. اٽڪل- تجويز.

- لَلائِتو' ج لَلائِتا: ذ. صفت. ڪِرائتو'- فضيلت وارو- لائق. سمجهُو'- عقلمند- سياڻو. لَل' ليکَر وارو- ڪجهه وَت وارو. هوند وارو. تجويز وارو- آٽڪلي.

- لَل' ليکَر' ج لَل' ليکَر: ذ. مايو- وَت'- تپڙ- حال- هوند. ٻيلو- آڀاءُ- ذريعو.

● لُل' ج لُل: ذ. صفت. چريو- بيگانو- مست- نِڪمو- بيڪار- چَٽ'- بي عقل- بي وقوف- ٿُلهي ماني- ڊبل روٽي- روٽلي جو هڪ قسم- روٽِي- نان'.

- لَلائِي' ج لَلائِيُون': ث. چريائي- بيوقوفي- ناداني.

- لُل مَٿَڻ': اجائي ٻڪوات ڪرڻ- لاف هڻڻ.

● لَلا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● لُلا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● لَلاٽ' ج لَلاٽ: ذ. (سن. لالاٽِڪ'= نراڙ) لِراڙ- نِرڙ'- نلاڙ- لِلاڙ'- ڀِرون- پيشاني- نِلاٽ. (ل)

"لکيو جو لِلاٽ، قلم ڪياڙيءَ نه وهي" (جملو).
ڀاڳ- نصيب- قسمت- تقدير- لوح قلم- بخت- ڀاڳو. جوت- روشني- تجلو.

● لَلاٽِي': اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لِله: حرف ندا. (ع. لِ+الله=خدا واسطي) الله جي واسطي- خدارا- خدا لاءِ.

- لِلاهُون': ث. هميشه جمع جي صورت ۾ ڪم ايندو آهي). منتون ميڙون- عاجزيون نيازيون.

● لِلائُو' ج لِلائُو': ذ. ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ- لُلُو'- جِن"- ڀوت- ٻاٺُو'- جهُوجهُو- جهوجهائو- رڇ ٻورو- ڳُڙيدو.

● لَلِت: اسم خاص. هندول راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● لِلچِپ ج لِلچِپُون': ث. چاپلوسي- خوشامد ڪوڙي.

● لُلَر' ج لُلَر: ذ. گاهه جو قِسم جو ٻاجيءَ طور ٻه ڪم اچي.

● لَلَر قَلَر: ث. ڏڏَر قَڏَر.

● لَلڪارڻ': مصدر. (سن. رٽِ+ڪاري= پڪار). پرڪائڻ- اوپارڻ- جوش ڏيارڻ (مٿي آواز سان)- هلڪارڻ. پڪارڻ- سڏ ڪرڻ- آواز ڏيڻ- سڏڻ. هوڪارڻ- نعرو هڻڻ- ڌمڪي ڏيڻ. مقابلي لاءِ سڏڻ يا هُشڪارڻ- چئلنج ڏيڻ. (للڪاريو- للڪاريندو- للڪاريل).

- لَلڪار ج لَلڪارُون': ث. سِنو آواز- سُر'- ترانو- لاتِ- آلاپ'- (تتر، سانَ يا مست فقير جو) آواز. هلڪار- سڏ- نعرو- ڌمڪي- رعب دار آواز- پُڪار- چئلينج'. سُونهَن'- سوڀيا- حُسُن- زينت.

● لِل' لِل': ث. خوشامد- مِنت- عاجزي- محتاجي.

- لِل' لِل' ڪَرَڻ': خوشامد ڪرڻ- محتاجي ڏيکارڻ- منتون ڪرڻ- عاجزي ڪرڻ- ٿورو ڪٽڻ. جهڪيِي' هڻڻ

"اجائي کهڙي ڪٿي لِل' لِل' ڪئي آٿي"
ٻڪوات- ٻڪواس- ٻَٽخِي'.

● لَلَنگهُ ج لَلَنگهَ: ذ. صفت. رَئيس'- امير- وڏو ماڻهو- نواب. سُور' وِير'- وِير'- نايَڪ'- سورهيه- پهلوان- بهادر- جوڌو. نوجوان- آڌو ساماڻو- وهيءَ ڪي ڀيٽل. سٺو- ملوڪ- سهڻو- وڻندڙ- موچارو.

● لَلو' ج لَلا: ذ. (پرا. لَلَئِي'=لَلو. سن. لَل+ڪ=لَلو') ڇوڪرو- ٻالڪ- پيارو ڇوڪر-

وَنندڙ ڇوڪر - البيلو ڇوڪر - ٻچو - ٻار - طفل. پُٽُ - ٻيٽو. ڪرشن جو لقب. مرد جو مخصوص عضوو - آلت (اسم تصغير = لَلِي). اِنِي رکي ڏڪر سان ڏَڪُ هڻڻ واري جاء. واڻڪن اکرن ۾ لامَ جو نالو. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم - لَلو هنج - پاڻيءَ جو هنج. (صفت). البيلو - پيارو - عزيز - دُلارو - لاڏلو - ناز پرور. نادان - ڪمسن - لو عمر - نوخيز. ڇريو - بيوقوف - احمق - نادان.

▬ لَلو پَتو ۽ لَلا پَتا: ذ. ناز برداري - چاپلوسي - خوشامد - چِٽَ - رِيهه ريب - ڳاٽو - چڙهو - ڏاڏ ر - تَلُ - گهير گهيلي. دارمدار.

▬ لَلو ڏِيڻُ: حساب وهنوار ڪرڻ. جوڙ ملائڻ - ميزان ملائڻ.

▬ لَلو هَنجُ: پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (جنهن جو اڳيون بت اڇو ۽ ڪُلندڙ هجي).

● لِلو: ذ. چاهه - شوق. "هيءُ ٻار ڪاڻڻ تي اهڙو لِلو نہ ڏو لائي" (جملو).

● لُلُو ۽ لُلُو: ذ. ٻجڙي شڪل وارو - پاڻُو - جِن ڀُوت - لِلائُو - جهوجهائُو (ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪتب ايندڙ لفظ). "بابا، بس ڪري سمهہ، نہ تہ جنَ ڏو اچي يا لُلُو ڏو اچي" (جملو). (صفت). ڊڄڻو - ڪانئر - بزدل - ڪِيڏي - پست - ڪوردِليو - بيڪار - نڪمو - نامرد.

▬ لُلُو ٻَڇائِڻُ: ڊيڄارڻ.

▬ لَلُو پَڇُو: ذ. صفت. واهيات - رولو - لوفر - ڪميڻو - جهڙو تهڙو - نالائق.

▬ لَلُو پَنجُو: ذ. صفت. بدآرڪان - ٻجڙي چال وارو. ضعيف - هيڻو - ڪمزور - بي طاقت - بي حشمت - زنانو. ڪوبہ نہ.

▬ لَلُو پَنجُو هَئَڻُ: ڪير بہ نہ هئڻ - ڪوبہ نہ هئڻ. خسيس هئڻ.

● لَلهڪارَ ۽ لَلهڪارُون: ث. بلند آواز - لَلڪار - هوڪار - آواز - هَڪلَ. ماليوا (شهر) مان آندل ڪتو يا لوئِي - لُونڪار.

● لَلهَٽُ ۽ لَلهَٽُ: ذ. صفت. پهلوان - سُو ومو.

● لَلهَنگُ ۽ لَلهَنگَ: ذ. صفت. پهلوان - بهادر - سورمو - سوربير - جوڌو. امير - رئيس - وڏو ماڻهو.

● لِلهو ۽ لِلها: ذ. صفت. سوڳهو - ڍلو - سست. جهڪو (رنگ). گَنِدو - گرو. ڪُرسو - ڪُنجسو. (پڌڻ جو) گهرو.

● لَلهورَ ۽ لَلهورُون (ل): ث. صفت. سني - پلوڙ. "ڳئون لَلهورَ آهي".

● لَلُهوڙِي ۽ لَلُهوڙِيُون (ٽ): ث. ننڍي ٻار جي پيشاب ڪرڻ جو عضوو - لَلِي.

● لَلِهيو ۽ لَلِهيا (لس): گهوٽ. (ن-ب).

"لعل للهيا ماريا، ڪنڌين گهڪهيلن"

(ڏنڪريو).

● لَلِئو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لَلِي ۽ لَلِيُون: ث. ننڍي ٻار جي آلت - ٽِنِي - نُنِي - پيلِي. ڇوڪري - ڇوري - نينگري. (آصفيہ). (صفت). نامرد - ڪمزور - عورت تي قادر نہ ٿيندڙ مڙس. ليڙو - لِلُو.

● لِلِي ۽ لِلِيُون: ث. تعلق - ڀروسو - مدار - آسرو - آڌار - اعتبار (قسمت تي) - سهارو - توڪل - پترتيت - ويساهہ - (خدا تي) توڪل - ٽيڪو - اميد - آس - آسانڪو. (پرمانند). گل جو هڪ قسم.

▬ لِلِي ڇِپِي: ث. خوشامد - چاپلوسي - وٽپَ - پاسخاطري. چِٽ پَٽ - چِڪو - منهن پڪائي. مان - سَن.

▬ لِلِي ڇِپِي ڪَرَڻُ: ڳالهائڻ ۾ خوشامد ڪرڻ.

▬ لِلِيءَ لاَئِڻُ: شَڪِي هَئڻ؛ دربدر ڪرڻ

"مون کي مهرباني ڪري لِلِيءَ نہ لاءِ"

(مهيري).

آسري ۾ رکڻ - انتظار ڪرائڻ - اوسيڙو ڪرائڻ - آلڪو ڪرائڻ.

● لَلِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي موري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● لُلِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لَٽليچا: اسم خاص. (ڪلهوڙن جي ٻاڙي مان) هڪ ذات جو نالو.

● لَٽليچو ∈ لَٽليچا: ذ. صفت. چور- چورٽو- چوراڪار- کيسي ڪَٽُ- ڳَنڍي ڇوڙ- بدمعاش- ٺڳ.

● لَٽليچو ∈ لَٽليچا (ت): ذ. صفت. ڏسو لَٽليچو.

● لَٽُ ∈ لَٽَ: ذ. ٽيڙ- ٽپو (ٻال جو)- ٽيلهو- ڏِڪو- اُسرو- آوُسرو- ٻانهن جي زور تي ڪنهن ڪي مٿي ڪٽي آن جا پير ڪيڻ واري حالت. آبتڙ ڳالهه- ڪوڙ.

- لَٽَ ٽَپَ: چالبازي- آٽڪل سٽڪل "هلي ڪيِنَ هرگز آئي لُم ٽپَ" (جملو).

- لَٽَ ٽپَ ڪرڻ: آڏوُروُ ڪم ڪرڻ.

- لَٽُ ڏِيڻُ: ٻانهن جي زور تي ڪنهن کي مٿي کٽي جنگهون ڪيڻ- ڇڪي پٽڻ- ملهه ۾ راند جو هڪ قسم. ڪشو هڻڻ. ڏٽو ڏيڻ- ڪوڙ ڳالهائڻ- ڳالهه ٺاهڻ. (ٻال جو) ٽپو ڏيڻ. کسڪي وڃڻ- چوريءَ پڇي وڃڻ.

- لَٽِرُ ∈ لَٽِرَ: ذ. صفت. ٺاڪِي- چالاڪ.

- لَٽُ هڻڻُ: دغا ڪرڻ- اٽڪل ڪرڻ.

● لِمَ ∈ لِمونُ: ث. نڪَ جو گند- سِنگهه.

- لِميرو ∈ لِميرا (ت): ذ. صفت. سنگهِرُ (جنهن ماڻهوءَ جي نڪ مان سنگهه وهي)- گدلو.

- لِمَ سِنگهه ڪنڌ تيڻ: مُنجهي پوڻ- تڪليف پوڻ- آئيءَ ۾ اچڻ- تڪليف ۾ ڦاسڻ- مصيبت ۾ پوڻ.

● لِمُ ∈ لِمَ، لِمُون: ث. وڻ جو هڪ قسم- نيم.

● لَمائڻُ: مصدر. آهستي آهستي چوريءَ کسڪائي وڃڻ- چورائڻ- چوري ڪرڻ- لَٽُ ڏيڻ- لَمِٽڙي ڏيڻ- لَمائي وڃڻ- لِڪائڻ- سنهي چوري ڪرڻ.

- لَمائي آچڻُ: لڪائي کڻي اچڻ- چوري ڪري آڻڻ- يڪدم کڻي اچڻ.

● لَمُبَرُ ∈ لَمبرَ: ذ. (انگ. نمبر=عدد) نمبر- عدد- انگ- رقم. درجو- رُتبو- گريڊ- عهدو- منصب وارو- نوبت- دفعو- وقت.

● لَمُبو ∈ لَمُبا: ذ. صفت. (سن. لمب= ڊگهو) ڊگهو- دراز- طويل قامت- لَنبو- بلند- طويل- وڏو- قداور- آوچو. احمق- بيوقوف- نادان.

- لمُبو ∈ لَمُبو: ذ. صفت. ڊگهو. ڊگهو- وڏي قد وارو- طويل قامت- قداور. بيوقوف- احمق.

● لَمُ لوڙ: ذ. گوڙ گهمسان- گوڙ ڪاڻلو.

● لَمُٽِي ∈ لِمِتيُون (ل): ث. ڏٽو "اهڙي لَمُٽي هٿئي اٿئي، جو ڪڏهن ڪو نه ايندو" (جملو)- ڪشو- ٽيڙ.

- لمُپَ (ث): ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

● لمُپَٽُ ∈ لمُپَٽَ: ذ. صفت. (سن: لنپٽ= لَنڊو) لانگ ڇوٽو- لانڊارو- آبُٽرُ- اوباش- لنگوٽاڙو- ٽرڙو- وِپَلُ- لوٺيو- چٽُ- لانبڙ- لنڊو.

● لمِچڻُ: مصدر. آڏامڻ.

● لمُحو ∈ لمُحا: ذ. (ع. لمحة= اک ڇنڀ) پلڪَ- گهڙي- لمحہ- اک ڇنڀڻ جيترو وقت- تمام ٿورو وقت- سيڪنڊ- ساعت. بجليءَ جي هڪ چمڪي جيترو وقت- پَلُ- دَمُ- لحظہ.

● لمڏاڻُ ∈ لمڏاڻَ (ت): ذ. گوڙُ. جهيڙو- فسادُ- دشمني. رڳڙو- معاملو. نقصانُ- ڇيهو.

● لمسُ: ث. (ع. لمسَ= هٿ ڇُهيو) ڇُهڻ واري حالت.

● لَمڪارُ ∈ لَمڪارَ: ذ. (ڪڇيءَ جو مُحاورو) ٻُهارا نِوڙائي ڇڏڻ.

- لمڪو ∈ لمڪا: لوڏو- لوڏ.

- لَمڪو ڏِيڻُ: لوڏو ڏيئي هلڻ (عورت جو).

- لَمڪي ڏِيڻُ: گهوڙي تي چڙهي ڊوڙائڻ- گهوڙي تي چڙهي چڪر ڏيڻ.

● لمليٽُ ∈ لمليٽُون: ث. (انگ.) ليمن جو پاڻي.

● لَمَندُ ∈ لمندَ (ت): ذ. صفت. وڏو- لمبو- ڊگهو- ڏِنگو. لڙيل- نِوڙيل.

- لُمندا ڪَنَ: ڊگها ڪَنَ (شاهه ڪريم)

"جيڪا ڏاريان ٻڪري، تنهن لمندا ڪن"
(جملو- گل شڪر).

● لِيرُ نِيرُ ڪرڻ: بلڪل ٽورو چمڪڻ.

● لَمَتڻُ: مصدر. (سن. نَمُ = جهُڪَڻُ) لامارو ڏيڻ (پکيءَ جو) - آڏڻ - آڏامڻ - ميڻخ ٽيڻ - مٿي چڙهي وڃڻ. جهٽ هڻڻ - جهپو هڻڻ. ڪِسڪڻ - ڪر ٽي وڃڻ - رفو چڪر ٿي وڃڻ - غائب ٿيڻ - ڀڄي وڃڻ. لڙڪڻ - ٽنگيو رهڻ - لُڏڻ - لٽڪڻ - نِئڙڻ - جهُڪڻ - نِوڻ - نِمڻ - ڪُبڙو ٿيڻ - هيٺ ٿيڻ. لُڏڻ.

● لِمَتڻُ: مصدر. ٽِلمَتڻُ - (سُستيءَ ۾) ليٽيو رهڻ. لمندو لُڏندو هلڻ. ننڊ مان سجاڳ ٿي او ٻاسيون ڏيڻ - ڪر موڙڻ. تماڪ هٿن ۾ مَهٽڻ - چلم يا حقي لاءِ تماڪ تيار ڪرڻ. نِوڙڻ - جهڪڻ - نِمڻ.

- لَمو ۽ لما: ذ. صفت. مُڏو - "ڪپ لمو ٿئي روهيءَ تي لائجي" - لائو - گنل - ٽڪل (زمين) - ڪوڙو (سڪو وغيره) - سادو سودو - لَسو. هيٺيون يا ڏاڪٺو ڀاڱو. (اسم) لاڙ - ڏکڻ سنڌ جو هڪ حصو (خيرپور، روهڙي، سکر ۽ شڪارپور تعلقا). (اسم خاص). لس ٻيلي جي هڪ جبل جو نالو. (ظرف). پري - دور - ڏورانهون "مون اوهان کي لمو ڏٺو هو". (ڪ).

- لَمِي راهَ: ث. اڻ لتاڙيل رستو - اڻ ڀيرو ڪَسُ - نئون رستو.

● لَنُ ۽ لَنَ: ذ. (ف. لَنڊ = آلت. سن. لَنڊُ = آلت) انسان يا حيوان جو مخصوص عضوو - انساني آلت - عضو تناسل - لَنوڙو - ٽِنو - رَڳ. ذَڪَر - ڪِيرُ - ڪِلو - لَنگ - اِلدرِيُ - آڳوٺو - ٻاٺي وارو.

- لَنتن آڪِهِنو: ذ. حريص - لالچي. حاسِدُ.

- لَنُ جا ٻِڪرَ پُيڻ: ڪجهه به نه هجڻ - سَچائي هئڻ.

- لَنَ جهڙو منهن ڪرڻ: خراب منهن ڪرڻ - ڦِڏو منهن ڪرڻ - ڪاوڙ ڏيکارڻ.

- لَنُ ڏِيئِي ڇڏَڻَ: انڪاري جواب ڏيڻ - ناڪار ڪرڻ.

● لُنْبُ ۽ لُنْبَ: ذ. جهنگلي گاهه جو هڪ قِسم جو ڏٽ طور به ڪم اچي
"ويڙهيچا وَسَن تي لُلُرَ لُنبَ لائا"
مينهن جي موسم ۾ ايرندو آهي، ٽري ماڻهو ان کي "لُنبَ مَڪَڻ چنبَ" ڪري چون، ڇو ته هن جي ڪاٺڻ ڪري مال مکڻ وڌائيندو آهي.

● لُنْبَ ۽ لُنبَ: ذ. صفت. رولُو - پينانگ - ٽوهو - ڀَٽڪوارو - رولُو مارڪو - روهيڙ رُليو - ٽولاڪَڙُ - ٽر ٽاٻڙيو - رول ٻاٽي - آواره - دربدر. (شرت). ڦيٺهڙ - لابڙ - لفنگُ - چور - لوفر - لُچ - بد معاش. ڇڙو - جنهن جي شادي ڪيل نه هجي يا ڪِس ڪو عزيز نه هجي - ڪنوارو - ڇڙو ڇانڊ - مڪٺو. نڌڪو - غيباٺو - آٺات - نِڌَرُ - ويڳاٺو - ڏُليتلُ - آٻالو - غريب - مسڪين - دَرَدَرِيُ - تيهي دَستُ - ڪَنتل - آتابو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● لَنْبِڪوُ ۽ لَنْبِڪا: ذ. لپڪو. وچ ۾ ڳالهائڻ واري حالت.

● لِنْبڻُ: مصدر. (سن. لِپُ = لِنْبڻُ) ليپڻ - راڳو ڏيڻ - چنڻ - گاري سان ليٽڻ - راڳڻ - مکڻ - لِڦڻ - پلستر هڻڻ (مٽيءَ جو) - لنباوت ڪرڻ - ڀتين کي گارو وغيره هڻڻ - ليپو ڏيڻ. گاري مٽيءَ سان جاءِ جي مرمت ڪرڻ. (لنبيو - لنبندو - لنبيل).

- لِنْبَ ۽ لِنْبُون: ت. لِنبڻ واري حالت - گاري جو ليپو - راڳو - تهه - آسترُ - ليپو.

- لِنْبارائِڻ: لِنباوَتَ يا لنبڻ جو ڪم ڪرائڻ.

- لِنْبائِيُ ۽ لِنْبائِيُون: ث. (سن. لِپُ) لِنباوَتَ ڪرائي - لنبائڻ يا ليپي ڏيارڻ جو خرچ - لنبڻ جي مزوري - محنت - پورهيو - اُجورو.

- لِنْباوَتَ ۽ لِنْباوَتُون: ث. لنبائڻ يا لنبڻ واري حالت - ڀتين ڇتين جي لنبائڻ جو ڪم - لنبائي.

● لِنْبائڻ: مصدر. (سن. لِپ =) لنباوت ڪرائڻ - گاري جو راڳو ڏيارڻ - ليپو ڏيارڻ. (لنبائيو - لنبائيندو - لنبائيل).

ـ لِنبائِي ۽ لِنبائِيُ گاري سِتي ءِ سان لنبڻ جو ڪم.

ـ لِنبِٽِي ۽ لِنبِٽِيُون: دوزن ڪي بند ڪرڻ يا لنبڻ يا سيمينٽ جو گارو يا ڪَچُ.

● لَنبُو ۽ لنبا: ذ. (سن. لَنبَ =) بارڻ وارين ڪاٺين جو سٿو يا ڍِڳِي (مردي جلائڻ وقت). طُول ـ دراز ـ وڏو ـ ڏگهه ـ اوُچو ـ وڏي ڊيگهه وارو ـ ڊگهي قد وارو ـ قداور.

ـ لَنبا ۽ ذ. وڏا ڪره ـ وڏا ٽُڪرَ (مانيءَ جا) ـ وڏا پور. (پرمانند) ـ لپا ـ لپوڙا.

ـ لَنبا ڏِيڻُ: لنبَ ڏيڻ: پرندڙ نٽڊين ڪاٺين سان چڪيا ڪي باه ڏيڻ.

ـ لنباڻِ: ث. ڊِيگهه ـ لنبائي ـ ڊگهائي.

ـ لنبائِي ۽ لنبائِيُون: ث. ڊيگهه لنباڻ ـ ڊگهائي.

ـ لَنبُوڙو ۽ لَنبُوڙا: وڏو گراهه ـ پريل لپَ ـ لَپو.

● لِنبُ: ڪلراٺي زمين تي پيدا ٿيندڙ گاه جو هڪ قسم.

● لُنبُ ۽ لُنبَ (ٿ): ذ. صفت. ڊگهو ـ اٿبو ـ لمبو ـ قداوَرُ ـ اوچو. بد ـ خراب.

ـ لُنبِيڪو هڻڻُ: وچ ۾ ڳالهائڻ. خراب ڳالهائڻ.

● لُنبِيڻُ ۽ لُنبِيڻَ: ذ. صفت. ضعيف ـ ڏٻرو ـ سنهڙو ـ لاغر ـ هيٺو ـ نربل ـ ڪمزور.

● لُنبِيڻُ: مصدر. بد شد ڳالهائڻ. لڄي ڪرڻ ـ شرمندو ڪرڻ. (لُنبِيو ـ لُنبِيندو ـ لُنبِيَلُ).

ـ لُنبِيو ۽ لُنبِيا: ذ. جهڙُ ـ جِهڙِپُ ـ ڌمڪي. طعنو ـ مهڻو ـ ڏو راپو.

● لنپَ: ٿر ۾ ٿيندڙ سنهي گاهه جو هڪ قسم.

● لِنجَ ۽ لِنجُون: ث. اوڻائي ـ ڪوت ـ اڻاڻِ ـ (پاڻيءَ جي) ڪا ٻَتِ ـ ڪوتاهي ـ گهٽتائي ـ تراسائي ـ اوڻ ـ هيٺتا ـ نقصُ ـ (عقل جي) مار. احتياج ـ گهرج ـ طلب ـ لوڙ ـ ضرورت ـ ڪتي ـ کپُ ـ ڪاڻِ ـ حاجتَ.

● لنجا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● لنجارَ: اسم خاص. ڪاري ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● لنجارِي: اسم خاص. تعلقي پنو عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لنجترَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لنجِواٺِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لِنجهڻ ۽ لِنجهڻُون: ث. ٿورو واسطو ـ گهٽ رشتو ـ ٿوري ماٺتي، بيماري ـ اڪهائي ـ عليلائي.

● لنجهڻِ ۽ لنجهڻيون (ت): ث. بيماري ـ روڳ ـ اڪهائي ـ مرض.

● لَنڊو (ت): رڍن جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

● لَنڊَورُ ۽ لَنڊُورَ: ذ. صفت. لفنگ ـ لُچُ ـ بدچال ـ بد فضيلتُ ـ لوفر ـ بدمعاش.

● لَنڊُ ۽ لنڊَ: ذ. صفت. بدمعاش ـ لوفر ـ لُچُ. بنا پُڇ ـ لُنڊو.

= لَنڊَرُ ۽ لَنڊَرَ (ل): ذ. صفت. بيهودو ماڻهو ڪُڌ نڪو ـ آڌ نڪو ـ بد چال ـ بي فضيلتو.

● لِنڊُ ۽ لِنڊَ: ذ. ٿورو ـ ماڻهوءَ جو پائخانو ـ گونهه جو چاڙو ـ ليندو ـ گونهن ـ سِيلو. راند ۾ جيت يا هارَ ـ آڳت.

ـ لِنڊُ ڏِيڻُ: راند ڏيڻ ـ راند چاڙهڻ ـ شڪست ڏيڻ.

ـ لِنڊُ سِپِرانڊِيءَ اچڻُ: پريشان ٿيڻ ـ مُنجهڻُ ـ مونجهو ـ ٿيڻ ـ تڪليف ۾ اچڻ.

ـ لِنڊُ ڪاٺِڻُ: راند هارائڻ.

ـ لِنڊُ ڪَپِڻُ: سخت قبضِيُ ٿيڻ ـ مشڪلات ۾ اچي وڃڻ.

ـ لِنڊُ کهوکِهرِيُ ٿِيڻُ: پريشان ٿيڻ ـ آئيءَ ۾ اچڻ ـ تڪليف ۾ ڦاسڻُ.

ـ لِنڊُ لِنڊائِي: راند جو هڪ قسم.

ـ لِنڊُ سَڪُرُوءُ ٿِيڻُ: تڪليف ۾ پوڻ ـ پريشان ٿيڻ ـ مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ.

ـ لِنڊُ سَڪُرُوءُ ڪَرَڻُ: منجهائڻ ـ پريشان ڪرڻ ـ سوڙهو ڪرڻ.

– لِينڊو ۽ لِينڊا: ٻارن جي راند ۾ هڪڙي طرف جي شڪست – هار.

● لِينڊو ڏِيڻُ: جيتڻ – راند ۾ کٽڻ.

● لُنڊُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● لُنڊِ: تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُنڊُ ۽ لُنڊَ: ذ. هندن جو آڌِڪ مهينو – ڪبيسته – پرشوتم. ڪاسائن جي ڇهن ڪان سواءِ ٽُلهي هڏن وڏڻ جي ڪاتي – ڪاتُ. (ت). رڇَ جو هڪ حصو – "گهاڻن" جي ٻاسي وارا ٻڪا، جي چونڪن منجهان واٺجي، وڃي ٻين چونڪن سان جوڙ ڪن. (ڪ). (اسم خاص). بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو. تعلقي ڪپري ۽ تعلقي ڳڙهي خيرو ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). لُچُ – لُفنگ – لوفر – بدمعاش – بدچال. ٻنا پُڇ – لُنڊو. زهريلي نانگ يا ٻلا جو هڪ قسم.

– لُنڊُ ڏيڻُ: ملاحن جو اصطلاح. "گهاڻن" جا ٻاسي وارا ٻڪا واٺڻ.

– لُنڊَڪَ (ت): اڌڪ مهينو – پرشوتم.

● لُنڊا متيارا: تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُنڊائُو: تعلقي ديرو محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُنڊائوُ: ذ. صفت. (من. لُپُ) ٻڪٻڪيو – ٻڪواز تي – گوڙ ڪندڙ. معاملائي – جهيڙائي – لُنڊائي.

● لُنڊُرُ ۽ لُنڊُرَ (ڪ): ذ. صفت. لالچي – لوڀي – لٻيرُ. (اسم خاص). ٻلا يا نانگ جو هڪ قسم – ستپُ – ڪتپُرُ – لُنڊِي. (ث. لُنڊري ۽ لُنڊ ريون).

● لُنڊِڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ٻدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَنڊو ۽ لَنڊا: ذ. صفت. (من. لنپٽ) بي شرمو – بي حياءُ – لڄجي – ڦِڪو – لُفنگ – اوٻاش – لوفر – زناڪار – زاني – خراباتي – لانگ ڇوٽو – عياش – لُچو – ڪامي – لاندارو – شهوتي (ماڻهو) – ڇنيلو – بدمعاش – حرامي – بد ذات – ڪمينو.

– لَنڊائيِ ۽ لَنڊائيون: ث. بي شرمائي – بي حيائي. حرام. بي وفائي. (گاجرا).

– لَنڊُوُ ۽ لَنڊُوُ: ذ. صفت. حرامي – اوٻاش. لَنڊو – بدمعاش – لوفر.

– لَنڊِيُ ۽ لَنڊِيون: ث. صفت. اوٻاش (عورت) – نالائق – لَنڊِي ٻِتِي – بدڪار (عورت) – ڪميني – گهٽ ذات

"ستي تي سيڏائي، لَنڊِي تي ڪائي".

– لَنڊِيُ ٻِتِيُ: ث. صفت. بدڪار عورت – وئشيا. خاص عام – ننڍو وڏو – هرڪو – سيڪو.

– لَنڊِيُ ڪِتپُور يُ: سيڪو – غريب غني – عام خاص – هرهڪ يا هرڪو. گهٽ درجي وارو – خسيس.

● لُنڊو ۽ لُنڊا: ذ. صفت. (من. لون = وڍيل) پُڇ کان سواءِ – بي پُڇو – ڪٽيل پُڇُ وارو – پُڇ وڍيل. پنن کان سواءِ وڻ. بي يارو مددگار – بي يارو – جنهن ماڻهوءَ کي عزيز دوست وغيره نه هجي. لانڪو – نپٽو. مرد، جنهن جي زال مري ويئي هجي. بي ڪس. آها ريل گاڏي، جنهن ۾ تورا گاڏا هجن. گهٽ – ننڍو – ڇوٽو. عيبدار – ناقص. بي حيا – بي شرم – بي لڄو – بي ديدو – بي نڪو – وِيِلُ – وِلوڙُ – نبريل – وِنتيلُ – لُچو – اوٻاش – لَمپٽ – لنگوتاڙو – لوفر – بدمعاش – لُفنگ. لڄي – شرمسار – شرمندو. (اسم خاص). تعلقي آباوڙي، تعلقي جيمس آباد، تعلقي ٻدين، تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو. ڀڪي نوڙهي ڪان آلهندي طرف هڪ جبل جو نالو. تعلقي نواب شاهه ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو. سنڌو نديءَ جي ملتان هيٺان هڪ حصي جو نالو.

– لُنڊائُو ۽ لُنڊائو: ذ. صفت. لُنڊائي – گوڙ وارو – گوڙي – شوري – غوغائي – گوڙ ڪندڙ – هُلر – آجهل – خچرخلو – خرمستُ – اي لتغامُ – فسادِيُ – جهيڙائي.

– لُنڊُ پَٽلائڻُ: ضد ڪري ويهڻُ – هوڏ ڪرڻ.

– لُنڊو ڪونهو (ت): لوفر – لُچو – ڇڙو ڇانڊ.

– لُنڊو ڪُتوُ: بدمعاش – لُچو اوٻاش – لُفنگ.

● لُنڊُو ۽ لُنڊُوُ: ذ. صفت. (من. لُنڊَ + ڪ = لُنڊُو) ٻانڊو – ٻنا پُڇَ جي – بي پُڇو –

ڪتريل پُڇَ سان (بلبل وغيره). (صفت). نالائق ـ بي حيا ـ ڪمينو ـ اڻ سڌريل ـ بي لڄو ـ اڍ نڪو ـ بي فضيلتو.

● لَنڊي: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لُنڊِي ۽ لُنڊِيُون: ث. بنان پُڇَ. بلا يا نانگ جو هڪ قسم ـ زهريلي بلا ـ مانجهو. بُڇڙي ـ نالائق ـ ڪميني ـ لُچي. (اسم خاص). تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو. پبّي ٽوڙهي کان آلهندي طرف هڪ جبل جو نالو.

ـ لُنڊِي تان نہ لٿهَڻ: لُچائي نہ ڇڏڻ ـ بدمعاشيءَ کان باز نہ اچڻ.

ـ لُنڊي پاسِرِي: پاسن وارن هڏين سان هڪ هڪ ننڍي هڏي.

ـ لُنڊي خوشامد: ڪوڙي يا مٺاچري خوشامد ـ اجائي تعريف. چٽَ ـ ڏاڏَرِ ـ چاپلوسي.

ـ لُنڊِي خوشامد ڪرڻ: خسيس چاپلوسي ڪرڻ ـ ڪوڙي واکاڻ (منهن تي) ڪرڻ.

ـ لُنڊي ڪاڏَلَ: ذ. دشمن ـ حاسد ـ حسد وارو. ظالم ـ قهار.

● لُنڊِي ٻَٺِي: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَنڊو ۽ لَنڊا (ل): ذ. رسو ـ توڙهو ـ واجهه ـ ٿلهي نوڙي.

● لُنڊو ۽ لُنڊا (ث): ذ. بدمعاش ـ لچو ـ لفنگ ـ لوفر ـ اوباش.

● لَنڪا: اسم خاص. هڪ مشهور ٻيٽ جو نالو ـ راوَڻَ جي راڄڌانيءَ جو نالو ـ سرانديپ ـ جزيره سلون ـ سينگل ديپ ـ سِلون.

● لَنڪارَ ۽ لَنڪارُون (ت): ث. عشق جي تار. لَنئُن.

● لَنگِ: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَنگ ۽ لَنگَ: ذ. صفت. (ف. لنگ: منڊو) هڪ ٽنگ وارو ـ منڊو ـ لنگڙو ـ ٻنگلو ـ لولهو ـ اپاهج. منڊِڪَ. عيب ـ گهٽتائي؛

ـ لَنگِڙو ۽ لَنگِڙا (ت): ذ. صفت. منڊو ـ ٻنگلو ـ لنگ ـ لُولهو.

● لَنگو ۽ لَنگا: ذ. صفت. لنگڙو ـ منڊو ـ لُولِهو.

● لَنگ ۽ لِنگَ: ذ. هندن جي پوڄا لاءِ پٿر جي لهيل شِوَ مهراج جي آلت. انساني مخصوص عضوو. (گرامر ۾) جنس.

● لنگايت ۽ لنگايتَ: ذ. شِوَ جي لنگ يا پٿر جي ٺهيل مخصوص عضوي کي پوڄيندڙ.

● لُنگ ۽ لُنگَ: ذ. گوڏ يا سلوار هيٺان ڪپڙي جو لنگ ـ لُنگ ٻڌڻ جو ڪپڙو ـ ننڍي گوڏ ـ لانگوٽو ـ ڪڇو ـ چوتو ـ لانگوٽي ـ ننڍي چڏِي ـ لانگوٽ. پرهيز ـ پاڪائي (ت). شِوَ مهراج جو مخصوص عضوو جنهن کي هندو عورتون پوڄين ۽ ان جي ٺهل ڪن. سچائڻ جي نشاني.

ـ لُنگ ڪڍڻ: لنگوٽو ٻڌڻ ـ ننڍي ڪپڙي ٽڪر سان آڳهاڙ ڍڪڻ ـ گوڏ ٻڌڻ ـ ڪڇو پائڻ.

● لَنگر ۽ لَنگرَ: ذ. (سن. لاگنگلا < لنگر) (ف. لنگر: ناتاري) جهاز يا ٻيڙي کي روڪڻ لاءِ لوهه جو اوزار ـ ناتاري ـ ڪُنڊو ـ ٻيلي ـ ٽڪَهه ـ لنگر. اها جاءِ جتي هر ڪنهن مسافر، فقير وغير کي خيرات ملي ـ کاڌي ملڻ جو هنڌ. سداوت ـ خيرات. دان ـ زڪات ـ مڱ. مُئل کي ثواب ڏيڻ لاءِ ختمي جو رڌل پت وغيره. ڇڙَ ـ ڇلهه. پيرن ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم.

● لَنگر ڪَٽڻ: ناتاري ڪٽڻ ـ جهاز ڇوڙڻ ـ جهاز هلڻ لاءِ تيار ڪرڻ.

ـ لَنگر هڻڻ: ناتاري ڪوڙڻ ـ جهاز بيهارڻ ـ ٻيڙي ٻڌڻ.

ـ لَنگِرِي ۽ لَنگِرِي: ذ. لنگر پچائيندڙ ـ ٻورچي ـ رسوئيو ـ واڍائُو.

● لَنگِرائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (درڪاڻي بلوچن جو قبيلو).

● لِنگِڙو ۽ لِنگِڙا (ت): ذ. صفت. ڪپڙو ـ لُنگڙ.

ـ لِنگڙِ يارِي: ث. ڦاٽل ڪپڙن واري.

● لَنگڻ: مصدر. (سن. لَنگهن = لَنگهڻ) ٽپڻ ـ ٽپو ڏيڻ ـ ٽنگ ڏيڻ ـ وڃڻ ـ پار پوڻ ـ

اَڳتي وڌڻ – اورانگهڻ – لنگهڻ – وِڪ وڌائڻ. (ذ). لانگهو – ٻنا ڪاڌي جي – بُک – روزو – فاقيو. (لنگيو – لنگندو – لنگيل).

● لَنگو تاڙو ٤ لَنگو تاڙا: ذ. صفت. بي حيا – لانبارو – بي شرم – لوڏيو – بي نڪو – بي ديدو. بيهودو – لُفنگو – لُچ – فاحش – لُچو – بد چال – ڪمينو – وِيَلُ – چٽُ – لمپٽ. زناڪار – خراباتي – عياش – لانگ ڇوڙو – اسنيمي – نفس پرست – شهوت پرست – لاڳوتيو. مسخرو.

– لَنگو تاڙائي ٤ لَنگو تاڙائيون: ث. لانگ ڇوڙائي – لانبر پائي – بي شرمائي – لُفنگائي – لُچائي – زنا ڪاري. آسنيمي.

– لَنگو تاڙي (ل): ث. بدچال رَن – ڪميني – ويشيا.

● لَنگوٽ ٤ لَنگوٽَ: ذ. (سن. لَنگ + پٽ = لنگوٽ. پرا. لنگوٽي). ٽنگن وچان لنگهائي چيلهه ۾ ٻڌڻ جو ڪپڙو – لانگوٽو – لنگوٽو – ڏوتي – ٻن ٽنگن وچان لنگهيل ڏوتيءَ جو پلاند – اَگهاڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو – لُنگ – پوتڙو – پوچو – انگوشو – چوتيو.

– لَنگوٽو ٤ لَنگوٽا: ذ. صفت. پوتڙو – چوتو – انگوشو – لُنگ – چوتيو – لانگوٽو – گوڏ – لاڪ – منجهلو – ڏاٻ – ڏوتي.

– لَنگوٽي ٤ لَنگوٽيون: ث. ڏوتي – اَگهاڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو – چوتو – لُنگ – لانگوٽ – چوتيو – چڏي.

● لَنگُور ٤ لَنگُورَ: ذ. صفت. (سن. لانگولن = باندر) ڏگهي پڇ ۽ ڪاري منهن سان باندر جو هڪ قسم – پولڙو – باندر – پولون – وانرُ. سست – ٽوٽي.

لُنگي ٤ لُنگيون: ث. (ف. لُنگي) پٽ مان ٺهيل ڪپڙي جو هڪ قسم، جو پٽڪي طور ڪم اچي.

● لَنگها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو – مڱڻهار.

● لَنگهڻ: مصدر. (سن. لَنگهن) گذرڻ – مٿڙ – رستي تان لنگهڻ – رستو پار ڪرڻ – ڪنان پند ڪري وڃڻ – لنگهي وڃڻ – وڃڻ – اڳتي نڪري وڃڻ – پار پوڻ – اورانگهڻ – اڳتي وڌڻ – هليو وڃڻ – لتاڙڻ – حد ٽپڻ – آڪرڻ – جهاڳي چڙهڻ. (لنگهيو – لنگهندو – لنگهيل). (ذ). سڄو ڏينهن بُک ڪڍڻ واري حالت – فاقو – اپواسُ – روزو – بُکَ (ذ. صفت). روزيدار – بُکيو – ٻنان ڪاڌي – بُکايل – نيرانو.

– لَنگهه ٤ لَنگهه: ذ. صفت. لنگهڻ جو رستو – واٽ – لانگهو – لَڪُ – رستو – پيچرو – دڳ – واٽ – سيڙُ – گس – راهه – گذر – اچڻ وڃڻ جو رستو. پيلاٽي – پايابُ – سڙڪ – گهٽ ۽ ٻُنيو – ڪڙاهه. آمد رفت – اچ وڃ – لتاڙ.

– لَنگهائڻ: مصدر. لنگهائي ڇڏڻ – پار پهچائڻ – رَسائڻ – منزل تي پهچائڻ. وِجهڻ – اندر ڪرڻ – داخل ڪرڻ – گهيڙائڻ. (لنگهائيو – لنگهائيندو – لنگهايل).

– لَنگهه لَنگهڻ: تڪليف ڪان ٽپڻ – مصيبتُ مان آزاد ٿيڻ – مشڪلاتن مان پار پوڻ.

– لَنگهڻ پوڻ: بُک ڪڍڻ – روزو رکڻ – فاقو ڪڍڻ.

– لَنگهڻ ڪڍڻ: بُکَ هڙتال ڪرڻ – بک ڪڍڻ – ماني نه کائڻ – بک مرڻ – روزو رکڻ – اپواس ڪرڻ – بُکون ڪاٽڻ – بُکن ۾ پاهه ٿيڻ.

– لَنگهڻ ڪرڻ: بغير ڪاڌي گذارڻ – بُکيو رهڻ – فاقي ۾ رهڻ.

– لَنگهڻي ٤ لَنگهڻيون: ث. فاقي جي ماني – جنهن گهر ۾ قضيو ٿيل هجي، آن گهر لاءِ پاڙي واري يا عزيز جي ٺهرايل ماني – ڪڙي ڪُني.

– لَنگهي پارُ پوڻ: ڏکن منجهان سُک حاصل ٿيڻ – مصيبت جا ڏينهن پورا ڪرڻ – ڪابه تڪليف باقي نه رهڻ.

● لَنگهڻي: اسم خاص. تعلقي ماماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لَنگهو ٤ لَنگها: ذ. (سن. شلانگ) ڏُهلاري – مڱڻهار – گيٽو – مڱتو – ميراثي. لنگهڻ جو ڏکيو گس – اٽانگو پيچرو – ڏُکيو – لَنگهه. بي حيا – بي شرم – بي نڪو – بي ديدو – بي لڄو – شوخ –

بي ادب – نرلجو. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (پدڪ). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. (ث. لنگهي ۽ لنگهيون).

– لنگهو ٿي ويهڻ: بي حيا ٿيڻ – ظاهر ظهور ڀڙو ڪم ڪرڻ – نرلجو ٿي ويهڻ – اکيون پوري ويهڻ.

– لنگهو ڏيڻ (ت): نشان ڪرڻ.

● لنگهيجي: اسم خاص. تعلقي ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لنگو ۽ لنگا: ذ. لڱو – دفعو – ڦيرو – گهمرو.

● لنو ۽ لنون: ث. (سن: لي=چنبڙڻ) ليس – چيڙهه – چيڙ – لو – ليپس – ليڪليڪ – جمر – گهاٽاڻ. لنءُ – تار (تن ۾) – لڳني – عشق – چاهه – پريت – پريم – موهه – پيار – محبت – پيوند – ممتا – الفت. بندگي – عبادت – پڳتي. عيب – گهٽتائي – نقص. مڇي ڦاسائڻ جي چار جو هڪ قسم.

– لنو لائڻ (ت): عيب لائڻ – ڏوهي ڪرڻ – ميارِي ڪرڻ.

● لنواري: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● لنوائڻ: مصدر. گوٿنات ڪرڻ – نتائڻ – ڪسائڻ – ليکي وجهڻ – ڪو خيال يا ڌيان دل ۾ آڻڻ. ڳالهه ڦيري وجهڻ – ڪترائڻ. بي عزتو ڪرڻ – بي مانو ڪرڻ – هتڪ عزت ڪرڻ – بي آبرو ڪرڻ. (لنوائيو – لنوائيندو – لنوائيل).

– لنوائي ڇڏڻ: نتائي ڇڏڻ – لهرائي وجهڻ – ڪسائي وجهڻ – ڀڃي وجهڻ.

– لنوائي وجهڻ: نتائي وجهڻ – ڪسائي وجهڻ – حرفت سان ڳالهه ڦيرائي وجهڻ – گوٿنات ڪرڻ – ڪن ٽار ڪري وجهڻ.

● لنوندي ۽ لنونديون: ث. تڪليف – مشڪلات – ڏاکڙو – اوجهڙ – درد سري – ڪشالو – دقت – جاکوڙو – زحمت – جنجالو – آزار. خرابي – وڳوڙ – گڙٻڙ – ڪتراڳ – ڪاسارو – ڪاٻارو – مغز خوري – خفو – مٿي هڻڻ – لتاڪو – ڪِت پٽ – پٽو – ڦيرائبو.

● لنوڻ (ل): مصدر. پکين جو هيٺ لهڻ ۽ چڙهڻ – لمڻ – لڏڻ – لامارا ڏيڻ – لهڻ چڙهڻ. لات لنوڻ.

● لنوهار ۽ لنوهارون (ت): ث. ٿوري هوا – مختصر واءُ.

● لنءُ ۽ لنئون: ذ. عشق – محبت – قرب – پيار – الفت – نينهن – لنهه – پريت – ناتو – چاهه – موهه – پريم – لغار عشق. عبادت – بندگي – پڳتي – پنگتي – پوڄا پاٺ. خيال قائم – پڪو ارادو. مڇي ڦاسائڻ جي چار جو هڪ قسم. لوهي تار.

– لنءُ لڳائڻ: نينهن لائڻ – دلي قرب ڳنڍڻ. پڳتي ڪرڻ – عبادت ڪرڻ – بندگي ڪرڻ – دل سان پوڄا ڪرڻ.

– لنءُ لڳڻ: محبت ٿيڻ – عشق لڳڻ – تن ۾ تار لڳڻ. (محبت يا بندگي) قائم ڪرڻ – پڪو ٿيڻ.

– لنءُ لنءُ: رڳ رڳ – روم روم – بدن جو عضوو عضوو – وار وار – نس نس. مسام.

– لنءُ لنءُ ٺرڻ: رڳ رڳ ٺرڻ – بيحد مسرور ٿيڻ – تمام گهڻو خوش ٿيڻ.

– لنءُ لنءُ جو ياد ڪرڻ: ساهه پساهه جو ڪنهن کي ياد ڪرڻ – تن ۾ تار لڳي رهڻ.

– لنءُ لنءُ کي لغام چاڙهڻ: پوري طرح (محبت ۾) قابو ڪرڻ.

● لنئو ۽ لنئا: ذ. ڪنهن شيءِ کي ساڙڻ لاءِ باهه ٻارڻ لاءِ گاهه جو ٻوڙو – لنئو. باهه جو شعلو – چڻنگ. جذبو.

● لنڻ (ل): سُٺي حالت.

● لُڻائڻ: مصدر. (سن. لُو) ڪپائڻ – لهرائڻ – لُڻڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ – لاٻارو ڪرائڻ.

– لُڻائي ۽ لُڻائيون: ث. لاٻاري جي مزوري – لُڻڻ جو عيوضو – لائي – لُڻتي – لُڻائي – لُڻائي جو اجورو – محنت – مزوري – پورهيو.

● لڻجهه ۽ لڻجهون (ت): ذ. صفت. ٿلهو ٿورو حصو – ڪجهه ڀاڱو.

● لُڏڻ: مصدر. پڪل فصل يا گاهه وڍڻ – ڪپڻ – ڪٽڻ – لاٻارو ڪرڻ – لاٻارو وجهڻ. (لُڏيو – لُڏيندو – لُڏيل).

● ماهِين ج ماهِيُون: ث. (سن. مُشَ = ناس ڪرڻ - ڪُهڻ). خونريز مقابلي (ماهي) ۾ ماريل مڙس مٿان هڪ خاص قسم جي نَل واري قبر (ڏيوري). ("گهاري لڳ پنيور جي پيڙي جي آتران تي ماهيون آهن." جن مان ۾ ڪرامتي بلوچن جون ۽ هڪ جوکيائي، جي جا ڪرن سان وڙهندي مارجي ويا). (ن - ب).

● ماهِينڊ ج ماهِينڊَ (ل): ذ. چوپائي مال جي ڳچيءَ ۾ پڌل گهٽين ڳنڍين وارو رنگين ڌاڳو - ڳانو. (مهيري).

● ماهِيو ج ماهِيا: ذ. (سن. مَهشِي = مينهن) ماهو مال - مينهون. (صفت). مينهن جو - ماهي مال جو.

- ماهيلو ج ماهيلا: ذ. صفت. کير سڪڻ وڪڻندڙ - ماهيتڙ - ماهيڙو.

- ماهِيو چمڙو: ذ. مينهن جي کَل - ماريل مينهن جو چمڙو - ماهو چمڙو.

● ماءِ: ث. (سن. مارگ = ماڳ) ماڳ - هنڌ - جاءِ - جڳهه - جُوءِ - منزل مقصود.
"ريءَ همراهي هاديءَ جي مُور نہ سِڙي ماءِ"
(سريراڳ - شاهہ).
بندر. (ڪاجرا).

● ماءُ: ذ. (ع). پاڻي - جَل - آبُ - نِيرُ - جَرُ. رَسُ - عَرقُ.

- ماءُاللحم: ذ. گوشت جو عرق - گوشت جو چڪايل عرق.

● ماءُ ج مائُون، مائُرَ: ث. (پرا. مائُو آ. سن. ماتڪا>ماتر>ماتا>ما = ماءُ) امي - آمان - امڙ - ماتا - والده - مادر - جيجل - جڻيندڙ - جنني - آئي. آيل.
"ماءُ سا ماءُ، پيو سڀ دنيا جو واءُ" (چوڻي).

- مائِتو ج مائِتا: ذ. صفت. ماءُ جو - ماءُ وارو. پيءَ ماءُ سان - ماتيلو - ماتيجو - ويڳو.

- مائِتو پِيئُتو: ذ. صفت. ساڳي ماءُ پيءُ جو - سڳو - سڪو - سچو - پورو - نيڪ - حقيقي. مالڪن وارو - ڏڻين وارو.

- ماءُ پيڙو ڪرڻ (ڪ): قبر ۾ پورڻ - دفن ڪرڻ.

● مائِٽ ج مائِٽَ: ذ. (سن. مِتر = مائٽ) مِٽُ - عزيز - رشتيدار - خويشُ - سڪو - سڱيڻو - شريڪ - سيالُ - سڳو - قريب - ويجهو. (ث). (مائِٽِياڻِي ج مائِٽِياڻِيُون).

- مائِٽاڻو ج مائِٽاڻا: ذ. صفت. عزيزاڻو - عزازت جو - شريڪت جو - رشتيداريءَ جو. ماءُ پيءُ وٽان ورثي ۾ مليل (مال وغيره).

- مائِٽِي ج مائِٽِيُون: ث. مِٽاچاري - سڳائي - عزيزي - عزازت - مِٽِي - رشتيداري - قرابت - شريڪت - سڪائي - لاڳاپو - ناتو - ڳانڍاپو - ميڙ - تعلق - نسبت - واسطو. سڱ - شادي.

- مائِٽِياڻي ج مائِٽِياڻِيُون: ث. عزيزياڻي - رشتيدار - سڳي - سڪي - مِٽَ - شريڪ.

- مائِٽِي چَوائِڻ: ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي پاران سڱ بند جي ڳالهہ ڪرڻ - وچ واري ماڻهوءَ جي هٿان شاديءَ جي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ.

- مائِٽِي چَوڻ: سڱ گهرڻ رشتيداري ڳنڍڻ - مائٽي ڪرڻ - سڱ چڪائڻ - ٻانهن گهرڻ - سڱاوتي ڪرڻ.

- مائِٽِي ڪرڻ: سڱ ڪرڻ - رشتو ڳنڍڻ.

- مائِٽِي ڪندڙ زالَ: وچ واري - سڱاوت ڪرائيندڙ زال - ڏُوتِي.

● مائِچو ج مائِچا (ل): ذ. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم - ساهيچو. ماهيچي سان ڪيل ٻِٽِي ليڪَ. (ن - ب).

● مائُڙي: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مائِگڻ (ل): ذ. صفت. رنگ آٿ جو.
"مائگڻ محبوب جا سينگاريا سونهن"
(شيخ ابراهيم).

● مائِلُ: صفت. (ع). لاڙو ڪيل - جهڪيل - ليٽيل - لِميل. راغب - لاڙُو. چاهہ وارو - شائق - خواهشمند. متوجهہ. ملتفت. عاشق.

▬ مائِلُ ٿِيَڻُ: لاڙو ڪرڻ - جهُڪڻ - لڙڻ. راغب ٿيڻ - متوجهه ٿيڻ - رجوع ٿيڻ - رغبت ڪرڻ. فدا ٿيڻ - مفتون ٿيڻ - فريفته ٿيڻ.

▬ مائِلُ ڪَرَڻُ: رُجوع ڪرڻ - راغب ڪرڻ - متوجهه ڪرڻ - توجهه ڏيارڻ. پنهنجي طرف ڪرڻ - لاڙڻ - لاڙو ڏيارڻ.

● مائِلوُ ۽ مائِلا: ذ. ڪاري جي سڄيءَ جو هڪ قسم (نانگ جهڙي) - مائِيلو. (ن - ب).

● مائِڻ: مصدر. مانئجڻ - ماپجڻ - سمائجڻ - پورو اچڻ. (مائيو - مائيندو - مائيل). (پرمانند).

● مائو ۽ مائوَ؛ ماوا: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم. کير کي ڪاڙهي گهاٽو ڪري اُن مان ٺاهيل مٺائي. (ف. مايه) مار - تت - ست - جوهر - مايو - مغز - ماهيت - مال. پسارڪي وکر جو هڪ قسم. رنگ جو هڪ قسم - نيلو رنگ. ماپ - انداز - وزن - مقدار. (ت). تولهه - تلهائي - تلهاڻ. (صفت). نيلو - ليرو - آسماني. ڪُئنرو - نرم - پٽڙو.

▬ مائپيدارُ ۽ مائپيدارَ: ذ. صفت. مائي جو - مائپي وارو - مائو پيل. ڳرُدار. سٽرو ٽر - جسم وارو - پينو - مضبوط - ٺهرو.

● مائِيُ ۽ مايُون: ث. (س. ماتر = ماءُ) ماءُ - امڙ - امان - ماتا - مادر - آئي. ڄڻائيندڙ عورت - نپائيندڙ عورت - دائي - آيا. ڪابه عورت. ڪنهن به عورت کي سڏ ڪرڻ لاءِ عزت وارو لفظ. بيماريءَ جو هڪ قسم - وڏي مائي - ماتا - ٿڏي - ميتلا - چيچڪ - وڏي ماتا.

▬ مائِيُ ٻَاپُ: ذ. ماءُ پيءُ - ماتا پتا - مادر پدر - والدين. پالڻهار - ان داتا. حاڪم.

▬ مائپيتو ۽ مائپيتا: ذ. صفت. ماءُ جي طرفان. ماءُ جو. هڪڙي پيٽ جو.

● مائپيتو پيتو: ذ. صفت. هڪڙي ئي ماءُ پيءُ جو - سڳو.

▬ مائِيءَ جو مَنڊل ڪڍڻ: مائي جي بيماري وقت مٽيءَ جو چاڙهو پائيءَ مان پري ڪڍڻ.

● مائِيءَ جو موت ڪائِڻُ: مائيءَ جي بيماريءَ جو هتي وري شروع ٿيڻ.

▬ مائِيُ جي ميهرَ ڪَرَڻُ: ماتا جي بيماري نڪرڻ.

▬ مائِيُ ستَتائِڻُ: مائي جي بيمار کي آرام ڏيڻ لاءِ ڳائڻ ۽ سڳن ساٺ ڪرڻ.

▬ مائِيُ نِڪرَڻُ: ماتا نڪرڻ - چيچڪ جي بيماريءَ ۾ ورتجڻ.

● مائِپهُوتو ۽ مائِپُوتا: ذ. صفت. سون جو ڪم ڪندڙ - سونارو - سونارُ - سُنار.

● مائِيُ ڳَاڙهِيُ: اسم خاص. ڪراچي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مائِيُون پُوڄڻُ (ث)؛ شاديءَ جي پٺي ڏينهن تي گهوٽ طرفان پنهنجي ڪاڏي مان مٽ ڳرهه نياڻين لاءِ ڌار ڪري رکڻ.

● مايا ۽ مايا؛ مايائُون: ث. (س). قدرتي طاقت - عجيب طاقت. خدائي طاقت. ايشور شڪتي. قدرت. ظهور قدرت - نيچر - فطرت - خلقت - رچنا - بازي - کيل - هٿ نات - هٿ جي چالاڪي - طلسم. ڪرشمو - ڪرامت. ٻاهرين شين جو ڪوڙو ڏيکاءُ (جو حقيقت ۾ ڪجهه نه آهي، پر رڳو وهم آهي) - نَسِڳُو روپ. جڙتو ناهه - ڪوڙو خيال - پرت پاسَ - آوِديا واد. وهم - ڀرم. ٻاهريون نظارو - ڏيک - ويک - ڏيکاءُ. ٺڳي - دغا - دلبو - ڌُتار - مڪر - فريب - ڪپت - ڇَلُ. لوڀ - موهه - لالچ - لالچائيندڙ شيءِ - ڀرم - جال. ناڻو - ڌن - دولت - مال - ملڪيت - زر - مايا - پئسو. وَجهه - وَملو - ٽپڙ ٽاڙي - اسباب. ڪرپا - رحم - ڪرم - ديا - ٻاجهه. قرب - پيار. بازيگر جي زال. زال. عورت. رونق. روشني. بهار. ڪيفيت. لطف. روح - آتما - پران - جان.

▬ مايا اُڏائِڻُ: اجايو خرچ ڪرڻ - پئسو ڦوڪڻ - ناڻو دُف ڪرڻ.

▬ مايا جو مُريدُ ٿِيَڻُ: ڪنجوس ٿيڻ - بخيل ٿيڻ.

▬ مايالُو ۽ مايالُو: ذ. صفت. مهربان - ٻاجهارو - ڪرپالو.

▬ مايا وِيُ: ذ. صفت. مايا جو - مايا روپي - چالاڪ - ٺڳ. (گاجرا).

- مايتڪ يا مائتڪ: ذ. صفت. خدا جي مايا جو- قدرتي. (ڳاجرا).

● مايت: ث. (ع. ماهيت جو بگڙيل). ماهيت- حقيقت - اصليت - بناوت.

● مايتر: ذ. صفت. جوين کي پهتل - مائي وارو- متارو - ٿُلهو - سٿيو. (ذ). پلي جو هڪ قسم- آنيارو پلو- مادي مڇي. (نر مڇيءَ کي آيڙو چوندا آهن).

● مايو ۽ مايا: ذ. (ف. مايہ). اصلي مادو- اَصل - حقيقي وجود. مار- تت - مت - جوهر- مغز- ماهيت - مال. مائو. سبب - جڙ- مادو- پڻهائي - ڪارڻ - بنياد. ذخيرو- موجودات - موڙي. (شاهه).

- مايپدار ۽ مايپدار: ذ. صفت. تت وارو- مار پريو - پريل - وزنائتو.

● مايوس ۽ مايوس: صفت. (ع). نيراس - ناآميد - ويڳاڻو - بي آس - نراسو- بي توقع - ناڪام- نامراد - دل شڪستو - بي آميد.

- مايوس ٿيڻ: نااميد ٿيڻ-نراس ٿيڻ- بي آس ٿيڻ- اميد ٽٽڻ - ناڪام ٿيڻ - دل ٽٽڻ - دل شڪستو ٿيڻ.

- مايوس ڪرڻ: نا اميد ڪرڻ - نراس ڪرڻ- بي آس ڪرڻ - ناڪام ڪرڻ - دل ٽوڙڻ.

- مايوسي ۽ مايوسيون: نيراسائي - ناآميدي - دل شڪستي - محرومي - نامرادي - ناڪامي.

● مايہ: ذ. (ف. مايہ = هوند) هوند - پونجي - سرمايہ - جمع. راس المال. اصل. مادو. مقدار. قدرت. سامان. بنياد. زر - دولت. مايو.

● مُباح ۽ مُباح: صفت. (ع). مناسب - روا - جائز- واجب - حقي - حقائتو - حلال جو - رهندو - قانوني - شرعي - باقاعدي - درست - صحيح - برحق. پاڪ- صاف - شُڌ - پوتر. (ظرف). بخش - معاف - ڇوٽ.

- مُباح ڪرڻ: جائز ڪرڻ - روا رکڻ - حلال ڄاڻڻ - درست سمجهڻ. بخش ڪرڻ - معاف ڪرڻ - بخشي ڇڏڻ.

● مُباحثو ۽ مُباحثا: ذ. (ع). بحث - مُناظرو - تڪرار - سوال جواب - رد بدل - وادو وادو- واڪ ويڙهه - مقابلو - حُجت.

● مُبادا: ظرف. (ف). متان - نہ ڄاڻان - متان - متان متان - ڇيم - متان نہ - الاجي - شال ائين هجي - خدا رکي وٽي - خدانخواستہ - خدا نہ ڪري - اتفاقاً - ڏيو ڪٿي - ڪهڙي خبر - جيڪر - ممڪن - هوند - ٿئي سگهي ٿو.

● مُبادلو ۽ مُبادلا: ذ. (ع. مبادلہ) مٽا سٽا - بدل سدل - واري ڦيري - تبادلہ.

● مُبارڪ ۽ مُبارڪون: ث. (ع. مبارڪ = ڪير) وادائي - ڪير - مبارڪي - مبارڪي. جس - شاباس - شاباس. دعا - آشيرواد - آسيس - بندگي. (اسم خاص). تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- مُبارڪباد ۽ مُبارڪبادون: ث. ڪير - وادائي - مبارڪ - مبارڪبادي.

- مُبارڪبادي ۽ مُبارڪباديون: ث. ڪير - وادائي - مبارڪ - مبارڪباد.

● مُبارڪ ۽ مُبارڪ: ذ. صفت. (ع. برڪ = دعاڳو ڪيو ويو) برڪت وارو - بابرڪت - خوش نصيب - خوش قسمت - ڀلارو - ڀاڳ وارو - سڀاڳو - سڀاڳو - ڏڻ - شُڀ - سعيد - سعيد. پوتر - پاڪ - مُقدس. سُٺو - چڱو - مُوافق - لائق - وڻندڙ - موچارو.

● مُبارڪپور: اسم خاص. تعلقي سکر ۽ پني عاقل ۽ تعلقي ٺل ۾ هڪ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُبارڪ جاگير: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُبارڪ واهہ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُبارڪي ۽ مُبارڪيون: ث. مغز جي هڪ بيماري - مغز جي سوڄ - سرسام - بي هوشي. (ڳاجرا). خشڪي - وائل - هذر - هذيان - چريائي. وڪل - بڪ - ڳالهائڻ. (پرمانند).

● مُبارو ۽ مُبارا: ذ. اسم. پکيءَ جو هڪ قسم- چيري جو هڪ قسم - کهکهہ پکي. (پرمانند).

● مُباشرت: ث. (ع). همبستري - جماع - محبت واري - صحبت - خلوت - مُجامعت - ڀوڳ - رنگ رس.

- مُباشَرَت ڪَرڻُ: جماع ڪرڻ - صحبت ڪرڻ - يوڳ ڪرڻ - مجامعت ڪرڻ - همبستري ڪرڻ - پتهڻُ. (آصفيه).

مُبالغو ۽ مُبالغا: ذ. (ع. بَلَغَ = هن ڪوشش ڪئي) اجائي ديگهه - پتاڙ - آناءُ - وڌاءُ - زياده بياني - ڊگهي ڳالهه - حد کان زياده ڳالهاءِ.

- مُبالغو ڪَرَڻُ: وڌاءُ ڪرڻ - ڊيگهه ڪرڻ - پتاڙ ڪرڻ - حد کان وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ - اجايو وِستارُ ڪرڻ.

● مُباهِيُ ۽ مُباهِيُ: صفت. تيجسي - تيجوانُ - پرتابي - مٿيار - مُنوّرُ. جتليل - بُزرگ - اوچو - مٿاهون - اعليٰ - عالِي - وڏو - چڱو ڀو. عاليشان. (پرمانند).

● مُبُتَدا: ث. (ع). شروع - اوّلُ - مُنڍ - مُهاڳ - ابتدا. علم نحو جي اصطلاح ۾، جملي ۾ ضروري لفظن مان آهو لفظ، جنهن بابت ڪجهه چيل هجي. مثلاً: "احمد عالم آهي". انهيءَ جملي ۾ احمد مبتدا آهي. (علم نحو).

- مُبتَدِيُ: صفت. ظرف. شروع وارو - شروع جو - ابتدائي - شروعاتي - اوائلي. (پرمانند).

● مُبتَلا: صفت. (ع). ڦاٿلُ - گرفتار - ورتل - مُنجهيل - اڙيل - ڦيٿلُ. ڪنهن آفت ۾ ڦاٿل. ٻُڌل - غلطان - پيچانُ. وَرُ وَڪَڙَ ۾ آيل - گهيريل - وڪوڙيل. عاشق - فريفته - دلداده - گرويده - موهتُ - چِڪَنِ - مست. مصروف - مشغول - رُڌل - لڳل - جُنبيل - چُهٽيل.

● مُبَدَّلُ: صفت. (ع). بدليل - مُتغيّر - ڦريل - مٽيل - بدلايل. (آصفيه). ڦرندڙ گهرندڙ. (پرمانند).

● مُبذُولُ: (ع). خرچ ڪيل - خرچيل. قبول ڪيل - مڃيل - اقرار ڪيل. بخشيل (شيءِ).

● مُبَرّا: صفت. (ع). بيزار - ڪَٽَڪُ - خَفي - وِرچيل - تَنگ - عاجِزُ. آزاد - ٻَري - چِٽل. پاڪُ.

● مُبَرائيُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُبَرو ۽ مُبَرا: ذ. پَڙَين شين جي ماپڻ لاءِ هڪ وڏو ماپو - ڪرنڊي. (پرمانند). (ث. مُبري ۽ مُبريون).

- مُبَرو مَٽَڻُ: ڪنهن ماپي يا برتن کي ٽمتار پرڻ - زور سان دٻي پيري وٺڻ.

● مُبَشِّرُ: صفت. (ع). بشارت ڏيندڙ - خوشخبري پهچائيندڙ.

● مُبَصِّرُ: صفت. (ع). ڏسندڙ - جاچيندڙ - نهاريندڙ. سجاڳ - جاڳيل. پرکيندڙ - سڃاڻندڙ. جوهري - صراف. (آصفيه).

● مُبلَغُ: ذ. (ع). مقدار - انداز - وزن - رقم جو تعداد.

● مَبنِي: صفت. (ع). جنهن تي ڪنهن ڳالهه جو بنياد هجي - بنياد ڪيل - بنياد رکيل - بنيادي.

● مُبو ۽ مُبا (ث)؛ ذ. چيڙو - پچاڙي - چيهه - ڏنگ. پڇاڙي - حدّ.

● مُبهَمُ: صفت. (ع). ڳُجهو - لِڪَلُ - پوشيده - مخفي. شڪي - مُشتبه - مَشڪوڪ - بي چٽيو - گول مول. مُنجهيل - پَرميلو - اڻ چٽو - جهڪو - مُذبذب. آهو ڪلام، جنهن جو ٻن معنائن هجڻ سبب صحيح مطلب سمجهه ۾ نه اچي. گرامر جي اصطلاح ۾ ضمير جو هڪ قسم - نامعلوم اسم جي بدران ڪم آيل ضمير. مثلاً: "ڪو، ڪير، ڪهڙو وغيره".

● مَبهُوتُ: صفت. (ع). حيران - وائڙو - حيرت زده.

● مُبيچا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُبيچائِيُ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُبِينُ: صفت. (ع). ظاهر - آشڪار - پڌري پٽ - صاف - صَريح - کُليل - پرگهٽ - روشن - ساکيات - پڌرو - ظاهر ظهور - وِيڪتِ - نشان بَرُ - صفا - چِٽو. سچِٽُر - تصويرن سان صاف ڪيل - چٽو ڪيل - سمجهايل - کولي ٻڌايل - ارٿ ڪيل - نِرِوار ڪيل - ظاهر ڪيل - پڌرو ڪيل - نِرمل - آڇو - اُوجلُ.

● مَتِ ﷺ مَتِيَوُنِ: ث. (سن. مَتِ = سمجهه)
سمجهه - ٻوجهه - ٻُڌي - هوش - فهم - ادراڪ -
پُرجهه - پروڙ - وقوف - هوش - حوصلو - چيتو - عقل -
زيرڪي - خِرد. دانائي - سياڻپ - هوشياري. سوچ -
ويچار - خيال - غور - قياس - خوض. گُتِ. ڏيان.
انديشو - ڪَتَ - هُر تُر - اُنسو. ڏَس - صلاح -
رٿ - راءِ - اٽڪل. نصيحت - هدايت - آپديش -
سمجهاڻي - سبق. عادت - علت - هير - ورد. سيڪت -
سزا - چٽ - مار - تنبيهه.
"جنهن مت موني جت ڙي اد يون."
(فتح).
▬ مَتِ آچَڻُ: عقل اچڻ - هوش اچڻ - سمجهه اچڻ.
سبق سکڻ - نصيحت حاصل ڪرڻ. سيڪت سلڻ -
سزا سلڻ - چٽ ٿيڻ.
▬ مَتِ ڏِيَڻُ: صلاح ڏيڻ - راءِ ڏيڻ - عقل ڏَسڻ -
تدبير ٻڌائڻ - عقل جي ڳالهه ٻڌائڻ - مشوره ڏيڻ -
نصيحت ڪرڻ - آپديش ڏيڻ - وات ڏَسڻ - رستو
ٻڌائڻ - ترڪيب ڳولي ڪڍڻ. سزا ڏيڻ - تنبيهه ڪرڻ -
چٽ ڦٽ ڪرڻ.
▬ مَتِ ڦِرَڻُ: مت مارجڻ - هوش ڪم ٿي وڃڻ -
عقل مارجي وڃڻ - مت کسجي وڃڻ.
▬ مَتِ ڪُنَڻُ (ت): عقل چِڙائي وڃڻ - هوش حواس
ڪم ٿي وڃڻ.
▬ مَتِ ڪُٽو ﷺ مَتَ ڪُٽا (ت): ذ. صفت.
بي سمجهه - ڪم عقل - ڪم ظرف - بيوقوف - چرپٽ.
▬ مَتِ ڪَسِجَڻُ: سمجهه وڃڻ - عقل چٽ ٿيڻ.
▬ مَتِ سَاجَڻُ: سمجهه وڃڻ.
▬ مَتِ ڪَسَڻُ: هوش وڃائڻ - حوصلو خطا ڪرڻ -
عقل وڃائڻ - حواس ڪم ڪرڻ - بي خطا ڪرڻ.
▬ مَتَ ڪِيَسَڻُ: آلتي مت اچڻ - آبتي سمجهه ٿيڻ -
ٻُڌي مارجي وڃڻ.
● مَتِيُّي ﷺ مَتِيُّيُونَ (ت): ث. سزا - مار -
سيڪت - تنبيهه - هدايت.
▬ مَتِ هِيڻُ ﷺ مَتِ هِيڻَ: ذ. صفت. سمجهه
کان خالي - بي هوشو - بي وقوف - ڪرذهن. بي عقل -
مورک - ڳهيلو - ڏُوڌُ - پَتڪو - موڳو مَتو - آٿاسو -
اڏايو - جاهل - موڙهل - ڪُند - جَڙ. آناچاري -
آڌرمي - بي دين - ڌرم هِيڻُ.
▬ مَتِيُون مُنجهَڻُ: حواس خطا ٿي وڃڻ -
واٽرو ٿي وڃڻ - حيران ٿي وڃڻ. موڳو ٿيڻ -
مست ٿيڻ.
● مَتُ ﷺ مَتَ: ذ. (سن. مَتَم = رايو) مذهبي
ٽولي - پنٿ - فرقو - ڪوفو. "مثلاً: ٻُڌ مت وغيره."
ڌرم - دين - مذهب - آست - ملت. ويساهه - نشچو -
پروسو - ايمان - عقيدو - اعتبار - يقين - نياءُ ذرشن -
نياءُ شاستر - سِدانت - خاطري - پَڪ. (پرمانند).
جبل جي پُٺي - ماٿري - ماٿر. (ڪ).
▬ مَتَائِي يا مَتَيِي: ٻئي جي مت ٿي هلندڙ.
▬ مَتُ مَتَانتَر: ذ. ڌرمي عقيدو - مذهبي سِدانت.
(پرمانند). جدا جدا اعتقاد - جدا جدا پنٿ. (گاجرا).
▬ مَتُ هِيڻُ ﷺ مَتُ هِيڻَ: ذ. صفت. آناچاري -
بي دين - آڌرمي - ڌرم هِيڻُ.
● مِتِ: ث. (سن. ما = مَتَڻ). شمار. مَپ - ماپ.
▬ مِتِ آهاري ﷺ مِتِ آهاري: ذ. صفت.
ٿورو کائيندڙ - واجبي کائيندڙ.
● مُتُ ﷺ مُتَ (ت): ذ. صفت. ٿلهو -
ڏونسو - مُٽڪو - ڏگ. (وفا).
● مُتابِعَت: ث. (ع). تابعداري - فرمانبرداري -
اطاعت.
● مُتاثِرُ: صفت. (ع). اثر هيٺ آيل - اثر پذير -
اثر قبول ڪندڙ - اثرائتو - مؤثر. ڪارگر -
ڪارآمد. دل تي اثر ڪندڙ - دل ۾ چُڀندڙ -
رقت انگيز. (آصفيه).
● مَتارا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مَتارو ﷺ مَتارا: ذ. صفت. (سن. مَدَ =
مستي) ٿلهو - موٽو - (بدن ۾) ڀريل - ڌُنبو -
ڏٽو مُٽو - سٽر و تر - چوپُڪو - ڏَستالُ - جَبرو -
جالتو - توي - جُنگ - سَدُرُ - ڀَتو - جتو - زُنو -
قوقانک - ڏُونسو - مُٽڪو - ڏگُ - سَپٽرُ - رُڌُ.
تندرست - چڱو ڀلو - نيمرو - جوپُ. چَرٻيءَ وارو
(چوپايو مال) - چِڪنو - سٿيو - سَيرو - سوکو
(پِتڪرُ). چڱي چال وارو. (گاجرا). ذ. (ع.

مُطهرة= سانداري) مسافريءَ تي پاڻ سان گڏ
پاڻي کڻي وڃڻ لاءِ چمڙي جي ٿيلهي - ڪَتلي -
نئڙ و ساندارو - پکال - مشڪ. (پرمانند). (ٿ.
متارِيُ ۽ متار يُونُ).

■ مَتارائيي ۽ مَتارائيُونُ: ٿ. ٿولهه - ٿُلهاڻ -
ٿُلهائي - چوبڪائي - موٽائي - جاڏائي - ڏ ڙنسائي -
جانٺائي. سٿپائي - سٿيي - چڪنائي - چربي.

■ مَتارا سَڄَ ڪَترَنَ: زبردستن کي مات
ڪرڻ.

● مَتاروُسانڊ: اسم خاص. تعلقي سيٺيءَ ۾ هڪ
ديهه جو نالو.

● مُتاُسِيفُ: صفت. (ع). افسوس ڪندڙ -
ارمان ڪندڙ - ڏُک ڪندڙ. غمگين - ڏکارو -
ڏکويل. آنس - مايوس.

● مَتاعُ ۽ مَتاعَ: ذ. (ع). گهر جو سامان -
اسباب - پڌارت - مڏي - وسلا - ٿيپڙ. مالُ -
ملڪيت - مالي - ماليات - ڌن - دولت - لاٽو -
راس - ٿيٽ - اِملاڪ - هُونجي. سوداگريءَ جو
مال اسباب - مال تجارت - واپار جو سامان. سود و
سامان. و ستُو - چيزَ - شيءِ.

● مَتانُ: ظرف. نَه - مَ. بلڪل نه - اصل نه.
مُبادا - جيءَ - نه جاڻا - متڃڻ - جيڪس - الاجي -
شايد - جيڪر - مجاڻ.

● مَتانت: ٿ. (ع). مضبوطي - پُختگي -
سوگهائي. استواري - استقامت.

● مُتائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَتاهَه ۽ مَتاهَه: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم -
ڍڳهي پُڇَ ۽ قسمين قسمين رنگن وارو پکي -
مَتاءُ - ماتاهُه.

● مَتاءُ ۽ مَتاءَ: ذ. متاهُه - ماتاهُه.

● مُتَبَدِّلُ: صفت. (ع). تبديل ٿيندڙ -
بدلجندڙ - مٽجندڙ - اُبتو ٿيندڙ - اونڌو ٿيندڙ -
مقلُوبُ. واري تي ڦرندڙ گهرندڙ - اُبتو سُبتو
ٿيندڙ. بدلي ٿيندڙ - بدل سدل ٿيندڙ. (پرمانند).

● مُتَبَرِّڪُ: صفت. (ع). برڪت وارو -
ڀلارو - سڀورو. مقدس - پوتر. پاڪ - صاف. نيڪ.
قابل تعظيم - معزز - بزرگوار - بزرگ. فرشته خصلت -
فرشته خود.

● مُتَبَسِّمُ: صفت. (ع). کلندڙ - مرڪندڙ -
مُشڪندڙ.

● مُتَّحِدُ: صفت. (ع). اتحاد ڪيل - ٻَڌل -
ڪيل - مليل - متفق - شامل - گڏ - گڏيل -
ڳنڍيل - مخلوط - پيوسته - هڪ ٿيل.

● مُتَحَرِّڪُ: صفت. (ع. تحرّڪ = هُو
چُريو) حرڪت ڪندڙ - حرڪت پذير - هلندڙ -
چُرندڙ - چرندڙ ڦرندڙ - جنبان - رَوانُ - جاري.
رسندڙ - رڙهندڙ - ڦرندڙ گهرندڙ - ڦرٽو گهرٽو.
لُڏندڙ. ڏ ڪندڙ. ڪنجڻو - ڪنجڻ جهڙو. علم
نحو جي اصطلاح ۾ حرڪت وارو اکر - زير، زبر
يا پيش وارو اکر.

● مُتَحَمِّلُ: صفت. (ع). تحمّل ڪندڙ -
برداشت ڪندڙ - سهي ويندڙ - سهن شيل -
سهن هارُ - سهندڙ. صبر ڪندڙ صبرائتو - صابر -
ڳمندڙ - ڳنڀير - گمڀير. مستقل مزاج.

● مُتَحَيِّرُ: صفت. (ع). حيران - مُتعجب -
حيرت زده - عجبائتو. حواس باخته. هڪو ٻڪو -
واُڙو. (آصفيه).

● مَتَرَ (ٿ): اسم خاص. برهمڻ جي هڪ ذات
جو نالو.

● مَتيرُ ۽ مَتيرَ: ذ. تماشو. (ڪاچرا).

● ميٽرُ ۽ ميٽرَ: ذ. (سن. ميٽرَ = ميتُ)
مائٽُ - ميتُ - عزيز - خويش - رشتيدار - قريب.
سنگتي - سائي - دوست - يارُ - سڄڻ. گهڻگهرو -
مخلص - خيرخواهه - خير انديش. ياوُر - مددگار -
همراهه - ساٿي. مُحب - حبيب - پيارو - دل وارو.
آشنا - واقف - مُهاڪڙو - هيٺو - جاڻ سُڃاڻ -
ڏِٺل وائٺل - واقفڪار.

■ ميٽرُ تا: ٿ. مائٽي - رشتيداري - عزازت -
قرابت - ميٽرپي. دوستي - ياري - يارالي - اخلاص.
آساٽنه - ٽهڪ - آشنائي - واقفيت - سُڃاڻپ -
مُهاڪڙائي.

● متِرائِڻُ (ل): مصدر. اُگارڻ - لالچائڻ - دلبو ڏيڻ - رِ يبڻ. (متِرائيو - مترائيندو - متِرائِيل).

● مُتَرجِمُ: ذ. (ع). ترجمو ڪندڙ - هڪ ٻوليءَ مان ٻيءَ ٻوليءَ ۾ بيان ڪندڙ - ترجما نويس - ترجمان.

● مُتْرِڪو ۽ مُتْرِڪا: ذ. (ع. مُطْرِقَهُ: سن. مُدْگَرُ). هڪ اوزار جو نالو - (لوهه وغيره کي) ٺوڪڻ يا ٽپڻ جو لوهي اوزار - هٿوڙو. گهڻ - وڏاڻ - مارتول - ڀهوڙو. (ت). (سوناري جو چؤرَسو - متنارٺِي).

- مُتْرِڪِي ۽ مُتْرِڪِيُونَ: ث. ننڍو متِرڪو - هٿوڙي.

● مُتْرَڻُ (ت): مصدر. پيشاب ڪرڻ - مُتڻ. (مُتريو - مُتريندو - مُتريل). (راء).

- مُتْرَ: ذ. پيشاب - مُٽ. (راء).

- مُتْرانڪو ۽ مُتْرانڪا: ذ. پيشاب رهڻ وارو هنڌ - مثانو. گُردو - گرده. (راء).

- مُتِرِي ۽ مُتِرِيُونَ: ث. پيشاب ڪرڻ جي جاء. (گاجرا).

● متْرُوڪُ: صفت. (ع. تَرَڪَ = هن ڇڏيو). ترڪ ڪيل - ڇڏيل - خارج ڪيل - نيڪالي ڏنل - نيڪال ڪيل. رَد - منسوخ - مخروج - باطل - معطل. (آصفيه).

● متْرِي ۽ متْرِيُونَ: ث. جدا جدا ماپن جي سوراخ ٽيل لوهه جي پٽي. (انهن سوراخن مان ڪو ڏاتو لنگهائي مختلف ماپ ۽ ٿولهه واريون تارون ٺاهيون وينديون آهن). (گاجرا).

● مُتِرِي ۽ مُتِرِيُونَ: ث. پيشاب جي رهڻ وارو هنڌ - مثانو. (پرمانند).

● متَرَ (ت): اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (راء).

● مُتَزلْزِلْ: صفت. (ع). لرزش کائيندڙ - ڏڪندڙ - ڦڙڪندڙ - ڏڏ ندڙ - جهوٻا کائيندڙ - ڏڏ ڪندڙ - لوڏا کائيندڙ - لڏ لدڙ - ٿڙڪندڙ - ٿڙڪندڙ. (آصفيه).

● مُتَشابِههُ: صفت. (ع). هم شڪل - هڪ جهڙو - هم شبيهه - هوبهو - ساڳيو - اِسُ پِسُ. (ع. ا. د).

● مُتَشَرِّعُ: صفت. (ع). شريعت جو پابند - پارسا - پرهيزگار - دينڊار - متقي - نيڪ پانهو - رياضتي - الله لوڪ. (آصفيه).

● مُتَشَڪِّي: صفت. (ع). شڪ وارو - شڪي - وهمي - وَسوِسو. (ع. ا. د). گرامر موجب زمان جو هڪ قسم - شڪي حالت ظاهر ڪندڙ زمان (حال متشڪي، ماضي متشڪي).

● مُتَعَدِّي: صفت. (ع). برخلاف ويندڙ - سامهون ٿيندڙ - رَد ڏيندڙ - رَد قد ڏيندڙ - اعتراض ڪندڙ. (ع. ا. د). تياري ڪندڙ - سانباهو ڪندڙ - شروعات ڪندڙ - ڪوشش ڪندڙ - سعيو ڪندڙ. (ع. ا. د). منشي - محرر - ميتو - ليکاري - لکندڙ - لکڻ وارو - راقم - ڪاتِب - ليکڪ - حسابي. (پرمانند).

● مُتَصَرِّفُ: صفت. (ع). قبضو ڪندڙ - تصرف ڪرڻ وارو - قابض. (آصفيه). مالڪي رکندڙ - مالڪ - ڌڻي. حقدار. (پرمانند).

- مُتَصَرِّف ٿيڻُ: قبضي دار ٿيڻ - مالڪ ٿيڻ. قبضو حاصل ڪرڻ. (پرمانند).

- مُتَصَرِّفِي: ث. مالڪي - قبضيداري - قبضو - مِلڪ - ملڪيت. (پرمانند).

● مُتَّصِلُ: صفت. (ع). اتصال رکندڙ - ويجهو - قريب - نزديڪ - پرسان. لڳل - گڏ - ڳنڍيل - ملحق - جُڙيل - مِليل. برابر. مُتواتر - لڳاتار - سلسلي وار. (آصفيه).

● مُتَضادُ: صفت. مخالفت ڪندڙ - مخالف - منافي. برعڪس - اُبتو - ناموافق - اُبتڙ - اونڌو. (آصفيه).

● مُتَعارِفُ: صفت. (ع). نالي وارو - ناميارو - مشهور - معروف - شهرت وارو. (ع. ا. د). سڃاتل - واقف - سڃاڻ چاڻ - واقفڪار - ڏٺل وائٺل. (ع. ا. د).

● مُتَعَجِّبُ: صفت. (ع. عجب = هو اچرج ۾ پيو) اچرج ۾ پيل - تعجب ڪندڙ - حيرت ۾ پيل - حيران - حيرت زده - مُتَحَيِّرُ. (آصفيه).

● مُتَعَدِّدُ: صفت. (ع). شمار ڪيل - ڳڻيل - ڳاڻيٽو ڪيل. ٿورا - ڳڻ ڳاٽيا - ڪجهه. گهڻا - جهجها - بي انداز - وڏي انداز ۾ - بيشمار - بيسيار - لا تعداد - اڻ ڳڻيا - بي حساب (ڏهن هزارن کان مٿي).

● مُتَعَدِّيُ: صفت. (ع). ٻئي ڏانهن ويندڙ - وڇڙندڙ - ٻڪڙندڙ - مانگيڙُو - اٽڪندڙ - ڦاسندڙ (مرض وغيره ۾). زهري - زهر وارو - زهرائتو. زهري بيماريءَ جو ورتل. (ع. ا. ب). (ڏ). فعل جو هڪ قسم - مفعول سان لاڳاپو رکندڙ فعل.

● مُتَعَصِّبُ: (ع. عَصَبَ = هن وڪو ڙيو) تعصب ڪندڙ - ڪٽرُ - تعصبي - بدگمان - ٻڪڪ پاتيي. حامدي. دين جي طرفداري ڪندڙ - ڪٽر مذهبي - ڪٽو. هٺ ڌرم - مٺ ايماني - نارواداڙ. ٻه اکيو - رِيائي - رِياڪار - پاس ڪندڙ - پاس خاطر.

● مُتَعَلِّقُ: صفت. (ع. عَلَقَ = هن چاهه رکيو) چاهه رکندڙ. تعلق رکندڙ - لاڳاپو رکندڙ - واسطو رکندڙ - نسبتي - وابسته. لاڳاپيدار - واسطيدار. عزيز - مائٽ - رشتيدار - قريب - ميٽُ - عزازت وارو. شامل - ڳنڍُ. منسلڪ - ڪٽو. تابع - ماتحت - زيردست - هٺ هيٺ.

● مُتَعَلِّمُ: صفت. (ع). تعليم حاصل ڪندڙ - سکيا وٺندڙ - طالب علم - شاگرد - مُبتدي - تلميذ. چيلو - ٻالڪو - ٻوٿلڳ. (آصفيه).

● مُتَعَهِّدِ: صفت. (ع). ڳنڍ ڪيل - ڪٽو ڪيل - پيڙو ڪيل. سڌ ڪيل - سڌايل - ڪوٺيل. (پرمانند).

● مُتَعَيِّنُ: صفت. (ع). مقرر ڪيل - ڪنهن ڪم تي لڳايل - سونپيل - ٿاڦيل - سپرد ڪيل - لڳايل. (آصفيه).

● مُتَغَيِّرُ: صفت. (ع). انقلاب ۾ آندل - ڦيرايل - مٽايل - بدلايل - تبديل ڪيل - ڦير ڦار ڪيل - بدل سدل ڪيل. تبديل پذير - مٽجڻ جهڙو - بدلجڻ جهڙو - بي جوڙو - اڻ ميل - اسميو - اڻ ٺهندڙ - ناموافق. (ع. ا. ب). بگاڙيل - ڦِٽايل - ابتر ڪيل - د ربدر ڪيل. سُڌاريل - درستي ڪيل - اصلاح ڪيل - سنواريل.

● مُتَفَرِّقُ: صفت. (ع). فرق ڪيل - جُدا جُدا - الڳ الڳ - مختلف - ڀانت ڀانت - قسمين قسمين - طرحين طرحين - علحده - ڇڙو ڇڙ - ڦالتو - ڳاڏڙ ساڏڙ - متفرقو. (ع. ا. ب).

= مُتَفَرِّقُو & مُتَفَرِّقا: ذ. صفت. مُتفرِّق.

● مُتَّفِقُ: صفت. (ع). اتفاق ڪندڙ - مليل - شامل - ڳنڍيل - ڳڏيل - متحد - ايڪي ۾ - ٻڪ مشت. هڪ راءِ - هڪ زبان - هم زبان - هم صلاح - هم مشوره - هڪ ڳالهه - ٻڪ راءِ - هڪ صلاحيو - هڪ مٽيو - بلا اختلاف - هڪ دليو - متفق راءِ - سمٽت. لاڳاپيل - واسطيدار - واسطو رکندڙ - نِسبتي. راضي - رضامند - خواهان - مُوافق - خوش - سرهو.

= مُتَّفِقُ ٿيڻُ: موافق ٿيڻ - ٻڪ راءِ ٿيڻ - راءِ ۾ شريڪ ٿيڻ - هم زبان ٿيڻ - ٻڪ دل ٿيڻ - اتفاق ڪرڻ - شامل راءِ ٿيڻ.

= مُتَّفِقُ راءِ: ظرف. ٻڪراءِ - هڪ صلاحو - هڪ مٽيو - بلا اختلاف - ٻڪ زبان - شامل راءِ - هم صلاح - هم مشوره.

= مُتَّفِقِي: ذ. صفت. متفق ٿيل - همراهه - ساٿي - ڳڏيل - متحد - سِليل - سِليل جُليل - ٻڪ مُشت - متفق راءِ.

● مُتَفَكِّرُ: صفت. (ع. فَكَرَ = هن مٿي خيال ڪيو) خيال ڪندڙ - فڪر ڪندڙ - فڪرمند. ڳڻتي وارو - ڳڻيارو. مغموم - دلگير - آداس - سُست.

● مُتَقَدِّمُ: صفت. (ع). پيش ٿيندڙ - اڳيان وڌندڙ - اڳوان - پيشوا - مهندار. (ع. ا. ب). اڳرائي ڪندڙ - اڳرو.

● مُتَّقِي: صفت. (ع). ڪُتڪي وارو - مونڪي وارو. پرهيزگار - گناهن کان ٻڇندڙ. خلاف شرع کان پرهيز ڪندڙ - زاهد - عبادت گذار - عابد - پارسا - خُدا پرست - ٻڳت - د ينداز - ڌرمي.

● مُتُڪائِي: اسم خاص. پتافي بلوچن ۽ هلوائي بلوچن جو هڪ قبيلو. (ت. بلوچستان).

● مُتَڪَبِّرُ: صفت. (ع). تڪبر ڪندڙ – تڪبري – مغرور – هٺيلو – آپساڻي – ضدي – هوڏي. (آصفيه).

● مُتَڪَلِّمُ: صفت. (ع). ڳالهائيندڙ – ڳالهه ڪندڙ – ڪلام ڪندڙ – سڙو ٽو – آلاڻو – الائيندڙ. مخاطب ٿيندڙ. ضمير جو هڪ قسم – ڳالهائيندڙ جي پاران ڪم ايندڙ ضمير. (پرمانند).

● مُتَلاَشِي: صفت. (ع). تلاش ڪندڙ – ڳوليندڙ – ڳولائو – ڳولها ڦولها ڪندڙ – جانچ جونچ ڪندڙ – سرگردان – پريشان – حيران. (آصفيه).

● مُتَلاَطِمُ: صفت. (ع). لهرين وارو – چولين وارو – چولر – موجزن. (سنڌڪو) اهرين جو – (ولوڙو) چولين جو.

● مُتَلَوِّنُ: صفت. (ع). مختلف رنگن وارو – رنگ برنگ – رنگا رنگي. ڦرندڙ گهرندڙ – ڦرڻو – سرگرد – ڦرڻو – ڦيرائتو. هڪ هنڌ نه بيهندڙ – هلڪي طبيعت وارو – هڪ ڳالهه تي نه بيهندڙ. بيقرار. گهٽڻ متيو.

● مُتَلِّميلو: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُتَمَنِّي: صفت. (ع). تمنا ڪندڙ – خواهشمند – آرزومند – مشتاق – خواهان – چاهه رکندڙ – چاهت وارو. ارمان رکندڙ – شوقين. (آصفيه).

● مُتَمَوِّلُ: صفت. (ع). دولتمند – مالدار – تونگر – امير – شاهوڪار – ڌنوان – ڌنونت – ڀاڳيو – غني – ڌني. (آصفيه).

● مَتَنُ ۽ مَتَنَ: ذ. (ع). وچ – درميان – وسط – درمياني حصو. (آصفيه). ڪتاب جي وچ واري عبارت. (آصفيه). ڪتاب جي اصل عبارت – وِڌاڻ – وِشنءِ – مضمون – ڀرڪرڻ – ڳالهه. (پرمانند). اهو اصل ڪتاب، جو شرح ڪرڻ جي لائق هجي. (ع.ا.ڊ).

● مُتَناهِي: صفت. (ع. مُتَناهِي = حد تي پهتل). پڇاڙيءَ تي پهتل – حد تي پهتل – ڇيهه ڪيل – آخرت تي پهتل – ڇيڙي تي پهتل – پڇاڙي ڪيل – نبيرو ڪيل – خاتمو ڪيل – حد ڪيل – انت ڪيل. (ع.ا.ڊ).

● مُتَنَبِّهُ: صفت. (ع. مُتَنَبِّهُ = ننڊ مان جاڳندڙ). تنبيهه ڪيل – واقف – آگاهه – خبردار. سجاڳ – سرتو – سچيت – بيدار.

● مُتَنَفِّرُ: صفت. (ع). نفرت ڪندڙ – ڪراهت ڪندڙ – ڇِڊو ونندڙ. (ل). ڌڪاريندڙ. بيزار ٿيندڙ – پري ڀڄندڙ – ٻئي کي خراب ڄاڻندڙ.

● مُتَنَفِّسُ: صفت. (ع). اڪيلو – ڇڙهو – هيڪلو – هڪڙو – ٻڪي سر – واليو. (ع.ا.ڊ).

● مَتَڻُ (ڪ): ظرف. شايد – متان – هرگز – نه – متچڻ.

● مَتُو ۽ مَتا: ذ. (س. مَتَمُ = اصول) مت – قاعدو – قانون – اصول – طريقو – پرماڻ. رايو – راءِ – خيال – ويچار – مقصد. وشواس – اعتبار – ويساهه – ڀت. شرڌا – صدق – ايمان – يقين – پڪ – لشچو. عقيدو. دستور – رواج – رسم – ريت – خوءِ – پتر – هلي چلي – مرجاتا – وتيرو – ليڪو. (س مَنتر = ويچار ڪرڻ). ڪارخاني ڪيڻ وقت سيٺ ۽ ڀائيوارن جي وچ ۾ پئسن جي حساب ڪتاب بابت ٿيل ڪاغذي لکپڙهه – دستاويز – قبض. مجلس – سڀا – اجلاس – ميڙ. فرقو – ڪوفو – مت. (صفت). (س. مدَ = مستي) مستيءَ وارو. مستالو – ٿلهو – موٽو. متچڻ مصدر جو فعل ماضي. پريو – تار – چڪار. (اسم خاص). آڻ (خاص اهو جنهن تي سسئي جا ڏير پنهون کڻي ويا). تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– مَتُو ميڙو چڙڻ: عزت سان هليو وڃڻ. ميلي جي ڦٽڻ کان اڳ نڪري وڃڻ. تڪليف پيدا ٿيڻ کان اڳ ميلاڻ چڙي وڃڻ.

● مَتُو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُتُو ۽ مُتا: ذ. صفت. قد ۾ ڇوٽو پر بت ۾ ڀريل – ڌتومتو – ڊِميءِ – کهکهني – ڊينبو – ڦوسو – ڊيمڪڙو – ڊِ ڀمڪو – ڊِ مڪي – ڊِ مِٽي – ڇوٽو موٽو. ٻتو – جنتو – زٽو – ٿلهو – ڦوڦانگ – متروٽر – دوُنسو –

مُتَڪو - ڏگ - چوٻڪو - ٽلهو - ستير - ڏنبو. (پرمانند). (ذ). روشنيءَ لاءِ ڏنڊي جي چوٽيءَ تي ويڙهيل اڳڙين جو مچو (جنهن کي تيل ۾ ٻوڙي ٻاري مڪهجي) - مشعل - ڏِيات. ماز جو هڪ قسم. هڪڙي ننڍي بندوق. (ڳاجرا).

● مُتَواتِرِ: صفت. (ع). هڪ ٻئي پٺيان - لڳاتار - سلسليوار - مسلسل - لاڳيتو - جاري - روان. (آصفيه).

● مُتَوازِيُ: صفت. (ع). پاڻ ۾ برابر - هڪ جهڙا - هڪ پهلو - هم وزن. (ع. ا. ڊ).

● مَتِوالُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَتِوالو ع مَتِوالا: ذ. صفت. (سن. مَتَّ > مَتَّ = مستي) مستيءَ وارو - مَست - چريو - مستالو - اُنمت - پاڳل - ڪِيو - ديوانو - آنانُ - مجنون - سودائي - خفقاني - دماغ ڦريل - وائيسر ڦريل - جنوني. ڀوڪ - الو - چسو - چريت - نادان - چتُ - بي عقل. نشي - خماريل - مدهوش - نشي ۾ چُور - مخمور - خماري - موجي. (پرمانند).

● مُتَوَجِّهُ: صفت. (ع). توجهه ڪندڙ - ڌيان ڏيندڙ - ساوِڌانُ. راغِبُ - مائِلُ - رجوع - مخاطب. هڪ مَنو - يڪ دِليو.

● مُتَوَسِّطُ: صفت. (ع). وچ جو - وچ وارو - وِچون - درمياني - وِچولو - وچولي درجي جو - وچٿرو - عامُ - ساڌارڻ - رَواجي - اهڙو جهڙو - معمولي - پورو پنو - جهڙو تهڙو. (پرمانند).

● مُتَوَسِّل: صفت. وسيلو ڳوليندڙ - سهارو ڳوليندڙ.

● مُتَوَفِّيُ: صفت. (ع). فوت ٿيل - سري وِيَلُ - مُئل - فوتي - مرحوم.

● مُتَوَقِّعُ: صفت. (ع). اميد رکندڙ - توقع رکندڙ - اميدوار - آسرو رکندڙ.

● مُتَوقِّفُ: صفت. (ع). دير ڪندڙ - ديرينو - ڍِلَ ڪندڙ - ڍِلو - تاخير ڪندڙ.

● مُتَوَڪِّلُ: صفت. (ع). خدا تي ڀروسو ڪندڙ - الله جي مرضيءَ تي هلندڙ - ربّ جي رضا تي رضامند هوندڙ - توڪلي.

● مُتَوَلِّدُ: صفت. (ع). پيدا ٿيندڙ - ڄمندڙ.

● مُتَوَلِّي: صفت. (ع). ڪم تي رهڻ وارو - مُهتمم - نگران ڪار - والي - سرپرست - نِگهبان - رکپال - رکوالو. خانگاهه، مقام يا مسجد جو رکپال. (آصفيه).

● مِتُون ع مِتُون (ڪ): ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (سنهڙن چلرن سان، چمڪندڙ، قد ڏيڍ انچ يا ڍُه انچ، رنگ اڇو).

● مُتَهَمو ع مُتَهَما: ذ. ڪُوڙي تُهمت - ڪُوڙو الزام - بُهتان - ٺڳ. (پرمانند).

● مُتَهَرُ ع مُتَهَرَ: ذ. (سن. مُدگر = ڏنبو). مُهِلڙو - مُهري - دستو - مُتهرو. موڙتو - ڏنبو - ڏڪو - گهوٻاتو. پتنگ وغيره گهوٽڻ جو سوٽو - ڏنبو.

- مُتَهَرو ع مُتَهَرا: ذ. مُتَهَرُ.

● مَتَئِي ع مَتَئِي: ذ. صفت. (سن. مَتَمَ = پنٿ) پنهنجي پنٿ تي پڪو - پورو پيروڪار - اصولن جو پابند. اهل بِدعت - سُومَتِ گِرهي. (پرمانند).

● مِتِيُ ع مِتِيُون: ث. (سن. مِتِيڪا = مهينو) ٿيهن ڏينهن جو عرصو. مقرر ڪيل وقت - تاريخ - تِٿِ - ڏَڻُ. مهيني جو ڏينهن - وارُ. (آصفيه. پرمانند). وياج - لاٿِ - وَرتو - وَٽو. (پرمانند).

● مِتِهِرو ع مِتِهِرا: ذ. ڇيڙڙ. (صفت). قد ۾ ننڍو - ڇوٽو - ڪوتاهه قد - مِنڌرو - ڇاسڙو - بندرو - گَٺِ مِنيڙيو - گرانٺ مُنڍيو. (پرمانند).

● مِتِهِلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مِتِهِلا پس: ٻيڙيءَ جو هڪ اوزار - ڪوهي کي اڳيان ڇڪي آڻو ڪرڻ جو اوزار.

● مَتِيِلو ع مَتِيِلا: ذ. درياهه جي ٻيڙيءَ جو هڪ اوزار - ڪوهي کي جهلڻ جو اوزار. (ن - ب). چاڙهه - ٻلُ. (پرمانند).

● مَتِيِمَلاڻِي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● مَتِيِنُ: صفت. (ع). مُحڪم - استوار - مضبوط - پُختو - ثابت قدم - برجستو. (اسم خاص).

حضرت محمد صلي الله عليه و سلم جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

● مَتَ: ث. (سن. مَتَ = ولوڙڻ). (کير جو) ولوڙو- جهڳ- ڇاڇول. سوچ- غوُر- ويچار- خيال. سمجهه - دانِست- ڄاڻ- پروڙ- مُتِ. (پرمانند). صلاح- مت- نصيحت- هدايت. (ظرف) جي نظر تي- جو خيال رکي- جو لحاظ رکي. (پرمانند).

● مَتُ ۽ مَتُ: ذ. (سن. مَسُتَڪَ = متو). متو- سِرُ. مٿاهون ڀاڱو- سِرو. مٿيون حصو- مٿاڇرو- مٿڀات- رُوءِ- تَرُ- سطح.

- مَتُئين: ظرف. مٿئين ڀاسي- مٿانهين ڏي- مٿي.

- مَتَڇِرو ۽ مَتَڇِرا: ذ. مٿيون ڀاڱو- مٿيون حصو. مٿاڇرو- سطح. مٿيون. (ث. متچري ۽ متچريون).

- مَتَخَرچُ ۽ مَتَخَرچَ: ذ. وڌيڪ خرچ. ٻاهريون خرچ- بالائي خرچ- مٿيون خرچ- رواجي خرچ. اهو خرچ جو ضرورت جي خرچ ۾ داخل نہ هجي.

- مَتَمُنُهون ۽ مَتَمُنُهان: صفت. منهن يا وات مٿي ڪندڙ- مٿي وات وارو. خود پسند- نرڙو- ڦڏڙو. ايماني- هٺيلو. تمام مٿي- ملند- اوچو- مٿانهون.

● مِتُ ۽ مِتَ (ل): صفت. لُچائي نہ ڪندڙ- غريب. مانتيڪو- ٿانهريو.

● مَتاڇِرو ۽ مَتاڇِرا: ذ. (سن. مَسُتَڪَ = متو). مَتُ- سطح- مٿڀاتُ- تَرُ- رُوءِ. (صفت). چوٽيءَ جو- سطح وارو- مٿانهون- سطحي- بالائي. اڇاتِرو- ستهرو- ٻاهريون- آتِرڌو- ٻاهران- مٿان مٿان- اُٿونڪرو. مجازاً- مجازي. بي پرواهي جو- بيڪارجو- اِد رکِد ر جو- لاغرضائي جو- بي خيالي جو- مٿينءَ دل سان- بي خيالو- بنا چاهہ جي. ٿورو- ذرو- ٿوري قدر- نالي ماتر. (پرمانند).

- مَتاڇِرائِي ۽ مَتاڇِرائيون: ث. مَتُ- سطح. اڇاترائي- اُٿونڪلائي.

● مَتارَ ۽ مَتارُون: ث. (سن. مَسُتَڪَ = متو). مٿانهون ڀاسو- مٿانهين. مٿاڇرائي. ڪنارو- ڪپر (درياءَ جو). درياءَ جي ڪپ ڪان وٽي اونهي پاڻيءَ تائين. ڪپ جو حصو. هوا جي طرف وارو درياءَ جو پاسو- مٿائي واءُ وارو ڪپ. (پرمانند). مٿي جو سور- دردِ سِر. (ڪ).

- مَتارَ پَئو ڻُ: (ڪ). مٿي ۾ سور پوڻ. مٿي ۾ عادتي (پوندڙ) سور جو پوڻ.

● مَتارُ ۽ مَتارَ: ذ. رسيءَ جو تهيل پيڙو.

● مَتارِي ۽ مَتارِيُون (ت): ث. (سن. مسُتڪ = متو) مٿيون حصو. پيٽ جو مٿيون حصو- چوٽي. پيٽَ جو مُهڙ وارو حصو (جنهن تي سج اڀرڻ مان آس پوي). ٻن پيتن جي ڳنڍڻ وارو هند- ڳاتُ. رَئي يا چادر ڪرڻ جو مٿيون، مٿي وارو پاسو.

● مَتاڙُ ۽ مَتاڙَ (ت): ذ. مٿيون پاسو- مٿارَ. ٻنيءَ جو اڳيون (مُهڙ وارو) ۽ دنگ وارو حصو- مُنڍو.

● مَتاڙو ۽ مَتاڙا (ت): ذ. مٿاڙُ (ت).

- مَتاڙا هَڻڻُ: هر ڏيڻ بعد مُنڍن کي ٻيو دفعو هر ڏيڻ.

● مَتاڪُتَ: ث. (سن. مستڪ = متو + ڪُتَ ڪُتڻُ) مٿي ڪٽڻ جي حالت- مٿا ڪُٽي- مٿاماري. جفاڪشي- سخت محنت- درد سري- جد وجهد- جاڪوڙو- ڪوشش- ڪشالو- محنت. پتوڙ- سرجوشي. تڪليف.

● مَتاڪُتَ ڪرڻُ: سخت ڪوشش ڪرڻ- سخت محنت ڪرڻ- جفاڪشي ڪرڻ- ڪشالو ڪيڻ.

- مَتاڪُٽيِ: ث. مٿاڪُٽ- مٿا مار.

● مَتاڪِرو ۽ مَتاڪرا (ل): ذ. صفت. مٿو هڻندڙ- مٿاڪٽ ڪندڙ- محنتي.

● مَتامارَ: ث. مٿاڪٽ. (مهيري).

- مَتاماري ڪرڻُ: مٿاڪٽ ڪرڻ.

● مَتامو ۽ مَتاما: ذ. (سن. مستڪ = متو) متو- سر- ڪوپري- ڪيپرائي- ڪيپرائي. ڳنجو متو.

● مَتانُ: ظرف. (سن. مشتڪ = متو) مٿي ڪان- مٿ ڪان- سِري ڪان- چوٽيءَ ڪان- شروعات ڪان- شروع ڪان. (صفت) مٿي- وڌيڪ- اوچو- مٿي جو. (پرمانند).

- مٿان پَوَڻُ: اچي مٿي کان ڏسڻ - روبرو ڏسڻ - اکين سان ڏسڻ - مشاهدو ڪرڻ. موقعي تي پهچڻ.
- مٿان ڪنجي وَجَڻُ: ٺَهه پَٺه وڪامي وڃڻ.
- مٿان وِهڻُ: سنڀال ڪرڻ - چوڪيداري ڪرڻ - رکوالي ڪرڻ - پهروڏيڻ - نگهباني ڪرڻ.
- مٿان ئِي مٿان: ظرف. گهڻو مٿي - مقرر ٿيل نرخ کان مٿي، چالو سرشتي کان ٻي طرح يا وڌيڪ.

● مٿانڊِي (ت): ث. مٿي وارو پاسو - ميراندي.

● مٿانگِرو ۽ مٿانگِرا: ذ. صفت. (سن. مَسْتَڪ = مٿو) وڏي مٿي وارو. سَها - اُتم - اعظم - عالي - اعليٰ - بُلند - اوچو - ڪبير - تسناهِي. (پرمانند). راڪسي - دَئِيت جهڙو - دِشت - ڪَٽّال رُوپ - خَبيشاڻو. هيبت وارو - هيبتناڪ - ڀيانڪ - خوفناڪ - دهشتناڪ.

● مٿانهون ۽ مٿانهان: ظوف. (سن. مَستڪ = مٿو) مٿي - اوچو - بُلند - آتاهُون - اُتم - اعليٰ - وڏو - عظيم - صدر - کان مٿي - کان زيادهه - مٿيئي. اڳرو - اڳاهون - غالب. (ن - ب). (ث. مٿانهين ۽ مٿانهيون).

- مٿانهين ۽ مٿانهيون: ث. بُلندي - آتاهين - چوٽ - آچائي. چاڙهه. وڏائي - بزرگي - عظمت - شانُ - مرتبو - بُلندي - درجو - عهدو. مغروري - آچاٽ - هٺ - تڪبر - غُرور. (پرمانند).

● مٿاهَرُ ۽ مٿاهَرَ: ذ. اڻ کيڙيل زمين جو مُنڍو - مٿاڙُ. مٿار.

● مٿاهُون ۽ مٿاهان: ذ. صفت. مٿانهون. (ث مٿاهِين ۽ مٿاهيون).

- مٿاهِين ۽ مٿاهِيُون: ث. مٿانهين.

● مٿترُ ۽ مٿترَ (ل): ذ. صفت. (سن. مَستڪ) اڳواڻ - مهندار. (مهيري).

● مٿتڪِي ۽ مٿتڪِيُون: ث. (سن. مَستڪ = مٿو) مٿانهين. واڌو رقم - وڌيڪ رقم - واڌي. اصل رقم تي ڪجهه وڌيڪ ڏنل رقم - محصول - چُونگي - سِر شماري. لاپو. جزيه. مٿگي. ضرورت - گهرج - لوڙ - طاب. (ت). (ل. وفا).

● مٿنگِي ۽ مٿنگِيُون: ث. مٿتڪِي.

- مٿنگِيءَ جو پَڳَلُ: صفت. ڪوبه نر - ڪير به نر. لَتاڙو پنجُو. (پرمانند).

● مٿَلَجَ ۽ مٿلجُون: ث. حَياءُ - لَجَ - مُحابو - سَنڪوچ - حجاب - شرم - سَرم - سَرجاتا - شرميلتا. (پرمانند).

- مٿلجُ ۽ مٿَلَجَ: ذ. صفت. مٿلجو. مرڪش - مغرور - هٺيلو - ضدي - هوڏي. (وفا).

- مٿلچو ۽ مٿلچا: ذ. صفت. حجاب وارو - شرميلو - حياءُ وارو - لجائتو - ڏِؤنگي - چالباز - مڪريلو - مڪري - چندي - نقال - سانگ رچائيندڙ.

● مٿيلو ۽ مٿيلا: (ت). ذ. صفت. مٿيون - مٿانهون - مٿاهون.

● ميٿَنُ ۽ ميٿَنَ (ت): ذ. صفت. مست - ڪاهل - ٿوتي. غافل - گهيلو. (ل - وفا).

● ميٿُنَ: ذ. (اسم). آسمان جي ٻارهن برجن مان ٽئين برج جو نالو - جوزا.

● مٿڻُ: مصدر. (سن. مَٿَنَ = ولوڙڻ) (ڪير) ولوڙڻ - جهڳڻُ - جهڳورڻُ. ساندائي هڻڻ. خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ - سوچڻ - رٿڻ - پَهَڻُ - وِيچارڻ - تورڻ تڪڻ - ڳڻڻ ڳوتڻ - ڳڻُ ڳوت ڪرڻ. جاڻڻ - سمجهڻ - پائڻ. (پرمانند). (مٿيو - مٿيندو - مٿيلُ).

● مٿوُ ۽ مٿا: ذ. (پرا. مٿيا. سن. مَستڪ = مٿو) بدن جو هڪ حصو - سِرُ - سِري - سِيسي - مُنڍي - مغزُ - کوپري. کوپري - کيپرائي - کوپرائي. مٿانهون پاڳو - مٿانهين. ڪنهن به شيءِ جو مٿيون حصو - چوٽي - مٿُ - چوٽُ - سِرو. مُنڍُ - مُنڍو. منهن. ميراندي. اڳياڙي. (آگر جي) چوٽي. (عضوي جو) مٿو - قُل. ايڪائي (به مٿا = ساڳي شيءِ جون ٻه ايڪايون). (گاجرا). چيڙو. پچاڙي - انتُ - توڙ - چيهه. (سن. مندَهم = جوش) عورتن کي ايندڙ ماهواري - حيض.

- مٿاڪُتَ: ث. محنت - ڪوشش - مٿامارُ - کَشالو - جُهدُ جفا - پورهيو - دردسري - جدوجهد - پتوڙ - گِهَٽَ - جاکوڙ - حيلو - سعيو - سخت محنت. سرجوشي.

■ مَتّاڪُتَ ڪَرَڻُ: محنت ڪرڻ - سخت ڪوشش ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - جاکوڙ ڪرڻ - پتوڙ ڪرڻ.

■ مَتّا ڪَتّا ڏِيڻُ: منهن ڏيڻ - تڪليف برداشت ڪرڻ - ڪوشش ڪرڻ - جدوجهد ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ.

■ مَتّا مُونا مَارَڻُ: مَتّا مونا هڻڻ.

■ مَتّا مُونا هڻڻُ: ڪوشش ڪرڻ - جد وجهد ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - دردسري ڪرڻ - ڪشالو ڪرڻ.

■ مَتّامِيڙِ ۽ مَتّامِيڙُونُ: ث. مٿن ٽڪرائڻ جي حالت - گهوٽ ۽ ڪنوار جا، شاديءَ جي هڪ رسم موجب پاڻ ۾ مٿا ٽڪرائڻ جي حالت - لائون ڏيڻ.

■ مَتّامِيڙائِڻُ: شاديءَ جي رات گهوٽ ۽ ڪنوار کي لائون ڏيارڻ - مٿاميڙ ڪرائڻ.

■ مَتّامِيلَ ڪرائِڻُ (ت): مٿاميڙ ڪرائڻ.

■ مَتّو پَٽڻُ: خوشامد ڪرڻ - پوئتان لڳڻ - پٺ وٺڻ. هٿ پير لهڻ - ويهر ڪرڻ. (ڪ).

■ مَتّو پِٽَ سان لڳڻُ: پشيمان ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - شرمندهء ٿيڻ - پڇتائڻ. سمجهه اچڻ - سانگائڻ.

■ مَتّو پِٽَ سان هڻڻُ: پاڻ کان ڏاڍي سان هٿ اٽڪائڻ. ناممڪن جي پويان ڪاهي پوڻ.

■ مَتّو پِٽَن سان ٽڪرائِڻُ: تمام گهڻو پريشان ٿيڻ - وائڙو ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ - مصيبت جي وقت هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

■ مَتّو پِٽِڻُ: سخت سزا ڏيڻ - مارڪٽ ڪرڻ - ٺيڪ ڪرڻ - برابر ڪرڻ - درست ڪرڻ - صحيح ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ - هدايت ڪرڻ. جُٽ ڪرڻ.

■ مَتّو تَپائِڻُ: ڪنهن کي بيزار ڪرڻ - ڪڪ ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - لاچار ڪرڻ - مٿو کپائڻ. چِڙ ڏيارڻ - ڪاوڙائڻ - ناراض ڪرڻ. پريشان ڪرڻ - تڪليف ڏيڻ.

■ مَتّو تَپڻُ: لاچار ٿي پوڻ - مجبور ٿي پوڻ. ڪنهن کي مجبوريءَ سبب ٻرائي ڪم ۾ پوڻ. ڪم ڪشڻ.

■ مَتّو ٽِيڪڻُ: نياز ڪرڻ - سلام ڪرڻ - آداب ڪرڻ. سجدو ڪرڻ - بندگي ڪرڻ. ليئڙت ڪرڻ - هيٺا عين وٺڻ.

■ مَتّو ڀِتَ ڀوڻُ (ڪ): ڪِري پوڻ - تباهه ٿي وڃڻ - سخت حالت کي رسڻ. ڏيوالو ڪيڏڻ.

■ مَتّو ڀِتَ سان لڳڻُ: سيڪٽ پائڻ - ڌڪ کائڻ. نامراد ٿيڻ - ناڪامياب ٿيڻ - شڪست کائڻ.

● مَتّو پِٽڻُ: افسوس ڪرڻ - ساتم ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - فرياد ڪرڻ - هاءِ گهوڙا ڪرڻ. ڏاڪڙا ڏسڻ - ڪشالا ڪيڏڻ - جاکوڙا ڪرڻ - محنت ڪرڻ - دردسري ڪرڻ.

■ مَتّو جَبَل سان هڻڻ: ڏاڍي سان هٿ اٽڪائڻ - پاڻ کان زوراور سان مقابلو ڪرڻ - نه پڄڻ جهڙو ڪم ڪرڻ.

■ مَتّو چَٽُ ٿِيُ وَڃڻُ: قوت حافظه ناس ٿي وڃڻ - سمجهه موڪلائي وڃڻ. بالڪل ناس ٿي وڃڻ - تباهه ٿي وڃڻ.

■ مَتّو چَرُخُ ٿِيڻُ: حيران ٿيڻ - حيرت ۾ پوڻ - اچرج ۾ پئجي وڃڻ - وائڙو ٿيڻ - حيرت زده ٿيڻ.

■ مَتّو ڇِتَ سان هڻڻُ (ڪ): وت کان وڌيڪ زور ڏيکارڻ - پنهنجيءَ ڪسان ٻاهر ڪم ڪرڻ. پاڻ کي وڏو سمجهڻ - هٿ ۾ ٻرجي وڃڻ - مغرور ٿي وڃڻ.

■ مَتّو ڇِپَرُ سان هڻڻُ: وِت کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ - زوراور سان هٿ اٽڪائڻ - مٿو جبل سان هڻڻ.

■ مَتّو ڏَڏَڻُ: ڪنڌ لڏڻ - ضعيفي سبب ڪنڌ ڏبڻ. پوڙهو ٿيڻ - پير مرد ٿيڻ - ضعيف العمر ٿيڻ.

■ مَتّو ڏَوڻُ: نفي ۾ جواب ڏيڻ - انڪار ڪرڻ - نا قبول ڪرڻ - نه مڃڻ - ناڪار ڪرڻ.

■ مَتّو ڌوئِڻُ: وهنجڻ - غسل ڪرڻ - سنان ڪرڻ - ٽڙ ڪرڻ.

■ مَتّو ڏارَڻُ: مٿو چيرڻ - مٿو ڦاڙڻ. حد کان وڌيڪ محنت ڪرڻ - سخت جفاڪشي ڪرڻ.

■ مَتّو ڏاڙهيءِ سُنائِڻُ: ڏاڙهي، مٿو ۽ مُڇون ڪوڙائڻ. الو بنجي وڃڻ - بيوقوف ٿيڻ - عقل مارجي وڃڻ - چريو ٿي وڃڻ.

= مٿو ڏونگر سان هڻڻ: مٿو جبل سان هڻڻ.
= مٿو ڏيڻ: مُنهن ڏيڻ - سامهون ٿيڻ. شروع ڪرڻ - هٿ ڳنڍڻ. بار سهڻ - تڪليف هموار ڪرڻ. مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ.
= مٿو ڍارڻ: سِر جهڪائڻ - ڪنڌ نمائڻ. نياز ڪرڻ - نِئڙت ڪرڻ - ادب سان پيش اچڻ.
= مٿو ڦيرڻ: مٿي ۾ ڦيري ٿيڻ - چڪر اچڻ. ٻنواٽي اچڻ. ڪِڪو وڪو ٿيڻ - ويچڙون ٿيڻ - ڦهڙيون مُنجهڻ. وائڙو ٿيڻ. ڦوڪ ۾ ڀرجي وڃڻ - ٽانءَ ۾ ڀرجي وڃڻ - مغرور ٿي وڃڻ - مغز ۾ هوا ڀرجي وڃڻ. چريو ٿيڻ - ڀاڳل ٿيڻ - سودائي ٿيڻ - خفقان ٿيڻ. ڀُلجي وڃڻ - بدلجي وڃڻ - بتال ٿي وڃڻ.
= مٿو ڦوڙائڻ: هٿ مُوڙي وڃائڻ - نقصان پرائڻ - ڇيهو پرائڻ.
= مٿو ڪرڻ: مُنهن ڪرڻ - ڪنهن پاسي روانو ٿيڻ - پٺي وڃڻ.
= مٿو ڪترهڻ (ڪ): اونو ڪرڻ - فڪر ڪرڻ - انديشو ڪرڻ - اوسيڙو ڪرڻ - انتظار ڪرڻ. ڪنهن ڳالهه جي ويچار ۾ رهڻ.
= مٿو ڪُوڙائڻ: وارن کي ڪوڙائڻ - ٽوڙهو ٿيڻ. پاڻ کي ڦرائڻ - ٺڳائڻ. نقصان پرائڻ - ٽوٽو پرائڻ - هرجو پرائڻ.
= مٿو ڪُوڙڻ: ٺڳڻ - ڦُرڻ. دلبو ڏيڻ - ويساهه گهاتي ڪرڻ. ڪنهن کي نقصان وجهڻ.
= مٿو کائڻ: اجائي ٻڪ ڪرڻ - بڪوات ڪرڻ - بڪ بڪ ڪرڻ - بتخيي هڻڻ. ڪِٽ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - ورچائڻ - خفي ڪرڻ.
= مٿو ڪٽو ڏيڻ: نباهڻ - گذارڻ. جنب ۽ جوڳ ڏيڻ - حياتي گهارڻ.
= مٿو کپائڻ: مٿو کائڻ. اجائي مغزخوري ڪرڻ. ڪاپارو ڪرڻ - ڪامارو ڪرڻ - کِتراڳ ڪرڻ - کپت ڪوڻ - هٿ هٺان ڪرڻ.
= مٿو ڪٽڻ: ڪنڌ ڪٽڻ. منهن مٿي ڪرڻ. (بيماريءَ مان) سنڪرُ ٿيڻ - چاڪ ٿيڻ - چاق ٿيڻ - تند رست ٿيڻ.
= مٿو ڪوٽڙڻ: فوت ٿيڻ - مري وڃڻ.
= مٿو کوهڻ (ت): ناڪام ڪوشش ڪرڻ - اجائي پٽوڙ ڪرڻ - اجائي مغزخوري ڪرڻ. ڪاپارو ڪرڻ - مٿو کپائڻ.
= مٿو گريبان سان ڍَڪڻ: ڦِڪو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - شرمندو ٿيڻ - ندامت محسوس ڪرڻ - پنهنجو قصور محسوس ڪرڻ - پنهنجو ڏوهه ياسڻ - گناهن جو اعتراف ڪرڻ.
= مٿو گريبان ۾ آڻڻ: لڄي ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ - ڪنڌ هيٺ ڪرڻ - پشيمان ٿيڻ - پڇتائڻ - ندامت ظاهر ڪرڻ. معافي گهرڻ - ڏوهه بخشائڻ - قصور معاف ڪرائڻ.
= مٿو گنجو ٿيڻ: (ڪ): مٿي جا وار ڇڻي وڃڻ - ٽوڙهو ٿيڻ. سُڃو مڪٿو ٿيڻ - ڀينگيو ٿيڻ - ڪُتي پونڻ - ڪنگال ٿي وڃڻ - تِرين پر پوڻ.
= مٿو گهونٽڻ (ٿ): ٿري زالن جو خاص نموني ۾ وار ڳُتڻ - مٿو ويڙهڻ. (راءِ).
= مٿو لٽڏڻ: ضعيفي يا پيرسنيءَ سبب مٿو ڏڏڻ. پير مرد ٿيڻ - ٻُڍو ٿيڻ.
= مٿو لِڪائڻ: ڪنهن اجهي هيٺ رهڻ - ڪنڌ لڪائڻ. رهائش اختيار ڪرڻ. پناهه وٺڻ - اجهو وٺڻ.
= مٿو لوڏڻ: مٿو ڌُوڻڻ - هائوڪار ڪرڻ - اقرار ڪرڻ - قبول ڪرڻ - مڃڻ.
= مٿو مارڻ: مٿو کپائڻ - اجائي ڪوشش ڪرڻ - مٿو هڻڻ. حد کان زياده محنت ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - سخت ڪوشش ڪرڻ - خيال ڪرڻ - سوچڻ - سِٽائون سِٽڻ - ويچار ڪرڻ. سمجهائڻ - نصيحت ڪرڻ. ذهن نشين ڪرائڻ. اجايو ڳالهائڻ - گهڻو ڳالهائڻ. بحث ڪرڻ.
= مٿو ماڙِيءَ سان لڳڻ (ڪ): ڦولب ۾ ڀرجي وڃڻ - ٽانءَ ۾ ڀرجي وڃڻ - تڪبر ڪرڻ. وڏو ساٺهو ٿي وڃڻ - ڪنهن وڏي درجي تي پهچڻ.
= مٿو مٿڻ: رُڌل رهڻ - هر وقت ڪم ڪرڻ - سدائين مشغول رهڻ.

- مَتو مُنهَن پِٽڻ: هاء گهوڙا ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - پِٽڪو ڪرڻ - رڙيون واڪا ڪرڻ - آهه و فغان ڪرڻ. ظلم ٿيڻ سبب دانهون ڪرڻ - گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.

- مَتو موٽائي مُنهَن تي هڻڻ (ڪ): فقير يا سواليءَ جو ناراض ٿي مليل خيرات (خيرات ڪندڙ کي) موٽائي ڏيڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ.

- مَتو مورَڻ لڳڻ (ڪ): ڪجهه رقم کٽي ڪرڻ - ٿورا پئسا گڏ ڪرڻ. پيٽ سان مَتو لڳڻ - پشيمان ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ.

- مَتو سِہرو ٿيڻ: مجامعت ڪرڻ يا تڙ وغيره پوڻ سبب بدن پليت ٿيڻ. وارن ۾ متي پئجي وڃڻ. وارن ۾ نه وهنجڻ سبب چيڙه پوڻ.

"متو منهنجو سومرا، ستر سيروئي هوءِ."

- مَتو نِمائِڻ: ڪنڌ نوائڻ - ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. مَتو جهڪائڻ. اڳيان جهڪڻ. سجدو ڪرڻ. عبادت ڪرڻ - بندگي ڪرڻ - نماز پڙهڻ. پيش پوڻ - آڻ مڃڻ - هار قبول ڪرڻ.

- مَتو وِڃائڻ: سِر وڃائڻ. گُم ڪرڻ - لڪائي ڇڏڻ - ڇپائي ڇڏڻ - لاپته ڪرڻ (ڪا شيءِ). مصيبت ۾ مبتلا ڪرڻ - تڪليف ۾ وجهڻ - آزار ۾ ڦاسائڻ.

- مَتو وَڃڻ: سِر وڃڻ. گم ٿيڻ - لاپته ٿيڻ - لِڪي وڃڻ. تڪليف ۾ ڦاسڻ - آزار ۾ پوڻ - مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ. سري وڃڻ - ختم ٿيڻ - دفع ٿي وڃڻ.

- مَتو هاٿي رَکڻ (ڪ): بستري داخل ٿيڻ - بيمار ٿيڻ - ناچاق ٿيڻ - لڳو ٿيڻ - آگهو ٿيڻ - ناخوش هجڻ. بي اونو ٿيڻ - بنا ڪنهن فڪر جي هجڻ.

- مَتو هڻڻ: مغز هڻڻ - مغز خوري ڪرڻ - دردسري ڪرڻ. محنت ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. ڪاپارو ڪرڻ - ڪِتراڳ ڪرڻ - ڪاسارو ڪرڻ - خفو ڪرڻ - ڪِٽ ڪرڻ. آجايو ڳالهائڻ - بَڪ ڪرڻ - بڪوات ڪرڻ - پخي هڻڻ - لباڙ هڻڻ. سمجهائڻ - نصيحت ڪرڻ - هدايت ڪرڻ.

- مَٿي آگهاڙو ॥ مَٿي آگهاڙا (ت): ذ. صفت. بي حياءُ - بي شرم - لِرلٿو - بي لڄو - بي ديدو - لوفر - واهيات - اوباش - رولُو - نِڪار - بي ڪمو - نِڪمو.

- مَٿي پِٽر هڻڻ (ت): ڪنڌ پِر هڻڻ. تڪليف ڏيڻ - سختي ڏيڻ.

- مَٿي تانئِين غَرق ٿيڻ: پاڻي وغيره ۾ بلڪل ٻڏي وڃڻ. غرق ٿيڻ - ٻڏي وڃڻ (ڪنهن خيال ۾). سخت مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ - تڪليف ۾ ڦاسڻ. (پئسن ۾) پورجي وڃڻ - لکين جو مالڪ ٿيڻ.

- مَٿي تي ٽڙا ڏِيڻ: خالي هٿين واپس ڪرڻ. ڪِدي ڇڏڻ - هڪالي ڇڏڻ - لوڏي ڪيڏڻ - تڙي ڪيڏڻ - بي عزتو ڪري روانو ڪرڻ.

- مَٿي تي ٽِڪر پَڄڻ: بهتان اچڻ - ڪوڙي تهمت لڳڻ - اجائي بدناموسي ٿيڻ - بي گناهه الزام لڳڻ.

- مَٿي تي ٽِڪر ٽوڪڻ (ڪ): بهتان مڙهڻ - ڪوڙي تهمت لڳائڻ - الزام مڙهڻ. جهيڙو جهٽو ڪرڻ.

- مَٿي تي ٽِڪر ڪُٽڻ (ڪ): بهتان ڪٽڻ - سِر تي بدناميءَ جو کهانگهو ڪٽڻ. گلا پرائڻ - گِلا جو کهانگهو ڳچيءَ ۾ پوڻ. سچو ٿيڻ - وِلهو ٿي وڃڻ - ڪُٽي وڃڻ.

- مَٿي تي پَٽڪ ٻڌائِڻ: چڱو مڙس ڪرڻ - پڳدار ڪرڻ - وڏيرو ڪرڻ.

- مَٿي تي چاڙهَڻ: حد کان وڌيڪ پيار ڪري (ڪنهن کي) پاڻ سان حجتي ڪرڻ - آڪرو ڪرڻ. دادلو ڪرڻ - چاڳلو ڪرڻ - لاڏلو ڪرڻ - سنهن چاڙهه ڪرڻ - من وڌائڻ - گستاخ بنائڻ. رايو رکڻ - پاسخاطري ڪرڻ - لحاظ رکڻ - مروت ڪرڻ - خوشامد ڪرڻ - پاسو ڪرڻ - طرفداري ڪرڻ. ڪاري ڇڏڻ. مغرور ڪرڻ - هٺيلو ڪرڻ.

- مَٿي تي چڙهڻ: دادلو ٿيڻ - لاڏلو ٿيڻ - سنهن چاڙهه ٿيڻ - من وَڌڻ - چاڳلو ٿيڻ - ريجالو ٿيڻ.

مغرور ٿي وڃڻ - زور وٺي وڃڻ - سن وڏي وڃڻ. وڏائيءَ ۾ ڀرجي وڃڻ.

▬ مٿي تي رکڻ (ت): سهڻ - برداشت ڪرڻ. کڻڻ. خوشيءَ سان قبول ڪرڻ - رضامند ٿيڻ - اقرار ڪرڻ - هائوڪار ڪرڻ. ڀوڳڻ - لوڙڻ.

▬ مٿي تي ڪارو پٽڪو ٻڌڻ (ڪ): موت جي سوڳ رکڻ - غمي ڪرڻ. افسوس ظاهر ڪرڻ. سوڳ ڪرڻ - ارمان ڪرڻ - ڏک ڪرڻ.

▬ مٿي تي ڪلنگي رکڻ: مٿي تي تاج رکڻ - چٽ پهرڻ - تاجدار ٿيڻ. سلطان ٿيڻ - بادشاه ٿيڻ. وڏائيءَ وارو ٿيڻ.

▬ مٿي تي کڻڻ: پنهنجي ذمي ڪرڻ - ذميواريءَ ۾ کڻڻ. قبول ڪرڻ - هائوڪار ڪرڻ. خوشيءَ سان سهڻ - برداشت ڪرڻ.

▬ مٿي تي مُڪُٽ ٻڌڻ: شاديءَ جا سوڙ ٻڌڻ. گهوٽ ٿيڻ. شادي ڪرڻ - وواه ڪرڻ.

▬ مٿي تي موچڙا وسڻ: ٻاد ر پوڻ - مار ڪٽ جهلڻ. لعنت ملامت وسڻ - جُٽ ڦِٽ جهلڻ.

▬ مٿي تي سو لٺائي ٻڌڻ (ڪ): غربت جو اظهار ڪرڻ. غريب ٿي وڃڻ - مسڪين ٿي وڃڻ.

▬ مٿي تي سنهڻ وسائڻ (ڪ): بي آجهي هجڻ - بنا ڪنهن پناه جي هجڻ - ڪنهن به اوٽ کان سواءِ هجڻ - ڪوبه گهر ٺڙ نه هجڻ.

▬ مٿي تي سنهڻ وسڻ (ڪ): سست ٿيڻ - ڍيلهو ٿيڻ - آرمي ٿيڻ - ٿوٿي ٿيڻ.

▬ مٿي تي هٿ پُڄڻ: پُڄنديءَ وارو هجڻ - پهچ وارو هجڻ.

▬ مٿي تي هٿ رکڻ: همدردي ڪرڻ - ڏک ڀائي ٿيڻ - مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ. سرپرستي ڪرڻ. دلاسو ڏيڻ. مهرباني ڪرڻ - وڙ ڪرڻ - احسان ڪرڻ - ٿورو ڪرڻ - لائق ڪرڻ - مهر ڪرڻ - اِپا ڪرڻ - عنايت ڪرڻ. ارمان ڪرڻ - افسوس ڪرڻ - ڏک ڪرڻ. گڻتي ڪرڻ - فڪر ڪرڻ. کٽجي پوڻ - واپار وغيره ۾ ٽوٽو پوڻ. ڪو نقصان جهڙو ڪم ٿيڻ - ڇيهو پوڻ. (ڪ).

▬ مٿي تي هٿ ڦيرائڻ: مٿي تي هٿ گهمائڻ.

▬ مٿي تي هٿ گهمائڻ: پيار ڪرڻ - محبت ڪرڻ - چاهڻ. آسيس ڪرڻ - دعا ڪرڻ - پرارٿنا ڪرڻ - آشيرواد ڪرڻ. شاباس ڏيڻ - جس ڏيڻ - آفرين چوڻ. ريجهائڻ - ڏاڏ رائڻ. پرچائڻ. راضي ڪرڻ. ڦيٿو وجهڻ. (ڪ). سرپرستي ڪرڻ - سنڀالڻ - نگهباني ڪرڻ. آجهو ڏيڻ - پناه ڏيڻ. ٿڪڻ - دلبو ڏيڻ - ويساهه گهاتي ڪرڻ. ٺڳي ڪري، ڦري وڃڻ.

▬ مٿي تي هٿيڙو گهمائڻ: مٿي تي هٿ گهمائڻ.

▬ مٿي تي هڻڻ: زبردستي ڪو ڪم ڪرڻ لاءِ ڏيڻ. ذمي ڪرڻ - حوالي ڪرڻ. مجبور ڪرڻ.

▬ مٿي تي پاڻي وجهڻ: وهنجڻ - غسل ڪرڻ - ٽڙ ڪرڻ. بيمار ماڻهوءَ جو چڱو ڀلو ٿي وهنجڻ. وياڻي عورت جو ويم سان تندرست ٿي ٽڙ ڪرڻ. غسل صحت ڪرڻ. ڪم ختم ڪرڻ - واندڪائي حاصل ڪرڻ. (ت).

▬ مٿي جو ڏاڍو ٿيڻ (ڪ): جُٽ ڦِٽ جو ڏاڍو ٿيڻ. بي شعور ٿيڻ - بي حيا ٿيڻ. سخت دل ٿيڻ. هٺيلو ٿيڻ - ضدي ٿيڻ.

▬ مٿي جو سور: ذ. درد سر - مغز جو درد. (صفت). بڪواسي - بڪ بڪيو - بڪواتي - لٻاڙي. بي سمجهه. بيوقوف - مورک. جاهل. ڪند ذهن - موڳو.

▬ مٿي جو سور ٿيڻ: درد سر ٿيڻ. بيزار ڪندڙ ٿيڻ - ورچائيندڙ ٿيڻ. آزار پيدا ڪندڙ ٿيڻ. خفي ڪندڙ ٿيڻ. بي سمجهه ٿيڻ - مورک ٿيڻ.

▬ مٿي جو سور هجڻ: بڪواتي هجڻ - بڪ بڪيو هجڻ. بي سمجهه هجڻ - ڪابه ڳالهه نه سمجهڻ - مورک هجڻ - چريٽ هجڻ - ناداڻ هجڻ.

▬ مٿي جو ڦريل هجڻ: چريو هجڻ. بي عقل هجڻ. بي پرواهه هجڻ. مغرور هجڻ - ضدي هجڻ. سرڪش هجڻ.

▬ مٿي جو موڙ: ذ. مٿي جو ڇٽ - سرتاج. (صفت). پيارو - عزيز. دل وارو - دل گهريو. چڱو ماڻهو - معتبر. عزت دار - آبرو وارو - مان وارو - شان وارو - مانائتو - شانائتو.

▬ مٿي جو موڙ هئڻ: پيارو هجڻ - عزيز هجڻ - دل وارو هجڻ. عزت وارو هجڻ - مانائتو هجڻ - شانائتو هجڻ - معتبر هجڻ - راڄ جو چڱو مڙس هجڻ.

▬ مٿي جي پٽري: ث. حوالي ٿيل ڪم - ذمه داريءَ جو ڪم - سونپيل ڪم - وڏو آواز - مصيبت - هٿچا.

▬ مٿي جي چڳ وڌائڻ: مٿي جي وارن جي چڳ وڌائي ٻوڏلڪ ٿيڻ - مريد ٿيڻ - چيلو ٿيڻ - شيش ٿيڻ.

▬ مٿي جي ڦيري: ث. ٻنواٽي - ڦيري - چرخ - چڪر - گهمري - ياڻ - ياڻٽي (مغز جي). ڏڪٽي - ٽڙڪٽي (گهوڙي جي). مغروري - گهمنڊ - شيخي - هٺ - دماغ - وڏائي - هوءِ - دم - اغماض - غرور - تڪبر - ٽانءِ - ٽنڊ.

▬ مٿي جي سرکهي لاهڻ (ڪ): دماغ مان واهيات خيال ڪڍي ڇڏڻ - ماڻهپي جي قطارم ڪرڻ.

▬ مٿي ڇانئو ڪرڻ: عارضي گهر ٺاهي مانجهاند ڪرڻ - پناهه وٺڻ. آسرو ڪرڻ. (عورت جو) شادي ڪرڻ. مڙس ڪرڻ - نڪاح ڪرڻ.

▬ مٿيرو ۽ مٿيرو: ذ. صفت. مٿي وارو. وڏي مٿي وارو. پهلوان. سرڪش.

▬ مٿي ڦريل هئڻ: بي پرواهه هجڻ - بي عقل هئڻ. چريو هئڻ. مٿي جو ڦريل هئڻ.

▬ مٿي ڪرڻ: مٿان ڪرڻ. بلند ڪرڻ - اوچو ڪرڻ. مٿي تي ڪرڻ - مٿي مٿان ڏيڻ (ڪپڙو وغيره) - پهرڻ - اوڍڻ - پائڻ - چوڙڻ - هنڊائڻ.

▬ مٿي کائو ۽ مٿي کائو: ذ. صفت. مٿو هڻندڙ - مٿو کائيندڙ - يخي هڻندڙ - جهڳير. بيزار ڪندڙ - کڪ ڪندڙ - ورچائيندڙ - مٿي کپائو.

▬ مٿي کپائو ۽ مٿي کپائو: ذ. صفت. مٿي کائو. سر جو کاپارو - کهپي خور - جيجا.

آزاريندڙ - پيڙيندڙ - سنتاپ - آزار. ڪتراڳ ڪندڙ - ڪتراڳي - جنجالي. بي سمجهه - نادان - ڪم عقل.

▬ مٿي کنهن جي واندڪائي نه هئڻ: ڪم جي گهڻائيءَ سبب واندڪائي نه ملڻ - فرصت نه هئڻ - تمام مشغول رهڻ - ڪم ۾ غلطان رهڻ.

▬ مٿي کسي وهائو ڏيهي ويهڻ: بي اونو ٿي ويهڻ - بي فڪر ٿي ويهڻ - بنا ڪنهن اوسيڙي جي ويهڻ - فڪرات کان خالي هئڻ.

▬ مٿي مان پير ڪري ڊوڙڻ: پيار ۽ محبت وچان ڪنهن سان ملڻ لاءِ وڃڻ - اڪنڊ وچان وڃڻ - هينئين سان هلڻ - اکين سان اچڻ.

▬ مٿي مان پير ڪري ڦرڻ: سڪ مان اڳيان پويان ڦرڻ - طواف ڪرڻ - گهور وڃڻ - صدقي وڃڻ - ٻلهار وڃڻ.

▬ مٿي سان مڇ ڪيڏڻ (ڪ): ساري ماري ميچالو ڪڍي ڇڏڻ - ڏاڍي مار ڏيڻ - پيچ ڪيڏڻ.

▬ مٿي مان ميٽ نه لاهڻ: بلڪل دير نه ڪرڻ - جهٽ پٽ اچڻ - ٺهه پهه اچڻ - ترت اچڻ - هڪدم اچڻ - تڙي ڪڙي اچڻ.

- مٿي مان ميخ ڪيڏڻ (ڪ): دماغ مان خراب خيال ڪڍي ڇڏڻ.

▬ مٿي مان واءُ ڪيڏڻ: دماغ مان خراب خيال ڪيڏڻ - مستي ڇڏي ڏيڻ. ٽنڊ ڪڍي ڇڏڻ - مغروري ڇڏي ڏيڻ.

▬ مٿي ۾ اٽ وهارڻ (ڪ): ڪوڙي ڳالهه تي ڀروسو ڪرڻ - ڪنهن به ڳالهه تي ڳنڍ ٻڌي ويهڻ - ضد ڪرڻ.

▬ مٿي ۾ اٽ وهڻ: دماغ ۾ خام خيال پيدا ٿيڻ - دل ۾ ڪوڙي ڳالهه جو ويهي رهڻ - ناداني ڪي ڳنڍ ٻڌڻ - بي عقل ٿيڻ - هوڏ تان نه لهڻ.

▬ مٿي ۾ اٽ هجڻ: مغز ۾ خرابو هجڻ.

▬ مٿي ۾ ڀوت وهارڻ (ڪ): ڪوڙي ڳالهه تي يقين ڪرڻ. ڀرم يا سنسو رکڻ - بي وقوف ٿيڻ - بي عقل ٿيڻ - جاهل ٿيڻ - چسو ٿيڻ - مورک ٿيڻ.

▬ مٿي ۾ ٽيڏ هڻڻ (ت): آڪڙ هڻڻ - سيٽ هڻڻ - ٽنڊ هڻڻ.

= مٿي ۾ ٽينڊڻ هُجڻ (ت): هڪ هنڌ سُڪ نہ هجڻ - ماٺ ڪري نہ ويهڻ - خاموشيءَ سان نہ ويهڻ. چرپر ڪرڻ - تير تير ڪرڻ - چُرڻ پُرڻ.

= مٿي ۾ ڪيڙو وِجهي ڇڏڻ (ڪ): دماغ ۾ خرابو ٿيڻ - دماغ خراب ٿيڻ.

= مٿي ۾ ڪيڙا پوڻ (ت): اٿ تڙ ٿيڻ - سوداءُ ٿيڻ - ڳڻتي ٿيڻ - فڪرات ٿيڻ.

= مٿي ۾ سِرڪِهي اچڻ (ڪ): گهڙيءَ گهڙيءَ خيال اچڻ - پَل پَل ۾ پُور پوڻ. سودائي ٿيڻ. چريائپ جا خيال ڏيکارڻ.

= مٿي ۾ واءُ هُئڻ: دماغ ۾ خلل هُئڻ. چريائپ هجڻ. سودائي هجڻ - مغروري هئڻ - هنيلائي هئڻ - بي پرواهي هجڻ - وڏائي هئڻ. مستي هئڻ.

= مٿي ۾ هوا ڀرجڻ: دماغ ۾ خلل پيدا ٿيڻ. مغروري ٿيڻ. هٺ ٿيڻ. مستي پرجڻ.

= مٿي مهرو يا مٿي مهرا: ذ. صفت. مباشرت يا احتلام سبب ٿيل ناپاڪ - غُسل کان سواءِ - تڙڻ پيل - شڪ وارو - شڪي - جُنُبي - غليظ - ناپاڪ - پليت - اڻ پاڪ - اپوتر - پليد. (ٿ. مٿي ميري يا مٿي ميريئون).

= مٿي مهرو هئڻ: غُسل کان سواءِ هئڻ - شڪ پيل هئڻ - ناپاڪ هئڻ - اپوتر هئڻ.

= مٿي سهڙ ڪرائڻ: مٿا سهڙ ڪرائڻ - لائون ڏيارڻ - پرڻائڻ - شادي ڪرائڻ - وِواهہ ڪرائڻ.

● مٿون (ت): ظرف. (سن. مَستڪ = مٿو) مٿان. ٿان.

= مٿون پهارڻ: مٿان پهارڻ. نگهبان مقرر ڪرڻ.

= مٿون لٿهڻ: آسمان تان اهڻ. وڏي درجي وارو هئڻ.

● مٿون: اسم خاص. تعلقي ڪيري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مٿوڻار (ٿ): ذ. وار.

● مٿي: ظرف. (سن. مَستڪ = مٿو) مٿ تي - مٿيرو - آتي. (صفت). مٿي جو - مٿانهون - مٿيون - بالا - اوچو - آتم - اعليٰ - چوٽيارو - بُلند - آتاهون. وڏو - صدر. وڌيڪ - زياده - گهڻو - بيش - سرس - آتر - بهتر - اڌڪ - اڳرو. عمدو - فائق - برتر - سَچيهہ - سُرشٽ.

= مٿي پوڻ: مٿان پوڻ. ڪنهن مٿان اوچتو اچي بيهڻ. شاهد ٿيڻ - شاهدي ڏيڻ - گواهي ڏيڻ. برخلاف ٿيڻ - وير وجهڻ.

= مٿي چڙهڻ: بُلنديءَ تي وڃڻ - مٿ تي چڙهڻ. آتانهون وڃڻ. وڏو عهدو ملڻ - سرس ٿيڻ - بالا ٿيڻ. قُولب ۾ پيرجڻ. پڙجڻ - پتاڪ ۾ پيرجي وڃڻ.

= مٿي هلڻ: مٿيرو هلڻ - مٿي چلڻ. اڳتي هلڻ. وڌيڪ چوڻ.

● مٿيا: ذ. (سن). ڪُوڙ - ڪُپت - آسَت - جُوٺ - دروغ - خيالي ڳالهہ - من گهڙت ڳالهہ. (صفت). ڪوڙو - ڪوٽو - جونو. جُڙتو - مصنوعي - نهيل - بناوتي. فاني.

= مٿيا درشٽ: ذ. صفت. ناستڪ مت - ناستڪي - نيرايشور واد - ملحد - ڪافر. بد عتي - پاکنڊي.

= مٿيا وادي: ذ. صفت. ڪُوڙو - جُونو - ڪُساکيي. بي اعتبارو - بي ويساهو. (پرمانند).

= مٿيرو يا مٿيرو: ذ. صفت. (سن. مَستڪ = مٿو) وڏي مٿي وارو - بهادر - پهلوان - سورهيہ - هونهار - سُور وير - سورمو - دلير - جوڌو. هنيلو - سرڪش. (ل - وفا).

"مامر پروڙي ڪو مرد مٿير"

(محمد فقير).

سردار - اڳوان. وڏي دماغ وارو - سياڻو - ڏاهو - قابل. وڏي مرتبي وارو - مٿانهون - اعليٰ - آتم - بُلند.

= مٿيرو يا مٿيرا: ذ. صفت. بهادر - پهلوان - سردار - اڳوان.

● مٿيئون يا مٿيان: صفت. ظرف. مٿي جو - مٿي وارو - مٿانهون - آتاهون - بلند - اوچو. بالا - صدر. سيان مٿي. وڌيڪ. آترندو.

= متيون پٽ هڻڻ: ڪنهن ڳالهه ۾ نه هڻڻ - پچا جهڙو نه هڻڻ.

= متيون اڪرين: ظرف. متاڇرو - اهي ڏليو. چڱيءَ طرح نه.

● متَ: ث. (من. مرتنتر = پڇڻ). جدائي - پاڇ. (ڳاجرا). متائڻ جي حالت - بدل - ڦير. (اسم خاص). تعلقي ميرواهه (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● متُ ستَ: ث. وار ڦير - بدلي سدلي - بدل سدل - متا متا. ڏي وٺ - ڏيتي ليتي.

● متُ ۽ متَ: ذ. (پرا. متيا: من. ماتيڪ = متُ) نڪر جو پاڻيءَ وجهڻ لاءِ وڏو ٿانءُ. وڏو گهڙو - مائورو - متڪو. ڏامي جي ۽ نيڪر جي ماٽي (جنهن تي چڙهي ميربحر پلا مارين). جزا - ڪيتو - بدلو - عيوض - پاڙو جهاڙو - حساب ڪتاب. (پرمانند). (صفت). جيڏو - برابر - مثل - همسر - هڪ جيترو - سريلو - هڪ جهڙو - هڪ جيڏو - هموزن - تُل - سمان - مساوي - ميلُ - جيسُ - جوڙ - ثاني - سرتو - شريڪ. قابل - لائق.

= متِ پوَڻُ: پوري پوڻ - پڄڻ - بروبري ڪرڻ - برميچڻ. ميلائڻ تڪرائڻ - لڳائڻ. ملي اچڻ - ملڻ - نهي اچڻ - نهڻ - ڦهڪڻ - نهڪڻ - لڳڻ - ميل کائڻ - هڪ جهڙو بيهڻ - تُل تي اچڻ.

= متُ هجڻُ: برابر هجڻ - ثاني هجڻ - شريڪ هجڻ - جوڙ هجڻ - نهڪي بيهڻ.

● مِتُ ۽ مِتُون: مِتَ: ث. ذ. منهن جو هڪ حصو - ڳِتُو - ڳِل - رُخسار. ڳل جو اندريون پاسو.

= مِترُ ۽ مِترَ: ذ. صفت. ٿلهين مِتن وارو - ڳِترُ.

= مِتَ سُجائڻُ: متون ڦوڪڻ - ڦوڪجڻ - شوڪجڻ - ناراض ٿيڻ - چڙڻ.

= مِتُون ڦوڪڻُ: ڳِل سُجائڻ - ڪاوڙجڻ - غصي ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - چِڙڻ - خفي ٿيڻ.

● مِتُ ۽ مِتَ: ذ. (پرا. مِتو: من. مِترَ = مائيتُ) مائٽ - خويش - سڱيٺو - شريڪ - عزيز - رشتيدار - سيالي - مِترُ. سڳو - پنهنجو - پاٺي وارو - براد ري وارو. ويجهو دوست - يار - سڄڻ - ڪهٺڪهرو. (ذ). وڏو گراهه - ڳٽو - لپوڙو.

= مِتُ ڪرَڻُ: عزيز بنائڻ - مائٽ ڪرڻ. پيارو ڪرڻ - دوست بنائڻ.

= مِتَ هٽڻُ (ت): وڏا گراهه هڻڻ - لپوڙا هڻڻ.

= مِتيائي ۽ مِتيائيون: ث. مائٽيائي - عزيزائي - رشتيدارڻ.

● مُتُ ۽ مُتَ: ذ. (پرا. مُوتو: من. مُوتر = مُتُ). پيشاب - ناڙا چوڙ - ريلو. ويڙهو (ڪاغذن جو) - مُتو. ڳنڍو. (ت).

= مُتاڪو ۽ مُتاڪا: ذ. چوپائي مال جو وٿاڻ تي پيل ڳاهه (جو پيشاب ۾ پسي خراب ٿي ويل هجي).

= مُتاڪرو ۽ مُتاڪرا: ذ. صفت. ذري ذري پيشاب ڪندڙ - ذري ذري مُتندڙ - مُتيٺو.

= مُتِ مُتِ: ث. هرهر مُتڻ جي حالت. ذري ذري ايندڙ پيشاب. (پرمانند).

= مُتِ مُتِ ڪرَڻُ: ذري ذري پيشاب ڪرڻ - ذري ذري مُتڻ. (برسات جو) ٿوري ٿوري دير کان پوءِ وسڻ.

= مُتِ مُتڻُ: ڊڄڻ - ڏرڻ - ڪنبڻ - ڌهلجڻ - خوف کائڻ - ڪوڪرڻ - ڏڪڻ - ٿڙڪڻ.

= مُتَ ۾ مانڌائي وجهڻُ: بي فائدي ڳالهه تي بحث ڪرڻ. ڪم جي اڌ ۾ رنڊڪ وجهڻ - ڪم بگاڙڻ. جهڳڙو ڪرائڻ - جهيڙو مچائڻ - فساد ڪرائڻ - چيٺو پورڻ. وچ ۾ نفاق وجهڻ - ڇيڙڪ وجهڻ - رخنو وجهڻ. آڙي ڪرڻ - چپ وجهڻ - خواهه مخواهه رنڊڪ وجهڻ.

● متا ۽ متائون: ث. متَ - بدل - عيوض - ڦير - گهير - آٽل. ڏي - وٺ. وٽو - لاٽ - ورتو. مجرائي.

= متا ستا ۽ متا ستائون: ث. متَ ستَ. آٽل پٽل - وار ڦير - ڏي وٺ - تبادلہ. بدل سدل - ڦير گهير.

= متالو ۽ متالا (ل): ذ. متا - متَ. بدل. (مهيري).

● مُتانڪو ۽ مُتانڪا: ذ. (سن. مُتُر = مت) مُت جي ٿيلهي - مثانو.

= متائڻ: مصدر. هڪڙو ڏينهن ٻيو ونڻ - متا متا ڪرڻ - متڻ - وٽائڻ - وار ڦير ڪرڻ - بدلائڻ - ڦيرائڻ. (رپيو) پچائڻ - ريزو ڪرائڻ. خُردو ڪرڻ. (سزا) گهٽائڻ. (متائيو - متائيندو - متائيل).

= متاءُ ۽ متاءَ: ذ. متائڻ جي حالت - متا - مٽ.

= متاءُ متاءُ ۽ متاءَ متاءَ (ل): ذ. وار ڦير - بدل سدل - واري ڦيري - ڏي وٺ - متا متا.

= متاءُ متاءُ ڪرڻ: ڏي وٺ ڪرڻ (پيسي جي) - ڏيتي ليتي ڪرڻ.

● ميٽائڻ: مصدر. (سن. مرج = صفا ڪرڻ) ڊاهڻ - ڪٽرڻ - لاهڻ - ميسارڻ (اکر يا نقش وغيره). ناس ڪرڻ - نابود ڪرڻ - گم ڪرڻ - دفع ڪرڻ. وسائڻ - اُجهائڻ - مانارڻ - نارڻ - جهپائڻ (باهه وغيره). روڪڻ - دٻائڻ - بند ڪرڻ. (ترشنا) پوري ڪرڻ. (ميٽائيو - ميٽائيندو - ميٽائيل).

= مُتائڻ: مصدر. (ننڍڙي ٻار کي) پيشاب ڪرائڻ. (مُتائيو - مُتائيندو - مُتائيل).

● متجڻ: مصدر. بدلجڻ - ڦرڻ - متڻ - تبديل ٿيڻ - ڦري وڃڻ. ريزو ٿيڻ - خُرد بُرد ٿيڻ. ڪاوڙجڻ - رنج ٿيڻ - غصي ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - چڙڻ - بگڙجڻ. مڇرجڻ. فساد ڪرڻ - دنگو ڪرڻ - بغاوت ڪرڻ - بلوو ڪرڻ. فتنو ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ - ڦري بيهڻ. ضد ڪرڻ - هٺ ڪرڻ - تيسو ڪرڻ - ڪهي ڪرڻ - ڪيروڙ ڪرڻ. (متيو - متبو - متيل).

= متجي بيهڻ: ڪاوڙجي بيهڻ - مڇرجي بيهڻ. هوڏ ڪرڻ - زور ڪرڻ - اِٽ هڻي بيهڻ. مقابلو ڪرڻ - فساد ڪرڻ - دنگو ڪرڻ.

● ميٽجڻ: مصدر. ميٽڻ - ڊهڻ - ميسارجڻ. لٽجي وڃڻ. ڦٽي وڃڻ - نابود ٿي وڃڻ - برباد ٿي وڃڻ - تباهه ٿي وڃڻ. (ميٽيو - ميٽبو - ميٽيل).

● متر: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَترُ ۽ مَترَ: ذ. (سن. متڪُشٺَ = مٺر) اناج جو هڪ قسم - دال جو هڪ قسم - ٻتانُو. چوپائي جي گيهيءَ ۾ پڌڻ جو ميٽر - ٽلي - چڙي. (صفت). اڻ ٽر - آٽل - ڪُپ ڪوڙ - اسڙ - ڪاهوڙو - پُختو - پڪو - مستحڪم. نيٺر - هوڏي - اٺونو - شيدتي - نجس - ڪنڊي - نيرجو - اهنڊ - اٽر - ٻُڪنين ٻچڙو - وڏڪو - ڊ ٽر - هوڏائتو - پحثي - ڪج بحث. ٻي سمجهه - موڳو. (گاجرا).

= مترُ پُڄڻ (ت): اوکو ڪم ٿيڻ. مشڪل ڪم ٿيڻ. سخت تڪليف ۾ اچڻ - مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ - آزار ۾ ڦاسڻ - مشڪلات ۾ پوڻ.

= مترِي ۽ مترِي: ث. متر. مترن جي پوک. مترن جون ڦريون.

● مترُ ڪوٽُ: اسم خاص. تعلقي آٻاوڙه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مترُو ۽ مترا (ل): ذ. صفت. ڦترَ تي نه ميڙندڙ چوپايو - ڪترُ. (مهيري).

● مترِي ۽ مترِي: ث. ڪنڪ جي پوک ڪترڻ سبب، ڪنڪ ۾ ٿيل ڪارو آنءُ. ڪريل ڪنڪ.

● مِتڪُ ۽ مِتڪَ (ل - ث): ذ. شيءِ - وٿ - ٽوڪُ. شيءِ جو ننڍڙو ٽُڪر.

● مُٽڪُ ۽ مُٽڪَ: ذ. (سن. مُڪُٽُ = چِٽُ) شاديءَ ۾ گهوٽ کي پهرايل چِٽ (اڪثر هندن ۾) - تاج - مُڪٽ. چوٽي - ٽُرو - ڪلنگي - ڪُلغي.

● مِتِڪڻُ (ل): مصدر. لاز سان هلڻ - نخري سان هلڻ - لاڏ سان هلڻ. (مِتِڪيو - مِتِڪندو - مِتِڪيل).

● متِڪو ۽ متِڪا: ذ. (سن. ماتِيڪَ = مٽ) مٽُ.

● متِڪُو (ث): ث. راند جو هڪ قسم. سانگ ڪرڻ.

● مُٽڪو ۽ مُٽڪا: ذ. صفت. ٿلهو - سڀر - دنبو - ڍُڏ - جبرو - جانٺو - قوي - جُنگ - ڏنومنو - پنو - جنو - زٽو - ٿلهو - ڦوڦانگ - سٽروٽر - دؤنسو - ڏگ - بُت ۾ پريل - چؤپڪو - گهٽڪو - گُندلو - پرتو - گهگتو - متارو - برجستو - مضبوط. (پرمانند).

سخت پٿر - پهڻ. (ڪ). ننڍو پٿر. سالي ڪُٽڻ جو پٿر. (ڪ).

● مَتَبِڻ: ث. لات - تخفيف (حساب ۾). انڪي حساب موجب حسابن جو هڪ سلسلو (اهندڙ مَتَبِڻ ۽ چڙهندڙ مَتَبِڻ).

● مَتَڻ: مصدر. بدلڻ - بدلجڻ - ڦيرڻ. ڦري ٻيو رنگ وٺڻ. مَتَيِجڻ. لنگهڻ - گذرڻ - متي وڃڻ - واهو ٿي وڃڻ. دور رهڻ جي خواهش ڪرڻ. ڪاوڙجڻ - چڙ ڪرڻ - غصي ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - چڙڻ. (مَتِيو - مَتَبو - مَتَيل).

- مَتِي وَڃڻ: گذرڻ - لنگهي وڃڻ - گذري وڃڻ.

● مِتَڻ: مصدر. ڍهڻ - متجي وڃڻ - ميسارجي وڃڻ. لٽجي وڃڻ. ناس ٿي وڃڻ - برباد ٿي وڃڻ - ڦِٽڻ - ڦِٽي وڃڻ - چٽ ٿي وڃڻ. (متيو - متبو - متيل).

● مُتَڻ: مصدر. (سن. مُوتر=پيشاب) مُٽ ڪرڻ - پيشاب ڪرڻ - ناڙا ڇوڙ ڪرڻ - ريلو ڪرڻ. (مُتِيو - مُتَندو - مُتِيل).

= مُتِيُو ۽ مُتِيُا: صفت. ذري ذري پيشاب ڪندڙ - هر گهڙي پيشاب ڪندڙ. ڊڄڻو - سنگائتو - بزدل - گيدي - بي همت - ڪم همت. (ث. مُتِيُي ۽ مُتِيُون).

- مُتِي ڏيڻ: پيشاب ڪرڻ - ناڙا ڇوڙ ڪرڻ - ريلو ڪرڻ. ڊڄي وڃڻ - گيدي ٿي وڃڻ - بزدل ٿيڻ - ڪم همت ٿيڻ. ارادي تان ڪِري پوڻ.

- مُتِيُي: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِتو ۽ مِتا: ذ. مِتَ - ڳَل.

- مِتا ڦُوڪَ ڪرڻ: ڪاوڙجڻ - ٿون ڦوڪڻ. ٻاميرو رهڻ.

● مُتو ۽ مُتا: ذ. مقاطعو - ٺيڪو - ٻول. ڪنهن ڪم جي ڪرائڻ لاءِ مقرر ڪيل ٻڌي رقم. رقم جو مُتو - ٺالهي ٻڌي رقم. ٺلهه - قيمت - اگهه (ل). لاڳ - لاپو - ورس - يافت - بالائي آهت - دستوري. ڪاغذن جو ڪنڊو - پنن جو بنڊل - ٿهو - دستو - ڳٿو. مٺائيءَ جو هڪ قسم. (پرمانند). ٺلهي ماني - ڍوڍو - روٽيلو. (ڪ).

"ٿوئي جيڏي ٺِڪي، پاڻيءَ سندو مُتو."
(چوڻي).

ٺلهي ليکي - اندازاً - اٽڪل روءِ.

- مُتيدار ۽ مُتيدار: ذ. صفت. مقاطعدار - ٺيڪيدار - اجاريدار - ٺيڪيدار - سليدار.

● مِتُون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

- مِتِي ۽ مِتِيُون: ث. (سن. مَتِيڪا = مَٽ) مٽ جو مؤنث - ننڍو مٽ. ڪنهن درگاهه يا مزار تي رکيل پاڻي پيئڻ جو مَٽ.

- مَتِي سائي ڪرڻ (ت): پاڻي پيرڻ.

● مِٽِي ۽ مِٽِيُون: ث. مرتڪا = زمين) زمين - ڌرتي - پِڙون - ارض - پرٿوي - پرٿي. خاڪ - تُراب. ڌوڙ - دز - ڌُوڙ - ڊس - لٽ - ٻُسڙ - ڇائي - گرد - غبار - واري - ٻَڙي - ڌَڄ - کيهه - رَڄي. ڀُتڙي مِٽي - ڳارو - ڪِل - ڪهگل - ڪُپ چِڪ - چِڪڻ - راڙو. (آصفيه). قبر جي مٽي. قبر - لوڙهه - تربت. ڪِنُ - ڪچرو - ٻُهر - گند. ميل - مَرُ. (پرمانند). (سن. مَئِتري = مائٽي) عزازت - رشتو - سِنَاچاري - سڳائي - عزيزي - رشتيداري - رستو - سڱاوت - سِبنڌ - لاڳاپو - ناتو - ڳانڍاپو - تعلق - نسبت - واسطو - راهه و رسم.

- مِٽِي ٻُڇڙِي ٿيڻ: مٽي پليت ٿيڻ - مٽي مردار ٿيڻ. خانو خراب ٿيڻ - جهڳو جهڻ ٿيڻ - تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - ستياناس ٿيڻ. ذليل ٿيڻ - رسوا ٿيڻ - بدنام ٿيڻ - خوار خراب ٿيڻ.

- مِٽِي پيٽو ڪرڻ: قبر ۾ پوڻ - قبر داخل ڪرڻ.

- مِٽِي پيٽو وَڃڻ: قبر تائين وڃڻ - مقام تائين وڃڻ - ڪانڌي ٿي وڃڻ.

- مِٽِي ٿيڻ: خاڪ ٿي وڃڻ - ڪِنو ٿيڻ. بيڪار ٿيڻ - نڪار ٿيڻ - ڪنهن نه ڪم جو ٿيڻ.

- مِٽِي پَليِٽ ٿيڻ: تجهيز تڪفين يا ڪو ڪم چڱي نموني ادا نه ٿيڻ - مٽي سردار ٿيڻ - خراب ٿيڻ - خوار ٿيڻ - ڏٺيون پائيون وڃڻ - ڪُرومُرو ٿيڻ - ذليل و خوار ٿيڻ. ڪري خراب ٿيڻ -

ڪرجڻ - ڀُهر ٿي وڃڻ - ذليل ٿيڻ - رُسوا ٿيڻ - بدنام ٿيڻ - بڇڙو ٿيڻ - ڪِنو ٿيڻ - گندو ٿيڻ - گدلو ٿيڻ.

= مِٽيءَ پَليِتُ ڪَرَڻُ: مٽي مردار ڪرڻ. نه دين جو نه دنيا جو ڪرڻ. خسته حال ڪرڻ. ڳارڻ - ڀُهر ڪرڻ - ذليل ڪرڻ - خوار ڪرڻ - رُسوا ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - خراب ڪرڻ.

= مِٽيءَ پِنوڙو هُئڻُ: خاڪ جو پتلو هجڻ - فاني هجڻ.

= مِٽيءَ جو ٿانءُ: ذ. ٺِڪر جو ٿانءُ.

= مِٽيءَ جو پُتِلو: ذ. (مٽيءَ جي) صورت - پُتلو - ڳُڏو - بوتو. انسان - ماڻهو - آدم - بشر. (صفت). خاڪي - فاني - فنا ٿيندڙ.

= مِٽيءَ جو ماڌو: آهو ناليءَ جو ماڻهو، جنهن جي هلندي چلندي نه هجي - اهي ٻهچ.

= مِٽيءَ جو ماڻهُو: ذ. بيڪار ماڻهو - نڪمو ماڻهو. ڪِينَ جهڙو ماڻهو. سُست ماڻهو - ڍلو ماڻهو - ڳهلو ماڻهو - ڪاهل ماڻهو.

= مِٽيءَ چاڙهڻُ: ٺُلهو ٿيڻ - بدن جو ماس وڌائڻ. (ڳاجرا).

= مِٽيءَ خُوارُ ٿِيَڻُ: مٽي پليت ٿيڻ - بدنام ٿيڻ.

= مِٽيءَ داغِستانُ: ث. دوا طور ڪم ايندڙ اڇي رنگ جي خوشبوءِ دار مٽي. (ن - ب).

= مِٽيءَ ڏيڻُ: دفنڻ - دفن ڪرڻ - پُورڻ - قبر داخل ڪرڻ.

= مِٽِيرو ٤ مِٽِيرَ: ذ. صفت. مٽيءَ جو ڪم ڪندڙ - مٽيءَ جون جايون وغيره ٺاهيندڙ - ڳوندي - رازو - اوڏُ.

= مِٽيءَ ڪَرَڻُ: ميرو ڪرڻ - لُٽائڻ - پِٽڪڻ - لوڙهڻ - داغ ڪرڻ - گندو ڪرڻ. ڪِنو ڪرڻ - خراب ڪرڻ - بڇڙو ڪرڻ. ڦِٽائڻ - بگاڙڻ - وڃائڻ - تباهه ڪرڻ - برباد ڪرڻ - ناس ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - اجاڙ ڪرڻ. زمين دوز ڪرڻ - ڊاهي پٽ ڪرڻ - ميدان ڪرڻ (جاءِ). ساڙي رک ڪرڻ - ڦُلهيار ڪرڻ - خاڪ ڪرڻ. چيلو پائڻ - ميرو وجهڻ - ميرو وهائڻ - تڪبير وجهڻ - ڪُهڻ. قتل ڪرڻ - خُون ڪرڻ - ماري ڇڏڻ. مائٽي ڪرڻ - سڱاوتي ڪرڻ - عزازت ڳنڍڻ.

= مِٽيءَ ڪِپڙِيءُ: ث. حجاز ملڪ جي ڳاڙهاڻ تي مائل مٽيءَ جو هڪ قسم (جا ميٽ وانگر ڀُسائي مٽي ۾ وجهجي ته ڦٽ ڦُرڙيون سڪائي ۽ وار صفا ڪري). (ف. ج).

= مِٽِيءُ مائِٽِيءُ ٤ مِٽِيُون مائِٽِيُونَ: ث. عزازت - رشتيداري - رشتو - مائٽي - نسبت. سڱ سڱاوتي.

= مِٽيءُ مِٽيءَ سانُ مِلائِڻُ: لاش کي دفن ڪرڻ - مُڙدي کي قبر داخل ڪرڻ - مڙهه کي پُورڻ.

= مِٽيءَ ۾ لِيٽَڻُ: ڌُوڙ ۾ ليٽڻ.

= مِٽيءَ ۾ مِلائِڻُ: خاڪ ۾ ملائڻ. دفن ڪرڻ. ميٽائڻ - نابود ڪرڻ - بي نشان ڪرڻ - معدوم ڪرڻ - برباد ڪرڻ - تباهه ڪرڻ.

● مَٽيارِيءُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٽِيءَ ڪَٽُ ٤ مِٽِيءَ ڪَٽَ: ذ. ڀَسارڪي وکر جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ مٽيءَ جو هڪ قسم - ڳاڙهي مٽي. (هيءَ مٽي ڪن وڻن جي رس مان ٺهي).

● مَٽِ (ل): ث. ڏُونري جي مٽان ڇاپل ملائي. (ن - ب).

● مَٽُ ٤ مَٽَ: ذ. (سن). سڙهي - آشرم - ٽِڪاڻو - مندر. درگاه - خانقاه. مڪتب - پاٺشالا - درسگاهه - مدرسو. (گاجرا). ڪنهن ٻه اچي ڌاتو (سون ۽ چاندي) ۾ پيل ٽامو وغيره - کوٽ - ڦيٽُ ملاوتي ڌاتو - جوڙو - ڪَسُ - ميلُ - ڪچ. کُوڙ - جُوٺُ - ڪُپت.

= مَٽَ ڌارِيءُ ٤ مَٽَ ڌارِيءُ: ذ. سڙهي جي سنڀال ڪندڙ - مَهنتُ - بانُو. (ث. مَٽُ ڌاري ٤ مَٽُ ڌارڻِيُونَ).

= مَتَ ڪَهُرائِيءُ ٤ مَتَ ڪَهُرائِيُونَ: ث. ث. بدخواهي - بدنيتي - بدظني - چاوت - دشمني - وير - ڪونس - بدي - بڇڙائي.

- مٺ گهرو ۽ مٺ گهرا: ذ. صفت. بدخواه - بدنيت - چاوتي - دشمن - ويري - برائي ڪندڙ.

● مٺ ۽ مٺون: ث. مٺاس - مٺاڻ - مٺائي - مٺاج - شيريني - رطب - لذت. (آصفيہ). محصول جو هڪ قسم - (ميرن جي ڏينهن ۾) آنن تان ورتل محصول (نومڙيا مردار ڪوٽڙيءَ کان ڪراچيءَ تائين ۽ ڪوٽڙيءَ کان سيوهڻ تائين ٽي آنا اُٺ تي محصول وٺندا هئا).

- مٺ زبانو ۽ مٺ زبانا: ذ. صفت. ڳالهائڻ ۾ مٺو - شيرين گفتار. لبامي - چٽمر - چٽ ٻڌندڙ - ڏاڍرائيندڙ.

- مٺ سرو (ت): ذ. صفت. آرسيتل - ڍرو - جهڪو - سست.

● مُٺ ۽ مُٺون، مُٺيون: ث. (پرا مُٺيئا < مُٺي. سن. مُشٽڪ > مُشٽيِ > مُشٽ. ف. مُشت = مُٺ) آڱرين پوريل هٿ - پيڪوڙيل هٿ - بند ڪيل هٿ - مُڪ - مُشٽ. ٺونشو - گؤنسو. اَن جو ڀريل هڪ هٿ - هڪ هٿ ۾ ڪنيل اَن جو مقدار - چنگل - چُرون - لپ. مُٺ ۾ ايندڙ گاهه وغيره جو مُچو. (ت). هٿيار جو ڳن - هٿيو - مٺيو - ڳن - (ترار جو) قبضو - دستو - (وڃڻي جي) ڳني - ڪُرڙيو - ڪڙو. مير بحرن جي اصطلاح ۾ ٻن کان وڌيڪ مڇين جو تعداد. (ڪ).

- مُٺ پٽر: صفت. مُٺ جيترو - لپ ڪن. ٿورو. ڪجهه.

- مُٺ پيڙ: ث. ڪنجوسائي - مرچوٽائي - پڪائي. ڪهٽ - ڪاڙهو - رکهه - آهمو - آهم - آپتس. سوڙهه - پيهه - ڳاهٽ - پينبد - گوڙ - ڪٺپا ڪيهه. (پرمانند).

- مُٺ پيڙو ۽ مُٺ پيڙ: ذ. صفت. پٽڪشٽ - ڪنجوس - بخيل - شوم - موذي - ڪيرپڻ - ڪندرچ - مرچوٽ - چمچوس - پڪو. (پرمانند).

- مُٺ پيڙو ٿيڻ: ڪنجوس ٿيڻ - شوم ٿيڻ - موذي ٿيڻ - بخيل ٿيڻ - مرچوٽ ٿيڻ - چمچوس ٿيڻ - پڪو ٿيڻ.

- مُٺ پيڙڻ: ڪنجوسي ڪرڻ - شومائي ڪرڻ مرچوٽائي ڪرڻ - پڪائي ڪرڻ.

● مُٺ پيڪوڙ ڪرڻ (ت): مُٺ پيڙڻ. خرچ ۾ گهٽتائي آڻڻ - خرچ گهٽائڻ.

- مُٺ چڙائڻ: شاديءَ جي وقت گهوٽ جو ڪنوار جي هٿ ۾ جهليل ڪارڪ وغيره، مٺو ڻ طور چڙائڻ - ڪارڪ چڙائڻ.

- مُٺ ڏيڻ (ت): اٽي کي چڪيءَ طرح ڳوهڻ - لتاڙڻ. پيچڻ - دُڪڻ - دوڙڻ - دوڙ پائڻ.

- مُٺ کهور: ث. راند جو هڪ قسم - اڪي ٻڌي راند. (پرمانند).

- مُٺ ۾ آچڻ: قابو ۾ اچڻ - قبضي ۾ اچڻ - هٿ ۾ اچڻ - هٿ وس ٿيڻ. (آصفيہ).

- مُٺ ۾ هئڻ: قابو ۾ هجڻ - قبضي ۾ هجڻ - هٿ ۾ هجڻ - ضابطي هيٺ هجڻ.

- مُٺ وجهڻ: پوک ۾ ٻج جي لپ وجهڻ - ٻج ڇٽڻ - پوکڻ.

- مُٺ هڻڻ: مُشت زني ڪرڻ - هٿ رس ڪرڻ - جلق ڪرڻ. اِتي ڏڪر راند ۾ اِنيءَ کي مُٺ تي رکي، مٿي آچل ڏيئي ڏڪر سان ڏڪ هڻن.

- مُٺيون پيڙي پڄڻ: بنا سوچ ويچار جي تيڪو روانو ٿيڻ - آمالڪ پڄڻ - هڪدم ڊوڙ پائڻ.

- مُٺيون مارڻ: ڏک کان اندرئي اندر ۾ رُئڻ. ڇاتيءَ تي ڏڪ هڻڻ. (گاجرا).

● مُٺ ۽ مُٺ: ذ. وڏي مٺ. ڊڪ. (گاجرا).

● مٺارڻ: مصدر. (س. مرشٽ = مهٽڻ) مائو ڪرڻ - لسو ڪرڻ - نرم ڪرڻ (لوهه کي). لوهه کي مُترڪي سان سندرڻ - ٺپڻ. (پرمانند). (مٺاريو - مٺاريندو - مٺاريل).

● مٺارڊو ۽ مٺارڊا: ذ. ٻانهين جي گولائي ڪرڻ جو اوزار. (ن-ب).

● مٺارٽي ۽ مٺارٽيون: ث. ننڍي مترڪي - ڇٺورسو. (پرمانند).

● مٺاس ۽ مٺاس: (سن. مِشٽ = رس). مٺو رس - مٺاڻ - مٺاج - مٺائي - شيريني - مٺ. سواد - لذت - مزو - ذائقو - لطف.

● ميٺا کهرَ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مٺاڻ: ث. (سن. مٽشر= خراب) خرابي - مٺائي. ڪمي - گهٽتائي - ڪس - ڪوٽ. طاقت جي گهٽتائي - ضعف - دُربلتا - نِربلائي - ضعيفائي - ڪمزوري - لانجهه.

● ميٺاڻ ۽ ميٺاڻ: (سن. ميشٽان = مٺاڻ). ميٺاس - ميٺاج - ميٺ - شيري - شيريني - مدرتا. رس - رَسنا. سواد - لذت - مزو - ذائقو - لطف - چش - ونڊنا.

● ميٺاڻُ ۽ ميٺاڻَ: ذ. (سن. ميشٽانَ = مٺاڻ). ڪابه مٺي شيءِ. مٺائي.

● ميٺائيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو).

● ميٺائجڻُ: مصدر. (سن. ميشٽَ = مٺو). مٺاڻ جو مزو وٺڻ - سواد وٺڻ - لذت وٺڻ - ذائقو وٺڻ - لطف وٺڻ - چش وٺڻ. مٺاڻ تي هيرڻ - هري پوڻ. (ميٺائيو - مٺائبو - مٺائل).

● ميٺائڻُ: مصدر. (سن. ميشٽَ = مٺو) مٺو ٿيڻ - شيرين ٿيڻ. ميٺائجڻ. مٺو لڳڻ - مٺيرو لڳڻ - شيرين لڳڻ. (مٺائيو - مٺائبو - مٺائيل).

● ميٺائيِ ۽ ميٺائيون: ث. (پرا. ميٺئيڪا. سن. ميشٽڪ + تا + ايڪا > ميشٽان = مٺاڻ). مٺي شيءِ - مٺاڻ - مٺاس. کنڊ، گيهه وغيره مان تيار ڪيل مٺو مال - مليدو - مٺو کاڌو. ميٺ - شيري - شيريني - ميٺاج - مدرتا - رس.

● مٺڙا (ٿ): ذ. وَهٽ جي (سچاٽپ لاءِ). سگهن جي هڪ خاص بيهڪ.

● ميٺڙانُو: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميٺڙو ۽ ميٺڙا: ذ. صفت. (سن. ميشٽَ = مٺو) مٺو - شيرين. لالڻُ - ساجن - پرين - محبوب - ڍولڻ - دِلبر - عاشق - سپرين - محب - پيارو - جاني - سڄڻ - لاڏلو - معشوق - دل وارو - دل گهريو - موهن. (ث. ميٺڙي ۽ ميٺڙيون). (ذ) زيور جو هڪ قسم.

● ميٺڙي ۽ ميٺڙيون: ث. چمي - چِسي - مِٺي - بوسو. جوئر جو هڪ قسم. (پرمانند). ڪجيءَ جو هڪ قسم. (حامي). (اسم خاص). تعلقي ڪشمور، تعلقي گهوٽڪي ۽ تعلقي ڪوٽ ڏيجي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُٺڙي ۽ مُٺڙيون: ث. (سن. مُشٽَ = مُٺ). مُٺن سان آهستي آهستي ڪيل ٿَڦ ٿَڦ - مُٺڙي. نٽدي پار جي مُٺ. (ڳاجرا).

- مُٺڙيون هڻڻ: بدن تي آهستي آهستي مُڪون هڻڻ - مُڪڙيون هڻڻ.

● مُٺڙيو ۽ مُٺڙيا: ذ. (سن. مُشٽَ = مُٺ). ڪنهن به ڳوهيل شيءِ (مِٺي آٽي يا چيڻي وغيره جو) هٿ سان ٺاهيل چاڙهو - مٺيو. چاڙهو - پيڙو - ڳوڙهو - ٽيرو.

● ميٺڙيو يٽيو: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميٺڙيون: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۽ تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- مٺس ڙي مٺس!: حرف ندا. برا حال منهنجا! - گهوڙا ڙي گهوڙا! - آلاڙي! - هاءِ هاءِ! - واءِ واءِ! (پرمانند).

● مُٺڪي ۽ مُٺڪيون (ٿ): ث. نٽدي پار جي مٺ. (راءِ).

● ميٺل ۽ ميٺلَ: ذ. صفت. (سن. ميشٽَ = مٺو). مٺڻ - لاڏلُ - پڇڻ - منڌول - سڪيلڌو - بودلو - لاڏلو - چڇلو - طوق پٽلو - انگلي - ڪوڏيپنو - لالن - ساجن - پرين - پيارو - دلبر - جاني. (اسم خاص). ٻارڻ جي الهندي طرف هڪ جبل جو نالو.

● ميٺڻ ۽ ميٺڻَ: ذ. صفت. (سن. مشٽَ = مٺو). ميٺل - محبوب - پيارو - موهن - لالن - ڍولڻ - لاڏلو - معشوق - ساجن - پرين - دل وارو. دوست - يار - سڄڻ - ساٿي - سنگتي - همراهه - رفيق - سيتر.

● مٺو ۽ مٺا: ذ. صفت. (سن. مٽشر = خراب) خراب - بڇڙو - بڇرو - مَدو - بَد. ڪوڙو - ڪوٽو - جونو. ڦيڪ پهل (سون وغيره) - ملاوٽي -

ڳاڙهو – ناخالص – کَسو – کُوڙو (سِڪو). (پرا. مِٺئِي. سن. مِيٺ + ڪَ = ماٺو) ڍرو – ڍلو. سست – نوتي. ضعيف – ڪمزور – هيٺو – نِستو – ڀؤنو – بي سگهو – بي سَتو – بي ڦوتو – نِپل – زچ – پَتل هِيڻ – د رپل – بيزو رو. ماٺو – گهَٽ – کَسو – لانيرو. کُند – لَسو – مُڏو. تورِيءَ ضرورت وارو – تور گهُرجو – تور کپو (واپار). ڏ. (سن. مست = لَسِي. ف. ماست = کٽوکير) ڏؤنرو. ڏؤنرِي ۽ مصالح مان ٺاهيل ڳاڙي جو هڪ قسم. (پرمانند). ڏ. صفت. اڻ وڻندڙ. ڪڙو. (قليچ).

– مَٺائِي ۽ مَٺائِيُون: ث. خرابي. طاقت جي گهٽتائي – هيٺائي – ڪمزوري – ڪم همتي. بَدي – گناهه. (ڳاجرا).

– مَٺو ٿِيڻ: کَسو ٿيڻ – گهٽ ٿيڻ – ڍرو ٿيڻ. نقصان ٿيڻ – گهاٽو ٿيڻ.

– مَٺو گهُرَڻ: گهٽ گهرڻ – نہ ڀانئڻ – نفرت ڪرڻ – ڌڪارڻ. بد نيت رکڻ – بَدي رکڻ. بدخواهي رکڻ (ڪنهن جي لاءِ).

● مِٺو ۽ مِٺا: ڏ. صفت. (پرا. مِٺئِي. سن. مِيِڪ > مِيشٽَ = مِٺو) مٺاڻ وارو – مٺاس وارو – مِٺاج وارو – شيرين – لَبِيب – جَلِيب – کنڊ جهڙو – ماکيءَ جهڙو. لذيذ – مزيدار – سوادي. مٺي زبان وارو. مٺي ڳالهه وارو – سُرِيلو. ڪُومل – نرم – ڪُنرو – مُلايم – نفيس. سست – ڪاهل. ڍرو – ڌِيمون – آهستہ. کُند ذِهن. آرسي – ٿوتي – گهيلو. پيارو – عزيز – دل وارو – مِٺڙو – لَڏڻ – مثل. (ظرف). ڪمزوري سان – نرمائي سان – سستي سان – ڌيرج سان. (ڳاجرا). (ث. مِٺِي ۽ مِٺِيُون). (اسم). درياءَ – ندي. (ڳاجرا).

– مِٺو ٻولڻ: مٺو ڳالهائڻ – وڻندڙ گفتگو ڪرڻ. محبت سان گفتگو ڪرڻ. ڪُومل ڳالهائڻ.

– مِٺو تيل: ڏ. تيل جو هڪ قسم – سرهڻ جو تيل.

– مِٺو چوڙ ڏِيڻ: جتاءُ ڪرڻ – گهڻو وقت هلڻ. هَنڊڻ. (ڳاجرا).

– مِٺو ڪَتري ڀوڳڻ: صبر سان سهڻ – تحمل سان برداشت ڪرڻ (تڪليف وغيره).

– مِٺو ڳالهائڻ: مٺو ٻولڻ – نرميءَ سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ – مهربانيءَ ۽ شفقت سان گفتگو ڪرڻ.

– مِٺو مُنهن ڪرائڻ: مٺائي کارائڻ – ڪو شيرين طعام کارائڻ. شڪرانو ڏيڻ – رشوت ڏيڻ – وَڍِي ڏيڻ. لَب ڏيڻ.

– مِٺير ڙو ۽ مِٺير ڙا: ڏ. صفت. مٺاڻ تي مائل – ٿورو مٺو – مٺيرو.

– مِٺيرو ۽ مِٺيرا: ڏ. صفت. مٺيرو.

● مِٺُو ۽ مِٺُو: ڏ. صفت. (سن. مِيشٽَ = مٺو) مٺو ڳالهائيندڙ – مٺو ٻوليندڙ – شيرين گفتار. دل وارو – پيارو – وڻندڙ – محبوب – معشوق – جاني – دلبر. (ڏ) پکيءَ جو هڪ قسم – طوطو – چٽُون – ٻيلو. (ل) پيار وارو. (ڳاجرا).

● مُٺو ۽ مُٺا: ڏ. صفت. مُٺڻ يا مُنجهڻ مصدر جو اسم مفعول – اڙيو – ڦاٿو – جهليو. گرفتار ٿيل – ورتل. ڪَڪ – بيزار – خفي – آتو – وِرتل. نقصان پهتل – تونتي ۾ پيل. مصيبت ۾ پيل – مُنتل. ڳُوندريو – ڳُوندر پريل – غم ۾ ٻُڏل – غمگين – ڏُکارو – ڏکويل. (پرمانند). نِڌورو – بدبخت – ڇِنڊو – نِڀاڳو – نامراد. (شرت). (ث. مُٺِي ۽ مُٺِيون).

– مُٺو ڏِيڻ (ڪ): نقصان وجهڻ. اگر تگر ناس ڪرڻ.

● مِٺوائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ميرالي پاڙو).

● مِٺو ٽيرڙو: اسم خاص. تعلقي ٺٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٺو دَٻو: اسم خاص. تعلقي ڳُونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٺو ڍِيرو: اسم خاص. تعلقي روهڙي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٺو لُنڊ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٺِي ۽ مِٺِيُون: ث. صفت. (پرا. مِٺِيئا. سن. مِشٽَ + ايڪا = چَمِي) مٺاڻ تي مائل - شيرين. پياري - دل واري - دل گهري. (ث). چَمِي - چَسِي - ٻوسو - سَڪَرَ - مِٺِڙِي. پٽلي زمين. (گاجرا). (اسم خاص). تعلقي مِٺِيءَ ۾ هڪ ديهه ۽ شهر جو نالو. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- مِٺِي چوڙ ڏِيَڻُ: چڱيءَ طرح هنداڻڻ - جتاءُ ڪرائڻ (ڪپڙي ڪي).

- مِٺِي ڇُرِي: صفت. دوست نما دشمن - دوستيءَ جي لباس ۾ دشمني ڪندڙ - ظاهر دوست ۽ باطن ۾ دشمن.

- مِٺِي زَبانَ: صفت. شيرين سُخن - خوش بيان - خوش گفتار.

- مِٺِي ڪاٺِي ۽ مِٺِيُون ڪاٺِيُون: ث. دوا طور ڪم ايندڙ ٻارڪي وکر جو هڪ قسم - سُلِيٺِي. (پرمانند).

● مُٺِي: ث. اڱڻين مُري ۽ مُنب جي وچ وارو ڀاڱو (وهٽ جي تنگ جو).

● مَٺِيان: ث. ڪاوڙ - غُصو - ناراضگي - چِڙَ. خار. ناپسندي - ناموافقت. آڪرائي - بُڇان - نفرت - ڪراهت - ڏڪار.

- مَٺِيان پائڻ: ڪاوڙ لڳڻ - غُصو لڳڻ - ناراضگي ٿيڻ - چِڙَ لڳڻ. بُڇان اچڻ - ڪَراهت اچڻ - ڏڪار اچڻ - نفرت لڳڻ.

- مَٺِيان لڳَڻ: ڪاوڙ لڳڻ - غُصو اچڻ - ڪروڌ اچڻ - چِڙَ لڳڻ - ناراضگي ٿيڻ. ڪَراهت لڳڻ - نفرت اچڻ - بُڇان لڳڻ - ڏِڪار اچڻ.

● مِٺِياڻِي: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٺِي جِي ڪاڻَ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُٺِيو ۽ مُٺِيا: ذ. (سن. مُشٽِ = مُٺ) ڪنهن اوزار جو مُٺ ۾ جهلڻ وارو حصو - هٿيو - مُٺ - ڳَنُ - دَستو - قبضو. جنڊ جي مٿين پُڙ ڪي ڦيرائڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪِلو. هَرَ جو هٿيو - هَرَ کي ڦيرائڻ لاءِ هروڻي يا ڪُڙهه ۾ لڳل ڪاٺ جي ڪِلِي (جنهن کي هٿ ۾ جهلي هَرُ هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائي سگهجي) - ڳِنُ. هني جو هڪ حصو - پِرٽو. (ت). ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو - سُکان کي جهلي ڦيرائڻ جو ڳِنُ - وِ پڻيو (سُکان جو يا ٻيڙيءَ جو). مُٺ ۾ اچڻ جيترو ڳوهيل اٽي جو ڳنڍو - (چِٽي، مِيٽي وغيره جو) پنوڙو - مُنڙيو. چِتنگل - چُرون - لَپَ - مُٺِ (سنگن جي). مٺائيءَ جو هڪ قسم - لَڏُون. گهوڙي جي مُنب کان مٿي وارو ڳنڍو (ماڻهوءَ جي مُري وانگر). ڳنڊيد ٻڌڻ لاءِ چڏيل ڪپڙو (ڪفن جو). (گاجرا).

● مِثالُ ۽ مِثالَ: ذ. (ع). نمونو - نَظِير - دِرشٽانتَ - ارٿاءُ - اوکاڻ - مُشابهت - اُپمان - هڪجهڙائي - تشبيهه - تمثيل. برابري - پٽ. رُوپُ - صورت - مُورت - تصوير - شڪل. پهاڪو - ڪَٿَت - چَوِتَ - حڪايت - ڪهاڻي - آکاڻي - ڪَٿاوِتَ - مثل - بيانُ - وارتا - چَوِٽِي. چِٽائي - نِروارِي.

- مِثالُ ڏِيَڻُ: نظير ڏيڻ - تمثيل ڏيڻ. مشابهت ظاهر ڪرڻ. پهاڪو ڏيڻ.

● مَثانو ۽ مَثانا: ذ. (ع. مَثانَه) بَدن جو هڪ عضوو - بدن ۾ پيشاب گڏ ٿيڻ جي ڳوٿري - مَثانڪو.

● مُثْبَتُ: (ع). ثابت ڪيل - قائم ڪيل - قبول پيل. آڪاري - مَتاواچڪ - مُثيڪار - سُوچڪَ. (پرمانند).

- مُثْبِتُ نِشانِي: ث. الجبرا جي اصطلاح ۾ واڌ (جوڙ +) جي نشاني.

● مِثْقالُ ۽ مِثْقالَ: ذ. (ع). عربستان جو هڪ سونو سِڪو. تور جو هڪ وَزن (مثقال طبي = ساڍا چار ماسا، ڪن وٽ ٽي رتيون ڇهه ماسا. مثقال صوفي = هڪ سئو ويهه جَوَ يا چار ماسا. مثقال شرعي = ساڍا ٽي ماسا. مثقال مطلق = ٽي ماسا پوڻيون ٻه رتيون).

● مَتَثِلُ ۽ مَتَثِلَ: (ع). چَوِٽِي - مِثالُ. تمثيل.

● مِثْلُ: صفت. (ع). جهڙو- جيئن- وانگيان- وانگي- وانگر- مانند- طرح. جهڙس- اهڙو ئي. موافق- برابر. شڪل، صورت، ۽ سيني صفتن ۾ هڪ جهڙو- مشابهه- همشڪل- همجنس- همرنگ.

● مِثِيلُ: ذ. (ع). مشابهت- هڪجهڙائي- تمثيل- پٽ- برابري. پهاڪو- چوڻي- ڪهاڻي- مثل مشهور- ضرب مثل- نِروچَن- واڪيه- مثال. قول- وچن- انجام- وعدو.

- مَثَلاً: ظرف. مثال لاءِ- مثال طور- فرضاً. ساڪيات- جهڙو- وانگي- وانگر. يعني- گويا- جيئن ته- اهڙيءَ طرح.

● مُثَلَّثُ: صفت. (ع. ثلث = ٽي) ٽي، ٽن شين جو مجموعو. ٽِڪنڊو.

- مُثَلَّثُ آبِيُ: ذ. آسمان جي ٻارهن برجن مان ٽن برجن جو يڪمشت نالو (يعني سرطان، عقرب ۽ حوت).

- مُثَلَّثُ آتشِيُ: ذ. ٽن آتشي برجن جو يڪمشت نالو (يعني حمل، قوس ۽ اسد).

- مُثَلَّثُ بَادِيُ: ذ. ٽن بادي برجن جو يڪمشت نالو (يعني جوزا، ميزان ۽ دلو).

- مُثَلَّثُ خَاڪِيُ: ذ. ٽن برجن جو يڪمشت نالو (يعني ثور، سُنْبِلَهُ ۽ جَدي).

● مُثَمَّنُ: (ع). اٺڪنڊو- هشت پهلو.

● مُثَنّيٰ: صفت. (ع). ٻيڻو- ٻيڻو- ٻه گڏ. نقل- ٻه فرد- آتارو- پانئٺ. (پرمانند).

● مَثْنَوِيُ ۽ مَثْنَوِيُونُ: ث. (ع). شعر جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٻن ٻن مصرعن جو قافيه هڪ جهڙو هجي). جدا جدا قافين وارو شعر. جلال الدين روميءَ جو مشهور صوفياني ڪتاب جو نالو. (گاجرا).

● مَتَپَ: ث. مَتَپُ- ماپو- ماپ. (گاجرا).

● مَتَپُ ۽ مَتَپَ: ذ. وجهه- وقت- وارُ- ول- اوسر- سمجهه- ماڃي- پيچ- داءُ- ٻڪُ- ٽيڻُ- موقعو- سنو- مانگو- ڏتُ. فرصت جو وقت. تجويز- اٽڪل- رستو- چارو- ميلو- طريقو- ڍلنگ- نمونو.

"سو مگڻهارن مَتپُ جو نه موتائي مگڻا."
(پرياڻي).

سبب- ڪارڻ. جاءِ. طاقت. (سن. مايت) ماپ. آنت- خبر- سڌ- ڄاڻ- سماءُ- ڪَلَ- ڳم- پروڙ. (ن- ب).

"نڪو متنڌو سيو جو متپُ نه ملاحن."
(شاهه)

● مَتپارَا (ت): اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (راءِ).

● مَجا (لس): ث. (ع. مجال جو مخفف). طاقت- مال.

"آئون ڄٽ ڄاڻان ٿي ڪيئنڪي، منهنجي ناهه مجا."
(شيخ صاحبڏنو- ٻيلاين جا ٻول).

● مُجَارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سنڌ جو سيلاني).

● مَجازُ ۽ مَجازَ: ذ. (ع. جَازَ = هو سنيال سان لنگهيو) لنگهڻ جي جاءِ- واٽ- رستو. جا شيءِ حقيقت نه هجي- حقيقت جو ضد. ظاهر. مغروري- گهمنڊ- شيخي- هٺ- دماغ- وڏنءَ- هوءِ- وڏائي- اغماضُ- غرور- سيٽ. (پرمانند). سترڪ- ناز- نخرو- ماڻو. علم نحو جي اصطلاح ۾، پنهنجي اصل معنيٰ بدران ٻي ڪا معنيٰ ظاهر ڪندڙ لفظ- استعارو.

- مَجازاً: ظرف. ظاهري طرح- پڌري پٽ. ٻاهران- مٿان مٿان- اُتسرڌو- اَڇاترو- مٿاڇرو- مٿينءَ دل سان.

- مَجازَ جو چَهْبُڪُ لڳڻُ: عشق جي چهبٽ لڳڻ- ڪنهن جي محبت جي دام ۾ گرفتار ٿيڻ- نينهن جو نشو چڙهڻ- برهه جو بار مٿي تي کڻڻ.

● مَجازِيُ: صفت. غيرحقيقي- غير اصلي- فرضي- مصنوعي- جعلي- نقلي- جُڙتو- ڪوڙو. تمثيلي- بناوتي. مٿاڇرو- اَڇاترو- مٿڇرو- ٻاهريون- ظاهري.

- مَجازِيُ عِشْقُ: صوفين جي سنتي موجب حقيقي عشق جو ڏاڪو آهي "اَلْمَجازُ قَنْطَرَةُ الْحَقِيْقَةِ" صوفين جو قول آهي. هن عشق ۾ صانع جي ڪنهن سهڻي شيءِ جو ڌيان ڪري انسان صانع جي ڳولا ڪري ٿو.

● مِجازُ ۽ مِجازَ: (ع). مزاج - خاصيت. رونق - تيزي. (ڳاجرا).

- مِجاز ياڻِيُ ۽ مِجاز ياڻِيُون: ث. صفت. مجازي محبت واري - ظاهري عشق واري - ڪچي. (مجاز ياڻيون ۽: ظاهري محبت واريون. اڪيون). (ڳاجرا).

● مَجاسٽِيُ ۽ مَجاسٽِيُون (ت): ث. مَسُ ڪُپڙي (مينگهو).

● مَجاڪُ ۽ مَجاڪَ: ذ. ٻن ٽن ورهين جي چمار وارو آٺُ. (پرمانند).

● مَجالَ: ث. (ع. جَالَ = هو چوڌاري وڃي ٿو) پُڄندي - وَسُ - دسترسي - پهچ - طاقت - قدرت - قابُو - مقدور. همت - جرئت - سگهه - سمرٿي - ٻلُ - اختياري - وسعت. لياقت - قابليت - حيثيت - پير ڀيتا - جوڳائي. گهوڙي ڊوڙائڻ جو ميدان - جولانگاه - چوڳان. (آصفيہ).

● مُجامَعَتَ: ث. (ع). گڏ جاڻي - ميلاپ - وصل - مُباشرت - جماع صحبتداري - همبستري - همخوابي - پوڳپلاس - ياءُ - صحبت.

● مُجاوِرُ ۽ مُجاوِرَ: ذ. صفت. (ع. جَارَ = هو ويجهو ٿيو) ويجهو رهندڙ - پاڙيسري - همسايہ. گڏ رهندڙ. راکو - رکپال - رکوالو - رکوالُ - نگهبان - سنڀال ڪندڙ - چوڪيدار - پهريدار. (آصفيہ). مسجد يا قبي جو سنڀاليندڙ - درگاهہ جو رکوالو. قبرستان جي سنڀال ڪندڙ - مُقامي.

- مُجاوِرِيُ ۽ مُجاوِرِيُون: ث. مجاور جو ڌندو - مجاور جو عهدو. (ڳاجرا).

● مُجاهِدُ ۽ مُجاهِد: ذ. صفت. (ع. جَهَدَ = هن ڪوشش ڪئي) ڪوشش ڪندڙ - جهد ڪندڙ - سعيو ڪندڙ. ڪافرن سان جنگ ڪندڙ - الله جي راهہ ۾ لڙائي ڪندڙ - جهاد ڪندڙ - غازي مرد.

● مَجبُورُ ۽ مَجبُورَ: ذ. صفت. (ع). جَبَرُ ڪيل. لاچار - ناچار - تنگ - دٻيل - بيوس. زوريءَ ڪرايل - زبردستيءَ جو - اڻ سُهائيندو. مُنجهيل - ڳهٽيل. عاجز - پريشان - خستہ حال.

- مَجبُوراً: ظرف. جبراً - لاچاري سان - عاجزي ڪري - زوريءَ - زبردستيءَ - مجبوريءَ - لاچار.

- مَجبُورُ ٿِيڻُ: لاچار ٿيڻ - تنگ ٿيڻ - بيوس ٿيڻ - عاجز ٿيڻ. ٿڪجڻ - هلاڪ ٿيڻ - وِرچڻ - خفي ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪَڪ ٿيڻ.

- مَجبُورُ ڪَرَڻُ: لاچار ڪرڻ - ناچار ڪرڻ - بيوس ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - ستائڻ - دَٻائڻ - زبردستي ڪرڻ.

- مَجبُورِيُ ۽ مَجبُورِيُون: ث. لاچاري - بيوسي - زبردستي - زور - زور زَبر - ڏاڍائي - دٻاءُ.

● مُجتَبيٰ: صفت. (ع). برگزيده - پسنديده - چونڊيل.

● مُجتَهِدُ: صفت. (ع). ڪوشش ڪندڙ - جدوجهد ڪندڙ - ثواب جي واٽ پيدا ڪندڙ - صحيح ۽ سنو رستو پيدا ڪندڙ - امام - پيشوا - مذهبي رهبر - هادي. (خدا ڪان) انڪار ڪندڙ سان وڙهندڙ - مجاهد. (آصفيہ).

● مُجدِّدُ: صفت. (ع). نئون پيدا ڪيل - نئين سِرُ پيدا ڪيل - ايجاد ڪيل.

● مَجذُوبُ ۽ مَجذُوبَ: صفت. (ع). جذب ڪيل - ڇڪيل - ڇڪايل. ياد الاهيءَ ۾ غرق. جذبو رکندڙ - ڪشش رکندڙ. مست - بيهوش - بي خبر. پاڳل - چريو. (آصفيہ).

● مُجرا: ث. (ع. فعل "اجري" "يجري" سان نڪتل). معاوضو. لاٽ - ڇُوٽ - ڇڏت. مُجرائي - جمع (وَهيءَ ۾). (ڳاجرا).

- مُجرا ڏِيَڻُ: حساب ۾ جمع ڪرڻ - رهيل رقم جو حساب ڪتاب ڪرڻ.

- مُجرائِيُ ڏِيَڻُ: ث. رهيل رقم جو حساب ڪتاب. (آصفيہ). ڇُوٽ - آڪِت - لاٽ. (پرمانند).

● مُجَرَّبُ: صفت. (ع). تجربو ڪيل - آزمايل - پرکيل - ڇڪاسيل - جاچيل - سُوڌيل - ثابت ڪيل - سِدِ ڪيل - تصديق ڪيل - ڪشيل. مُؤثر - اثرائتو - اثر وارو - تاثير وارو - مُنديءَ تي تِڪَ (هڪ تِڪَ) - ڪارگر. فائده مند - مُفيد.

● مُجَرَّدَ: صفت. (ع). هڪڙو - ڇڙهو - هيڪڙو - يڪو - هيڪو - هيڪو - مُفرد - يڪي سر - آڪيلو - نويڪلو - جريدو - تنها. اڻ پرڻيل - ڪنوارو - ڇڙهو ڇانڊ - وانڍو - زال ڪان سواءِ مڙس. آزاد - ڇُٽل - ڇُڙواڳ. (ذ). علم نحو جي اصطلاح ۾ تحرير ۾ ٿي ڪنهن اکر سان نہ گڏيل جندڙ اکر "مثلاً: داور، وارق، وغيره." (علم نحو ص ١١).

● مُجْرِمُ ۽ مُجْرِمَ: ذ. صفت. (ع). جرم ڪندڙ - ڏوهہ ڪندڙ - گنهگار - قصور وارو - ڏوهاري - خطا وارو - خاطي - ملزم - ڏوهي - پاپي - عاصي - گناهي.

● مُجِرو ۽ مُجِرَا: ذ. جاري - هلندڙ (ڪو وهنوار يا ڪو ڪم). وڏي ماڻهو جي اڳ ۾ هنر حرفت (راڳ، ناچ وغيره) جو تماشو. آداب - بندگي - ڪرنش - تسليمات - نياز. سلامي - نمسڪار، سلام. ديدار - زيارت - راڳ، ناچ يا ڪنهن حيرت انگيز ڪم تي ڪيل آفرين - شاباس. اميرن جي ملاقات. حساب ڪتاب جو وهنوار. (آصفيہ).

- مُجِرو پِرَڻُ: ڪنهن درگاهہ تي وڏي ماڻهو اڳيان ناچ جو مظاهرو ڪرڻ - سلامي ڪرڻ - زيارت ڪرڻ - آداب بجا آڻڻ - نياز ڪرڻ.

- مُجِرو ڏِيَڻُ: آفرين چوڻ - شاباس چوڻ. رهيل رقم حساب ۾ آڻڻ. رهيل حساب جو وهنوار ڏيڻ.

- مُجِرو ڪَرَڻُ: با ادب سلام ڪرڻ - ڪورنش ڪرڻ. گهوٽ يا ڪنهن امير جي اڳيان نچڻ يا ڪو بيو تماشو ڏيکارڻ. حساب ڪرڻ - حساب ۾ لڳائڻ.

● مَجْرُوحُ: صفت. (ع). گهائل - زخمي - ڦٽيل - زخميل - وادِ وڙيل.

● مُجَسَّمُ: ذ. صفت. (ع). جسم وارو - ساهہ وارو - ساهدار - جاندار - جاوارو - ديهہ ڌاري - جسماني - سٽريرڪُ - بدني. سُهڻو - حسين - صورتوند - رُوپونتُ - روپوان. (اسم). روپ - پتلو. اوتار. (ڳاجرا).

● مُجَلبيُ (ت): اسم خاص. ڪتي جو هڪ قسم.

● مُجَلَّدُ: صفت. (ع). جِلد وارو - جِلد سان - جِلد پڌل - پاڻو پڌل - جِلدائي.

- مُجَلِّدِي: ذ. صفت. جِلد پڌندڙ - جِلد بند - جِلد ساز.

● مَجْلِسُ ۽ مَجْلِسُونُ: ث. (ع. جَلَسَ = هو وينو) ويهڻ جي جاءِ - بيٺڪ. ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو هنڌ - بزم - سڀا - انجمن - سوسائٽي - سماج - اجلاس - ڪؤنسل - ڪانفرنس - جلسو - منڊلي - جماعت. ڪچهري - ڪاچهري - ريهاڻ - رَس. محفل - ٽولي - سڱر - سات - مجموعو - ميڙ. دعوت - ڪانو - جُڃُ - جتهگلُ - ضيافت. (پرمانند).

- مَجْلِسَ جو ميرُ: ذ. صفت. ڪچهريءَ جو سردار. مجلس ۾ ويهڻ جهڙو - قابل - هوشيار - داناءُ - ڏاهو - سياڻو - عاقل. (ڪنايَۃً) بد تهذيب - بد اعمال - بد لڇڻ.

- مَجْلِسِ ڪَرَڻُ: ميڙ ڪرڻ - جماعت ڪرڻ - جماعت ڪرڻ - سڀا ڪرڻ - منڊلي ڪرڻ. رهاڻ ڪرڻ - ڪچهري ڪرڻ. ملاقات ڪرڻ. جلسو ڪرڻ - اجلاس ڪرڻ. دعوت ڪرڻ - ڪانو ڪرڻ - مهماني ڪرڻ - ماني ڪرڻ - محفل ڪرڻ.

- مَجْلِسَ مَچَڻُ: محفل گرم ٿيڻ - محفل ۾ رونق پيدا ٿيڻ - رهاڻ ۾ رس ٿيڻ - ڪچهري جو پول ٿيڻ.

- مَجْلِسِيُ ۽ مَجْلِسِيُ: ذ. صفت. مجلس وارو - سماجڪُ - پنگتي - سماج سنبنڌي. ملاقاتي - رهاڻي. ڪچهري جو ڪوڏيو.

● مَجْمَعُ ۽ مَجْمَعَ: ذ. (ع). ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي حالت - اجتماع. هجوم - ميڙ - مجموعو. سڀا - منڊلي - مجلس - جماعت - انجمن - اجلاس.

● مَجْمُوعُ: ذ. (ع). ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي حالت - ميڙ - ڪٺُ - پيننڊُ - ڪوڙ - هشام - هُجوم - اجتماع - انبوهہ - مجمع.

- مَجْمُوعِ الْقَوانِيْن: ذ. قاعدن جو ميڙ. قاعدن جو ڪتاب - قانون نامو - سنگرهہ - دستورالعمل.

- مَتجُمُوعو ۽ مَتجُمُوعا (ل): ذ. ميڙ- هجوم- انبوهہ- هنگامو- ڪٺ- پينڊ- گوڙ- هشام- اجتماع- مجمع- مجلس- منڊلي- انجمن- سَڀا- ڪٺا. ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ- آکاڙو.
- مَتجُمُوعي: صفت. ميڙ ٿيل- گڏ ٿيل- مجمع ٿيل. سموري- پوري- جُملي- سڀ- ڪُل- سڄي. (آصفيہ).

● مَتجُمتل: صفت. (ع). گڏ ڪيل- شامل ڪيل- ڪٺو. (ذ). ڪنهن احوال جي جملي ڳالهين کي گڏي ننڍو ڪيل بيان. تارِجُ- سارُ- خلاصو- انتخاب- اختصار.

● مَتجُنُون ۽ مَتجُنُونَ: ذ. صفت. (ع). چريو- ديوانو- پاڳل- جُنوني- خبطي. (اسم خاص). آڳاٽي وقت ۾ عربستان جي هڪ مشهور عاشق "قيس عامري" جو لقب (جنهن کي ليليٰ جي عشق ۾ چريو سڏيو ويو).

● مَتجُوس ۽ مَتجُوسَ: ذ. صفت. (ف). باهہ جو پوڄاري- آتش پرست. چنڊ ۽ سج جي پوڄا ڪندڙ. زردشت جو پوئلڳ- مَگي- مَتجُوسي- گبرُ. (پرمانند).
- سَجُوسِي ۽ مَتجُوسِي: ذ. صفت. آتش پرست- باهہ جو پوڄاري. زردشت جو پوئلڳ- مجُوس- مگي. چنڊ ۽ سج جو پوڄاري.

● مَتجُونِي ۽ مجُونِي: ذ. صفت. شوخ- بيهودو. (گاجرا).

● مُتجَهِد: اسم خاص. تعلقي گمبٽ (خيرپور ميرس ۾) هڪ ديهہ جو نالو.

● مَتجُهُول: صفت. (ع). اڻ ڄاڻ- نامعلوم- غير معلوم- اڻ سڃاڻندڙ- اڻ واقف- اڻ ڄاتل- گمنام- اپرچت- اڪَل- غيباڻو. بيوقوف- ٻُوڪ- اٻوجهہ- بي عقل. گرامر جي اصطلاح ۾ آهو فعل جنهن جو فاعل ڄاتل نہ هجي. وائُ ۽ ي جي حرف علت سان نڪرندڙ اُچار "سِر، خوف" وغيره. (علم نحو ص ۹).

● مُتجِيب: صفت. (ع). جواب ڏيندڙ- قبول ڪندڙ- هائوڪار ڪندڙ- اقرار ڪندڙ. (آصفيہ).

● مِجهِيجَ (لس): ث. (سن. آجني = سڃاڻ) سڃاڻپ- واقفيت- شناسائي. ڄاڻ- پَروڙَ- سَماءُ- خبر- سُڌ. (پيلاين جا ٻول).
- مِجهِيجِي ۽ مِجهِيجِي: ذ. صفت. عيبن ثوابن کان واقف- سڃاڻو- شناس- سڃاڻندڙ- واقف. گهرو- گهاٽو- گهاٽل مائل- پَڪَمت- کير کنڊ- دل وارو- پيڊي- رازدار. محبتي. حال محرم.

● مَتجِيد: ذ. صفت. (ع). بزرگ- بزرگوار- گرامي- سگورو. برڪت وارو. اتم- رفيع- مَها- اعظم- اعليٰ- عالي.

● مَتجِيدانا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُتجِيرو ۽ مُتجِيرا: ذ. صفت. (ع. مُجِير = محافظ) زمين جو مالڪ. نارُ يا هُرلي جوڏٽي. مُجيري- رَئيس- مَتنهن مُکي- سُکي- پَرِيو مُرس- چوڌري- سردار- مهندار- وڏيرو- پَٽيل. (پرمانند).
- سُجِيري ۽ مُتجِيرِي: ذ. صفت. مُجيرو- ڪارائتو- ڪمدار. (گاجرا).

● مِجيزِي ۽ مِجيزِي: ذ. صفت. مِجيجي.

● مِج (ت): ث. مغز- ميڄالو- ڀيڄو. (وفا).

● مَتچابتصرِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُتچارِي جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ميڄالو ۽ ميڄالا: ذ. (سن. مَتجَّنَ = مغز) ميڄالو- مغز- ڀيڄو- دماغ.

● مُتچَت: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَتچَتَ: ث. (سن. مَنجِشٿا = مَتچُت) پسارڪي وکر جو هڪ قسم- ماجُٺي- مَتچَٺَ.

● مَتچُو ۽ مَتچُو: ذ. صفت. سُست- ڪاٽ- آرسي- ٽوٽي- سليو ساٽ- ڪاهل- ڍاڪڻ ڍلو- عاري- ڪم ڪوس- ڪم چور- سوشي- نڪمو- ناڪار- نِڪار- نِڪارو- ڪين ٿيو- بيڪار- ٻيڪارو- ٽوٽو- اجايو- فضُول- اڪيارٿو- ورٿو- رائيگان- وِتو. زال جي چٺي تي هلندڙ. زال جو مريد. بي همت- بزدل- ڏڄو- ڪيدي- نامرد.

● مَنجهانڊ ڙو: ذ. وڻ جو هڪ قسم - ميبان - منجهانڊ ٽو. (پرمانند).
● مَنجهُو ڙو ۽ مَنجهُو ڙا! ذ. صفت. منجهيل - ڪِنيل - ڦاٿل - آڙيل. حيران ٿيل - تال مول ڪم ٿيل - پريشان - جنجل ۾ ڦاٿل - مٿيون منجهيل - ڪهبرايل - سر گردان - حيران. موڙهل - مَنجهورو - در ۾ ور - پيچدار.
● ميجُ ۽ ميجَ: ذ. (سن. مَجّن = ميجالو). ميڪُ - پاهه - مغز - گودو - تنتُ مال. ميجالو. چربي.
● مُيجُ ۽ مُيجَ: ث. (پرا. مُنْجِي: سن. مُنْج = مُيج). سرن جي ڪانن جون ڪَنِيل ڪلون (جن مان نوڙيون ٺهن). گاهه جو هڪ قسم. مُيجَ مان ٺهيل نوڙي. پلي يا مڇيءَ جو هڪ حصو. ڪنهڙن جي پر وارو منهن ڪنڊن وارو حصو (ل). تير - ٻاڻ. (ظرف). پائمال - ناس.
- مُيجَ ٿيڻُ: پاهه ٿي وڃڻ - ذريون ذريون ٿيڻ - پُڪا ٿيڻ.
- مُيجَ ڪَرَڻُ: ذريون ذريون ڪرڻ - پڪا ڪرڻ. مارڻ - ختم ڪرڻ - ناس ڪرڻ - نابود ڪرڻ. پائمال ڪرڻ.
● مَڃائِڻُ: مصدر. (سن. مَنّ = مڃڻ). قبول ڪرائڻ. (ڪاجرا).
● مَڃَتَ ۽ مَڃَتُون: ث. (سن. مانيِ = مڃڻ) مڃتا - چيو - تابعداري - فرمانبرداري - نيازمندي - آگياڪاري - قبوليت - هائوڪار - مڃوتي - رضامندي. سُڪا - سَنڪلپ - پرن - باس - نياز - ڪُڻ - مَنت. وچن - انجام - پرتگيا - واچا - وعدو - عهد - ٻول - اقرارنامو.
- مَڃِتُو ۽ مَڃِتُو: ذ. صفت. چيو مڃيندڙ - قبوليندڙ - آگياوان - تابعدار - فرمانبردار. اقراري. وچن ڏيندڙ - ٻولڻگ - گذيات - مريد - چيلو - شش. پاسو ڪندڙ - طرفدار.
● مَڃِتا ۽ مَڃِتائُون: ث. (سن. مانيِ (نيِ) = مڃڻ) مڃڻ جي حالت - چيو - تابعداري - فرمانبرداري - نيازمندي - وارٽي - رڳوٽي - قبوليت - بجا آوري - مڃوتي - هائوڪار - رضامندي - رضا - رغبت - خوشنودي - مرضي - خوشي - آگياڪاري. ٻوٽلڳي - مريدي - خادمي. سُڪا - سَنڪلپ - پرن - مَنت - ڪُڻ - مَنت - باس - نياز. مراد - مقصد - ارادو - نيت. وچن - انجام - پرتگيا - وعدو - اقرار - ٻول. ڌيان - خيال - لحاظ - منهن لڳڻي - نهار - پرواهه - مانگو - رکڻي - ادب - هاءِ ياءِ - اورانپو - سنمان - عزت - مانارت - مان - آبرو - جس - قدر. آداب - تسليمات - نمسڪار - سلام.
● مَڃِٺَ: ث. (سن. مانجِشٺ > مَنجِشٺا = مَڃِٺَ). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - ڪاٺيءَ جو هڪ قسم (جنهن مان ڳاڙهو رنگ ٺهي).
"مهارون ميي جون رتيون سوڪ مڃٺ."
(شيخ ابراهيم).
گاهه جو هڪ قسم (جنهن مان نوڙيون ٺهن) - مَڃَ. (اسم خاص). نواب شاهه ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
● مَڃَرُ ۽ مَڃَرَ: ذ. (سن. مڃيرَ = مَڃَرُ). گل جو هڪ قسم - ڪنڊي (وڻ) جو ٻورُ يا گُل.
"موڙي مڃرَ ٽاريون، چانگا ٿيا چرو."
(شاهه).
ٻوٽي جو هڪ قسم (ٿ). ڳهه جو هڪ قسم (ڪن ۾ ٻاڻ جو ڏر). (سن. مَنْجَ = صفا ڪرڻ) ڳاهڻ جي حالت. (اسم خاص). ڏيڏ جو نالو. (ڪاجرا).
● مَڃُرِي: ث. تُلسي ٻوٽي جو گل. (اسم خاص). تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مڃيريجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مڃڻُ: مصدر. (پرا. مان (اي): سن. مانيِ (نيِ): مَنّ = قبول ڪرڻ) قبول ڪرڻ - مڃي وڃڻ - منظور ڪرڻ - سئيڪار ڪرڻ. ٻاسڻ - اقرار ڪرڻ - ها ڪرڻ. سچي ڪرڻ. قبوليت ڏيڻ - منظوري ڏيڻ. چيو ڪرڻ - چوڻ مڃڻ - حڪم مڃڻ - آگيا مڃڻ. سچ سمجهڻ - وسهڻ - اعتبار ڪرڻ - ڳالهه تي لڳڻ - پرسو ڪرڻ. صدق رکڻ - يقين رکڻ - سچيءَ دل سان يقين ڪرڻ - ويساهه ڪرڻ.

عزت ڏيڻ - لحاظ رکڻ - ادب رکڻ - ادب ڪرڻ - بزرگ ڄاڻڻ - وڏو سمجهڻ - سان ڏيڻ . پيش پوڻ . (مڃيو - مڃيندو - مڃيل) .

● مَچُ ۽ مَچَ : ذ . (سن . مَچَ = مَچڻُ) . کهٽي باهه . پَٽيت - پَڀڙ - اولانيو (باهه جو) - آڙاهه . باهه جو شعلو - لاٽ - ڄڀي . باهه - آگ - آگ - باڙڻ . تانڙي - تاپش - تپت .

- مَچُ لائِڻُ (ت) : باهه ٻارڻ - دونهون دکائڻ . ڪاوڙ ڏيڻ - جوش ڏيارڻ .

- مَچُ ڪَرَڻُ (ت) : آڙاهه ڪرڻ - باهه ٻارڻ .

- مَچُ لڳڻُ : ڪاوڙ اچڻ - جوش اچڻ .

- مَچُ مَچائِڻُ : باهه دکائڻ - باهه ٻارڻ . باهيون ٻچائڻ . ڪاوڙ ڏيارڻ - جوش ڏيارڻ . فساد وڌائڻ - جهيڙو لڳائڻ - وگوڙ پيدا ڪرڻ . دل ۾ درد پيدا ڪرڻ - عشق ۽ محبت ۾ گرفتار ڪرڻ .

- مَچُ ۾ پَوڻُ : باهه ۾ پوڻ - تڪليف ۾ پوڻ - تڪليف ۾ اچڻ .

● مُچُ ۽ مُچَ : ذ . (سن . مُشْٽَ = مُٺ) مُٺ ۾ آيل شيءِ جو انداز - مُٺو - مُچو - مُٺڪو - ٻنڊل . ٽِهو - ڍڳ - ڍڳي - مُٽي - مُٺو . ڍير - ڪوڙي . انبوهه - ميڙ . ڀِنُ - ڀِنو ڙو - ڳوڙهو - ڄاٺو - ڳُنڍو - ڍيرو - ڍڳل . (اسم خاص) . تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو .

- مُچُ ٿيڻُ (ڪ) : پاڪر پائڻ - ٻغلگير ٿيڻ . (ن - ب) .

● مُچائُبُ ۽ مُچائُبَ (ڪ) : ذ . صفت . مستانو - چريو - ماڳل - ديوانو . مست - ڪيو - جُنوني - خبطي . ٻالو ڀولو - سادو - ڀورڙو - ڀوڪلو - ڪم فهم - نادان - چريٽ - سورک . ڳهاٽي ڏاڙهيءَ وارو .

● مَچائِڻُ : مصدر . (سن . مَنچ = وڏو ٿيڻ) ٽلهو ڪرڻ - موٽو ڪرڻ - متارو ڪرڻ . ڇيڙڻ - جوش ڏيارڻ . باهه ڏيارڻ - پڙڪائڻ - دکائڻ - چورڻ - تپائڻ - گرم ڪرڻ - ٻربڻ - جوش ڪارائڻ . جذبو ڏيڻ - آڏمو ڏيارڻ - آپارڻ . وڌائڻ (اسڪول يا ڪارخانو) . مشڪارڻ - چوڪ ڏيڻ - آتارڻ - ترغيب ڏيڻ - آسترڳي ڏيڻ . وسائڻ - آباد ڪرڻ - سائو ڪرڻ - سرسبز ڪرڻ (ڪو هنڌ) . شروع ڪرڻ (دانهون وغيره) . ڄاڳائڻ - بنياد ڪٽڻ - شروعات ڪرڻ - ابتدا ڪرڻ (جهيڙو وغيره) . مٽيا هڻ - تيار ڪرڻ (زمين وغيره) . (مچائيو - مچائيندو - مچائيل) . (سن . مَدُ = جوش ڏيارڻ) آپامائڻ . خوب گٽو ڪرڻ - شراب ٿاهڻ . (ڳاجرا) .

● مَچُرَ : اسم خاص . تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو .

● مُچُڙڪو ۽ مُچُڙڪا : ذ . (ترڪي . مُچِلڪَه) سڃاڻپ جي نشاني . قبض - دستاويز - قبوليت - اقرارنامو - گِرمت - مُچُلڪو (ضمانت جو) . ميڙ - انبوهه - ڀيهه - ڀينڊ - ميڙاڪو - سَٿ - مارڪو (ماڻهن جو) . (ڪ) .

● مِچڪارَڻُ (ت) : مصدر . مِچڪائڻ . آهستي آهستي ڪائڻ . ڪائڻ وقت وات مان آواز نه ڪڍڻ - مچڪو ڪرڻ . (مچڪاريو - مچڪاريندو - مچڪاريل) .

● مُچڪائِڻُ : مصدر . (سن . مَچُچ) چَپَ چورڻ - چَپ هلائڻ (جيئن ڪاڏي مهل) - مَٽڪائڻ - مچ مچ ڪرڻ - مچڪو ڪرڻ . ٻُچ ٻُچ ڪرڻ . زبان اندر ٻاهر ڪرڻ - وات هلائڻ . اکيون ڇنڀڻ - اکيون ٻيڻ - اکيون ڀورڻ ۽ پٽڻ - اکيون سرڪائڻ . (آصفيه) . (مچڪائيو - مچڪائيندو - مچڪائيل) .

● مُچڪو ۽ مُچڪا : ذ . وات کي ڏنل موڙو - مُنهن کي ڏنل موڙو - موڙو - مُچڪو - (ڪراهت ظاهر ڪرڻ لاءِ منهن جي) سوڙ - ميچ . ڇپو منهن - ٻچڙو منهن .

● مَچِلائِڻُ : مصدر . (سن . مَچُ = مَچڻُ) داد لائڻ - ڪوڏ نپائڻ - ريجالو ڪرڻ - مچلو ڪرڻ . گستاخ ڪرڻ - بي ادب ڪرڻ - زبان دراز ڪرڻ - ڍيٺ ڪرڻ . هير ڪائڻ - ريجهائڻ - هيرائڻ . پرچائڻ - سرچائڻ - راضي ڪرڻ . (مچلائيو - مچلائيندو - مچلائيل) .

- مِچِلائِيءَ ۽ مِچِلائِيئُون : ث . چِلولائي - دادلائي - ريجالپائي - البيلائي . شوخي - بي ادبي - گستاخي - نِرلجائي - بي حيائي - ڍيٺائي .

▬ مِچِلائِيُون ڪَرَڻُ: چلولائيون ڪرڻ – رِيجالپائي ڪرڻ – البيلائيون ڪرڻ – حرڪتون ڪرڻ. ناز نخرا ڪرڻ – ماٺا ڪرڻ.

▬ مَچِلُو ٤ مَچِلا: ذ. دادلو – ڳِيد وڙو – انڪلِي – لاڏ ڳيد وڙو – شِڪرو – لاڏلو. رِيجالو. پيارو – عزيز – مِٺِن – لُڏڻ – ٻَچَن – ڪوڏ نِپنو. ڪِپچلو – چِلولو. شوخ – بي ادب – نِرلجو – ڍِيٺ. گستاخ – مُنهن چاڙهه – ڊِڄر. حرڪتي – اُٺِترو – ڏِنگو – اڙٻنگ. نخري وارو – نخرباز – چيچ ڪندڙ – لاڏ ڪندڙ – ماٺو ڪندڙ.

▬ مِچِلو ڪَرَڻُ: خراب ڪرڻ (ٻار کي) – دادلو ڪرڻ. چلولو ڪرڻ. مچلائڻ. آزاد ڪرڻ – ڇڙوا ڳ ڪرڻ – ٻيهودو ڪرڻ.

● مُچَلڪو ٤ مُچلڪا: ذ. (تُرڪِي. مُچلڪه = مُچلڪ). لِکيت – همٿ اکر. لِکي ڏنل ويساهه – لکيل انجام – عهد نامو – اقرارنامو – قبوليت – مچرڪو.

▬ مُچلڪو هٿائِڻُ: ضمانت وٺڻ – قبوليت وٺڻ – عهدنامو ڪرائڻ – مچرڪو هٿائڻ.

● مَچَڻُ: مصدر. (سن. مَنچ = وڏو ٿيڻ). وڌڻ – آهِڙڻ – آڏڻ – چڙهڻ – ويجهڻ. ٿلهو ٿيڻ – ڊوري هڻڻ – ستارو ٿيڻ – ماچ ڪائڻ. طاقت وٺڻ – زور وٺڻ – سگهارو ٿيڻ. وسڻ – سائو ٿيڻ – آباد ٿيڻ – وڌڻ ويجهڻ – سرسبز ٿيڻ – شاداب ٿيڻ – ڦرڻ ڦلڻ – ڦوهه ۾ اچڻ. (سن. مد = جوش ڏيارڻ) مصدر. آٽڻ – ٻَڙڪَڻ – آنڙڪڻ – جوش کائڻ. چڙ آچڻ – گرم ٿيڻ – تَپڻ – ڪروڌ ۾ آچڻ. ٻَرڻ – باهه لڳڻ – دُکڻ – دهڪڻ – ڀڙڪڻ – ڏَکڻ. ٻُڙڪڻ – ٽهڪڻ – آپامڻ – جوش کائڻ (پاڻيءَ جو). (جهيڙي جو) زور وٺڻ – (فساد) گهڻو ٿيڻ. بنياد پوڻ – ابتدا ٿيڻ – شروعات ٿيڻ (فساد جو). نوٽڻ ناهي مخالف جي ساري مارڻ – ڀَرِيو ڪرڻ. (ل). (مچيو – مچند و – مَچيل).

▬ مَچِيُ ڳوڙ هو ٿِيُ ٻَوَڻُ: ٿُلهو ٿيڻ – ٻُت ۾ پرجڻ – ستارو ٿيڻ – سَٻر ٿيڻ.

▬ مَچِيُ مُڙِسُ ٿِيڻُ: جوان ٿيڻ – بالغ ٿيڻ – جوانيءَ کي رسڻ. دلير ٿيڻ – بهادر ٿيڻ – همٿوارو ٿيڻ.

▬ مَچِيُ مڪڙُ ٿِيڻُ: ٿُلهو ٿيڻ – ٻت ۾ پرجڻ – ستارو ٿيڻ – سَٻر ٿيڻ.

● مَچِڻُ: ظرف. مبادا – متان. (گاجرا).

● مُچو ٤ مُچا: ذ. (سن. مُنجَرُ = ڪمل جون پاڙون). جَگو – جهمڪو – جهمٽو – مُٽو – موڙهه – مُچ – مُچڪو – مُوڙو (وارن يا گاهه جو). مُٺ پريل شين جو مقدار. ٿهو (مُٺ جو). ڍيرو – ڦورو. مجموعو – ڪَٽ – ميڙ – ڍِڪ. اڳڙين جو ويڙهو (ٻارڻ لاءِ) – مُشعلو. ٻوڇ – ڏٿو.

● مَچو ٻارَ: اسم خاص. ٻگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو. (ت – بلوچستان).

● مَچُوڙو ٤ مَچُوڙا (ل): ذ. ڍِيرو – ڍِيرو – ويڙهو – ڦورو (مُٺ جو).

● مَچُولَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۾).

● مُچِي ٤ مُچِيُون: ث. ميڙ (ماڻهن جو) – ٻيلهاڙي راند ۾ ليکي وٺ رانديگرن جو ٻيٺل مجموعو. (ت). مينهن يا ڍڳيءَ جي ڦر جي وات کي ٻڌل نوڙي (ڏائڻ يا مٽي کائڻ کان روڪڻ لاءِ). (ٿ).

▬ مُچِي ٻَڌَڻُ (ت): جدا جدا ٿيڻ – الڳ الڳ ٿيڻ – نا اتفاقي ٿيڻ – نفاق پوڻ – ايڪو ڊهڻ. زور ٽٽڻ.

● مَچُ ٤ مَچَ: ذ. (سن. مَتَسيه = مڇي) وڏي مڇي.

▬ مَچَ ڪَنهاڙَڻُ: اجايو گوڙ ڪرڻ – ڳالهوڙو ڪرڻ – ڪتراڳ ڪرڻ – دُودڙيون مچائڻ.

▬ مَچُ مَارَڻُ: وڏو فائدو هٿ ڪرڻ – وڏي گهراڻي جي ڇوڪري شاديءَ لاءِ هٿ ڪرڻ. (گاجرا).

● مُچَ ٤ مُچُون: ث. (هرا: مَتش > مُوڇ. سن. شتمو > شتمشتر > سُوچ + ڪا = مُچ). چپن جي مٿان آيريل وار – شَهپر.

▬ مَچَ تي ٻَچَرُ (ت): ذ. بي پرواهي – پڪو پروسو.

▬ مُچَ تي ٻَچَرُ رَکڻُ (ت): بي پرواهه هجڻ – ڪوبه اونو نه هجڻ.

▬ مُچَ تي چاڻُو رُ رَکڻُ (ت): بي پرواهه بڻجڻ – بي اونو هجڻ.

▬ مَڇَ تي مِهڻو ڏِيڻُ: هر هر ڏوراپو ڏيڻ - هر گهڙيءَ طعنو هڻڻ. (ن - ب).

▬ مَڇَ تي هٿ رَکڻُ: انجام ڪرڻ - اقرار ڪرڻ - وعدو ڪرڻ.

▬ مَڇَ جا وارَ چُوپڻُ (ت): ڪنجوسي ڏيکارڻ - بخيل ٿيڻ - مرچوٽ ٿيڻ - شوم ٿيڻ - موذي ٿيڻ.

▬ مَڇَ چُوپُ ۽ مَڇَ چُوپ: ذ. صفت. ڪنجوس - بخيل - مُوذِي - شُوم - مترچُوٽ.

▬ مَڇَ ڏِيڻُ: انجام ڪرڻ - اقرار ڪرڻ - وعدو ڪرڻ - پُول ڪرڻ - وَچن ڏيڻ - پرن ڪرڻ.

▬ مَڇِيرُ ۽ مُڇِيرَ: ذ. صفت. مُڇن وارو - وڏين مُڇن وارو - ڊگهن مُڇن وارو - شَهپَري - مُڇُو.

▬ مَڇَ سَٿِيي ڪَرَڻُ: ماناٽو تي رهڻ - شان مان مان رهڻ. (ن - ب).

▬ مَڇَ ڦَرڪڻُ (ت): خوشي هجڻ - مَسرت هجڻ - شادمانو هجڻ - ڀاڳ وارو هجڻ - نيڪبخت هجڻ - سَدَ ورو هجڻ.

▬ مَڇَ مَروڙڻُ: مغروري ڏيکارڻ - آڪڙ ڏيکارڻ - سيت ڏيکارڻ. تِينڊ ڪرڻ - ٺُونڊ ڪرڻ.

▬ مَڇَ موڙڻُ: آڪڙ ڪرڻ - تيکر ڏيکارڻ - اجائي وڏائي ڪرڻ - مغروري ڏيکارڻ - ٺُونڊ ڪرڻ.

▬ مَڇَ لَٽِ چِڻنڊڻُ: پرواهه نه ڪرڻ - ڪنهن جي به ڪاڻ نه ڪڍڻ - بي پرواهه هجڻ.

▬ مُڇُون ميرڪائِڻُ: لالچ ڏيکارڻ. خوشي ظاهر ڪرڻ. سَدَ ڪرڻ.

▬ مُڇُون مَروڙڻُ: آڪڙ ڪرڻ - تِينڊ ڪرڻ - سيت ڪرڻ. مغروري ڏيکارڻ.

● مَڇالو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُڇائِڻُ: مصدر. (س. مَڇُ = پيهڻ) وڏائڻ - ڪٽهائڻ - ڪاٽائڻ. ڌار ڪرائڻ - جدا ڪرائڻ. (مُڇائيو - مُڇائيندو - مُڇائيل). (سر ڪيڏارو - گر).

● مَڇِنڌُ ۽ مَڇِنڌُ: ذ. صفت. نه چِڏيندڙ - نه چِڏُو - مَڇِنڌُو. پڪو - مُحڪم - ثابت قدم - اَٽل - اڻ ٽر.

▬ مَڇِنڌُو ۽ مَڇِنڌُو: ذ. صفت. مَڇِنڌُ.

● مَڇِتر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪمبٽ (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڇِتر: ث. (س. مَتسيه = مڇي) ننڍي مڇي - سنهي مڇي - ڏوءِ. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مَڇِتَرُ ۽ مَڇِتَرَ: ذ. صفت. (س. مَتسيه = مڇي) مڇي وڪڻندڙ (ث). مَڇِترِ ۽ مڇرُون.

● مَڇِترُ ۽ مَڇِترَ: ذ. (پرا. مَڇِتَرِي. س. مَڇُ + رَ > مَتسترا > مَشڪ = مَڇِترَ) پَسُوءَ جو هڪ قسم جهڙوڪ ڪُتُ يا چارو يا مَتهو - هڪ مشهور پَسُو (جنهن جي چَڪَ هڻڻ ڪري مليريا جو بخار به ٿئي).

▬ مَڇِردانِيُ ۽ مَڇِردانِيُون: ث. مڇرن جي چَڪَ کان بچاءُ لاءِ مٿان اوڍيل چاري - مُهاري.

▬ مَڇِترُ لَڳَڻُ: مڇرن جا چَڪَ لڳڻ. وهٽن کي مڇرن جو ڏنگڻ ۽ بيمار ڪرڻ. (ن - ب).

● مَڇِرَڻُ (ت - ل): مصدر. ڪاوڙڻ - ڪاوڙ ڪرڻ - چڙڻ - چڙڻ. سخت ڪاوڙجڻ - مڇرجڻ - ضد تي چڙهڻ. (مڇريو - مڇربو - مڇريل).

▬ مَڇِرجَڻُ: مصدر. مڇرڻ.

● مَڇِڙوُ ۽ مَڇِڙا: ذ. (پرا. مَڇُ. س. مَتسيه = مڇي) مَڇِي - ڪُرڙي - مَڇلِي.

▬ مَڇِڙِيُ ۽ مَڇِڙِيُون: ث. ننڍي مڇي - مَڇلِي.

● مَڇِڙِيا (ت): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. (راءِ). اجايو گوڙ ڪرڻ - گالهوڙو ڪرڻ - ڪيترا ڳ ڪرڻ - ابو بحر بَڪڻ - ڏود ڙيو مچائڻ.

● مَڇِلِيُ ۽ مَڇِلِيُون: ث. (س. مَتسيه = مَڇِي) - مِيڻَ. سنهي مڇي - مَڇِڙي. چمڪدار وزي جي ڪُم جو هڪ نمونو - زريءَ جي پرت جو هڪ قسم. ايرنگ جي هيئنان لڳل پَتري. واچ جو چڪر - ليورَ - ليور. (ث. صفت). نچڻ جي ذريعي پنهنجو روزگار ڪمائيندڙ عورت - نچڻي - ناچُو - رَنڊِي - وِنشيا.

● مَڇِنڌَرُ ۽ مَڇِنڌَرَ: ذ. صفت. بيوقوف - مُورک - اناڙي - چِسو - ٻَڏو ڌَبو - احمق - ڪُند -

ميو ڳو ـ مو ڳشت. جعفر زٽلي ـ ميتير مسخرو ـ
مَرو ڙ خان. لُچ ـ حرڪتي ـ شرارتي. (ل). وڏين
مُڃڻ وارو ـ مُڃيرُ. (وفا). (اسم خاص). هڪ
مشهور جوڳيءَ جو نالو.

= مَڃڻندَرناٿُ: اسم خاص. هڪ جوڳيءَ جو
مشهور نالو ـ گورکناٿ جو گُرُو.

● مَڃڻ: حرف جر. ظرف. مٿان ـ جِيرَ.

آيا اُئين چُون، مَڃڻ پاند پُسائيين!"
(شاهه).

● مُڃڻُ: مصدر. وڻ جو مٿيون حصو وڍي
صفا صاف ڪرڻ ـ ڇانگڻ (وڻ جون ٽاريون وغيره)ـ
ٽرڙ ڪرڻ. هُٿڻ ڪي ڪهاڙي وغيره سان ڇيلي
سِڌو ڪرڻ ـ ڪاٺيءَ ڪي سڌائيءَ ۾ ڇلڻ ـ
ترڻ. مُڃو ڏيڻ ـ ٽُڪو ڏيڻ ـ وڍ جو نشان ڏيڻ ـ
ڪَٽپو هڻڻ. وڍڻ ـ ڪپڻ. (مُڃيو ـ مُڃيندو ـ
مُڃيل).

● مُڃو ۽ مُڃا: ذ. ڪنهن ڪاٺيءَ جو ردي
ڪري، وڍي ڇڏيل ٽڪرو. وڻ ۾ ڏنل وڍ جو
نشان ـ ڪَٽپو ـ ڪَٽپُ ـ ٽُڪو.

= مُڃو ڏيڻُ: ٽُڪو ڏيڻ ـ وڍ جو نشان ڏيڻ ـ
ڪَٽپو هڻڻ ـ ڪَٽپ ڪرڻ ـ مُڃڻ.

● مَڃُو ۽ مَڃُوا: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم ـ
ننڍي ٻيڙي (جنهن ۾ فقط ٻه ماڻهو ويهي سگهن)ـ
ڊُونڊي.

● مَڃُونُو ۽ مَڃُوٺا: ذ. (سن. مَنچَ = کَٽ)
درياءَ جي ٻيڙيءَ جو هڪ قسم ـ ڪاري جي
هُڙيو ۽ ڪونتيو والکر، پر کجهه وڏي
ٻيڙي. (ن ـ ب).

● مَڃُنُو ۽ مَڃُنا: ذ. (سن. مَتسيه = مڇي)
مڇيءَ جو هڪ قسم ـ مَڇُ. (سن. مَنچَ = کَٽ)
ٻيڙيءَ جو هڪ قسم ـ مَڃُوو.

● مَڇِي ۽ مَڇيُون: ث. (پرا. مَڇييسا <
مَتسِيا. سن. مَتسِيه = مڇي) پاڻيءَ جو هڪ
مشهور ساهوارو ـ ساهي ـ ميين ـ حوتُ ـ
جَل تُوري ـ مَڇلي ـ مَڇڙي.

= مَڇِي بازارَ: ث. مڇي وڪامڻ جو هنڌ ـ
گوڙ گهمسان وارو هنڌ. ڏمچر ـ ماڻداٽو ـ گوڙ ـ
گهمسان ـ شور ـ غوغاءُ.

= مَڇِي بازار لائڻُ: گوڙ گهمسان ڪرڻ ـ ڏمچر
ڪرڻ ـ ڪچر ڪلو مچائڻ ـ ماڻداٽ مچائڻ.

= مَڇِيءَ جو تيلُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ
مڇيءَ جو تيل.

= مَڇِيءَ جهڙي واتَ ۾: جملو. مصيبت ۾ ـ آزار ۾ ـ
تڪليف ۾.

= مَڇِي مارُ ۽ مَڇِي مارَ: ذ. پکيءَ جو هڪ
قسم ـ مڇي ماريندڙ پکي ـ بحري عُقاب.

= مَڇِي مارڻُ: مڇي ڦاسائڻ (ڪُنڍيءَ سان).

= مَڇِيءَ مانُ ڪَنڊا ڪَڍَڻُ: باريڪ بيني ڪرڻ.
عيب ڪڍڻ ـ وِڏ ڪڍڻ ـ کهتائيون ڳولڻ ـ
اُوٽايون ڪڍڻ ـ چُڪون ڪڍڻ. ويڪون ڪڍڻ ـ
ڀُوٽايون ڪڍڻ.

= مَڇِيءَ مانِي وارو هُئڻُ: ڀُونجي وارو هئڻ ـ
سکيو سَتابو هجڻ ـ هَوندَ وارو هجڻ ـ آسود و هجڻ ـ
خوشحال هجڻ.

● مَڇِي ۽ مَڇيُون: ث. کهوڙي جو هڪ سنج ـ
چَمڙ جي وڏي يا سَٽَ جو ڏورو، جو لغام ۾ پڌجي ـ
مُهرو ـ سَرواڳ ـ نُڪتو. ڏڳي جي سينگار لاءِ
منهن تي پڌل ڪاري رنگ جو ڏورو. (ل).
ڇڪ هنڌڙ آڻ جي مُنهن تي پڌل ڏاس جي
ڳَتيل ڄاري. (ٿ).

● مَڇِيرُو ۽ مَڇِيرا: ذ. ڪاري جي ٻيڙيءَ جو
هڪ پاسو. درياءَ جي ٻيڙيءَ جو هڪ حصو ـ
چوٽُ ـ چوٽيو. (ن ـ ب).

● مَڇِيڪَنڊِرُو (ل): ذ. ٿوڻيءَ جو هڪ
قسم. (مهيري).

● مَڇِيهُ (ت): ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم ـ
پُڻن ۾ پوندڙ سُور ـ هامو ـ هٿو. (ن ـ ب)

● مُحابو ۽ مُحابا: ذ. (ع. حَبَ = هن چڏيو)
چڏڻ جي حالت ـ رعايت. مُروَت ـ لِحاظ ـ پاسو ـ
پاسخاطر ـ پاسخاطري ـ رِياءُ ـ رِيا ڪاري ـ طرفداري.
واسطو ـ لتڙهه ـ لاڙو. (ل. قليچ). حياءُ ـ لَتج ـ

مَنُڪوچ - حجاب - مرجاتا - شرميلتا - ماناريَتُ - عزت - مانُ - آبروُ - جسُ - تعظيم . اعانت - مدد .

● مُحاسِبُ ع مُحاسِبَ : ذ. (ع. حَسَبَ = هن ليکو ڪيو) حساب ڪندڙ - حِسابي - ليکاري . حساب ڄاڻندڙ . حساب ٽپاسيندڙ - حساب چڪاسيندڙ .

- مُحاسَبوُ ع مُحاسَبا: ذ. ليکو - حساب - وهنوار . حساب ڪتاب جو نبيرو - ليکي جي صفائي .

● مُحاصِرهُ : ذ. (ع. حَصَرَ = هن وکوڙيو) گهيرو - قِلعي بندي - ناڪابندي .

● مُحافِظُ ع مُحافِظَ : ذ. صفت. (ع. حفظ = هن سنڀال ڪئي) حفاظت ڪندڙ - سنڀال ڪندڙ - سنڀاليندڙ - چونڪيدار - چوڪيدار - راکو - جاڳو - واهي - ڪارائو - نگهبان - رکوالو - رکپال - نگران - پاسبان - دَرُبانُ - پيلُ وانُ - (ٻَرُ) دارُ - رکيڪُ - ڪترُلاهُو . سرپرست - ڪانڌي - ڪارُني - وَصِي - آمِينُ - مُربي - والي وارث - ڏَڻي ڏُوڻِي .

- مُحافِظِيُ : ث. نگهباني - نظرداري - سنڀال - نگهداشت - چوڪيداري - رکپالي - حفاظت .

● مَحافوُ ع مَحافا : ذ. ڏولي - لوڏي - پالڪي - چوڏول - ڪَجاوو (خاص زالن لاءِ) .

● محالُ ع مَحالَ : ذ. صفت. ناممڪن - اڻ ٿيڻي - اڻ ٿيڻو - اماڻ ِ - اسمَيو - ناشُدني - بي امڪان . دشوار - دقت طلب - مشڪل - ڪٺن - ڪٺن - سخت - ڏکيو - اهنجو .

- مَحالُون مَقالُون مُڻڻُ (ت): مهڻا طعنا ٻڌڻ - ڏک ڏوراپا ٻڌڻ - گِلا ٻڌڻ - شڪايت ٻڌڻ .

- مَحالِيُ : صفت. ناممڪن - محال .

● مَحالِڪارِيُ ع مَحالِڪارِيُ : ذ. روينيو آفيسر، جنهن جي هٿ ۾ محل هجي . (ڪاجرا) . مختيارڪار - تعلقي جو عملدار .

● مُحاوِرُوُ ع مُحاوِرا: ذ. (ع. حَوَرَ = هن ورائي چيو) گفتگو - ٻول چال - ڳالهه ٻولهه - سوال جواب . علم نحو موجب اهو جملو، جنهن جي لفظي معنيٰ هڪڙي هجي ۽ ڪنايةً معني ٻي هجي مثلاً: " اکيون ٻورڻ، بي شرم ٿيڻ، مرڻ " وغيره .

اصطلاح - ورجيس . استعمال - آڀياس - ساڌنا - مشق - آزمودو - تجربو .

● مُحِبُ ع مُحِبَ : ذ. صفت. (ع. مُحِيبٌ < حُبٌ = هن پيار ڪيو) حُب وارو - پيارو - پريتم . دوست - سنگتي - يار - سڄڻ . لالڻُ - ساڄن - پرين - محبوب - ڍولڻ - دلبر - دل وارو - جانب - جاني - سُپرين - مِيتو - سَنُ - عاشق - سِپنڌو - يارُ - چنگهه .

● مَحَبّتَ ع مَحَبّتُون : ث. (ع. حُبَ = هن پيار ڪيو) پيارُ - پاءُ - پريت - حُبُ - پريم - دِل - سنيهُ - قربُ - شوق - لنئون - نينهن - عشق - پريتڙو - آلفت - چاهُ - چاهَتَ - موهه - لڳن - رغبت . سنگت - دوستي - ياري - ياراڻي - ميترتا . اخلاص - همدردي . سڄڻائي . آساٻڌ - آشنائي .

- مَحَبّتَ جوُ مَچُ مَچڻُ : تمام گهڻي محبت پيدا ٿيڻ - محبت جو جذبو حَدَ کان زياده وڌي وڃڻ - محبت ۾ لُڇڻ ڦٿڪڻ - محبت ۾ بي تاب ۽ بيقرار رهڻ .

- مَحَبّتَ جِيُ پاسَ رَکڻُ : محبت جي لائق هئڻ - وفادار هئڻ - محبت ڪري ڄاڻڻ - ناتو نڀائي سگهڻ - لائق هئڻ . توڙُ نِڀائڻ . (هدايت‌الانشا ص ١٨) .

- مَحَبّتَ رَکڻُ : دوستي رکڻ - سنگت رکڻ - يارالي ڳنڍڻ . پيار ڪرڻ - چاهڻ - عشق ڪرڻ .

- مَحَبّتَ ڪَرَڻُ : پيار ڪرڻ - عشق ڪرڻ - آلفت رکڻ - چاهڻ .

- مُحَبّتِيُ ع مُحَبّتِيُ : ذ. صفت. دوستاڻو - اخلاص مند - دوست - قربدار - ملڻو - ميلاپي - ميلاڻو - ملنسار - صُحبتي - آشنا مزاج - رلڻو ملڻو - صحبت پسند - قرب وَند - قرباڻو . عاشق - ساڄن - لالن - سُپرين - پريتم - پيارو - مُحب - محبوب - دل وارو - جاني .

● مَحْبُوبُ ع مَحْبُوبَ : ذ. (ع. حَبٌ = هن پيار ڪيو) پيار ڪندڙ - پيار وارو - لالَنُ - ساڄَنُ - پرين - ڍولڻ - مُحب - دلبر - پريتم - جانب - جاني - پيارو - عاشق - سُپرين - معشوق - دلدار - دل پسند . سپرنڌو - يارُ - چنگهه .

- مُحبُوبِيءَ: ث. هردل عزيزي - ڪيل مُڪائي - مُتباجهائي - اخلاص - همدردي - غمگساري - صحبت - آشنا مزاجي. سُونهن - نزاڪت - دلبري - جمال ڪمال - سهڻائي - سُونهپ.

● مُحِبَّت دِيرو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحِبَّت دِيرو جاگيِرُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحِبَّت دِيرو ستيالُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحِبَّت فقيرُ جاگيِرُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحِبُ شاهُ (ت): ذ. ڪجيءَ جو هڪ قسم. (حامي).

● مُحِبُ واهُ: اسم خاص. تعلقي ٺَل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحتاجُ ۽ مُحتاجَ: ذ. صفت. (ع. حَاجَ = هن گهر ڪئي) حاجتمند - ضرورتمند - گهرجائو - احتياجمند - ڪاڻيائتو. خواهشمند - آرزومند - متمني - خواهان. تنگ حال - غريب - مسڪين - دريوزي - نِڌر - تِهيِ دست - لِرڏن - ڪنگل - ٻُڪيو - ڏُکيو - ڪنگال - تنگدست. اپالو - اٽايو - بي حال - اڏين - بي وس - بي پهچ. فقير - پِنُو - بيکاري - منگتو - گداگر - پينڙائت.

- مُحتاجُ ٿيڻُ: حاجتمند ٿيڻ - مفلس ٿيڻ - ڪنگال ٿيڻ - تنگدست ٿيڻ - اپاهج ٿيڻ.

- مُحتاجِيءَ ۽ مُحتاجِيُونُ: ث. لاچاري - لاچارگي - گهرج - ضرورت - اڻ سرندي - حاجت - مجبوري - احتياجي - لوڙ - لوڙهه - مانگ. اڻ هوند - تنگي - سُڪَ - گهٽتائي - غريبي - ڪنگالپڻ - ڪنگالپُڻو - ڪنگلائي - مُفلسي - تنگدستي - افلاس - بي نوائي - مسڪيني. پرواهه - ڪاڻ.

● مُحتاطُ: صفت. (ع. احتاط = هن احتياط ڪيو) احتياط ڪندڙ - سنڀال رکندڙ - خبرداري ڪندڙ - خبردار - سُجاڳ - هوشيار.

● مُحتَرَمُ ۽ مُحتَرَمَ: صفت. (ع. حترَمَ = هن عزت ڪئي) حرمت وارو - عزت وارو - مانَ وارو - معزز - شاناائتو - بزرگ.

● مُحتَسِبُ ۽ مُحتَسِبَ: ذ. صفت. (ع). حساب وٺندڙ - حِسابي. نڪته چين. خلاف شرع ڳالهين جي ممانعت ڪندڙ - حاڪم. (آصفيه). مُفتي - قاضي - نِيائهِ ڪار. (آصفيه). ڪوتوال.

● مَحجُوبُ: صفت. (ع. حجَبَ = هن پردو ڪيو) حجاب وارو - حجابي. لِڪل - پوشيده. شرم وارو - لڄارو - مُنهان ڇڙو - سنڪوچي - شرميلو. ڊڄُو - ٺهڻو - ٽاهڙُ - ڇيرڪٽو.

● مُحَدِّثُ: ذ. صفت. (ع. حَدَّثَ) حديث بيان ڪندڙ - حديث گو. حديث شريف جو ڄاڻو. راوي - فقيه. (آصفيه).

● مَحدُودُ: صفت. (ع. حَدَّ = دنگ ڪيو) حدَ ڪيل - حد بندي ڪيل - دنگ ڪيل - آخر ڪيل - پڇاڙي ٿيل. محصُور - مُقيد. ڳاٽ ڳٽيو - تورو. واجبي - پُورو پُنو - پورو.

● مَحذُوفُ: صفت. (ع حَذَفَ = هن حذف ڪيو) ڪيرايل. ڇانگيل. ڪڍيل - ڪڍي ڇڏيل - جدا ڪيل - ڌار ڪيل - علحده ڪيل - الڳ ڪيل. علم نحو جي اصطلاح ۾ گهٽايل ۽ نِسيا ڪيل جملا يا لفظ، جي عبارت ۾ آڻجن ئي نه يا ظاهر ئي ڪين آهن، تہ بہ انهن جي لڪل معني معلوم ٿي سگهي ٿي، جهڙوڪ ڪتاب جي مُنڍ ۾ ”بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ“ جي بدران ٧٨٦ ”شروع ٿو ڪريان اللّٰهَ جي نالي سان“ لکل آهي.

● مِحرَابُ ۽ مِحرَابَ: ذ. (ع). هٿيار جو هڪ قسم - ڪمان - ڌنش - ونگ - ڪمان (دروازي جي). مسجد جي الهندي طرف ڪان نهيل ونگدار جارو (جنهن ۾ پيش امام بيهي نماز پڙهائي). گول دروازو. گهٽي نماز پڙهڻ سبب پيشانيءَ تي ٿيل ڪارو داغ.

- مِحرَابِيءَ ۽ مِحرَابِيُونَ: ث. ونگ - ڪمان. گولائي. تلوار جو هڪ قسم - خمدار تلوار. مسجد - مَسيت - محرابگاهه.

▬ مِحْرابُ گاھُ: ذ. مسجد – مَسيت. (ع. ا. د).

● مَحْرابپُور: اسمِ خاص. تعلقي ڪنڊياري، ڏوڪري، جيڪب آباد ۽ ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِحْراب واھ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِحْرابَ زَئِيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو. (تاريخ بلوچستان ص ٢٩).

● مُحَرِّرُ ۽ مُحَرِّرَ: ذ. صفت. (ع). لکندڙ – لکڻوارو – تحرير ڪندڙ – ليکاري – ليکڪ – منشي – راقم – ڪاتب. خوشخط – خوشنويس.

▬ مُحَرِّرِيُ ۽ مُحَرِّرِيُون: ث. لکائي – منشگيري – ڪلارڪي.

● مُحَرَّفُ. صفت. (ع). رستي کان ڦيرايل – ڏنگو – ڦڏو. ابتو. پنهنجي جاءِ تان هٽيل. (آصفيہ). بگڙيل – ڦٽل.

● مُحَرِّڪُ: صفت. (ع. حَرّڪَ). حرڪت ڏيندڙ – جنبش ڏيندڙ – لوڏيندڙ – ڌوڏيندڙ. (آصفيہ).

● مَحْرَمُ: ذ. صفت. (ع. حَرَمَ = هو ناامید ٿيو). منع ڪيل – حرام ڪيل – حرام ٺهرايل – ويجهو عزيز – اهو ماڻهو جنهن سان نڪاح ڪرڻ جائز نہ آهي، (مثلاً: پيءُ، ڀاءُ، چاچو، مامو، نانو، ڏاڏو وغيره) واقف – واقفڪار – سهي – گهرو – گهاٽل ماٺل – ڄاڻ سڃاڻ – روشناس – آشنا. واقف اسرار – رازدار – همراز – دمساز – همدم – واقف حال – حال ڀائي – رازدان – ڀيدي. خاوند – مڙس – ڀتار – شوهر – پتي. مڙس جو ڀاءُ – ڀاءُ. حرمت ڪيل – تعظيم ڪيل – عزت ڪيل. (اسم خاص). هجري سال جي هڪ مهيني جو نالو (جنهن ۾ جهالت واري زماني ۾ جنگ ڪرڻ حرام هئي – عاشورن جو مهينو (هن مهيني ۾ واقعو ڪربلا ٿيو).

▬ مَحْرَمُ ٿِيڻُ: واقف ٿيڻ – واقف حال ٿيڻ. ڀيدي ٿيڻ – رازدار ٿيڻ – حال ڀائي ٿيڻ.

▬ مَحْرَمُ رازُ: ذ. صفت. راز کان واقف – واقف الحال – رازدار – ڀيدي – همراز – دلي دوست – جگري دوست – گوڙهو يار.

● مَحْرُومُ: صفت. (ع. حَرَمَ = هو نا اميد ٿيو). منع ڪيل – روڪيل – جهليل. حرام ڪيل. نراس – نا اميد – مايوس – خستو – شڪستو – ناڪام – نامراد. بي نصيب – بد بخت – اڀاڳي – ڪمبخت – ندورو – ڪرم هيڻ – اڌورو – ڪمنصيب.

▬ مَحْرُومُ رَکَڻُ: روڪڻ – رنڊڻ. ناڪامياب رکڻ – نامراد رکڻ – بد نصيب رکڻ – مايوس ڪرڻ – نا اميد ڪرڻ.

▬ مَحْرُومُ رَهَڻُ: ناڪامياب رهڻ – مايوس رهڻ – نا اميد رهڻ. خالي رهڻ.

▬ مَحْرُومِيُ: ث. نراسائي – دل شڪستائي – مايوسي – نا اميدي. خستائي – بدبختي – نامرادي – نڀاڳائي – برائي – ڪمبختي – ندورائي.

● مَحْزُونَ: صفت. (ع. حَزَنَ = هو غمگين ٿيو) غمگين – ملول – رنجيده – دلگير – مغموم – اداس – ڏکويل – ڏکارو – ڏکڻهارو.

● مُحْسِنُ: صفت. (ع). احسان ڪندڙ – احسان ڪرڻ وارو – مهربان – ڀلائي ڪندڙ – ٺورو ڪندڙ – وڙائتو. سلوڪ ڪندڙ – نيڪي ڪندڙ – مهرباني ڪندڙ – نوازش ڪندڙ – چڱائي ڪندڙ – داتا – اپڪاري – سخي – فياض – دَياوان – دَيالو. هتڪاري – مربي – سهائتا ڪندڙ – سرپرست – پُٺ ڀرو – آنگِراهي. پشت پناه – دستگير – حامي – مددگار.

● مُحْسِنُ ڪُشُ: ذ. صفت. مهربان کي ماريندڙ – چڱائي نہ مڃيندڙ – احسان نہ مڃيندڙ. ناشڪرو – گُڻچور – ڳُڻچور.

● مَحْسُوسُ: صفت. (ع. حَسّ = هن ڄاتو) ڄاتل – ڄاڻ ۾ آيل – پروڙيل – پروڙ ۾ آيل. ظاهر – پڌرو – معلوم – آشڪار – پرتڪش – قابل امتياز – سهي – معلوم ٿيڻ جهڙو.

● مَحْسُوسُ ڪَرَڻُ: اندرين سان ڄاڻڻ – حواسن سان معلوم ڪرڻ – سهي ڪرڻ – سمجهڻ. (گاجرا).

● مَحْشَرُ ۽ مَحْشَرَ: ذ. (ع حَشَرَ = گڏ ٿيو) حشر – قيام – قيامت. قيامت جو ڏينهن – مسلمانن جي عقيدي موجب پڇاڙيءَ جو ڏينهن – حساب ڪتاب جو ڏينهن – جزا جو ڏينهن – روز جزا.

● مُحَصِّلُ: ذ. صفت. (ع). حاصل ڪندڙ. (ٽيڪس وغيره) وصول ڪندڙ.

- مُحَصِلائُو: ذ. دلالي - چوٽ. ڀلا وٽي - هٿ ڀاڻو.

- مُحَصِيلُ ٿيڻُ: پڙهڻ - سجهڻ - حاصل ٿيڻ - هٿ اچڻ - ملڻ - وٺڻ - لهڻ - دستياب ٿيڻ.

● مَحْصُورُ: صفت. (ع). گهيريل - گهيري هيٺ آيل - محاصرو ڪيل - چوڌاري قاڀل - وڪوڙيل.

● مَحْصُولُ ۽ مَحْصُولَ: ذ. صفت. (ع. حصل = حاصل ڪيو) حاصل ڪيل - هٿ ڪيل - قبضي ڪيل. (ذ). ڍل - رائِرُ نئولُ - سُنگ - رَڪب - خراج. منڍي - ناڪو - آڪٽ - سُونگ - چونگي - ٽيڪس. مسواڙ - ڀاڙو - ڪرايو - اُجرت - جزيہ.

● مَحْضُ: صفت. (ع). نيج - نيجو - صاف - شُڌ - نبار - نپٽ - سُٺو - آڇتو - نرمل - خالص - اَصيل - چند - آڻ ميليل - اَنسو. قطعي - فقط - نرو - نِلو - رڳو - نسورو - سڌو - بلڪل - سراسر - اَصل.

- مَحْظُوظُ: ذ. صفت. (ع. حظّ). خوش - پُرمن - نهال - سرهو - راضي - سُهجو - بهار - سکي - لطف اندوز. آسودو - آچڪ - سُکيو.

● مَحْفِلُ ۽ مَحْفِلُونُ: ث. (ع. حفل = مجلس). ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاء - مجلس - سڀا - جماعت - انجمن - منڊلي - سماج - سوسائٽي. ميڙ - چوياري. ڪچهري - رهاڻ. وندر.

- مَحْفِلُ ڪَرَڻُ: مجلس ڪرڻ. ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي ماڻهو گڏ ڪري خوشي ڪرڻ. سڀا گڏ ڪرڻ. ڪچهري ڪرڻ - رهاڻ ڪرڻ - ناچ ڳانو وغيره ڪرائڻ.

● مَحْفُوظُ: صفت. (ع. حفظ = هو بچاءُ هيٺ آيو) بچاءُ هيٺ آيل - حفاظت ۾ آندل - رکيا ڪيل - سنڀاليل. سوکهو - بلائتو - جوپ - سلامت - قابو - هٽيڪو - صحيح سلامت - سانديل - سانڀيل - آجوڪو - ڀي جوکو.

● مُحَقِّقُ: ذ. صفت. (ع. حقّ). تحقيق ڪندڙ - تصديق ڪندڙ - ثابت ڪندڙ - سچو ڪندڙ - چڪاس ڪندڙ. حڪيم - فيلسوف. دليل ڏيندڙ - دليلباز. ڪنهن منجهيل ڳالهہ کي چٽو ڪندڙ. قطعي (حقيقت يا ڳالهہ) - تاڪيدي - حقيقي - سچي. شافي - صاف - چٽو - ناطق. (پرمانند) - ثابت ڪيل - مستند - پڪو. (ڳاجرا).

● مُحْڪَمُ: ذ. صفت. (ع حَڪَمَ). مضبوط - پائدار - جٽادار - مستحڪم - برقرار - ڪپ ڪوڙ - پختو - ڏاڍو - قابو - سوکهو - آچل - ٽير - سخت. آئل - آڻ ٽر - نِسچل.

● مُحْڪِمو ۽ مُحْڪِما: ذ. (ع. مُحْڪِمہ = حَڪَمَ). عدالت گهر - عدالت خانو - نياءُ سڀا - ڪورٽ - ڪچهري - دربار. کاتو - ڊپارٽمينٽ.

● مَحْڪُومُ: صفت. (ع. حڪم). حڪم ڪيل - حڪم هيٺ - زير حڪم - تابع - تابيني - تاني - مطيع - تحت ۾ - تابعدار - وسيڪو - ماتحت - تليدو - زيردست - ٻجگير - باجگير. هيٺان.

● مَحْلُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَحلُ ۽ مَحلَ: ذ. (ع). وڏي عمارت - شاهي مڪان - محلات - قصر: محلسرا - حويلي - راج مندر - دولت خانو - دولت سرا - راج ڀونُ. بادشاهہ يا امير جو گهر. گهر - جاء - جڳهہ - آرامگاهہ - آرام منزل. حرم - ڏيڍي - حرم سراء - زنانخانو. بيگم - راڻي - ملڪه. (آصفيہ).

- مَحْلاتُ ۽ مَحْلاتَ، مَحْلاتُون: ذ. ث. (ع. محل جو جمع). محل - بادشاهي گهر - ٻنگلو. (ڳاجرا).

- مَحلَ سَراءِ: ث. حرم سرا - حرمُ - ڏيڍي - زنانخانو - حويلي.

- مَحَلْڪاري ۽ مَحَلْڪاري: ث. صفت. محل جو سنڀاليندڙ - عملدار. (ڳاجرا).

● مَحْلا: ث. مک ڳُرن جي چيل واٽيءَ جو حصو. (هرهڪ گروهہ جي واڻيءَ کي عدد ڏنا ويا آهن. مثلاً: گرو نانڪ جي واٽيءَ کي محلا

ڀرين ۽ گرو تيغ بهادر جي واٽيءَ کي محلا نائين چوندا آهن). (ڪاچرا). گهر - محلو.

● مَحلّو ۽ مَحلا: ذ. (ع. مَحَلّه > محل = پاڙو). شهر جو ننڍو حصو - تڪ. پاڙو - ڪوچو. لهڻ جي جاءِ - ترسڻ جي جاءِ - منزل - منزل گاهه - ٺڪاڻو - آستانو - مسڪن. جاين کي ليپي ڏيڻ جو اوزار. (ت). مارو. (ت). انبن جي فصل کي نقصان پهچائيندڙ جيت - مالهو - مهلو. (ت).

● مُحَمَّدُ: صفت. (ع. حَمْدَ = هن ساراهيو) نهايت تعريف ڪيل - گهڻو ساراهيل - حَمْد ڪيل - واکاڻ ڪيل - واکاڻيل - ثناء ڪيل - صفت ڪيل. (اسم خاص). مذهب اسلام جي باني، پيغمبرِ آخرِ زمان جن جو اسم مبارڪ.

- مُحَمَّدِي: صفت. ساڻ سڳورن جي پيروي ڪندڙ - حضرت محمد صلي الله عليه و سلم جو آمتي.

● مُحَمَّدُ آباغُ: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر آتر سرحد سنڌ ۽ حيدرآباد سنڌ ۾). بلوچ قوم جو هڪ قبيلو. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ پُورُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري، تعلقي آباوڙي ۽ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ حَسَنُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ حَسَنُ ڏِکَنُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ خانُ جَلبانِي: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ رَحِيمُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ عالِمُ ڀَٽِي: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدُ وارِثُ ڪپهَرُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُحَمَّدِي ٿانئو رِي: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَحْمِلُ: ذ. (ع. حَمَلَ = هن بار کنيو) اُٺ تي رکيل ڏولي - ڪجاوو - ڪنزاوو - ڪچاوو - اُٺ جي هنياري. گهوٽ ڪنوار جي سواريءَ لاءِ گاڏي. (ت).

● مَحْمُودُ: صفت. (ع. حَمْدَ = هو ساراهيو ويو) ساراهيل - تعريف ڪيل - واکاڻ ڪيل - واکاڻيل - ثنا ڪيل. (اسم خاص). غزنيءَ جي بادشاهه سلطان ناصرالدين ابن سبڪتگين جو نالو. (آصفيه).

● مَحْمُودائِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَحْمُودو: ذ. ٻارڪي وڻ جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ (ڪنهن ٻوٽيءَ جو) ڇميل، ڳوڙهن وارو کير. (ف. ج). (اسم خاص). تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَحْمُودِي: ث. (ع). سنهي ڪپڙي جو هڪ قسم. دوائن جي ڪم ايندڙ هڪ ٻارڪو وڻ.

● مَحْمِيدو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِحْنَتَ ۽ مِحْنَتُون: ث. (ع). رنج - ڏک - ڪشٽ - زحمت - تڪليف - جفا. پتوڙ - ڳهه - جاکوڙ - مشقت - جانفشاني - سرجوش - ڪشالو - درد سري - جد وجهد. آدم - ڪوشش - متاڪٽ - مشا مار. ڪم ڪار - مزوري - پورهيو ڪارهيو - ڪرت ڪار - ڌندو - ڪاريگري - مزدوري - ڪاج. روز - روزينو - اجورو - آجرت ڪار.

- مِحْنَتائو ۽ مِحْنَتائا: ذ. اصل لفظ مِحْنَتانه. مزدوريءَ جو ملهه - محنت جو آجورو - پورهيي جي قيمت - مواجب - مزوري - روزُ - پورهيو - عيوضو - اجورو - لوازمو - لاڳ - پگهار. (صفت). محنت وارو - محنت جو - محنت طلب - اٺ کائيو - ڏکيو - ڏوکيڙائتون. محنتي - هڏ ڀڳل - محنتائتو.

- مِحْنَتائِتو ۽ مِحْنَتائِتا: ذ. صفت. محنت طلب - اٺ کائيو - ڏکيو - ڏوکيڙائتون - محنتي - هڏ ڀڳل - محنتائو.

- مِحنَتَ سَڦلِي ٿِيڻُ: محنت برصواب ٿيڻ - پورهيو پلئي پوڻ - حق حاصل ٿيڻ - ڪيل ڪم جو اُجورو ملڻ - پورهيي جو لاڳ ملڻ.

- مِحنَتَ ڪَشُ: ذ. صفت. جفاڪش - محنتي - پورهيت. (ڪاجرا).

- مِحنَتَ ڪَرَڻُ: ڪوشش ڪرڻ - تندهي ڪرڻ - سرگرمي ڪرڻ - جد وجهد ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ. پورهيو ڪرڻ - مزدوري ڪرڻ. پوڪ پوکڻ - ڪيڙڻ - وَلڻ. (آصفيه).

- مِحنَتَ وَنڊَڻُ: ڪم ورهائي ڪڻڻ - پورهيو ورڇڻ.

- مِحنَتِي ۽ مِحنَتِيُ: صفت. محنت ڪندڙ - جفاڪش - زحمت ڪش - سختي برداشت ڪندڙ - ڪشٽ ڪيدندڙ - آدمائتو - اُڃمي - سعيائتو - هڏ پتڪل - محنائتو. پورهيت - مزدور - ڪمي - ڪولي - بيگاري.

● مَحوُ: ظرف. صفت. (ع. مَحوَ = گم) گم - غائب - لاپتہ - وِيَلُ. شيفتہ - فريفتہ - عاشق. حيران - مدغم - پريشان - وائڙو - غلطان - مگن. بي سرت - بي خبر - بي هوش. فنا ٿي ويَل - ميٽجي ويَل - زائل. ڊَٿل. ٻُليل - ٻُلجي ويل - مُنجهيل.

- مَحوَ ٿِيڻُ: غرق ٿيڻ (ڪم يا خيال ۾) - بيخود ٿيڻ - غلطان ٿيڻ - مگن ٿيڻ - رَتل رهڻ - رُڌل رهڻ.

- مَحو ٿِيءُ وَڃَڻُ: زائل ٿي وڃڻ - آڏامي وڃڻ - گم ٿي وڃڻ - غائب ٿي وڃڻ. عاشق ٿيڻ - مست ٿي وڃڻ - چريو ٿي وڃڻ - فريفتہ ٿي وڃڻ. غلطان ٿي وڃڻ - مگن ٿي وڃڻ.

- مَحوَ ڪَرِي ڇڏَڻُ: ميٽائي ڇڏڻ - زائل ڪري ڇڏڻ - گم ڪري ڇڏڻ. مُتحير ڪري ڇڏڻ - بُت بنائي ڇڏڻ. موهي ڇڏڻ - عاشق بنائي ڇڏڻ - فريفتہ ڪري ڇڏڻ.

- مَحوِيَتَ ۽ مَحوِيتُونُ: ث. گمشدگي - بي خبري - بي سرتائي - اغراق. شيفتگي - فريفتگي.

● مِحوَرُ ۽ مِحوَرَ: ذ. (ع. حَوَرَ = هن ڦيرايو) زمين ۽ ٻين ڪنهن بہ آسماني جسم هي وچ واري هڪ خيالي ليڪ (جنهن تي ڌرتي يا ڪوبہ آسماني جسم ڦري) - مَدارُ. گاڏي جي وچين لوهہ واري ڪام - لوهہ جي ڌُري (جنهن سان ڦيٿا ڦرن) - متراڻي - ڌُري - ڌُرو.

- مِحوَرِي ۽ مِحوَرِيُ: صفت. محور وارو - گول ڦرندڙ - چڪر وارو.

● مُحِيطُ: صفت. (ع). گهيريندڙ - گهيرو ڪندڙ. قبضو ڪندڙ - قبضي ۾ آڻيندڙ - وڪوڙي ويندڙ - وڪوڙيندڙ. (آصفيہ). گنجائش وارو - سمائيندڙ. گهيريل - وڪوڙيل. وسيع - پکڙيل. ڪشادو - ويڪرو.

● مُخادِمُ: ذ. صفت. (ع. خادم جو جمع) ڪم ڪار هلائيندڙ (خاص ماڻهو) - جملي ڪم ڪندڙن جا اڳواڻ - ڪارڪن. ديوان - ڪمدار - ڪارائو. خدمتگذار - پيلي - ٻانهان - نوڪر. ڪاتيدار - ٻنيءَ جو مالڪ - اجاريدار - جو خدمتگار ڪان ٻني آباد ڪرائي، ان کي حصو ڏيندڙ. ڪُڙمي - هاري - ڪاشتڪار - ٻَنيرُ - وندبرُ.

- مُخادِمِيُ: ث. وُزارتَ - ديوانگيري - ڪمداري. خادمي - نوڪري - بزگيري - ٻانهپ - خدمتگذاري. مخادم جو ڪم - ڪاتيداري - اجاريداري - مخادم جا حق حقوق. ڪُڙميت - هارپ - ڪاشتڪاري - کيتي.

● مُخادِيمُ: صفت. (ع). بزرگ - پلارا - مکورا - سعيد - نيڪ - شريف.

● مُخاطِبُ: ذ. (ع. خَطَبَ = هن سامهون ڳالهايو) روبرو ڳالهہ ڪندڙ - خطاب ڪندڙ - ڳالهائيندڙ - گفتگو ڪندڙ - هم ڪلام - سروَٿو - الائو. تقرير ڪندڙ - وياکيائي. ڏوراهو ڏيندڙ - ڪاوڙجندڙ.

- مُخاطِبُ ٿِيڻُ: روبرو ڳالهائڻ - سامهون چوڻ. خطاب ڪرڻ - خاص آدميءَ جي طرف ڌيان ڏيئي ڳالهائڻ. (ڪاجرا) - چَوَڻُ - اَکڻُ - وِيا کيان ڪرڻ - ليڪچر ڪرڻ.

● مُخالِفُ ۽ مُخالِفَ: ذ. صفت. (ع. خلافَ) هر ڳالهہ ۾ آڏو ايندڙ - برخلاف - وِرُڌُ - پرتي ڪولُ. خلاف ٿيندڙ - اُبتڙ ويندڙ - آڏو ايندڙ. دشمن - ويري - ڏُچڻ. مدعي. اونڌو - اُبتو - ينيرو - اُبتڙ. اُٺائو - آڏو - سامهون (واهُ).

- مُخالَفَتَ ۽ مُخالَفَتُون: ث. برخلافي - وِڪِهُن - اختلاف - ڀيد - اُلٽيپڻو - ضِدُ - مُنهن موڙ. مقابلو - سامهڻائي. اونڌائي - اُبتائي - ناموافقت. بيائي - ڏُچڻائي - وِيرُ - ڪُلفت - وِروڌ - عداوت - دشمني - خصومت.

- مُخالَفَتَ ڪَرَڻُ: اختلاف ڪرڻ - برخلافي ڪرڻ - وروڌ ڪرڻ - برخلاف وڃڻ - اُبتڙ وڃڻ. مقابلو ڪرڻ. آڏو ٿيڻ - سامهون ٿيڻ - دشمني ڪرڻ - وير وجهڻ - ضديت وجهڻ - ڪشيدگي ڪرڻ. اعتراض ڪرڻ.

● مُخْبِرُ: ذ. صفت. (ع. خبر) خبر ڏيندڙ - خابِرُو - قاصد - پيغامي. نِياپو ڏيندڙ. جاسُوس - ڏاهُ - چُغُلُ - جُوٽيتُ - چاري - سُونجهو - جاچُوس - چانچُوس. چاڙتو - ٽِياڪُرُ - دَلال - وچ وارو.

- مُخْبِرِيُ ۽ مُخْبِرِيُون: جاسومي.

● مُخْبُو ۽ مُخْبا: ذ. (ع. مخباء) ڪنهن شيء جي لڪائڻ جي جاء. ڍَڪَ واري ٽالهي - ڍاڪُون. ننڍو ڍاڪُون. دپلو.

● مُخْتارُ ۽ مُخْتارَ: ذ. صفت. (ع. خير) چونڊيل - پسند ڪيل - اختيار وارو - آزاد - خود مختيار. (ڪاجرا).

● مُخْتَصَرُ: صفت. (ع. خَتصَرَ = هن گهٽايو يا ٿورو ڪيو) اختصار ڪيل - گهٽايل - گهٽ - ٿورو. ٿوراکرو - خُلاصو - سنڪشيپ - مُجمل. ننڍو - ڪوتاهہ. رواجي - هلڪو - واجبي - پوروپُنو - وِچولو - درسيانو - وچٿرو. (ظرف). ٿوري ۾ - جهٽ پٽ. (ڪاجرا).

- مُخْتَصَرُ نَوِيسِيُ: ث. ڪوتاهہ قلمي - چوٽَ اکري - ٿور اکري - شارٽ هئنڊ.

● مُخْتَلِفُ: صفت. (ع. خَلَفَ = ناسوافق) اختلاف ڪندڙ - اڻ ميلُ - ناموافق - هڪ جهڙو نہ - غير جنس - ٻي جوڙ. جُدا - ٻيو - ڌار - ٻيء طرح جو - ليارو - علحدو. ڀانت ڀانت جو - قسمين قسمين - نموني نموني - طرحين طرحين.

● مُخْتيارُ ۽ مُخْتيارَ: صفت. (ع. مختار) چونڊيل - چانڊيل - پسند ڪيل. اختيار ڪيل. اختياريء وارو - بااختيار - ڪُل مختيار - خود مختيار - سُوتنتر - سُواڌِينُ - آزاد. پنهنجيء وارو - هُوند وارو - رضا جو راڻو - چِڙُئي ڀلاند - پاڻ پرو - رُوء سُوء - پنهنجي مر - پاڻ سُهاڙو - شُترِ اي سُهارُ - مُطلق. مالڪ - ڌڻي - وارث. ايجنٽ - گُماشتو - دلال. پِنا پرواني وڪيل - وڪيل. ڪارڪن. ناظر - خانساسان - ڀنڊاري - مودي. متولي.

- مُختيارِ ڪارُ ۽ مُختيارِ ڪارَ: ذ. صفت. ڪم وارو - ڪم ڪندڙ - ڪاردار. متولي - منيال ڪندڙ - مهتمم - ڪارپرداز.

- مُختيارِ ڪارِيُ ۽ مُختيارِ ڪارِيُون: ث. ڪم ڪرڻ جي آزادي. ڪم جي منيال - سربراهي - اهتمام.

- مُختيارِ نامو ۽ مُختيارِ ناما: ذ. لکيل اختيارنامو - لکيل دستاويز - مختياريء جي سَنَد - وڪالت نامو.

- مُختيارِيُ ۽ مُختيارِيُون: ث. عام اجازت - موڪل - اختياري - اجازت -. خود مختياري - سُوتنترتا - آزادي. بي محتاجي. حاڪمي - مَجاز - حڪومت - دِڳو - اختياري. پرماڻ - هلندي - پُهچ. سَنَد.

● مُختيارُڪارُ ۽ مُختيارَڪارَ: ذ. صفت. (ع. مختيار = آزاد + ف. ڪار = ڪم). پنهنجي مرضيء موجب ڪم ڪندڙ. روينيو کاتي جو هڪ عهديدار - تعلقي جو آفيسر - تحصيلدار.

- مُختيارڪارِيُ ۽ مُختيارڪارِيُون: ث. مختيارڪار جو ڪم. مختيارڪار جي آفيس - تعلقي آفيس - تحصيلداري.

● مخدوم: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر سکر، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾).

● مخدوم ۽ مخدوم: ذ. (ع). خدمت ڪيل - جنهن جي خدمت ڪجي. بزرگ. عزت وارو - مان وارو - مُعزز - سائين - آقا - آغا - آگو - سوامي - مُربي. مذهبي رهبر - پيشوا - هادي - امام.

● مخدوم پور: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مخدوم صاحب: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مخرج: ذ. (ع. خرج = هو نڪتو، وهيو). اڪرڻ جي جڳهه - نيڪال - لنگهه. بنياد - اصل - پاڙ - ماده - روت - اکر ڏاتو. (آصفيه). علم نحو جي اصطلاح ۾ وات مان "الف، ب" جي اکرن نڪرڻ جي جاءِ. آچار. وَت سَٽ - وڪڙ شڪڙ - وَرُ وڪڙ. هيٺ مٿانهين. ناز نخرو.

● مخروط: صفت. (ع. خرط = چيليو). پٽائي ڪجر جي شڪل جهڙي ڪا گول شيءِ (جنهن جو مَٿ تلهو ۽ هيٺ پڇڙي سنهڙي ٿيندي وڃي) - گاوُدُم - سُوچي - ڏاند پُڇ. ڍول.

- مخروطي ۽ مخروطي: ذ. صفت. پٽائي ڪجر جي ڍول جهڙي (ڪابه شيءِ) - گاو دُم - ڏاند پڇو - ڳانءِ پڇو - ڍول شڪل.

● مخزن: (ع. خزن). خزاني جي جڳهه، ڪٺ ڪرڻ جي جڳهه - گودام. گنج. ذخيرو. (آصفيه). گنجينه مضمون - رسالو. ڪوش - لُغت.

● مخصوص: ذ. صفت. (ع. خص = خاص ڪيو ويو). خاص ڪيل - خاص - وشيش - آساڌارڻ - نجو - خالص. چونڊيل - ڏٺيل - ڌوچيل - جدا - علحدو.

● مخفف: صفت. (ع. خف = هو هلڪو هو). هلڪو ڪيل - گهٽ ڪيل - اختيار ڪيل - ٿورو ڪيل - ڇانٽيل - ڇانگيل.

● مخفي: صفت. (ع. خفي). ڳجهو - پوشيدو - لڪل - گُپت - خفيه - اولاٽو - نامعلوم -

رهسيه - ڀيدي. (اسم خاص). شهزادي زيب النساء جو تخلص.

- مخل: ذ. (ع). انديشو - اونو - آلڪو - فڪر. ڏپ. (س - ش). (ن - ب).

● مخاب: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جو ٻج. (ف - ج).

● مُخلص: ذ. صفت. (ع. خلص). خالص (دوست وغيره). سچو - سچائتو - سچار - سرلو - صادق - راستباز - کرو. صاف دل - بي ڪپٽ - بسڪپٽ - بي ريا. همدرد - حال ونڊيندڙ - ڏک ڀائي - غمخوار - غمگسار. ڇڙل - آزاد. مُجرد - ڪنوارو - ڇڙهو - وانڍو.

- مُخلصي ۽ مُخلصيون: ث. سچائي - اخلاص. همدردي - غمگساري - وفاداري - غمخواري - ڇڙهائي - اڪيلائي - وانڍائي. موڪ - ڇوٽڪارو - رهائي.

● مخلوط: صفت. (ع. خلط). مليل - گڏيل - ڳاڍڙ - آميخته - گڏو ڇڙ.

● مخلوق: صفت. (ع. خلق = هن پيدا ڪيو). پيدا ڪيل - پيدا ٿيل - ٺاهيل - جوڙيل - اُپايل - خلقيل - رچايل. پرڻائي - جيو - ساهه وارو - حيوان - جانور. (ث). خلق - دنيا - سنسار - سرشٽي - ڪائنات.

- مخلوقات: ث. اُپايل شيون - سرشٽي - رچنا - خلقت - اُتپتي - جوڙ - دنيا - جهان - سنسار.

● مُخمس: صفت. (ع. خمس = پنج). پنجن ڪنڊن وارو - پنج ڪنڊو. (ذ). شعر جو هڪ قسم - پنجن مصرعن جو نظم. (آصفيه).

● مخمل ۽ مخمل، مخملون: ذ. ث. (ع. خمل). ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - نهايت نرم ۽ ريشمي ڪپڙو - بخمل.

● مخمور ۽ مخمور: ذ. صفت. (ع. خمر). شراب پيتل - پيتل. خمار چڙهيل - نشي ۾ چور - خماريل - مدهوش - نشئي - ڪيفو - آلوٽ - مگن - مست - متوالو.

● مُخنث ۽ مُخنث: ذ. صفت. (ع. خنث = ڪنڊ ڙو ٿيو) ڪنڊڙو - هيجڙو - زنانو. خنثي - نرماده -

ڪسيءَ ٻڙسيءَ کان سواءِ. بي ٻهچ - بي زورو - بي وس - بي طاقت.

● مسخول ؛ مسخولَ: ذ. کِلَ - مسخري - ٺٺول - مذاق - چرچو - ڀيڙ خواني - چرچو ڀوڳ. (آصفيہ). خوشطبعي. فخر - مرڪ - ناز. مغروري - گهمنڊ - شيخي - هٺ - دماغ - وڏائي - هوءِ - دَمُ - اغماض - غرور.

● مسخولِ بازي: ث. مسخري - ٽوڪ زني - ٽوڪبازي - ٺٺولي - چرچو ڀوڳ - طعني بازي - مذاق.

- مسخول ڪرڻ: کِلَ مسخري ڪرڻ - ٺٺول ڪرڻ - مذاق ڪرڻ - چرچو ڀوڳ ڪرڻ - ٽوڪبازي ڪرڻ.

- مسخولي: ذ. صفت. چرچائي ڀوڳائي - مذاقي - ٽوڪباز - مسخري ڪندڙ. مغرور - هٺيلو - آپماني - مجازي - آڪڙيل - دماغي - هٺي - فخر ڪندڙ - فاخرو - هٺيلو - تڪبري. عاليشان - ٺٺ وارو - آڊمبر وارو - دٻدٻي وارو - شان وارو - طومان وارو.

- مسخولِيءَ ؛ مسخولِيُون: ث. مسخول - مسخول بازي.

● مسخي: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُسخير: صفت. (ع). خيرات ڪندڙ - فياض - داتا - ڏاتار - سخي. نهايت نيڪ.

● مدّ ؛ مدّ، مدُون: ذ. ث. ڪشش - ڇڪَ - تاڻَ. (آصفيہ). ڊيگهه - ڊگهائي - لمبائي. علم نحو موجب ڪنهن ٻه آچار کي ڇڪ ڏيندڙ نشاني - اکر جي آواز کي ڊگهو ڪندڙ علامت "آ". نشاني - علامت.

- مدّ شدّ سان: ظرف. گهڻي ٺاٺ ٻاٺ سان - صفائيءَ سان - چٽائيءَ سان - ظاهريءَ طرح - پڌرائيءَ سان - کُلم کُلا - ظاهري نموني ۾.

- مدِ نظر: ظرف. ڏسڻ جي حد تائين - حد نظر تائين. پيش نظر - مدِ نگاهه. (ذ). اها شيءِ جا نظر جي سامهون هجي. قصد - ارادو - مقصد - مراد - منورث - منشا.

- مدِ نگاهه: ظرف. مد نظر.

● مدُ ؛ مدَ: صفت. (سن. مديہ = شراب) پيئڻ لاءِ نشيدار عرق - شراب - باده - دارُو - مئي - صهبا - مديہ سارُ. شراب طهورا - روحاني شراب.

"وَتَ وَتَ وتيءَ ۾، مَتَ مَتَ مَدُ پيو"

(شاهه).

(مدُ = مستيي) نشو - مستي - خمار - متوالاپڻ - سرشاري - مدهوشي - مد مستي - مخموري - ڪيف. چرياڻي - پاڳلپڻو - جنون - سوداءُ. موهه - عشق - محبت - پيار - قرب - چاهه - لاڙو - چاهت. آنند - خوشي - لطف - مزو - موج. مغروري - گهمنڊ - شيخي - هٺ - دماغ - وڏائي - هوءِ - دَمُ - اغماض - غرور - ٻانورُ - آڪڙ - هٺ - اهنڪار - وڏائي - تڪبر - ڦِينڊ - تاڻءِ. (صفت). ڀيتل - خماريل - مست - متوالو - مدهوش. خوش - سرهو - راضي - نهال - پرمن. ماکي. (ڪاجرا).

- مدُ مستُ ؛ مدَ مستَ: ذ. صفت. نشئي - خماريل - مدُ چڙهيل - نشي ۾ ڀرُ - ڀيتل - ڪيئو.

- مدُ مغزُ: ذ. صفت. مغروريءَ سان ڀريل - هٺيلو - هوڏي - ضدي. متي ڦريل.

● مُدَ ؛ مُدُون: ث. مُندَ - موسم - رُتَ.

● مُدا: ث. (ع. مُدّة = مُدو) وقت - سمو - عرصو. نيڪ وقت. مُدو.

- مُدا ڪرڻ: نيڪ وقت ٿيڻ. پورو ٿيڻ - ختم ٿيڻ.

"محشر ڪيو مُدا، اڄ اچوڪي ڏينهڙي"

(خان زئي).

● مدّاحُ: صفت. (ع. مدَحَ = هن ساراهه ڪئي) مدح ڪندڙ - تعريف ڪندڙ - ثناخوان - صفت ڳائيندڙ. ڀٽُ. ڪٽڪُ. (آصفيہ).

● مداحَ ؛ مداحُون: ث. (ع. مدَحَ = هن ساراهه ڪئي) تعريف - ساراهه - واکاڻ - ثنا - صفت - مدح. شعر جو هڪ قسم - تعريفي بيت.

- مداحُون پڙهڻ: خوشامد ڪرڻ. هيئيون مٺيون ڳالهيون پڙهائي خوش ڪرڻ.

● مُداخلتُ ؛ مُداخلتُون: ث. (ع. دخل) دخل - دڙڪ - دست اندازي - وچ ۾ اڙڪاءُ - مزاحمت. قبضو. تصرف. قابو. تحت.

- مَداخَلَتَ کَرَڻُ: دخل ڏيڻ- وچ ۾ ٽپي پوڻ- دست اندازي ڪرڻ- اٽڪاءُ ڪرڻ.

● مَدارُ ■ مَدارَ: ذ. (ع. دَور) گردش جي جاءِ- ڪنهن آسماني جسم جي دوري ڪرڻ جي جاءِ- ڦيري جو چڪر- دائرو- گول- چڪرو- حلقو. ڪنهن گرهه جو سج جي چوڌاري ڦرڻ جو رستو. ڦيرو- ڪيرو. بنياد- پيڙهه- مُول. آڌار- ٽيڪ- ڀروسو- سهارو. تعلق- واسطو. ذمو- ذميواري- جوابداري. مقصد- ارادو. (ڪاجرا). (اسم خاص). هڪڙي مسلمان فقير جو نالو (جو مدارين يعني بازيگرن جو مرشد هو). (ڪاجرا).

- مدارُالمَهام: ذ. صفت. اهو ماڻهو، جنهن تي سلطنت جو دارومدار هجي- وزير اعظم- پرڌان منتري. حاڪم- ناظر. سلطنت جو رڪن. اڳواڻ. فوج جو حاڪم- سالار- سپهه سالار.

- مَدارُالنَهار: ذ. سج جي اوج وارو وقت- مَٿيان ڦاڪ (اها ڏکڻائي ڦاڪ، جا ڪنهن به خاص هنڌ مان لنگهي، جنهن جي مٿان جڏهن سج ايندو آهي ته پوري منجهند ٿيندي آهي)- ڪڪول (آسماني گول) جي اها ڦاڪ، جنهن وٽ ڪنهن هنڌ جي مٿان سج جو يا ڪو تارو پوري اُتانهپ تي پهچي ٿو. (ڪاجرا). ڏينهن جو وچ- منجهند- پهر- پهري- نصف النهار.

● مَدارَتَ ■ مَدارَتُون: ث. (ع. مُدارت جو بگڙيل) خاطر تواضع- آدر ڀاءُ. پرچهلو- سهارو- ٽيڪ. آٿت- ڏَڍُ- تسلي- دلداري. مدد- مَدد- واهيرُ- سهائتا- مددگاري.

- مَدارَتَ ڏيڻُ: تسلي ڏيڻ- دلداري ڏيڻ- آٿت ڏيڻ. مدد ڏيڻ- واهر ڪرڻ.

- مَدارَتَ ■ مَدارَتُون: ث. ڏسو مَدارت.

● مَدارِيُ ■ مَدارِيُ: ذ. صفت. (پرا. مَدارَ + اِي. س. مَدار + اين + ڪَ = بازيگر). بازي وجهندڙ- ٽٽُ. (ڪاجرا)- بازيگر- راند يگر- کيل تماشي وارو. هٿ جي چالاڪي وارو کيل ڏيکاريندڙ- هٿ نات ڪندڙ- کيڏ باز- انگلي.

پولڙو يا رڇ نچائيندڙ. (ذ). فقيرن جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ جبل جو نالو.

● مُدافَعَتُ: ث. (ع). دفع ڪرڻ جي حالت. روڪُ- جهَل- پَل- اٽڪ- رنڊڪ- وڪهَڻُ- منع. شڪست- هار. (آصفيه).

● مُدامُ: ظرف. (ع. دوام = هميشه) هميشه- باروهي- نيتُ- سدائين- سدا- دائمُ- دائما- روز- لڳاتار- بنا ناغي جي- مُدامي. پُراڻو- قديم- ڪُهنو- پُٺو- آڳاٽو- اڳيون- پَراچين- پيراڻن- اڳوڻو.

- مُدامِيُ: ظرف. هميشه جو- باروهي- نيتُ- سدائين جو- روزمره جو. قديمي- آڳاٽو- پراڻو- ڪُهنو- پراچين- جهونو.

● مُداوَمَتَ: ث. (ع). هميشگي. (ڪاجرا).

● مُدَبِّرُ ■ مُدَبِّرَ: ذ. صفت. (ع. دَبَرَ) تدبير ڪندڙ. صلاح ڏيندڙ- صلاحڪار- مُشير- پَٽيِ. انتظام رکندڙ- ڪارپرداز- ڪم هلائيندڙ- سربراهه. وزير- ديوان- منتري- پَرڌان. عاقل- قابل- هوشيار- ڏاهو- عقلمند- ڏاهو- سيالو- سمجهُو- دانشمند. سوچيندڙ- فيلسوف.

● مَدَتَ ■ مَدَتُون: ث. (ع. مَدَدَ جو بگڙيل). مدد- واهر- سهائتا- حمايت. همراهي- پٺڀرائي- مدارت- پرچهلو.

"مَدت ٿي، ميهار! يار! ساهڙَ! سائين سير ۾."
(شاهه).

● مُدّتَ ■ مُدّتُون: ث. (ع). مُدو- عرصو- معياد- مَمون- وقت- تائيم. ٽائو- مهل- دير. جُڳ- زمانو.

● مُدّتَ جو: قديم- آڳاٽو- پراڻو. (ڪاجرا).

- مُدت خارجُ: ذ. صفت. وقت گذري ويل- مدي خارج- مدي پوري- رواج مان نڪري ويل.

● مَدْحَ ■ مَدَحُون: ث. (ع). ساراهه- واکاڻ- تعريف- حَمد- ثنا- صِفت- مَداح. آفرين- واهه واهه- آستت.

- مَدَحَتَ ■ مَدَحَتُون (ت): ث. مدح- ساراهه.

- مَدَحِيَہ': صفت. مدح جو - مدح وارو. ساراهہ ڏيڪاريندڙ. واکاڻيندڙ.

● مَدَحو' ۽ مَدَحا: ذ. گهوڙي جي بيماريءَ جو قسم - اکين ٽنگن جي مٿان ڦٽ. (مهيري).

● مَدَدَ ۽ مددون': ث. (ع). حِمايت - سهائتا - ڪمڪ - إمداد - واهر - همراهي - تائيد - دستگيري - معاونت - تعاون. (آصفيہ). آڌار - سهارو - ٽيڪ - ڏَڍُ.

- مَدَدَ جو هٿ ڊگهيرڻُ: مدد ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - واهر ڪرڻ.

- مَدَدَ ڍِهيءُ: ث. مدد ڏيڻ جي حالت - امداد - همراهي - واهر - سهائتا. آڌار - پنيرائي. دستگيري.

- مَدَدَ ڏِيَڻُ: سهارو ڏيڻ - سهائتا ڪرڻ - دستگيري ڪرڻ - حمايت ڪرڻ.

● مَدَدَ ڪَرَڻُ: سهارو ڏيڻ - سهائتا ڪرڻ - حمايت ڪرڻ.

- مَدَدِگارُ ۽ مَدَدگارَ: ذ. صفت. مدد ڪندڙ - حِمايتي - حامي - معاون - ساٿي - واهر - سهائڪ.

- مَدَدُگارِي' ۽ مَدَدُگارِيُون': ث. مدد - واهر - سهائتا - حمايت.

- مَدَد گهُرَڻُ: ڪمڪ طلب ڪرڻ - سهارو گهرڻ - امداد گهرڻ.

- مَدَدُو' ۽ مَدَدُو': ذ. صفت. مددڪندڙ.

- مَدَدِي' ۽ مَدَدِي: ذ. صفت. مدد ڏيندڙ - همراهہ. گناهہ جهڙي ڪم ۾ همراهي ڪندڙ. (گاجرا).

● مَدَدِ ڪوسو: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَدَدُو: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - دوائن جي ڪم ايندڙ هڪ قسم جي گاهہ جا سڪل پن. (ف-ج).

● مُدَرُ ۽ مُدَرَ: ذ. صفت. اَمُڙُ - مَٺِر - آٽل - ڪاهوڙو - پُختو - پڪو. لِٺر - ضدي - هوڏي - آٽوٽو - شِدتي - نِجس - ڪَندي - نِرجو - آهنب - هنيلو.

● مُدُرا: ذ. (سن. مُدُرا). مُنڊي. جوڳين جي ڪنن ۾ پائڻ جا ٿلها والا.

● مَدُرا: ذ. (سن. مَدُيہ). شراب - مئي - مَدُ - مَدَ.

● مَدراسِي': ذ. زناني ڪپڙي جي سُٿڻ جو هڪ قسم.

● مُدَرِّسُ: ذ. صفت. (ع. دَرَسَ = هن پڙهيو). سبق ڏيندڙ - پڙهائيندڙ - مُعلم - اُستاد - سکيا ڏيندڙ - ماستر - پنڊت - آچاريہ.

● مَدُرسو ۽ مَدُرسا: ذ. (ع. مَدُرسَہ' < دَرس = هن پڙهيو). پڙهڻ جي جڳهہ (لفظي معنيٰ ۾ نَد آهي = مڪتب = لکڻ جي جاءِ) - وديا آليہ - تعليم گاهہ - درسگاهہ - پاٺشالا - دبستان - مڪتب - خُتاب - ڪُتاب - اسڪول.

- مَدُرسائُو' ۽ مَدُرسائا: ذ. صفت. مدرسي جو - مدرسي وارو. (گاجرا).

● مُدُري ۽ مُدُريُون': ث. (سن. مُدُرا = منڊي). ڪن جي ڪيوٽي. مُنڊي. (گاجرا).

● مُدَعا ۽ مُدَعائُون': ث. (دَعَيٰ = هُن گهر ڪئي) گهر - طلب. مراد - مقصد - غرض - منشا - مطلب - تمنا - مَنورٿ - منورٿيُ - إرادو - خواهش - مرضي - إڇا - ڪامنا - آرزو. گهرج - غرض. پروجن - ارٿ - مطلب.

"ماڻ هيءَ من مُدعا پيو سپ لَئو ڪر ڪار ڪم." (قاسم).

- مُدعا عَلَيہ: ذ. صفت. آهو ماڻهو جنهن تي دعويٰ ڪجي - جوابدار - گنهگار - ڏوهاري - جوابده - ڏوهي - تهمتي.

- مُدَعِي' ۽ مُدَعِي': ذ. صفت. دعويٰ ڪندڙ - دعويدار - فريادي - دانهين - چِيڪُو - داد خواهہ - مستغيث. وروڌي - دشمن - ويري - مخالف - رقيب - حريف. (ث. مُدعِيہ').

● مَدُفَنُ: ذ. (ع. دَفَنَ = هن پوريو). دفن ڪرڻ جي جاءِ - مقام - قبرستان.

- مَدُفُونُ: صفت. دفن ڪيل - ڪم ڪيل - پوريل - لڪايل. لڪل - ڳجهو - مخفي - پوشيده.

● مَدُڪِي' ۽ مَدُڪِيُون' (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻئي ڪاري، پيٽ اڇو، ڊيگهہ سوا فوٽ تائين). (ن-ب).

● مِنڊِ ڪَرُ ≡ مِنڊِ ڪَرَ: ذ. (سن. منڊ ڪرُ > منڊُ ڪ) ڪرت ڪرڻ لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل ڏنڊڙن جو هڪ قسم - مُڪِندر - مُڳِر - مُگرو - مُگري.

● مَنڊَل: ظرف. ھَرگز - مور - هَٺ - اصل - بِنهه - هرگز.

● مُدَلَّل: صفت. (ع). دليل ڏنل - دليل مان ثابت ڪيل. معقول - ٺيڪ - درست - قرين قياس - بجا - صحيح - برابر. (آصفيه).

● مَدَمَتُّ ≡ مَدَمَتَّ: صفت. مغرور - هٺيلو - ايماني - مجازي - آڪڙيل - هٺيي - دماغي - مزاجي - گهمنڊي - فخر ڪندڙ - فاخر - تڪبري - وڏائي خور. رُڪو روح. ٺٺولي ڪندڙ - ٺوڪ ڪندڙ - طعنه زن. عاليشان - ٺٺَ وارو - ادمبر وارو - ديدبي وارو - تجمل وارو - مان شان وارو.

● مَدَنُ ≡ مَدَنَ: ذ. (سن. سنچ) جاءِ جي ڇڄهري ڪي جهلي بيهندڙ ڪاٺي (جنهن جو هڪ ڇيڙو ڀت واري داسي مان هجي ۽ ٻيو پاسو مٿي ڇڄهري ڪي جهلي). انگاس جي چونڪ ڪي جهلڻ لاءِ ڏرهين مان هڪ ڏرهي. ڪنهن شيءِ ڪي (جهڙوڪ ٻتي يا دَڪي وغيره ڪي) ٽنگڻ جي ڪاٺي. ماڻهوءَ ڪي لڙڪائڻ جي ڪاٺي - ڦاهي - سُوري. پريم جو ديوتا - پريم - عشق. معشوق. (ڪاجرا).

● مَدَنِيُ: صفت. (ع. مَدِينَه = شهر) مديني شهر جو رهاڪو - مديني جو وينل. (اسم خاص). حضور رسول الله صلي الله عليه و سلم جن جو لقب.

● مَندوُ ≡ مَندا: ذ. صفت. (سن. مَنْدَ = مدو) خراب - بڇڙو - بُرو - ڪنو - لَڱو - مَندو - بَدُ. مَداين مان پريل - مَتَ ڪهُرو - ڏُڇڻ - ويري - دشمن - بدخواه. (ث. مَدي ≡ مَديون).

- مَدائِيُ ≡ مَدائِيُون: ث. بڇڙائي - بُرائي - ڪِنائي - خرابي - مندائي - لَڱائي - بدي. عيب. ڏوھ. گهٽتائي - ڪچائي.

- مَدايُون ميٽڻُ: ڏوھ گناھ معاف ڪرڻ.

● مَڏُو ≡ مَڏُو: ذ. چوپائي جانور جي بدن جو هڪ حصو - گهوڙي، گڏھ ۽ خچر جي اڳين چونڪ کان ٿورو پٺتي وارو مٿي لڪتل حصو (گردن). (اٺ جي) ڪنڌ ۽ ٿوهي جي وچ وارو مٿيون پاسو. گهوڙي ڪي زين جي ڪسڻ کان ٿيل ڦرڙي. (ڪاجرا).

● مُدو ≡ مُدا: ذ. (ع. مُدة = وقت) عرصو - مدت - ميعاد - وقت. مهل - ٽائو - ويرم. مهلت - فرصت - وِٿي - چيٽي - وچيٽي. انجام وارو وقت - ڪٿ. (ع. مُدعا = ڪهُرَ) ڪهُر - طلب. مراد - مقصد - مطلب - مدعا. تقاضا. بحث - تڪرار - مناظرو - خرخسو - حجت - هوڏ - ضِدُ - ڪهي. جهيڙو - جهڳڙو - ٽنٽو - رگڙو - نماد. دشمني - وِيرُ - بُغض - عداوت وِروڌ.

- مُدو پُرجَڻُ: ميعاد پورو ٿيڻ - وقت پرجي اچڻ - انجام وارو وقت پورو ٿي اچڻ.

- مُدو ٻانِڻُ: عرصو وجهڻ - ميعاد رکڻ - وچي وجهڻ - وِٿي ڏيڻ - وچيٽي وجهڻ - انجام وجهڻ. بحث ڪرڻ - تڪرار ڪرڻ - مُناظرو ڪرڻ. حجت ڪرڻ - هوڏ ٻڌڻ. بحث مباحثو ڪرڻ. ويرُ وجهڻ - دشمني رکڻ - ضديت رکڻ - ضد ڪرڻ - بغض رکڻ - ٻيائي رکڻ. جهڳڙو ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ - رگڙو ڪرڻ - ٽنٽو ڪرڻ - فساد ڪرڻ.

- مُدي پُنَي: ظرف. (هُندي ءِ ۾) مُدي پوري ٿيڻ تي - مقرر وقت گذرڻ تي. (ڪاجرا).

● مَدُوائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُدَوَرُ ≡ مُدَوَرَ: ذ. صفت. (ع. دَوَر). محرابي - محرابدار - ڪماني - ونگ وارو - ڏِنگو - ور وارو - گول - گولائون - چڪرائون.

● مَدُونا: ذ. ث. (سن. منڊورَم = ڪَٽُ. منڊري = آڏوهي). اڇيون ماڪوڙيون. ڪَٽ. ماڪي - شَهد. (غريب اللغات). (ن-ب). (سرڪلياڻ - ڪَرُ).

● مَدُهوشُ ≡ مَدُهوشَ: صفت. (ع. دَهش = هو گمراھ ٿيو) گمراھ - حيران - پريشان - سرگردان - وائڙو. بيهوش - بي سُڌ. بدمست - مخمور - خمار ۾ پُر - مَسڪين - متوالو.

ـ مَدُهوشيءُ ۽ مَدُهوشيئُونُ: ث. بيهوشي ـ بد مستي ـ متوالائي ـ سخموري ـ خمار ـ نشو.

● مَدُنُوءُ: ذ. (سن. مَنُيَا = ڳچي). گهوڙي جو هڪ قسم جو سنڌُ. (شايد مَدُوءُ). گهوڙي جي گردن. زين جي گسڻ کري گهوڙي جي گردن تي زخم.

● مَدِيءُ ۽ مَدِيئُونُ: ث. (سن. مَنُدَ = مَندو) بُرائي ـ بڇڙائي ـ خرابي ـ بَدي ـ مَندائي. دشمني ـ ويرُ ـ بدخواهي. ڊوهُ ـ دغا ـ ٺڳي ـ ڪپت ـ فريب.

"مَدِي ڏيرن مَن ۾، آئون ڪليو ڪينڪاريان"
(شاهه).

● مَدِيانُ ۽ مَدِيانَ: ذ. (سن. ميت = ڳنڍڻ مَدَنُ.

● مدِينجِيءُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَدِيدُ: صفت. (ع. مَدُ) ڇڪيل ـ تاڻيل. ڊگهو ـ لنبو ـ دراز ـ طويل ـ وڏو. (آصفيه).

● مَدِيمُ ۽ مَدِيمَ: ذ. صفت. (سن. مَدُيمَ = وچولو) وچوڻ ـ درمياني ـ وچترو ـ وچولو ـ مذيم ـ وچ واهو ـ منجهولو.

● مَدِينوءُ: ذ. (ع. مدينه = شهر) شهر ـ لنڪر ـ لنڪري ـ بلده. (آصفيه). (اسم خاص). عربستان جي هڪ شهر جو نالو (جنهن ۾ جناب رسالت ماب صلي الله عليه و سلم جن جو مرقد مبارڪ آهي).

● مَدُ ۽ مَدَ: ذ. (سن). ماکي ـ شهد ـ گلن جو رَسُ. شراب ـ مَدُ ـ مئي ـ دارُون. نشو. (ڳاجرا). بهار جي موسم. جواني. (صفت) وڻندڙ. فرحتي. (سنڌيلو). (سن. مَدِيه = وچ) وچُ ـ سرڪڻي. (صفت). وچون ـ وچ وارو ـ وچولو.

ـ مَدُ آڪاسُ: ظرف. آڪاس جي وچ ۾ ـ ڪاپار تي ـ مٿان. ظاهر ـ چٽو. (سامي).

ـ مَدُ ماتوءُ: ذ. صفت. شراب پيتل ـ خماريل ـ مست. (سامي).

ـ مَدُ منچڻُ: شراب جو گهڻي وقت رکجڻ کري ڦوپ کري وڃڻ. بانس ڪرڻ ـ ڪينو ٿيڻ ـ بدبوءِ ڪرڻ ـ ڏَپ ڪرڻ ـ چِٽ ڪرڻ ـ عفونت ڪرڻ.

ـ مَدُ مکيءُ ۽ مَدُ مکيئُونُ: ث. ماکيءَ جي مک ـ شهد مکي.

● مُدَ ۽ مُدُونُ: ث. زال ـ عورت ـ ناري ـ مُندُ. (ن ـ ب).

"مُدَ مَ منجهه ويهه، آئي آوسڙ آس ۾"
(شاهه ڪريم).

● مُدُ ۽ مُدَ: ذ. صفت. (سن. مُوڙ) بيوقوف ـ بي عقل ـ مُورک ـ احمق ـ بي سمجهه ـ الساڙي ـ چِٽو ـ پؤندو ـ ڪم ذهن ـ مَتَ هيڻ ـ آڌايو ـ موگو ـ ٿر ـ اٺامو ـ جاهل ـ مُوڙهل ـ ڪُند ـ جَڙُ ـ گهيلو.

ـ مُدُو: ذ. صفت. ڏسو معنيٰ مُدُ. (ڳاجرا).

● مَدُرُ ۽ مَدُرَ: ذ. صفت. ماکيءَ جهڙو ـ مِٺو ـ شيرين. مزيدار ـ رس وارو ـ رسيلو. سُرهو ـ سُگنڌيو ـ خوشبوءِ دار. سُني سُر وارو ـ سُريلو. سوهڻو ـ سوچارو ـ دلپسند ـ پيارو ـ وڻندڙ ـ نزاڪت وارو ـ نفيس ـ نرم ـ مُلائم ـ نازڪ.

ـ مَدُرُتا ۽ مَدُرُتائُونُ: ث. ميٺاج ـ خوبي ـ لطافت. (ڳاجرا).

● مَدَمُ: صفت. (سن. مَدُيَمَ = وچ) وچ وارو ـ وچولو ـ وچون ـ درميانو ـ وچترو. ڌيمون ـ آهسته ـ هريِن هريِن ـ هوريان ـ ڍرو ـ ڍيري. جهيڻو ـ جهڪو. (ذ). سرگرم جو چوٿون سُر يا ٿال ـ ستن سُرن مان هڪڙي سُر جو نالو. چتارو ـ تنبورو. (ڳاجرا).

ـ مَدَمُ سُرُ: ذ. ڌيمون سُر ـ ڍرو سُر. راڳ جو چوٿون سُر.

● مَدُورو (ٿ): ذ. وات جي هڪ بيماري (نيزلو). جنهن ڪري وات مان خراب بانس اچي.

● مَدِيانُ ۽ مَدِيانَ: ذ. اسم. (سن. مَدُيَمَ = وچ + آهن = ڏينهن) وچ ڏينهن ـ منجهند ـ ٻپهري ـ ٻه پهر ـ نصف النهار. (ميٿ = ڳنڍڻ) چچهري کي جهلڻ جي قرهي ـ مَدَنُ ـ مَدُيان. (ڳاجرا).

- مَنڊِيان ڦاڪ = مَنڊِيان ڦاڪُون؛ ث. هڪڙي قطب کان ٻئي قطب تائين خيالي ليڪ (جا ڌرتيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي) - زمين کي حصا ڪندڙ خيالي ليڪ. (ڳاڄرا).

● مَنڊِيرُ = منڊِيرَ (ڪ)؛ ذ. وڏو پَٽڪو - ڦيڙهو - ڦينتو - ڦهيڙ - ڦيڙاھ - ڏُنباري - پڳ - پاڳ.

● مَنڊُيَسٽُ = مَنڊُيَسٽَ؛ ذ. (سن. مَنڊُيَہ = وچ + سٿتا = ويهڻ). وچ وارو - آمين - ثالث - ٽِياڪر - سَرُپَنچُ.

● مَنڊِيَمَ؛ ذ. ساز جو هڪ قسم - ستار جو هڪ قسم - تنبورو. سرڪم جي چوٿين سر جو نالو. (ڳاڄرا).

● مَنڊَ: ظرف. مشڪل سان - مَس مَس - مَس - آجا - لاچار - ورلي.

● مَنڊَ = مَنڊُون (ل - ث): ث. (سن. مَنڊِ = سينگارڻ). ڪنوار جي مائٽن کان ڪنوار کي مليل ڪپڙن جو جورو - وڳو. سامان. (ڳاڄرا). (اسم خاص). تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنڊُ = مَنڊَ، مَنڊُون: ث. ڪانن جو ٽَرهو - تُلهو - تَرُ.

"ڪَڪ ڪانڊيرا، ڪانيون، ميڙي ٻڌُ مَنڊُ."
(شاهه - سهڻي).

پاڻيءَ جي مٿان ڪکن ڪانين مان ٺهيل ڪهڙو. رَڇُ کي مٿي جهلڻ لاءِ ڪانن جو ڳَڏو. ڍير - ڍِڳ - سٿو - ڳَڏار - ٿَهو. ڪانين جي پِرِي. مَڇِين جو ڍير. ڀِڀهو. (ل). سامان جو ڍِڳ - مَنڊِي. سامان - اسباب (لس). ملڪيت - موڙي.

"ٽيلاهون مون مَنڊَ، آهي تنهنجو آسرو."
(خان زئي).

● مَنڊُ: اسم خاص. تعلقي گمبٽ (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه ڳوٺ جو نالو.

● مُنڊُ = مُنڊَ؛ ذ. صفت. مُنڊو - لَمون. ڍلو - سست - موڊَنُ - موڳَشٽ - ڪُند - موڳو مَٽر. ساد و سود و - ڳالهائڻ جو ٿُلهو. پورڙو - ڪم عقل - ڪم فَهم.

● مَنڊَ آبِياڻِيءُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنڊارُ = مَنڊارَ: ذ. راڳ جو هڪ قسم - مَلار. ٿڌڙي هِير. جهڙالو.

● مَنڊاڙُ = مَنڊاڙ (ڪ - ڪ): ذ. زڪام - ليسُ - ٿَڌ جو اثر.

● مَنڊالو = مَنڊالا (ل): ذ. دِڳ. سامان - ٽِپڙ - اسباب. بار.

● مُنڊَ باهُوءُ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنڊَ عَلِيمُ: اسم خاص. تعلقي لوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنڊُو = مَنڊا (ل)؛ ذ. جنازو - لاش - لاشو - مُڙدو - مُردو.

● مُنڊو = مُنڊا؛ ذ. صفت. (پرا. سن. مُنڊُ = مُنڊو). اهو اوزار جنهن جي ڌار تکي نہ هجي - لَمو - ڪُند - بي ڌار - ڏُوڏُ - ڪَنل. ڪُند فَهم - موڳو - موڳَشٽُ - موڊنُ - مُنڊ.

- مُنڊائِپَ = مُنڊائِپُون: ث. اوزار جي اڻ تيزائي - ڪُندائي - مُنڊائي - لَمائي.

● مُنڊائِيُ = مُنڊائِيُون ث. منڊائپ.

● مَنڊُهاڙُ (ل)؛ ذ. منڊاڙ.

● مَنڊ هِيُن: ظرف. يقيناً - خاطريءَ سان - بيشڪ - تصديق سان - سچ پچ - بنا شڪ شبهي جي - بلاشڪ - آوَس - ضرور - يقيني.

● مَنڊِيُ = مَنڊِيُون؛ ث. (سن. منڊ = سينگارڻ). سامان - ٽِپڙ - اسباب - مال. سامان سڙو - ٽپڙ ٽاڙي. لڏ پلاڻ جو ٿورو سامان.

"ميان جي مڏي، ٻہ ڏلڻ تي ٽَڏي."
(چوڻي).

مال - ملڪيت - دولت. محصول وٺڻ جي جاءِ - ناڪو. دريا جي ڪناري تي ڦاسايل ٻلن يا مڇيءَ جي ڳڏ ڪرڻ وارو هنڌ. اها جاءِ جتي عمارتي ڪانيون وڪرو يا سواڙ لاءِ رکجن. (ڳاڄرا). (مَند = خوشي) خوشي - آنند. (ڳاڄرا).

- مَنڊِيءُ وارو ٽِيڻُ؛ ملڪيت وارو ٽيڻ - ڌنوان ٽيڻ - شاهوڪار ٽيڻ - ڀاڳيو ٽيڻ. سکيو ٽيڻ - آسودو ٽيڻ.

- مَنڊي' ڪيڻ (ت): مال ملڪيت ٻاهر ڪيڻ. ٽيڙ ٽاڙي ڪيڻ - ڪارخانو چالو ڪرڻ.

● مَنڊِيئُو ≡ مَنڊِيئُو: صفت. (ف. مَ = نہ + مَن. دا = ڏيڻ) ڪنهن ڪي شيءِ ڏيڻ جو اراد و نہ ڪندڙ - ڪو - ٻَڪَتَشَتْ - مُٺ ڀيڙ - ڪنجوس - چَمچُوس - بخيل - مَکي چُوس - شُوم - مُوذِي - ڪِرپڻ.

● مُنڊا: (س. مَندرا) جوڳي فقيرن جي ڪنن ۾ پائڻ جا والا.

● مُنڊي' ≡ مُنڊِيُون' (ڪ): ث. منڊي - ڪن جي ڪيوٽي. (ڪاڇرا). مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مُنڊ' ≡ مُنڊَ (ٿ): ذ. صفت. ٿوريءَ سمجهہ وارو - مُورک - بيوقوف - مَتَ هِيڻ - ڳهيلو - پورڙو - ڪم عقل - ساد و سود و.

● مُنڊو' ≡ مُنڊا: ذ. گهوڙي جي پيرن جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ گهوڙو منڊ ڪائي). لونڊڪ - مَنڊڪ. مڇيءَ جو هڪ قسم - شاڪُرُ.

● مَذاق' ≡ مَذاقَ: ذ. (ع. ذوق) سواد - ذائقو - لذت - ساءُ - لاءُ - لُطف - مزو - سُئاءُ - رَسُ - رسنا - چَٽَ - چَڪِي - چَشڪو - چَسُ' - چسڪي - چهَرَ - ونديا. شوق - چاٽي - رغبت - لاڙو - ميلان - رُجحان. خوش طبعي - ظرافت - ٺِٺوڪ - ڪِل چرچو - مسخري - مخول. حاضر جوابي - نُڪتو.

- مَذاق' ڪَرَڻُ: چرچو ڪهَرو ڪرڻ - ٺوڪ ڪرڻ - خوشطبعي ڪرڻ - مسخري ڪرڻ - ڪِلَ ٺوڳ ڪرڻ. ٺَڪي ڪرڻ - ڪُٺت ڪرڻ - دغا ڪرڻ - دولاب' ڪرڻ. (ت).

- مَذاقُون' ڪَرَڻُ (ل): مسخري ڪرڻ. چرچا ڪرڻ.

- مَذاقِيہ: ذ. صفت. مسخري وارو - کلائيندڙ. چرچي بازي وارو (ڪلام).

● مُذَبذَبُ: صفت. (ع. ذَبذَبُ = غير مستقل مزاج) غير مستقل مزاج - ڦرڻو گهرڻو - سودائي. شَڪِي - الڌ ڌُنڌ ۾ - غير شفاف - ناصاف.

● مُذَڪَّرُ ≡ مُذَڪَّرَ: ذ. صفت. (ع. ذَڪر = نَرُ) نَرُ - مرد - مڙس - پُلنگ - نرونو - نرينو.

● مَذْڪُورُ ≡ مَذْڪُورَ: صفت. (ع. ذَڪَرُ = هن ياد ڪيو) ذڪر ڪيل - ذڪر ٿيل - موصوف. جنهن بنسبت ڳالهہ ڪجي. (ذ). ڳالهہ - گفتگو - ڳالهہ ٻولهہ - همڪلامي - ذڪر - حقيقت. چوٻول - چرچا. آکاڻي - ڪٿا. بيان - داستان. ڀاڪو - واڪِيُ - مثال - قول - وَچن - چَٽو ٽِپو. افواهہ. شهرت. يادگيري - ياد - يادگيرو.

"موتڻ جا مذڪُور، جان ڪِي ڇَيَس جيڏين"
(شاهہ).

- مَذْڪُورُ ٿِيَڻُ (ت): ڳالهہ ٿيڻ - واقعو ٿيڻ - حادثو ٿيڻ - اتفاق ٿيڻ.

- مَذْڪُورِي': ذ. صفت. ذڪر ڪندڙ - بيان ڪندڙ. چوندڙ - ڳالهائيندڙ. ديواني ڪورٽ جو قاصد - ٻيلف - ڪارروائي پڪاريندڙ.

● مُذِلُّ: ذ. صفت. (ع. ذَلَّ = خوار ڪيو). خوار ڪندڙ. نالو خدا جو. (ڪاڇرا).

- مَذَلَّتَ: ث. بي عزتي - بدنامي - خواري. (ڪاڇرا).

● مَذمَّتَ: ث. (ع. ذَمَّ = هن ميار رکي) گِلا - نِندا - هِجَو - شڪايت. بدي - ٻرائي. لعنت - ڦِٽڪار - ملامت. (آصفيہ).

● مَذْمُومُ: صفت. (ع). بَدُ - خراب - بُڇڙو - ٻُرو - زِشت. لعنتي - ڦِٽڪار پيل - ملامتي.

● مَذْهَبُ ≡ مَذْهَبَ: ذ. (ع. ذَهَبَ = ويو). وڃڻ جي جاءِ - رستو - لنگهہ - گذر. (آصفيہ). سڌو رستو - سلامتيءَ وارو رستو. طريقو. پنٿ. ڌرم - دِينُ - ملت - امت. آئينُ. مت. ايمان - عقيدو - نشچو - يقين. فرقو - ڪُوفو.

- مَذْهَبِي' ≡ مَذْهَبِي': صفت. مذهب جو - مذهب وارو - شرعي - ديني - ڌرمي - ڌارمڪ. دينندار - دينائتو - مُتَّقي - ڌَرمشٽ - خُدا ترس - وِرِڪي. پنٿي. ڪنهن جماعت سان ڇِڄي ڌار ٿيل - فرقہ وار. ڪترپنٿي - ڪٽو - تعصبي. (ڪاڇرا).

- مَذْهَبِي' سِيڪُ: سکن جي هڪڙي جماعت، جا اڇوت سمجهي ويندي آهي. (ڪاڇرا).

● مَرُ: ظرف. (ف). پَڪُ - پَڪِي - بي شڪ - بلاشڪ. شل - شال. هميشه - سدائين.

▬ مَرُجان: ظرف. پَڪِي. (ڪاجرا).

● مَرُ ■ مَرَ، مَرُون: (س.ن. مَلَ = مَرُ) ميلُ - ميرُ - ميٺِي. بدن جي مٽي - ڪِرُ. ڪَنَ مان نڪتل ڪچرو. ڪِنُ - ڪِچرو - ڪِندُ - ٻُهر - ڪندڪي. ميرائي - ميراڻ - ڪندائي. (ڪپڙي کي لڳل) ڪندڪي - ڪَسُ. (ڪ). ڌاتيءَ جهڙي شيءِ. (سڪي ۾ پيل) ڪوٽ - مَٽُ - ڦِٽ - جوڙو - غير. گهوڙي جي ڏندن تي ڪارو چِٽو.

▬ مَرَ ڍَڪُ ڪَرَڻُ (ڪ): ڪنهن جانور جو وهر ڪان پوءِ اور نه ڪيڻ ڪري بيمار ٿيڻ.

▬ مَرُ لاهِڻُ (ت): مِٽي لاهڻ - صفا ٿيڻ - اُڇو اُجرو ٿيڻ. ٿورو لاهڻ - احسان لاهڻ.

● ميرُ ■ ميرَ (ت): ذ. ڏاڪ چمڙي راند ۾ ڪم ايندڙ ڪاٺي - ڏاڪ. (ل). راند جي مقرر ٿيل جاءِ.

● مُرَ: ذ. ٻهارڪي وڻ جو هڪ قسم - خوشبودار ڪاهه جو هڪ قسم. ڪوُنر جو هڪ قسم (جو عربستان ۽ حبش ملڪ جي ڪن وڻن مان ملي ٿو. (ڪاجرا)).

" عاقل، ليمون، انب، ايلاچي - مُر موچاري ڪار. "

● مَراتِبُ: ذ. (ع. مرتبہ جو جمع). درجا - رتبا - مرتبا - عهدا.

▬ مَراتِبو ■ مَراتِبا: ذ. (ع. مرتبہ = عهدو). درجو - عهدو - رتبو - مرتبو - پَدوي. مان - شان - عزت.

▬ مُراجَعَتَ: ث. صفت. (ع. رَجَعَ = هو واپس ٿيو). واپسي - موٽ - اُٿل - ڦري واپس اچڻ جي حالت.

● مُرادَ ■ مُرادُون: ث. (ع. اراد = هُنَ گهُريو، هُنَ چاهيو). گهُر - طلب - چِڪ. چاهہ - چاهت - چاهنا. خواهش - اِڇا - منشا - سَڌ - ڪامِنا - آشا - تمنا - دل جو لاڙو - آرزو - سَنڪلپ - وامِنا - ارادو - نِيت - مقصد - مدعا - منورٿ. اُميد - مرضي - اُمر. آرٿ - مطلب - غرض - آرزُوئي - عارضُو - پِروجَنُ. متِجنا - باسُوئِي - نذر - نياز - باس - سُکا - سپِسا. (آصفيہ).

▬ مُرادَ پُورِيُ ٿِيَڻُ: دل جو مقصد بحال ٿيڻ. مطلب پورو ٿيڻ.

▬ مُراد پُورِيُ ڪَرَڻُ: دل جو مقصد پورو ڪرڻ - مطلب پورو ڪرڻ - ڪم ڪيڻ - آس پوري ٿيڻ.

▬ مُرادَ حَاصِلُ ٿِيَڻُ: مقصد پورو ٿيڻ - مطلب حاصل ٿيڻ - دلي خواهش بحال ٿيڻ.

▬ مُرادَ وَنْدُ ■ مُرادَ وَنْد: ذ. صفت. هردلعزيز - پلمانس - سڀاجهڙو - ڪِلمڪ - وڻندڙ - موهَن - سٺي طبيعت وارو - سٺي سڀاءَ وارو - پِرڪاري - سُڀاجهڙو. جيو مڃيندڙ - جيئوان - چِٽاڪر.

▬ مُرادَ وَنْدي ■ مُرادَ وَنْديُون: ث. هردلعزيزي - پلمانسي. (ڪاجرا).

▬ مُرادِيُ: ذ. صفت. ڳجهو - مراد وارو. (ڪاجرا).

▬ مُرادِيُ مَعْنَيٰ: ٻي معنيٰ - اصطلاحي معنيٰ. (ڪاجرا).

● مُرادِ آنڙُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُراداڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي گهوڙا باري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُراد پُورُ: اسم خاص. تعلقي سجاول ۽ تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرادُ شاهُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرادَ عَلِيُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرادَ عَلِيُ رِنْدُ: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرادِفَ: ذ. صفت. (ع. رَدَفَ = هو پويان ويٺو) ڪنهن جي پٺيان سوار ٿيندڙ يا ويهندڙ. (هڪڙو لفظ ٻئي لفظ سان) هم معنيٰ ٿيندڙ.

● مُرادو: اسم خاص. تعلقي روهڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مُرادِيُ ■ مُرادِيُون: ث. روڪڙ - نقد - رقم - نقدي. دڪاندار جي آڪرُ ۾ سڀ ڏينهن

جي گڏ ٿيل رقم - موجودات - روزاني آوت - روزانو وڪرو. اڳين ڏينهن جي بقايا (پٺي ڏينهن تي) - بقايا. ڪالهوڪي آمدني. (ن-ب). (اسم خاص). تعلقي ڪنڊياري ۾ تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

- مُرادِيُ سنڀالڻُ: نقد جمع ڪرڻ - نقدي شمار ڪرڻ. سڄي ڏينهن جو وڪرو وغيره جوڙ ڪرڻ. حساب ڪتاب سنڀالڻ.

● مَرارُ ﻉ مَرارَ: آنَ جو ڍڳ - ڍير - ڪوڙ - ڪوڙو - انبار - گدام.

● مَرارِيُ ﻉ مَرارِيُون: ث. جواهري جي تارازي - تڪڙي - ڪانٽو - ننڍي ساهمي. (ج: مَراري). ذ. صفت. مَرهياڙ جو سامان وڪڻندڙ - مَرهياڙي.

● مُرارِيُ ﻉ مُرارِيُون (ٿ): ث. ٻوٽي جو هڪ قسم. (ن-ب). "ٿتا ڦوڳ مُراريُون." (ٻريل ٻيل).

● مُرارِيُ: ذ. (سن. مُرارِ هيِ < مُرهَٽ = نالو هڪ دئيت جو + آرِ هه = دشمن) مُردئيت جو دشمن - ڪرشن (مُردئيت کي ماريندڙ) - وشنو. (ڪاجرا).

● مُراسِلوُ ﻉ مُراسِلا: ذ. اسم. (ع. مُراسله < رَسَلَ = موڪليو) خط - چٺي - نامه - رُقعو - لکيل پيغام. نياپو - سنيهو - پيغام - سنديش - پيامُ.

● ميراسِيُ ﻉ ميراسِيُ: ذ. صفت. ڳائيندڙ - ڳائڻو - ڳائڪُ - راڳي - مُطرب - ڪَوَتيو - قوال - ڪلاونت. (اسم خاص). مسلمانن ۾ راڳيندڙن جي هڪ ذات جو نالو - ميراثي.

● مُراقِبوُ ﻉ مُراقِبا: ذ. (ع. مُراقبو=ڌيان) ڌِيان - سوچ - ويچار - ڌُنِ - غور - تصور. هڪ هنڌ ويهي ڪنڌ جهڪائي ڪيل فڪر. دل جي حضور سان خدا جو ڪيل ڌيان - خدا جو خوف - استغراق - تفڪرُ.

- مُراقِبوُ ڪَيَڻُ: عبادت جي وقت ڪنهن خاص نموني ۾ چادر ويڙهي، مُنهن ڍَڪڻ. ڪپڙي جو جهنڊ هڻي ويهي عبادت ڪرڻ.

- مُراقِبي ۾ وِهڻُ: هڪ دل سان ڌڻيءَ جي عبادت ڪرڻ.

● مَرامَتَ ﻉ مَرامَتُون: ث. (ع. مَرَمّة < رم = مرمت ڪرڻ) ڀڳل ٽٽل شيءِ کي جوڙڻ - ڳنڍ ٽوپ - داغ دوزي - سنوار - دُرستي - نيڪائي. ڀڳل جاءِ وغيره کي ليڀ چوڀ ڪرڻ جي حالت - مرمت.

- مَرامَتَ ڪَرَڻُ: ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ - داغ دوزي ڪرڻ - مرمت ڪرڻ.

● مَرانِيُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (رستمانين جي شاخ). (ت - بلوچستان).

● مَراهِيُون: زيور - جواهر. (ڪاجرا).

● مَرائِڻُ: مصدر. (سن. مرد + ڪَٿهَڻ = هٿائڻ) هٿائڻ. بدفعلي ڪرائڻ - ڪُٽي مارائڻ.

● مُرائِيُ ﻉ مُرائِيُون: ث. سارين جي ڀيڄي جا ٻني تيلا - مَرُهِي - مُوڙهي. (ل). (سُکي ۾ ٻيل) مٿُ - ڪوٽ - ٿيٿ - ملاوتي ڏاتو - ڪَسُ - جوڙو - غتير.

● مُرَبَّعُ: ذ. (ع. مُرَبَّع = چوڪنڊو) چوڪنڊو (جنهن جا چارئي پاسا هڪ جيترا هجن) - چورس - هَمُ چورس. چؤڪنڊيارو - چؤپاسو - چؤڪنڊ - چؤڪنڊو. ڪوني ڪنڊ چؤڪنڊو.

● مُرَبوُ ﻉ مُرَبا: ذ. (ع. مُرَبَّه = چاشِ) ميوي ۽ ڪنڊ جي چاش مان تيار ڪيل مٺو آچار. مٺي چٽڻي.

● مَرْبُوطُ: صفت. (ع. ربط = ٻڌڪيو) قاعدي موجب ٻڌل - گرامر موجب رکيل. (ڪاجرا). بندوبست ڪيل - ٺاهي رکيل - ٺيڪ ڪيل - سنواريل - سڌاريل.

● مُرَبِّيُ ﻉ مُرَبِّيُ: ذ. صفت. (ع. رَبَّ = پاليندڙ) پاليندڙ - نپائيندڙ - پرورش ڪندڙ. تربيت ڪندڙ - سرپرست. سهائتا ڪندڙ - ٻَٽ پَرُو - انگراهي - پُشت پناه - دستگير - حامي - مددگار. بزرگ.

- ميرُتِ: ث. (سن. مرت < مَر (ي) = مرڻ) موت. (ڪاجرا).

▬ مِرتِ لوڪُ: موت جي جاءِ - جهان - فاني دنيا - (هيءَ) ڌرتي. (ڳاجرا).

● مُرَتَّبُ؛ صفت. (ع. رَتَبَ = درجي وار رکيو) ترتيب ۾ رکيل - درست ڪيل - ترتيب ڏنل - سنواريل - ٺهيل - ڍنگ سان لڳايل - قريني سان ٺاهيل. باقاعده. درست - تيار. تاليف ڪيل - گڏ ڪيل (ڪنهن ڪتاب ۾ ڪي مضمون وغيره).

▬ مُرَتَّبُ ڪَرَڻُ: تيار ڪرڻ - درست ڪرڻ. ترتيب ڏيڻ - تاليف ڪرڻ - بنائڻ - سنوارڻ - اصلاح ڪرڻ. تصنيف ڪرڻ. (آصفيہ).

● مَرتبانُ ۽ مَرتبانَ: ذ. (ف). ٿانوءَ جو هڪ قسم - ڪنهن ڌاتوءَ (جهڙوڪ ٽامي، پتل، چانديءَ وغيره) جو چنسالي ٿيل جڳ (Jug) - ڪاشيءَ جو جڳ - ڪُولو. شيشي جي برني. (ل).

● مَرتبو ۽ مَرتبا: ذ. (ع. مرتبه > رتبَ = درجي وارو ٿيو) رُتبو - پدوي - منصب - عُهدو - درجو. اوُج - بُلندي - اقبال. شان - مان - عزت - وڏائي - آبُ - تعظيم. دفعو - وارو - ڀيرڪو - ڀيرو - ڪهُمرو - وار - دفعو - لنگهو - ڀيرڪ - وارو.

● مُرتيوُ: ذ. (سن. مِرتيئُو > مر (ي) = مرڻ) موت جي وقت جا رواج - ختما. (ڳاجرا).

● مُرتَدُّ ۽ مُرتَدُّ: ذ. صفت. (ع). ڪافر. دين کان ڦريل. اسلام جو مُنڪر - مُنحرف. مُلحد - بي دين - اڌرمي. ملعون. مردود - مليڇُ. (آصفيہ).

▬ مُرتَدُ ٿيڻُ: دين کان ڦرڻ - مُلحد ٿيڻ - ڪافر ٿيڻ.

● مُرتضيٰ: ذ. صفت. (ع). پسند ڪيل - پسنديده - چونڊيل - ڏٺيلُ - مقبول. برگُزيده. (اسم خاص). حضرت علي ڪرم الله وجه جن جو لقب. (آصفيہ).

● مِرتِڪا: ث. (سن. مرتِّڪا) مٽي. (ڳاجرا).

● مِرتُو؛ ذ. (سن. مِرتيئُو > مر (ي) = مرڻ) موت.

▬ مِرتُيو؛ ذ. (سن). موت - قضيو - رحلت - اجل - مرڻو - فوت - وفات - وصال.

● مَرَتُ ۽ مَرَتَ (ت): ذ. انديشو - اونو - فڪر - ڳڻتي - اوسيئڙو - انتظار. حيا - شرم - مَرمُ - لڄ - ليهه.

● مُرتُ ۽ مُرتَ (ٿ): ذ. گاهه جو هڪ قسم - ڌُٿ جو هڪ قسم.

● مُرتو ۽ مُرتا: ذ. (سن. مرتوان = اندر ديوتا). مان - وڏائي - آب - شان. اقبال - مرتبو - وڏو عهدو - پدوي. حشمت - دبدبو - فلڪ - روب - رعب - تاب. ڪنهن شيءِ کي ڏيجي سنهو ڪيل - چورو - ڀور.

● مَرثيو ۽ مرثيا: ذ. (ع. مرثيه' > رثيٰ = هن رنو ۽ پٽيو). مئل ماڻهوءَ بابت روئي ڪيل بيان (جنهن پڙهڻ سان رحم اچي) - ميّت جي صفت. پار - اوسارو - ماتم - سياپو - روڄ - رودن - ڪِريه - زاري - پِٽڪو. نظم جو هڪ قسم. (آصفيہ). واقعي ڪربلا بابت دردناڪ نظم.

▬ مرثيو پڙهڻُ: مرثيه خواني ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - رڻ پٽڻ.

▬ مرثيه' خوانُ: ذ. صفت. مرثيا پڙهندڙ - پار ڪيدندڙ - اوسارا ڪندڙ.

● مَرجاتِ؛ ث. (سن. مرياداَ = حد۽ شرم). مرجاتا - مرجاد - مرجادا - حياءُ - لڄ. مُحابو - عار - سنڪوچ - حجاب - شرميلتا - ليهه - مَرم - شرم. نِدامت - شرمندگي - شرمساري - پشيماني - ننگ.

"مرجات ماريندي ان کي جو اصل انسان هوءِ."

(چام خان).

ورتارو - ورتاءُ - هلت - دستور - رواج - وتيرو - پَر - سِرشتو - هلي چلي - ريت - رسم - راهه ريت - پرويز - رسومات. ڪنهن ٻئي جي دوستن لاءِ عزت. احساس (ٻين لاءِ) - لحاظ - مروت. نيڪي - چڱائي. مان - عزت - شان - مرتبو - مانارَتُ.

▬ مرجاتا؛ ث. مرجات.

▬ مرجاتا کي مار هڻڻُ: چڱائيءَ جو قدر نه هئڻ. (ن - ب).

▬ مرجاتُ وارو: ذ. صفت. حياءُ وارو - لڄائتو - شرميلو - لڄوندو - سنڪوچو - مرجاد ڪُ. غريب -

کم شان - نيھٺو - راھ ريت وارو - رسم تي ھورو - ھلي چلي وارو - مرجاتي - رواجي - نيات سان ھورو ' لحاظي - مروتي.

= مَرُجاتِيءُ ٿ مَرُجاتِيءُ: ذ. صفت. حيادار - غريب - لياقت وارو - مرجات وارو. (ويشنوئن ۾) ڪاڏي ھيٺي جي رسمن جو سختيءَ سان پابند. (ڳاجرا).

● مَرُجادِ: ٿ. (سن. مَرُيادا). مرجات - مرجاتا - مرجادا.

= مَرُجادا: ٿ. مرجات - مرجاتا - مَرُجادِ.

= مَرُجادَڪُ ٿ مَرُجادِڪَ: ذ. صفت. مرجات وارو - مرجاتي. نيھٺو - حيا وارو.

= مَرُجادَ وارو ٿ مَرُجادِ وارا: ذ. صفت. مرجات وارو - مرجاتي - مرجادَڪُ.

● مَرُجانَ ٿ مَرُجانَ: ذ. (ع). پٿر جو ھڪ قسم (ڳاڙھاڻ تي مائل) - حجرالبحر - ڪِنُوئي. سمنڊ سان لڳل ڳاڙھي مٽيءَ جھڙي سخت شيءِ (جا ڪن جيتن جو ڳڪل ڪوپو ھوندي آھي). (ڳاجرا).

● مِرِچُ ٿ مِرِچِ، مِرُچُون: ذ. ٿ. (سن. مَرِچ = مِرِچ). مصالحي جو ھڪ قسم - مصالحي طور ڪم ايندڙ ھڪ ٻوٽي جو ڦل - مِري. (ساوا مرچ، ڳاڙھا مرچ، ڪارا مرچ).

= مِرُچائِي ٿ مِرُچائِي: ذ. صفت. مرچن وارو - مسالو - ڪَوڙو - تيکو - ڪَڙو. مصالحي دار.

= مِرُچِڙِي ٿ مِرُچِڙِيُون: ٿ. ننڍو مرچ. (ڳاجرا).

= مِرِچَ لَڳَڻُ: مرچن کائڻ سان ڪوڙاڻ جو اثر ٿيڻ - ڪڙائڻ - ٻوسرڻ - چيھڻ - سَڙڻ - جَلڻ - ڪُونجائجڻ - پوسرات ڪرڻ - تيز لڳڻ. مٿيان لڳڻ - ڪاوڙ لڳڻ - دل ۾ ڪرڻ - ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - غصو لڳڻ - خار لڳڻ. ٻوسَر ٿيڻ - پوسرائڻ. بغض لڳڻ - حَسد وٺڻ - ضِد ڪرڻ - تيسو ڪرڻ.

= مِرِچَ مَصالِحُ ڳَنڍَڻُ: ڪاڏي ڪي سَوادي ڪرڻ - طعام کي لذيذ ڪرڻ - سلوڻو ڪرڻ. ڪوڙ سچ ملائي ڳالھ ۾ وڌاءُ ڪرڻ - آناءُ ڪرڻ - وڌائي ڳالھ ڪرڻ - اِينگھ ڪرڻ - ڊيگھ ڪرڻ - اُھنار ڪرڻ.

= مِرُچِي ٿ مِرُچِيِي: ذ. صفت. مرچن وارو - مرچائي - مرچن ڀيل.

● مِرُچِڙو ٿ مِرُچِڙا (ت): ذ. صفت. ٺڳ - دغاباز - فريبي - دولابي - ڪُٺيو - ٺڳيءَ خور - دغا خور.

● مِرِچِڙِي ٿ مِرِچِڙِيُون: ٿ. ھٽ جي وچين ۾ ڏسڻ آگر سان ڳڍي ھنيل ھلڪو ڌڪ - چُھيٽ - ٺوڪر.

● مَرُچَنگُ ٿ مَرُچَنگَ: ذ. وات سان وڄائڻ جو چنگ. (ڳاجرا).

● مَرُچو ٿ مَرُچا: ذ. صفت. ڪَٽُ - زنگُ - موريائڻ - زنگار - ڪٽُ. آتساھ - جوش - سرگرمي - سِڪَ - شوق - چاھ - چاتي. خواھش - اِڇا - منشا - ڪامنا - دِل - رُچي - چاھ.

● مَرُچُوٽُ ٿ مَرُچُوٽَ: ذ. صفت. شُومُ - ڪنجُوس - چيچي مار - مُوذي - ڪِرِپڻ - ڪُڌ رچ - مَکي چُوس - چمچوس - بخيل - سوسو - ڏوسو - چمچوس - سوسائتو - مرچوس - مرچوھ. (ت).

= مَرُچُوٽائو ٿ مَرُچُوٽائا: ذ. صفت. شومياٺو - ڪنجوساٺو.

= مَرُچُوٽائِي ٿ مَرُچُوٽائِيُون: ٿ. شومائي - ڪنجُوسائي - بخيلائي - چمچُوسي - سوسُ - ڪسيائي - تيرُ ڏِڪلو.

● مَرُچُوسُ ٿ مَرُچُوسَ (ت): ذ. صفت. مرچُوٽُ.

● مَرُچُوھُ ٿ مَرُچُوھ (ت): ذ. صفت. مرچوٽ - مرچوس.

● مِرِچُ ٿ مِرِچَ (ل): ذ. صفت. جھيڙاڪ - ڪاوڙيل - غُصي وارو - ناراض - چيڙاڪ.

● مَرُحُ: ٿ. (ع). خوشبوءِدار دوا جو ھڪ قسم. (ڳاجرا).

● مَرُحَبا ٿ مَرُحَبائُون: ٿ. (ع. رَحَبَ) شاباس - آفرين - جَسُ - تحسين. ڀليڪار - جيڪار - آدَرُ - آدريائُ - آدرسڪار - سواگت. خاطري - خدمت - خاطرداري - سنمانُ - تَھل - چاڪري - تواضع. (حرف ندا) آفرين! - جَسُ! - واہ واہ! -

شاباس! - چا چڱي! - سبحان الله!. ڀلي ڪري آيا - جيءُ ڪري آيا - خوش آمديد.

- مَرُحَبا ڪَرَڻُ: آدر ڀاءُ ڪرڻ. نيچ چوَڻُ - خوش آمديد ڪرڻ - ڀليڪار چوَڻُ. واهه واهه ڪرڻ - شاباش چوڻ - آفرين ڏيڻ - جَسُ ڏيڻ.

● مَرُحَلو ج مَرُحَلا: ذ. (ع. مَرُحله < رَحَل = روانو ٿيو) منزل جي جاءِ - ڪُوچ جي جاءِ - ڏاڀو - ٽِڪاڻو - منزل - منزل گاهه. سفر - مسافري. ڪُوچ - روانگي. هڪ ڏينهن جو سفر. درجو - مرتبو - عهدو - پدوي. (آصفيه).

- مَرُحَلو طَيُ ڪَرَڻُ: منزل پوري ڪرڻ - مسافري ختم ڪرڻ. ڏاڀو ڪرڻ - منزل گاهه ڪرڻ. معاملو ختم ڪرڻ - ڪم پورو ڪرڻ. (آصفيه).

● مَرُحَمَتُ: ث. (ع. رَحَم) رَحَم - قياس - دَيا - ٻاجهه. مهرباني - ڪرپا - ڀلائي. نوازش - عنايت. احسان - ٿورو - لائق. اِڇپو - وڙ. (آصفيه).

- مَرُحَمَتُ ڪَرَڻُ: عطا فرمائڻ - عنايت ڪرڻ - بخشڻ - ڏيڻ. (آصفيه).

● مَرُحُومُ ج مَرُحُومَ: ذ. صفت. (ع. رحم) رحمت ٿيل - رحمت ڪيل - ٻاجهه ڪيل - بخشيل - مغفور - رحم ڪيل - رحمتي - نوازيل. مري ويل - فوتي - گذريل - مُئل - وفات ٿيل - وفاتي. جنتي - سرڳباشي - سرڳواسي.

● مَرُدُ ج مَرُدَ: ذ. (ف). نَرُ (ماڻهو) - نرينو - مذڪر - نروتو. (ماديءَ جو ضد). ماڻهو - آدمي - آدمزات - انسان - بَشَرُ - آدم زاد - پرش - شخص - مَنُشُ - مانس. گهر وارو - مڙس - خاوند - شوهر - ڀتار - پتي - سُوامي - وَرُ. ڪوبه (ڏاريو) ماڻهو - مڙسالو. (ذ. صفت). پهلوان - شجاع - بهادر - سورهيه - وِيرُ.

- مَرُدا مَرُدِيُ ج مَرُدا مَرُدِيُونُ: ث. زبردستي - زوري - ڏاڍائي. (گاجرا).

- مَرُدانِگِيُ ج مَرُدانِگِيُونُ: ث. مڙسي - مردي - مرداني - جوانمردي. بهادري - دليري - سورهيائي - شُجاعت - جُرئت - ساهسُ - سَتيا - ڦلڪ - سگهه - قُوت - آسترڪي - شهزوري.

- مَرُدانو ج مَرُدانا: ذ. صفت. مرد جو - مرد وارو. مڙسيءَ جو - مڙسيءَ وارو. همٿ ڀريو - ڇاتيءَ وارو - جُرئت وارو - بهادر - بانڪو - دلير. مضبوط - ڄاڏو - جبرو - ٻليار - ٻلي - ٻريٽلُ - ڪَراڙو - ڪَڙاڪيڙي - سَگهو - سَترو - سگهارو - سگهاڻو - سَپَترُ - زوراڻو - زور ڀريو - سَگهتو - قُوتي - سَگهتي - سَتاڻو - قرارو - توانو - سَتاڻو - ٻلوانُ. تندرست - چڱو ڀلو - نِرويو - جوپُ - نِمرو - چاق چڱو ڀلو - خوش باش - جوڙُ. (ث. مَرُدانِي ج مَرُدانِيُونُ).

- مَرُداڻو ج مَرُداڻا: ذ. صفت. معنيٰ ڏسو "مَرُدانو". (ث. مَرُداڻِي ج مَرُداڻِيُونُ).

- مَرُدانِيُ زالَ ج مَرُدانِيُونُ زالُونُ: ث. دلير عورت - همٿ واري زال. آڙدا ڀيڪني.

- مَرُدِڪو ج مَرُدِڪا: ذ. صفت. مرد جو - ماڻهوءَ جو - ماڻهوءَ جهڙو.

- مَرُدُ ماڻهُو: ذ. صفت. مڙس ماڻهو - نَرُ - نَروتو - مُذڪر - ڪوبه آدمي - ماڻهو - انسان ذات - آدم ذات - آدمزادُ - بَشر - شخص.

- مَرُدِ مَيُدانُ: ذ. صفت. ميدان جو مرد - لڙائيءَ جي ميدان ۾ مقابلو ڪندڙ - جنگي جوڌو. جوان مرد - دلاور - دلير - بهادر.

- مَرُدِيُ: ث. مُڙسي - مردانگي - مردانيت - همٿ - بهادري - سورهيائي - دليري - سورمائي. انسانيت - ماڻهپو - شرافت. قُوت باهه جي طاقت - مڙسي - شهوت. ماده توليد - ڌات.

● مُرُدارُ ج مُرُدارَ: ذ. صفت. (ف. مُردار = پنهنجي موت مُئل) پنهنجي موت مُئل - مُئو - مُرده. مري ويل - (ڪو حلال) جانور (جنهن کي تڪبير نه پئي هجي). مري ويل جانور - ڍُونڍُ. اهو ترُ - ناپاڪ - پليت - ناجائز - نِجس - ارهندو - ناروا - غير شرعي - ناحقي - حَرام - ڀرشٽ - ڌرم دُوشي - غيرمُباح. گندي ڦٽ مان ڪڍيل مانس. (گاجرا). سُست - ڪانٺ - آرسي - ٽوٽي - سَليو ساٽُ - ڍاڪڻ ڍلو - ڪاهلُ - عاري - ڪم ڪوس - شُومتي - ڪم چور - نِڪارُ - ڍِلو -

بيڪار - ڪِرِمُ. بَدبخت - نِيا ڳو - نامراد - نِڌ ورو - نڪرو - نيا ڳو - ڪم بخت - مُنُو - نِندڪ - ويَل - چَنڊو. ڪَميڻو - بي شرم - بي حيا - نالائق.

= مَرُدارُ خورُ ع مَرُدارَ خورَ: ذ. صفت. مردار کائيندڙ - حَرامخور.

= مَرُدارُ مارُ: ذ. صفت. مُردار خور.

= مَرُدارِيُ: ث. پنهنجي موت مئل جانور جي ڪَل (جنهن جو چمڙو مٿو نٿو ٿئي). (ڀيشر وران ٢). (صفت). پَليت - ناپاڪ - حَرام - نِجس - پَرشت - اپوتَرُ.

● مَرُدا سِنڱهُ: ذ. دوائن جي ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم - مُڙداسنڱ.

● مَرُدِ رَوانُ: ذ. پَلويڙو - اولو - ڀيڙ پَنو - ڪمرڪوٽ - پُشت - پَناهه - پُشتي - پُستي - جهَلو.

● مَرُدُمُ: ذ. (ف). عام ماڻهو - مرد - آدمي - منش - انسان. مهذب ماڻهو. (مرد مڪ جو مخفف) اک جي ماڻڪي - پُتلي.

= مَرُدُمُ آزارُ: ذ. صفت. ماڻهن کي آزاريندڙ. ستائيندڙ - چيچلائيندڙ - پيڙيندڙ. ظالم - قهار - ستمگر - ستمي.

= مَرُدُمُ آزارِيُ: ث. عوام تي ظلم - غريبان مار - الرَتُ - انڌير - ظلم.

= مَرُدُمُ ڪُشا: ذ. صفت. ماڻهو ماريندڙ - خوني - هچارو - وٺاهيو - گهاتي - قاتل.

= مَرُدُمُ ڪُشيُ: ث. خون - هچا - هتيا - وٺاهه - قتل - گهات - ڪوسُ.

= مَرُدَميُ: ث. مردي.

● مَرُدَنُ ع مَرُدَنَ: ذ. سِجلائي - سُٺائي - صفائي - پوشيدائي - سپوَنچُ - سجاوَتَ - شَهُوتُ. اڇائي - آجرائي - آجلائي - پاڪائي.

● مِرُدنڱُ ع مِرُدَنڱَ: ذ. ساز جو هڪ قسم - پکواز - مِردنگ.

● مُرُدو ع مُرُدا: ذ. (ف. مُرُده = مئل) مئل ماڻهو - لاشُ - لاشو - مُڙدو - مڙهه - مَيتُ - مَيِتُ - لوٿُ. مُردار گوشت - حرام گوشت - ڍونڍ.

= مُرُدَنُ جو مالُ: ذ. مري ويلن جي ملڪيت. مُفت جو مال - سستو سؤدو.

● مَرُدُودُ ع مَرُدُودَ: ذ. صفت. (ع. رَدّ = هن منسوخ ڪيو) رَدُ ڪيل. نيڪالي ڏنل - ڪڍي ڇڏيل - خارج. الڳ ڪيل - ٻاهر رکيل. نامنظور ڪيل - رَدُ ڏنل. رَدِي - ناقبول - موٽايل - واپس ڪيل. لوڌيل - ڌِڪاريل. بي عزت - ذليل.

● مَرُدُوڪُ ع مَرُدُوڪَ (ت): ذ. صفت. ڪنجُوس - شُوم - ٻَڪو - مَرچُوٺ - مرچُوسُ - بخيل. سخت طبع - ڪنور. ظالم - قهار - ستمگر. لُچ - بد معاش. رولو - لوفر.

● مَرُدوئيُ: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو. (ت - بلوچستان).

● مِرُدَنڱُ ع مِرُدَنڱَ، مِرُدَنڱونُ: ذ. ث. (سن. مردنگ = پکواز) ساز جو هڪ قسم - دُهل جو هڪ ننڍو قسم - ڍونڪ - پکوازُ - پکوازُ.

● مِرُڙِڪوُ ع مِرُڙِڪا (ت): ذ. موڙو - وَرُ - ٻُچڪو. (راهه).

● مُرُڙو ع مُرُڙا (ک): ذ. خيال - ويچار - اونو - ڳڻتي - آڌڪو - آلڪو - انديشو - فڪر. ڊپ - خوف - ڀؤ.

"فلاڻي کي مُرڙو ئي ڪونهي" (ن - ب).

= مُرُڙو موُڙَڻُ: آڌڪو ڪرڻ - آلڪو ڪرڻ - اونو ڪرڻ - انديشو ڪرڻ - فڪر ڪرڻ - اوسيڙو ڪرڻ. "سو محمد ميهي سانهه جيئن، جو مُرڙو نه موڙي". (ن - ب).

● مِرُزا ع مِر زا: ذ. صفت. (ف. مِير = سردار + زا = زاده جو مخفف = پُٽ) امير زادو - سردار زادو - شهزادو - صاحبزادو - ڪنورَ - راجڪمار - ڪُمار. (ذ). مغلن جو هڪ لقب.

● مِرُزانُ پُور: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين، تعلقي بدين ۽ تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِرزانپُور جا ڳيرِ: اسم خاص. تعلقي وارهه ۽ تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرزائيءَ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● ميرزا واهڻ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرزائي: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرزو ۽ ميرزا (ل): ذ. ڳيهه جو هڪ قسم.

● مير زهڻ لغاري: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُرس ۽ مُرسَ: ذ. (س. پُرشَ = مڙس). نَر - نروتو - مذڪر. ماڻهو - آدمي - آدم ذات - انسان - بشر. مرد - پُرش. ڄڻو - شخص. پتار - مڙس - شوهر - وَرُ.

= مُرسٽڙو ۽ مُرسٽڙو: ذ. مُرس - مڙس.

= مُرسائو ۽ مُرسائا: ذ. صفت. مڙس جو - مرد جو - مڙسائو. مڙسيءَ جو - مڙسيءَ وارو. مردانو - جانٺو - بهادر - طاقتمند. (ث. مرسائي ۽ مرسائيون).

= مُرسائي ۽ مُرسائيون: ث. مڙسي - مردي.

= مُرسپائي ۽ مُرسپائيون: ث. مڙسي - مردي. انسانيت. طاقت - جوانمردي - همٿ - دليري - بهادري.

= مُرسپڻ: ذ. مڙسي - مڙسپائي - مردي.

= مُرسپڻو ۽ مُرسپڻا: ذ. مرسائي - مرسپائي - مڙسي.

= مُرسي ۽ مُرسيون: ث. سورمتا - بهادري - مڙسي - مردانگي - همٿ - جوانمردي - دليري - طاقت - ٻَل - ويرتا - همت. جواني - جوڀن. قوت باهه - مردي.

= مُرسيتي ۽ مُرسيتيون: ث. صفت. مڙس واري - پتار واري - پرڻيل - شادي ڪيل - سهاڳڻ - وَر واري - وَر يتي.

● مُرسَل ۽ مُرسَل: ذ. صفت. (ع. ارسَلَ = هن موڪليو). ارسال ڪيل - موڪليل. رسول - پيغمبر - نبي. اهو نبي جنهن تي خدا جي طرفان ڪتاب لٿو هجي.

= مُرسلو ۽ مُرسلا: ذ. (اصل لفظ مُرسَله). خط - چٺي. (ڳاجرا).

● مُرشِد ۽ مُرشِدَ: ذ. صفت. (ع. رَشَدَ = هن هدايت ڪئي) هدايت ڪندڙ - هادي. چڱي وات ڏيکاريندڙ. الله جو رستو ڏيکاريندڙ - ڏَرمي رهبر - مرشد - پيروهيت - گرو. رهنمائي ڪندڙ. استاد - چالاڪ - هوشيار. (آصفيه).

= مُرشِدي: ث. ديني هدايت - مرشد جو ڪم - رهنمائي.

● مُرصَّع: صفت. (ع. رَصَعَ = جڙيل) هيرن جواهرن سان جڙيل - جڙادار - جڙت ڪيل.

● مَرَض ۽ مَرَضَ: ذ. (ع. مَرَض = بيماري) بيماري - ڏُوار - اَڳهائي - روڳ - ناچڱائي - لڱائي - ڏوجهُ - ڏُجهندو - ڪِنمرائي - آزار - بي مزائي - ناچاقي - ناچاقائي - پيڙا - عذاب - ڪشٽ - درد - تڪليف - علالت. (صفت). ڳتم - ڍلو - سست - ڪاهل - آرسي - ٽوٽي - ڍرو.

= مَرَضي ۽ مَرَضي: ذ. صفت. بيمار - مريض - روڳي - مرضيل. (ڳاجرا).

= مَرَضيل ۽ مَرَضيلَ: ذ. صفت. مرض ورتل - روڳي - بيمار - ڏُکيو - ڏُکاري. جيءَ جڏو - ڏُجهارو - ناچڱو - اکهو - سڪالو - بيمزي - بي خوش - ناخوش. مرض پيدا ڪندڙ. صحت بگاڙ - نا گوار - ٻُڇان جهڙو - ناموافق.

● مَرضي ۽ مَرضيون: ث. (ع. رَضي = هُو مهربان هو). خواهش - اِرادو - آرزو - اِڇا - خوشي - سَڌ - آشا - تمنا - مراد. پسند - پسندي - پسندگي - چاهه. قبوليت - سَمِتا - منظوري - رضا - رضامندو - اختيار. اجازت - پروانگي - موڪل. (آصفيه).

= مَرضيءَ تي نچائڻ: پنهنجي مرضيءَ تي هلائڻ.

= مَرضي رکڻ: ڪنهن جي خوشيءَ سبب چيو قبول ڪرڻ - دل رکڻ - دل وٺڻ.

= مَرضيءَ سان: ظرف. رضا خوشي - خواهش موجب - مرضيءَ موجب. پاڻ مرادو - از خود. قصدا.

= مَرضيءَ موجب: ظرف. خاطر خواهه - پسنديءَ موجب - وڻڻ جهڙو - دل تي.

● مَرۡطُوبُ: صفت. (ع. رَطَبَ = پُسِيو) پُسيل - تَرُ - پِڳَل - آلو. رطوبت واري (شيءِ). ٿُلهو - موٽو - ٿوڦانگ.

● مَرۡعُوبُ: صفت. (ع. رعب = رَعبُ هيٺ آيو) رعب هيٺ آيل - ڊِنل - خوفزده. حشمت ۾ آيل - هيسيل.

● مرۡغُ: ذ. (ع). ساوو گاهه.

- مَرۡغزارُ ۽ مَرۡغِزارَ: ذ. نرم گاهه جي جاءِ - سبزه زار - ساوَڪ.

● مُرۡغُ ۽ مُرۡغَ: ذ. (ف). پکي - پَرند و - پَرندُ - پکيڙو - طير - پنڇي - پَکشي. آڏامندڙ ماهوارو - اُڏَندُ. (ڪارو). ڪُڪڙ - مُرغو - خرُوس. (آصفيه).

- مُرۡغِ آبِي: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - ڪَرڙو پکي - چِيڪلو - چِيڪلو پکي.

- مُرۡغُ سَحَرُ: ذ. ڪُڪڙ - مُرغو - مُرغ. بلبل - بُلبُل.

- مُرۡغِ سُليمانُ: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - هُدهُد - ڪاٺ ڪُٽو.

- مُرۡغِ صُبحُ: ذ. مرغ سحر.

- مُرۡغِي ۽ مُرۡغِيُون: ث. ڪُڪُڙِ - ڪُڪڙي.

● مُرۡغابِي ۽ مُرۡغابِيُون: ث. (ف. مُرغ + آبِي = پاڻيءَ جو پکي) پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم - بَدڪ جو هڪ قسم - آڙي.

● مَرۡغُوبُ: صفت. (ع. رَغَبَ = رَغبت ڪئي) رغبت ڪيل - دل لُڀائيندڙ - مَن کي وڻندڙ - دل پسند - پسنديده - وڻندڙ - دلچسپ - دلبر - دلرُبا - دلڪش - دلفريب - سُهائيندڙ - پيارو - هردل عزيز - خوبصورت - سُهڻو - سُندر. مزيدار - لذيذ - سَلوڻو. (آصفيه).

● مَرۡغُولُ ۽ مَرۡغُولَ: ذ. صفت. (ع). گهنڊيدار وارن وارو. پيچ و تاب وارو - وَر وڪڙ وارو. (ذ). وَر وَڪڙ ڪائيندڙ تنب. ٻن ٽنين جي وچ ۾ ڪنگرن واري ڪمان. مٺو آواز - راڳ جي آلاپ جو هڪ قسم (جنهن ۾ لفظ گڏجي ويندا آهن). (ڪاجرا).

● مَرۡقَدُ: ذ. (ع. رَقَدَ = سمهڻ جي جاءِ) آرام گاهه - خواب گاهه. قَبَر - تُربت - مَزار - گورَ. (آصفيه).

● مُرَقَّعُ: ذ. (ع). تصويرن جو ڪتاب - آلبم. (آصفيه).

● مُرۡقَوُ ۽ مُرۡقا: ذ. (ع. مُرۡقَعُ) عورتن جو ڍڪ يا پردو - گهونگهٽ - بُرقعو - نِقاب. ڍَڪُ - پردو - پوشُ - پڙدو.

● مَرۡڪَ ۽ مَرۡڪُونُ (ڪ): ث. پيڙيءَ جو هڪ عضوو - سِڙهه کي اڌ مان (واءُ جي جهل لاءِ) جهلي بيهندڙ رَسو.

● مَرۡڪُ: ظرف. لائق - واجب - مناسب - نهندڙ - جُڳاءِ - سُهائيندڙ - نيبائيندڙ - پوندڙ (سنهن تي) - شايانُ.

● مِرۡڪَ: ث. گِرهه - نِوالو - گِرِهي - لُقمو. ڍُڪُ - مُرڪِي - ڪِيت - لُڙڪي.

"مِهاران مِرڪَ، پِيتائين پِريم جي"
(شاهه - سهڻي).

لَنپَ - ٻُڪ. (ڪاجرا).

● مِرۡڪائِڻُ: مصدر. آهستہ آهستہ وات هلائڻ - ڳُجهي طرح ڪائڻ وانگي چَپَ چورڻ - چاپاڙيڻ - مِرمِر ڪرڻ - پَيِيون هلائڻ. (زبان کي) چورڻ - ڦيرائڻ. (مِرڪائيو - مِرڪائيندو - مِرڪائيندلُ).

● مُرَڪَّبُ: ذ. صفت. (ع. رَڪَبَ = گڏ ڪيو) ترڪيب ڏنل. گڏيل - مليل - رَليلُ - آميزش ٿيل - ملاوت ڪيل - گڏ ڪيل سانڍڙ - گڏيل سڏيل - مَخلُوطُ - آميخته. گهڻين شين کي ملائي ٺاهيل. (ذ). اهو جملو جنهن ۾ ٻہ يا زياده مُفرد جملا هجن. (علم نحو).

- مُرَڪَّبُ غَيۡرُ مُفِيدُ: ذ. اهڙا ٻہ گڏيل لفظ يا مُرڪب جملا جن مان پوري جملي جي معنيٰ نہ نڪري سگهي.

- مُرَڪَّبُ مُفِيدُ: ذ. اهڙن لفظن جو مجموعو يا ڪلام جنهن جي صفا معنيٰ نہ نڪري سگهي.

▬ مُرَڪَبُ مُفِيدُ: ذ. اهو لفظن جو مجموعو يا ڪلام جنهن جي معنيٰ صاف نڪري سگهي.

● مَرڪَزُ ۽ مَرڪَزَ: ذ. (ع. رَڪَزَ = هُوَ ڪُپي ويو). گول جو وچ – گول جي وچ وارو ٽپڪو. وچ – وسط – سينٽر. ڪيلي يا دري (جنهن جي چوڌاري ڪا شيءِ ڦري). مدار. ڪنهن (ٺوس) گول شيءِ جو وچ. ڪنهن شيءِ جي منجهان منجهه. – وچان وچ. ڪنهن اداري جي مکيه آفيس وارو هنڌ. صدر مقام – دارالسلطنت. بيهڻ جي جاءِ – مقام – جاءِ سڪونت – جاءِ قرار. بحث جو مکيه نڪتو. "گاف ۽ ڪ" اکرن جو مٿيون ليڪو. (ڳاجرا).

▬ مَرڪَزِ ثِقَلُ: ذ. وزن جو وچ. ڌرتيءَ جي وچ وارو اهو خيالي نقطو، جنهن ڏانهن سڀ شيون ڇڪجن ٿيون. (ڳاجرا).

▬ مَرڪَزُ قائِمُ ڪَرَڻُ: گول جو وچ ڳولي لهڻ. ڪنهن اداره جي بنياد تي آفيس قائم ڪرڻ.

▬ مَرڪَزِيُ ۽ مَرڪَزِي: ذ. صفت. وچ وارو – وچون – وسطي. بنيادي.

● مَرڪَڻُ: مصدر. پڌڻ – ٻٽاڪ هڻڻ – ڏاڙ هڻڻ – دم هڻڻ – لاف هڻڻ. ڦونڊ ۾ پرجي ڳالهه ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ – فخر ڪرڻ. ڪلڻ – خوش ٿيڻ. ڪڇيون هڻڻ – بغل ٺوڪڻ. (مرڪيو – مرڪند و – مرڪيل).

▬ مَرَڪُ ۽ مَرَڪَ: اسم. ٻٽاڪ – لاف – ڏاڙ. آيمان – ٽانءِ – گهمنڊ – شيخي – مغروري – دماغ – وڏنءُ – هُوءِ – دم – إغماض – غرور – فخر. خود ثنا. ناز – لاڏ – ماڻو – آنڪل – آرو – نخرو – چاڳلائي.

● مَرڪَڻُ ۽ مَرڪَڻَ: ذ. صفت. اهو جنهن کي ٻيا پڌائن – جانب – لڏڻ – دلدار.

▬ مَرڪائِڻُ: مصدر. پڌائڻ. عزت رکڻ (ٻئي جي). منهن مٿي ڪرڻ. مشهور ڪرڻ – ملهائڻ – نالوڪيڻ – نيڪي ڪيائڻ – ناماچار ڪيڻ. (مرڪائيو – مرڪائيند و – مرڪائيل).

▬ مَرڪَڻُ ۽ مَرڪَڻَ: ذ. صفت. لباڙي – ڏاڙي – ٻٽاڪي. پاڻ پڌائيندڙ – مرڪڻو.

▬ مَرڪَڻو ۽ مَرڪَڻا: ذ. صفت. پڌندڙ – ٻٽاڪ هڻندڙ – دم هڻندڙ. ڦونڊ ۾ پرجي ويندڙ – ٽانءِ رکندڙ.

● مُرڪَڻُ: مصدر. (سن. سُمَيتَ = اچرج + ڪر(ي) = ڪرڻ). چپن ۾ کلڻ – مشڪڻ – ٻاٻوهڻ. ٿورو کلڻ. سج جو ڪني ڪيڻ. (ڳاجرا). لهڻ – آلهڻ – لهي وڃڻ (سج جو). (مرڪيو – مرڪند و – مرڪيل).

▬ مُرڪَ: ث. ٻاٻوهه – مشڪ. خوشي. راڳ ڳائڻ ۾ آواز کي ڏنل لوڏو – لهرو.

▬ مُرڪائِڻُ: مصدر. مشڪائڻ – کلائڻ – هسائڻ. (مرڪائيو – مرڪائيند و – مرڪائيل).

▬ مُرڪَ ماڻَڻُ: خوشي ماڻڻ – مزو ماڻڻ.

▬ مُرڪيڻو ۽ مُرڪيڻا ذ. صفت. مشڪندڙ – مشڪڻو – ٻاٻوهي. کلمک – کل منهون – کلڻو – کلندڙ.

● مَرڪُوزُ: ذ. صفت. (ع. رَڪَزَ = پورو). هڪ جڳهه تي کتل.

● مِرڪِيُ ۽ مِرڪِيُونُ (ل): ث. متڪڙي. سنهون ٽنگ.

● مُرڪِيُ ۽ مُرڪِيُونُ: ث. ڳهه جو هڪ قسم – ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور – دُرٻِچُو – والي – مرڪي – ڪينوتي – ڪنوتي – ڪيوتي. مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪ) (ٻئي ڪاري، پيٽ اڇو، ڏيگهه هڪ ڪان سوا فوٽ ٿائين).

● مَرگانُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَرگان جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَرڪَپُورُ: اسم خاص. تعلقي داد وءِ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَرڪَنڊُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر اتر سرحد سنڌ ۾).

● مَرڪَنڊُ: اسم خاص. تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَرَگَ (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم. (نسب).

● مَرُڳُ ۽ مَرَڳَ: ذ. (ف). موت ـ ڪال ـ قَضا ـ آجل ـ مَرتيو ـ قَضيو ـ رحلت ـ مَرٹو ـ وصال لاڏاڻو ـ چالاڻو ـ وفات ـ شهادت.

● مِرُڳُ ۽ مِرُڳَ: ذ. (سن. مر (ي) + گهه = مِرگهه ـ هَرڻ.

▬ مِرُڳَ تِرُشِنا: ث. رُج ـ مارو ٿَل ـ مِرگهه تِرشنا.

▬ مِرُڳَ چالاَ: ث. هرڻ جي ڪل.

▬ مِرُڳَ لوچني: ث. صفت. سهڻي ـ هرڻ جي اکين واري. (گاجرا).

▬ مِرڳَ نتاپُ: ذ. هرڻ جو دن ـ اها ڏوڏي جا هرڻ جي دن مان نڪرندي آهي جنهن ۾ ڪستوري ٿيندي آهي. (گاجرا).

▬ مِرُڳَ نتيني: ث. صفت. (سن. مر(ي) + نئن = اک). هرڻ جي اکين (جهڙي) واري ـ حسين ـ خوبصورت ـ سهڻي.

● مُرڪارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر ڪراچيءَ ۾).

● مِرُڪَل (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مِرُڪِي ۽ مِرُڪِيُون: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم ـ مِرُڪِهي.

▬ مِرڪِيل ۽ مِرڪِيل: ذ. صفت. مرکهي وارو ـ مِرکهيل. بيمار ـ اکهو ـ مريض ـ روڳي ـ ناچگو ـ لڳو ـ سُڪالو ـ جيءَ جڏو. آرِسي ـ سست ـ آرسائتو ـ ڪانٽُ ـ وسائل ـ توتي ـ ڍرڪو ـ ڳم ـ ڪاهل. هيٺو ـ ضعيف ـ لاغر ـ نِستو ـ هڏ هيٺو ـ دُربل ـ آلپ بل ـ ڪمزور ـ آپرو.

● مُرُڳو (ل ـ ڪ): ظرف. مورهين ـ مڙيئي ـ آصل ـ بنهه ـ ماگهين ـ هني مور ـ ڪڏهن به ـ هڏهين.

● مِرُگهه ۽ مِرُگهه: ذ. (سن. مِر(ي) + گهه = هَرڻ). جانور جو هڪ قسم ـ مِرگ ـ هرڻ ـ آهو ـ روجهه ـ هَر (ڪ) ـ چڪارو ـ چيڪارو (ل ـ ٿ). (آصفيه). ڪُرنگ. جيت جو هڪ قسم (وڏي تِيڏَ يا مڪڙ جيڏو، رنگ سائو، اڪثر پٽيءَ جي ڪنارن تي رهي، زَهري). سرطان ـ برطان ـ چراڙو. چنڊرائو. (ن ـ ب).

▬ مِرُگهه تِرشِنا: ث. رڻ ۾ گرميءَ ۽ تپش سبب ڪوڙو پاڻيءَ جو ڏيکاءُ ـ رج ـ سُراب ـ ڪورڪبي نئن ـ مارو ٿل ـ مِرگ ترشن.

▬ مِرُگهه چالا ۽ مِرُگهه چالائُون: ث. هَرڻ جي ڪَل ـ مِرگ چالا.

▬ مِرُگهه ناپُ ۽ مِرُگهه ناپَ: ذ. هرڻ جو دن. مُشڪ جي ڳوٿري.

▬ مِرُگهه نتيني: ث. صفت. هرڻ جي اکين (جهڙي) واري ـ آهوچشم ـ مِرگهه لوچني. حسين ـ سهڻي ـ خوبصورت.

● مَرُگهٽُ ۽ مِرِگهٽَ: ذ. (سن). مري ويل (هندوءَ ڪي) ساڙڻ جي جاءِ ـ مساڻ ـ شمشان.

● مِرگهه شِرُ: ذ. هڪ بُرج جو نالو. ٽيڙو.

● مِرگهِي ۽ مِرُگهِيُون: ث. (سن. مِرڪِي = مِرگهِي). بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ماڻهو بيهوش ٿي ويندو آهي ۽ هٿ پير ڏنگا ڦڏا ٿي ويندا اٿس ۽ منهن مان گجي اچي ويندي اٿس). مِرگهي ـ مِرڪي ـ صرع.

▬ مِرُگهِي اچڻُ: بيهوشيءَ جو غلبو ٿيڻ. جُنون آچڻ ـ جوش اچڻ.

▬ مِرُگهِيل ۽ مِرُگهِيل: ذ. صفت. مرکيل ـ مرگهيءَ وارو.

● مُرلِي ۽ مُرلِيُون: ث. (سن. مُرَل > مُرلِي = مُرلِي). وات سان وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم ـ (جيئن بانسري ـ بين ـ بانسلي ـ ونجلي ـ الغوزه ـ بئنسري). تُنبي، ڪدوءَ ۽ ڪنگور مان ٺاهيل ساز. (سن. مرد = شيوا ڪرڻ). ديو داسي ـ خاص ڪري ڪنڌ دبا جي پوڄارڻ ـ ويشيا جو هڪ قسم. (گاجرا).

▬ مُرُليِڌ رُ: ذ. مرلي وڄائيندڙ (خاص طور ڪرشن جو نالو).

▬ مُرلِي وَڄائِڻُ: ڪنهن کي ريجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ ـ چٽ پَڏڻ ـ رِيبڻ.

▬ مُرلِيُون وَڄائِڻُ: ڪنهن کي ٺڏيون سُيون ڳالهيون ٻڌائي ريجهائڻ ـ خوش ڪرڻ.

● مِرليِٽَ (ل): ث. هڪ قِرُ تان هٽائي ٻئي قِرُ تي ٻهڙيل چوپائي (مينهن، ڍڳي وغيره).

▬ مُرليو ۽ مُرليا: ذ. صفت. مرلي وڄائيندڙ.

● مَرُمُ ۽ مَرَمَ: ذ. (سن. مَرِ م > مرمُمُنُ = ڳجهي معني) ڳجهه - راز - ڀيد - رهسيه. لڪل اوڳڻ. شرم - لڄ - ليهه - حياءُ - حجاب - مُحابو - سنڪوچ - شرمندگي - عارُ - ڦيڪائي - شرميلتا - ساڃهه. نِدامت - پشيماني - افسوس - پڇتاءُ.

▬ مَرم ۾ مَري وَڃڻُ: لڄ ۾ مُسي وڃڻ - ڏاڍو شرمسار ٿيڻ - حياءُ ۾ ٻُڏي وڃڻ - پنهنجي ڪيل ڪم تي گهڻو پڇتائڻ - نِدامت ۾ پرجي وڃڻ.

▬ مرميو ۽ مَرميي: ذ. صفت. حياءُ وارو - شرم وارو - حجاب وارو - سنڪوچي - لڄارو - شرميلو - شرمسار.

● مَرَمَتَ ۽ مَرَمَتُون: ث. (ع). درستي - سُڌارو - اصلاح - ٽٽل ڦٽل شيءِ جي سنوار - ترميم - ڳنڍ ٽوپ - داغد وزي. گوشمالي - جُوتاڪاري - موچڙا ماري.

▬ مَرمَّتَ طَلَبُ: ذ. صفت. ڀڳل - ڀڳل ٽُٽل - مرمت لائق - داغد وزي لائق.

▬ مَرَمَّتَ ڪَرائڻُ: درست ڪرائڻ - ڳنڍ ٽوپو ڪرائڻ - درستي ڪرائڻ - نقص دور ڪرائڻ. (آصفيه).

▬ مَرَمَّتَ ڪَرَڻُ: سنوارڻ - سُڌارڻ - اصلاح ڪرڻ - درست ڪرڻ - نقص دور ڪرڻ. خُوب مارڻ - گوشمالي ڪرڻ - سزا ڏيڻ - موچڙا ڪُٽڻ ڪرڻ. (آصفيه).

● مَرمَرُ: ذ. (ف. مَرمَرَ = چمڪڻ. يوناني: مَرمَرَ = پٿر جو هڪ قسم) پٿر جو هڪ قسم - سفيد ۽ قيمتي پٿر - جيپور ۽ جبل پور جي علائقن جي جبلن مان نڪرندڙ ملائم قيمتي پٿر - سنگ مرمر.

● مُرمُرا: ذ. (سن. مُرمُرڪ) بيسڻ سان ٺهيل چهري شيءِ (سپيوڙن وانگر) مُرمُلا. واريءَ ۾ سوڪ ڀُڳل آيون - ڀُڳل چانور. سگر. (ڳاجرا).

● مَرمَرَ: مصدر. سن. مرمرهه. پرا. مُرمُرڪ) ٻڪڻ - ڙُونڪڻ - جهڪڻ - جڪڻ - جهڪ ڪرڻ - ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - ٻڪواز ڪرڻ - ٻڪواد ڪرڻ - ٻڪوات ڪرڻ - اجايو ڳالهائڻ. وڦلڻ. اجائي دانهن ڪرڻ. چرڙات ڪرڻ - چين چين ڪرڻ ڏند ڙڙڪو ڪرڻ. ٽڪ ٽڪ ڪرڻ. سستيءَ سان ڳالهائڻ - هري هري ڳالهائڻ - مڻ مڻ ڪرڻ - ڀڻ ڀڻ ڪرڻ - ڀُڻڪاٽ ڪرڻ - چپن ۾ ڳالهائڻ. پنهنجي ساراهه ڪرڻ. (مرميو - مرميندو - مرميل).

● مَرَڻُ: ذ. موت - قضا - قضيو - مرتيو - مرگ - لاڏاڻو - چالاڻو - وفات. (آصفيه).

● مَرَڻُ: مصدر. (پرا. مَر ئي. سن. مرڻ، مَرَڻَ = مَرَڻُ) وفات ڪرڻ - رحلت ڪرڻ - رضا ڪرڻ - چالاڻو ڪرڻ - هلاڪ ٿيڻ - لاڏاڻو ڪرڻ - مري وڃڻ - فوت ٿيڻ - پران تيا ڳڻ - جانُ ڏيڻ - ساهه ڇڏڻ - دم نڪرڻ - دم ڏيڻ - گذاري وڃڻ - انتقال ڪرڻ - پساهه ڇڏڻ. تمام گهڻو چاهڻ - بيحد پيار ڪرڻ - ڏاڍو شوق رکڻ - گهڻو گهرڻ. عاشق ٿيڻ - فريفته ٿيڻ - شيدا ٿيڻ (ٻڪ ۾) ڀاهه ٿيڻ. نهايت گهڻي محنت ڪرڻ. جان جوکي ۾ وجهڻ - ڪشٽ ڪاٽڻ - ڏاڪڙا ڏسڻ - تڪليف محسوس ڪرڻ - تنگي محسوس ڪرڻ - جيتجي وڃڻ. (ڳاجرا). ڪوشش ڪرڻ - سعيو ڪرڻ - آدم ڪرڻ. (مئو - مَرندو - مُئل) (سن. مرد = گهٽڻ) (آگرسان) مَلڻ - مٿهڻ - ڳوهڻ - مَلڪو ڏيڻ - سهٽو ڏيڻ (ميت وغيره کي).

▬ مَرڻُ تي: ظرف. مرڻ کي ويجهو - مرڻينگ - مرڻ ڳليءَ - سڪرات ۾ - پوين پساهن ۾ - هَلِ هلان ۾.

▬ مَرَڻُو ۽ مَرَڻا: ذ. موت - قضيو - مرتيو - ڪال - رحلت - وفات - مرڻو - لاڏاڻو - چالاڻو - رضا. گهڻي تڪليف - ڏاڍو مونجهارو. (ڳاجرا). (صفت). فاني - فنا - ميٽڻو - نابود ٿيڻو - نابقا. مرڻ لائق - مرڻ هار. (ڳاجرا).

▬ مَرَڻُ وِهوڳو ۽ مَرَڻُ وِهوڳا (ت): ذ. صفت. مرڻ جي قريب - مرڻ جي ويجهو - سڪرات ۾ - مرڻ تي.

▬ مَرَڻُ وَهيڻو: ذ. صفت. مرڻ تي.

= مَرَڻُ هارُ ﻉ مَرَڻُ هارَ: ذ. صفت. مرڻ جوڳ - مرڻ لائق - مرڻ وارو. (ڪاجرا).

= مَرَڻ هارو ﻉ مَرَڻ هارا: ذ. صفت. ڏسو مرڻ هار.

= مَرُڻينڪُ ﻉ مَرُڻينڪَ: ذ. صفت. مرڻ جي ويجهو - مرندڙ - مرڻ گهڙيءَ - مرڻ تي - سڪرات ۾ - پوين پساهن ۾ - هٿل هٿلان ۾ - قريب المرگ - آخري دم.

= مَرُڻِيُ وَ سٽُو: صفت. مرڻ جهڙي. فاني - فنا - ختم ٿيڻ جهڙي - نابقا - ناپائيدار - بي بقا - بي جتاءُ.

= مَرِيُ رَهَڻُ: سري وڃڻ - جيئرو نه رهڻ - موت اچڻ. ويهي رهڻ - ديد لائڻ. (آصفيہ).

= مَرِيُ جهُري: ظرف. ڪشالي سان - سخت پورهئي سان - تمام تڪليف سان - هٿچي هٿچي - ڪنهي ڪنهي - مَري مَري - جاڪوڙي سان - محنت سان - پتوڙجي - پاپڙا پٽي - مصيبتون سهي - ڏاڪڙڻ سان - جفاڪشي سان.

= مَرِيُ مَرِيُ: ظرف. مَري جهُري.

● مَرِٽِيُ ﻉ مَرِٽِيُون (ت): ث. لالچ - سڌَ - اشتها - هَوس - ڪامنا - چاهُ - رغبت - لاڙو - اشتياق. سيڪت - سزا - جُٺ - گوشمالي.

= مَرِٽِيُ ڏِيَڻُ (ت): سيڪت ڏيڻ - سزا ڏيڻ - جُٺ ڪرڻ.

● مَرُو ﻉ مَرُو: صفت. (س. مَلَ = مَرَ) مَرُ وارو. ڦيٺ ٻيل - ڪوٺو - مٺو - ميلاوتي - ڪاڏڙ - نيرس - نيرسو - ڪسيتلُ (ڏاتو).

= مَرائِيُ ﻉ مَرائِيُون: ث. ميلاوتي ڏاتُو - مٽُ - جوڙو - ڪسُ - غٽيرُ - ڦيٺ.

● مُرُو ﻉ مُرا: ذ. (ٻير جو) ڳٽريو - مُريو. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ڊيگهه ٦-٧ انچ، رنگ اڇو، ٻڪرا چار، پنجون ٻڪرو مٿان).

● مَرُوارِيدَ: ذ. (ف). سپَ مان نڪرندڙ گول داڻو - موتي - گوهر - دُر - لُولُو.

● مَرُوانِيُ ﻉ مَرُوانِيُ: ذ. صفت. مذهب کان ڦريل - ڌرم ڦِيا گي - مُرتدُ - پتتُ.

● مَرَوتَ ﻉ مَرَوتُون: ث. رعايت - سهولت - سهنجائي - آساني. هيٺاهين - نياز - نمرتا - نوڙت - هٺ جوڙ. رعايت - لحاظ - پاسخاطر - پاسخاطري - طرفداري. ڏٺد جي ٻُسن يا ڪنهن شيءِ جي قيمت ۾ رياءُ سان ڪيل لاٽ. تخفيف - ڇڏت. معافي. دَيا - ٻاجهه. مهرباني - ڀلائي - وَڙ - ٿورو - احسان - ڪرپا. آدارتا - سخاوت - درياه دلي - فراخ دلي. لياقت - خُلق - فضيلت - آءُ ڀاءُ - خوش اخلاقي - اخلاق - انسانيت - ڀَل مانسائي - ڀَل ماڻهپي. فياضي. عالي همتي - ڪشاده دلي. (آصفيہ).

= مَرَوتَ ڪَرَڻُ: رعايت ڪرڻ - لحاظ ڪرڻ - ملاحظو ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ - ڇڏ ڇوٽ ڪرڻ - لاٽ ڪرڻ. احسان ڪرڻ - ٻاجهه ڪرڻ - دَيا ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ. (آصفيہ).

= مَرَوتَ وارو: صفت. بااخلاق - لحاظ وارو - ملاحظي وارو - لحاظي. رحمدل - دَيالو - دَيا وارو - ٻاجهارو. (آصفيہ).

● مَرَوتِي ﻉ مُرَوتِي: ذ. صفت. مُرَوت وارو - سخي - مهربان. (ڪاجرا).

● مَروڙِڻُ: مصدر. وَرائڻ - موڙڻ - وَرُ ڏيڻ - پيچ ڏيڻ - وَراڪو ڏيڻ. مروڙو ڏيڻ - مروٽ ڪڍڻ. مروڙڻ. آڪيڙو ڏيڻ - چِڪي ڏيڻ - چِڪڻ - چِپي ڏيڻ - تاڻڻ. ڪسي وٺڻ - ڦُري وٺڻ - جهپي وٺڻ - جهپڻ - زبردستي ڇِنڻ - زوريءَ ڪسڻ. مارڻ - پنوڙڻ - پائمال ڪرڻ. (ڪاجرا). معنيٰ ڦيرائڻ - اُبتو مطلب ڪڍڻ - چِڪي تاڻي مطلب جي اُبتڙ معنيٰ ڪڍڻ. (مَروڙيو - مَروڙيندو - مَروڙيل).

= مَروٽَ ﻉ مَروٽُون: ث. مروڙ - وڪڙ (پيٽ جو) - مروڙو.

= مَروٽَ مَروٽ ﻉ مَروٽُون مَروٽُون: ث. وٽ سٽ - وروڪڙ - موڙ موڙ.

= مَروڙو ﻉ مَروڙا: ذ. وٽُ - ور - پيچ - مروٽ - مروڙ - وڪڙ - وراڪو - آڪيڙو - سهٽ. چِپي -

چِڪي - ڪَش - چِڪ - لانچ - سَٽ - تاڻ. ڦيرو - ولو - ڦيرو سِيرو - گهمرو - گهمتاڙي.

● مُرَوَّجُ: صفت. (ع. ترويج). رائج ڪَرڻ - رواج ڏنل - هلايل - هلندڙ - جاري. رائج الوقت - هلندڙ وقت جو - رواج ۾ آندل - رواجي - ورتمانُ - عام - معمولي - ريتائتو - رسمي - مُستعمل. (آصفيه).

● مَروچَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَروڙُ ۽ مَروڙَ (ت)؛ ذ. آڪڙ - سيٽ - ٽِنبِ - وڏائي.

- مَروڙُ خان؛ ذ. صفت. آڪڙ باز - ٽين ڦون ڪندڙ - وڏائي ڪندڙ - آڪڙ خان - سيٽ باز - ٽِنبِ هڻندڙ - وڏائي خور. (آصفيه).

● مَروڙ ڻُ: مصدر. ورائڻ - موڙڻ - مَروٽڻ - وراڪو ڏيڻ - پيچ ڏيڻ - ور ڏيڻ. آڪيڙو ڏيڻ - ڏنگو ڪرڻ - چِپو ڪرڻ - ڦِڏو ڪرڻ - وٽ ڏيڻ - ڦيرڻ - ڦيرو ڪيڻ. ٻيٽو ڪرڻ. ٻيڻ. ٻنوڙڻ - ٻنوڙي مارڻ. (گاجرا). ڪَسي وٺڻ - ڦُري وٺڻ - ڦُرڻ - جهپو هڻڻ - ڪَسڻ. وهنجڻ مهل وارن کي زور سان مهٽڻ. لُچڻ - ڦٽڪڻ - تڙڦڻ. وٽجڻ سَٽجڻ. (مَروڙيو - مروڙيندو - مَروڙيل).

- مَروڙَ ۽ مَروڙُون؛ ث. وٽ - ور - پيچ - موڙ - ڦير - ڦيرو - مروٽ - مَروٽو (پيٽ ۾) - ڪَڙِ ٻڙ (آندن جي) وٽ سٽ - (پيٽ ۾) گهمرو - مروڙو. پيچش - آنٽي. (ل) - سوري. (آصفيه).

- مَروڙو ۽ مَروڙا؛ ذ. وٽ - ور - پيچ - مروٽو - وڪڙ - وراڪو. آڪيڙو - سَهٽ - مروٽ. موڙ - موڙو - گهمرو - ڦيرو - ولو. مروڙ - ڦَٽڪو - تَرق - لوچ (آندن ۾). ڪِنچاوت - ڇِڪ - چِڪ - ڇِڪ تاڻ - ڀَتوڙ - ڀَڇوڙ.

● مَروڙو ۽ مَروڙا؛ ذ. وٽُ. ورُ - پيڙ (هٿ جي) - زور - مهٽو - مروٽ.

- مَروڙا ڏِيارَڻُ: زور ڏيارڻ - پيڙون ڏيارڻ - مَروٽا ڏيارڻ.

● مَروڙيُ ۽ مَروڙيُونُ: ث. (سن. مَل = مَرُ). ميل - مَرُ - مَرَ. آڱرين تان لاٿل آنو. وڪڙ - وٽ - پيچ. ڪِنڊ - لِينجهه - پيڙي. (آصفيه). اِسڪرو - ورُ.

● مَروڳُ: حرف جواب. (مَرَ + روڳ = بيماري نه هجڻ). ڪنهن جي مسلسل سڏن کان تنگ ٿي ڪاوڙ وچان جواب ۾ چوڻ - مهور. (ن - ب).

● مَروُلَ: ث. ٻيڙيءَ جو جهنڊو (جو ڪُوهي ۾ ٻڌجي).

● مِرُونُ ۽ مِرُونُ: ذ. (سن. مِرگ = جانور) جانور. جهنگلي جانور - حيوان - دَرندو. سُوئر - خنزيرُ.

- مِرُونپَڻُ: مِرونءَ جهڙي خاصيت - حيواني - حيوانپ - وحشت - ڪَنوراڻي.

- مِرُونپڻو ۽ مِرونپڻا؛ ذ. جهنگلي جانور جهڙي طبعيت - وحشت - درندائي - وحشيپڻو - جهنگلپڻو - حيوانپ - ڪَنوراڻي.

- مِرُنِئاڻو ۽ مِرُنِئاڻا؛ ذ. صفت. مرونءَ جو - ڪنهن به جهنگلي جانور جو - سوئر جو - حيواني. خنزير جو.

- مِرُنِئپو ۽ مِرُنِئپا؛ ذ. حيوانيت - وحشت - ڪَنوراڻي (گاجرا).

- مِرُنِئڪو ۽ مِرُنِئڪا؛ ذ. صفت. مرونءَ جو - وحشي - جهنگلي - خونخوار - نِردئي - بي رحم - ڪَنور.

● مَروو ۽ مَروا (ل - ت - ڪَڇُ)؛ ذ. (سن. مَرَوَڪَ = نازبو). خوشبودار ٻوٽي جو هڪ قسم - نازبو - ڦَلُ پَٽي. (آصفيه).

● مَروه؛ ذ. (ع). مڪي مُعظم جي هڪ ٽڪريءَ جو نالو (هي ٽڪري "صفا" کان ڇگي مفاصلي تي آهي - جن جي درميان حاجين کي هلڻو ۽ ڊوڙڻو پوي ٿو).

● مَرَوِيُ: خوشبوءِ دار گاهه جو هڪ قسم.

● مَرَهٽا؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● مَرَهٽو ۽ مَرَهٽا؛ ذ. مرهٽا قوم جو هڪ ماڻهو. (ذ. صفت). مهاراشٽر جو رهاڪو.

- مَرهٽيُ: ث. صفت. مرهٽن جي - مرهٽن واري - (ث). مرهٽن جي ٻولي - مرهٽن جي زبان. (آصفيه).

● مَرُهَنڊِيءَ: اسم خاص. تعلقي ميرپوربٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَرُهَمُ ۽ مَرُهَمَ: ذ. (ع). ڦٽ تي لڳائڻ جي گهاٽي ۽ سٺي دوا - مَلَمُ - طِبو. دوا - دارُون - علاج. (آصفيہ).
- مَرُهَمُ پَرَڻُ: مَلَم لڳائڻ.
- مَرُهَمُ پٽِيءُ ۽ مَرُهَمُ پٽِيُونُ: ث. ڦٽ جو علاج - زخم جو علاج - زخم جي دوا - ملم پٽي. (آصفيہ).
- مرُهَمُ پٽِيءُ ڪَرَڻُ: زخم جو علاج معالجو ڪرڻ - زخم جي دوا درمل ڪرڻ. (آصفيہ).
● مَرَهَڻُ: مصدر. (س. مَرهَڻَ = معاف ڪرڻ). معافي ڏيڻ - معاف ڪرڻ - بخشڻ - ڪِميا ڪرڻ - ڇڏڻ - آٻهَڻُ. رحمت ڪرڻ - مغفرت ڪرڻ. عنايت ڪرڻ - احسان ڪرڻ - وَڙ ڪرڻ.
"مولا! مرهين مون ڏٺي، سائين سڀاجها."
(مَرهيو - مَرهيندو - مَرهيل).
- مَرَهَڻ: ث. بخشش - معافي - مغفرت - رحمت - ٻاجهہ. مهر - وَڙ.
- مَرُهاتُ ۽ مَرُهاتَ: ذ. صفت. بخشيل - مرهيل. (ڳاجرا).
- مَرُهِياتُ ۽ مَرُهِياتَ: ذ. صفت. بخشيل - معاف ڪيل. مرحوم - مري ويل.
- مَرُهِياتو ۽ مَرُهِياتا (ٿ): ذ. صفت. مرهيات.
● مَرهوُ ۽ مَرها: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم. ٻن پيٽَنَ جي وچ وارو سڌو ميدان - مرهو. (ت).
● مَرُهُونُ: صفت. (ع. رَهَنَ). گروي - گروي رکيل - وياج ۾ رکيل - ڳهي رکيل.
- مَرُهُون مِنَّتْ: صفت. مَمنون - احسان مند - شڪرگذار - مشڪور. (آصفيہ).
● مَرَهِيءُ ۽ مَرَهِيُونُ: ث. رونبي ڪرڻ لاءِ سارين جي ٻڇي جو هڪ تيلو. (ل). ڏَند جي ٻاڙ وارو گوشت - مَهاري. (ل). مينهن جي ويامڻ وقت (ڏيٻري ڪيڻ کان اڳ) رت ڀت جا ٽاندورا - مَريا (ل). ٻڪريءَ جي ڏاس مان نهيل خرزين - مَرئِي. (ل - ڪ).
● مَرُهِياڙِيءُ ۽ مَرُهِياڙِي: ذ. صفت. بناوتي ۽ سستن زيورن جي ناهڻ ۽ وڪڻڻ وارو - مُرهيو - ڦيريءَ وارو - مَڃاري. (ذ) ڦيريءَ واري جا وکر وٿون.
● مَرَئِيءُ ۽ مَرَئِيُونُ (ڪ): ث. مَرهي.
● مَريءُ: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - وچڙندڙ مرض جو هڪ قسم - وبائي مرض - آڏند مرض - مهاري. بيماري - مرض - روڳ. آفت - مصيبت. ڀور - ويچار - ڳِٽي (ل). ٻڪريءَ جي رنگ جو هڪ قسم (ڪ). (اسم خاص). بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو (جنهن جا ٽي پاڙا آهن: ١- گزني، ٢- لهرائي ۽ ٣- ٻِجارائي). هڪ عورت جو نالو - مڱتر نالي بهادر مرد جي زال جو نالو (جنهن هڪ انيار (ٻڪرار) تي عاشق ٿي پنهنجي مڙس کي مارايو). (ن - ب). تعلقي ڪنڌڪوٽ ۽ تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مِرِيءُ ۽ مِرِيُونُ: ث. (پرا. مِرِيَہ. سن. مِرِچَ = مِرِچَ) مِرچ. ڪاري مرچ جو داڻو.
● مُرِيءُ ۽ مُرِيُونُ: ث. جبل يا ٽڪريءَ جي مڙيل چوٽي يا سنهي چوٽي يا ڇيڙو - چُڪ (ڪ). منهي جي سچيءَ جو هڪ قسم (چلرن مان، موراڪي جهڙي، قد ۾ اڍائي انچ). (ن - ب).
● مَريا (ت): ث. چوپائي جي ڀيٽ مان ويم وقت نڪتل گند ڀيٽ - مَرهي - مَرئي. (ڪ).
● مَرِيٽڻُ: مصدر. (س. مَرُٽَڻَ). پيڙڻ - نپوڙڻ - مروٽڻ. (مَرِيٽيو - مَرِيٽيندو - مَرِيٽيل).
● مَرِيخُ: ذ. (ع). هڪ گرهہ جو نالو (جنهن جو رنگ ڳاڙهو هوندو آهي، هي سيارو ڌرتيءَ جي رستي کان ٻاهرئين طرف آهي. سندس قطر ڌرتيءَ جي قطر جي اڌ کان ٿورو وڌيڪ. سج جي چوڌاري ٦٨٧ ڏينهن ۾ ڦيرو ٿو ڪري. هن جو ڏينهن ٢٤ ڪلاڪن، ساڍن ٣٧ منٽن جو ٿئي ٿو. سنسڪرت ۾ هن کي "ڀومي پُترُ" چون. (ڳاجرا). (هندن جي عقيدي موجب) جنگ جو ديوتا - منگل - چنچر - (ع). جلاد فلڪ. (آصفيہ).

● مُرِيدُ ۽ مُرِيدَ: صفت. (ع). اِراد تمند. پيروي ڪندڙ - پيرو - پوئلڳ - عقيدت مند - مُعتقد. مطيع - فرمانبردار. ديني شاگرد - چيلو - شِش - سيڪ - ٻالڪو. نوڪر - تابعدار - خادم - خدمتگار. (آصفيہ). خدا جي صفت. (گاجرا).

- مُرِيدائو ۽ مُرِيدائا؛ (ت)؛ ذ. صفت. مريدن جو. (ذ). مريدن کان مليل ڏَنُ وغيره - نذرانو.

- مُرِيدُ ڪَرَڻُ: پوئلڳ ڪرڻ. چيلو بنائڻ - شِش ڪرڻ - ٻالڪو بنائڻ. تابع ڪرڻ - فرمانبردار ڪرڻ.

- مُرِيدِيُ ۽ مُرِيدِيُونُ: ث. پوئلڳي. شاگردي. اطاعت - فرمانبرداري.

● مُرِيدُ دِيروُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرِيدُ سيِنگارُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُرِيدُ لاکيرُ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَرِيڙا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَرِيڙو ۽ مَرِيڙا؛ ذ. (سن. مار شَهہ) ٻاجهيءَ طور ڪم ايندڙ ڏٿ جو هڪ قسم (جو اڪثر خريف جي موسم ۾ لَلر ۽ لَوڙڪ سان گڏ ٿئي مراد و آيري ءِ لَلر ءِ لَوڙڪ کان زياده ڪاڏي ۾ لذيذ ٿئي). "ٻي لوڙڪ ڪين، مري ٿو مريڙي کي" (چوڻي). مليرڙو.

● مَرِيضُ ۽ مَرِيض؛ ذ. صفت. (ع. مرض) بيمار - اگهو - ناچڱو - لڱو - ناچاڪ - ناچاق - بي مزي - روڳي - سڪالو - عليل - جَڏو - مرضيل.

● مَرِيڪَت: ث. مُروَت - لحاظ - پاسخاطري - رِياءُ - پاسو - طرفداري. (گل قند). "شريڪت ۾ مريڪت ڇا جي". (پهاڪو).

● مَرْيَمُ: ث. صفت. (ع). ڪنواري - ڪَنيا - دوشيزه - باڪره. پارسا - پاڪدامن - باعصمت. (آصفيہ). (اسم خاص). حضرت عيسيٰ عليه‌السلام جي ماءُ (جنهن کي بنا مڙس جي حضرت عيسيٰ عليه‌السلام پيدا ٿيو هو).

- مَرْيَمُ گُلُ: ذ. گل جو هڪ قسم - هڪ خوشبوءِ دار گل (جو عورت کي وِيَم وقت سولائيءَ سان ٻار پيدا ٿيڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڦُلڻ لاءِ رکبو آهي). (آصفيہ).

● مَرِينو: ذ. اوني ڪپڙي جو هڪ قسم (ڪابل جي ويجهو مرينا شهر ڏلبن جي آن سبب مشهور آهي، آن ڪري آتي جي آنَ مان نهيل ڪپڙي کي مرينو چون). (پيشہ وران ٢).

● مَرْيو (ڪ): ذ. ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ رسو. سِڙهہ جي زور جهلڻ لاءِ واڏ ۽ ويڙهہ کي پڌل واجهہ.

● مِرْيو ۽ مِرْيا؛ ذ. جيت جو هڪ قسم - ننڍڙو ڪارو پوپٽ (جو جيڪڏهن ننڍڙي ٻار تي وهي تہ ٻار کي ڇرڪ يا ڏڪڻي ٿي پوي). ٻار رُنارٽي.

- مِرِيي جو ڏَنبُ: ذ. ٻار کي ڇرڪ جي بيماري لاهڻ لاءِ پوپٽ جي ٻنهي پَرن جي وچ واري ڌڙ جو ڏنل ڏنب.

"ذريعا سي زجاج ٿئا سيو ڏي ڏيا،
ساءِ نياڳو ڏيهہ ۾ مَريو مبارڪا"
(گرموڙي).

● مُرْيو ۽ مُرْيا؛ ذ. پير ۽ ٽنگ جي گڏجڻ وارو هنڌ - پيڏي - ڪُريو.

● مِرِيشو ۽ مِرِيشا (ت): ذ. آرسيءَ جو پرتوو - پاچولو - اولڙو. گيهہ پرڻ لاءِ لوهہ جو ٺهيل ننڍو ماپو - مُبري - ڪَرندي. جيت جو قسم (وڇونءَ جهڙو). (راه).

● مَڙُ ۽ مَڙَ؛ ذ. مڙس - خاوند - پتار - سوامي. خُدا - پرماتما. گاهہ جو هڪ قسم. (ڪ).

● مِڙِ: صفت. (سن. مِل = مِلڻ) سڀئي - مڙئي. (گاجرا).

- مِڙَئِي: صفت. سڀئي - سڀ - جملي.

- مِڙْيائِي: صفت. سڀ - سڀئي گڏ - مڙئي.

● مَڙِدُ ۽ مَڙِد: ذ. مرد - مڙس - مرس.

- مَڙُدانُو ۽ مَڙُدانا؛ ذ. صفت. پهلوان - جانٺو - بهادر.

— مَڙُداڻُو ۽ مَڙداڻا: ذ. صفت. ڏسو مڙدانو.

● مُڙ داسِنگهُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم. (ف. ج).

● مُڙِ دو ۽ مُڙِ دا: ذ. صفت. (ف. مُردہ) مئل - مُردہ. (ذ). مَيِّتُ - مَڙهہ - لاشُ - لاشو - مُردو.

● مُڙسُ ۽ مُڙسَ: ذ. (سن. پُرش = مَڙس. ماڻهو. = جوان ڇوڪرو) مَرس - مَرد - مَڙد - پُرش. ماڻهو - بشر - انسان - آدمي. گهر وارو - گهر ڌڻي - خاوند - شوهر - ڀَتار - وَرُ - پَتي - ڪانڌ. (صفت). دلير - بهادر - سُورمو - بانڪو - جوڌو.

— مُڙسالُو ۽ مُڙسالا (ل)؛ ذ. مَڙس - مَرد.

— مُڙساڙُو ۽ مُڙساڙُو: ذ. مڙس ماڻهو. مرد - خاوند - مالڪ. ( ڳاجرا ).

— مُڙسالُو؛ گهٽا ماڻهو.

— مُڙسا مُڙسيُ: ظرف. مڙسيءَ سان - بهادريءَ سان - ڏاڍائيءَ سان. (ث). بهادري - پهلواني - ڏاڍ مڙسي - آرهہ زوراڻي - همت - جُرئت - دليري - سگهہ - زور - ٻَلُ.

— مُڙساڻُو ۽ مُڙساڻا: ذ. صفت. مڙس ماڻهوءَ جو. مردانو. ( ڳاجرا ).

— مُڙسائِيُ ۽ مُڙسائِيُونُ: ث. مڙس جو ڪم - مڙسي - مردي - جوانمردي.

— مُڙسُ ٿِيڻُ: همت ڌارڻ - مُڙسي ڪرڻ.

— مُڙسپائِيُ ۽ مُڙسپائِيُونُ: ث. مڙس جو يا خاوند جو ڪم - مڙسي.

— مُڙسپَڻُ؛ ذ. ڏسو مڙسپائي.

— مُڙسپَڻُو: ذ. ڏسو مُڙسپَڻُ.

— مُڙسِيُ ۽ مُڙسِيُونُ: ث. مردي - مُرسي. مڙس جي ٻِنڊُ - ٻيرج - وِڙيہ - مَتِي. ( ڳاجرا ). سگهہ - زور - ٻَلُ - همت - طاقت - جرئت. بهادري - دليري.

— مُڙسپتِيُ ۽ مُڙسپتِيُونُ: ث. صفت. مڙس واري - سُهاڳڻ. ( ڳاجرا ).

— مُڙسِيُ دَرڪارِ هُجَڻُ: همت ضروري هجڻ. سورهياڻي کپي هجڻ.

● مَڙڪَٽَ (ث): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● مَڙڻُ؛ مصدر. (ڏانهن) ويجهو ٿيڻ - قريب ٿيڻ - نزديڪ ٿيڻ. (ڪنهن ڏانهن) وڃڻ - (ڪنهن طرف) ڇُرڻ - ڪنهن ڏي منهن ڪرڻ - سُهَڙو ڪرڻ. (مَڙيو - مَڙندو - مَڙيل).

● ميڙڻُ: مصدر. (سن. ميل = ميلَڻُ) گڏجڻ - ملڻ - سٽڻ - ڀيڙڻ - گڏ جي وڃڻ. مُڪا ميلو ڪرڻ - گڏجاڻي ڪرڻ - ملاقاتي ٿيڻ. ميڙ ٿيڻ - ڪٺ ٿيڻ - گڏ ٿيڻ - جملي ٿيڻ - ڪَٺو ٿيڻ. مجلس ڪرڻ - ميڙاڪو ڪرڻ - جماعت ڪرڻ - سٿُ ڪرڻ. انبوهہ ٿيڻ - گوڙ ڪرڻ - گپا هٿ ڪرڻ - گپا ڪيهہ ڪرڻ - هشام ڪرڻ - ڀِيهہ ڪرڻ. مقابلو ڪرڻ - سامهون ٿيڻ - روبرو ٿيڻ - آمهون سامهون ٿيڻ - دوبدو ٿيڻ - پٺيان پوڻ - ڪاهي پوڻ - ڪاهجي پوڻ - ڪاهڻ - تعاقب ڪرڻ. گهاٽو شوروو ڪرڻ - گهاٽو رسُ ڪرڻ ( ڀوڙ ۾ ). مينهن يا ڍڳيءَ جو کير ڏيڻ لاءِ تيار ٿيڻ. ڍڳي يا مينهن جو کير ڏيڻ. ڦَٽَ جو ٻند ٿيڻ. (ميڙيو - ميڙندو - ميڙيل ).

● مُڙڻُ: مصدر. وَرَڻُ - ڏنگو ٿيڻ - ٻٽو ٿيڻ - ڇپو ٿيڻ - ڦِڏو ٿيڻ - ڪُباڻڻ. وَٽُ کائڻ - ٻيچ کائڻ - ڦيرو کائڻ. ڦيرو ڪرڻ - ڦِرڻ - چڪر کائڻ. موٽ کائڻ. باز اچڻ (ڪنهن ڪم کان) - دور رهڻ. پوئتي سوٽڻ - هٽڻ. پيش پوڻ - آڏ ميڙڻ - تاتي ٿيڻ - هار ميڙڻ - مطيع ٿيڻ. ”جو مُڙيو، سو جُڙيو“. (چوڻي). (پاڻيءَ جو) ڇڄڻ - کهنجڻ - جهپجڻ - ڪَٽو کائڻ - لَهَڻُ - لاٽ ڪرڻ - هَٽڻ - ڍرو ٿيڻ. (بخار جو) هٽڻ - ڍرو ٿيڻ. لئين رستي کان ڦِرڻ - لَڙَڻ - موچ ٿيڻ - هڏِيءَ جو مُڙڻ - عضوي جو مروٽجڻ. ڪاوڙ ڇڏڻ - غصو نہ ڪرڻ - معاف ڪرڻ - بنا ڪنهن سزا جي ڇڏي ڏيڻ. (آصفيہ). (مُڙيو - مُڙندو - مُڙيل ).

- مُڙنو ۽ مُڙنا: ذ. صفت. مڙي ويندڙ- مڙندڙ- جلد مڙندڙ- لچڪيدار- پيچ خور- نرم- مـَراوندو- مُلايم- ڪُنئرو- ڪومل- ڦِلهڙو. چيو ڪندڙ- ميجي ويندڙ- قبول ڪندڙ- ميڃيندڙ- اقرار ڪندڙ.

- مُڙنُو جُڙنُو ۽ مُڙنا جُڙنا؛ ذ. صفت. نرم طبعيت وارو- نرم خور- هٺ نہ ڪندڙ. (گاجرا).

● مڙو ۽ مڙا (ٿ- ڪ): ذ. صفت. مڙهو.

● مَڙهُہ ۽ مڙهَہ: ذ. (پرا. مَڙَءَ. سن. مر(ي)ت يا مر(ي) تَڪَمْ). لاشو- لاش- مردو- ميت- لوٿ- جنازو- مڙدو- ميِّت. سست ماڻهو. (سن. منب = ويڙهڻ). دَبلي- ڍَڪ- اَسترڪاري (بندوق وغيره جو). ڪيِپ- مياڻ (ترار يا ڪاتيءَ جو). چم جو پوش (مياڻ وغيره تي). (گاجرا). (سن. مٺ = گهر) رهڻ جي جاءِ- ماڳ- مڪان- مُقام- آستانو- نِڪاڻو- هنڌ- جڳهہ.

- مڙهُہ مُقامُ ۽ مڙهہ مُقامَ: ذ. جاءِ جڳهہ- گهر گهاٽ- اچڻ وڃڻ جي جاءِ- نام نڪاڻو.

- مڙهُہ مُقامُ مان موٽڻُ: آڻ تيئي ڳالهہ تيڻ- ناممڪن ڪم جو ٿيڻ.

- مڙهُہ مُقام نہ هُئڻُ: ڪوبہ نڪاڻو نہ هجڻ.

● مڙهڻُ: مصدر. (سن. سَنْبَ > مَبَ = ويڙهڻ). جڙت (موتي) - جـڙاوت ڪرڻ - مڙهت ڪرڻ - ڀُوچ ڪرڻ- پوئڻ. ڳُتڻ- ڳُنڊڻ (وارن کي). آٽت ڪرڻ- واڻ هڻڻ (کٽ کي). ٺٽ وڻائڻ- سينگارڻ- سهڻو ڪرڻ. چم جو پوش ڏيڻ- پوشڻ- ڍَڪڻ- ڍڪ چاڙهڻ. نغاري يا دهل تي کل چاڙهڻ. (آصفيہ). جاءِ پرڻ- بند ڪرڻ. زوريءَ ڏيڻ- ذمي ڪرڻ. ٽِيڪڻ- زور سان هڻڻ- مٿان لڳائڻ- چاڙهڻ- رکڻ- زور سان چنبڙائڻ (ڪو ڏوهہ وغيره). (مڙهيو- مڙهيندو- مڙهيل).

- مڙهائي ۽ مڙهائيون: ٿ. مڙهڻ جو آجورو- مڙهت ڪرڻ جو لوازمو- مڙهائي.

- مڙهائڻ: مصدر. مڙهڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. واڻائڻ (کٽ). مڙهت ڪرائڻ (موتين جي)- جڙائڻ.

- مڙهت ۽ مڙهتون: ٿ. مڙهڻ جو ڪم- مڙهائي. جڙت- جڙاءَ.

- مڙهڻي ۽ مڙهڻيون: ٿ. مڙهڻ جو ڪم. (گاجرا).

● مڙهيتار ۽ مڙهيتارَ: ذ. صفت. مڙهت ڪندڙ- مڙهائي ڪندڙ. ڍَڪيل- لڪايل- پوشيده ڪيل- ڇپايل- پيراجيل- سينگاريل- ٺاهہ ٺوهہ ڪيل- جڙيل- آرائش زده.

● مَڙهو ۽ مڙها؛ ذ. (سن. مر(ي)ت. مر(ي) تڪَمْ. پرا. مَڙَءَ = مڙهُہ). (ذ. صفت). پوڙهو- ڪُراڙو- ٻُڍو- جهُور- عمر رسيده- پيرسن. هيڻو- ضعيف- نِستو- لاغر- هڏ هيڻو- اپرو- دُربل- آلپ ٻَل- ڪمزور- بي زورو- بي ڀهچ- ناتوان. آلسي- سست- ڪانئرُ- آرسي- ٽوٽي- سليو سات- ڍاڪن ڍلو- شومتي- ڪم چور- ڪاهل. (ٿ. مڙهي ۽ مڙهيون). (سن. مٺ = جاءِ). ٻن پيٽن جي وچ واري هيٺاهين زمين (جا اڪثر وارياسي هجي ۽ ساهيءَ تي آباد ٿئي)- جهول. (ٿ). ڀوٽو- برپٽ- ميدان. (ڪ). (اسم خاص). تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- مڙهو ميدانُ: ذ. سڄ وارو ميدان- ڏڙهُہ. (ڪ)- برپٽ.

● مڙهو ٻولا خان؛ اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مڙهو راڻيجي: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مڙهو صوفڪو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مڙهو ڪوتڙي: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مڙهو مارُوءَ وارو: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مڙهو وِ گهور: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مڙهو وِلهور جڪيِرُ؛ اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مَڙهِيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي کهوڙا پاريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڙهِي ۽ مَڙهِيُون: ث. (پرا. مَڙيا = مَڙهي. سن. مَٺَ + ايڪا = مڙهي). هندو فقيرن جي رهڻ جي جاءِ - جوڳي فقيرن جو آستان - سنياسين جو آستانو - مَٺ - خانقاهه - درگاهه - مندر - ٽڪاڻو - ڏيوري. سماڌي. اوتارو - داٿرو - مڪان. رهڻ جي جاءِ - گهر - جهوپڙي - پڱڪي. جاءِ - هنڌ - ٺڪ. سرير - جسم. (گاجرا).

● مُڙهِي ۽ مُڙهِيُون: ث. (پرا. موڙ. سن. مُشٽ = مُٺِ > مُوٽڪم > مُو = پَنڌڻ). رونبي لاءِ ڪيڏيل (جوئار باجهر). سارين جا ننڍا سلا - مَڙهِي. ڪڪن جي موڙي (جا ڏيئي يا مينهن جي سارم، نه ميڙڻ جي حالت ۾ وجهجي). مُوڙي - مُٺ. (سن. مَنڊري). ماڪوڙيءَ جو هڪ قسم - ننڍي (اڇي) ماڪوڙي - آڏوهي. (گاجرا).

● مِڙَئِي: صفت. سڀ - ڪُل - سڄوئي - مڙيئي - سارو - سڄو - سمورو - جملي - مڙيوئي.

= مِڙَئِي ڳالهيُون ڳرَ هُئَڻ: تمام چڱو ٿيڻ. مِڙَئِي موچارِي ٿيڻ - تمام چڱو ٿيڻ - سڀڪجهه ٺيڪ ٿيڻ.

● مِڙِي: ظرف. (ميڙڻ مصدر مان). ميلي - گڏ ٿي - گڏجي - ڀيڙو ٿي - ڪٺو. (آبيات سنڌي).

= مِڙِي مِڙِي: ظرف. گڏجي سڏجي - رلي ميلي - ڀيڙو ٿي - ڪٺو ٿي.

● مِڙِهل ۽ مِڙِيَل: صفت. ڇهن سالن کان عمر وارو وهٽ. (جنهن کي سڀ ڏند چاول هجن).

● مِڙيوئِي: صفت. مڙئي مڙيئي.

= مِڙيئي: صفت. مِڙئي - مِڙيوئي.

● مِزاجُ ۽ مِزاجَ: ذ. (ع). طبيعت - خصلت - سڀاءُ - خوءِ - طبع - پرڪار - جسماني خاصيت - لاڙو - ڪيفيت - عادت - ڪَڻ - ڳڻ - خاصيت. مغروري - گهمنڊ - شيخي - هَٺ - دماغ - وڏائي - هوءِ - دم - اغماض - غرور - ڏور - ڪبر. چئن عناصرن جي ميلاپ مان پيدا ٿيل ڪيفيت. ملاوت - ميل - ملاپ - آميزش. ماده - ماهيت - اصليت - جوهر - تَت - سار. (آصفيه).

= مِزاجُ ڪَرَڻُ: چڙ ڪرڻ - ڪروڌ ڪرڻ. مغرور ٿيڻ - هٺيلو ٿيڻ - دماغ ڪرڻ - مِجاز رکڻ.

= مِزاجِي ۽ مِزاجِيءَ: ذ. صفت. مزاج وارو. مغرور - هٺيلو - آئيماني - مجازي - آڪڙيل - دماغي - هٺي. ذاتي - سياوڪ. سُوگارو - ڏوراڇو - وٺيڪ - وِڪوڪيو - ڪيچرو - وِس وِسيو - ڪراهتي - نفرت آڻيندڙ.

● مُزاحِمُ: ذ. (ع. زحم). تنگ ڪندڙ - رنج پهچائيندڙ - ڏک رسائيندڙ. اٽڪاءُ وجهندڙ. روڪيندڙ.

● مُزاحِمَتَ: ث. تڪليف - مشڪلات - آهنج - زحمت - ڏکيائي - اوکائي - ڏک - ڪشٽ - ويڌن - پيڙا - درد - سور. روڪ - رنڊڪ - اٽڪاءُ. (ع ساـ ڊ).

● مَزاخَ ۽ مَزاخُون: ث. (ع. مَذاق). چرچو - ڀوڳ - مسخري - ڪل خوشي - چرچو ڀوڳ - مزاح - مذاق - مَشڪري - ڀوڳ.

= مَزاخِي ۽ مَزاخِيءَ: ذ. صفت. مسخرو - ڀڏوشڪ - چرچائي - ڀوڳائي - مذاقي - مزاحيه - مشڪرو.

● مَزارَ ۽ مَزارُون: ث. (ع. زور). زيارت ڪرڻ جي جڳهه - زيارت گاهه. پير يا اولياءَ جو آستان. قبر - گور - تُربت - بنڌي - مَرقد. (آصفيه).

● مَزارُ ۽ مَزارَ: ذ. جانورن جو هڪ قسم - شينهن - شير. (ڀيلا).

● مَزارائِيءَ: اسم خاص. ڪيتران بلوچن جو هڪ قبيلو. (ت. بلوچستان). هڪ نئين جو نالو. (ڏ - ج - جو سير).

● مَزادَنَبُ (ت): ذ. گاهه جو هڪ قسم. (ت - امينُ).

● مُزارِعُ: ذ. صفت. (ع. زَرَعَ) هاري - پوکيندڙ - ڪُڙمي - هاري. (ع. ا. ڊ).

● مَزارِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو (ست پاڙا: ١. بلوچاڻي

٢. گلائي ٣. جورڪائي ٤. ڪورڪائي ٥. خيرد ٦. مد وائي ٤ ٧. سمبلائي).

● مزاڪ ۽ مزاڪون: ث. (ع. مضحڪ = چرچو) چرچو - ڪِل - مسخري - مذاق - مزاح - گهڻو - رُونشو - تماشو - ڪِل خوشي. ٺٺولي - ٺٺري - نقط چيني - ٺٺول.

"متان ڪا مُند ڪري موتڻ جي مزاڪ"
(شاھ - آبري).

حرڪت - چِترائي - لُچائي - ڪُونسڦائي - ڪيچل.

● مزدور ۽ مزدورَ: ذ. صفت. (ف. مزد = پورهيو + ور = وارو) مزوريءَ تي ڪم ڪندڙ - مزور - پورهيت. بار ڪڻندڙ - بار گير - قلي.

= مزدوري ۽ مزدوريون: ث. مزوري - پورهيو - ڏنڊو - ڪم - ڪِرت - محنت - مشقت. روزگار - مزوريءَ جو بدلو - اجرت - اجورو - لوازمو. (آصفيہ).

= مزدوري ڪرڻ: مزوري ڪرڻ - محنت ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ - ڏنڊو ڪرڻ.

● مزلود (ڪ): ث. بندوق جو هڪ قسم - منهن کان پرڻ واري بندوق.

● مزليٰ (لس): ذ. گاھ جو هڪ قسم. (پيلا).

● ميزمان ۽ ميزمان: ذ. صفت. (ف. مهمان جو بگڙيل) مهمان - دعوتي.

= ميزماني ۽ ميزمانيون: ث. مهماني. دعوت. ڪانو - ڪاڏو - جُڃ - جهڳل. مهمان نوازي. خدمت - خاطري - چاڪري - ٽهل.

= ميزماني ڏيڻ: مهماني ڏيڻ - دعوت ڏيڻ - ڪانو ڏيڻ - ڪاڏو ڏيڻ - مهمان نوازي ڪرڻ.

● مزو ۽ مزا: ذ. (ف. مزه = لذت) شيءِ جي چکڻ سان معلوم ڪيل ڪيفيت - سواد - ذائقو - لذت - ساءُ - لاءُ - لُطف - سُئاءُ - رَس - رَسنا. چٽ - چڪي - چسڪو - چس - چهر - ونڊنا - چاڻي - شوق. حظ - آنند - ذوق. خوشي - سرهائي. موج. جوڀن - شباب - جواني. عيش - عشرت. يوڳ - تماشو. سگهنند - حِس - ڏپ - لاءُ ساءُ - چُوش. ڏيک - نماءُ - لقاءُ - ڏيکاءُ - آڊمبر - ڀيڪو - ناٽ - ناھ. نُوھ. جوڀن - جواني - شباب - اوج - عُروج. حالت - ڪيفيت - گت. (آصفيہ).

= مزا ڪرڻ: عيش ڪرڻ - لذتون وٺڻ. خوشيون ڪرڻ. تماشا ڪرڻ.

= مزا ڪرائڻ: موج وٺائڻ. چرچا ڪرڻ. (گاجرا).

= مزا ماڻڻ: عيش ڪرڻ. مزا ڪرڻ.

= مزو اچڻ: لذت اچڻ - سواد اچڻ - لطف حاصل ٿيڻ - ذائقو اچڻ - چسڪو اچڻ - چاڻي اچڻ - چس اچڻ. خوشي حاصل ٿيڻ - راحت ملڻ - موج اچڻ.

= مزو چکڻ: ذائقو وٺڻ - مزو وٺڻ - لطف وٺڻ - سواد وٺڻ - چسڪو وٺڻ - لذت وٺڻ. مزا ڪائڻ - ڪيئي جو ڦَل پوڳڻ - تڪليف برداشت ڪرڻ - مصيبت ڀوڳڻ. (آصفيہ).

= مزو چڏي وڃڻ: ذائقي کان نڪري وڃڻ - بي سواد ٿي وڃڻ - لذت چڏي ڏيڻ - لاءُ ساءُ نڪري وڃڻ. خراب ٿي وڃڻ.

= مزو ڏسڻ: تماشو ڏسڻ - يوڳ ڏسڻ. مزو چکڻ.

= مزو ڏيڻ: لذيذ لڳڻ - سوادي لڳڻ. (گاجرا).

= مزو ڪرائڻ: چرچو ڪرائڻ - يوڳ ڪرائڻ - مسخري ڪرڻ - چيڙائڻ. تماشو ڪرائڻ. ونڊر ڪرائڻ.

= مزو ڪرڻ: تماشو ڪرڻ - تماشو ڏيکارڻ - لطف ڏيکارڻ - ڪيل ڏيکارڻ. (آصفيہ). عيش ڪرڻ - موج ڪرڻ.

= مزو نڪري وڃڻ: مزو چڏي وڃڻ.

= مزو نہ هجڻ: بي سواد هجڻ - خراب هجڻ - بدمزي هجڻ - بي ذائقي هجڻ.

= مزو وٺڻ: لذت وٺڻ - لطف وٺڻ. عيش ڪرڻ. (آصفيہ).

= مزي جهڙو: صفت. تماشي جهڙو - ڪيل جهڙو - ڪِلائيندڙ - ونڊرائيندڙ. عجب جهڙو - حيرت جهڙو - عجيب - انوکو. وڻندڙ - دلچسپ - مزيدار - دلپسند - سُهائيندڙ.

ــ مَزِيدارُ ۽ مَزِيدارَ: ذ. صفت. مزي وارو - لُطف وارو - لذت وارو - لذيذ - باذائقہ - پُر لطف - سَوادي - ذائقيدار - مزي جهڙو - نيڻ ٺارُ - دل قرار - چَسڪي وارو - رَس وارو - وڻندڙ. دلچسپ - عجب جهڙو - حيرت جهڙو - عجيب - انوکو.

ــ مَزيداري ۽ مَزيدارِيُون: ث. لذت - لطف - ذوق. رونق - انوکائي.

ــ مَزي ۾ اَچَڻُ: ڏاڍي موج ڪرڻ - گهڻا سواد وٺڻ.

ــ مَزي ۾ پَٿَڪُ وجهَڻُ: لطف ۾ خلل وجهڻ - سُڪُ ڦيٽائڻ - آرام خراب ڪرڻ - محفل ۾ رنڊڪ وجهڻ - عيش عشرت ۾ اٽڪاءُ وجهڻ. دل تي بار ٿيڻ - طبيعت کي ناگوار لڳڻ.

● مَزُورُ ۽ مَزُورَ: ذ. صفت. (ف. مزدور = پورهيت) مزدوري ڪندڙ - مزدور - پورهيت - ڪَمِي. حَمال. پَرِيَتُ. باربردار. محنتي - جفاڪش - آورچُ. (ث. مَزُورِ، مَزُورڻِ ۽ مَزُورِيُون).

ــ مَزُوري ۽ مَزُوريُون: ث. ڪم ڪار - پورهيو - پورهيو ڪارهيو - مزدوري. حَمالي - باربرداري. مزور جو اُجورو - مَواجب - روز - پاڙو - ڪِرايو - لوازمو. پتوڙ - محنت - ڪشالو - جاکوڙو.

ــ مَزُورِياڻِيُ ۽ مَزُورِياڻِيُون: ث. پورهيو ڪندڙ زال. (ڳاجرا).

● مَزِيدُ: صفت. (ع. زيد = زياده ڪيو ويو) زياده - وڌيڪ - گهڻو - جهجهو - بِسيار - سرس.

● مُزَيَّنُ: صفت. (ع. زَيَنَ) زينت ڏنل. آراسته - سينگاريل - ٺَٺُ وٺايل.

● مِيڙگانُ: ذ. (ف). هنبٽي - ڇِنِيرُ - پِينجَرَ.

● مَسَ: ٿ. لَڄَ - شرم. (ڳاجرا).

● مَسَ ۽ ظرف. مشڪل سان - لاچار - اجا. فقط. ورلي - ٿورو.

● مَسَانُ: ظرف. مُشڪلات سان - ورلي - ڪَڏهين ڪَڏهين. (ڳاجرا).

ــ مَسَ مَسَ: ظرف. مشڪل سان - تمام لاچارسان.

ــ مَسِين مَسِين: مشڪلات سان - ڏکيائيءَ سان - ورلي - ڪڏهن ڪڏهن. (ڳاجرا).

● مَسُ ۽ مَسُونُ: ث. (پرا. مَس. سن. مَسِي). اکرن لکڻ جي پاڻيٺ - سياهي - روشنائي. مس رکڻ جي شيشي - مَسڪُري - ڪُپي - دوات.

ــ مَسُ چَٽُ ۽ مَسُ چَٽَ (ت): ذ. صفت. ڪنجوس - مکي چوس - بخيل.

ــ مَسَ چَٽو ۽ مَسَ چَٽا؛ ذ. مس کي چهندڙ ڪاغذ.

ــ مَسُ چَٽو ٿِيڻُ: ڪنجوس ٿيڻ. (ڳل - ص ١٠٩).

● مِس: صفت. (سن. مِشُرَ = گڏيل) گڏيل - مليل - حَل. گڏ وچڙ. جمع - ڪٺو - گڏ. (ذ). گڏ وچڙ ڌاتو (جنهن کي ڪيميا سان ڦيرائي سون يا چاندي ڪرڻو ٿئي).

ــ مِس ٿِيڻُ: ڪٺو ٿيڻ - گڏ ٿيڻ - ميڙ ٿيڻ - جمع ٿيڻ. گڏجڻ - پرسان لنگهڻ ڪري پاڻ ۾ گهِجڻ - گَسڻ - اگهڻ.

● مِسُ: ذ. (ف). ڌاتوءَ جو هڪ قسم - ٽامو. مَٽي ڌاتو. (ڳاجرا). بهانو - عذر - مِهڙُ. (ٿ).

ــ مِسَ ڪَرَڻُ (ٿ)؛ ڍونگ ڪرڻ - مِڪرُ ڪرڻ - مَڪرُ ڪرڻ - بهانو ڪرڻ.

● مَسا: ذ. (ع). شام جو وقت - شام - سَنجها - سانجهه - سانجهي. (آصفيہ).

● مَسافَت: ث. (ع). منزلن جو فاصلو - مسافري - سَفَرُ.

● مُسافِرُ ۽ مُسافِرَ: ذ. صفت. (ع. مسافر = سفر ڪندڙ) مسافري ڪندڙ - سفر ڪندڙ. واٽهڙو - راهي - ويندل - راهه گير. سَيّاحُ - ياتري - مئلاني - پانڌيڙو - رَمتو - گهُمندڙ.

ــ مُسافِراڻو ۽ مُسافِراڻا؛ ذ. صفت. مسافر جو - سفر ڪندڙ جو. (ڳاجرا).

ــ مُسافِرُ خانو ۽ مُسافِرُ خانا: ذ. مسافرن جي رهڻ جي جاءِ - سراءِ - منزل گاهه - آستانو - ٽڪاڻو. اوطاق. اوتارو - دائرو. مهمان سراءِ. ڌرمسال.

ــ مُسافِري ۽ مُسافِريُون: ث. سفر - سَيّاحي. ڪهه - آڄاڳو - آڄاڳ. سيلُ - سَير. ڪُوچ - روانگي - آسهه.

- مُستاڪُ ۽ مُستاڪَ: ذ. (ع. مِسوَاڪُ = مُستاڳُ) مساڳ ڏندن کي صاف ڪرڻ ۽ چٻن کي لائڻ لاءِ اڪڙوت جو ڇوڏو. (ڳاجرا).
● مُستاڳُ ۽ مُستاڳَ: ذ. (ع. مِسوَاڪُ = مُستاڳُ). چٻن کي ڳاڙهي ڪرڻ ۽ ڏندن کي صفا ڪرڻ ۽ چلڪائڻ جي ڪم ايندڙ هڪ وڻ جو ڇوڏو (هي وڻ اڪثر افغانستان ۽ ايران طرف ٿئي ٿو).
● مَسالو ۽ مَسالا: ذ. (سن. مَسَ = مهٽڻ). ڏاڻا مرچ وغيره - ويگرُ - ڪٽيل ڏاڻا مرچ - مصالح.
- مَسالي دارُ ۽ مَسالي دارَ: ذ. صفت. مسالي ڀيل (ڪاڌو) - مسالي وارو. ذائقي دار - سوادي. چهرو - سلوڻو.
● مَسامُ ۽ مَسامَ: ذ. مَسامَ = وارَ جي پاڙ). چمڙيءَ ۾ ننڍو سلونگڙو (جنهن جي وسيلي پگهر ٻاهر نڪري) - وار جي پاڙ وارو ٽنگ - لُونءَ.
● مَسانُ ۽ مَسانَ: ذ. (سن. شَمشانَ = جنگ جو ميدان، جتي ماڻهو مرن). هندن جي مُڙدن جلائڻ جي جاءِ - شمشان ڀومي - سِر کهٽ - مڙدا گهاٽ - مَسڻ. مسانن جي رک - سيج - پينگ - ڏتڙيل جاءِ. فساد - جهيڙو. (ڳاجرا).
- مَسائيُ ۽ مَسائيَ: مسان وارو - مسان جي رکپالي ڪندڙ - مڙدا ساڙيندڙ - شمشاني. ضدي ماڻهو. (ڳاجرا).
● مَسائيا (ث)؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● مُساوات: ث. (ع. سوي). برابري - همسري - هڪجيڏائي - سمتا - سمانتا - سريڪائي. مشابهت - همسري - هڪجهڙائي. (آلجبرا ۾ حسابي ڪم جو هڪ اصول جنهن ۾ ٻن طرفن رقمون برابر ڪري ملهه ڪڍجي). (ڳاجرا).
● مُساوي: صفت. (ع). برابر - هڪ جيترو - يڪسان - هڪجيڏو - سريڪو. هم وزن - تل - سمان. هڪ جهڙو.
● مَسائڻُ: مصدر. (سن. مَسَ = ڏکوئڻ). ڦيٽائڻ - ڊاهڻ - بگاڙڻ. تلف ڪرڻ - ناس ڪرڻ - کُٽائڻ - اُجاڙ ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - نابود ڪرڻ - ويران ڪرڻ. سخت تڪليف ڏيڻ. مارڻ (ل). مجرم ڪرڻ - ڏهاري ڪرڻ (ت). (مُسائيو - مُسائيندو - مُسائيل).
● مَستُ ۽ مَستَ؛ ذ. صفت. (سن. مَتَ = نشو. ف. مست = چريو). ڀيٽل - ڪيئو. نشئي - خماريل - الوٽ - سڳ - مکهن. چريو - متوالو - مجنون - ديوانو - سرمست - ٻاگل. بيوقوف - بيعقل - بي سمجهه - چريٽ. مجذوب. بي پرواهه - مغرور - اڻ ڪاٺيو. هٺيلو - آپماني - دماغي - ٺمٺو ڪڏٺو - لچتو ٽپڙو - البيلو - رونشائي - لهري - چنچل. خفي - چيتو - هڙتڙيو - خفتي - سودائي - ڀورالو - ريچڪي - خفقاني. شهوتي - ڪامي - ڪام آرٿي.
- مَستانائيُ ۽ مَستانائيُون: ث. چريائي - مستي - نشو. شهوت جو غلبو. (ڳاجرا).
- مَستانِڪوُ ۽ مَستانِڪا؛ ذ. صفت. مست جو - چريي جو - ٻاگل جو. شرابيءَ جو.
- مَستانُو ۽ مَستانا؛ ذ. صفت. (ف. مستانه) مَستُ - چريو - ٻاگل - ديوانو متوالو. نشئي - نشو ڀيٽل - خماريل - سڳُ - الوٽُ. چريٽ - آهمٽ - چرياٺو - بيوقوف - بي عقل. عاشق - موهت - اکن چڪن. جُنوني - خفقاني - سودائي - متوالو - لهري. شهوتي - ڪامي - ڪام ارٿي. فقير - بالله واصل - الله لوڪ - درويش.
- مَستانيُ ۽ مَستانيُون: ث. چريائي - ديوانگي - مستي - ٻاگلپڻو. شرابخوري - ڪيف - نشو - مَءُ - خمار - شرابپڻو. بي وقوفي - بي عقلي - ڪم عقلي.
- مَستاڻو ۽ مَستاڻا: ذ. صفت. نشئي جو - شرابيءَ جو - مستانڪو.
- مَستِجڻُ: مصدر. ٻاگل ٿيڻ - ديوالو ٿيڻ - چريو ٿيڻ. خمارجڻ - مَءُ چڙهڻ - مسڪ ٿيڻ - سڳجڻ - نشو چڙهڻ - مستي چڙهڻ - شهوت ٿيڻ - ڪام ۾ پرجڻ - موهجڻ.
- مَستِڪو ۽ مَستِڪا؛ ذ. صفت. مست جو - ديواني جو.

- مَسْتِي ۽ مَسْتِيُون: ث. چرپائي - ڪِيائي - ديوانگي - پاڳلپڻو - ستوالائي. ڪيپ - نشو - مستي - مَڇ - خمار - شراپڻو. حرڪت - چِتِرائي - لچائي - ڪوسڦتائي - ڪوچل - خرابي - نقصان - خَلَل - زيان - زيالخوري - سستائي - موامي. چنچلائي - چاڳلائي - بي ضابطگي - چَخن - لاڏ - ماٺو - ناز - نخرو - انگل - آرو - البيلائي - ريجالائي. بي وقوفي - بي عقلي - ڪم عقلي. سوداءُ - خفو - خفقان - سوالائي - لهر - جُنون. مغروري - گهمنڊ - شيخي - هَٺ - دماغ - وڏائي - هوءِ - دم - اغماض - غرور - تڪبر - وڏائي. شهوت - ڪام - ڏاجهه - حرص - موهه.

- مَسْتِي ٿِيَڻ: اشو ٿيڻ - خمار ٿيڻ - شهوت ٿيڻ.

- مَسْتِي چَڙهَڻ: نشو چڙهڻ. وڏائي ٿيڻ. چڙپائپ ۾ اچڻ. شهوت ٿيڻ. جوش اچڻ.

- مَسْتِي ڪَرَڻ: ڪيچل ڪرڻ - حرڪت ڪرڻ. چلولائي ڪرڻ.

● مَسْتَائِڻ: مصدر. (س. مَتَ = نشو) نشو بياري مدهوش ڪرڻ - نشي ڪرڻ - خمار ۾ آڻڻ - خمار چاڙهڻ. چرين جهڙي حالت ڪرڻ. (مستائيو - مستائيندو - مستائيل).

- مَسْتَائِيتو ۽ مَسْتَائِيتا: ذ. صفت. مست جو - نشي جو. (ظرف). شرابيءَ وانگر. چريي وانگر.

- مَسْتَائِي ۽ مَسْتَائِيُون: ث. نشي جو جوش - شهوت جو جوش. من چلائي. مغروري - شوخي. (گاجرا).

● مُسْتَجَابُ: صفت. (ع. جوب = جواب ڏنل). جواب ڏنل - اقرار ڪيل - هائوڪار ڪيل. مڃيل - قبول پيل - قبول ڪيل - آگهاميل. (آصفيہ).

● مُسْتَحَبُّ: صفت. (ع) پسند ڪيل - پسنديده - وڻيل - چونڊيل. محبت ڪيل - پيار ڪيل - قرب ڪيل. (ذ). رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو ڪيل ۽ پسند ڪيل ڪوبہ فعل. (آصفيہ).

● مُسْتَحْڪَمُ: صفت. (ع. حَڪَمَ = مضبوط). مضبوط - پڪو - اِستوار - مُحڪم. (ع. ا. ڊ).

● مُسْتَحِقُّ: صفت. (ع. حَقُّ). حق رکندڙ - حقدار - دعويدار. واسطيدار - لاڳاپيدار. مالڪ. لائق - قابل - جوڳو.

● مَسْتَرُ ۽ مَسْتَرَ، مَسْتَرُون: ذ. (ع. مسطر جو بگڙيل). ليڪن ڪيڻ جي پٽي. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار - لهي يا پٽ هموار ڪرڻ لاءِ ڪاٺيءَ جي چوڪنڊي ڊگهي لسي پٽي.

● مُسْتَرَدُّ: صفت. (ع). رد ڪيل. روڪيل. واپس ڪيل - ڏ ڪيل. (آصفيہ).

● مِسْتِرِي ۽ مِسْتِرِي: ذ. صفت. (انگ. ماسٽر = ماسٽر ڄاڻو. (پورچوگيز. مينسٽري). ڄاڻو. هنرمند - ڪاسبي - دستڪار - ڪاريگر - هنري. اُستاد - ماهر - هوشيار - قابلڪار - آسٽو. داروغو. (سرويئر جي هيٺان عملدار).

● مُسْتَزَادُ: ذ. صفت. (ع). زياده ڪيل - وڌايل. (ذ). اهو شعر جنهن جي هر مصرع يا بيت جي پنيان اهڙي ٽڪ لڳل هجي جو انهيءَ مصرع جي اول رُڪن ۽ آخر رُڪن جي برابر هجي. طُرو - ٽڪرو. (آصفيہ).

● مُسْتَطِيلُ ۽ مُسْتَطِيلَ: ذ. (ع). ڪوني ڪنڊ چوڪنڊو جنهن جا آمهان سامهان پاسا برابر هجن، پر ٻه پاسا ننڍا ۽ ٻه پاسا وڏا هجن.

● مُسْتَعِدُّ: صفت. (ع. عِدَّةٌ). تيار - موجود. لائق. (گاجرا).

● مُسْتَعْمَلُ: صفت. (ع). عمل ۾ آيل. ڪم ۾ آندل. مروج - رواج ۾ آندل - جاري - چالو - هلايل - هلندڙ. (آصفيہ).

● مُسْتَغْرِقُ: صفت. (ع. غَرَقُ). غرق ٿيل - ٻڏل. غلطان - محو. لڳل (ڪم ۾) - رڌل - مشغول. (آصفيہ).

● مُسْتَغْفِرُ: صفت. (ع. غَفَرَ). معافي گهرندڙ - استغفار ڪندڙ. (گاجرا).

● مُسْتَغْنِي: صفت. (ع. غني). بي پرواهه - مالدار - ڏنوان.

● مُسْتَفْسِرُ: صفت. (ع). استفسار ڪندڙ - پڇا ڳاڇا ڪري پڪ ڪندڙ. تحقيق ڪندڙ - محقق.

● مُسْتَفِيدُ: صفت. (ع. فَيَدَ = فائدو گهرندڙ) فائدو گهرندڙ - نفعو گهرندڙ. (آصفيہ).

● مُسْتَفِيضُ: صفت. (ع. فَيضُ = فيض خواهان) فيض خواهان - فيض ڳهرندڙ. (آصفيہ).
● مُسْتَقْبِلُ: ذ. (ع. قبل = آئيندو) اڳيون ايندڙ وقت - آئيندو زمانو. (صفت). اچڻ وارو - آئيندو - آئيندي جو - پُٺوَ شِٽ.
● مُسْتَقِرُ: ذ. (ع. قرُ = ٽِڪاڻو) رهڻ جو هنڌ - ترسڻ جي جاء - ٽِڪاڻو - ٽِڪاڻو - آستانو. اڏو. (آصفيہ).
● مُسْتَقِلُ: صفت. (ع). استقلال وارو - مضبوط - مستحڪم - اٽل - اٽَرُ - برقرار - پائيدار - پڪو - استوار - قائم. دائم - هميشه. (آصفيہ).
● مُسْتَقِلُ مِزاجُ: صفت. پڪي ارادي وارو - محڪم مزاج - ثابت قدم. گنڀير - بردبار. (آصفيہ).
● مُسْتَقِيمُ: صفت. (ع). سِڌو - سَنئون - آڻو - ڪَڙو - سِڌو پٽل - عمود بيٺل - سُوڌو. پڪو - پختو - ڏاڍو - مضبوط - قابو - سوگهو - اچل - برقرار - ڪتبُ ڪوڙ. اِستر.
● مَسْتَڪُ ۽ مَسْتَڪَ: ذ. (سن. مستڪَ) مٿو - سِرُ - سِري - سِسي - مُنڍي. پيشاني - نِراڙ (خاص ڪري هاٿيءَ جو).
● مُسْتَمَنْدُ: صفت. (ف. مُسْتَ = غم + مَندُ = وارو) غمگين - حاجتمند. (ڪاجرا).
● مُسْتَنَدُ: صفت. (ع. سَنَدَ = هن ٽيڪ ڏني) سَنَد يافته - سَنَد پاتل - تصديق ڪيل - ٽِڪ - برابر - اعتبار جوڳو - پرمانِڪُ - معتبر. (آصفيہ). نِجُ. (ڪاجرا).
● مَسْتُورات: ث. (ع). زالون - اِستريون - عورتون - ناريون. (صفت). سَتَرُ واريون - پردي واريون - اشراف (زالون). حرمسراء. (ڪاجرا).
● مَسْتُونِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مُسْتَوِيُ: صفت. برابر - سَرِيڪو - موافق - سنئون - سِڌو سنئون - پڌرو پڌرو. هڪ جيترو - هموار - هَمُ وَزن. متمستل. (ڪاجرا).
● مُسْتِيُ ۽ مُسْتِيُون: ث. (سن. مُشٽ = مينو > مُشٽينڊي > متيہ = مچي + انڊو = بيضو)

مِيناڻ. ڳڙ مان ناهيل ڳاڙهي کنڊ. ڳڙ جي پورِ.
● مَسْتِيُ خانُ: اسم خاص تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مِسْٽَرُ: ذ. صفت. (انگ). ميان - محترم - صاحب - جناب. مانَ وارو - معزز. (آصفيہ).
● مَسْجِدُ ۽ مَسْجِدُون: ث. (ع. سَجَدَ) سجدي ڏيڻ جي جاء - نماز پڙهڻ جي جاء - عبادت گهر - عبادت خانو - مَسيت.
- مَسْجُودُ: ذ. جنهن کي سجدو ڪيو وڃي. (ڪاجرا).
● مِسْجَڻُ: مصدر. (سن. مشترَ = گڏيل) گڏجڻ - مِلڻ. مِلاوت ٿيڻ. جمع ٿيڻ - ميڙ ٿ. رِليِي مِلي وڃڻ.
● مُسْجَڻُ (ت): مصدر. (سن. مُش = ڏکوئڻ) عادت ٿي وڃڻ - هيرِ ٿي وڃڻ. نقصان هيٺ اچڻ - ٽوٽي ۾ پوڻ - مشڪلات ۾ اچڻ - برباد ٿيڻ.
● مَسْحُ: ذ. وضُو جو هڪ رُڪن - وضُوءَ ۾ هٿ مُنهن ڌوئڻ بعد مٿي، ڳچيءَ، هٿن ۽ ڪنن جي مٿان هٿ هڻڻ وارا هٿ گهمائڻ جي حالت.
- مَسْحُ ڪَرَڻُ: مَسَ ڪيڻ. (ل). وضُو ڪرڻ. طهارت ڪرڻ. (ل).
- مَسْحو: ذ. وضُوء جو هڪ ڀاڱو (وضُوءَ ۾ هٿ، منهن، مٿو ۽ ڳچيءَ جي مٿان هٿ گهمائڻ جي حالت). (ڪاجرا).
● مُسَخَّرُ: صفت. (ع. مَسَخَّرَ = تابع ڪيل) فتح ڪيل. جيتيل - کٽيل. قبضي ڪيل - ماتحت ڪيل. (آصفيہ).
● مَسْخِرو ۽ مَسْخِرا: ذ. صفت. (ع. مسخره = چرچائي) مسخري ڪندڙ - کِلَ وجهندڙ. چرچائي - بَندُوشَڪُ - پوڳائي - مشڪرو. رونشائي - تماشائي. (ث. مَسْخِري ۽ مَسْخِريُون).
- مَسْخِرِيُ ۽ مَسْخِرِيُون: ث. کِلَ - چرچو - پوڳ - ڪِلو - مذاق - مشڪري - تماشو - مزو - روشو - ولدر. چٿر - ٽوڪ - ٽٺولي - ٽوڪزني.

- مُتسُخير ياٺِيُ ۽ مُتسُخير ياٺِيُون: ث. صفت. مسخري ڪندڙ (عورت). (ڪاجرا).

● مُسَدَّس: صفت. (ع. ڇهن پاسن وارو) ڇهن پاسن وارو - شَشُ پهلُو. (ذ). ڇهن مصرعن وارو شعر.

● مِسِرُ ۽ مِسِرَ: ذ. (سن. مِشرَ= پُوجُ) پانيڻ - برهمڻ. (ڪاجرا). برهمڻ جي هڪ فرقي جو نالو. (اسم خاص). برهمڻ جي هڪ ذات جو نالو. (ٿ). (ذ. صفت). ڪم ڪان نٽائيندڙ - گوسِڙو - نٽائو - ڪم ڪوس. بهانا ڪندڙ. (ٿ).

- مِسِرائِيُ ۽ مِسِرائِيُون: ث. پانيٽياڻي - برهمڻ (زال).

● مَسَرَّتَ ۽ مَسَرَّتُون: ث. (ع. مَسَرَّةَ < سَرَّ= هو تمام خوش ٿيو) خوشي - سَرهائي - پرمنتا. راحت - فرحت - آنند - خُرسَندِي - خَرَّمي - شادماني. نشاط - آنند - سُکُ - ڪلياڻ - مَنگَلُ. موج.

● مُسُرِفُ: ذ. صفت. (ع). فضول خرچ ڪندڙ - اسراف ڪندڙ - اجايو خرچ ڪندڙ. (ڪاجرا).

● مَسُرَڻُ: مصدر. (سن. مر (ي) ج: مر (ي) د= مهٽڻ) مهٽڻ - ماڻ. (ڪاجرا).

● مَسُرُورُ ۽ مَسُرُورَ: ذ. صفت. (ع. سَرَّ= خوشي) سرهو - خوش - نهال - شاد - پرسن - شادمان - مَنگهن - خُرسند - راضي.

● مِسُرِيُ ۽ مِسُرِيُون (ڪ): ث. (پيڙيءَ جي ڪَپيءَ ۾ وچ تي لڳل لوهي ڪلي. (ن. ب).

● مُسُتِرِيُ ۽ مُسُتِرِيُون (ل): ث. ڏاڙهي - سُونهاري - رِيشَ. (ن. ب).

"مرد نڪرندي مُسَترِيُ، آسِتيي آرء سَتَ".

● مَسُتِرِ يارو ۽ مَسُتِرِ يارا: ذ. صفت. مصلحت وارو - ڏاهو - عاقل. (ڪاجرا).

● مُسُطَحُ: ذ. ڇت جو هڪڙو قسم، جنهن ۾ ڪهگل تيل هجي، مگر ان جا شهتير ڏسڻ ۾ نه اچن. (ڪاجرا).

● مَسُطِرُ ۽ مَسُطِرَ: ذ. (ع). رازن جي سيرُن جي سِڌائي وٺڻ لاءِ ڪم آندل ڪاٺ جي پٽي - مَستَرُ - ليڪن پائڻ جو اوزار. (ڪاجرا).

● مَسُعُودُ: صفت. (ع. سعد = نيڪ) نيڪ - نيڪ بخت - سعيد - بختاور - سعاد تمند - سڀورو - ڀاڳ وارو - خوش نصيب - ڀلارو. (آصفيہ).

● مَسُقِطُ: اسم خاص. (ع. مسقط = ڪرڻ جي جڳهه) ايشيائي روم جي هڪ شهر جو نالو. (آصفيہ).

● مَسُڪَ ۽ مَسُڪُون: ث. (سن. مَشُڪَ = سانداري) سانداري - ڪَلِبي - ڀخال - مشڪ - اوٺي. ڀُمي - ڀِنّا. (ڪ). ڀُنيءَ ۾ ڀيل سُور. (ڪ).

● مَسُڪِرات: ث. (ع. سَڪَرَ) نشيدار شيون.

● مَسُڪَنُ: ذ. (ع. سَڪَنَ = رهڻ جي جاءِ) رهڻ جي جاءِ - جاءِ سڪونت - جاءِ قيام - قيامگاهه - گهرُ. مَڪانُ - جاءِ - آستانو - خانو. (آصفيہ).

● مَسُڪو ۽ مَسُڪا: ذ. (ف. مَسُڪه = مکڻ) مکڻُ. (آصفيہ). خوشامد. ڪاري پاٺيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (ڪاجرا).

- مَسُڪو لڳائڻُ: خوشامد ڪرڻ. (ڪاجرا).

● مُسُڪو ۽ مُسُڪا: ذ. صفت. ٿلهو - متارو - ڏمتال. (ذ). مڇيءَ جو هڪ قسم. (ڪ).

● مِسُڪِينُ ۽ مِسُڪِينَ: ذ. صفت. (ع. سَڪَنَ = هو ويٺو) غريب - نِڌَرُ - تهي دست - ڪُنَل - آتايو - مُفلس - نادار - ڪنگال - فاقہ ڪش. عاجز - ويچارو - نماڻو - لاچار. لاتوان - اڌِينُ - بي وس - بي پهچ - ڪم طاقت. بي حال - ضعيف. ڏُجهارو - ڏوکي - دُکي. شامت زده - حَليم - بُرد بار - نهٺو - نِر ايماني - نِر اهنڪاري - نماڻو - غريباڻو.

- مِسُڪِينِيُ ۽ مِسُڪِينِيُون: ث. اڻ هوند - ڪنگلائي - محتاجي - غريبي - غُربت - ڪنگالپڻو - افلاس - ولهائي - سُچ - ناداري - حليمي - عاجزي - انڪساري.

● مُسُتلِحُ: صفت. (ع). هٿيار پنوهار پهريل - هٿياربند - شَستردَاري - لُهبَند ن سان تيار. (آصفيہ).

● مُسَلْسَلُ: صفت. ( ع ). سلسلي بندي ڪيل - زنجير بند - لڙهي بند - مُتواتر - مُتصل - سلسليوار - هڪ ٻئي پٺيان. ( آصفيه ) ترتيب وار.

● مُسَلَّطُ: صفت. ( ع. سَلِطَ ) تسلط ڪندڙ - قبضو ڪندڙ - قابض - غالب. زورآور - طاقتور. ( آصفيه ).

● مُسَلَّمُ: ذ. صفت. ( ع. سَلَمَ ) سالم رکيل - برقرار رکيل. پُورو - ڪامل - سلامت - سارو - سربستو - سمورو - سچو - سالم - ثابت. سڀ - ڪُل - سڀوئي. سچو سارو - سچو ئي سچو - صحيح سلامت. تسليم ڪيل - مڃيل - قبول ڪيل. مڃڻ جي لائق. ٺيڪ - پڪو - درست - اڪند ٻنهه - پُورو پُورو - معقول ٻين - بيشڪ - بلاشڪ - بجا. حوالي ڪيل - سپرد ڪيل - سونپيل.

● مُسْلِمُ: ذ. صفت. ( ع. سَلَمَ ) مسلمان - اسلام رکندڙ - محمدي - اهل اسلام.

● مُسْلِمانُ ۽ مُسَلْمان: ذ. صفت. ( ع. سَلَمَ ) اسلام قبول ڪيل - مذهب اسلام جو پيروُ - دين احمد جو پيروُ - مومن - مسلم. ( آصفيه ).

- مُسَلْمانُ ٿيڻُ: اسلام آڻڻ - اسلام تي اچڻ - دين محمدي قبول ڪرڻ. ( آصفيه ).

- مُسَلْمانُ ڪرڻُ: اسلام ۾ آڻڻ - دين محمدي ۾ شامل ڪرڻ.

- مُسَلْمانڪو: ذ. صفت. مسلمان جو - مسلمان وارو.

- مُسَلْمانِي ۽ مُسَلْمانيُون: ث. صفت. مسلمان واري - مسلمان جي. ( ت ). اسلام - اسلاميت. سُنت - خَتنو - طُهر. ( آصفيه ).

- مُسَلْمانياڻِي ۽ مُسَلْمانياڻيُون: ث. مسلم عورت. ( ڳاجرا ).

● مَسْئلو ۽ مَسْئلا: ذ. ( ع. مَسْئله ) مذهبي سوال - مسئلو. رِٿ - نهراءُ - تجويز - راءِ.

● مُسَلو ۽ مُسَلا: ذ. صفت. ( ع. مسلم جو بگڙيل لفظ ). مسلم - مسلمان.

● مَسْلُول: صفت. ( ع ). سِلهه جي بيماريءَ وارو - سِلهه جو مريض. ( آصفيه ).

● مُسَمّاتَ: ث. ( ع ). عورتن جي نالي اڳيان لڳايل خطاب - علامت تانيث.

● مِسمارُ: صفت. ( ع ). زبون - ناس - پائمال. ( ڳاجرا ).

- مِسمارُ ڪَرَڻُ: ڊاهڻ. ( ڳاجرا ).

● مِس مِس: ث. آهستي ڳالهاءُ - پِڻ پِڻ - ڦُس ڦُس. ڳجهو ڳالهائڻ.

- مِس مِس ڪَرَڻُ: آهستو ڳالهائڻ - مُس پُس ڪرڻ - ڦُس ڦُس ڪرڻ - پِڻڪار ڪرڻ - پِڻڪو ڪرڻ - پِڻڪات ڪرڻ. ڻڻائڻ - گوهِيِ ڪرڻ - گوڻڻاٽ ڪرڻ - ڻڻ ڻڻاءُ ڪرڻ - گُس گُساءُ ڪرڻ - ڀاسو ڪرڻ.

- مِسمِسِيو ۽ مِسمِسِيا: ذ. صفت. پِڻڪات ڪندڙ - سُرپُر ڪندڙ - سُس ڦُس ڪندڙ - ڻڻائو - گوهِيِرُ - گوڻڻاٽ ڪندڙ - ڻڻائيندڙ. بردبار - گنڀير - ديرينو - ڪانڌ وارو - تحمل مزاج - صبر وارو - صابرين - تحملي.

● مَسْنَدَ ۽ مَسْنَدوُن: ث. ( ع. سَنَدَ = وِهاڻو ) وِهاڻو - ٽڪيو. وِهاڻي واري جڳهه - وِهاڻو رکي ويهڻ واري جاءِ. گَدي - گادي - ٻِڌڪ. آسن - آسڻ - آستانو. تخت. ٽِيلو - سنگهاسڻ - صندڙ.

● مَسْنَدَ: اسم خاص. سک گُرن جي گاديءَ تي ويهندڙن جي هڪ ذات جو نالو ( اصل ۾ جادٽا کتري قوم ) سک گرن جي پاران ڊِلون اُڳاڙيندڙن جي سخت هاٺ ڪري، گرن جي ناراضپي سبب سنڌ ۾ ڀِرائس ۽ انهن جو اولاد آيو ۽ مذهبي پرچار لاءِ ڌرمشالائون قائم ڪيائون ). ( ڳاجرا ). ( ث. مَسْنَدياڻِي ۽ مَسْنَدياڻيُون ).

- مَسْنَدَ نَشِيْنُ: ذ. صفت. گاديءَ تي ويهندڙ - گادي نَشين.

● مَسْنَدَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو (ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ).

● مُسَنَّبُ ۽ مُسَنَّبَ (ڪ): ذ. چُهَنَبڙِي - چُهَنَبِئِيُ - چِمرڪو. ( جمع ۾ ) بَدن تي فرحت لاءِ گهمايل هَٿڙا - ٽَڏڙا - سُرڪارَ.

- مُسَتَنبَ ڏ يَڻُ: ٽنڊڙا ڪَڍ ڻُ. مٽي جي وارن مان جوئن ڪيڻ لاءِ هٿڙا گھمائڻ.

● مَستڻُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَسَڻُ ۽ مَسَڻَ: ذ. (سن. شمشانَ = جنگ جو ميدان، جتي ماڻهو مرن) هندن جي مُردن جلائڻ جي جاء. سِج - پِينگ.

● مِسڻ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مِسِڻ جاگِيرَ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُسَڻُ: مصدر. (سن. مُشُ = ڏکوئڻ). بدبخت ٿيڻ. ڪمبختي ۾ ٻوڙڻُ - شامت آچڻ - آپاڳ لڳڻ - بُرائِي چڙهڻ. تباهي ٿيڻ - کُٽڻُ - اُجاڙ ٿيڻ - ستيا ناس ٿيڻ - مُسڄڻُ. تڪليف ۾ اچڻ. برباد ٿيڻ. ويسر ۾ اچڻ - پِلجڻ. ڏکوئجڻ. (مُسيو (مُٺو) - مُستندوُ - مُسيل (مُٺل)).

● مِسوُ ۽ مِسا: ذ. (سن. مِشُرَ = ڪنڏيلُ) ڪهڻن قسمن جي ڪڏيل آن جو آٽو - ٻن ڇئن جنسن جي اناجُ جي آٽي کي ملائي ان مان پچايل مانِيءَ - روٽلو - ڦِڪي ماني - ٻي سوادي روٽي. (ڪاجرا). تيلي ٻج وارو فصل (ت). ڪَمُ نه اچڻ جهڙو - بيڪارُ - نيڪارُ (ٿ).

- مِسوُ ٽِسوُ: صفت. آلُوٽو سَلُوٽُو. (ڪاجرا).

● مَسوَاڙَ ۽ مَسوَاڙُونَ: ث. (جڳهه جو) ڀاڙوُ - ڪِرايو.

- مَسوَاڙِيُ ۽ مَسوَاڙِيُ: ذ. صفت. ڀاڙي تي وٺلُ - ڪِرايي دارُ.

● مِسوَاڪُ ۽ مِسوَاڪَ: ذ. (ع. استاڪَ = هن مکيو). ڏَنڊڻُ. مُساڳُ. (ع. ا. ڊ).

● مَسوُحَب: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُستوُدوُ ۽ مُستوُدا: صفت. (ع. مُسَوده > سَوُدَ = هن ڪارو ڪيو) ڪارو. ڪاري مس سان لکيل - تحرير ڪيل. پهرئين دفعي سَرسري طور لکيل تحرير (جا اجا صاف نه ڪئي وئي هجي) - ٻهرين ڪاپي - رَف ڪاپي. ڪَچو نَهرائڻ خاڪو.

● مَسوُ ديروُ: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۽ تعلقي جوهِيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَسوُر: ث. (سن. مَسرا). دال جو هڪ قسم - مُهرِيُ. (ڪاجرا).

- مَسوُرَ جِيُ دال: ث. مُهري جي دال.

● مَسوُ والوُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَسوڻيا (ٿ): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● مُسهِل: صفت. ع. قبضي ٽوڙ - قبض ڪشا - جُلابُ.

● مَسهوُ ۽ مَسهوُ: صفت. نه سهندڙُ - حاسِدُ.

● مَسئلوُ ۽ مَسئلا: ذ. (ع. مَسئلهَ). پڇڻ لائق ڳالهه - منجهيل سُوال. مشڪل ڳالهه. پيرشنُ. نهراءِ - رٿَ.

● مِسِيُ ۽ مِسِيُونَ: ث. (پرا. مِسِيا. سن. مِيِس + ايڪا = مِسِيُ. ف مِس = ٽامو). ڏندن کي مضبوط ڪرڻ جو ڪاري ۽ پُوري رنگ جو چُورو - سورهن سينگارن مان هڪ سينگار

"موهيوُ مِسيُ ۽ پان، مٿس مرجان لڳي"

(مفتون، مولوي همايون).

ڪاوڙي ٽِيٽر جي مادي. (ت) - ڪبهڙي (ل). (نب).

● مَسِيتِ ۽ مَسِيتُونَ: ث. (ع. مَسجِدَ جو بگڙيل) مسجد.

● مَسِيتِرِيُ (ل): ث. فراسين جي چِئن جو هڪ قِسم.

● مَسِيحُ: ذ. صفت. (ع. مسح). دوست. (اسم خاص). حضرت عيسيٰ عليه السلام جو لقبُ (فرشتن جي تيل مکڻ سبب حضرت عيسيٰ کي چيو ويو) - يَسوُع مَسِيحُ.

- مَسِيحِيُ ۽ مَسِيحِيُ: ذ. صفت. حضرت يسوع مسيحُ جو پوئلڳ - ڪرسٽي - ڪرستانُ.

● مِيسِي دائِي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ ڦيڙلو. (ت. بلوچستان).

● مَسْيو: ذ. ڳڌهه جو هڪ قِسم – ميٽانئين رنگ جو ڳڌَهُه. (ن. ب).

● مَسِيو تِسو: صفت. الُوٺو سٽُوٺو – چِتهرو.

● مُشابِهُه: ظرف. (ع. شَبَهَ = وانگر) وانگر – وانگيان – طرح – جيئن – جهڙس – مثل.

– مُشابَهت ۽ مُشابَهتُون: ث. هڪجهڙائي – مطابقت – موافقت – شَبِيهه – تَشبِيهه. برابري. پيٽ. لاڳاپو. بانو – ويس. شڪل – رُوپ. (آصفيه).

● مَشارِي: صفت. مشهور – ناليرو – ناميارو – هاڪارو. (سچل).

● مَشاطَ: ث. (ع). عورتن کي سينگار وغيره ڪرائيندڙ عورت – حَجامڻ. (آصفيه).

● مُشاعَرو ۽ مُشاعَرا: ذ. (ع. مُشاعره< شِعْرَ = هن موتي پُوتا) شاعرن جو اجتماع. بيت بازي. (آصفيه).

● مَشال ۽ مَشالَ: ذ. (ع. مُشعل جو بگڙيل) ڪَتڙڪِي – ڏِياٽِي – مُشعل.

– مَشالِچِي ۽ مَشالِچِي: صفت. مشعل کڻندڙ – مُشعلچي.

● مَشام: ذ. (ع). وارَ جي پاڙ وارو سنهڙو سوراخ (جنهن مان پگهر نڪري) – مَسامَ. (تاريخ سنڌ).

● مُشاهَدو ۽ مُشاهَدا: ذ. (ع. مُشاهده< شَهِدَ = هن ڏٺو) نظارو – ڏيک – منظر – ڏيکارو – لِقاءُ. دِيدَ – ديدار – درشن. جاچنا – ڏسڻي – معائنو. تماشو. لقاءُ. نور اِلاهيءَ جو نظارو. قدرت جو تماشو. عيني تجربو – عيني ثبوت – اکين ڏٺو دليل – چشم ديده ثبوت.

– مُشاهَدو ماڻڻ: ديدار ڪرڻ – لقاءُ ڏسڻ.

● مُشاهَرو: ذ. (ع. شَهَرَ) مهيني سِر مقرر ڪيل رقم – تنخواهه – پگهار – وظيفو.

● مَشائِخ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَشائِخ ۽ مَشائِخَ: ذ. صفت. (ع شيخ جو جمع، پر واحد ۾ ڪم ايندڙ) پيرسن ماڻهو. بزرگ. درويش. وَلِي. معزز.

● مَشائِخَ اوڍا: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَشائِخ هوتِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُشْتِ: ث. (ف. مُشْتِ. من. مُشْتِ) مُڪَ – مُٺِ. ٺونشو – گُوسو.

– مُشْتِ زَن ۽ مُشْتِ زَنَ: ذ. صفت. (ف). ٺونشو هڻندڙ – مُڪ هڻندڙ. مُٺِ هڻندڙ – هَٿَ رسُ ڪندڙ.

– مُشْتَ زَنِي ۽ مُشْتَ زَنِيُون: ث. مُٺ هڻڻ جي حالت – هَٿَ رَسُ.

● مُشْتاق ۽ مُشْتاقَ: ذ. صفت. (ع. شوق) اشتياق رکندڙ – شائق – چاهيندڙ – آرزومند – طالب – خواهشمند – گهورو – خواهان. مڪايل – آڪنديو. سوهيتل – وَسُ ڪيل – مَنُ لُيايل – عاشق – موهت – اکن چڪن. مُستدعِي – مُنتظر – انتظار ڪندڙ. (آصفيه).

● مُشْتَبِهُ: صفت. (ع. شُبِه) شڪ وارو – شڪيل – شڪي.

● مُشْتَرَڪ: صفت. (ع. شَرَڪَ) شريڪ ڪيل – ڳنڍيل – ملايل – گڏيل. ڀائيوار – حصيدار.

● مُشْتَرِي: صفت. (ع. شَرِيَ) خريدار. وڪڻندڙ. (ذ). هڪ گرهه جو نالو. (هي سيارو سيني گرهن ۾ وڏو، ڌرتيءَ جي قطر کان يارهوڻو قطر ۾، قطبن وٽ چپٽرو ۽ وچ ٿلهو، سندس سال ڌرتيءَ جي سال کان ٻارهوڻو). (ڳاجرا). وسپت.

● مُشْتَق: ذ. (ع. شَقَّ = چيريل) ڪنهن لفظ مان چيرجي نڪتل لفظ (جو انهيءَ لفظ جي مصدر يا اصل لفظ مان هجي) – بنيادي لفظ – اشتقاق ڏاتُو. مادَتُ – اصل – بُنياد – مادو.

– مُشْتَق اصلِي: ذ. اصل لفظ ۾ ڪجهه ڦيرگهير ڪرڻ سان تيار ٿيل لفظ. (علم نَحُو).

– مُشْتَق اِضافِي: ذ. اصل مصدر جي اڳيان يا پٺيان ڪنهن نشاني ملائڻ سان تيار ٿيل لفظ. (علم نَحُو).

● مُشْتَمِلُ: صفت. (ع. شَمَل = شامل ٿيو) شامل ٿيندڙ- جُٽ ٿيندڙ- گڏ ٿيندڙ- گڏ- شامل- ڪٺو. (آصفيہ).

● مُشْتَهِرُ: صفت. (ع. شَهَر) اشتهار ڏيندڙ. ڍنڍورو ڏيندڙ- مَنادي ڏيندڙ. شُهرت ڏيندڙ- مشهور ڪندڙ. (آصفيہ).

● مَشُٽ: ث. ماٺ- چُپ- خاموشي- سُناٽُ- سُن سُناٽُ- ٻُٽ- گُپ چُپ- گُونگ ٻوڙُ- چُپ چاپ- چُپُ چُپاءِ- سُناٽو- ماٺيائي- سانت- ماٺوڙو- آرام- ڄام- سامت.

● مُشْتَنْڊُو ۽ مُشْتَنْڊا: ذ. صفت. سگهو- سگهارو- ٻَلِي- ٻَلْوانُ- ٻَليارُ- ڀَرْ ٻَل- ڪَراڙو- ڪڙا ڪڙي. ستر و- سگهارو- سگهائتو- سٻَرُ- زوائتو زور ڀَريو- سگهو- ڦڏو تِي- سَگهِي- ستائتو. قرارو- توانو- مضبوط- جاڏو- جبرو- ٻت ۾ ڀريل- ڏنبو- ستائتو- جانٺو- سترُ وترُ- ڏونسو- متارو- ڏميتالُ.

● مَشترُ ۽ مشترَ: ذ. صفت. مشهُورُ- ناميارو- ناليوارو- هاڪارو. (ن. ب).

● ميشرَ ۽ ميشرَ: ذ. برهمڻ جو لقب- برهمڻ کي آدر ڀاءُ جو لفظ. (ڳاجرا).

● مَشْرِقُ: ذ. (ع. شَرَقَ) ڏينهن واري روشني نڪرڻ وارو پاسو- اڀرندو- اوڀرُ- پُورَبُ. (آصفيہ).

- مَشْرِقِي: ذ. صفت. اڀرندي جو- اوڀرجو- پوربي.

● مُشْرِڪُ: صفت. (ع. شِرڪ= شِرڪُ ڪندڙ) شريڪ ڪندڙ- خُدا سان ڪنهن کي شامِلُ ڪندڙ- شِرڪ ڪندڙ. بُتُ پرستَ- قَبرُ پَرَستُ. (آصفيہ).

● مُشِرُوُ: ذ. گڏيل سِٽِي ۽ ڪپهہ.

● مَشْرُوطُ: صفت. (ع. شرط) شرط ڪيل- شرطي. (ع. ا. ڊ). علم نحو جي اصطلاح ۾ ڪنهن شرط ڪيل جملي جي نتيجي وارو جملو- جزا. (علم نحو ٦١).

● مشِرُوعُ: ذ. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قِسمُ- گڏيل سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم. (ڳاجرا).

● مُشْتَرِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهہ ۽ حيدرآباد منڊ ۾).

● مَشْعَلُ ۽ مَشْعَلَ، مشعلُون: ذ. ث. (ع. شَعَلَ). مُشالَ- مُشْعالُ- ڪَڙڪِي- ڏِياٽُ- ڏياٽي- مُتو.

- مَشعَلچِي: ذ. صفت. مَشْعَل کڻندڙ- مُتي وارو- ڏِياٽُ کڻندڙ.

● مَشْغُولُ ۽ مَشْغُولَ: ذ. صفت. (ع). شُغل ۾ لڳل- ڪم ۾ لڳل- رُڌلُ- مَصرُوفُ- آهار ٻَلُ.

- مَشْغُولِي ۽ مَشْغُولِيُون: ث. مصروفيت- وِهندي. ڪِرت- حاجَ- ڪَمُ- ڌنڌو- ڪارُ.

● مُشْفِقُ: صفت. (ع. شفق= مهربانُ) شفقت ڪندڙ- مهربان- شَفِيقُ. نوازش ڪندڙ- احسان ڪندڙ- ڀلائي ڪندڙ. ترسُ کائيندڙ- رحمدل- دَيالُو- ٻاجهارو. دَرد مَند- غمگسارُ. رَفِيقُ- دوستُ پيارو. (آصفيہ).

● مَشْقَ ۽ مَشْقُون: ث. (ع). روزانو ڪنهن ڪم کي وري وري ڪرڻ جي حالت- استعمال- اڀياسُ- مُحاوَرو- ماڌنا. عادَت- هيرَ- نيسَمُ- ورتاءُ- عَمَلُ. لِکڻُ جو ڪمُ (شاگرد کي)- نَقلُ- پيروي آتارو.

- مَشْقَ پچائِڻَ: استعمال ڪرڻ- اڀياس ڪرڻ- مُحاورو ڪرڻ. شاگرد جو صورتخطي کي پڪو ڪرڻ.

- مَشْقَ ڪَرَڻُ، مَشْقَ پچائڻ.

● مَشَقَّتَ ۽ مَشَقَّتُون: ث. (ع. شَقّ) تڪليف- اهنج- ڏکائي- هلاڪي- ڏِقت- تصديع- زحمت. پتوڙ- ڳهہ- ڪشالو- درد سري- جاکوڙو- جانفشاني- جدوجهدُ. پورهيو- لايو لڳايو. ڪم ڪار- ڌنڌو- ڪِرت- مزوري.

● مَشْڪَ ۽ مَشْڪُون: ث. اسم. (س. مَشَڪَ) پاڻي ڀَرَڻُ جي چَمُ جي ٿيلهي- پَکالَ- ماندارو- سانداري- اوٺي- ڪَلِي.

- مَشْڪِي: ذ. صفت. مشڪ کڻندڙ- (پاڻي جي) مَشڪ ڀريندڙ. (ڳاجرا).

● مُشْڪَ ۽ مُشْڪُونُ: ث. (ف. مُشْڪَ) ڪَستوري - ڪَٿوري - خَستوري. ٻنا سگهن هرڻ جي ڏُن مان نڪتل هڪ خوشبودار مادو (جيو وجي ٿو ته هي هرڻ ماڪ نيپال ۽ ختن ۾ رهن ٿا). هٿن پيرن جو ٻئو - ڏورو - گوشت جو مُڇو.

= مُشْڪَ بِلائي: ٻلي جي آنڊن مان نڪتل گهاٽي چرٻيءَ جهڙي خوشبوءِدار ليزَ (آفريڪا ۽ عربستان جي هڪ ٻلي جي آنڊن جي هيٺين پاسي مان ڪستوري جهڙي خوشبوء دار ليزَ). (ڳاجرا).

= مُشْڪَ بِلو: ٻليءَ جو هڪ قسم (جنهن جي آنڊن مان خوشبوءِ دار ليزَ نڪري ٿي). (ڳاجرا).

= مُشْڪُونُ ٻَڌَڻُ: ٻانهون ورائي پٺيءَ پٺيان ٻڌڻ (جيئن آدمي ٻڇي نہ سگهي) - ٻانهُن جا ڏورا ٻَڌڻ - چَوُڪُنيو ٻَڌڻ - ٻَچوڙڪي ٻڌڻ - ٻُشڪين ٻڌڻ.

= مُشْڪِي: ذ. ڪَٿوريءَ وارو - سُرهو - خوشبوءِدار. ڪارو گهوڙو - سانورو - سانولو.

● مُشْڪُونُ جمع: گهوڙي ۽ شينهن جي ڳچيءَ جا وار. (ڳاجرا).

● مُشْڪِرو ۽ مُشْڪِرا: ذ. صفت. (ع. مَسْخره = چرچائي) چرچائي - ٺوڪائي - مسخرو.

= مُشْڪِرو لَڳَڻُ: مزو اچڻ - دل کي وڻڻ - راحت اچڻ - وندر ٿيڻ.

= مُشْڪِري ۽ مُشْڪِريُون: ث. چرچو - ٺوڳ - خوش طبعي - ظرافت - ڪِل ٺوڳ - مسخري.

● مُشْڪِلُ: ذ. صفت. (ع. شَڪَلَ = سخت) ڏکيو - اهنجو - اوکو - اولو - آهنڪو - اِل ولو - ڪَٺن - ڏُاڻيپ - ڏُهيلو - سخت - ڪَٺن - دُشوار. تڪليف وارو. (ث). مشڪلات - اهنجائي - اوکائي - تڪليف - دقت - مصيبت - دُشواري - سختي - ڪشٽ. سوڙهه - تنگي - لاچاري - ضرورت - گهرج. آفت - ويڌنا - ٻپتا - آپدا.

= مُشْڪِلات ۽ مُشْڪِلاتُون: ث. اهنجائي - اوکائي - تڪليف - ڏکيائي. سوڙهه - تنگي - لاچاري.

= مُشْڪِلات حَل ڪَرَڻُ: ڏکيائيءَ مان ڇڏائڻ - مشڪل پچڻ - اهنج دور ڪرڻ. مصيبت کان نجات ڏيارڻ - آجو ٿارڻ.

= مُشْڪِل ڪُشا: ذ. صفت. مشڪلاتون دور ڪندڙ - ڏک لاهيندڙ - اهنج دور ڪندڙ. مُصيبتون دفع ڪندڙ.

● مُشْڪَڻُ: مصدر. ٺورو ڪِلڻ - چپن ۾ ڪِلڻ - مُرڪڻ - ٻاٻوهڻ. ڪِلڻ. خوش ٿيڻ - سرهو ٿيڻ. (مُشڪيو - مُشڪندو - مُشڪيل).

= مُشْڪ ۽ مُشْڪُونُ: ث. ٺوري ڪِل - ٻاٻوهه - مُرڪ.

= مُشْڪَڻُ ڪُشْڪَڻُ: مصدر. ڪِلڻ - مُرڪڻ - ٻاٻوهڻ. خوش ٿيڻ - راضي ٿيڻ - ريجهڻ.

● مُشْڪو ۽ مُشْڪا: ذ. نئڙو هيرو - لالڙي.

● مَشْڪُورُ: ذ. صفت. (ع. شُڪُر) شُڪرگذار - شُڪرمند - شاڪر - مَمنُون - احسان مند.

● مَشْڪُوڪُ: ذ. صفت. (ع. شَڪَ = شڪي) شڪ ڪندڙ - شڪي - شڪائتو - وهمي - گماني - سنيسئي - ڀِرمي. لڄارو - سنڪوچي - شرميلو - حجابي.

● مَشْوَرَتَ: ث. (ع. مَشوره) مَشوَرَه - صلاح - صلاح مصلحت - ڳُشت - مَتَ - نصيحت - راءِ - اٽڪل - خيال - ويچار.

● مَشْوَرو ۽ مَشْوَرا: ذ. (ع. مَشُوره = صلاح) صلاح - مصلحت - مشورت. (آصفيہ).

= مَشْوَرو ڪَرَڻُ: صلاح ڪرڻ - صلاح مصلحت ڪرڻ - تجويز ڪرڻ. سازش ڪرڻ - منصوبو ٻَڌَڻُ - سِتَ سِتَڻُ. (آصفيہ).

= مَشْوَرو وَٺَڻُ: صلاح وٺڻ - صلاح مصلحت وٺڻ - راءِ وٺڻ - تدبير پڇڻ (آصفيہ).

● مَشْوَري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي ۾).

● مَشْوُنڪِڙو ۽ مَشُونڪِڙا (ڪ): ذ. جانور جو هڪ قسم.

● مُشَهِدو ۽ مُشَهِدا: ذ. (ع. شَهد). نظارو - نِماءُ - لقاءُ - ديدار - ڏيکاءُ - مُشاهدو. رَوْنشو - چرچو - تَماشو - کِل خوشي - مٺو - گمت - وِندَر - وِيار - کَلول - بازي - کِل - مَسخري - مالڪ.

● مُشهدي: ذ. سِکي جو هڪ قِسم (رپيو، ٻَه رُپي کان گهٽِ قيمت وارو).

● مَشهُور ۽ مَشهُورَ: ذ. صفت. (ع. شَهر) شُهرت کيل - هاڪارو - نامَ کَٽيو. ناميارو - پَڌرو - نالي وارو - نامي - ناميو - ناليرو - پرسِڌ - مَعرُوفُ - نامورُ.

= مَشهُورائي ۽ مَشهُورائيون: ث. شُهرتَ - آگهيتَ - پَڌَر - پرڪاش - نالو - ناموَري - ڏاڪو. هاڪ - نامُوسَ - ساراهَ. شُنِيدَ.

= مَشهُوري ۽ مَشهُوريُون: ث. ناموري - هاڪ - ناموس - ساراهه.

● مَشيّات: ث. (ع). خواهش - ارادو. (گاجرا).

● مُشيرُ ۽ مُشيرُ: ذ. صفت. (ع). مَشُورو ڏيندڙ - صلاح ڏيندڙ - صَلاحڪارُ. تدبير ٻڌائيندڙ. مَنِتري - ڪارڪُنُ - وَزيرُ - ديوانُ - مَيا مَنُّ - متيمبرُ. چڱو مڙسُ - وَڏيرو - پنچ - مُکِي.

= مُشيرُ پَ نامو ۽ مُشيرَپَ ناما (ت): ذ. صلاحڪار - جَماعت جو تحريري فيصلو. معتبر ماڻهن جو فيصلو.

= مُشيري ۽ مُشيريُون: ث. ميمبري. وزيري.

● مِشي مِشي (ک): ث. خوشامَدَ - چاپلوسي.

= مِشيُون مِشيُون ڪَرَڻُ (ک): خوشامد ڪرڻ - چاپلُوسي ڪرڻ.

● مَشينَ ۽ مَشينُون: ث. (انگ. مِشن = ڪَلَ) ڪَلَ - پُرزو هَٿُ جو ناهيل اوزار. (آصفيه).

= مُصاحِبُ ۽ مُصاحِبَ: ذ. صفت. (ع. صُحبَ = سنگتي). سنگتي - ساٿي - دوست - يار - سَجڻُ - مِترُ - گهٽگهرو - اِخلاص مَندُ - هَمدردُ - غَمگُسارُ - آسا ٻَڌَندڙ - رَفيقُ - صُحبتي. چاوِلي نائِبُ.

= مُصاحِبَتَ: ث. سَنگتَ - دوستي - ياري - سَچَپائي. صُحبتَ. اِخلاصَ - همدردي - سچپائي - گهٽگهرائي - هَمدردي. رِفاقتَ. (ع. ا. دِ).

● مُصافَحَه: ذ. (ع. صَفَحَ = هَٿُ مِلاءُ). ملاقات وقت هَٿَ ملائڻ جي حالت - هَٿُ مِلاءُ - خوش خوش - خوش خيرعافيت - دست بُوسي ڪرڻ.

= مُصافحو ڪَرَڻُ: هٿ سان هٿ ملائڻ - خوش خوش ڪرڻ - خيرعافيت ڪرڻ - دست بوسي ڪرڻ.

● مَصالِحَ: ذ. (ع). مصالو - مسالو - کاڌي کي مزيدار ڪرڻ وارو وکر (مرچ، لوڻ وغيره) - ويگَرُ. شئي شِڪل - ساميگري - ڪنهن به مرڪب کي ناهڻ لاءِ ڪَچو سامان - جاءِ ٺهرائڻ جو سامان - مَرُمّاتَ. پَسار - جَڙي ٻُوٽي. خو بيون - ڀلايون.

= مَصالِحدار ۽ مَصالِحدارَ: ذ. صفت. مَصالِحُ وارو - ويگَرُدارُ - چهروُ - سلُوڻو.

= مَصالِحدائي ۽ مَصالِحدائيُون: ث. مَصالِح رکڻ جي پيتي.

= مَصالِح ڏِيڻُ (ت): چمڙي کي پائي، چُوني ۽ ڪاري کار ۾ وِجهي رکڻ.

= مَصالِح گَڏَڻُ (ت): جُوئر جو پَٽُ، آلو آڪُ ۽ پاڻي گَڏَڻُ.

● مَصالَحَت: ث. (ع. صُلح). صُلح - ميلُ - ميلاپَ - ٺاهُ - صُحبتَ. (آصفيه).

● مُصحَفُ: ذ. (ع. صَحَفُ). قُرآن ڪريم - فُرقان حَميدُ - مُسلمانن جو خُدا کان لَٿَلُ مذهبي ڪتاب - ڪلام الله - چُمڻ جي لائق ڪتاب. محبوب جو مُنهُن. (آصفيه).

● مِصداقُ: ذ. (ع). صِدِقُ يا سچائيءَ جو هٿيار. صداقت جو ثبوتُ - سَچائي جي ثابتي - گواهي - شاهدي - ثبوت. (آصفيه). (صفت). تصديق ڪيل - خاطري ڪيل. مَوافِقُ - برابر.

● مَصدَرُ ۽ مَصدَرَ، مَصدَرُون: ذ. ث. (ع). نڪرڻ جي جاءِ - صادر ٿيڻ جي جاءِ - جاء

صدُ وُ ر. مُولُ - مُنڍُ - بُنيادُ - اصلُ - مُنهُن - ڏُ ر - مُهڳُ. ڦيري اچڻ جي جاءِ - موٽي اچڻ جي جڳهه. اشتقاق - ڌاتُو (ڪنهن لفظ جو). فعل جي اها سادي صورت جا ڪنهن ڪم يا حالت جي معنيٰ ڏيکاري - اسم مصدر - نمت ارٿ. (علم نحو).

▬ مصدر ترڪيبِي: ذ. ث. علم نحو جي اصطلاح ۾ اهو مصدر جنهن جي معنيٰ مصدر ۾ نہ نڪري - حاصل بالمصدر. مثلاً: "ڪرڻي، پڙهڻي، چوڻي وغيره". (علم نحو ٦٥).

▬ مَصۡدَرِ جَعۡلِي: ذ. ث. اهو مصدر جو ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي لفظ پٺيان "ڻ" وجهڻ سان ٺهي. مثلاً: "طلبڻ = ڪَشڻ وغيره". (علم نحو ٦٥).

▬ مَصۡدَرِ حَقِيقِي: ذ. ث. فعل جو هڪ قسم. مثلاً: "ڪرڻ، چوڻ وغيره". (علم نحو ٦٥).

▬ مَصۡدَرِ وَضۡعِي: ذ. ث. مصدر حقيقي. (علم نحو ٦٥).

● مُصَدِّق: ذ. صفت. (ع. صَدَّق) صدق جو - سچو - حقيقي - حقي. شاهد - گواهه. (ع. ا. ڊ)

● مِصۡرُ: ذ. (ع). شهر - بلده - نڳرُ. هڪ شهر جو نالو (جنهن کي مِصۡرُ پٽ نوح آباد ڪيو هو). آفريڪا کنڊ جو هڪ مشهور مُلڪ. (آصفيہ). زالن جي مٿي جي وارن تي پڌل نندو ڪنڊو ڪپڙي ٽڪر - ڪشابو. ڪيس آبو. (ڪ).

▬ مِصۡرِي يا مِصۡرِي: ذ. صفت. مصر جو - مصر وارو. مصر جو وهنل - مصر جو رهاڪو. (ث) مصر مُلڪ جي ٻولي.

● مُصِرُ: صفت. (ع. صَرّ = اصرار ڪندڙ). امداد ڪندڙ - وري وري چوندڙ - (ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ) زور ڀريندڙ.

● مِصۡرُ جِي واءِ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مِصۡرَعَ يا مِصۡرَعُون: ث. (ع). لغوي معنيٰ ۾ دروازي جا طاق. اصطلاحي معنيٰ ۾ شعر جو اڌ حصو. مثلاً:

"ويو اخلاص عالم مان عجب هي دؤر آيو آهه،
ڏجي هرڪو ٿو ظالم ڪانءُ عجب هي دؤر آيو آهه".

مٿين شعر ۾ ٻہ مصرعون آهن، جن مان پهرين سٽ کي مصرع اولٰي ۽ ٻيءَ کي مصرع ثاني چئبو آهي) - اڌ شعر. ڪافيءَ جو هڪ ٽڪرو.

● مَصۡرُوفُ: ذ. صفت. (ع. صَرَفَ = مشغول) مشغول - رُڌل - لڳل - چنبڙيل. قاتل (ڪم ۾). صرف ڪيل - خرچ ڪيل. ڦيريل - واپس آيل - موٽي آيل. (آصفيہ).

● مِصۡرِي يا مِصۡرِيُون: ث. مناٺ جو هڪ قسم - کنڊ جي چاش مان ٺهيل بلورن مثل مناٺ. (ع). تمام تکي تلوار. شراب جو هڪ قسم - تمام تيز شراب. ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو - رود (ڪپيءَ) جي وچ واري ڪلي يا سرائي. (اسم خاص). تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو. (ت).

● مِصۡرِي پُورُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مِصۡرِي شاهہ: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُصۡطَفيٰ: صفت. (ع. صفو = چونڊيل) ڇُٽل - برگزيده. خراين کان پاڪ. مجتبيٰ. چونڊيل - ڏٺل - پسند ڪيل - مقبول - منظور نظر. (اسم خاص). حضرت رسول مقبول احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن جو لقب.

● مُصۡطَڪِي: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (هيڊي رنگ تي ڪنهن وڻ جو ڳوند).

▬ مُصۡطَڪِي رُومِي: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● مُصَفّا: صفت. (ع. صفو = پاڪ). صاف - صاف ڪيل - صفا - نرمل - اُجل. پاڪ (آصفيہ).

● مُصۡلِح: صفت. (ع. صلح). اصلاح ڪندڙ - درستي ڪندڙ - سڌاريندڙ - سڌارڪ. (ع. ا. ڊ).

● مَصۡلَحَتَ يا مَصۡلَحَتُون: ث. (ع. صلح). نيڪ صلاح - نيڪ مشوره - مناسب تجويز. صلاح - مت - مشورت - ڳالهه. آپاءُ - وجهه - تجويز - ٻيلو - آڪل - ٽل. حڪمت علمي - نيتي - تدبير - جترائي - سيائپ - ڏاهپ. خوبي - چڱائي - ڀلائي - نيڪي - عمدگي. (آصفيہ).

- مَصۡلَحَتاً: ظرف. نيڪ صلاح سان. دِلي پادلي- چاٿي واٿي- پاڻمراد و- پنهنجي خيال سان.
- مَصۡلَحَتِتان ۽ مَصۡلَحَتتان: ذ. صفت. صلاح ڏيندڙ- صلاحڪار- نصيحت ڏيندڙ. صلاح مصلحت ڪندڙ. تجويز ڪندي ڏيندڙ- آلڪل سٽڪل پڌائيندڙ.
- مُصَلّو ۽ مُصَلّا: ذ. (ع. صَلّي) نماز پڙهڻ جي جاءِ- عبادت گاهه- مسجد. نماز پڙهڻ جي لاءِ ننڍو تڏو يا غاليچو- نماز پڙهڻ وارو ڪپڙو- جاءِ نماز.
- مُصَلُّوب: ذ. صفت. (ع). سوريءَ تي چاڙهيل- ڦاسي ڏنل. (گاجرا).
- مُصَمَّم: صفت. (ع). پڪو- پُختو- مستقيم- آستوار- محڪم- اٽل- اڻ ٽر. (آصفيه).
- مُصَمَّم اِرادو: پڪو ارادو- عزم بالجزم- پُختو قصد- مُحڪم ارادو- مضبوط خيال- اٽل فيصلو- پُختو ويچار. (آصفيه).
- مُصَنِّف: ذ. (ع. صَنَّفَ = هن ٺاهيو) تصنيف ڪندڙ- ڪتاب ٺاهيندڙ- مُؤلِّف. ڪتاب لکندڙ- ليکڪ- گرنٿ ڪار- لکوپس.
- مُصَنِّفِي: ث. تحرير- ليکپت- تصنيف- مؤلفي.
- مُصَنِّفِي جو حق: ذ. حق تصنيف.
- مُصَنُّوعِي ۽ مَصۡنُوعِي: ذ. صفت. (ع. صنع) هٿراڌو- بڻايل- ٺاهيل. بناوٽي- جعلي- جڙتو- نقلي- تقليدي.
- مُصَوِّر ۽ مُصَوَّر: ذ. صفت. (ع). تصويرون ٺاهيندڙ- چترڪار. ڪمانگر- نقاش. رنگ ڏيندڙ- رنگ ساز. (آصفيه).
- مُصَوِّرِي ۽ مُصَوِّرِيُون: ث. چترڪلا- تصوير ڪشي- چترڪاري. ڪمانگري- نقاشي. چٽسالي- نقش- چِٽ. رنگسازي.
- مُصِيبَت ۽ مُصِيبَتُون: ث. (ع. صوب) ڏکيائي- ڏشواري تڪليف- اهنج- زحمت- ڪشٽ. درد- ڏک- رنج- الدوهه. ايذاءُ- اهنج- پيڙا- سور- آزار. آپدا- آفت- بلا. شامت- غضب- ويڌن. نحوست- ڪمبختي- نڀاڳ- ٻُرائي- بد بختي. صدمو- حادثو.
- مُصِيبَت زده: صفت. مصيبت جو ماريل- ڏکن جو ستايل- آفت زده. غمزده. ڪمبخت- نڀاڳو- بد بخت.
- مُضارِع: ذ. (ع). ٿيڻ جهڙو- ٿيڻو- ممڪن- سمياوي. الاجي- جيڪس- جيڪر- شايد. ڳجهو- لڪل. امڪاني- ڪماني- شڪي. علم نحو موجب هڪ زمان جو نالو.
- مُضاعَف: ذ. صفت. (ع). ٻيڻو- ٻٽو. (اسم). اهو لفظ جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ ساڳي قسم جو ٻيو لفظ اچي. (گاجرا).
- مُضاف: ذ. (ع). ٻئي سان تعلق رکندڙ اسم.
- مُضاف اِلَيه: اهو جنهن سان ٻيو اسم لڳايو وڃي. مثلاً: "ڪاٺ جو گهوڙو" "گهوڙو" مضاف آهي. "جو" حرف اضافت ۽ "ڪاٺ" مُضاف اِليه آهي.
- مُضامِين: ذ. (ع). مضمون جو جمع- مضمون- بيان.
- مَضۡبُوط: صفت. (ع. ضَبَطَ) ضبط ڪيل- قبضي ڪيل. پڪو- پختو- ڏاڍو- سخت. قابو- سوگهو. مستحڪم- محڪم- اٽل- اڇل- برقرار. نهرو- گهاٽو. پريل (بُت ۾)- مائيدار- ڳوڙهو- وزنائتو- سنگين. ڏٺو متو- دونسو- سٽڪو- ڏرڳو- ٽِڪو. جاڏو- سگهو- سترو- ڦوٽي- قرارو- جانٺو- جُنگ. سورهيه- سورمو- بهادر- شهزور.
- مَضۡبُوط رهڻ: قوي دل رهڻ- قائم رهڻ- ثابت قدم رهڻ- اٽل رهڻ- برقرار رهڻ.
- مَضۡبُوط ڪرڻ: چمائڻ- پڪو ڪرڻ- آماده ڪرڻ- پُختو ڪرڻ.
- مَضۡبُوطِي ۽ مَضۡبُوطِيُون: ث. پڪائي- آچلتا- پُختائي- ڏيرج- ثابت قدمي. جتاءُ- پائداري- همت- ٽيڪاءُ- تائيد- پُٺي- پُختگي. زور- ٻَل- طاقت- سگهه- سگهت- شڪتي- تيج- ست- توفيق- سامرٿي. ٺيهرائي- ڳوڙهائي- گهاٽائي- گهاٽ.

● مُضحِڪُ: ذ. صفت. (ع. ضَحِڪ) مسخرو ـ کِلائيندڙ ـ چرچائي ـ پوڳائي.

● مُضِرُّ: صفت. (ع) ضَرَرَ = ضَررُ پهچائڻ وارو) ضرر پهچائڻ وارو ـ نقصان ڏيندڙ ـ نقصانڪار ـ غير مفيد.

"مُضِرُّ تان مون کي ڪيا ڪيئن هزار" (آبري ـ شاهه).

زهريلو ـ زهردار ـ فاسد. ٽوٽهي جهڙو ـ ڇيهي جهڙو. اکرائي ڪندڙ ـ چڙ ڏياريندڙ.

ـ مُضَرَّتُ: ث. ضَررُ ـ زيانُ ـ هاڃوُ ـ ڇيهوُ ـ هَرجُ ـ چوٽَ ـ نقصان ـ ٽوٽُ ـ ٽوٽوُ. ايذاءُ ـ سُورُ ـ ڏَردُ ـ ڏُکُ ـ ڪشٽُ.

● مِضرابُ ۽ مِضرابَ: (ع. مِضراب = لوهي چهلو). لوهي چهلوُ. آڱريءَ ۾ پائي ستار وڄائڻ جو لوهيِ چهلوُ. ضربَ (ل) ـ جربُ (ث). (آصفيه).

● مُضطَرُّ: صفت. (ع) ضرو پهتل ـ نقصان پهتل. تڪليف ۾ پيل. بيقرارُ ـ بي آرامُ ـ بي چينُ ـ بيتاب ـ مُضطَربُ ـ و ياڪل ـ پريشان ـ ماندو. بي وس ـ ويچارو ـ لاچارُ. (آصفيه).

ـ مُضطَربُ: صفت. بي چينُ ـ بي آرام ـ بي قرار ـ مُضطَرُ.

● مُضمَحِلُّ: صفت. (ع). مَحوُ ٿيندڙ ـ ڪم ٿيندڙ ـ مگهڻ. ناچيز ـ نحيف ـ ناتوان ـ ڪمزور ـ ٿڪل ـ ڏٻرو ـ لاغر ـ آپرو. سُستُ ـ ڍِلو ـ ڪاهِلُ. آداس ـ غمگين ـ دلگير ـ مغموم ـ فڪرمند. (آصفيه).

● مُضمَرُ: صفت. (ع. ضَمَرَ). پوشيده ـ ڍڪيل ـ ڇپايل ـ لڪايل ـ مخفي. دل ۾ رکيل ـ راز ۾ رکيل ـ ڳجهو ـ لڪل. (آصفيه).

● مَضمَضَوُ ۽ مَضمَضاءِ ذ. ڪُرڙيُ.

● مَضمُونُ ۽ مَضمُونَ: ذ. (ع ضَمَنَ) مطلب ـ بيان ـ عبارت. مقالو. تقرير ـ ويا کيانُ ـ ليڪچرُ. ليکُ ـ آرٽيڪل ـ انشا ـ ايڊيٽوريل. ڳالهه ـ معنيٰ ـ مُدعا ـ هار دُئيي ـ سارُ ـ تاتپرجُ. ڳالهه ـ سخن ـ وچن ـ قولُ. (آصفيه).

ـ مَضمُونُ نِگارُ ۽ مَضمُون نِگارَ: ذ. صفت. مضمونَ نويس ـ مضمون لکندڙ ـ مقالو لکندڙُ ـ بيان لکندڙ. مهتمم ـ سَمپادڪُ ـ اخبار نويس ـ ايڊيٽرُ. ليک ـ ليکاري.

ـ مَضمُون نِگاري ۽ مَضمُون نِگاريُون: ث. مضمون نويسي. ايڊيٽري. (آصفيه).

ـ مَضمُونُ نَويسُ ۽ مَضمُونُ نَويسُ: ذ. صفت. مضمون لکندڙ ـ مضمون تيار ڪندڙ ـ سمپادڪ ـ ايڊيٽر. (ڳاڄرا).

ـ مَضمُونُ نَويسيُ ۽ مَضمُونُ نَويسيون: ث. لکندڙ جو ڪم ـ لکندڙ جو ڏانءُ ـ لکڻ جو هنر. (ڳاڄرا).

● مُطابِقُ: صفت. (ع. طَبَقَ). مُوافِقُ ـ برابر. يڪسانُ ـ هم رنگ ـ هم صورت. مانند ـ وانگر ـ جيئان ـ طرح ـ جي برابر ـ مُشابهه ـ جهڙسُ ـ اَن جهڙو ـ ساڳيو ـ نيس پيس. (آصفيه).

ـ مُطابِقَتُ: ث. مُوافقت ـ برابري ـ يڪسانيُ مُشابهتَ ـ اَن جهڙائيُ.

● مُطالبوُ ۽ مُطالبا: ذ. (ع. مطالبه > طَلَبَ = هن گهر ڪئي). طَلَب ـ گهُر ـ دعوا ـ لالش ـ مانگ ـ طلبيُ ـ تقاضا. حق جي گهولها ـ حق جي گهُرَ. قرض. واجب الطلب رپيا. (آصفيه).

ـ مُطالبوُ ڪَرَڻُ: گهُرَڻ ـ گهُر ڪرڻ ـ طلبڻ ـ طلب ڪرڻ ـ دَعوا ڪرڻ ـ تقاضا ڪرڻ ـ مانگ ڪرڻ ـ دعويدار ٿيڻ.

● مُطالعُ: ذ. (ع. طَلَع). ڪتاب بينيُ ـ پڙهڻ ـ پڙهائي ـ پاٺُ ـ دَرسُ ـ آڀياسُ ـ پڙهئيُ ـ تحصيل. ڪنهن شيءِ کي انهن جي واقفيت پيدا ڪرڻ لاءِ ڏسڻ جي حالت ـ غور ـ توجه ـ ڌيان ـ خيال ـ ويچار ـ خوض ـ تاملُ. (آصفيه). واقفيت ـ ڄاڻ ـ سُڌ ـ خبر ـ سماءُ ـ پَرَوڙ. (ع. ا. د).

ـ مُطالعُ ڪَرَڻُ: آڀياس ڪرڻ ـ پڙهڻ ـ يادڪرڻ ـ پاٺُ ڪرڻ ـ واچڻُ ـ ڪتاب ڏسڻ ـ اکين سبق سکڻ. غور ڪرڻ ـ ڌيان سان ڏسڻ ـ توجه ڪرڻ ـ خوض ڪرڻ. واقفيت رکڻ ـ ڄاڻ رکڻ ـ سُڌ ـ هجڻ ـ پَروڙ رکڻ.

- مُطالعو ۽ مُطالعا: مُطالع.
- مُطالعو ڪرڻ: مُطالع ڪرڻ.

● مَطَب ۽ مَطَب: ذ. (ع). حڪيمن جي ويهڻ جي جاءِ - ويڄ گهر. دواخانو - حڪمت خانو - اسپتال - شفاخانو - شفا گهر - صحت گهر.

● مَطبَخ: ذ. (ع) رڌپچاءُ جي جاءِ - بورچيخانو - رنڌڻو - رَسوئي گهر.

● مَطبَع: ذ. (ع. ذ. (ع. طَبَعَ = هن ڇاپيو) ڇاپڻ جي جاءِ - ڇاپخانو - پريس.

● مَطبُوع: صفت. (ع طَبَعَ = هن ڇاپيو). طبع ٿيل - ڇاپيل - ڇپيل - پرنٽ ٿيل. (آصفيہ). پسند ڪيل - دلپسند - مرغوب. (آصفيہ).

● مُطرِب ۽ مُطرِب: ذ. صفت. (ع طَرِبَ = هو نچيو). ڳائيندڙ - ڳويو - ڪلاونت - ميراثي - قوال - راڳيندڙ - خوش ڪندڙ. (آصفيہ).

● مَطلَب ۽ مَطلَب: ذ. (ع). مُراد - منورٿ - غرض - نيت - إرادو - خواهش - مُدعا - منشا - دلي خواهش - چاهت. چاهہ - دلچسپي - شوق - لاڙو - رغبت. سانگو - ضرورت - گهرج - گُهُرَ - لوڙ - طلب. معني - مطلب - مقصد - آرٿ - پروجن. تاتپرج - سار - خُلاصو. سمجهاڻي - شرح.

● مطلبي ۽ مطلبي: ذ. صفت. مطلب وارو - مطلب جو - خود غرض - مطلب جو يار - پاڻ پترو - آپ سوارٿي. خواهشمند - آروزمند - إرادتمند - منشائي.

● مُطَّلِب: اسم خاص. (ع). حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ڏاڏي جو نالو - عبدالمطلب.

● مَطلَع: ذ. (ع. طَلَعَ = هو اڀريو). ستاري جي اڀرڻ جي جڳهہ. قصيده جو پهريون بيت. غزل جو ٻن مصرعن ۾ قافيو. (ع. ا. د).

● مُطَّلِع: صفت. (ع). اطلاع ڏنل - خبر ڏنل - واقف - محرم.

● مُطلَق ۽ مُطلَق: ذ. صفت. (ع. مُطلَق). ڇُٽل (قيد مان) - آزاد - سوتنتر. سواڌين - بيپرواهہ - بي ڪائيو - لاغرض - ڪُل مختيار - خود مختيار. نِجو - پورو - ڪامل - سڄو - سارو - سربستو.

- مُطلقاً: ظرف. آصل - بلڪل - سراسر - مڙيوئي - نِپٽ - قطعي - اصلاً - سڄوئي - سموروئي - سڀ - سربستوئي.

● مَطلُوب: صفت. (ع. طَلَبَ). طلب ڪيل - طلبيل - گهُر ڪيل - گهُريل. سڏيل - ڪوٺيل. خواهش مطابق - دلپسند. محبوب - معشوق.

● مُطمَئِن: صفت. (ع). اطمينان رکندڙ - ايفڪر - بي اونو - مانيڪو - مانتيڪو.

● مُطَهَّر: صفت. (ع. طَهَرَ). پاڪ ڪيل - پاڪ - صاف - پوتر - صفا - شُڌ - نِرمل - معصوم - نِردوش - بي گناهہ - بي ڏوهہ. (آصفيہ).

● مُطِيع ۽ مُطِيع: صفت. (ع. طوع). إطاعت ڪندڙ - فرمانبردار - تابعدار - حڪم مڃيندڙ - آگياوان - آگيا ڪاري. حڪم هيٺ - تابع - ماتحت - تليد و - تابيني - تاني - تحت ۾ - جوڳو - وسيڪو - خادم - ٻانهو - چيلو - چيلو - شِشِ - پوئلڳ - مريد - ٻالڪو.

- مُطِيع ڪرڻ: تابعدار بنائڻ - زير ڪرڻ - زير فرمان ڪرڻ - هيٺ ڪرڻ - ماتحت بنائڻ - قابوءَ ۾ آڻڻ. سَر ڪرڻ - فتح ڪرڻ - تابع ڪرڻ - فرمانبردار ڪرڻ - مغلوب ڪرڻ - جوڳو ڪرڻ. مريد ڪرڻ - چيلو بنائڻ - ٻالڪو ڪرڻ.

● مَظرُوف: ذ. علم نحو جي اصطلاح ۾ هڪ ظرف ۾ رکيل ظرف جي هجڻ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ ظرف. "جيئن باغ ۾ بلبل، کيسي ۾ رپيا". وغيره.

● مُظفَّر: صفت. (ع. ظَفَرَ). فتحمند - فتحياب - ظفرياب - ڪامياب - جيتيل - کٽيل - ڪامران - غالب. (آصفيہ).

● مَظلُوم ۽ مَظلُوم: ذ. صفت. (ع. ظُلم). ظلم ٿيل - ستايل - ستمزده - آزاريل. دکي - ڏکي - ڏکيو - ڏک وارو.

● مَظهَر: صفت. (ع. ظَهَرَ = ظاهر ٿيڻ جي جاءِ). ظاهر ڪندڙ - پڌرو ڪندڙ. (ذ) ظاهر ٿيڻ

جي جاءِ - تماشگاهہ - کيل ڏيکارڻ جي جاءِ - اسٽيج - آکاڙو. (آصفيه).

● متعَ: ظرف. (ع). ساڻ - سان - سين - سڀارو - سميت - سوڌو - گڏ - شامل - جُٽ - سنگ.

● مَعاً: ظرف. (ع). فوراً - اُن وقت - سگهو - جلدي - جهٽ پٽ - يڪدم. اوچتو - ناگهان.

● متعاذُ: ذ. (ع. عوذ). پناهہ - آجهو - بچاءُ. (ع. ا. د).

▬ متعاذُ اللّٰه: ذ. الله جي پناهہ - خدا جو آجهو. (ع. ا. د).

● متعارفُ: صفت. (ع. عرَفَ = هن سڃاتو). معرفت جو جمع. آهل علم - علم وارو - صاحب علم. خدا کي سڃاڻندڙ - خدا شناس. نالي وارو - ناليرو - ناميارو - مشهور - معروف.

● متعاشَ: ث. (ع. عيَش) زندگي جي بقاءَ جي شيءِ - زندگيءَ جا وسيلا - کاڌي پيتي جو سامان - کاڌو - غذا - خوراڪ. پيدائش جا ذريعا - رزق - روزي - گذران - گذارو.

● مُعاشرَت: ث. (ع. عشرَ) خوشيءَ جي زندگي - عيش واري حياتي. رهڻي ڪهڻي - آٿي وهٺي.

● معاصِيُ: ذ. (ع). گناهہ - ڏوهہ. (گاجرا).

● مُعافُ ۽ مُعافَ: صفت. (ع. مُعاف > عفوَ) عفوَ ڪيل - بخشش ڪيل - ڪيميا ڪيل - معافي ڏنل - مترهيل. بي ڏوهہ نهرايل - بري - ڇڏيل - ڇٽل - آجو - آزاد. درگذر ڪيل. رخصت ڏنل - امر ٽيل - مامُور.

"سو موتي ڪيئن پانهنُون، جو محفوظان معاف ٿيو"
(سر سهڻي - شاهہ).

▬ مُعافُ ڪرَڻُ: عفوَ ڪرڻ - بخشڻ - معافي ڏيڻ - مترهڻُ. ڪيميا ڪرڻ. رحم ڪرڻ - پاڇهہ ڪرڻ - دَيا ڪرڻ. بي ڏوهي نهرائڻ آزاد ڪرڻ - رهائي ڏيڻ. موڪل ڏيڻ - رخصت ڏيڻ - درگذر ڪرڻ. سزا وغيره کان هٿ جهلڻ. مهرباني ڪرڻ - رعايت ڪرڻ - احسان ڪرڻ - وڙ ڪرڻ.

▬ مُعافِي ۽ متعافيُون: ث. بخشش - آسراڻ. ڪميا. رهائي - ڇٽلاصي - آزادي - ڇوٽڪارو - نجات - ڇوٽڪو - مغفرت. تخفيف - رعايت - ڇڏڻ - ڇُوٽ (سرڪاري ڍل وغيره ۾). (صفت). جو ڍل ڀرڻ کان ڇٽل هجي. (گاجرا).

▬ متعافيِدارُ ۽ متعافيِدارَ: ذ. صفت. معافي ڏنل - بخش ڪيل - آزادي ڏنل. جاگيردار.

● مُعالِجُ: ذ. صفت. (ع. عِلَجَ) علاج ڪندڙ - طبيب - ويد - ويڄ.

● متعامِلاوُ ۽ متعامِلا: ذ. (ع. معامِلته > عمَلَ = ڪم ڪيو) ڪم - ڪار - ڪاج - عمل - حاجَ. ڏيتو - ڪاروبار - ڪم ڪار - ڏاڙي. تجارت - واپار. خريد فروخت - ڏي وٺ - وهنوار. بحث - تڪرار - قضو - خرخسو - حُجت - جهڳڙو - جهيڙو - رڳڙو - ٽنٽو - دنگو - فساد. ريڙهہ پيڙهہ - کٽپيي - کيروڙ - کيلکيل - کيرکير. دعوىا - فرياد - مقدمو - مقدمي بازي. سبب - ڪارڻ - باعث - وَجهہ. ڳالهہ - قصو - واقعو - اصل حال.

▬ متعاملائِپُ ۽ متعاملائِيُ: صفت. تڪراري - حُجتي - بحثي - جهڳڙائي - جهڳڙالُو - قضئيي - دلڪائي - رڳڙائي.

● مُعاوِنُ ۽ مُعاوِنَ: ذ. صفت. (ع. عوَنَ) مدد ڏيندڙ - مددگار - پٺڀرو - واهِروُ - ساٿِي - حمايتي - ساٿي.

▬ مُعاوِنَت: ث. مدد - حمايت - سهائتا - ساٿ - واهِرَ - همراهي - پٺڀرائي.

▬ مُعاوِنت ڪرَڻُ: مدد ڏيڻ - حمايت ڪرڻ - واهِر ڪرڻ - همراهي ڪرڻ. تائيد ڪرڻ. پرجهلو ڪرڻ - ساٿ ڏيڻ - سهارو ڏيڻ.

● مُعاهِدوُ ۽ مُعاهِدا: ذ. (ع. مُعاهِدَه > عهدَ) عتهد - اقرار - انجام - قولُ - قرار - وچن - ٻول - وعدو. سُنْهُنُ - سُخُنُ - قسم. عهدنامو - ناهہ - صُلح.

● مُعايِنوُ ۽ مُعايِنا: ذ. (ع. معاينه > عَيَنَ اک) پنهنجي اکين سان ڏسڻ جي حالت - مشاهدو - چڪاس - جانچ - پڙتال. نگاهہ - نظر - ڏيکارو. (آصفيه).

= مُعايَنو ڪَرَڻُ: نظر وجهڻ - ملاحظو ڪرڻ - ڏسڻ وائسڻ - مشاهدو ڪرڻ. جانچڻ - جانچ ڪرڻ - چڪاس ڪرڻ - امتحان ڪرڻ - آزمائڻ - پرکڻ - آزمائش ڪرڻ.

● مَعبُودُ ۽ مَعبُودَ: ذ. (ع. عَبَدَ) عبادت ڪيل - پوڄيل. عبادت لائق - بندگيءَ جوڳو - پوڄا لائق. خدا - الله تعاليٰ - ڌڻي تعاليٰ.

● مُعتادُ ۽ مُعتادَ: ذ. صفت. هيريلُ - هيراڪُ - عادتي - عِلتي. اڪثر ڏسندڙ - اڪثر پڌندڙ. معمولي - هميشه واري - رواجي - دائمي.

● مُعتَبَرُ ۽ مُعتَبَرَ: ذ. صفت. (ع. عَبَرَ) اعتبار وارو - اعتبار ڪيل - ڀروسي وارو - ڪارپت وارو - ويساه وارو - ويساهو - إيماني. آبرو وارو - مانائتو - شانائتو - مان وارو - شان وارو - اشراف - سڪرُ - موچارو - چڱو خاصو.

= مُعتَبَرائِي ۽ مُعتَبَرائِيُون: ث. معتبري - ساک - ويساه - اعتبار - ڪارپت - ڀروسو. عزت - آبرُو - مانُ شانُ - مانارتُ. اشرافت - سڪرائي - موچارائي - چڱ مڙسي - ڀلي مانسائي.

= مُعتَبَرِي ۽ مُعتَبَرِيُون: ث. ڏسو معتبرائي.

● مُعتَدِلُ: صفت. (ع. عَدَلَ). اعتدال وارو - مُتوسط - وچٿرو - وچولو - درميانو. پورو پنو - مُدبر - موچارو - ڏيمون. آلپ - مائيٹو - غريب سياءُ - نرم سياءُ - حليم - ڪُنٿرو - مليم - ڪومل.

● مُعتَرِضُ: (ع. عَرَضَ). اعتراض ڪندڙ. (ع. ا. ذ).

● مُعتَرِفُ: صفت. مڃيندڙ. اعتراف ڪندڙ - اقرار ڪندڙ - قبول ڪندڙ - هائوڪار ڪندڙ - اقراري.

● مُعتَقِدُ ۽ مُعتَقِدَ: ذ. صفت. (ع. عَقَدَ). اعتقاد رکندڙ - ڀروسو رکندڙ - ويساه رکندڙ - يقين رکندڙ. پيروي ڪندڙ - مريد - چيلو - بالڪو - ٿنڙالو - پوڄيو - مڃيندڙ - پوئلڳ - شِش - گُڏيائت. نوڪر - خادم - تابعدار - ٻانهو - غلام.

● مُعتَمَدُ: ذ. صفت. (ع. عَمَدَ). اعتماد وارو - ڀروسي وارو.

= مُعجِزو ۽ مُعجِزا: ذ. (ع. مُعجِزَهُ = عَجَزَ). عاجز ڪندڙ ڪم. خلاف عادت ڳالهه - قدرتي قاعدي کان ٻيءَ طرح ٿيل ڪم. ڪرامت - اسرار - ڀرتو - اچنبو - چمتڪار - عجائب الخلقت.

● مَعجُونُ ۽ مَعجُونَ: مَعجُونُون: ذ. ث. (ع. عَجَنَ = ڳوهيل). ڳوهيل دوائن جو مُرڪب - ڳوهيل ۽ ميٺل دوائن جو راٻتو. خميرو.

● مَعدَنُ: ذ. ث. (ع). کاڻ (سون چاندي وغيره جي).

= مَعدَنِي ۽ مَعدَنِي: صفت. کاڻ جو - کاڻ وارو. کاڻ مان نڪتل. کاڻ جي ذات واري.

= مَعدَنِيات: ث. کوٽيل شيون - کاڻ مان نڪتل شيون. (آصفيه).

= مَعدَنِي پيدائش: ث. کاڻ جي پيدائش (جهڙوڪ: سون، چاندي، ٽامو، ٿر، ڌاتو وغيره).

● مَعدَنُ والو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مِعدو ۽ مِعدا: ذ. (ع. مَعِدَهُ = مَعِدَ). پيٽ ۾ ڪاڏي رهڻ ۽ هضم ٿيڻ جي جڳهه - اوجهري - ڳُجي. شڪم - پيٽ - ڍيڍُ.

● مَعدُومُ: صفت. (ع. عَدَمَ = هن وڃايو). عدم ڪيل - ڪم. فنا ڪيل - ميٽايل - نيست - نابود.

● مَعدُونائي: اسم خاص. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَعذِرَت ۽ مَعذِرَتُون: ث. (ع. عَذَرَ) عذر - حيلو - بهانو - آڙ. (آصفيه). معافي - ڪِميا - بخشش.

● مَعذُورُ ۽ مَعذُورَ: ذ. صفت. (ع. عُذرُ = هن بهانو ڪيو). عذر وارو - حيلي وارو - بهاني وارو - مجبور - لاچار - بيوس - بي پهچ. نڪمو - بي ڪمو - بيڪار - ناڪام - ناڪار - ري ڪمو - ناڪار ڪِر - ناڪارو - نِڪار. معافي ڏنل - معافي ڪيل - بخش ڪيل - ڪِميا ڪيل. انڌو - نابين - نابينا - سورداس.

- مَعۡذُوۡرِ يا مَعۡذُوۡرِيُ ＝ مَعۡذُوۡرِيُونُ: ث. صفت. عذر واري - نماڻي - نڌر.
”ڪيچان اوري ڪيتريون، معذوريون مَيون.“ (شاهه).

الذي. (اسم) لاچاري.

● مِعۡراجُ ＝ مِعۡراجَ: ذ. (ع. عَرَجَ) مٿي چڙهڻ جو رستو - چاڙهي - ڏاڪڻ - سيڙهي - چڙهائي. عُروج - بُلندي. حضور جن جو عرش عظيم ڏي سفر. اعليٰ رتبو.

● مَعۡرِفَتَ ＝ مَعۡرِفَتُونُ: ث. (ع. عَرَفَ = هن سُڃاتو) سُڃاڻ - ڄاڻ - پَرُوڙ - دانشت - شناخت. خدا شناسي. قدرتي شين جي سڃاڻپ. (آصفيه). صوفي طريقي جو چوٿون درجو (شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت). ڪَلَ - ڪَمَ - سَماءُ - سُڌ - سَمَڪَ. وِدِيا - عِلمُ - گِيان. (ظرف). دُوران - جي هٿان - هٿون - بذريعي - جي ڪري - وسيلي - آڌار تي.

- مَعرِفَتِ جا مَڙا ماڻڻُ: خدا کي سڃاڻڻ - معرفت جو درجو حاصل ڪرڻ.

”معرفت جا مزا مِٺل مانـي،
’ما عَرَفۡنَاكَ‘ جو ڪيئي إنڪار“
(فاضل شاهه).

● مَعۡرِڪوُ ＝ مَعۡرِڪا: ذ. (ع. عَرَڪَ = سن. مارڪو>مر (ي)=مرڻ) لڙائيءَ جو ميدان - ميدان جنگ - ميدان ڪارزار - رزمگاه - جُڌ ڀُومِ - رڻڀُومِ. (آصفيه). جنگ - لڙائي - يُڌ - جُڌ - رَڻ. جهيڙو - جهڳڙو - نِزاع. سَڀا مَنڊلي - مجلس - جماعت - ميڙ - راڄُ - ڪَٺا - اجلاس. شاديءَ تي ڳائڻ ٻيئڻ جي ڪهل مجلس - ڳانو ٻجانو - ڳائڻ وڄائڻ - محفل - مجلس - رِهاڻ - ڪچهري - مارڪو. ڪنهن هندوءَ جي مرڻ تي ٽئين ڏينهن تي ادا ڪيل رسم - چاٽو - ٻڪڙيون.

- مَعۡرڪه آرائِي: ث. صِفَ بندي - لامَ بندي - جنگ آرائِي - لڙائِي - جنگ آزمائِي. جنگ - جُڌُ - يُڌُ. (آصفيه).

● مُعۡرِڪِي ＝ مُعۡرِڪِيُونُ (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرڻ سان، ٻني ٻيلسري، پيٽ اڇو، ڏيکهه هڪ فوٽ. (ن. ب).

● مَعۡرُوفُ ＝ مَعۡروفَ: ذ. صفت. (ع. عَرَفَ = هُن سڃاتو) سڃاتل - ڄاتل - معلوم. واقف. مشهور. (ذ). گرامر ۾ فاعل ڏانهن نسبت رکندڙ فعل. علم نحو جي اصطلاح ۾ ”واو ۽ ي“ تي پيش ۽ زير اچڻ ڪري نڪتل آواز (چاڪاڻ ته اهو آواز عربن کي معلوم هو، جيئن مِيرُ مان مِيرِي، نُور مان نُورِي وغيره).

● مَعۡرُوضُ: صفت. (ع. عَرَضَ) عَرضُ ڪيل. (ذ). عرض - درخواست - گذارش - إلتماس. (آصفيه).

● مُعَزَّزُ ＝ مُعَزَّزَ: ذ. صفت. (ع. عَزَّ) عزت ڪيل. عزت وارو - عزت دار - مانَ وارو - آبرودار. شريف - سَنمانيه - پُوڄُ - اشراف - سُڪر - چڱو مڙس. بزرگ. ساک پَتَ وارو - اعتبار وارو - ڪارپت وارو - مُعتبر - ويساهه وارو - ايماندار.

● مَعۡزُولُ: صفت. (ع. عَزَلَ = هن موقوف ڪيو) بيڪار ڪيل - بيڪار - نِڪمو. نوڪريءَ تان لٿل - موقوف ڪيل - جواب ڏنل - برطرف ڪيل - مُعطل. نوڪريءَ تان رخصت ڏنل. (آصفيه).

● مَعۡشُوقُ ＝ مَعۡشُوقَ: ذ. صفت. (ع. عشق) عشق ڪيل. جنهن تي ڪو عاشق ٿئي - پريتم - محبوب. لالَنُ - ساجن - پِريِن - ڍولڻُ - دلبر - پيارو - عزيز - مَن موهَن - دلدار - چِتچورُ - دلرُبا - جاني - صنم.

● مَعۡصُومُ ＝ مَعۡصُومَ: ذ. صفت. (ع. عَصَمَ = هن بچايو) بچيل - گناهه کان بچيل. بي ڏوهي - بي قصور - بي ڏوهُ - بي گناهه - وڏو هو - لِردوش - اپنامِڙو. صاف دل - نِهڪَپَٽَ - سِڌو سادو - سادو سُودو - ڀالو ڀولو - نِرڇَلُ - شُڌ مَتي - وِسُوڙَلُ - بي ڏوهو - سَرَلُ - ساده دل - ڀورڙو. ستن آٺن سالن جي ڄمار وارو ٻار - صغير - ٻهتو.

- مَعۡصُومِيءُ ۽ مَعۡصُومِيُونُ: ث. ننڍپڻ - ٻال اوستا - صغيرائي - ٻالڪپڻ. ابوجهائي - بي قصوري. (ڳاجرا).
- مَعۡصُومِيَت: ث. بي گناهي - معصومي - و ڏوهي - نيردوشي - بي قصوري. ڀودلائي - صاف دلي - سادائي - ڀورڙائي. ننڍپڻ - صغيرائي - ٻال اوستا- ٻالڪپڻ - ڪِينگائي.

● مُعَطَّرُ: ذ. صفت. (ع. عِطۡرُ) خوشبوءِدار- خوشبوءِ وارو - سرهو - سُرهاڻ وارو - سُڳنڌ ڀو. (ع. ا. د).

● مُعَطَّلُ: صفت. (ع). ڪم کان خالي - بي شُغل - نڪار- نڪمون - بيڪار. واندو. نوڪريءَ تان لٿل - برطرف. بند رکيل - مُهمل ڪيل - مُلتوي. ڍِرو - سُست - ڪاهِل - ٿونِي.

- مُعَطَّلِي: ث. اِلتوا - مُهملي.

● مَعۡطُوفُ: صفت. (ع. عَطۡفَ) ويڙهيل - لپيٽيل. جڪڙيل - ڦاسايل. (ع. ا. د). علم نحو جي اصطلاح ۾ ٻئي لفظ سان ڳنڍيل لفظ. (علم نحو). ٻن لفظن يا ٽُڪن مان پهريون لفظ يا ٽُڪ ٻئي حرف علت سان ڳنڍيل (مثلاً: ”مان هي ڪم ڪري، هتان آئندس“. ”مان هي ڪم ڪري“ معطوف آهي ۽ ٻيون ٽڪ معطوف عليه آهي). (ڳاجرا).

● مُعَظَّمُ: ذ. صفت. (ع. عَظَمَ) بزرگ- وڏو - عالي - اعليٰ - چڱيو - مٿاهو - عظيم - آتم - اعظم - ڪبير - شاهي. شريف. مان وارو - مانائتو - عزت وارو.

● مَعۡقُولُ: ذ. صفت. (ع. عقل) عَقُل ۾ آندل - عقل جو - عقل وارو - عقلائتو - عقلي. سمجهه ڀريو. دُرست - ٺيڪ - بجا - برابر. لائق - ڀورو - واجب - راس - صحيح - حقي - واجبي. ڀورو ڀنو - چڱو - خاصو. ڀورو - ڪافي - بَسُ - وافرُ - جوڳو - ڪافي طور - ڀوريءَ طرح - ڀورو ڀورو - ڀلو - چڱو - سٺو - موچارو.

● مُعَلِّمُ ۽ مُعَلِّمَ: ذ. (ع. عَلۡمَ) تعليم ڏيندڙ - علم سيکاريندڙ - مُدرسُ - پروفيسر - آستاد - اتاليق - پاڙهيندڙ - اوجهو - اڙِ ٻاڀڪُ - ماستر -
آخُوند - ميانجي - گُرُو - پنڊت - مولوي - مُلا - ٽيچر. ناکُئو - ڪپتان - سُکاڻي - ناخُدا - مَلاح.

- مُعَلِّمِيءُ ۽ مُعَلِّمِيُونُ: ث. پروفيسري - آستادي - اتاليقي - ماستري.

● مَعۡلُومَ: ث. (ع. علم) سُڌ - خبر - ڄاڻ - واقفيت - ڪَل - ڳم.

”اها ڪا هي معلوم ملڪن ڪي،
سي سُڌَ نه اهي نبين کي“
(منثار).

● مَعۡلُومُ: صفت. (ع. علم) ڄاتل - ڄاتيل - علم ۾ آندل. سمجهيل. تميز ڪيل - پرک ڪيل - پرکيل. مشهور - عالم آشڪار - معروف. پڌرو - ظاهر - نشانبر - پڌرو - پِر گهٽ - روشن - واضح.

- مَعۡلُومُ ٿيڻُ: خبر پوڻ - سُڌ پوڻ - ڄاڻ پوڻ.
- مَعۡلُومُ ڪَرَڻُ: ڄاڻ وٺڻ - ڄاڻڻ. سمجهڻ - پائڻُ - ٻُجهڻ - پَرُوڙڻ - پُرجهڻ - سُڌ وٺڻ - واقف ٿيڻ. ڏسڻ - ٻُسڻ. سَهي ڪرڻ - محسوس ڪرڻ.
- مَعۡلُومِيَت: ث. ڄاڻ - واقفيت - علم - خبر - سَماءُ - سُڌ - ڏاهپ. گيان - خبرچار - پرُوڙ.

● مُعَلّيٰ: صفت. (ع. مُعَلّيٰ = بُلندُ) بُلندُ - بَرتَر - اوچو - بزرگ - مٿاهون - اعليٰ. (ع. ا. د).

● مُعَلِيمُ ۽ مُعَلِيمَ (ت): ذ. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم.

● مُعَمّا: ث. (ع). پرولي - ڳجهه - مشڪل ڳالهه. (ڳاجرا).

● مِعۡمارُ ۽ مِعۡمارَ: ذ. صفت. (ع). تعمير ڪندڙ - اڏيندڙ - ٺاهيندڙ - جايون ٺاهيندڙ - رازو - مستري.

● مِعۡمارِيءُ: ث. جاءِ جي ٺاهڻ جو ڪم - عمارت سازي - اڏاوت. رازڪو ڪم.

● مُعَمَّرُ ۽ مُعَمَّرَ: صفت. (ع. مُعَمَّرُ = آباد) آباد - وَسيلُ. ڀَرپُور. عمر رسيده - سن رسيده - پوڙهو.

● مَعـْمـُورُ: ذ. صفت. (ع. عـَمـَرَ) ڀـريـل ـ ڀَـرُ ـ ڀـَرتـُو ـ چـڪار ـ ڀرپـُور ـ ڪـتـان تار. آباد ـ سرسبز ـ شاداب ـ سيرابُ ـ سائو ـ سـَرسـَبـزُ. اڏيل (عمارت). وسيل. واس. (ڪلياڻ ـ گـُر). ساچـو ـ سياڳو ـ ٻختاور ـ ٻخت وارو ـ سـَٺائو ـ فرخنده.

ـ مَعـْمـُورِيُ: ث. آبادي ـ وسـتـي ـ ٻسـتـي. خوشي.

● مَعـْمـُولُ ﮤ مَعـْمـُولَ: ذ. صفت. (ع. عـَمـَل) عمل ڪيل. (ذ). روزمره جي ڪيل ڳالهه ـ دستور ـ وَرتاءُ ـ ورد ـ نـيـم ـ رِيتَ ـ رَسـم ـ راهه ريت ـ ٻـَرويز ـ پَـرَ ـ هـَلي چـَلي ـ مرجاتا ـ عـَمـلُ ـ ويترو ـ استعمال ـ عادت ـ هيرَ ـ غِذا ـ چال ـ رواج. آپيامس ـ مـُحاورو ـ ساڌنا ـ مشق. قبضيداري ـ قبضو ٻـَتو (زمين جو). مُدو ـ وقت ـ عـُهدي جي اياماڪاري. (پرمانند).

ـ مَعـْمـُولِيُ ﮤ مَعـْمـُولِيُ: صفت. روزمره جي ـ عادتي ـ استعمالي ـ دستوري. رسمي ـ رواجي. عامُ ـ سڀ جو ـ وچ جو ـ سڀ لاءِ. ريل ڇيل ـ عام جام ـ ٿـِهـُون ـ جهجهو ـ گهڻو. سادو ـ ٿورَ خرچو ـ ڪِفايتي.

● مَعـْنِيَ ﮤ مَعـْنائـُونُ: ث. (ع). مطلب ـ آرٿُ ـ مقصد ـ سمجهاڻي ـ مُراد ـ مُدعا ـ مَنشا.

ـ مَعـْنِوِيُ: صفت. معنيءَ وارو ـ مُراد وارو ـ سمجهاڻي وارو ـ مقصد وارو. ڳجهو ـ لڪل. (ڪاجرا).

● مِعـْيارُ ﮤ مِعـْيارَ: ذ. (ع). ڪسوٽي. انداز. قاعدو. پيمانو ـ مقدار ـ وزن ـ پرماڻ. پَرک ـ جانچ. (آصفيه).

● مُعـِيـْنُ ﮤ مُعـِيـْنَ: ذ. صفت. (ع). مدد ڪندڙ ـ مددگار ـ همراهه ـ ساٿي ـ واهـِرُو ـ ٻيلـِرُو. (ذ). آيو فاصلو. (فائيل).

● مَعـْيـُوبُ ﮤ مَعـْيـُوبَ: صفت. (ع. عيب) عيب ڪيل ـ عيبدار ـ وِڏائتو. (ع. ا. د).

● مُغُ: صفت. (ع). باهه جو پـُوڄاري ـ ڪـَبـَرُ ـ آتش پرست ـ مَجوسِي. (ع. ا. د).

● مُغالـَطو ﮤ مُغالـَطا: ذ. (ع). غلطي ـ ڀـُل ـ ڀولو ـ خطا ـ چـُوڪ. گمراهي.

● مَغـْرِبُ: ذ. (ع. غـَرَبَ) سِجُ لـَهڻ جي جاءِ. سج غروب ٿيڻ وارو طرف ـ پـَڇـَمَ ـ اولهه ـ آلهندو. سج لهڻ جو وقت ـ شام ـ سَنجها ـ سانجهي. آلهندي وارا ملڪ ـ يـُورپ وغيره.

ـ مَغـْرِبِيُ ﮤ مَغـْرِبِي: ذ. صفت. آلهندي جو ـ اولهه طرف جو ـ اولهيو. اولهه جو رهاڪو ـ يورپي ـ فرنگي.

● مَغـْرُورُ ﮤ مَغـْرُورَ: ذ. صفت. غرور وارو ـ تڪبر وارو ـ تڪبر ڪندڙ ـ هٺيلو ـ ايماني ـ مجازي ـ اهنڪاري ـ دماغي ـ هـَٺي ـ گهـُمنڊي. سَرڪندڙ ـ فاخِرُ ـ فخر ڪندڙ ـ اغماضي ـ مـُدمغ ـ ميزاجي.

ـ مَغـْرُورائِيُ ﮤ مَغـْرُورائِيُونُ: ث. مغروري.

ـ مَغـْرُورِيُ ﮤ مَغـْرُورِيُونُ: ث. گهـُمنڊ ـ شيخي ـ هـَٺُ ـ دماغ ـ وڏائي ـ هـُوءِ ـ دَمُ ـ اغماض ـ غـُرور ـ تڪبر ـ ايمان ـ آڪڙ ـ سيٺ ـ ڪِبر ـ ڪِراڙُ. فخر ـ سَرڪ ـ نازُ ـ ٻانـُور.

● مَغـْزُ ﮤ مَغـْزَ: ذ. (ع). دماغ ـ ڀيڄو ـ ميڄالو. مـَٿو ـ سِرُ ـ ڪاپار. ٽوپري ـ کوپراٽي. ڪنهن شيءِ جو اندريون حصو ـ مِڪُ ـ ميڄُ ـ ٻاهُ ـ ڳـُدو ـ تـَنت ـ ڳـُودو ـ گورو ـ تنت مالُ ـ ڳـِپُ ـ ڳـِرُ ـ قلب ـ ٻـَچو. تـَتُ ـ سارُ ـ نِچوڙُ ـ جوهر ـ مايو. عقل ـ سمجهه ـ فهم ـ گـيان ـ ٻـُڌي ـ پـَرُوڙَ.

ـ مَغـْزاتَ ﮤ مَغـْزاتـُونُ: ث. نِچوڙ ـ مَغزُ ـ جوهر ـ تـَنتُ ـ مايو ـ سارُ ـ سـُولُ ـ تـَتُ. سـُڪل ميوو.

ـ مَغـْزَ جـُوءُ رَتُ ڏِيَڻُ (ت): سخت محنت ڪرڻ ـ جفاڪشي ڪرڻ.

ـ مَغـْزُ خـُورِيُ: ث. مغز خوري ـ مٿي ماري ـ مغز ماري ـ مٿي هڻ ـ خفو ـ ڪِنراڪ.

ـ مَغـْزُ خورُ ﮤ مَغـْزَ خورَ: ذ. صفت. مغزماري ڪندڙ ـ خفو ڪندڙ ـ ڪِنرڪي.

ـ مَغـْزَ خورِيُ ڪـَرَڻُ: دماغي ڪم ڪرڻ ـ خفو ڪرڻ ـ ڪِنراڪ ڪرڻ.

= مَغزَ ڦِرِيو ۽ مَغزَ ڦِرِيا (ت)؛ ذ. صفت. سؤدائي - خفقاني - جنوني. مٿير - سورهيو.
= مغزُ کائِڻُ؛ ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - هٿل ڪرڻ - بکيڙو ڪرڻ. دماغ پريشان ڪرڻ - ڪٿپي ڪرڻ - خفو ڪرڻ - وِرچائڻ - هلاک ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - دِقُ ڪرڻ.
= مَغزَ ۾ واءُ هُئڻُ؛ هٺ هئڻ - مغروري هئڻ - تڪبر هئڻ.
● مَغزِيُ ۽ مَغزِيُونُ: ث. ڪنو - ڪپُ - وَٽ - آندِي - ماشي - ڪِنارَ - پرت جو هڪ قسم.
= مَغزِيُ ڏِيڻُ: چمڙي کي سنهي وٽ ڏيڻ.
● مَغفِرتُ ۽ مَغفِرتُونُ؛ ث. (ع. غفر) بخشش - معافي - عفو. نجات - رهائي - ڇوٽڪارو. ٻاجهه - دَيا - رحم - ڪرم. وَڙُ - تورو.
● مَغفُورُ؛ ذ. صفت. (ع. غفر= بخشيل - معاف ڪيل - معافي ڏنل - رها ڪيل - ڇڏيل.
● مُغَلَ؛ اسم خاص. ترڪستان علائقي جي هڪ قوم. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾).
● مُغلِيِيڻَ؛ اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مُغل ٽِڪ: اسم خاص. پرت جو هڪ قسم.
● مُغَلُ حَفِيظُ؛ اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَغلُوبُ ۽ مَغلُوبَ: ذ. صفت. (ع. غلبَ = هن غلبو ڪيو) غلبو ڪيل - زيرُ - مفتوح - هارايل - جيتيل - فتح ڪيل. عاجز - غلبه ڪيل - هيسيل.
● مَغمُومُ: صفت. (ع. غم) غمگين - دلگير - ملول - رنجيده - حزين - محزون - آزرده - دردمند - غمزده - ڏُکارو - ڏکويل - اداس - پريشان - آفسرده - گوندريل.
● مَغنِيُ: صفت. (ع). ڳائيندڙ - ڳوَيو - ڪلاوَنت - ڳائڻو. (ع. ا. د).
● مُغيِرُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (نادري). مغيري.

● مُغيِرِيُ (ت): اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. (اڪثر اتر سرحد ۽ حيدرآباد ۾). (بلبل).
● مَفاصِلُ: ذ. (ع. جمع آهي مفصل جو) هٿن، پيرن وغيره جي عضون جا جوڙ يا ڳنڍ. (گاجرا). سنڌ.
= مَفاصِل جو سُورُ: سنڌن جو سور - جوڙن جو درد. (گاجرا).
● مُفاصِلو ۽ مُفاصلا؛ ذ. (ع. مُفاصلَه) دُوري - پنڌ - ڇيٽي - وِڇوٽي - ويڇو - وٿي. (آصفيه). اوڪاش - گنجائش - جاءِ. ناغو - فرق - وقفو - دير - وقت - عرصو - مُدت. ڪالانتر - ويساهي. (پرمانند).
● مُفارِقتُ: ث. (ع. فرق= جُدائي) جدائي - فرق - وِڇوڙو - علحدگي - علحدائي - فراق.
● مُفتُ: صفت. (ع). بنا قيمت - بنا پئسي. بنا عوض - ناحق. بي فائدو - اجايو - بي سُود. خالي پيلي - بنا قصور - بي سبب - هَرُو ڀَرُو - نِسقل - آهين ٿي - بنا ڏوهه.
= مُفتُ متو هڻڻُ؛ فضول ڳالهائڻ - اجايو مغزماري ڪرڻ - اجائي ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - هيلي ماڻهوءَ کي نصيحت ڪرڻ.
= مُفتَ ۾: ظرف. بنا قيمت - مفت - بنا اُجرت - آهين ٿي - ناحق - بنا سبب جي - بي سبب - بناڪارڻ. (آصفيه).
● مَفتُوحُ: صفت. (ع. فتحَ = هن کوليو) فتح ڪيل - جيتيل - کٽيل - زير ڪيل - مغلوب - هاريل. (آصفيه). کوليل - ڪشادو ڪيل - ويڪرو ڪيل - آهو اکر جنهن تي زبر ڏنل هجي - زبر وارو اکر. (آصفيه).
● مَفتُونُ: ذ. (ع. فتنَ) موهيل - شيفته - عاشق - شيدا - شيدائي - فِدا - اکين چڪن - موهت. قربان - نثار.
● مُفتِيُ ۽ مُفتِيُ: ذ. صفت. (ع. فتو). فتوا ڏيندڙ - شرعي حاڪم. قانون مُحمّدي جو حاڪم - فقيه جو صاحب. (آصفيه). شارع - قاعدو جوڙيندڙ - قانون ساز. (پرمانند).

● مُفَرِّحُ: ذ. صفت. (ع. فَرَحَ) فرحت ڏيندڙ- فرحت بخش- فرحتي- طبيعت کي فرحت بخشيندڙ- طراوتي- قرار ڏيندڙ- آرامده- آمائشي- قراري.

● مُفْرَدُ ¤ مُفْرَدَ: ذ. صفت. (ع. فرد) اڪيلو- ڇڙهو- نيرو- غير مُرڪب- هڪڙو- هيڪڙو- يڪو- يگانو- هيڪو- هيڪلو- مُجرد.

= مُفْرَدُ انگ: ذ. علم رياضي جي اصطلاح ۾ اهو انگ جو پاڻ ۾ ورهائجي نه سگهي يا جنهن جا جزا نه ٿي سگهن، جهڙوڪ: "٣، ٥، ٧، ١١، ١٣، ١٧، ١٩، ٢٣، ٢٩، ٣٧، وغيره".

● مُفْسِدُ: ذ. صفت. (ع. فَسَدَ) فساد ڪندڙ- فسادي- جهيڙائي- فتنه انگيز- سرڪش- خرابي وجهندڙ- باغي- بغاوت ڪندڙ- وَڏنڪو- ياقي- خلتلي- نقصانڪار- حرڪتي- لُچو- آئٽرو- زيان خور. (پرمانند).

● مُفَسِّرُ: صفت. (ع). تفسير ڪندڙ- معنيٰ بيان ڪندڙ- شارحُ. (آصفيه). مُترجم. تعبير ڪندڙ.

● مُفَصَّلُ: صفت. (ع. فَصَلَ) تفصيل ڪيل- کولي بيان ڪيل- تفصيل وار- وچور وار- مُشَرَّحَ. واشگاف- کُليل- پڌرو- ظاهر. آئلو- آئلندو- هٽيون- ماڳهين- مُرڪوئي. (ذ). ڪنهن به ملڪ جو ڪو مشهور شهر. ڀهراڙي- ديهات- ڳوٺ- قصبو- ڳامُ. (پرمانند).

● مَفْعُولُ ¤ مَفْعُول: ذ. صفت. (ع. فَعَلَ) فعل ڪيل- ڪم ڪيل. بدفعلي ڪرائيندڙ- خراب ڪم ڪرائيندڙ- چَنُو- گانبڙو- ڳُٿيي مرائيندڙ. (ذ). علم نحو جي اصطلاح ۾ اهو اسم جنهن تي ڪجهه ڪم ٿيو هجي.

= مَفْعُولُ بِهِ: ذ. علم نحو جي اصطلاح ۾ سچو پچو مفعول. جيئن: "ڪتي ٻلي ماري".

= مَفْعُولُ فِيْهِ: ذ. ظرف. جيئن ته: "پنهنجي مهل ماني کاڌيم".

= مَفْعُولُ لَهُ: ذ. علم نحو جي اصطلاح ۾ ڪنهن بنهي حرف جر سان آيل لفظ. جيئن: چوڪر کي سيکت لاءِ ماريم".

= مَفْعُولُ مُطْلَقُ: ذ. سچو پچو مفعول.

= مَفْعُولُ مَعَه: ذ. علم نحو جي اصطلاح ۾ ڪنهن حرف سان ۾ مفعول گڏيل. جيئن: "عمر کي ٻٽ سوڊو ماريم".

= مَفْعُولِيَ: ث. مُراد- معنيٰ- مطلب. اسم جي پنجن حالتن مان هڪ حالت جو نالو.

● مَفْقُودُ: صفت. (ع. فَقَدَ) گهٽايل. وڃايل- گُمُ ڪيل- ناپيد- گُمُ- لاپتو- غائب- الوپُ. (آصفيه).

● مُفَڪِّرُ ¤ مُتَفَڪِّرَ: ذ. صفت. (ع). فڪر ڪندڙ- سوچ ڪندڙ- ويچار وانُ- ڏاڍيي.

● مُفْلِسُ ¤ مُفْلِسَ: ذ. صفت. (ع). بنا پئسي- محتاج- جُوڪو- سُڃو- سڪلو- ڪَرَڪُ- نادار- بي زَرُ- تيهي دَست- فاقہ ڪش- غريب- مسڪين- فقير- بي نَوا- ڪنگال- آتايو- بي هچ- نِرڌني- پينگيو.

= مُفْلِسِي ¤ مُفْلِسيُون: ث. ناداري- ڪنگلائي- سُڃائي- جُوڪائي- پينگ- افلاس- تنگ حالي- غريبي- محتاجي- فاقه ڪشي- تيهي دستي- ڪنگالپڻو- غُربت.

● مَفْلُوڪُ: صفت. (ع). تباه حال- نادار- مسڪين- مفلس- سُڃو.

● مَفْهُومُ: صفت. (ع. فَهَمَ = هن سمجهيو) سمجهيو ويو- سمجهه ۾ آيل- عقل ۾ آيل. (آصفيه). (ذ). منشا- مُراد- مطلب- مقصد- آرٿ- اراده- مُدعا. (آصفيه). سمجهه- عقل- فهم- راءِ- زيرڪ- ٻڌي. (آصفيه).

● مُفِيدُ ¤ مُفِيدُ: صفت. (ع. فَيدُ) فائدي وارو- فائدو ڏيندڙ- فائديمند- نفعي وارو- سَڦل- سُود مند. ڪمائتو- ڪارائتو- ڪتبائتو- سَجايو- ڪم وند- سَڪيارٿو- سُڪمو- سارٿڪُ- ڪم جو- ڪار جو- وآڌاري وارو- وڌاءُ وارو.

● مُقابِلُ: صفت. (ع. قَبَلَ) سامهون- روبرو- آمهون سامهون- ڏوبڏو- مُنهن اڳيان. حريف- دشمن- مخالف- ويري. برابر- مُساوي-

مانند - مَٽُ - جوڙُ - شريڪ - ثاني - نظير - مثل - مُوافق - جيسُ - جهڙو.

▬ مُقابِل ُ ٿِيَڻُ: سامهون ٿيڻ - مقابلو ڪرڻ. گڏجڻ. (ڪاجرا).

● مُقابِلو ُ ع مُقابِلا: صفت. (ع. مُقابله > قَبَل ُ) مُنهن آڏائي - سامهڻائي - برخلافي - مخالفت. چٽاڀيٽي - ويڙهه - جهيڙو - لڙائي - رُوڪشي - ضِد - مورچو - جنگ. ڀيٽ - مشابهت. برابري - همسري - هڪجهڙائي. اوچتي ملاقات - گڏجاڻي.

▬ مُقابِلو ُ ڪَرڻُ: سامهون ٿيڻ - آڏو اچڻ. مخالفت ڪرڻ - ضِد ڪرڻ - هَٺُ ڪرڻ - تڪرار ڪرڻ - جنگ ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ. چٽاڀيٽي ڪائڻ. ڪُلهو هڻڻ - برابري ڪرڻ - پُڄڻ - برميچڻ - رِيسائڻ - مَٽ ِ ٿيڻ - ڀيٽڻ - ٽڪرائڻ - ٽَڪرڪائڻ - پورو ڪرائڻ - لائي ڏسڻ - مِلائڻ - همسري ڪرڻ. چڪاسڻ - تپاسڻ. رو برو ٿيڻ - سنمک ٿيڻ - ٽڪرجڻ - مُنهن تي ٿيڻ - منهن تي ڪرڻ. جهلڻ - روڪڻ - ٿَلڻ - منع ڪرڻ.

▬ مُقابِلو ُ گهرڻُ: جنگ ڪرڻ - لڙائي ڪرڻ - لڙڻ - تڪَڻ - سامهون ٿيڻ - جنگ گهرڻ - جهيڙو ڪرڻ - وڙهڻ سامهون جواب ڏيڻ - شوخي ڏيکارڻ. هوڪارڻ - ونگارڻ - للڪارڻ - چِٽڪڻ - (تون ڇا ڪندين؟) چوڻ.

● مُقاطِعو ُ ع مُقاطِعا: ذ. ٺيڪو - ٻول - ٻولي - پٽو - اجار پٽو. عرصو - مِيعاد - مقرر ڪيل وقت.

▬ مُقاطِعِدارُ ع مُقاطِعدار: ذ. صفت. ٺيڪيدار - اجار دار - پٽيدار (پر مانند).

● مُقال ع مُقالون: ث. (ع. مقاله = چيل ڳالهه) ڀاڪو - واکيڻ - مثل - قولُ - وچنُ - چوَڻي - سُٽيڊِي - ڏند چرچو. ڳالهه ٻولهه - گفتگو - ڳالهه - تات ِ - ٻچٽر - سُرسلو - وارتا - وائِي - چوُوت - چوُ ٻچوء - چوُ ٻواو - گوشت ُ - آلاء. ڳالهه مُهاڙ.

● مَقالو ُ ع مَقالا: ذ. (ع. مقاله) چيل ڳالهه - قول - مقولو. ڪتاب جو باب - فصل.

● مُقام ُ ع مُقامَ: ذ. اسم. (ع. مُقام = جڳهه) ترسڻ جي جاءِ - مسڪن - آستانُ - ٺڪاڻو - آستانو - جڳهه - جاءِ - مڪان - گهر - منزل - ڊاٻو - ويساهي - منزل گاهه - پاڙو - قيام - آتارو. لاشن دفن ڪرڻ واري زمين - قبرستان - گورستان. (راڳ ۾) سُرود جو پردو يا جاءِ. (ڪاجرا).

▬ مُقامِي ُ ع مُقامِي ُ: ذ. صفت. هڪ ٺانئيڪو - هڪ ٺائيڪو - ماڳائتو - هنڌائتو - ٽِڪُ - قائم - اچلُ - هڪ هنڌ ويٺل - برقرار - ڪُپ ڪوڙ. قبرستان جو رکوال.

▬ مُقامِيائي ُ ع مُقاميائِيون: ث. صفت. مقام پائياڻي - هڪ مقام ۾ پوريل - گڏ دفن ڪيل. (مارئي).

● مُقام ُ پوُلا: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُقبَرو ُ ع مُقبَرا: ذ. (ع. مُقبره > قَبَرُ) قَبَرُ - لوڙهه - سمانڌ - سماڌِي - ٻُنِي - تُربت - گور - قُبو - مزار. روضو. مرقد - درگاهه.

● مقبُوض: ذ. صفت. (ع. قَبَض) قبضي ۾ آيل. (ع. ا. ڊ).

● مقبُول ُ ع مقبُولَ: ذ. صفت. (ع قبل) قبول ڪيل - مڃيل - منظور ڪيل. پسند ڪيل - چونڊيل - مرغُوبُ - پسند پيده. وڻندڙ - پيارو - محبوب - دلربا.

▬ مقبُولِيتَ ع مقبُولِيتُون: ث. قبوليت - اجابت - منظوري - پسندي - اقراري - رضا - رضامندو.

● مُقتَدا: ذ. صفت. (ع). مهندار - اڳواڻ. (ڪاجرا).

● مُقتَدَرُ: ذ. صفت. (ع). طاقتور - زورآور - جبرو - طاقتوارو - ڏاڍو.

● مُقتَدِي ُ: صفت. (ع). پيروي ڪندڙ - پيرُو. نقل ڪندڙ - مُقلّد - مُريد - چيلو. امام جي پٺيان بيهندڙ. امام جي پٺيان نماز پڙهندڙ. (آصفيه).

● مُقتَضا: ذ. صفت. (ع. مُقتَضا = خواهش ڪيل) خواهش ڪيل - رضا ڪيل. (ع. ا. ڊ).

گهربل. (ذ). مراد – مطلب.
”جا محبت مقتضا منجهہ آدمين آهي الپ“
(ديوان قاسم).

● مَقْتَلُ: ذ. (ع. قَتَلَ) قتل ڪرڻ يا ٿيڻ جي جاءِ.

● مَقْتُولُ ۽ مَقْتُولَ: ذ. صفت. (ع. قَتَل) قتل ڪيل – ماريل – خون ڪيل – وڍيل. (آصفيہ). ڪُٺل. قتيل – ڪُشتہ – مذبُوح. عاشق – فريفتہ – پروانو – مفتُون. (آصفيہ).

● مِقْدارُ ۽ مِقْدارَ: ذ. (ع. قدر) انداز – قدر – شُمار – وَزن – تور. تعداد – ڳاڻيٽو – نمبر – انگُ – سنکيا – آنڪُ. تَڪُ – قِياس – اندازو – تخمينو – قَدُ – آڪارُ – ڏيلُ. ماپَ – ڪاڇو – پئمايش – مئپ – ماڻُ – پئمانو – ايراضي – پکيڙ – ٻترُ – ميچو. اوڪاش – گُنجائش – جاءِ – وِٿي – ڇيڻي – ويڇو. (پرمانند).

● مُقَدَّرُ ۽ مُقَدَّرَ: ذ. صفت. (ع. قدر) اندازو ڪيل. پهريائين لکيل. (ذ). حڪم آزلي – مشيت ايزدي – لِکيو – ڏٺيءَ جي کهُرَ – قسمت جو لِکيو. تقدير – ڀاڳ – نصيب.

● مُقَدَّسُ ۽ مُقَدَّسَ: ذ. صفت. (ع. قَدَس) پاڪ ڪيل – پوِتر ڪيل – طهارت ڪيل. پاڪ – پوتر (ماڻهو يا جاءِ). پاڪ – سڳورو – ڀَلو ماڻهو – پارسا انسان – ڀَلارو. بي ڏوهي – مُطهر – معصوم – بي گناهہ – نِردوش. (آصفيہ).

● مُقَدَّمُ ۽ مُقَدَّمَ: ذ. صفت. (ع. قَدَمَ) اڳ ڪيل – اڳيون – پيشوا – پراڪنتن – اڳيان – اڳ ۾ – مَهِندان – مَهِند. آپ دِرشتا – مَتَ نظر ڪندڙ. رئيس – سردار – سَروَرُ – وڏو – صدر – مهندار – ڏُرو. چوڪيدار – راکو – جاڳو – واهِي – پهريدار – رکوالو – رکوال – رکپال. (پرمانند). گذريل – سابق – اڳوڻو – اڳيون – مهنديون – قبل.

● مُقَدَّمُ الْجَيْشِ: ذ. صفت. سپهہ سالار – لشڪر جو سردار مَهندار – سالار – فوج جو اڳوان. (ع. ا. د). (ذ). فوج جي اڳيان موڪليل ٿورو لشڪر – هراول.

● مُقَدِمُو ۽ مُقَدماِ ذ. (ع. مُقَدَّمَتہ < قدم) ڪنهن ڪتاب يا مضمون جي شروعات – آغاز – ابتدا – تمهيد – ديباچو – سرنامو – عِبارت. ڪتاب شروع ڪرڻ کان اڳ لکيل ڪجهہ عبارت. دانهن – ڪُوڪَ – فرياد – ڪيس – دعوىٰ – معاملو.

● مَقْدُورُ ۽ مَقْدُورَ: ذ. (ع. قدر) طاقت – قُوّت – ٻَلُ – سَگهہ – سمرٿي. قَدر – پُڄندي – وَسُ – دَسترسِي – مجال – زور – وِتُ – توفيق – وسيعت – اختياري. هلندي – رَسائِي. قابليت – لياقت – حيثيت – پرُبِيتا – جوڳائي. (پرمانند).

● مِقْراضَ: ث. (ع. ترڪي). ڪَتَر – ڪئنچي – قَئنچِي. (آصفيہ).

● مُقَرَّبُ: صفت. (ع. قَرَبَ) نزديڪ ڪيل – ويجهو ڪيل – اوري ڪيل – قريب. ويجهو دوست – مَحرم راز – همراز. (آصفيہ).

● مُقَرَّرُ ۽ مُقَرَّرَ: ذ. صفت. (ع). قرار ڪيل – ترمايل – ٺهاريل – ماٺ ڪرايل. (آصفيہ). معمور ڪيل – عُهدو ڏنل – ٿاپيل مقرر ڪيل – رکيل – ٻهاريل (نوڪريءَ ۾). ڪُٺل – ٻَڌل – آنَلُ – برقرار – ماڳائتو – ٺهرايل – ڪَپُ گوڙ – هَنڌائتو. (پرمانند).

– مُقَرَّرُ ڪَرَڻُ: قرار ڏيڻ – ترمائڻ – ٻيهارڻ. ڪنهن ڪم ۾ لڳائڻ – ٿاپڻ – معمور ڪرڻ – قائم ڪرڻ – جڳهہ ڏيڻ – نوڪر رکڻ – نوڪري ڏيڻ – نوڪريءَ ۾ ٻيهارڻ. ٻَڌڪ ڪرائڻ – ڪُپائڻ – ڄمائڻ – وِيهارڻ – ڪوڙڻ. ٺهرائڻ – ٻنارائڻ. (پرمانند). قيمت ڪرڻ – مُلهہ ڪرڻ.

– مُقَرَّرِيُ ۽ مُقَرَّرِيُونُ: ث. تَقَرَّري – جڳهہ – نوڪري – مَعمُوري. ڏَنڌو – روزگار. پگهار – تنخواهہ – ماهيانو. (آصفيہ) ٺهرايل وقت – ڏائِي – سَمَنُ – ڏِينُ – تِيتُ. (پرمانند).

● مَقْرُوضُ: ذ. صفت. (ع. قرض) جنهن تي قرض هجي – قرض ڏنل – قرضيو – قرضدار – قرضي.

● مَقْصَدُ ۽ مَقْصَدَ: ذ. (ع. قَصَدُ) قصد – ارادو – عَزم. مطلب – مُراد – مَنورٿُ – آرٿُ –

غرض - پروجن - نيت - منشا - منصوبو - ميت - سٽا. (آصفيہ).
= مقصد سڌ ڪرڻ: دلي مراد پوري ڪرڻ - پنهنجو مطلب پورو ڪرڻ - دل جو ارادو بحال ڪرڻ.
● مقصود: ذ. صفت. (ع. قصد) مراد - نيت - منورت - آرٿ - مقصد - مطلب - غرض - پروجن - ارادو - منشا. (پرمانند).
= مقصود جا هٿ هٿڻ: ڪاميابي حاصل ڪرڻ - مراد پوري ٿيڻ - مقصد حاصل ٿيڻ.
● مقصود رند: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مقعد ؏ مقعدون: ث. (ع. قعد) ويهڻ جي جاءِ - ڳُٿي - ڳانڊ - ڪُڍِيا - دُبر - دُنب. (آصفيہ).
● مقلد: صفت. (ع. قلد = تقليد ڪندڙ) ڪنهن قول تي دليل کان سواءِ عمل ڪندڙ - تقليد ڪندڙ - نقال. پيرو - مريد - معتقد. (ذ) چئني امامن کي مڃيندڙ مسلمانن جو هڪ فرقو (آصفيہ).
= مقناطيس حيواني: ذ. چقمقي پٿر جو هڪ قسم. (پرمانند).
= مقناطيسي: ذ. صفت. مقناطيس جي خصلت رکندڙ - مقناطيس جي. (ڪاجرا).
= مقناطيسي سئي: ذ. قطب نما. (پرمانند).
● مقيول (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مقتوي: ذ. صفت. (ع. قوي) قوت وارو - طاقت وارو - طاقت ڏيندڙ - قوت ڏيندڙ - سگهه ڏيندڙ - زور ڏيندڙ - ٻَل ڏيندڙ.
● مقياس: ذ. (ع. قوس) اندازي لڳائڻ جو اوزار - مقدار جاچڻ جو اوزار. (ع. ا. د).
= مقياس الحرارت: گرميءَ ماپڻ جو هڪ اوزار - گرميءَ ماپ - ٿرماميٽر.
● مقيد: صفت. (ع. قيد = قيد ڪيل) قيد ڪيل - قيدي - باندي. (ع. ا. د).

● مقيش ؏ مقيش: ذ. (ع. مقيش) چانديءَ سون جي تارن جي مڙهت يا پرت. سوني زري - ڪلابات. (پرمانند).
= مقيشي: ذ. صفت. ڪلابات پيل ڪپڙو - مقيش لڳل ڪپڙو - سونيءَ زري لڳل ڪپڙو.
● مقيم: صفت. (ع). ترسندڙ - اقامت ڪندڙ - رهندڙ. گذاريندڙ - رهاڪو - رهواسي - قيام پذير - منزل انداز.
● مڪ: ث. ڪپڙ (وڻ) يا چار جو ٻُور. ٻوٽي جو هڪ قسم. (ت). مٺي ٻاٽي جي لنڊيءَ مڇيءَ جو هڪ قسم. (پرمانند). ڳِهه جو هڪ قسم. (ل). (مهيري).
● مڪ ؏ مڪ: ذ. ڪبڙ وڻ جو ڦر - پيرون. (ڪاجرا).
● مُڪ ؏ مُڪون: ث. (س. مشٽ؛ ف. مشت = مُٺ) مشت - مُٺ. ٺونشو - گوشو - گوسو. گوشي سان هنيل ڌڪ. (پرمانند).
= مڪامڪي: ث. ٺونشي بازي - ڌڪ مُٺ - هٿين ٻجين - گوسي بازي.
= مڪير ؏ مڪير: ذ. صفت. مڪن هڻڻ وارو - ٺونشي باز. (ڪاجرا).
= مُڪ هڻڻ: ٺونشو هڻڻ - گوسو هڻڻ.
● مڪ ؏ مڪ (ڪ): ذ. جبل تي (يا جبل جي پاسي ۾) وڏو ٻنو (جو پري کان نشانبر ڏسجي) - ڳنڊ و - ٽٽ.
● مڪا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد، سکر، ٿرپارڪر ۽ نواب شاهه ۾).
● مڪار ؏ مڪار: ذ. صفت. (ع. مڪر) مڪر ڪندڙ - مڪريل - فريبي - دلبي باز - ٺڳ - لبيسي - ترپناڪ - ڏيٺ - دوکيباز - دغاباز - عيار - ڪوڙو - منافق.
= مڪاري ؏ مڪاريون: ث. مڪر - دونگ - چالبازي - ٺڳي.
● مڪشفات: ذ. (ع. مڪاشفه جو جمع > ڪشف) پڌرائي. لسان غيب - آڪاس واڻي - الهام. وڏي خبر. ٺين خبر. بشارت.

● مُڪافاتُ: ث. (ع. ڪَفَيَ) عيوضو - بدلو - آجُورو - عيوض. (ع. ا. ڊ).

- مُڪافاتُ ڪَرَڻُ: عيوضو ڏيڻ - بدلو ڏيڻ - آجُورو ڏيڻ - عيوض ڏيڻ - احسان جي بدران احسان ڪرڻ.

● مَڪالُ ۽ مَڪالَ: ذ. (سن. مَنْڪلِتهه = ٻاهر) ڪُلُ - مَنگلُ - سِگرِي - سِگڙِي. ڪُٽ جو ٻَهيل اوزار، جنهن ۾ لنيا چِڪُهه ٿين. (ت).

● مَڪانُ ۽ مَڪانَ: ذ. (ع). رهڻ جي جڳهه - جاءِ - جڳهه - هَنڌ - آستانُ - ٺِڪاڻو - رهاشت - مَسڪن - خانو - ٿانو. اوتارو - بيٺڪ. فقيرن جي رهڻ جي جاءِ - دائرو. شهر - ڳوٺ - ٺِڪر - مُلڪ - ديس - وطن. علائقو. (اسم خاص). تعلقي محال ڪوهستان ضلعي دادو ۾ ڪن ديهن جو نالو، جهڙوڪ: مڪان آٽ ٻلاڙ، مڪان ٻيلي ٽَپُ، مڪان ٻپر ٻَنڌُ، مڪان ٻچاڻي، مڪان ٻَٽ ڪرچات، مڪان پوڪڻ، مڪان ٿانو عارب، مڪان ٽَڪُ، مڪان ٽيڪو بادَڻُ، مڪان ڏماچ ۽ مڪان رني ڪوٽ.

- مَڪانِي ۽ مَڪانِي: صفت. آستاني. اوتاري جو مالڪ.

● مَڪانُ آٽُ ٻلاڙُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانَ ٻيلِي ٽَپُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٻپرُ ٻَنڌَ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٻچاڻِي: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٻَٽُ ڪرَچاتُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ پوڪڻ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٿانُو عارَبُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٽَڪُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ٽِيڪو بادَڻُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ ڏَماچ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪانُ رَنِي ڪوٽُ: اسم خاص. تعلقي محال ڪوهستان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪائِڻُ: ث. (سن. مرڪَٽڪِيه) انَ جو هڪ قسم - مڪائي.

● مَڪائِي ۽ مَڪائِيُون: (سن. مرڪَٽڪِيه) انَ جو هڪ قسم - مڪئي.

- مَڪائِي ٻيرُ ۽ مَڪائِي ٻيرَ: ذ. ٻيرن جو هڪ قسم (هي ٻير پيوند ذريعي پيدا ڪيا ويندا آهن. پيوند ۾ خوشبوءِدار شيون وجهي خاص خاصيتون پيدا ڪيون وينديون آهن) (ڳاجرا).

● مُڪائِڻُ: مصدر. (سن. مُڇ = موڪلڻ) (ڳاجرا). ڳهرائڻ - سڌائڻ - ڪوٺائڻ - سُنڀائڻُ. مُڇُرِي) = ڇڏائڻ) فيصلو قطعي ڪرڻ - حساب ڪتاب صاف ڪرڻ - ختم ڪرڻ - بس ڪرڻ - پورو ڪرڻ - خاتمو ڪرڻ - لپائڻ (ت). (مڪائيو - مڪائيند و - مڪائيل).

● مُڪتُ: ث. (سن. مُڇُ = ڇڏڻ) آزادي - ڇوٽڪارو - نجات - رهائي - مڪتي.

- مُڪتُ ۽ مُڪتَ: ذ. صفت. آزاد - آجو - خلاص - ڇڏيل - رها ڪيل - نجات ڏنل - ڇوٽڪارو ڏنل.

- مُڪتِي ۽ مُڪتِيُون: ث. آزادي - ڇوٽڪارو - آزادگي - رهائي - خلاصي - نجات - آجائي - موڪ. معافي - ڏوهه آسراڻ. پرم پد - پرم آنند - ڪمال خوشي - نروُرتي - آڌار - گت.

● مَڪْتَبُ ۽ مَڪْتَبَ: ذ. (ع. ڪتب) لکڻ جي جاءِ. لکڻ پڙهڻ جي جڳهه - مدرسو - پاٺشالا - اسڪول - دبستان - خطب - ڪُتاب - ودياليه - تعليم گاهه - درسگاهه - تعليم گهر.

● مُڪُتو ۽ مُڪُتا: ذ. صفت. (ع مُقطع جو بگڙيل) مٺو - جهجهو - جام - وافر - ڀَهُون - ويل، چيل - ڍ نُڊين ڍير - ستيتهو - گهڻو - گهڻو - گهيل - چال - سرّ من - گانبو - ستپيل - بيشمار - بي انداز - هيڪاندو. آجو - ڇُٽل - آزاد - رِ ها. (ت) - جميعت. کُليل - ڪشادو - ويڪرو - موڪرو. (ت). ٻنڌن کان آزاد - اهو اکر جنهن تي ڪابه لاڳَا يا اعراب نه هجي (هندي، سنسڪرت ۽ سنڌ جي هندو سنڌيءَ (وانڪا اکر) ۾ جنهن اکر تي آچار جي ڪابه نشاني نه هجي ته ان کي زبر ڏنل سمجهيو ويندو. عربي سنڌيءَ ۾ چنبو آهي ڪ زبر=ڪَ هندو سنڌي ۾ چنبو ڪندو مُڪتو = ڪَ). (ڪاجرا).

● مَڪتُوبُ: ذ. صفت. (ع. ڪَتَبَ) لکيل - تحرير ڪيل (ع. ا د).

● مَڪتُوبي: صفت. علم نحو جي اصطلاح ۾ آهي اکر جن جا پهريان ۽ پويان اکر هڪجهڙا هجن (جي آبتا - سبتا هڪجهڙا هجن "جهڙوڪ: ميم، نون، واو، وغيره).

● مُڪُٽ ۽ مُڪَٽ: ذ. (س). هندن ۾ شاديءَ وقت گهوٽ جي مٿي تي پاتل ڇٽ - مُڪهٽ - موڙ - ڇٽ - مُٽڪ - تاج. چوٽي - طرو - ڪلنگي - ڪلغي - هُول - مُنبڪ - سهرو. (ڪاجرا) واهه.

- مُڪَٽ مَڃائڻ (ت): رنگ لائي ڇڏڻ - تماشو ڪرڻ.

- مُڪَٽ مَڃڻ (ت): تماشو ٿيڻ - مزو ٿيڻ. آباد هجڻ - سرسبز هجڻ - شاداب هجڻ. (حامي).

● مُڪَدّر: د. صفت (ع). ڪدلو - ڪندو - ڪينو - ميرو - غليظ - ميني وارو - خراب. (ع. ا. د).

● مَڪَر: ث. (س). ساموندي جانور جو هڪ قسم (تنکون سيسي ۽ مٿو هرڻ جهڙو، بدن ۾ موند مڇي جهڙو). علم نجوم موجب آسمان جي ٻارهن راس مان ڏهين راس جو نالو - جدي.

- مَڪر گهيرو: ذ. خطِ جدي - جدي گهيرو.

● مَڪرُ ۽ مَڪَر: ذ. (ع) فريب - دغا - ٺڳي - دولاب - مينهن - ڍونگ - ڪوڙو ڏيکاءُ - ڪيڏ - چل - هيلو بهانو. ميکر - ڪپٽ - تيتال. (ذ). مڇيءَ جو هڪ قسم (شاڪر مڇيءَ جي جنس، ڊيگهه فقط ۾ تي انچ).

- مڪري ۽ مَڪَري: ذ. صفت. ٺڳ - ليبي - تريناڪ - ڍبر - تيتالي - ڪيگر - دغاباز - دولابي - رَبي - مڪريلو - ميڪريلو.

- مَڪر بلي: صفت. ٺڳباز - چورٺو - ٺڳيءَ جو - هرتالو - لُچڙو - مڪريلو - مڪريلي - ٺڳٺو - حرفتي - پرپنچي - اٽڪلي - حريف - چالاڪ - ڏوٻائي - رهڙو - ڏوڪيباز - دولابي - ڦندي - ڦندباز - چندباز.

● مُڪَرُ ۽ مُڪُرَ: ذ. وڏي مڇيءَ جو هڪ قسم - شتهڪر (ت) - شاڪر. (صفت) انڪاري - نابري وارينڌڙ - ناڪار ڪندڙ - آليندڙ.

- مڪران: اسم خاص. بلوچستان صوبي جي هڪ رياست جو نالو.

- مَڪُراني: صفت. مڪران ملڪ جو رهاڪو. (ذ). آٽ جو هڪ قسم (قد جو ڊگهو، بدن ۾ ڪهاٽو، وار گهنڊيدار). (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾).

● مَڪراهي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُڪرّر: صفت. (ع. ڪرّ) بار بار ڪيل - وري وري - هر بار - ورائي. ٻئي ڪهمري ٻوليءَ کي رنگين بنائڻ جو هڪڙو نمونو (جنهن ۾ ساڳيو لفظ جدا جدا معنائن سان لاڳيتو ڪم آڻجي مثلاً: هزار هزار، هزار بلبليون، نگار نگار - سهڻو معشوق). (ڪاجرا).

● مُڪَرّم: ذ. صفت. (ع. ڪَرَمَ) ڪرم ڪندڙ - ٻاجهه ڪندڙ. بخشش ڪندڙ.

● مُڪرڻ: مصدر. آلڻ - انڪار ڪرڻ - نه مڃڻ - ناڪار ڪرڻ - قبول نه ڪرڻ - ڦري وڃڻ - ناڪاري ٿيڻ (مڪريو - مُڪرندو - مڪريل).

- مُڪرجي وڃڻ: الي وڃڻ - انڪار ڪري ڇڏڻ - نابري وارڻ. ڪوڙ ڳالهائڻ.

● مَڪرُوهُ: ذ. صفت. (ع. ڪَرَهَ = ڪِراهت جهڙو) ڪَراهت جهڙو - بُڇان جهڙو - نفرت جهڙو - سَوڪ جهڙو - گندو - خراب - بڇڙو - ڏِڪار جهڙو. ناپسند - اڻ وڻندڙ. ناجائز - نارَوا - مُردار.

● مَڪرِيءُ ٣ مَڪرِيُونُ: ث. اسم. (سن. مَنڪنِي = پيڙي) ٻيڙي - ڪِشتي - ڏُوندي - جَل ترني - ناؤ.

● مَڪڙُ ٣ مَڪڙَ: ذ. (سن. مَرڪَٽَ = مڪڙُ) آڏامندڙ جيت جو هڪ قسم (گهوڙي دونار جهڙو). (صفت). گهڻ ڪائُو - ڪائي ڪٽائيندڙ.

● مَڪڙُو ٣ مَڪڙا: ذ. (سن. مُڪرهـ) هُرلي يا گهاٽي جي مٿين ڪاٺيءَ ۾ اَڪايل هڪ ننڍو ڪاٺيءَ ٽُڪرُ (ڪانڃڻ ۾ پيل سَلُ نڪتل ڪاٺي، جنهن ۾ پُرچل جو مٿيون ڇيڙو پيل رهي). (مَلهڻ يا ڪُشتيءَ ۾) جانئو - ڦيڙتي - انگڙو - انگڙي. درياهي ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو. (ن. ب). ٻيڙو - وڏي ٻيڙي. (سُرڪاموڏ - گُر). گهوڙي جو هڪ قسم (ڀُورو، سونهري رنگ جو گهوڙو (سمند) جنهن جون ٽريُون، مُشڪون، پُڇ ۽ ڪرنگهو ڪارا هجن).

● مَڪڙِيءُ ٣ مَڪڙِيُونُ: ث. جيت جو هڪ قسم - تِڏ - تِڏو - پِپِڙ. ننڍو مڪڙ آڏاٽي يا چرخي جو هٿيو - مُنيو. جنهن جي مٿين ڀڙ جي وچ ۾ سَل ٽِيل ڪاٺي. ٻيڙي - ڪِشتي - ڏُوڊي.

● مُڪِڙي ٣ مُڪِڙِيُونُ: ث. پِيڙَ - مَنَ - چاپَ - مَناڙ - زور.

- مُڪِڙِيُونُ هڻَڻُ: پيڙون ڏيڻ - زور ڏيڻ - مَنَڻُ - چاپَڻُ - مَناڙڻُ.

● مَڪَلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾). (سينسز - ١٩٣١ع).

● مَڪلاڻِيءُ: اسم خاص. تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪِليِ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو. ٺٽي شهر لڳ هڪ ٽڪريءَ جو نالو.

● مُڪمَلُ: صفت. (ع. ڪَمَلَ) ڪامل - ڪيل - ڀُورو ڪيل. ڀُورو - تمام - ڪامِلُ - سمپُورڻ. ڪُلُ - ثابت. (آصفيہ).

● مُڪُنُدُ: صفت. نجات ڏيندڙ - ڇوٽڪارو ڏيندڙ - مُڪتي ڏيندڙ. (ذ). ڦيٽي پٿر. (اسم خاص). وشنُو جو هڪ نالو - هندن جو هڪ ديوتا.

"سي سامِيي سدا سَرها، مُڪند جن جي من ۾".

(دلپت).

● مَڪنُو ٣ مَڪنا: ذ. صفت. (سن. مَڪنَ = غرق) مست - چريو - متوالو - پاڳل. بي پرواهه. ڇِتو - هُڙڪيو.

- مَڪِنُو هاٿِيءُ: ذ. چريو هاٿي - مست هاٿي. (صفت). پهلوان - سورهيہ - طاقتور.

● مَڪو: اسم خاص. (ع مَڪَہ) عرب ملڪ جو هڪ مشهور شهر - حضور محمّد صلي الله عليه و سلم جن جي جمڻ جو شهر. (·). فائدو - نفعو - لابَ - لاهو - ڪَتيو - پِرنِت - چاڙهو - سوباسو - سرسي - واڌارو. خوشي - لُطف - عيش - رَهسو - رَهَس - ڀوڳ - حِظُ - مزو - راحت - آنَندُ - جشن.

- مَڪو پِيڻَڻُ: زيارت لاءِ مڪي ڏانهن وڃڻ. نجات حاصل ڪرڻ جا وسيلا ڪم آڻڻ. ڪنهن مشڪلات حل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ، پر آن ۾ ناڪامياب ٿيڻ. (ڳاجرا).

- مَڪو مَڇڻُ! ٿوري محنت سان گهڻو نفعو ٿيڻ - مَرسِي ٿيڻ - وارو ورڻ - ڀاڳ لڳڻ - چاڙهو ٿيڻ - فائدو ٿيڻ. مزو لڳڻ - رؤنشو ٿيڻ - تماشو لڳڻ - ڀوڳ لڳڻ. وجهہ لڳڻ - وارو اچڻ - موقعو ملي وڃڻ.

"مَڙس اٿيو ته مڪو متو، پر ۾ ستل هوندس سَڪو"

(چام خان).

● مَڪُو ٣ مَڪُو: ذ. آڏاٽي جي يا لسار جيهہ ٻنهي پاسن واري ڇُهنبدار نوڪ. ٽوپي واري بندوق جو ٽوپي چاڙهڻ وارو پاسو. (ت).

● مُڪو: اسم مفعول مُڪجڻ مصدر مان.

● مُڪيوا: ذ. دفتري - ڦڙڪو - پانو - مُقوا.

● مُڪِواڻا (ث): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُڪوُل (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلبل).

● مَڪوُلَڻُ (ل): مصدر. مَلڻ - مهٽڻ - لائڻ - لڳائڻ - پترڻ (هٿ وغيره).

”رات مَڪوليا مُشڪ سين، ميٺي پنهنجا مود“؟ (خليفو نبي بخش).

(مڪوليو - مڪولند و- مڪوليل).

● مَڪِ ٤ مَڪيُون: ث. (پرا. مَڪِي. سن. مَڪِيڪا > مڪشڪا = مَڪَ. ف. مگس = مک) آڏامندڙ جيت جو هڪ قسم - مَڪي - مگس - ذباب. ڪتر. ماڪيءَ جي مک - مکين جو ميڙ. بندوق جي ناليءَ تي لڳل هڪ ڪِلي. بندوق جو ماشو. نظر (بندوق جي).

- مَڪِ تيرُ ڪرڻُ: سُٺائي هڻڻ - صفائي هڻڻ - هوشيدائي هجڻ.

● مَڪُ ٤ مَڪَ: ذ. (سن. مرڪشڻ > مرڪش = مَلڻ - مَڪڻ) کيھ تيل وغيره (مانيءَ يا هٿن کي) مَلڻ جي حالت - تاج پهرائڻ يا شاديءَ وقت پيشانيءَ تي شيءِ لڳائڻ جي حالت - مَثل - مَهٽ. کهڻَ (ڪ). ڪو به شيءِ جو (پاڻي سان چڪڻ ڪري) چڙهي، (گاڏين جي) سراين يا ڪلف جي سهولت سان لاهڻ لاءِ لڳائجي. (گاجرا).

- مَڪُ چَنڪُ: ذ. مهٽ سهٽ. بدن جي پوچار - ڳهه مهٽ - ٺارپوش. هار سينگار - زيب زينت.

● مِڪُ ٤ مِڪَ: ذ. (ف. مُغ = مِڪُ. سن. معجِڻ = مِڪُ) هڏن جو طاقتور مادو - مِڃُ - پاهَ - گورو - گُدو - گودو. هڏن جي چربي.

● مُڪُ ٤ مُڪَ: ذ. (سن. مُڪتر) واتُ - منهن - پُوٺ. ڏوناڙُ - مُهاندو - چهرو - شڪل - صُورت - مُهڙُ - مُونهاندو. پيشاني - مٿو - نيراڙُ - ليلاڙ - ليلات دروازو - ڪهٽُ - ڳهڙُ - لانگهو - لنگهه - گذر. (پليتس). (ذ. صفت). راڄ جو چڱو مڙس - پنيل - مُکي. مکيہ ماڻهو - خاص ماڻهو. ١١ ڳوٺ - صدر - پرڌان.

- مُڪامُکي: ظرف. آمهون سامهون - مُنهن مقابل - مُنهان مُنهن - سنمک - رو برو - مُهندان - پيش. (ث). ملاقات - ديدوان ديد - مُڪا ميلو - گڏجاڻي - ميلاپ.

- مُڪا ميلوُ ٤ مُڪا ميلا: ذ. گڏجاڻي - ملاقات. وَصل - ميلاپ.

- مُڪاميلي ٤ مُڪاميليُون: ث. ديدار - ملاقات (گاجرا).

- مُڪپائي ٤ مُڪپائيُون: ث. مُڪپٽو.

- مُڪپتڻُ: ذ. مُڪپائي - صدارت - سروري - سريشتا - مُڪيتا - پيشوائي - مهنداري - سرداري - سرڪردگي - مُڪپٽو.

- مُڪپٽوُ ٤ مُڪپٽا: ذ. مُڪپتڻُ.

● مَڪائِڻُ: مصدر. (سن. مرڪشڻ = لڳائڻ) تيل وغيره جو هٿ هڻائڻ - مَڪ ڪرائڻ. آڻ مَڪ ڪرائڻ - ڪٽائڻ - پراهت ڪرائڻ - ڪمارائڻ - حاصل ڪرائڻ. (مَڪائيو - مَڪائيند و - مَڪائيل).

● مُڪائڻُ (ت): مصدر. آزاد ڪرائڻ - ڇڏائڻ - ٻٽري ڪرائڻ. (ت - وفا). (مُڪائيو - مُڪائيند و - مُڪائيل).

● مَڪَتُو ٤ مَڪتُو: ذ. صفت. (سن. ما = نہ + مُڪنيھ = جهلو) نہ ڪتندڙ - نہ ڪمائيندڙ - جو ڪنهن شيءِ سان فائدو نہ ڪري سگهي - نڪتو - بيڪار - ڪم ڪوس - عاري.

- مَڪَتڻُ: ث. وڏو درجو - مکيءَ جو عهدو - مکيءَ جو ڪم. (گاجرا).

● مِڪرُ ٤ مِڪرَ: ذ. (ع. مَڪر جو بگڙيل). مَڪرُ - بهانو مينهُن - ڏوگ. تيتال - فريب - چَلُ - ڦندُ - تيرڪتالُ - تالُ. اٽڪل - حرفت - ڪيڏ - چالاڪي. (قليچ).

- مِڪرِيلُ ٤ مِڪرِيلَ: ذ. صفت. مِڪرُ ڪندڙ - مَڪرِيل.

- مِڪرِيلي ٤ مِڪرِيليُون: ث. صفت. مِڪر ڪندڙ (زال) - ڍونگي - ڪوڙو بهانو ڪندڙ.

● مُڪراڄ: ذ. ڪاٺ جون پنيون (جن جي وچ ۾ تيڪو پرجي) (گاجرا).

● مُڪتراڄُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَڪِيراڻُ ع مَڪِيراڻَ : ذ. گهوڙي جي منهن ڪي مکين کان بچاءُ لاءِ پڌل سُٽ جو موڙُ.

● مِڪِرائِڻُ: مصدر. گيڪائڻ - بهانو ڪرڻ - مِنهن ڪرڻ - تيتال ڪرڻ - گيمگ ملائڻ - مِنتهائڻ - تِرڪتال ڪرڻ - مِڪرُ ڪرڻ - ڊوسگ مچائڻ - مَڪَر ڪرڻ - بهالو ڪرڻ - ڪوڙو عُذر ڪرڻ. (مِڪرائيو - مِڪرائيندو - مِڪرائيل).

● مَڪُرو ع مَڪُرا: ذ. پوکڙيءَ جو هڪ اوزار. (پوکڙِيُ)

● مُڪرِيُ ع مُڪرِيُونُ: ث (سن. مُڪُلُڪ + ايڪا = مُڪڙِي > مُڪرَه = مُڪري) گُل ڪُلڻ کان اڳ گل جو جسم - بوڇيل گل - اڻ آهتيل گر - مُڪڙِيُ - ڪَلِيُ - مُڪڙي. (ت). مالڪوس راڳ جي هڪ راڳڻي جو نالو.

● مَڪڙِيُ ع مُڪڙيُونُ: ث. مُڪري.

● مَڪنبَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۾). (مينسز ١٩٣١ع).

● مَڪَڻُ: مصدر. (سن. مَرُ ڪَشڻ = مکڻ) لائڻ - لڳائڻ (تيل) - مهٽڻ ملڻ. مٿي لڳائڻ - تيل لڳائڻ. مالش ڪرڻ - مهٽ سهٽ ڪرڻ - آڏڻ. ٿپلڻُ هٿ ڪرڻ حاصل ڪرڻ. ڪٽڻ - ڪمائڻ - پرٽڻ - وٽڻ - آهاڻڻ (فائدو). (مکيو - مکيندو مکيل).

● مَڪڻُ ع مکڻَ: ذ. (پرا. مڪنبا > مَڪوَنَ: سن مکفيا > مڪن > سَٽَ = ولوڙڻ) ولوڙيل کير مان نڪتل مٿي - ڪچو گيهه - اڻ پگهاريل گيهه - ڏڪو - آڏلهڻُ - مسڪو - ڦٽيُ.

- مکڻُ آڪارڻُ (ت): مکڻ کي رِجائي صاف ڪري گيهه ڪرڻ.

- مکڻ پيٺي مٿومٿڙڻُ: فائدي لهڻ تي ناراض ٿيڻ.

- مکڻُ مو کهڙو مُشڻُ: تمام نرم مياءُ جو هئڻ - رحمدل هجڻ رڃ چڱو مڙس هجڻ.

- مکڻُ جيُ سيخ هچائڻُ: کهٽي تڪليف وٺڻ شديد سخت مصيبت ڏسڻ - جفاڪشي ڪرڻ.

- مکڻُ جيُ متاڙيُ آڏڻُ: ... ٿيڻ مهڙي ڪم جي ڪوشش ڪرڻ. اجائي ڪوشش ڪرڻ. بي بنياد ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. خيالي پلاءُ پچائڻ.

- مکڻ متانُ وارُ ڪڍڻُ: چڱيءَ طرح تپاس ڪرڻ - سخت جاچ ڪرڻ.

● مکڻ پوٽيُ: ت. دوا طور ڪم ايندڙ پوٽي جو هڪ قسم (جنهن جي پوٽي جهڙو، ڦر ڪارو، گل اڇا، ٻج سنهون).

● مکڻ پيلو: اسم خاص. تعلقي جوهي ۽ تعلقي ڪشمور ۾ ديهه جو نالو.

● مَڪنُو (ت): ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● مکنهارو ع مکنهارا: ذ. مکين جي بچاءُ کان يا سونهن طور گهوڙي جي اکين تي ٻڌڻ لاءِ سُٽ جو ٺهيل موڙ - انڌارو. (ت).

- مکنيارو ع مکنيارا (ت): ذ. مکنهارو. (ت. حامي). مکڻ وارو.

● مکنيُ: ث. گاهه جو هڪ قسم (تمام مٺي زمين تي ۽ مينهن جي پاڻي تي ٿئي، ڏاتوري جهڙو، مجهس سنهڙو ڳاڙهي ڪاري رنگ جا داڻا ٿين). ڏٿ جو هڪ قسم مچيءَ جو هڪ قسم. (ٿول رهڻي کان ٿوري وڏي، چوڏاري ڪنڊا).

● مکو ع مکا: ذ. (سن مَڪشِڪا = مکو) جيت جو هڪ قسم - وڏي مک نَرُ مکو.

- مکوراڙِ: ث. مکين جي گهڻائي - مکين جو ميڙ - مکين جي جهجهه - مکين جي پينيا.

- مکوراڙو ع مکوراڙا: ذ. وڏي مک جو هڪ قسم (گاجرا).

● مکو ع مکا (ت): ذ. ڪاتيءَ جو مٿو.

● مکيُ ع مکيُونُ: ث. (سن مَڪشِڪا = مک) مک مکس. (اسم خاص). تعلقي مانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو هڪ مشهور ڍڍ جو نالو.

- مکيُونُ (ت): ث. پرت جو هڪ قسم.

- مکيُونُ مارڻُ: بيڪار وقت وڃائڻ - نڪمو رهڻ - نيڪارُ ٿي ويهڻ ڪوبه ڪم ڪار نه هجڻ - خالي ويلي وقت ضايع ڪرڻ.

● مکيُ ع مُکيُ: د. صفت. (سن. مُک = وات، منهن. پرا. مُکم = مکيه) مکيه مانهو - پڙڏان -

شاهه - رئيس - صدر - سردار - سرور - وڏو - مُکُ - مُتَسَمُ مُني - پَريو مڙس - چَوڌري - سَرَ پَنچُ - اڳواڻ - پٽيل - وڏيرو

● مُکِياڻِي ج مُکِياڻِيُون: ث. صفت. زالن ۾ مکيہ زال - زالن جي اڳواڻ. مکيہ جي زال. (گاجر)

● مُکِيارُ ج مُکِيارَ: ذ. صفت. (سن مُکَ = منهن، وات). ڳالهائڻ جو حق رکندڙ - هاڪاري يا ناڪاري جواب جو مختيار. اختيار وارو - خود مختيار - وسوارو - رضا راڻو - مرضيءَ وارو.

● مُکِياري ج مُکِياريُ: ث. ڪابہ شئي وٺڻ مهل گراهڪ ۽ دُڪاندار جي وچ ۾ موٽائي ڏيڻ جي حالت ۾ ڪيل اقرارنامو - شرط شروط. (صفت). مُکيار.

● مُکِيارِڻو ج مُکِيارِڻا (ت): ذ. مکڻهارو - مکڻيارو. (ت).

● مَکِيچُوسُ ج مکيچُوسَ: ذ. صفت. ڇمچوس سوذي - شُوم - ڪَرُ ڀڻُ - ڪنجوس - بخيل - ڪَنڌُ ڇُ - پڪو مُٺِ ڀيڙُ - پَڪَنُشٽُ.

● مکيو چڪيو: ذ. صفت. ٽٽو - نئين وانگر سينگار ڪيل - ٺهڪيو ڦهڪيو ٺار پُوشيدو - چنبڙ ڦوڪيو - سيتائيتو - پوشيدو - صفائي وارو.

● مُکِيہُ ج مُکِيہَ: ذ. صفت. (سن. مُکُ = مُنهُن، مُکيہ) مُنهن وارو - مهنديون - اڳيون - اڳوان - مهندار - مُکُ. مُکي. صدر - پردان. سڀ کان مٿي - اعليٰ - اُتم. شاهہ. سرڪردو - سردار. وڏو - بزرگ. خاص. نرالو.

● مَکَڻُ ج مَکُون: ث. (انگ). پشم مان ٺهيل نرم رضائي يا گاديلو.

● مُکُ ج مُکُ (ٿ): ذ. صفت. موکو - ڪُند ذهن - موکَشٽُ. (جيسا).

● مُکِتِ: ث. ڇوٽڪارو - مُکت - مُکتي.

● مُکَٽُ ج مُکَٽَ: ذ. (سن. مُکَٽُ = موڙُ - ڇٽُ - تاجُ - ڪلنگي - مُکٽ - مُنک. (ن - ب).

● مکيجي ج مکيجيون (ٿ): ث. ٻوٽي جي ڪناري جي پٽي - مَغزي - ڪِنارَ. (راهہ).

● مُکُنڌُ ج مُکُنڌَ: ذ. صفت. مُورک - اياڻو - بيوقوف - کھيلو - بي عقل. (امولڪ پرارٿنا ُون).

● مَکُنڌَرُ ج مَکُنڌَرَ: ذ. (سن. مُدگَرَ = مگريو) جسماني ورزش ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺهيل ڏنبو - مُگدرو - مُگرو - وَنوڙُ.

● مَکَرُ: حرف جملو. پَرَ. نقط - رُڳو - رُڳڙو - جيڪر - لاڪن.

● مَکَرِ (ت): ث. (ع. مغروري جي مخفف مغر جو بگڙيل) مغروري - غرور وڏائي - ٺانءِ.

● مَکُراڙِي (ٿ): ث. صفت. ٽَڪرائتي - جابلو - پَهڻياري - پٿرائين - ٻهاڙي - ڪڪريلو (زمين).

● مُکَرُمانُ ج مُکَرَمانَ: ذ. ساز جو هڪ قسم - شيدين جي وڄائڻ جو دَفَ جو هڪ قسم - مُغرمان. (آزاد).

● مَکِيرو ج مکيرا: ذ. ڪُلَيل زمين جو مٿڀرو ٽُڪر. (ٿ). (ذ. صفت). مغرور - هٺيلو - مڻ وارو. پهلوان - بهادر - جوڌو - سُورمو. (ت).

● مُکِيرو ج مُکِرا: ذ. گُل جو هڪ قسم (موتئي جي گل کان ڪجهہ وڏو، خوشبوءِ موتئي سان مشابهہ، ٻوٽو موتئي جي ٻوٽي جهڙو، گلن جو رنگ اڇو ڪجهہ پيلاڻ تي مائل). ڪڇين جي مُحاوري ۾ کهڙن ڪڻڪ جو مُگرو. (ن. ب).

● مُکِيرِي ج مُکِيرِيُون (ت): ث. ڪاٺ جي مُترڪي - مُگري. مُوريءَ جي ڦري.

● مُکِيرِيا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُکَسُ ج مُکَسَ: ذ. صفت. ڦُلقليو (گهوڙو). ڪُت جي ڪاٺ ڪري، خاڪي بدن گهوڙن تي ٽيل ڇٽا. (گاجرا).

● مَکَسِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● مَکَنُ ج مَکَنَ: ذ. صفت. (سن. مَکَنَ = غرقُ) مگهن - مَست - غلطان - غرق - ٽُٻيءَ ۾ ٻُڏل - مڻ ۾ پريل - رِڌل - پرپٽل - خوش - پرمن - نيهال - مسرور - سَرهو - راضي. مشغول - رُڌل - (ڪم ۾) ڦاٿل.

● مَنڪِيءُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي ۾).

● مَنڪِيا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

مَنڳُ ۽ مَنڳَ: ذ. صفت. (س. مَڳْن = غرق) مغرور- هٺيلو- آپماني- متجازي- آڪڙيل- دماغي- هٺيِي. فاخر- فخر وٺندڙ. تڪبري. مست مٺو ۾ پريل. بردبار- گنڀير. (ٿ). ٽپڻو ڪُڏڻو- لٽچڻو ٽپڻو- البيلو- رَونشائي- چنچل- لٽهرائي. خوش- بي غم- بي گوند ريو. بي پرواھ. سرڪش- ڦنڊ ٺي. متارو- هٺ وارو. موڙُ. (ت). اندازڪان ٻاهر- وڏيڪ- گهڻو- جهجهو. (اسم). آڪڙ- وڏائي. (ڪاجرا).

— مَنڳُ مَواليءُ ٿيڻُ: مست ٿيڻ- مخمور ٿيڻ- سرشار ٿيڻ- مستانو ٿيڻ.

● مُنڳُ ۽ مُنڳَ (ت- ل): ذ. صفت. ڪُند فهم- ڏ ڏُ- موڳو.

● مُنگِتيءُ ۽ مُنگِتيُون: ث. (س. مُڪتيِ) ڇوٽڪارو- نجات- موڪ- رهائي- آزادي- مڪي. هندو تصوف موجب دنيا جي فاني شين کان مٿانهون درجو حاصل ڪرڻ جي حالت. وري نه ڄمڻ جي حالت.

● مَنڳجڻُ: مصدر. مغروري ۾ اچڻ- هٺ ۾ پرجڻ. مست ٿيڻ. (مَنڳيو- مَنڳيلُ).

● مُنگِنْدَرُ ۽ مُنگِنْدَرَ: ذ. (س. مُدُگَر = مُنگِنْدر) ڪسرت ڪرڻ جو ڏنبو- مُتارو- وَٽهوڙ- مُنگدر.

● مُنگِليءُ ۽ مُنگِليُون (ل): ث. ڏُڪيِ- مؤنٽي- منگري- ڏُونگري. مُتترڪيِ- هٿوڙي.

● مَنڳِيءُ (ت): ث. مغروري- هٺُ. مٺو- مستي. خوشي. بي پرواهي.

— مَنڳِيءُ ڪَرڻُ: مستي ڪرڻ- لٽچائي ڪرڻ- حرڪت ڪرڻ- ڪيچل ڪرڻ. چڙوا ٻ ٿيڻ- پاڻ پرو ٿيڻ- زوراور ٿيڻ- پاڻ زورو ٿيڻ.

● مَنگها (ڪ): د. گاھ ۽ ڏٿ جو هڪ قسم- مُنگها.

● مَنگهتُ ۽ مَنگهتَ: ذ. (س. مُڪتَ = ڇتُ) ڇتُ- تاج. ڪلنگي- موڙُ- مُڪتُ- مُڪ. چوٽي- طُرو- ڇيڳو.

● مَنگهنُ ۽ مَنگهنَ: ذ. صفت. (س. مَڳْنَ- غرق) غلطان- غرق- ٽٻيءَ ۾ پيل- پڏل- ويچار ۾ پيل- مَڳن مَست- مٺو ۾ پريل- مخمور- سرشار. مشغول- رُڌل- ڪم ۾ ڦاٿل.

● مَنگهوُ ۽ مَنگها (ت): ذ. جانور جو هڪ قسم. ٻلي جو نالو.

● مُنگهوُ ۽ مُنگها: ذ. اسم. وَل جو هڪ قسم- مُنگهو (هيءَ ول پٽ تي يا ننڍڙن وڻن تي پکڙجي، سندس ڦرُ ڇيڙ جيڏو ۽ ڳاڙهو ۽ مِٺو ٿئي) گولاڙي ول جي گول.

● مَنگهوُ ڪَتْرِيُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو (حيدرآباد ۾).

● منگ ۽ مَنگُونُ: ث. (پرا. منگيشو. س. منگيڪا = گهرَ مر (ي) گ = منگڻ) گهرَ- طلب- ضرورت. پڇڻ- سُوال. (آڌار سُڌار جي) گهرَ.

"جا مَنگ منهنجي من، سا تو کي معلوم سپڪا"

منگ ڇڪيل عورت- منگهو ڪيل عورت- منگيدي.

● مُنگ ۽ مُنگَ: ذ. (پرا. مُنگّ. س. مُدگه = مُنگ) اناج جو هڪ قسم. تورجو هڪ وزن- رتيءَ جو چوٿون حصو.

— مُنگ پاڻي وَ عَنُ: چُپ ڪري ويهڻ- ڪجهه نه ڪچڻ.

"ڏي موڪل ملڪ وڃان، ميان مُنگ مرَ پاءِ" (حمل).

— مُنگ پَوَڻُ: خاموشي ڪرڻ- مات ڪرڻ- چُپ رهڻ.

— مُنگ چٽڻُ (ت): ڪجهه به هٿ نه اچڻ- اجايو محنت ڪرڻ. (سنديلو).

"اڇليو ڪانئچ هٿانس ته ڇٽي پيا مُنگ" (پيرانو).

● ميڳ: ث. (س. مجّا = ميجالو) ميڳ- مغز. (ڪاجرا).

● مڱائڻُ: مصدر. مانڻي ڪرائڻ - مڱڻو ڪرائڻ. گهرائڻ - سڏائڻ - چوائڻ. (مڱائيو - مڱائيندو - مڱائل).

● مڱيتوُ ع مڱيتا: ذ. صفت. سوالي - طالب - گدا - پيناري - پِنُو - بيکاري - منگتو - فقير - گداگر

● مڱڻترُ (ڪ): اسم خاص. هڪ پهلوان مرد جو نالو (جنهن کي سندس زال نالي "متري" مارايو. ڏسو "متري") (ن - ب).

● مڱجڻُ: مصدر. مڱڻو ٿيڻ - مڱ ٿيڻ. مڱيو - مڱيندو. (مڱيو - مڱيل).

● مڱترَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مڱرُ ع مڱترَ: ذ. (پرا. منگو يا منگئي. سن. مانگ يا ماڳ > منگ = رستو) رستو - گسُ - گهاڙُو - وات - پيچرو - ماڳ - مارڳ - سڙڪ - راهه - لنگهه. ڀاڱو - حصو - ڀتي - ونڊي - ٽڪرو. هنڌُ - جاءِ - پڌُ - وٿاڻ - ٺڪاڻو. (سن. متڪلَ = باهه). باهه - ڇيرو - آگ ٻارڻ - آتش.

● مڱرا وَلُ (ت): ول جو هڪ قسم - جهنگلي مڱن جي ول - مڱرال.

● مڱروُ ع مڱرا: ذ. (سن. مُدگرُ) ڪاٺ جو هڪڙو اوزار (ڪني جي ڪپڙن کي ڪوڙڻ ۽ تهه ڪرڻ جو) ميخمار - مترڪي. آنُ چڙڻ لاءِ ڪاٺ جي مُهري - ڏچري. موچين جو هڪ اوزار. چمڙ کي لسي ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي مترڪي - ڪُونڊي. (ث. مڱري ع مڱريُون).

● مڱرِيا: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● مڱير پائيُ: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مڱڻَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مڱڻُ: مصدر. (پرا. منگڪ (اي). سن. مالک (ني) = گهُرڻ، مر (ي) ک = مڱڻ). گهُرڻ - گهُر ڪرڻ - طلب ڪرڻ. سوال ڪرڻ - واتُ وجهڻ - هٿ ٽنگڻ - پِنڻ. وٺڻ. عرض ڪرڻ - ليلائڻ - پاند پائڻ - مِنٿ ڪرڻ - وينتي ڪرڻ - استدعا ڪرڻ - عاجزي ڪرڻ. (مڱيو - مڱيندو - مڱيل).

- مڱڻهارُ ع مڱڻهارَ: ذ. صفت. گهُرڪندڙ - گهرلڌڙ - سُوالي پينو - فقير.

- مڱڻوُ ع مڱڻا: ذ. صفت. گهر ڪندڙ - منگتو - سُوالي - عرضدار. فقير - پينار - مڱڻهار - گدا - بيکاري.

- مڱيوُ ع مڱيا: ذ. صفت. گهربل - اڌارو ورتل.

● مڱڻوُ ع مڱڻا: ذ. شاديءَ کان اڳ کهوٽ ۾ ڪنوار جي مڱاوتيءَ جي پڪائيءَ جي هڪ رسم.

● مڱڻهارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مڱڻهارُ ع مڱڻهارَ: ذ. صفت. (سن. مر (ي) ک = مڱڻ + هار = وارو) مڱڻو - منگتو. ڍُهل وڄائي پنندڙ فقير - ڍُهلاري.

● مڱڻهي پوٽا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مڱڻجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مڱپيتوُ ع مڱپيتا: ذ. صفت. مڱڻو ڪيل - مڱيدو - مڱيل - مڱ.

● مڱيريُ ع مڱيريُونُ: ث. لڏُونءَ وانگر ٿهيل مٺائيءَ جو هڪ قسم.

● مڱپيندو ع مڱپيندا: ذ. صفت مڱيل (مڙس) - گهر وارو (جنهن سان اجا فقط مڱڻو ٿيل هجي). (ث. مڱپيندي ع مڱپينديون).

● مڱيوُ: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَلَ ع مَلُونُ: ث. (سن. مَلُ = ملهه وڙهندڙ). مَلهه. زنجير جي ڪڙين کي ڳنڍڻ لاءِ لوهي ڇلو (مهراڻ). ميرائي - ناپاڪائي - پليتائي - گدلائي - ميران. (سامي).

● مَلُ ع مَلَ: ذ. (سن. مَلُ = ملهه وڙهندڙ) ملهه وڙهندڙ - پهلوان. مالهي. بهادر - جوڌو. هندن جي نالي پٺيان لڳايل لقب، جيئن: هاسومل، بصرمل وغيره. ڪارو - داسو. چونري جي ڇت جي

چٽن ڪاٺين مان هڪ ڪاٺي (اهي ڪاٺيون مٿي وڃي پاڻ ۾ ملي مخروطي شڪل ٺاهين ٿيون). مَرُ - ميل - ڪِنُ.

● مَلُ ۽ مَلَ: ذ. (سن. مُوليه = مُاهه) قيمت - بها - اگهه - مُله. مُور - ٻتي - مرگو. حرف جر. (سن. مُول) وٽ - ڀگ - ڀرُ - سان - گڏ - ڀيڙو.

"جا عُمر! تو مَلُ عيد
سا اسان سُوءِ ورتي سُوءِ را!!
(شاهه).

= مَلا: حرف جر. ڪان - وٽان. (گاجرا).

مِلاءِ صفت. (ع). گهڻو لکندڙ - گهڻو اِملا ڪندڙ. گهڻو پڙهيل - عالم - فاضل - فقيهه - شاستري - بزرگ. مسجد ۾ ٻانگ ڏيندڙ ۽ نماز پڙهائيندڙ.

● مَلاءِ جهڙو مُنهن ڪَرَڻُ: غمگين ٿيڻ - ڏُکارو ٿيڻ - ڏُکويل ٿيڻ.

● مَلاح: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَلاحُ ۽ مَلاحّ: ذ. صفت. (ع). ٻيڙياٽو - ڪشتي ٻانُ - نا ڪُئون - ناخدا. ميربحر - مُهاڻو - ڪاراڻي. لوٺائيو - لوڻ وارو - لمڪين - سلوڻو - سوادي. سهڻو. (سورٺ - گر).

= مَلاحَپ: ث. مَلاحِي.

= مَلاحِي: ث. جهاز راني - جهاز گُذاري - مَلاحَپ - سير بحري. سُونهپ - سُعنلڪِي.

● مَلاحظو ۽ مُلاحظا: ذ. (ع). مٿاڇرو ڏسڻ جي حالت - معائنو. لحاظ - پاسداري - طرفداري - مُروت - زير نظر - مُلحظو. حذرُ - خوف - ڊپ - ڀَوُ. (ن. ب). پاسو - دُوري - ڪنارو - ڪناره ڪشي.

= مُلاحظو ڪَرَڻُ: لحاظ ڪرڻ - طرفداري ڪرڻ - مُروت ڪرڻ - پاسداري ڪرڻ. معائنو ڪرڻ - ڏسڻ - نظر وجهڻ - نگاهه ڪرڻ. مطالع ڪرڻ - غور سان پڙهڻ.

● مَلارُ ۽ مَلارَ: ذ. (سن. مَلاري=مَلارُ) هڪ راڳ جو نالو - ساوڻ جي موسم ۾ ڳائڻ وارو راڳ - ملهارُ. جهڙُ - جهڙالو - مينهو ڳي - ورسات. ڏنڌ - لٽاٽ - ڇاٽ - لُٽ - غبار.

= مَلاري ۽ مَلاريُون: ث. مَلار - مَلهار. جهڙالو ڏينهن. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● مُلازمُ ۽ مُلازم: ذ. صفت. (ع). نوڪر - چاڪر - خادم - ٽهليو - خدمتگار - خدمتي. ڪمُ رهندڙ - ساڻ رهندڙ. (آصفيه).

= مُلازمت ۽ مُلازمتون: ث. نوڪري - چاڪري - خدمتگاري - خدمتگذاري - شيوا - ٽهل ٽڪور - خادمي - خدمت.

● مُلاقاتُ ۽ مُلاقاتون: ث. (ع. لقي = هٿو گڏ يو). ميلاپ - ميلو - گڏجاڻي - ڏيٺ - درشن - ديد - ديدو ديد - مُڪا ميلو. هم نشيني. ڳالهه ٻولهه رهاڻ - ڪچهري گفتگو. صحبت وَصل - مباشرت - هم بستري - صحبت واري. جاڻ سڃاڻ - واقفيت - مها ڪٽو - سهيو - پرچو - جاڻ سڃاڻ - سڃاڻپ - عليڪ سليڪ.

= مُلاقات ڪَرَڻُ: هڪ ٻئي سان ملڻ - گڏجاڻي ڪرڻ - درشن ڪرڻ - مُڪا ميلو ڪرڻ - لاڳاپو پيدا ڪرڻ. مباشرت ڪرڻ - وَصل ڪرڻ - هم بستري ڪرڻ - ڀوڳ ٻلاس ڪرڻ. جاڻ سڃاڻ ڪرڻ - واقفيت ڪرڻ - جاڻ سڃاڻ ڪرڻ - سڃاڻپ ڪرڻ - عليڪ سليڪ ڪرڻ.

= مُلاقاتِي ۽ مُلاقاتِيُ: ذ. صفت. ملاقات ڪندڙ - ملڻ وارو - گڏجندڙ - ملنسار - مُلاقِي. دوست - يار - سڄڻ - سِترُ. پَرچيوانُ - واقفڪارُ - سڃهي - آشنا عليڪ سليڪ ڪندڙ. رهاڻ ڪندڙ - ڪچهري ڪندڙ - ڳالهه ٻولهه ڪندڙ. حال احوال پڇندڙ - خير خبر پڇندڙ.

= مُلاقِيُ ۽ مُلاقِيُ: ذ. صفت. ملاقاتي.

= مُلاقِيُ ٽِڪو: ذ. خط ملاقي، گهيري جي گڏجڻ وارو هنڌ.

● مَلاڪيڙو ۽ مَلاڪيڙا: ذ. (سن. مَلُ = مله وڙهندڙ) مَلهه وڙهڻ جي جاءِ - اکاڙو. مَلهه جو دنگل.

● مَلالُ ۽ مَلالَ: ذ. (ع. مَلَّ) رنج - ڏک - درد - غَمُ - اَلَمُ - اندوهه - غمگيني. اُداسائي - پريشاني - فڪر - ڳڻتي - اُداسي.

= مَلالَتَ ۽ مَلالَتُون: ث. رنج - مَلالُ - غمگيني - ڏُکُ - مَلالُ.

● مَلالو ۽ مَلالا: ذ. (ع. مَلَّ) رنج - ڏک - غم - مَلالُ. مصيبت - آپدا - جَزا. (ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ واسطدار ماڻهوءَ کي وڻي ويل) ماڻهن جو ميڙ. گهمسان - پاڻيتال - حشرُ - ساندائو - پکيءَ جو هڪ قسم. (ت). ملهالو. (ل). (صفت). ني سمجهه - موڳو - ڪندُ - بيوقوف - آيانو. (ت). جهيڙو ڪار - فسادي.

● مَلاليءُ ۽ مَلاليُون (ت): ث. پکيءَ جو هڪ قسم. (آمين).

● مَلامُ: ث. (ع). ڦِٽ - لعنت. ڏوهه. ميار.
"مٿس ناهِ مَلامَ، جيڪي ڀڄن ڀڄ سو"
(شاهه).

مَلامَتَ.

= مَلامَتَ ۽ مَلامَتُون: ث. بَدِ دُعا - پِٽَ - پاراتو - سِرابُ - لعنت - ڌِڪار. عتاب. ويڻُ - مهڻو - ڏوراپو - ڏوڻ ڏوراپو - طعنو - وِيار. جُٺَ ڦِٽ - ٿُڪَ ڀُڄو.

= مَلامَتَ ڪَرَڻُ: ڦِٽ لعنت ڪرڻ - ڦِٽڪار ڪرڻ - ٿُڪ ڀُڄو ڪرڻ. ڌِڪار ڪرڻ.

● مَلانُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلانُ رَتوُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلانُ ڪَلَهوڙوُ: اسم خاص. تعلقي رتيڏيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلانُ مُوسوُ: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - مَلان مُوسو.

● مَلاڻا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَلاڻو ۽ مَلاڻا: ذ. ڪم ڪرڻ لاءِ ڪنهن موٽ ويل ميڙ - ميلاڻو.

● مَلائِيُ ۽ مَلائِيُونُ: ث. (سن. مر (ي) ج = صفا ڪرڻ) ملڻ جي بها يا مزوري. (گاجرا). ڪنهن به شيءِ مَلڻُ جو مُعاوضو.

● مَلائِڪُ ۽ مَلائِڪَ: ذ. (ع. مَلَڪ جو جمع پر سنڌيءَ ۾ واحد طور ڪم ايندڙ) فرشتو - ڪَنُ - ديودُوتُ - پارڪَدُ - مَلَڪُ.

= مَلائِڪَ مَرَڻُ: ڍِڄي وڃڻ - گهبرائجي وڃڻ.

● مِلائِڻُ: مصدر. ملائي هڪ ڪرائڻ - ميلاپ ڪرائڻ - گڏائڻ - پڙائڻ. آميزش ڪرڻ - رِلائِڻ. گڏڻ. مڪولڻ - مخلوط ڪرڻ پيوستہ ڪرڻ. گڏجاڻي ڪرڻ - مُڪا ميلو ڪرائڻ - مُلاقات ڪرائڻ. پرچائڻ - سرچائڻ پٿهائڻ - ناهي ڇڏڻ - صلح ڪرائڻ. پرچاءُ ڪرڻ - مَلَوُڪ ڪرڻ - جوڙ ڪرڻ - شامل ڪرڻ - ڳنڍڻ. چُهٽائڻ. پيوند ڪرڻ - چتيون هڻڻ - ٽُڪر گڏڻ. لائي ڏسڻ - لڳائڻ - ڀيٽڻ - ٽڪرائڻ - مُقابلو ڪرڻ - پورو ڪرائڻ - مشابهت ڏيڻ - ٺهڪائڻ - مُوافقت ڏيکارڻ - برابري ڪرائڻ. (سَرُ) گڏائڻ.

● مِلاوت ۽ مِلاوَتُونُ: ث. ملائڻ جي حالت - ميلُوتي - آميزش. ميلاپ - اتفاق - ڳنڍَ - جوڙُ - يوڳُ - ٻڌي - مَلُوڪ - ايڪوُ. پرچاءُ - ناهُ - سرچاءُ - راج - صلح - پرچاڻي. مَٽَ - جوڙو - ڪسُ - غير - ڦيٽُ.

= مِلاوتِي ڏاتُو: ذ. گڏيل ڏاتو - مَٽُ - جوڙو - ڪسُ - غير - ڦيٽ.

= مِلاوُ يا مِلاءُ: ذ. ميل - ميلاپ - ڳاڏاپو. (گاجرا).

● مَلائِيُ ۽ مَلائِيُونُ: ث. (سن. مرائي) ڪاڙهيل کير جي مٿان ظاهر ٿيل ٿَرُ - ڪريم - ٿَرَ - پيڄي. (ل).

● مَلائِمُ: ذ. صفت. (ع. مُلاءِمَتهُ > لاءِمُ) نرم - ڪئرو - ڪُونئرو - ڪُومل - سُوڪيتو. نازڪ - ڏُکئو - ناڪُنئون. موم - حليم.

● مَلبارِيُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَلبُوسُ: صفت. (ع) پهريل - (ڪپڙو) پاتل - اوڍيَلُ - (پوشاڪ) ڍڪيل.

● مِلَّتِ: ث. (ع). دِينُ - مذهب - شريعت - ڌَرمُ - اُمت. مَتُ. گروهه - فرقو - قوم. ذات - وَرنُ. وشواس - اعتبار - ويساهه - پَتَ - عقيدو - سَرڌا - صِدق - ايمانُ.

● مِلتِ ۽ مِلتَڻُ: ث. (سن. مِل) ميلاپ - ميل جول - لاڳاپو - ڳانڍاپو. گڏ جاٽي - وِصالُ. "مارئي تهنجي مِلت لاءِ" (جوکيو). ڪمائي - نفعو - فائدو - لاڀُ - آپراسو - پراپت. ٻڌي - ايڪو - اتفاق - اتحاد - شراڪت.

● مِلتَ: ذ. صفت. گڏيل - گڏ وچڙ - شامل. هر صلاحي - سازباز - صلاحڪار.

● مُلتانُ: اسم خاص. هڪ شهر جو نالو.

- مُلتاني: ذ صفت. ملتان جو - ملتان وارو.

- مُلتاني پِيرُ: اسم خاص. ملتان جو پِير - شيخ بهاؤالدين زڪريا.

- مُلتاني کهيٽلو: ذ. صفت. سڀ سان پورو - سڀ جهڙو - سڀ سان نهي هلندڙ. اصول ۽ ارادي جو ڪچو. (ڳاجرا).

- مُلتاني کهيٽلو هَجڻ: سڀ سان پورو هجڻ - سڀ جهڙو هجڻ.

- مُلتاني مِٽي: مِٽي (وهنجڻ جي ڪم ايندڙ جابلو نرم چاڳوڙا). (ڳاجرا).

● مُلتَوِي: صفت. (ع. لوي) التوا ڪندڙ - دير ڪندڙ - ٻيهندڙ. پيچ ڏِر پيچ ٿيندڙ. ٽاپُر - کچهه. وقت لاءِ رکيل - مهمل.

- مُلتَوِي ڪَرڻُ: دير ڪرڻ - ڍِيل ڪرڻ - هٽائڻ - گِهل ڪرڻ. مهمل ڪرڻ - روڪڻ - بند ڪرڻ - ترسائڻ.

● مُلتِيُ: ث. (سن. مَتڌيشٽ) پسارڪي وکر جو هڪ قسم - مِٺي ڪاٺي - مُلهٺي.

● مُلحِدُ ۽ مُلحِدَ: ذ. (ع. لحد) حق جي رستي کان ڦريل - گمراهه. فاسق - فاجر - بي دين - ڪافر - ملچ. لا مذهب.

● مُلحَظُو ۽ مُلحَظا: ذ. (ع. مُلاحِظَهُ) پاسو - ٽارو. ڊَپُ - ڀئو - خوف - ڊَرُ - سنڪوچ - داٻُ - انديشو - آدڪو - ڏَيا - دهشت - رَعبُ - روبُ خيال - ويچار.

● مُلحَقُ: صفت. (ع. لَحَقَ) لڳل - مليل. لاڳو. ڳنڍيل - گڏيل. مُتصل - نزديڪ - ويجهو - اوري - اورپرو. پرسان (آصفيه)

● مَلخورُو ۽ مَلخورا: ذ. گهوڙي جي ٽلُ جي هيٺان وڇايل ڪپڙو. (مهراڻ).

● مِلِدَسِي: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلذُذُ: صفت. (ع). لذت وارو - لذيذ - مزيدار - خوش ذائقو - مزي وارو - وڻندڙ ذائقيدار.

● مُلزَمُ ۽ مُلزَمَ: ذ. صفت. (ع. لَزِمَ) جنهن تي الزام لڳايو وڃي - الزام لڳايل - ڏوهه ڏنل - گنهگار قصوروار - مجرم - خطاوار - ڏوهي.

● مَلزُومُ ۽ مَلزُومَ: ذ. صفت. (ع. لَزِمَ) لازم ڪيل - جُدا نه ٿيندڙ - سدائين گڏ. (آصفيه).

● مِلِسُ: ث آٽ جا وار.

● مَلعُونُ ۽ مَلعُونَ: ذ. صفت. (ع. لَعَنَ) لعنت ڪيل - لعنتي - لَعِينُ - هَڄارو - ڦٽڪار پيل. نفرت ڪيل - ڀري ڪيل - مردود - ڌڪاريَلُ. سراپي - پاراتو ڏنل. رجيم - شيطان - ڌَيوسُ - ابليس - خناس - عزازيل. ٻُڇڙو - خراب - بَدُ - ڪندو.

● مَلفُوظَهُ ۽ مَلفُوظاتَ: ذ. (ع). بزرگن جو ڪلام. اوليائن جي ڳالهين جو لکيل ڪتاب. اوليائن جو ڪلام - مقالات اولياءَ. (آصفيه).

● مَلفُوفُ: ذ. صفت. (ع. لف = ويڙهڻ) ويڙهيل - لپيٽيل - بند ڪيل - ڍڪيل - ڀُوريل.

● مَلَڪَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَلَڪُ ۽ مَلَڪَ: ذ. (ع). ملائڪ - فرشتو - ڪَذُ - ديُودُوتُ - ٻارڪَدُ - هاتِفُ - ديوتا. دُوتُ - دَئيتُ - ڏَئيتُ. (آصفيه).

- مَلَڪُ الموت: ذ. موت جو فرشتو - يمراج - جَمِ راج - جم دوتُ - عزرائيل.

● مَلِڪُ ۽ مَلِڪَ: ذ. صفت. (ع). بادشاهه - سلطان - شاهه - راجا - داوڙ - تاجدار - ڇٽ ڌڻي -

شهريار. راءِ - فرمانروا - والي. حاڪم. ڪوهستان جي واليءَ جو لقب.

- مَلِڪَهَ: ث. بادشاھ جي زال - راڻي.

● مِلڪ ۽ مِلڪيون: ث. (ع). ملڪيت. زمينداري. جاگيرداري. جائداد. مال - اسباب. ڌن - دولت. حق. قبضي واري شيءِ.

"مِلڪ ماروءَ جي آهيان، زور نه ٿيان جوءِ" (شاھ).

- مِلڪي: ذ. صفت. ملڪيت وارو. ملڪيت جو. (گاجرا).

● مُلڪ ۽ مُلڪَ: ذ. (ع). ديس - ڏيس - ڏيھ - راشٽر - وطن - ساڻيھ. ڀُوم - ڀُون. ولايت - ڪِشور - ديار - آقليم. رياست - راڄ - سلطنت - بادشاهت - علائقو - عملداري - مملڪت - سرڪار - حڪمراني. صوبو - پرڳڻو. شهر - نگر - نگري.

- مُلڪان مُلڪ: ظرف ملڪن ۾ - ديسان ديس. هر هنڌ. جتي ڪٿي. سڄي دنيا ۾.

- مُلڪ تباهه ڪرڻ: ظلم ڪرڻ - انڌير ڪرڻ - باھ ٻاري ڏيڻ - ڏاڍايون ڏيکارڻ.

- مُلڪ مالڻ: پنهنجي وطن وري اچڻ. وطن ۾ اچي رهڻ. بادشاهي ڪرڻ - راڄ ڪرڻ - حڪومت مالڻ.

- مُلڪ مثال: ظرف. عام مثال - پڌري پٽ - ظاهر ظهور - کُليو کُلايو. (ابيات سنڌي).

- مُلڪي ۽ مُلڪي: ذ. صفت. ملڪ وارو - ملڪ جو - ڏيهي - وطني - ساڻيهي - ديسي - قومي - راشٽريه - جاتيه. سياسي - سرڪاري - راڄ نيتڪ - راڄنوتو.

● مَلڪاڻ: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● مَلڪاڻي: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. هندن جي هڪ ذات جو نالو. تعلقي دادو ۽ تعلقي موري ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● مَلڪو ۽ مَلڪا: ذ. صفت. (ع. مَلڪه) ڪنهن شيءِ جي حاصل ڪرڻ جي قُوت - انسان ۾ علم يا هُنر حاصل ڪرڻ جي قُوت. مهارت - ڪمال. لياقت. قابليت. اُستادي - هوشياري. عقل - ذڪاوت - فهم - اِدراڪ - ٻُڌي - سمجھ. هُنر. تجربو. (اسم خاص). تعلقي ميرپور ساڪري ۽ تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● مُلڪو: اسم خاص. تعلقي ڪوٽ ڏيجي (خيرپور ميرس ۾) هڪ ديھ جو نالو.

● مَلڪُوت: ذ. (ع). سلطنت - بادشاهت - بادشاهي - حڪمراني. حڪومت - سلطاني - تاجداري. فرشتن جي رهڻ جو هنڌ - فرشتن جي دنيا - عالم ارواح - عالم معنيٰ - عالم الغيب. فرشتن جي عبادت جو مقام. فرشتا - ملائڪ - مَلڪ. (آصفيه).

● مِلڪي: اسم خاص. تعلقي گوني‍ءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● مِلڪيت ۽ مِلڪيتون: ث. مِلڪ. زمينداري. جائداد. ڌن - دولت - مالي - ماليات - ناڻو. مال - اسباب - اثالو. مالڪي - مُتصرفي - قبضيداري. وارثي - ورثو. آڌڪار - حق.

● مِلڪيت سرڪار: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديھ جو نالو. (لسٽ).

● مَلڪندار: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديھ جو نالو. (لسٽ).

● مَلڪوڙ (ت): ذ. سارين (اناج) جو هڪ قسم (سُگداسي سنهڙا ۽ خوشبوءِ دار چانور).

● مَلڪورو ۽ مَلڪورا (ل): ذ. صفت. هلڪي طبيعت وارو - هلڪڙو - ترڙو - ٿوٽ.

● مَلم ۽ مَلم: ذ. (ف. مرهم = مَلم) ڦٽن وغيره تي مکڻ جي دوا - مرهم - طِبو - ليپ - پلستر.

- مُلمَع: ذ. صفت. (ع. لمع = هو چمڪيو) چمڪايل - روشن - اجاگر. سونو پاڻي چاڙهيل - طِلا چاڙهيل. ڀڪندڙ. (ع. ا. د).

- مُلمَعو ۽ مُلمَعا: ذ. سونو پاڻي - گلٽ - ڊوڪ - طِلا - روغن. باهريون ڏيک - چٽرب زباني - ظاهري ڏيکاءُ - بناوٽ - ڏيک ويک - ظاهري ٺٺ.

- مُلمَعِي ۽ مُلمَعِي: ذ. سونو پاڻي چڙهيل - دوگيل - طلا چڙهيل. ظاهري ڏيکاءَ وارو - ڀپکيدار - ٺٺ وارو.
- مُلمَعِي تي هڻڻ: ظاهري ڏيک ڪرڻ - ٺٺ ڪرڻ.
● مَلمَل ۽ مَلمَلون: ث. (سن. مَلمَل) سنهي ڪپڙي جو هڪ قسم - شبنما - شبنم.
● مَلنگ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سڪايل).
● مَلنگ ۽ مَلنگ: ذ. صفت. (ف). (سن. متهولنگ) ڏکيو ۽ ٻُت ۾ پريل (ماڻهو). بيخود - بيهوش - آپي کان ٻاهر. مَرد مُجرد - سڄو آگهاڙو - لانگو - ننگو. الله لوڪ. فقيرن جو هڪ قسم. فقير - طالب. صُوفي فقير. قلندر شهباز جو فقير. گودڙي پوش.
- مَلنگِي: ث فقيري - درويشي - قلندري.
● ملنگهه ۽ مَلنگهه: ذ. ڊانيدي پکيءَ جو هڪ قسم (ڪناري تي رهي، مڇي کائي، ڪنگ جي قسم مان).
● مَلڻ: مصدر. (سن. مر (ي) ج = مهٽڻ. ف. ماليدن = مهٽڻ) مهٽڻ - ڪهڻ - رڳڙڻ - رهڙڻ. مالش ڪرڻ - ليپ ڪرڻ. مهٽي صاف ڪرڻ - ماڃڻ - مانجڻ صاف ڪرڻ - صفا ڪرڻ - اڇو ڪرڻ - ڏ چاڻڻ - چلڪائڻ - چمڪائڻ - اُجارڻ - سينڪارڻ. ڏ سُرندڻ هڻڻ. (ل). ڪُرڙڻ - ڪُرچڻ - رڳڙڻ - رڳڙو ڏيڻ - گهيٽڻ - گهسڪائڻ. لسو ڪرڻ. (گهوڙي کي) مالش ڪرڻ. ڪم ۾ لڳڻ - شروع ٿيڻ. ڳوهڻ (اٽو). پيڙهون ڏيڻ - زور ڏيڻ. پرڻ.

"مسين مين مانٺو، ملهه متارن مَلڻو"
(خان زئي).

(مَليو - مَليند و - مَليل).
● مِلڻ: مصدر. (سن. ميلتن > ملتن > ميل = گڏجڻ) گڏجڻ - ميڙڻ - پيڙڻ. گڏ ٿيڻ - ڀيڙو ٿيڻ. سنمک ٿيڻ - روبرو ٿيڻ - مقابل ٿيڻ. گڏجاڻي ٿيڻ - مُکا ميلو ٿيڻ - ملاقات ٿيڻ. گڏجڻ مِسجڻ - رلڻ ملڻ. ملي وڃڻ - ميل ڪرڻ - ميل ٿيڻ. ملي اچڻ - ٺهڪڻ - ڦهڪڻ - پچڻ ميل کائڻ - جوڙ کائڻ - ملي هڪ ٿيڻ - اتفاق ڪرڻ - ٻڌي ڪرڻ - ايڪو ڪرڻ. متحد ٿيڻ. واصل ٿيڻ (رقم وغيره). مُيسر ٿيڻ فائدو ٿيڻ. مطابق ٿيڻ - موافق ٿيڻ. جيس ٿيڻ. شريڪ ٿيڻ - شامل ٿيڻ. هم صلاح ٿيڻ. هم بستر ٿيڻ - ميلاپ ٿيڻ - جماع ڪرڻ. آميخته ٿيڻ - آميز ٿيڻ - مخلوط ٿيڻ. مرڪب ٿيڻ. هڪ جان ٿيڻ. ٻغلگير ٿيڻ - ڪلهي لڳڻ. حاصل ٿيڻ - هٿ اچڻ - ٻڙ ٻڙڻ ٻلئه پوڻ. دستياب ٿيڻ. هٿ وس ٿيڻ - هٿيڪو ٿيڻ. ٻهچڻ - رسڻ - سهڙڻ. ٻوري پوڻ - پُڄڻ - مقابلو ڪرڻ - ٻرو ٻري ڪرڻ - ٻرميچڻ. ڇهڻ چٻڙڻ. ڳنڍجڻ - لڳڻ. مائٽي ڪرڻ - سڱاوٽي ڪرڻ. ڳري وڃڻ (پاڻيءَ ۾ لوڻ، کنڊ وغيره) - تحليل ٿيڻ - حل ٿيڻ. (مِليو - مِلند و - مِليل).
- مَلِڻي ۽ مَلِڻيون: ث مَلڻ جو ڪم - ماڃڻ جو ڪم - ڳوهڻي. (ڪاجرا).
- مِلڻائي ۽ مِلڻائيون: ث. ملڻو ميٺاءَ - ملڻي دوست جي حالت - ميل - ملنسازي - ميلاپ - ڳانڍاپو. جوڙ. موافقت.
- مِلڻو ۽ مِلڻا: ذ. صفت. ميلاپي - ميلائتو - ملنسار - صحبتي - صحبت پسند - آشنا مزاج - دوستاڻو - اِخلاص مند. رلڻو مِلڻو. خليق - کِلمُک - خوش جيئڙو - خوش مزاج - مَن موجي. مانائتو - ڪومل - حليم - ملائم - نرم سڀاءَ. مُيسر - ملڻ جهڙو - وٽو - دستياب.
● مُلڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).
● مَليٽاس: اسم خاص. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مُلڻو ۽ مُلڻا: ذ. پرت جو هڪ قسم.
● مَلو ۽ مَلا: ذ. (سن. مَل = مَر) بيماريءَ جو هڪ قسم - جسم تي نڪتل ڦٽ ڦرڙيون - مَلهو - ڦوڙهاڙو.
- مَلو چِلو: ذ. مَلو - ڦٽ ڦرڙيون. (ڪاجرا).

- مَلو نِڪرَڻ: ڌَتَ ڦرڙيون نڪرڻ.

● مُلو ۽ مُلا: ذ. صفت. (ع. مُلاّ) عالِم. بزرگ. مسلمانن جي اسقاط وارو. مُلون- آخوند- مولوي- مُلا- مُلان. (ث. مُلڻ. مُلياڻي ۽ مُلياڻيون).

- مُلپاڻي ۽ مُلپاڻيون: ث. مُلي جو ڪم- مُلپي- مُلپو.

- مُلپي ۽ مُلپيا: ذ. مُلپي.

- مُلپي ۽ مُلپيون: ذ. مُلپائي.

- مُلڪو ۽ مُلڪا: ذ. صفت. مُلي جو- مُلي وارو.

- مُلڪي ڪجي آڇڻ: معمولي چيز اڇڻ- ٿوري ڪاوڙ اڇڻ.

● مَلوواهُ: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلُوچا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلبل).

● مَلو چلو: صفت. صاف- سُٺو- اڇو- آڇتو- پاڪ- پوتر- اڇو آجرو- سُٺو سٿپهتو صفا- اُوجل. جهلڪندڙ- جهرڪندڙ- جهلڪٽو- روشن- چمڪٽو- چمڪندڙ- جهرڪٽو.

● مَلُوخاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَلُور ۽ مَلُورَ: ذ. صفت. (ع مَلُول جو بگڙيل) مَلُول مايُوس- دلگير- غمگين- آداس- ڏکويل- ڏکارو- ڏک پريو دردي- غمناڪ. ماندو- ماٺو- حيران- پريشان- سرگردان.

"متان ٿئين مَلُور... الخ ؟" (شاهه).

● مَلُوڪ ۽ مَلُوڪَ: ذ. صفت. سندر- سهڻو- ٺاهوڪو- حَسِين- خوبصورت- رُوپُونتُ- رُوپوان- موچارو- شڪيل- صورتوَند- سوهاوان- سُدرشن- جميل- موهيندڙ. (ع. مَلِڪُ جو جمع) بادشاهه- راجا- سلطان. امير- سردار.

- مَلُوڪان: ث. صفت. سُهڻي- خوبصورت- حَسِين- موهيندڙ- جَميل. (اسم خاص). عورت جو هڪ نالو.

- مَلُوڪائي ۽ مَلُوڪائيون: ث. سونهن- سوڀيا- زينت- سُهڻائي- سُندرتا- مَلُوڪي- حُسن. سُٺائي. نزاڪت- ملوڪت- باريڪ بيني- نُڪتہ داني- نازڪ دماغي.

- مَلُوڪتَ ۽ مَلُوڪتَ: ث. مَلوڪائي- مَلُوڪي.

- مَلوڪڙو ۽ مَلوڪڙا (ت): ذ. صفت. مَلُوڪ.

- مَلُوڪِي ۽ مَلُوڪِيون: ث. مَلُوڪائي- مَلُوڪت.

● مَلُوڪپُور جاگِيرَ: اسم خاص. تعلقي گُوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلوڪ سِنگ: اسم خاص. تعلقي ڏکڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلُوڪ والِي: اسم خاص. تعلقي کهوکي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلُوڪ واهُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلُوڪ هالپوٽو: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلُول ۽ مَلُولَ: ذ. صفت. (ع. مَلَل) غمگين- ڏُجهارو- گُوندريو- ڏک پريو- ڏُکارو- ڏُکويل- ارمانيل- ڪلپايل- رَنجيده- اندوهگِين. آداس- مايوس- دلگير- آپاڻڪو.

● مَلُولائي ۽ مَلُولائيون: ث. غمگيني- ڏُک- ڏَجهو- گُوندرُ- اندوهه- ارمان. مايوسي- دلگيري- آدامي- آپاڻڪائي.

● مُلو مُوسيڙو ۽ مُلا مُوسيڙا: ذ. (ف. مويج) پکيءَ جو هڪ قسم- مُلا ڦُوسڙو- مُوسيڙو.

● مُلون ۽ مُلان (ک): ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (چلون سان، رنگ ڳاڙهيرو، مڇي بُت تي سائي رنگ جا ٽِڪا، (دوٿر جهڙو) منهن سنهون، پٺ ويڪري، فوٽ کان ڏيڍ فوٽ تائين ڊيگهه).

● مَلَوَّن: ذ. صفت. (ع. لَوَن) رنگ ڏنل- رنگا رنگي- رنگبرنگي- رنگين. (ع. ا. ڊ).

● مَلوئيِي: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلهه ۽ مَلهون: ث. اسم. (سن. مَلَ) راند جو هڪ قسم - سنڌي ڪُشتي.

= مَلهه مارڻ: ملهه ۾ سوڀارو ٿيڻ - ساري ڪٽڻ - سوڀارو يا ڪامياب ٿيڻ. سرس ٿيڻ.

= مَلهي ۽ مَلهي: ذ. صفت. ملهه وڙهندڙ - همت وارو بهادر - پهلوان. مالهي.

● مَلهه ۽ مَلهه: ذ. صفت. (سن. مَلَ) ملهه وڙهندڙ - مالهي - پهلوان - جوڌو - بهادر - بانڪو - سورهيه. (ذ). ساپ يا تور جي ايڪائي (جنهن دوران پسين شين کي ماپجي). ڪسرت وقت پهلوانن جي ڪٽڻ لاءِ ڪاٺ يا پٿر جي وڏي سِرَ - پيڙي. (ڪاجرا).

● مَلهه: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُلهه ۽ مُلهه: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - لائو پکي - مُلهيو پکي.

● مُلهه ۽ مُلهه: ذ. (پرا. مُول. سن. مُوليه= مُلهه) قيمت - اگهه - بَها - دَمُ - نرخ - لاڳت - ڪرت. (ظرف) قيمت سان - اگهه سان - مُلهه سان - مُلهه تي. (اسم خاص). مرڪزي حڪومت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= مُلهائتو ۽ مُلهائتا: ذ. صفت. ملهه وارو - قيمتي - املهه - بي بها. واجبي قيمت وارو. مُلهه ورتل - خريد ڪيل - ڳنڍل.

= مُلهه چُڪائڻ: قيمت پڇڻ - بها پڇڻ - ناٺو پڇڻ - اگهه ڪرڻ.

= مُلهه چِٽائڻ: جٽ ڪرڻ. بي عزتو ڪرڻ.

= مُلهه ڪَرڻ: قيمت پڌائڻ - بها پڌائڻ - اگهه ڪرڻ.

= مُلهه ڳِنهَڻ: خريد ڪرڻ - وٺڻ. ٺورو ڪرڻ - وڙ ڪرڻ.

= مُلهه ڳِنهي جهيڙو ڪَرڻ: جاني واني وڙهڻ - روڪري وڙهڻ - خواه مخواه وڙهڻ.

= مُلهه ڳِنهي موچڙا کائڻ: جاني واني مار کائڻ - روڪري ڪُٽجڻ - زور ڪري بهادر کائڻ.

● مَلهارَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سنڌيلو).

● مَلهارَ ۽ مَلهار يُون: ث. (سن. مَلارَ) مَلار. جهڙ - جهڙالو. بارش - مينهوڳي ٽڏڪار. جهڙالي وارو ڏينهن.

● مَلهار: ذ. (سن. مَلارَ) هڪ راڳ جو نالو. ميگهه راڳ جي چوٿين راڳڻي جو نالو (جا سانوڻ ۽ بدي ۾ ڳائجي). برسات جي موسم ۾ ڳايل هڪ گيت.

● مَلهارُ ٻارانِي: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلهارو ۽ مَلهارا (ت): ذ. نار جو هڪ عضوو - نار جي ڏينگي تان مالهه جي گهرڪڻي وچڻ کان روڪيندڙ ڪاٺي - مالهارو.

● مَلهالو ۽ مَلهالا: ذ. مانداڻ - گوڙ - ڏمچر - حشر - پائيتال - هنگامو. جهيڙو - جهڳڙو - فساد. پکيءَ جو هڪ قسم (نسيدي ڳيري جيڏو، جو جهرڪيون ۽ پيا ننڍا پکي ماري کائي).

= مَلهالو مَچڻ: جهيڙو مچڻ - فساد مچڻ - بغاوت مچڻ - جهڳڙو ٿيڻ - ڏڦير پوڻ - وڳوڙ پوڻ - بدامني ٿيڻ.

● ملهاڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو، (اڪثر سکر، نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾).

● مَلهائڻ: مصدر. پاڻ کي بهادر يا چالاڪ ڪري ڏيکارڻ. چڱين ڳالهين ۾ پڌرو ڪرائڻ. پَٽائڻ. نالو ڪيائڻ - ساراهه ڪيائڻ سرخرو ڪرڻ - خوش ڪرڻ. قدردارو ڪرڻ. (ملهائيو - ملهائيندو - ملهائيل).

● ميلهڻ (ل) مصدر. ناز سان هلڻ - نخري سان هلڻ - ڊار سان هلڻ. (ميلهيو - ميلهيندو - ميلهيل).

● مَليهڙو ۽ ملهڙا (ل): ذ. صفت. مُنافق - دل جو کوٽو - اندر جو پليت - مانيٺو، ڀر اندر ۾ خراب - اندر جو ڪنڊو ڳُجهو.

● ميلهڻ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَلهڻُ: مصدر. سرسي يا بهادري ڏيکارڻ. سورهيائي ڏيکارڻ پڌرو يا مشهور ڪرڻ پنهنجي واکاڻ ڪرڻ - پاڻ کي پتڊائڻ - سرڪڻ - فخر وٺڻ سرخرو ٿيڻ - خوش ٿيڻ. ڳوٺ جو نالو (ماتلي تعلقي ۾).
= مَلهڻو ۽ مَلهڻا: ذ. صفت. بهادر. سرڪندڙ. پڌندڙ. سرخرو.
● مَلهڻِ سَرُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَلِهو ۽ مَلها: ذ. چار جي گهائيءَ جي ڳوتريءَ وٽ پتل سُٽ جو ڏورو. آنُ ڳاهڻ وقت سنگن جي وچ ۾ ڪُتل مُنيءَ ۾ پيل لوهه جو ڇلو (جنهن سان ڏڳا ٻڌجن). چوليءِ وغيره جو آڳو. (ت). مَلهالو. (ت).
= مَلِهو لاهڻُ: مَلهالو ڍرو ڪرڻ.
● مَلهو آبادُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَلِهيُ ۽ مَلهيُونُ: ث. ڳلي جي بيماريءَ جو هڪ قسم - جاڙيءَ جي هيٺان نڪتل ڦرڙيون. ننڍو مَلو. ڪپهه جي ڳِنڍي. (ڳاجرا).
● مَلهيار: ذ. ڳاهه جو هڪ قسم.
● مُلهيِ پورُناُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَلِهيرُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙڪي ۽ تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَلِهيرُ ۽ مَلِهيرَ (ت): ذ. دريائي جي مڇيءَ جو هڪ قسم.
● مُلِهيو ۽ مُلهيا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - مُلهڻ.
● مَليِ: صفت. (س. مَلَ = گندو) گندو - خراب. روڳي - بيمار ڪندڙ. (ث). بيماريءَ جو هڪ قسم - ملهي. مڇيءَ جو هڪ قسم - چرڪو - ٻوٽي. (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ۾).
● مَلِيپورُناُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مَليِڇُ ۽ مَليڇ: ذ. صفت. (س. مَليڇَتَ > مليڇ = ڏاريو، ڪوڙ ڳالهائڻ) اپوترُ - اشُڌُ - پرشٽُ - پليت - ناپاڪ - پليدُ - نجسُ - نيچُ - غليظ - گندو - ڪِنو. خراب - بڇڙو. گدلو - ميرو - ڪِنو. ڌاريو. اڻ آريو - اڻ سڌريل - جهنگلي - غير مُهذب. وحشي - خونخوار - آدمخور - راڪشس - واڪاس. سرڪش. ناپاڪ قوم. آها ذات جا چڱي مٺي جي تميز نه رکي. حرام حلال جو ويچو نه رکندڙ. آهي ماڻهو، جن جي ٻولي سنسڪرت نه آهي. هندن جي شاسترن کي نه مڃيندڙ. بي دين - ڪافر - ناستڪ. بي ايمان. گنهگار.
● مَليڇا (ت): ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم - مَليشا.
● مَليحُ: ذ. صفت. (ع. مَلَحَ) نمڪين - سلُونو - چهرو - لُوڻائيو. (ع . ا . د). سانورو (رنگ) - سانولو. (ع . ا . د). وڻندڙ.
● مَلِيدو ۽ مَليدا: ذ. (ف. مَليدَه = چُورمو) ڪڻڪ اٽي ۽ گيهه مان ٺاهيل کاڌو - چُورمون - چُوري - ڪُٽي - ماجوٺو - مهٽيل ماني. (آصفيه) پوڳاڙو - پوگهڙو. ڪاڄ ڪورما - ست رڇي - ڪاڻ گور - مال مليدو - سٺو کاڌو - مزيدار طعام.
● مَليرُ: اسم خاص. هڪ نئن جو نالو. هڪ ڳوٺ جو نالو (جنهن جي رهاڪو مارئي هئي).
● مَليرُ ۽ مَليرَ: ذ. مٺي جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻنا ڇپر، وات وڏو، چار ٻَرَ، قد ٽي انچ کن). اجرڪ جهڙو رنگيل ڪپڙو (جو مرد ماڻهو ڪلهن تي ڏکين). سر سبز ملڪ - آباد ملڪ.
● مَليراهي: اسم خاص. تعلقي ڳونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَلِيرڙو ۽ مَليرڙا: ذ. پاڇيءَ طور ڪم ايندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم - مَليرو.
● مَليرڙي: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۽ تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَليرِ مينڊيُ (ت): ث. ڳاهه جو هڪ قسم. (ٿ - راءِ).
● مَليرو ۽ مَليرا (ت): ذ. صفت. آهو ڏاند جنهن جو رنگ ڳاڙهو، پر ڪوڙي اڇي هجي،

● ميلِيتل: ذ. صفت. (سن. ميلت = ڪٺيل) ڪٺيل - شامل ٿيل. ڳنڍيل. رليل - جوڙ ڪيل - ملاوت ڪيل - حل ٿيل - مثيل ٿيل - پراوت ٿيل - آپراسو ڪيل.

● مَلِيِمُ ۽ مَلِيمَ: ذ. ڪاٺ وغيره تي ڪيل چٽسالي يا گُلڪاري. ڪاٺ جو قالب - پورُ.

● مليِنُ ۽ مَلِينَ: ذ. صفت. (سن). گندو - ميرو - ڪِنو - لُڙو - گدلو - ميرو - گچيرو - غليظ - ڏوڙُ پڪليو. فاحش.

● مُلَيِنُ: ذ. صفت. (ع. لَيِنَ) نرم ڪندڙ - حلم ڪندڙ - پتڙو ڪندڙ. دوا قبض ڪُشا - جُلابُ. (ع. ا. د).

● متمَ ۽ متمُون: ث. جانور جو هڪ قسم - ڪارو رڇُ. (سن مر (ي) ٺ = ڪُهن) بد شڪل پوڙهي عورت - ڀاڻي - ڏائڻ. پُوتني. هلاڪ ڪندڙ زبردست زال. مانيٺي يا اندر ڪُنبي زال.

● مَمات: ث. (ع). مرڻو - موت - وفات.

- مماتي ۽ مماتيُون: ث. ممات. موت آيل.

● ممالِڪ: ذ. (ع). ملڪ جو جمع - مُلڪَ.

● مُمانعتُ: ث (ع. منع) منع - روڪ - رنڊڪ - بندش - اٽڪ - جهَل - پل - بندي.

● ممتُ ۽ ممت: ذ. ممتا. آر.

● ممتا ۽ ممتائُون: ث. (سن). موهه - لالچ. دنيا جو موهه - حرص. چِڪَ - ڪشش. چاههُ - چاهت. پيارُ - پريت - اڪنجهو - قرب - پاوُ - محبت - سنيههُ. ماءُ جو اولاد واسطي قرب - ماتاپڻو. لاڙو. آداس - گهرج. آپو - پاڻپڻو - آپو آپڻي - خودي - خودپسندي. غرور - تڪبر - آهنڪارُ.

● ممتازُ: ذ. صفت. (ع. مازَ = هو جدا ٿيو) امتياز ڪيل - جدا ڪيل. چونڊيل - ڏٺيلُ - ڏار ڪيل. عزت ڏنل. شريف - ذي شان - قدر وارو. نامورُ - مشهور. اعلىٰ - افضل - برترُ - برگزيده - عالي مرتبي - سرفراز - آتم. (آصفيه).

● مُمتَحِنُ: ذ. صفت. (ع). امتحان وٺندڙ - جانچ ڪندڙ - پرکيندڙ - آزمائيندڙ - پريڪشڪ.

● مَمدُوحُ: صفت. (ع. مَدَحَ) تعريف ڪيل - ساراهه ڪيل - ساراهيل - واکاڻيل. (آصفيه).

● مَمرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد ۾).

● مَمرِڙ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ممڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ممِڙوُ ۽ ممڙا: ذ. جانور جو هڪ قسم - مَر جو مذڪر. (صفت). چنهندڙ - چنبڙندڙ. ڪيِڪَ. (ث. ممڙي ۽ ممڙيُون).

● مُمسِڪُ: ذ. صفت. (ع) نه ڪرڻ ڪان روڪيندڙ. خرچ نه ڪندڙ - ڪنجُوس - شُوم. تنگدل - بخيل. اِمساڪ ڪندڙ - بندش ڪندڙ - (ذات ڪي) نه ڪرڻ کان روڪيندڙ - جماع ڪندڙ (مباشرت ۾).

● مُمڪِنُ: صفت. (ع). ٿي سگهندڙ - ٿيڻ جي لائق - شُدني - ٿيڻي - ٿيڻو - سميو - هوڻهار - هئڻ جهڙو. قابل امڪان - امڪاني صورت. سهل - سولي - سؤڪو - آسان - سهنجو (آصفيه).

- مُمڪِنا: ظرف. ممڪن ڪان - امڪان ڪان - شايد - جيڪر - الاجي.

● مَملِڪتَ: ث. (ع. مُلڪ = پادشاهت) پادشاهت - سلطنت - حڪومت - راڄ. (ع. ا. د).

● ممنُوعُ: صفت. (ع. منع) منع ڪيل - روڪيل - بندش پيل - رڪاوٽ پيل - جهليل. خلاف قانون - ناجائز. ناروا - غير مباح.

● ممنُونُ: ذ. صفت. (ع. منّ) احسان ڪيل - نوازيل. ٿورو ڪيل. نعمت ڏنل - بخشش ڏنل. احسان مند. شڪرگذار - ٿورائتو - مشڪور.

● ممنُ ۽ ممن: ذ. جهيڙو - جهڳڙو - تڪرار - معاملو - ٽنٽو - فساد - ڦٽو - رڳڙو. ڪيروڏ - گهمي.

- ممنُ مچڻُ: جهيڙو جاڳڻ - جهيڙو ڪڙو ٿيڻ - تڪرار ٿيڻ - معاملو ٿيڻ - ٽنٽو مچڻ - فساد برپا ٿيڻ - ڦٽو جاڳڻ - رڳڙو مچڻ - ڪيروڏ ٿيڻ - گهمي ٿيڻ - ورودُ ٿيڻ.

● مِيٺو ≡ مِيٺا: ذ. صفت. بُردبار - ڳنڀير. مانيٺو - مِيٺو. اندر ڪارو - اندر ڪُٺو. خلو ر - ستاپل - دُڪي. (ت).

━ مِيٺو مَپ هڻڻ: ڏڻ جو مانيٺو، پر اندر جو پليت هجڻ.

● مڪوڪ ≡ مڪوڪ: ذ. صفت. (سن. موڪش = مُڪتي) مُڪتي جي ڳهُر ڪندڙ - چونڪارو طلب ڪندڙ - نجات گهرندڙ.

● مَولو ≡ مَولا: ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم - مرۀ جي جهرڪي - ڪتياڻي - گهتڻي (ٻڪي). ووهيءَ ۾ شين پيهڻ لاءِ پٿر جو مُهرلو.

● مَمُوڻ جوڻيجو: اسم خاص. تعلقي رني ديري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَميرو ≡ مَميرا: ذ. (ف. مامِيران = متهميرو) جهنگلي ٻوٽيءَ جو هڪ قسم - اکين جي دوا طور ڪم ايندڙ ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم - مهميرو.

● مَنَ: ظرف. شال - هُوند - مانَ - جيڪر - خدا ڪري ته - شايد - جيڪس.

● مَنَ ≡ مَنُون: ث. (سن. منٿڻ = ولوڙڻ) کير ولوڙڻ جي ماٽيءَ جو ڪاٺ جو ٽُنگ سان ڳول ڍڪڻ (جنهن ۾ مَندي ڦري).

● مَنُ ≡ مَنَ: ذ. (پرا. مَني = دل. سن. مَنس = دل. مَنَ = ويچار ڪرڻ) ماڻهوءَ جو اهو عضوو جنهن سان ويچار ڪري ٿو - ويچار يا خيال پيدا ٿيڻ جو عضوو. روح يا آتما تي ٻاهرين شين جو اثر وجهندڙ عضوو. علم يا گيان پراپت ڪرڻ جي شڪتي ۽ ويچار ڪرڻ جي سامرٿ. دل - هردو - هينئون - چِت - قلب - چيتو. اندر - ضمير - وويڪ. جيءُ - آتما - رُوح. لاڙو - جهڪاءُ رغبت - چاهہ. خيال - ويچار غور - خوض. ڌيان. خواهش - مرضي. نيت - ارادو. (صفت). پيارو - دلبر - پريتم - پيارل. (ت).

━ مَنُ پاوَندو: صفت. دل کي وڻندڙ - دل پسند - وڻندڙ - سُمائيندڙ - مَنُ گهُريو. روح ريجهائيندڙ - سيبائيندڙ - محبوب.

━ مَنُ پاوَندي مُرادَ ماڻڻ: دل گهُريا مطلب حاصل ڪرڻ.

━ مَنُ پيچڻ: همدردي ٿيڻ - رحم اچڻ - قياس اچڻ.

━ مَنُ پرجِي اُچڻ: دل پرجي اچڻ. ڏک ۾ ٻُجي وڃڻ. رُنهلرڪو ٿيڻ - غمگين ٿيڻ - دل ڏڪو نجڻ.

━ مَنُ تپڻ: ڪاوڙ ۾ پرجي وڃڻ - غُصو ڪرڻ - ڪاوڙجڻ.

━ مَنُ ٺارُ ≡ مَنُ ٺارَ: ذ. صفت. دل ٺاريندڙ - دل کي قرار ڏيندڙ - آرام ڏيندڙ - فرحتي.

━ مَنُ چيچڻ: من پرجي اچڻ. رُنڻ.

━ مَنَ ڌيرُ ≡ مَن ڌيرَ: ذ. صفت. دل کي ڌي ڏيندڙ - تسلي ڏيندڙ - قرار ڏيندڙ - دل ٺام ڏيندڙ - آٿت ڏيندڙ. لالَنُ - ساجن - پرين - محبوب - ڍولڻ - دلبر.

━ مَنُ رکڻ: دل لڳائڻ - دل ۾ رکڻ - مرضي رکڻ - رضا رکڻ.

━ مَنُ ماڌڻ: دل وس ڪرڻ. مَنَ ڏُون پَلَڻ. نفس کي هٽ ڪرڻ - نفس مارڻ - نفس تي غالب پوڻ. ڪاوڙ، جذبي، حرص ۽ جوش وغيره تي غالب پوڻ.

━ مَنُ ڪاڍو: ذ. دل جي ڪشش - چِڪَ. سِڪَ. (ڪاجرا).

━ مَنَ گهُريو ≡ مَنَ گهُريا: ذ. صفت. دل گهريو - دل کي وڻندڙ - دل پسند. محبوب - ڍولڻ - لالَنُ - ساجن - پرين.

━ مَنُ گهتوَت: صفت. دل مان ٺاهيل - خيالي - بي بنياد - قِياسي. هٿراڌو - هٿ جو ٺاهيل.

━ مَنُ لڳائڻ: دل لڳائڻ - خيال ڪرڻ - غور ڪرڻ - چيتو جاءِ ڪرڻ.

━ مَنُ ماني ≡ مَنُ ماليون: ث. دل کي وڻندڙ ڪارروائي.

━ مَنُ مانِيُون ڪَرَڻ: موجون ڪرڻ. پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ.

━ مَنُ مانُهہ: ذ. صفت. منهنجي دل جو. منهنجي، دل ۽ ماس جو. جسم ۽ جان ۾. (ڪاجرا).

- مَنُ مَتِيِي ؟ ٤ مَنُ مَتِيِي ! ذ. صفت. خود متو - خود راءِ - خود پسند. پنهنجي مت تي هلندڙ - ڀاڻ زورو - رُوءِ سُوءِ.
- مَنُ مَتِيو ؟ ٤ مَنُ مَتِيا ! ذ. صفت. مَنُ متي.
- مَنُ متسُتِي ؟ ٤ مَنُ متستِيُون ! ث. آڪڙ - وڏائي - هٺ - سيٺ - دماغ - ٺاٺ.
- مَنُ مِلائُو ٤ مَنُ مِلائُو: ذ. صفت. دل ملائيندڙ - خليق - ملڻو - ولڻو - کيلمک.
- مَنُ متنائي ٻِسُهڻُ: ظاهر تي ٻيهڻ - ٻڌرو تي ٻيهڻ. خُواري ڪٽڻ - ذلت ڪٽڻ - رُسوائي ڪٽڻ.
- مَنُ مُنُجهڻُ ! دل ڪتڻ تيڻ. ٽڪجڻ. طبيعت ملُول ٿيڻ. حيران ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪَڪُ ٿيڻ.
- مَنُ موهڻ ٤ مَنُ موهڻ ! ذ. صفت. دل کي موهيندڙ - دل کسيندڙ - پيارو - مُحب - دل گهريو.
- مَنُ مَتِوجِي ٤ مَنُ مَتِوجِي ! ذ. صفت. کِيل مُنهون - کِلڻو - خوش - سُهڻو - فرحتي - کِلائيندڙ - خوش چيٽرو - خوش مزاج - خوشيءَ جو - مزي جو - کيلمُک. لهري - موڏائي - ٻُورالو - رِ ٻڪي - ڦِرڻو گهرڻو - لهري باز.
- مَنُ مِيلُو: صفت. مَن ميلائي - دليون ڳنڍيندڙ.
- مَنُ ميلِي ! صفت. دل چِڪيندڙ - وڻندڙ - وَسَنُ جهڙو - سَاجهو. دوست - يارُ - سڄڻ - مِتر - گهنگهرو - سنگتي - ساٿي. لالڻ - ماحڻ - پرينءَ - محبوب - ڍولڻ - دلبر - جاني - پيارو - مُحب - من گهريو - دل گهريو.
- مَنُ ۾ ڀَرُجَنُ: هٺ ۾ ڀرجڻ - تڪبر ۾ اچڻ.
- مَنُ ۾ تَور ڏَڪَ ڪَرَڻُ: دل ۾ سوچڻ. گُوڙهو ويچار ڪرڻ - چڱيءَ طرح خيال ڪرڻ - تمام گهڻي سوچ ڪرڻ.
- مَنُ ۾ چُورُ هُئَڻُ: دل ۾ ڪُپٽ هئڻ - اندر ۾ دغا هئڻ - کوٽ هئڻ - پاپ هئڻ.
- مَنُ ۾ مانَنڊاڻ مَچِڻُ: دل ۾ ھُرکڻو ٿيڻ - آتو ولا ٿيڻ - آنند ماند ٿيڻ.
- مَنُ وَڌائِڻُ: دل وڌائڻ. مٿي تي چاڙهڻ - آڪرو ڪرڻ - مغرور ڪرڻ. ڇڙواڳ ڪرڻ - البيلو ڪرڻ - آزاد ڪرڻ - ريجالو ڪرڻ.
- مَنُ وَڌَڻُ: مغرور ٿيڻ - ڦُونڊ ۾ ڀرجڻ - مٿي تي چڙهڻ - آڪرو ٿيڻ - وڏائيءَ ۾ ڀرجڻ - آڪڙ ڪرڻ. البيلو ٿيڻ ريجالو ٿيڻ - ڇڙواڳ ٿيڻ.

● مُنُ: ث. مٿي مُنڻ جي حالت - سِرُ جي وارن جي صفائي - حجامت.

"مُنُ ۽ ڪَنُ ڪنهن سڄڻ کي سلجي".

● مُنُ ٤ مُنَ ! ذ. کهوڙي جي پنڊ جو هڪ قسم - وچون ۽ هيٺاهون پنڊ. (صفت). مُنو - ($\frac{3}{4}$) ٽي ڀاڱي چار حصو.

● مِنا: اسم خاص. (ع). عربستان ملڪ جي هڪ شهر جو نالو (جتي حج واري وقت ۾ قرباني ڪئي ويندي آهي).

● مِنا (ت): ذ. پاڻيءَ جي پکين ڦاسائڻ لاءِ وڇايل کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪاٺيءَ جا ٽاهيل پڃر. (حاسي).

● منات: اسم خاص (ع) قديم عرب جي ٽن مشهور بُتن لات، منات ۽ عزا مان هڪ بُت جو نالو. (آصفيه).

● مُناجات ٤ مُناجاتُون: ث. (ع. لجو) ڪَن جي ڳالهه - سرگوشي - سُس ڦُس. ڪنهن کي پنهنجو ڏنل ڀيد - رازُ - ڳُجهه. خدا کان نجات جي لاءِ گهربل دعا (جا انين گهري وڃي جيئن روبرو ويهي ڳالهائجي). خدا جي ساراهه ۾ چيل شعر. ساراهه - واکاڻ. (آصفيه).

● مُنادي ٤ مُنادِيُون: ث. (ع. نِدا). پڙهو - ڍنڍورو - مُنادُ - هوڪو - ٻُڌائِبو - حاڪم جو حڪم ظاهر ڪرڻ واسطي آواز، عام اشتهار - اعلان - پرچار. (صفت). سڏُ ڪندڙ. پڙهو ڏيندڙ.
- مُنادي ڦيرائِڻُ: مُنادي ڪرڻ.
- مُنادي ڪَرَڻُ ؛ پڙهو ڏيڻ - هوڪو ڏيڻ - ڍنڍورو ڦيرائڻ: عام اشتهار ڪرڻ - اعلان ڪرڻ. حاڪم جو حڪم ٻڌائڻ.

● مُنارُ ٤ مُنارَ ! ذ. (ع). مُنارو.

"جيئن هت چونڪيون چمن چوڌار،
ٻيون مسازيون محل مُنارُ"
(ڪبير شاهه).

● مُنارا: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُنلر ڪِيِ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مُنارو ‹ مُنارا: ذ. اسم. (ع. مُناره) سرن يا پٿرن جو ڊگهو ٿنڀو - اوچو ٿنڀو مسجد جو ڊگهو وڏو يتين مٿان ٿنڀ. (آصفيه). گنبذ - قبو قبي جي ليل. مُنار. نُورجي جڳهه - لائيٽ هائوس - چراغدان.

● مَناڙَڻُ: مصدر. (سن. مَر (ي) دَ = د ٻائڻ) هٿ سان زور ڏيڻ - مهٽڻ. مناڙ ڪرڻ. مالش ڪرڻ. مَتَڻُ. پيڙون ڏيڻ - زور ڏيڻ - چاپڻُ - مُنڪريون هڻڻ. هٿن ۾ لوئِڻُ (ڪپڙن کي). هيٺ مٿي ڪرڻ - چاچولڻ. گيندا ڙ ڪرڻ. هٿ لائڻ. هٿ لائي ڏسڻ (ٽڪر کي). قولارڻ - ڦلهورڻ.

"ڪي پنهنجي وات، مناڙئو موتي چُٽي"
(گرهوڙي).

(مناڙيو - مناڙيندو - مناڙيل). (ن - ب).

- مَناڙ ‹ مَناڙُون: ث. مَتَن - چاپ - زور - مالش - مهٽ سهٽ. مُڪڙي - پيڙ. معلوميت - لباس آرائي - لَمَسُ - حِسُ - ويدنا - ڄاڻُ. آٿلاڻ.

● مُناڙو ‹ مُناڙا: ذ. وهٽ ٻڌڻ جو ڪِلو - مُنو. (ن - ب).

● مُناڙ ي ‹ مُناڙ يون (ڪ): ث. پيڙيءَ جي اڳ ۾ ٻڪهه ٻڌڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪوڙيل ڪِلو. (ن. ب).

● مُناسِبُ ‹ مُناسِبَ: ذ. صفت. (ع. نَسب = هُو عزيز هو) نسبت رکندڙ. موزون - لائق - واجب مُوافق. شايان - ٺِيڪ. دُرست - معقول. لازم - رَوا - جائز. برابر - جو ڳو - آڇت - بابت جو - لهندڙ - ٺهُورو - جڳائيندڙ - سونهندڙ. وهنوارڪو - ٻاٽُ - ليڪائتو - شائيستو - جڳائتو - سُهائيندڙ.

- مُناسِبَتُ: ث. باهمي لڳاءُ - تعلق - واسطو - لاڳاپو. (آصفيه). هڪجهڙائي - برابري - مُوافقت - جوڳائي - موزُونيت.

● مناظِرُ: ذ. (ع. منظر جو جمع > نَظَر = ڏِٺو) نظارا - ڏيکاءُ - لقاءُ - رُوپ - ديدار.

● مُنافِعو ‹ مُنافِعا: ذ. (ع. منافعه > نَفَع = فائدو - لاڀ. آهت - آپراسو.

- مُنافِعُدارُ ‹ مُنافِعُدار: ذ. صفت. فائدي مند - فائدي وارو - مفيد. وندبندڙ - ڀائيوار - حصيدار - ڀتيارُ - ڀائينو - ڀتيدار - ڀا ڱيرُو - ڀاڱيدار. سرڪاري ڍَل مان حصو وٺندڙ.

● مُنافِقُ ‹ مُنافِقَ: ذ. (ع. نَفَقَ) نِفاق رکندڙ ظاهر ۽ باطن ۾ تفاوت رکندڙ. دل ۾ دغا رکندڙ - رياڪار - مڪار - ٻاڪندي - ڪُپٽي - ٻَهَه رُوپي - دغاباز - دغاخور - دلبي - فريبي. بي ويساهو - اڻ ويساهو - بي اعتبار - اوشواسي. مُلحد - ڪافر - بي دين - ناستڪ.

● مَنّانُ: صفت. (ع). گهڻو احسان ڪندڙ - نيڪي ڪندڙ - چڱائي ڪندڙ. نوازش ڪندڙ - مهربان. (اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. (آصفيه).

● مناڻ ‹ مَناڻ (ل): ث. ڦرُ نه جهليندڙ چوپايو وهٽ (مينهن، ڳئون، ٻڪري، رڍ وغيره) - مَناوَڻ. (ت). آٿلاڻ (ل). اڻ ڍڪي - سَنيد.

● مَنائڻُ (ت): مصدر. مضبوط ڳالهه ڪرڻ - پڪي پيرائتي ڳالهه ڪرڻ. (مَنائيو - مَنائيندو - منائيل).

● مَنائِيُ ‹ مَنائِيُون (ت): ث. قبوليت - رضامندو - اقرار - هائوڪار - ميڄتا.

● مَناوَڻُ (ت): ث. مَناڻ. (ل).

● مناهِڪيُ جاڳِيرُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَناهِيُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۽ تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مَناهيجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَنائِڻُ: مصدر. راضي ڪرڻ - خوش ڪرڻ. پرچائڻ - وِرِ ڀائڻ - رِ ٻجهائڻ - سرچائڻ ٺاهڻ - ٺَهائڻ - ٺارڻ چٽ ڪرڻ - خوشامد ڪرڻ - آٿامائڻ - چٽَ ٻڌڻ - ڌاترائڻ ڌاڌرائڻ - ڦُسلائڻ - ڦاسائڻ. قبول ڪرائڻ - اقرار ڪرائڻ - ميڄائڻ - ٻاسارائڻ - ميڄتا ڪرائڻ. (سن. مَنَ = پوڄا ڪرڻ).

ملهائڻ - رکڻ - وارڻ (وڏو ڏينهن). وڏي ڏينهن جي ياد ۾ خوشيون ڪرڻ. دم دلاسو ڏيڻ. ڪاوڙ ڍرِي ڪرڻ. پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ. (سن. مَتر (ي) د = دپائڻ) پيرڙون ڏيارڻ - مَناڙ ڪِرائڻ - چاپائڻ - مڪُڙيون هڻائڻ - مالش ڪرائڻ. مهٽ سهٽ ڪرائڻ. (ڪپڙن ڪي ڪار جي) پاڻيءَ ۾ چاچولڻ ۽ مهٽڻ. پڪارڻ - سڏڻ. (مَنائِيو - مَنائيند و - مَنائيل).

● مِنائِڻُ: مصدر. نڪ مان ڳالهائڻ - ڳهڻو ٿيڻ - ڳهڻو ڳالهائڻ - ڳهڻائڻ. مِڻ مِڻ ڪرڻ - پِڻ پِڻ ڪرڻ. (مِنائِيو - مِنائيند و - مِنائِيل).

● مُنائڻُ: مصدر. ٽوڙائڻ (وار) - ميرب ڪرائڻ - پاڪي ڳهمارائڻ - مُنڊائڻ. (مُنائيو - مُنائيند و - مُنائيل).

● مَنَاهِيُ ۽ مَنَاهِيُونُ: ث. منع ناموَ. حڪم - تاڪيد - پرپرٽا.

● مِنبَرُ ۽ مِنبَرَ: ذ. اوچي جاءِ - مٿاهين جاءِ. ڪاٺ يا سرن جي چاڙهين سان ٺهيل دڪي. مسجد ۾ خطبي پڙهڻ لاءِ ٺاهيل ننڍڙو ٿلهو - پرچار ٿلهو. (آصفيہ). چبوترو.

● مَنبَعُ: (ع. نَبعَ) پاڻيءَ لڪرڻ جي جاءِ - منڍ (نديءَ وغيره جو). چشمو. (ع. ا. ب).

● مَنبِلڪُ ۽ مَنبِلڪُونُ (ل): ذ. تمام گهڻو - زياده - جهجهو. بيشمار بي انداز. ڳاڻيٽي کان ٻاهر. مثال: "هيترو پئسن جو منبلڪ (مبلغ) ڪير ڏيندو."

● مُنبَڻيُ: ث. سرڪاري اَن جو وکرو.

- مُنبَڻيدارُ ۽ مُنبَڻيدارَ: ذ. صفت. سرڪاري اناج جو خريد ڪندڙ.

● مُنبِيُ ۽ مُنبِيُونُ: ث. ٻڙين شين جي ماڻ جو اوزار - ننڍو مُبرو - مُبري - ٽپري. (ڳاجرا).

● مَنَت: ث. (سن. مَنَ = قبول ڪرڻ) منت - منتا - باس - سُکا. نذر - نياز - ارداس - پيتا - ڏڻ - ڏن - نذرانو. وچن - انجام - پرتگيا - وعدو - واچا - سُنهن - قسم.

- مَنَتِ مَنائِڻُ: سُکڻ - سُکا ڪرڻ - ڪيرڻ - باسڻ - نذر ڪرڻ - نياز ڪرڻ - پيتا ڏيڻ - ڪُڻ باسڻ.

● مِنَّتَ ۽ مِنَّتُونُ: ث. (ع). عاجزي - وينتي - مِنت - عجز - آزي - ليلڙائي - نيزاري. خوشامد - چاپلوسي. التجا - عرض.

- مِنَّتَ ڪرڻُ: عاجزي ڪرڻ - وينتي ڪرڻ - منت ڪرڻ. التجا ڪرڻ. انڪساري ڪرڻ - نيزاري ڪرڻ - آزي نيازي ڪرڻ.

● مُنتَخَبُ: ذ. صفت. (ع. نَخَبَ = اختصاص پيو ٿئي). انتخاب ڪيل - چونڊيل - پسند ڪيل - چانٽ ڪيل - ڏٺيل. ڳڏ ڪيل - پيڙو ڪيل - ميڙيل - ڪٺو ڪيل. وڌيل - ٽُڪيل. چيد و. برگزيده - خلاصو ڪيل - گهٽڻ مان ڪجهه ڪنيل. (ذ) انتخاب ڪيل حصو - خلاصو. (آصفيہ). تارج . (ڳاجرا)

● مَنتَرُ ۽ مَنتَرَ: ذ. (سن). ويد جي رچا. ويد جو متوتر. ويد جي باب جو هڪ شعر وارو حصو - ويد جي آيت - شلوڪ. ڪنهن به پوتر پشتڪ جو هڪ ٽڪر. شبد - ٻول. پچن - گيت. پوتر پرارٿنا. چتوڪ - قيرات. ڪاءِ پُراثر چوڻي (جا ڪنهن جي قابو ڪرڻ يا مارڻ واسطي پڙهائجي) - (آصفيہ). ٽوٽو - ڦيڻو - ٽونڪو. جادو - سحر - افسون - منبو. جهاڙ چل. ڳجهه - راز - ڀيد - اندر.

- مَنتَرُبازُ ۽ مَنتَرَبازَ: د. صفت. منتر وغيره پڙهندڙ - جادوگر - ٽوٽائي - پوپو - ڦيٽائي. هنروارو. جوتش وديا ڄاڻندڙ.

- مَنتَرُ پڙهڻ: جادو ڪرڻ - منبو پڙهڻ - منتر ڪرڻ. ڦيٽو وجهڻ - ٽوٽو ڪرڻ - جهاڙ وجهڻ.

- مَنتَرُجَنتَرُ ۽ مَنتَرَجَنتَرَ: ذ. جادو. ٽوٽو - ڦيٽو. جهاڙ. منبو. تعويذ ڦُل. ڀوت - جن - لڳت.

- مَنتَرُ ڏيڻ: سکيا ڏيڻ - چوٽڪار و وجهي ڏيڻ - ٽوٽو ليکي ڏيڻ. منتر ڏيئي چيلو بنائڻ. شش بنائڻ.

- مَنتَرُ سادَڻُ: پڳوان جو نالو وٺڻ - جپ ڪرڻ - تپشيا ڪرڻ.

- مَنتَرُ وٺڻ: ڌڻيءَ وٽان ماڻهن ڏانهن نيابو آڻڻ - حق جو پيغام آڻڻ. چيلو ٿيڻ - مريد ٿيڻ.

- مَنتَرُ هَڻَڻُ: ٽوٽو هڻڻ - جادو هڻڻ - جادوءَ رستي مغلوب ڪرڻ.

● مَنْتَرُ جَنْتَرُ: ذِ (سن. مَنْتَرَه + يَنْتَرَ هَهَ = هَتيار اوزار). آسماني ميارن کي ڏسڻ جي جاءِ - رصدگاهه. علم جوتش جو تجربہ گاهه.

● مَنْتَرِيُ ٤ مَنْتِرِيُ: ذ. صفت. (سن. منتري = صلاحڪار) صلاحڪار - حڪومت جو صلاحڪار - وزير. ديوان. ڪنهن به جماعت جو عهدو رکندڙ (ڪان پوءِ مکيہ عهديدار.

● مُنْتَشِرُ: صفت. (ع. نتشر = هن پکيڙيو). هيڏانهن هوڏانهن ٽيل - ڪيئدڙيل - پکڙيل - ڇڙوڇڙ ٿيو ڪڙ. ڦهليل.

ـ مُنْتَشِرَ ڪَرَڻُ: هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ - جدا جدا ڪرڻ - ڇڙوڇڙ ڪرڻ - ڪنديرڻ - پکيڙڻ.

● مُنْتَظِرُ ٤ مُنْتَظِر: ذ. صفت. (ع. تَظَرَ). انتظار ڪندڙ - واٽ ڏسندڙ - راهه تڪيندڙ - لوسيڙي وارو - آميدوار - آسانتو - اونانتو - فڪرمند - آڌڪو رکندڙ - فڪرانتو. ڳڻتي خور. (آصفيہ).

● مُنْتَظِمُ: ذ. صفت. (ع. نتظم). انتظام ڪندڙ. اهتمام ڪندڙ بندوبست ڪندڙ. جوڙجڪ ڪندڙ. پوئيندڙ - پلڻندڙ. سڌو ۽ درست ڪندڙ. مدارالمهام. (آصفيہ).

● مُنْتَقِلُ: صفت. (ع. نتقل) هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڪيل - انتقال ڪيل - بدلايل - ڦيرايل. ڦيرو: منتايل - جاءِ تبديل ڪيل. لڏي ويل:

ـ مُنْتَقِلُ اِلَيْهِ: ذ. صفت. وڪڻ جو ڳوٺ وڪاسڻ لائق. بدلائڻ جو ڳو - متائڻ لائق - تبديل ڪرائڻ جهڙو.

ـ مُنْتَقِلُ ڪَرَڻُ: بدلائڻ - متائڻ - ڦيرائڻ - تبديل ڪرڻ. سؤدو ڪرڻ - ٻئي کي ڏيڻ - حوالي ڪرڻ - وڻڻ. (آصفيہ).

● مُنْتَهيٰ: صفت. (ع. انتهي) انتها ڪيل - انتها کي پهتل - پڇاڙي کي پهتل - انجام کي پهتل - پڇاڙي ڪيل. پورو - ڪامل - تمام - مُڪمل - سماپت. (ذ). پڇاڙي - آخرت - خاتمو. نتيجو - انجام - حاصلات - ثمر - ڦل - اثر. (آصفيہ).

● مِنَت ٤ مِنّتُون: ث. (ع. مِنّة) نيزاري - وينتي - نمرتا - نماڻائي - زاري - ليلڙائي. عاجزي - نيازمندي - نياز. سوال - عرض - التجا - گذارش.

ـ مِنَت مَناجَت: ث. منت ميڙ - آزي نيزاري - التجا - گذارش.

ـ مِنَت ڪَرَڻُ: عاجزي ڪرڻ - عرض ڪرڻ - سوال ڪرڻ.

● مَنْتُ ٤ مَنْتَ: ذ. (سن. منتر = منتُ) منتُ - جادو - ٽوڻو - منتر.

● مِنْٽُ ٤ مِنْٽَ: ذ. (انگ). ڪلاڪ جو سٺيون حصو - سٺ سيڪنڊن جو عرصو. ٿوري دير - لمحو - پل - پلڪ - ڪن - ساعت.

● مَنْجَ (ڪ): ث. لڙ - لڙاٽ. غبار يل آسمان. (ن - ب).

● مَنْجَرَ (ٿ): ذ. پوٽي جو هڪ قسم.

● مُنْجَرُ ٤ مُنْجَرَ (ٿ): ذ. ڪنڊي وڻ جو ٻور - مڇر.

● مُنَجِّمُ: ذ. صفت. (ع. نجم = هن اڪٽي ڪئي) علم نجوم جاڻندڙ. ستارن جو علم جاڻندڙ - نجومي - جوتشي. اختر شناس - هيئت دان. جنتري ٺاهيندڙ. (آصفيہ).

● مَنْجَنُ: ث. (سن. منجهن) ڪُتل ڪٽولو - ٻهي (جنهن تي هنڌ وغيره رکجن). ڪُتل کهٽ - منجي - منجڻ. نار جي ڳاڏيءَ تي ڪتل آيل پٽي (جنهن کي نار هڪليندڙ ٽيڪ ڏيئي ويهندو آهي). (ڪاچرا).

● مَنْجَنُ ٤ مَنْجَنِ: ذ. (پرا. منجڻ. سن. منجن > منج = صاف ڪرڻ) ڏندن کي (صاف ڪرڻ لاءِ) ملڻ جي دوا - ڏندن جو پورو - منجهڻ - سفوف.

● مَنْجَنِيقُ ٤ مَنْجَنِيقُون: ث. (ع) پٿرن اڇلائڻ جي ڪل - وڏا وڏا پٿر هڻي قلعي جي ديوار کي ٽوڙڻ جي ڪل.

● مَنْجَڻ ٤ مَنْجَڻُون: ث. (سن. منج) ويهڻ جي کٽولي - چارپائي - منجي. چڱي ننڍي وارو ڪاٺ جو چؤنڪو. پاڻيءَ جي دلن ۽ مٽن رکڻ لاءِ ڪاٺ جي ٺهيل منجي - کهڙامنجي - پاڻيءَ مارين جو لاهارو ڪرڻ وقت منگن رکڻ لاءِ ڪاٺ جو چئن ٽنگن وارو چؤنڪو. (ل). ڦلهي يا

مڇي وغيره جي ڦاسائڻ لاءِ لوهہ جي ٺهيل ننڍي منجڻ. ذريعاءُ جي ٻيڙيءَ جو هڪ حصو - آڳيل طرف ماڻهن جي ويهڻ يا سامان وغيره رکڻ وارو حصو. (ن - ب).

● مَنْجَڻ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مَنْجَڻُ: مصدر. (سن. مَرِ (ي) ج. مَنْجَ = صاف ڪرڻ) صفا ڪرڻ. مَٺَڻُ (ٿانو وغيره) - ماجڻ - مانجڻ. (منجيو - منجيندو - منجيل).

● مُنْجَڻُ: مصدر (سن. مُنْچَ = آزاد ڪرڻ) موڪلڻ - روانو ڪرڻ - هلائڻ - اماڻڻ - پٺڻ.

"مُنجا منٺار مون غمخوار ڏي خط"
(فاضل شاهہ).

● مَنْجِئي ڦُلَ (ڪ): ذ. ڀرت جو هڪ قسم.

● مَنْجو ٤ مَنْجا: ذ. (سن. مَنچ = کٽ) وڏي کٽ - کٽولو. سادي کٽ. کٽ - چارپائي - چوڪائي - انسلو. (ل). (ث. مَنجي ٤ مَنجيون). ٻيل گاڏيءَ جو ٺاٺو. (ت).

- مَنْجو چِڏَڻُ: کٽ کي ڇڏڻ. جاءِ خالي ڪرڻ. هند ڇڏڻ.

● مَنْجي ٤ مَنْجيون؛ ث. (سن. مَنْچَ = کٽ) ننڍي کٽ - کٽولي. اٺ جي تري وارو تختو. لار جو هڪ حصو - ويهي ڏاند هڪلڻ وارو حصو - گاڏي - گادي. گوهہ مان ٻاڻي ڪيڏڻ جي ٻوڪي جي منهن ۾ لڳل ڪاٺ جو چوڪ. (ڪ). سکن جي هڪ پاڪ ڪتاب جو نالو.

● مَنْجِيٺَ (ت): ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - مجٺ.

● مَنْجيري: ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● مَنْجهہ: ث. (سن. مِهَشَہ = مينهن) مينهن - مَنجهي.

● مَنْجهہ؛ صفت. ظرف. حرف جر. (پرا. منجهي. سن. منجهہ + ڪَ >مَدْيَہ = وچ) وچ - وسط - درميان. (ظرف). ۾ - اندر - وچ ۾ - اندر.

- مَنْجهارا؛ حرف جر. منجهان. (ظرف) اندر مان - اندران.

- مَنْجهارو ٤ مَنْجهارا: صفت. ظرف. مان - اندران - اندر کان - مَنجهان - مَنجهئون.

- مَنْجهارُون: حرف جر منجهان - مان - کان.

- مَنْجهان: حرف جر. منجهارون - مان - کان - منجهاران.

- مَنْجهانهَون: ظرف ڪجهہ اندر - ٿورو اندر.

- مَنْجهائِيتو ٤ مَنْجهائِيتا: صفت. اندر وارو - اندريون.

- مَنْجهَئُن: حرف جر. منجهارون - منجهان - مان - کان - منجهانهون.

- مَنْجهَون: حرف جر. مان - کان - ڪنان - منجهان - اندران - اندر مان.

- مَنْجهِي: صفت. منجهہ ئي - اندر ۾ ئي - اندران ئي - اندر مان. پنهنجي اندر ۾.

"لالن لاءِ لطيف چوي، مَنجهِي ٿي معذور"
(ابري - شاهہ).

- مَنْجهِيان: حرف جر. اندر مان - منجهان - منجهئون - اندران. اندريان.

● مَنْجهہ (ت): ث. گوڏ جو ڪپڙو - گوڏ - لاڪ - منجهلو. (ت).

● مَنْجهہ ٤ مَنْجهہ: ذ. (پرا. مَنجهي. سن. مَنجهي + ڪ >مذيَہ = وچ) وچ - اندر - درميان. ڳجهہ - رازُ - ڀيد - انتُ - دلي راز - ڳجهو حال.

"ڪنهن کي منجهہ (ڪڏا) ۾ ڏيچ،
هن سڳوري سُور جو"
(خان زئي - ڪلياڻ).

- مَنْجهائِيتو ٤ مَنْجهائِيتا: ذ. صفت. منجهہ وارو - دل جو حال جاڻندڙ - همراز - رازدار - ڀيدي.

- مَنْجهہ ڏِيَڻُ: مخفي ڳالهہ ٻڌائڻ - دل جو راز ڏيڻ - انتُ ڏيڻ ڀيد ڏيڻ.

- مَنْجهہ ڦِرَڻُ: دل ۾ وسڻ - دل ۾ رهڻ - اندر جي ڳالهہ اندر ۾ رهڻ - راز رازئي رهڻ.

"ڏيلَ جنهن جو ڏنجهہ سو ماري ٿو منجهہ ڦري"
(ڪاراڻل).

- مَنجهه ڪَيڻُ: دل جو راز معلوم ڪرڻ- ڳُجهه جاڻڻ- اندر جو اَنتُ لَهڻ- ڀيد معلوم ڪرڻ.
- مَنجهه ڳِنُو: صفت. ٻئي جو راز وٺندڙ- ٻئي جو راز معلوم ڪندڙ- ڀيد وٺندڙ- اَنتُ لهندڙ.
- مَنجهه لَهڻُ: دل جي ڳالهه معلوم ڪرڻ- دل جو راز هٿ ڪرڻ- اَنتُ وٺڻ- ڀيد ڪيڻ- منجهه ڪيڻ.

● مَنجهه (ڪ): ث. مُونجهه. آٻت- آٻسَ- رُڳهه. ڏُندُ- غُبار- لُڙات.

● مَنجهارَ (ڪ): ث. ٻيڙيءَ جي پرماڻ (آڏَ) واري پاسي مٿاڙ سان لڳو لڳ سِڙهه وٽ اندر سِپيِل واجهه. (ن- ب).

● مَنجهاندِڙوُ ■ مَنجهاندِڙا: ذ. وڻ جو هڪ قسم- منجهاندڙو.

● مَنجهاندڙوُ ■ مَنجهاندڙا: ذ. مَنجهاندڙو.

● مَنجهائڻُ: مصدر ڪَدُ وچڙ ڪرڻ- جهڙ مڪڻ ڪرڻ. مُنجهائڻ- وَرُ وَڪڙ ڏيڻ- پيچدار بنائڻ. ڏاڳي جو سهن ۽ ٻجاڙي ڪم ڪرڻ. ڦاسائڻ اٽڪائڻ وات تان لاهڻ- غلط رستو ڏيکارڻ اَبتو ڪَسُ وٺائڻ- گمراهه ڪرڻ ڀلائڻ. حيران ڪرائڻ بيهوش ڪرڻ. صحيح حقيقت نه ٻڌائڻ. (مُنجهائو- مُنجهائيند و- مُنجهيل).

● مَنجهلوُ ■ مَنجهِلا (ت): ذ. ڪوڏ جو ڪِڙو- ٻوتڙو ڪوڏ لاڪ- لاڪوتو- منجهه. (ت).

● مَنجهندَ ■ مَنجهندُونُ: ث. (سن. مَدُيه = وچ + اهنَ = ڏينهن) ڏينهن جو وِچُ- اڌُ ڏينهن- ٻن پهرن جو وقت- ٻپهرَ- ٻپهري- مانجهاند و- ڏَ رتتي. ٻن پهرن جي ماني.

● مُنجهڻُ: مصدر. (سن. مُهه = بيهوش ٿيڻ) بيهوش ٿيڻ. صحيح رستو نه لهڻ- ڀُلجي وڃڻ- ڀُلجڻ- اوجهڙ وڃڻ- رستي کان ٿِڙڻ. حقيقت نه پروڙڻ- برابر جواب نه ڏيڻ- منجهي پوڻ- گمراهه ٿي وڃڻ- گمراهي ۾ وڃڻ. حيران ٿيڻ. مُنجهه ۽ ٻجاڙي ڪم ٿيڻ (مٽ جي). (منجهيو- منجهند و- منجهيل).

● مَنجِهِئي قَلُ ■ مَنجِهِئي قَلَ: ذ. اسم. ڪَڄ مي ٻَرت جو هڪ قسم- وِچيون قُل.

● مَنجهو ■ مَنجها (ت): ذ. جُتيءَ ۾ ٻير جي پاسي ڏانهن ٻيل وچوارو چمڙو.

● مَنجهولو ■ مَنجهولاَ: ذ. رازڪي اوزار جو هڪ قسم- د رزن پرڻ جي ڪم ايندڙ نيدڙو چونارو.

● مَنجِهيُ ■ مَنجِهيُونُ ث. (سن. مِهشَ = مينهن) مينهن- مَنجهه.

● مَنجِٺ: ث. (سن. مَنجِشٽا = مَجِٺَ). پسارڪي وکر جو هڪ قسم- مَجِٺَ.

● مَنچِرَ: ذ. وڻ جو هڪ قسم. ڪنديءَ جي وڻ جو ڦَل- سِگَر.

● مَنچَرُ (ڪ): صفت. ٿورَ چُرو مال- ڏَچر.

● مَنچو ■ مَنچا (ت). ذ. (سن. مَنچڪه = منجو) منجو. (ث. مَنچي ■ مَنچيون).

● مَنچِيُ ■ مَنچِيُونُ (ت): ث. چوٻائي مال جي سچاٽپ جو هڪ خاص نِشان ( [ـــ] ).

● مَنچُر: اسم خاص. هڪ مشهور ڍنڍ جو نالو. هڪ باد شاهه جو نالو- مَنوچِهر.

● مَنچُرُ (سن. مَنَهه شِيلهه = ڳاڙهو سنکيو). پسارڪي وکر جو هڪ قسم- ڳاڙهو سنکيو. زهر جو هڪ قسم.

● مَنچوري (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سِڪايل).

● مُنحَرِفُ: صفت. (ع). ڦِريل- ختم ڪاڏل- ورهيل- ترڇو- ڏِنگو. ٽيڙو. سرڪش- باغي- بغاوت ڪندڙ- غدار. (آصفيه). انڪار ڪندڙ- ناڪاري- اِنڪاري.

● مَنحِصَرُ: صفت. (ع). مدار رکندڙ- آڌار رکندڙ. ٻئي جي آڌار.

● مَنحُوسُ ■ مَنحُوسَ: ذ. صفت. (ع. نَحِسَ). ڪمبخت- ٿيا ڳو- بدبخت- ندوروڪ- چَندو- نَحس- نامراد- ڪمبخت- بد نصيب. نفرت انگيز. ڪاهي نِڪو. برو- بڇڙو- بد- خراب.

● مَنَنُد: صفت. (ف. ماننڊ جو مخفف). جهڙو- جيئن- وانگر. مثال- مثل. مٽ- برابر.

- مَنْدائِي ۽ مَنْدائِيُون: ث. هلڪائي. گهٽتائي. مَندائي - خرابي - بڇڙائي. بَدِي. منگهرائي - بدنيتي - دشمني - وير.

"ڪيتري جو ڏس نه ڏيو،
مون کي لڳندي ڏاڍي مندائي"
(غلام شاهه).

- مَنْدُ خَواهُ ۽ مَنْدُ خواهه: ذ. صفت برائي چاهيندڙ - ٻئي لاءِ خرابي گهرندڙ. مٺ گهرو - بدنيت - دشمن - ويري.

- مَنْدُ خَواهِي ۽ مَنْدُ خَواهِيُون: ث. منگهرائي - بدنيتي - دشمني - وير. مندائي - بڇڙائي.

- مَنْدَ مَنْدَ: ظرف آهستگي سان - ڍيمائي سان - نرمائي سان - هوريان - آهستي.

- مَنْدُو ۽ مَنْدا: ذ. صفت. خراب - بڇڙو - بَدُ - مندُ - سُست. ڍرو. جهڪو - گهٽ - هلڪو. (ث. مندي ۽ منديون).

- مَنْدُو گهُرَڻُ: بڇڙو گهرڻ. خراب گهرڻ. ٻئي لاءِ خرابي چاهڻ. بدخواهه ٿيڻ.

- مَنْدُو منڱڻُ: مندو گهرڻ.

● مَنْدُ: ذ. (سن. مَدَ = شراب) شراب - دارون - مَدَ - مَند - مَدُ.

● مُنْدَ ۽ مُنْدُون: ث. موسم - رُت - مُدِ. وقت - زمانو - سمو.

- مُنْدائتو ۽ مُنْدائتا: ذ. صفت. موسم وارو - موسم جو - رُتائتو - موسمي - مُدائتو - وقتائتو - وقت وارو - وقت جو - مهلائتو.

- مُنْدَ جُون ڀُڏائيڻ: تُز جواب ڏيڻ. سخت لفظ ڳالهائڻ. گاريون ڏيڻ - بدشد ڳالهائڻ.

- مُنْدَ ڪَرڻُ: ڪجهه به حاصل نه ٿيڻ. چٽهه ماهي ۾ ڪي به نه ڪمائڻ.

● مُنْدارُ ۽ مُنْدارَ: ذ. صفت. مُنهن دار. دلال. ڪنجُوس.

● مُنْدارِاڙِي: اسم خاص. بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو. (ت. بلوچستان).

● مُنْدَرُ ۽ مَنْدَرَ: ذ. (سن). جاءِ - گهر - حويلي. آستانو - تڪيو. عبادت جي جاءِ. پوجا پاٺ جي جاءِ - ٺاڪر دئارو - ٺڪانو - مڙهي. بُتن جو گهر - بُتخانو. جسم - بدن - ديهي. پن لڳو لڳه سوڙ هيس پيٽن جي وچ واري اوچي ۽ مٿانهين زمين. (ث)

● مَنْدَرَ (ل): ث. اڇي رنگ واري ڳَئون - ڳئون جو هڪ نالو.

"سِڪر سائي اٿر ساري، مندر ۽ مور موچاري،
طلب ٽپلي مندي تاري، ٻکي پورو پٺاري جي"
(ملاح).

● مُنْدَرَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُنْدَرُ ۽ مُنْدَرَ: ذ. ڪاٺ جو واپاري - لڪڙي فروش - مود ر. ڪيرو وارو - ڏوڏي (ڳجرا).

● مَنْدِرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (قادري).

● مُنْدِرا: ث. (سن. مُدرا = مُنڊي) والي. ڪُنڊل - مُدرا. فقيرن ۽ جوڳين جي ڪنن ۾ پاتل جا وڏا گول والا. (سامي) مُنڊي - ڇلو. مُهر - ڇاپو. نشان. سڪو ناچ ۾ آڱريون ڪنهن خاص نموني هلائڻ جي حالت. هٺ يوڳ ۾ بدن جي ڪي خاص آسڻ. وام مارگين جي ڌرم ۾ ڀوريون يا ڪچوريون وغيره ڪاڏي جون گول شيون. (ڳاجرا).

● مُنْدِراٽ (ت): ث. (سن. مُدرا = ڇلو) ڪُنهاڙي يا ڪوڏر ۾ ڳتن وجهڻ وارو ٽَنگ - ڀاهو. (راهه).

● مُنْدِرائي ۽ مُنْدِرائيُون (ل): ث. ڪنهن وڻ يا ٻوٽي جو (زمين ۾ هنيل) قلم.

● مُنْدِراسِي (ت): ذ. پٽرت پترڻ جي سٽ جو هڪ قسم.

● مُنْدِرائي: اسم خاص. بُگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو - هڪ ذات جو نالو (اڪثر اتر سرحد سنڌ حيدرآباد ۽ سکر ۾).

● مُنْدِرائِي پُور: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُنْدَرِجُ: صفت. (ع. دَرَجَ) درج ڪيل. داخل ڪيل - لکيل - چاڙهيل (حساب ۾). (اصميه).

● مُنڊرڻُ (ث)؛ مصدر. جادوءَ رستي مُنڊڻ.

● مُنڊِرو ۽ مُنڊِرا؛ ذ. (سن. مُدرا = منڊي). چلو. مُدرا- مُندرا.

● مَنڊرِيُ ۽ مَنڊَريونُ؛ ث. وڏيل رڪ جي ٿالهي- ٿُنگ ڪيل رڪ جي ٿالهي.

● مُنڊرِيُ ۽ مُنڊرِيُونُ (ت)؛ ث. سونارن جي هڪ اوزار جو نالو. رواٽ جهڙو ٿاهيل چانديءَ جي تندن چِڪڻ لاءِ ٿُنگن وارو هڪ اوزار.

● مَنڊلُ ۽ مَنڊلُ؛ ذ. وڄائڻ جو ساز- منڊل.

● مُنڊِيُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۽ خيرپور ميرس ۾).

● منڊ ياريُ؛ اسم خاص. لس ٻيلي طرف هڪ ٿَڪَ جو نالو

● مَنڊُ؛ ث. (سن مَنڊُ = ميناج) ميناج- ميٺ- ميٺاڻ- ميٺاس- شيريني. سواد- لذت. (ن- ب).

● منڊ ۽ منڊ؛ ذ. ث. (سن. مَدَ = شراب. مَدَ = ماکي). شراب- مذ. ماکي- شهد. (سن. مَدَ = خراب) خراب بانس- بدبوءِ ڌَپ- ڇِتَ.

● مُنڊ ۽ مُنڊُون؛ ث. (سن مُڪندا) ننڍي نوجوان زال واسطي عزت ڀريو لفظ. سهڻي نوجوان زال. زال- ناري- عورت. پورڙي زال- وسوڙل زال- گهٽ عقل واري زال- سادي سياڻ واري زال.

● مُنڊائو (ث)؛ اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم.

● مُنڊا واهه؛ اسم خاص. تعلقي ميٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنڊَر (ڪ)؛ ث. ٻکي ڪُنٽُون جو هڪ نالو.

● مُنڊَرُ ۽ مُنڊَر (ت)؛ ذ. چنڊ- چندرما- ماهتاب.

● مِنڊرو ۽ مِنڊَرا؛ ذ. صفت. (ڀرا: مَنڊري. سن. منڊَ + ر + ڪ > مندر = بندرو). چوڻي قد وارو- ڊيٺو- ڊِسي- چوٽڙو- چامڙو- ٻِندرو- چوٽو- دودڙو- ڊِمڪو- ڊِمٽي.

"ڪنهن کي ڊِگهو منڊرو نه چئي،
ڪنهن کي نه آزاري غريب."

= مَنڊرائپُ ۽ منڊرائپُون؛ ث. چوٽو قد- چامڙائي- ٻِندرائي.

● مِنڊرو ۽ مِنڊرا (ت)؛ ذ. صفت. ڍرڙو- ڍرو- مست- ڪاهل- ٿوٽي- آرسي.

● مَنڊري؛ اسم خاص ڪاڇي جي جبلن ۾ هڪ ڍوريءَ جو نالو. ڏاڙهيالي جوئر.

● مُنڊَلُ ۽ مُنڊَلَ؛ ذ. صفت. (منجهڻ مصدر مان) منجهيل- پريشان ٿيل- وائڙو- حيران.

● مَنڊو ۽ مَنڊا (ڪ)؛ ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.

● مِنڊو ۽ مِنڊا؛ ذ. صفت. ڍرو- ڍلو- مست.

● منڊو ڪلهوڙو؛ اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُنڊُڙو ۽ مُنڊُڙا؛ ذ. (سن. مَتَ = ولوڙڻ). ڪير ولوڙڻ لاءِ ڪاٺ جو هڪ اوزار- منڌي- جهرٽو. ڪورين جي تاڃيءَ ڪيڏڻ جو اوزار. نشان جو هڪ قسم- ضرب جو نشان. گاهه جو هڪ قسم. منڌ ڙو.

● مَنڊِيُ ۽ مَنڊِيُون؛ ث. (سن. مَتَ = ولوڙڻ). منڌڙو. وڏو جهرٽو- مانڌاڻي.

= مَنڊِيا؛ ث وڏي مَنڌي- ٻيهي ولوڙڻ واري مانڌاڻي- وڏو منڌڙو.

= مَنڊِيءَ ساٽُ ڪرڻُ (ل). شاديءَ ۾ لائن بعد گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿي تي منڌي ڇُهي ڳائڻ سان ساٽ جي هڪ رسم ادا ڪرڻ.

● مَنڊيِڙو ۽ مَنڊيِڙا؛ ذ. سنڌي- مانڌاڻي- منڌڙو.

● مَنڊِ ڙو ۽ مَنڊِڙا؛ ذ. منڌيڙو.

● مَنڊُبَ؛ ث. (سن. مَنڊُبَ = سينگارڻ). اوساريءَ جو هڪ قسم) جنهن ۾ ڪاٺيون کڙيون ڪري انهن جي وچ ۾ سرون ڀريندا آهن. ماڙيءَ جي ديوار ۾ اُهين ٺاهيندا آهن، منڊ جي ٿولهه اٽڪل ساڍا ٽي انچ ٿئي، ۽ ٽيغي ۾ ٻه ٿولهه ٻه انچ ٿئيءَ سِر آڏي رکجن ۾ اچي) اڏاوت. ٺاهپ. ابتدا- شروعات. منڊاڻ (سن. مَنڊَبَ = پچڻ) ٿنگ پڳل هڻڻ جي حالت- منڊائي. منڊي ڪا شيءِ.

"اندو ونجي، منڊو ونجي، پرنيدو ونجي." (چوڻي).

(د). ٻانيءَ جي ٻکيءَ جو هڪ قسم. پرت جو هڪ قسم. (ڪ).

– منڊپ: ث. اڏاوت – اڏپ. ٿوري وقت لاءِ ٺاهيل ڪچي جاءِ – منڊپُ.

● منڊُ ۽ منڊ: ذ. (سن. منترَ هه) جادو – منتر – سحر – ڪامڻ – افسون – ٽوڻو – طلسم – ڇاڇا. ٽوٽو – ڦيٺو – ٽوڪو. جهاڙ. چار ڦاهي. پڪين ڦاسائڻ جو چارُ. سيتاءُ – سانداڻ – ٽڪسات. انڪل بازي (سن. منڊَ = پيچڻ) هڪ ٽنگ پڳل هئڻ سبب هڪ پير کان لوڏو ڪائي هلڻ جي حالت – منڊائي – منڊ ڪاڻ. منڊي هجڻ جو عارضو. (صفت). منڊڪ – لنگڙائي.

"انڌ هجي منڊ هجي، پر ننڊ هجي" (چوڻي).

– منڊُ منڊڻُ: جادو ڪرڻ. انڪل ڪرڻ. ٽڪسات ڪرڻ. چار پکيڙڻ.

● منڊ: ث (سن. مُدرا = منڊي) هٿ ۾ يا ڪن ۾ پائڻ جو ڪنگڻ – منڊو مهر – ٺپو. مثل ماڻهوءَ جي چوٿين ڏينهن تي سندس عزيزن کي ڪاڻ ڪاڍو.

● منڊُ ۽ منڊ (ڪ): ذ. ڪهاڙيءَ جي ڳن وجهڻ وارو حصو – پاهو.

● منڊا: ذ. (سن. مُدرا = منڊي) ڪاٺ جا والا يا ڇلا (جي جوڳي فقير ٻانهن يا ڪنن ۾ پائين) – منڊرا. (رام ڪلي).

● منڊاڻُ ۽ منڊاڻ: ذ (سن. منڊَ = سينگارڻ) سينگار اڏپ – اڏاوت. شروعات. منڊَ.

– منڊاٺو ۽ منڊاٺا: ذ. منڊاڻ – مانڊاٺو.

● منڊا هالا: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ڏيهه جو نالو.

● منڊائڻُ: مصدر. (سن. منڊ = پيچڻ) هڪ ٽنگ سان ٿورو لوڏو ڪائي هلڻ – منڊ ڪائڻ. (منڊائيو – منڊائيندو – منڊائيل).

● منڊپُ ۽ منڊپ: ذ. (سن. منڊپهه> منڊَ = سينگارڻ) اڏپ – اڏاوت. ٺاهپ. ماڻهن جي ويهڻ لاءِ ٿوري وقت لاءِ ٺاهيل ڪچي جاءِ. سينگاريل جاءِ (جنهن ۾ جهنڊيون وغيره لڳل هجن) – پنڊال. شاميانو – تنبو – خيمو. ويڊي پڙهڻ لاءِ (سينگاريل) ٺهيل جاءِ. (ٿ).

● منڊڪ: ث. (سن منڊ = پيچڻ) منڊائي. منڊو ٿي هلڻ جي حالت.

– منڊڪ منڊڪ: ث. منڊائيءَ ۾ هلڻ جي حالت – ٽپڪ ٽپڪ.

– منڊڪ منڊي: ث. راند جو هڪ قسم – هڪ پير تي هلي، ڪنهن مقرر دائري اندر راند رهندڙ مان ڪنهن ۽ هڪ کي ڪاهڻ جي راند.

– منڊڪُ ۽ منڊڪ: ذ. (سن. مُڪٽ = تاج) مُڪٽُ. (ڪاجرا).

● منڊلُ ۽ منڊل: ذ. (سن). سج يا چنڊ جي گول ٽِڪي. ڪو به آسماني جسم – گرهه. سج يا چنڊ جي چوڌاري گول – مالو – دائرو – پيڙ. ڪنهن به آسماني جسم جي چڪر هڻڻ جو رستو. گهيرو – گول – چڪر. گولائيءَ ۾ تارن جو ميڙ – آسمان. گول گهر. ماڙي. ميڙ – جماعت – ٽولي. مجلس – محفل – ڪچهري (سن مَڊَل = ڍُمَلُ) سُرمنڊل جو ساز – ڍهل جو هڪ قسم – آگرين سان وڄائڻ وارو ڍُهل. واڄٽ – واڄو. مزو – تماشو – رهسو – وندر – پروڳ – کيل – ناٽڪ ڏيکُ ويکُ – بناوت – پاسريون نمونو – رلنگ رُوپ.

● منڊلي ۽ منڊليون: ث. (پرا. منڊليڪا = مجلس) مجلس – سڀا – جماعت – ٽولي – ڪچهري – ميڙُ – جٿو – مجموعو – ساٿُ – وڳرُ. راڳيندڙن يا ساڌُو فقرن جي ٽولي.

● منڊڻُ: مصدر. (سن. منڊَن > منڊَ = سينگارڻ) ٺاهڻ – جوڙڻ – اڏڻ – تيار ڪرڻ بنائڻ – ترتيب ڏيڻ. سڌڻ (صلاح). پکيڙڻ (چار). بيهارڻ – ڪڙو ڪرڻ. سينگارڻ (سن. منترَ هه) جادو ڪرڻ – منتر هڻڻ. قبضي ۾ ڪرڻ – وس ڪرڻ – جوڳو ڪرڻ. سنڀالڻ – هلائڻ – ڌيان ۾ رکڻ. (منڊيو – منڊيندو – منڊيل).

– منڊيلُ ۽ منڊيل: ذ. صفت. اڏيل – ٺاهيل – جوڙيل – تيار ڪيل – ترتيب ڏنل – بنايل – سڌيل. سينگاريل – سهڻو ڪيل – خوبصورت ڪيل. پکڙيل.

● مُنْدِ ڻُ: مصدر. (پرا: مُنْد (اِيُ). سن. مُنْدي (نيُ) = بند ڪرڻ) بند ڪرڻ - ٻوڙڻ - ٻندڻ. سُڪ ڪرڻ - سوکهو ڪرڻ. تالو ڏيڻ. ڍَڪڻ - روڪڻجڻ. قيد ڪرڻ - بند ۾ وجهڻ. (سن. منترهه) جادو هڻڻ - منتر پڙهڻ - ٽوٽو ڦيڻو رکڻ - جهاڙ وغيره پڙهڻ - ڪامڻ ڪرڻ. منتر پڙهي ڪنهن ڪم ۾ حرڪت وجهڻ. آڪا هڻي ڪنهن ڪم ڪي روڪڻ. منتر سان نانگ وغيره کي هٿ ڪرڻ. ڪنهن کي دم ۾ آڻڻ - ڦاسائڻ. (سن. مُنْڊَ = ڪُوڙڻ). مُريد يا چيلي جو مٿو ڪوڙڻ - چڪ ويڻ وارلاهڻ. وار ڪوڙڻ. (سن. مُدرا = مُنْدي). مُهر (منديءَ واري) هڻڻ - ٺپو هڻڻ. لاڪ مهر سان بند ڪرڻ. (مُنْدِيو - مُنْديندو - مُنْديل).

▬ مُنْدُ ۽ مُنْدَ: ذ. بندش - ٻُوڙ - قيد - روڪ. ماٺ. چُپ - خاموشي - صبر.

▬ مُنْدِجڻُ: مصدر. بند ٿيڻ - ٻورجڻ - قيد ٿيڻ - روڪجڻ.

● مَنْدو ۽ مَنْدا: (سن. مَنْدَ = پَچڻ). هڪ تنگ پڳل - چنگهه پڳو - هڪ پير کان لوڏو کائي هلندڙ - لنگڙو. لڱو. (ث. مندي ۽ مَنْدِ يُون).

▬ مَنْدِئيُ ۽ مَنْدائِيُون: ث. منڊي هجڻ جي حالت - مَنْدَ.

▬ مَنْدو ڪَرڻُ: هڪ ٻئي کان جدو ڪرڻ - بيڪار ڪرڻ.

● مُنْدو ۽ مُنْدا: ذ. (سن. مُدرا = مُنْدي) ڇلو. ڪن يا هٿ ۾ پائڻ جو لوهي يا ڪاٺ جو وڏو ڇلو. والو. ڪنگڻ. ڏڻن وارو ڪنگڻ. ڪڙو - ڪنڊو. مُندرا - مُدرا.

▬ مَنْدا پَائِيڻُ: ڪڙا چاڙهڻ - قابو ڪرڻ.

"مُنْد پائج من کي، ڪن نه ڪنائيج."
(جان علي لغاري).

▬ مُنْدا چاڙهڻُ: مُنْدا پائڻ.

"مُنْدا ٻرهيج من کي، ڪن نه ڏيارج چيرُ."
(جان علي لغاري).

● مَنْدو دائِرو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنْدهو ۽ مَنْدها (ت). ذ. شاديءَ کان اڳ گهوٽيتن طرفان نيات کي ڪارايل ماني.

● مَنْدِيُ ۽ مَنْدِيُون: ث. (سن. مَنْڊَ = سينگارڻ). ڪچي اڏاوت. بازار. مارڪيٽ - مالڪيٽ. واپار مڪيه شهر (خاص ڪري اناج لاءِ). وارن جي کهنڊي - لٽ - چڳ.

● مُنْدِيُ (ڪ) اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُنْدِيُ ۽ مُنْدِيُون: ث. (سن. مُدير + ڪا < مُدرا = مُنْدي). زيورن جو هڪ قسم - آڱر ۾ پائڻ جو هڪ زيور - آڱوٺي.

▬ مُنْدِيءَ ۾ ٽِڪ ٿيڻُ: ڪُپي وڃڻ - ٺهڪي ڦهڪي بيهڻ.

▬ مُنْدِيُون پَائِڻُ: آڱرين ۾ آڱريون وجهي زور ڏيڻ. چنبا وجهڻ. قابو ڪرڻ. جهلڻ. عرض ادب جا ٻڌڻ. آزيون نيزاريون ڪرڻ - وينتي ڪرڻ - منٿ ڪرڻ.

▬ مُنْدِيُون ٿيوَڻُ: ڳيڙيون ٿيڻ. (ڪاڇرا).

● مُنْدِ ۽ مُنْدِ: ذ. (پرا. مُنْدَ. سن. مُورڌا. پالي. مُدڌا = مٿو) مٿو. منهن. اڳيون حصو - اڳياڙي - مُهڙ - مُهڪ. مٿيون حصو - مٿ - چوٽ - چوٽي - سِر. شروعات - آرنڀ - ابتدا. شروع ٿيڻ وارو هند - آوائل - اڳاڙي (ڪتاب جو) ديباچو - مقدمه - اپياس - ٻومڪا - مهاڳ. بنياد - مول. ٻاڙ. پيدائش - ٻُهائي. ڏُر - ڪير. مٿو - سڌانت - مت. ٽَهن مان جدا ڪيل جٿو. پاهو کهاڙيءَ جو. مڇو - ڪپو - ڪَپ - ڳهٽپ (ڪاٺ ۾). (صفت). مکيه - وڏو - خاص - ڳرو - آوچو - بلڪل خاصو مٿو.

▬ مُنْدائِتو ۽ مُنْدائِتا: ذ. صفت. ظرف. شروع کان - اصل کان - ڏُر کان - ڏُران - ڏرائتو - آوائلي - ابتدائي - شروعاتي. اصلوڪو - آصلي - آصل - پراڪرت - ٻهريون. اصلائتو بنيادي - پيدائشي - موروثي. طبع زاد - جنسي. جهوني زماني جو - قديم - پراچين - اٻوٽو.

- مُنڍُ ڪَرَڻُ: شروعات ڪرڻ - ابتدا ڪرڻ - جَوَ چڙڻ. تُهن مان جَوَ جدا ڪرڻ.
- مُنڍائُون: ظرف. اصل کان - اوائلي - ابتدائي - اصلي.

● مِنڍِڻُ ۽ مِنڍِڻ: ذ. صفت. سُستُ - ڍِلو - ڍِرو - مِنڍِٺو. ماٺيڻو. نِيسڍو - نه مچندڙ - ٻي چيو - نِٻر - ڍِرُو. اندر جو کوٺو، پر پاهران ساڌو ڏسجڻ ۾ ايندڙ - اندر کوٺو - کُنڍو.
- مِنڍِٺائي: ث. سُستي. ڍِرائي. کُنڍائي. اندر کوٺائي.
- مِنڍِٺو ۽ مِنڍِٺا: ذ. صفت. ماٺيڻو. ڍِلو - ڍِرو. سُست - کانڌُ.

● مُنڍِڻُ (ت): مصدر. ڳالهه بند ڪرڻ - بس ڪرڻ. ڪَپِڻُ - ڪَتِڻُ - کاڌِڻ - وڍِڻُ. (مُنڍيو - مُنڍيندو - مُنڍيل)
- مُنڍِجِي پَوڻُ (ت): بند جِي پَوَڻُ - روڪجي بوڻ. هيسجي وڃڻ.

● مُنڍُو ۽ مُنڍيا: ذ. (س. مُوردَنُ = مَٿو) مَٿو - مُنهَن - سِرُ. چِڙو. (آصفيه). مستطيل جو ننڍو پاسو - ويڪر. ٻَرُ. پويون پاسو. ڪُلهو. ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪارڙن چِلرن سان، ست پَتر، ڊِيگهه ۾ ڪان اڍائي انچ). صفت. (س. مَندَ = ڍِلو) مُڏو - لمو. ڍِلو (گاجرا).

● مُنڍِي ۽ مُنڍِيُون: ث. (س. مُوردَنُ = مَٿو) مَٿو - سِرُ - سِري - سِسِي. ڪَنڌُ. مرچن جي ڏڙ. (ت) هڪ مڇيءَ جو قسم (ڪارن چلرن سان، سِسِي گول، ڏڙ منهن هڪ جهڙو، ڊِيگهه اڌ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ تائين، اڪثر ساريال ٻوڪ جي بيٺل پاڻيءَ ۾ ٿئي).
- مُنڍِي پِچڻ: ڪنڌ پِچڻ - سِري مروٽڻ.

● مُنڍِيري ۽ مُنڍِيرِيُون: ث. (س). ڇاتلو هئي پکڙندڙ ول جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ ول.

● مَنڌو ۽ مَنڌَا (ٿ): ذ. چِنو - ڪڙهه - چِنهو.

● مَنڌِي ڪوڙ (ٿ): ث. شاديءَ جي پکي ڪرڻ لاءِ کهوٽيتن جي ڪنواريتن کي ڏنل موڪا. ساناپانو.

● مَنتَرِ ۽ مَنتَرِيُون: ث. مير بحرن جي اصطلاح ۾ مڇيءَ مارڻ جي ڪُڙهيءَ جو هڪ حصو - مَنتَرُ (ن - ب).

● مَنتَرُ ۽ مَنتَرَ (ت): ذ. ڪڙهيءَ جو هڪ عضوو - پاين کي سُڪَ ڪرڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو گول چِلو - کوڙڪي جي ڳِنَ ۾ تار يا ڪاٺيءَ جو ٻه ل ٽُڪرو (پکي سينگ ۽ مَنتَرُ جي وچ ۾ ڦاسندو آهي).

● مُنتَرُ ۽ مُنتَرَ: ذ. صفت. نوڙهو - ڪُنجو - روڏو.
"مُلو وڃي ڪَنڪَرَ، تون مُنتَر کوڏ نهار"
(شاهه ڪريم).

● مُنيرو ۽ مُنيرا: ذ. مِٽيءَ يا ڪاٺيءَ جي تصوير - مُورت (ت).

● مَنيري ۽ مَنيرِيُون (ل): ث. گول. ٻيڙ (چنبو جو).

● مُنڙو (ک): ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● مُنڙي ۽ مُنڙِيُون: ث. مَلتهه جو هڪ داءُ - سُڏڙي. (ل). چالاڪي - حِرفت - ڪيڏ. مُنو ڪَرُ. (گاجرا)
- مُنڙِيُون ڏيڻ: چالاڪي ڪرڻ - حرفت ڪيڏڻ - انڪل بازي ڪرڻ.

● مَنزِلَ ۽ مَنزِلُون: ث. (ع) جاءِ نزول - نازل ٿيڻ جي جاءِ - لهڻ يا ترسڻ جي جاءِ - مُسافريءَ ۾ ٽِڪَ پَچڻ جي جاءِ - ڍاٻي جي جاءِ - منزل گاهه - ڍاٻو - پاٽو. سرڪاري عملدارن ۽ سندن عملي جي رهڻ جي جاءِ. سَراءِ - مهمان سَراءِ - مسافرخانو - ٽِڪاڻو - ٺِڪاڻو. گهرُ - خانو - جاءِ - مَسڪن - مَڪانُ - مُقام - رهائش گاهه - آستانو - جڳهه - هنڌُ. مسافريءَ جي رستي جا مقرر ٿيل نشان. هڪ ڏينهن جي مسافري درجو. حالت - اوستا - گت - ڪيفيت. پيڙين، ڳاڏين يا آٽن جو انداز. نوڙيءَ جو هڪ قسم. (گاجرا).
- مَنزِلُ بِمَنزِلُ: ظرف. آهستي آهستي - ڌيري ڌيري. درجي بدرجي. ڏاڪي به ڏاڪي.
- مَنزِلَتُ: ث. درجو. ڏاڪو. طبقو. مٿانهون ڏاڪو. وڏو درجو. مرتبو.

= مَنزِل ڪَشَڻُ: اڳيئي هلڻ - قافلي جو هڪ هنڌان روانو ٿيڻ - منزل پٽڻ - ڪُوچ ڪرڻ.
= مَنزِل گاهُ ۽ مَنزِل گاهَ: مَنزِل گاهُون: ث. منزل ڪرڻ جو هنڌ - منزل. ڍيرو - آستانو.
= مَنزِل مارڻُ: مهم طئي ڪرڻ - پتند وڃڻ. مشڪل حل ڪرڻ.
"منزل مارڻ، پوئتي نهارڻ، اهو عيب اٿن" (ڪبير شاھ).
= مَنزِلِ مَقصُودُ: ذ. مرضيءَ واري جاءِ. ارادي جي تڪميل وارو هنڌ. حد - ٿيٽ - نِڪائو - توڙ.
= مَنزِلُو: ذ. صفت. منزل وارو - درجي وارو - ڏاڪي وارو - طبقي وارو. ماڙيءَ وارو. مثال: "دو منزلو، ٽه منزلو وغيره"
= مَنزِلِيُ ۽ مَنزِلِيُ: ذ. صفت. گهڻو پنڌ ڪندڙ - منزلون هڻندڙ. اڻ ٿڪ - مسافريءَ جو ڏاڍو.
● مَنسُ: ذ. (سن). گوشت - ماس - مانس - ماھ.
● مَنسا ۽ مَنسائُونُ: ث. (سن. مانس. ع. مَنشا = اڇا) اڇا - خواهش - مَنشا - مطلب - مراد - مقصد - چاھ - آس - تمنا - آما - آشا. مرضي - ارادو - نيت. (آصفيہ).
● مَنسڪُ ۽ مَنسڪَ (ل): ذ. صفت. (سن. مَنسڪَ = دل وارو). دل کي سک ڏيندڙ. دل وارو - روح وارو - خيال وارو - وڻندڙ - محبوب - دلبر.
● مَنسڪائي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● مَنسلڪُ: ذ. صفت. (ع. سَلڪَ). لڙهي ۾ پوتل - پوتل. ڳنڍيل. (ع. ا. ڍ).
● مَن و سَلوىٰ: اسم خاص. (ع). بني اسرائيل قوم جي لاءِ مٿان آسمان تان لٿل کاڌو.
● مَنسُوبُ: صفت. (ع. نَسَبَ) نسبت ڪيل - متعلق. واسطو رکيل - لاڳاپو رکيل - تعلقيدار - لاڳاپيدار. (آصفيہ). ڪنهن ڏانهن اشارو ڪيل.
● مَنسُوخُ: ذ. صفت. (ع. نَسَخَ = هن رد ڪيو). ڪٽيل - ڀري ڪيل. نابود ڪيل. رد ڪيل - ميٽيل - ريٽيل - ڪاٽيل - ڪاٽا ڪيل - ڪٽيل - نُسخ ڪيل - روڪيل. متروڪ - ناجائز - بي قاعدي.
= مَنسُوخُ ٿيڻ: رد ٿيڻ - موقوف ٿيڻ - ڪٽجڻ - ڪاٽا ٿيڻ - متروڪ ٿيڻ - نامنظور ٿيڻ - نا بحال ٿيڻ.
= مَنسُوخُ ڪَرَڻُ: رد ڪرڻ - ڪاٽا ڪرڻ - ڪاٽڻ. نا بحال ڪرڻ - بي قاعدي ٺهرائڻ. روڪڻ - بند ڪرڻ - ميٽائڻ.
= مَنسُوخيُ ۽ مَنسُوخيُونِ: ث. نيورتي - ڪاٽ - ڇانٽ - نابحالي - نامنظوري.
● مَنشُ ۽ مَنشَ: ذ. (پرا. مانسو > مَنشيہ = ماڻهو) ماڻهو - آدمي - انسان - ماڻس - بشر - مَنک. مرد - مڙس - پُرش. گهر وارو - پتار - پتي - خاوند - شوهر - ڪانڌ.
● مَنشا ۽ مَنشائُونُ: ث. (ع. مَنشا: سن. مانس = اڇا). خيال پيدا ٿيڻ جي جاءِ. ارادي پيدا ٿيڻ وارو هنڌ - دل. ارادو - اڇا - خواهش - مرضي - سڌ - ڪامنا - رُچي - لاڙو - رغبت. نيت - مقصد - مطلب - مراد. خيال - ارادو. معني - ارٿ - سبب - باعث - ڪارڻ.
● مُنشيُ ۽ مُنشيُ: ذ. صفت. (ع). آغاز ڪندڙ. پيدا ڪندڙ. پنهنجي دل مان ڳالهہ ڪندڙ. (آصفيہ). ڪاتب - محرر - ليکڪ. انشاپرداز. لکپڙهہ ڪندڙ - ڪلارڪ. مضمون نگار - خوش تحرير - خوش قلم. (آصفيہ).
= مُنشيگيري ۽ مُنشيگيريُون: ث. لکپڙهہ جو ڪم - محرري - ڪلارڪي.
= مُنشيائو ۽ مُنشيائا: ذ. صفت. منشيءَ وارو - منشيءَ جو - منشيءَ جهڙو.
● مُنشيائي: اسم خاص. آڏواڻي هندن جو هڪ پاڙو.
● مَنصَبَ: ذ. (ع. نَصَبَ = هن کڙو ڪيو). قائم ٿيڻ جي جاءِ. رتبو - عهدو - پدوي. خدمت - ڪم - ڊيوٽي. منصف جي ڪورٽ - ڪچهري. حڪومت. عاملي. (آصفيہ).

● مُنْصِفُ ۽ مُنْصِفُ: ذ. صفت. (ع. نِصْفُ = اڌ). انصاف ڪندڙ - نياءُ ڪندڙ - عادل - جج - ماجسٽريٽ - قاضي - مفتي - نياءُ ڪار. امين - نياڪر - حَڪَمُ - ثالث - سرپنچ. واءِ ڏيندڙ - وچ وارو.

= مُنْصِفانهه: صفت. انصاف جو - انصافا - انصاف روءِ - واجبي - حقي - جائز.

= مُنْصِفُ مِزاجُ: ذ. صفت. انصاف پسند - نياڪاري - عادل - حق گو.

= مُنْصِفِيُ: ث. انصاف - نياءُ - نياءُ ڪاري. نياڪري - ثالثي - امينپ. سچائي - رهنمائي - نياڪرا ي - امانت - نبيرو - فيصلو.

● مَنْصُوبُ: صفت. (ع. نَصبَ = هن ڪَڙو ڪيو) آيو ڪيل - ڪوڙيل - بيهاريل - ڪَڙو ڪيل - قائم ڪيل. (آصفيه).

● مَنْصُوبو ۽ مَنْصُوبا: ذ. (ع. مَنصوبته > نَصبَ = هن ڪَڙو ڪيو) برپا ڪيل شيءِ - بيهاريل شيءِ. ڪنهن ڪم کي بيهارڻ يا پوري ڪرڻ جي تدبير - حڪمت - دانائي. پيچ گهيٽڙ. سوچ - ويچار. جُڳت - آپاءُ. قصد - ارادو - منشا - خواهش. ريتَ ناهه - تجويز - سِٽا. صلاح. سازش - فتنو - ڏُڦيڙ - بغاوت - ڦَڏو.

= مَنْصُوبو ڪَرَڻُ: ارادو ڪرڻ - سِٽ سِٽڻ. تدبير ڪرڻ. ڪنهن جي خلاف ڪجهه ريتَ رٿڻ. سازش ڪرڻ - فتنو ڪرڻ - ڦڏو جاڳائڻ.

● مَنْصُورُ: صفت. (ع نَصرَ = هن مدد ڪئي) ياري ڏنل - مدد ڏنل - همراهي ڪيل - سهائتا ڏنل. (آصفيه). نصرت ڏنل - مُظفر - فيروزمند - فتح مند - فتحياب - سوڀارو. (آصفيه) (اسم خاص). هڪ مشهور صوفي درويش حسين بن منصور، جنهن اناالحق جو نعرو هنيو. (آصفيه).

● مُنْضِجُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم. ڪاڙهو - جوشاندو.

● مَنْطِقُ ۽ مَنْطِقَ: ذ. (ع. نَطقَ = هُن ڳالهايو) ڳالهائڻ. نُطقُ - گويائي. ڳالهه - گفتگو - سُخن - گُفتار. ڳالهه ٻولهه - بات چيت - ٻول چال. تلفظ - لهجو. (آصفيه). فصاحت. خوش ڪلامي - خوش بياني. هڪ علم جو نالو - صحيح دليل آڻڻ جو علم - علم منطق - ترڪ شاستر - نيلي وديا قاعدي جو بحث.

= مَنْطِقِيُ: ذ. صفت. منطق جو - منطق وارو. ترڪ شاستري.

● مَنْطَقو ۽ مَنْطَقا: ذ. (ع. منطقته > نُطق = پٽو) علم جاگرافي موجب ڌرتيءَ کي پنجن طبعي پٽن مان هرهڪ پٽو - ڪمربند - پٽو.

= مَنْطَقَتَ البُرُوجِ: ذ. برجن جو گهيرو. راسچڪر - رويو.

● مَنْظَرُ ۽ مَنْظَرَ: ذ. (ع. نَظرَ). جاءِ نظر - اک - چشم. نظر. نگاهه - ديد. اک جو ڪوهو. چهرو - رخ - صورت - شڪل. (آصفيه). نظر گاهه - سير گاهه. جلوه گاهه. تماشگاهه. نظارو - ڏيک - ڏيکاءُ - لقاءُ. مطمح نظر - حد نگاهه - حد نظر - انتهاءِ نظر. (آصفيه).

● مَنْظُورُ: صفت. (ع. نَظرَ). نظر ڪيل - ڏٺل. پسند ڪيل. قبول ڪيل - مڃيل - تسليم ڪيل. اقرار ڪيل. اجازت ڏنل. بحال ڪيل. بجا آندل.

= مَنْظُورُ ٿِيَڻُ: بحال ٿيڻ - قبول ٿيڻ.

= مَنْظُورُ ڪَرَڻُ: قبول ڪرڻ - بحال ڪرڻ. تسليم ڪرڻ. مڃڻ. اجازت ڏيڻ.

= مَنْظُورِ نَظرُ: صفت. پسنديده نظر. اکين کي وڻندڙ. مقبول - پسند - قبول. پيارو. معشوق.

= مَنْظُوري ۽ مَنْظُوريُون: ث. پسندي - بحالي. اقرار - قبوليت - اجابت. رضا - رضامندي - مرضي. موڪل - اجازت. آگيا - پروانگي - اختيار. (آصفيه).

● مَنْظُومُ: صفت. (ع. نَظمُ). نظم ڪيل - پوتل. گنڍيل. شعر ۾ آندل - علم عروض جي بحر يا وزن ۾ آندل.

● مَنَعُ ۽ مَنعُون: ث. (ع). روڪ - ٻَل - جهل - انڪ - وِرڪهن - پَنڪ - پُڄَٽ - پيچڪڙي - رنڊڪ - اڙڪو - انڪاءُ - چِيڪ. ممانعت. انڪار.

= مَنَعُ ڪَرَڻُ: روڪڻ - جهلڻ - ٻلڻ - ممانعت ڪرڻ. انڪار ڪرڻ.

● مَنتَعُ نامو ۽ مَنتَعُ ناما: روڪ جو اطلاع - جهَل نامو.

● مُنعَقِدُ: صفت. (ع. عَقدَ). ٻَڌ ندڙ - ڳنڍيندڙ - ملائيندڙ - جوڙ ڪندڙ. (آصفيه). مقرر ٿيندڙ.

● مُنعَمَ آباد جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسن ۾ هڪ ديهه جو نالو (لسٽ).

● مُنفَعتُ: ث. (ع. نَفَعَ) فائدو - نفعو.

● مُنفِيُ: صفت. (ع). ڌَڪ ڪيل - گهٽ ڪيل - ڪاٽو.

● مُنفِيُ نِشانيُ: ث. آلجبرا جي اصطلاح ۾ ڪاٽو جي نشاني.

● مَن قُبلِيا (ث): ذَتُ جو هڪ قسم.

● مُنقَّشُ: صفت (ع. نقش) نقش و نگار ڪيل - چِٽَ ڪيل - چِٽيل.

● مُنقَطِعُ: صفت. (ع. قَطَعَ) قطع ڪيل - جدا ڪيل - وڍيل.

● مَنقُولَ: ذ. (ع. نَقَلُ) نقل - بيان. (صفت). نقل ڪيل.

● مَنڪائِيُ: اسم خاص. گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● مُنڪَرُ: ذ. صفت. (ع. اِنڪَرَ) انڪار ڪيل. جنهن ڪي ڏسي سڀڪو انڪار ڪري. مڪروهه - خراب - ناشائستو. قبيح - ڪوڙو. معيوب. زبُون.

● مُنڪرُ ۽ مُنڪِرَ: ذ. صفت. انڪار ڪندڙ - لاڪار ڪندڙ - نابري واريندڙ - نه مڃيندڙ - انڪاري - رَدَ ڪندڙ - ناڪاري. شرع جي خلاف. خدا جي خدائيءَ کي نه مڃندڙ - ناستڪ - دَهريو - نِر ايشور وادي. (اسم خاص). قبر ۾ پڇا ڪندڙ هڪ فرشتي جو نالو.

- مُنڪِرُ ٿيڻُ: انڪاري ٿيڻ - ڦِري وڃڻ. انڪار ڪرڻ - نه مڃڻ - ڪافر ٿيڻ.

- مُنڪِرُ نڪيرُ: اسم خاص. مسلمانن جي اعتقاد موجب مري ويل ڪسان قبر ۾ پڇا ڪندڙ ٻن فرشتن جا نالا.

● مُنڪَسِرُ: ذ. صفت (ع). ڀڳل - شڪسته - ٽُٽل - زبُون. (ع. ا. د).

- مُنڪَسِرُ مِزاجُ: ذ. صفت. نوڙت ڪندڙ - نياز ڪندڙ - نياز وارو - نِهٺو.

● مَنڪُوحُ: صفت. (ع). نڪاح پيل - نڪاح ڪيل - نڪاحيل - اها عورت جنهن سان شرع موجب نڪاح ڪيو ويو هجي - زوجه - زال - استري. گهر واري. (آصفيه).

• مِنڪِيُ ۽ مِنڪِيُونُ (ث): ث. چوڪري - نينگري - ٻارڙي. (راء).

● مَنڪَ ۽ مَنڪَ: ذ. (سن. منشيه = ماڻهو) ماڻهو - آدمي - انسان - بشر. مڙس - مترد - پُرش.

● مَنگالو ۽ مَنگالا: ذ. (سن. منگلَ = باهه). ڪل - منگل.

● مَنگائِڻُ: مصدر. (سن. مَرُ (ي) گَ = مگڻ). گهرائڻ - سڏائڻ. آڻائڻ. (مَنگائِيو - منگائيندو - منگائيل).

● مَنگتا: اسم خاص. پنندڙ فقيرن جو هڪ قسم.

● مَنگتو ۽ منگتا: ذ. صفت. (پرا. منگتيا. سن. مَرِ (ي گَ = مگڻ). گهرندڙ - سوالي - پينو - فقير - بکياري - مڱڻهار - پانڌ - گدا - گدا گر - سائل - پينار.

● مُنگيتو ۽ مُنگيتا (ث): ذ. صفت. ويڪرو - موڪرو - چوڙو.

● مَنگتُ ۽ مَنگتَ: ذ. (سن. مُڪتَ = چِٽ). هندن جو شاديءَ وقت پاتل چِٽُ - مُنڪَ - مُڪٽ.

● مَنگنيُ ۽ مَنگنيُونُ (ڪ): ث ڏيڏري.

● مَنگَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَنگرُ ۽ مَنگَرَ: ذ. (سن. مَڪَر هه = مڇي). سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم - مَنگرو - مانگر. (سن. مَنگيلَ = باهه) باهه - آگ. (سرحسني - گر).

- مَنگرمڇُ ۽ مَنگرمڇَ: ذ. وڏي مڇيءَ جو هڪ قسم - منگرُ.

■ مَنگرُو ۽ مَنگرَا: ذ. منڪر - منڪرمچ.
● مُنگِر ۽ مُنگِر (ت)؛ ذ. وڏو - جڳُ.
● مَنگِرائِي: اسم خاص. تعلقي سڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَنگرَ ڪِي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مُنگڙا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مَنگِسِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميهڙ ۽ تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَنگَل ۽ مَنگَل: ذ. (سن. مَنگَل = سڀاڳو) سڀاڳو ڪم - سڀورو ڪم - شُڀ ڪم. سُنو سَوڻ. آنند جي وارتا. خوشي - راحت. ڪلياڻ - سُک - آنند. خوشيءَ جو گيت. راڳ. بهار جي مُند جو جشن - جشن مَندل - ولاس. محفل. وندر. عيش. ميو. مثلاً: جهنگل ۾ منگل لڳا پيا آهن. هڪ گرهه جو نالو (جو سوج جو ٻاهريون گرهه سڏجي، سج جي چوڌاري ٦٨٧ ڏينهن ۾ ڦيرو پورو ڪري، سندس ڏينهن ٢٤ ڪلاڪن ۽ ماڏا ٣٧ منٽن جو ٿئي ٿو، منگل کي ٻه چنڊ آهن، سندس طبعي حالت ڌرتيءَ جهڙي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، انهيءَ ڪري سنسڪرت ۾ کيس ”ڀومي پتر“ ڪري سڏيندا آهن) - مريخ - مارس. علم نجوم موجب سخت (نحوست) اثر وارو گرهه - جلادِ فلڪ. جنگ جو ديوتا. هفتي جو ٽيو ڏينهن - اڱارو. منگل. گرهه جي اثر ڪارڻ لاءِ ڪامي جو ٽڪندو ٽڪرو. (سن منگل = ٻاهه) لوهي چُلهه - ڪِلَ - سگري - ڪُولو - منگالو. ڪُورو - ٻنبي.
”منگل منهنجي مَنَ ۾ ٻاريو هوت هنگام“ (شاهه).
■ مَنگِلا: صفت. منگل جو - منگل وارو. سڀاڳو. (ث). صبح - ٻرپات - فجر. (گاجرا).
■ مَنگِلا جا دَرشَنَ ڪَرَڻُ: ولپ آچاريه پنٿ وارن جو صبح جو مندر ۾ وڃڻ.
■ مَنگِلا چارُ: ذ. مجلس - جشن - محفل. خوشي - سُهڃ. ڪنهن به ڪم جي شروع ۾ ڪيل پرارٿنا - دُعا. ڪنهن به ڪتاب جي مُنڍ واري پرارٿنا. مناجات. ثنا - حَمدُ - صفت - ساراهه - واکاڻ. مبارڪ. سُٺي خبر - خوشخبري. (ث). صبح - ٻرپات.
■ مَنگَلا چوٿِ: ذ. قمري مهيني جي ڪرشن پکش جي اها چوٿين تاريخ جا سومر ڏينهن تي ٿئي (هندن جي عقدي موجب سڀاڳو ڏينهن آهي جنهن تي هندو وِرت رکندا آهن).
■ مَنگَلُ سَماچارُ: ذ. سُٺو سماچار - نيڪ احوال. خوش خبري - بشارت - انجيل.
■ مَنگَلِيڪُ: ذ. صفت. سٺي سَوڻُ وارو - منگل چوٿ جو وِرت. سڀاڳو - شُڀُ - سڀورو - نيڪ.
● مَنگِلا: ث. (سن. مَنگل = سڀاڳو) صبح - فجر - ٻرپات.
● مَنگِلائِي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (هندن جي تاريخ ص ١٥٥).
● مَنگِلي ۽ مَنگِليُون: ث (سن. منگل = سڀاڳو) ڳهڻُ جو هڪ قسم - چانديءَ جو ڪنگڻ - ڪڙو. پير تي اچي پٽي واري ٻڪري.
● مَنگَن: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي ۾). (سينسز ١٩٣١ع).
● مَنگَڻُ: مصدر. (سن سرُ (ي) ڪَ = مڱڻ) گهرڻ - مڱڻ. (منگيو - منگندو - منگيل).
● مِنگَڻُ (ڪ): مصدر. رِنڻُ (ٻني ٻار جو). (مِنگيو - مِنگندو - مِنگِيَلُ)
● مَنگو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۾). تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَنگوالي ۽ مَنگواليُون: ث. زيور جو هڪ قسم - والي.
● مَنگوان: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۽ حيدرآباد سنڌ ۾). (سينسز ١٩٣١ع).
● مَنگوانا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مَنگوائِي: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَنگوچا: ذ. جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ. مزا - تماشا - منگولا.

= مَنگوچا ماڻڻُ: مزا ڪرڻ - لُطف وٺڻ - عيش عشرت ڪرڻ.

● مَنگولا؛ ذ. منگوچا.

= منگولا ماڻڻُ: منگوچا ماڻڻ.

● مَنگيُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● منگيُ لنڊُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو - مڱيلڊو (ماڻهوءَ جو نالو).

● منگهه ۽ مَنگهيُونُ (ل): ث. مکڻ گڏ ڪري رکڻ لاءِ ٺڪر جي وڏي دَڪي.

● مَنگهَ ۽ مَنگهَ؛ ذ. (پرا. مڪهگهه = ڦهلائڻ. سن. مَنگهَ = وجڻ). جاءِ جي مٿان هوا جي اچڻ لاءِ ڇت ۾ لنگهه - بادگير. پاڻي جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم (پيٽ اڇو، پٺي ميرانجهڙي مٿانس ڇٽ) - چَڪُو. وڙ - احساس - لائق.

● مَنگهَ ۽ مَنگهَ؛ ذ. تورو - وڙ - احسان - مڱهه.

= مَنگهَ ڪَرَڻُ: تورو ڪرڻ - وڙ ڪرڻ - احسان ڪرڻ.

● مُنگهه (ل)؛ ذ. جانورن جو هڪ قسم.

● مَنگهائيُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُنگهَٽ ۽ مُنگهَٽَ: ذ. (پرا. مَنگنِيا. سن. مُنتڪَ = ڇٽُ). موڙ - مُنڪ. گهوٽ ڪي مٿي تي ٻڌل سهري جو هڪ قسم تاج - ڇٽ. ٻانهن جي زيور جو هڪ قسم - مکلي - چوڙو - ٻانهونو (ل) - دستي - ڪنگڻ - ڪنگڻ. ڪرائي يا مُريٺي ۾ پائڻ جو هڪ زيور - پازيب. ڪرائي مُريو - ڪُريو.

● مُنگهُٽُ ۽ مُنگهُٽَ (ت)؛ ذ. صفت. موڪو - مُنجيَلُ - ويڳاڻو - وِماتَلُ - ڍِلو.

● مِنگهچ؛ ت. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مَنگهيرُ؛ ذ. (سن. مارڳ شيرهَ). نالو هڪ مهيني جو ناهري.

● مَنگهڻُ ۽ مَنگهڻَ: ذ. صفت. (سن. مَگنَ = محو). سرشار ٻُڏل - غرق - غلطان. خوشيءَ ۾ پوريل - پرسن - آنندي - خوش - شاد. مستهءَ بيخود. (آصفيه). (ذ). ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● مَنگهڻ واري؛ اسم خاص. تعلقي روهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُنگهڻ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُنگهڻُ ۽ مُنگهڻ: ذ. (سن. ميگهه = بادل + و رڻ = رنگ). ليري يا ڪاري رنگ جو ڪوٽ. وڏو ڪوٽ - چوغو. لباس - پوشاڪ. (سن. مُنڪڻ). جيٽ جو هڪ قسم (جو ڪَنڌن ۾ رهي ۽ سهڻ واري جو رت چوسي).

= مُنگهڻُ وارو ڏنگ هڻڻُ: چُپ چپات ۾ نقصان رسائڻ.

● مَنگهو ۽ مَنگها: ذ. پسانگي ڪاني - پيلهنگ (جو وڙ جي در تي هڻجي). مُني - ٽوڻي. ٺڪر جي ٿانءُ جو هڪ قسم - ڪير يا ڏڌ جو وڏو ڪينگرُ (ت).

= مَنگهيُ ۽ مَنگهيُونُ: ث. مَنگهه - لوٽي - دَڪي - لاٽَ (ل) ڪينگر - لوٽو.

● مُنگهو ۽ مُنگها: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم. ڏٽ جو هڪ قسم.

● مَنگهيُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنگهيُ ۽ مُنگهيُونُ (ت): ث. چانديءَ تپائڻ لاءِ لوهه جو چورس ٺُڪر.

● منگهيرُ ۽ مَنگهيرِيُونُ: ث. جهنگلي ڇٽوءَ ڏُٽ جو هڪ قسم - مَنگهيري.

= مَنگهيري ۽ مَنگهيريُونُ: ث. مکهير.

● مُنگَ ۽ مُنگَ: ذ. اَن جو هڪ قسم - مڱ.

● مَنگري ۽ مَنگريُونُ (ل): ث. ڏُگري - ڏونگري - ڏُڪي - مؤنٽي.

● مَنگريا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڳڙهي ياسين، تعلقي روهڙي ۽ تعلقي ڏهري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَنگڻُ: مصدر. مڱڻ (منگيو - منگندو - منگيل).

= مَنگَ ۽ مَنگُونُ: ث. گهر - طلب - سوال. مڱڻي تيل چوڪري - مڱيندي.

● مَنگايل ۽ مَنگايَلُ: ذ. صفت. مڱڻو ڪرايل - گهرايل - طلب ڪيل - سوال ڪيل.

● مَنگتڻهارُ ٤ مَنگتڻهارَ؛ ذ. صفت. گهرندڙ- طلب ڪندڙ- سوال ڪندڙ پينو - فقير- گداگر- ڀڪياري.

- مَنگيندڙُ ٤ مَنگيندڙَ؛ ذ. صفت. گهرندڙ- طلب ڪندڙ- سوال ڪندڙ- فقير- ڀڪياري- پينار - گدا- گداگر.

● مَنگتڻهارَ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَنُموُدِيُ؛ ذ. ٻاروڪي وَڪَر جو هڪ قسم (ٻن سُڪل مينديءَ جهڙا، ٻج ڪاري رنگ تي، گول دائا).

● مَنُ موُرِيوُ: ذ. دوائن جي ڪم ايندڙ ٻاروڪي وکر جو هڪ قسم.

● مَنُمُوميڙوُ (ت): اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم.

● مَنُ موهيتوُ: ذ. ٻاروڪي وکر جو هڪ قسم.

● مَنَنُ: ث. خُودي- آهو- پاڻپو.

● مَنَتِڻ ٤ مَنَتڻُون؛ ث. (سن. مر (ي) ج = صاف ڪرڻ) ڪپڙن کي ڌوئڻ لاءِ مصالحي ۾ وجهي مهٽڻ واري حالت- مَناڙ. انهيءَ حالت وارن ڪپڙن جو ڍِڳ.

● مَنَتڻُ: مصدر. (سن. مَرُ (يُ) جَ = صاف ڪرڻ) مَلَڻُ- مانجڻ. صاف ڪرڻ. ڪيسيءَ ۽ ڪار ۾ مَلڻ (ڪپڙا)- ڌوئڻ کان اڳ ۾ ڪپڙن کي مصالح ۾ وجهي مهٽڻ- مناڙڻ- مَناڙ ڪرڻ. مهٽ سهٽ ڪرڻ- مهٽڻ. (سن مر (ي) د = ليپوڙڻ) ليپُوڙڻ. زور ڏيڻ- پيڙون ڏيڻ. (سن. مَنُ = مڃڻ) مڃڻ- قبول ڪرڻ. وڏو ڪري سمجهڻ- عزت ڪرڻ. يقين ڪرڻ. ڀروسو ڪرڻ. (منيو- مَنند و- مَنيَلُ يا مڃيو- مڃيند و- مڃيل).

● مَنَتڻُ ٤ مَنَتڻَ (ل)؛ ذ. تَٽ جو هڪ حصو (جنهن ۾ ڇيڙيون، ٻارڙا وغيره ٿيون).

● مَنَتڻُ: مصدر. (سن مُنُبَ = ڪُوڙڻ) ڪُوڙڻ- (وار) لاهڻ. ٻار جا ڀهرئين دفعي مٿي جا وار ڪُوڙڻ- جهنَبُ لاهڻ (سکن ۾ ساٺ سان). (مُنيو- مُنيندو- مُنيل).

● مُنَنُ ٤ مُنَنَ: ذ. (سن. مُنُبَ = ڪوڙڻ) ٻار جي پهرئين دفعي مٿي ڪُوڙڻ واري حالت. جهنبُ لهرائڻ واري حالت. (ل). ٻار جا ڄَمرُ وارا وار- جهنبُ. عقيقو.

- مُنَتڻُ لَهرائِڻُ؛ جهنبَ لاهرائڻ.

● مَنُو: صفت. (سن. مَنَ = سمجهڻ) ڏاهو- دانشمند. (ذ). پهريون انسان. انسان ذات جو ابو (هندن جي خيال موجب هڪ پرلئي ۽ ٻي پرلئي جي وچ ۾ جيترو وقت دنيا رهندي تنهن کي 'ڪلپ' چوندا آهن، هن ڪلپ جا چوڏهن حصا ٿين ٿا، جن مان هر هڪ کي منونتر چيو وڃي ٿو. هر هڪ منونتر جي شروعات ۾ پهرين منو پيدا ٿيندو آهي، اهڙا ست منو هن وقت تائين ٿي گذريا آهن). (اسم خاص). هڪ رشيءَ جو نالو (جنهن شروع شروع ۾ قاعدا قانون ٺاهيا)- نوح عليه‌السلام.

● مِنوُ ٤ مِنا؛ ذ. صفت. وڃڻ ننڍُ وارو- ننڍي نَڪُ وارو- ڦِنو. (ذ). ڦِڦلو. (ل). ننڍو ڇوڪرو. (ت).

● مُنوُ ٤ مُنا؛ ذ. اُٺ جو هڪ عضوو- اُٺ ۾ لڳل هڪ وڏو ڪِلو. اُٺ جي اڳين يا پوئين ٽِنگن کي لڳل- مونو. ڀيڙيءَ جي تَرُ ۽ ٻاسي کي ملائيندڙ ڪاٺي. ٻيل گاڏيءَ ۾ ٻانڪ ۽ چوڙي جي وچ ۾ لڳل ڪاٺي. ڪَتَ جو پائو. نار جو هڪ عضوو- وڏي چڪر ۾ وڏل آڙي ڪاٺي. (صفت). ڪنهن به شيءَ جو ٽي ياڪي چار (¾) حصو- پوڻو. گهٽ- ٿورو. اڻپورو. لانو. منڊو.

- مُنوُ ڀَڪانوُ: ذ. ٽوڻيءَ مٿان ٻن انڱهن سان ٺلهي ٽوڻي (جنهن تي ڪاڄڻ جو هڪ ٻاسو رکجي).

- مُنوُ مُڙسُ ٿيڻُ: سن بلوغت کي ويجهو ٿيڻ- جوانيءَ کي پهچڻ.

● مُنڻو؛ ذ. ننڍو ڇوڪرو. ٻارُ. (صفت). پيارو. لاڏلو- دُلارو.

● مَنوُتِ؛ ث. مَنوتيِ.

● مَنوتُ؛ ث. (سن. مَنُ = سمجهڻ) سمجهڻ جي حالت (تن ڏن، پٽ، استري وغيره سڀ منهنجا آهن) پنهنجائپ. (ڪاڄرا).

● منوُتيِ ٤ منوتيوُنُ: ث. (سن. مانَتَ < مَنُ = مڃڻ) مڃڻ جي حالت (نبيرو وغيره)-

مَنجني - مَنجتا - منجوتي - قبوليت - اقرار. رضامند و.
هائوڪار - هاڪار - اقرار. خاطر جمع. ڀاس - منڪا.
نذرانو - پينا (ت).

● مَنوُرُ ۽ مَنوُرُ: ذ. صفت. (ع. نُور).
لوو ڏنل - روشني ڏنل - نوراني - لورانو - روشن
چمڪندڙ - چلڪيدار - تاباڻ. جهلڪا ڏيندڙ.
مشهور - پڌرو.

● مَنوَراج ۽ ذ. (سن. منَه = منَ + راج =
راج > راج = چمڪڻ يا مشهور ٿيڻ). دل جا وسوسا -
من جا خيال - وهم - ڪلپنائون - اڇايا پهه. بيوقوفيءَ
جا خيال.

● مَنورَٿ ۽ مَنورَٿ: ذ. (سن. منَه >
منَ + ارٿ = مطلب). من جي مراد - منو ڪامنا.
ويچار - خيال. مطلب - مرضي - مراد. اِڇا - خواهش. ارادو.

● مَنوڪاڻي: اسم خاص. هوتواني بلوچن
جو هڪ قبيلو (تاريخ بلوچستان).

● مَنوهَار ڪرڻ (ت): گذجي آفيم و تائڻ.

● مَنوهَر: ذ. صفت. (سن. منَ + هر =
ڪَٺي وڃڻ). دل چور - دل کي خوش ڪندڙ.
من موهيندڙ - سهڻو - حسين - پيارو - پريتم. (اسم خاص).
پرميشور جو هڪ نالو.

● مَنوهيڙي: اسم خاص. تعلقي ڪيري ۾ هڪ
ديهه جو نالو.

● مَنُهَن: ظرف. اڳي - اڳيان - اڳتان (ڳاجرا).

● مَنُهو ۽ منهڙ ۽ ذ. ث. (سن منڊپ = اڏاوت)
اڏيل ڪکائين جاءِ - چڻو - منهن - شاميانو. اڏپ.
پناهه - اجهو وسيلو (صفت) پناهه ڏيندڙ سنڀاليندڙ.

- مَنهڙ مُني: ذ. صفت. مکيہ ماڻهو.

- منهڙي ۽ منهيون: ث. پيهي. پونگي. جهوپڙي.

● مينهڙ ۽ مينهڙ: ذ. (سن. ميش). موسو بهانو - عذر.

● مُنُهڙ: ذ. (سن. مُکَ = وات). مُنهن
(ضمير). مون - آءٌ - مان.

- مُنهان: ظرف. مون ڪان (اڪ) - مونهان.

● مُنُهانڊ: ذ. ث. (سن. مُکَ = منهن).
ڳوٺڙيءَ جو منهن. جاءِ جو اڳيون حصو - اڳياڙي.
ڪنهن به جاءِ جي اڳيان پيل زمين ٽڪر - مهاڙي.

● مُنُهانڊو ۽ مُنُهانڊا ۽ ذ. (سن. مُکَ =
منهن) منهن - شڪل - شبيهہ. ڀرپور روپ - صورت.

● مِنُهائڻ: مصدر (سن. ميش = مِنُهن) موسو
ڪرڻ - منهن ڪرڻ - بهانو ڪرڻ مڪر ڪرڻ بهاني
سان ٽرڻ. (مِنُهائيو - مِنُهائيندو - مِنُهائيل).

● مَنُهَن ۽ مَنُهَن: ذ. (سن. منڊپ >
منڊ = اڏڻ. سينگارڻ). لانڍي - چاپرو - چاچو -
منهه - چنو - چپر - چَن. ڊ ک. ڪکن ڪان يا
تيلن جي ڇت (جا فقط ٿوڻين تي بيٺل هجي).
شادي مراديءَ وارين وقت ۾ اڏيل ڪکائين جاءِ -
منڊپ. ڪکائين جاءِ - جهوپڙي - پڪي - پونگڙي.
شاميانو - تنبو. پناهه - اجهو پوش - آڙ - بچاءُ.
شاديءَ تي دعوتين ڪان ورتل پئسا - ٻوٽو - ٻهت.

- مَنُهَن ڪوڙ (ث): ث. شاديءَ جي تاريخ
جي مقرري - ٿيٽ - سانباهي. (ث).

- مَنُهن مُني: ذ. صفت. رئيس - مکي -
پريو مڙس - وڏيرو - پڳدار.

- مَنُهَن مُوڪ ۽ مَنُهَن مُوڪند: ذ. صفت.
مَنهن مُني.

- مَنُهَن و ڏڻ: هندوڪي اصطلاح ۾ چوڪريه
چمن.

● مَنُهي ۽ مَنُهيون: ث (سن. منڊپ =
مَنُهَن). پيهي - پونگي - جهوپڙي - لانڍي -
چاپرو - چاچو.

- مَنُهَن: مَنُهَن - اوتارو - اوطاق.
"جيڪين سندي مَنُهَن، تينهين جو آچار."
(ن - ب).

● مِينُهن ۽ مِنُهن: ذ. موسو - بهانو - عذر -
ڊوڙ - مڪر - گيگ - تيتال - مڪر - فريب -
سبب - حرف - ڪيڏ بازي - ٺريڙ - چالو. ڏيکاءُ -
دعوي.

- مِنُهائڻ: مصدر. بهانو ڪرڻ - ميلو ڪرڻ -
ڊوڙ ڪرڻ - گيگ ڪرڻ - مڪر ڪرڻ.

● مُنُهن ۽ مُنهن: ذ. اسم (سن. مُکَ =
مُنهن. پراڪرت. مُنهن = مُهاندو). مُک -
مهاندو - چهرو - شڪل - صورت - مُهڙ - روهه.

پيشاني - منهن جو پنو - نيرڙ - نيراڙ. وات - دهن - مُک - پوت - دوناڙ - دُون. مول - مُنڍ - بنياد - اصل - ڌُر - مُهڳ - پيدائش - پُهاڻي - ڪِير. شروعات - ابتدا - پهريائين. سوراخ - ڳِڙ ڪيي - ٽُنگ - ڇيد - سل. لنگهه - در - دروازو - داخلا. ڪنهن واهه يا درياء جي نڪرڻ جو هنڌ - منبع. پاسو - رخ - طرف. شان - ڏيا - روب - رعب - حشمت - دبدبو - تاب - ڌاڪو - چمت. نهار - خيال - پرواهه - سانگو - لحاظ - رکثي - ادب - عزت - ماء پاء - اورانيو - سنمان - قدر - تعظيم - مانُ - وقار. پاڻيء جي پيچ (ڪپ جو) رهُ - ڌار. قلم جو نِب. ڪيڪ جي ڇهنب. رُخ - طرف - پاسو.

- مُنهانچڙو ٤ مُنهانچِڙا: ذ. صفت. ڊِچندڙ پار - ڊيڄو پار.

- مُنهانڪِڙو ٤ مُنهانڪِڙا: ذ. صفت. روبرو - آمهون سامهون - مقابل.

- مُنهن پَوڻُ: ناپسند - نه وڻڻ - نه گهرڻ. ڪراهت اچڻ - نفرت اچڻ.

- مُنهانڊُ ٤ مُنهانڊَ: ذ. ڳوڻ جو منهن - پوريء جو منهن.

- مُنهانڊو ٤ مُنهانڊا: مُنهن - شَبيهه - شَڪل - شَباهت. آرڪان - وصف.

- مُنهان مُنهَن: ظرف. منهن تائين (پريل) - چوٽيء تائين - ڪَنان تار. روبرو - آمهون سامهون - اڳيان - مُقابل - مَهندان.

- مُنهَن آچو ٿيڻُ: خراب منهن ٿيڻ - ڪو بيجا ڪم ڪرڻ.

- مُنهَن آچو ڪَرڻُ: ڪو اجوڳ ڪم ڪرڻ. بدڪاري ڪرڻ. تعدي ڪرڻ - جُٽ ڪرڻ.

- مُنهَن اچو هُئڻُ: پاڻ کي نالائق ثابت ڪرڻ.

- مُنهَن آکهاڙِي ٤ مُنهَن آکهاڙِيون: ث. بڙٻول عورت. بي حيا - بي شرم (عورت).

- مُنهَن اونداهِي ٤ مُنهَن اونداهِيون: ث. رات جي شروعات وارو وقت - سانجهي - نماشام - سِنڌيا. اوندهه - انڌوڪار.

- مُنهَن اولاٽي ڪَرڻُ (ت): سبب ٺاهڻ - بهانو ڪرڻ - عذر ڪرڻ.

- مُنهَن بُڇڙو ٤ مُنهَن بُڇِڙا: ذ. صفت. خراب منهن وارو - منهن منهن تي چڙهيل - سونڊ منهون - ڪاوڙيل.

- مُنهن بُڇڙو ڪَرڻُ: خراب منهن ڪرڻ. ڪوڙو منهن ڪرڻ. منهن کي موڙو ڏيڻ ناراضگي ۽ ڪراهت جو اظهار ڪرڻ لاء منهن ڇيپو ڪرڻ. نفرت ڏيکارڻ.

- مُنهَن بڪو ڪَرڻُ: خراب ڪم ڪرڻ - ڏ ڪار جهڙو ڪم ڪرڻ - اڇو منهن ڪرڻ.

- مُنهَن بڪو هُئڻُ: پاڻ کي نالائق ثابت ڪرڻ - ڪين جهڙو ڪم ڪرڻ.

- مُنهَن بَنڊُ ڪَرڻُ: وات بند ڪرڻ. خاموش ڪرائڻ - ماٺ ڪرائڻ. اعتراض ڪرڻ نه ڏيڻ. نڪته چيني کان روڪڻ - عيب جوئي کان ماٺ ڪرائڻ.

- مُنهَن پَرڻَ: منهن چمڪڻ (عبادت پڪني ڪري). منهن مان نور يا جوت پڪڻ.

- مُنهَن پِٽ مان لَڳڻُ: لجي ٿيڻ - شرمندو ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ - پڇتاءُ ڪرڻ.

- مُنهَن پَٽِجڻُ: نه وڻڻ - منهان پوڻ.

- مُنهَن پَٽ: ظرف. اونڌي منهن - اونڌو.

- مُنهَن پَٽُ ڪِرَڻُ: اونڌي منهن ڪرڻ - اونڌو ڊهڻ سخت چوٽ لڳڻ. سخت ڏوکو کائڻ - خوار خراب ٿيڻ - ذليل ٿيڻ.

- مُنهَن پَلِهي طرف ڪَرڻُ: ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪرڻ. حج لاء روانو ٿيڻ - ڪعبت الله ڏانهن سفر ڪرڻ.

- مُنهَن پلِي ولايَت ڪَرڻُ: منهن پلي طرف ڪرڻ.

- مُنهَن پوڳُ: ذ. مٽيء جو هڪ قسم.

- مُنهَن پِيلو ٿيڻُ: لجي ٿيڻ - شرمندو ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ.

- مُنهَن تَپِي وَڃڻُ: چڙ ۾ منهن ڳاڙهو ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

- مُنهَن تَڪڻُ: منهن طرف نظر ڪرڻ - صورت ڏسڻ - شڪل ڏسڻ - منهن ڏسڻ. منهن طرف گهور سان نهارڻ. ڪنهن شيء لاء واجهائڻ - جهاتيون پائڻ.
- مُنهَن تي: ظرف. سامهون - روبرو - بالمقابل - آمهون سامهون.
- مُنهَن تي تَرار پُون مارَڻُ (ڪ): عيب جوئي ڪرڻ - ڏوهہ گناهہ کولي پڌرا ڪرڻ. دل تراشڻ - آزارڻ - ڏکوئڻ.
- مُنهَن تي تِلڪ ڏِيَڻُ (ڪ): منهن تي ليڪا ڪڍڻ. عام اڳيان عيب جوئي ڪرڻ. راز فاش ڪرڻ.
- مُنهَن تي تَڙ گهُمائِڻُ: ڪارو منهن ڪرڻ. ڏوهہ گناهہ ظاهر ڪرڻ. عيب کولي پڌائڻ. راز فاش ڪرڻ.
- مُنهَن تي تَنقمڙون هَڻَڻُ (ڪ): روبرو طعنا مهڻا ڏيڻ - اورانيا ڏيڻ. سچ چئي ڏيڻ.
- مُنهَن تي ٺاسِيُءَ گهُمائِڻُ (ڪ): گالهين ۾ مِياري يا حرفي ڪرڻ - ڪاٺيارو ڪرڻ.
- مُنهَن تي ٺاڻا ہارَڻُ (ڪ): ہارڻ ہاري ڏيڻ - ستائڻ. ظلم ڪرڻ - ظلم مچائڻ.
- مُنهَن تي ٺوڪي ڏِيڻُ (ڪ): روڪ ٺوڪ چئي ڏيڻ - روبرو سچ چئي ڏيڻ - منهن تي ڦهڪائي ڏيڻ.
- مُنهَن تي ہَٽاؤ ہائِڻُ (ڪ): روئڻ - روڄ ڪرڻ - پار ڪڍڻ - اوسارڻ. اوچنگارون ڏيڻ.
- مُنهَن تي ہَوڻُ: جڳائڻ - سيبائڻ - سُونهڻ. لڳڻ - ٺهي بيهڻ - ٺهڪي بيهڻ - ٻورو ٿيڻ - ڦهڪي اچڻ. شان وٽان هجڻ. پاڻء ہوڻ - وڻڻ - پسند اچڻ.
- مُنهَن تي چاڙَهڻُ (ڪ): روبرو ڪرڻ - منهن مقابل ڪرڻ - پيش ڪرڻ.
- مُنهَن تي چِٽَ ڪَيڻُ (ڪ): عام اڳيان سچ چئي ڏيڻ.
- مُنهَن تي چڙَهڻُ: منهن مقابل ٿيڻ - روبرو ٿيڻ - سُنهان سُنهن ٿيڻ - سنمک ٿيڻ - سامهون ٿيڻ - منهن ڏيڻ - مقابلو ڪرڻ.
- مُنهَن تي چوڻُ: مُنهن تي ٺوڪي ڏيڻ.
- مُنهَن تي رُڪ چاڙَهڻُ (ڪ): منهن ۾ گهنڊ پائڻ - شوڪجڻ. جٽ جي پرواهہ نہ ڪرڻ.
- مُنهَن تي گُلُ ڪَيڻُ (ڪ): منهن تي چِٽَ ڪيڻ.
- مُنهَن تي مارُون ڏِيڻُ (ڪ): طعنا ڏيڻ - مهڻا ڏيڻ. اوپالا ڏيڻ
- مُنهَن تي سِيُي چاڙَهڻُ (ڪ): منهن ۾ ٿلهو ٿيڻ. ڦيڦو ٿيڻ - دڏستو ٿيڻ.
- مُنهَن تي مِٺ مِٺ ڪَرَڻُ: چاپلوسي ڪرڻ - خوشامد ڪرڻ - چمچاگيري ڪرڻ.
- مُنهَن تي وراڻِيُون وَرائِڻُ: روبرو جواب ڏيڻ. سِڌيُون پڌائڻ. سامهون ٿيڻ.
- مُنهَن تي هَٽ گهُمائِڻُ: ٺڳجڻ - رٻجڻ. چِٽَ پڌڻ - ڏلبو ڏيڻ. ڏتارڻ - ڏاڏ رائڻ - ٽاترائڻ.
- مُنهَن تي هڻَڻُ: سچ چئي ڏيڻ - رک رکائي نہ ڪرڻ - مُنهن تي ڦهڪائڻ.
- مُنهَن ٺاسِيءُ ٿِيءُ وَڃَڻُ: غصي کان لال ٿي وڃڻ - تپي باهہ ٿي وڃڻ.
- مُنهَن ٺاسِيءُ هَڻَڻُ: ڪاوڙ ۾ منهن ڳاڙهو ٿيڻ.
- مُنهَن ٺوڙُ: صفت. منهن ڀڃندڙ - دندان شڪن. تمام سخت (جواب).
- مُنهَن ٿِيَڻُ (ت): (ڪنهن ڏي) ميار هجڻ. ڏوهہ هجڻ.
- مُنهَن ہائيءُ وَرائِڻُ: منهن ۾ پرجڻ. تندرست ٿيڻ. متارو ٿيڻ. سرهو ٿيڻ. عزت وارو ڪرڻ.
- مُنهَن ہائِڻُ: پوٽ وجهڻ. وات وجهڻ. غور سان ڏسڻ - جاچڻ. جهاتي پائڻ. پرچائي ڪرڻ - اعزازپرسي ڪرڻ - غم خواري ڪرڻ. ڪنهن کي لحاظ پائي عرض ڪرڻ. ڪنهن کي پنهنجي طرف چائڻ. (ڳاجرا).
- مُنهَن ہَٽائِيءُ = مُنهَن ہَٽائِيُونُ: ث. منهن ڏيکارڻي. شاديء ۾ منهن ڏيکارڻ جي رسم جي ادائگي. نئين پرڻيل ڪنوار کي منهن ڏسڻ جو ڏنل عيوضو - مُوڙو.

- مُنْهَن٘ ہَکو٘ کَرَڻ٘: رُک مُنهون ٿيڻ - رُٺ٘ منهون ٿيڻ. دل جو سخت ٿيڻ. بي حجاب ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ ہَوَڻ٘: روبرو ملڻ. پرده نہ ڪرڻ - ڪوبہ حجاب نہ ڪرڻ.
- مُنْهَن٘ پيلو٘ ٿيڻ٘: شرمساريءَ سبب منهن جو رونق چڏڻ - منهن ڦڪو ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ جاءِ تي هُجَڻ: ٺاهوڪو هجڻ. لائق هجڻ - جوڳو هجڻ.
- مُنْهَن٘ ہَکو٘ ٿيڻ٘: بي حجاب ٿيڻ - بي شرم ٿيڻ. رُکَ مُنهون ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ جو٘ پَنو٘ لَهڻ٘: مُنهن لهڻ - مُنهن هارجڻ. شرمنده ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ. ڏُکارو ٿيڻ - رنجيده ٿيڻ. شڪي ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ جو٘ ڪچو٘ ٿيڻ٘: ڳالهائڻ جو خراب ٿيڻ. ڳاريون ڪند ڏيندڙ هئڻ.
- مُنْهَن٘ جو٘ ڪچو٘ هُئڻ٘: وات ڳاڙهو هجڻ. شرم وارو هجڻ - حجاب و رو هئڻ. شرميلو هئڻ.
- مُنْهَن٘ جو٘ مِٺو٘ ٿيڻ٘: چٽَر زبان ٿيڻ. خوش گفتار ٿيڻ. دغاباز ٿيڻ. دل جو پليت ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ جُون٘ مِنٿيُون٘ ڪائِڻ٘ (ک): دل کي خوش ڪرڻ. وات جا پُلاءِ ڪائڻ.
- مُنْهَن٘ جي٘ مائِٽيِي٘ ڏيکارڻ٘ (ک): ظاهري همدردي ڏيکارڻ. ڪُوڙا دلاسا ڏيڻ. ٺَلهو آسرن تي هلائڻ. دل ۾ دغا رکڻ. وِساهه ۾ مارڻ.
- مُنْهَن٘ چِنبَڊ: ٿ. آلني - ڦني.
- مُنْهَن٘ خال: ٿ. ڦني - آلني.
- مُنْهَن٘ ڏيکارَڻ٘: شڪل ڏيکارڻ - صورت ڏسائڻ. ديدار ڪرائڻ. ملاقات ڪرڻ.
- مُنْهَن٘ ڏي نِهارَڻ٘: لحاظ ڪرڻ - مُروَتَ ڪرڻ - سانگو ڪرڻ.
- مُنْهَن٘ ڏيڻ٘: سامهون ٿيڻ. دوبدو ٿيڻ. مقابلو ڪرڻ. (تڪليف کي) سامهون ٿيڻ. (خرچ جو) پورائو ڪرڻ. وات الڪائڻ. مُهاڏو الڪائڻ. زور آزمائڻ.
- مُنْهَن٘ رَکَڻ٘ (ت): وهنوار رکڻ - ڏيتي ليتي رکڻ.

- مُنْهَن٘ رکِڻِي٘ = مُنْهَن٘ رکِڻِيُون٘: ٿ. ننڍي ٻار جي مُنهن مٿان وڌل ڪپڙي جي پٽي - مُنهن رکي - دمدار.
- مُنْهَن٘ رکِي٘ = مُنْهَن٘ رکيُون٘: ٿ. مُنهن رکٽي.
- مُنْهَنْڙو٘ = مُنْهَنْڙا: ذ. ننڍو منهن. پيارو يا منڙو منهن.
- مُنْهَن٘ زورُ = مُنْهَن٘ زورَ: ذ. صفت. جنهن کي ضابطي ۾ رکي نہ سگهجي. آجهلُ - بي لغامو - بي مُهارُ. بي چيو - بي فرمان. سرڪش - فسادي - بغاوتي. شوخ (گهوڙو) - چِڙوا ڪُپ - آزد اڙيلگو. وات ڦاٽوڙو - ٻَڪ ٻَڪيو - ٻَڪوادي.
- مُنْهَن٘ سُجائِڻ٘: ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - ڦوڪجڻ - مِٺون سُجائڻ.
- مُنْهَن٘ سُوٿو٘ = مُنْهَن٘ سُوٿا: ذ. صفت. ناراض شُوڪيل - ڦوڪيل - ڪاوڙيل - سِڄيل.
- مُنْهَن٘ شُوڪَڻ٘: منهن سُجائڻ.
- مُنْهَن٘ ڦَٽ٘: ذ. صفت. ڦاٽل منهن وارو. صاف گو.
- مُنْهَن٘ ڦُٽ٘ = مُنْهَن٘ ڦُٽَ: ذ. صفت. ليلي چيپي نہ ڪندڙ - صاف گو - بي رياءِ.
- مُنْهَن٘ ڦِڪو٘ ٿيڻ٘: منهن هيٺ ٿيڻ - منهن زرد ٿيڻ. منهن جو پنو لهي وڃڻ - مُونجهو ٿيڻ. مايُوس ٿيڻ - غمگين ٿيڻ - آداس ٿيڻ - حيران پريشان ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ.
- مُنْهَن٘ ڦِلَ: ٿ. ڦني - آلني - اوڪ - ڪنڊ - اوچِرو.
- مُنْهَن٘ ڦيرڻ٘: منهن ٻئي پاسي ڪرڻ. منهن موڙڻ. بي رُخي اختيار ڪرڻ. ناراضپو ڏيکارڻ - ناراضگي ڏيکارڻ.
- مُنْهَن٘ ڪارائِي٘ ڪَرڻ٘: ٻُرو ڪم ڪرڻ - ٻُچڙو ڪم ڪرڻ. ناجائز ڪم ڪرڻ.
- مُنْهَن٘ ڪارو٘ = مُنْهَن٘ ڪارا: ذ. صفت. سياه رُو. بد افعال - بد ڪردار. بدنام - رُسوا - خوار - خراب - ذليل.

- مُنهَنُ ڪارو ڪَرَڻُ: منهن کي ڪاراڻ لڳائڻ - منهن کي مياڻي لڳائڻ. زنا ڪرڻ - حرام ڪرڻ - بدفعلي ڪرڻ. ناجائز ڪم ڪرڻ. بڇڙائي ڪرڻ.

- مُنهن ڪاڻ: ث. اعزاز پُرسي - پر چائي - غم خواري - عذر خواهي.

- مُنهَن ڪاڻ ڏيڻُ: پرچائي ڏيڻ - اعزاز پرسي ڪرڻ - غم خواري ڪرڻ.

- مُنهَن ڪاڻ لاهڻُ: اعزاز پرسي ڪرڻ - پرچائي ڪرڻ - غم خواري ڪرڻ - عذرخواهي ڪرڻ.

- مُنهَنُ ڪَيڍ ڻُ: پڌرو ڪيڻ. منهن ٻاهر ڪيڻ - ظاهر ٿيڻ - نروار ٿيڻ - ڏيکاري ڏيڻ - پڌرو ٿيڻ - نمودار ٿيڻ.

- مُنهَنُ ڪَرَڻُ: رُخ ڪرڻ. وات (۾) وڃڻ. رُخ رکڻ - وڃڻ - روانو ٿيڻ (بنا پڇا ڳاڇا جي). پڇي وڃڻ.

- مُنهنُ ڪُونِترو ۽ مُنهن ڪُونِترا: ذ. صفت. نرم منهن وارو. شرميلو. لحاظي. حضور شرم. ڳالهائڻ ۾ نرمي ڏيکاريندڙ. لِلي چيهي ڏيندڙ. ٻئي جي چوڻ تي لڳندڙ - پرمتڙيو.

- مُنهنُ ڪارَ: ث. منهن چٽ - منهن خال - منهن ڪال.

- مُنهن ڪالَ: ث. ڦيءَ - آلتي.

- مُنهنُ ڪان وَٺڻُ (ت)؛ سخت ڳالهائڻ. لڄي ڪرڻ - شرمندو ڪرڻ.

- مُنهنُ ڳاڙهو ٿيڻُ: ڪاوڙ سبب منهن سرخ ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

- مُنهَن گهنڊجڻُ: منهن ۾ گهنڊ وجهڻ. ڏلر ص يا نفرت سبب منهن کي موڙو ڏيڻ - ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ - ڪَراهت ڪرڻ - نفرت ڪرڻ.

- مُنهنُ لڪائڻُ: منهن نه ڏيکارڻ - پردو ڪرڻ. حجاب ڪرڻ. نٽائڻ. ڪسائڻ.

- مُنهَنُ لڳڻُ: منهن ٻوڻ - پردو نه ڪرڻ. حجاب نه ڪرڻ - شرم نه ڪرڻ.

- مُنهَنُ لڳڻي: ث. ڏيٺ ويٺ - ملاقات - سڃاڻپ - سڃاڻ - واقفيت. رستو. لحاظ.

- مُنهَن لٿهڻُ: منهن جو ٻنو لهڻ. منهن جو رنگ گهٽ ٿيڻ - رونق لهڻ. ڦِڪو ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - لڄي ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ.

- مُنهَن ماري ڪَرَڻُ: بڪواس ڪرڻ. مهاڏو اٽڪائڻ. جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ. ٽنٽو مچائڻ - رَدقَدح ڏيڻ - حجت ڪرڻ.

- مُنهَنُ مانُ جوتُ ظاهر ٿيڻُ: منهن مان نور وسڻ - منهن چمڪڻ.

- مُنهَنُ مانُ رَتُ ٽمڻُ: منهن ۾ رت جي گهڻائي هجڻ. حد درجي جي ڪاوڙ چڙهڻ.

- مُنهَنُ مانُ سَهيُ ڪَرَڻُ: چهري ڏسڻ مان دل جو حال جاڻڻ. ڦيافو سڃاڻڻ - طبيعت منجهان واقف ٿيڻ.

- مُنهَنُ مانُ مِٺو ٻولڻُ: وات مان مٺا الفاظ ڪيڻ. خوش اخلاقيءَ سان ڳالهائڻ. پيار وارو ڳالهائڻ.

- مُنهَنُ مان مَٿيِيتا ٻڪڻُ: منهن مان جوت ٻڪڻ. عشق الهيءَ جا آثار منهن مان ظاهر ڏسجڻ ۾ اچڻ.

= مُنهَنُ مان نورُ ٻڪڻُ: منهن مان مٿيا ٻڪڻ.

- مُنهَنُ مَٽائڻُ: منهن ڦيرائڻ. رخ بدلائڻ. پيرو پيڇڻ - اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏيڻ - اچ وڃ بند ڪرڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - غصو ڪرڻ.

- مُنهَنُ مِٺو ۽ مُنهَن مِٺا (ڪ)؛ ذ. صفت. سهڻو - خوبصورت - سندر - حسين.

- مُنهَن مِٺو ڪَرائڻُ: ڪا مٺي شيءِ کارائڻ. مٺائي کارائڻ.

- مُنهَنُ مٿو پِٽڻُ: رڙيون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - آه و زاري ڪرڻ. رُئڻ - رڙڻ. واويلا مچائڻ. فرياد ڪرڻ.

- مُنهَنُ مٿي ڪَرَڻُ: عزت وارو ڪرڻ. عزت وڌائڻ - مانائتو ڪرڻ.

- مُنهَنُ مٿي ڪري هلڻُ: ڦولڻ ۾ پرجي هلڻ. ٽِنبڻ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ.

- مُنهنُ مُقابلُ ۽ مُنهنُ مُقابِلَ: ذ. صفت. منهن سامهون - روبرو - آمهون سامهون. سنمک. اکيان.

- مُنهَن مُقابِل اَچَڻ: رو برو ٿيڻ - آمهون سامهون ٿيڻ.
- مُنهَن مُقابِل ٿيڻ: آمهون سامهون ٿيڻ - رو برو ٿيڻ - دو بدو ٿيڻ - مُنهان مُنهن ٿيڻ - سنمک ٿيڻ.
- مُنهَن مُلاحظو: ذ. خيال - پرواهه - سانکو - لحاظ - رکشي. ادب - عزت - هاڻ پاڻ - سنمان.
- مُنهَن موڙڻ: منهن ڦيرائڻ - رُخ ڦيرائڻ. پاسو ڪرڻ - موڙو ڪرڻ.
- مُنهَن موڪ: ث. جهجهائي - گهٽائي. سُڪر - سبز سالي.
- مُنهَن موڪُ (ت): ذ. شادي ۽ جي هڪ رسم.
- مُنهَن موسن ۾ هَڻڻ: ڪنڌ ڪوڏن ۾ هڻڻ. عبادت ۾ ويهڻ - مُراقبي ۾ ويهڻ. شرمندو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ ڦڪو ٿيڻ. (ڪ).
- مُنهَن مير: ذ. منهن اونداهي - منهن ميرائي.
- مُنهَن ميرائي: ث. منهن اونداهي - منهن مير - نِماشام - سانجهي - اُجهندو - الڌ پرو. بي لحاظي - بي مُروتي - بي شرمائي.
- مُنهَن ميڙ (ل): ذ. صفت. رِلٺو ميلٺو - ڪيڏڪ. (ذ). ميڪنهن ڦَرُ تي ميڙندڙ آٿ.
- مُنهَن ميل: ذ. ملاقات - ڳڏجاڻي.
- مُنهَن ميل ڪَرَڻ: ملاقات ڪرڻ - ميلڻ - ڳڏجڻ - ڳڏجاڻي ڪرڻ.
- مُنهَن ۾ پاڻي اَچڻ: سرهو ٿيڻ - خوش ٿيڻ - راضي ٿيڻ - آسوده ٿيڻ.
- مُنهَن ۾ ڌوڙ پائڻ: ٻُڇڙو ڪم ڪرڻ - خراب ڪم ڪرڻ - ناجائز ڪم ڪرڻ. ٺڪي وڃڻ - د لبو ڏيئي وڃڻ. ٻُڇڙو ۽ خراب خوار ٿيڻ.
"آزمائي ڪي آزمائي، سو ڌوڙ منهن ۾ پائي"
(چوڻي).
- مُنهَن ۾ ڌوڙ وجهڻ: منهن ۾ ڌوڙ پائڻ.
- مُنهَن ۾ سر و جهڻ: پيشاني ۾ گهنج وجهڻ ناراضگي يا نفرت سبب منهن کي موڙو ڏيڻ.
- مُنهَن ۾ گهنڊ پائڻ: منهن ۾ سَرَ وجهڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ.
- مُنهَن ۾ گهنج وِجهڻ: منهن ۾ سَرَ وجهڻ.
- مُنهَن ۾ مائيٽو ٿيڻ: فقيري رُوپ اختيار ڪرڻ - درويش ٿيڻ - الله لوڪ ٿيڻ. ظاهري غريب ٿيڻ.
- مُنهَن ۾ ميٽي وِجهڻ: منهن ۾ ڌوڙ پائڻ. ڳالهين ۾ (ٻئي ڪي) ڪوڙو ثابت ڪرڻ.
- مُنهَن ۾ مٽيا عُشڻ: منهن ۾ جوت هڻڻ. رعب وارو هجڻ - دٻدٻي وارو هجڻ - همٿ وارو هجڻ.
- مُنهَن ۾ نُور وسڻ: منهن مان نُور ٽِڪڻ.
- مُنهَن هُڻڻ: ڏيتي ليتي هجڻ - وهنوار هجڻ - حساب ڪتاب هجڻ. مُهاڙي هجڻ.
- مُنهَن هيٺ ڪَرَڻ: بي لحاظ ٿيڻ - بي مُروت ٿيڻ - بي مُحابو ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ.
- مُنهَن هيٺ ڪري هلڻ: نِوڙت سان هلڻ - نِهٺائي سان هلڻ - نماڻائي سان هلڻ - تمام غريب ٿي هلڻ. سنيالي هلڻ - ڏسي وائسي هلڻ - جا ڇي جوڇي هلڻ.
- مُنهين: ث. صفت. منهن جي - منهن واري. (ث) مُهاڏو.
- مُنهين آٽڪائڻ: مُهاڏو اٽڪائڻ. مُنهن ڏيڻ. جهڙو ڪرڻ. واتُورڻ.
● مَنهَنڊ (ل - ڪ): ظرف. اڳ - اول - پهريائين. مُنڍ ۾ - اوائلي. اڳيان - اڳ ۾ - پيش. اڳتي - اڳيرو.
- مَنهَنڊار ۽ مَنهَنڊار: ذ. صفت. اڳواڻ - منهنديون - مهندار.
- مَنهَنڊان: ظرف. مَنهَند.
- مَنهَنڊاهون ۽ مَنهَنڊاهان: ذ. صفت. اڳيون - اصلوڪو. پهريون - شروعاتي. اڳواڻ - سردار - مهندار.
- مَنهَندِيرو ۽ مَنهَندِيرا: ذ. صفت. ٿورو اڳيرو - اڳتون - اڳيان - اڳ ۾.
"نه مولن سوت ڪان مانجهي،
هلن مَنهَندار مَنهَندِيرا"
(احمد ملاح).

● مَنُهَنڊا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مَنُهَنڊُ ۽ مَنُهَنڊ (ل): ذ. ڳوٺ جي منهن مبڻ وارو ڏاڳو - ڀوريءَ جي منهن سبڻ وارو ڏورو.

● مينُهَنُ ڦَڙِيءُ: ث. پرت جو هڪ قسم - مينهن جي ڦڙين وانگي پريل پرت - پيڪڙي نموني پريل پرت.

● مَنُهَنگو ۽ مَنُهَنگا: ذ. صفت. (پرا. مَنُهَنگا + ڀنا: سن. مَنُهَنگا + ڀل ڪ = آڪرو). مهانگو - مهنگو.

— مَنُهَنگائيءُ ۽ مَنُهَنگائيون: ث. مهانگائي.

● مَنُهَنُ مَکِڙيءُ: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مينُهَنُ وسارو ۽ مينُهَنُ وَسارا: ذ. جيت جو هڪ قسم برسات بعد پيدا ٿيندڙ ڳاڙهو جيت. هينڊو - هنڊوو.

● مُنهڻُ: مصدر. (سن. مُسُ = وچوڙڻ، پيڇڻ). نقصان پهچائڻ. تڪليف پهچائڻ - ايذائڻ. ناس ڪرڻ. (مُنُهيو - مُنُهيندو - مُنُهيل).

● مَنهون ۽ مَنهان: ذ. (سن. مَتشڪَ) جيت جو هڪ قسم (جو زمين جي آلاڻ تي پيدا ٿئي ۽ چتڪ هڻي).

"جت مَتها. مچر، ڪارڙا، ... الخ."
(نامعلوم).

● مَتهونگِڙو ۽ مَتهونگِڙا: ذ. چوٽري جو دروازو يا لنگهه.

● مَنتهيءُ ۽ مَنتهيون: ث. (سن. مَنُڊَ = سينگارڻ، اڏڻ) ڪڪائين اڏيل چيت - لنڊ ومنه. جهوپڙو. چنو. (ڳاجرا).

● مَنُهيارُ ۽ مَنُهيارَ: ذ. صفت. (سن. مَڻ = جواهر + ڪار = ڪم ڪندڙ). ڪچ جو سامان وڪڻندڙ - منيار - مروهياڙ.

● مِنيءُ ۽ مَنيون: ث. (ع). ذات - نطفو - بيرج - ويريه بِندُ. من. (مسن = مڇي) مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مِنِيءُ ۽ مِنِيُونَ: ث. ٻلي - ڦوسڻي. ننڍي چوڪري. (ث). (صفت) ويتل نڪ واري - ڦيني. (ل). "مِنِي ڪوپ ڪني." (ڀهاڪو).

● مُنِيءُ ۽ مُنيءُ: ذ. صفت. (سن). ڪٿهرو خيال ڪندڙ - ويچاروارو - مفڪر - ڏياني - فيلسوف - گياني. تپ ڪندڙ - تپسوي زاهد - رشي - رکي. ولي. ساڌو - جوڳي. سنياسي. لوڪ تياڳي. ٻراتن. (سن موردن = مکيه) مکيه ماڻهو - مکي. مردار.

● مُنيءُ ۽ مُنيُون: ث. توڻي - تنبو - تنب. ڪُتل ڪاٺي. منگهو - ڪاٺي. ڳاهڻ جي لاءِ رکيل ول جي وچ ۾ کتل ڪاٺي (جنهن ۾ ڏاند ٻڌجن) - مُنو. (ل) ڪورڪي ڪم جي اصطلاح ۾ تاڃيءَ جي ٻجاڙيءَ ۾ زمين ۾ کتل ڪاٺي (جنهن ۾ آٽاوت مهل تاڃيءَ کي ٻڌي ڇڏبو آهي). هرلي جو هڪ عضوو - چڪر وارو آرو. (ل). هندن ۾ ڪنهن چوڪر جي شاديءَ تي تاهيل ڪاٺي (جنهن جي مٿان ٻه ڪاٺيون منڍيڙي وانگر لڳل هجن، انهيءَ ڪاٺيءَ ۾ نوڙي ٻڌل هوندي آهي جا اهنر شاديءَ کان اڳ ڇپندو ويندو آهي). چوڪريءَ جي وهانءَ تي چوڪريءَ جي مائٽن کي ڏسل ڀسا. ڪاردار يا اجاردار جي رهڻ جي جاءِ. ردن جي بند ڪرڻ جي جاءِ - واڙ - واڙو. (صفت). مٺڏي - لمي - ڪُنڊ. ڪهٽ - ٻوٽي. ٽي پا ٽي چار حصي جيتري.

— مُنيائيءُ: ث. مڏائي - لمائي.

— مُنيءُ ٻانڌڻُ: هندڪي اصطلاح ۾ ڪنهن دوست يا عزيز جي ڌيءَ جي شاديءَ تي ڪجهه پيسا ڏيڻ لاءِ وڃڻ. (ڳاجرا).

— مُنيءَ ۾ ٻڌڻُ (ت): ٿنب ۾ ٻڌڻ. سوکهو ڪرڻ. ضابطي ۾ رکڻ.

— مُنيون پَچڻُ (ت): حد کان لنگهي وڃڻ.

— مُنيءُ هَريڙُ (ت): صفت. ننڍي قد وارو - ٻندرو.

● مُنياچيءُ (ت): ذ. مثل پار بعد نئون چاول پار.

● مُنيبُ ۽ مُنيبَ: ذ. صفت. (ع). نائب. ڪارخاني جو مکيه ڪم هلائيندڙ ماڻهو - ڪماشتو - پلاوتو. ڪم هلائيندڙ - ڪارپرداز - سربراهه - منيم.

— مُنيمُ ۽ مُنيمَ: ذ. صفت. منيب.

● مَنِيءُ ڀُوري: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم. (ن. ب).

● مُنيرُ ۽ مُنيرَ: ذ. صفت. (ع. نُور). نوروارو- مور. چمڪندڙ- جهلڪندڙ- جهلڪٹو- روشن- چاڪندڙ. چمڪيدار- تجليدار.

● منيئون جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● منيٹان (ٿ): ث. ڪپهه جو پوٹيون جن سان ڪسنبي (ڳاريل آفيم) ڇاڻجي. (ن-ب).

● مٹِ ۽ مٹيئون: ث. اسم. (س). نانگ جو مُهرُ (چون ٿا تہ واسينگ نانگ جي مٹي سان ٿنڊڙي لسي ٹِڪي نڪرندي آهي، جا وري ڪنهن زهري نانگ جي ڏنگ تي رکجي تہ اها مٹِ زهر چوسي ڪڍي وٺندي آهي). مٹيو- موتي- مٹڪو. قيمتي پٿر- جواهر- رَتن- هيرو. ماڻهوءَ جو مٹڪو. مٹيا. تجلو.

● مَنُ ۽ مَنَ: ذ. (ع. مَنّ = وزن) چاليهن سيرن تور جو هڪ وزن. (هيءُ لفظ عربي ۽ پارسيءَ ۾ "من = وزن" طور ڪم ايندو آهي، اهو لفظ ڏکڻ هندستان جي 'ڪالديئن' ۽ 'دراوڙ' ٻولين ۾ پڻ موجود آهي ۽ پڻ سنسڪرت ۾ "ما = وزن ڪرڻ" آهي. عبراني ۾ "مانيهہ + ايمن" موجود آهي. رومن ٻوليءَ ۾ "مين = مٹ" موجود آهي، انهيءَ ڪري اهو تعين ڪرڻ مشڪل آهي تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ اهو لفظ ڪٿان آيو).

▬ مَنڪُ ۽ مَنڪَ: ذ. صفت. مٹ وزن جو- مَنُ وارو. مٹ جيڏو.

▬ مَنڪتيءَ ۽ مَنڪتيئون: ث. ڪنهن جنس (اناج) جي مٹن ۾ اندازي سان ڪٹ ڪرڻ جي حالت- مَنِ ڪٹَ. سير تي مُجرائي. مٹن ۾ تور.

▬ مَنَ ڪٹَ ۽ مَنَ ڪٹُون (ت): ث. ڪٹِ- دانا بندي.

● مٹائِڻُ: مصدر. (س. مَنُ = چاڻڻ، ڏسڻ) ڏيکارڻ. ظاهر ڪرڻ.

● مٹڪڙو (ڪ-ل): ذ. پٿرت جو هڪ قسم.

● مٹِڪو ۽ مٹِڪا: ذ. (س. مٹِ = موتي) مٹيو- موتي- داڻو. تسبيح جو داڻو. پٿر جو موتي. ڪچيءَ جي ڀٽ جو هڏو. اک جي ماڻڪي. تارو- پتلي.

▬ مٹِڪو چڙهڻُ: بيهوش ٿيڻ- دَڪرجڻ. ڪنڌ پچڻ.

▬ مٹِڪو ڦيرڻُ: مٹيو ڦيرڻ- تسبيح پڙهڻ.

● مٹِڪي: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِٹِ مِٹِ: ث. (س. مَنُ = پِٹِڪو. ع. مِرمِر) چپن ۾ ڳالهائڻ- پُٹ پُٹ- مِرمِر- وِس وِس.

▬ مِٹِ مِٹِ ڪَرَڻُ: چپن ۾ ڳالهائڻ- پُٹ پُٹ ڪرڻ- مِرمِر ڪرڻ. پُٹڪات ڪرڻ- پُٹڪو ڪرڻ.

● مَٹَڻُ: مصدر. (س. مَنُ = چاڻڻ، ڏسڻ) ڏسڻ- نهارڻ. جاچڻ- پرسڻ. رُخ رکڻ. رُلڻ. والارڻ- پِرڻ (جاءِ). (مٹيو- مٹيدو- مٹيل).

● مٹَڻُ: مصدر. (س. مِلُ = ملڻ) گڏجڻ- ملڻ- پِرڙڻ. گڏجي وڃڻ. لَهڻُ- حاصل ڪرڻ- هٿ ڪرڻ. سهي ڪرڻ- سمجهڻ.

● مٹو ۽ مٹا: ذ. صفت. (ع. ف. مَنُ = وزن) مٹ جو- مٹ وارو. مرڪبات ۾ اچي مٹن جو تعداد ظاهر ڪندڙ لفظ. مثلاً: "ٻہ مٹو، ٽہ مٹو، چؤ مٹو" وغيره. (ث. مٹيءَ ۽ مٹيئون).

● مِٹو ۽ مِٹا: ذ. صفت. نڪ مان ڳالهائيندڙ- ڳهٹو. مِنو- ٻِنو.

● مٹوهَرَ (ٿ): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● مٹي: حرف جر. ڏي- ڏانهن- پاس- طرف- وٹ- لڳ- ڳتر.

"هلندي هاڙو مٹي، ڪرڻ ڪوه پيار" (شاهہ).

"پڄي مَسَ علاج، ساهڙ مٹي سُوهٹي" (سهٹي- شاهہ).

● مٹيءَ: ث. مٹيا. جوت- نُور. (ڳاجرا). موتي- مٹيو.

▬ مٹيءَ مالا: ث. مٹين يا رتنن جو ٺهيل هار- مالها.

▬ مٿيءُ هارُ: ذ. مٿي مالا.

▬ مٿيءُ ڪارُ: ذ صفت. مٿين جو ڪم ڪندڙ. سونارو.

● مٿيا ۽ مٿيائون: ث. (سن. مٿيءُ). نور – روشنائي. جوت. تيج – جلوو. سونهن – سوڀيا. تجلو – پرڪاش. خاص خوبي – جوهر. هوشياري. چمتڪار – ڪرامت. سگهه – طاقت.

▬ مٿيادارُ ۽ مٿيادار: ذ. صفت. مٿيا وارو – مٿيارُ نوروارو. سهڻو – حسين – خوبصورت – سندر. سگهه وارو – طاقت وارو – ٻلوان.

▬ مٿيارُ ۽ مٿيار: ذ. صفت. مٿيادار.

▬ مٿيارو ۽ مٿيارا: ذ. صفت. مٽي وارو. (ذ). ڪارو نانگ (جنهن جي مٿي ۾ مٽي ٿئي).

▬ مٿيانُ: ث. مٿيا.

● مٿيءُ ٻورُ: ث. (سن). هٺ يوگ موجب بدن جي انن چڪرن مان هڪ چڪر جو نالو (جو دن وٽ ٿئي). (ڳاجرا).

● مٿيو ۽ مٿيا: ذ. (سن. مٽيَ = موتيءُ) موتي – مٽڪو – داڻو – ٻهڙو. رتن – جواهر – هيرو. گهه – زيور. ڪوڙو موتي – ڪنج. پٿر جو مٽڪو. مٽڪو.

● مٿيهارُ: ذ. صفت. (سن. مٿيڪارُ = مٿيهارُ). مٿيهاري وارو – زريءَ وغيره جو سامان وڪندڙ – مرعياڙ – مجار.

▬ مٿيهاري ۽ مٿيهاريون: ث. زريءِ ٿيت وغيره جو سامان – مرعياڙ جو سامان – مرهياڙي.

● موجَ مُوا: ذ. صفت. (سن مترت = مرڻ مصدر جو ماضي مطلق). مري ويل – مُرده – مُردو.

● مُوءُ: ذ. (ف). وار – ڪيس – چِٽا – گيسو – ڪاڪُل. (ضمير) مون – مان – آءٌ.

▬ مُوءُشِگافيءُ: ث. باريڪ جاچ – باريڪ بيني. انتهائي غوروخوض.

▬ مُوءُشِگافيءُ ڪرڻ: حد کان وڌيڪ خيال هلائڻ. باريڪ بيني ڪرڻ.

● مُوا! حرف ندا. او مري ويلَ! – مُئا. ڪمبخت. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● مَواجِبُ: ذ. (ع موجب جو جمع). محنت جو عيوض (جڪو واجب هجي). پگهار – تنخواه – وظيفو – ماهيانو. مزوري – مزدوري – پورهيو – لوازمو.

● مَواچوراءِ: اسم خاص. تعلقي شهداد پُور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَواچَ: اسم خاص. ڪراچيءَ وٽ ماڙيپور ڪاٺ جي اصل ميدان جو اڳيون نالو. فيڊرل ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُؤاخذو ڪَرَڻ: وَ ث. پڪڙ ڪرڻ – ڪيتو لوڙائڻ – بدلو وٺڻ – انتقام وٺڻ – عيوضو وٺڻ. ڪيل ڏوهه جي سخت سزا وٺڻ.

● مَوادُ ۽ مَوادَ: ذ. (ع. جمع ماده جو) هر شيءِ جو اصل – ماده – جوهر – مايو. مسال. مصالح مضمون.

● مَوادِي: ظرف. ڪڏهين – بعضي – ڪاهي. ڪاهي ڪاهي – بعضي بعضي – اتفاقا – اتفاق سان – قسمت سان.

● مَواڙُ ۽ مَواڙَ: ذ. صفت. متارو – ٿُلهو.

● مَواڙُ ٿيڻ: متارو ٿيڻ – ٿلهو ٿيڻ.

● مَواڙجَڻُ: مصدر. ٿلهو ٿيڻ – مغرور ٿيڻ – هٺيلو ٿيڻ – مجازي ٿيڻ – هٺ ۾ پرجڻ. پاڻ زورو ٿيڻ – خود سر ٿيڻ – هوڏي ٿيڻ – پاڻ مُرتڙيو ٿيڻ – خود غرض ٿيڻ. پنهنجي رَوُ تي هلڻ – بي پرواهه ٿيڻ. (مواڙيو – مواڙبو – مواڙيل).

● مَوازِي: (ف. مُبادا جو بگڙيل). شايد – متان – جيئن – نجانا – متهڻ – جيڪر – الاهي.

● مَواسُ ۽ مَواسَ: ذ. صفت. فسادي – پٽاڪي – باغي – ڦريل. مغرور – هٺيلو – آپماني – مجازي – آڙيل – دماغي – هٺي. بحثي – ڪج بحث ضابطي ۾ رهندڙ – بي لغام – اجهل. سرڪش. بيپرواهه – البيلو. رَوُشائي – لهري – چنچل. مست – منگ. بي غيرت – بي عودو – بي شرم. ناشناس – بي ڊنگو – آن ڳهڙيو – آڏ نگو.

▬ مَواسيءُ ۽ مَواسيون: ث. مغروري – گهمنڊ – غرور – تڪبر – مجاز. اپمان. اهنڪار فخر – مرڪ – ناز – ماٺو – لاڏ – چاڳ. البيلائي. لاپرواهي.

= مَواسِيُ ۽ مَواسِيُ: ذ. صفت. مَواس- هڻ.

● مَواسِجڻُ: مغرور ٿيڻ. هٺيلو ٿيڻ. سڳجڻ- مَست ٿيڻ. ايمان جي ڪري جهڙَل پٽَل ڪنان لڪري وڃڻ. اهنڪار ڪري بيهود و هڻ. البيلائي سان ورتڻ. (مواسيو- مواسيندو- مواسيل).

● مَواشِيُ: ذ. (ف). چوپايو مال.

● مُوافِقُ: صفت. (ع. وَفقَ) مُطابق- جهڙو- ساڳيو- موجب- پٺاندر- سارُو. برابر- ٺيڪ- جوڳيو. سهڻ جهڙو- سُهائيندڙ- وڻندڙ- پاءِ پوندڙ- سِيبائيندڙ. پوروپنو- وچولو- معتدل. مناسب.

= مُوافقَتَ: ث. جهڙائي. برابري. سُٺائي. دلپسندي. ٺاهُ ميلاپ- ميل. لائقي.

● مَوالِيُ ۽ مَوالِيُ: ذ. صفت. (ع. مولىٰ جو جمع) خاوند- ڌڻي. دوست. غلام. نوڪر- چاڪر. (سن. مَد = مستي) مستيءَ وارو- مست. نشو واپرائيندڙ- نشئي. علتي فقير.

● مَواهِيرُ: ذ. (ع. مُهر جو جمع) مُهرون- ٺپا صحيحون. (ڪاجرا).

● مُوبَدُ: ذ. (ف). پارسين جو پروهت- زردشتن جو پيرُ. معبد- مڙهي. (ڪاجرا).

● موُبِيُ ۽ موُبِيُ: ذ. صفت. (ع. مُربِي = وڏو) وڏو- مُربي. سڀ کان وڏو (پٽ يا پاءُ). مُکُ. سردار. (ڪاجرا).

● مَوُتُ ۽ مَوُتَ: ذ. (ع. مَوُتَ. سن. مرُ (ي) تيڻَهه > مَرِ (ي) = مرڻ) وفات- مرڪُ- فوتُ- انتقال- مرتيو- مرڻو- رضا- قضا- رحلت. ڪالُ- اَجَلُ- آزلُ- عزرائيل- ڪَنَي. خرابي. شامت. مصيبت. فنا.

= مَوُتُ آچَڻُ: وفات ٿيڻ- وفات ڪرڻ. ڪالُ اچڻ- اَزَلُ اچڻ فنائي اچڻ مصيبت اچڻ.

= مَوُت جوُ ڪهنيُڏُ ڳُرَڻُ: موت جو پڙلاءُ ڪنن تي پوڻ. موت اچڻ جا پسن پوڻ.

= مَوُتَ کهي سڏَڻُ ڪرڻُ: ڪنيءَ کي سڏڻ. عزرائيل کي سڏڻ. خوفناڪ ڪم ڪرڻ. سِرُ وڃڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

= مَوُتِيمارُ ۽ مَوُتِيمارَ: ذ. صفت. مارِيندڙ. قاتل- گهاتِي- ڪاري- مارُو- خُونِي.

● موُتَڙَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● موُتِيئڙُوُ: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم- ماتا جو هڪ قسم (جنهن ۾ داڻا موتيءَ جي داڻي جيڏا نڪرن).

● موُتِيُ ۽ موُتِيُ: ذ. (دراوڙي مُکُٽَ. پرا. موتِي سن. موتي پڪَ > مُوڪتِڪَ > مُکُتا = موتي) مٺيو- هيرو- جواهر- رتنُ. چمڪندڙ رتن. ساموندي سپ مان نڪتل داڻو- پوُڙو- مرواريد- لُؤلؤ- گوهر- دُر. مٺڪو. ڪوبه شيشي وغيره مان ٺهيل موتي.

= موُتِيائُونُ: صفت. موتين وارو. موتين سان جُڙيل.

= موُتِيءَ جوُ داڻوُ هُئَڻُ: سوپينڪ هئڻ- سهڻو هئڻ- حَسين هئڻ.

= موُتِيُ وِنڌڻُ: موتين کي هار ٺاهڻ جي لاءِ ٽُنگ ڪرڻ.

= موُتِيئُنڙوُ ۽ موُتِيئُڙا: اسم تصغير. ننڍو موتي.

● موُتِيا: ذ. چانورن جو هڪ قسم- موتيئا.

● موُتِيا بِنَدُ ۽ موُتِيا بِنَدُ: ذ. اکين جي بيماريءَ جو هڪ قسم- اک جي ماڪيءَ کي (ڪنهن شيءِ آڏو اچڻ سبب) پردو اچي وڃڻ جي حالت (جنهن ۾ نظر نه پوندي آهي)- موتيا پاٿي.

● موُتِيوُ ۽ موُتِيا: ذ. گُل جو هڪ قسم.

"موتيو آتي مار جتي پاٿي هجي تار"

(گلشڪر).

بيماريءَ جو هڪ قسم- اکين مان هر وقت پاڻي وَهڻ جي بيماري. لُڙڪ وهڻ.

= موُتِيوُ پاٿِيُ: ذ. موتيا بِندُ.

● موُتِيِ چُورا جوُ لڏونُ: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم. سنهي سُونڍي سان ٺهيل لڏون.

● موُتِيِ چُوڙَ لَتغارُ ۽ موُتِيِ چُوڙَ لَتغارَ: ذ. ڳوڙي جي واچن ۾ وجهڻ جو لوهي ڏهانو- ڏالو (جنهن تي لوهي داڻا داڻا ٿين).

● موٽيٺا: ذ. چانورن جو هڪ قسم - موتيا.
● موٽ ۽ موٽُون (ل): ث. (سن. نا گير مستا) ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جنهن جي ٻاڙ دوا طور ڪم اچي). ڪنل (گاهه) جي ٻاڙ - موٽ - موٽالو. (ڪ).
- موٽ ۽ موٽ (ڪ): ذ. موٽ.
- موٽالو ۽ موٽالا (ڪ): ذ. موٽ ٻوٽو.
● موٽاج ۽ موٽاج: ذ. صفت. (ع. مُحتاج = گهرجائو) گهرجائو - ضرورتمند - محتاج. هيٺو - ڪمزور - نبل. نماڻو - غريب - ندر.
- موٽارو ۽ موٽارا (ل): ذ. ڀوائتو خواب - اونارو. (ن. ب).
● موٽر: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● موٽيري: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● موٽو ۽ موٽا: ذ. صفت. (سن مند = سست). آلسي - آرسي - ٽوڻي - ڪاهل - سست - ڪاٺٽ - ڪم. اهو ماڻهو جو هڪ هند پيو هجي - ڍڳو. بي سمجهه.
● موٽا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (هندو لهاڻن جو هڪ پاڙو).
● موٽانڪو: ذ. (سن. مُوتر م = مُٽ). بدن ۾ مُٽ گڏ ٿيڻ جو هند - مثانو.
● موٽر ۽ موٽر: ذ. (انگ). سواريءَ جي لاءِ استعمال ٿيندڙ مشين تي هلندڙ هڪ لنيڊو محفو.
- موٽر ڊرائيور: ذ. صفت. موٽر هلائيندڙ - شوفر.
- موٽر سائيڪل ۽ موٽر سائيڪلون: ث. مشين تي هلندڙ سائيڪل - ڦٽڦٽي موٽر.
● موٽري ۽ موٽريون: ث. هٽڙ - هٽڙي - پٽروٽي - پٽروٽڙي - موٽڙي.
● موٽڙي ۽ موٽڙيون: ث. موٽري.
● موٽڪو (ث): ذ. صفت. وڏي ۽ ٿلهي داڻي وارو (اناج).
● موٽيمل: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۾ رهندڙ).

● موٽڻ: مصدر. موٽي اچڻ - موٽي وڃڻ - موٽ کائڻ - ورڻ - واپس اچڻ. ٻوڀان پير ڪرڻ - پٺتي هٽڻ. هٽڻ - پٺ ڏيڻ اصلوڪي حالت ۾ اچڻ. لهڻ (بدن ۾) - گهٽجڻ. پڌارجڻ - روانو ٿيڻ - آسهڻ - موڪلائڻ. (موٽيو - موٽندو - موٽيل).
- موٽ ۽ موٽون: ث. ٻوٽي ورڻ جي حالت - ٻوڀان پير - واپسي. پٺ - پٺتي - لاڙو - روانگي - آسهه. موٽڻ جو خرچ. ڍل يا محصول واپس ڪرڻ جي حالت. ٽيرورن جو ڪنهن جسم سان لڳي اٿل کائڻ جي حالت - ڪيرٽڻ جي موڙ.
- موٽائڻ: مصدر. موٽائي ڏيڻ - واپس ڪرڻ - موٽي ڏيڻ - ادا ڪرڻ - واپس ڏيڻ - ورائڻ. ٻوٽي ورائڻ. رد ڪرڻ - نامنظور ڪرڻ - ڊيلڻ - نه قبولڻ. انڪار ڪرڻ. نا اميد ڪرڻ. (موٽائيو - موٽائيندو - موٽائيل).
● موٽ کائڻ: هٽڻ - پٺ ڏيڻ. واپس ورڻ - موٽي اچڻ. ٻوٽي هٽڻ (ويڙهه لهر وغيره جو). ٻوڀان پير ڪرڻ. جنگ جي ميدان مان هٽڻ. گهٽجڻ - جهڪجڻ - مٽڻ - لهڻ - چڙهڻ (پاڻيءَ جو).
- موٽي: ظرف. وري اچي - واپس ٿي - ٻوڀان پير ڪري - گهمرو ڪائي - ڦيرو ڪري. آئلي. وري - پيهر. ٻئي دفعي. آئينده.
● موٽو ۽ موٽا: ذ. صفت. (پرا. موٽ: سن. موٽو + ڪ > موٽ = ٿلهو). ٿڌ ۾ پريل - ٿلهو - متارو - دنبو. گهاٽو - گهڙهو (ڪپڙو). ڌهرو - ٻئو. وڏو. سٿو - چڪنو. ٻيسي وارو - شاهوڪار. (ث. موٽي ۽ موٽيون).
- موٽائي ۽ موٽائيون: ث. ٿلهائي - متارائي. گهاٽائي. ڌهرائي.
- موٽي آسامي ۽ موٽي آساميون: ث. صفت. شاهوڪار ماڻهو.
- موتو ۽ موتا: ذ. گهوڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم - ٻوٽين گوڏي تي لڪتل هڏڙي (جنهن ۾ گوڏي جون نسون ڦنڊجي پون ۽ گهوڙو منڊو ٿي پوي). انن جي بيماريءَ جو هڪ قسم - سيٺڪ. نيڊڙي چاول پار يا ڦر جو لاڙو. (ن. ب).

- مُوتوُ چڏائڻُ: ناڙو ڪپڻ. (ن - ب).
- مُوتوُ مُوڙ هَڻ: معاملو مُنجهڻ.

● مَوتوُ مَتهير: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موٗتيار ۽ موٗتيارَ (ڪ): ذ. صفت. رئيسُ - حسب نسب ۾ عزت وارو. (ن - ب).

● موٗٽَ (ٽ): ٿ. ٽوپي جو هڪ قسم - اوٽي.
- موٗٽُ ڏِيَڻُ: ڪپڙي کي اوٽي ڏيڻ.

● موٗٺُ: ذ. (سن. مڪُشٿَ = موٺَ) دال جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم. (ت).

● مونِڙو ۽ مونِڙا: ذ. (پرا. موڙ يُو). چٽن وارو ڪپڙو. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن تي سنهيون ليڪون زنجيرن وانگر هجن)
- مونِڙانئُون: ذ صفت. مونڙي سان لاڳاپو رکندڙ.
- مونِڙ بو ۽ مونِڙ يا: ذ. مونِڙو.

● مونَڻُ (ل-ٽ) مصدر. ڪوهه مان هٿن سان ورت ڇڪي پاڻي ٻاهر ڪڍڻ. (مونيو - مونيندو - مونيلُ).

● مَوُج ۽ مَوجُون: ٿ. (ع. موج = لَهرَ). لهر - ترنگ - ڇَل - ڇولي. طبيعت جي خوشي - ولولو. جذبات جو اُڀار - اُمنگ - آچنگ. جوش - جذبو. لهرو. پور - ريجهڪ - ٻُڏڪي. وهم - خيال - سوداءُ. مستي. خوشي. زور - ٻوهه (درياءَ وغيره جو). مزو - رَهسو - وندر - عيش - آرام. جهجهائي - گهڻائي. (اسم خاص). مير رستم خان اول جي مشهور تلوار جو نالو. (ن ب).
- مَوجُزنُ: ذ. صفت. لهريون هڻندڙ - ڇوليون ڪندڙ.
- مَوجَ ڪَرَڻُ: عيش ۽ عشرت ڪرڻ - مزو ڪرڻ.
- مَوُج ۾ اچَڻُ: لهر ۾ اچڻ - ترنگ ۾ اچڻ - ڏُن ۾ اچڻ - وجد ۾ اچڻ مزي ۾ اچڻ.
- مَوُجون ڪرڻُ: (سمنڊ جو) آٿڻ - ورم ڪرڻ - آچارو ڪرڻ - چاڙهه ڪرڻ.
- مَوُجُونُ ڪَرڻُ: خوشي ڪرڻ - آنند ڪرڻ - مزا ڪرڻ - عيش عشرت ڪرڻ.
- مَوُجُونُ ماڻَڻُ: خوشيون ماڻڻ - موجون ڪرڻ.

- مَوُجِي ۽ مَوُجِيُ: صفت. لَهري چاڙهه ڪيل - چڙهيل. پورالو - دِلوالو - مَتوالو - مَتلُوَن. ريچڪائي - گهوچائي. خيالي. مست

● مُوُجائِي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (جکراڻي پاڙو).

● موجائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ت). تعلقي فيض گنج (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُوُجِبُ: ذ. (ع وَجَبَ). واجب ڪندڙ - لازم ڪندڙ - لازم فرض. سبب - باعث - وجهه - ڪارڻُ. (صفت). موافق - حسب - لائق - آن ڪول - پٽاندر - سارو.

● مُوُجِبو ۽ مُوُجِبا: ذ. صفت. (ع. مُوجبه). هاڪاري. آڪاري - مَناواچڪُ. آثباتي. بحال - قائم. (ذ). وچ جي ڏارا جو هڪ پاسو (جنهن پاسي کي 'سالبو' چئبو آهي). (گاهرا).

● مُوَجِدُ: ذ. صفت. (ع وَجَد). پيدا ڪندڙ - نئين ڳالهه ايجاد ڪندڙ - نئين ڳالهه ڪيندڙ. باني - بنا ڪندڙ - اِبتدا ڪندڙ. (آصفيہ).

● مُوُجِڙيُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موُجڻُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُوجُو (ل-ک): ذ. کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم - ٻُونڦارَ. (ن ب).

● مُوُجِواهہ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَوُجُوُدُ: صفت. (ع. وَجَدَ). وجود ڪيل - پيدا ڪيل. تيار. سنيريل. حاضر ٿيڻ لاءِ هڪيو. حاضر - سامهون - روبرو - هڪيو. ميسر - حاصل ۽ هٿ ويڪو - دستياب. قائم - برقرار - ڪڙو.
- مَوُجُوُداتُ: ٿ. موجوده جو جمع. پيدا ڪيل شيون - مخلوقات - خلق. هستي. دنيا - ڪائنات. الله تعاليٰ جون پيدا ڪيل سڀ شيون. فطرت. حاضري - موجودگي. حاضر مال. بقايا، پونجي - موڙي.

- مَوْجُوْدُ ڪَرَڻُ: حاضر ڪرڻ - پيدا ڪرڻ - مهيا ڪرڻ. پيش ڪرڻ - اڳيان آڻڻ. تيار رکڻ. پهچائڻ - رسائڻ - پڄائڻ (مال، رسد وغيره). ڳهرائي ڏيڻ.
- مَوْجُوْدِگِيْ ج مَوْجُوْدِگِيُوْن: ث. حاضري هئڻ جي حالت. پيشي. روبرائي هستي - وجود.
- مَوْجُوْدَهْ: صفت. حاضر. هڪيو - اڳيان. هن وقت جو - هينئر جو. (آصفيه).

● موچڪو ج موچڪا ذ. صفت. (سن. مُنْجَ = مُڃَ) مڃ جو - موچيءَ جو. مُڃ جي مُڃن جو. مڃ جي رنگ جو. بادامي رنگ جو. ميٽائون. (ڳاجرا).

● موچِيُ ج موچِيْ: ذ. صفت. (سن. مُنْجَ = مُڃَ) مڃ جو ڪم ڪندڙ - مڃ جون نوڙيون ٺاهيندڙ. مڃ وٽيندڙ، ڪٿون واٽيندڙ.

● موچ ج موچُون: ث. سُريءَ جي مُڙڻ جي حالت. ڪنهن به سَنڌ جي مڙڻ جي حالت. مريءَ جي نسن جي موچ.

● موچارُ ج موچارَ: ذ. صفت. (سن. مُک + چهرو = مو'چارو) سهڻي منهن وارو - سهڻو - حَسين - خوبصورت - موچارو. سونهارو. سڳورو.

"آهي ڏِي عليل ڪي مجنون موچارُ."
(آبري - شاهه)

● موچارو ج موچارا: ذ. صفت. (سن. مُک = منهن + چهرو = سُهڻو) سهڻو - حَسين - سُندر - ٺاهوڪو - موچار. (سن. مَدْيَہ = وچ). وچين خاصيت وارو. پوروپنو - وچولو - مدبر. چڱو. سٺو - ڀلو - اوڇو - آچو - عمدو - چوکو - شُپ. اُوچو - آنو - خاصو. لائق - فائق - سُريشٽ - سٺي ۾ سٺو. ڀَلارو - سڳورو. نيڪ.
- موچارائِيُ ج موچارائِيُون: ث. سهڻائي - خوبصورتي - حُسن - سونهن. چڱائي - ڀلائي - ڀال - خوبي - آچائي. خاصيت - ڳڻ - جوهر - ڪٿيائي - آتمتا - فضيلت - فوقيت - شرف. واڪاڻ - ساراهه. پورپنائي - اعتدال - موافقت.
- موچارِي مُنْهَنْ: ظرف. سهڻي منهن سان.

● مُوْچَرَسُ: ذ. (سن. موچڪَ = ريشمي ڪپهه جو وڻ + رَسُ = تَتُ). دوا طور ڪم ايندڙ ڪوُنر جو هڪ قسم (جو سِمٽي يا وڻ جي هونهي مان ٽٽي).

● موچڙو ج موچڙا: ذ. جُتيءَ جو هڪ پيرُ - پادرُ - ڪَنلو - ٺوڪرو - جُتي - جوتو.
- مُوْچِڙا ڏِيَڻُ: پادر سان مار ڏيڻ.
- مُوْچِڙا کائِڻُ: پادر سان مار کائڻ. پادر کائڻ - جُوتا کائڻ - ٺوڪرا جهلڻ - ڪلا کائڻ.
- مُوْچِڙا مارِيُ: ث. موچڙن سان مارڻ جي حالت. موچڙي بازي.
- مُوْچِڙا مِلَڻُ: پادر لڳڻ. سزا ملڻ. ڪجهه به نه ملڻ.
- مُوْچِڙا هَڻَڻُ: موچڙا ڏيڻ - ڪلا هڻڻ.
- مُوْچِڙوُ سِنگهائِڻُ: سزا ڏيڻ. شرمائڻ. مرگهي واري ماڻهوءَ کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ پراڻو موچڙو سنگهائڻ.
- مُوْچِڙِي بازِيُ (ت): ث. هڪ ٻئي کي موچڙن هڻڻ جي حالت - موچڙن سان جهڳڙو - موچڙا ماري جهڙو. موچڙن واري راند. (ت).
- مُوْچِڙِي جَهڙوُ مُنْهَنْ ڪَرَڻُ: خراب منهن ڪرڻ - ڪاوڙجڻ.
- مُوْچِڙِي ڪُتِيوُ ج مُوْچِڙِي ڪُتِيا: ذ. صفت. موچڙن سان ڪُٽيل - هيسايل - هيسيل. هٽ هيٺ.

● مُوْچِڻِ: ث. ٻلا جو هڪ قسم.

● مُوْچِيَ ج مُوْچِيُ: ذ. صفت. (پرا. موچَ. سن. موچِڪَ. پهاوي. موچِڪ = موچي) چمڙ جو ڪم ڪندڙ - چرم دوز - موچي - سراز. جتيون ٺاهيندڙ. ڪفش دوز پوستين دوز. زين ساز. گهوڙي جو ساج ٺاهيندڙ. چمڙ رڱيندڙ. (ث. موچِياڻِي ج موچِياڻِيُون). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- مُوْچِڪوُ ج مُوْچِڪا: ذ. صفت. موچي جو - سرازڪو - موچيءَ جو - موچڪو.
- مُوْچِڪِيْ رَنْبِيْ: ذ. صفت. بد چال ماڻهو.

— موچياٺو ج موچياٺا: ذ. صفت. موچڪو — موچڪو — سرازڪو — موچيءَ جو.

● موچ ج موچون (ل — ٿ — ڪ): ث. ڦر، مري وڃڻ سبب ٻنا ڦر جي کير ڏيندڙ ڳئون، مينهن يا ٻڪري. وهڪيل وهٽ (مينهن، ڳئون، ٻڪري وغيره)

● موچائي ج موچائيون: ث. (سن. مُنچ = آزاد ڪرڻ) هندن ۾ ڪنهن جو ناتي يا نُنهن مري وڃي ته فوتيءَ جو پيءُ شاديءَ جي موڪا طور ڪي پئسا ان جي مائٽن کي جهوليءَ ۾ پائيندو آهي يا انهن کان هن کي ملندا آهن، اهڙن پئسن کي موچائي چئجي. ڪنهن مڙس جي مرڻ تي سندس زال کي ساهرن ۽ ڏٺات سيٺن کان مليل پئسا. ڪنهن زال جي مرڻ تي سندس مڙس کي ساهرن ۽ ڏٺت سيٺن کان مليل پئسا. ڪنهن پوڙهي ماڻهوءَ جي مرڻ تي سندس ڏيٺن کي براد ريءَ کان مليل پئسا.

● مُوَحد ج مُوَحد: ذ. (ع. وَحد) خدا کي هڪ ڪري ڄاڻندڙ — توحيد پرست — ايشور ايڪ وادي — ايڪائي — هڪو مسلمان.

● مُودب: ذ. صفت. (ع). ادب وارو — با ادب — ادب ڀائتو مُهذب — شائستو — فضيلت وارو — خوش اخلاق — سُلڇڻو — سُڌا تورو — خَليق — باتميز. آگياڪاري — چئيوان.

● مودڪ ج مودڪ: ذ. صفت. (سن). مٺائيءَ جو هڪ قسم — چُورمي جو لڏون (جو هندو زالون ڪنهن سومر تي مهاديو جي نالي ٻرپ مٺائي کائين). لڏون. اٽي جو ٻوڙو (جو درياءُ لال جا سنڌي هندو پوڄاري هر چنڊ تي ناهي درياءُ ۾ وجهندا آهن) — ڪوڙهو. ٻي ڊولو — ان کهڙيو. مودڪ. سرڪش — هوڏي — مغرور. نادان — بيوقوف.

● مودي ج مودِي: ذ. صفت. (سن. مودڪ = مودِي) اَنَ جو واپاري. اَنَ ڀڄاڻندڙ. اٽو، گيهه وغيره وڪڻندڙ (واپاري جنهن سان ڪنهن جو ڪندو هجي) — ڪنڌئي. خانسامان — پٽسباري. سربراهه. ناظر. عام مختيار. رسائي ڪندڙ.

— مودِ يخانو ج مودِ يخانا: ذ. اَنَ جو پانڊو — پٽنبارو — پانبارو — گُدام. ڪاڏي پيتي جي سامان رکڻ جي ڪوٺي.

● موڏڪ ج موڏڪ: ذ. صفت. (پرا. موڏيو. سن. موڏ + ڪ = ٿوري سمجهه وارو) ٿوريءَ سمجهه وارو — اياڻو — بيوقوف — اڄاڻ — نادان — موڏن — موڳشٽ.

● موڏن ج موڏن: ذ. صفت. موڳشٽ — موڳو — بيوقوف — ڪم عقل. بي همت. ري همت — ڪم همت. تيج هيڻ — ليلٿهڙ — لاڇهو — نيستو — اپرو — ضعيف. آداس — ويڳاڻو.

● موڏو ج موڏو: ذ. صفت. (پرا. مُڏڏ. سن. مُگڏ) ساد و ماڻهو — بيوقوف — ڀالو ڀولو — پوررڙو — مُڏ — مُڏو. (گاجرا).

● موڏا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● موڏريو ج موڏريا (ٿ): ذ. ننڍو ساندارو — سانداري.

● موڏو ج موڏا: ذ. صفت. (سن. مُنڊ = ڪوڙائڻ) مٿي ڪُوڙيل — ٺوڙهو ڳنجو. وارن ڪوڙيل (ساڏو). مٿي خالي. ٻنا سڱن (جانور) — ري سڱو. (ذ). اٺ — شتر. (ث. موڏي ج موڏيون). (اسم خاص). تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُوڏو ج مُوڏا: صفت. (سن. ميد يَر = چربيءَ) چربيءَ وارو — ٿلهو — سٿيو.

● مُوڏي جاگير: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُوڍ ج مُوڍ: ذ. صفت. (سن. مُوڍ هه) مورک — بيوقوف — چتسو. موڳشٽ — ڏڏ — ٺٺ — مُڏ.

● مُؤَذن: ذ. صفت. (ع. اذن) اذان ڏيڻ وارو — بانگو. (آصفيه).

● مُوذِي ج مُوذِي: ذ. صفت. (ع. آذي = ايذاءُ ڏيڻ وارو — ايذائيندڙ — ڏکوئيندڙ. رنجائيندڙ. ظالم — جابر. ماريندڙ. بدمعاش. ڪمبخت. شوم — ڪِرڀڻ — ڪنجوس — ڪَندريچ — مترڇوٽ —

ٻخيل - چيچٻي مار - چمچوس. (اسم خاص). تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موُرُ ۽ موُرُون: ث. (پرا. مورَنَ = نئين اوپِرَ. سن. مُڪولَنَ > مُڪَلَ = نئين او پِڙ. سن. موُلَ = مُڪري) نئين او پِڙ - نئين ڦوٽَ - ڦوٽارو - ڦونهڙو. ٻُورُ - انڪورُ - ڳوُنچُ. تازا ڦٽل وڻ. قلم ڪرڻ ڪان پوءِ وڌيل وڻ. لٽيون. ٻني ٻاٽيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موُرِ: ث. پيڙيءَ جو هڪ عضوو - ڪُوهي جو چيڙو. جهاز جي ڪُنهي جي ڇهنب.

● موُرُ ۽ موُرَ: ذ. (پرا. مورو. سن. مَيورَ = مورُ) پکيءَ جو هڪ قسم - طائوس - ڪارايل - مَجورُ - مُرلا. (ث. ڍيل ۽ ڍيلون). واڳون - واڳهُو. (ڪ). "منگهي جا ته مور پلا". تَٽَ جو هڪ جزو. (ن - ب) چوٽي - مُڪَٽُ - تاج - ڪَلنگي - ڪُلاههُ - مُوڙ. (اسم خاص). منگر مڇيءَ جو هڪ قسم. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= موُرِچَلُ ۽ موُرِچَلَ: ذ. مور جي کنڀن مان ٺهيل وڃڻو - چؤنرُ.

= موُرِ ڻيي ۽ موُرِ ڻييون: ث. مور جي مادي - مورڻي - ڍيل.

= موُرِ ڻيي ۽ موُرِ ڻيون: ث. مورني.

= موُرُ هَجِڻُ: سهڻو هجڻ - خوبصورت هجڻ.

● مُورُ: ث. (ف). ماڪوڙي - ڪِئلي - ڪيڙي.

● مُورِ: اسم خاص. آهي مسلمان جن اسپين تي راڄ ڪيو هو (مٿن اهو نالو مُوراڪو جي رستي اسپين وڃڻ ڪري پيو هو).

● مُورِ: ظرف. (سن. مُولَ = اصل) اصل - هرگز - مُور هين - مُوراهين نه - پتيءَ - تمام - ٻلڪل - بنههِ - هنڌِ - ڪڏهين به - ماڳهين.

"مُور نه وسري تنهنجي چڱائي".

= مُوڙان (ڪ): ظرف. مُور.

= مُورِهِين: ظرف. مُور - مُوران - مُوراهين.

● مُورُ ۽ مُورَ: ذ. (سن. مُولَ - مُورُ) پاڙَ - جَڙَ - اصل - ٻيخَ - بُنياد - بِناءُ. (آهي آصل رُپيا جن سان سوداگري ڪئي وڃي) - اصل رقم - مُوڙي - پُونجي - سَرمايو - بِشارت. وياج ڪان سواءِ رقم. موجُودات - ذخيرو - سامان - مال. ڪتاب جو مضمون. ذاتُو - ماده - اشتقاق. (آصفيه). نَسل - خاندان. اولاد. ڪُٽنب - قبيلو. (آصفيه). پيٽ جي پاڙ (ٺ). (ن - ب).

= مُوراٿو ۽ مُوراٿا: ذ. صفت. مور جو - مور وارو.

● موُرڙي (ٺ): ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● موُراسوُ: اسم خاص. ڪڇ ملڪ ۾ هڪ شهر جو نالو. (لطيفي سير). تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موُراڪو ۽ موُراڪا: ذ. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلر نديا، چلرن جو رنگ ڳاڙهو، اڇي يا سُرمائي ڪارڻ چلرن سان ستَ پَٽا ڪرڙي ڪان سنهي منهن سان).

= موُراڪِيي ۽ موُراڪِيون: ث. موراڪو جو مونث.

● مُوراڪِيي ۽ مُوراڪِيون: ث. مڪيه سڙهه (جهاز جو). (ڪاجرا).

● موُرانجهرَ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُوراهيي: ث. (ف. مُور = ڪئلي) وڻن جي پاڙ کي لڳندڙ هڪ مرض (اڪثر ٻهرئين پاڻي ڏيڻ بعد جڏهن وڻن وڏيرڙا ٿيندا آن وقت پاڙ ۾ زمين اندر پراڻي چيڻ يا ڪاٺين سبب اذوهي لڳندي آهي، جنهن ڪري وڻ ڪومانجي سُڪي ويندو آهي).

● موُرائِڻُ (ڪ): مصدر. ٻوڪائڻ - ٻوڪڻ. ٻوٽو لڳائڻ. (مورائيو - مورائيندو - مورائيل).

● مُورَتُ ۽ مُورتون: ث. (سن). شڪل - شبيهه - صورت - روپ. ڪنهن به شيءِ مان ٺهيل ماڻهوءَ جو ٻوتو - پتلي - بُت - صنم. پتلو. پُوري - ڍلي. مورتي. تصوير - چِٽ - گلڪاري. فقير. انسان. چٽو. (ظرف). في ماڻهو.

▬ مُوْرِتيِءَ: ذ. صفت. مورت جو ـ مورت وارو.

▬ مُوْرِتيِءَ ع مُوْرِتيِئُون: ث. مورت. پٿر يا ڌاتو جو ٺهيل ڪنهن ديوتا جو بُت.

▬ مُوْرِتيِءَ آسٿاپنَ ڪَرَڻُ: هڪ مندر مان ڪا مورتي ڪڍي ٻئي مندر ۾ رکڻ جي رسم ادا ڪرڻ. (آصفيہ).

▬ مُوْرِتيِءَ پُوڄنَ: ث. بتن جي پوڄا ـ بت پرستي. (آصفيہ).

● مُوْرَتُ ع مُوْرَتَ: ذ. (سن. مهورت). سڀاڳو وقت ـ شڀ گهڙي ـ مهورت.

● مَوْرُثِي: ذ. صفت. (ع). موروثي ـ اباڻو.

● مُوْرِجاڻي: اسم خاص. خيرپور ميرس ۾ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● مورِجڻُ: مصدر. (وڻ جو) ڦٽڻ ـ الڪورجڻ ـ ڊَس ڏيڻ. ڪُونج ڪيڻ ـ ڪوش ڪيڻ ـ ڪوشا ڪيڻ ـ ڪوها ڪيڻ ـ پورجڻ ـ چمڻ ـ آ ڳلڻ ـ ٽڙڻ ـ ڪُلڻ. گاهہ جو نڪرڻ. نون پن نڪرڻ. وڏيل وڻ جو ڦٽڻ. پيدا ٿيڻ. (موريو ـ مورپو ـ موريل).

● مورِجنڱو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مورُجو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهہ ۽ حيدرآباد ۾).

● مورَجهُر: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مورِجهنڱو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مورِچنڱُ ع مورِچنڱَ: ذ. ساز جو هڪ قسم ـ وات وارو چنگ.

● مورچو ع مورچا: ذ. (ف. مورچہ). جنگ ۾ لشڪر جي قطار. قلعي بندي. جنگ جو بنايل اڏو. ويڙهہ جو هنڌ. کاهي. آڙ ـ گهڙڪي ـ مارو (قلعي جو). توبخانو. (ف. مورچانه). لِنگ ـ ڪٽ ـ جَر ـ زنگار ـ ڪَس. (آصفيہ).

● مُوْرِچا: ث. (سن). غشي ـ بيهوشي ـ بيخودي ـ ڏندڻ پوڻ واري حالت ـ ڏڪر ـ مورڇائي. بي سُڌي ـ بي خبري.

▬ مُوْرِچا ع مُوْرِچا: ذ. صفت. بي هوش ـ بي سُرتيو ـ مورڇت. بي خبر ـ بي سڌ.

▬ مُوْرِچا ڳتيِءَ: ث. بيهوشي ـ مورڇائي.

▬ مُوْرِچائيِءَ ع مُوْرِچائيِون: ث. مورڇا.

▬ مُوْرِچتُ ع مُوْرِچتَ: ذ. صفت. بيهوش.

● مورِچلُ ع مورُچلُ: ذ. (سن. مورشَل = وڃڻو). مور جي کنڀن جو ٺهيل وڃڻو ـ چؤُنرو. وڃڻو ـ پکو.

● مُوْرَچنا: ث. (سن). ڳائڻ جو هڪ لمونو ڪابہ راڳڻي اهڙي نموني سان ڪرڻ جو راڳڻي جي سموري چيڙ جي وقت ۾ فقط انهي هڪڙي راڳڻي جي چاشني هجي). ايڪيهن راڳڻين مان هڪ راڳڻيءَ جو نالو. مورڇا.

● مُوْرِچڻ: مصدر. (سن). موهڻ ـ مست ڪرڻ ـ مفتون ڪرڻ. بيهوش ڪرڻ. (مورڇيو ـ مورڇيندو ـ مورڇيل). (ن. ب).

● مَوْرِّخُ: ذ. صفت. (ع. آرَخَ = هن تاريخ لکي) تاريخ لکندڙ ـ وقايع نويس ـ تاريخ لکار. ناقل. (آصفيہ). اهل سير.

▬ مُوْرِّختهُ: صفت. لکيل. تاريخ وِڌل ـ تاريخ پيل.

● مورِداڻيِءَ: اسم خاص. لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو. (تاريخ بلوچستان).

● مُوْرِ ڏنيتہ: صفت. (سن. مُوْرِ ڏنَ = ڪند). چپ وارو (اکر) ـ جيڀي (اکر) ـ زباني. (مورڏني اکر: ٽ، ٺ، ڙ، ڊ، ڍ، ڎ). (ري)، (پيش).

● مورڙو: ذ. ٺون ۽ تازو پن، سلو (نديءَ جي ڪناري تي آپريل). (گاجرا). (اسم خاص). آڳاٽي وقت جي هڪ مشهور مهاڻي جو نالو (جنهن جو مقام اڄ تائين ڪراچيءَ جي پر ۾ آهي).

● مَورڙِيءَ جاگيِر: اسم خاص. تعلقي ٻلڙين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوْرِڙ بڻ (ٿ): ث. پترت جو هڪ قسم. (ن.ب).

● مُوْرَکُ ع مُوْرَکَ: ذ. صفت. (سن. مُوْرَکَ = بيوقوف) بيوقوف ـ بي عقل ـ بي سمجهہ ـ مت هيڻ ـ ڪم عقل ـ ڪم فهم ـ نادان ـ احمق ـ

ڀُوڪ. اناڙي - جاهل. ڄڄو. ڀورڙو - موڳو - ساد و سود و.

▬ مُوْرِ ڪَاٺو ٿ مُوْرِ ڪَاٺا: ذ. صفت. مورک جو - مورک وارو - بي عقليءَ جو - بي وقوفاڻو - احمقاڻو.

▬ مُوْرِ ڪَاٺي ٿ مُوْرِ ڪَاٺيُون: ث. بي عقلي - ڳهيلائي - آڏاهپ - بي وقوفي - آياڻپ - حماقت - مورکتا. جهالت.

▬ مُوْرِ ڪَتا: ث. مورکائي.

▬ مُوْرَ ڪپاٺي ٿ مُوْرَ ڪپاٺيُون: ث. مورکائي - بي وقوفي.

▬ مُوْرِ ڪپٺو ٿ مُوْرِ ڪپٺا: ذ. مورکتا - مورکائي.

● مُوْرِ ڳو: صفت. ظرف (سن. مُول = مُور). وياج کان سواءِ - نفعي کان سواءِ. اصل قيمت تي. خريديءَ اگهه تي. ماڳهين - ويتر - ٻاڻ - ٻڻ. اصل - منهه پٽيءَ - مُورُ - هَنڌ - بلڪ - بلڪل - بہ - نِڳوڙو. گهٽجندڙ - ڀڙٺو پوندڙ - گهٽ ٿيندڙ.

● مورلتڪ: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڀٽ جو نالو. (جتي عمر سومري جو مور نالي گهوڙو مري ويو هو) (لطيفي سير). ٿر ۾ ڀيڙو تڙ وٽ حدبنديءَ لاءِ کوڙيل نشان.

● مورمُ ٿ مورمَ: ذ. ڪکري - سنهي - ٻهٽي - ڀتري.

● مور مَنگَر: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم - لِياڙو. درياهي جانور جو هڪ قسم (جنهن جا پاسا ڪارائي جي ڏندن جيان ٿين).

● مورڻُ (ل): مصدر. وڻن جو آيرڻ - ٻور جهلڻ - گوڄ جهلڻ. نندي گاهہ جو ڦونهڙو ڪاڍڻ. (موريو - موريندو - موريل).

● مورڻي ٿ مورڻيُون (ت): ث. تنبوري ۾ تندون قابو ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي ڪلي.

● مورو ٿ مورا: ذ. شعر جو هڪ قسم - سنهيڙو - ليهڙو. وڻ وڏڻ کان پوءِ پاڙ مان ڦٽل ٻيو دفعو گونچ. ڏکي گاڏي جي نلهن جي چوڏاري وريل سنهو لوهہ جو پٽ. (اسم خاص). تعلقي موري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوْرُوْثَ: ذ. صفت. (ع. وَرَثُ = من گهي ورثو مليو). ورثي ۾ ڏنل - ترڪي ۾ ڏنل.

▬ مُوْرُوْثِي: صفت. ورثي جو - ورثي وارو - ورثي ۾ مليل. پيءَ ڏاڏي جو - آباڻو - ڏاڏاڻو - نسلي - خانداني - پيڙهيانتو.

● مُوْرِهَنْڏِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۽ تعلقي بدين ۽ تعلقي کپري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

▬ مورهنڏي جاگير: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مورِي ٿ مور يُون: ث. (پرا. مُهُدِيا = مُوْرِيْ. سن مُک + رَ + ايڪا = موري. ف. مور ي). پاڻيءَ جي نيڪال جي جاءِ. ڍڪيل موري - ڳجهي ڪسي - الي. ڪاڻو - ويڌ. ننڍي ڪسي - سوڙهو وکرو - پل (ل). موري جو دروازو. ننڍي پل. ٻل - ڦُڙ - ڦُڙدو. ڳهہ جو هڪ قسم - ٻانهن ۾ پائڻ جو ڳهہ. (ڪاجرا). هار جو هڪ قسم - کاري پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان پٺ ڪاري پيٽ اڇو، ڍڪهي، گول (ٿرا) ويڪرو (ٿرا) لسو. ٢ انچن کان ٦ انچن تائين ٿئي). (اسم خاص). تعلقي جيمس آباد ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوْرِي ٿ مُور يُون: ث. (سن. مُولي، مُولڪ = موري) ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - (ع) فجل - (ف) ترب. ڪاري جي ٻيڙيءَ جي آکيل ۾ مُهڙ ۾ آيل لڳل ڪاٺي (ن. ب). درياهي ٻيڙيءَ جو مُهرو. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوْرِيا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُوْرِيا فقير: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مور ياڻُ ٿ مور ياڻَ: ذ. (ف. موريان = ڪتن) ڪٽ - مُرچو - زنگ - زنگار - ڪٽس.

"لاهيندا موريان ڪريندا رُڪ پڌرو."

(شاهہ)

● مورياڻي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوْرِ يجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

●مور يسرُ ٿ مور يسرَ: ذ. (اکہ ) ڪنڊرُ-
سترُتُ. اک جي هڪ بيماري - ڇاليون. (سن.
مُنوڪُنُتڪ: موتي + سرَ = لڙهي). اک ۾
پيل ڦُلو (اکين ۾ پوندڙ اپا ڦلا موتين جهڙا
ٿين ٿا، ان ڪري سندي يا پين ٻولين ۾ انهيءَ کي
موتيو چون) موتيو. (ن.ب).

●مور يو ٿ موريا: ذ. ڪنهن ہہ ڏڏاوءَ جو
گھا گھر جهڙو ٺهيل برتن - گھا گھر- ڇوُنرو. پتڪو-
پڪڙو- پڪ (ٿ). اسم خاص. ماڻهوءَ جو هڪ نالو.
(ن.ب)

●مور يو لاڪو: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾
هڪ ديهہ جو نالو.

●مَوڙ (ل): ذ. آڻ جي ڦڦڙن جي هڪ بيماري.

●موڙ ٿ موڙ: ذ. (پرا. مودَ: سن. مُڪٽ =
سهرو) سهرو. ڪلنگيُ- ڪلاهہ. گهوٽ جو
شاديءَ جي وقت مٿي تي پہدل تاج - مُڪٽ -
مُنتڪُ- چِٽ - مُنگهٽ. (ڪڪڙ جي) چوٽي-
طرو- ڪلنگي- ڪلغي. چوٽر- ڏونر- ڦندڻ-
جهٽالو. چوڙو (عاج جو). جهاپو. گلن جو ها..
ٺٽ جي ڦُلي (جا ويڙهيءَ ۾ اٽڪائبي آهي).
تي چڙهيل گول ٺُلهو سونو (سونهن لاءِ) داڻو.
- موڙُ ٻڌڻُ: سهرو ٻڌڻ.

●مُوڙ: ٿ. (سن. مُولَ = مُور. سن. مُولڪا =
مُوڙي) مُوڙي.

●مُوڙُ ● مُوڙ: ذ. (سن. مولڪا = مُوڙي)
هنڙَ- ڳنڍ- ڳنڍڙي- ڳنڍو. ڪنهن شيءِ جو
ڪجهہ انداز. مُوڙ. (سن. مُول = مُور) اصل
نالو- مُوڙي. وياج تي ڏنل نالو. سيڙپ.
"مُوڙ ڪان وياج پيارو، پٽ ڪان پوٽو پيارو"
(چوٽي)

●موُڙڻُ: مصدر. (پرا. موڙ + اِيُ = موڙنُ.
سن. موٽ (ني) = موُڙڻُ) مروڙڻ- وَرائڻ-
ڦيٽوڪرڻ- مَروٽڻ- پَسروڙڻ- وِڪوڙڻ- وراڪو
ڏيڻ- پيچ ڏيڻ- ورُ ڏيڻ- وَرُ وجهڻ- مَروٽ
ڏيڻ. ڏِنگو ڪرڻ. گهمائڻ- ڦيرائڻ- چڪر ڏيڻ-
هَلائڻ- بدلائڻ- مٽائڻ- وِڄ بدلائڻ- (ڪمانُ

چاڙهڻ- (توڙي) پيچڻ - وٽڻ. هڪ طرف ڪرڻ.
نِوائڻ- ليپائڻ- ليٽرائڻ- جهُڪائڻ- خمِ ڏيڻ-
پيچدار بنائڻ- ڏنگو ڪرڻ- ٽيڙو ڪرڻ. اُبتو
ڪرڻ- اونڌو ڪرڻ- اُلٽو ڪرڻ. واپس ڪرڻ-
موٽائڻ- موٽائي ڏيڻ- وري ڏيڻ (ضد تاڻ) لامڻ.
معنيٰ ڦيرائڻ- اُبتو مطلب ڪڍڻ. ڇڪي تاڻي ٻئي
مطلب جي معنيٰ ڪڍڻ. (سن. مُدَ = هيٺ لهڻ)
قيمت ۾ گهٽ ڪرڻ- موڙو ڪرڻ. (موڙيو-
موڙيندو- موڙيل).

- موُڙُ ٿ موُڙِ موُڙُنُ: ذ. ٿ. وَٽُ-
وَرُ- پيچُ- مَروڙُ- وَڪڙُ- وَراڪو- آڪيڙو-
ڏِنگائي. سَهٽ (وارن جي). اکرن لکڻ جو
هڪ نمونو. ڪِرڻن جي واپسي- عڪسُ. پاسو-
گوشو- موشو ٽارو- ڪِنارو. لڙل ٻاهر- گهٽيل
اگهہ- سستائي- موڙي.

- موُڙاڻِ: ٿ. موڙائي.

- موُڙيتوُ ٿ موُڙائيتا: ذ. صفت. موڙ وارو.
ڏنگو- مُڙيَل- وَريل- سيچرُ- ٽيڙو- ڦڏو.
بيجاءِ- اجايو- بي فائدو. اُبتو- اُلٽو- اونڌو.
موڙي وارو- موڙي ڇڪي وارو.

- موُڙائڻُ: مصدر. موڙڻ جو ڪم ٻئي ڪان
ڪرائڻ. ڏنگو ڪرائڻ. سستو ڪرائڻ. (موڙائيو-
موڙائيندو- موڙائيل).

- موُڙائيِ ٿ موُڙائيِون: ٿ. قيمت ۾ گهٽائي-
سستائي.

- موُڙوُ ٿ موُڙا: ذ. وَرُ- پيچُ- موڙُ- موڙَ-
ڏِنگُ. (منهن کي ڏنل) موڙو مُڇڪو- پيچُ-
اشارو. حجاب- شرم- حيا. پاسو- ٽارو- ڪنارو-
موشو. (ذ. صفت). اگهہ لڙل- سستو- سهانگو.

- موُڙوُ ڏيڻُ: منهن کي چهو ڪري نفرت جو
اظهار ڪرڻ. مڇڪو ڏيڻ. ڳالهہ نہ وڻڻ. انڪار
ڪرڻ.

- موُڙوُ مُڇڪوُ ٿ موُڙا مُڇڪا: ذ. موڙو.

- موُڙوُ هڻڻُ: واپار جي اصطلاح ۾ اگهہ گهٽ
ٿيڻ. وَٽا يا ماٽا وغيره جو ڇيڄڻ.

– موڙِيُون موٽُون ڏيَڻُ (ت): ملاڪڙي ۾ ملهن جو هڪ ٻئي کي ڪيرائڻ لاءِ جاتا هڻڻ ۽ ڦيرائڻ گهمائڻ. (ميلو شهباز ٢٧١).

● موڙو ⁓ موڙا: ذ. سنهن کي ڏنل ور – موڙو مچڪو. انگهه – ڪَوَنچُ – انڪُور – ڪُوشو – سٽلو. درياهه جي پاڻيءَ جي چڙهي ويل زمين تي چاول هڪ قسم جو ٻوٽو. بيماريءَ جو هڪ قسم (جو ميهن يا آنن جي ڏڻ ۾ پوي). مال ۾ موڙو.

● مُوڙو ⁓ مُوڙا: ذ (سن. مُشٽ = مٺ) شاديءَ تي ڪنوار کي ڏنل سوغات وغيره. ٻيڙ – ڳنڍڙي – پڙي – هٽڙ – مُوڙِي – پڙوڻي. (سن. مُوتڪَر = ڪاري) ڪانن جي نهيل ڪُرسي – مُوڙهو. ڏکيءَ جو ننڍڙو اوهڙ. (ل).

– مُوڙو پائڻ: لاڳ ڏيڻ. شاديءَ کان پوءِ گهوٽ جي عزيزن جو ڪنوار کي ڪجهه مٺائي وغيره يا روڪڙ موڪڙي طور ڏيڻ.

– مُوڙو جهلڻ: مُوڙو وٺڻ.

– مُوڙو ڏيڻ: مُوڙو پائڻ.

– مُوڙِي جي ڳوٿري (ل): ث. گهوٽ جي ٽڪي ۾ بدل سوپاريون وغيره ٻيل هڪ پرتَ پريل ننڍڙي ڳوٿري. (ن–ب).

● مُوڙهه ⁓ مُوڙهه: ذ. (سن. مُوڍ = مُوڙهه) مُنجهه – ڳنڍيو. سنڌ – ٻنڌ. ڳنڍ – ڳوپ. مُنجهيل سٽ. عضوي جي سنڌ تي ٿيل سوج. پيٽ ۾ ٿيل بادي گولو – بادي سُور. درياءَ جو آهو يا گو جنهن مان پاڻيءَ جو ليڪال نه هجي. (ت). چوپائي مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم – (وهٽ جي) آنبڙي جو وڪڙ ۽ روڪ. (ذ. صفت). (سن. مُگڌ = موڳو) بيوقوف – نادان – چٽسو – بي عقل – مُوڙهل.

– مُوڙهه مُوڙهه: صفت. ڏُونبڙو – اونڌي ڪنڌ. ڪِروُنڌڙو. سُسيل – ڪِڪو و ڪو.

– مُوڙِهو مُوڙهو ⁓ مُوڙِها مُوڙِها: ذ. صفت. مُوڙهه مُوڙهه.

● مُوڙِهل ⁓ مُوڙِهل: ذ. صفت. مُنجهيل – مُنڌل – آلجهيل. مُنجهورو – ٻيچدار. (سن. مُهه = بيهوش ٿيڻ) حيران ٿيل. پريشان ٿيل. ڪِڪو و ڪو ٿيل – وائڙو – ششدر – گهبرايل. بيهوش. مُورک – بي سمجهه – بيوقوف – جاهل – نادان – بي عقل. موڳو. وِمُوڙل. گمراهه – ڀٽڪيل – ڏِڙڪيل.

● مُوڙهڻ: مصدر. (سن. مُهه = بيهوش ٿيڻ) بيهوش ٿيڻ – مُنجهڻ. (موڙهو – موڙهيو – مُوڙهل).

– مُوڙهه: صفت. مُنجهيل – مُنڌل. بيهوش. گمراهه. ويسو – حيران.

– مُوڙهو: صفت. موڙهل.

– مُوڙهو مُوڙهو: صفت. ٻانهون ۽ ڄنگهون پيٽ ڏانهن سوڙهيون ڪري سمهيل. غمگين ٿي اونڌي ڪنڌ ٿيل – مُوڙهه سُوڙهه.

● مُوڙهو ⁓ مُوڙها: ذ. (سن. مُوتڪَر = ڪاري) ڪانن جي ڪُرسي. ڳنڍڙي. هٽڙ. مُوڙو. ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم.

● مُوڙهو جبل: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موڙِهيو ⁓ موڙِهيا (ت): ذ. ٽڪو – مولهيو. (ل). ڳاڙهي حلواڻ جو ٽڪو.

● موڙِي ⁓ موڙِيُون: ث. صفت. (سن. مُد = هيٺ لهڻ) گهٽ – لاٿ واري. موڳي – ماٺي – ٿڌي – ڍِلي – مندي (بازار).

● مُوڙِي ⁓ مُوڙِيُون: ث. (سن. مُول = اصل) ڪنهن واپار وغيره ۾ سيڙايل اصل رقم. اصل رقم – مُور. سيڙپ – پونجي – ملڪيت. راس – ٻدارت. (سن. مُولِڪا = مُوڙي) ننڍي هٽڙ – ننڍي ڳنڍڙي – پڙوڙي. ٻچڪو – ٻيڙڙي. (سن. مُشٽ = مٺ) ڪانين جو ڪَنڌو. ڪانن مٺ. پنجويهن پيڙين جو ٻنڌل – جهُوڙي. ڪکن مان نهيل سينهُوڙي (جا مٽي تي رکي مٿانئس ڍِلو يا ڪوهه بار ڪٽجي) ويهڻ لاءِ ڪانن مان نهيل ننڍڙي ڪُرسي – پيڙهو.

– مُوڙِي ٻڌڻ: گڏو ٻڌڻ. پروڙي ٻڌڻ.

– مُوڙِي ٿيڻ: لفعو ٿيڻ – فائدو حاصل ٿيڻ. هميشه لاءِ ڦرڻ کائڻ جي اُميد رهڻ.

– مُوڙِي ھٽَڻ: ٻڌي ڇڏڻ – جدا ٿيڻ.

- مُوڙِ يُ ڪَڇَ ۾ هُئَڻُ: هل هلان ۾ هجڻ. هلند و وتڻ.

"ساران سنپور ڪي، ڪڇ ۾ موڙي،
ڪڇ لڏي، ساران ڪڍي" (ن - ب).

● موُزاتِيُ (ڪ): ث. مڪران جي کجور جو هڪ قسم.

● موُزَہرُ: ذ. (ف. موُزہ = پير + پر = کنڀ) ڪبوتر جو هڪ قسم - اهو ڪبوتر جنهن جي پير تي کنڀ هجن.

● موز نُدِ گاڻيُ: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● موُزوُ ۽ موُزا: ذ. (ف. موزہ) چمڙي جو جوراب. جتي - پيراز. ڪپڙي جو جوراب.

- موُزِي بَنڌُ ۽ موُزِي بَنڌَ: ذ. جورابن ٻڌڻ جو پٽو.

● مَوُزوُن: ذ. صفت. (ع. وَزَنَ) وَزَنُ ڪيل - توريل. ٺهڪندڙ - ٺهندڙ - لائق - جڪائيندڙ - مُناسب - واجب - زيبا - سُهائيندڙ - ٺيڪُ - دُرست. (آصفيہ).

● مُوسا: اسم خاص. ٺٽ ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوسا واهُ: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مُوستُ ۽ مُوستَ: ذ. (س. مِشُ = ٻهانو) ٻهانو - عذر - پوزش - گيگُ تالُ. هار سينگارُ - لاڏ ڪوڏ - ناز نخرو - انگل آرو. (ن - ب). سستي. (گاجرا).

● مُوسِڙوُ ۽ مُوسِڙا: ذ. ٻکيءَ جو هڪ قسم.

● مُوسَلَ: ث. (س). مُهرلو - مُهري. (گاجرا).

● مُوسَلوُ ۽ مُوسَلا (ل): ذ. (پرا. موسَلَ. س. مُوسَلَ = مُهرو) اَنُ ڇڙڻ جو ڪاٺ جو وڏو مُهرلو - مُهري - ڏنڊو - ڏڪرو.

● مُوسِلِيُ: ث. (س. مُسِلي) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽيءَ جي پاڙ (قوت باهہ ۽ ضعف دماغ لاءِ مفيد).

● مَوسَمُ ۽ مَوسَمُون: ث. (ع). مند - رُت - فصل - ٺُڙ. ويل - وقت - مهل. ايام - زمانو - سمو. موقعو. گج جي پرت جو هڪ قسم. (ڪ).

- مَوسَمِ بهار: ث. رت بسنت - بهار جي مند - گلن جي ڪلڻ جي مند. ربيع. ڦڳڻ. مارچ. جواني - جوڀن.

- مَوسَمِ خيزان: ذ. بن ڇڻڻ جي موسم - خريف. زوال جو زمانو - زمانہ تنزل. ضعيفي - پيري - ٻڍاپڻ. جوڀن جي پڇاڙي. (آصفيہ).

- مَوسَمِيُ ۽ مَوسَمِيُ: صفت. موسم جو. موسم وارو - منداڻو - ويلائتو - وقتائتو. ٺوري وقت لاءِ. ميوي جو قسم.

● مُوُسِن: ذ. پوڙها - پيرمرد - ٻڍا. (ديوان سانگي).

● موسو ۽ موسا: ذ. حياءُ - لڄ - حجاب - لبهہ - مرم. شرم. ڪنڌ - غيرت. حيف - بد نامي - شرم جي ڳالهہ. سبب. ٻهانو - عذر - مينهہ. (ڪ).

" جهوري جهڻ حي، موسو مکڻ جو." (چوٽي). منصوبو - ويرُ - سازش - نزاع - دشمني. (ن. ب). سيهٽو - طعنو - ٽنڪو - وين - ڏوراهو. (ٿ).

- موسو ڪرَڻُ (ڪ): ٻهانو ڪرڻ - عذر ڏيڻ.

- موسو مارڻُ (ٿ): سيهٽو ڏيڻ - طعنو ڏيڻ - وين ڏيڻ.

● مُوُسو ديرو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَوُسُوُمُ: ث. (ع). موسم. (گاجرا).

- مَوُسُمِيُ: صفت. موسمي ميوو.

● مُوُسيٰ: اسم خاص. هڪ نبيءَ جو نالو. (جو بني اسرائيل يعني يهودين ۾ پيدا ٿيو. جنهن تي توريت نازل ٿيو. کيس ڪليم الله جو لقب مليل آهي. سندس هٿ هميشه چمڪندڙ هو ۽ سندس لٺ مشهور آهي. هو يهودين جو پيغمبر، قاعدو ٺاهيندڙ ۽ اڳون هو. طور جبل تي خدا جو ديدار ڪيائين).

● مُوُسيانِيُ: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو. (تاريخ بلوچستان).

● مُوُسِيُ پونا (ٿ): اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● مُوسِي قَرِي: اسم خاص. هڪ لنڪ جو نالو.

● مُوسِيقِي: ذ (ع). ڳائڻ جو علم - ڳاين وديا. سنگيت - ڳائڻ - ڪلا.

= مُوسِيقار يا مُوسِيقَار: ذ. صفت. ڳائڻو - گوئيو - ڪلاونت - مُطرب - سازندڙ.

● مُوسِي مَڇِي: ث. مڇي جو هڪ قسم - مَنگر - منگرو. انساني مانس کائيندڙ هڪ وڏي مڇي. (ڊيگهه انڪل چاليهه فوٽ. (ڪاجرا).

● مُوش: ذ. (آنن ۾) ڦِڙن جي هڪ بيماريءَ جو نالو.

● مُوش يا مُوشَ: ذ. (ف. مُوش: سن. موشڪ = ڪئو). ڪوئو - چوهو - ڪئو.

● مُوشڪافِي يا مُوشڪافِيُون: ث. (ف). وار تان کَلُ لاهڻ جي حالت - باريڪ بيني. مڇيءَ مان ڪنڊا ڪڍڻ.

● موشو يا موشا: ذ. (سن. مُش = لڪائڻ، ڍڪڻ). پاسو - ٽارو - ڪنارو - گوشو. علحدگي - جدائي. شرم - حياءُ - لڄ. منهن لڪائڻ جي حالت - پردو - لِڪ - پرهيز.

- موشو ڪرڻ: پرهيز ڪرڻ - پري رهڻ - گوشو ڪرڻ - ٽارو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ. شرم ڪرڻ - حيا ڪرڻ - لڄ ڪرڻ.

● مُوصِلِي: ث. دوا طور ڪم ايندڙ پهاڙي ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙ ڪتب اچي). مُوسِلي.

● مَوصُوف: صفت. (ع. وَصَفَ) وصف ڪيل - ساراهه ڪيل - ساراهيل - واکاڻ ڪيل - واکاڻيل - ممدوح. بيان ڪيل - مذڪور. (ذ) علم نحو جي اصطلاح ۾ آهو لفظ جنهن جي صفت ڏيکارڻ ۾ اچي. (علم نحو ٦٠).

● مَوصُول: ذ. صفت. (ع. وَصَلَ) وصل ڪيل - مليل - ملايل - ڳنڍيل - لاڳاپيل. جڙيل - پڌل. (آصفيه). (ذ) گرامر موجب ضمير جو هڪ قسم. (جنهن جا ٻه قسم آهن: ١- ضمير موصول، ٢- ضمير جواب موصول).

● مَوضُوع: ذ. (ع). وضع ڪيل. رکيل - ڪيل. بيان ڪيل. (ذ). مضمون جو مقصد. عنوان. علم نحو جي اصطلاح ۾ بامعنيٰ ڳالهائڻ. (علم نحو ٢).

● موغِلو يا موغِلا: ذ. صفت. مغل خاندان جو - مُغليو - مُغلي.

● مَوقع: ذ. (ع. وَقَعَ). وجهه - وار - سمجهه - ساڄي - ٽڻ - داءُ - موقعو - سنو. واقعي ٿيڻ جي جاءِ.

= موقِعو يا موقِعا: ذ. موقع. واقع ٿيڻ جي جاءِ. (آصفيه).

= موقِعو ڏيڻ: مهلت ڏيڻ - مناسب وقت ڏيڻ. وجهه ڏيڻ.

= موقِعي تي: ظرف. پوري وقت تي - مهل تي.

● مَوقُوف: ذ صفت. (ع. وَقَفَ). بيهاريل - ڪڙو ڪيل. ٽاڙيل. ڪم کان روڪيل. نوڪريءَ کان برطرف ڪيل - برخواست ڪيل. ڪبي ڇڏيل. منسوخ ڪيل. مهمل رکيل - مهلت ڏنل. ترڪ ڪيل - ڇڏيل.

= مَوقُوف ٿيڻ: نوڪريءَ کان جواب ملڻ - برطرف ٿيڻ - برخواست ٿيڻ.

= مَوقُوف ڪرڻ: برخواست ڪرڻ - برطرف ڪرڻ.

= مَوقُوفِي يا مَوقُوفِيُون: ث. برطرفي - برخاستگي - معزولي - علحدگي. رد. اِلتوا - توقف.

● موڪَ يا موڪُون: ث. (سن. موڪش = ڇوٽڪارو). هيٺانهين زمين (جنهن ۾ پاڻي آساني سان اچي سگهي). ٻنيءَ کي واهن رستي ڏنل پاڻي. وهڪ (پاڻيءَ جي). وهندڙ پاڻي. جالارو پاڻي - گهڻو پاڻي. پاڻي جي آٿل - پالوٽ. گهڻائي - جهجهائي - زيادتي. (صفت). گهڻو - جهجهو - جام - ججهو - وڏيڪ - زياده.

= موڪا: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موڪِر يا موڪِرُون: ث. (سن. موڪش = ڇوٽڪارو). ويڪرائي - ويڪر - چوڙائي - ويڪراڻ - ڪشادائي - ڪشادگي - موڪراڻ. ٽوء - پيٽ.

= موڪِراڻ: ث. موڪِر.

- موڪِرائِيءُ ۽ موڪِرائِيئون: ث. موڪراڻ- موڪَر- چوڙائي.
- موڪِرو ۽ موڪِرا: ذ. صفت. ڪشاد و- ويڪرو- کلاصو- وسيع- چوڙو. گنجائشي- آزاد- جڳهه وارو- ڪليل- مُڪيو. وڏو.
● موڪِش: ذ. (سن). ڇوٽڪارو- آزادي- آزادگي- نجات- موڪا- مُڪتي.
● مُوڪِل: ذ. صفت. (ع). وڪيل ڪندڙ- اصيل.
● موڪِلڻ: مصدر. (سن. مُنڃَ = آزاد ڪرڻ) مُنجڻ- پٺڻ- روانو ڪرڻ- (قاصد) ڊوڙائڻ- (لشڪر) چاڙهڻ- پيچڻ. (موڪليو- موڪليندو- موڪليل).
● موڪَلَ ۽ موڪَلُون: ث. رُخصت- ڇُوٽيي- رضا- اجازت. إذن. رهائي- آزادي- ڇوٽڪارو- ڇوٽڪو. نوڪريءَ ڪان برطرفي- موقوفي.
- موڪَل آئيئي: جملو. جيڪي وٽيئي سو ڪر.
- موڪِلائي ۽ موڪِلائيون: ث. موڪل- اجازت- رخصت- روانگي- سانباهو. الوداعي. موڪلائڻ وقت ڏنل موڙو يا پئسا (خرچي طور).
- موڪِلائڻ: مصدر. رخصت وٺڻ- ڇُوٽي وٺڻ- اجازت وٺڻ- موڪل وٺڻ- الوداع ڪرڻ- موڪلائي ڪرڻ- خدا حافظ ڪرڻ. إذن وٺڻ- آزادي گهرڻ. (موڪلائيو- موڪلائيندو- موڪلائيل).
● موڪو ۽ موڪا: ذ. گِدڙيا جي چپ ۾ پيدا ٿيندڙ ڦوڙهيءَ جو هڪ قسم. (جمع. موڪا) بيماريءَ جو هڪ قسم. موڪن جي بيماريءَ جو جيت.
● موڪا (ث): اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● موڪا ۽ موڪائون: ث. (سن. موڪش = نجات) ڇوٽڪارو- رهائي. نذر- نذرانو. ڏڪنا.
● موڪائي (ث): ث. ڪنهن شيءِ وٺڻ جي عيوض (ڪُنير يا دڪاندار کي) ڏنل ڏنا (اناج).
● موڪِش: ث. (سن). موڪش- نجات.

● موڪَل ڀِٽهءُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● موڪڻ: مصدر. (سن. موڪشڻ = آزاد ڪرڻ). آزاد ڪرڻ- مُڪت ڪرڻ. مُڪتي ڏيڻ- نجات ڏيڻ. ڇڏائڻ- آزاد ڪرائڻ. عيوضو ڏيئي گروي مان ڇڏائڻ. عيوضو ڏيڻ- بدلو ڏيڻ. محصول ڏيڻ سان ڪا شيءِ آزاد ڪرائڻ. عيوض وٺي ڪا شيءِ ڇڏڻ. پوريءَ قيمت ۾ ڪٽڻ. احسان جو بدلو ڏيڻ- احسان لاهڻ. ڪنهن عمل سان خود کي ڇگو ثابت ڪرڻ- ملهائڻ- ٻرڪائڻ. ڪجهه ڪري ڏيکارڻ. سُنو ڪم ڪرڻ. ڪنهن کي ڏئيڻ- منتخب ڪرڻ- چونڊڻ- پسند ڪرڻ. انعام ڏيڻ- ورسائڻ. عزت ڏيڻ. (موڪيو- موڪيندو- موڪيل).
- موڪ ۽ موڪون: ث. آزادگي- رهائي- خلاصي- اجائيي- ڇوٽڪارو- نيستارو- نجات- موڪيرُ. پئسن يا محصول عيوض ڏيڻ سان ڪنهن شيءِ جي آزادي. (گاجرا).
- موڪُ ۽ موڪَ: ذ. موڪ. ڇوٽڪارو. معافي. آخرين ۽ دائمي خوشي. ڏنل شيءِ جو عيوض. ڏرمي پستڪ جي قيمت- مٿائي (پاڪ ڪتاب جي قيمت). ڏرمي ڪريا ڪرم جو عيوض- پئسا.
- موڪا ۽ موڪائون: ث. نَذر- نياز- سيسا- مُڪا. موڪ- موڪائي.
- موڪائِيءُ ۽ موڪائِيون: ث. موڪڻ جي بها يا مزوري- موڪ- موڪا.
- موڪائڻ: مصدر. آزاد ڪرائڻ- نجات ڏيڻ- ڇوٽڪارو ڏيارڻ. پاڻ ملهائڻ- مرڪائڻ- فخر ڪرڻ. (موڪائيو- موڪائيندو- موڪائيل).
- موڪَ ٿيڻ: ڪو بلو پيٽي ٿيڻ.
- موڪِش: ذ. نجات- موڪ. (گاجرا).
- موڪِيُ: صفت. موڪ ڪندڙ- آزاد ڪندڙ.
● موڪِيئي (ث): اسم خاص. ننگرپارڪر ۾ لُنڊ جي هڪ ڪاڻ جو نالو.
● موڪِيُ: صفت. (سن. مَديَہ = شراب) شراب چکائيندڙ. مَدو وڪڻندڙ- ڪلالُ. (اسم خاص).

هڪ عورت جو نالو (جا گوادر پاسي شراب وڪڻي
جو ڪم ڪندي هئي، هڪ لڳا سندس شراب جي
ڪنهن مٽ ۾ نانگ وجي پيو ۽ انهيءَ مٽ جو
شراب جن پيتو تي، سي مري تي پيا).
”مـوڪـي سندي مٽ ۾ مُري سپ پيئو،
اِيءَ قضا ڪم ڪيو، ڪونهي ڏوهه ڪلال جو“
(شاهه).
● موڳَرَ (ث): اسم خاص. ٻوٽي جو هڪ
قسم. گاهه جو هڪ قسم.
● موڳِرو ۽ موڳِرا: ذ. خوشبوءِ دار گل جو
هڪ قسم - مـڳِرو.
● موڳائڻ: مصدر. (سن. مـُهه = بيهوش ٿيڻ).
موڳو ٿيڻ. هوش خطا ٿيڻ. (موڳائيو - موڳائيندو -
موڳائيل).
● موڳَشٽ ۽ موڳَشٽَ: ذ. صفت. (سن. مـُهه =
بيهوش ٿيڻ). بي سمجهه - ڪند ذهن - موڳو.
● موڳو ۽ مـوڳا: ذ. صفت. (پرا. موڪو =
موڳو. سن. موڪ>مُـهه = بيهوش ٿيڻ. منجهيل -
موڙهل. اٺ ڳالهائو. گولڪو - مانيٺو. مسڪين -
اٻالو. اڻبوجهه - ڳوٺ - بي وقوف - ڪم ذهن -
بي عقل - مورک - گهيلو - موڳومتر. جهڪو (رنگ).
بيهوش - مـورڇت - وِسوِ وسائل. سست - ڍلو -
آرسي - تونٽي - ڪاهل - گهر. ڪيڪو ويڪو ٿيل -
حيرت زدو - وائڙو - نيو - حيران. (ث. موڳي ۽
موڳيون). (ذ). هڪ دئيت جو نالو. جن - ڀوت.
- موڳائي ۽ موڳائيون: ث. گهيلائي -
موڳائي. آٻائڪائي. بيهوشي - غشي - وِساماڻي - سستي -
گهيڙ - ننڊ. وائڙائي.
- موڳاڻ: ث. موڳائي.
- موڳومتر ۽ موڳمتر: ذ. صفت. موڙهل -
موڳشٽ.
● موڳهَه ۽ موڳهون (ث): ث. برساتي ڪڪر.
● موڳهو ۽ موڳها (ث): ذ. صفت. بيهوش.
● موڱو ۽ موڱا: ذ. صفت. (سن. مُدگَ =
مُـگَ) مڱ جو - مڱ وارو. مڱ جي رنگ تي -
موڱي - هلڪو سائو - سانيرڙو.

- موڳي ۽ موڳيون: موڳو.
● مول (ڪ): اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● مول ۽ مول (ڪ): ذ. پيڙيءَ جو هڪ عضوو -
ڪُوهي يا شيخلي جي چوٽي - مور. (اسم خاص).
ڪوهستان ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو. (ن - ب).
”ملير تيلاهه مرڪي، جيلاهه مول ماس.“
● مُول: ظرف. مُور.
● مُول ۽ مُول: ذ. (سن. مُول = اصل)
اصل. پاڙ - جڙ - چـڙهه - بيخ - بنياد - ڪير -
پيڙهه - بناء. ڌاتو - شبديوني. مهڳٽ - منيڊ -
ڏُرُ. پيدائش - پـهائي. ڪتاب جو اصل مضمون -
متن. علم رياضيءَ ۾ سنکهه جو اصل عدد (”پيو
مُول، ٽيو مُول“ وغيره). هڪ نکٽ جو نالو
(جنهن ۾ يارهن نحس تارا آهن). (صفت). اصلي.
بنيادي. مُنيڊ وارو.
- مُول ڀاشا: ث. اصلي ٻولي. بنيادي زبان.
- مُول پاپ: ذ. اصلوڪو گناهه. حضرت آدم
عليه السلام کان ٿيل گناهه.
- مُول ساڌن شبد: ذ. اصل لڪتل لفظ.
- مُول شبد: ذ. اهو لفظ جو ٻئي لفظ جو
بنياد هجي - ڌاتو - اشتقاق.
● مولا: ذ. صفت. (ع). مولي - مولو.
- مولائي: ذ. صفت. مولي جو طالب.
مولي وارو.
● مولاتو ۽ مولاتا: ذ. مولهاتو - پڳڙ.
● مولاداد: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾
هڪ ديهه جو نالو.
● مُلاري: ث. ڪاڏي جي ڪم ايندڙ مُوريءَ
جون ڏانديون ۽ پن.
● مولان: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ
ديهه جو نالو.
● مولانو ۽ مولانا: ذ. صفت. (ع). پڙهيل -
وِدوان - عالم - فاضل - پنڊت - مولوي. قابل -
هوشيار - ڄاڻو - ماهر.
● مولاوڙو: ذ. صفت. مـهاڇڙو.

● مولائيءُ: اسم خاص. هڪ قوم جو نالو (جنهن جي ڪڇ ضلعي ۾ اينڪ آهي).

● مؤلِفُ: ذ. صفت. (ع. لَف) ڪتاب جو تاليف ڪندڙ- ڪتاب جا مضمون گڏ ڪرڻ وارو- سنپادڪُ.

● مولڳوُ ۽ مولِڳا (ت): ذ. هٿني جو هڪ قسم- سڱن وارو هٺو. (حامي).

● مولِمُ ۽ مولمَ: ذ. (ع. مارُقَ = هوا) هوا- واءُ- باد- پون. اوپر جي هوا. (ڪاجرا).

● مولِموُ ۽ موليما: ذ. صفت. (ع. مُلَمّعُ) ڪنهن ڳيهه تي چڙهيل پاڻي- مُلمعو- مُلمو.

● مولوُ: ذ. (ع. مولىٰ) مولا- مولىٰ. (صفت). مُنهيل (سٽ وغيره) ڳانڍ وڙيل. ڳهنڊيدار (وار).

● مولُودُ ۽ مولُودَ: ذ. صفت. (ع. وَلَدَ) آهو ٻار جو پيدا ٿيو هجي- ڄايَلُ- ڄاپيَلُ- ڄَمِيَلُ- زاده. (ذ). جنم جو ڏينهن- پيدائش جو ڏينهن. پيدا ٿيڻ جو زمانو. حضور رسول صلعم جن جي ڄمڻ جو بيان. (آصفيه). رسول الله جن جي صفت ۾ چيل نظم. جنازي جي اڳيان سُر سان پڙهڻ لاءِ نبي ڪريم صلعم جن جي ثنا جا شعر.

= مولُودِيُ: ذ. صفت. مولود پڙهندڙ- شغل پڙهندڙ.

● مولِوِيُ ۽ مولِويُ: ذ. صفت. (ع). شرع جا احڪام ڄاڻندڙ- دين جو عالم- فقيه. ڌرم شاستر ڄاڻڻ وارو- شاستري. شريعت جو پابند. مُعلمُ- مُدرسُ. راج پنڊت- سيا پنڊت.

● مولِهَ (ت): ث. مُوڙي جي وَٽِ. ٽڏي يا ٽوني جي ڪِنار.

= مولِهَ وَرائِڻُ (ت): ٽڏي جون پُڇڙيون ورائي سبڻ.

● مولَهاٽوُ ۽ مولَهاٽا: ذ. مٿي تي ٻڌل وڏي ۽ ڍري پڳڙي- پڳڙُ- ڦيڙَهَ- مولَهو- پٽڪو- پڳ- دستار. (ث. مولهاٽي ۽ مولهاٽيون).

● مولهاٽوُ ۽ مولِهاٽا: ذ. مولهاٽو.

● مولهڻ: اسم خاص. تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مولِهوُ ۽ مولِها: ذ. مولهاٽو- مولهيو. پڳي جو هڪ قسم. وڏيءَ ڇمار وارو آٽُ. (ث)- ٻوڙهو آٽُ- ڪيٽ. (ث). (ث. مولهي ۽ مولهيون).

● مولِهيو ۽ مولِهيا: ذ. (س. مَئولي = ڪلنگي وارو) ڪلنگيدار پڳ يا پٽڪو. (ڳهاٽو- ڳرُ). مولهاٽو- مولهاٽو- مولهو.

● مَولىٰ: ذ. صفت. (ع). ڌڻي- مالڪ- والي- آقا- خاوند- سائين- صاحب. سردار- امير. ڇتي- سرتاج. باد شاهه- شاهه- پاتشاهه. سلطان- حاڪم. داتا. الله- ربُ- پريو- ايشور. خدا تعالىٰ.

● مولِيو ۽ موليا: ذ. مولهيو- مولهاٽو.

● مُوليو ۽ مُوليا: ذ. (س). هڪ نکٽ جو نالو. مُول لکتر ۾ ڄاڻايل ماڻهو. (صفت). سائو- هريو. زردو- هيڊو. (ڪاجرا). خوش- آسودو.

● موليڏنو حاجيُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موليڏنو شاههَ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مولِيمُ ۽ مولِيمَ: ذ. واڍڪي ڪم جي هڪ اوزار جو نالو- ماهيچيءَ جو هڪ قسم- گول ليڪن ڪيڏڻ جو اوزار. (ن.ب).

● مومَ: ث. (ف. مومَ. س. مَدُهُ‌تِشٽَمَ = ميڻ) ميڻ- آها شئي جنهن مان ماکيءَ جي مک پنهنجو مانارو ٺاهي.

= مومُ بَتِيءُ ۽ مومُ بَتِيُون: ث. ميڻ بتي- موميتي- شمع.

= مومُ جامو: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن تي موم لڳل هوندي آهي).

= مومُ دل: صفت. نرم دل- دل ڪونئرو- حليم- نرم طبع- نرم مزاج.

= مومُ روغنُ: ذ. ميڻ ۽ ترن جي تيل کي گڏي ٺاهيل روغن.

= مومي ۽ مومِيُ: ذ. صفت. ميڻ جو- ميڻ وارو. ميڻ جهڙو- نرم. (ڪاجرا).

= موميتيءُ ۽ موميتيُونُ: ث. ميڻ بتي- موم بتي- شمع.

● مُوٗمَرُ ۽ مُوٗمَرَ (ٿ): ذ. صفت. بي سمجهه- مست- چريو.

● مُوٗميڙائيءُ ۽ مُوٗميڙائيُون: ٿ. (ف. موميائي = مومڙائي). ڪاري رنگ جي هڪ مٽيءِ دوا (جا ڀڳل هڏ ڪي ڳنڍڻ جي ڪم اچي)- موميائي- موميري. (آصفيه).

● مُوٗمَلَ ۽ مُوٗمَلُون: ٿ. صفت. (سن. و = ٻيناڻ + مَلَ = مَر). پاڪ- پوتر. اجري- اڇي- اوجل. سهڻي- حَسين. (سر مومل راڻو- ڪَر). (اسم خاص). مومل راڻي واري قصي جي هڪ مشهور عورت جو نالو.

● مومِنُ ۽ مومِن: ذ. صفت. (ع. آمَنَ). ايمان وارو- ايماندار- ايمان آڻيندڙ- سچو مسلمان- مسلمان. دين تي پڪو. (اسم خاص). قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

● موميائيءُ: ٿ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم (جا ڀڳل هڏن کي ڳنڍڻ جي ڪم اچي)- مومڙ ئي. (مصر ملڪ ۾ پر ئي زماني جا مصالح جي زور تي رکيل لاش)- ممي.

● مُونُ: حرف جر. منجهان- مان- ڪان- وٽان.

● مُونُ: ضمير متڪلم. (پرا. مئيء: سن. مَيا = مُون). مان- آءٌ- پان- پنهنجو. (مي ضمير فعل متعدي جي ماضيءَ وارن زمانن سان ايندو آهي، جيئن "مون لکيو، مون پڙهيو" وغيره).

= مُونُ جهڙان: ظرف مون وانگر.

= مُون ڪَئي: حرف جر. ماسکهي (ٿ)- مون کي- پاڻ کي.

= مونُ ڳِرِ: حرف جر. مانُ ڳرِ- مون وٽ- مون تائين.

= مُونُ هَٽانُ: حرف جر. مون ڪان- مون وَٽان- منهجي طرف کان.

● مونُ: ذ (سن. مَونَ = ماٺ) ماٺ- چپ- خاموشي- سُنسان- سانت- سانوڙو. آرام- نسام- سامت- ڏ برج.

= مُونُ ڌارڻ: ماٺ ڏيڻ- چُپ رهڻ- خاموشي اختيار ڪرڻ- ڳُپ چُپ رهڻ.

= مُونِيءُ ۽ مُونِيءُ: صفت. سَن- خاموش. سامت- ساڪت- ساڪن. (اسم خاص). جوڳي فقيرن جو ماٺ ۾ گذاريندڙ هڪ فرقو.

● مُوٗنِثُ: ٿ. (ع. مُوٗنِثُ). ماده- مادي. عورت- زال. عورت جو مخصوص عضوو. (گاجرا). گرامر موجب جنس جو هڪ قسم- ماديءَ لاءِ ڪم ايندڙ جنس.

● مُوٗنجهُ ۽ مُوٗنجهُون: مُوٗنجهه: ذ. (سن مُه = بيهوش ٿيڻ). ساهه گهٽجڻ جي حالت- گهٽ- ٻوسٽ. سخت گرمي. سخت گهٽ- سخت گرميءَ سبب بيهوش ٿي وڃڻ جي حالت. ساهه جي بي آرامي- آنڌمانڌ. بي آرامي- بي قراري. بي چيني- ڳڻتي. فڪرات. هيانءُ تي بار- غبار. حيراني- پريشاني- وائڙائي (سٽ وغيره جي) منجهڻ جي حالت- مونجهارو- ڳالهه ورڙ. رولو- ڳُڙٻڙ- گهوٽالو. مونجهو.

= مُونجهارو ۽ مُونجهارا: ذ. مونجهه. رولو. ڳڙٻڙ. مونجهو.

= مُونجهو: ذ. مونجهه- مونجهارو.

● مُونجهاري: ٿ. ٻوٽي جو هڪ قسم (ولائتي ٻير جهڙو، پن کهرا، گل هيڊو ڪيوڙي رنگ تي مائل).

● مُونڊرُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُونڊرُ: اسم خاص. تعلقي دادو، تعلقي نگرپارڪر ۽ تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● مُونڊراڻي (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ٻڪٽي پاڙو).

● مُونڊاواه: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مُونڊاهي: ٿ. ڪنهن ٻه- چوپائي مال جي سارَ يا فرج.

● مُونڊو ۽ مُونڊا: ذ. اسم خاص. (ٻٽيءَ جو) ٻرنر- جلاوبو.

● مُونڊو ۽ مُونڊا: ذ. صفت. منڊ وارو يا گو- سهڙ. مُنهاڙو- اڳياڙي. (ذ). ڪُلهو. ٻيڙيءَ جي اڌ جي چوٽيءَ ۾ بدل رَسو.

● مُونڊُ (ت): ذ. مُنڍ - بنياد.

- مُونڊ و اُکتائڻ (ت): مهاڙو اُکائڻ. هروڀرو جهيڙو ڪرڻ - فساد ڪرڻ.

● مونڙو: ذ. گوڏو - مونو. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● مُونڙي ۽ مُونڙ ٻونُ: ث. ملهه يا ڪُشتيءَ راند ۾ هڻيل ٽوري گوڏي جي ٽوڪر.

- مُونڙي: ملهه راند ۾ گوڏي جي ٽوڪر ڏيڻ. انگڙو هڻڻ - ڦڙتي هڻڻ. رنڊ ڪوجهڻ - اڙڪ وجهڻ - ڇيڙڪ وجهڻ - رڪاوٽ وجهڻ.

● مُوسگر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ۾). (سينسز ١٩٣١ع).

● مُونڪ ڦري (ٿ): ث. ڀرت جو هڪ نمونو. ڪاڇو.

● مُونگهانُ (ڪ): ٻوٽي جو هڪ قسم (ٿارين ۽ ٿڙ جي ڪل تي ڪنڊا ڪنڊا ٿين، جن ۾ کير آهي، ذائقي ۾ لذيذ).

● مونو ۽ مونا: ذ. صفت. (سن. مُنڊ = ڪوڙڻ). ٿوڙهو. مٿي ڪوڙيل ماڻهو (خاص ڪري جيڪو سپ وار ڪوڙائي ڇڏي). سنياسي. (ذ). ساوڻ جي مُند ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گاهه جو قسم. (ل).

● مونو ۽ مُونا: ذ. گوڏو - ڳهٽنو. ڪورين جو هڪ اوزار - ٽُر جي ٻنهي پاسن کان زمين ۾ کُتل ڪاٺيءَ ٽُڪر (جن ۾ ٽُر ڦري سگهي). آڏاڻي کي جهلڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪلو. اڻ جي آڏي ڪاٺي - پانو.

- مُونا ٽيڪڻ: گوڏا هڻڻ - اوڙ ڪرڻ. لتاڙڻ. (ڪنايات - گر).

- مُونڙ ڀين: ظرف. گوڏن ڀر.

- مُون ۾ مُنهن ڀائڻ: گوڏن ۾ منهن وجهڻ. مراقبي ۾ ويهڻ.

● مُونهچي (ٿ): ث. ڀت جي شروعات وارو هنڌ.

● مُونيي ۽ مُونيون: ث. (ڪنهن به جانور جو) ڪريو - مُرو - مُريو. مُريي جا وار. (ڪاجرا).

● موڻ ۽ موڻ: ذ. (پرا. ميڻَ. سن. مَدنَ < مِد = مٺيو ڪرڻ) ڪاڏي طعام (يا شيءِ وغيره) کي لذيذ يا نرم ڪرڻ لاءِ اٽي ۾ گڏيل مکڻ يا گيهه. (ڪاجرا).

● موڻُ: مصدر. (سن. ما = ماپڻ) ماپڻ - ماپڻ.

● موڻي ۽ موڻيون: ث. (پرا. مَيڻَ. سن. مَدَنَ < مِد = مٺيو ڪرڻ) اٽي ۽ گيهه مان تيار ڪيل مٺائيءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ مٺاڻ گهٽ هوندي آهي). گهٽي گيهه واري ٽڪي. بسڪوٽ جو هڪ قسم.

- موڻيو: ذ. گهڻي گيهه سبب ڀُربُرو يا ڪچوريون. (ڪاجرا).

● مُوهُ: ث. (ف. مُوي = وار) وار. (ڪاجرا).

● مُوهُ ۽ مُوهَ: ذ. اسم. (پرا. مُهَ. سن. مُکَ = مُنهَن) مُنهن - مُکُ. مُهاڙ - مُوهڙ - مُهڙُ. (مارئي - گر).

● مُوهڙُ ۽ مُوهڙ (ڪ): ذ. مُنهن وارو پاسو - مُهڙُ - مُهاڙُ.

- مُوهنڪ ۽ مُوهنڪ (ٿ): ذ. موهڙُ - مُهڙ - مُهاڙُ.

- مُوهنگڙو: ذ. منهن - لنگهه - دروازو.

● مُوهبت: ث. (ع. وَهب) سخا. بخشش. (ڪاجرا).

● مُوهرُ: ذ. مُهراڻو جو مخفف. ٿرُ جي هڪ حصي جو نالو - پڪي زمين ۽ ٿرُ جي دنگ ملڻ وارو هنڌ - مُهراڻو - ڪسُ.

"ٿر ٿوهر، مُلڪ مُوهر" (ساونڻ).

● مُوهرو ۽ مُوهرا (ٿ): ذ. اٽ جي سنج جو هڪ قسم - مُونهن لاءِ منهن تي ڏاڪڻ جو چاڊيءَ جي ڦلڙين مان موڙُ.

● موهيل: اسم خاص. تعلقي خيرپورميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موهيلا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● موهنڊائي: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● موُهڻُ: مصدر. (سن. مُهُ = بيهوش ڪرڻ) بيهوش ڪرڻ - بي سُڌ ڪرڻ - وَسُ ڪرڻ. چيت چريو ڪرڻ. موهتَ ڪرڻ - مَنُ لُٽائڻ - عاشق ڪرڻ - مفتون ڪرڻ - دل ڪسڻ - دل وٺڻ - موهي ڇڏڻ. جادُو وجهڻ - منتر ڦوڪڻ - ڇلڻ. لالچائڻ - ڏاڍارڻ - ريجهڻ - ڏاڏ رائڻ - لوڀڻ - ڀرمائڻ. دَلبو ڏيڻ. ڀرپائڻ - ريجهائڻ. لَبُ ڏيڻ - لڀڻ. خوش ڪرڻ. (سن. مَدنَ > مِدُ = سڀو ڪرڻ) الي ۾ موڻ (ڳيهه) وجهڻ. (شايد! سن. مَردن = مهٽڻ). جلائڻ - ٻارڻ - ساڙڻ. (شايد! سن. مَدِ = هلڻ) موڪلڻ - روانو ڪرڻ. (ڪاجرا). (موهيو - موهيندو - موهيل).

▬ موُهہ ۽ موُهہ: ذ. هوش ڪم ٿيڻ جي حالت - بيهوشي. اڻڄاڻائي - بي خبري. اگيانتا - جهالت. پيار - پريت - محبت - سنيهه - ارواحُ - لڳني - پيوندُ - مَهنا - حُبُ - پريم - قُرب - پريتڙو - عشق. جادُو - منترُ - ٽونڻو. سحر. ڪشش - ڇڪَ. سڌَ - خواهش - چاهُ - چاهنا - چاهتَ. لوڀُ - لالچ. ٻاجهه - مهرباني - دَيا - ڪِرپا - ڀلائي. چريائي - مستي - جُنون سؤداءُ.

▬ موُهيتُ ۽ موُهيتَ: ذ. صفت. بيهوش - غش. اڻ ڄاڻ - بي خبر - بي سُڌ. موهيل - وسُ ڪيل. چيتُ چريو - اڪنُ ڇڪنُ - عاشق - مفتُون - فِدا - مست - شيدا - شيفته - فريفته. نهايت گهڻو پيار ڪندڙ. جادُو سان موهيل. نظاري جو ماريل. (آصفيه).

▬ موُهِجڻُ: مصدر. بيهوش ٿيڻ. عاشق ٿيڻ. پيار ۾ ڦاسڻ. اوڀجڻ.

▬ موُهِجي پوَنُ: عاشق ٿيڻ - پيارو گهرڻ - ڀانئڻ - پسند ڪرڻ.

▬ موُهہ رُوپيُ: ذ. صفت. ٺڳڻو - خيالي - وهمي - ميٿيا.

▬ موُهڙِ: ث. پيار - موهه - محبت. موهڙي. ث. موهڙ.

▬ موهنُ ۽ موُهنَ: ذ. صفت. چريو ڪندڙ. دل ڇڪيندڙ - موهيندڙ - منوهرُ - لاڏن - ساڄن - پرين - محبوب - دِلربا. ڪشش ڪندڙ - سهڻو. (اسم خاص). ڪرشن مهراج جو هڪ صفاتي نالو. مَن موهن.

▬ موهنِ مالا: ث. ڳِٺين ۽ موتن داڻن مان مالها. (ڪاجرا).

▬ موُهِنو ۽ موهِنا: ذ. صفت. موهن - موهڻو. (ث. موهيني ۽ موهنيُون).

▬ موُهِني ۽ موُهِنيُون: ث. صفت. دل ڇڪيندڙ عورت - موهيندڙ زال - موهيني. جادو ڪرڻ - ساحره. انگل آرو ڪندڙ عورت - بازاري عورت. (ڪاجرا). (ث). ٻئي جي دل وٺندڙ. منتر - وشي ڪرڻ - جادو - ساحري.

▬ موُهِني مَنتُرُ: ذ. ٻئي کي موهيندڙ منتر.

▬ موُهڻو ۽ موُهڻا: ذ. صفت. دل ڇڪيندڙ. موهنو - موهيندڙ پيارو (ث. موهڻي ۽ موهڻيون).

▬ موُهُو ۽ موُهُو: ذ. صفت. موهيندڙ - موهنو - موهڻو.

▬ موُهِي: ذ. موهه. پيار. عشق. ممتا. (ڪاجرا).

● موُهنُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موُهنُ ٿالُ: ذ. (سن. موهنُ = ڇڪيندڙ + سٿالَ = ٿالهه) مٺائيءَ جو هڪ قسم - چاش ۾ پڪل مڳن جو اٽو (جو ٿالهه ۾ پلٽائي ڇڏيو آهي).

● موُهنو ۽ موُهِنا: ذ. ڪبوتر جو هڪ قسم - اڇي منهن وارو ڪارو ڪبوتر.

● موُهڻُ: اسم خاص. رنيي ڪوٽ ڪان اوڀر طرف هڪ جبل جو نالو. لٽي جو نالو.

● مُوهو ۽ مُوها (ڪ): ذ. وڻ جو هڪ قسم.

● موُهِيڙو ۽ موُهِيڙا: ذ. جوانيءَ جي وقت منهن تي نڪتل چمڪندڙ داڻو (ڦُرڙيءَ وانگر).

● مُوءِ ۽ مُوءِ: ذ. (ف مُو = وار) وارَ. چوٽا - جٽائون. آونداهہ - ڪاراڻ (ڪ).

● موُٺيرا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● موُنيرو ۽ موُٺيرا (ت): ذ. گل جو هڪ قسم (هيءُ گل اڪثر هبٽي ٻاسي ٿيندا آهن، جن مان شراب ٺڪرندو آهي). (سنڌ جو سيلاني).

ڀُونهي يا وڻ جي ٽارين کي مروڙي، ٽانوَ صاف ڪرڻ لاءِ ڪاهيل مُوئو. ٻُهتَ سان پريل جانور جي کَلَ. (ت). ٻُتُ- ٻوتو.

● موٽڻُ: مصدر. (سن. مرد نَ = مهٽڻ) ٻنهي هٿن سان مَسرڻ. مهٽڻ ملائڻ. لوئڻُ (ڪهڙو) نپوڙڻ - مروڙڻ. موڙڻ. وَٽڻَ - ويڙهڻ. وراٽڻ. (پرا. متيَڻُ. سن. ميدُ = سٿيو ڪرڻ) ڪنهن شيءِ کي سٿيو ڪرڻ ۽ ملائڻ. گهه سان اٽو ڳوهڻ.

- موٽڻُ ڪَرَڻُ (ت): ڪُروڙي اٽي ۾ گيهه ميلائڻ.

● موٽيشي ۽ موٽيشيون: ث. موٽيي.

● موٽيو ۽ موٽيا: ذ. مُوٽيو.

● مُونو ۽ مونا: ذ. مترَن جو چِڱو - مُوڙو. (ت). ڪَکن يا اڳڙين مان ٺاهيل مَونرو. (ل-ت). مَشعل - مَشال. وڻ جو هڪ قسم. (ڪ).

● مُوئيي: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مُوئيڊانُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● موٽيڊاڻ: اسم خاص. مُول گان آپرندي طرف هڪ جبل جو نالو. (ن-ب).

● موٽيرو ۽ موٽيرا (ت): ذ. آٽَ جي ٽلاڻ جي گادين ۾ نرم ٿيڻ لاءِ وڌل ڪانُهن جي سرن جا ٻند. (حامي).

● موٽيلو ۽ موٽيلا (ٿ): ذ. تيرن ۽ مڱن جي فصل کي نقصان رسائيندڙ جيت جو هڪ قسم.

● موُيا: ذ. (ع. ماء) پاڻي - آب. (ن-ب). (اسم خاص) تعلقي ڪُونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَويشي: ذ. (ف). چوُپايو مال - وهٽ وانو. چوپائي مال جي وڪري تي ورتل سرڪاري محصول.

● مَهُ: ذ. (ف. ماهُ جو مخفف). چنڊ - قمر - ماهتاب - چنڊر - چندرما. (ع.ا.د).

● مَهُ (ڪ): ذ. (سن. مَه = ماکي) ماکيءَ جي مَک - شهد مَکي.

● مَهُ ۽ مهَ: ذ. صفت. (سن. ميشُرَ = گنڊيل) گنڊيل - گاڏڙ - مُرڪب - ميليل رليل.

● مِهُ: ذ. صفت. (ف). وڏو. بزرگ.

● مِهُ ۽ مِهَ (ل): ذ. (سن. مش = بهانو ڪرڻ). بهانو - مينهن - عذر. چارو - علاج. (ديسي - گر).

● مَها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَها ۽ مَها: صفت. ظرف (سن). وڏو - شاهي - ڪبير. آتم - عالي - بُلند - آچو. ڏاڍو - سخت. زوروارو - قوي - ڳرو. مضبوط. تمام گهڻو - بي انت - اپار. زياده (ظرف) ڏاڍو - نهايت - تمام - بلڪل - زور - نيُور. (ذ). اڪثر مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ "مَها پُرش، مَهاتما وغيره"

- مَها آدوگيُ: ذ. صفت. وڏو مَحنتيُ - جفاڪش - آورچ.

- مَها بِراهِمڻُ: ذ. صفت. پِترن جو ڪريا ڪرم ڪرائيندڙ براهمڻ.

- مَها بَلِي: ذ. صفت. تمام گهڻي طاقت وارو - پَلوان پهلوان.

- مَها پارتُ: ث پارت يا هندستان جي وڏي لڙائي - عظيم جنگ (جا پاندون ۽ ڪورون جي وچ ۾ لڳي هئي). مهاپاري جنگ جي احوال وارو ڪتاب.

- مَهاتمُ ۽ مَهاتمَ: ذ. صفت. وڏائي. ساراهه. ڪنهن به نيڪيءَ جي ڪم مان مليل فائدو. ڪنهن ڌرمي پستڪ پڙهڻ مان مليل لاڀ - ثواب.

- مَهاتِما ۽ مَهاتِما: مَهاتِمائون: ذ. صفت مَها آتما - پاڪ روح وارو ماڻهو. وڏو پهتل ماڻهو - خدا ترس - ولي - سَنت. نيڪ چلن - گڻوان. پاڪ.

- مَهاتِما پُرشُ: صفت. وڏو ولي.

- مَهاپاپِيُ ۽ مَهاپاپِيُ: ذ. صفت. وڏو گنهگار.

- مَهاپرسادَ: د. ديوتائن کي نذرانو ڏنل کاڌو يا ڦل ڦاڙعيل - ديوتائن کي ڏنل کاڌي جي پيٺا. (خالصن جي چوڻي). ريڌو گوشت.

- مَهاپُرش: ذ. صفت. وڏو ماڻهو. مهاتما. وڏو سَنت.

= مَهاڀَرلئي: ث. پورڻ لئي - قيامت.
= مَهاڀَرُو يِنُ ۽ مَهاڀَرُو يِنَ: ذ. صفت. بلڪل هوشيار.
= مهاڄَنُ: ذ. صفت. وڏو ماڻهو. مشهور ماڻهو. چڱو يا ديندار ماڻهو. سوداگر. صراف. هندو واپارين جي پنچايت - مهاڄَنُ. پنچات.
= مَهاچارُ: ذ. ث. مچيءَ مارڻ جو هڪ وڏو چار. رولو - مونجهارو - گوڙ. وڳوڙ. جنجال - زحمت - ڪشالو - جاڪوڙو. مشڪلات - تڪليف.
= مَهاڄَنُ ۽ مَهاڄَنِ: ذ. صفت. مشهور ماڻهو. پَريو مُڙس - چڱو مڙس - پَٽيل - مُکي - سردار. ايماندار. پَٽڙي جو واپاري. واپاري - سوداگر. شاهوڪار - شراف - صراف. (هندن جو هڪ) فرقو - نيات - سماج پنگت. ٽولي - جماعت - سڳر - مهاڄن.
= مَهاديو ۽ مَهادِيو: ذ صفت. چمڪندڙ ۽ نوراني چهري وارو. (اسم خاص). هندن جي شيوُ مهراج جو پيو نالو.
= مَهاراتِ (ث): ث. وڏي رات. چيچ جي روانگي واري ڏينهن کان اڳين رات.
= مَهاراجا ۽ مَهاراجائُون: ذ. صفت. وڏو راجا - شهنشاهه - سلطان - قيصر.
= مَهاراڻو ۽ مَهاراڻا: ذ. صفت. مهاراجا.
= مهاراڻي ۽ مَهاراڻيُون: ث. صفت. وڏي راڻي - باد شاهه بيگم - قيصره - ملڪه.
= مَهاساگَرَ ۽ مَهاساگَرَ: ذ. وڏو سمنڊ - بحر.
= مَهاشيُ: ذ. صفت. سٺو ماڻهو - آبرو وارو - مُعزز - مانوارو - مانائتو. جناب - مسٽر.
= مَهاگَرمُ: ذ. صفت. تمام گرم - سخت ڪوسو.
= مَهامَري: ث. وڏو مرض - وڏي بيماري. تمام گهڻو موت آڻيندڙ ڪا به بيماري. پليگ.
● مَهابو ۽ مَهابا: ذ. (ع. حب). لا پاڀو - واسطو. اثر. سڄ ٽپ - ڏيٺ - صدقو.
= مَهاپيءَ: ظرف. لا پاڀي سان. سڄاٽپ سان. صدقي.
● مَهاڀارَتَ: ذ. (سن). هندن جو وڏو ڌرمي ۽ تاريخي ڪتاب (جنهن ۾ آرين جي پن ڏرين ڪورون ۽ پانڊون جي لڙائي جو احوال درج آهي).
● مَهاتَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر سنڌ ۾) (سينسز ١٩٣١ع).
● مهاجَرِ (ت): اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● مُهاجِرُ ۽ مُهاجِرَ: ذ. صفت. (ع. هَجَرَ) هجرت ڪندڙ - لڏيندڙ. هڪ هنڌان لڏي ٻئي هنڌ ويندڙ - پنهنجو اصلوڪو ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪندڙ. مسافر. ترواسي. حضرت محمد صلعم جن سان گڏ مڪه شريف کان مدينې منور ڏي هجرت ڪندڙ.
= مُهاجَرت: ث. وڇوڙو - لاڏائو. علحدگي - جدائي. وطن ڇڏي هليو وڃڻ جي حالت - هجرت.
● مُهاچِڙُ: ذ. صفت. (سن. مُکَ = وات) ساڳيءَ ماءُ جو ٻهربون مَري ويل پارُ چمڻ کان پوءِ پيو چاول (پار) نازڪ ۽ ڏچٽو (پار). مُهاچڙو - روئٽو - آبديده - روئڻهارڪو.
= مُهاچِڙو ۽ مُهاچِڙا: ذ. صفت. مُهاچڙ.
● مُهادِيُ ۽ مُهادِيُونُ (ل): ث. وڪري لاءِ ڪُٺل وڏو جانور (ڍڳو - پاڏو وغيره).
= مُهادِيُ ڪرڻُ: وڏو جانور ڪُهي وڪڻڻ.
● مُهاڏو ۽ مُهاڏا: ذ. (سن. مُکَ = وات. ع. محاذ) مُهنڙ - اڳ - مُهاڳ - مُهاڙ - اڳياڙي. جنگ وغيره ۾ اڳيان ٿيڻ يا آن جي منهن ۾ اچڻ جي حالت. فوج جو اڳيون پاسو.
= مُهاڏا آنڪائڻُ: ڪنهن به ڳالهه نه ڪرڻ لاءِ سمجهائڻ. حجت ڪرڻ.
= مُهاڏو آنڪائڻُ: منهن ڏيڻ. بحث ڪرڻ - ضد ٻڌڻ - هٺ ڪرڻ. رڳڙو ڪرڻ. جنگ جوٽڻ - جهيڙو ڪرڻ - سامهون ٿيڻ.
= مُهاڏو ڏيڻُ: مُهاڏو انڪائڻ.
= مُهاڏو ڪرڻُ: سامهون ٿيڻ - دوبدو ٿيڻ - منهن ڏيڻ - مُهاڏو انڪائڻ. مقابلو ڪرڻ - چٽاپيٽي ڪرڻ - ويڙهه ڪائڻ. اوچتي ملاقات ڪرڻ. پاڻ ڏي مخاطب ڪرڻ. (ن - ب).

● مُهاڏِيُ ۽ مُهاڏِيُونُ (ت): ث. شڪار ڪرڻ مهل آها ڪاٺي جنهن تي بندوق رکي هڻجي.
● مَهارَ ۽ مَهَارُونُ: ث. (ف). آٺ جي ناڪ‌پلي - لاٽي. ناڪيليءَ ۾ پڌل رسو (جنهن سان آٺ کي هلائجي). ڏندن جي مٿان وارو گوشت - ڏندن جي پاڙ وارو گوشت - مَرمي.
- مَهار موڙَڻُ: سواريءَ واري جانور جي واڳ ورائڻ. موٽڻ - موٽي اچڻ.
”تو لئي گهڙيون ڏکيون گهاريان،
موڙي آءُ محب مهارون.“
(بيدل).
● مِهارُ ۽ مِهار: ذ. صفت. مينهون چاريندڙ - ميهار - ميهر.
● مَهار: ث (پرا. مَچ: سن. مَادَيتَ > مَدَ = ميلاپ جي خواهش ڪرڻ) جانورن (چوپائي جو) پاڻ ۾ ميلاپ ڪرڻ جي خواهش - چاٺو - وهر - پوڪ.
● مَهارَتُ: ث. (ع. مَهَرَ). اُستادي - هوشياري - قابليت.
● مُهار جَڻُ: مصدر. (پرا. مَچ: سن. مَادَيتَ > مَدَ = ميلاپ جي خواهش ڪرڻ). ماديءَ جو نَرُ سان ملڻ واسطي تيار ٿيڻ. (گهوڙيءَ جو) چاٺو ڪرڻ - (ڳانءِ جو) وهَرجڻ - (ٻڪريءَ جو) پوڪجڻ (مُهاريو - مهاريندو - مهاريل).
● مُهارڙو: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مَهارو ۽ مَهارا: ذ. (ع. مِهَادَ). پردو - پوش. کٽ جو پردو. ڍڪيل کٽ - مهاري. ڇپرکٽ. پلنگ. سيج هندورو. (اسم خاص). تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- مهاري ۽ مهاريون: ث. مَهارو. مجرداڻي.
● مَهارو ۽ مُهارا: ذ. (سن. مُکَ = منهن). گهوٽ ۽ ڪنوار جي ڀهريون پٽيي راتيون گڏ گذارڻ جو هنڌ. شاديءَ بعد گهوٽ ۽ ڪنوار جي گڏ سمهڻ جي جاءِ.
- مَهاري ۽ مَهاريُون: ث. مهارو.

● مَهاڙَ ۽ مَهاڙُون: ث. جڳهه جي مسواڙ - ڀاڙو - ڪرايو. سامان جو ڀاڙو.
● مُهاڙُ ۽ مُهاڙَ: مُهاڙُون: ذ. ث. (سن. مُکَ = وات). منهن - مُک - مهاندو - مُهڙ - اڳيون حصو - مهاڳ - مهاڳو - آڳر - اڳياڙي. آڳِند. مُهاڙي. (اسم خاص). نئي ٻارڻ جي آترئين پاسي هڪ جبل جو نالو. (ڪ).
- مُهاڙو ۽ مُهاڙا: ذ. مُهاڙ - مُهڙ. ڏاٽي جو منهن. (ظرف). منهن آڏو - اڳتو - نگاهه ۾ - نظر ۾ - سامهون.
”مڙ ماڻهو جيڪي منهندا مهاڙي ۾ رهيا.“
(احمد ملاح).
(ذ). جانورن جي وات ۽ پيرن جي هڪ بيماري جو نالو. (ت). (اسم خاص). تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مُهاڙِيُ ۽ مُهاڙِيُونُ: ث. مُهاڙ - مُهڙ - مُهاڙو. ڪنهن به جاءِ جو منهن يا مهاڳ. شڪار ڪرڻ ۾ جانورن کي بند ڪرڻ لاءِ چوڌاري لوڙهو - جهنگلو - پنهير - لڪڙ ڪوٽ - لڪڙائين آڙ. ٻهرئين طرف ڪان در جو مٿيون پاڳو. (ذ. صفت). گراهڪ - ڏيتي ليتي وارو. (ل). (اسم خاص). تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مُهاڪَ ۽ مُهاڪُونُ (ت): ث. سانداري پڌڻ جو ڏورو.
● مُهاڪڙو ۽ مُهاڪڙا: ذ. (سن. مُکَ = وات). ڄاڻ سڃاڻ - واقفيت - سهپو - ڏيٺ. خبرچار. (ث. مُهاڪڙي ۽ مُهاڪڙيونُ).
● مُهاڳَ ۽ مُهاڳَ: ذ. (سن مُکَ = وات). ڪنهن به جاءِ جو اڳيون پاسو - مهاڳ - جاءِ جي اڳيان خالي پيل ميدان - پڌر - آڳر - اڳياڙي - مهاڙ - مهاڙي.
- مُهاڳو ۽ مُهاڳا: ذ. مهاڳ.
● مَهامَرِي: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڪالرا. پليگ. مهان. صفت. (سن). مها.
● مُهانُچِرو ۽ مُهانُچِرا: ذ. صفت. مهاچڙو. (ل.ب).

● مَهانڊِ: ظرف. (سن. مُکَ = وات) اڳ ۾ - شروع ۾ - اوائلي. ڀهريائين. مَهِند. (ڪاجرا).

● مُهانڊُ ۽ مُهانڊ ؛ ذ. اسم. (سن. مُک = وات) ڳئون جو مُنهن.

● مَهانڊي ۽ مَهانڊِيُون (ث)؛ ث. ڳهوٽ جي پيڻ - نِشان - نِشَندَ.

● مُهانڊَ: ث. (سن. مُکَ = مُنهَن) مُنهَن - شڪل - چهرو - رُوءِ - صورت - مُهانڊو.

- مُهانڊو ۽ مُهانڊا: ذ. مُنهَن - شِڪل - چِهرو - مُهانڊَ. نمونو - حُليہ - بناوت - ڊِؤل - شبيهہ. ٻُوچُ - ٻُنجو - ڍَڪُ.

- مُهانڊو ُڙسُ (ت): ذ. صفت. ڏسڻ وائسڻ - معتبر - چڱو مڙس - آبرُوءَ وارو.

● مَهانگُ ۽ مَهانگ: ذ. ث. (سن. مَها = وڏو + ارُگهہ = اگهہ) ڳرو اگهہ - مهانگائي - تيزي - گِراني - اَگهِي - آڪرائي. ڏڪار - قحط - ڪال.

- مَهانگائي ۽ مهانگائِيُون ؛ ث. مَهانگُ.

- مَهانگُ مَچڻ: مهانگائي ٿيڻ - آڪِرائي ٿيڻ. هر شيءِ جي اَڳاٽ ٿيڻ - ڏُڪر پوڻ.

- مَهانگو ۽ مهانگا: ذ. صفت. گهڻي بها وارو - گِرانُ - آڪِرو.

● مُهانُئو ۽ مهانُوا: ذ. صفت. (سن. مُکَ = وات) منهن ورو - مڏو.

● مَهانُئِين ؛ صفت. (سن. مُکَ = وات) مهمايل - ويڙهل - گهايل - ڦٽيل زور وارو. شوخ - وحشي - دِرندو. سُورمو - سُورهيہ - بهادر - ٻَلِي - ٻَلوان - جوڌو. آزموديگار. مَهائين.

● مُهاڻا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مُهاڻو ۽ مُهاڻا: ذ. صفت. مڇي مارينڌڙ - ماڇي. ميربحر - ملاح. (ث. مُهاڻِي ۽ مُهاڻِيُون).

- مُهاڻِڪو ۽ مُهاڻِڪا: ذ. صفت. مهاڻي جو - مُهاڻي وارو.

● مُهاڻِي: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● مَهاوتُ ۽ مَهاوتَ ؛ ذ. صفت. زور وارو - زبردست. هاٿي هلائيندڙ - فيلبان - پيلوان.

● مَهائِڻ: مصدر. پاڻ کي وڏو ڀائڻ - آڪڙڻ. ٽورو مڙهڻ. "هڪڙو پنڻ، ٻيو مَهائڻ" (پهاڪو). (مَهائيو - مَهائيندو - مَهائيل).

● مهائِي: صفت. مهمايل. ويڙهل - ڪُٺل. مُٺل - ڦُرِيل. (ڪيڏارو - ڪر) زور وارو. وريام - سورهيہ - پهلوان. آزمودگار. سردار. مَهائِين.

- مَهائِين: صفت. مَهائِي.

● مِهِتِ: ث. (ع. مَسجِد) مسجد.

"مِهِتِ اڏايان ڪِينَ مندر جوڙايان"

(سليمان شاهہ).

"جانسين ٻسين پاڻ، تانسين مِهِتِ مڙهي جو".

صفت. (سن. مَهَرَ = وڏو) گهڻو. چڱو - مِڙو. (ڪاجرا).

● مُهَتُ ۽ مُهَتَ: ذ. (سن. مَهتو = وڏائي) عزت - آبرُو - مانُ - آبُ. سوڀ - فتح - جيت - ڪاميابي.

- مُهَتُ ٿيڻُ: عزت ٿيڻ - مان ٿيڻ. شرف حاصل ٿيڻ.

- مُهتدارُ ۽ مُهتَدارَ ؛ ذ. صفت. آبرو وارو. وڏائيءَ وارو. ڳُڻوان.

- مُهَتُ لَهڻُ: عزت حاصل ڪرڻ - آبرُو وٺڻ - مانُ حاصل ڪرڻ.

- مُهتو ۽ مُهتا: ذ. صفت. عزت وارو - مانائتو - شانائتو - آبرُو وارو - مُعتبر.

● مَهتابُ ۽ مَهتابَ ؛ ذ. (ف). چَنڊُ - قَمر - چندرما - ماهتاب. چنڊ جي روشنائي - چانڊوڪي. معشوق. معشوق جو مُنهن.

- مَهتابي ؛ ذ. صفت. چنڊ سان مشابهت رکندڙ - چنڊ جهڙو. سهڻو - حَسين. (ث). آتشبازيءَ جو هڪ قسم. ماتامي.

● مهتابي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● مُهتَدِي: صفت. (ع. هدىٰ) هدايت وارو. سياڻو. (ڪاجرا).

● مِهتَرُ ۽ مِهتَرَ: ذ. صفت. (ف). وڏو ماڻهو - معزز ماڻهو. سردار - بزرگ - مهندار - ڏُرو - اڳوان. چُهڙو - ڀنگي.

- مِهتَراڻِي ۽ مِهتَراڻِيُون ؛ ث. ڀنگياڻي.

● مُهتَمِمُ: ذ. صفت. (ع). ناظر. منتظم. اخبار نويس ـ سمپادڪ مدير ـ ايڊيٽر.
ـ مُهتَمِمي: ث. مهتمم جو ڪم ـ سمپادڪي ـ ايڊيٽري.
● مَهتو ۽ مَهتا، ذ. صفت. (پرا. مَهتّر. سن. مهتّر = وڏو يا مهڏاوَنُ = عقل وارو) وڏو ماڻهو ـ مکيہ ماڻهو. لکپڙهہ جو ڪم ڪندڙ هندو ـ ديوان ـ عامل. حساب رکندڙ ـ ليکاري. جاين وغيره جي سنڀال ڪندڙ هندو. (ذ). هندو سيٺن جو هڪبني ڪي ڏنل لقب. سنڌي هندوءَ کي سنڌي مسلمان جو ڏنل مانائتو نالو ـ واڻيو. هندو (صفت). گهورڙيو ـ ڦيريءَ وارو. (ث. مَهتي ۽ مَهتيُون).
● مَهٽَڻُ: مصدر. (سن. مَردَن. مَرج = صفا ڪرڻ) صفا ڪرڻ ـ اڇو ڪرڻ ـ چلڪائڻ. ڪَلَ لاهڻ. گهڪو ڏيڻ ـ گهَمَڻُ ـ مَلَڻ. چِپَڻُ ـ چهنبائڻ. چِٿاڙڻ ـ چِٿَڻ. نِپوڙڻ ـ مَروڙڻ. نِچوڙڻ. هٿن ۾ لوڻڻ. گهوٽڻ. سهٽي چورو ڪرڻ. ميٽ وغيره پاڻيءَ ۾ ملائڻ. مالش ڪرڻ. دٻائڻ ـ چڙهڻ ـ دٻائڻ. چَپيٽ ڏيڻ ـ اِيذاءُ پهچائڻ ـ ڏکوئڻ ـ تڪليف ڏيڻ. (مهٽيو ـ مهٽيندو ـ مهٽيل).
ـ مَهٽَ ۽ مَهٽُون: ث. صفائي. اڇائي ـ اُجرائي. چلڪو. گهڪو ـ مَهِٽو ـ گِسڪو ـ گهٽو ـ رهڻو ـ رِڳڙو. مَلَ ـ مالش. چِپ ـ چِٿَ. نقصان ـ ٽوٽو ـ گهاٽو ـ تاوان. مصيبت ـ آپدا ـ آفت ـ سختي ـ مشڪلات. ٽَڪَ ـ مَهڪي ـ ٽَڪاوَٽَ ـ ٿاڪيڙو ـ ماندگي اِيذاءُ ـ سُورُ. چوپائي مال ۾ پيل بيماريءَ جو هڪ قسم. خارش ـ ڪارس ـ ڪَرَ ـ ڪرنهن. (ڪ).
ـ مَهٽائِڻُ: مصدر. مهٽڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. صفا ڪرائڻ. چپائڻ.
ـ مَهٽَ مَهٽَ ۽ مَهٽُونُ مَهٽُونُ: ث. مَلَ شَلَ. صفائي ـ اڇائي ـ اُجرائي. ٺاهہ ٺوهہ ـ سينگار. ڇنڊ ڦوڪ.
ـ مَهٽَ مَهٽَ ڪَرَڻُ: مَلَ شَلَ ڪرڻ. صفائي ڪرڻ. ڇنڊ ڦوڪ ڪرڻ. سينگار ڪرڻ. ٺاهہ ٺوهہ ڪرڻ.

ـ مَهٽُو ۽ مَهٽا: ذ. گهڪو. رهڻو. چِپَ. دٻاءُ. سختي. تڪليف. مَهٽَ.
ـ مَهٽيِلُ ۽ مَهٽيِلَ: ذ. صفت. مَليل ـ صاف ڪيل ـ صفا ڪيل. مَروڙيل ـ نِپوڙيل ـ چِپيائيل چِپوٽيل.
● مَهپارو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● مُهجَرُ ۽ مُهجَرَ: ذ. ڪنهن ڳالهہ جو بيان. مباحثو ـ تڪرار ـ وادُو وادُ ـ بحث ـ رَد قَد. مَهجر.
● مَهجُورُ ۽ مَهجُورَ: ذ. صفت. (ع. هَجَر). دَرد وارو ـ دَردي ـ جدائي جو ـ صدمو رسيل.
● مَهچَرُ ۽ مَهچَرَ: ذ. مَهجر.
ـ مَهچَرُ مَچائِڻُ: اُڌڙ ڪرڻ ـ شور ڪرڻ ـ گوڙ مچائڻ.
● مَهدُ ۽ مَهدَ: ذ. (ع). ٻار جو پينگهو ـ جهولو. (سن. مَهَٽَ = پُوجَ). وڏو ـ مکيہ ـ آتم ـ اعليٰ. هنيلو ـ نِبَر ـ هوڏي ـ اڙٻو ـ شدتي ـ ضدي ـ بحثي. نِڪمو ـ ناڪار ـ نِڪارو ـ نِڪار ـ بيڪار ـ آجايو ـ اَڪيارٿو ـ وِرٿو ـ وائيگان.
ـ مَهدائِي: ث. وڏائي. آتمتا.
ـ مَهدُ جَنُ ۽ مَهدُ جَنَ: ذ. صفت. مَهاپُرش ـ بزرگ ـ نيڪ ـ ڀلارو ـ سڀورو.
● مَهدو ۽ مَهدا: ذ. صفت. (پرا. مَهہ = مُکُ + اندو = وارو). اڳواڻ ـ سردار ـ مهندار ـ مَهندو. (مارئي ـ ڪر). (سن. مُکتَهہ = مُکتي) مُکتي ـ ڇوٽڪارو (قيامت ۾).
● مَهدِي: ذ. صفت. (ع). هدايت ڪندڙ ـ هادي. رهنما. (اسم خاص). ٻارهين امام جو نالو (جو اڃا تائين ظهور ۾ نہ آيو آهي).
● مُهذَّبَ: ذ. صفت. (ع). عيبن کان پاڪ ـ بي عيب. خوش اخلاق ـ نيڪ خصلت ـ فضيلت وارو ـ باادب.
● مُهبدُ ۽ مُهبدَ: ذ. (سن. مُکَ = وات). مُنهن. (ڪاڇرا).
● مَهڊو: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● مَهُرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مهرَ ۽ مَهَرُون: ت. ڏندن جي پاڙ وارو گوشت - مرڙهي. مَهار (وات ۾) - واڳ.

● مَهَرِ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مهرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد سنڌ ۾).

● مَهُرُ ۽ مَهُرَ: ذ. زال کي مڙس جي طرفان نڪاح وقت مليل يا ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيل رقم. ڪابينو.

● مِهُرُ: ذ. (ف. مِهُرُ - زند - مِتِر. سن. مِتر = ڏينهن جو ديوتا. رومي. مِٿرا = سج - سورج - شمس - آفتاب. (ن.ب).

- مِهُرو ماهُ: ذ. سج ۽ چنڊ.

● مهرَ: ث. (ف). ڀلائي - مهرباني. دَيا - رحم - ڪرپا - ڪهل - تياس. ٻاجهه - مرحمت - بخشش - مغفرت. احسان - ٿورو - وڙ. قرب - محبت - پيارُ. (سن. مهُ = منيءَ جو چوڙ ڪرڻ). ڏاچي يا گهوڙيءَ جي نَر سان ملڻ جي خواهش. (ڪاجرا).

- مِهرانُ: ظرف. مهرمان - مِهرسان - ٻاجهه سان. محبت يا پريم منجهان.

- مهُرِبانُ: ذ. صفت. مِهرُوارو. ٻاجهه وارو.

- مهُربانيُ: ث. مَهر.

- مِهرَ ڪَرَڻُ: ٻاجهه ڪرڻ - ديا ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ.

- مِهري ۽ مِهِري: ذ. صفت. ڀلو - مهربان. رحمي - ٻاجهارو - دَيالو - ڪرپالو - ڀَلڙ - رحمدل - دَيال - بخشيندڙ - ڪهلي. وڙائتو - رحيم. حبيب - دوست - ساٿي - همدرد - غمخوار. (ن.ب).

● مُهَرَ ۽ مُهَرُون: ث. (ف. مُهُرُ: سن. مُدرا). ڇاپ - ٺپو - مُنبد - سيل - ڇاپو. مُهر جي ٽڪواري مُندي. سون جو سِڪو - ڪِي - اشرفي.

- مُهَرَ ڪَنُ ۽ مُهَرَ ڪَن: ذ. صفت. مُهرون لاهيندڙ - ڇاپون آڪريندڙ - ٺپا لاهيندڙ. اکر آڪريندڙ.

- مُهَرَ هَڻَ ۾ ڪَرَڻُ: فتويٰ جو مالڪ بنجڻ - مفتي ٿيڻ. شرعي مسئلن تي فتويٰ ڏيڻ.

- مُهَرَ هَڻَڻُ: مُندڻ - ٺپڻ، ٺپو هڻڻ - ڇاپ هڻڻ - ڇاپو هڻڻ - سيل ڪرڻ - بند ڪرڻ. وڏو احسان ڪرڻ - وڙ ڪرڻ - ٿورو ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ.

● مَهَرا: اسم خاص. هندن جي ذات جو نالو.

● مَهَراجُ ۽ مَهَراجَ: ذ. صفت. (سن). مهاراج. ٻانڀڻ لاءِ عزت ڀريو خطاب. ٻانڀڻ - برهمڻ. بادشاهه - حاڪم - مهاراجا.

● مَهِراڙو: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مهِراڻُ: ذ. (سن. مها = وڏو + آرڻو = سمنڊ). وڏو سمنڊ - مَهاساگر - بحر - ساگر - سائر - ڪارو. ندي - درياهُ. (اسم خاص). سنڌو نديءَ جو قديم نالو. (جو چيو وڃي ٿو ته آرين جو ڏنل آهي، پارسين جي قديم ڪتاب بُندهش (Bundahish) ۾ ڄاڻايل اصل نالو "مِهرا" آهي ڏسو ويسٽرگيرڊ جو ڇاپايل "اوستا" ص ٥١). فيڊراڊريا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مهراڻو: اسم خاص. ميربحرن جي هڪ ذات.

● مَهَرائي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ٿر ۽ سنڌ جي ڏنگ وارو حصو.

● مِهِرُبانُ ۽ مِهِرِبانَ: ذ. صفت. (ف). مِهر ڪندڙ - مِهر وارو. ڀَلو - ڀلائي ڪندڙ. دوستائو - اخلاص مند - رحمدل - ٻاجهارو - ڪرپالو - ڪِرپامَه - دَيالو. دوست - يار - سڄڻ - مِتر - گهڻگهرو - خيرخواهه - همدرد - غمخوار - هڏڏوکي. وٺندڙ - موهيندڙ - سٻاجهو.

- مِهِربانيُ ۽ مِهِربانيُون: ث. دَيا - ڀلائي - مِهر - وڙ - احسان - ٿورو - ايڇو - ڪِرپا. عطيہ - نوازش - عنايت - ٻاجهه - رحم - ڪَرم - سڄڻائي - سڄڻائپ - اخلاص مندي - اخلاص - همدردي - غمخواري - گهڻ ڀلائي - خيرخواهي - دوستي - يِاري. پاسخاطري - لحاظ - رعايت - مروت - پاسو - خاطر.

● مِهِرِجَڻُ: مصدر. نَر سان ملڻ جي خواهش ٿيڻ (ڏاچي يا گهوڙيءَ جي).

● مَهَرَ عَلِيءُ: اسم خاص. تعلقي ٿل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَهِرو ۽ مَهِرا؛ ذ. ڀرديءَ واري ڪٽ - مهارو. (ڪاجرا).

● مُهُرو ۽ مُهُرا؛ ذ. (پرا. مُهِلو=مُهِرو. سن. مُکَ + ل+ڪ = مُهِروُ). مُنهن - مُک - مُهانڊو - چهرو - شڪل - صورت. ڪنهن به شيءِ جو اڳيون حصو. مُهڙ - مهاڏو. اڳ - اڳو - مُهاڳو - مهاڳ. اڳرُ - اڳيل سطح - مٿاڇرو - مٿاڙي. اڳواڻ - باني - سردار - مهندار. پيش لشڪر - اڳواڻ لشڪر - قرءِ اول - ہرڏان - سرور. هادي - رهبر - پيشوا - رئيس. شطرنج راند ۾ هڪ ساري. ڏڳي يا آڳ جي منهن تي چڙهيل مُڇيءَ جي نمولي ڳانو - سرواڳ - نقطو. ٻانيءَ جي هرلي جو هڪ جزو. ٻيڙيءَ جو هڪ حصو - ٻيڙيءَ جو اڳيون پاسو - آڳيل. مصالح وغيره جي گهوٽڻ جو مهلڙو - مهرلو.

- مُهُرو جهلڻُ: لڙائي جي ميدان ۾ سيني ڪان اڳ ٿيڻ.

● مَهِرَ وَڏا: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَهُرو ماڙِيُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَهَرِيُ: ذ. (ع. مَهْرِيه = مهره قبيلي جو نپايل آٺ) آٺ جو هڪ قسم - سواريءَ جو تيز هلندڙ آٺ - تمام پلو آٺ. چڙهي جو آٺ. (اسم خاص). تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِهِرِيُ ۽ مِهِرِيُونُ: ث. (پرا. سن. مهيلا = عورت). زال - عورت - استري - نار - ناري.

● مُهِرِيُ ۽ مُهِرِيُونُ: ث. (سن مُسِلَمَ = ڏنڊو). (اَنُ ڇڙڻ جو) مُهلڙو - ڏنڊو. (بندوق جي) پُنڊي. توف جي ناليءَ جو مُنهن. (ڪاجرا). دال جو هڪ قسم - ڳاڙهي رنگ جي دال - مسور. محصول وٺڻ جي جاءِ - ناڪو. محصول.

● مهرِيانيُ: اسم خاص. ڪلتي بلوچن جو هڪ قبيلو - شمباڻي.

● مُهَڙُ ۽ مُهَڙَ، مُهَڙُونُ: ث (سن. مُکَ = وات). اڳياڙي - اڳ - آڳو - مهاڳو - مهاڳ - آڳرُ. منهن. منڍ - شروعات - مُهڳ. ٻوٿ - مهانڊو - چهرو - شڪل - صورت. مول - بنياد - اصل - ڏر. سطح - مٿاڇرو - سبتو پاسو. تصور - سيار حرف

"مُهَڙ سپ ميڏدا، اسان ڏي آهين"

(صاحبڏنو).

- مُهَڙُ رَکَڻُ: واپارين جي اصطلاح ۾ ڏيتي ليتي رکڻ - حساب ڪتاب رکڻ - ڪنڌ و رکڻ - ڏي وٺ رکڻ.

- مُهَڙُ ڪَرَڻُ: منهن ڪرڻ. ڏوهه ثابت ڪرڻ - ڏوهي ڪرڻ - ڏوهاري ڪرڻ.

● مُهَڙو ۽ مُهَڙا؛ ذ. ڪنهن شيءِ جي حد - پڇاڙي - آخر - پڇاڻي - آنت - انتها - توڙُ - ڇيڙو. سِرو - چوٽي - مٿاڙي - مٿاڙُ. ٻيڙيءَ جو هڪ جزو - پاڇيل.

● مهڪ: صفت. (سن). خوشبوءِ - هڳار - سُگند - پنهڪ.

● مِهڪِيُ (ث)؛ اسم خاص. هڪ پِيٽ جو نالو. (راء).

● مُهَڪَ ۽ مُهَڪَ؛ ذ. (سن. مُکَ = وات). اڳيون پاسو - مُهڙ - منڍ - مهاڳو - مُهڙو. مول - بنياد - آصل - منهن - ڏر. ڪير. شروعات - اِبتدا.

● مَهَلَ ۽ مهلُونُ: ث. (ع. وقت - ٽائو - ويرم - عرصو - سمون - وير ويل - ويلو - ساعت - گهڙي - پل. دير - ڍر - آهستي. مُند - موسم - رُت. فرجو - مهلت - فرصت - سُدو - مُعياد. نوبت - صاحبي - ايام ڪاري. دمو - پيڙڪو - وار - لِڳا - پيڙڪ. وارو - گهرو. موقعو - وجهه.

- مَهَلانِيتا ۽ مَهَلانِيتا: ذ. صفت. پوري مهل تي - مَهل سِر - وقت تي. مندائتو - ويلائتو - وقتائتو - وجهائتو - سجهائتو - ساڃو. موسمي.

- مهَلَ تَڪَڻُ: وجهه ڏسڻ - موقعو جانچڻ - ٽيڻ ڏسڻ.

- مَهَلَ جوُ يارُ: ذ. صفت. وقت سِر ڪم ايندڙ - مهل تي ڪم ايندڙ - موقعي تي همراهي ڪندڙ.

= مهل جي پڄائڻ: موقعي موجب ڳالهائڻ - مهل تي چوڻ - وجهه ڏسي ڳالهه چوڻ - مناسب ڳالهه ڪرڻ.

= مهل سر اچڻ: پوري وقت تي پهچڻ.

= مهل ڪرڻ: وقت تي مدد ڪرڻ.

= مهل گسڻ: موقعو هٿان وڃائڻ - وجهه وڃڻ.

= مهل ۾ پڪڙڻ (ت): ڏکيءَ ويل ۾ ڪم اچڻ.

= مهلو ۽ مهلا: ذ. صفت. مهلائتو.

● مهلب: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم. (ن - ب)

● مهلت ۽ مهلتون: ث. (ع. مهل) وقت - ٽائيم - ويلو - ويرم. آهستگي - دير - ديرم - ڇڙڪ - اوير. فرجو - فرصت - مدو. وجهه - موقعو - اوڪاش. آرام - ويساهين - ساهي. موڪل - تعطيل - ڇوٽي. وچ وارو وقت - خالي وقت - وقفو.

= مهلت ڏيڻ: فرصت ڏيڻ - موقعو ڏيڻ - وجهه ڏيڻ - ڪجهه ميعاد ڏيڻ.

● مهلڙ ۽ مهلڙ: ذ. (سن. مسلم) ننڍي مهري - مهلڙو.

= مهليڙو ۽ مهليڙا: ذ. مهلڙ. (ث. مهلڙي ۽ مهلڙيون).

● مهلڪ: صفت. (ع. هلاڪ) ماريندڙ - هلاڪ ڪندڙ - موتمار - قاتل - مارو.

● مهلو: ذ. (سن. مشڪ = مهو) جيت جو هڪ قسم. فصل کي نقصان پهچائيندڙ جيت (جو البن، وڻن ۽ ٻين زراعت فواد ميوي جي فصل کي نقصان پهچائي) فصلن جو مرض - رتي.

= مهلو لڳڻ: فصل کي مهلي جو مرض لڳڻ ۽ مرض سبب فصل جو مارجي وڃڻ.

● مهم ۽ مهمون: ث. (ع. هم) تڪليف ۽ ڏک ۾ وجهندڙ ڪم - ڏکيو ڪم - ڏاڪڙو وڏو ڪم - ڀاري ڪم - معرڪي جو ڪم. جان جوکي جو ڪم. ضروري ڪم. جوکائتو ڪم. پهلواني جو ڪم. وڏي کيپ - لشڪر. جنگ جو ميدان. حملو - ڪاهه - چڙهي - چڙهائي. جنگ - ڀڏ - جٽد - لڙائي - ڪيڏارو - ويڙهه - مقابلو.

= مهم کي ستو ڏيڻ: وڏو ڪم ڪرڻ - تڪليف وارو ڪم پورو ڪرڻ.

= مهم مارڻ: وڏي ڪم ۾ ڪامياب ٿيڻ.

● مهما: ث (سن). وڏائي. بزرگي. مهرباني. مروت. نيڪي - تعريف - واکاڻ - آستتي - حمد - ثنا - ستائش - ساراهه.

= مهمان: ث. مهمان.

● مهمان ۽ مهمان: ذ. صفت. (ف. مهه = وڏو + مان = وانگر) جنهن جي آني وڏو مان ٿئي) گهر ۾ اچي لٿل ڌاريو ماڻهو - ميزمان - دعوتي. مسافر - پرديسي. معتبر - چڱو مڙس - سگهڙ. (آصفيه).

= مهمان خانو ۽ مهمان خانا: ذ. مهمانن جي ترسڻ جي جاءِ. مسافرن جي لهڻ ۽ ٽڪڻ جي جاءِ.

= مهماندار ۽ مهماندار: ذ. صفت. مهماني ڪندڙ - مهمان نواز - ميزبان.

= مهمانداري ۽ مهمانداريون: ث. خاطرداري - مهماني. تواضع.

= مهمان سراءِ: ث مهمان خانو.

= مهمان نواز ۽ مهمان نواز: ذ. صفت. مهمان جي خاطر تواضع ڪرڻ وارو. مسافرن کي ٽڪائيندڙ ۽ کاڌو کارائيندڙ - مسافر نواز - مهماندار - ميزبان. فياض - غريب پرور - غريب نواز.

= مهمان نوازي ۽ مهمان نوازيون: ث. مسافر پروري - مهمان داري - مهماني (آصفيه).

= مهماني ۽ مهمانيون: ث. خاطرداري - تواضع. مهمانداري. دعوت - ڪانو - کاڌو - ضيافت. مجلس.

= مهماني ڪرڻ: مهمان گهرائڻ. دعوت ڪرڻ - ڪانو ڪرڻ - ضيافت ڪرڻ. کاڌو کارائڻ.

● مهماء: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - ڀڳل هڏيءَ کي ڳنڍڻ جي دوا - مهميرو - موميائي.

● مُهِمَّتَ ۽ مُهِمَّتَ ؛ ذ. صفت. بهادر - پهلوان - سورمو - سورهيه - جوڌو - پهلوان - دلير.
● مُهْمَلُ: صفت. (ع. همل) ڇڏي ڏنل - ترڪ ڪيل. بيڪار - بي ڪمو - نڪارو. زائد - وڌيڪ - زياده. بي معنيٰ. بي سود. (آصفيه). بيهودو - لغو - واهيات. (آصفيه). مجهول. سست - ڪاهل - آرسي. (آصفيه). (ذ). علم نحو جي اصطلاح ۾ وات مان نڪتل بي معنيٰ الفاظ. (علم نحو ٢).
- مُهْمَل رکڻ: ترڪ ڪرڻ - ڇڏي ڏيڻ - ملتوي ڪرڻ - ٿوري وقت لاءِ رکڻ - زير ويچار ڪرڻ. بيڪار ڪرڻ - بي ڪمو ڪرڻ.
● مُهْموڪ (لس): صفت. عام جام - تمام گهڻو - بي انداز - منهن موڪ. (پيلا).
● مُهْمودي: ث. (ع. ف) ڪپڙي جو هڪ قسم - مهمونڊي. (ڪاجرا).
- مهمونڊي: ث. مهمودي. جگرناٿي. ڌڪلي.
● مهمون: اسم خاص. تعلقي ميروخان ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لست).
● مهميز ۽ مهميز: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - اکين جي بيماريءَ لاءِ ڪم ايندڙ دوا جو هڪ قسم. (قليچ). (صف). بهادر - دلير - شجاع. دانا. چالاڪ - هوشيار. حرفتي.
● مهميرو: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم (هڪ ننڍڙو وڻ آهي، جنهن جي پاڙ يا ڪاٺي اکين جي گرميءَ لاءِ مفيد آهي).
● مهميز ۽ مهمزون: ث. (ف). ڪنڊو - خار. گهوڙي کي تيز هلائڻ لاءِ سوار جي کڙيءَ ۾ لڳل لوهه جي سيخ. ڏنگي گهوڙي کي ڏکوئڻ لاءِ گهوڙي جي رڪيب ۾ لڳل لوهي سيخ. مڇي مارڻ جو سوئو. (ل). اڙي - انگڙي. چوڪ - چونڪ. چانڊ. چپيٽ. سختي. ڏڪ. مار - سيکت - سزا - گوشمالي. مهاڻن جي اصطلاح ۾ مڇيءَ کي مٽي ۾ سوئي هڻڻ جي حالت. (ل).
- مهميز ڏيڻ: چوٽ رسائڻ. سزا ڏيڻ - سيکت ڏيڻ. ڏکوئڻ. تڪليف پهچائڻ.

- مهميز ڪرڻ: اڙي هڻڻ - ڏڪ هڻڻ. گهوڙو هڪلڻ. کڙهي سان مڇي مارڻ وقت مڇيءَ جو مٿو ۽ ڳلاڦون رکڪ جي سوئي مان پچڻ. (آصفيه).
● مهنال ۽ مهنالون: ث. تلوار جي مياڻ تي ٿيل جڙت.
● مهنت ۽ مهنت: ذ. صفت. (سن). پوڄاري. ٽڪاڻي دار - سنڌاري. باٻو. گرو. ڏرمي. مکيه هندو فقير.
● مهنتال: ذ. ميناٽيءَ جو هڪ قسم - مونتال.
● مهند؛ ذ. (سن. مُک = منهن) مُنڍ - شروعات. اڳ. ديباچو - مهڳ. (ظرف). مُنڍ ۾ - شروع ۾ - اڳ ۾ - اڳتون - اڳتي - اڳيان - اڳيرو. (ظرف). مهندان - روبرو - سنمک - آمهون سامهون - پيش - منهن مقابل - سامهون - منهن سامهون.
- مهندا: ظرف. اڳيان - مهندان.
- مهندار ۽ مهندار: ذ. صفت. اڳ ۾ هلندڙ - اڳوان - پيشوا - سونهون - پومبو - اڳرو - اڳتو - پيشرو. سردار. سالار.
- مهندائي: ث. وڏائي. اڳواڻي.
- مهندونيڪو ۽ مهندونيڪا: ذ. صفت. مهند وٺو.
- مهندوٺو ۽ مهندوٺا: ذ. صفت. اڳيون - مهنديون - گذريل (سال يا مهينو) - ڏنو (سهنو يا چنڊ) - پرڙ (سال) - پهريون - اڳون - اڳوڻڪو - اول - آڳاڻجهو - گذريل - سابق - پويون - آخرين - پڇاڙيءَ جو - ڇيڙي وارو.
- مهنديار ۽ مهنديار (ڪ): ذ. صفت. مهنديون - اڳيون - اڳوان - پيشوا - مهندار - سردار.
- مهنديرو ۽ مهنديرا: ذ. صفت. پٺي کان ٿورو وقت اڳ - ڪجهه وقت پهرين. ڪنهن هنڌ کان ٿورو اڳيان - اڳيرو - ٿورو اڳ ۾ - اڳهون.
- مهنديون ۽ مهنديان: ذ. صفت پهريون - اوائلي. گذريل. سيني کان مٿي (مهنو ورهيه وغيره). ايندڙ - آئيندو. مهند وٺو - مهد وٺڪو - اڳوٺو.

● مـهـنْدا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مـهـنْدڙي ۽ مـهـنْدڙيـُون: ث. صفت. موهيندڙ- وڻندڙ- پياري. (رام ڪلي).
● مـهـنْدس: ذ. صفت. (ع). اندازو ڪندڙ- تخمينو ڪندڙ.
انگن وغيره جو ماهر- ڳڻت ڳيالي- مهندسي- رياضي دان. تحرير اقليدس جو ڄاڻو- ڀوميت- جاميٽري ڄاڻندڙ. ڪلن ۽ جاين وغيره ٺاهڻ جو هنر ڄاڻندڙ انجنيئر.
– مـهـنْدسي: ذ. صفت. رياضي دان. حسابي. تحرير اقليدس جو ڄاڻو.
– مـهـنْديسي: د. صفت. مـهـنْدسي.
● مـهـنْدي ۽ مـهـنْديُون: ث. (س). بزرگ زال- محترم. سائڻ- ڏياڻي. مڙس جي ڀيڻ- ليڻان- ليڻنْد.
● مـهـنڪُ: ذ. آسمان. (سنديلو).
"وچون منجهه مـهـنڪ، ڪنبي بيئيون ڪنڪرين."
کهتر.
● مـهـنڪڙو ۽ مـهـنڪڙا: (ت). ذ. دروازو.
● مـهـنگو ۽ مـهـنگا: ذ. صفت. (س. مـهـا = وڏو + آرگهـ = اگهه). وڏي اگهه وارو- مهانگو- آڪرو.
– مـهـنگائي ۽ مـهـنگائيـُون: ث. آڪرائي- مهانگائي. قحط- ڪال- ڏڪار. اٿاڻ.
– مـهـنگڙيات ۽ مـهـنگڙيات: ذ. صفت. وڏي قيمت تي شيون وڪڻندڙ- مهانگو- مهنگڙيو- مال لڪائي مهانگائي پيدا ڪندڙ- ڏڪاري.
– مـهـنگڙيو ۽ مـهـنگڙيا: ذ. صفت. مـهـنگڙيات.
● مـهـنو ۽ مـهـنا: ذ. (س. ماس. ف. ماهُ = مـهـينو). ٽيهه ڏينهن جو عرصو- سال جو حصو- ماهه- ماس- مهنو.
– مـهـني ماسُ: ظرف. ڪڏهين ڪڏهين- وقتي- بعضي- تفاقي.
● مـهـڻُ: مصدر. (س. مُهُ = بيهوش ٿيڻ). پيار ۾ مست ڪرڻ- گرويده بنائڻ- فريفته ڪرڻ- مسحور ڪرڻ- جادو ڪرڻ- پاڻ ڏي متوجهه ڪرڻ- پاڻ ڏي ڇڪڻ- موهڻ- موهت ڪرڻ. خوش ڪرڻ- دل ڏيڻ- موهجڻ. (س. مُش = مُستڻ). ڦُرڻ- لُٽڻ مسائڻ. رنج ڏيڻ. عذاب ڏيڻ فنا ڪرڻ. ناس ڪرڻ (مـهيو- مهيندو- مـهيل).
● مـهـڻو ۽ مـهـڻا: ذ. عتاب- ويڻ- ڏوراپو- طعنو- ويار- اورانيو- آلانيو- اوپالو- چاڙڪ- سهمون.
– مـهـڻا گورُ: ذ. صفت. مهڻا ڏيندڙ- طعنا هڻندڙ- مهڻيڪور.
– مـهـڻائيتو ۽ مـهـڻائيتا: ذ. صفت. مهڻي وارو. مهڻي هاب. (ظرف). مهڻي طور- طعني طور- ٽوڪ نموني.
– مـهـڻن جا مـڻ هڻڻ: ڪِروڌ هڻڻ- ڪنرا ڳ هڻڻ- جهيڙو فساد هڻڻ.
– مـهـڻيڪورُ ۽ مـهـڻيڪورَ: ذ. صفت. مهڻا گور- ڏوراپو ڏيندڙ- مهڻيخور- چاڙڪون هڻندڙ- طعنا هڻندڙ.
– مـهـڻي هابُ ۽ مـهـڻي هابَ: ذ. صفت. مهڻي جهڙو- ڪِلا جهڙو- خواري جهڙو- گلارو- خوار.
● مـهـڻو ۽ مـهـڻا (ل): ذ. صفت. (س). وڻندڙ- دل لڀائيندڙ- موهيندڙ- موهڻو. هميشه "مـڻ" سان گڏ استعمال ٿيندڙ لفظ "مـڻ مـهـڻو."
● مـهـو ۽ مـهـا (ت- ل): ذ. جيت جو هڪ قسم- مڇر.
● مـهـوُ ۽ مـهـوُ: ذ. وڻ جو هڪ قسم. (پيلا).
● مـِهو ۽ مـِها: ذ. پاڇيءَ جو هڪ قسم- مـِپهو.
● مـهـوالَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● مـهـُورتُ ۽ مـهـُورتَ: ذ. س. مـهـُورتُ = شروعات) شروعات- ابتدا. ڪـَل- ڀـَت (ڀـتڻ- ڪـلڻ مصدر مان) ڪنهن به نئين ڪم جي شروعات- افتتاح- بسم الله. شروعات ڪرڻ جي رسم. وقت- گهڙي- ساعت- لحظو. ٤٨ منٽن جو عرصو ڀـتهرُ. وقت مسعود- سڀورو وقت- مبارڪ گهڙي- نيڪ ساعت. سنوسنوڻ- نيڪ سڳڻ. (آصفيه).
– مـهـُورتَ ڪـڍائـڻ: ڪنهن به ڪم جي لاءِ نيڪ ساعت ڪڍائڻ. شاديءَ جي تاريخ پڪي مقرر ڪرائڻ.

- مھُورت ڪَرَڻُ: ڪنھن ڪم کي سڀڳوري گھڙيءِ ۾ ھٿ ۾ ڪيڏڻ - آرنڀُ ڪيڏڻ. ڪوبہ ڪم شروع ڪرڻ.

- مھُورَتُ ڪُلڻُ: شروعات ٿيڻ (ڪنھن ڪم جي). بخت کلڻ - ڀاڳ کلڻ. وارو ورڻ.

● مھُوَسُ ۽ مھُوَسَ: ذ. صفت. (ف). لالچي - حريص - لوڀي - طمعي. ڪيمياگر - رسايني - ڪيميا ٺاھيندڙ. (آصفيہ).

- مھُوسي: ث. ڪيميا - ڪيمياگري - رسايني. مھُوسُ.

● مھوڪيُ ۽ مھوڪيون (ڪ): ث. ماڪيءَ جي مک - شھد مکي.

● مھُونُ: ذ. مٿھون.

● مھُونُ: ظرف. جلد - تہ ڦہ - تُرت - جلدي - سيکھو. ھڪدم.

● مھونيُ: اسم خاص. گاھ جو ھڪ قسم.

● مھيُ ۽ مھيون: ث. (پرا. مھيٖ. سن. مٿتَ = ولوڙڻ) اٿ ولوڙيل ڏڌ (جنھن مان مکڻ لاٿل نہ ھجي).

"مھارا مھيُ، پيتائين پريم جي"

(شاھ).

ڌرتي - ڇاڇ - لسي. زمين - ارضُ. مُلڪ - ولايت - ديس. (آصفيہ).

- مھيُ پالُ: ذ. صفت. زمين جو مالڪ - مالڪ مِلڪ - سلطان - راجا.

- مھيُ ولوڙُ ۽ مھيُ ولوڙُ: ذ. مانڌاڻ - ولوڙو. مصيبت. بيقراري - بي آرامي - لوچ پوچ - آنند مانڌ - پريشاني. تڪليف - ڏکُ - اھنج - ايذاءُ.

- مھيُ ولوڙُ وجھڻُ: ڀڪيڙو ڪرڻ - گھوٽالو ڪرڻ - ڦيٽاڙو وجھڻ - گڙٻڙ ڪرڻ - نفاق وجھڻ - پريشان ڪرڻ.

● مھُيّا: صفت. (ع). تيار - موجود - حاضر - فراھم - ھٿيڪو. (آصفيہ).

- مھُيّا ڪرڻُ: تيار ڪرڻ - موجود ڪرڻ - حاضر ڪرڻ.

● مھُيبُ: ذ. صفت. (ع. ھيب) ڊيڄاريندڙ - خوفناڪ - ڀيانڪ - ڀوائتو.

● مھيجولُ (ڪ): ث. ٻوٽيءَ ول جو ھڪ قسم.

● مھيرُ: اسم خاص. ھڪ جبل جو نالو.

● ميھرِ: ث. (ف. مھر جو بگڙيل لفظ) مھر - مھرباني.

● مھير جبلُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● مھيري: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو. (آصفيہ).

● مھيسُ: ذ. (سن. مھيش = مھيشو ر < مھا = وڏو + ايش = ايشور = سمرٿي وارو) قادر مطلق - خدا تعاليٰ - مھاديوُ - شيوُ - مھيش.

- مھيسرُ: ذ. شيوُ مھراج جو صفاتي نالو. پيرُ ٽنُ - پيرم (جنھن جي گيتوال پوڄا ڪندا آھن ۽ کيس شراب جو ديوتا ڪري سمجھندا آھن). (ڪنايةً). پيرمغان. مرشد ڪامل. (ڪلياڻ - گر)؛ مھيشرُ.

- مھيسرُ جوُ مدُ: ذ. ايشور لاءِ پريم - روحاني مستي.

- مھيسري: ذ. صفت. مھيسُ جو پوڄاري - شيوُ مھراج جو پوئلڳ. فقيرن جو ھڪ قسم. مھيشري.

- مھيسي: ذ. صفت. مھيسر جو چيلو - مھيسري. جوڳي فقيرن جو ھڪ قسم. (رامڪلي) - مھيشي.

● مھيسرَ: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

● مھيشُ: ذ. صفت. (سن). مھيسُ.

- مھيشرُ: ذ. صفت. مھيسر.

- مھيشيُ: ذ. صفت. مھيسي.

● مھيشوري (ث): اسم خاص. ھندن جي ھڪ ذات جو نالو.

● مھيليُ ۽ مھيليون: ث. (سن. مھيلا = زال) زال - نار - مھري. سھڻي عورت - خوبصورت زال - حسين زال. (ل). ڪنوار. (ٿ).

● مھُيمُ ۽ مھُيمون: ث. (ع. مھم < ھمّ) مھم.

= مَهِينو ڪي مَٿو ڏيڻُ: وڏي ۽ تڪليف واري ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. تڪليف سهڻ - سختيون سهڻ.

● مَهِيڻُ: ذ. صفت. سنهو - باريڪ. نرم - ڪنشرو - لطيف - نازڪ - سنگين - نفيس - ڪومل - سوُڪيترُ - هتلو - مُلائم. سوُڏو - سُهڻو - روڙو - سُنو - عمدو. انوکو - انوکڙو - عجيب.

● مَهِينو ۽ مَهِينا: ذ. (ف. ماه نو = مَهينه. سن. ماس = ماه). سال جو ٻارهون حصو - مهنو - ماهُ - وقي - ماس تنخواه - پگهار - ماهيانو. (انگريزي مهيني ۾ ٢٨، ٢٩، ٣٠، ٣١ ڏينهن ۽ ٽيهن عربي ۽ هندي مهيني ۾ ٢٩، ٣٠ ڏينهن ٿين. انگريزي سال جا مهينا: جنوري، فيبروري، مارچ، اپريل، مئي، جون، جولاءِ، آگسٽ، سيپٽمبر، آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر. عربي سال جا مهينا: محرم، صفر، ربيع الاول، ربيع الثاني، جمادي الاول، جماد الثاني، رجب، شعبان، رمضان، شوال، ذوالقعد ۽ ذوالحج. هندي سال جا مهينا: چيٽ، ويساک، جيٺ، آکاڙ، ساوڻ، بدو، اسو، ڪتي، ناهري، پوهه، مانگهه ۽ ڦگڻ). حيض - ڪپڙا - گنديون - خون - ماهواري. (آصفيه). رتو - ڇوت - رڳ.

= مَهِينَارِي: ث. حيض - ڪپڙا - ماهواري. (ڳاڃرا).

= مَهِينيدارُ ۽ مَهِينيدارَ: ذ. صفت. مهني وارو - مهني جو - مهني تي ايٺل نوڪر - پگهاردار.

= مَهِينيِ سِر مَهِينِي: ظرف. ماهوار - هرماه - هر مهيني - ماهنڪ - ماهيانو.

= مهيني واري: ث. ماهواري - مهياري - حيض - ڪپڙا - گنديون - رلڳ.

● مَهِيڻُ (ل): ذ. ولوڙو. گهر جو التظام.

● مَهِيو ۽ مَهِيا (ث): ذ. سواريءَ جو اُٺ - مهيري اُٺ.

● مهيوُن: اسم خاص. تعلقي تمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَهِيڻَاتُ (ث): ڏوُنرو.

● مَيَنا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سڪايل).

● مِيَانو ۽ مِيَانا: ذ. صفت. (ف. ميانه = وچولو) وچولو - ميانو.

● مِيَانَ ۽ مِيَانُون: ث. (ف). ڪيپ - مياڻ - ميان. ٽيڪ.

● مِيَاني ۽ مِيَانيُون: ث. مڇي مارڻ جي جاءِ - ميالي.

● مَيِتُ ۽ مَيِتَ: ذ. (ع. ميِّت = مُڙدو). ميِّت - مڙدو - جنازو - لاش - مسيت - مڙهه.

● مَيِٽ: ث. ڳاڙهي ونگ جي وڪر جو هڪ قسم - مِچِٽ. (ڳاڃرا).

● مَيِپُ ۽ مَيِپُون: ث. (سن. ما = مَپڻُ). ماپ - ماڻ - پيمانو - ڪَچ - ماپو - پرپ - تورَ.

● مَيِدَ دَرِشُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مَيِجَڻُ: مصدر. (سن. مَدَ = مستي). مٿي ۾ اچڻ - مستي ۾ اچڻ - نشي ۾ اچڻ. وڏائيءَ ۾ پرجڻ. (سن. ما = مَپڻُ). ماپجڻ - ماپ ٿيڻ. (ميو - ميندو - ميل).

● مَيِلُ: ذ. (سن. مَلَ = مَرُ) مَرُ. مٿي. گندگي.

● مَيِلُ ۽ مَيِلَ: ذ. صفت. (سن. مَر = موڻ). مري ويل - مئو - مردو. بيجان.

= مَيِل مُردي کي ڪوڻنُ: ڪني ڳالهه کي وري وري دهرائڻ - ڪنهن جا خوامخواه ڍڪيل عيب ظاهر ڪرڻ.

● مَيِڻُ: مصدر. (سن. ما = مئڻ). ماپ ڪرڻ - تورڻ - ماپڻ. ڪڇڻ. آزمائڻ (ڪَچ ماڻ). ڪَٿڻ. سمائجڻ - ماپجڻ.

"مائين ڪين مياڻ ۾ ٻه - ٽي ترارون."
(شاهه).

(مئو - ميندو - ميل).

● مَيِو: ذ. (سن. مَدَ = مستي). نشو - مستي - خمار - مَني - مرڪ. ٽانءُ - ڦونڊ - ٽاڏ - ٻَٽاڪ - ٻاڙ. خوشي - مزو - فرحت - لذت - ذوق - لطف - وندر.

موج- ڍؤ. چاڙهو. زور (مايا جو، جوانيءَ جو، شهوت وغيره جو).

● مَسُو ۽ مَسُو: صفت. (سن. مَدَ = مستي). جهجهو- جام- وافر- گهڻو- زياده- ريل ڇيل- ڀَهون- جال- سرس. نشي ۾ چُور- مخمور. هليلو- ايهاني.

● مَسُو ۽ مَسُا: ذ. صفت. (سن. مَرِ = مرڻ) مري ويل- مردو- مئل- فوتي بدبخت- نيا ڳهو- چنڊو- ڪميڻو. (ذ). سڪل ڳاهه جو مڇو (ٻاهه ڏيڻ لاءِ)- ڪکن وغيره جو ڀنجو. ڦانون ملڻ جو ڳاهه جو موڙو- مُئي- ڪُوهي. (ث. مُئي ۽ مُئيُون).

= مَنا هَٿَ هڻڻُ: ٿوري ڳهڻي ڪوشش ڪرڻ.

= مُئي جو ڏِنُو: ذ. هندن جي رسم مطابق ماڻهوءَ جي مرڻ کان پوءِ ڏهه ڏينهن ڪيهه جو پاريل ڏيو.

● مَسُون: ذ. پَلڪ- دَمُ- مِنٽ- گَهڙي- ساعت- لحظو- اک ڇنڀ. (ظرف). ايئي پيرُ- اِجهو- هيئنر- هن گهڙي. (ن. ب).

● مَئي: ذ. ث. (ف. مَئي= شراب. سن. مَدَ = مستي) شراب- دارون- صهبا- مَدُ- مدرا- بادہ. نشو- مستي- خمار. مئو. هَٺُ- تڪبر. (سن. مَيِهُ = وارو جو ٿهيل) وارو- جو ٿهيل. مرکبات ۾ ڪم ايندڙ صفاتي پچاڙي "دَيا مئي، ڪروٹا مئي وغيره".

= مَئيخانو ۽ مَئيخانا: ذ. شراب رکڻ جي جاءِ. شراب جو دُڪان- شرابخانو- ڳُتو- ڪَچ.

= مَئي خانو: ذ. مئخانو.

= مَئي مارڻ: هَٺُ ڦِٽو ڪرڻ- تڪبر ڇڏڻ- وڏائي ڇڏڻ.

● مَئي (ث): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (سڪايل).

● مَئي ۽ مَئيُون: ث. (ڦانون ملڻ لاءِ) ڳاهه جو مڇو- ڪُوهي ٻهن جي ڪهي ٻاڙ (ل). پيلدي. ڪپڙي جو ٽڪر (جو دوا سان پوڙي ڦڙو اکين ۾ وجهجي). ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان رنگ ڪارو، ڊيگهه اڌ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ تائين، پر قسم ٽين هڪ مئي ۽ ٻي چير مئي، جنهن جا ڇنڀ وڏا ۽ ٿلها ٿين).

● مَئيچوٽ ۽ مَئيچوٽ: ذ. صفت. گار طور ڪم ايندڙ لفظ. مُوذي- شُوم- ڪِرپڻ- ڪنجوس- ڪَدرچ- بخيل- مڪيچوس.

● مَئي خوش: ذ. صفت. ڪنميلو- ڪَئو ۽ ميٺو.

● مَئيڙو (ث): ذ. ٻاجهيءَ جو هڪ قسم- ٽڙي مَر ڀڙو.

● مَي: ذ. (ف). شراب- مَئي. مئو. (انگ). عيسوي سال جي هڪ مهيني جو نالو.

= مَيخانو ۽ ميخانا: ذ. شراب وڪڻڻ جي جاءِ- ڳُتو- ڪلال خانو- شرابخانو- مَيڪدهَ.

= مَيفروش ۽ مَيفروش: ذ. صفت. شراب وڪڻندڙ- ڪلالُ.

= مَيڪدهُ: ذ. مَيخانو.

= مَي ناب: ذ. خالص شراب- نيج شراب.

● مِي: ث. مُهاٺو- مُهاٺي. (ڳاجرا).

● مَيا: ث. (سن). ٻاجهه- ڪنهل- رَحَمُ- قياسُ- مرحمت- دَيا. ڀلائي- مهرباني- ڪِرپا- مَهرَ- وَڙُ- احسان- ٿورو.

"هيئن جي حبيب، مَحبتي مَيا ڪري"
(شاهه. ڪليان- ڳر).

"پنهنجي سِهر مَيا سان، لوڻ لوڻ سپ نَاري"
(سامي).

= مَيالو ۽ مَيالو: ذ. صفت. ميا وارو- نرم دل- دَيالو.

● مُياچ ۽ مُياچ: ذ. منگر مڇيءَ جو قسم (پُٺي ڪاري، پيٽ اڇو، مُنهن سُئيلو، پُڇ سنهون ۽ قد ٻن فوٽن تائين). مُئيءَ جو ٻچو. (ن. ب).

● مَيار ۽ مَيارون: ث. حَرف- عِتاب- ڏوهه- خطا- ميلامت- ٽهڪو- طعنو- ڏوراپو.

= مَيارَ ڏيڻ: ڏوراپو ڏيڻ- مِيهڻو ڏيڻ- طعنو ڏيڻ- عِتاب ڏيڻ.

- مَيارَ لاهڻ: ڏوراهو لاهڻ - وات ڇُڪائي ڪرڻ.
- مَياري = مياري: ذ. صفت. ميار وارو - جنهن کي ميار ڏجي - حرفي.
- مَيالُو: ذ. صفت. مالتيڪو - ڪُومل - حليم - مُلايم - نرم - ڪُنرو. جهيڻو - ڍرو - جهڪو - ٿڌو - آهستو.
● ميانُ = ميانُ: ذ. (ف. ميان جو بگڙيل لفظ) مسلمانن لاءِ عزت وارو لقب. جناب. صاحب. سردار. مالڪ - ڌڻي. مڙس - پتي.
- ميانجي: ذ. مُلي جو لقب - مُلان.
- ميانُ مِٺُو: ذ. طوطي جو لقب. (صفت). پنهنجي واکاڻ پاڻ ڪندڙ.
- ميانُ مِٺُو ٿي وائڻ: پنهنجي ساراهه پاڻيهي ڪرڻ.
● ميانُ = ميانَ: ذ. (ف). مَيانَ - ڪيپُ (تلوار يا ڪاتي وغيره جو کوهو).
● ميانُ جي ڪنڊي: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● ميانُ جي مسجد: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مياڻڊي = مياڻڊيون: ث. آڏاڻي جو هڪ جزو - آڏاڻي جي پنهي وڏين ڪاٺين کي قابو ڪندڙ ڪاٺي.
● ميانُ صاحب: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ميانُ ڪنڊو: اسم خاص. تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ميانو: صفت. (ف. ميانه = وچوارو) وچوارو - وچولو - مدير - وچٿرو - پورو پنو - رواجي - موافق. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۽ ڪراچي ۾).
● ميانُ = ميانَ: ميانُون: ذ. ث. (ف. ميانُ). ڪيپ - ٽيڪ - نيام - مياڻ (تلوار وغيره لاءِ کوهو).
● مياڻ = مياڻُون: ث. پلي يا مڇي ماري گڏ ڪرڻ لاءِ لاهيل ميدان - ملاحن جي رهڻ جي جاءِ.

● مياڻو: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۽ تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻون ڪڪيڙاٽ: اسم خاص. تعلقي ڪوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻي = مياڻيون: ث. ڍنڍ يا سمنڊ جي ڪناري تي مڇي مارينڊڙن جي بستي - ميربحرن جي بستي. مڇي يا پلا ماري آڻي گڏ ڪري رکڻ جو هنڌ - مياڻ. (ن.ب). (اسم خاص) تعلقي ڪشمور، تعلقي سکر، تعلقي گهوڙا باري ۽ تعلقي ڪمبٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻي باغات: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻي رپ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻي نُور ملاح: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻي نيهال: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● مياڻُو: ذ. (آواز). ٻليءَ جو آواز.
- مياڻُو مياڻُو ڪرڻ: ٻليءَ وانگر آواز ڪرڻ.
● مَيِّتُ = مَيِّتَ: ذ. (ع. مَوت). لاشو - مُڙدو - مڙهه - لوٿ - ميڙي - جنازو - نعش - مُرده - مَيِّت.
● ميٽُ = ميٽَ: ذ. صفت. (س. مِترُ = دوست) دوست - يارُ - سڄڻ - مِتر - گهڻگهرو - اخلاص مند - همدرد - غمخوار.
● ميٽرا (ث): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ميٽلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (حيدرآباد، سکر ۽ نوابشاهه ۾). (سينسز ١٩٣١ع).
● مَيتُ = مَيتَ: ذ. (ع. مَيِّتُ). مَيت - لاش - لاشو.
● ميتَ: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (هي ڪنهن وڻ جي پاڙ آهي، جا ڳاڙهي ڪاراڻي رنگ تي مائل ٿئي، منجهانئس آڳاٽي وقت ۾ ڪپڙن رڱڻ جو ڪم ورتو ويندو هو). (ن.ب).

● ميٿي ۽ ميٿيون: ث. (سن. ميٿڪا = ميٿي). ڀاڄيءَ ۾ مصالحي طور ڪم ايندڙ هڪ خوشبوءِدار ٻوٽو (جنهن جو ٻج ڳڙهو آهي).
● ميٽ: ث. وٽ – وڙ. ٻن ڏاڪن کي آميزي ڏئي ٻڪو ڪرڻ جي حالت. (ڪاڇرا).
● ميٽ ۽ ميٽ: ذ (سن. مرتڪا = ميٽ). معدني پيدايش جو هڪ قسم – وهنجڻ جي ڪم ايندڙ پيلي رنگ جي چاپلو مٽي (جا نرم چاپوڙن جي صورت ۾ جبل يا ٽڪر مان کوٽي هٿ ڪبي آهي).
= ميٽا صفت. ميٽ ميليل.
= ميٽائون: ذ. صفت. ميٽائون. (ث. ميٽائين ۽ ميٽائيون). ميٽ جهڙي رنگ تي.
= ميٽائون ۽ ميٽائان: ذ. صفت. ميٽ جي رنگ جهڙو – ميٽ رنگو – ميٽ جهڙو – ميٽائون. پيلو – زردو – ميٽوڙي. (ث ميٽائين ۽ ميٽائيون).
= ميٽ ڪاڻ ۽ ميٽ ڪاڻيون: ث. جبل ۾ ميٽ نڪرڻ وارو هنڌ.
= ميٽ مٿي ۾ هوندي اچڻ: تمام تڪڙو اچڻ – جلدي اچڻ.
= ميٽو ۽ ميٽا: ذ. صفت. ميٽائون – ميٽائون. (ث. ميٽي ۽ ميٽيون).
= ميٽوڙي ۽ ميٽوڙيون: ث. پٽين رڳن جي ڪم ايندڙ ميٽ جي رنگ تي ميٽي. (صفت). ميٽائين – ميٽائين.
= ميٽهوڙي ۽ ميٽهوڙيون: ث. صفت. ميٽوڙي.
● ميٽ ۽ ميٽون: ث. اک جي پورهيت – پيٽ نظر – ديد – بصارت. (ل). سوڙه – کهٽ. کهٽ – ليڪ. (ٻن يا کهڻن لوڙين يا ڏاڪن کي گڏي ڏنل) وٽ – سمت – وراڪو.
= ميٽ ڏيڻ (ل): اک پچڻ – اشارو ڪرڻ.
= ميٽ ڪرڻ (ل): نظر ڪرڻ – جاچ ڪرڻ.
● ميٽاهڙ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ميٽائڻ: مصدر. (سن. مرتڪا = ميٽ) ميٽ جهڙو رنگ ڏيارڻ. ميٽڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. ميٽائون ڪرائڻ. (سن. مرج = صاف ڪرڻ) ڌوئائڻ – ڦتارائڻ (اکر وغيره) ميسارائڻ (ليکا يا اکر پٽيءَ تان). (ميٽائيو – ميٽائيندو – ميٽائيل).
● ميٽر ۽ ميٽر: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم – ميٽو.
● ميٽ ڪاڻ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ميٽنگ ۽ ميٽنگون: ث. (انگ). مجلس – انجمن – سڀا – جماعت – بزم – اجتماع – جلسو – ڪميٽي – ميڙ. (آصفيه). (اسم خاص). تعلقي ڪونڊيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ميٽڻ: مصدر. (سن. مرج = صاف ڪرڻ) ڪرڙڻ – ڊاهڻ – لاهڻ – ميسارڻ – ميٽي ڇڏڻ – صفا ڪرڻ – صاف ڪرڻ – ريٽڻ – لٽهي ڇڏڻ – لٽڻ – رد ڪرڻ – ڪٽڻ. وسارڻ – يادداشت تان لاهڻ – ڀلائي ڇڏڻ. (اکرن تي) قلم ڦيرائڻ. (ڏک) لاهڻ – دفع ڪرڻ (ڦرڙي، ڪنهن). (ڦٽ) ڇٽائڻ ماري پورو ڪري ڇڏڻ – ختم ڪرڻ. (آٽي ۾) ڳنڍي ڪرڻ. (سن. مرتڪا = ميٽ) ميٽ لائڻ – ميٽ هڻڻ (ڦرهي وغيره کي). ميٽائون ڪرڻ. مٿان پوچو ڏيڻ. (ميٽيو – ميٽيندو – ميٽيل).
= ميٽڻ هار ۽ ميٽڻ هار: ذ. صفت. ڏک درد لاهيندڙ – اهنج ايذاءُ ٽاريندڙ. الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
● ميٽڻ: مصدر. اکيون پورڻ – پيٽڻ. مڪر ڪرڻ جي حالت ۾ اکيون پورڻ ۽ پٽڻ – اکين جي پور پٽ ڪرڻ. اڌ کولڻ اڌ بند ڪرڻ. (ميٽيو – ميٽيندو – ميٽيل).
● ميٽو: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم – ميٽر.
● ميٺ: ث. (سن. ميشٽ = مٺو) مٺيون ڳالهيون. ڏاڍ ر. نکي. (ڪاڇرا).
● ميٺ ۽ ميٺ: ذ. (سن. ميشٽ = مٺو) مٺاڻ – مٺاس – مٺاڄ. شيريني – شيري. لذت – سواد.

= ميناجُ ج ميناجَ: ذ. مِٺُ - ميٺي - شيريني.
= ميناسُ ج ميناسَ: ذ. ميناج - ميناڻ.
● ميٺا: صفت. (سن. ميشٽ = مٺو) مٺو. (ڪاجرا).
● ميٺو: ذ. لوڻ - نمڪ.
● ميثاقُ: ذ. (ع. و ثق) انجام جي پڪائي - قول قرار جي سچائي - وعده وفائي. (آصفيه). انجام - قول - پرتگيا - وعدو - پرڻ - وچن - ٻول - اقرار - سخن. (ڪناية) روحن جو خدا تعاليٰ سان ڪيل انجام (ته تون اسان جو رب آهين ۽ اسين تنهنجا فرمانبردار ٻانها ٿي رهنداسين). (سهڻي - ڪر).
" ڪهيڙ لنگهڻو گهاري، ميثاق ميهار سان."
(شاهه).
ازل - ابتدا. (آصفيه).
= ميثاقا: ظرف. ميثاق ڪان وٺي - الست ڪان - ازل ڪان. (ن. ب).
● ميچارو ج ميچارا: ذ. ميچالو.
● ميچالو ج ميچالا: ذ. (سن. متجڻ = ميچ). ڪوپري ۾ اندر ٻيل ڪودو - مغز - پيچو - ميچارو.
● ميڇ - ج ميڇون: ث. (انگ). برابري - مقابلو - بازي - شرط - هوڏ - ڪيل. (آصفيه).
● ميچڪو ڏيڻ (ڪ): نگاهه ڪرڻ - نظر ڪرڻ - سنڀال ڪرڻ.
● ميچڻ: مصدر. (سن. ما = مئڻ). ماپڻ - مئڻ - ڪچڻ. اندازو ڪرڻ - تڪ ڪرڻ - زور آزمائي ڪرڻ - مقابلو ڪرڻ. گهنڊڻ. گڏڻ. ملائڻ - جوڙڻ. (ميچيو - ميچيدو - ميچيل).
= ميچ ج ميچون: ث. ٻن رسين کي وٽ ڏيڻي گنڍڻ جي حالت - گنڍپ.
= ميچو ج ميچا: ذ ماپو - ماپ - ناپ - ناپو - ڪاچو. پتمودو - پيماش - ڪچ. ڪچڻ جو چوڙو.
= ميچو ڪچڻ: ماپو وٺڻ - سيڇڻ. چاچي ڏسڻ. طاقت ڏسي ڇڏڻ.
● ميچو ج ميچا (ڪ): ذ. صفت. لنڍڙو - ننڍو - ڇوٽو - ڪوتاهه.

● ميچ ج ميچون: ث. (سن. مِش = مينهن ڪرڻ). اشارو (اک، زبان، منهن جي ڪنهن حصي يا ڪنڌ سان) - آهيج - غمزو - رمز - ڏهاني. ڪابي اک ٻچي اشارو ڪرڻ جي حالت (جو خاص ڪري عشقيه طور ڪم اچي).
" ڪٿي ميچون مار، ڪٿي ڪچن ٻڌرو."
(گرهوڙي).
= ميچ ڏيڻ: اشارو ڏيڻ - ڏهاني ڏيڻ - غمزو ڏيڻ - آهيج ڏيڻ.
= ميچير ج ميچير: ذ. صفت. اشارو ڏيندڙ - آهيج ڏيندڙ - ڏهانيون ڏيندڙ.
● ميخ ج ميخون: ث. (ف). لوهه جي ڪلي - ڪوڪو - ڪلو - ڪيرو - ڪيري.
= ميخ سندان ج ميخ سندانون: ث. چهنباري منهن واري ڪوڪن ٺوڪڻ جي سندان - ايڪلائي.
= ميخ ڪوڪاري: ث. ميخ سندان (علم).
= ميخمار ج ميخمار: ذ. ڪوڪن ٺوڪڻ جو مترڪو - مترڪي. مارتول. مڪري - ٺوڪڻو - ڪوپو.
= ميخ مارڻ: ميخ سان بند ڪرڻ. لوهه جي ڪلي جهانڻ - ڪوڪو هڻڻ. جڙڻ - گنڍڻ - قابو ڪرڻ - سوگهو ڪرڻ. عشق ۾ ڦاسائڻ. لوري لائڻ - لغار لڳائڻ.
= ميخي: صفت. جنهن کي ميخ سان ٽنگ ٿيل هجي. (ڪاجرا).
● ميد: اسم خاص. مڪران ۾ رهندڙ مهاڻن جي هڪ ذات جو نالو. (تاريخ بلوچستان).
● ميندا لڪڙي: اسم خاص. ٻارڪي وکر جو هڪ قسم. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جنهن جو چوڏو دوائن ۾ ڪم ايندو آهي).
● ميندانُ ج ميدان: ذ. (ف) ڪشادي زمين - صاف ۽ وسيع زمين - کليل زمين جو ٽڪرو (جنهن تي وڻ ٽڻ وغيره نه هجي). هموار زمين - ٻڌرو - پٽ - ٻڌر - پونو. آکاڙو. (آصفيه). نظارو (علم، نظم ۽ راند وغيره جو). گهوڙي جي ٻڪ جو هڪ قسم.

= ميدانُ ڇڏڻُ: جڳهه ڇڏڻ. ميدان خالي ڪرڻ- پٺي ورڻ- پٺ ڏيڻ- هارائڻ.

= ميدانُ ڏيڻُ: ڊوڙڻ- ڊُڪڻ- سٽ ڪرڻ- ڊوڙ پائڻ- پٺي ورڻ- ڀاڄ ڪڍڻ. گهوڙو ڊوڙائڻ. زور سان گهوڙو ڀڄائڻ.

= ميدانُ ڪرڻُ: ڊاهي پٽ ڪرڻ. جاءِ کي ڪيرائي سنئين زمين ڪرڻ (زال ماڻهو جو) هنگڻ لاءِ (ٻاهر پرو ٻاسيرو ٿي ويهڻ).

= ميدانُ ملهڻُ: کٽڻ- ساري ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ- فتح ڪرڻ.

= ميدانُ ۾ اچڻُ: وڙهڻ لاءِ اچڻ- وڙهڻ لاءِ نڪرڻ. صف بندي جي لاءِ ڪشادي ميدان ۾ اچڻ. سامهون اچڻ- مقابلو ڪرڻ. (آصفيه).

● ميدو ۽ ميدا؛ ذ. (ف. ميده). تمام سنهو پيٺل اٽو- ٻيو دفعو ڇاڻيل اٽو. ڪا به پيٺل شئي. سفوف- چورو- ٻورو.

= ميدا بتيڪ؛ ذ. (ڪڻڪ جي) اٽي ڇاڻي. تمام سنهي ڇاڻي (جنهن جي وسيلي ميد و جدا ڪجي).

= ميدو ڪرڻُ؛ تمام سنهو پيهڻ. چورو ڪرڻ- سفوف ڪرڻ- باريڪ ڪرڻ.

● ميڌ ۽ ميڌ (ل): صفت. (س). خيرات ڪندڙ- سخي- داتا. ڪو به نيچ ماڻهو- ڪم ذات ماڻهو. مهاٿو.

"مفت معلوم محض ميڌ ۾ سار،
قلب ۾ ڪو قياس ڪري تہ نهار."
(فاضل شاهه).

● ميڌرو: اسم خاص. (س. متها = وڏو + اندر = ڏيئي). مينڌرو. مومل جو عاشق- راڻو. (ن.ب).

● ميڏاڻ: اسم خاص. نيبدر ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميڏونو ۽ ميڏونا (ٿ)؛ ذ. (ڊاٽ). سڪل ڇيڻن جو ٿاڻ لتل ڍڳ.

● مير: ث. (س. متل = مر) متر. ميٺي. ميراڻ- ميرائي- مير. گندڪي- ميل- غلاظت. گدلائي- ڪِناٽي. ڪارٽ- ڪاراڻ. اونداهه. پنپ- ڪهور.

= ميرانجهڙو ۽ ميرانجهڙا؛ ذ. صفت. ٿورو ميرو- البت ميرو- ميرڙو.

= ميراڻ؛ ث. ميرو. گدلائي- ڪِناٽي.

= ميرڙو؛ ذ. صفت. ميرو. گندو.

● ميرُ ۽ ميرَ: ذ. (س. متل = متر). ميٺي- متيل- ميرُ. غير- ڪِن- گند- اندر جي ڪوٽ- دغا.

"ساڻ سهائي سچ جي ڇا موافق ٿيندو مير."
(روحل).

● ميرُ ۽ ميرَ: ذ. صفت. (ع. امير جو مخفف. س. ميورَ). امير- آفيسر- سردار. والي. سالار. امام. مکي. رئيس. وزير. وڏو ماڻهو. هادي. رهبر- پيشوا. (ذ). ڪنهن وڏي رئيس کي ڏنل خطاب. ٽالپر راڄ ۾ بادشاهه. ٽالپر خاندان جو لقب. (ل).

= ميراڻو ۽ ميراڻا؛ ذ. صفت. مير جو- مير وارو. مير جهڙو.

= ميرُ بحرُ: ذ. صفت. سمنڊ جو بادشاهه- ناکئو- ملاح.

= ميرُ دَهو ۽ ميرُ دَها؛ ذ. ملڪ ۾ ايندڙ مال تي محصول وٺڻ جي جاچ رکندڙ آفيسر. ٻيڙين جو سامان تپاس ڪندڙ آفيسر.

= ميرُ دَهيُ: ميردهي جي ڪڇهري- ميردهي جي آفيس. ميردهي جو ڪم.

= ميرُلُ ۽ ميرُلَ: ذ. صفت. مير.

= ميرُ مارڻُ: ڪو وڏو ڏُرو هٿ ڪرڻ- ڪنهن وڏي سردار کي هٿ ڪرڻ.

= ميرُ مجلسُ: ذ. صفت. ڪنهن مجلس يا ڪميٽي جو مکيه ماڻهو- سڀني مرڪ- سڀاپتي- پرڌان.

= ميرُ منشيُ: ذ. صفت. وڏو منشي- وڏو ديوان- سر دفتر- هيڊ منشي.

= ميرُي ۽ ميرُيون: ث. اميري- سرداري- رئيسي- حڪومت- بادشاهي.

● ميرُاث ۽ ميرُاثون: ث. (ع. وَرِثَ). مئل ماڻهوءَ جي ڇڏيل ملڪيت. ترڪو- ورثو- اباڻو ورثو- آثار ڏِڪار (ڇڏيل) جائداد. ملڪيت- ناڻو. ميڙي چونڊي. حصو- ڀتي- ورهاست.

= ميراثي: صفت. ورثي ۾ مليل - موروثي.

● ميراثي: ذ. صفت ڳائيندڙ - ڳائڻو - ڳائڪ - راڳي - مطرب - ڪلاونت. قوال - لنگهو. منگهار. ميراثي. (ث. ميراثڻ = ميراثيون).

= ميراثي موڪلڻ (ت): شاديءَ جي موقعي تي راڄ، مٽن مائٽن ۽ دوستن وغيره ڏانهن دعوتن ڏيڻ لاءِ ميراثيءَ کي موڪلڻ.

● ميراج = ميراج: ذ. ريت - رسم - پرويز - پر - هلي چلي - هلت - دستور - رواج - سرشتو.

● ميراسي: ذ. صفت. (ع ميراثي). ميراثي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● مير امام بخش: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميران: ذ. صفت مير - پير. مرشد. (اسم خاص). شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جو لقب. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرانپور: اسم خاص تعلقي سڄاول، تعلقي ميرپور بٺوري، تعلقي ڳڙهي خيري، تعلقي لوشهري ۽ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرانپور گهوٽڪي: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرانپور سعيدڪي: اسم خاص. تعلقي ٽني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميران چن: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميرانخوري: اسم خاص. تعلقي سڄاول ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميران ڪوري: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميراڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾). ميرڙي.

● ميراڻڻ: مصدر. (سن مل = مٿر). مٽيءَ وارو ٿيڻ - ميل وارو ٿيڻ. ٿورو ميرو ٿيڻ - البت ميراڻي تي ڏسجڻ ۾ اچڻ. ميرو ٿيڻ - گندو ٿيڻ - گدلو ٿيڻ - ڪنو ٿيڻ - غليظ ٿيڻ.

= ميراڻي = ميراڻيون: ث. گدلائي - ميراڻ. گندگي - گندائي - ڪين - ڪچرو - گند - مٿل. لٽاڻ. ميرانجهڙائي.

● ميربحر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (١٦ پاڙا: آهراڻي، آدماڻي، اجايا، پکهڻي، ٻڪرا، چاچڙ، چغدا ميربحر، چنا، ڏنچر، ڏاڪها، ڏيرا، گڏو، ڪجريا، کهوکهات، هالاڻي، جکريا).

● ميربحر = مير بحر: ذ صفت. (ع. مير مخفف امير جو = سردار + بحر = سمنڊ). پاڻيءَ جو بادشاهه - درياءَ جو رکپال. جهازي مهه. سالار - امير البحر. درياءَ جي کاڻن کيڙن جو داروغو. ٻيڙيءَ وارو - ٻيڙياتو. مهاڻو.

● ميرپور: اسم خاص. تعلقي ٺل ۽ تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور بٺورو: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور هراڻي: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور خاص: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور ساڪرو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور شاهه: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرپور ماٿيلو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مير جت: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مير خان آبڙو: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مير خاني = مير خانيون: ث. بندوق جو هڪ قسم - جاميڪي دار بندوق.

● ميرڪن: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرل: اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو. (ميرل پراڻو، ميرل نئون). (لسٽ).

● ميرُ مُحمّدُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙُ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُ مُحمّد پُٺهوڙ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُ مُحمّدُ جُوڻيجو: اسم خاص. تعلقي مڪرند ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرَڻُ جتوئي: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرَڻُ ماڇي: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرو ۽ ميرا: ذ. صفت. (سن. مَل = مَرُ) مَرُ يا مٽيءَ هاڻو- گدلو- ڏوڙ ڀَڪليو. گندو- ڪِنو- خراب- سَڙو- غليظ. لُڙانيل. (ذ). جيت جو هڪ قسم (جو رڍ جي وارن ۾ پيدا ٿئي ۽ کل کي ٽُڪي ٽُنگ ٽُنگ ڪري ڇڏيندو آهي). عيبدار. گنهگار. (ث. ميري ۽ ميريُون).

= ميروُ داڻو نہ ڇڏَڻُ: ذرو بہ نہ ڇڏڻ- هڙ مُوڙي ڪٺي وڃڻ.

= ميري اَک: ث. بدنظر- بڇڙي نگاهہ.

= ميرپروُ: ذ. صفت. ميرانجهڙو.

● ميرُوُ: اسم خاص. (سن. سُميرُو) هندن جي پُراڻن ۾ ڄاڻايل هڪ پَربت جو نالو- ميرو پربت- سُمير پربت. يُونانين جو "ميروس" (Meros) نالي هڪ هندوستان جو پربت، جنهن تي هندن ديوتا "ڊايونيساس" (Dionysos) ٻن "زئيس" (Zeus) (سن. ديوس پِتَرُ = آڪاس جو پيءُ) ڄائو. مسلمان مرد جو "مير" مان (اسم تصغير) نالو. (ن- ب).

● ميرَ واري: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۽ تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُواهُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري، تعلقي ميرپورخاص ۽ تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُوجا: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُو خانُ: اسم خاص. تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرُو ڪَلهوڙو: اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميرِئيا (ث): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ميرِي ۽ ميرِيُون (ث): ث. اَنُ جي سنگن رکڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺهيل ڪُنڊو.

● ميڙَ ۽ ميڙوُنُ، ميڙِيُون: ث. (سن. مِل = مِلَڻُ) جماعت (ماڻهن جي). راڄُ- سفارت (جا ڪنهن عملدار کي عرض ڪرڻ لاءِ وڃي يا ڪنهن کان معافي وٺڻ لاءِ گڏ ڪئي وڃي) ڇندو ڪري ڪيل مجلس. ڇندي مان ڪيل کانو يا دعوت. مجلس ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيل ڇندو- اوڳڙ- ڦوڙي.

= ميڙِ آڻڻ: ڇڱن مڙسن جي ٽولي وٺي اچڻ- ڪنهن کان معافي وٺڻ لاءِ ڪي شريف ماڻهو سڏي اچڻ- قرآن يا ٻي ڪنهن بزرگ هستي کي پنهنجي معافي جو وسيلو بڻائڻ.

= ميڙِ پائڻُ: ٿورو ٿورو ڇندو ڏيئي مجلس ڪرڻ. اوڳڙ ڪرڻ- ڇندو ڪرڻ.

= ميڙِ ڪَرڻُ: منت ڪرڻ. قسم وجهڻ. معافي وٺڻ لاءِ ڇڱن مڙسن جي جماعت گڏ ڪرڻ.

= ميڙِ ڪَٺِي وَڃَڻُ: ميڙ آڻڻ- ميڙ وٺي وڃڻ.

= ميڙِ وَٺِي وَڃڻُ يا اَچڻُ: ميڙ آڻڻ.

● ميڙُ ۽ ميڙ: ذ. (سن. مِل = مِلَڻُ) گڏ ٿيل ماڻهو- جماعت. انبوهہ- ڪَٺُ- پيِنبَ- هُجوم- خَلقُ- ميڙڪو- مجموعو. لشڪر. ملڻ جي حالت- گڏجاڻي- وصال. پاڻيءَ جو ارتابُ- گهانڻ- لِئُو- لِيِس (ڪاڇي ۾). ڪُنُ. گرداب. (صفت). گڏيل- مليل- ڪٺو ٿيل.

= ميڙاڪوُ ۽ ميڙاڪا: ذ. ميڙ ۾ گڏ ٿيل ماڻهو- ميڙ- انبوه. مجلس- ڪچهري. ماڻهن جو گوڙ- هنگامو.

= ميڙُ مِتجَڻُ: مجلس برخواست ٿيڻ. ماڻهن جو ڏِڙي پکڙي وڃڻ.

● ميڙاهُو (ث): اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ميڙڻ: مصدر. (سن. مِيل = مِلَڻُ) ميڙ ڪرڻ - گڏ ڪرڻ - جمع ڪرڻ. ڍير ڪرڻ - سَٿڻُ. ملائڻ - ميلاپ ڪرڻ. گڏڻ. گهوڙيءَ تي گهوڙو چاڙهڻ - لڱ ڪرائڻ - ميڙائڻ. وصل ڪرڻ لاءِ ملائڻ. مَيلُ ڪرڻ - دال ڪي ميل ڪرڻ لاءِ ٺهڪڻ کان پوءِ چڱيءَ طرح ڌوئي هڻڻ - مهٽو ڏيڻ (دال کي). ٻهاري پائڻ - صفائي ڪرڻ. ڪچرو گڏ ڪرڻ - گند ميڙڻ. (ڪير) ڏُهڻ. (ميڙيو - ميڙيندو - ميڙيل).

- ميڙ: ث. ميڙڻ جي حالت. ميل - ميلاپ. وصال. لڱُ. صفائي - ٻُهاري.

- ميڙاپو ؏ ميڙاپا (ٿ): ذ. گڏ جاڻي - ميلاپ - ميڙاءُ - ميڙائو - ميڙو - ميلو.

- ميڙاءُ: ذ. گڏ ٿيڻ جي حالت - گڏجاڻي. ميلاپ. وصل - وصال. ميڙو - ميلو - ميڙ وُ - ميڙائو.

- ميڙائِڻُ: مصدر. ميڙڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. گڏ ڪرائڻ. ٻهاري پارائڻ - ڪن ڪچرو گڏ ڪرائڻ. صفائي ڪرائڻ. گهوڙيءَ تي گهوڙو چاڙهائڻ. (ميڙائيو - ميڙائيندو - ميڙائيل).

- ميڙائو: ذ. ميڙاءُ. ميڙو - گوڙ.

- ميڙ چُونڊَ ڪَرَڻُ: گڏ ڪرڻ - ميڙڻ - هيڪاند ڪرڻ - جمع ڪرڻ. چونڊڻ - انتخاب ڪرڻ - ڇانڊ ڪرڻ.

- ميڙُ سيڙُ: ث. ٻهاري سهاري - ميڙو سيڙو - صَفن صفائي - ٻُهر - ڪن ڇڻ - ڪچرو - گندو.

- ميڙ سيڙَ ڪَرَڻ: ٻهاري سهاري ڪرڻ - صفائي ڪرڻ. گڏ ڪرڻ.

- ميڙڻي ۾ مُنهَنُ وِجهَڻُ: پئسن گڏ ڪرڻ وقت پنيان ڪاهي پوڻ. لوپ ۾ پوڻ. (ن.ب).

- ميڙِيُ ؏ ميڙ يُون: ث. ميڙيل رقم - گڏ ڪيل پئسا - پونجي.

- ميڙِيُ چُونڊِيُ: ث. گڏ ڪيل رقم - ٻچايل رقم - پونجي.

● ميڙُو ؏ ميڙا: ذ. (سن. مِيلَ = مِلَڻُ). ميڙيل شيءِ. ملڻ جي حالت - ميل - ملاپ - ميلو - گڏ جاڻي. ماڻهن جو ميڙ - ميڙاڪو. گهڻن ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو هنڌ (جتي ڪا درگاهه يا مزار وغيره هجي ۽ اتي ڪنهن خاص تاريخ تي گڏ ٿجي) - ميلو. ماڻهن جو گوڙ.

- ميڙائِيُ ؏ ميڙائِيُ: ذ. صفت. ميڙن تي ويندڙ - ميڙا گهمندڙ - ميڙن جو شوقين.

- ميڙُو ڪَرَڻُ: مجموعو ڪرڻ - ميڙاڪو ڪرڻ. مجلس سڏائڻ - گوڙ ڪرڻ.

● ميڙهه: ث. آن جي ڳاهه ڪرڻ وقت آها توڻي جنهن ۾ ڏڳا ٻڌجن، جي آنَ ڪاڻيءَ جي چوڌاري ڦري آنُ ڳاهين - پيڙ جي وچين مُني.

- ميڙهِيُ ؏ ميڙهِيُون (ل): ث. ميڙهه.

- ميڙهيُ ؏ ميڙهِيُ: ذ. ميڙهه جي ڀرسان ڦرندڙ ڏڳو. (صفت). پاٺاري وارو - ٽڏي وارو - (پيلا).

● مَيزَ ؏ مَيزُون: ث. (ف). ڪاٺ يا ڪاٺ يا ڪتابن وغيره رکڻ لاءِ چئن پاين وارو تختو - ٽيبل.

- مَيزپوشُ ؏ مَيزپوشَ: ذ. ميز تي مٿان وجهڻ جو ڪپڙو.

● ميِزانُ: (ع. وَزَنَ). ساهمي - تَرازو - ڪانٽو - تارازي. (حساب ۾) جوڙ - جمع - جُملو - ڪُل جوڙ. هڪ بُرج جو نالو - تُلا.

- ميِزان وَٺڻُ: وزن ڪرڻ - تور ڪرڻ. جوڙ ڪڍڻ - جملو ڏيڻ - جمع ڪرڻ.

● ميِزبانُ ؏ ميِزبانَ: ذ. صفت. (ف). ضيافت ڪندڙ - دعوت ڏيندڙ مهمان گهرائيندڙ - مهماندار - مهماننواز - ڪاڄ ڪارائيندڙ.

- ميِزبانِيُ ؏ ميِزبانِيُون: ث. مهماننوازي - خدمت خاطري - مهمانداري. دعوت - ڪاڄو - ڪاڄ و.

● مَيزَل ؏ مَيزَلُون: ث. (ع. مَنزِل جو بگڙيل لفظ) منزل.

● ميِسَ ؏ ميِسُون: ث. نفس. نفساني خواهش - شهوت - ڪام. سخت چاهه - موهه - عشق. پيار - سِڪ - آڪير - آڪنڊ. اڇا - منشا - ڪامنا. حرص - منوو ڪار. خواهش - سڌ.

”تنهن آديسڻ جي عشق ۾، مور نہ مٺي هٿي ميس.“
(غلام حسين شاهہ).

● مهيساوا (ت)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مهيسَتَ: ث. خواهش. شهوت. شوق. مهس. (ڪاڄرا).

● مُيَسَرُ ۽ مُيَسَّرَ: ذ. صفت. (ع. يَسَّرَ). آسان ڪيل. آسانيءَ سان هٿ لڳندڙ (شيءِ) - ممڪن الحصول - ملڻ جهڙو - لڀندڙ. حاصل - حاضر - موجود - هٿ وَسيڪو. تيار.

- مُيَسَّرائِي: ث. حاضري - موجودگي.

● ميسُو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر اتر سرحد سنڌ ۽ حيدرآباد ضلعي ۾). (سينسز ١٩٣١ع).

● مهيسُو: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم - ميسُو پاڪ (جا چڻن جي اٽي ۽ گيهہ مان ٺهي).

- ميسُو پاڪَ: ذ. مهيسُو.

● مَيَسِرَهہ: ذ. (ع) سڄي هٿ پاسي وارو لشڪر.

● مهِش: ذ. (سن. ميشہ). هڪ برج جو نالو. حمل - ميڪ.

- ميشي: ث. رڍَ جي رڱيل کل.

● ميشڪ (لس)؛ ذ. گاهہ جو هڪ قسم. (بيلا).

● ميعَادُ ۽ ميعادَ: ذ. (ع) وعدي جو وقت - مقرر ڪيل وقت - مدت - مدو - عرصو - وقت. جڳ - زمانو.

- ميعَادي: صفت. ميعاد وارو - نهرايل مدت وارو - مقرر وقت جو.

- مهِس مَارَڻُ: خواهش کي ختم ڪرڻ - نفس کي مارڻ.

● مسُ ۽ ميسُ؛ ث. ماٺ - چپ - صبر - خاموشي - ماٺوڙو.

- ميسڙو ۽ ميسڙا؛ ذ. صفت. ماٺ وارو - ماٺيڻو - خاموش - چپاتو - صابر. منهن جو مٺو - ليسي. ڪڄهڙو - ڏسڻ جو غريب. مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري ڪم ڪيندڙ. ڀالو ڀولو ميسٺو.

- ميسٺو ۽ ميسٺا؛ ذ. صفت. ميسڙو.

- ميسُوڙو ۽ ميسُوڙا (ڪ)؛ ذ. صفت. ميسڙو - ميسٺو.

- ميسُوٺو ۽ ميسُوٺا (ڪ)؛ ذ. صفت. ميسڙو. ميسٺو.

● ميساڏي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (لسٽ).

● مهيسارڻُ: مصدر. (سن مَرَّ (ي) ج = صاف ڪرڻ). صفا ڪرڻ. اڳيون نقش يا اکيان اکر ڌوئي صاف ڪري ڇڏڻ - ميٽڻ - ڊاهڻ - ڪرڙڻ - ڦٽائڻ. وساري ڇڏڻ - (ياد گيري) لاهي ڇڏڻ - ڀلائي ڇڏڻ - رهڻ. ٻوڇو ڏيڻ ٻرتن جي سوراخ کي بند ڪرڻ. (مهيساريو - مهيساريند و - ميساريل).

- مهيسارو ۽ مهيسارا؛ ذ. ڊاهڻ سان صفائي ڏيڻ.

● مهيڪ؛ ذ. ث. (سن. ميشہ). رڍ. ٻارهن راسين مان هڪ راس جو نالو - حمل - ميش (ف) تفاوت.

● ميڪَ ۽ ميڪون؛ ث. (ف. مهيخ = ڪلي). لوهہ جي ڪلي - ميخ - ڪوڪو. ول جو هڪ قسم. ميڪا ول. (ن. ب).

● مهيڪلي ۽ مهيڪليون؛ ث. فقير جو زيور. (دلپت).

● مهيڪو؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر سکر ۾). (سينسز ١٩٣١ع).

● مهيگهہُ ۽ ميگهہ؛ ذ. (ٻيرا ميهو. سن. ميگهہ. ع. ميغ = ڪڪر) ڪڪر - بادل - ابر - گهٽا - مينگهہ - ميغ مينهن - برسات - بارش - وسَ. وَسڪارو - وارڪا - باران - جهڙ - آڳم. راڳ جي ڇهن راڳن مان ڇوٿين راڳ جو نالو - ملهار (هندستاني موسيقي ۾ تمثيلي تصوير مطابق: وارڻ ڪارو، پوشاڪ پيلي، هٿ ۾ ترار، ڪڪر تي سوار).

- مهيگهاڇن: ٻارهن ميگهن مان پهرئين ميگهہ جو نالو - جهڙ جهمر - گهٽو جهڙ - گهاٽا ڪڪر - گهٽا گهنگهور. (ن. ب).

- مهيگهہ مَلارُ: ذ. ساوڻ جي موسم - جهڙ - آڳم.

● مهيگهواڙُ ۽ مهيگهواڙ: ذ. صفت. چمڙي جو ڪم ڪندڙ - موچي - مينگهواڙ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو - مينگهواڙ.

● ميگٿيِ ۽ ميگٿيون (ل)؛ ث. ڦولڙي- ڦولهڙي- ڦوگٿي.

● ميغ: ذ. (ع. ميغ. پرا. ميه. س. ميگهه = ڪڪر) ڪڪر- ابر- بادل- ميگهه.

● ميڪائيل: اسم خاص. (ع). چئن وڏن ملائڪن مان هڪ ملائڪ- مخلوقات کي رزق رسائيندڙ فرشتو.

● ميڪر ۽ ميڪر؛ ذ. (س. مڪر = مانگر مڇ) مانگر مڇ (سر گهاتو- گر).

● ميڪ سنداڻ ۽ ميڪ سنداڻون (ت): ث. سنداڻ جو هڪ قسم- کوڏر يا ڪهاڙيءَ جي ڀاهن موڪرن ڪرڻ جي سنداڻ.

● ميڪنگل (اس): اسم خاص. بروهي قوم جو هڪ قبيلو. (ن. بلوچ). (پيلا).

● ميڪڻ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ميڪڻ: مصدر. دانهون ڪرڻ- رڙ ڻ- مُٺڻ- روئڻ- روڄ ڪرڻ- رودن مچائڻ- ڦيٽڻ. ٻليءَ جو مياٺو مياٺو ڪرڻ. (ميڪيو- ميڪيندو- ميڪيل).

= ميڪ ۽ ميڪون؛ ث. رڙ- دانهن- ڪوڪ- ڪيڪ- ريهه- ڪيڪاٽ. ٻوڪ- واڪو. روڄ- رودن. باشي (باز) پکيءَ جي دانهن.

= ميڪيِ ۽ ميڪيون؛ ث. صفت. دانهون ڪندڙ- ڪيڪون ڪندڙ- ڪيڪاٽ ڪندڙ. (ث). ٻڪري. ٻلي.

● ميلخورو ۽ ميلخورا: ذ. ننڍو ڪوٽ- واسڪوٽ. صدري.

● ميل دڪتبي: ذ. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم- دوا طور ڪرائيندڙ ڪؤنر جو هڪ قسم (ن. ب).

● ميلڻ؛ مصدر. (پرا. ميل (اي). س. ميلي (تي) >ميل = ميلڻ) ملائڻ- گڏائڻ- ڀيڙائڻ. سڪ ميلو ڪرائڻ گڏ ڪرائڻ. گڏجاڻي ڪرائڻ. ڀيٽڻ. ڀرچائڻ. ٺاهي ڇڏڻ. (ڀيڙيءَ جو سڙهه) هيٺ ڪرڻ. (ميليو- ميليندو- ميليل).

● ميل ۽ ميل: ذ. (س. ميل = ملڻ) ملڻ جي حالت- ميلاپ- ملاقات- گڏجاڻي- ڳاڍاپو- لاڳاپو- تعلق. ڳانڍاپو- ربط. واسطو. سنبنڌ. ملاوت- آميزش- ميلاوڙي. ملنساري- اتفاق- ٻڌي- اتحاد- ايڪو. دوستي- سنگت- ياراڻي- مترتا- ياري- سنگ- محبت. ٺاهه- صلح. پرچاءُ. جوڙ- جيس- ٺاني. ميڙ (ماڻهن جو)- ٽولي- جماعت- ڏنب. هڪجهڙائي. ننڍڙو ڳوٺ- واهڻ. لاڙو. رغبت- چاهه. محبت. (س. مل = مر) مٽي- گند- ڪچرو- ميل. ڏيهي حساب جي اصطلاح ۾ دڪان جي حساب ڪتاب جو ڪتاب- وهي.

= ميلاپ ۽ ميلاپ: ذ. ملڻ جي حالت- سنجوڳ.

= ميلاهو؛ ذ. ميلاپ- ميڙو.

= ميلائيتو ۽ ميلائيتا؛ ذ. صفت. ميل رکندڙ- ميل وارو- صحبتي- سنگتي. ٺاهه وارو. صحبت پسند- رلڻو ملڻو (ظرف). ٺاهه ۾- ٺاهه سان.

= ميل جوڙ: ذ. لڳ لاڳاپو- ڳنڍ ڳوپ. واسطو- تعلق. ٺاهه- صلح.

= ميل جول: ذ. ميلاپ- گڏجاڻي. لهه وچڙ. آٿ ويهه- آٿل پٿل.

= ميل سنڀالڻ: واپارين جي اصطلاح ۾ حساب ڪتاب جانچڻ.

= ميل ڪيڏڻ: دڪان ۾ پيل سامان جو حساب ڪرڻ.

= ميل ڪرائڻ: مشابهت ڪرائڻ؛ ملائڻ. ڪپڙو سوڙهو ۽ پورو اچڻ. (ڳاجرا).

= ميل ڪرڻ: ميڙ ڪرڻ- گڏ ٿيڻ- ڏنب ڪرڻ. ماڻهو گڏ ڪرڻ. ميلاپ ڪرڻ- وصل ڪرڻ. گڏجاڻي ڪرڻ. ٽولو ٺاهي ڪنهن وٽ وڃڻ. اتفاق ڪرڻ- ٻڌي ڪرڻ.

= ميل ڪاڏل: ذ. صفت. سوڙهو آئيل (ڪپڙو).

= ميل مچڻ (ت)؛ فساد ٿيڻ. جهيڙو وڌڻ.

= ميل مرادي جانچڻ: حساب ڪتاب (دڪان جو) جانچڻ- حساب ڪڍڻ.

= ميلي ۽ ميلي: ذ. صفت. ملڻو- ميلاپي- ميلائتو- سڄڻ- دوست. دوستي- واقفيت.

● مَيُلُ ۽ مَيُلَ: ذ. (سن. مَلَ = مَر) مَرَ - مَٽي - مَٽل - مهر - گند - ڪِنُ - ڪچرو. زنگ - ڪَٽَ. (اندر جو) ڪوٽُ - پيائي. ڏُکُ - ڏمر - تڪليف. مدي. ڪدورت خرابي. حَلُ - گدلِ شيءِ. رگڙيل (شيءِ). (انگ Mile = ميل) مفاصلي جو ڪجهه انداز - اٺن فرلانگن جو مفاصلو - اڌ ڪوهُ.

= مَيُلارو ۽ مَيُلارا (ٿ): ذ. ميل وارو - گندو.

= مَيلُ خورُ (ٿ): ذ. گهوڙي جي پٺيءِ جي ڀڳهر ڪسان بچڻ لاءِ نيري رنگ جو ڪپڙو. جلدي ميرو نه ٿيندڙ ڪپڙو.

= مَيُلخورو: ذ. ميلخور.

= مَيل رَکو (ٿ): ذ. ميلخورُ.

= مَيل ڪَڍَڻُ: مِٽي مَر وغيره ڪڍڻ. ڪَر ڪڍڻ. ڌوئي صفا ڪرڻ. (سون) سُوڌڻُ. (ڪنڊ) نڪيڙڻ.

= مَيُلو ۽ ميُلا: ذ. صفت. ميرو.

● مِيلَ: ٿ. ڪاري جي ڀيڙيءِ جو هڪ عضوو. (ڪ - ن. ب). (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● مِيلُ: ذ. ڳاٽاٽي جو هڪ انداز (اڻن ڪان مٿي). (ڳاجرا).

● ميلاپَ ۽ ميلاپ: ذ. (سن. ميلَ = ملڻ) ملڻ جي حالت - ميلُ. ملاوت. اتفاق - ٻَڌي. ميل جول. گڏجاڻي. دوستي. واقفيت. ناءِ - صلح. پرچاءُ رضامندي. موافقت - هڪجهڙائي.

= ميلاپو ۽ ميلاپا: ذ. ميلاپ.

= ميلاپيُ ۽ ميلاپيُ: ذ. صفت. ميلاپ وارو - ميلائتو. ملڻو. آشنا - واقف. (ٿ). دوستي.

● ميُلاپڙو ۽ ميُلاپڙا: ذ. ڏياري جي رات هرهڪ هندو مرد ڪاٺيءِ کي ڪپهه يا اڳڙي ويڙهي، ان کي تيل مکي، ان جي مٿان اڳڙي پڊي ٻارينده آهي، اهڙو ٻرندڙ ڪانو. (ڳاجرا).

● مِيُلادُ: ذ. (ع). ولادت جو وقت - پيدا ٿيڻ جو زمانو. (آصفيه).

● ميُلانُ: ذ. صفت. (ع). رجوعات - لاڙو - رغبت. طبيعت جو لاڙو. خواهش.

● مَيُلُ خورُ ۽ مَيُلُ خورَ: ذ. گهوڙيءِ جي پٺيءِ تي سنجن جي هيٺان رکڻ جو ڪپڙو - ميل رکو.

= ميلو پَرجَڻُ: ميلي ۾ تمام گهڻا ماڻهو اچڻ - ميڙو پربور ٿيڻ.

= ميلو ڪَرَڻُ: ملڻ - ملاقات ڪرڻ - گڏجڻ - گڏجاڻي ڪرڻ.

= ميلِيُ: ذ. صفت. ميلڻو - ميلاپي - ميلائتو. ملنسار - صحبتي - صحبت پسند.

● مَيُلو ۽ مَيُلا: ذ. (سن. ميلَ = ملڻ) ڪِنُ - ڪچرو - ڀُهر - گند. مَٽلُ - مَيلُ - مِٽي - مَرُ. گُونهه - وشنا - ڪرڦتي.

● ميلهه ۽ ميلهيُونُ: ٿ. ڳاهه وقت ڏاندن جون ڳچيون سوگهيون رکڻ جو نوڙ.

● مَيُلا يُ ۽ مَيُلا يُونُ: ٿ صفت. (ع مائِلُ. ف = آماده = هڪ پاسي لڙيل) آماده. نينهن لڳل عورت. آها اوڏ کي پيت جا پيڙهه واري ويکر بعد پنهي پاسن کان اندر تي مائل ٿيندي چوٿين وٺ پيڙهه واري ويکر جي اڌ جيتري ويکري اچي بيهي (شهيلي جو ضد) (ن. ب).

● ميمَ ۽ ميمُونُ: ٿ. (انگ). وڏ گهراڻي عورت. بيبي - بانو. انگريز عورت. راڻي (پتن ۾).

● مِيمَ: ذ. (ع. مِيمُ = شراب) اکر 'م' جو آچار. حضرت مُحَمَّد صلي الله عليه و سلم جن جي نالي مبارڪ جو پهريون اکر.

"اوڏي تي الف کي، مَن گڏيائين ميم سين".

رمز - ڳجهه - راز. (علم نحو).

● ميُلَشُهارُ: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ميلو ۽ ميلا: ذ. (پرا. ميلو. سن. ميلڪ < ميل = ميلَنُ) ملڻ جي حالت - ميل - ملاقات. ميلاپ - سَنِيا - ميڙُ - منڊلي - ڪچهري - مجلس. عام جو مجموعو - انبوهه - هجوم. ڪنهن جاءِ تي گڏ ٿيل ماڻهن جو ميڙاڪو - ميڙو. ساليانو جلسو

(جتي قسمين قسمين دڪان وغيره لڳل هجن). اولياءُ تي مقرر ٿيل ڏينهن جو مجموعو.

— ميڙ ۾ ڳالهڻ ڪرڻ: ڳجهو ڳالهائڻ — ليڪ چيپ ۾ ڳالهائڻ.

● ميمبر ۽ ميمبر: ذ. صفت. (انگ). رڪن — مجلسي — جماعتي. هڪ ماڻهو — ڄڻو. صاحب — اهل — حصيدار — شريڪ (آصفيه).

● ميمنه: ث. (ع). ڪنهي هٿ وارو لشڪر.

● ميمڻ: اسم خاص (سن. ممنت = برڪت، سعادت). سعادتمند. مسلمانن ۾ هڪ ذات جو نالو (شيخ، نومسلم ڪڇ پڇ مان آيل. ١٠ پاڙا، انجر، ٻرپريا، ٻوترا، داسلاڻي، گلا، هالائي، جوراڻي، سجهلائي، ميٺيا، زڪريا). (سينسز ١٩٣١ع)

● ميمڻي ۽ ميمڻيون: ث. ٻڪريءَ جو ڦر — ڇيلو — ليلو.

● ميمو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾). (سينسز ١٩٣١ع).

● ميمي ۽ ميميون (ل)؛ ث. دولت — ناڻو — مايا. "مون وٽ ميمي توري ناهي، جيڪي خرچ اوهان ڪي ڪرڻو هجي سو ڪريو" (جملو).

● مينسارڻ: مصدر. (سڙڻ) ويڙهڻ. (مينساريو — مينسار يندو — مينسار يل).

● مينٺو ۽ مينٺو: ذ. صفت. مينٺون ڪندڙ — مينٺائو. (ن.ب).

● مينٿ: ث. (سن. منجوشتا). منجهٿ.

● مينچڻ (ت)؛ مصدر. پورڻ — بند ڪرڻ. (مينچيو — مينچيندو — مينچيل).

● مينڊي ۽ مينڊيون: ث. (سن. منيدڪا = مينڊي). ٻوٽي جو هڪ قسم. مينديءَ جي ٻوٽي جا پن (جي سڪائي پيهي، ٻسائي هٿن پيرن کي هڻجي ته هٿ پير ڳاڙها ٿين) — حنا.

— مينڊي لائڻ: شاديءَ جي رات گهوٽ ۽ ڪوار جي هٿن پيرن کي سڳوڻ طور مينڊي هڻڻ.

● مينڊا ڦل ۽ مينڊا ڦل: ذ. ڪڻڪ جو هڪ قسم (جو پيشانيءَ مثال مينڊ جي ٻنهي پاسن تي لڳي).

● مينڊ يارو: ڪراچي ضلعي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مينڊ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مينڊ ۽ مينڊ (ت): ذ. وهٽ جي ڳچيءَ ۾ سونهن لاءِ ٻڌل رنگارنگي رسو — سهڻو. (صفت). بي عمت. ليلهڙو. ادس.

● ۾: حرف جر. (سن. مڌيه). اندر — منجهه — ڌر — وچ ۾.

● ميڻ: ذ. (آواز). ٻڪريءَ جو ڪيل آواز.

● ميڻ: ضمير. (سن. ميا). آئون — مان — مون.

● ميڻ ۽ ميڻون: ث. (سن). مڇي — حوت. هڪ برج جو نالو. وشنوءَ جي ٻهرين ڏهن جنمن جو نالو.

— ميڻ ميڪ: ذ. برج حوت ۽ حمل. شڪ شبهو.

— ميڻ ميڪ نه ڄاڻڻ: ڀل ڪپٽ نه ڄاڻڻ.

● ميڻ ۽ ميڻ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم — توتيو. مينا — ميناڪاري. چٽسالي.

● مينا ۽ ميناڻون: ث. مٺو آواز ٻوليندڙ جابلو پکيءَ جو هڪ قسم (چينائي ڪنين سان).

● مينا ۽ ميناڻون: ث. اسم. (ف). نيلي رنگ جو پٿر. نيلي پٿر جي چانديءَ تي ٿيل چٽسالي. مرصع ڪاري — ميناڪاري — مين. فيروز رنگ. (شراب جو) شيشو — ٻاٽلي.

— ميناڪار ۽ ميناڪار: ذ. صفت. سون چانديءَ تي رنگيني جو ڪم ڪندڙ — مينا چاڙهيندڙ. مرصع ساز.

— ميناڪاري ۽ ميناڪار يون: ث. سون چانديءَ تي چٽساليءَ جو ڪم — مينا — مين. چٽسالي — مرصع سازي.

● مينار ۽ مينار: ذ. (ف). منارو.

— مينڊي ڳنڍائڻ (ت): مٿي جا وار ڪيئڙي سان ڳنڍائڻ — ويڙهائڻ.

● مينڪ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر اتر سرحد سنڌ ۽ حيدرآباد سنڌ ۾).

● مينگُ ع مينگَ (ڪ): ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن مان، رنگ اڇو، بدن ۾ گول ۽ ڍگهو، اڌ فوٽ کان پن فوٽن تائين).

▬ مينگاچو ع مينگاچا: ذ. مينگ جو ننڍو ٻچو. (ن.ب).

● مينگرَ ع مينگريُونُ (ڪ)؛ ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪڳي جهڙو، پٺ سينگاري مڇيءَ وانگر بناچلرن جي).

● مينگڙيُ ع مينگڙيُونُ (ت)؛ ث. ٻڪريءَ جي ڦولهڙي- ڦوڳيٽي- مينگڻي.

● مينگلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● مينگڻيُ ع مينگڻيُونُ (ت): ث. مينگڙي.

● مينگهُ ع مينگهَ: ذ. (سن. ميگهُ = برسات). ميگهه. مينهن جو مانڊائو- ملهار جو منڊل. چمر چانو. ڪار ڪوٽ. مينهن وسڻ جو سعيو. برسات جا بادل - مينگهه ملهار. برسات جي موسم. جهڙ.

" نڪا چوهه چمر جي نڪي مينگهين مينهن."

ڇهن راڳن مان هڪ راڳ.

● مينگهلو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مينڊرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● مينڊرو: ذ. مينڊرا ذات جو هڪ ماڻهو. (ڪناية) مومل جي عاشق راڻي جو پيو نالو. (چاڪاڻ ته راڻو ذات جو مينڊرو هو).

● مينڊَ ع مينڊونُ: ث. وريچ- ڳُٽ ڳوپُ- ڪرسڪڙ- وٽ سٽ. آواز. سُر. (ت). ڳائڻ جي هڪ اعليٰ سلوڪت.

▬ مينڊَ ٻڌڻُ (ت)؛ مٺو آواز يا سُرُ ڪڍڻ.

▬ مينڊَ ۾ ماريُ ڳائڻُ: ڳجهيءَ طرح ڳالهه ڪرڻ- ڳجهه ۾ ڪم ڪرڻ.

● مينڊو ع مينڊا؛ ذ. وارَ- زلفَ. وارن جي ڳُٽ- چوٽي.

● مينڊيُ ع مينڊيُونُ (ت): ث. (سن. وينيُ). وارن جي ڳنڍيل چڳ- ڳُٽ- چوٽي.

▬ مينڊيُ چوڙڻُ: ونواهه ۾ ويهارڻ وقت ڪنوار جا وار چوڙڻ ستترُ توڙڻ- عصمت دري ڪرڻ.

▬ مينڊيُ ڦُلُ ع مينڊيُ ڦُلَ: ذ. چوٽيءَ ۾ وارن جي سٽان چانديءَ جا لڳل گول ڦڪل- چوٽي ڦُل.

▬ مينهنُ وساڙو ع مينهنُ وساڙا: ذ. هڪ قسم جو ڳاڙهي رنگ جو جيت- مينهن جو مامو (ت)- ميهن ماس. هيبڊو ع عينڊوا.

▬ مينهن وسائيُ ع مينهنُ وسائيُونُ (ڪ): ث. مينهن وساڙو. مينهن وسندي چاول نياڻي.

▬ مينهنُ وسنديُ: ظرف. اوکيءَ مهل- آڏا وسو- ڏکيءَ ويل- ضرورت مهل.

▬ مينهنُ وسنديِ ڪمَ آچڻُ: اوکيءَ مهل ڪم آچڻ- ڏکئي ويل ڪم آچڻ- ضرورت جي وقت ڪم آچڻ.

▬ مينهوڳيُ ع مينهوڳيُونُ: ث. مينهن جي موسم- برسات- بارش- ميهن.

● مينهنِ: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (ڪاري رنگ جو، جهڙ يا مينهن جي موسم ۾ ٻوليون ڪندڙ).

● مينهٽو ع مينهٽا: ذ. ميهٽو. (ڳاجرا).

● مينڻُ ع مينڻَ: ذ. (ف. مومُ = مينڻ). ماکيءَ جي مکين جو ڪڍ ڪيل سٺو مادو (جهن مان مانارو ٺاهين)- مومَ. (صفت). نرم- ڪمزور- ملايم.

▬ مينڻَ ٻتيُ ع مينڻَ ٻتيُونُ؛ ث. مينڻ جي ٺهيل ٻتي- موم ٻتي- شمع- شمع.

▬ مينٽيو ع مينٽيا؛ ذ. مينڻ جو ڪلف ڏنل ڪپڙي جو هڪ قسم (جو مينهن ۾ پاڻي ته مٿس پاڻي نه بيهي سگهي). مينٽهوُ.

● مينگهو ع مينگها: اسم خاص. (مانگهه مهيني مان) هندڪو ۽ ماڙيڇڪو نالو.

● مينگهو ع مينگها (ت)؛ ذ. صفت. آهستي هلندڙ- ڍلو.

● مينگهواڙُ ع مينگهواڙَ؛ ذ. اسم. ميگهواڙ.

● ميڻ ميڻ: ث. (آواز). (ٻڪريءَ جي) ٻاڪار - ٻوڪ - ٻي ٻي.
● ميڻو: ذ. مينا.
● ميڻهڻ ۽ ميڻهون: ث. (سن. متهش = مينهڻ) چوپائي جو هڪ قسم - سانڍهه يا ٻاڍي جي مادي (صفت). تمام ٿلهو - موٽو - ڏڌ ستو - ڏينگ.
= ميڻهون داغائڻ (ت): نقصان رسائڻ - ٽوٽو وجهڻ - ڇيهو پهچائڻ.
= ميڻهن سائي تيڻ: مينهن جو ڍڪو تيڻ.
● ميڻهن ۽ ميڻهن: ذ. (سن ميڻهه، ميگهه = برسات) برسات - بارش - وس - وسڪارو - باران.
= ميڻهانئون ۽ ميڻهانئان: ذ. صفت. مينهن جو - باراني - بارشي - مينهوڳيءَ جو.
= ميڻهاٺو ۽ ميڻهاٺا: ذ. صفت. مينهانئون - مينهوڳيءَ جو.
= ميڻهن ماس: ذ. مينهن جي موسم ۾ پيدا ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم - مينهن وساڙو. (گاجرا).
= ميڻهن واءُ ڪري آچڻ: تمام تڪڙو اچڻ - تيز اچڻ.
= ميڻو متو ۽ ميا متا: ذ. صفت. ڏتو ستو - ميو متارو.
● ميوات ۽ ميواتون: ث. (ف. ميوه جات). ميوو - ميوه - ڦل.
● ميواڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. چانگ بلوچن جو هڪ قبيلو.
● ميون ۽ ميان: ذ. آقا - والي - وارث - خداوند. مالڪ - سرڪار - حاڪم - سردار. خاوند - شوهر - مڙس - پتي - سائين. (آصفيه). مولوي جو لقب (ل). ميان. ميانجي.
● ميوو ۽ ميوا: ذ. (ف. ميوه = ميوو). ميوه - ڦل - ڦر - ثمر.
= ميوجات: ث. ميوات.
= ميويدار ۽ ميويدار: ذ. صفت. ڦل وارو - ڦر وارو - مثمر - ڦلائتو.
● ميوو گهاگهرو: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● ميهڙ ۽ ميهڙ: ذ. (سن. ميگهه = ڪڪر). مينهن - برسات - بارش.
"ڪاري رات ڪڇو کهڙو - متان وسي ميهڙ."
(شاهه، سهڻي - ڪر).
ڳوڙهن جي ورڪا. (ديسي - ڪر).
= ميڻ تيڻ: نرم ٿيڻ - ڪنئرو ٿيڻ - ڪومل ٿيڻ - ملايم ٿيڻ.
= ميڻا (ت - ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ميڻان: اسم خاص. تعلقي شهداد ڪوٽ، تعلقي ٽنڊي باگي ۽ تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو. (نسٽ).
● ميڻٿهو: ذ. ميڻ جي تهه وارو ڪپڙو (جو پاڻي ۾ پسي نه سگهي) - ميڻتو
● ميڻچو (ٿ). اسم خاص. هڪ ڍر جو نالو.
● ميڻقل ۽ ميڻقل: ذ. ٻارڪي وڪر جو هڪ قسم (اڪروٽ وانگر ڳاڙهاڻ تي مائل ۽ ميراڻ تي، ذائقي ۾ ڪوڙو) - تُوهه. (آصفيه).
● ميڻو: ذ. گاهه جو هڪ قسم (لوسڻ جهڙو، مٽرن ۽ ڪڻڪ ۾ پاڻهي آپري). (ن.ب).
● ميو ۽ ميا: ذ. (سن. متيه = آٺ). جانور جو هڪ قسم - آٺ - شتر. ڪاري جي مچيءَ جو هڪ قسم بنا چلرن، رنگ اڇو، ڊيگهه چئن انچن تائين). (سن. متيه = پربل) پربل - پرتيل. ڏاول - متارو. متو وارو - مايا وارو - بي پرواهه. بيباڪ. پهلوان - بليارو - قوي. جُنگ.
"مرد منجهه ميدان مانجهي مل ميا نه ٿيا."
(مهيري علي محمد)
"برهه بيرنگ بيحساب، ٿو متين جي مت منجهائي"
(مصري شاهه)
= ميو متارو ۽ ميا متارا: ذ. صفت. جبرو - جانٺو - قوي - جُنگ - ڏڌو ستو - ٿلهو متارو. چڱو ڀلو - تندرست - ٺيڪ ٺاڪ.
= ميهڙ رو مامو (ٿ): ذ. مينهن وساڙو.
● ميهار ۽ ميهار: ذ. صفت. (سن. ميهش = مينهن). مينهون چاريندڙ - ميهر. (اسم خاص). سهڻيءَ جو عاشق.

● مِهاڳُ: ذ. ث. مينهن جو ڏڻ.
- مِهاڳُ پَٽَڻُ (ت): مينهون چوري ڪرڻ.
● مِهارڪِي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مِهاڻي: اسم خاص. گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو. (تاريخ بلوچستان).
● مِهَرُ ۽ مِهَرَ: ذ. صفت. مينهون چاريندڙ - ميهار. (ذ). ميهار جي هُونگ جهڙو آواز ڪندڙ پکيءَ جو هڪ قسم. (ت).
● مِهَرُ حاجِي: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مِهَرُ شاهُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).

● مِهڻو ۽ مِهڻا: ذ. مهڻو. عيب. طعنو - عتابُ. (ڪليات - گر).
● مِهو ۽ مِها: ذ. پاڇيءَ جو هڪ قسم. (صفت). مينهن جو.
● مِهوڻي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو. (لسٽ).
● مِهَنِي: اسم خاص. حَب نديءَ جي اوپر طرف هڪ جبل جو نالو. (ن. ب).
● مِيءُ: اسم خاص. (سن. مَتسيہ = مڇي) هڪ ذات جو نالو (جا ماڇڪو ڪم ڪري). (ذ. صفت). مهاڻو.
- مِيڻڪو ۽ مِيڻڪا: ذ. صفت. مهاڻي جو - مير بحر جو.
● مِيڻڪِي (ل): ذ. ٽوپي يا سهڻي جو هڪ قسم.

# ن

(ن): آچار نُونُ. عربيءَ جو پنجويهون، فارسيءَ جو اوڻٽيهون، سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ويهون، اردوءَ جو ٻٽيهون ۽ سنڌيءَ جو سٺيتاليهون اکر. ابجد موجب سندس عدد پنجاهه (٥٠).
● نَہ: ظرف. (سن. نہ. ف. نه) انڪار جو لفظ - ناڪاري جواب - نفي - ڪونہ - مَ - متان. جيئن تہ (نہ وَڃُ). عجب يا تاڪيد وارو لفظ. جيئن تہ "ڪهڙو نہ سٺو ڪپڙو آهي".
- نَہ آڏُ سُڪَڻُ نَہ پارو پَرُجَڻُ: پورو سورو ڪم ٿيڻ.
- نَہ آنڊِ نَہ ماند: نہ هي چيڙو نہ هو چيڙو.
- نَہ آنيءَ دل ۾ پَچَڻُ: پارڻ مي واند جو هڪ قسم.
- نَہ پِنِڻُ: نہ جاڻان - ڪوهہ جاڻان.
- نہ تَہ: ث. (سن. لوچيت. نَهہ + تَرَهہ) ٻي حالت ۾ - ٻي طرح - اگر - جيڪر.

- نَہ تِپرِ يءَ ۾ نَہ مِپرِ يءَ ۾ هُجَڻُ: ڪنهن جو طرفدار نہ هجڻ.
- نَہ تِيڻُ ۾ نَہ تيرَهَنُ ۾: ٻي طرفدار - ڪنهن بہ پاسي نہ - نہ لفعي ۾ نہ نقصان ۾.
- نَہ ٿيڻو ۽ نَہ ٿيڻا: ذ. نہ ٿيڻ جوڳو - ناممڪن - استحيو - ناشدني - محال - اساد يہ. (ث. نہ ٿئڻي ۽ نہ ٿئڻيون).
- نَہ دادُ نَہ فَريادُ: انصاف نہ ٿيڻ واري حالت - ظلم - قهر - زور - بي دادي - انڌيري نگري - دانهن نہ پُڌڻ يا فيصلي نہ ڪرڻ واري حالت.
- نَہ دادِي نَہ استادِي: نہ ڏني نہ ورتي - ناحق - هرو ڀرو - ڪنهن بہ ڏوهہ کان سواءِ.
- نَہ ڏيڻو نہ لهڻو هُجَڻُ: قرض نہ هئڻ.
- نَہ راڻِي نَہ راڻِيءُ هُجَڻُ: ڪوبہ عادل حاڪم نہ هجڻ - انصاف وارو نہ هجڻ.

- نہ ڪا ٻائي نہ ڪا ٻتي هُجڻ: چڙو ڇانڊ هئڻ - ٻڪي سِرُ هئڻ.
- نہ ڪا ڪَهَتِ ڪهوتَ ۾ نہ ڪا ڪتمي ڪَنُوار ۾ هئڻ: وڙهند ڙيئي ڏ ريون هڪ جهڙيون هئڻ - ڪوبہ ڪهٽ وڌ نہ هجڻ.
- نہ ڪا هَبِرَ نہ ڪا تِرِ ڪنرڻ: بنا و چار جي ڪم ڪرڻ - نہ سوچڻ نہ سمجهڻ.
- نہ ڪَنَ نہ جَنَ هُئَڻ: ڪابہ خبر نہ هئڻ - ڪو شڪ ئي نہ هئڻ.
- نہ ڪَنهنَ جوُ نہ ڏُهنَ جوُ هُئڻ: ڪنهن بہ ڪم جو نہ هئڻ - بيڪار هجڻ.
- نہ ڪهرُ نہ تڙُ هُجڻ: بي گهر هجڻ - بي وارثو هجڻ. رول هجڻ. ري ملڪيت هجڻ.
- نہ لاءِ نہ ساءُ هئڻ: ڪوبہ مزو نہ هجڻ - ڪوبہ سواد نہ هئڻ.
- نہ مُنڇو نہ مُنهن: ڪنهن ٻچت ڪان سواءِ - سُڄو - ٻينڪيو.
- نہ مُنڊ نہ سال: اڻ مُنڊائتو - بي وقتو. اوچتو - اڃتڪ - بي موقعي - بنا مهل - بي موسمو.
- نہ مُنهي نہ تُوٽي: بنا ٽيڪ - بنا آڌار. سُڄو - ٻينڪيو.
- نہ هُنئي ۾ نہ ڪنئي ۾ هُئڻ: بي طرفدار هئڻ - ڪنهن بہ پاسي نہ هئڻ - بلڪل الڳ هئڻ.

● نہ: (سن. نير > نيس > نہ. هڪڙو اڳسرگ ناڪاري بنائڻ لاءِ اڳيان ڳنڍيل لفظ) - سواءِ - بي - ڪهٽ - ٻاهر. جيئن تہ: "نيڪو، نڪارو". نير - نيش. نِڌان - نِٽ. نباهڻ واري حالت - غبيرو.

● نا: ظرف. (ف. نا. سن. نا = نہ، بي، سواءِ) حرف انڪار - ناڪاري جواب. اڻ - بي - سوا - ڪان سواءِ. نہ - انڪار - ناڪار - مُتان - مَ. ڪي. جيئن تہ: "وِ ساري ڪي ڪٿي ڪم ڪري، هلائي نہ مکهياسين". (ث).

- نا اِتِّفاقِي: ٻاڻ ۾ نہ نهڻ واري حالت - بگاڙو - ناسازي - اڻ ناهہ - اڻ ٻوند - انبت - نفاق - بد سلوڪي - وِ نجوڪ - ڦيٽاڙو - ڦوٽ - ڦيٽراڙو - ڪُرَ سيي - روسامو - ڦِڪَتِ. تڪرار - عداوت - ويرُ - د شمني - خُصومت - و رون. علحدگي - ڪشيدگي - شڪر رنجي.
- ناامِيدُ ۽ ناامِيدَ: ذ. صفت. اميد نہ پوري ٿيڻ واري حالت وارو - مايوس - نِراس - بي آسَ - ناڪام - بي آميد - محروم - خَستو - شڪَستو.
- ناامِيدُ ٿيڻ: مايوس ٿيڻ - نراس ٿيڻ - ناڪام ٿيڻ. دل ٽُٽڻ - آس ٽُٽڻ.
- ناامِيدُ ڪرڻ: مايوس ڪرڻ - بي آس ڪرڻ - نِراس ڪرڻ - ناڪام ڪرڻ. دل ٽوڙڻ - آس ٽوڙڻ.
- ناامِيدِي ۽ ناامِيدِيُون: ث. مايوسي - نِراسائي - ناڪامي - دل شڪستي.
- نااِنصافُ ۽ نااِنصافَ: ذ. صفت. جنهن ساڻ انصاف نہ هجي - بي انصاف - انصاف کان سواءِ - عدل کان سواءِ - نامنصف - حق ناشناس - انيائي - اڌرمي - هٺ ڌرمي.
- نااِنصافِي: ث. انصاف نہ هئڻ واري حالت - ڪُنيائي - بي انصافي - بيداد ي - ظلم - اندير - انياءُ - اڌرم - هٺ ڌرم.
- نااِنصافِي ڪرڻ: بي انصافي ڪرڻ - ڪُنيائي ڪرڻ - انصاف نہ ڪرڻ - حق تي نہ هلڻ - ناحق ڪرڻ - ظلم ڪرڻ.
- نااَهلُ ۽ نااَهلَ: ذ. صفت. ڪابہ اهليت نہ رکندڙ - ناشائستہ - نالائق - نامُنجار - ناقابل - ناموزون. بي تهذيب - بد تميز - اڻ نڳو - ڪلڇڻو - ڳنوار - ڦِيٽڪ - ڪُڌو - ڪم ذات - اوڇو - نيچ - ڪمينو - ڪرتن ڪِنو - ڪماڻهو - اگهو - سُڪالو - بيمار.
- نابالغُ ۽ نابالغَ: ذ. صفت. بلوغت جي عمر کي نہ پهتل - ارڙهن ورهين کان ڪهٽ عمر وارو - اڻ پوري عمر جو ماڻهو - نارسيدو - صغير سن - ڪمسن - نہ جَوان - صغير. ٻار - ٻالڪ - نو عمر. نادان - نا سمجهہ - اڻ سامايل.
- نابالغِي: ث. نابالغ واري حالت - نوعمري - ڪم سني - ٻالاپڻ - ننڍپڻ - الڙپائي.

— نابِرُ ۽ نابِرَ: ذ. صفت. حڪم نہ مڃيندڙ- انڪار ڪندڙ- نابري ڪندڙ- نافرمان-مقابلو ڪندڙ- سامهون ٿيندڙ- ويري- ورُوڌي- برخلاف.

— نابِري: ث. نہ مڃڻ يا چيو نہ ڪرڻ واري حالت- ناڪار- انڪار. مقابلو. برخلافي- مخالفت- وِروڌ- وِگهن. جواب- عدول.

— نابِري وارَڻُ: انڪار ڪرڻ- ناڪار ڪرڻ. نہ مڃڻ.

— نابَڪارُ ۽ نابَڪار: ذ. صفت. نالائق- نڪمو.

— نابُوتُ: ذ. نابود- فنا.

— نابُودُ: ذ. صفت. نہ رهڻ واري حالت وارو- ڇٽ ٿيل- ناس ٿيل- ويران- برباد- نيست- معدوم- آپاوُ- سنشٽ- ڇٽ- فنا. ختم- گم. (ذ). نيستي.

— نابُودُ ٿِيَڻُ: ڇٽ ٿي وڃڻ- برباد ٿيڻ- ناس ٿيڻ- نيست و نابود ٿي وڃڻ- پائمال ٿيڻ- معدوم ٿيڻ.

— نابُودُ ڪَرَڻُ: نيست ڪرڻ- معدوم ڪرڻ- ڇٽ ڪرڻ- مٽائڻ- فنا ڪرڻ- اُجيڙڻ.

— نابُودِي ۽ نابُودِيُون: ث. بربادي- تباهي- عدم- آپاوُ- ناستِيہ- پائمالي- وناس- فنائي- نيستي- ستياناس. خرابي- گهات. لياز. نماڻائي.

— نابِينُ ۽ نابِينَ: ذ. صفت. ڏسي نہ سگهندڙ- اکين کان معذور- سورداس- نابينا- انڌو- اکين کان سڄو- معدوم البصر- ڪور. حافظ.

— نابِينا: ذ. صفت. نابين- انڌو.

— نات: ظرف. نہ تہ- ٻي حالت ۾.

— ناتازو ۽ ناتازا: ذ. صفت. تازي توانيءَ نہ هئڻ واري حالت- بيمار- اکهو- ناچاق- ناچڱو- لنگو- عليل- ناخوش.

— ناتجربيڪارُ ۽ ناتجربيڪارَ: ذ. صفت. تجربو نہ رکندڙ- بناتجربي- نا آزمودگار- ناواقف- اڻ ڄاڻ- نوآميز. ڪچو- اناڙي.

— ناتراشُ ۽ ناتراشَ: ذ. صفت. ادبلڪو- ڪمينو- بي ادب- ناهموار. سفلہ.

— ناتوانُ ۽ ناتوانَ: ذ. صفت. توانائي کان سواءِ- بي طاقت- اکهو- هيڻو- اڻ سگهو- ٻَلَ هيڻ- ناطاقت- ڪمزور- اُٻَل- نِٻل- ضعيف- لاغر- نحيف. عاجز- مضمحل.

— ناتوانائي ۽ ناتوانائِيُون: ث. ناتواني- بي طاقتي- ڪمزوري- ضعيفائي.

— ناتوانِي ۽ ناتوانِيُون: ث. توانائي يا طاقت نہ هجڻ واري حالت- بي طاقتي- ڪمزوري- نحافت- ضعيف- ضعيفائي- هيڻائي- ناتوانائي.

— ناتہ؛ ظرف. نہ تہ- ٻي حالت- جيڪر.

— نائي ۽ نائِي: ذ. (س. نِپتر نپتا). نائي.

— ناپاڪُ ۽ ناپاڪَ: ذ. صفت. پاڪائي نہ رکندڙ- پليت- پليد- نجس- اشُڌ- اَپوتر- خبيث- آلودو- واجب الغسل- گندو- ڪينو- پرشٽ- خراب- غليظ. فاحش- اونو.

— ناپاڪائي ۽ ناپاڪائِيُون: ث. (ف. ناپاڪائي). پاڪ نہ هئڻ واري حالت- پليتائي- اَپوترتائي- پليتي- پليدي- نجاست- آلودگي. گندگي- ڪدورت- آلائش.

— ناپاڪائي لاهڻ: انزال ٿيڻ کان پوءِ وهنجڻ- تڙ لاهڻ- صحبت بعد غسل ڪرڻ- حيض ۽ نفاس جو غسل ڪرڻ- غسل جنابت ڪرڻ- پاڪائي ڪرڻ- پاڪ ٿيڻ- پليدي لاهڻ- پوتر ٿيڻ.

— ناپاڪُ ٿيڻ: پليت ٿيڻ- اَپوتر ٿيڻ- نجس ٿيڻ- پليد ٿيڻ- واجب الغسل ٿيڻ.

— ناپاڪُ ڪَرَڻُ: پليت ڪرڻ- پليد ڪرڻ- نجس ڪرڻ. گندو ڪرڻ- خراب ڪرڻ- واجب الغسل.

— ناپائيدارُ ۽ ناپائيدارَ: ذ. صفت. پائيدار نہ هجڻ وارو- گهڻو وقت ٽڪاءُ نہ ڪندڙ- گهڻو وقت نہ هلندڙ- نہ جهليندڙ- غيرمستحڪم- فنا ٿيندڙ- فاني- فنا- ڪيرس- بي بقا- نقش برآب- ڪمزور. بي ثبات.

— ناپائيداري؛ ث. پائيدار نہ هئڻ واري حالت- بي بقائي- بي استقلالي- بي استحڪامي- بي ثباتي- ڪمزوري.

— ناپَڌ يَڌُ ۽ ناپَڌ يَڌَ؛ ذ. صفت. ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ.

– نَاپَسَنْدُ ع نَاپَسَنْدَ: ذ. صفت. پسند نہ آيل – اڻ مهائيندڙ – نہ وڻندڙ – ناقبول – ناگوار – نامرغوب – نہ قبوليل – نظرانداز ڪيل – رد ڪيل.

– نَاپَسَنْدُ ڪَرَڻُ: پسند نہ ڪرڻ – نہ قبولڻ – نامنظور ڪرڻ.

– نَاپَسَنْدِيُ ع نَاپَسَنْدِيُون: ث. پسند نہ اچڻ واري حالت – نامنظوري – نہ وڻڻ واري حالت. ڪاوڙ – ڏمر – رنج – رنجيدگي – ناراضپو – رنجش.

– نَاپَيْدُ ع نَاپَيْدَ: ذ. صفت. پيدا نہ ٿيندڙ – مشڪل هٿ ايندڙ – نايسر – اڻ لڀ – ڏُرلڀ – ڪمياب – عنقا – ورلو. چونڊيل – ڏٺل – چيدو – برگزيدو. آپر – بي مثال – لاثاني – اڻ جيس. نيست – معدوم – فنا.

– نَاپَيْدُ ٿِيَڻُ: نايسر ٿيڻ. ڏڪار پوڻ – کهنتاني ٿيڻ – اڻ لڀ ٿيڻ. آجڙڻ – معدوم ٿيڻ – تباهہ ۽ برباد ٿيڻ – نابود ٿيڻ – دنيا مان غارت ٿي وڃڻ – گم ٿيڻ.

– نَاپَيْدُ ڪرڻ: فنا ڪرڻ – متائڻ – معدوم ڪرڻ – نابود ڪرڻ – نيست ڪرڻ – برباد ڪرڻ – تباهہ ڪرڻ. ضايع ڪرڻ – الوپ ڪرڻ – گم ڪرڻ.

– نَاجَائِزُ ع نَاجَائِز: ذ. صفت. ناروا – نادرست – غير مباح – نامناسب – بيجا – آجوڳ – خلاف شرع – قانون جي منع وارو – ناشائستو – ڇي وڙو.

– نَاجَوڙُ ع نَاجَوڙَ: ذ. جوڙ نہ هئڻ وارو – غامت – ناثاني. ناموافق.

– نَاجَوڙِيُ: ث. ناموافقي.

– نَاچَارُ ع نَاچَارَ: ذ. بناچاري – لاعلاج – لابُدَ. عاجز – محتاج.

– نَاچَاقُ ع نَاچَاقَ: ذ. صفت. ناخوش – نا تندرست – بدمزي – مريض – بيمار – اکهو – عليل – سڪالو – لڱو. ضعيف – ڏٻرو – لاغر – هيڻو. ماندو – ٿڪو – بيزار.

– نَاچَاقِيُ: ث. چاق يا تندرست نہ هجڻ واري حالت – ناچاڪي – ناچاڪائي – اکهائي – بيماري – سڪالائي. بدسلوڪي – اڻٺاهہ – اڻ ٺوند – اڻبڻت – ناسازي – روسامو – ڦڪت – ڪُرَسي – تڪرار. غلط فهمي.

– نَاچَڱُو ع نَاچَڱَا: ذ. صفت. ناچاق – ناخوش – بي مزي – روڳي – بيمار – عليل – اڻ ڪِيل.

– نَاچَڱَائِيُ: ث. چاق نہ هجڻ واري حالت – ناچاقي – روڳ – بيماري – ناچاڪائي.

– نَاچِيزُ ع نَاچِيزَ: ذ. صفت. جو ڪجهہ بہ نہ هجي – معمولي – بي حقيقت – هيچ – تيچ – نالائق – نِڪمو – ڳڻ هيڻ – نِڪار – ذليل – وڏواند – پُهر – ناخلف – نامراد – بي وقوف – نيچ – آوچو – ڪين جهڙو – ڪنسيرڪ – خوار.

– نَاحِفَاظُ ع نَاحِفَاظَ: ذ. صفت. بي شرم – بي حيا – فاسق – بي احتياط.

– نَاحَقُ ع نَاحَقَ: ذ. صفت. بي گناهہ – بي ڏوهي. ناجائز – فضول – اجايو – بيجا. ( ذ ). ظلم – انڌير – انڌ ڏُنڌ – بيدادي – دوڏ – بغداد – فرعوني. (ظرف). بي انصافيءَ سان – اَنُرت سان – بي سبب – ناحق – هروڀرو – اجايو – ٻنا ڪارڻ – خوا مخواهہ.

– نَاحَقُ ڪَرَڻُ: حق جي خلاف ڪرڻ – نا انصافي ڪرڻ. بيجا هلت ڪرڻ – نامناسب ڪم ڪرڻ – ناواجب حرڪت وغيره ڪرڻ.

– نَاحَقُ نَازِلُ (ت): هروڀرو – خواهہ مخواهہ – اوچتو – اچانڪ.

– نَاحَقِيُ ع نَاحَقِيُ: ذ. بي انصافي – بي جاءِ – آنيائي – ناجائز – ڪُنهائي. ظلم.

– نَاخَلَفُ ع نَاخَلَفَ: ذ. صفت. فرمان نہ مڃيندڙ – ڪُپاتِر – نالائق – نافرمانبردار – بي چيو – نافرمان. ڪُپوت.

– نَاخُوشُ ع نَاخُوشَ: ذ. صفت. خوش نہ هجڻ وارو – راضي نہ رهندڙ – ناراض – رنج – ڪِڪ – تنگ – نفرت ڪندڙ – متنفر – بيزار. ڏمريل – ڪاوڙيل – بي مزي – ناچاڪ – عليل – بيمار – ناچاق – مريض.

– نَاخُوشِيُ ع نَاخُوشِيُون: ث. بدبختي – ڏُرم – ڏُک. ناراضپو – نفرت.

ـ ناخَيرُ ع ناخَيرَ: ذ. صفت. خير نہ گهرندڙ. اجايو بوليندڙ ـ ڪُوَچَنُ ٻوليندڙ. (اسم). ناچڱائي ـ نياڳ ـ ڪٺلائي.

ـ ناخيرِ يُ ع ناخيرِ يُ: ذ. صفت. خير نہ ڪندڙ ـ تڪليف رسائيندڙ. آشَيُ ٻوليندڙ.

ـ نادارُ ع نادارَ: ذ. صفت. سُڃو ـ ڪنُل ـ مسڪن ـ ڀينگيو ـ مفلس ـ ڪنگال ـ ڏيوالي. محتاج ـ مجبور ـ عاجز.

ـ ناداري ع نادار يُون: ث. ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت ـ سڃائي ـ ڏيوالپڻو ـ ڏيوالپڻي. غريبي ـ مسڪيني ـ مفلسي ـ محتاجي ـ مجبوري.

ـ ناداشتُ ع اداشت: ذ. صفت. نادار ـ ڪنُل ـ ڪنگال ـ سُڃو ـ مسڪين ـ غريب. محتاج. ناواقف.

ـ ناداشتي: ث. مفلسي ـ غريبي ـ ناداري. ناواقفيت. بي شرمي.

ـ نادانُ ع نادانَ: ذ. صفت. نہ ڄاڻندڙ ـ اڻ ڄاڻ ـ اڻ پڙهيل ـ ناسمجهہ ـ اڻ سمجهہ ـ نافهم ـ بي وقوف ـ بي عقل. احمق ـ ڪِهلو ـ آڏايو ـ ابوجهہ ـ مورک ـ جاهل. ننڍي عمر وارو ـ صغير ـ ڪمسن ـ ننڍو ٻچو.

ـ ناداني ع نادانيون: ث. نہ ڄاڻڻ واري حالت ـ ناسمجهي ـ حماقت ـ نافهمي ـ بي عقلي ـ بي وقوفي ـ جهالت ـ مورڪائي ـ چرٻائي.

ـ نادانِستہ: ذ. صفت. نہ ڄاڻندڙ ـ اڻ ڄاڻ ـ ناواقف.

ـ نادَرُ ع نادَرَ: ذ. صفت. نہ ڏٺل نہ ٻُڌل ـ عجيب ـ حيرت انگيز ـ انوکو ـ اَپوميو ـ غيرواقف ـ اڳ نہ ڏٺل. ڏاريو ـ بيگانو ـ نئون ـ اڻ سيڃاتو.

ـ نادُرستُ ع نادُرستَ: ذ. صفت. اڻ صحيح ـ غلط ناجائز ـ بي جاءِ ـ نامناسب. اپٺارُ ـ ڏڏ ـ آڪاريہ ـ ٻُلاٽو.

ـ نادِيدہ: ذ. صفت. نہ ڏٺل ـ اڻ ڏٺل. نئون. عجيب ـ نادر.

ـ ناراضُ ع ناراضُ: ذ. صفت. راضي نہ رهندڙ ـ ناخوش. نفرت ڪندڙ ـ بيزار ـ ڪَٽڪُ. رنج ـ ڪاوڙيل ـ ڏمريل.

ـ ناراضپو ع ناراضپا: ذ. ناراض رهڻ واري حالت ـ آرهائي ـ ناراضگي ـ رنجيدگي ـ رنج ـ ڏمر ـ غصو ـ ڪاوڙ.

ـ ناراضي ع ناراضيُ: ذ. صفت. ناراض ـ رنج ـ ناخوش ـ بي دليو ـ ارهو ـ انمانو.

ـ نارَوا: ذ صفت. روا يا مناسب نہ هجڻ وارو ـ ناجائز ـ غير شرع ـ نامناسب ـ ناواجب ـ بي جاءِ ـ اجايو.

ـ نازورُ ع نازورَ: ذ. صفت. ٻَل هيڻ ـ بي زور ـ ڪمزور ـ بي ٻهچ ـ معذور.

ـ ناسازُ ع ناساز: ذ. صفت. نہ ٺهندڙ ـ مخالف ـ ناموافق ـ نامهربان ـ برخلاف ـ ناسازگار ـ برعڪس ـ ناراست ـ ناراس. بي پريتيو ـ اپريہ ـ اڻ سيڻو. بيمار ـ بي مزي ـ عليل. دشمن.

ـ ناسازي ع ناساز يُون: ث. نہ ٺهڻ واري حالت ـ انبڻت ـ اڻ ٺاهہ ـ ڪُرَ ـمبي ـ روسامو ـ بدسلوڪي ـ تڪرار ـ ڦِڪٽ. دشمني.

ـ نامتَ ع ناستُون: ث. نہ هئڻ واري حالت ـ اڻ هوند ـ سُڃائي جيئن تہ: "نامت ڪان آمت چڱي" عدم ـ آپاوُ. نامتيہ ـ نيستي.

ـ ناسُفتو ع ناسُفتا: ذ. صفت. بنا سوراخ ـ اڻ ٽُنڪو ـ بي ڏورو ـ اڻ ونڌيل (موتي وغيره). جيئن تہ: "دُرُ" ناسُفتہ وغيره".

ـ ناسمجهُ ع ناسمجهہ: ذ. صفت. نہ سمجهندڙ ـ بي سمجهہ ـ نادان ـ بي وقوف ـ ڪُند ذهن. احمق ـ مورک. گهٽ عمر وارو ـ ننڍو.

ـ ناسمجهي ع ناسمجهيُون: ث. نہ سمجهڻ واري حالت ـ ناداني ـ نافهمي ـ بيوقوفي. مورکائپ.

ـ ناسُودِيُ ع ناسُودِيُ: ذ. صفت. بي شرم ـ بي حيا.

ـ ناشادُ ع ناشادَ: ذ. صفت. ناخوش ـ رنجيدو ـ غمزدہ ـ سُوگوار ـ دلگير ـ ناراض. نارضامند. مصيبت زدہ ـ انت هيٺ آيل. ڪمبخت ـ بدنصيب ـ بدبخت ـ بدقسمت. نامراد.

ـ ناشائِستو ع ناشائِستا: ذ. صفت. اڻ سهائيندو ـ اجوڳ ـ بي جاءِ ـ اجايو ـ ناجائز ـ نامناسب ـ اهڙو.

نالائق - بي ڍنگو - اڍنگو - ڪُڍنگو - بي ڪيرو - بي ڍَپو - بي لڇڻو - وللو - بد فضيلت - بي ادب - بي و ڙو .

- ناشائِستگِي ۽ ناشائِستگِيُون: ث. نالائقي - بي وڙائي .

- ناشُدنِي: ذ. نہ ٿيڻ جوڳو - ناممڪن - اڻ ٿيڻو - اڻ ٿيڻو - اڻ ٿيڻو - محال .

- ناشَناخت ۽ ناشَناخت؛ ذ. صفت. اڻ سڃاتل - نہ ڏٺل - اڻ واقف - اجنبي - غير .

- ناشناس ۽ ناشناس؛ ذ. صفت. اڻ واقف - اڻ سڃاتل - اجنبي .

- نافرجام ۽ نافرجام: ذ. صفت. نالائق - اڻ مڙيل .

- نافَرمان ۽ نافَرمان؛ ذ. صفت. حڪم نہ مڃيندڙ - بي فرمان - حڪم عدولي ڪندڙ - منحرف - بي چيو - نيڄس - هوڏي - ڪُپاتر (پار). بي ادب - عاق سرڪش. (اسم). پست جي گل جو هڪ قسم .

- نافَرماني ۽ نافرمانيُون؛ ث. حڪم نہ مڃڻ واري حالت - حڪم عدولي - نافرمانبرداري - عُدول حڪمي - انحرافي. سرڪشي.

- نافَرماني ڪَرڻ: حڪم عدولي ڪرڻ - انحرافي ڪرڻ - سرڪشي ڪرڻ .

- نافهم ۽ نافهم: ذ. صفت. نادان - نہ ڄاڻندڙ - بي سمجهہ - ڪم فهم - ڪُند ذهن - بي عقل .

- ناڪارڻ: مصدر. انڪار ڪرڻ - نہ ڪرڻ - نہ مڃڻ - نا ڪرڻ - نابري وارڻ - نہ قبولڻ - نہ وٺڻ - نہ ڏيڻ - آلڻ - نما نما ڪرڻ. موٽائڻ. (هندي) نہ پرڻ - خامي نہ ڪرڻ. (ناڪاريو - ناڪاريندو - ناڪاريل).

- ناڪار ۽ ناڪارون: ث. نہ ڪرڻ وارو لفظ - ناڪاري جواب - انڪار - نڪار - ناٽار - نابري - عُدول - (ڪم ڪان) جواب. اعتراض - ترڪ .

- ناڪار ۽ ناڪار: ذ. صفت. نڪمو - نڪارو - ناڪارو - نڪار - بيڪارو - ناڪام. اجايو - فضول - اَڪيارٿو - وِرٿو - رائيگان. ٺوٺو - ڪين ٿيو - تيچ .

- ناڪارائي ۽ ناڪارائيُون: ث. ڪم ڪار نہ هجڻ واري حالت - ناڪاري - بيڪاري. انڪاري جواب - انڪار - نہ مڃڻ واري حالت.

- ناڪارو ۽ ناڪارا: ذ. (هندي وغيره پرڻ ڪان يا قبول ڪرڻ ڪان) انڪار - نٺهڪر - نهڪارو - انڪار - نابري. (ذ. صفت). بيڪارو - نڪمو - نڪار. اجايو - واهيات .

- ناڪاره: ذ. صفت. بيڪار - اجايو - نڪمو.

- ناڪاري ۽ ناڪاري: ذ. صفت. ناڪار ڪندڙ - نہ ڪندڙ - انڪار ڪندڙ - انڪاري - نهڪار ڪندڙ .

- ناڪاريو ۽ ناڪاريا: ذ. صفت. انڪار يا ناڪار ڪندڙ - انڪاري - ناڪاري - نافي - مَنفي - سالبه. انڪار ٿيل (ڳالهہ وغيره) .

- ناڪَر ۽ ناڪَرون: ث. ناڪار - انڪار - جواب - نٺهڪر - نافرماني - عدول .

- ناڪَرڻ: نہ ڪرڻ - انڪار ڪرڻ - ناڪار ڪرڻ - جواب ڏيڻ - نابري وارڻ.

- ناڪاشيتو ۽ ناڪاشيتا: ذ. غيرآباد زمين تي محصول .

- ناڪام ۽ ناڪام؛ ذ. صفت. نڪمو - ناڪامو - بيڪار - ناڪار - نڪار - نڪارو - ناڪارو - بيڪارو - اجايو. ناڪامياب - ناآميد - نامراد - مايوس - شڪست کاڌل - محروم - نراس. ناچار - لاچار - مجبور ناگريز - لاعلاج .

- ناڪامي ۽ ناڪاميُون: ث. ناڪام ٿيڻ واري حالت - ناڪاميابي - نامرادي - ناآميدي - نراسائي - مايوسي. محرومي - بد نصيبي .

- ناڪس ۽ ناڪس: ذ. صفت. اڻ پورو .

- ناڪسي ۽ ناڪسيون: ث. شخصيت وڃائڻ واري حالت - انفرادي هستي ناس ڪرڻ واري حالت.

- ناڪلاس ۽ ناڪلاس: ذ. اڻ سروي ٿيل زمين .

- ناگريز ۽ ناگريز: ذ. صفت. ناچار - لاعلاج - مجبور. ضرور - لازم - واجب .

- ناڪَنِي: ث. صفت. بي ڪٿي - بي وڙي - لِڪَني.

ـ ناگُوارُ ع ناگُوارَ: ذ. صفت. معدي ۾ هضم نہ ٿيندڙ کاڌو ـ خلاف طبع ـ بد هضم. مکروه ـ برده. ناوڻندڙ ـ بد مزه ـ بد ذائقه ـ خراب ـ ناپسند. ناخوش.

ـ ناگهان: ظرف. اوچتو ـ اچانک ـ يکايک.

ـ نالائِقُ ع نالائِقَ: ذ. صفت. بي لائقو ـ ناقابل ـ ناخلف ـ ناشائسته ـ غير مهذب ـ ڪن هڻ ـ نڪار ـ نڪمو ـ ونواند ـ آهاتر ـ آجوڳ. نامراد ـ ڪسيرڪ ـ ڪمينو. بي هنر. اڻ صحيح ـ اشد ـ غلط.

ـ نالائِقِيُ ع نالائِقِيُونُ: ث. نالائق نہ هجڻ واري حالت ـ ناشائستگي ـ بي وڙائي ـ بي واجبي ـ ناشناسي.

ـ نامُبارَڪُ ع نامُبارَڪَ: ذ. صفت. اها شيءِ جا مبارڪ نہ هجي ـ منحوس. نيڪ نہ ٿيندڙ.

ـ نامَحدُودُ: ذ. صفت. بي حد ـ بي انتها.

ـ نامَحرَمُ ع نامَحرَمَ: ذ. صفت. ناواقف ـ ناآشنا ـ انجاڻ ـ غير ـ اجنبي ـ اڻ واقف ـ پرهنڌو ـ ڌاريون ـ پرديسي ـ وديسي ـ پرگهارو ـ آرينڊو ـ وارو ـ اوپرو ـ ست ڌاريون ـ اوڪتو ـ غيرُ. اهو شخص جنهن کان عورت کي پردو واجب هجي ـ جنهن سان نڪاح ٿي سگهي.

ـ نامُرادُ ع نامُرادَ: ذ. صفت. مراد نہ پاتل ـ بي مراد ـ ناڪام ـ بي آرزو ـ محروم. بي نصيب ـ بدبخت ـ بد نصيب ـ نياڳو ـ نسورو ـ ڪرم هڻ ـ نجس ـ چنبو ـ نڪرو ـ ڪانڌين موڙهو ـ منحو ـ ڪرو ـ خر ـ نِندڪ. برو ـ بدڪار ـ ڪمينو.

ـ نامُرادِيُ ع نامُرادِيُونُ: ث. بدنصيبي ـ ناڪاميابي ـ محرومي. ڪابہ مراد يا غرض دل ۾ نہ رکڻ واري حالت.

ـ نامُرادِي ڇڏائِڻُ: بدبختي دور ڪرڻ ـ نحوست کان نجات ڏيارڻ ـ نصيب وارڻ ـ وڏي اوج ۽ اقبال تي رسائڻ.

ـ نامَردُ ع نامَردَ: ذ. صفت. عورت تي قادر نہ ٿيندڙ ـ کدڙو ـ هيجڙو ـ مُخنث ـ زنانو ـ ہنامڙسي ـ (مڙسيءَ ۾) ڪمزور ـ ضعيف. ڏڄڻو ـ بزدل ـ بي حوصلي ـ ڪاڻرو ـ ڪماڻهو ـ آهرڻ ـ ڪيڙائي ـ ڪانڊو ـ نامڙد ـ کيدي ـ ڳوڙدليو. چرپٽ ـ ڪتڙيل ـ پُڌي هڻ.

ـ نامَردُ ٿِيڻُ: بزدل ٿيڻ ـ ڏڄڻو ٿيڻ.

ـ نامَردُ ڪَرڻُ: کدڙو ڪرڻ ـ خوجہ ڪرڻ. مُخنث ڪرڻ ـ خصي ڪرڻ.

ـ نامَردِيُ ع نامَردِيُونُ: ث. طاقت نہ هجڻ واري حالت ـ ڪمزوري ـ ضعيفائي. بزدلي ـ ڏپ.

ـ نامَڙدُ ع نامَڙدَ: ذ. صفت. ڏسو نامرد.

ـ نامَڙدائُو ع نامَڙدائا: ذ. خوفزده ـ ڏڄڻو ـ ڏڄندڙ ـ نامردائو ـ ڪاڻِر ـ ڪماڻهو ـ آهرش ـ ڪانڊوائو.

● نامَڙدِيُ ع نامَڙدِيُونُ: ث. نامردي. ڪانئرائي ـ کيديپڻو ـ بي جگري ـ ڪُچرائي.

ـ نامَعدُودُ ع نامَعدُودَ: ذ. صفت. بي شمار ـ ڳاڻيٽي کان ٻاهر ـ لاتعداد ـ بي انداز.

ـ نامَعقُولُ ع نامَعقُولَ: ذ. صفت. بعيد العقل ـ عقل کان ٻاهر ـ واهيات ـ ڪيل جهڙو ـ بيهودو ـ اڻ وڻندڙ ـ عبث. جڙُ ـ بي سمجھ ـ بي عقل ـ نالائق ـ نا اهل. نامناسب ـ ناواجب ـ غيرواجب ـ بيجا.

ـ نامَعلُوم ع نامَعلُومَ: ذ. صفت. معلوم نہ ٿيل ـ بنا ڄاڻ ـ اڻ ڄاڻ ـ ناواقف ـ غيرموقوف ـ اڻ واقف ـ اڻ سيڃاتو ـ اڻ ڄاتل ـ گمنام ـ اپرچِيت ـ آڪتل ـ غياڻو. غيرمشهور.

ـ نامُمڪِنُ: ذ. صفت. نہ ٿيڻ جوڳو ـ نامناسب ـ غيرواجب ـ بيجا ـ نامعقول ـ ناموزون ـ نازيبا ـ بيهوده.

ـ نامَنظُورُ ع نامَنظُورَ: ذ. صفت. منظور نہ ڪيل ـ پسند نہ ڪيل ـ ناپسند ـ انڪار ڪيل ـ نامعقول ـ نہ قبوليل.

ـ نامَنظُورُ ڪَرڻُ: منظور نہ ڪيل ـ نہ قبولڻ ـ نہ مڃڻ. انڪار ڪرڻ.

ـ نامُوافِقُ ع نامُوافِقَ: ذ. صفت. اڻ لهندڙ ـ ناسازگار ـ ناگوار ـ خلاف ـ بي جوڙ ـ اڻ ميل ـ اسيو.

ـ نامُوافِقُ هُجَڻُ: راس نہ هجڻ ـ برابر نہ هئڻ ـ خلاف راھ هجڻ.

ـ نانهنُ: ڪجھ بہ نہ هئڻ واري حالت ـ نہ ـ نيستي ـ نابودي.

- نانھن ٿيڻ: نابود ٿيڻ - ختم ٿيڻ.
- نانھن: انڪار - نہ.
- ناواقف ع ناواقف: ذ. صفت. اڻ ڄاڻ - اڻ واقف - نامحرم - اڻ سونهون.
- ناھ: ذ. هئڻ واري حالت - نيستي (صوفين جو متو آهي تہ جڏهن نيست نابود ٿبو تڏهن سچي هستي ملندي).

"سموري سرڪار نيٺي رکيج ناھ ۾."
(شاھ)

نفي - عدم.
- ناهنجار ع ناهنجار: ذ. صفت. بد ذات - ڪمذات.
- ناهي ع ناهي: ذ. صفت. ناھ ڪندڙ - منع ڪندڙ.
- ناياب ع ناياب: ذ. صفت. نہ لڀندڙ - هٿ نہ ايندڙ - اڻ لڀ - دُرلڀ - ڪمياب - ناپيد - عنقا. نادر - انوکو. نا وجود - معدوم.
- نايابي ع نايابيون: ث. نہ لڀڻ واري حالت - ڪميابي. اڻاٺي - انٺاٺ - قلت - ڪمي - ڪاٽ - ڏڪر. اڻ لڀ شئي. سوکڙي - تحفو.
● ناب ع نابون: ث (سن. تپ = ايذاءُ رسائڻ). چهنب - نوڪ - شيخ. ڀالو. (ف. ناب = خالص) خالص - صاف - نيج.
● نادار بندوق: ث. قديم بندوق جو هڪ قسم (جنهن کي نليءَ ۾ نَو ڦيرا هجن، هيءَ ٽالپرن ميرن جي صاحبيءَ ۾ حاجي ميرخان ناهي هئي، جنهن کي ١٢ ورهين جي عمر ۾ ايران جي طرف ڪم سکڻ لاءِ موڪليو هوائون، چون ٿا تہ ان جهڙي سٺي بندوق ڪهن ڪانہ ناهي).
● نايہ: ث. خالص شراب.
● ناپ ع ناپون: ث. (سن. نڀس > نڀ = ايذاءُ رسائڻ). آسمان - آڪاس. صبح جو آسمان جو شفق. ميهن جون بوندون، سج. ٽنبڻ ھکيءَ وغيره جا چنبا. ننهن. چهنبون. نيزو - ڏار - تير - ڪَنُ - ڀالو. لانپ - شاخ - ڦاڪ. گوڏ - تَند - پاڙ - بنياد - پيڙه.

● ناپ ع ناپ: ذ. وچ وارو حصو - وچ - مرڪز - منجھ - ڏُن - ناف. ڦيٿي يا چڪر جو وچون حصو - ٽاهين.
● ناتاري ع ناتاريون: ث. جهاز يا ٻيڙيءَ کي هڪ هنڌ بيهارڻ لاءِ اوزار جو هڪ قسم (تور اٽڪل ٧-٨ مڻ). لوهہ جي چنبن سان هڪ قسم جو اوزار - لنگر - ٻلي - لوهي ڳرو چنبو - ٻيڙي ٻڌڻ جو هڪ اوزار.
● ناتال ع ناتال: ذ. (انگ. نيٽل = ڄمڻ جو) حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ جي يادگيريءَ جو ڏينهن (٢٥- ڊسمبر).
● ناتاٺو ع ناتاٺا: ذ. ڀالو - ناتو - ناتانو - نالو.
● ناتر ع ناتريون: ث. غلام عورت - ٻانهي - داسي - گولي - نوڪرياڻي - ڪنيزڪ. تازي تواني. (اسم خاص). مومل جي خاص ٻانهيءَ جو نالو.
● ناتڙو ع ناتڙا: ذ. امل ڳارڻ جي ڳوٿري. ڪپڙي جي پيالي جا مٿي ٽنگي ڇڏجي، جنهن مان آفيم جو ڳارو ڦڙو ڦڙو ٿي ڳڙي. موالين جي مجلس. ڏکرن جي مجلس.
● ناتو ع ناتا: ذ. (سن. ناتڪ > گيايتہ > گيا = ڄاڻڻ) رشتو قرابت - خويشي - رشتيداري - مٽاچاري - عزازت - ماٽي - سنبنڌ - تعلق - پائيبندي - واسطو - لاڳاپو - ڳانڍاپو - نسبت - دوستي - واقفيت. عشق - اُلفت - پريت - پريم. ڪلنڪ - داغُ - ٽِڪو - ڪارنهن. (ڪ).
- ناتو رکڻ: سنبنڌ رکڻ - تعلق رکڻ. واقفيت رکڻ - دوستي رکڻ. پريت رکڻ.
● ناٿ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ناٿ ع ناٿ: ذ. (سن ناٿ) بچائيندڙ - پناھ ڏيندڙ - رکپال. مالڪ - خاوند - ڌڻي - سَرور - آقا - حاڪم - پريو مڙس پتي - شوھر - مڙس - گهر وارو. ماستر - آخوند - معلم. سردار - مرشد - گُرو - سُوامي - جوڳين جو لقب - پنڊت - آغا - پيشوا. (صفت). اڪابر - پڙ - هوشيار. چالاڪ - لُچو - بدمعاش. (اسم خاص). تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ناٽُ ۽ ناٽَ: ذ. (سن. ناٽَ = ناچُ، کيل) ترڪٽ - تجو بز - انڪل - حرف - انڪل بازي - فن فريب - فندُ - ھير ڦيرُ - ڦڪنُ - مستي - ھٿ ناٽُ - چالاڪي - چلترُ - چلتُ. چشم بندي - بازيگري. لڪو چُنڪو - ناچُ - چاڳلائي - مسخري - ٺينگ ٺپو. ٺڳي - لُچائي - دغا - دولاب - کوٽ. نخرو - مڪر - اکين جا اشارا - تالُ - نٽُ - نازُ - ماڻو - انگل - لاڏ - ڪوڏ - غمزو - ورُ - پيچُ - وڪڙ - اٽل پٽل. نٽاءُ - انڪار - ڳساءُ. تاب - تاءُ.

- ناٽِرُ ۽ ناٽِرَ: ذ. صفت. ناٽ ڪندڙ - نخرا ڪندڙ - نخريل - ناز ڪندڙ - انگلي - ماڻائي - تال ڪندڙ تالِرُ. (ث. ناٽِرِ ۽ ناٽِر يُون).

- ناٽَ ٺُوٽَ ڪَرَڻُ: مڪر ڪرڻ - بهانا ڪرڻ. نٽائڻ - ڳسائڻ. انڪار ڪرڻ.

- ناٽِيُ ۽ ناٽِيَ: ذ. صفت. ناٽ ڪندڙ - ناٽِرُ - تالِرُ - نخريل.

● ناٽارڻُ: مصدر. (سن. نَٽُ = ٺڳيءَ سان نقصان پهچائڻ) ناٽار ڪرڻ - نٽائڻ - ڳسائڻ - کوھي ڪرڻ - کوسڙائڻ - کوٽنات ڪرڻ - کسڪي وڃڻ. ٽارڻ - ڪنڌ ڪيرائڻ - پسرو ٿيڻ - ٽانگائڻ - ٽاڪائڻ. (ناٽاريو - ناٽاريندو - ناٽاريل).

- ناٽار ۽ ناٽارُون: ث. کوٽنات - ڳُسڳُساءُ - نٽاءُ - کوھي - ٽار - آناڪاني - نٽڪار.

- ناٽاٽُو ۽ ناٽاٽُو: ذ. صفت. ناٽار ڪندڙ - نٽائيندڙ - کوسڙو - ڳسائيندڙ - کوھي ڪندڙ - ٽانگائيندڙ - ڏسڙ ۾ پير ھڻندڙ - کوسڙاٽو - کوٽنات ڪندڙ - ڳسڪاٽو.

● ناٽَڪُ ۽ ناٽَڪَ: ذ. (سن. نَٽُ = نچڻ) نٽن جو تماشو - نٽ جو ڪم - نماءُ - نمائش - ڏيکاءُ - ناچ - راڳ رنگ - نقل - رُوپ. کيل - ڊرامو - تماشو - ليلا. جادو ڪرڻ واري حالت - ڪامڻ - سحرُ - موھُ. ڪوڙا ناٽ. نخرا. جلسو. (ذ. صفت). نچڻو - ناچو - ڦيريدار.

- ناٽَڪُ چيٽَڪُ: ذ. ناٽڪ - تماشو - کيل. جادو. ٺڳي.

- ناٽَڪُ گهَرُ: ذ. کيل يا تماشي ٿيڻ واري جاءِ - ناٽڪ ٿيڻ وارو ھنڌ - کيل گهر - ناٽڪ شالا - نٽ شالا - تماش گهر - نمائش گهر - ناچ گهر - رنگ ڀُومي.

- ناٽَڪِيُ ۽ ناٽَڪِيَ: ذ. صفت. ناٽڪ جو - ناٽڪ سان تعلق رکندڙ. ناٽڪ ڪندڙ - کيل ڪندڙ. عجيب انسان. چرچائي - مسخرو. چالاڪ. تماشائي. بي جٽاءُ.

● ناٽَڪُو ۽ ناٽَڪا: ذ. (ع. ناطق) نبض - ناڙ - نس. "ناٽڪو بند ٿيو ته مڙس مئو". (جملو).

● ناٽِيُ ۽ ناٽِيَ: ذ. (ھرا. نات. سن. نَپتر > نپتا = ڏھٽو). ڌيءَ جو گهوٽ - ڌيءَ جو گهر وارو - نامادُ - جاٽو. آٺ جي نڪ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ننڍي ڪاٺي - ناڪيلي - لاٽي.

- ناٽِيو: ٻدلي جي حالت ۾ جڏھن ھڪ گهوٽ ڪنوار جوان ۽ ٻيو جوڙو ننڍو ھوندو آھي ۽ ٻنھين جوڙي جي شادي ٿيندي ته ٻئي جوڙي جي مڱيندي کي ڪپڙا ڏيکاري مڱڻ جي گهر موڪليو ويندو آھي، جتي کيس ڪاڏو ڪارائي ناٽي قبول ڪيو ويندو آھي.

● ناٽِرُ ۽ ناٽِرَ: ذ. صفت. نثر لکندڙ - مضمون نگار - اديب.

● ناپٽُ ۽ ناپٽَ: ذ. نئون کوٽيل واھ يا ڪئنال - پراج - اھو واھ، جنھن جي سال بسال کاٽي ڪجي - سخت زمين مان کوٽايل ڪڙيو.

● ناھَرُ: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو (اڪثر سکر ۾).

● ناھُو ۽ ناھا: ذ. (ف. نر چلڪ) سارين جي ٻوڪ ۾ ٿيندڙ ول جي ڦر مان پيدا ٿيندڙ ان جو ھڪ قسم. ھڪ پسارڪو وکر. ڪوٽيءَ يا نيلوفر جو ٻج. پَلُ - ٿيتو. (ل). ماھو - ماڻ.

● ناجِيُ ۽ ناجِيَ: ذ. صفت. نجات يا ڇوٽڪارو حاصل ڪيل - نجات مليل - گناھ معاف ڪيل - مغفور.

● ناحِيُ ۽ ناحِيَ: ذ. صفت. قصد ڪندڙ. ڪنارو وٺندڙ.

● ناجهو ۽ ناجها: ذ. صفت. ڏسي نه سگهندڙ - اکين کان معذور - نابين - انڌو - نابينا.

● ناچ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ناچ ۽ ناچ: ذ. (سن. نرتيه > نرت = نچڻ) نچڻ واري حالت - نچڪو - رقص - چير پنڌي پوري قدم ۽ تال تي اچي ۽ پوءِ هلڻ جي حالت - جهمر - ڦيرو - نيرت - نچ - سانگ - کيل - تماشو - وندر - طوائفو - هنيوچي. خوشي. (اسم خاص). ذات جو هڪ قسم.

- ناچڪار ۽ ناچڪار: ذ. نچڻ واري حالت - نچڪو - ناچ.

- ناچ ڪرائڻ: نچائڻ. سزا ڏيڻ.

- ناچ ڪرڻ: نچڻ - نچ ڪرڻ.

- ناچڻي ۽ ناچڻيون: ث. نچندڙ عورت - ناچ ڪندڙ زال - نچڻي - رنڊي - طوائف - ونشا.

- ناچو ۽ ناچو: ذ. صفت. ناچ ڪندڙ - نچندڙ - رقاص.

● ناخدا: ذ. صفت. (ف. نارخدا. نار = جهاز + خدا = ڌڻي، ماستر) ٻيڙي هلائيندڙ - ملاح.

● ناد ۽ ناد: (سن. ناد > نند = آواز ڪرڻ) شبد - ڪرج - آواز - صدا - صوت - سُر - الحان - نِدا - گونج - نوا - منتر جو آواز - آڪاسي آواز - گوڙ - دانهن - ڪوڪ - ڪيڪ. وڄائڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ساز - مينهن جو سڱ - سمنڊ جي سپ - تري يا ترناڻي جو ڪم ايندڙ ساز - سنڱ. پاڻي رکڻ لاءِ ٺڪر وغيره جو وڏو برتن - ناند - نادي. ڪن مي ڏيڊي. (سن. نات) وڏو ماڻهو. ڏنگو ماڻهو. (ث. نادي ۽ ناديون).

● نادره: ث. عجيب. تحفو.

● نادري ۽ نادري: ذ. صفت. نه ٽرندڙ - پڪو - ڪتل - قطعي - تاڪيدي (حڪم).

- نادري حڪم ڪيڏڻ: سخت حڪم جاري ڪرڻ - لکپڙهه ۾ دپ ڪيڻ يا پيڙڻ.

- نادري عهد: ذ. پڪو اقرار - قول - وعدو - انجام.

● نادي ۽ ناد يون: ث. (پرا. ٽنڊر. سن) پاڻي رکڻ لاءِ هڪ قسم جو وڏو برتن - ٽامي يا پتل جي وڏي گهاگهر - شراب رکڻ لاءِ هڪ وڏو ٿانءُ - ناد - ناند. برف جو ٽڪو ٻلاڪ (ٻہ مڻ تور). (سن. نند = آواز ڪرڻ) حصيدارن ۾ نيلام - سودو - واپار. (ذ. صفت). ناد وڄائيندڙ. چيلو - گود ۾ ورتل (چوڪر). (گود ۾ وٺڻ کان اڳ ڪن ۾ منتر پڙهيل).

- نادي ڪرڻ: ڪا شيءِ حصيدارن ۾ نيلام ڪرڻ ڪنهن شيءِ تي واڪ ڏيئي، ان کي نيڪال ڪرڻ. آخرين ڏي وٺ ڪري پائيواري چڙائڻ.

- نادي لڳڻ: سودو لڳڻ - واپار لڳڻ.

● نادم ۽ نادم: ذ. صفت. شرمسار - شرمندو.

● ناڏ ۽ ناڏون: ث. ڳاهه يا وڻ جون پاڙون.

● ناڏرڏنا: (آواز) وڄت جو هڪ قسم - ناڏي ڏنا - وڄت جو هڪ تار.

- ناڏي ڏنا: وڄت جو هڪ قسم - ناڏر ڏنا.

● ناڏ ۽ ناڏون: ث. روج راڙو - ڪيڏ ڪون - دانهون.

● ناڏ ۽ ناڏ: ذ. (سن. نادهہ) گوڙ - هُل - گهمسان - ڏومر - ڪڙڪو - غوغاءُ - ڏمچر - وڏو آواز - گهڻو شور - پائيتال - لُٽر - افواهہ.

● ناڏورا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● نار: اسم خاص. ڪنڊڪوٽ ۽ ٺٽي باگهي تعلقن ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● نار ۽ نارون، نار يون: ث. (ع). باهہ - آتش - آڳ - آنچ - آگ - منچ - اوڙاهہ - ٿانڀو. زهر - رودو. توف - توب - بندوق. (سن. ناري > نر = مڙس). عورت - ماڻي - زال - ناري - ضاعفان - استري - زن (سن. نار = پاڻي) پاڻيءَ جي نار - زمين اندر پاڻيءَ جو وهڪرو - ڪاري. کوهہ اندر پاڻيءَ جو سيمو. (سن. ناڙ = پوري نلي) نس - نبض - رگ. ڪوربن جو هڪ اوزار (اٽڪل ١٠-١١ انچ ڪن چيٽري ڪاٺي، جنهن جي ٿيل خال ۾ نڙو وجهبو آهي، تاڃيءَ مان اڪرڻ ڪري،

تند چڏيندي ويندي آهي)- ڪپڙي اُڻڻ لاءِ ڪاٺ جو هڪ اوزار- آڏاڻي جو هڪ اوزار. (سن. نال) ڪڻ جو ڪولو يا ڪونڊي- نَاري. پاڻي ڪڍڻ ٽيڻ لاءِ اونهو ڪڏو. ڪوري جي هوا لاءِ منيءَ جي نهيل نالي. (اسم خاص). تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- نارُ جاسِيَه: جلائيندڙ باهه- دوزخ جي باهه.

- نارُ جَحِيمُ: دوزخ جي باهه.

- ناري ۽ نارِيون: ث. عورت- زال- نارِ- ضاعفان. باهه مان پيدا ٿيل- باهه جي- آتشي- باهه جهڙو- باهه وارو- جهنمي- دوزخي. جين- ٻري. حُقي چڪڻ جي نلي- نڙ. بندوق جي نلي. ڏمڻ مان هوا ڪڍي باهه ٻاريندڙ نلي. نبض- نَس- نار- رڳ.

- ناري آڇڻ: ديگ ۾ وڌل پاڻي ٿهڪي باهه تي ڪرڻ.

● نارُ ۽ نارَ: ذ. (سن. نار= پاڻي) ٻن پاندين وارو يا ڳري هُرلي جو هڪ قسم- رهٽ- مٿاهين زمين تي پاڻي پهچائيندڙ هَلَٽُ- هُراو- ڪوهه جو ڏينگو. اُٺ- چرخو. وهٽ ڪي پيرن ۾ هڻڻ جو لوهي ٺَڪر- نَعل. ٻليءَ جو آنڊو. ڏنش جي ڏوري. (اسم خاص). تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ناري ۽ نارِي: ذ. صفت. نار ۾ وهندڙ (اُٺ يا ڍڳو)- نار وارو- نار هلائيندڙ. نعل بند. حقي جي ٽوٽي.

● نارا: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● نارا هتڏو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نارائِڻ: اسم خاص. (سن. نار=پاڻي، روح + اين= جاءِ) هندن جي وشنوءَ جي هڪ صفت يا صفاتي نالو. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

● نارائِڻ ٻَلِي: ذ. صفت. هندن ۾ نارائڻ جي نالي تي ملهايل هڪ رسم (اتفاقي موت جي وقت).

● نارائِڻ: اسم خاص. خدا جو هڪ صفاتي نالو. سڄي دنيا ڪان اڳ پاڻيءَ تي ترندڙ ساهوارو.

- نارائِڻ سَر: اسم خاص. لکپت جي ويجهو هندن جو هڪ تيرٿ گاهه- هندن جو پاڪ شهر. ڪچ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● نارائِي ڪُتو ۽ نارائِي ڪُتا: ذ. ڪتي جو هڪ قسم.

● نارجِيل ۽ نارجِيل: ذ. ڦل جو هڪ قسم- ناريل- نارير. ڪوپرو.

● نارچائِي: اسم خاص. تعلقي ڳونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناردُ ۽ نارِدَ: ذ. صفت. بحث مباحثو ڪندڙ- مباحث- وادي. لڙائي ڪندڙ- لُچُ- شرارتي- ٽنٽائي- جهڳڙائي. (اسم خاص). هندو مهاتما جو نالو- هڪ رشيءَ جو نالو- برهما جي چوٿين پٽ جو نالو. وچين آڱر.

- نارِدِي سڀاءُ هُئڻ: جهڳڙائي طبيعت وارو هئڻ- تيز طبيعت هئڻ. چيٽاپور هئڻ- ڪلاخور هئڻ- وچ ويڙهائو هئڻ.

● نارِڪي جاڪيرُ: اسم خاص. تعلقي ڳونيءَ ڪاتيار ٽپي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نارِمِي ۽ نارِمِي: ذ. صفت. نرمي سان آڻيل يا پريل- زريءَ جي پرت جو هڪ قسم.

● نارنا (ڪ): ث. ناري- عورت- زال- مائي.

- نارنان: ث. عورت- زال- ناري- نار ناڻءُ.

● نارَنجُ ۽ نارَنجَ: ذ. ميوي جو هڪ قسم- آرينج- نارنگيءَ جو رَسُ- نارنگي.

● نارنُ سَر: اسم خاص. هندن جي هڪ تيرٿ گاهه جو نالو. هڪ ملڪ جو نالو.

● نارَنگِي ۽ نارنگِيون: ث. (سن. ناگرنگ) ميوي جو هڪ قسم- سنگترو- نارنج. نارنگيءَ جو وڻ. ترنج- ڪينو.

● نارڻ: مصدر. جاچڻ- ڏسڻ- ڳولڻ. (ناريو- نارِيندو- نارِيل).

● نارو ۽ نارا: ذ. (سن. نال) جڳهه جي ڇت وغيره تان برسات جي پاڻي نيڪال ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جي لوهي يا ٺڪر جي نالي- نيسارو- نرو- نليو- ڪپرو. ڏمڻ جي نلي. ڪاري- ڍنڍ. واهه.

جيئن "آپرندو نارو". هڪ وڏو ڦاٽ ـ سنڌ جو هڪ حصو. نارو ڏورو. رڃ ـ ڍڳن ـ چار. نعرو، جيئن ته "نر هٿي نارو، ويا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي". ويامڻ وقت ٻهريون گهاٽو ڪير ـ پيس. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو (اڪثر سکر ۾).

= ناروڙو ٿيڻ: وڙهڻ جهڙو نمونو اختيار ڪرڻ.

● نارو نار: ظرف. هڪ ٻئي پٺيان ـ نمبروار.

● نارو همٿير: اسم خاص. تعلقي ٽني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نار هنڏي: اسم خاص. ميرپور خاص ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ٽنڊي ۽ حيدرآباد تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناريجاڻي: تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناريٽر ۽ ناريٽر: ذ. ڦل جو هڪ قسم ـ ناريل.

= ناريڙي ۽ ناريڙيون: ث. ناريل جي کوپي جو اڌ (جو اسي وغيره ڪيڻ جي ڪم اچي) ـ ڏونگهو. (اسم خاص). تعلقي ٽني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناريل ۽ ناريل: ذ. (سن. نار ڪٺله = ناريل). ڦل جو هڪ قسم (ٻاهران سخت، اندر نرم ۽ لذيذ، اڇو گوڏو ٿئيس) ـ ناريٽر. ناريل جو وڻ. تر جي ٻرت جو هڪ قسم. ڊونڊي ـ ڦوڙي. ڳارون ـ نارجيل.

● ناريل کوهه: ذ. جنهن جا نار جاري هجن.

● ناڙ ۽ ناڙون، ناڙيون: ث. (سن. ناڙ = پوري نلي). نبض ـ رڳ ـ نس ـ تنند ـ نوض. سارين جي فصل لڻڻ بعد ٻنل ٽيليون ـ پلهه ـ ناڙي ـ ٻوڪ. ميهن وغيره جو ويامڻ کان اڳ ڪيل رت جو تاندورو. ميرائون. آٿ يا گهوڙي جي انڊي.

= ناڙون ڪيڻ: ميهن وغيره جو ويامڻ وقت ٻهريون رت پٽ ڇڏڻ.

= ناڙون نهارڻ: نبضون ڏسڻ.

● ناڙ ۽ ناڙ: ذ. ناڙ ـ ناڙي ـ ڪٽي ـ سنڊو ـ (ٻوڪ جي) ـ ڪٽ. پيلاڙيل ٻني ـ لٻيل ٻنيءَ ۾ هيل ڪاٺ ـ ڪريل ٻوڪ ـ ڪانڪڙ. ڪانن ۽ سٺين کٽڻ ڪانپوءِ چونڊيل سنگ ـ ڪير. مونجهارو ـ لٻ ـ اوڊو ـ ٻولاٽو ـ گوڪيڙو. ڪاڏي جي ٻاجاري ٻڌڻ لاءِ چم جو رسو ـ ناڙو. ڏن واري نس يا نلي ـ ناڙو.

= ناڙ ڪرڻ: چٽ ڪرڻ ـ نابود ڪرڻ.

● ناڙا ٽر: اسم خاص. ڪراچي فيڊرل ايريا ۾ هڪ ٻني ۽ ان جي آس پاس واري جهنگ جو نالو.

● ناڙانڊي ۽ ناڙانڊيون: ث. تاڃيءَ جي سٽ کي ارٽ تي سلجهائي ويڙهڻ لاءِ سر ناڙي وغيره جي ستلدار ٻولي نلي يا نڙي ـ نڙانڊي ـ نڙو ـ نانائي.

● ناڙڻ: مصدر. مقرر ڪرڻ ـ ضد ٻڌڻ ـ ڪنڌ ڪرڻ. ناڙيءَ ۾ ڏڳا ٻڌڻ ـ هر ۾ ڏڳا جوٽڻ. ناڙيءَ نموني ٻوڪ ڪرڻ. (ناڙيو ـ ناڙيندو ـ ناڙيل).

● ناڙو ۽ ناڙا: ذ. شلوار وغيره ٻڌڻ جي ٻناڙ ـ آڳٽ ـ ازار بند ـ شلوار بند ـ پاجامي جو فيتو ـ اناڳ ـ آڳاٽ. (ڇڻ وقت) ڏن جو ناڙو. پاجاري ٻڌڻ لاءِ چم جو رسو يا وڏي. پاٽي جي ول يا ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا ٻن ڪاڏي طور ڪم اچن). سرند. مرد جو مخصوص عضوو. (ل). سرو جو وڻ. ڪڙين يا هنس کي گول ڪرڻ لاءِ هڪ چگهدار لوهي اوزار. ٽري ٻرت جو هڪ قسم.

● ناڙو: لاهوري ڪجرڻ جي ول.

= ناڙا ڇوڙ: ذ. پيشاب ـ مٽ ـ ريلو.

= ناڙودي: ث. هرسال هر ڏيئي آباد ٿيل زمين.

= ناڙوڌي: ث. ناڙو پيدا ڪندڙ زمين.

= ناڙو موڙڻ: نئين چاول ٻار جو ناڙو (ڏن وارو) ڪپڻ.

= ناڙو وڍڻ: ناڙو موڙڻ. ٻچڙو ڳالهائڻ ـ تعدي ڪرڻ.

= ناڙي ڇوڙ ڪرڻ: پيشاب ڪرڻ ـ مٽ ڪرڻ ـ مٽڻ.

= ناڙي ڪُل: ناڙي جي نموني ٻرت جو هڪ قسم.

= ناڙيتوال: ناڙو موڙيندڙ ـ دايو ـ ٻارو.

- ناڙِي وِڏُ ۽ ناڙي وَڏُ: ذ. صفت. جاڻي جهر ڪان واقف - سڄاڻو - سمجهيل.

- ناڙِي وَڏو: ذ. ناڙو وڏيندڙ - چڱي طرح جاڻندڙ - حال چال مان واقف. جاڻي جهر ڪان سڄاڻو.

● ناڙ يُ ۽ ناڙ يُون: ث. (سن ناڙي = نبض). نَس - نبض - رَڳ - نار - شِريان. (سن. ناڙ = ڀوري نلي) (ست جي) ناڙي - ڀاندي. (ڀُني ۾) پيلاڙ ٿيل گاهه - لبيل فصل کان پوءِ باقي رهيل گاهه. ڀوڪ جو هڪ قسم (ناڙي ڀوڪ) لاءِ ڪم ايندڙ هڪ هاڪارو اوزار (ڪاٺ يا لوهه جو ٽوٽاري جي شڪل تي). ڀوڪ جو هڪ قسم - ناڙي ڀوڪ. ڄم جي رسي - ورت - ڀڳهه - ناڙو ڏيري - ناڙانڊي. ملڪ جي هڪ حصي جو نالو. رياست قلات مان وهندڙ هڪ نديءَ جو نالو (ذ. صفت) ٽڙو وڃائيندڙ.

- ناڙ يُ ڇٽڻ: فصل ڀو ڪڻ. ٻج ڀو ڪڻ.

- ناڙي ڪاهڻ: ناڙي ڪرڻ.

- ناڙي ڪرڻ: ناڙي ذريعي ڪڻڪ يا وڻڻ ڀوڪڻ.

● ناڙيائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ناڙ يُ لشاري: اسم خاص. تعلقي ڏوڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناڙِ يُوال: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - دايا - ٻنارا. گهڙي جو هڪ قسم.

● نازُ ۽ ناز: ذ. معشوقي حرڪت - ادا - انداز - عِشوه - غمزو - نخرو - ڪرشمو - ٽال - ناز نخرو - مٺيون ڳالهيون - چٽخن - لاڏُ - ڪوڏ - ماٺو - چاڳ - چالو - چاڳلائي. نئون ڦٽل سرو ۽ صنوبر جو وڻ.

- نازانُ: ذ. صفت. خوش - سرهو. باورڪيل.

- ناز بردارُ: ذ. صفت. ناز ڪندڙ نازنين.

- نازُ پَروَر: ذ. صفت. ناز پاليندڙ - ناز نخري وارو.

- نازَ سَهَڻ: ڪنهن جي آڪڙ يا گهمنڊ برداشت ڪرڻ - آر انگل ڪڻڻ - نخرا سهڻ - حجت ڪڻڻ.

- نازَ ڪرڻُ: نخرو ڪرڻ - ادائون ڪرڻ - غرور ڪرڻ - فخر ڪرڻ.

- نازُ نَخرو ۽ ناز نخرا: ناز - آر - ادا - انگل - نخرو. مڪر - ڍونگ - چالو. آڪڙ - غرور - گهمنڊ.

- نازنِينُ: ذ. صفت. نازدار - نازوارو - دلاويز - دلفريب - خوش وضع - سُندر - خوبصورت - البيلو - نازڪ اندام - ٻانڪي - دلربا. سڄڻ - پرين - دلبر - محبوب - ڍولڻ. ناز نخري وارو - نخريلو. (ث). ڪامڻي - گُجر - سُندري.

- نازاتِيرُ: اسم خاص. فيڊرل ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناز ٻُٽَنُ: اسم خاص. خوشبوءِدار ٻوٽي جو هڪ قسم - نازبوءِ.

● نازُ بُوءِ: اسم خاص. خوشبوءِدار ٻوٽي جو هڪ قسم.

- نازُڪُ ۽ نازڪَ: ذ صفت. ڪومل - سوڪيم - ٿلهو - سنهو - ڇنڇهڙو - ونرو - ڀڪ نهو. ڪونئرو - ملايم. ڪچو - ڀورو - ڀرندڙ - ٽاڪنئون. نفيس - لطيف - نزاڪت وارو - خوبصورت - جوڀن وارو - نازپرور - سهڻو. نازڪ طبع - ڏڪڻو.

- نازِڪُ بَدَنُ: ذ. صفت. نازڪ بدن وارو - خوبصورت - سهڻي بدن وارو - سنهڙي بدن جو.

- نازِڪُ ڌاڳا: ڪچي تند.

- ناز ڪُڙوُ ۽ نازِڪُڙا: ذ. صفت. نفيس - ڪُنئرو.

- ناز ڪُ مِزاجُ ۽ ناز ڪُ مِزاجَ: ذ. صفت. نازڪ - نازڪ طبع. تنڪ مزاج - جلد چڙندڙ.

- نازِڪُ وَقتُ ۽ نازِڪُ وَقتَ: ذ. خراب وقت - خطري جو وقت - جوکي جو وقت - مقابلي جو وقت - امتحان جو وقت - انديشناڪ وقت - اوکي گهڙي - ڏکي مهل - اوسَرُ - ٻُحرن.

- نازِڪُ هَنڌُ ۽ نازِڪَ هَنڌ: ذ. مُهلڪ هنڌ. بدن جو اهڙو عضوو جو جلد خراب ٿي سگهي - پراڻ استان - مرم استان - جِگرُ - روح مي رهڻ واري جاءِ.

● نازِلُ ۽ نازِلَ: ذ. صفت. مٿان هيٺ ايندڙ - لهندڙ - هيٺ لهندڙ - روبرو ٿيندڙ - ڪرندڙ. مصيبت وغيره اچڻ يا ڪڙڪڻ واري حالت. لٿو.

- نازِلُ ٿِيَڻُ: لهڻ - هيٺ اچڻ - آسمان تان اچڻ - ڪڙڪڻ.

- نازِلُ هُئَڻُ: (تي آپدا) پوڻ - ڪڙڪڻ - نازل ٿيڻ.

● ناس ¤ ناسُون؛ ث. (سن. نش) نڪ جو هڪ سوراخ يا نُنگ - نڪ جي چونٽي - ترُ - ناڪوني. نڪ ۾ ڏيڻ لاءِ هڪ نشيدار شيءِ - تماڪ جو پُورو - نَسوار - پِنل تماڪ. شرم - حَيا - لَجَ - مَرم. (ت). سونگهڻي - سُونگهي. منهن اونداهي. نايَ - شَفقت.

- ناسَ ڏِيَڻُ: نڪ يا وات ۾ ڏندن کي پِنل تماڪ يا ناس ڏيڻ - نسوار ڏيڻ - عِلت پلڻ.

- ناسِرُ ¤ ناسِرَ: ذ. صفت. نڪ جي وڏين ناسن يا چونٽين وارو. ناس ڏيندڙ.

- ناسِرو ¤ ناسِرو؛ ذ. صفت. نڪ جي وڏين چونٽين وارو - ناسِرُ.

- ناسِڪو ¤ ناسِڪا؛ ذ. ناسَ - چونٽي (نڪ جي). نڪ مان ڪنيل وڏو ساهه - هوا سُنگهڻ واري حالت. نڪ ۾ ڏيڻ جي نشيدار شيءِ - ناس. رمل هڻڻ واري حالت.

- ناسِڪا هڻَڻُ: احوال معلوم ڪرڻ - ناسڪا غيب جون ڳالهيون ٻڌائڻ - رمل هڻڻ.

- ناسِڪِي ¤ ناسِڪِي: ذ. صفت. نڪ مان نڪتل (اکر). ناسڪا هڻندڙ.

- ناسُنُ ڦانوڙو؛ ذ. صفت. نڪ جي وڏين ناسن وارو.

- ناسُون چِيمُرَڻُ: تڪليف ڏيڻ - سزا ڏيڻ.

- ناسُون ڦُنُڊائِڻُ: اَڪڙ ڏيکارڻ - غرور ڪرڻ.

- ناسُون هَٽَڻُ: جاچ ڪرڻ - خبر وٺڻ.

- ناسِي ¤ ناسِي: ذ. صفت. ناس ڏيندڙ - ناس ڪندڙ - ناس وارو - نَاس جو. ناس جي رنگ تي مائل - ناس جي رنگ جو نالو - ناس جهڙو.

● ناسُ: ذ. صفت. (سن. ناش > نَشُ = ناس ٿيڻ) نابود ٿيڻ - تباهه - برباد - چَٽُ - ويران - آجَڙُ - نيست و نابود - نشٽ - فنا - معدوم - خارج - مُنطفي. پورو ٿيل - ختم ٿيل. ڪاهل - بيڪار - مُئل - وِسائل - ڪوهيل - ڊائل. خراب - ڪينو. عدم - غارت - بربادي - تباهي - ويراني - گهات - فنا - وِناس - ستياناس - پائمالي - ابتري - آجاڙ - خانہ خرابي.

- ناسُ ٿِيَڻُ: خراب ٿيڻ - تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - بگڙي وڃڻ - آجڙڻ - فنا ٿيڻ - خاڪ ۾ ملي وڃڻ - مَلياميٽ ٿيڻ - خانو خراب ٿيڻ - ويران ٿيڻ.

- ناسِوَنُتُ ¤ ناسِوَنُت: ذ. صفت. ناپائدار - گهاتي - فاني - وِناشي.

- ناسِي ¤ ناسِي: ذ. صفت. ناس ڪندڙ - پائمال ڪندڙ. ناس ٿيل.

● ناسِتَ ¤ ناسِتُون؛ ث. اڀاوُ - عَدَمُ - نيستي - ناستيہ. گمراهي.

● ناسِتِڪُ ¤ ناسِتِڪ: ذ. صفت (سن. ناستِڪ) ايمان نہ آڻيندڙ - نہ مڃيندڙ - خدا يا ايشور کي نہ مڃيندڙ - مُلحِدُ - زنديق - بي دين - دهري - خدا جو مُنڪر - نِرايشوروادي - ڪافر - مُنڪر.

- ناسُتُڪائِي ¤ ناسُتڪائِيُون: ث. ناستڪتا - ناستڪي - ناستڪمت - نِرايشورواد - اِلحاد.

- ناسُتَڪُتا ¤ ناسُتَڪُتائُون: ث. ناستڪي - ناستڪمت - ڪفر - بيديني - الحاد.

- ناسِتِڪِي ¤ ناسِتِڪِي: ذ. صفت. نہ مڃيندڙ - خدا تي ايمان نہ آڻيندڙ - منڪر خدا - دَهري - ناستڪ. نياڳو - ڪمبخت - چنبدال - بد نصيب - ڪم نصيب - بدبخت - چنبڙو.

- ناسِپاتِي ¤ ناسِپاتِيُون؛ ث. ميوي جو هڪ قسم (دانا قنداري صوف جيڏا، رنگ پيلو، سواد ڪٽمٺو) - نَڪو. هڪ وڻ جو نالو - ناڪو.

● ناسَ پِتو ¤ ناسَ پِتا: ذ. حياءُ - شرم - لج - غيرتِ نفس.

- ناسَ پِتو پورڻ: حيا شرم ڇڏي ڏيڻ - بي غيرت ٿيڻ.

- ناس پِتو نہ نَڪُ هُئَڻُ؛ بي حيا هئڻ - نِرلڄو هئڻ - بي غيرت هئڻ.

- ناس پِتو نہ هُجَڻُ: حيا شرم نہ هجڻ - بي غيرت بنجڻ.

- ناسَ پيتو هنّيَڻُ يا هنّجَڻَ: حيا شرم هڻڻ- لڄ يا غيرت هڻڻ.
- ● ناسِخُ ۽ ناسِخَ: ذ. صفت. (ع. نسخ). لکندڙ. رَدُ ڪندڙ- برباد ۽ نابود ڪندڙ.
- ● ناسَڻُ: مصدر. (س. نَسَ = چمڪڻ). چنڊ جو اڀرڻ- ڪَنِي ڪيڻ- اڀرڻ کان اڳ سج يا چنڊ جو خاڪي روشني پيدا ڪرڻ. (ناسِيو- ناسيند و- ناسيل).
- ناسِجڻُ: مصدر. چنڊ جو ٿورو ٿورو ٿي مٿي اڀري اچڻ- چنڊ جو اڀرڻ کان اڳ سهائو ڏيکارڻ. اڀرڻ- ڪني ڪيڻ- ظاهر ٿيڻ- روشن ٿيڻ- ٻاهر نڪرڻ.

"ناسيندي نهارَ پهرين ڪج پرينءَ ڏي."
(شاهه)

- ● ناسُوتُ: ذ. (ع). جسمن جي دنيا- عالم اجسام. دنيا- هي جهان تصوف جي ٽين منزل (جبروت، ملڪوت، ناسوت، لاهوت).
- ● ناسُودو ۽ ناسُودا: ذ. صفت. بدنام- سنئون سڌو- نه ٿيڻ جهڙو- لڪ پڌل- نير لڄو (ث. ناسودي ۽ ناسود يُون).
- ناسُودِ يُ ۽ ناسُودِ يُون: ذ. صفت. بي حيا- بي شرم- نير لڄو.
- ● ناسُورُ ۽ ناسُورَ: ذ. نه چٽندڙ ڦٽ يا زخم- هميشه ريشو وهائيندڙ ڦٽ- اڻ چٽندڙ- نواسير- ورپڪندر- چڪندڙ- چڪندڙ ڦٽ- ڪُهرو ڪهاءُ- چهڪ- زخم.
- ناسُور ٿي بيهڻُ: ڦٽ جو اصل نه چٽڻ. ڦٽ جاڳڻ. عشق جو ڪُهرو اثر ٿيڻ- محبت پيدا ٿيڻ.
- ناسُورُ وجهڻُ: وڏو ڦٽ وجهڻ- گهڻو زخم يا ڪهاءُ ڪرڻ.
- ناسُور هڻڻُ: نه چٽائيندڙ ڪهاءُ هڻڻ. ڏاڍو شوق هڻڻ.
- ناسُوري ۽ ناسُوريُ: ذ. صفت. ناسور وارو- سخت ڪهايل- لُڇ- بدمعاش- لڄو. (ذ. اسم). زخم- ڦٽ- ناسور.
- ● ناسُونُ (ج): ث. سج اڀرڻ وقت آسمان تي خاڪي ليڪا.
- ● ناسِيُ (ج): ث. سياري ۾ اتر اولهه کان لڳندڙ هوائون.
- ● ناسِيُنُو ۽ ناسِيُنُو (ث): ذ. صفت. وچايل مال جي ڳولا ڪندڙ- ڳولائو- کهورو.
- ● ناشُ: ذ. (س). زواليت.
- ● ناشتو ۽ ناشتا: ذ. صبح جي ماني- نيرڻ- نيراني- نهاري- صبُوحڙي- سيراڻ (ڪڇ). چاهه پاڻي.
- ● ناشِرُ ۽ ناشرَ: ذ. صفت. شوم نه هجڻ جي حالت وارو- سخي. معصوم ٻار- ننڍو ٻار.
- ● ناصِحُ ۽ ناصِحَ: ذ. صفت. نصيحت ڪندڙ- نصيحت ڏيندڙ- صلاحڪار- آپد يشڪ- پندگو. واعظ.
- ● ناصِرُ ۽ ناصِرَ: ذ. صفت. نصرت ڪندڙ- مدد ڪندڙ- مددگار. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. افغانن جي هڪ قبيلي جو نالو. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● ناصِرائِيُ: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● ناطِقُ ۽ ناطِقَ: ذ. صفت. ڳالهائيندڙ- صاحب عقل- سُپند- سمجهه پريو- ڪليات ۽ جزئيات سمجهندڙ. نهرايل- قطعي- چٽو- صاف- شافي- ڪتو- پڪو- تاڪيدي- آخرين. تڪرار.
- ● ناظِرُ ۽ ناظِرَ: ذ. صفت. ڏسندڙ- نظر ڪندڙ- نگهبان- نظرد ري ڪندڙ- سنڀاليندڙ- جاچ رکندڙ- محافظ. داروغو- جاسوس- سربراهه ڪار- ديواني ڪورٽ ۾ سپ کان وڏو ٻئلف. ضلع جي ڪورٽ جو هڪ آفيسر- مکيه عملدار- هيڊ محرر. (ذ. اسم). خواجه سراءِ. ڪدڙو- خوجو- نپوسڪ- مخنث.
- ناظِرو ۽ ناظِرو: ذ. صفت. نظر ڪندڙ.
- ناظرينُ ۽ ناظِرينَ: ذ. نظر ڪندڙ- ڏسندڙ. پڙهندڙ. پڙندڙ.
- ناظُرت ۽ ناظِراتُونُ: ث. ناظر يا هيڊ محرر جي آفيس يا دفتر- ناظري آفيس.

- ناظِري٘ ۽ ناظِرِيُون٘: ث. ناظر جو ڪم. ناظر جو عهدو.

● ناظِمُ ۽ ناظِمَ: ذ. صفت. نظم ٺاهيندڙ يا لکندڙ- شعر چوندڙ- شاعر- ڪوي. انتظام يا نظام رکندڙ- منتظم - ڪارڪن. پرِدي وارو - انتظار ڪندڙ. پوئيندڙ.

● ناعِمُ ۽ ناعِمَ: ذ. صفت. نِعمِ وارو - ناز و نعمت ۾ پليل - نرم - نازڪ. (اسم خاص). هڪ قلعي جو نالو.

● ناغو ۽ ناغا: ذ. ڦوٽ - پِنگ - خال - خالي جاءِ - سَنڌو - روڪ - رنڊڪ - سَنَ - پَيچ - پيچ نُوڙ - ڇِڇِڻ يا مروٽڻ واري حالت. غير حاضري - خالي - تعطيل - موڪل - ڇُٽي.

- ناغو وِجهَڻُ: ترڪ ڪرڻ - ڇڏي ڏيڻ - خالي ڇڏڻ - ترڪو هڻڻ.

● نافُ ۽ ناف: د. وچُ - ناپُ - سُونڊي - دُنُ - ناڙو. مشڪ جو پيڙو.

● ناقَتَ ۽ ناقَتُون٘: ث. نَه هِٿ اچڻ واري حالت - اڻ هوند - نِياڦتَ - اڻ لڀائي - ڪَمِي٘ - گهٽتائي. قحط - ڏڪَرُ. ظلم - پرلاءُ.

● نافِذُ ۽ نافِذ: ذ. صفت. چَيل - مڃيل - نِڪتلُ (ڳالهه) - جاري ٿيل (قانون) - عمل ڪيل - نازل ٿيل - نبريل (فيصلو) - پاسُ ڪيل (ڪو حڪم). اثر ٿيڻ واري حالت.

● نافِعُ ۽ نافِعَ: ذ. صفت. نفعو ڏيندڙ - نفعي وارو - فائديوارو. فائديمند - مُفيدُ - فائده مند - سُود مند - ڦلدائِڪُ - وِنائدارُ - واڌاري وارو - گنجائشي - لاهائِتو. سجايو - سڪيارٿو. ڳڻ ڪندڙ - ڳُڻا ڪاري.

● نافو ۽ نافا: ذ. مشڪ يا ڪستوري جو ڳنڍو. هرڻ جو دُن.

● ناقَ ۽ ناقُون٘ (ڪ): ث. دُنُ - نافُ.

- ناق پَٽوڻُ: هڪ قسم جي بيماري ٿيڻ - ڇِڪي پوڻ.

● نامبُولِي٘ (ت): ث. يڪ سالي تي مليل زمين - خاص موڪل زمين.

● ناقِصُ ۽ ناقِصَ: ذ صفت اڻ پورو - نامڪمل - گهٽ - اڌورو - ڪسو - اوڻو - ڪميءَ وارو - گهٽتائي وارو - زائل - نِرسو - ڪٺل (پاڱو) - ڪم (عقل) - اڌو گابرو - ڪچو (رذل ڪاڏو). خاميءَ وارو - عيبدارُ - ڪوڙو - ڪوڏو - خراب نِڪِون.

- ناقِصائِي٘ ۽ ناقِصائِيُون٘: ث. گهٽتائي - نِرسائي - ڪَمِي٘ ڪوتِ - اوڻائي - ڪوتاهي - اٽاڻُ - ڪاپَتَ - ڪوتاهي - نقص - خرابي - عَيبُ - اوڻ - هيٺتا - (عقل جي) مارَ - قِلَتَ.

- ناقِصِي٘: ث. (ع). ناقصائي - گهٽتائي - عيبُ - اوڻائي.

● ناقِلُ ۽ ناقِلَ: ذ. صفت. نقل ڪندڙ - نقل نظير ٻڌائيندڙ - نقالُ. ڪنهن ڳالهه جو بيان ڪندڙ - ڳالهيارُ - وارتائون ڪندڙ، پَتُ - پانُ.

● ناقُورَ ۽ ناقُورُون٘: ث. (ع. ناقه) ڏاچي - آئِڻ.

”منڌ پياري پنڌ گهڻو نه مُون آٺ نه ناقُورَ“
(سر آبري - شاهه).

● ناقوسَ ۽ ناقُوسَ: ذ. هندن جي وڄائڻ جو هڪ وڏو ڪوڏُ - سنک. گرجا جو وڏو گهنڊُ.

● ناقه: ث. آٺ جي مادي - آٺِي٘ - آٺِ - ڏاچي.

- ناقِي پانئِيان٘ نازُ: آئن ۾ ڏاچين جو ديدار مون لاءِ مانيءَ مثل آهي (سر حسيني - ڪر).

● ناڪَ ۽ ناڪُون٘ (ٿ): پٽ مان لنگهڻ لاءِ سرڙهي جاءِ - ناڪو - لانگهو.

● ناڪارو ۽ ناڪارا: ذ. هنديءَ جو هڪ قسم (ڪچهه سيڪڙو - هنديءَ جي پرجڻ جي حالت ۾ هندي لڪائيندڙ، هندي لکندڙ ڪان پرائي ونندو آهي، هنديءَ جا نرخ هرهنڌ ساڳيا نه آهن، ڪراچيءَ ۾ في سيڪڙو ٥ آنا ۽ حيدرآباد ۾ ٨ آنا).

● ناڪَسُ ۽ ناڪَسَ: ذ. صفت. ڪميڻو - ڪُڌو - لورو - ناقِصُ - گهٽ - نيچ - ڪمذات - اوڇو - ڪُماڻهو - نالائق - سفلو - پاجي - ڪِرتن ڪينو.

- ناڪَسِي٘: ث. نالائقي - ڪميڻائي. لاچاري.

● ناڪَل ج ناڪَلِيُون، ناڪَلُون؛ ٻَيڙي ٻار جي پيشاب وارو عضوو - لُلِيءَ - نُنِيءَ - ٽُنِيءَ.

● ناڪو ج ناڪا؛ ذ. (پرا. نَڪو. سن. نڪ + ڪو = ناڪو). داخل ٿيڻ جو رستو - گذرگاه - رستو. (رستي وغيره جي) ٻچاڙي - پوچڙي - پوڇڙُ - ڇيڙو. ٿوانو رستي جو مُنڍ - مُهاڏُ - مهڙ - مها ڳُ. شهر جو دريا دروازو (جتي محصول اڳڙي). لنگهه - لانگهو - نئين شهر ۾ داخل ٿيڻ جو رستو - سرحد - دروازو - گلي - در بند. سنڌو - حد. مال جي محصول لاءِ مقرر جاءِ - ڏن يا ڏاڻ وٺڻ جي جاءِ. نگهبان جي آفيس يا دفتر - چونڪيءَ. سَنِيءَ جو پاڪو. ميوي جو هڪ قسم - نڪو - ناسپاتي.

- ناڪا بَنَدِيءَ ج ناڪا بَنَدِيُون: ث. رستي بند ڪرڻ واري حالت - رستي روڪ - گهيرو - محاصرو.

- ناڪائيءَ ج ناڪائيءَ: ذ. صفت. ناڪي تي ويهندڙ محصول اڳاڙيندڙ. نگهباني ڪندڙ.

- ناڪيدارُ ج ناڪيدارَ؛ ذ. ناڪي وارو - محصول وٺندڙ - چوانڍي يا چونڪي وٺندڙ. محصول وٺندڙ - ڦانڪ - ناڪو.

- ناڪي مُنشِيءَ: ذ. محصول وٺندڙ - چُنگي اڳاڙيندڙ.

● ناڪُ ج ناڪ؛ ذ. نَڪ - ناسَ.

- ناڪُوتو ج ناڪُوتا؛ ذ. (سن. نَسُ = نَڪُ) نڪ جي وڏي چونٽي - تَرَ - ناسَ - ناڪوٽي. (ذ. صفت). وڏين چونٽين وارو. (سن. ڪَنِشٽُ = ننڍو. پرا. ڪَننٽڻ) چوٽو - ننڍو - ننڍي. (ث. ناڪوتي ج ناڪوتِيُون).

- ناڪِيءَ ج ناڪِيءَ؛ ذ. صفت. نڪ وار - زلتڪ گهڻو - ناسڪي - غُنو (اسم). آٿ جي نَڪ جي ناسَ يا چونٽي ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪانيءَ ٽُڪر - ناڪيل - ناڪيلو - ناڪيلي - لاٽي.

- ناڪيرُ ج ناڪيرُون (ڪ)؛ ث. نڪ مان رت وهڻ واري حالت - نَڪهيرَ - ناڪيري - ناڪيلي - نڪسير.

- ناڪيرِيءَ ج ناڪيرِيُون: ث. نڪ مان رت وهڻ واري حالت - ناڪير - ناڪيلي - نڪهير - ناڪيل.

- ناڪيلَ ج ناڪيلُون؛ ث. آٺ جي نڪ جي چونٽيءَ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪانيءَ جو ٽڪر - ناڪيلي. نڪ هيرَ - ناڪير.

- ناڪيلِيءَ ج ناڪيلِيُون: ث. ناڪيل - لانٽي - لاٽي. نڪ هير - ناڪير - ناڪيري.

- ناڪيلِيءَ ۾ پِيهَڻُ: حد اندر ويهڻ - لُچائين کان روڪجڻ.

- ناڪيلِيءَ هَتَڻُ؛ ٿورو ڪرڻ - احسان ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ.

● ناڪُونُ (ج)؛ ث. نانڪُون - ناو ڪُون - تيرَ.

● ناڪيلو ج ناڪيلا: ذ. وڻ جو هڪ قسم (ڳاڙها گُل جهلي) ناگيلو.

● ناڪَ ج ناڪُون (ٿ)؛ ث. آچل - رَڪَ.

● نا ڏِرُ ج نا ڪَرَ (ت): ذ. صفت. سِڪيلڊو - داد لو.

● ناڪَنشُونُ ج ناڪَنشانُ: ذ. ٻيڙي هلائيندڙ - ناڪَشو - ملاح - ڪپتان.

● ناڪوتِيرو ج ناڪوتِيرا: ذ. نڪ جو سوراخ - ناس - چونٽي - تَرِ - ناڪوتو.

- ناڪوتو ج ناڪوتا: ذ. نڪ جو هڪ عضوو - نڪ جي منهن وارو هڪ سوراخ - نڪ جي چونٽيءَ وارو اندريون حصو - پره بيني. (ذ. صفت) وڏين چونٽين وارو. (ث. ناڪوتي ج ناڪوتِيُون).

• نا ڪُوو ج نا ڪُوا: ذ. ٻيڙي هلائيندڙ - نا ڪُشو - ملاح - نا ڪَنشُونُ - ناؤ ڪو.

- نا ڪُشو ج نا ڪُشا: ذ. (سن. ناوَ ڪِ. ف. خُدا) ٻيڙي هلائيندڙ - ٻيڙيءَ وارو - ٻيڙياتو - خلاصي. ملاح - ناڪوو. نا ڪَنشُون - مهاڻو - جهازران.

● ناڪُ ج نا ڪَ: ذ. جانور جو هڪ قسم - هاٿي.

● ناگ (ت): ذ. نانگ جو هڪ قسم - ڪارو نانگ - واسينگ نانگ.

● ناگاهُ: ظرف. اوچتو - اتفاقاً - اچانڪ - يڪايڪ - اپاڪي - اهس - اڻ سرت - اچا چيت - آچُت - پرپٽ - اڻ چتايو - اپاڪُ - آمالڪ.

● ناگديوُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ناگترِ (ت): اسم خاص. جهنگلي گاهه جو نالو.

● ناگرُ ■ ناگرَ: ذ. ننگر جو رهاڪو - شهري ماڻهو.

● ناگرائيءُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ناگرُموُتا: ذ. (ع. سعد ڪوفي. ف. مشڪِ زمين) خوشبوءِ دار ٻوٽي جو هڪ قسم (گُل خوشبوءِ دار، پاڙ ڏکي ۽ سواد ۾ تکي ۽ ڪوڙي، طبيعت خشڪ ۽ گرم).

● ناگرموٿَ: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● ناگرُنتُ ■ ناگرُنتَ: ذ. صفت. چالاڪ.

● ناگريُ ■ ناگرِيُ: ذ. صفت. لنگر هلائيندڙ - ننگر هلائيندڙ. ماني ورهائيندڙ. ڀارت جي قومي لکائي - هنديءَ جي صورتخطي يا اکر.

● ناگليُ ■ ناگِليُ: ذ. لاڙي اناج جو هڪ قسم. (شايد راڙه (دال) کي چوندا آهن).

- ناگليُ ڪتجرُ هڻڻُ: سولائيءَ سان ڦٻجڻ.

● ناگِناهِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ناگ والُ ■ ناگ والَ: ذ. ريشم جي تاجي تاڻي وارو.

● ناگهہُ: ظرف. اوچتو - اچانڪ - اتفاقا - ناگاهُ.

● ناگپيلِ ■ ناگپيلوُنُ (ت): ث. راند جو هڪ قسم (پٿر يا سرن جا اڏڙ هڪ ٻئي مٿان رکي، ان کي ٻال سان ڪيرائڻ) - سيڙهه ڪينهوڙي راند - ناگپيل ڦوسپيل راند.

- ناگپيل ڦوسپيل: راند جو هڪ قسم - سيڙهه ڪينهوڙي راند - ناگپيل.

- ناگپيل ڦوسپل ڪرڻُ: جيئن آيو تيئن ڦٿو ڪرڻ - ٽيڙي ٻڪيڙي چڏڻ (ڪاهه شيءِ).

● ناگپيلُ ■ ناگپيلَ: ذ. ڀرت ۾ ڀريل هڪ قسم جو گل. ڏول (چلم جي ٽوپيءَ جو ڍڪُ) سرن جي هڪ ٻئي مٿان رکيل سٿي. نانگ جي ڏنگ لاءِ هڪ قسم جي دوا - ترياق.

● ناگلِ وَلِ (ت): ث. ول جو هڪ قسم.

● ناگيليُ: ذ. سنهي ان جو هڪ قسم.

● ناگيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۾).

● نالَ (ت): ذ. سڏُ - آواز - واڪو. (اسم خاص). جهلاوان جي ويجهو بلوچستان ۾ جهونن دڙن جو نالو، جي ماهرن جي چوڻ موجب اٺ صديون قبل مسيح جي زماني جا آهن.

- نالَ ڪرڻُ: سڏ ڪرڻ - سڏڻ.

● نالِ: حرف جر. سان - ساڻ - سميت - سوڌو - شامل - گڏ.

"آهي ارمان عجبين جو، مون کي نال نه نيائون" (شاهه).

واسطي - ڪاڻ - لاءِ.

● نالُ ■ نالَ: ذ. (سن. نالَ=نلي) هڪ قسم جي نلي يا نري - بندوق جو ٻورو حصو جنهن مان ڪاڻُ نڪري - بندوق جي نلي. پاهه ڦوڪڻ لاءِ ڪُٽ يا پتل جي ٿهل نلي. واهه - نهر. لوهه جو گول ٽڪرو، جو گهوڙي جي سُنبن هيٺان لڳي - نعلُ. ٿنب جي مٿان جهل لاءِ رکيل ڪاٺي. جُوا راند ۾ هر داءُ مان ٽِڪريءَ جي مالڪ کي ڏنل آجورو - معاوضو - جُوا جو عيوض ڀڱو.

- نالپيچوُ ■ نالپيچا: ذ. نڙو - مدبان. جهلو (ڏنگين ليڪن وانگر ڪاٺ ۽ لوهه وغيره جو).

● نالانُ ■ نالان: ذ. صفت. روئندڙ - فرياد ڪندڙ. رُئل.

● نالتَ ■ نالتُونُ: ث. (لعنت جو بگڙيل لفظ) لعنت - جُٽ - ٿُڪ ٻُجو - ڀاراتو - ڀِٽَ - سراپُ.

- نالتيُ ■ نالتيُ: ذ. صفت. لعنت وارو - لعنتي - نامراد. نفرت جوڳو.

● ناليدائيُ ■ ناليدائيُونُ (ل): ث. آٽ ڪاٺي کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ ٻڌل لوڙيون.

● نالِش ◄ نالِشُونُ: ث. (ف. ناليدن = دانهن ڪرڻ). فرياد - دانهن. مقدمو.

● نالِڪِيُ ◄ نالِڪِيُونُ: ث. ڪنهن امير يا بادشاھ جي آٿ وغيره تي سواريءَ لاءِ ناهيل سيج وغيره - پالڪي.

● نالو ◄ نالا: ذ. (سن. نامَنُ. ف. نامُ = نالو). ڪنهن به ساهواري جو نالو - نانءُ - نام - اسم. لقب - خطاب - سرنامو - آل. ناموس - هاڪ - ساراھ - نيڪي - مشهوري - جسُ - ڏاڪو - هڪل - ناماچار - شهرت.

- نالو بَدُ ڪَرَڻُ: نالو خراب ڪرڻ - ٽِڪو لڳائڻ - عيب لڳائڻ - خوار ڪرڻ - تهمت ڏرڻ - رُسوا ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - ڪنهن جو نالو خرابي سان مشهور ڪرڻ - بدناموس ڪرڻ.

- نالو ٻُڌائِڻُ: نالو ظاهر ڪرڻ - نالو وٺڻ. واقفيت ڪرڻ.

- نالو ٻوڙَڻُ: خوار ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - نيڪي وڃائڻ.

- نالو ٿيڻ: ناموري ٿيڻ - شهرت ٿيڻ - نيڪنامي ٿيڻ - واھ واھ ٿيڻ.

- نالو ٿَنڪِجَڻُ: ڪنڌي يا ڪُٽت ۾ نالو ڦاسڻ - قرضي ٿيڻ. ڪيس يا معاملي ۾ ڦاسجڻ.

- نالو خراب ڪرڻ: نالو بد ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - رُسوا ڪرڻ - خوار ڪرڻ.

- نالو ڪڍائِڻُ: منتر يا علم نجوم سان چور جو نالو معلوم ڪرڻ. قرآن شريف يا ڪنهن مقدس ڪتاب ذريعي چاول ٻار جو نالو تجويز ڪرائڻ. مشهوري ڪرائڻ - ناموس ڪيائڻ - هاڪ ڪيائڻ - نيڪي ڪيائڻ - بدنامي ڪرائڻ.

- نالو ڪنڊَڻُ: مشهور ٿيڻ - نامي گرامي ٿيڻ - نامي ٿيڻ - ناليرو ٿيڻ - نام ڪنو ٿيڻ - نالي وارو ٿيڻ - ناميارو ٿيڻ.

- نالو ڪَرڻُ: نالي ڪيائڻ خاطر ڪو نيڪ ڪم ڪرڻ - نالي خاطر پوزيشن صاف ڪرڻ - ظاهر ناميارو ٿيڻ - نالي ماتر ڪو ڪم ڪرڻ. ٻئي طرف منسوب ڪرڻ - ٻئي تي چڙهڻ - ڪنهن تي الزام لڳائڻ - پاڻ لڪائي ٻئي جو نالو ظاهر ڪرڻ.

- نالو ڳائِڻُ: شاديءَ ۾ گهوٽ مٿان گهور گهوربندڙ جو نالو ونني ڳيت ڳائڻ. جيئن تہ:
"احمد ڏيئي ويو ڙي سو من پانيان ڙي."
مشهور ڪرڻ - ساراھ.

- نالو نِڪرَڻُ: نيڪي يا بديءَ ۾ مشهور ٿيڻ. بدنام ٿيڻ - رسوا ٿيڻ.

- نالو وَٺڻ: ڪنهن جي نالي سان ڳالھ بيان ڪرڻ - نالو ڳنهڻ. (ڪنهن کي) ڇُهڻ - ڇيڙڻ - چراند ڪرڻ - حرڪت ڪرڻ.

- نالو وَڃڻو يا نانءُ مُٽائُو هُئَڻُ: لچائيءَ ۾ مشهور ٿيڻ - بدمعاشيءَ ۾ هاڪارو ٿيڻ.

- نالي يا نالهي ۾: حرف جر. (جي) نالي - (جي) واسطي - (جي) نام تي - (جي) صدقي - (جيئن تہ "خدا جي نالي") تي - حساب ۾.

- نالهي پاڻيِ: ذ. صفت. ساڳئي نالي وارو - همنام.

- نالهي جو: نالي ماتر - نالي خاطر - فرضي - اسمي. معمولي.

- نالي جو هُئڻ: ڪم ڪرڻ جيتري لياقت نہ هئڻ.

- نالهي چڙهيو ◄ نالهي چڙهِيا: ذ. صفت. نالي وارو - ناليرو - ناميارو - نامي - نانءُ چڙهيو - ناميو - نامي گرامي - مشهور - نامڪنيو - شهرت ڀريو - هاڪارو - چنگ چڙهيل - ڏاڍيل. (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- نالهي چڱو ◄ نالهي چڱا: ذ. صفت. چڱي نالي وارو - هاڪارو - مشهور. (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- نالهيرو ◄ نالهيرا: ذ. صفت. وڏي نالي وارو - هاڪارو - ناميارو - نامي - ناميو - مشهور. مکيہ.

- نالهِيسِيُ ◄ نالهِيسِيُونُ (ت): ث. بدنامي - بدناموس - خواري. ذلت.

- نالهي کي ہاٺِيُ ڏِيَڻُ: نالي کي عزت يا شرف ڏيڻ - نالو قائم رکڻ - مثال ماڻهوءَ جي نقش قدم تي هلڻ - وڏن جي عزت ۽ ناموس برقرار رکڻ.

- ناليِ ماتر: ظرف. آڇاتيرو - ناليِ کي - ناليِ خاطر - تمام تورو - تمام گهٽ.

- ناليِ سِنو: اسم خاص. قرآن شريف - ڪلام الله. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

● نالهٌ: ذ. سوزِ دل جو بلند آواز - فرياد. ڪِسيِ - نالي.

● نالِيِ ۽ نالِيون: ث. (پراڪرت: نالِيا؛ سن. نالِيڪا = ناڙي) نري - سوراخيل شئي - ناڙي پوڪ لاءِ ڪم آندل ڪاٺ جي نلي - ناڙي. ٺنگدار شئي - نڙا بندي - نڙو. بندوق جي نالي. پاڻيءَ جي ڪسيِ - آڏ - واهي - موري - ننڍو واهه. نبض - رڳ - نس - ناڙ. شهتير جي پاسن کي لڳل ڏاري ڪاٺي - ڪامَ کي لڳل وچ ۾ ڪاٺيءَ جو ٽڪر.

● نامُ ۽ نامَ: ذ. (ف). نالو (اڪثر خدا جو) - ڪنهن به ساهواري جو نالو - نانءُ - اِسم - نالو. لقب - خطاب - سرنامو - آلَ ناموسَ - ساراهه - هاڪَ - نيڪي - شهرت - جسُ - ڏاڪو - هنڪل - ناماچار. پترم - ساک. آبرو - عزت. وڏو يا مکيه - وڏيرو. (ذ. صفت). ناآميد - مايوس - بي آسِرو.

- ناماچارُ ۽ ناماچارَ: ذ. ناماچاري - ناموس - نالو - نام - جسُ - ڏاڪو - هاڪَ - هڪلَ - شهرت - مشهوري. هَلُ - آفواهه. پترم - ساک - آبرو.

- ناماچاري: ث. ناماچارُ - نالو - نام - ناموسَ.

- نام بردارُ ۽ نام بردارَ؛ ذ. صفت. نالي وارو - ناليرو - ناميارو - نامور - مشهور.

- نامَ جوڳِيِ ۽ نامَ جوڳِيون؛ ث. هندِيءَ جو هڪ قسم (اها هندي جا ڪنهن خاص آدميءَ کي پرٺي آهي). (ضد. "شاهه واپاري جوڳي" - يعني اها هندي جا ڪنهن مشهور واپاري ڏي پري سگهجي).

- نامُ چِتُ ڪرڻ: خدا کي ياد ڪرڻ - مرڻ - رضا ڪرڻ - چالاڻو ڪرڻ - (دنيا مان) لاڏاڻو ڪرڻ - رحلت ڪرڻ.

- نامِ خدا: خدا جي نالي - خدا جي واسطي. خدا جو قسم.

- نامدارُ ۽ نامدار: ذ. صفت. نام وارو - ناليرو - نامي - نامِيو - نامي گِرامي - نالي چڙهيو - مشهور - نامورُ. عزت وارو.

- نامِداري ۽ نامدار يون: ث. نالي هئڻ واري حالت - نالو - نام - هاڪَ - ناماچار - ناموسَ - ناماچاري - مشهوري - ساراهه.

- نامزد: ذ. صفت. مشهور. مقرر - ٺاڦيل.

- نامَ شرمُون (ت)؛ ذ. صفت. بي حيا - بي شرم - نرلجو. بد چال.

- نامَ ڪَنو ۽ نامَ ڪَنا: ذ صفت. نالي وارو - نامور - ناليرو - ناميارو - نام ڪنيو - نالي چڙهيو - نامِيو - نامي - نامِدارُ - نامي گرامي - مَعروف - مشهور - هاڪارو - پرسِدُ - چنگ چڙهيل - نانوَ چڙهيو - شهر پڌرو - ڏانيل - ضرب المثل. (ث. نامَ ڪنيِ ۽ نامَ ڪنيون).

- نامَ ڪنو ۽ نامَ ڪنيا: ذ. صفت. نامڪنو - نالي وارو - نامِيو - نامي گرامي - مشهور معروف - نامدارُ.

- نامَ مالا ۽ نامَ مالائون: ث. شبدُ پندارُ - فرهنگ - لغت - ڪوشُ - نام مالها - نِگهنٽو. تسبيحَ - مالها.

- نام نِياڻيِ ۽ نامَ نياڻيون: ث. طعني يا عتاب طور ڪم ايندڙ لفظ: وڏو ماڻهو - امير - وڏيرو.

- نامورُ ۽ نامورَ: ذ. صفت. نالي وارو - ناليرو - ناموسَ وارو - نامِيو - ناميارو - نامِي - نامي گرامي - هاڪارو - مشهور - معروف - نامدارُ - نالي چڙهيو - نام ڪنيو.

- ناموَري ۽ ناموَريون: ث. نالي هئڻ واري حالت - ناموس - شهرت - نالو - هاڪَ - نامَ آوري - نامُ - جسُ - ڏاڪو - هڪل - ناماچارُ - مشهوري - نيڪي - نالو - نيڪنامي - واه واه. پترم - آبرو - ساک. هَلُ - آفواهه.

- ناميِ ۽ ناميِ: ذ. صفت. ناموارو - نالي وارو - نامڪنيو - ناميار - مشهور - نامي گرامي - نانءَ چڙهيو - معروف. مغرور.

- نامِيءُ ڪِرامِيءُ ج نامِيءُ ڪرامِيءُ: ذ. صفت. ناميارو- ناموَر- نامزد- هاڪارو- ناماچاري- نامي- نام ڪَڍيو- مشهور معروف. معتبر- سکر- مانائتو- اشراف- هتيڪو.

- نامِيَلُ ج نامِيَلَ: ذ. صفت. نالي وارو- نالي چڙهيل- نام ڪڍيو- ناموَر- ناليرو- ناماچاري- مشهور- نامي گرامي- ڏاتيل- هاڪارو- چنگ چڙهيل.

- نامِيوُ ج نامِيا: ذ. صفت. نالي وارو- ناميارو. نامي- هاڪارو- مشهور- نامِيَلُ- نامي گرامي- نامو ۽.

- نامِيو ڳِيءُ: حرف جر. (سن. نام > نالو + ڳيج = ڳيڊن).

● نامَہ، نامو ج ناما: ذ. خط- چٺي- نامه. لکيل ڳالهه- (جيئن: "اقرارنامو، نامہ نگار وغيره").

- نامَہ بَرُ: ذ. صفت. خط کڻي ويندڙ- قاصد.

- نامہ نِگارُ ج نامہ نِگارَ: ذ. صفت. اخبارن کي خبر لکندڙ- خاطو.

● نامو ج ناما: ذ. حصو- پتي- ڀاڱو- ورڇ.

● نامُوسَ ج نامُوسُون: ث. نامچار- هاڪ- ساراهہ- نالو- مشهوري- ڏاڪو- هَڪَل- ناماچار- شهرت- جَسُ. ساک- پرم- آبرو- عزت- عصمت- عِفت- ننگ- نيڪنامي- حُرمت. هُل- آفواهہ. شريعت. تدبير. سياست. فرشتا. قاعدو- دستور. صَدا- بُلند آواز. قبيلو- پار ڀچا.

● نانُ ج نانَ: ذ. مانيءَ جو هڪ قسم- خميرو وجهي پچايل ماني- ٿلهي ڪڻڪ جي اٽي جي ماني- تَنور جي ماني- ڍوڍي- روٽلو- ڍوڍو. ماني- ڦُلڪو. آقرانو.

- نانُ بُخارا ڪَرَڻُ: ٻخاري جا نانَ ڪرڻ- مفت ۾ ڏيڻ ڪرڻ- پيٽ ڀرڻ- نشا پتا ڪرڻ- مزا ڪرڻ. انڪل ڪرڻ.

- نانِوائِيءُ ج نانِوائِيءُ: ذ. صفت. نانن وارو- نان جو- نان پچائيندڙ- مانيءَ وارو- نان پُخت- پٺن تي پوڙ ماني وڪڻندڙ.

● نانا: ذ. صفت. (سن. نانا) طرحين طرحين- گهڻائي- قسمين قسمين- ڀيا ڀيا- ڪيتريءَ- ڀانتين ڀانتين- ڪيترا- ڏاتيرو- رنگين رنگين- مختلف قسمن جا- نانا پرڪار جا.

- نانا پِرڪارَ: قسمين قسمين رنگ. تماشا.

- نانا پِرڪارجا: قسمين قسمين- رنگين- گهڻن رنگن جا- نانا.

● نانُبَ ج نانُبُون (ڪ): ث دَنُ- نافُ. کنهن به وڻ جي زمين اندر ڪُتل پاڙ- گُنبَ. رَسي- تَند. لُهِنڊ. مضبوط مُٺ- چنبو. جيئن تہ "وجهي نانبون نينهن، هيڪر ملان هوت کي"

- نانبَ پَوڻُ (ڪ): چڪي پوڻ.

● نانُت ج نانُتُون: ث. ڀياني- ڪوٽائي- آپو- جدائي- ڪُپت- دغا- دولاب- ٺڳي.

● نانُجهوُ ج نانُجها (ڪ): ذ. صفت. جهڪي نظر وارو- گهٽ ڏسندڙ- چُنجهو. ڪنگال- ڪنل. لانجهو- هيڻو- ڪمزور- ضعيف- نست- ڏپرو- بي طاقت. (ث. نانجهي ج نانجهيون).

- نانُجهائِيءُ ج نانُجهائِيُون (ڪ): ث. نظر جي ڪمي- چنجهائي. کوٽ- ڪنگالي- گهٽتائي. ضعيفي- ڪمزوري- لانجهائي.

● نان خَطائِيءُ ج نان خَطائِيُون: ث. (ف. نان = روٽي + خطا = چين) مٺائيءَ جو هڪ قسم- گول بسڪيٽ جو هڪ قسم- ننڍو ٽِڪيءَ جيترو مِٺو نان (ختن ملڪ جو).

● نانُڊ ج نانُڊُون: ث. (پرا. نندا. سن. نندا = نانُڊَ) پاڻيءَ رکڻ لاءِ برتن جو هڪ قسم- ڪليل منهن سان وڏو مٽ- پاڻيءَ لاءِ ويڪري منهاڙ سان ٺڪر جو برتن- ڍورين جي کِڙن ڏوڻن جو ڪُونار- ڪُونئر.

● نانُڊِ ج نانُڊ يُون (ل): ث. ٺڪر جو هڪ وڏو برتن- پاڻيءَ رکڻ لاءِ ٺڪر جو ڪُونارُ- نادِ- نانُڊ.

● نانُبَ ج نانُبُون (ڪ): ث. ديڳي، آٽي، سانُ وغيره جي آلت- چِيچ- اِنبي.

● نانِڪَ: اسم خاص. هڪ نيڪ، مشهور ۽ خدا پرست درويش جو نالو- سکن جي فرقي جي اڳواڻ جو نالو- گرو نانڪ صاحب.

– نانڪ پنٿي: ذ. صفت. نانڪ کي پوڄيندڙ – گرو نانڪ جا پوئلڳ.

– نانڪشاهي: اسم خاص. سک قوم جي گروءَ جو نالو – گرو نانڪ.

– نانڪ شاهي: ذ. سکن جي حڪومت ۾ هندستاني رپيو (سورهن آنن جي برابر).

● نانڪ (ڪ): ذ. صفت. نفيس – نرم – ڪنئرو – ڪولڙو.

● نانڪڙي ≈ نانڪڙيون (ٽ): ث. لينڪري – ڇوڪري.

● نانگ ≈ نانگ: ذ. (پرا. ناگو. سن. ناگ = نانگ) سرندڙ زهريلي جيت جو هڪ قسم – بلا – ڪاربهر – ڪبڙو – سرنڊو – سپ – سانپ – ڪارو – مار – ڦڻ – سرپ – منڊو. (صفت). خطرناڪ (آدمي) – بي رحم – وير وئندڙ. ٽانگي جو هڪ عضوو (هرهڪ ڪمان جي چيڙن ۾ وريل، بڪي سان لڳل ويڙهو). (اسم خاص). هڪڙي قوم جو نالو (جا پاتال، آمريڪا ۾ رهندي هئي).

– نانگ جي منڊ: ث. نانگ يا وڇونءَ جي ڏنگ جي هڪ دوا (ڪاري واسينگ نانگ جي وات مان نڪري ٿي، رنگ ڪارو، زهر ڪچلي جي ٽڪيءَ کان ٿوري وڏي، ڏنگ تي رکڻ سان زهر چوسيو وٺي).

– نانگ ڦڻ: ث. نانگ جي ڦڻ – ڦوڪيل ڦڇي. ٿوهر جو هڪ قسم – نانگ جي ڦڻ وانگر ٿوهر (پن هٿن جي چنبي جيڏا گول پات، ڪنڊن سان) – لول – لول وڻ – نانگيل – چنپيل – ار – چيل – سٽيڏ – نانگ ڦٽي ٻوٽي جو هڪ قسم. ٿوهيءَ وارو ڪوڪو – نانگ ڦٽي.

– نانگ ڦٽو ٿوهر: جهنگلي وڻ جو هڪ قسم.

– نانگ ڪٽي گهر ۾ وڃڻ (ت): ڄاڻي واڻي ڏک ۾ پوڻ – ڏسي واسي مصيبت ۾ هٿ وجهڻ. اوچتو ڦاسي وڃڻ.

– نانگ ۽ مور (ڪ): نانگ ۽ مور جي دشمني جهڙي دشمني – سخت عداوت.

– نانگڻ ≈ نانگڻيون: ث. نانگ جي مادي – پلا.

– نانگي ≈ نانگي (ڪ): ذ. صفت. نانگ جي ڏنگ تي دم ڪندڙ – ڪڪيل ماڻهوءَ تي جهاڙ ڪندڙ – پاڙهيتو – ناگائي – جوڳي.

● نانگا: اسم خاص. فقيرن جي هڪ ذات جو نالو.

● نانگپال: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● نانگراج: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نانگر موٿ: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر – هڪ قسم جي پاڙ.

● نانگرموٿ: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.

● نانگر ول ≈ نانگر وليون (ٽ): ث. ٽر ۾ ٿيندڙ ول جو هڪ قسم.

● نانگ ڪيسر: پسارڪي وکر جو هڪ قسم – هيڊي رنگ تي خوشبوءِ دار، دل ۽ دماغ کي طاقت ڏيندڙ هڪ گل – گل جو هڪ قسم.

● نانگلو ≈ نانگلا: ذ. زيور جو هڪ قسم – ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

● نانگلي ≈ نانگليون: ث. (ف. مندوهه) برسات جي موسم ۾ ٿيندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم (جوئر وانگي اڇي ڳاڙهي رنگ تي داڻا جهلي، جن جي کير ۾ رڌل ماني واٺي باديءَ لاءِ مفيد آهي) – ان جو هڪ قسم. مروهه.

● نانگڻ: اسم خاص. ضلعي ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نانگڻ: اسم خاص. پرت جو هڪ قسم.

● نانگڻ ≈ نانگڻيون: ث. لغڙ جو هڪ قسم. نانگ جي مادي. (اسم خاص). ڪراچيءَ کان اتر – اوڀر تي هڪ جهنگ جو نڪر (جتي نانگ گهڻا ٿين) جو نالو – تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نانگو ≈ نانگا: ذ. صفت. (پرا. ناگو. سن. نگن يا ناگ = ننگو) بنا ڪپڙي جي – بنا پردي – اگهاڙو – عريان – ننگو – برهنه – لانگوٽيو. پينکيو –

سُچو - ڪنڱل - مفلس - غريب. بي اولاد. نياڳو - بدبخت. بي غيرت - بي حيا. آٺ - ڪرهو.

"نڪتو نسنگ مان نروار ٿي نانکو"
(سرڪنيات - شاهه).

فقيرن جو هڪ فرقو - هندو فقيرن جي هڪ قوم - اگهاڙو فقير - جوڳي - آديسي - سنياسي - دنيا کان ڌار - الله لوڪ.

"جي ننگ ڇڏي نانڪا ٿيا، تن نانڪن کهڙو ننگ"
(سامي).

- نانکو ٿي ٻيهڻ: ننگو ٿي ٻيهڻ - بي شرم ٿي ٻيهڻ - لاهي ٻاهي ٻيهڻ.

- نانکو ٿيءِ نچڻ: اکيون ٻوري بي شرم ٿي جيڪي اچي سو چئي ڏيڻ - ڪري ڪذارڻ.

- نانڪو ٿيڻ: وڏ تنديائي کان نڪرڻ - بي حيا ٿيڻ - انسانيت ۽ شرافت جي حد لنگهي وڃڻ.

- نانڪو نپٽو ٿ نانڪا نپٽا: ذ. صفت. اولاد ڪانسواءِ - بي اولاد.

● نانکواه: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نانکورو: اسم خاص. تعلقي ٽني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نانکو شاهه جاگير: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نانکه: ظرف. اوچتو - اچانڪ - اتفاقاً - آڳاڪ - ناگاه. عارضي.

● نانڪيل: ث. وڻ جو هڪ قسم. پلي ميڻهن جو هڪ قسم. "ميڻهن ته نانکيل پلي" (چوڻي). (ث. صفت). نانگن وانگر ور ور ڏيندي هلندڙ - ناز سان هلندڙ. جيئن ته

"عقل ندازي، اعليٰ اکڙي، نينهن پري نانکيل"
(ڪبير شاهه).

● نانکيل ڦوسپيل (ٿ): ث. راند جو هڪ قسم - سپڙ ۽ ڪينهوڙي راند.

- نانکيل ڦوسپيل ڪرڻ: (ڪوبه ڪم) جيئن آيو تيئن ڪرڻ.

● نانُو ٿ نانا: ذ. (پرا. نانيو. سن. ماان + راڪ). ماءُ جو پيءُ - ماءُ جو چاچو. (ث. ناني ٿ نانيون).

- نانانا (ٿ) نانانا: ذ. ماءُ جا ماٽ - نانيءَ جي اڪنڍيءِ.

نانائڪو ٿ نانائڪا: ذ. صفت. ناني جو - ماءُ جي مائٽن جو - نانائو - نانائي طرف جو.

- نانائن آڳيان ڏاڏائا سارا هڻ: اصل کان سجاڻندڙن جي اڳيان ٻڌاڪون هڻڻ.

- نانائو ٿ نانانا: ذ: صفت. ناني جي گهر جو - ماءُ جي مائٽن جو.

- نانائي ڊوري لنگهڻ: بي حيا ٿي ٻيهڻ - حيا شرم ڇڏي ڏيڻ.

- نانائي رڳ ڇڪڻ: بنيادي ڇڪ ٿيڻ - تخم جو اثر ٿيڻ.

- ناني ٿ نانيون: ث. ماءُ جي ماءُ - نانءِ جي زال - پيءُ جي سس - ماءُ جي مامي. ڀائي وجهڻ لاءِ وڏي منهن سان ٺڪر جو هڪ برتن - نانڊ.

- ناني ڏوهٽو ٿيڻ: پنهنجو پاڻ ۾ رڙهائي ڪاڻ.

"ناني رڌڻ واري، ڏهٽا ڪاڻ وارا" (چوڻي).

- ناني ڪورو (ٿ): شاديءَ کانپوءِ گهوٽيتن طرفان ڪنوار جي جهوليءَ ۾ وڌل ڪارڪون، ناريل ۽ هڪ رپيو (اهو نانائن جو حق ٿئي).

- نانيءَ واريون نتو جهرون هجڻ (ٿ): کهڙيون ڳڻتيون هجڻ - کهڙو فڪر هجڻ.

- نانيءَ ويڙهو ناهڻ: رڳو پنهنجي عزيزن کي فائدو پهچائڻ.

- نانيءَ ويڙهو ڪرڻ: ڪنهن مقصد لاءِ ڪنهن جي خلاف يڪمشت ٿي سٽون سٽڻ.

● نانوائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نانيوٽي: ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو اَن يا ٻج ڏڪئي وقت ماڻهو کائين).

● نانه: (سن. نه = نه). انڪاري جواب - نه - ناڪار - جواب. ڪجهه به نه.

- نانه ڪرڻ: انڪار ڪرڻ - ناڪار ڪرڻ - چوٽ جواب ڏيڻ. برباد ڪرڻ - تباهه ڪرڻ - نيست و نابود ڪرڻ - ناس ڪرڻ.

- نانُهڻ: ث. نيستي - نابودي - تباهي - بربادي - عدم.

● نانُهنُ: ث. (سن. ناپ=دُنُ) پهيل ڳاڏيءَ جو هڪ جزو يا پرزو- چاڪ جي وچ واري ٿلهي ڪاٺي- وچ- ناپُ- نانهين- ٽُنُ.

= نانُهينُ: ث. (چڪري جو) ٽُنُ- وچ- ناپ.

● نانُهڻُ: مصدر. (سن سنا = وهنجڻ) سنانُ ڪرڻ- غسل ڪرڻ- وهنجڻ.

● نانُهينُ يا نانُهيُونُ (ڪ): ث. (سن. ناپ= دُنُ) بدن جو هڪ عضوو- دُنُ ڪان هيٺ پيٽ جو پاڳو- نهائين. نانهين- نيستي- نابودي.

● نانُهينُ: ذ. سُونهڻ ڳاهه جو ٻج (جو سيڪي ڪنبد سان ڪائجي).

● نانءُ يا نانءَ: ذ. (سن. نامَن = نالو. ف. نامُ) نالو- نامُ- اسم- نانُوُ. لقب- خطاب. ناموس- هاڪ- ناماچار- مشهوري- ساراهه- شهرت- ساک. پرم- عزت- آبرو. اخلاق. پيل ڳاڏيءَ جي چاڪ جو دُنب (جنهن ۾ آرَنُ جو هڪ پاسو سَلي وڃجي). (ڪ).

= نانءُ ٿارءُ: ذ نالو- ناموس- نالو نشان. هستي.

= نانءُ چڙ هڻُ: نامڪئيو بنجڻ- مشهور ٿيڻ.

= نانءُ چڙهيو يا نانءَ چڙهيا: ذ. صفت. نالي چڙهيو- نامڪئيو- ناميارو- نامي- ناميسو- نامي گرامي- هاڪارو- چنگ چڙهيو- مشهور. بد نام.

- نانءُسُ: ذ. صفت. نالي وارو- ناليرو- ناميارو.

= نانءُ ڳينهڻُ: نالو وٺڻ- چراند ڪرڻ- ڇهڻ- حرڪت ڪرڻ. نقصان رسائڻ.

= نانءِين: ظرف. نالي- ڪاتي- حساب ۾.

= نانءَنُ يا نانءَنُ: ذ. نالو- نام- نانءُ- نانوُ- اسم. ساراهه- هاڪ- ڏاڪو- نامچار- ناموس- مشهوري- شهرت. هُل- افواهه.

= نانءُ وٺڻُ: ناو ڳنهڻ- نام وٺڻ- (جو) نالو وٺڻ- (جي) نالي سان سڏڻ.

= نانءِينُ: جي نالي- جي واسطي- نام- (جي) نالي تي.

● نانءِينُ يا نانءِوُنُ: ث. صفت. قمري مهيني جي نائين (٩) تاريخ- نائُون ڏينهن (اونداهي يا سهائي پک جو)- نوِي.

= نانءُوڻُ يا نانءُوڻُون: ث. نَوَ دفعا وڌيڪ.

● نانءِڻُ: مصدر. هيٺ ڪرڻ- جهڪائڻ- ڪُبو ڪرڻ.

"چاڪي وڃين چوءِ نائين ڪند ٻين کي"

نمائڻ- جهڪائڻ- نِوائڻ- نٽرائڻ.

● نانيُ يا نانيُونُ: ث. جيت جو هڪ قسم- تِڏِ (اسم خاص). هڪ زيارت ڳاهه جو نالو (هاڙي جبل (بلوچستان) جي ڀاڙ وٽ هڪ غار ۾ رکيل ڪالي ديويءَ جي مورت، جنهن کي عام طرح "هنگلاج" سڏين: مسلمانن مجاورن جي خيال موجب "هنگلاج" حضرت علي ڪرم الله وجهه جي دائي هئي، جنهن ڪري ڪيس ناني چون)- هندن جي تيرٿ ڳاهه جو نالو.

● ناٽاتُ يا ناٽاتَ: ذ. (سن. نناندر = نيڻان) نڙان جو پُٽ- گهوٽ جي ڀيڻ جو پُٽ. (ث. ناٽاٽي يا ناٽاٽيون).

● ناٽادِي يا ناٽادِٽُونُ: ث. (سن. رَدُ = ولوڙڻ) ڪورين جو نڙو- نڙ جي چرخي- نڙادي. لانون ڳيت. نڙان جي ڌيءَ- نيڻانُ جي ڌيءَ.

● ناڻو يا ناڻا: ذ. (سن. ناڻڪَ) زر- نقدي- ملڪيت- دنيا- رقم- پئسا- ڌنُ- پَدارت- دولت- مال متاع. قيمت- اگهه- مُلهه- بها- ڪَرت- دامُ- نرخ- نول.

= ناڻو آگر پيٽَرَ ٿيڻُ: ناڻو يا دولت اجايو وڃائڻ.

= ناڻو چيچڻُ: گهٽي مهانگائي ٿي وڃڻ.

= ناڻو نيڻهڻُ نوڙ هڻڻُ: (آڏاري) ملڪيت ڪري ٻن ڏرين ۾ جدائي پوڻ- ناٽي جي ڪري محبت ٽٽڻ.

● ناوُ: ث. ٻيڙي- ڪشتي- مچوو- ٻتيلو.

= ناوُڪو يا ناوُڪا: ذ. صفت. ٻيڙي هلائيندڙ- ملاح- ناڪئو- نائو ڪو.

● ناوانُو يا ناوانا (ت): ذ. صفت. نئين طرح ڪيل- نئون.

● ناوارا: اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو. هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ناوِڙا: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ڏيهہ جو نالو.

● ناوڙُو ﷺ ناوِڙا (ل): ذ. ذرا ـ ڪڏا ـ ڇرڙ ورڙ. گرميءَ سبب ڇرڙيل جهڙ تي مٿان ڇرڙ ورڙ جا ٻيٺل ذرا.

● ناوڪ ﷺ ناوڪُون: ث. تير ـ ڪَنڊُ ـ تُڪو ـ سترُ ـ ٻاڻ ـ خدنگ.

● ناوَڪُ ﷺ ناوَڪُونُ: ذ. ننڍي ٻيڙي.

● ناوُڪَ ﷺ ناوُڪُونُ: ث. ذري ـ ڇهنب ـ چوٽ ـ اشارو.

● ناولَ ﷺ ناوَلُون (ڪ): ث. سڏن پٺيان سڏ ڪرڻ واري حالت ـ سڏو سڏ ـ بس نہ ڪرڻ واري حالت. ڏانهن ـ ڪُوڪَ ـ رَڙِ ـ واڪو. (ساڪرو). چوپائي مال کي ڪيل تغوار. (ل).

● ناولُ ﷺ ناولَ: ذ. آکاڻي ـ قصو ـ ڪهاڻي ـ ڳالهہ.

● ناوِٽِيُ ﷺ ناوِٽِيُون: ث. ڪاٺيءَ جو هڪ ٽڪر ـ واڍن جي رنبيءَ ۾ پيل ڪاٺ جو ڳِنُ.

● ناووُ ﷺ ناوا (ل): ذ. ڪٽي يا سوميءَ آڻڻ وقت ڇڏيل ڀريون ڀلاند ـ ڏهي. جنهن مان پيٺل اٽي کي چڱيءَ طرح ڪيڏڻ لاءِ ڪم آندل ڪپڙي جو اڳڙيءَ ٽڪر.

● ناءِ: ث. (سن نہ. ف. نا = نہ) نيستي ـ سُيج ـ تباهي ـ برباد ي ـ فنا سرائيءَ تي ڦيرڻ لاءِ پوڻ جي وچ وارو ٿلهو ڀاڱو. (ٿ).

ـ ناهِ ڪري: نابود ڪري ـ تباهہ ڪري ـ ڦيٽائي ـ وڃائي.

● ناهرَ: اسم خاص. (اصل پنجاب ۾ آباد ٿيل) هڪ ذات جو نالو.

● ناهَرُ ﷺ ناهَرَ: ذ. ڇانور جو هڪ قسم ـ واگهہ ـ باگُ ـ شينهن. گرگ ـ بگهڙ ـ بگهيڙ ـ بگهياڙ. گيدڙ. هيراڙهو ڍور. (ٿ).

● ناهَرُ (ٿ): ذ. ويڙهاڪ ـ ويڙهو.

● ناهَري: اسم خاص. هندن جي سال جي ٽائين مهيني جو نالو (جنهن ۾ سياري جا سيءَ پون). هڪ ذات جو نالو.

● ناهَڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ناهِڪِيُ: اسم خاص. ٽنڊي الهيار ۽ ميرپورساڪري ۾ هڪ ڏيهہ جو نالو.

● ناهِلُ ﷺ ناهِلَ: ذ. صفت. نااهل ـ نالائق.

● ناهِڻُ: مصدر. وهنجڻ ـ غُسل ڪرڻ ـ ٽڙ ڪرڻ ـ اشنان ڪرڻ. (ناهيو ـ ناهيندو ـ ناهيل).

ـ ناهِڻِيُ ﷺ ناهِڻِيُونُ: ث. وهنجڻ جي جاءِ ـ غسل خانو.

● ناهِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ناهِيدُ: اسم خاص. ٽئين آسمان تي هڪ ستاري جو نالو ـ زهره.

● ناهِينُ ﷺ ناهِيُونُ: ث. بدن جو هڪ عضوو ـ نهائين ـ ڍونگري. ڏُنُ ـ نافُ.

● ناءُ ﷺ ناءَ: ذ. (سن. نامَنُ = نالو) نالو ـ نام ـ نانءُ ـ اسم. ٻيڙي ـ ڪشتي.

● ناءِ: ث. ڍڳي گاڏيءَ جو هڪ پرزو ـ ڦيرڻ واسطي گاڏيءَ جي ڦيٽي جي وچ واري ٿلهي ڪاٺ جي ڏوڳي يا ڏنب، جنهن ۾ لوهہ جي سرائي يا ڌُري پيل.

● نائِبُ ﷺ نائِبَ: ذ. قائم مقام ـ ڊپٽي ـ ايجنٽ ـ مددگار ـ منيم ـ ماتحت ـ اسسٽنٽ ـ واهرو ـ سهائڪ ـ همراهہ ـ عيوضي. مختار. وڪيل. سفير.

ـ نائِبِي ﷺ نائِبِيُونُ: ث. ڊپٽي يا اسسٽنٽ جو عهدو.

● نائِيچُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نائِرُ ﷺ نائِرَ: ذ. سُڪل ڦل جو هڪ قسم ـ ناريل ـ نايَرُ.

● نائِڙِيُ ﷺ نائِڙِيُونُ: ث. ڏاڪي ويڙهيل نڙاندي ـ ڦوري ـ آنٽي ـ ناٽاندي ـ نڙو.

● نائِڪُ ﷺ نائِڪ: ذ. صفت. (سن. نايَڪُ) اڳواڻ ـ ٻوراڻو ـ مهنڊڙيو ـ سردار ـ ڏرو ـ مکيہ ماڻهو ـ مهندار ـ سروَرُ ـ پرڌان. هادي ـ رهبر ـ رئيس ـ پيشوا. پٽيوالن جي مٿان مکيہ پٽيوالو ـ چپراسي. فوج يا پوليس ۾ هڪ ننڍي درجي وارو عملدار ـ جمعدار. نِيندڙ. هوشيار ڳائڻو ـ راڳ

ٺاهيندڙ- ڪلاڪار- ڪيل يا ناٽڪ جو مکيه پارٽنر- اداڪار.

● نائڪَ ع نائڪُون: ث. ڪمانگرن جي اوزار جو هڪ قسم- تير جي ڇهنب- نوڪ- اِشارو- چوٽي (ڪنڊي يا سُئي وغيره جي)- تِير- ڪَنڌُ- ٻاڻ- ڪاني- ترڪش- نيزو- ڀالو. عشق جو تِير- لوري. (سن. نِيٽنِڪو= ٻيڙي) ٻيڙيءَ جو هڪ قسم.

- نائڪَ هڻڻُ: ڪمان جي ڪَنڌ کي صاف ڪرڻ (رندو ڏيڻ)- آڪَ جي پوري ڪاٺيءَ جي اڌڙ ۾ ڪَنڌُ ٻڌُکهو رکي مٿان چاقوءَ سان چلي صاف ڪرڻ.

● نائڪو ع نائڪا: ذ. (سن. نِي=نِيڻُ). واٽرڪورس (واهه) ڪنان ٻني جي ٻاري تائين پاڻي پهچائڻ جو رستو- ڪسِيُ- آڏ - نار- هرلي يا ڪنهن وڏي آڏَ مان نڪتل نالي.

● نائِن پاسو: وهيءَ ۾ اوڏر لکڻ جي جاءِ (سامي).

● نائنُ جو ڪَسرڙو: ذ. اوڏر تي وڪيل مال جي يا ڪنڌي وارن ماڻهن جي نالن لکڻ واري وَهِيُ.

● نائِڻُ: مصدر. (سن. نَمُ= نَمَڻُ). نمائڻ- هيٺ ڪرڻ- جهڪائڻ- (سر) تسليم ڪرڻ. (ني=نِيڻُ). وهائڻ- جام پاڻي ڪيڻ- (پاڻي) اونڊ- هارڻ- وجهڻ. نساهِڻُ- وِهنجڻ- اشنان ڪرڻ- غسل ڪرڻ- تڙ ڪرڻ- سنان ڪرڻ. (نائيو- نائيندو- نائِيَلُ).

- نائِين: نِوائين- جهڪائين.

- نائي وجهڻ: رتو رت ڪرڻ- خون مان پرڻ.

● نائو ع نائا (نائوا): ذ. جنڊ مان پيٺل آٽو چڱي طرح ڪيڻ لاءِ اُگهڙيءَ ٽڪر- ناوو- پولو. (ت). ٻني تاڪئي جي پلاندي هٺي وڏيل ٽڪرو- ڪپڙي آئڻ ۾ تاڃيءَ جو اڻ اڻيل ٽڪر ڇڏيل- ڌهيون- سُٽ جو ڦورو (ڪورين جو اصطلاح). مس ۾ وجهڻ لاءِ اگڙي يا ڌاڳن جون سنهيون تندون (پٽ جي ڪوٽ). صوف- بنات- اولي ڪپڙو. نؤدُ- نَتمنُدُ- تَنل. (صفت). هڪ عدد (٩)- نَو.

- نائُونُ: صفت. (سن. نَنَوڊ) ٨ کان پوءِ ايندڙ نمبر- نَوَ نُ جي حالت وارو- درجي ۾ نائون.

- نائونِ ع نائُوڻِيُون: ث. نون سان ڪيل ضرب آهت- نَوَ دفعا وڏيڪ.

- نائُونُو ع نائُونا: ذ. صفت. نَوَ نمبر مٿي وارو. نَوَ دفعا وڏيڪ حالت وارو.

● نائُو ع نائُو: ذ. واهه- ڪڙيو- نالي- درياهَ جي ڇاڙ- ڪاري (ڪجهه ماڻهو عام طرح ڪاريءَ کي نائُو چون).

ويِنو تَن تُنِيس، مک ڏيهاڙي مَڪڙي،
سنباهي سيٺ چوي، مٿي نائُوءَ نِينِس.
(شاهه)

ٻيڙي هلائيندڙ- ناکئو- ملاحُ. (ڪ).

● نائِيُ ع نائِيُ: ذ. صفت. (سن نايتي>نايت). حجامت ڪندڙ- حجامُ- مُو تراش- ٻالبرُ- وار ٺاهيندڙ- مٿنو پيڪت- آستو. خليفو. نائون. نتمنُدُ- نودُ- تَنلُ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● نائِيڪُ ع نائِيڪ: ذ. قافلي جو سردارُ- سالارُ- اڳواڻ- مهندار- مُرَبِيُ- سرتاجُ- نائڪُ. موسيقي جي فن ۾ ڪاملُ. (ث. نائيڪان ع نائيڪاڻيُون).

● نائِين ع نايُون، نائِيُون: ث. ڦٽ ۾ وجهڻ لاءِ دوا مان پريل ڪپڙي جي وٽيل اُگهڙي- وٽ.

- نايُون، نائِيُون وجهڻ: سخت ايذاءُ رسائڻ- ايذائِڻ.

● نايا (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نايرُ ع نايرَ: ذ. سڪل ڦَل جو هڪ قسم- ناريل.

● نِبَ ع نِبَ، نِبُون: ث. ذ. لوهي قلم جو سِرو (لکڻ لاءِ). اسٽيل جو قط.

● نَبابُ ع نَبابَ: ذ. نوابُ- حاڪمُ- مالڪ.

- نَبابي ع نَبابِيُون: ث. نوابي- حاڪمي. (ث. صفت). نوابجي. سنهي سلڪ جي ڪپڙي جو هڪ قسم.

● نِبات ع نِباتُون: ث. (ع. نبت). ڪنڊ مان ٺهيل هڪ ٺول- مِٺائيءَ جو هڪ قسم. زوئداد کي. ترڪاري ڀاڄي- سبزي- نباتات- وَنس ٻوٽي- ساوڪ- وڻ ٽڻ.

- نَباتات (ع) نباتات: ث. زرعي پيدائش - سبزي - ڀاڄي - ساوڪ - وڻ ٽڻ.
- نَباتي ع نَباتِي: ذ. صفت. وَنس پتيءَ جو - ساوڪ جو.
- نَباتي عِلْمُ: علم نباتات - نباتات جو علم. وڻن سبزي وغيره جو علم - وَنسپتي شاستر.

● نِبارُ ع نِبارَ: ذ. صفت. (سن . نورت = ڇنڻ). خالص - نِج - صاف - اصلي - نِجو - شُدَ - ٺيٺ - سُٺو - آڇتو - نرمل - ڇِنڊ (سون وغيره). کَرو - ٽِڪو - سچو - چوکو - ٽنڪسالي - بنا ملاوت - اڻ ميل - ٺيٺ - نِجات - آصيل - نسورو - پوتر - پاڪ.

"پلئان پلئو نہ رهي - نرتون نيهہ نبار."
(شاهہ)

● نَباضُ ع نَباضَ: ذ. صفت. نبض سڃاڻندڙ - نبض شناس - حڪيم - طبيب.
- نِباهِڻُ: مصدر. (سن . نِرواهہ = گذارو). نباهہ ڪرڻ - بسر ڪرڻ - گذارڻ - لنگهائڻ - گهارڻ - ڪاٽڻ - ماڻڻ - (وقت) پاس ڪرڻ. واس ڪرڻ - پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ - توڙ ڪرڻ. پارڻ (انجام) - پڄاڙي ڪرڻ - پڄاڙيءَ تائين ساٿ ڏيڻ - پُڄائڻ - سِڌ ڪرڻ - رسائڻ - ساڌڻ - تورڻ. وفا ڪرڻ - سچو رهڻ. بجا آڻڻ - ادا ڪرڻ.
- نِباهُ ع نِباهہ: ذ. گذران - رهڻي - رهائي - پيٽ قوت - تنو ڻ. سماپتي - پڄاڻي - آخر - تمامي - سرانجامي - نبيرو - نچيرو. آڪلاءُ - ڇُڪت - صفائي. نباهڻ واري حالت - پاڻ ۾ نهي هلڻ واري حالت - ميل ملاپ.
- نِباهُو ع نِباهُو: ذ. صفت. نباهيندڙ - مضبوط - پڪو - آچل - آسترُ - آٽل - نيپئي - نيبهہ - نِبهي - قائم - جٽاٽو - دائمي - نبائيندڙ.
- نِبِتَرُ ع نِبِتَرَ: ذ. صفت. صفا ڇِتَ - بيڪار - وِيَل - ڇِتَ. گم ٿيل - ڪوهيل - هارايل - (ڪمائيءَ) ڪُٽ - وِلوَر - نبريل - جٽلان - ونٺيل. خراب - ڪِنو - ڦِتل. ڪمزور - ڪاهل - ضعيف - هيٺو.
- نِبتر ڪرڻ: هيٺو ڪرڻ.

"ناچڱائي نبتر ڪيو، آدم جي عضون."

● نِبِرَڻُ: مصدر. (سن. نِورت = ڇنڻ). ختم ٿيڻ - پورو ٿيڻ - فيصل ٿيڻ - مڪمل ٿيڻ - پوڳ وڃڻ پڄاڙي ٿيڻ - پڄاڻي ٿيڻ - آخر ٿيڻ - انت ٿيڻ - انتها ٿيڻ - توڙ رسڻ - ڇيڙو ڪرڻ - نتيجو نڪرڻ - سوت اچڻ. جدا ٿيڻ. (نِبريو - نبرندو - نبريل).
- نِبريَلُ: ذ. صفت. ختم ٿيل - فيصل ٿيل - اچو ٿيل - مڪمل ٿيل. خراب - ڦِٽل - ويل - جِلاڻ - ونٺيل - ڪِنو - وِلوَر - ڇِتَ ٿيل - نپاڳو - ڪمبخت.

● نَبْضَ ع نَبِضُونُ: ث. نَسَ - رَڳ - ناڙ - ٺنت - ٺند - ناڙي. ڌڙڪو - لهر.
- نَبْضَ ڏِسڻُ: ناڙ ڏسڻ - ناڙي جو ڌڙڪو محسوس ڪرڻ - جاچڻ - تپاسڻ - چڪاسڻ - خبروٺڻ - بيماري سهي ڪرڻ.
- نَبْضَ سَنهِي ڪَرَڻُ: ڪنهن جي سياءِ ماڻ پورو واقف ٿيڻ - ڪنهن جي رَڳ سڃاڻڻ - ڪنهن جي پوتي ڪڇڻ.

● نَبُو (ث): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نَبُوَّتَ ع نَبُوَّتُونُ (ع. نَبا = خبر): ث خدا جي حڪمن پهچائڻ واري حالت - پيغمبري - خبررساني - رسالت - خبر رسائڻ واري حالت. پيش خبري - پوشيه - اڳڪٿي - پيشنگوئي.

● نِبُولِي ع نِبُولِيُونُ: ث. ڪڇيءَ ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم.

● نِبهڻُ: مصدر. (سن). پورو ٿي اچڻ - جٽاءُ ڪرڻ - توڙ ڪرڻ. گذارڻ - رهڻ - ترسڻ - ٽڪڻ. پچڻ - پهچڻ. ڪاٽڻ - گهارڻ - گذارڻ - گذر ڪرڻ. حيات هئڻ - جيئرو هئڻ. نبرڻ.

● نَبِي ع نَبِيُ: ذ. خبر پهچائيندڙ - رسول - قاصد الاهي - پيغمبر - رهبر - رستو ڏيکاريندڙ - اڳڪٿي ڪندڙ - دوراندیش - پوشيه وادي - خدا جي طرفان انسان کي نصيحت ڪندڙ - خدا جو دين آڻيندڙ انسان.
- نَبِي مُرْسَلُ: ذ. اهو نبي يا پيغمبر جنهن تي ڪتاب لٿو هجي - صاحب ڪتاب نبي؛ جيئن

"حضرت دائودع، حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰع، حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم."

● نبي بخش: اسم خاص. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

● نبيرڻ: مصدر. (سن. نورت = چٽڻ) پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ - قصو چڪائڻ - معاملو ختم ڪرڻ - توڙڻ - فيصل ڪرڻ - نبيڙڻ - آڪلائڻ - پڄائڻ - توڙ ڪرڻ - تيار ڪرڻ - سميٽڻ - راس ڪرڻ - پڄاڙي ڪرڻ - آخر ڪرڻ - انت ڪرڻ - جهيڙو يا جهيڙ ڪرڻ - خاتمو ڪرڻ - پوڳ وجهڻ. (حساب) لاهڻ - چڪائڻ - جدا ڪرڻ. (نبير يو - نبيريند و - نبيريل).

- نبيرَ ۽ نبيرون: ث. نبيرو - نبيرو - آڪلاءُ - چُڪت - صفائي - آخر - سماپتي - پڄائي - آخر - تمامي - سرانجامي - پورائي. نهراءُ - فيصلو - بند و بست.

- نبيرائڻ: مصدر. فيصلو ڪرائڻ - آڪلائڻ - پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ.

- نبيرائو ۽ نبيرائو: ذ. صفت. نبيرو ڪندڙ - امين - نياڪر - ثالث.

- نبيرائي ۽ نبيرائي: ذ. صفت. نبيرو ڪندڙ - نبيراءُ و - فيصلو ڪندڙ.

- نبيرَ نبيرَ: ث. نبير - فيصلو - نبيرو - نبيرو - چُڪت - خاتمو.

- نبيرو ۽ نبيرا: ذ. پڄاڙي - آخر - پڄاڻي - انت - انتها - توڙ - جهيڙ - ڪم جي رواني - آڪلاءُ - فيصلو - نبيرو - چُڪت - صفائي - نهراءُ. نتيجو - مقصد. عدل - انصاف. اڳهه - قيمت - قيمت جو فيصلو.

- نبيرو پانس ته نبيري: محبت جي بندڻ ڪي نبيرڻ جي ڪهڙي ٿي ڪوشش ٿي ڪريان، پر اهو قابو آهي جو بنهه نٿو نبري.

● نبي سَر: اسم خاص. عمرڪوٽ ۽ ڏيپلي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نبي سر ٿر: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نپا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مسلمان، ٺڪرن ۽ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● نپالو ۽ نپالو: ذ. صفت. بي طاقت - ليسو - ڪم هين - ڪمزور - هيڻو - ڏٻرو - آپرو.

● نبَل ۽ نبَلَ: ذ. صفت. (سن. نِ = نه + بلَ = بَل) بي طاقت - بي زور - بي سگهو - ڪم طاقت - نبل - نبلو - ضعيف - ڪمزور - هيڻو - ليسو - پوڻو - بي ستو - بي قوتو - زچ - ڏربل - بل هين - اپرو - لاغر - هڏ هيڻو - الپ بل. اڳهو - بيمار. ٿوري ملهه وارو.

- نبلائي ۽ نبلائيون: ث. بي طاقتي - ڪمزوري - ضعيفائي - بل هيڻتا - ضعيف. غريبي.

- نبرو ۽ نبرا: ذ. صفت. نبلو - نبل - بي طاقت - ڪمزور - ضعيف.

● نبل ۽ نبلَ: ذ. صفت. (پرا. نيلو. سن. نِ + بلَ = بَل) بي طاقت - ڪمزور - ڪم همت - هيڻو - بي ٻڄ بي توفيق - نربل - اپرو - ڳهٽ. بيمار. مس. نامرد.

- نبلائي ۽ نبلائيون: ث. ڪمزوري - بي طاقتي - ضعوف - بل هيڻتا - ضعيفائي - هيڻائي - نستائي - ڏربلتا - لانجهه. پتلائي - هلڪائي - عيب - ڪُچ.

- نبلو ۽ نبلا: ذ. صفت. نبل - بي طاقت - ڪمزور - هيڻو - ضعيف.

● نبُ ۽ نبَ: ذ. (سن. نڀس) آسمان - آڪاس - آڀ. (ذ. صفت). صاف - اوجل - چريو مان ڪڍيل گيهه. (ڪ).

● نب ۽ نبَ: ذ. لکڻ واري قلم جو لوهي قط - نب.

● نياڳ ۽ نياڳ: ذ. (سن. نر + ڀاڳيه) ڀاڳ نه هئڻ واري حالت - نڌ ورائي - ڪمبختي - بد نصيبي - شامت - ماجران.

- نيا ڳائي ۽ نيا ڳائيون: ث. لياڳ - اڀاڳ - ڪمبختي - بد قسمتي - نڌ ورائي. ڦيٽ - خرابي - ڦيٽندي.

- نيا ڳو ج نيا ڳا: ذ. صفت. بدبخت - بي ساعتو - ڪم نصيب - بدنصيب - ڪم بخت - ادورو - نحس - نِدورو - چَنبڊو - اپا ڳو - بد قسمت - نامراد - ڪرم هڻ - ڪهاتي - اشُبُ - بَد سُڳن. ڪَهاتِر (ٻار) - هوڏي - بي چيو - نافرمان - بي ادب - عاق. (ث. نيا ڳي ج نيا ڳيُون).

● نباهڻ: مصدر. (پرا. نِباهه. سن. نِرواهن (ئي) > نِر'واهن = پوراڻي. گذارو) نباهڻ - پاس ڪرڻ. گهارڻ - گذارڻ - لنگهائڻ - پڄائڻ - توڙ ڪرڻ - انت ڪرڻ - پڄاڙي ڪرڻ - پورو ڪرڻ. سچائي ڏيکارڻ - وفاداري ڪرڻ - انجام پارڻ - بجاءِ آڻڻ. (نباهيو - نباهيندو - نباهيل).

● نِپائيو، نپايو ج نپائيا، نپايا: ذ. صفت. (سن. نِر + پراتر = پاءُ). پاءُ ڪانسواءِ - بغير پاءُ - پائرن مُئل.

- نِپائِي ج نِپائِيُون: ث. اها عورت جنهن کي پاءُ نه هجي - پائرن مُئل - بغير پاءُ. ڏِڪاريل (پِتَ جو لفظ).

- نپائي نِپُٽِي: ث. پاءُ ۽ پُٽ ڪانسواءِ. پِٽ جو خطاب.

● نِپُو ج نِپُو: ذ. پوٽي جو هڪ قسم (هن جا پن وغيره ۾ ڪپڙا وغيره ڌوئڻ جي ڪم اچن) - نِنپُو.

● نِپُورُ: ظرف. تمام - صفا - بلڪل - نهايت - ڏاڍو - نپٽ (چريو) - آنان (اگهاڙو). (ذ. صفت). سچو پچو - پڪو (ننگ) - سا ڳونو - آهوني - سا ڳيو - سُڌ پُڌ - عين آهو.

● نَت ج نَتُون: ث. (ع. نَطَعَ). آٽ جي سنج جو هڪ قسم - چمڙي يا ڦاڙهي جي کل مان ٺهيل پوش، خوبصورتي لاءِ آٽ جي ڪشي مٿان پَدَل چادَرُ - فرشُ - پاڪڙي جي مٿان چم وارو پردو.

● نَتُ: ذ. صفت. (سن. نمر = نمڻ). نميل - جهڪيل. مثلاً ("نَتُ مَسُتَڪُ = جهڪايل سِر سان").

● نِتُ: ظرف. (پرا: نتو. سن. نِتيِ > نِتنيَ = نِتُ). هلندڙ - گڏيل - ڳنڍيل - مسلسل - لاڳيتو - هڪ ئي پنيان - واري واري سان. سدائين - هميشه - سَدا - مدام - دائم - دائما - هر روز - پاروهي - سَرودا - هر هر - مانده - هڪ ڏڙو - هردم - وري وري - آزلي و آبدي - قائم - سَناتَن - انادي - هميشه جو - جاودانُ - هر وقت.

"نت نهاري ڏيهه ڏي، ڳوڙها ڳڙي."

- نِت پرَت: ظرف. (سن. نِتيَه + پرت = ڏانهن) نِتُ - سَدا - هميشه - هر هميشه - هَر هَر - وري وري - روز روز.

- نِتُ ڪَرمُ: روزانو ڪم - اهو مذهبي يا ڌرمي ڪم جو روزانو ڪرڻ گهرجي جيئن ته سنڌيا، نماز، هون وغيره.

- نِتُ ڪَرَمُ ڳُٽڪو: ذ. هڪ ننڍڙو ڪتاب (جنهن ۾ هر روز ڪرڻ جا ڪم ڏيکاريل هجن) ڊائري.

- نِتُ نِتُ: هميشه - سدائين - وري وري - سَدا - روز روز.

- نِتُ نئُون: تازه بتازو - نئوبنو. هر روز - مهيني مَهِر مهيني.

- نِتِيتَا: ث. هميشگي - حيات ابدي.

● نِتارَ ج نِتارُون (ث): ث. ڪاڪارَ مٿان سِج اچڻ واري حالت - وڏي سج ٿيڻ واري حالت - ڪهڙو وقت گذري وڃڻ واري حالت.

● نِتارَڻُ: مصدر. (سن. نستر (ي) = چاڻڻ). ڏ'تارڻ - آتارڻ. آترائڻ. (نِتاريو - نِتاريندو - نِتاريلُ).

● نِتانتَ: ظرف. (سن. نِتانتَ = ڏاڍو ڪهڙو) هڪدم - بلڪل.

● نِترِ ج نِترُون (ل): ث. ڪهڻ ڪهڻائي. ٿورائي - مَيچ.

● نِترِڻُ: مصدرُ. صاف ٿيڻ - آجرو ٿيڻ - آترڻ. آترجڻ (نِتريو - نِتريندو - نِترِيلُ).

● نِتيانُ ج نِتيانَ: ذ. هندڪي هڪ رسم - پارهائي ڪان پوءِ پِترن جو ڪاڌو (ڏا.و).

● نَتيجو ج نَتيجا: ذ. پاهران آندل - پاهر ڪڍيل - حاصل - حاصلات - ماحصل - ڇڏيل فرض - سَدانت - انجام - انتها - خاتمو - انت - قَل -

مطلب - انومان - نچيڙو - پڄاڻي - پاڇي - آخرت - ثمر. بارُ.

● نتهيرڻُ: مصدر. (پاڻي) آنرائڻ - نِتارَڻ. (نتهيريو - نتهيريندو - نتهير يِلُ).

● نٿ ۽ نٿُونُ: ث. (پرا: نٿا > نٿيا. سن. نتا > نرتا > نسته = نڪ. نستڪمُ = جانورن جي نڪَ ۾ ٽنگ) عورت جي نڪَ ۾ پائڻ جو زيور - ٻنسر - وڏو ٿلهو بولو. ڏگي جي نڪ ۾ پيل نوڙي. ٻيل گاڏي جي ڦيٽي جي ٻاهران، سرائيءَ مان ڦيٽي کي ٻاهر نڪرڻ کان روڪيندڙ ڪيلي - چپَڙ - چاپي. هرنهن ۽ ڪُڙهه کي سوکهي جهلڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ چپڙ - چيچڙي - ڪنبي ڪتڻ وقت تندي جي وَرَ ڏيڻ لاءِ سنهي ڪاٺي تِرار جي ڪرڙي جي چوٽيءَ ۾ چانديءَ جو ننڍڙو طوق يا ڦل. پالدي يا ڏينگي ۾ ڦرهين کي جهلڻ لاءِ ولگ.

- نٿرُ: ذ. صفت. نڪ ٽوپيل - نٿ سان. نٿو.

- نٿو: ذ. صفت. نڪ ٽوپيل - نٿيرُ. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- نٿَ وجهڻُ: ڏگي جي نڪَ ۾ نوڙي وجهڻ.

- نٿائونُ: ذ. صفت بي ٿانيڪو - بي ماڳو - اڻ هندو - بي گهرو. رولاڪ.

● نٿرُ: اسم خاص. تعلقي ڦمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نٿرُ ڏيتو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نٿيري يا نٿيڙي ۽ نٿيريُون يا نٿيڙيُونُ: ث. ترار ۾ پيل منڊي يا ڇلو. ننڍي نٿ.

● نٿڻُ: مصدر. ڏگي يا اٺ کي نڪ ۾ رسي هڻڻ - نٿ هڻڻ.

● نٿو: اسم خاص. تعلقي محبت ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نٿورَ ۽ نٿورُونُ: ث. نُنهن جي پاسي واري ڪُنڊ يا نوڪ. ناٿو - نُنهنٽر.

● نٽ ۽ نٽَ: ذ. (سن. نٽَ). ناز - نخرو - لوڏ - لاڏُ - ڪوڏُ - انگل - ناز - ماٿو. کيل - تماشو. ناچ. ڳائي جو هڪ آلاپ. بهانو - حيلو. هڪ لوهي پرزو. چرچو - پوڪ. چٽند - ڦند - فيلنگ - چل ولِ - مڪر - ڊوهه - فريب - دغا - دوکو - ٺڳي - دولاب - ترڪٽُ. (ذ. صفت). بازيگر - لٽ نخرا ڪندڙ - مداري - کيڏاري - ناٽ ڪندڙ - ناٽڪي - آهار - مسخرو - نقال - ٽالر - نخريباز - رانديگرُ. ٺڳ - دوکيباز - دغاباز - ترڪٽي - لبيبي - ترپناڪ - ڏيٺرُ - لچو - هڙتالو - شودو - حرام زادو. (انگ. نٽُ). پيچن سان لوهي چورسٽي واري ٻول ڪِلِي. (اسم خاص). هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

- نٽ شٽَ: ذ. نازنخرا - فشن.

- نٽَ شٽَ ڪرَڻُ: نازنخرا ڪرڻ - اجايا تينتال ڪرڻ - چالبازي ڪرڻ. ڪوڙي خوشامد ڪرڻ - حرفت هلائڻ.

- نٽُ کٽُ: ذ. صفت. ناز نخري وارو - نخريلو - حرڪت ڪندڙ.

- نٽڻِ يا نٽڻِيُ: ث. صفت. نچندڙ زال - ناچڻي.

- نٽُورُ ۽ نٽُورَ: ذ. صفت. ناچ ڪندڙ - ناچو.

- نٽو: ذ. صفت. نازنخرا ڪندڙ - نخريلو.

● نٽائڻُ: مصدر. نااَر ڪرڻ - نٽڪار ڪرڻ - کسائڻ - ڪوهي ڪرڻ - ٽانمائڻ - لَهرائڻ - ٽارڻ - انڪار ڪرڻ - ڏيان نـ ڏيڻ - ٻڌو اڻ ٻڌو ڪرڻ - لاٽارڻ - نـ ليکڻ - ڪن نـ ڏيڻ - ڪن ٽار ڪرڻ. (نٽائيو، نٽايو - نٽائيندو - نٽائيل).

- نٽائهُ ۽ نٽاءَ: ذ. نٽائڻ واري حالت - کسڪاءُ - کُساءُ - لَهراءُ - ڪوهي - ناڪارَ - ڪوٽنات - بهانو.

- نٽائُو ۽ نٽائُو: ذ. صفت. نٽائيندڙ - بهاناٿي - کُسائو - ٽانمائو - ڪوسڙ - ٽارُو - ڪوسڙو - ڪوهير - لاهرائُو - ڪم چور.

- نٽ وائيِ ۽ نٽوائيُونُ: ث. کل - مسخري - خوشطبعي - چرچا.

- لٽُو نٽُونُ: ذ. صفت. هٺ وارو - هٺيلو - ضدي - هوڏي. ٻي ڏنگو.

● نيتنهَڻ (ڪ): ث. (سن. ليشٽرُ > ليهتُ = سخت + اوشٽرَ = گرمي يا گرمي جي موسم). ٽاڪ منجهند - ٽاڪ آس - سخت گرمي - ڏرتي - تيز آس - تتل ڏينهن - سخت گرميءَ واري آس.

● نَتُّشُو ۽ نَتُّشا: ذ صفت. نَٽ وارو - لوڏ وارو- نازنخري وارو- نخريباز- نخرائي. مسخرو- چرچيباز- نُنهن نچڻو - ديداري - نتشُون (اسم). ٽسنب ٽي. ماڪوڙي. (ث. نَتشِين ۽ نتشِنهُون).

- نَتَّشُون ۽ نَتَّشان: ذ. صفت. نچندڙ ٽوڪرو. چنب ٿوڪ ڪندڙ - زلف سينگاريندڙ - وار ڇڏيندڙ - لُڇايون ڇائندڙ - مسخرو.

- نَتُّمي ۽ نَتُّمِي: ذ. صفت. ناز نخرو ڪندڙ - نخريلو (ث. نَتُّمِيُون) نندي - هلڪي.

"آڏريءَ عقل ڇڏنو، نٿيءَ شرم ناهه"

(ا . س).

● نِٺُرُ ۽ نِٺُرَ: ذ. صفت. (پرا. نِٺورو. سن. نِشٺُرُ > نٺر= هوڏي) سخت - ڪٺور - سنگدل - ڏاڍو - بي رحم. بي ڏيانو - بي ڇيو - ناخلف - بي ادب - بي حيا - فاسق. هوڏي - ضدي - آڪڙيل - اٺوٺو شيدتي - نِجَس - آهنڊ - نِرجو - ڪَٺي - شرير - بحثي - ماد ئمهُرو - آتر - مٺر - ٻُڪئين ٻجڙو - وونڪر - ڊُٺر - هوڏائتو.

- نِٺُرائي ۽ نِٺُرائيون: ث. ڪَٺ - ضِد - شدت - هوڏ - ڏوڏِ - ڍِيٺائي - ڪجبحثي - ڊشٺائي - ڏنگائي.

- نِٺُرتا ۽ نِٺُرتائِيُون: هوڏ - بحث - هٺ - ڪَٺ - ضِد. سختي - بي رحمي.

- نِٺُر پائي ۽ نِٺُر پائيُون: ث. نِٺرائي - بي رحمي - ڪٺور پائي. عيّاري - مڪاري.

● نِٽُڻُ: مصدر. (سن. نورت = ڇُٽڻ، ڇوٽڪارو) وڃڻ - ٻاهر نڪرڻ. (نِٽيو - نِٽيندو - نِٽيل).

● نٿارُ ۽ نٿار: ذ. صفت. نثر لکندڙ - ناثر.

● نِثارُ ۽ نِثارَ: ذ. قربان - ٻلدان - صدقو - ميڏ - فِدا - گهورڻ يا گهور - نڇاور - صدقي - ٻلهار - قرباني. هرج - نقصان.

- نِثارُ ڪَرڻُ: قربان ڪرڻ - صدقي ڪرڻ - نِڇاور ڪرڻ - گهورڻ.

● نَثرُ ۽ نَثر: د. پکڙيل - ڪِنڊريل - هاريل - هيٺ مٿي ٿيل. گُڏيه - مضمون - آڪاٽي. علم و ادب جو اهو ڀاڱو، جو صرف نحو جي قانون تي ٻڌل هجي، پر قافيہ ۽ رديف جي قيد کان آجو هجي - نظم جو ضد.

● نَپُ ۽ نَپ: ذ. گِنڊُ (ڪنهن بہ ڍڪڻي ڪاٺيءَ جي پڳل ٻوچڙ کي ڏارڻي ڪاٺ جو ٽڪر گنيڊڻ). ڇُنب - نوڪ - ڪُنڊ - مُنڊ - ڀاسو - ڪنارو.

- نَپُ ڪَيڊڻُ: ٻڇرن جي منڊن کي گهڙڻ.

- نَپُ ڪَرڻُ: ٻڇرن جي منڊن کي سلائڻ. ٻن ڪاٺين کي ڀاڻ ۾ گنيڊڻ - ڪاٺين ۾ ڪانڇو ڪرڻ. ڀاڪر پائڻ - ڳري لڳڻ.

- نَپُ هڻڻُ: پڳل ڪاٺيءَ جي چيڙي کي پيو ٽڪر هٿي گنيڊڻ.

● نِپاج ۽ نِپاج: ذ. (سن. پَدُ= هلڻ، وڌڻ) نِپاجُ - پالنا - پرورش - خدمت - سنڀال - نِپاءُ.

● نِپاج ۽ نِپاجَ: ذ. (سن. پَدُ= هلڻ، وڌڻ) مُقوّي - قوّت ڏيندڙ. ساند - نِپاج - پال پرورش - تربيت - کاڌو خوراڪ - اهار - خورش - غِذا - پالنا - آجيوڪا - پنپرائي.

● نِپائِڻُ: مصدر. (سن. پَدُ = هلڻ، وڌڻ) پالڻ - ڏارڻ - سانڊڻ - پالنا ڪرڻ - سنڀالڻ يا - پال ڪرڻ - پرورش ڪرڻ - ساڀڻ - نپائي وڏو ڪرڻ - چاڙهڻ - مٿي ڪرڻ - تاڏڻ - پالڻ پوسڻ - نوازڻ - حمايت ڪرڻ - زورونائڻ سارَ لهڻ - سهارو ڏيڻ - انگ پيٽ ڏيڻ - خدمت ڪرڻ. (نِپائيو - نِپائيندو - نِپائيل).

- نِپائِڻهارُ ۽ نِپائِڻهارَ: ذ. صفت. نپائيندڙ - پالڻهارُ - پرورش ڪندڙ - سانديندڙ - پاليندڙ. نوازيندڙ - خدمت ڪندڙ - سنڀاليندڙ. (اسم خاص). خدا جو هڪ صفاتي نالو.

- نِپائِيلُ ۽ نِپائِيلَ: ذ. صفت. نپائي وڏو ڪيل - سانديل - پاليل پوسيل - ڏاريل.

● نِپِتَرُ ۽ نِپِتَرَ (ت) ذ. صفت. ڇٽ - برباد - تباهه - ويران - نابود. خراب - ڪِنو. ڏٻرو - لانجهو - ضعيف - ڪمزور.

● نِپِتَنُ (ل): ڍينبڻ سان ڪيل آنڊا ۽ گَند.

● نِپٽُ: ظرف. (پرا. ڻِپٽ. سن. نِشِپٽ > نِپٽُ = ڪرڻ، هيٺ ڪرڻ) محض - بلڪل - تمام - نيرو - سراسر - بِنهي - اصل - ھَنيءَ. انسان (چريو). بِنهن - سُورُ - هرگز - ميڙ موڙي - اصل ئي - تروتر - خوب - نهايت.
"نيو نهوڙي چوڪ، چشمن نوڪَ، نيڻن جي نِپٽ" (مخفي)
(ذ. صفت). بنا ڪپڙن - ننگو - اگهاڙو - بي شرم - بي حيا. نياڳو - ڪمبخت - بد نصيب - چنبڙو. بي اولاد.
- نِپٽُ اَنڌوُ: ذ. صفا انڌو - بلڪل انڌو.
● نِپُٽوُ ۽ نِپُٽا: ذ. صفت. (پرا. نپوتيو. سن. نپوترڪ = اڻ پٽيتو) بي اولاد - بنا اولاد - بنا پٽ - لاوَلدُ - نانگو - نياڳو - چنبڙو - نحس - بدبخت - منحوس - مٺو - نالائق. (ث. نِپٽي ۽ نِپٽيون).
● نِپڄڻ: مصدر. پالجڻ - سانيد جڻ - نپائجڻ - پرورش جڻ - وڏو ٿيڻ - سنپالجڻ.
● نِپڻسڪُ ۽ نِپڻسڪ: ذ. صفت. نپوسڪ - نه مؤنث نه مذڪر - بي جنس - خنثي - مُخنثُ - ڪدڙو - نامرد - هيجڙو.
● نِپڻجڻ: مصدر. نپجڻ. جمڻ - پيدا ٿيڻ.
- نِپڻو ۽ نِپڻا: ذ. صفت. پليو - وڏو ٿيو - پيدا ٿيو.
● نِپڻي (ڪ): ث. ٻوڪ جو هڪ قسم.
● نِپُوتُ ۽ نِپُوتَ (ل): ذ. صفت. نافرمان - بي چيو - ڪپوت.
● نِپوتڻ: مصدر. (سن. نِپُوتَ). چپاٽڻ - نپوڙڻ - چيڀڻ - چٿارڻ - پيڙو ڏيڻ. گهوٽڻ. (نپوتيو - نپوتيندو - نپوتيَلُ).
- نِپُوتَ ۽ نِپُوتون: ث. (سن. نپاتن = مارڻ). پيڙ - زور - چيڀ - چيٽ - چپيات - ليپوڙ - چيپٽ - دٻ.
● نِپُوڙڻ: مصدر. (سن نپيد = پيڙڻ). نچوڙڻ - زور ڏيڻ - پيڙو ڏيڻ - پيڙڻ - چيڻ - چپائڻ - چٿڻ - نپوڙي ڪيڻ - چٿڻ. (نپوڙيو - نپوڙيندو - نپوڙيل).

● نِپُوسڪُ ۽ نِپُوسڪَ: ذ. نامرد - مخنث - ڪدڙو - هيجڙو. بزدل - ڪانئرُ.
- نِپُوسڪتا: ث. نامردي.
- نِپوسنڪُ ۽ نِپُوسنڪَ: ذ. نامرد - ڪدڙو - هيجڙو.
- نِپوسنڪُ ۽ نِپُوسنڪ (ڪ): ذ. نامرد - ڪدڙو - هيجڙو - مخنث - نپوسڪُ. سکي چوس - بخيل - ڪنجوس. (ل).
● نِپهري (ڪ): ث. نه + پهر = ماڻهو). سنسان هنڌ - جنهن هنڌ ڪا وسندي نه هجي. "هي واهه جي نِپهري جُوءِ آهي." (جملو).
● نپيڙڻ: مصدر. (سن. نپيد = پيڙڻ). دٻڻ - زور ڏيڻ - زور ڏيئي پاڻي ڪيڻ. (نپيڙيو - نپيڙيندو - نپيڙيلُ).
● نِجُ ۽ نِجَ: ذ. صفت. بناملاوت - خالص - صاف - نجو - نبار - شُڌ - صفا - نيٺ - مٺو - اڇتو - نرمل - پوتر - اصيل - چند - سچو - کرو - چوکو - ٽنگسالي - اڻ ميل - تنت - اڻ مايل - گهرجو - اچت - هتراڌو - اصلي - ٽڪو - سنورو - نجات. خاص - نيارو - ذاتي - وشيش وان - صافي (نفعو). خود - پاڻ. (ظرف). پورنهم - نت نيم - ڪنتائتو - نيمائتو - پتاڪيرم.
- نِجُ بِجُ: ذ. صفت. نيج - نيار - خاص - صاف. ساڳيو - هوبهو.
- نِجُ بِجُ (ڪ): ظرف. هوبهو - ساڳيو - نِس بِس.
- نِجران: ث. ظاهر - آشڪار - پڌرو - صاف.
● نجابَتَ ۽ نجابتون: ث. آتمتا - خانداني - پلائي - نوابي - شرافت - اصليت - بزرگواري - بزرگي - (ذ. صفت). نجيب.
● نجاتَ ۽ نجاتون: ث. آڌار - مڪتي - ڪت - موڪيه - نيتارو - ڇوٽڪارو - خلاصي - موڪ - رهائي - آزادي - معافي (گناهن جي) - بچاءُ - مخلصي - رستڪاري.
● نِجات ۽ نِجات: ذ. صفت. بناملاوت - نيج - نجو - نبار - خالص - نيٺ - تنت - چوکو - اڻ ميل -

صاف شڌ – ساڌو – سُٺو – خاصو – اصل . چڙهو – مفرد . سولو – آسان – سليس – سهنجو .

● نِجاسَتَ ¤ نِجاسَتُون: ث. پليدي – ناپاڪائي – پليتي – اُپوترتا – آلائش – غليظائي – گندگي – غير – ڪدورت – مَلُ – غلاظت .

● نجاهہ: ونئي ويجهائۀ – نيڄاءِ .

● نَجِدُ: ذ. (ع). مٿاهين زمين. (اسم خاص). عرب جي هڪ مشهور شهر جو نالو.

● نِجرڻ: مصدر. ڳرڻ – ڏٻرو ٿيڻ – ڪمزور ٿيڻ – نِجهرڻ.

● نَجِسُ ¤ نَجِسَ: ذ. صفت. ميرو – گدلو – ڪِنو – خراب – گندو – ناپاڪ – پليت – پليد – اَشڌ – اَپوتر – اوتو – پرشٽ. بي چيو – هوڏي – ڪپاتر – بي فرمان – بي ادب – عاق – نِنسر – ضدي – اڙونو – شيطاني – ڪَنڊي – نرچو – اهنڊ – مادُمهرو. نياڳو – بدبخت – نامراد – ندورو – نِڪرو – مُٺو – ڪَرَ – چنڊو – خَرَ .

● نَجَفَ ¤ نَجَفَ: ذ. اهڙي جاءِ جتي پاڻي چڙهي نہ سگهي. (اسم خاص). عرب جي هڪ مشهور شهر جو نالو (جتي حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي مزار شريف آهي).

● نَجمُ ¤ نَجمَ: ذ. ستارو – تارو.

● نِجَڻ: مصدر. ونئي وڃڻ – ڪچي وڃڻ.

● نجو ¤ نِجا: ذ. صفت. نِج – صاف – شُڌُ – بنا ملاوت – نبار – نيٺ – خالص – ٺيٺ – چوکو – سٺو – بهترين. سنڌائتو – جدا – ڌار – الڳ – خلاصو – بي ضرر. پنهنجو – خود بخود.

– نِجائِيُ ¤ نِجائِيُون: ث. خالصيت – ٺيٺپائي.

● نُجُومُ ¤ نُجُومَ: ذ. نجم جو جمع – ستارن جو جمع – تارا – ستارا. تارن جو علم – علم نُجوم – علم هيئت – آڪاشي – نروار – جوتش.

● نُجُومِيُ ¤ نُجُومِيَ: ذ. صفت. علم نُجوم جو ڄاڻو – منترشناس – تارن جي اثر جو حساب لڳائيندڙ – جوتشي – فالچي – هيئت دان – جوتش – سِڌانتي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● نجويو ¤ نِجويا: ذ. صفت. بنان زال جي – بنان جوءِ – بي جويو – بي گهرو. ڪنوارو – چڙهو. رنڙ – چڙوچاند – نِروڳو – تندرست – چڱو ڀلو.

● نِجُويو ¤ نِجُويا: ذ. صفت. بي جُوءِ (جنهن وٽ مال چارڻ لاءِ جُوءِ نہ هجي).

● نَجِيبُ ¤ نَجِيبَ: ذ. صفت. چڱي نسل وارو – خانداني – ڪُلين – اصيل – بنيادي – ڀلو – اتم – رفيع – امير – شريف – بزرگ – برگزيده – اشراف. (اسم). علاج – اوکد – دوا – دارون – ڀلو – اپاءُ – تدارڪ – چارو. آٿ.

● نَجِيٽرو ¤ نَجِيٽرا (ت): ذ. صفت. ڪمزور – ضعيف – ڏٻرو. لاچار – عاجز – ناچار. نڌڙو.

● نَجاڻان: مچاڻ – مون سمجهيو – شايد – مڃڻ – الاجي – جيڪس.

● نِجهرڻ: مصدر. گهٽجڻ ۽ ڳرڻ – جهجڻ – جهوري ۽ جهرڻ – ضعيف ٿيڻ – ڏينهان ڏينهن ڪمزور ٿيندو وڃڻ. دردمند ٿيڻ. گهرت کائڻ – اوجهرڻ – جهوٽي ۽ ڪنڌ نمائڻ – نمائڻ – ڍلڪڻ – ڍرڪڻ – لڙڪڻ – هپامڻ. (نجهريو – نِجهرندو – نِجهريَل).

● نِجهرو ¤ نِجهرا: ذ. (هرا. نويس. سن. نويش + رو). جهوپڙي – پونگي – ڇنو – پُنگي – ڇن – جهڪو – گهر – ماڳ – امن جي جاءِ – مڪان – آجهو.

"مون نمائي جي نجهري پيرو ڪج پِنار." (شاهہ).

بستي – وسندي – وسنهن.

"پاءِ تيڏاهِ پيگ، ناهہ جيڏاهِ نجهرو."

● نجان: "نہ جاڻا" جو مخفف.

"نہ جاڻ ڪنهن جي آهي قدرت – ظاهر انسان اُپاتي." (منٺار راڄڙ).

● نِجاڻا: شايد – مچاڻ.

– نِچ ¤ نِچُون: ث (سن. نرتيہ. هرا. نچڻي). نچڻ واري حالت – ناچ – نچڪو.

● نِچُ: ذ. (هرا. نِچُ. سن. نِتيہ). ڀلي ڪري – چڱيا – چڱيءَ طرح – ڀليءَ ڀت – بخوبي – خوب – آد رياءُ – مرحبا – خوش ڪينڪار – سدا – ڀلي.

- نيچُ آئين: ڀلي ڪري آئين - خوش آمديد - جيءُ ڪري آئين.
- نيچ چئو ڻُ: ڀلي ڪار ڪرڻ - جيءُ ڪار ڪرڻ.

● نچارا: اسم خاص. رياست قلات جي سراوان علائقي ۾ هڪ مشهور علائقي جو نالو.

● نچائڻ: مصدر. ناچ ڪرائڻ - نچڪو ڪرائڻ - رقص ڪرائڻ - نچاڻ ٽپائڻ - ڪوڏائڻ - ڀنج ڪرائڻ. (نچائيو - نچائيندو - نچائيل).

● نچڪيڻو ع نچڪيڻا: ذ. لوهي اوزار جو هڪ قسم - نڪ وغيره مان وارن ڪيڻ لاءِ حجامڪو اوزار - چمٽو. نڪ چٽو.

● نچڪو ع نچڪا: ذ. نچڻ واري حالت - ناچ - نچ.

- نچڪو ٽپڪو: ذ. نچڻ ٽپڻ واري حالت.

● نچانگ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم - هڪ ٻوٽيءَ جي ٻاڙ (چار قسم: ١. ڳاڙهي ٢. اڇي ٣. ڪاري ۽ ٤ زردي منڪئي وانگر زهردار, هن ڪي ماري دوا طور ڪم آئجي ٿو).

● نچنڪ: ظرف. آچانڪ - اوچتو - آمالڪ.

● نچڻ: مصدر. (سن. نرتيه, پرا. نچئي = نچ) ناچ ڪرڻ - نچ ڪرڻ - رقص ڪرڻ - ڊانس ڪرڻ - نرت ڪرڻ - نچڻ ٽپڻ - ٽپ ڏيڻ. ڪڏڻ - خوش ٿيڻ. (نچيو - نچندو - نچيل).

- نچڻ ٽپڻ: نچڻ ٽپڻ - ڪڏڻ - ٽپ ڏيڻ.
- نچڻي ع نچڻيون: ث. نچندڙ عورت - ناچ ڪندڙ عورت - رنڊي - ڪيري - ونشا - طوائف.
- نچڻي فقير: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- نيچوڙڻ: مصدر. (پرا. نيچالو. سن. نيچاري). زور ڏيئي منجهانئس تت ٻاهر ڪيڻ - نپوڙڻ - چپوڙڻ - ٻاٽي ڪيڻ - ڏهڻ - چپوڙڻ - چٽڻ - چپاڻ - پيڙو ڏيڻ (چوڙيو - نچوڙيندو - نچوڙيل).

● نچوڙ ع نچوڙ، نچوڙون: ذ. ث. تت - ڳرمال - قلب - مغز - ٻچو - ڳپ - سار - تنت - جوهر - مول. روغن. ٻچاڙي - ڌورو ”ڪوهه ۾ ٻاڏيءَ جو ٻاقي نچوڙ رهيو آهي.“ (جملو). (ذ. صفت). نج - خالص - نجو - کرو.

● نيچوئڻ: مصدر. ڏاڍو زور ڏيئي ڪيڻ - تت ڪيڻ - رس ڪيڻ - ڏهڻ - نپوڙڻ. چاڻ. لڙڪ آگهڻ. (نچوئيو - نچوئيندو - نچوئيل).

● نيچيندُ ع نيچيندَ (ت): ذ. صفت. ٻي اونو - ٻي فڪرو - بنا ڳڻتيءَ.

● نيچ ع نيچون: ث. نڪ مان زور سان آيل آواز - ڇڪ - آڇو. نسيل.

- نيچون ڏيارڻ: تنگ ڪرڻ - هيسائڻ - دٻائڻ - هيسڻ.

● نيچارڻ: مصدر. نچيڙڻ - جدا ڪرڻ - صاف ڪرڻ.

”ذات ٻه تنهن جي ظاهر ٿئي, نالو ٻه نچاريو“ (ڪبير شاهه).

● نچانڊُ ع نچانڊَ (ڪ): ذ. نروار - ظاهر - پڌرو - صاف.

● نيچت (ڪ): ظرف. سنئون - سڌو - تڙ - ڏو.
”اهڙو پٽر آچلايائين جو نيچت وڃي اک ۾ لڳس“. (جملو).

- نيچتو: ظرف. سڌو سنئون - پورو.

● نيچ تر ع نيچتر: ذ. آسماني تارن جو هڪ ميڙ - نڪت.

● نچنڊ ع نچنڊ: ذ. صفت. ڪجهه ٻه نه چڏيندڙ - نه چڏو - نه ڏيندڙ - پڪو - سچڏو. محڪم - ثابت قدم.

● نيچڙڻ: مصدر. سامت ۾ اچڻ - نيڪ ٿيڻ - نهڻ - تيار ٿيڻ - (جو) بند و بست ٿيڻ - نبرڻ - چڪتو ٿيڻ - پچائي ٿيڻ. جدا ٿيڻ - الڳ ٿيڻ - ڌار ٿيڻ. (نيچڙيو - نيچڙندو - نيچڙيل).

● نيچوڙڻ: مصدر. نچيڙڻ - نبيرڻ - فيصل ڪرڻ - نهراءُ ڪرڻ - فيصلو ٻهارڻ. بند و بست ڪرڻ - نيڪ ڪرڻ - ناهي رکڻ. سمجهائڻ - کولي ٻڌائڻ - ارت ڪرڻ - نروار ڪرڻ - نيرڻ ڪرڻ. جدا ڪرڻ - ڌار ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - علحده ڪرڻ. (نيچوڙيو - نيچوڙيندو - نيچوڙيل)

- نيچوڙو ع نيچوڙا: ذ. نيچوڙ - نچيڙ - نچيڙو - نبيرو - فيصلو - نهراءُ - صفائي - ناهه - نبير. ڇيهه -

پڇاڙي – انت – پڇاڙي – پڇو – انتها – آخر. آڪلاءُ – چُڪت – صفائي – ناس – بند و بست – پر پَئندُ – سَنُو – جوڙجڪ.

● نِچِهيڙَڻُ: مصدر. فيصلو ڪرڻ – نچيڙو ڪرڻ – نبيرو ڪرڻ – نبيرڻ – فيصل ڪرڻ – صاف ڪرڻ. (نچهيڙيو – نچهيڙبند و – نچهيڙيل).

– نِچِهيڙو ۽ نِچِهيڙا: ذ. نبيرو – فيصلو – نچوڙو. انصاف.

● نَحسُ ۽ نَحسَ: ذ. صفت. نامبارڪ – نامسعود – منحوس – نيا ڳو – ڪمبخت – بد نصيب – نيد ورو – چنبو – بد بخت – بد قسمت – نامراد – ڪرم هيڻ – اد ورو – بد سڳڻ – اشُبُ – بد ستوَڻ – تڪيارو – گهاتي. ڀُرو – بڇڙو – خراب – مندو. بي چيو – نافرمان – صلاح نه وٺندڙ. جَنڙ – اولو.

– نحسُائيِ ۽ نَحسُائيُون: ث. نياڳُ – بد بختي – ڪرم هيڻا – نامرادي – ڪم نصيبي – نياڳائي.

● نَحلُ: ث. ماکيءَ جي مک. (اسم خاص). قرآن مجيد جي هڪ سورت جو نالو يا لقب.

● نَحوُ: ذ. جملن جي بناوت – اکرن جي بيهڪ – جملن جي ترڪيب وارو علم – علم گرامر – ويا ڪرڻ. (ظرف). طرح – طور – طريقو – ڍنگ – ريت – نمونو – راهه – رستو – واٽ – نوع – واڪر چنا – قصد – ارادو.

– نحوُ پيچو (ڪ): ذ. ٻج جي وچ واري اک (جنهن مان ٻج ڦُٽي).

– نَحو صرف: ذ. ويا ڪرڻ – گرامر – علم تلفظ.

– نحو ڳرام: ڳالهه جو ذرو برزو وچور وار پڇڻ واري حالت – نجي ٻجي ڳالهه ڪري پڌائڻ واري حالت.

● نَحُوستَ ۽ نَحُوستُون: ث. ڪمبختي – نياڳُ – شامت – ماجرا – بد نصيبي – بد طالعي – نياڳائي – بد سوٽي – نامبارڪي.

● نَحِيفُ ۽ نَحِيفَ: ذ. ڏٻرو – ڪمزور – لاغر – مرد عاجز. پتلو – سنهڙو – نازڪ. حقير – ناتوان.

● نِخالِصُ ۽ نِخالِصَ: ذ. صفت. نِجُ – سنو – صاف – شُدُ – خالص – نجو – نِبارَ – نيٺ – ڀُو تر – پاڪ – سچو – کرو – تکو.

● نُختو ۽ نُختا: ذ. نقطو – سنڌي اکر جهڙوڪ: ب، ٻ، پ وغيره کي ڏنل ٽپڪو – ٻڙي. آن جي سنج جو هڪ قسم – آن وغيره جي منهن ۾ سونهن خاطر وڌل سوٽي رنگين ڏورو – سُچي – ڀوتيڙو.

● نُختي ۽ نُختيون: ث. مناثيءَ جو هڪ قسم.

● نخچيرُ ۽ نخچيرَ: ذ. نشتر – نيسر. شڪار ٿيل جانور.

● نخرُو ۽ نخرا: ذ. مڪرُ – مکرُ – ڍونگ – چالو – نازُ – چڪنُ – لاڏُ – چاڳ – ماڻو – منيون ڳالهيون – تال – ناز نخرو – مستي – لڇائي – ترڪت – نٽ – ڦند – اٽڪل.

– نخر يلو ۽ نخر يلا: ذ. صفت. نخرا ڪندڙ – ناز ڪندڙ – چاڳلو – دادلو – نخرائي – چلولو. حرڪت باز – الڪلي – چالاڪ – حرفتي – رَهڙو – ڏوڪيباز – حريفُ – ڍوهو. ٽڳ – ڍونگي – نقلي. (ث. نخر يلي ۽ نخر يليون).

● نَخِسُ ۽ نخِس (ت): ذ. غيرت – حيا – لڄ – شرم. دل.

● نَخشَبُ: اسم خاص. ترڪستان ۾ هڪ شهر جو نالو (جتي حڪيم عطا بن مقنع هڪ هٺراڙ و چنڊ کوهه مان ڪڍيو هو).

● نَخلُ ۽ نَخلَ: ذ. کجور جو وڻ – چوهاري جو وڻ – کجي. هڪ واڍڪو اوزار (ڪاٺيءَ تي چٽ ڪڍڻ لاءِ). اني چاٺڻ واري حالت.

– نَخلو ۽ نَخلا: ذ. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم – چٽن ڪڍڻ لاءِ گول منهن مان رنبيءَ جو هڪ قسم.

● نَخوتَ: ث. (ع). بزرگي. تڪبر – غرور.

● نَدُ: ذ. بحر – درياهه – ندي. جيئن: "پنج ند". بد بختي – نيد ورائي – نيا ڳائي.

"او ء ڪميڻو ڪبير شاهہ چئي،
نِدورو چڏي ا۔ نند".

بُهہ - صفا. "هُو نند حرامي آهي". (ل).

● نِدِ (ت): ث. نسبت - نسل - اصل - بنياد. توڙ - چيهہ - آخر - پڇاڙي - پڇاڙي.

● ندا ۽ نِدا، نِدائُون: ث. ذ. آواز - شبد - پرلاءُ - آچار - تنوار - سَڏُ - دانهن - رڙ - ڪوڪ - هوڪار - صدا. گِلا. پانگ.

● نَدارَتُ ۽ نَدارَتَ: ذ. صفت. (ف. نہ + دارد) نہ هئڻ جهڙو - بي ڪمو - بي ڪار - ڪنهن نہ ڪم جو. نياڳو.

● نَدارِدُ ۽ نَدارَدَ: ذ. (ف). ڪورو - اجو - خالي - بنا نام (وڪاءُ) گهرج - ضرورت - ڪَتپُ - حاج - ڪاڻ - اڻ هوند - ڪمي - گهٽتائي - اوڻائي. (ذ. صفت). نالائق - نِڪمو - گڻ هيڻ - وِڻواند - نِڪارُ - ناخلف - نامراد - ڪسيرڪ - ڪين جهڙو - بيهودو.

- نَدارَڪُ ۽ نَدارَڪَ: ذ. نِدارت - اي چيو - نا فرمان - نڪمو.

● نَدافُ: ذ. ڪپهہ پيڃيندڙ - پيڃارو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● نِداماڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - لظاماڻي.

● نَدامَتَ ۽ نَدامَتُون: ث. شرمندگي - پشيماني - خجالت.

● نِدانُ: ظرف. نيٺ - پڇاڙي - پڇاڙي - پڇاڙي هو ء - آخرڪار - نيٺان نيٺ - هوء - پڇاڙي - چيهہ - انتها - حدَ - چيڙو - چوٽي - نِدان - نتيجو. موٽ - پڇاڙيء پر - انت پر - پس پيش.

- نِدان قيمَتُ: ث. آخري قيمت - مقرر ٿيل اگهہ.

● نِدسُ ۽ نِدسَ (ت): ذ. صفت. پاڪ نہ هئڻ واري حالت وارو - ناپاڪ - پليت - پليد.

● نَدم: خجالت - پشيماني - شرمندگي.

● نَدواڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نِدورو ۽ نِدورا: ذ. صفت. ڏکيو - کهيو - منحوس - ڏکي - پريشان - ڏجهارو - ڏوکي - بي حال - بد نصيب - بدقسمت - بي بختو - شامت زدو - ڪمبخت - نياڳو - چنبو - نحس - نامبارڪ. خراب - بڇڙو - ڪنهن نہ ڪم جو - تُڇ - ٻڙو - شرير - ڏنگو.

● نَدِيُ ۽ نَدِيُون: ث. (پرا. نَدِيا. سن. نديڪا = ندي) درياءُ - واهڙ - نئين - نَهرَ - جل ڌارا - وڏي نهر يا جُو - سِنو درياءُ.

● نَدِيمُ ۽ نَدِما: ذ. مصاحب - دوست. همنشين. پريشان.

● نِڌِ: ث. خزانو - گنج - ذخيرو - لِڌي - ڌن - دؤلت - مايا - جميعت - سمپت. شجرو - پيڙهہ - بنياد - آصل - نسل - منڍ - شروعات. چيهہ - پڇاڙي - حد - آخر.

● نِڌانُ: ظرف. آخرڪار - نيٺ - پڇاڙي ڌاڻين - آخرين - نيٺان نيٺ - پس وپيش - پڇاڙي - ندا - انت - پوڇڙي - حد - انتها - توڙ - چيڙو - چيهہ - نتيجو. (ذ. اسم). حويلي - محل - قصر - مڪان - گهر - رهائش. ڪٽنب - خاندان - ذات. خزانو.

- نڌان ڪرڻ: صفائي ڪرڻ - ڪم ختم ڪرڻ ڪاڻ اڳ نہ ڇڏڻ - پڇاڙي ڪرڻ - چيهہ ڪرڻ - انتها ڪرڻ - حد ڪرڻ.

- نِڌانِيُ ۽ نِڌانِيُ: ذ. صفت. نڌان ڪندڙ - حد ڪندڙ.

● نِڌاڻُ ۽ نِڌاڻَ: ذ. ڪٽنب - خاندان - ذات.

"اصل آهي اهنجو ناليرو نڌاڻ."
(شاهہ)

دؤلت - ڌن - خزانو. گهر - جاء - مڪان.

"هتان هنڌ نہ ڇڏيان سندو ايهہ نڌاڻ."
(شاهہ).

آڌار - ڪوپ.

● نِڌَرُ ۽ نِڌَرُ: ذ. (سن. نِر = نہ + آڌر). بنا ڪنهن آڌار جي - بي وسيلي - بي زور بيواهہ - نڌورو - بي واهو - بي وس - بي ڀچ - آوس - لاچار - عاجز - نِڌڻڪو - اٻالو - آڌين - ڪمزور - هيڻو - ضعيف - نستو - ۋڻو - نٻل - دٻل - ٻل هيڻ - ڏکيو - کهيو. منحوس - نياڳو - چنبو - ندورو. نماڻو - ويچارو. اپرو - پروس - مسڪين - بي سهارو - يتيم.

- نِڌِرائِي ء نِڌِرائِيُون: ث. لاچاري - اڻ سرندي - ڪمبختي - خواري - شڪست حالي - جوکٽو - نياڳ. بي پهچائي - بي رسائي.

● نِڌَڙُ ء نِڌَڙ: ذ. صفت. نه ڏڙڪندڙ - نه ڏڄندڙ - نڏڙڪ - نڊر - نه ڏڄڻو - بهادر - همٿ پريو - دلير - بي ڀؤ - چاتيڙُ - ماهسي - بيباڪ - بي پرواهه - جرئت وارو - بي ڊپو - نِرڀؤ - ڏنڊ مر - بالم - دلير.

● نِڌَڪَ ء نِڌَڪُون: ث. صفت. نڌڻڪي - بي واهي - بي وسيلي، جيئن ته

"پوري منڌ پتار ري، نڌڪ جئين ٿـي نار"

● نِڌَڪُ ء نِڌَڪ: ذ. صفت. (سن. لندڪ) بنا ڏڙڪي - بي خوف - بي ڊپو - نڏَرُ - بي ڏڙڪ. مصيبت جو ماريل - ويچارو - ذليل بيڪس - نڌڻڪو. جنهن تي ڏکن جو اثر نه ٿئي - سخت - ڏاڍو. (ڪ). بي ڇيو - نٺر - نِرجو - نڀُد. نالائق - نادان خراب - قتل (پار).

● نِڌڻڪو ء نِڌڻڪا: ذ. صفت. جنهن جو ڌڻي نه هجي - بنا ڌڻي يا مالڪ جي - بي وارثو - بي ماٽو - لاوارث - يتيم - بنا رکيڪ - ري مالڪ. غنباٽو - کيباٽو - رَهيتُ - هيٺو - بي واهو - لاچار - عاجز - ڏتڙيل - بي پهچ - ابتر حال - ذليل - نِڌَرُ - ويڳاڻو - بي وس - بي وسيلي - اڏڀن. ز چُ - بي ڪُڙهو. رولُو - رولاڪ. (ث - نِڌڻڪي ء نِڌڻڪيون).

- نِڌَڻڪائِي ء نِڌَڻڪائِيُون: ث. لاوارثي - يتيمائي. لاچاري - مجبوري - اڻ سرندي.

● نَڌِڙي ء نِڌڙيُون (ڪ): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● نڌو ء نڌا: ذ. (سن. نَڌَ). نهڻ جو اسم مفعول - نڌو - ٻڌل - قابو. جيئن ته:

"ما ڪئن نيام نهي، جهه کي نيه نڌو ڪئي."

(شاهه).

● نڌو ء نِڌو: ذ. صفت. نه ڏوتل - ميرو - بلڪل گندو - غليظ - صفا گدلو - تمام ڪڻو - ڦاهش.

● نڏوڪُ ء نڏوڪَ (ڪ): ذ. ڪاٺ ڳري شئي (جنهن سان سخت ڏڪ لڳي سگهي) - گهوٻاٽو - ڏنڊو - ٻچر - ڌَڪو.

● نِڏَرُ ء نِڏَرَ: ذ. صفت. ڏر يا ڊرُ نه ڪندڙ - نه ڊڄندڙ - نِڊَرُ - بي ڊپو - بي ڀؤ - بي پرواهه - نرڀؤ - بهادر - ڏنڊ مر - بالم - سورهيه.

● نڏو: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِڊَرُ ء نِڊَرَ: ذ. صفت. ڊَرُ نه ڪندڙ - نه ڊڄندڙ - ڊپ نه ڪندڙ - بي ڊپو - نڏَر - ڏنڊ مر - پهلوان - بي ڀؤ - بالم - بي پرواهه - بهادر - سورهيه.

● نَذَرُ ء نَذَرَ: ذ. عهد - پيمان. خدا جي نام تي باسيل صدقو - بزرگن جي نالي خدا جي راهه ۾ ڪيل خيرات - پيتا - نذرانو - نذرانو - پٽلُ - گهور - نياز - سُکا - خيرات - ڏَنُ - بخشش - ڏان. تحفو - سوکڙي - سوغات - ڏالي - ڏوڻو.

● نَذرِ اِمامُ: امامن جي صدقي - امامن جي نالي (ڪيل خيرات).

● نذرانو ء نَذرانا: ذ. تحفو - سوکڙي - گهورَ - پيتا.

- نَذرانُو ء نَذرانا: ذ. نذر - نذرانو - تحفو - سوغات - سوکڙي - پيتا - گهورَ.

- نَذَرُ چڙهڻُ: ميڃتا ميڃڻ - سُکا باسڻ - پيتا ڪرڻ - مَنٽ ميڃڻ.

● نرُ ء نر: ذ. (سن. نَر) مُذڪر - مرد - مڙس ماڻهو (مادي جو ضد). هڪ عزت جو لقب - سخي. دهل يا نغاري جو ٿلهو آواز ڪندڙ پاسو. ڪجيءَ جو ڦر نه جهليندڙ وڻ. (ذ. صف) بهادر - ڏاڍو مڙس - پهلوان - جوڌو - مردانو - جاٺو - مڙسائو - پَلَنگُ - پُرهيه. (ڪ).

- نَرُ ٻَکِي هَڪِليجَڻُ: پردي جي سخت پابندي هئڻ.

- نَرُ کهـٽو ء نَرُ کهـٽا: ذ. صفت. جبرو - جاٺو - قَوِي - جنگ - بهادر - پهلوان - همت پريو. ڏتومُٽو - پنو - جٽو - ٿلهو - ٿوڻانگ - وَ نرسڻر -

دَ وُنسو- ٻُت ۽ پِرِيل- چوُٻڪيو- ڏِ ڳُ- مُنڪو. سَڏر- جهالو- جهليندڙ- پَڪو- جاڙو. ڪامي- لانڍارو- شَهُو تِي.

= نَرُ مادُ ۽ نَرُ مادَ: ذ. مذڪر ۽ مونث- نَرُ ۽ مادي- نر ماد ڪُ- مڃاڪرو- هِنجِيز.

= نَرُ مادَڪَ ۽ نَرُ مادَڪَ: ذ. مذڪر ۽ مونث- نَرُ ۽ مادي- نر ۽ ماد.

= نَرُ مادِيُ: مذڪر ۽ مونث- نَرُ ماد- نَرُ مادَڪُ.

= نَرُ وارُ ۽ نَرُ وارَ: ذ. ڀنڪيسر. ڪُل ۾ مادي وار جي ڀرسان نَرُ وار ٻه ٿئي.

= نَرو ٽُوُ ۽ نَرو ٽا: ذ. نَرُ- مُذڪر.

= نَروٽيو ۽ نَروٽِيا: ذ. نَرُ- مُذڪر.

= نَرُ و جهَڻُ: نر ڪجيءَ جون ڇڙيون سندس ٻُور واريون ڀِتي لامون ڪپي، مادي ڪجيءَ جي ڇڙين ۾ وجهڻ.

● نِرُ: حرف جر. (س). ٻاهر- ڪان سواءِ- بغير- نه- ري- بي- بنا.

= نِرُ اپاوُ ۽ نِرُ اپاوَ: ذ. صفت. بنا اپاوَ- بنا علاج. وسوسو. سوتي هٿ نه اچڻ وارو. ناقابل اصلاح.

= نِر اپراڌُ ۽ نِر اپراڌَ: ذ. صفت. بي گناهه- بنا ڏوهه.

= نِراپُراڌِيُ: ذ. صفت. بي جرم- بي گناهه- بي ڏوهو.

= نِرُ آدَرُ ۽ نِرُ آدَرَ: ذ. (س. نِر = ڪان سواءِ + آدر = عزت) عزت ڪان سواءِ- بي عزتي- بي مانائي- نِرآدري- بي ادبي- آناد رُ- هتڪ عزت- سُهُم- ڪنچ- ڪارگند. (ذ. صفت). بي عزتو- بي مانو.

= نِرُ آدَرُ ڪرَڻُ: بي عزتي ڪرڻ- نِر مانُ ڪرڻ- بي مانو ڪرڻ.

= نِرُ آڌارُ ۽ نِرُ آڌارَ: ذ. صفت. آڌار ڪان سواءِ- بنا آڌار- سواءِ ٽيڪ جي- ڀروس- ٻئي جي آسري- لاچار- عاجز.

= نِرُ آسُ ۽ نِرُ آسَ: ذ. صفت. بي آسَ- بي اميد- نا اميد- نِراچا- مايوس.

= نِرُ آڪارُ ۽ نِرُ آڪارَ: ذ. صفت. شڪل يا آڪار ڪان سواءِ. (اسم خاص). خدا جو هڪ صفاتي نالو يا هڪ صفت.

= نِرُ آهارُ ۽ نِرُ آهارَ: ذ. صفت. بنا کاڌي- بغير کائڻ جي- بکايل- نِرانو.

= نِرادَرُ ۽ نِرادَرَ: ذ. بي عزتي- نِرادري- بي ادبي- اناد رُ- هتڪ عزت- سُهُم- ڪنچُ- ڪارگند. (ذ. صفت). بي عزتو- بي مانو- بي ادب.

= نِراد رُ ڪرڻ: بي عزتي ڪرڻ- نِر مانُ ڪرڻ- بي مانو ڪرڻ.

= نِرادَرِيُ ۽ نِرادَرِيُونُ: ث. بي عزتي- بي ادبي- نِراد ر.

= نِراڌَرُ ۽ نِراڌ ر: ذ. صفت. بنا آڌار- بي آسري- بي وسيلي- بنا سنڀال- يتيم- لاوارث- ذليل- بي مائٽو- بي سهارو- بي اجهو.

= نِراسُ ۽ نِراسَ: ذ. صفت. (س. نِراشُ). بنا اميد- بي آس. نا اميد- مايوس- محروم- دلگير- آداس- نِر ھ- نِراهُ. بي وس- لاچار. انگهن کان سواءِ- بنا ڳنڍ جي (ڪاٺي). لسو- صاف.

= نِراسا ۽ نِراسائُون: ث. نا اميدي- مايوسي- لاچاري.

= نِراسائِي ۽ نِراسائِيُون: ث. نا اميدي- مايوسي- آداسائي- نِراسا.

= نِراڪارُ ۽ نِراڪارَ: ذ. صفت. بنا صورت- بي شڪل. بي عيب. نهايت- عمدو- اُتم- افضل. الاهي- خدائي- ديوتا سروپ- رحماني- ايشوري. (اسم خاص). هندن جي خدا جو نالو- پرميشور.

= نِرباڻُ ۽ نِرباڻَ: اها حالت جنهن ۾ سڀني اپاڌن ۽ دکن کان انسان آجو هجي آزادي- مڪتي- موڪش- سڳتي- نجات- رستگاري- ڇوٽڪارو. نروان- پرم پد- پرم آنند- ڪمال خوشي. نرورتي- سعادت.

- نِرپَلُ ۽ نِرپَلَ: ذ. صفت. بي طاقت - ڪمزور - دُربل - هيڻو - ضعيف - بي زور - نستو.

- نِرپَوُ ۽ نِرپَوُ: ذ. صفت. پؤ نہ ڪندڙ - بي ڊپو - نِڊر - نہ ڊڄندڙ - نڊرُ - بي پؤ - بي پرواهہ - بالم - ڏنڊم - دلير - همت پريو - بهادر - پهلوان - بانڪو.

- نِرپَئي: ذ. صفت. ڏسو نرپؤ.

- نِرپَکُ ۽ نِرپَکَ: ذ. صفت. پکُ يا رياءُ نہ ڪندڙ - پاسخاطري نہ ڪندڙ - بي رياءُ - بي طرفدار - سمدرسي - هڪاکيو - نِرپکش - انصافي - بنا پاسخاطري - بي پڄو.

- نِرمتنُ ۽ نِرمتنَ: ذ. صفت. جتن نہ ڪندڙ - حيلو نہ ڪندڙ - ڪوشش نہ ڪندڙ.

- نِرجَلَ ۽ نِرجلُون: ث. روزُ - آپواس - لنگهڻ - فاقيو.

- نِرجَلُ رَکڻُ: ورت رکڻ - فاقو ڪيڻ - نيرانو رهڻ.

- نِرجَلُ ۽ نِرجَلُ: ذ. صفت. پاڻي کان سواءِ - بنا پاڻيءَ جي - رڃ پاڻيو - سڪل.

- نِرجِيءُ ۽ نِرجِيءَ: ذ. صفت. جيءَ يا جان کان سواءِ - بيجان - اڇيتن - نِرجيو - بي جيءُ - بي جوتيو - جڙ.

- نِرجِيو ۽ نِرجِيا: ذ. صفت. ڏسو نرجيءُ.

- نِردوشُ ۽ نِردوشَ: ذ. صفت. بغير دوش - بنا ڏوهہ - بي گناهہ - بي قصور - بي خطا - بي ڏوهي - ري معيار - وڏهو - ابهم - اپامڙو - معصوم. سلامت. اي خوف. (ت).

- نِردئيُ ۽ نِردَئيُ: ذ. صفت. (سن. نِردَيہ). دَيا کان سواءِ - بي رحم - بي ڪهل - بي قياس - ڏانا سر - ظالم - نِرديا - ڪٺورُ - قهار - سنگدل - ڪَنيل - ڪسائي - سخت دل - اپاجهو - بي حس - بي درد - بي مهر.

- نِرديا ۽ نِرديا: ذ. صفت. ڏسو نردئي.

- نِرديائيُ ۽ نِرديائُون: ث. ديا نہ هئڻ واري حالت - بي رحمي - سنگدلي - ڪٺورپائي - بي دردي - ظلم.

- نِردَڪُ ۽ نِردَڪَ: ذ. جنهن تي ڏڪ جو اثر نہ ٿئي - بي ڊپو - بي پؤ - نِرپئي - نرپي.

- نِرڌنُ ۽ نِرڌنَ: ذ. صفت. ڌن کان سواءِ - غريب - مسڪين - ڪنگال.

- نِرڏوهيُ ۽ نِرڏوهيُ: ذ. صفت. ڏوهہ يا قصور کان سواءِ - بي ڏوهي - بي گناهہ.

- نِرگُڻُ ۽ نِرگُڻَ: ذ. صفت. گڻ کان سواءِ - شڪل کان سواءِ - نرآڪار - نِرگڻ - اڻ گڻو - بي لڇڻ - بد اخلاق - بد تميز - عيبدار.

- نِرگُڻُ ۽ نِرگُڻَ: ذ. صفت. نالائق - نڪمو - گڻ هيڻ - وڻواند - نڪار - ناخلف - نامراد - ڪسيرڪ - ڪين جهڙو - ڀُهر - بيهودو.

- نِرلَجُ ۽ نِرلَجَ: ذ. صفت. لڄ کان سواءِ - بي لڄو - بي حيا - بي شرم.

- نِرلَجو ۽ نِرلَجا: ذ. صفت. لڄ کان سواءِ - بغير خطا - بي حيا - بي شرم - بي لڄو - بي نڪو - بي ديدو - نرڄو - بي غيرت.

- نِرلوڀيُ ۽ نِرلوڀيُ: ذ. صفت. نِرلوڀُ - ناخود غرض - آسوارٿي - پين جو خيال رکندڙ - پراپڪاري - نشڪام.

- نِرليپُ ۽ نِرليپَ: ذ. بغير ليپ - لرلپت - صاف - پاڪ - اڇتو - آپرشٽ - بي ڏوهي. نيارو.

- نِرمَرُ ۽ نِرمَرَ: ذ. صفت. مر يا ميرائي کان سواءِ - اوجل - صاف - پاڪ. موهہ کان سواءِ.

- نِرموهيُ ۽ نِرموهيُ: ذ. صفت. بنا موهہ ري پيار وارو - بي دل. بي درد - بي ترس - ڪٺور - بي قياس - سنگدل - بي رحم - رکو - نرموهيو.

- نِروارُ ۽ نِروار: ذ. صفت. (سن. نِرُ = بنا + وار = پردو). بنا پردي - کليل - ظاهرظهور - پڌرو - کليو کلايو. صاف - چٽو - صفا - نرسل - اوجل - اڇو - آجرو - اصل - نجو. ڌار - جدا. سنڌاڻو. (اسم) ورنن - بيان - اظهار.

- نِروارُ ڪَرَڻُ: ظاهر ڪرڻ. ڏسڻ - ڏيکارڻ - اشارو ڪرڻ - سمجهڻ - سمجهائڻ - کولي پڌائڻ - آرٿ ڪرڻ - بيان ڪرڻ - لترڻ ڪرڻ.

- نِرُوانُ ـ نِرُوانَ: ذ. نابودي ـ برباد ي ـ نيستي. پرم پد ـ پرم آنند ـ ڪمال خوشي ـ نروِرتي ـ سعادت. ڇوٽڪارو ـ نجات ـ آزادي.

- نرُوانُ ـ نروانَ: ذ. صفت. وانُ بغير ـ آزاد ـ ڇڙواڳ. مٿاهين درجي وارو ـ اتم ـ ثابت. (ت).

- نرُوانُ پَدُ پراپتِ ڻُ: ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ـ نجات حاصل ڪرڻ. مُڪتي حاصل ڪرڻ ـ دنيا جي دام ڪان آزاد رهڻ.

- نرُورتي ـ نِرُورُتيُون: ث. نجات ـ آزادي ـ ڇوٽڪارو ـ آڌار ـ مڪتي ـ ڪت ـ موکيہ ـ نستارو ـ نيتارو ـ آزادگي.

- نرُوَڪلپُ ـ نرُوَڪلپَ: ذ. صفت. وهم، منسهي ۽ پولهي ڪان آزاد.

- نِرُويرُ ـ نِرُوير: ذ. صفت. وير يا بغض نہ رکندڙ.

● نرُ ـ نِرَ: ذ. پارن جي ٻنن يا بندن وغيره کي ٿيل ٽنگ ـ سوراخ جنهن مان پاڻي ڪڙڪڙ ڪري وڃي ـ ٻنيءَ مان پاڻيءَ وهڻ جو ٽنگ ـ ڪارڇو ـ رونٽڻ.

● نَرُ ـ نر: ذ. نار جي ٻڙَ هيٺان سنهي ڪسي.

● نرا (ت): اسم خاص. راجپوتن ۽ ٺڪرن جي هڪ ذات جو نالو.

● نِراچڙيُ ـ نراچڙيُون: ث. اک جي مٿان ٻِنُرَ پِرن (وارن) جي گولائي واري جاءِ ـ ڀروُنڻو.

● نرادِيهيُ ـ نرادِيهيُون: ث. سيٺي برهمڻ (مردن) کي ڌامي وقت دعوت ڏيڻي گهرائڻ واري حالت.

● نراڙُ ـ نراڙ: ذ. (سن. لِلات. پرا. ندال) اکين ۽ مٿي جي وارن جي وچ ۾ منهن وارو مٿانهون حصو ـ پشيماني ـ نِرڙُ ـ نِراڙي. تالهہ ـ طالع ـ نلاٽ ـ تارڪ. (ڪ).

● نِراڙوُ ـ نِراڙا (ڪ): ذ. پنهن جي منهن ـ اڪيلو روءِ سوءِ ـ علحده ـ جُدا ـ نِرالو. (ث. نِراڙي ـ نراڙ يون).

- نِراڙائيِ ـ نراڙائِيُون: ث. اڪيلائي ـ علحدگي ـ ڪوڙ ڪهسان ڪان الڳ جڳهہ ـ سنساني.

● نرالوُ ـ نِرالا: ذ. صفت. (پرا. نِرالِي. سن. نيرالي) الڳ ـ جُدا ـ اڪيلو ـ هيڪلو. پٺي نموني جو ـ عجب ـ ڌاريون ـ عجب جهڙو ـ نيارو ـ انوکو ـ عجيب و غريب ـ نئون ـ خاص ـ نجو ـ ذاتي ـ وِشيشُ وانُ ـ نادَرُ ـ غير رواجي ـ آساڌارڻ ـ نہ ڏٺل نہ ٻڌل ـ ناشنيدو. سکٿو ـ ٿلهو ـ مُجرّد. آزاد. (ث. نرالي ـ نِراليُون).

- نرالائيِ ـ نِرالائِيُون: ث. خصوصيت ـ وشيشتا ـ نِرالپڻ.

- نراليُ حالتِ: ث. نرالي ڳالهہ ـ نيارَپَ ـ اِستشنُتا ـ وِپِڪشُ.

- نِراليُ طَبيِعَت: ث. خاص مزاج ـ انوکي چال ـ فطرت.

● نِرانَ ـ نِرانُون: ث. کهوٽ جي ٻيڻ ـ مڙس جي ٻيڻ ـ نِڙان ـ نِٽان.

● نرانوُ ـ نرانا: ذ. صفت. ٻنا ناشتي ڪيل. پُڪايل.

● نراهُ ـ نراهَ: ذ. صفت. بي راهہ ـ ناآميد ـ نِرهہ ـ مايُوس ـ نراسُ ـ محروم ـ خستو ـ شڪستو. آداسُ. رَدُ. (ت).

● نِرائيِ ـ نِرائيُون: ث. نِلائي ـ پاڪائي ـ پتو ترتا ـ ستائي ـ آڇتائي ـ نِرملتا ـ سُو ڇتا.

● نِرُتِ ـ نرتُون: ث. (سن. نيتر يا نِرتي) نظر ـ نگاهہ ـ ڏسٽي ـ بصارت ـ درِشٽ ـ جوت ـ دِيد ـ نِهار ـ اک جي روشني ـ ڏيٺ. ڌيانُ ـ ويچار ـ خيال ـ سمجهہ ـ فهم ـ پوجهہ ـ هوش ـ حوصلو. ناچُ ـ نِماءُ ـ لقاءُ ـ تماشو ـ ڏيکارو ـ ڏيکاءُ ـ نظارو ـ شڪل ـ روئداد ـ ديدار. هيج ـ ذوق ـ شوق. پيار. حياءُ ـ لَڄَ ـ شرم.

- نِرُتائيتوُ ـ نِرُتائتا: ذ. صفت. نرت جو پا نرت وارو ـ سُڄاڻُ ـ سمجهو ـ تيز فهم ـ زيرڪ ـ چتر ـ سٿوپرو ـ متمان ـ هوشيار ـ عاقل ـ عقلمند.

- نرُتڻُ: مصدر. نهارڻ ـ جاچڻ ـ چتائڻ. (نِرتيو ـ نِرتيندو ـ نِرتيل).

- نِرُتَونُ: ظرف. نرت مان ـ نرت ڪان. نظر. ڌيان.

"پليان پٽليو نہ رھي، نيرتون نيہہُ نيبار"
(شاھ).

▬ نيرُتَشُونُ؛ ظرف. نيرت ڪسان ـ نظر ڪان ـ نظر جي ڪري.

▬ نير تيـُونُ: ظرف. نيرت سان ـ ڌيان سان ـ ڌيان سان ـ حيدق مان.

▬ نيرُتوُ (ڪ): ظرف. نظر کي سامهون ـ سنئون ـ سڌو ـ ڌُو. (ڪ. نيرتا). تيز نظر واري آٿ جو ھڪ قسم. (ڪ).

● نرُجوُ ڪ نيرُجا: ذ. صفت. نيرچو ـ بي حيا ـ بي شرم ـ بي لڄو ـ بي نڪو ـ بي ڏپدو ـ ڏٺيون پاڙيون ويل. نِڏر ـ بي چيو ـ نافرمان ـ ھٺيلو ـ ضدي ـ نِوُڏ ـ نبريـَلُ. سخت ـ ڏاڍو. اڻ ٽڪ ـ اَورِچ. منحوس. (ٿ. نيرچيي ڪ نيرجيون).

● نيرُچوُ ڪ نيرُچا: ذ. صفت. بي شرم ـ بي حيا ـ بي لڄو ـ نيرجو ـ بي غيرت ـ بي ڏپدو ـ بي نڪو. ڪڪُ نہ ڻيندڙ ـ اورچ. ھٺيلو ـ ضدي ـ نِڏر. بي اثر ـ سخت ـ ڏاڍو ـ مضبوط. بهادر ـ دلير. (ٿ. نيرچيي ڪ نرچيون).

▬ نيرُچائيي ڪ نيرُچائيُون: ٿ. بي حيائي ـ بي شرمائي ـ بي غيرتي. ھٺ ـ ضديت ـ نِڏرپائي.

● نَرُچ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● نِرُخُ ڪ نِرُخَ: ذ. قيمت ـ مارڪيٽ جو اگھہ ـ محصول جي اگھوتري ـ نِرخ نامو ـ ٻَھا ـ ڀيٽ ـ دام ـ ڪيرو ـ شرح. نمونو ـ رواج ـ چال ـ ھلت چلت. "موجوده زمانو نئين نِرخ سان ھلي رھيو آھي." (جملو).

▬ نِرُخ ٻَنُدِيُ ڪ نِرُخ ٻَنُدِيُون؛ ٿ. مقرر ڪيل اگھن جي لسٽ.

▬ نِرُخُ نامو ڪ نِرُخَ ناما؛ ذ. محصول جي اگھوتري جي يادداشت ـ اگھن جي لسٽ ـ نِرخ ٻندي.

● نَرُدُ ڪ نَرُدَ: ذ. ڳٽو ـ مُھره ـ پيش ٻَھا تحفو.

● نَرُدُبانُ ڪ نَرُدُبانُون: ٿ. چوڪٺي ـ ڏاڪڻ.

● نَرُدَنُ ڪ نَرُدَنَ: ذ. پاڻيءَ جي ٻڪيءَ جو ھڪ قسم (ڪنپ ڳھٺاءِ ڪناري تي ڪَنَلَ جي ڳاھہ ۾ ڪُنڌاري).

● نَرُدُورُ (ڪ): ذ. نادر. ظالم.

● نرُ ڏِپساوَرُ ڪ نَرُ ڏِپساوَرَ: ذ. بازار ـ دڪان ـ مَنڊي ـ مارڪيٽ.

● نَرُڙُ ڪ نَرُڙ (ڪ): ذ. صفت. افلاطون ـ چالاڪ ـ ھوشيار. ڏاڍو ـ پھلوان ـ بهادر.

▬ نَرُڙائيپ ڪ نَرُڙائيپُون (ڪ)؛ ٿ. ڏاڍ جوائي ـ ڏاڍ مڙسي.

▬ نَرُڙائيي ڪ نَرُڙائيُون؛ ٿ. ڏاڍ جوانسي ـ ڏاڍ مڙسي ـ پھلواني ـ بهادري.

▬ نَرِ ڙُ پُوزُ ڪ نَرِ ڙُ پُوزَ (ت): ذ. صفت. بهادر ـ مضبوط. طاقتور ـ سگهُو.

● نيرِ ڙُ ڪ نيرَ ڙُ: ذ. (ھرا. نيدال. سن. للاٽ) بدن جو ھڪ عضوو ـ نيراڙُ ـ پيشاني ـ جبين.

● نَرُڙوُ ڪ نَرَڙوُ؛ ذ. ڏڪو ـ دَھڪو ـ ڏھڪاءُ ـ خوف ـ ڊپ. پاسن ڪان وڏو. (ٿ).

▬ نَرِ ڙوُڪيَدَنُ (ت) ڏاڍيان ڳالھائڻ ـ جھيڙو ڪرڻ.

● نرُسَ ڪ نَرُسُونُ؛ ٿ. (انگ) ڊاڪٽرياڻي. داڻي. مَنبدر ـ مدد واڻيف ـ مستر.

● نيرُسُ ڪ نيرُسَ: ذ. صفت. نيرسو ـ وَزَن ـ ھلندي ـ زور ـ بوجو ـ بار ـ ميزان ـ بوجھہ. مٺو ـ ميلاوتي ـ ڳاڏڙ. ڳھٽ ـ اوٺو ـ ڪَسو ـ ڪَمُ ـ اڻ پورو ـ زائل ـ ڪنل پاڳو ـ آڻٽالو ـ لائيرو.

▬ نيرُسائيي ڪ نيرُسائيُون؛ ٿ. ڳھٽائي ـ ساٽيحتي ـ ڪٽمي ـ ڪسوٽ ـ اوٺائي ـ ڪمتري ـ زير دستي.

● نَرُسَنُگوُ ڪ نَرُسَنُگا؛ ذ. وڄائڻ جو توتاڙو ـ وڄندڙ سيڱ ـ سينگڙي.

● نير سِنُگھہ: اسم خاص. وشنو جي اڌ ماڻھو ۽ اڌ شينھن واري بت جو پُتلو.

● نَرُغوُ ڪ نَرُغا: ذ. گھيرو ـ حلقو. انبوھ ـ ھجوم ـ ھنگامو. مشڪل وقت ـ ڏشواري.

● نَرُ ڦونو ڪ نَرُ ڦونا؛ ذ. پسارڪي وکر جو ھڪ قسم ـ وڏي ايلاچي.

● نَرْڪُ ۽ نَرْڪَ؛ ذ. نرڳُ - جهنم - دوزخ - پاتال - عالم ارواح - اعراف - مرتيئو لوڪُ. نِڪري - جُوا خانو. (ذ. صف). ڪِنو - ميرو - گندو - غليظ - خراب - فاحش.

- نَرْڪ ڪاميُ: ذ. صفت. دوزخ جو رهاڪو - جهنمي - نِرڳي.

- نَرْڪِيُ ۽ نَرْڪِيَ؛ ذ. صفت. دوزخي - جهنمي - شيطان. شرير.

● نَرْڪَڻُ؛ مصدر. چمڪڻ - چلڪڻ.

● نَرْڪو ۽ نَرْڪا (ل): ذ. ڪسيءَ مان پاڻيءَ جي وهڻ لاءِ سنهون سوراخ (ذ. صفت). لچو - آمڙ. بي چيو - نافرمان.

● نِرْڪَڻُ (ڪ): مصدر. نهارڻ - چڪاسڻ - جاچڻ - تڪڻ - ڏسڻ - پرکڻ - آزمودو وٺڻ - ڏيان مان چتائي ڏسڻ.

"رکي نيڻ نيٺن ۾ نرکي نمائي." (سائي).

(نِرکيو - نرکيندو - نِرکيل).

● نِرْکَ ۽ نِرْکُون: ث. جاچ - چڪاس - تڪ. آزمودو - پرک.

- نِرکَ پرک ڪَرڻُ: جاچ جوچ ڪرڻ - آزمائڻ - پرکڻ.

● نَرْڳُ ۽ نَرْڳَ؛ ذ. نرڳُ - دوزخ - جهنم.

● نَرْگس: گل جو هڪ قسم (اندران ڪارو، ٻاهران پيلو). (اسم خاص). هڪ فلم ائڪٽريس جو نالو.

● نَرْڳُ ۽ نَرْڳَ؛ ذ. دوزخ - جهنم - هاوي - پاڙين جي رهڻ جي جاءِ - پاتال - تحت الثريٰ - سجين - سقر - اسفل السافلين. (ذ. صفت) ڪِنو - خراب - گندو - بد فضيلت.

- نَرْڳِيُ ۽ نَرْڳِيَ: ذ. صفت. دوزخي - جنهمي - نرڪي - نرڳ جو. ڪِنو - ميرو گندو - گندو - غليظ - گدلو - فاحش.

● نِرْگهٽُ ۽ نِرْگهٽَ: ذ. نڙيءَ جي اندران هوا لاءِ هڪ ڇلائين نلي - نڙگهٽ - نڙگهوٽو - نڙي - گلو - شاهه رڳ - گهٽ - ڳاٽ - ڪَنٺ - هڏڪي - ڳِٽڻ - هُڪي - ڳُوڙڻ - ڳاڙي جي نلي - هوا چوڙو.

- نِرْگهٽُ نِپيڙڻ (ڪ)؛ نهوڙي وجهڻ - قابو ڪرڻ. نابود ڪرڻ.

● نَرْگهولُ ۽ نَرْگهولَ (ل)؛ ذ. صفت. تمام ڊگهو - قداور - لنبو.

● نَرْلِيُ: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَرْلِيُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَرَمُ ۽ نَرَمَ: ذ. صفت. سولو - ڙندڙ - لچڪيدار - انکهندڙ. ڪوڻرو - ملايم - ڪومل - ڪچو - سوکيم - حليم - ڪُنرو - ملائم. نازڪ - قلهڙو رحمدل. سانتيڪو - سليم - لوچدار - خليق - مدم - متحمل - بردبار. ڍرو - ڍيمون - جهيڻو پُسيل - پِينل - آلو ٿيل. اسو - خوشنما. ڪاهل - سست.

- نَرْمائِش ۽ نَرْمائِشُون: ث. نرمي - نرمائي - ڪوملتا - جهيڻائي - حليمت - ملايمي - سليمي - طبعي - ڪنرائي. قلهڙائي. نهڻائي - خلق. نامردي.

- نَرْمائِيُ ۽ نَرْمائِيُون؛ ث. ڏسو ارمائش - نرمي.

- نَرْمُ پاڻي: هلڪو پاڻي - صاف پاڻي.

- نَرْمُ دلُ ۽ نَرْمُ دلَ: ذ. صفت. نرم دل وارو - رحمدل - موم دل - قياس وند.

- نَرْمُ ڪَرڻُ: ملايم ڪرڻ - ڪنرو ڪرڻ. ٺارڻ - ڍرو ڪرڻ. دل وٺڻ.

- نَرْمِيُ ۽ نَرْمِيُون: ث. فرمائش - نرمائي - ڪوملتا - جهيڻائي - ملايمي - ڪنرائي - ڍرائي - ڪوملائي - ڍيمائي - ڪوٺرائي. خلق - شيريني - قلهڙائي. شفقت - مهرباني - رحمدلي. آهستگي. سهولت - آساني - سولائي. بردباري - تحمل. نامردي.

● نِرْملُ ۽ نِرْمَلَ: ذ. صفت. اڻ ميرو - بنا ڪدورت - پاڪ - پوتر - صاف - نيج - ڪومل - شفاف - چمڪندڙ - ڏچا وارو - اوجل - سنو - اڇو - اجرو - اڇتو - نجو - خاص - نبار - خالص - اصل - ڻيٺ - چِٽو - کرو - سچو - بيداغ - شڌ - نيڪ دل - صاف دل - سرل - نسڪپٽ - سوڌو - صاف گو - بي رياءَ.

▬ نِرمَلائِي ج نِرمَلائِيُون: ث. نِرملتا ـ صفائي ـ اُجلائي ـ پاڪائي ـ پوترتا ـ سٺائي ـ اڇائي ـ سُوچتا ـ پوشيدائي.

● نَرمو ج نَرمو: ذ. ڪپھ جو ھڪ قسم ـ نرم يا سنهي ڪتيل ڪپھ.

▬ نَرما: ث. آمريڪا جي ڪپھ سان مشابهت رکندڙ نرم ۽ ڊگهي تندن واري ڪپھ جو ھڪ قسم (بنگال ۾ ٿئي).

● نَرَڻ ج نَرَڻون: ث. گهوٽ جي پيشاڻي ـ نرڙ ـ نِراڙ ـ نِرڙ.

● نَرنا ج نَرنا: ذ. نَرُ ـ مرد ـ مُذڪر ـ مڙد ـ مڙس ماڻهو ھڪ عزت جو لقب. (ث. ناري نانءُ ج ناري نانئن).

▬ نَرنانءُ ج نَرنانءَ: ذ. مرد ـ مڙس ـ مذڪر.

● نِرناھِہ ج نِرناھَہ (ڪ): ذ. صفت. ظرف. پڌرو ـ کُليو ـ ظاهر ظهور ـ عيان.

● نِرنجن ج نِرنجن: ذ. صفت. بي عيب ـ بي عيبو ـ لڳت يا موھ کان آزاد. خدا جو طالب (ظرف). بنا جذبي ـ بنا حرص و هواس.

● نُرنُبَ ج نُرنُبون (ل): ث. پڌونڪ ـ ڳيپو. "ڪري مَرُ ڪُتو پيو، نيٺ ۾ نُرنُبَ".

● نُرنُبو ج نُرنُبا: ذ. صفت. بي حيا ـ بي شرم ـ نِرلڄ.

● نِرنَڻُ (ڪ): مصدر. نِرنو ڪرڻ ـ کولڻ ـ ظاهر ڪرڻ ـ پڌرو ڪرڻ. (نِرنيو ـ نِرنندو ـ نِرنِيَلُ).

▬ نِرنءُ (ڪ): ث. صفت. پڌرو ـ کُليل ـ عيان ـ صاف ـ ظاهر ـ چِٽو.

▬ نِرنءِ ڪَرَڻُ: صاف ڪرڻ ـ ظاهر ڪرڻ. فيصلو يا نبيرو ڪري ڇڏڻ.

▬ نِرني: کولي ـ نروار ڪري ـ ظاهر ڪري.

● نِرنو ج نِرنا: ذ. صفت. صبح جي ماني کائڻ کان سواءِ ـ کائڻ بنا ـ نيراني ـ بنا ناشتي ڪيل ـ نيرانو.

▬ نِرني: صفت. بنا کاڌي پيتي ـ نيراني ـ نِيراڻي ـ لنگهڻ.

● نِرَنِي ج نِرَنِيُون: ث. صبح جي ماني ـ ناشتو ـ نيرن ـ نيراني ـ چاند و پاڻي.

● نِرنيہ: ذ. (سن. نِرڻيہ) نِرنئي ـ فيصلو ـ چنبڇاڻ ـ نبيرو ـ سڌانت ـ نتيجو ـ انومان. راءِ ـ رايو ـ صلاح ـ مصلحت.

▬ نِرنيہ ڪَرَڻُ: فيصلو ڪرڻ ـ نبيرو ڪرڻ ـ صاف ڪرڻ. سهي ڪرڻ. پرکڻ ـ امتياز ڪرڻ ـ سڃاڻڻ ـ تفاوت سمجهڻ.

● نِرڻو ج نِرڻا: ذ. (سن. نِرڻيہ) تحقيقات ـ فيصلو ـ نياءُ ـ لبيرو.

▬ نرڻي: نياڪاري ـ امين.

● نَرو ج نَرا: بدن جي عضوي جو ھڪ قسم ـ نِهائينءَ جي پر وارو بدن جو آنڊو. سٽر جو هڏي سان ويلڻ. ڇڏن جي وچ وارو حصو. مثاني جي نلي ـ مردانو پهلو ـ آنورو ـ خصيہ ـ خصيو. (ڪ) چاڪ. (ث). ڪتي، ٻڪريءَ وغيره جي اڳيون ٽنگون ڪٺي بيهڻ واري حالت ـ ڳاٽ. آتشبازيءَ جو ھڪ قسم. نيسارو ـ نارو ـ نليو. ڪپرو ـ ڇيت جي سِرَ. ٻوٽي جو ھڪ قسم ـ ڪوتمير ـ جهنگ ڪٿوري. (اسم خاص). تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

▬ نَرا ڀِرجَڻُ: شهوت پيدا ٿيڻ ـ انگيز ٿيڻ.

▬ نَرا ڇَپَ ڪَرَڻُ: هيسائڻ ـ دٻائڻ ـ ٽڙي ڪيڻ.

▬ نَرا ڇَپِڻُ: هيسائڻ ـ ڊيڄارڻ ـ وَس ڪرڻ.

▬ نَرا ڏِيڻُ: متي ٿيڻ مغرور ٿين ـ هٺ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ ـ تڪرار ڪرڻ.

▬ نَرا ڦاٽَڻُ: شهوت جو زور وٺڻ.

▬ نَرا ڪَٺَڻُ: اڳيون ٽنگون متي ڪٺي سامهون ٿيڻ ـ پوين ٽنگن تي بيهڻ.

▬ نَرا لَهَڻُ: پيلا لهي پوڻ ـ آنورا سڄي پوڻ ـ ٽٽ ٿيڻ. هرنيا ٿيڻ.

▬ نَرو ڏيڻ: منهن سامهون ٿيڻ ـ وڙهڻ لاءِ آماده ٿيڻ ـ تڪرار ڪرڻ. غرور ڪرڻ. ڪنڌ متي ڪڻڻ ـ آپو ڳاٽ ڏيڻ. ضد ڪري بيهڻ. دٻائڻ ـ هيسائڻ.

▬ نَرو لَهِي پَوَڻُ: پيلو لهي پوڻ ـ آنورو لهي پوڻ. هرنيا ٿيڻ.

● نِرو ۽ نِرا؛ ذ. صفت. ڇڙو – اڪيلو – تنها – محض – جدا – ڌار – علحده – الڳ. واڪو – واسرو. خالص – نجو – نج – نبار – اصل. فقط – رڳو. نسورو. پورو. چڱو ڀلو.

● نِرُوارَ ۽ نِرُوارُون: ث. تقرير – ڳهتڪو – بيان.

● نِروارُ ۽ نِروارَ: ذ. ظاهر – کليو – پڌرو – عيان.

= نِروارُ ٿيڻُ؛ ظاهر ٿيڻ – پڌرو ٿيڻ – عيان ٿيڻ.

= نِرُوارُ ڪرڻ؛ ظاهر ڪرڻ – پڌرو ڪرڻ – عيان ڪرڻ.

● نِرواهه (ت): پورائي.

● نِرو ڙَڻُ: مصدر. نپوڙڻ – نچوئڻ – نچوڙڻ – پيڙو ڏيڻ – زور ڏيئي ڇڪڻ – ڇپائڻ – ڇٽڻ – ڪشڻ – نچوڙي ڪيڏڻ – مهٽو ڏيڻ – مروڙڻ – موڙڻ. ولوڙڻ – جهڪڻ – جهڪوڙڻ. (نِروڙيو – نِروڙيندو – نروڙيل).

● نَرُوَرُ ۽ نَرُوَرَ: ذ. راجا – شاهه – بادشاهه. (ذ. صفت). راجا جو – راجائون.

= نَرُوَر سِپريُ: راجائي يا شاهي گهتي.

● نِروڙيُ ۽ نِروڙيُون (ڪ)؛ ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● نِروڳو ۽ نروڳا؛ ذ. صفت. روڳ کان سواءِ – بنا روڳ – بنا مرض – با جميعت – نرويو – نِروڳي – تندرست – چڱو ڀلو – صحت ياب – هٿ سچو – جوڀ – نمرو – صحت بخش – اروڳ – صحيح سلامت – صحت وارو – صحتمند – طاقتمند – طاقتور. (ث. نِروڳي ۽ نِروڳيون).

= نِروڳائي ۽ نِروڳائيون: ث. روڳ يا مرض نه هجڻ واري حالت – صحت – چڱڀلائي – هٿ سچائي – نروائي – خيريت – سلامتي – صحتيابي – بيماريءَ کان آزادي – تندرستي. (ذ. صفت). بنا روڳ – چڱو ڀلو – تندرست.

= نِروڳيُ ۽ نِرڳيُون: ث. تندرستي – نروڳائي. (ذ. صفت). تندرست – چڱو ڀلو – هٿ سچو – نرويو – جوڀ – نمرو – صحت ياب – صحت بخس.

= نتزُولُ ۽ نتزُولَ (ل)؛ ذ. صفت. تمام ڏکو – لمبو.

● نِروئو ۽ نِروئا؛ ذ. صفت. نويو – بنا مرض – اروڳ – تندرست – صحتمند. مفيد. (ث. نِروئي ۽ نِروئيون).

= نرو ئائي ۽ نرو ئائيون: ث. صحت يابي – چڱڀلائي – تندرستي – خيرت – سلامتي – نرويائي – نروڳائي.

● نِرودِي ۽ نرودي: ذ. صفت. نرويو – نروڳ – بنا روڳ – چڱو ڀلو – تندرست – صحتمند – خوش.

● نِرويو ۽ نِرويا؛ ذ. صفت. بيماري پيدا نه ڪندڙ – صاف – سٺو – صحت بخش – معتدل – هاضم – موافق – چڱو ڀلو – تندرست – صحتمند – گوارا – نروڳي – خوش گوار – نروڳو – صحت ياب – هٿ سچو – جوڀ – نمرو – اروڳ – سلامت – تازو توانو – طاقتمند – اروڳ – خوش (نِروئي ۽ نِروئيون).

● نِرهُه ۽ نِرهَه: ذ. صفت. نرهه – نراس – مايوس – اداس – ناميد – اي آسرو. رَڌُ. سچو ڏينهن لنگهڻ کيڏيل – بکيو. (ڪ). (ذ. اسم). زهر. (ت). (ظرف). بنهه – مورهين – اصل – صفا – سورهو – بنهين. (ڪ).

= نرهُه ٿيڻ؛ نراس ٿيڻ – ناراض ٿيڻ – ناراض ٿيڻ – نا اميد ٿيڻ.

= نِرهُه ڪرڻ: نراس ڪرڻ – ناراض ڪرڻ – نا اميد ڪرڻ.

● نَري ۽ نَريُون: ث. (پرا: نليا. سن. نل + ايڪا). پوري نلي (لوهه يا ڪاٺ وغيره جي) – نلي – تاجيءَ جي پيٽي جي سٽ ويڙهڻ لاءِ هڪ پوري ڪاني (ابرٽي جي). نَلڪي. نل – تڙ ۾ ايندڙ سنهي موڪ. (ڪاڇو) – تڙ جي پاڻيءَ جي نلي – ڪسي. بدن جي هڪ پوري ڏکي هڏيءَ جو قسم – پاڻهن ۽ ڦڻڪن جو وڏو ڏکو پورو هڏو – ويٽي – نلي. ماپ جو هڪ قسم – هٿ جي وچين آڱر کان ٺونٺ تائين ڊيگهه جي ماپ – ڏيڍ هٿ. ڪڙ جي نري. نال. بندوق جي نلي. ڪڏئي اڳيان ڦليل سوٽر جي بچاءَ لاءِ نالي. تاروءَ جو

هڪ قسم. (اسم خاص). تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– نَرِيُبو ع نَرِيُبا (ٿ)؛ ذ. سرن وجهڻ لاءِ لوهه جو هڪ اوزار.

– نَرِيُبي ع نَرِيُبيُون (ٿ)؛ ٿ. آٽڻ وقت تاجيءَ مان ڌاڳي لنگهائڻ جو هڪ ڪورڪو اوزار.

– نَرِيو ع نَرِيا؛ ذ. صفت. نريءَ وارو– ٽنگن وارو؛ جيئن "ڪارنريو" (گهوڙو).

– نَري واهو: ذ. پيٽي جي تندن وجهڻ لاءِ ڪم ۾ ايندڙ هڪ ڪورڪو اوزار.

● نَرُبا؛ ذ. مٽيءَ جا نارا (جي ڪنيِر ناهين ۽ جاين جي مٿان پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ڏين).

● نَريِڙو: اسم خاص. ٺٽي بارڻ ڪان آتر طرف هڪ لڪ ۽ جبل جو نالو.

● نَريِڙي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَريِل ع نَريِل؛ ذ. سڪل ڦَل جو هڪ قسم– ناريل.

– نَريِلو ع نَريِلا: ذ. نَريل– ناريل.

● نَرِيمان: اسم خاص. رستم پهلوان جي ڏاڏي جو نالو.

● نَرِينو ع نَرِينا (ڪ)؛ ذ. نَرُ– مذڪر.

– نَرِينو اولاد: ذ. نَرُ اولاد– پُٽَ.

● نَرِيو ع نَرِيا؛ ذ. ناري جو هڪ قسم– نِڪر جو نيسارو. ڳل جو هڪ قسم.

● نڙُ ع نڙَ: ذ. (پرا. نندو. سن. نٽ) گاهه جو هڪ قسم– ڪَرين واري ڪانيءَ وارو گاهه. سارين وغيره جي پوک ۾ ڪاني مثل ٿيندڙ هڪ گاهه (پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ)– ڪانو– سَرُ ڪاني جو هڪ قسم (ٻڪيو، اندران پورو)– حُقي چڪڻ جو نڙُ– حُقي چڪڻ لاءِ پوري ڪاٺ جي نلي– پوپلي. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم– بانسري– مُرلي. نڙانڊي– ڪاني. لَڪڻ جو هڪ قسم.

– نڙُ مانو ڪَرَڻُ؛ نڙ پچائڻ يا پسائڻ– نڙ تازو ڪرڻ.

– نَڙُ ڳوءِ مانُ ڪَڍَڻُ: نيات يا برادريءَ مان نيڪالي ڏيڻ.

– نَڙ مانُ ڪَڍَڻُ؛ پاڻيءَ مان ڪڍڻ– پاڻ نه ڪرڻ.

● نِڙُ ع نِڙَ: ذ. نِڙي– نڙگهٽ– ڳچي.

– نِڙُ ڦاڙي ڳالهائِڻُ: وڏي آواز سان ڳالهائڻ. جهيڙو ڪرڻ.

● نڙانَ ع نِڙانُون: ٿ. مڙس جي ڀيڻ– نِڻانَ– نِرانَ.

● نَڙانڊِي ع نَڙانڊِيُون: ٿ. سُٽ وغيره ويڙهڻ لاءِ پوري سنهي نلي– نڙو– نالانڊي– نٽانڊي– خالي نڙو– ڳوٽَ– ناڙانڊي– ڏانڊي. ننڊو نڙ (وڄائڻ جو). (ڪ). ڪاني جي نلي (جنهن سان ڪينٽان وغيره ڪڍجن).

● نَڙاوَلِ: ٿ. ڍنڍن ۽ سيمَ جي پاڻيءَ تي ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

● نَڙُ پَٽ: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَڙُدُولُ ع نَڙُدُولَ (ل): ذ. صفت. لمبو– تمام ڊگهو.

● نِڙُ گهٽُ ع نِڙُ گهٽَ: ذ. نڙيءَ ۾ ڪچين چيلرا بن هڏين جي اسپرنگ وانگر نلي– نِڙگهوٽو– نڙگهوٽ.

– نَڙِ گهوٽُ ع نَڙِ گهوٽَ: ذ. نِڙگهٽُ– نِڙگهوٽو– ڪَلو.

– نَڙُگهوٽو ع نَڙُگهوٽا: ذ. نَڙُگهٽ– نڙي.

● نَڙو ع نَڙا: ذ. ڪورين جي اوزار جو هڪ قسم– سُٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي پوري نلي– نڙ نڊي– نٽانڊي– ڳوٽو– ڀَٽيِي– سُٽ سان پريل رِيل. گهٽن دستن ٿيڻ واري حالت. ٻج چٽڻ لاءِ ڪاٺ جي پوري نلي– ناڙِي. رستي وغيره مان پاڻي آڪارڻ لاءِ لوهه جي پوري نلي– پائيپ– نَل. مڇي مارڻ جي رِچ جو هڪ قسم. پريل ۽ بند ٿيل ڳرٽين سان آن ڪڍي تپاسڻ لاءِ لوهي اوزار جو هڪ قسم– حقي يا چلم جو نَڙُ. وڄائڻ جو ساز– نَڙُ– نڙانڊي.

- نَتڙا پَرَ ڻُ: نڙن تي ڌاڳا ويڙهڻ - نڙانديءَ تي اٽڻ جي تنڪ رستي سُٽُ ويڙهڻ.
- نَتڙا رَ ڌَ ڻُ: نڙن تي آهر چاڙهڻ لاءِ ديڳڙيءَ ۾ پاڻي، اٽو ۽ نڙا وجهڻ.
- نَتڙا سُڪَڻُ: نقصان ٿيڻ. ٽڪجي پوڻ. ديو ٿي وڃڻ.
- نَڙائُپِي ۽ نَڙائُـي: ذ. صفت. نڙن وارو- نڙ وڪڻندڙ. نڙ وڇائيندڙ.
- نَڙو پَرَ ڻُ: پوري ڪانيءَ يا نڙانديءَ تي سٽ ويڙهڻ.
- نَڙو چاڙهَڻُ: هڪ نڙي ختم ٿيڻ تي ٻيو نڙو ان جي جاءِ تي نار ۾ وجهڻ.
● نَڙو تَرَ: ث. (سن. نَوَ) ۽ نَوَ (٩) واؤ (+) نَوَ (٩) جيئن ته "٩+٩" وغيره.
● نَڙوئو ۽ نَڙوئا (ڪ): ذ. نڙگهٽ - گلو- نڙي.
● نَڙوچڙو ۽ نَڙاچڙا (ڪ): ذ. پاڻيءَ جهڙو پتڙو دست.
● نَڙ يُ ۽ نَڙ يُون: ث. (سن. نَڊَ). ڪورڻ جو هڪ اوزار- نڙاندي- نٽانڊي. پکي جو هڪ قسم- سانا هه پکي. (ل).
● نڙ يُ ۽ نڙ يُون: ث. (سن. نادِ = نار). بدن جي عضوي جو هڪ قسم - پاڻي، ڪاڏو وغيره وات مان پيٽ ڏي نيندڙ نلي - نڙگهٽ - نڙگهوٽو- گلو - ڳڄي - هوا جي نلي - شاهه نلي - هڪي - ڳڙڻ - ڪاڏي جي نلي - گهٽُ - ڳاٽ - ڪنٺ.
- نڙيءَ تي لَتَ اچڻ: لاچار ٿيڻ - مجبور ٿيڻ - بيوس ٿيڻ - عاجز ٿيڻ.
- نڙيءَ تي نُنهُن ڏيَڻُ: مسڪينن مار ڪرڻ - هرو ڀرو ظلم ڪرڻ - تنگ ڪرڻ.
- نڙيُ پَوَ ڻُ: گهٽي ڳالهائڻ ڪري آواز گهگهو ٿيڻ - آواز ٽڪجي يا ٻيجي وڃڻ.
- نڙ يُ ڪَپَڻُ: ذاڍيان ڳالهائڻ - زور سان ڳالهائڻ. ڪُهڻ - ذبح ڪرڻ.
- نڙي ڪَپَرَ ڻُ: گهٽو ڳالهائڻ. (جانور وغيره کي). حلال ڪرڻ - ڪهڻ - سير وجهڻ.

- نَڙيءَ لِپِسُ ۽ نَڙيءَ لِپِسَ: ذ. نڙي يا چاڻي وغيره کي لڳل ٿَڌ - زڪام - لپس - سردي.
- نڙيءَ سانُ پاڻيُ پِڪَڻُ: تمام سهڻو عشق - نزاڪت وارو هشڻ - تمام نازڪ - ڳوري ۽ حسين مائهو لاءِ تشبيهه.
- نڙيءَ ۾ ماڪيُ هَئَڻُ: آواز سٺو هئڻ - سريلو هئڻ.
● نِزارُ: ذ. صفت. لاغر - سنهڙو. مفلس.
● نِزارتَ ۽ نِزار تونُ: ث. هيڻائي. نهڻائي.
● نِزاعُ ۽ نزاع: ذ. (ع). جهڳڙو - تڪرار- ردبدل - ور ير - تنازعو - دشمني - عداوت - خصومت- قضيو - ٽنٽو - فساد - رڳڙو - حجت - هوڏ - چتاپيتي- بحث - عڪسو - مناظرو - ڪشماڪش - اختلاف. آرزومندي - اميد - آسرو.
● نزاڪت ۽ نزاڪتُون: ث. نازڪپائي- ڪوملتا - ملائمي - خوش اسلوبي - خوبي - نازوانداز- نازڪ مزاجي - سونهن سوڀيا - حسن - ڏيک ويک- پراجمان - خوبصورتي - سينگار - زينت - زيبُ- سهڻائي سندرتا - لطافت - نازڪپڻ ناهه اُوهم - ملوڪت - نفاست - نفيسائي - ملوڪائي.
- نزاڪتدارُ ۽ نزاڪتدار: ذ. صفت. نزاڪت وارو - عمدو - حسين - سندر - نيڪو - هوڪارو - موچارو سهڻو - سوڀيا وان - صورتوند - سدرشن خوبصورت ناهوڪو.
● نَزُدُ: ظرف. نزديڪ جو مخفف.
● نزديڪُ: ظرف. ويجهو ويجهڙو - وٽ - پرسان- اوڏڙو - اوري - اورتي - اوڏي - اوڏو - قريب. جي محلي ۾ - جي پاڙي ۾.
- نَزُديڪِي: ث. ويجهڙائي - قربي - اوڏڙائي- ويجهائي.
- نَزُعُ: ذ. دم ٽوڙڻ.
● نَزُلو ۽ نزلا: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم- تارونءَ مان نڪ رستي پاڻي ڪرڻ واري حالت - ريزش - سردي - زڪام - ٿڌ - ليس.
- نزلو ڪيرَ ڻُ: نزول جي پاڻيءَ جو سيني تي ڪرڻ - نزول اچڻ - ريزش لهڻ. نقصان پهچڻ -

نقصان پهچڻ - بار پوڻ - تڪليف پهچڻ - آفت اچڻ - شامت اچڻ - غضب نازل ٿيڻ .

● نزولُ ع نُزولَ: ذ. لهڻ هيٺ اچڻ ڪرڻ واري حالت. ڏوري وقت لاءِ ترسڻ واري حالت - منزل هئڻ واري حالت. الهام جي لهڻ واري حالت. جماع وقت مرد جي منيءَ نڪرڻ واري حالت. اک جي بيماريءَ جو هڪ قسم (اکين مان پاڻي وغيره وهڻ). نُزلو - زڪام.

● نزهتُ: ث. صفت. بي عيب. پاڪيزگي. خوشحالي.

● نزهت گاهه: ذ. گهمڻ گهتڻ جي جاءِ.

● نِزِ يِسُتُ ع نِزِ يِسُتَ (ڪ) ! ذ. صفت. ڪمزور - بي طاقت - نِرٻلُ - ضعيف. پوڙهو.

● نزِ يِڪُ ع نزِ يِڪَ ! ذ. صفت. زيڪ گاسان سواءِ - ٻل گاسان سواءِ - نِرٻَلَ - ڪمزور - ڪم هيڻ - بي طاقت. نحيف - ڪمزور - لاغرُ - ضعيف - نيزار. (نزديڪ جو بگڙيل لفظ).

● نَسَ ع نَسُونُ: ث. (پرا نُسا. سن. نَسا = نَسَ) نبض - ناڙ - رَڳَ - تَوَضَ. د مني - خراب رت جي نلي - پٽو - ڏورو - تاندورو - ڳنڍ. آلت. تند - تندو. (اڪجو) آڪارو - (ناريل جو) ڪاپار.

- نَسانيَلُ ع نسانيَلَ (ڪ): ذ. صفت. نسن وڍيل - نپاڳو. ڪوڙو - ناڪار.

- نَسِرُ ع نَسرَ: ذ. صفت. نسن وارو - رڳن وارو - رَڳيڙُ - ڳنڍرُ. ٿلهو - متارو. سياءِ وارو - طبيعت وارو.

- نَس جهلڻُ (ڪ): سَهي ڪرڻ. قابو ڪرڻ - سوڙهو گهتڻ.

- نس سنهي ڪَرَڻُ: بيماري سمجهڻ. ڪنهن به ماڻهوءَ جي طبيعت يا عيب پروڙي وجڻ.

- نَسُنُ جهڙيلُ (ڪ): ذ. صفت. بي حيا - بي شرم - نِرلجُ.

- نَسُنُ وَڍِيوُ ع نَسُنُ وَڍِيا: ذ. صفت. عاري - سُست - هڏ رڪ - ڪم ڪوسُ - ڪانُٽ - آليسي - نَسُن ٽُٽو - سَنڌن سُڪو - سيٽُ - ليسچل (هڪ پِٽَ يا بد دُعا).

● نِيسُ: ث. (سن. نِشا) رات - رَٽُڻ - راتڙي - رَيڻ - شَبُ - ليل.

● نِيس: ظرف. (سن. نِس = هڪڙو آهسرگ) حرف نفي - نَ - بغير - بنان - گاسان سواءِ - سواءِ - جي بنان. گهٽُ.

- نِسقلُ ع نِسقَلَ ! ذ. صفت. بي قليو - نِقلُ - نِهقلُ - قل ڪان سواءِ - اجايو - بي سُودُ - بيڪار - فضول - خارج.

- نِسڪام ع نِسڪامُ ! ذ. صفت. بنا مرضيءَ - مرضيءَ ڪان سواءِ - بناچاهت - بي موهيو - بنا اِڇا جي - بي طمع - طمع ڪان سواءِ.

● نِسڪپٽُ: ذ. صفت. ڪپٽ گاسان سواءِ - سچارُ - سچائتو - سچو - صادق - راسخ - صاف دل - چل ول ڪان پري - سَرلو.

- نِسڪلنڪُ ع نِسڪلنڪَ: ذ. صفت. ڪلنڪ ڪان سواءِ - بنا داغ - بنا ٽِڪي - بي داغ - نرمل - صاف - پاڪُ - پوتر - نِشڪلنڪ - نِرابراڌ.

● نِسات (ڪ): ظرف. اِنهيءَ ساعت ۾ - اِجهو - هيٺئر - هاڻي.

● نِساءُ: زال - عورت - مائي - بيبي - بيگم - اِستري - نار - ضاعفان.

● نَسائڻُ (ل) ! مصدر. گسائڻ - نشائڻ. (نسائيو - نسائيندو - نسائيَلُ).

● نَسَبُ ع نَسَبَ: ذ. (ع. نَسَبَ) خانداني سلسلو - بنياد - خاندان. گهراڻو - شجرو - نسب نامو - وڏِساولي - حَسَبُ نسبُ - ڪُلُ - وَنس - ڪُٽنب - ڪوٽ - اصل نسل - اِڍ - ٻَڻُ. پڻي جي طرفان نسبت.

- نَسَبُ نامُو ع نَسَبَ ناما: ذ. خانداني سلسلو - شجرو - وڏساولي - اصل نسل - ٻَڻُ - بنياد - ڪُلُ.

- نَسَبِيُ ع نَسَبِيُ: ذ. صفت. نسب جو - اصلي - نسلي - بنيادي - ابائو - خانداني - موروثي.

- نِسبتيُ ع نِسبتيُ ! ذ. صفت. نسبت وارو - لاڳاپي وارو - عزازت وارو - عزيز - مائٽ - سنٻنڌي.

= نسبتي يا ڳا؛

= نِسبتي چوڻ رقم؛

= نسبتي ڪنڌون:

= نسبتي محور: هم وزني محور - سم ماترا جو محور.

= نسبتي وچ؛

● نَسبي ج نَسبيون: ث. زنالي زيور جو هڪ قسم - ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه - ڪُرڪ. بدن جو هڪ عضوو. (ت).

= نِستَ ج نِستَ: ذ. صفت. (سن. نه = نَه + ستو = سَتَ). ست کان سواءِ - بي زور - نبل - بي ست - ڪم طاقت - ضعيف - ڪمزور - دربل - بل هيڻ - الپ بل - بي طاقت - هيڻو - لاغر - نستو - اپرو - بي ٻهڇ - زچ. ڪومل. ڍڄو. آجڙيل - ويران - تباهه - برباد.

= نِستائي ج نِستائيون: ث. ست نه هئڻ واري حالت - ڪمزوري - دربلتا - ضعوف - ضعيفي - هيڻائي - لانجهه - ضعيفائي. پتلائي. هلڪائي. ڪم همتي - ڍيڄڙو.

= نِستپائي ج نِستپائيون (ڪ): ث. ڍڄ - ڍپ - ڍيڄڙو - خوف.

= نِستو ج نِستا؛ ذ. صفت. ست بغير - طاقت کان سواءِ - بنا زور - ڪمزور - بي طاقت - لربل - دربل - بل هيڻ ضعيف - هيڻو - نبل.

= نِستارو ج نِستارا (ٿ)؛ ذ. (سن. نِستارَ). نيتارو - ڇوٽڪارو - موڪ - نجات - موکيه - گت - مڪتي - آڌار - ڇوٽڪو.

● نَشتَرَ ج نَشترون: ث. نشتر - نيشتر. (فصد يا سير چوڙڻ لاءِ هڪ ننڍڙي ونگڙي چاڪوءَ جو قسم).

● نَسترن؛ ذ. گل جو هڪ قسم - خوشبودار سفيد گلاب جو گل. ستيوتي. ڪُوجا.

● نَستعليق: فارسي زبان ۾ خط جو هڪ قسم. انشا ۽ إملا لکڻ. فصيح ۽ بليغ گفتگوءِ.

● نَستڪاڻي: اسم خاص. مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو (بلوچائين جي شاخ).

● نستُوڪ ج نِستُوڪ: ذ. صفت. (سن. نشتنڪَ. نس = سواءِ + ترڪ = دليل. ڳالهه ٻولهه). نستونگ پڪ ڪيل حقيقي - چاچيل - صاف - ظاهر - پڌرو - عيان - نشانبر - صريح - آشڪار - پرسڌ.

= نستُونڪ ج نِستونڪ؛ ذ. صفت. ڏسو نستوڪ.

= نِستونڪي ج نِستونڪي: ذ. صفت. ڏسو نستوڪ.

● نِس ٻس: ظرف. محض - بلڪل - سراسر - سڄوئي - نپٽ - هوبهو - ساڳيو.

● نسجڻ: مصدر. سسڻ - سوس کائڻ. (ڦٽ وغيره جو) چٽي وڃڻ. پَلجي وڃڻ - مُنجهڻ. (ڪ). (نسيو - نسبو - نسيل).

● نسجي وڃڻ: سوس کائي وڃڻ. چٽي وڃڻ. پُلجي وڃڻ - منجهي وڃڻ.

● نسچو ج نِسچا؛ ذ. (سن. نشچيهَ). پروسو - پڪ - يقين پرتيت ويساهه - اعتبار - ويسهه - وشواش - ايمان - عقيدو.

● نِسچي ج نِسچيون: ث. صفت. ظرف. پڪ - يقين - هڪو قطعي - تاڪيدي - ضرور - جائي - يقينا - تاڪيداً - بلاشڪ - تحقيق - البت.

● نُسخو ج نُسخا؛ ذ. (ع. نسخ) لکيل - مرقوم - رقم ڪيل. منقول ڪاپي - ڪتاب ٽيل. ڪتاب - مجلد - رسالو - پوٿي - پستڪ. دوائن جي ترڪيب لکيل پرچو - ترڪيب - ٽوٽڪو - رسيد.

= نُسخو لکڻ: ترڪيب سان دوائون لکڻ.

● نسڌو ج نسڌا؛ ذ. صفت. سڌ نه ڏيندڙ - چيو نه مڃيندڙ - بي چيو - نافرمان. متڊو - بي حيا - بي شرم.

● نسرڻ: مصدر. (سن. نشڪرشڻ > ڪوشَ ڪيڻ). (سنگ جو) ٻاهر نڪرڻ - ٻاهر اچڻ - منهن ڪيڻ - آسرڻ - آپڙڻ - ڦٽڻ - آيرڻ - سرجڻ - وڌڻ - وڏو ٿيڻ - سنگ پڌڻ - (آنءُ) جهلڻ - مورجڻ - انڪورجڻ. جدا ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ - نمودار ٿيڻ.

خوار ٿيڻ – خواري ڪڍڻ. (نِسرِيو – نِسرندو – نِسريل).
= نِسِرِيءُ پِيڻُ: ظاهر ٿي پوڻ. مستي ڏيکارڻ.
= نِسِرِيءُ پَوڻُ: ٻيڙائي ۾ نروار ٿيڻ – نڪو ٿيڻ.
= نِسِرِيَلُ ۽ نِسِرِيَلُ: ذ. صفت. سنگ ڪڍيل. ضدي – هوڏي – هٺيلو.
= نِسِري نه سگهڻُ: ڪنهن جي اڳيان پنهنجي خيال يا راءِ کي ظاهري ڪري نه سگهڻ.
= نِسِرِيءُ وڃڻ (ت): سنگ ڪڍڻ – انڪورجڻ. حد لنگهڻ.
● نَسِروانُ (ف. نوشيروان): اسم خاص. ايران جي حڪمران جو نالو.
● نَسرِينُ: ث. گل جو هڪ قسم – جهنگلي اڇو گلاب جو گل – سيوتي – ڪُوجا.
● نَسَقُ: ذ. روشن – دستور – ترتيب – بندوبست – انتظام جيئن ته "نظم و نسق."
● نُسڪو ۽ نُسڪا (ت): ذ. لالچ – حرص – اوپ. ڳولا – تلاش – ڍُونڍ.
● نَسلُ ۽ نَسلُ: ذ. ذات – قوم – جاتي – ونس – ڪُل – شجرو – ونساولي – حسب نسب – ڳوٽ – نسب نامو – بنياد – خاندان – گهراڻو – ڪٽنب – آل اولاد – ٻارٻچا – قبيلو – پشت – انس – تخم. ڳڙي – ڳنڍ.
● نَسلائيتو ۽ نَسلائيتا: ذ. صفت. چڱي نسل وارو – سٺي ٻِڄ مان.
● نِسَنڪُ ۽ نِسَنڪَ: ذ. صفت. (سن. نه = نه + شَنڪا = ستد يه). نه ڊڄندڙ – بي ڊپو – نِڊرُ – بي خوف – بي ڌيچو – نڊر – بي اونو – بي آڏڪو – نرڀو – بي پرواهه – بي فڪر – بي غرض – الغرض. ڏنڊ م – بالم – البيلو – بهادر – سورهيه – پهلوان. (سن. نه = سواءِ + سنگ = سنگ). اروار – ظاهر – جدا – اڪيلو – الڳ ڪڍيل. دنيوي ڌنڌن کان آجو – ڪمن ڪارن کان ڇٽل – دنيام گاڻل مائل نه ٿيل – تارڪ الدنيا. بي طمع. غير لحاظ.
● نَسَڻُ (ڪ): مصدر. ڀڄڻ – پاسو ڪري وڃڻ – اُغوا ٿيڻ. (نَسيو – نَسيندو – نَسيل).

● نِسَڻُ: مصدر. سُسڻ – گهٽجڻ. (نِسيو – نِسبو – نِسيل).
● نَسوارَ ۽ نَسوارون: ث. نشيدار شئي جو هڪ قسم – ڪُٽيل تماڪ ۽ چُن – ناس (ساڻي رنگ جي).
● نَسوتُ ۽ نَسوتَ (ڪ): ذ. صفت. نِسن وڍيل. نياڳو – چنبو – ڪم نصيب. تهه جو ڪريل.
● نِسورو ۽ نِسورا: ذ. (سن. نِس = سواءِ + شليه = غير ۽ ڏاريو ۽ مٽ). بلڪل – صفا – محض – سراسر – نج – خالص – صفا – ٻنهه – نپٽ – سچوئي – تمام – سربستو – سمورو. اجايو. نرو – فقط – نيلو – رڳو.
"قصو ڪربلا جو ۽ نسورو ئي ناز
رند پروڙين راز قضيو ڪربلا جو."
(شاهه).
= نِسورو ڪوڙُ: نج ڪوڙ – صفا ڪوڙ – بلڪل ڪوڙ – محض ڪوڙ – بلڪل غلط.
● نَشڪُ ۽ نُشڪ (ڪ): ذ. ڇهڪ – وڍ. لشان.
= نِسور يائيءُ: رڳيائي. نبار. محض.
● نَسوسو ۽ نَسوسا (ث): ذ. صفت. ڀنا آسري – بي آسري – نا اميد – مايوس.
● نِسُوڪُ ۽ نِسُرڪَ (ث): ذ. صفت. بي عزتي ٿيڻ بعد به پٺ نه ڇڏيندڙ – بي پتو – اناسو.
● نِسُونڪُ ۽ نِسُونڪَ (ث). ذ. صفت. چيو نه مڃيندڙ – بي چيو – نافرمان.
● نَسُونُو: اسم خاص. روايتن موجب هڪ ڪافر جو مٽين جا ڪفن لاهيندو هو. (صفت). ڪفن چور. نود. بي مروت.
● نَسٽِيءُ ۽ نه سٽيئون: ث. نه سٽيلَ – نه پٽيل – اڻ سٽيءُ – اڻ پٽيلَ.
"نصيب ڪر نَسٽيءُ کي پهونءِ آئَ وَٽانَ"
(شاهه).
● نَسنئِيئن نه: ظرف. نه سائين نه – نه سيئين نه – بلڪل نه – نيٺ نه – صفا نه. پٽيءُ ڪونهي – فڪر ڪونهي.

● نَسُّهي واري توبهہ: ث. (ع توبَةُ النَّصُوحُ) اصوح نالي هڪ شخص جي توبه (هو مُردن جا ڪفن لاهيندو هو).

● نِسيانُ: ث. (ع. نَسُيَ) پُلَ - چُوڪَ - چُڪَ - خطا - ويسر - فراموشي (ذ. صفت) غافل - وِسر ڪاڌو - ويسريو - بي پرواه - بي فڪر - گينوار.

- نِسُياني ۽ نِسُيانيُون: ث. ويسر - وِسوڙائي غفلت.

● نَسيمُ ۽ نَسيمُون: ث. نرم هوا - ٺڌي هوا - ٿڌي هوا - خوشبودار هوا - هيرُ. تنوار - تڪرار - چوپولو.

- نسيمُ بحُري: سمنڊ تان لگندڙ هوائون.

- نَسيمُ بري: بر يا رڻ پٽ (زمين) تان لگندڙ هوائون.

● نَسيڪَڻُ (ٿ): مصدر. نَڪُ صاف ڪرڻ.

● نِش: ث. (سن. نِشا = رات) رات - شب - لَيل - رينَ.

- نِشُ دِنُ: ظرف. رات ڏينهن - هر وقت.

● نِشابَرُ ۽ نِشابرَ: ذ. چٽو - صاف - ظاهر، نشان وَندڙ.

نِشارَ ۽ نِشارُونُ (بلوچڪي): ث. پاچائي.

” نمائي نِشار سين، جيڏي ڪي جتن“

(محمد شيخ).

● نِشاستو ۽ نِشاستا: ذ. (ف. نِشاستَه) هڪ پسارڪو وکر، پاڻيءَ پر پسيل ڪڻڪ جو مغز. ڪَلف - ڪانجي - پيچُ.

● نِشاطُ: ث. خوشي - شادماني - خورمي - آنند - فرحت. شادي، خورسندي - حظ - مزو - عيشُ - آرام، طرب بشاشت.

● نِشانُ ۽ نِشانَ: ذ. جهنڊو - بانئو - ڏَچا - نيشان - بيرق - نشاني اشارو - پتو - اَهڃاڻ - ڏسُ - لچڻ - چِٽُ - پارُ - پيرا. بادشاهي يا خانداني نشان. بادشاه جو فرمان. آچار - نشانو - هدَفُ - چَنبُ.

- نِشانبَرُ ۽ نِشانبَرَ: ذ. صفت. پرسِدِ - ظاهر - پڌرو - صريح - آشڪار - عيان - هَليل - کليل - زبان زد - نروار.

- نِشانبَرُ ٿيڻ: ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - نروار ٿيڻ.

- نِشانُ پتو: پار - ڏسُ - عبارت.

- نِشانَ ڪرڻ: نشاني ڪرڻ - داغ ڏيڻ - ڏنب ڏيڻ - علامت ڪرڻ - ڪَر وجهڻ - نمبر وجهڻ - مارڪو وجهڻ - ٺپو هڻڻ - مُهر هڻڻ، اثر ڪرڻ - ذهن نشين ڪرڻ.

- نِشانو ۽ نِشانا: ذ. نشان - چنب - هَدَفُ - آچار - نشاني - چِٽُ.

- نِشاني ۽ نِشانيون: ث. يادگار طور ڇڏيل ڪا شئي - يادگار - شناخت - اَهڃ - اَهڃاڻ - پتو - پار - نشان - آرڪان - آثار مرض - روڳ چِٽُ - علامت - النڪارُ.

● نَشْتَرَ ۽ نَشْتَرُونُ: ث. سيرُ وجهڻ يا چهڪ ڏيڻ جو هڪ اوزار - ڦٽ چيرڻ جو هڪ انڊي چاقوءَ وانگر اوزار - نَسُتَرَ.

● نِشْتُ ۽ نِشْتَ: ذ. صفت. بدسگڻ - آشُپ - گهاتي - ناموافق - نياڳو - ڪم نصيب - بدبخت.

● نِشْتا: ذ. ويساهه - يقين - پروسو.

● نِشپاپُ: ذ. صفت. (سن. نِشُ = نہ + پاپ) پاپ کانسواءِ.

● نِشپرانُ: (سن. نش = نہ + پراڻ) ساهہ کان سواءِ - بي ساهہ.

● نِشپروجن: مصدر. (سن. نِشُ = نہ + پرَيوجن). بي مطلب - بي غرض.

● نِشچو ۽ نِشچا: ذ. (سن. نِشچيہ) نسچو - پروسو - اعتبار - ويساهہ - پرتيت - وشواسُ - وِيسهُ - اعتقادُ - يقين، دليري. گستاخي. رازُ. (ذ. صفت) سچو.

● نِشچي ۽ نِشچيُون: ث پڪ - يقين - اعتماد.

● نِشچَلُ: ذ. صفت. (سن. نِشُ = نہ + چل = چلڻ) نہ چُرندڙ - پڪو - قائم.

● نِشِدُ: منع ڪيل - ممنوع.

● نَشُرُ: ذ. صفت. پڌرو - ظاهر - نِروار - مشهور - فاش - کُليل. (ذ. اسم). خوشبوءِ. گاهہ جي وري ساڀي ٿيڻ واري حالت. وِچانئڻ - ڦهلائڻ. زندگي.

● نِشَسْتَ ۽ نِشَسْتُونُ: ث. (ف. نِشَسْتَن = ويهڻُ) ويهڻ واري حالت - وِهڪَ - ويهڻ جي جاءِ - ٻيٺڪ - آسڻُ.

- نِشَسْتَ بَرخواستُ: ث. ظاهري تعظيم ۽ تڪريم - آٿ ويهه - ميل جول - دستور - ادب انداز - مرجادا - سيشتاچارُ - اخلاق - اچڻ - فضيلت.

- نِشقَلُ ۽ نِشقَلَ: ذ. صفت. (سن. نِشُ = نه + قَلُ = قَرُ) قل کان سواءِ - بنا قل - بي قلو - نِسقَلُ.

● نَشْڪُ ۽ نَشْڪَ: ذ. سونا سِڪا.

- نُشْڪَ ڏِيڻُ (لقص ڏيڻ): دشمنيءَ سبب ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪَنُ، چَپُ يا ٻيو ڪو عضوو وڍڻ (جنهن جو نشان هميشه لاءِ رهي).

● نَشْڪا: اسم خاص. آسوڪا جي زماني ۾ سنڌ ۾ رائج سوني سڪي جو نالو.

● نِشْڪامُ ۽ نِشڪام: ذ. صفت. سواءِ چاهنا جي - بغير شهوت - نِسڪام.

● نِشْڪَپَٽُ ۽ نِشْڪَپَٽَ: ذ. صفت. ڪپٽ کان سواءِ - نِسڪپٽ.

● نَشو ۽ نَشا: ذ. خُمار - ڪيف - شراب - بيهوشي - مدهوشي - ڪيپ - شراب خوري - مؤ - مستي - متوالپڻ. گهمنڊ - غرور - تڪبر - هَٺُ. جوش - وِلوِلو - ترنگ - لهر. پيدا ٿيڻ واري حالت. اوٻارڻ ۽ وڌڻ واري حالت.

- نَشا ٽوڙَڻُ: هوشيار ڪرڻ - خبردار ڪرڻ. مار ڪيڻ.

- نشا نَشا ڪَرَڻُ: نشائي يا نشيدار شيون واپرائڻ.

- نَشا پَتا ڪَري ڇَڏَڻُ: فضول خرچ ڪرڻ - اجايو وڃائڻ.

- نَشو ٿِيَڻُ: سُرور ٿيڻ - خُمار ٿيڻ - مدهوشي ٿيڻ.

- نَشو پَتو ۽ نَشا پَتا: ذ. ڪيف جو سامان - سُرور جو سامان.

- نَشو چَڙهَڻُ: ڪيف ٿيڻ - خُمار ٿيڻ. بيهوشي ٿيڻ - مستي ٿيڻ.

- نَشو لَهَڻُ: سُرور گهٽ ٿيڻ - ڪيف ٽوڙو ٿيڻ - هوش ۾ اچڻ - غفلت مان بيدار ٿيڻ - اک پٽڻ.

- نَشَئِي ۽ نَشَئِيءُ: ذ. صفت. نشو ڪندڙ - نشو واپرائيندڙ - شرابي - نشائي - ڪيفي - خُماري - مَنڪُ - مَست.

● نَشُو و نَما: ذ. پيدا ٿيڻ واري حالت. اوٻارڻ واري حالت.

● نِشوَ وَ نَما: ظاهر ظهور. وڻندڙ ڏيکاءُ - سهڻو نظارو.

● نَشيب: ث. لاهيءَ واري زمين - هيٺاهين زمين - هيٺاڻ - لهندي - لاهي - پستي.

- نَشيبُ وَ فِرازُ: ذ. هيٺاهين مٿاهين - لاهي چاڙهي - لاهو چاڙهو. زندگيءَ جو رنج و خوشي - ڏُکُ سُکُ - نفعو نقصان.

● نِشيدُ: ظرف. انڪار - ناڪار - نَهين - نَفِي - سَلبُ. (ذ. اسم).

- نِشيدِيُ ۽ نِشيدِيُ: ذ. صفت. انڪاري - ناڪاري - نافي - مُنفِي - سالبهَ - خراب - بَدُ - بُڇڙو.

● نَشيمَنُ: ذ. (ف). خلوت گاهه - آرام گاهه. پکين جو آکيرو.

● نَشِينُ ۽ نَشِينَ: ذ. صفت. (ف. نِشستن = ويهڻ. سن. آپَتو شٿ = ويهڻ) نشِستَ وارو - ويٺل - ويهندڙ. جيئن ته: "گادِي نَشين".

● نصُ: قرآن شريف جي آها آيت يا سَنَدَ جنهن ۾ امرونهي جو نيڪ ۽ صاف بيان هجي.

● نِصابُ ۽ نِصابَ: ذ. مال متاع، جنهن تي زڪوات واجب ٿئي - مال - زَر - سرمايو - ملڪيت - پونجي. پاڙ - بنياد. اصل. پڙهائيءَ جو ڪورس - تعليم جو گنجينو. جاچ - جاچ - پرک. ٽور - معيار - ڪسوٽي. ترازيءَ جي مُٺ.

● نَصارو ۽ نصارا: ذ. حضرت عيسىٰ عليه السلام جا پوئلڳ. عيسائي - ڪرستان - نصراني - مسيحي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● نَصُبُ ۽ نَصُبَ: ذ. پوڄا لاءِ قائم ڪيل شيءِ - بُتُ - بوتو. برقراري.

- نَصَبُ العَينُ: مدنظر- منظور خاطر.

● نَصُحُو ۽ نَصُحُو (ت): ذ. صفت. سچيءَ دل سان توبه ڪندڙ- نصوح.

● نَصُرُالله: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَصُرانِي ۽ نَصُرانِي: ذ. صفت. عيسائي مذهب جا پوئلڳ- عيسائي- نصارو- ڪرستاني. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● نُصُرَت ۽ نُصُرَتون: ث. مدد- ياري- ڪمڪ- حمايت- پنيرائي. سوڀ- ڪٽ- فتح- جيت- جئه- ظفر- ڄمڪار.

● نصرپور: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ شهر جو نالو.

● نَصُفُ ۽ نَصُفَ: ذ. صفت. اڌ- ليٖر.

- نَصُفُ قطُرُ: ذ. (جاميٽري ۾) گول ڪسي پن برابر حصن ۾ ورهائيندڙ ليڪ جو اڌ- نيم قطر.

● نَصُوحو ۽ نَصُوحا: ذ. صفت. سچيءَ دل سان توبه ڪندڙ. (اسم خاص). بالآخر سچي توبه ڪندڙ انسان جو نالو. هڪ وهميءَ جو نالو (جو "توبةالنصوح" جي ڪماني ۾ اخذ ڪيل آهي).

- نَصُوحي واري توبهه ڪرڻ: هميشه لاءِ سچي توبهه ڪرڻ.

● نَصِيبُ ۽ نَصِيبَ: ذ. ڀاڳ- قسمت- مقدر- ڀاوي- ليکو- بخت- حصو- تقدير- ڪرم- طالع. ممڪن- موونهارُ- پرالبڌ. حاصل- ميسر. مقرر- مشيت.

- نَصِيبُ ٿيڻ: ڀاڳ ٿيڻ- ڀاڳ وَرڻ- نصيب کلڻ.

- نَصِيبُ جاڳڻ: ستل بخت جو بيدار ٿيڻ- قسمت کلڻ- اقبال وڌڻ.

- نَصِيبُ سَنئون هئڻ: سڀاڳو هئڻ- بخت وارو هئڻ- قسمت زور هئڻ.

- نَصِيبُ ڦٽڻ: بد بخت ٿيڻ- برباد ٿيڻ.

- نَصِيبُ ڦٽو ۽ نَصِيبُ ڦٽا: ذ. صفت. بد بخت- نڀاڳو.

- نَصِيبُ کُلڻ: قسمت ڦرڻ- طالع جاڳڻ- بختاور ٿيڻ. ڀاڳوان ٿيڻ. اقبال بلند ٿيڻ- مان شان وڌڻ.

- نَصِيبن ۾ اچڻ: قسمت جي حصي يا ورهاڱي ۾ اچڻ- ڀاڳ موجب ملڻ.

● نَصِيحَتَ ۽ نَصِيحَتون: ث. مت- نيڪ مشورو- پند- اپديش- صلاح- سمجهاڻي- سبق- هدايت. سيکيا- سيک- گوشمالي- سزا- تنبيهه- تاتهرج- مدعا- فهمائش. عبرت- عجب. سڌ- سماچار- خبر.

- نَصِيحَتَ آموزُ ۽ نَصِيحَتَ آموز: ذ. صفت. نصيحت وارو- نصيحت ڏيندڙ- سبق آموز- نصيحت آميز- چتائيندڙ- فهمائشي. عبرتناڪ. فائدي مند.

● نَصِيرُ ۽ نَصِيرَ: ذ. صفت. مددگار- يار- ساٿي. (اسم خاص). هڪ يهودي قبيلي جو نالو.

● نَصِيرُآباد: اسم خاص. تعلقي سکر ۽ وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَصِيرُ پُرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نَصِيرُ چانڊيو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَصِيرُ ڏوٿڙو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَصِيرُ واهُ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ جهوني واهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● نُطُفو ۽ نُطُفا: ذ. صفا پاڻي. مڙس جو پاڻي- مني. منيءَ جو ڦڙو- مڙسيءَ جو ٻج- وبريهه. روشن- شفاف- نُطفه. مُٽ- پيشاب.

● نُطُقَ: ذ. (ع). ڳالهائڻ جي طاقت- تقرير- ڪلام.

● نِظارو ۽ نِظارا: ڏسڻ واري حالت- نگاهه- نظربازي- ديدار بازي- درشن- ديدار- اکيون ڏيڻ. درشني- نمائش- ڏيساندڙ- ڏيک- منظر- لقاءُ- سپهيري- ڏيکاءُ. تيج- رونق- جلوو- ڪرانتي- جهلڪو- پڙڪي- پرتاب- ڏما- براج- تجمل- ٺٽ- ڊاندس- پيڪو. سونهن- سوڀيا- حسن. غور-

جاچ. (ذ. صفت). ڏسندڙ - نظر ڪندڙ. ظاهر - پڌرو.

- نِظارِي نِرُوارُ: پڌري پٽ - ظاهر ظهور - ميدان تي.

● نِظامُ ع نظامَ: ذ. موتين جي تند - ڌاڳي ۾ پوتل جواهرات. پاڙ - بنياد - اصل. سلسلو - ترتيب. انتظام - بندوبست - آراستگي - ٺاهه - پرٻند - سٽو - جوڙجڪ - سجاوٽ.

- نِظامُ الشَمسُ: ذ. سورج منڊل - سج جو نظام - نظام الشمسي - سولر سسٽم.

- نِظامُ شَمسِي: سج، چنڊ ۽ تارن جو سڄو - سورج منڊل. ستارن ۽ گرهن جي چرپر جو علم.

● نِظامُ آباد: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِظامائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. رستمائين جي شاخ سان مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو. تعلقي خيرپور ميرس ۽ تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَظَرُ ع نَظَرَ، نَظَرُون: ث. (سن. نتج) اکين جي روشني - ڏسڻ جي طاقت - نُورُ - نگاهه - ليرت - ڏسٽي - بصارت - جوت - ديد - درشن. ڏيک - ڏيکاءُ - نظارو - لقاءُ - تماشو. ديدار - درشن. ملاحظ - نظرباز - چشم بد. جهلڪو - چمڪو. غور سان ڏسڻ واري حالت - ويهار - ڌيان - خيال - ويچار - قياس - سمجهه. رايو - راءِ. سرسري نظر - سنيال. اک - چشم.

- نَظَرُ اچڻُ: ڏيکاڻي ڏيڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ - معلوم ٿيڻ. حاضر ٿيڻ - پيدا ٿيڻ. ميلڻ - حاصل ٿيڻ.

- نَظَرُ اچي وڃڻ: ڏسڻ ۾ اچڻ - ديد ۾ اچڻ - اک تي چڙهڻ - ڏسجڻ.

- نظرانداز ڪرڻ: نظر نه ڪرڻ - نظر تان لاهي ڇڏڻ - ڇڏي ڏيڻ. ناپسند ڪرڻ - نامنظور ڪرڻ توهه ڪرڻ.

- نَظَرائِڻُ: مصدر. خراب نظر هڻان آڻڻ. (نظرائيو - نظرائيندو - نظرائيل).

- نَظَرُ بازُ ع نَظَرُ بازَ: ذ. صفت. نظر جو مزو وٺندڙ - ديدارباز - ڏسڻ جو شوقين.

- نَظَرَ بَچائِڻُ: لِڪڻ - پاسو ڪرڻ - غائب ٿيڻ.

- نَظَرَ بَنَدُ ع نَظَرَ بَنَدَ: ذ. صفت. نظرهيٺ - پهري هيٺ - نِگرانيءَ هيٺ - حراست ۾ - ٻاندي - بندش هيٺ. قيدي - رياستي قيدي. ڪن ساعت - ٿورو عرصو - پَل ڪَن. جادو - منتر - منڊ. قيدخانو - (ث. نظربنديائِي ع نظربنديائِيون).

- نَظَرَ بَنَدُ رَکڻُ: حراست ۾ رکڻ - نگرانيءَ ۾ رکڻ. نظر کان غائب نه رکڻ.

- نَظَرُ بَنَدُ ڪَرڻُ: حراست ۾ وٺڻ - نگرانيءَ ۾ رکڻ - اک ۾ رکڻ - ڪڙي نظر ۾ رکڻ. قيدي بڻائڻ.

- نَظَرَ بَندِي ع نَظَرَ بَندِيُون: ث. حراست - نگهباني - چوڪسي - حوالات روڪ - بندش - گرفتاري. چشم بندي - جادو - هٿ نات. (ذ. صفت). قيدي.

- نَظَرُ تَنگُ ع نَظَرُ تَنگَ: ذ. صفت. گهٽ نظر رکندڙ - ڪنجوس - مکي چوس - چنجوس.

- نَظَرَ تي چَڙهڻ: ڏسڻ ۾ اچڻ - نظر اچڻ. اک ۾ ٿيڻ. ڪنهن جي نظر ۾ ممتاز هجڻ - منظور نظر ٿيڻ. پسند اچڻ. رتبو پائڻ. حقير ٿيڻ - ذليل ٿيڻ.

- نَظَرِ ثاني ڪرڻ: دوباره ڏسڻ - وري جاچڻ - پڙتال ڪرڻ. متاڇري نظر ڪرڻ.

- نَظَرَ پوڻ: اک پوڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ - ڏسڻ جو اتفاق ٿيڻ - ڏسي سگهڻ - اکين جي روشني هئڻ - ڏيکائي ڏيڻ - ڏسي وٺڻ. معلوم ٿيڻ.

- نظرَ چڙهڻ: ڏسڻ ۾ اچڻ - ڏسي وٺڻ. ملي وڃڻ - هٿ اچڻ. خيال ۾ هئڻ - خاطر ۾ اچڻ - ڌيان ۾ اچڻ - سمجهڻ.

- نَظَرُ دارِي ع نَظَرَ دارِيُون: ث. سرسري نظر - سنيال - پوئواري - سربراهي - داروغپڻ - مٺ نظر - سهو - آپ درشٽي. نظر چوڪ - غلطي.

- نَظَرَ دِيدَ: ث. جاچ - تپاس - چڪاس - پريڪشا.

- نظر ڏنپائي: ث. نظر ھڻندڙ ماڻھوءَ کي نظر واپس وٺڻ لاءِ ڏنل اُجورو. صدقو - خيرات.
- نظر ڏنپائي ڏيڻ: بد نظر دور ڪرڻ لاءِ ڪاڏي وغيره مان ڪجھ ڏيڻ. دان ڏيڻ - خيرات ڏيڻ. ٽورو ڏرو ڏيڻ.
- نظر رکڻ: سنڀال ڪرڻ - خبر لھڻ - سنڀال لھڻ - ٽھوڙڻ.
- نظر ڪرڻ: ڏسڻ - نظر وجھڻ - اشارو ڪرڻ. نگھباني ڪرڻ - خيال ۾ رکڻ - جانچڻ.
- نظر لڳڻ: بد نظر جو اثر ٿيڻ - نظرجڻ. آڪ ھڻڻ.
- نظر مان ڪيڻ: جاچي ڇڏڻ - ڏسي ڇڏڻ - اک مان ڪيڻ - جاچڻ - ڏسڻ.
- نظر نه اچڻ: ڏسڻ ۾ نه اچڻ - ڏيکائي نه ڏيڻ. خبر نه پوڻ - پتو نه لڳڻ.
- نظر نانجھو ٿيڻ (ڪ): نظر کان معذور ٿيڻ - نظر گھٽ ٿيڻ.
- نظرڻ: مصدر. نظر ھڻڻ. تڪي ويھڻ. (نظريو - نظريندو - نظر يل).
- نظر وچڙڻ: اک اڙائڻ. اک چمڪائڻ.
- نظر ھڻڻ: بد نظر ڪرڻ - خراب نظر ڪرڻ.

● نظر ترڙي: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● نظرپور: اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● نظرپور جاگير: اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● نظر ڏيتو: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● نظر گھانگھرو: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● نظم ۽ نظم: ذ. ڌاڳي ۾ پوتل موتي، لڙي - سٽ - ڏورو - ڌاڳو. انتظام - بندوبست - آرائستگي موزون ڪلام - شعر - شبد - چيد - ڪوت - ڪوتا - بيت - غزل.

- نظم و نسق: انتظام - بندوبست - آرائش - آرائستگي.

● نظير ۽ نظير: ذ. وانگر - مثل - مانند. مثال - تمثيل - نمونو - حوالو - آرٿاءَ - اوڪاڻ - درشٽانت - مثله. باعث عبرت - ثاني - مٽ - شريڪ - ھڪ جھڙو، مِٽن گھڙت قصو - ڪوڙي ڳالھ - آکاڻي - افسانو - چوٽي - حڪايت.
- نظير ھڻڻ (ڪ): پٽاڪون ھڻڻ - لائون ھڻڻ - ڪوڙ ھڻڻ.

● نعت ۽ نعتون: ث. صفت - ثنا - ساراھ - تعريف - توصيف - تحسين - واکاڻ، حضرت جن جي ساراھ ۾ ڳايل راڳ - مدح.

● نعرو ۽ نعرا: ذ. زور وارو آواز - واڪو - رڙ - للڪار - شور - غوغاءُ - شور جنگ - نارو.
- نعرو ھڻڻ: ھوڪارو ھڻڻ - وڏو واڪو ڪرڻ.

● نعش ۽ نعش: ذ. جنازو - مردو - لاش - آسمان تي اتر طرف ستن تارن جو ميڙ - ڪتيون.

● نعل ۽ نعل: ذ. گھوڙي جي پيرن ۾ لڳل لوھ جو گول چڪرو نال. جتي - ڪفش - پاپوش - جوتو - جتي - جوڙو. آمدني.
- نعل بند ۽ نعل بند: ذ. صفت. نعل ھڻندڙ (گھوڙي وغيره کي) نال ھڻندڙ - سيلوتري - لوھار.
- نعل بندي: ث. (گھوڙن کي) نعلن ھڻڻ جو ڌندو.

● نعل بند: اسم خاص، ھڪ ذات جو نالو.

● نعم: ذ. صفت. نيڪ - اتم - سٺو.
- نعم البدل: نيڪ عيوض - بھتر بدلو.

● نعمان: اسم خاص. عرب جي ھڪ بادشاھ جو نالو - نعما بن منذر. امام ابوحنيفه جو نالو

● نعمت ۽ نعمتون: ث. دسترس مال - دولت - ثروت - پولجي - موڙي - ملڪيت - پدارٿ - ھڙ - ھونديءَ بخشش - ذات - عطا. رحمت - برڪت - مھرباني - رحم، مليدو - ڪڻ - ٽورو - لاپ - فائدو، جمعيت - آسودگي - و ٺھيائي - آسائش - آرام - سک - آسيس - دعا. روزي - روزگار، نياز - لاڏ.

● نعُوذُ: ذ. اسين پناهه گهرون ٿا.
– نَعُوذُ بِاللّٰهِ: اسين خدا کان پناهه گهرون ٿا.
● نَعيمُ ۽ نعيمَ: ذ. بهشت- جنت. نعمت- رحمت. نيڪي- ثنا. مال- ملڪيت. نازُ- لاڏُ.
● نَغارو ۽ نغارا: ذ. (ع. نقاره) واڄو يا وڏي ڍُهل جو هڪ قسم- وَڄندڙ ڍَمُ- ڀيرُ- طَبل- نوبتَ. ڪوسُ. ڌمڪ- سڪندر اعظم جو ٺاهيل هڪ سازُ.
– نغارچي ۽ نغارچي: ذ. صفت. نغارو وڄائيندڙ- ڀيرُ تي ڏونڪو هڻندڙ- نوبتي.
● نغدي ۽ نغدي (ل): ذ. فراسيءَ جي چٽن جو هڪ قسم.
● نغمو: ذ. مٺو آواز- سُريلو آواز- راڳُ- غزلُ. مرغوبُ آواز.
● نغمُون ۽ نغمانُ: ذ. راڳ- گيتُ- ترانو. مٺو آوازُ- سُريلو آوازُ. سُرود. ٻولي.
– نغمي دارُ ۽ نغمي دار: ذ. صفت. سُرَ واري- مٺيُ- وڻندڙ.
– نغمي سرائيُ ۽ نغمي سرائيونُ: ث. تعريف- ثنا- ڳائڻ واري حالت.
● نغنُ ۽ نغنَ: ذ. ڪنڪ جي مانيءَ جو هلڪو ڦلڪو- ڍڳُو- ڍڳڙُ.
● نَفادُ ۽ نفاد: ذ. گذري وڃڻ يعني تير جي نشاني کي ٽوڙي پار وڃڻ واري حالت. فرمان. خطُ.
● نِفاسُ ۽ نِفاسَ: ذ. تازي ڄڻيل (وِيم ڪيل) عورت جي عضوي مخصوص مان چاليهن ڏينهن تائين وهندڙ ڪنگهو پاڻي.
● نَفاستَ ۽ نفاستُون: ث. لطافت- نفيساڻي- صفائي. پاڪيزگي- خوبي- پسنديدگي. حسدُ- ساڙو- بخيلي.
● نِفاق ۽ نِفاقَ: ذ. اڻبڻت- اڻ ٺاهه- بدسلوڪي- اڻ ٻوند- تڪرار- ڪُرسي- روسامو- ڦيڪٽ- وِڇوڙ- ڪينو- ڪپت- دُوئي- دغا- بُغض- عداوت- دشمني- بگاڙ.
– نِفاق پَوڻُ: ڦوٽ پوڻ- بگاڙ پوڻ- دشمني ٿيڻ.
– نِفاقُ وجهڻُ: ڦوٽ وجهڻ- بگيڙو وجهڻ- دشمني پيدا ڪرڻ.
● نِفتُ ۽ نِفتَ: ذ. زمين مان نڪرندڙ ڪاري روغن جو هڪ قسم- نفطُ. پيٽرول.
● نف جو تيلُ: ذ. تيل جو هڪ قسم- نفطُ- حَمَرُو.
● نَفرُ ۽ نَفرَ: ذ. ٽن کان ڏهن تائين ماڻهن جو گروهُ. نوڪر- دربان- ٻورچيُ پانهو- گولو- چاڪر- ملازم. قُلي- مزدورُ- هڪ ماڻهو. (ت. نفرپائي ۽ نفرپائيونُ)
– نَفري ۽ نَفريونُ: ث. نوڪري- غلامي- پانهپ.
● نَفرتَ ۽ نَفرتون: ث. بيزاري- ڪراهتَ- حقارت- بيچان- ڏڪار- لعنت- اڻ رس- ڪِرپ- سُوڳ- ڪيلاني- ناپسنديدگي. (ضد. رغبت).
– نفرت ڪرڻ: ڪراهت ڪرڻ- حقارت ڪرڻ- حقارت جي نگاهه سان ڏسڻ.
● نَفسَ ۽ نفس، نفسُون: ذ. ث جان- روح- آتما- دمُ- ساهُ- پساهه- پراڻ- تنفس ذات- هستيُ- وجُود- عِز. حقيقت- اصليت- اصل. جوهر- ستُ- مغز- لب لُبابُ. (عورت وغيره جو) جسم- سرير- جُثو- تن- ٻت- بدن. خود- آتم- پاڻ. عضوو تناسل- مرد جو مخصوص عضوو- انساني آلت. حيواني خواهشون- نفسانيت- جسماني خواهشات- وسيُون.
– نفس اماره: ذ. انسان کي حيواني خواهش ڏانهن راغب ڪندڙ نفس- ٻُرن ڪمن ڏي لاڙو ڪندڙ انساني خواهش- انسان جي شيطاني صفت.
– نفسانفسيُ: ث. پنهنجو- پنهنجي سِر جو- پنهنجي جند جو خيال- ذاتي مفاد ۽ مطلب.
– نفسا نفسي لڳڻُ: هر ڪنهن کي پنهنجي سِر جو خيال ٿيڻ.
– نَفسانيُ ۽ نَفسانيُ: ذ. صفت. نفس جو- نفس وارو- جسماني- دُنيوي- سريرُڪ.

نَفْسانِيَتَ ۽ نَفْسانِيَتُونَ : ث. خود غرضي- آپو- پاڻپڻو - آپو-آپڻي - آپمانُ- خود ثنائي - مانُ- آءُ ، نفس پروري - نفس پرستي - شهوت پرستي - رنگ رس - عيش عشرت - هوا هوس - آو باشيُ- عياشي. ضد هٺُ- غرور - گهمنڊُ- مغروري - د.ر. ناز. ڪاوڙ - ڏمر - غصو.

▬ نَفسَ پيتو نہ هُئڻُ: بي غيرت بڻجڻ - بي شرم يا بي حيا ٿيڻ.

▬ نَفسُ پرَستُ ۽ نَفسُ پرَستَ : ذ. صفت. نَفسُ پرورُ - شهوت پرست ، عياش ، خود غرض - خود پرست.

نَفسُ پرَستيِ ۽ نَفسَ پرَستيُونُ: ذ. شهوت پرستي - عياشي - خود غرضي - خود پرستي.

▬ نَفسُ پرورُ ۽ نَفسَ پرورَ: ذ. صفت. نَفسُ پرَستُ.

▬ نَفسُ جو: ذ. پنهنجو - خودجو - ذاتي - وَجُود جو.

▬ نَفسُ جيِ مار ڏوڻ (ت): ڪينو لوڙڻ - ڪيل ڏوهن جي سزا پوڳڻ.

▬ نَفسَ ڪُشُ: ذ. صفت. پنهنجي نفساني خواهشون ماريندڙ ، زاهد - پرهيزگار.

▬ نَفسَ ڪُشيِ: ث. نفساني خواهش روڪڻ واري حالت ، زهد - تقويٰ - پرهيزگاري.

▬ نَفسُ کي نَفيءَ جو چوکو ڏنگ يا ڏنبُ چڪائڻ: ذ. نَفيُ جي لفظن يعني لاَ اِلـٰهَ (ڪا به شيءِ پوڄا جي لائق نہ آهي) چوڻ وقت پنهنجي وجود کي بہ وساري ڇڏڻ.

▬ نَفسُ لَوّامہُ: ذ. صفت. پاڻ کي ملامت ڪندڙ ، دل جي هدايت تي گناهہ ڪندڙ.

▬ نَفسُ مارڻُ: خواهش کي روڪڻ - مَنُ مارڻ - طبيعت مارڻ. پارسا ۽ پاڪدامن رهڻ ، تقويٰ ۽ زهد اختيار ڪرڻ.

▬ نَفسُ نِباتيِ: ذ. روئيدگي ۽ وڻن ٽڻن وارو روحُ.

▬ نَفسيِ ۽ نَفسيِ: ذ. صفت. نفس جو - ساهہ جو - پنهنجو - خود جو - ذاتي. روحاني. شهوتي.

▬ نَفسَينُ (ع): ذ. ب. نَفسَ - ١- نَفس آماره ٢- نَفسُ مُطمئنہ.

▬ نَفسيِ نَفسيِ: ث. پنهنجي پنهنجي نفس جي ، پنهنجي پنهنجي ذات جي ، پنهنجي پنهنجي حال جي گرفتاري ، ٻئي جي خبرگيريءَ کان بيپرواهي.

● نِفطُ ۽ نَفط : ذ. شيروان جي ملڪ ايران ۾ زمين مان نڪرندڙ هڪ سياهہ روغن - باروتُ. پٽرول.

● نفعو ۽ نفعا: ذ. فائدو - لاڀ - آپت - اپراسو - پراپت - ڪٽيو - لاهو - سوپاسو - و ٿاءُ ، سود - وياج - منافعو - منفعت. حاصل - حاصلات - ڦَل - نتيجو - ثمرُ.

▬ نفعائتو ۽ نفعائيتا: ذ. صفت. نفعي وارو - فائديمند - سود مند - فائدي وارو - وَٽاءَ وارو - واڌاري وارو - لاهائيتو - گنجائشي - آپت وارو - آپتائتو - لاڀائتو - ڦلدائڪ - ڪٽا ڪاري - حاصل - مُثمرُ.

▬ نفعائتو : ذ. صفت. نفعائتو - فائدي وارو - واڌاري وارو - سود مند - لاڀائتو - ڦلدائڪ - ڪٽا ڪاريُ.

▬ نفعو ڪرڻ: فائدو ڪرڻ - نفعو ڪمائڻ - ڪٽيو ڪمائڻ.

▬ نفعو ڪڍڻ: فائدو حاصل ڪرڻ - لاڀ حاصل ڪرڻ.

▬ نفعو نقصانُ: ذ. فائدو ٽوٽو - هار جيت. برائي ڀلائي - نيڪي بدي.

● نَفقہُ ۽ نَفقاتُ: ذ. زندگيءَ جو گهرجون.

● نَفلُ ۽ نَفلَ: ذ. اڻ واجب عبادت - فرض کانسواءِ بي وڌيڪ عبادت - وڌيڪ عطيہ.

● نَفيِ: ظرف. انڪار - ناڪار - نَهينُ - سلب - نہ - آياڻ - عدمُ - نيستي - ناستيہ. اخراج - دوري ، لا اِلـٰهَ چوڻ. (ذ. صفت). ناڪار ڪندڙ - انڪاري.

▬ نَفيُ ڪرڻ: نابود ڪرڻ - ناسُ ڪرڻ. انڪار ڪرڻ - ناڪارَ ڪرڻ.

● نَفيرُ ۽ نَفيرَ: ذ. فرياد - دانهن - نالہ - آواز وڏي بانسريءَ جو هڪ قسم. (ذ. صفت). نفرت ڪندڙ.

● نَفيِسُ ■ نَفيِسَ: ذ. صفت. نرم - لطيف - ملايم - پتلو - سوکيم - ڪومل - نازڪ - آتم - نادر - عمدو - چوکو - چونڊ - چتايل - چيدو - وڻندڙ - انوکو. قيمتي - بيش بها. پاڪيزو - صاف - پاڪ - نرمل - سُٿرو.

● نَفيِلَ ■ نَفيِلُونُ: ث. فقيرن جي وڄائڻ جو سِڱُ - توتارو - نفيري - نادو. (ذ. صفت). تمام ڊگهو - لنبو.

● نِڦَ ■ نِڦُونُ: ڪهڻي پند ڪرڻ يا سوڙهي جُتي پائڻ ڪري پير ۾ ٿيل گاٺ - ڦلٿو - لِڦ - ٽوڦيندو - نڪ.

● نَڦَرُ ■ نَڦَرَ: ذ. صفت. نفر - نوڪر - غلام. (نڦرائي ■ نڦرائيُونُ).

- نَڦِرَڻُ (ل)؛ مصدر. ڇانهين يا گدري جون ڏندن سان کلون لاهڻ يا ڇلڻ. (نَڦِريو - نڦريندو - نَڦِريَلُ).

● نَڦِرو ■ نَڦِرا؛ ذ. صفت. ڦر کان سواءِ - بي ڦر - نِڦلو - اجايو - آڪيارٿو - بي سود - مفت - ناحق - خالي پيلي - بي فائدو - آجاڙ. ڪوڙو. عبث - تُڇ - خسيس - بيهودو - مايارو بي. بنا اولاد - لُنب.

● نِڦَلُ ■ نِڦَلَ؛ ذ. صفت. بنا ڦل - لڦر - ڦل کان سواءِ - اجايو - بي سود - فضول - نِهڦل.

- نِڦلو ■ نِڦلا؛ ذ. صفت. نڦل - اجايو - فضول - رائيگان.

● نِڦوسَڪُ ■ نِڦُوسَڪَ؛ ذ. صفت. نپنسڪ - کدڙو - مخنث - نامرد - خنثي - بي جنس.

● نِقابُ ■ نِقابَ: ذ. منهن تي رکيل پردو - روء بند - برقعو - چهري پوش - منهن ڍڪ - گهونگهٽ - مُرڪو - پتل.

● نِقابو ■ نِقابا؛ ذ. مسلمان عورتن جو نماز وقت مُنهن جي چوگرد ڦيري ٻڌل ڪپڙي جو طريقو - ڍَڪ - نقاب - پردو - برقعو.

- نِقابو ڪَيڻُ: نماز وقت عورتن جو ڪپڙو مٿي کان ٻڌڻ - نقاب ڪرڻ.

● نَقادُ ■ نَقادَ: ذ. صفت. سچ ڪوڙ الڳ ڪندڙ - تنقيد ڪندڙ. نڪتچيني ڪندڙ - سِڪي کي پرکيندڙ - چقمق.

● نَقارو ■ نَقارا؛ ذ. وڄائڻ جي ساز يا دهل جو هڪ قسم - نغارو - ٻيهڙ - نوبت - ڍول.

- نَقارچِيُ ■ نَقارچِيُ: ذ. صفت. نقارو يا نغارو وڄائيندڙ.

- نَقارو وَڄائي وڃڻ: شهرت حاصل ڪري وڃڻ - دنيا ۾ نالو ڪڍي وڃڻ (وفات ڪرڻ) - نهايت عيش جي زندگي بسر ڪري مرڻ.

● نَقّاشُ ■ نَقّاشَ: ذ. صفت. نقش ڪڍندڙ - چٽ ٺاهيندڙ - رنگ ساز - نقش ونگار بنائيندڙ - گلڪاري ٺاهيندڙ - نقشه نويس - تصوير ناهيندڙ - مصوّر - ڪمانگر - پينٽر - چترڪار - سنگتراش - چِٽيندڙ.

- نَقاشِي ■ نَقاشِيُونُ: ث. نقش ڪيڻ واري حالت - چٽن يا گلڪاري ڪيڻ جو هنر - تصوير ڪيڻ جو ڏَندو - نقشه نويسي - مصوّري - ڪمانگري - چترڪلا - چِتسالي.

● نَقالُ ■ نَقالَ: ذ. صفت. نقل ڪندڙ - ويس ڌاري - ايڪٽر - نَٽ - ٻهُرو - مسخرو. ٻهروپي. لانڍارو - ٺرڙو.

- نَقالِي ■ نَقالِيُونُ؛ ث. نقل ڪرڻ واري حالت - نقل و حرڪت - نٽ - نخرو.

● نَقاهَتَ ■ نَقاهَتُونُ: ث. ڪمزوري - ضعف - ناتواني - ناطاقتي - دُربلتا.

● نَقْبُ ■ نَقْبَ: ذ. سوراخ يا تنگ ڪرڻ واري حالت. سُرنگ ڪرڻ واري حالت.

● نَقْدُ ■ نَقْدَ: ذ. روڪڙ - روڪڙا پئسا - وجه - نقدي - ناڻو - مال - ملڪيت. حاضر وقت - حال - هائي. (ضد. نسيه = اوڌر).

- نَقْدُ ناڻو ■ نَقْدَ ناڻا: ذ. روڪڙا پئسا - نقدي - ملڪيت.

● نَقْدِيُ ■ نَقْدِيُونُ؛ ث. روڪڙ - روڪڙا پئسا.

● نَقَرَ: اسم خاص. تعلقي مڪرانڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نُقرُ ۽ نُقرَ: ذ. دهل جو هڪ قسم.

● نُقرَجِيُ: اسم خاص. تعلقي ڳوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَقرَ جِيُ جاگِيرُ: اسم خاص، تعلقي ڳونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَقرو ۽ نَقرا: ذ. (ع. ناقور) تُري - توتاري - ڪرناءِ.

● نُقرو ۽ نُقرا: ذ. اڇي رنگ جو گهوڙو- چاندي جي رنگ جهڙو گهوڙو (جنهن جون ماڪيون شيريون ۽ گرميءَ ۾ نظر گهٽ ٿئي) - سفيد. ماز جو هڪ قسم.

- نُقرَهَ: ذ. ڳريل چاندي.

● نُقرَئِيُ ۽ نَقرَئِيُونُ: ث. چانديءَ مان ٺهيل شئي.

● نَقشُ ۽ نَقشَ: ذ. چِٽُ- چِٽِ- گلڪاري- چِتسالي. آڪَر- قلم ڪاري. ڇاپو- نشان- ٺپو- ڇاپَ- چِترَ- صُورَ- مُهرَ، شبيهه- مورتي- تصوير.

- نَقشُبَندُ ۽ نَقشبَندَ: ذ. صفت. نقش ڪندڙ. خالق ۽ صانع.

- نَقشُ پَوڻُ: مانُ وڃائڻ- عزت وڃائڻ.

- نَقشُ ٿيڻ: (دل تي) چَمِڙيُ وڃڻ- چِتجي وڃڻ- آڪري بيهڻ- ڪُني بيهڻ- چڱيءَ طرح ياد ٿي وڃڻ.

- نَقشُ ڪرڻ: ڇاپڻ، ول پوتا ناهڻ.

- نَقش وارو هُئڻ: مانائتو هئڻ- باعزت هئڻ.

- نَقشو ۽ نَقشا: ذ. (ع. نَقش) صورت حال- چارت- خاڪو. ڪنهن شيءِ جو نمونو- بيهڪ- روپ- شڪل- تصوير- شبيهه- مورت. چترام- فوٽو- عَڪس. حاضريءَ جو ڪتاب- رجسٽر- داخلا جو ڪتاب.

● نَقصُ ۽ نَقصَ: ذ. ڪمي- ڪوتاهي- گهٽتائي- اوڻائي- ڪوت- اڻپورائي- اوڌرهائي. ويڪَ- سُقر- بيءِ- وڏِ- خامي- آلَ- عيب. اوڳڻ- داغ- ڪلنڪ- لِڪو. بُرائي.

● نُقصانُ ۽ نُقصانَ: ذ. ڪمي- ڪوتاهي- گهٽتائي- سوس- ضرر- ٽوٽو- زيان- حَرَج- ڇيهو- آپوڇي- تاوَنُ- چٽي- گاسَ- گهاٽو. ضايع- خلل- فتورُ- تباهي- برباديءَ ڏڪ- تڪليف- چوٽَ- قباحت.

- نُقصان ڪرڻ: ڪم بگاڙڻ- ٽوٽو ڏيڻ. تڪليف ڏيڻ. اوڳڻ ڪرڻ.

● نُقطو ۽ نُقطا: ذ. ٽِبڪو- ٻُڙي- جملي بند ڪرڻ جو نشان- پورو دم، ڏِپو- شوشو. اِشارو. خيال- ويچار.

- نقطو ٿي بيهڻ: خيال تي بيهڻ- ويچارو تي بيهڻ.

● نَقلُ ۽ نَقلَ: ذ. آتارو- مشقَ. آهل- ويچارو- لاڏ- نخرو- ٽال- قصو- ڪهاڻي- افسانو- فسانو. هڪ مذهبي ڪتاب- روايت. شراب وغيره ڪانپوءِ کاڌل ميوي يا مٺائي جو هڪ قسم.

- نَقلائِيُ ۽ نَقلائِيُونُ: ث. نقل ڪرڻ جي في يا اجورو- آتاري جو عيوضو.

- نَقلُ ڪرڻ: ڪاپي ڪرڻ- آتارو ڪرڻ- مشق ڪرڻ. آهل ڪرڻ- نٽ يا نات ڪرڻ- نخرو ڪرڻ- ٽال ڪرڻ.

- نَقلُ نَويسُ ۽ نَقلُ نَويسَ: ذ. نقل ڪندڙ- آتارو ڪندڙ- نقال- عدالت جي فيصلن جا نقل ڪندڙ- منشي- ڪلارڪ- مُحرِّرُ.

- نَقلُ نَويسِيُ: نقل ڪرڻ واري حالت- آتارو- نقل.

- نَقلُ هڻڻ: ڏَپَ ڪڻڻ- چنبڪ ڏيڻ- ڳالهائڻ- ڏمڪي چاڙهڻ. گهوڙي جو مستي ڪرڻ، ٽوڪ هڻڻ- چٿر ڪرڻ.

- نَقلِيُ ۽ نَقلِيُ: ذ. صفت. ڪوڙو- هٿرادو- جڙتو- ڪوڙو- جعلي- تقليدي- مصنوعي. روايتي. (ضد. اصلي). نقل ڪندڙ- آتارو ڪندڙ- آهليرُ- مسخرو- ٽاليرُ- نقال. افسانا لکندڙ.

● نَقلُ ۽ نَقلَ: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم (پستن، بادامين وغيره سڪل ميوات کي چاش ۾ ٻوڙي ناهيل).

● نُقُوش: ذ. نقش جو جمع. چٽ- گل. نقشا.

● نَقِيبُ ۽ نَقِيبَ: ذ. صفت. ماڻهن جي اصل نسل کان واقفڪارُ بزرگ. سردارُ- اڳواڻ. راجدوتُ- پشراءِ- مُنادُ.

● نَڪُ ٤ نَڪَ؛ ذ. (پرا. نَڪا. ف. الف. سن. نڪر > لاسِڪا > نَسُ = ناس) بدن ۾ ساهه کڻڻ جو هڪ عضوو - بدن جي پنجن حواسن مان هڪ حواسُ - ناسِڪو - بيِنُڻيِ - آنُفُ - ناس. شرم - پتو - حيا - لَڄ - مَترَمُ - مَترُجاتا. (ذ. صفت). سيني ۾ سهڻو.

- نڪان ساهه کڻڻ؛ تمام ڪمزور هئڻ - ضعيف هئڻ. غريب هئڻ.
- نَڪُ پوڙَڻُ؛ حيا شرم ڇڏڻ - بي حيا ٿيڻ - نِرلڄو ٿيڻ. گِلا ڪڻڻ.
- نڪ تان مر لاهڻ؛ ڪنهن جي ميار لاهڻ.
- نَڪَ تائين پيٽُ ڀَرَڻُ: کهڻو کائڻ - پيٽ ڏاهڻ - پيٽ ڀرڻ.
- نَڪَ تووِبَهَ ٤ نَڪَ توبَهون؛ ث. تمام گهڻو پڇتاءُ.
- نَڪَ تي مَرُ سَهَڻُ: گِلا سهڻ - نِندا کڻڻ.
- نَڪَ تي مَرُ لَڳَڻُ (ت). ٺِڪو لڳڻ - ڪَلَنڪ لڳڻ.
- نڪ تي مر نه سهڻ؛ ميار گلا نه پڌڻ.
- نڪ ٺُورو ڪرڻ؛ لهرائڻ - منهن موڙڻ. وڏائي ڏيکارڻ.
- نَڪَٽُو ٤ نَڪَٽا؛ ذ. صفت. نَڪَ ڪٽيو - نڪ وڍيو. نِرلَڄُ - بي شرم. (ث. نَڪَٽِي ٤ نَڪَٽِيون).
- نڪ ٺوپائڻ؛ بولو يا نٽ وجهڻ.
- نڪ جو ڏاڍو؛ بي حيا - بي شرم.
- نڪ جو نترچو هئڻ؛ بيپرواهه هئڻ.
- نَڪَ جي مَرُ نه ڪَڻَڻُ؛ ٺورو نه سَهَڻُ - احسان نه کڻڻ.
- نڪ جهلڻ؛ ساهه بند ڪرڻ.
- نَڪُ ڇَپُ نه هئڻ؛ حيا شرم نه هئڻ - بي حيا ٿيڻ - نِرلڄو ٿيڻ.
- نَڪُ ڇَپُ وڍڻ؛ جٺ ڪرڻ - تعدي ڪرڻ.
- نَڪَڇِيڻو ٤ نَڪَڇِيڻا؛ نڪ وغيره جي وارن ڇڻڻ جو اوزار - نڪچيڻو.
- نڪ ڇَٽَ ڪرڻ: نڪ وڍڻ (اوزار سان).
- نڪ چڪائڻ: هوشياري ڪرڻ.
- نَڪَ چِڪِڻِي ٤ نَڪَ چِڪِڻِيون: ث. نَڪَ يا زڪام ٺوڙڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ دوا جي دَٻلي - وِڪَسُ. نڪي ناس.
- نَڪُ ڏِيڻُ: بي غيرت ٿيڻ.
- نَڪَرُ ٤ نَڪَرَ: ذ. صفت. ڏکي يا وڏي نڪ وارو سنگهڻ جو تيکو - نڪ جو تکو.
- نَڪَ ڪَٽيو ٤ نَڪَ ڪَٽيا: ذ. صفت. نڪ وڍيو - نڪ ڪپيل. بي شرم - بي حيا - نِرلڄو - بي غيرت.
- نڪ ڪپائڻ: خوار ٿيڻ - بدنام ٿيڻ.
- نَڪُ ڪَپجَڻُ: بي عزتي ٿيڻ - بي مانو ٿيڻ.
- نڪ ڪَرَ ٿيڻ: نڪ تائين ڪائي پرڄڻ.
- نَڪَ ڪي مَرُ لائِڻُ: پاڻ لڄائڻ - پاڻ کي گِلارو ڪرڻ.
- نَڪُ ڪَسائِڻُ: توبهه ڪرڻ - آزي ڪرڻ - نيزاري ڪرڻ. هٿ ٻڌڻ - منٿ ڪرڻ - سماجت ڪرڻ.
- نَڪُ گهَرڻُ: توبهه ڪرڻ - آزي ڪرڻ - ليزاري ڪرڻ.
- نَڪَ گِيسِي ٤ نَڪَ گِيسِيون: ث. توبهه يا پڇتاءُ ڪرڻ لاءِ زمين تي نڪ رڳڙڻ واري حالت - بلڪل توبهه.
- نَڪَ گِيسِي ڪرڻ؛ گناهن کان بلڪل توبهه ڪرڻ.
- نَڪُ گِرو ٿيڻ؛ زڪام ٿيڻ.
- نَڪُ گهنج ڪَرَڻُ: ڪاوڙجڻ.
- نَڪُ لَهِي پَوَڻُ: شرمسار ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - ڦِڪو ٿيڻ.
- نڪ مان ڳالهائڻ: گهڻو ڳالهائڻ.
- نڪ مٿي ڪرڻ: سرخرو ٿيڻ.
- نڪ ۾ دم آڻڻ: متيون منجهائڻ.
- نَڪَ ۾ دَمُ ڪَرَڻُ؛ ستائڻ - تنگ ڪرڻ - مجبور ڪرڻ. حيران ڪرڻ - پريشان ڪرڻ.
- نَڪَ مَر: ث. گِلا - نِندا.
- نَڪَ ۾ نوڙي؛ احسان - ٺورو - لائق - مهرباني.

- نڪ ۾ نوڙي پوڻ؛ لڄ ٿيڻ - شرمساري يا شرم ٿيڻ.
- نڪ ۾ نوڙي وجهڻ؛ گھڻي ڪوشش ڪرڻ - وس ڪرڻ.
- نڪ ۾ نوڙي هئڻ (ت)؛ احسانمند هئڻ - ٿورائتو هئڻ. لحاظ رکڻ.
- نڪ ۾ ور ٭ نڪ ۾ ور: ذ. مُونڊ - ميڄرڪو. وڏائي - ٺانءِ. هٺ.
- نڪ ۾ ور وجهڻ: نه وڻڻ.
- نڪ موڙڻ: ڪنهن طرف يا شيءِ ڏانهن منهن ڪرڻ - نهارڻ. موڙو ڏيڻ - جهلڪو ڏيڻ - نقل هلڻ - مُٺهبو هلڻ - ميڄرڪو ڏيڻ. نوڪ هئڻ.
- نڪ ناس ڪرڻ: ناس ڏئي نڪ پرڻ.
- نڪ نرجو ٭ نڪ نرجا: ذ. صفت. بي شرم - بي اڄو.
- نڪ نيرجو ٿيڻ: شرم و حيا وڃائڻ.
- نڪ نيرڄو ٭ نڪ نيرڄا: ذ. صفت. بي شرم - بي اڄو.
- نڪ نرڄو ٿيڻ: شرم و حياءَ وڃائڻ.
- نڪ نوائي ڏيڻ؛ جهڪڻ.
- نڪ نه هئڻ: جٺ ڦٺ جو ڏاڍو هجڻ.
- نڪو ٭ نڪو: ذ. صفت. ٺلهي نڪ وارو - نڪر بدنام - خوار. ساهميءَ جي ڪشي وارو ٺونگ.
- نڪ وڍائڻ: لڄ ہوڙڻ - حيا ڇڏڻ. ڪِلا ڪڻڻ - خواري ڪڻڻ - نندا سهڻ. خوار ٿيڻ - بدنام ٿيڻ - رسوا ٿيڻ.
- نڪ وڍڻ: نڪ ڪپڻ. لڄ لاهڻ - بي غيرت ٿيڻ - بي عزتي ڪرڻ - اڇائڻ. تنبيهه ڪرڻ - جُٺ ڦِٺ ڪرڻ. شرمندو ڪرڻ - شرمسار ڪرڻ - پشيمان ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - رسوا ڪرڻ - خوار ڪرڻ.
- نڪ وڍيو ٭ نڪ وڍيا: ذ. صفت. نڪ وڍيل - بي شرم - بي حيا - نرلڄو - بي غيرت.
- نڪ وڍيو ٿيڻ؛ اناسو ٿيڻ.
- نڪ وڍيو ڪرڻ: بي پتو ٿيڻ.
- نڪ وڍيو هئڻ: بي شرم ٿيڻ - نيرلڄو هئڻ - بي حيا ششڻ.

- نڪون تار ٿيڻ: بي وس ٿيڻ - لاچار ٿيڻ.
- نڪون ساهه ڪڻڻ؛ عزت پياري هئڻ.
- نڪ وهڻ: نڪ مان ريزش وهڻ - نڪ مان ريزش وهڻ - نڪ مان مسلسل رطوبت اچڻ - نڪ مان پاڻي نمڻ.
- نڪ هڻڻ: نوس نوس ڪرڻ.
- نڪ هئڻ: حياءُ دار هئڻ - مکيه يا ڪارائتو راڄوارو هئڻ. سهڻو هئڻ.
- نڪهير ٭ نڪهيرون: ث. (ع. رعاف). بيماريءَ جو هڪ قسم - نڪ مان ايندڙ رت - نڪسير - ناڪيري - نڪيري - ناڪيلي.
- نڪهير آچڻ: ناڪيري اچڻ - نڪ مان رت اچڻ. نه وڻڻ (ت). ياڳ نه پڙائڻ - قسمت ڪوٽي هئڻ.
- نڪهيري ٭ نڪهيريون: ث. نڪ مان ايندڙ رت.
- نڪيري ٭ نڪيريون: ث. نڪ مان ايندڙ رت - نڪ هير.
● نِڪ ٭ نِڪون (ت)؛ ث. (سن. نيڪا). پاڻيءَ جي منهي وهڪ - ڪسي - اڏ - نالي - نِڪ - نندي نالي يا نهر (ڪاني يا سرن جي ٺهيل) - واهي - نلي. پاڻيءَ واري ڪذ. (ڪ). ڪوهه جي منهن وٽ پڌل دِڪي. (ل). سڄي مارڻ لاءِ ڏور پڌل دِکهي ڪاني. (ل). (صفت). ميرو - گندو - تمام سِرو - غليظ - لٽو - گدلو - ميرو ڪچيرو - فاحش - بدبوءِ دار.
- نِڪ جاري ٿيڻ: گذران ڪلڻ - روزگار ملڻ.
- نِڪ وهڻ (ت): گهڻي پيدائش ٿيڻ.
● نُڪ ٭ نُڪون (ڪ)؛ ث. ٺوڪ - چهنب - چونڪ - چوٽي - آٽي.
- نُڪ هڻڻ (ل)؛ سان ڪري ويٺو رهڻ - چپ چاپ ويهڻ.
● نُڪ ٭ نُڪ (ل)؛ ذ. ڪاڙهي جو اوتار.
● نڪا ٭ نڪائون: ث. راند جو هڪ قسم - نڪادوئي راند ۾ پهرئين نمبر جو نشان.
- نڪادوئي: ث. ڪوڏين جي راند جو هڪ قسم.

● نِڪاحُ ع نِڪاح: ذ. (ع. نِڪَحَ). زال ۽ مڙس جي وچ ۾ شرعي عقد - قبوليت - ويڏي - مجامعت. وهانءُ - شادي - عقد - وِواهُہ - پرڻو - وِهانوُ - ويهان. صحبت داري. همبستري.

- نِڪاحِتو ع نِڪاحِتا: ذ. صفت. شاديءَ جو - پرڻي جو - وهانءَ جو.

- نِڪاحُ پڙهائِڻُ: عقد ڪرڻ - نڪاح خواني ڪرڻ - شادي ڪرڻ.

- نِڪاحي ع نڪاحي: ث. صفت نڪاح جي - نڪاح واري. شادي شده عورت.

● نِڪارُ ع نڪارَ: ذ. صفت. ڪنهن نہ ڪم جو - بي ڪار - بي ڪمون - نِڪمو - ناڪار - نِڪارو - ڪين ٿيو - بيڪارو - وِتو - آڪاچ. آجايو - فضول - اڪيارٿو - ورٿو - ٿئو ٿئو - رائيگان. عيبن وارو - عيبدارُ.

"تون سمون سردار سدرُ. آءٌ نوري آهيان نِڪارُ."

- نِڪارائيُ ع نِڪارائِيُون: ث. بيڪاري - فُضولي - نڪاري - با الفضولي.

- نِڪارو ع نڪارا: ذ. صفت. بي ڪاريو - نِڪمو - نڪارُ. سُستُ - نوڻي - ڪانئرُ - هيڻو.

● نِڪارڻُ: مصدر. آلڻ - انڪار ڪرڻ - نہ مڃڻ - ناڪار ڪرڻ - بجا نہ آڻڻ. (بل) ہاس نہ ڪرڻ نڪرائڻ - ڪيائڻ. ڪيڻ. (نڪاريو - نڪاريندو - نڪاريل).

● نڪاريلُ ع نڪاريل: ذ. صفت. ڏڪاريلُ - ڪيل.

● نڪاس ! ذ. (سن. نشڪاش) نيڪال.

● نِڪالڻُ: مصدر. سن. نِش = ٻاهر + ڪري = ڪرڻ) نيڪالي ڏيڻ - ٻاهر ڪيڻ - ڌڪڻ - ڪڍي ڇڏڻ - لوڏڻ ڌڪارڻ - هڪالڻ. (نِڪاليو - نڪاليندو - نڪاليل).

- نڪاليُ ع نڪاليونُ: ث. نيڪالي - شهر بدري - جلا وطني.

● نڪانگريُ ع نڪانگريُون (ت): ث. جهڙ وغيره کان پوءِ نڪتل سج يا سج جو ڦاٽو - تيڙڪو - آس - ڪاڙهو.

● نڪبت ع نڪبتُون (ڪ-ب): ث. مصيبت - آپدا. رنجُ - ڏکُ. سخي و غنيءُ.

● نڪتُرُ: ذ. آٿ ڪي نڪ ۾ هٿڻ جو ڏاڳو يا هڪ چمڙي جي پٽيءَ - هڏتُر.

● نِڪتُلُ ع نِڪتُل: ذ. صفت. نيڪالي ڏنل - نِڪاليلُ - ٻاهر ڪڍيل - تڙيل - ڌڪاريلُ - لوڏيل. غير محسوس ڪيل - چوري ڪڍيل.

● نُڪتو ع نُڪتا: ذ. ٻرزو - ذرو - رتيءُ - هوَ - لِڪ - ٻچڪرو - ڙر ماترو - لغار - جزو. ٻڙي - ٽِڪو - نختو - نقطو - نقطه يا نڪته. باريڪي - سنهڙائي. نازڪ ڳالهہ - ڏکي ڳالهہ. نصيحت - چوڻي - عقده - قولُ - گفتگوءِ. پوشيده ڳالهہ - رازُ - ڀيد - عزت - آبرو - ننگ - ناموس - غيرت. حاضر جوابي - مذاق - خوش طبعي. مزو - لطف. کهوڙي يا ڏڳي وغيره جي سرواڪ ۾ نڪ مٿان آيل مونهن لاءِ چمڙ جو پٽو - مُهرو. (ت) ٻدڪ جي ڪانگي.

- نُڪتہ: ذ. نڪتو.

- نُڪتہ چِينُ ع نُڪتہ چِينَ: ذ. صفت. نڪتہ چيني ڪندڙ - لوچنا ڪندڙ - تنقيد ڪندڙ ٽوڪباز - مذاقي. عيب ڳوليندڙ.

- نُڪتہ چِيني: ث. عيب جوئي - قطع و بريد - نيڪا ٽپڻي - تنقيد ٽوڪبازي - ٺٺولي - مذاق. راءِ زني - و يڪ. ڪنقڻ - وڪو. (ڪ).

- نُڪتہچيني ڪرڻُ: عيب جوئي ڪرڻ.

- نُڪتہ دان ع نڪتہ دان: ذ. صفت. باريڪ ڳالهہ ڄاڻندڙ - وڏو عقلمند - عاقلُ.

- نُڪتہ مهومُ: ذ. وهمي نڪتو.

● نِڪتُ ع نڪتَ: ذ. (سن. نڪتر > نہ = ل + ڪت = ڏڪڻ) نيڙي - وِيجهو - نزديڪ.

● نَڪرُ ع نَڪرونُ (ت): ث. ٿوري ذري - هنو - لغار.

● نِڪر ع نڪر: ذ. صفت. نئون.

- نِڪرو ع نِڪرا: ذ. صفت. نئون.

- نڪرڙي ع نَڪرڙيون: ث. ٻاڪل ٿوري ذري - ذرڙي.

● نَڪرائو ۽ نَڪرائا: ذ. زڪام - ليس - ٿـڌ - نڪرائو. (نَڪرائي ۽ نَڪرائيون).

- نِڪِرتو ۽ نِڪِرتا: ذ. صفت. ميرو - ڪينو. فاحش - ناپاڪ - غليظ - گدلو. وضو نہ ڪندڙ. ٻورهيو يا ڪرت نہ ڪندڙ. (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو.

- نِڪِرتائِي ۽ نِڪِرتائِيون: ڪاهِلائي - ڪُندائي.

● نَڪُرَڻُ: مصدر. نِڪرڻ. (نَڪُرِيو - نَڪُرندو - نَڪُرِيَلُ).

● نِڪِرَڻُ: مصدر. (سن. نِشْڪَرَڻُ > نِش = ٻاهر + ڪري = ڪرڻ). ٻاهر ٿيڻ يا اچڻ - ظاهر ٿيڻ - نتيجو نڪرڻ. (اخبار وغيره) جاري ٿيڻ - (سج) اڀرڻ - اوَ ۽ ٿيڻ - پر کُھنجڻ. نِبرڻ - پورو ٿيڻ. پيدا ٿيڻ - آهڻ - سرجڻ. روانو ٿيڻ - راهي ٿيڻ. وهڻ (رت وغيره). ڏِڪارجڻ - ڌِڪارجڻ - لوڏجڻ - (نوڪري وغيره مان) خارج ٿيڻ. بستري مان اٿڻ - (نِڪريو، نِڪتو - نِڪرندو - نِڪريل، نِڪتل).

- نِڪُرائڻُ: مصدر. ٻاهر ڪيائڻ - لوڏائڻ - ڪيائي ڇڏڻ - تِڙائڻ - نيڪالي ڏيارڻ. نتيجو ڪيائڻ - (تت) ڪيائڻ. (نئون ملڪ يا ڳالهہ) ڳولائڻ - ڳولي ڪيائڻ.

- نِڪِرِي ٻيِهَڻُ: ٻاهر ٿي ٻيهڻ - آڏي ٻيهڻ.

- نِڪِرِي وڃڻ: اڳ ۾ ٿي وڃڻ - وڌي وڃڻ. ڪوهہ ڪٽي وڃڻ.

● نَڪُرَهہ: نہ سڃاتل. اڻ مقرر ڪيل. ڪهڙين شين مان لاڳو ٿيندڙ. اسم جامد جو هڪ قسم.

● نَڪُرِي ۽ نَڪُرِيُ: ث. گهوڙي جو هڪ قسم (جنهن جون اکيون پيدائشي سفيد ۽ سُتُ ۾ رهن).

● نِڪِڙِي ۽ نِڪِڙِيُون (ل): ث. ننڍڙي ڇوڪري.

● نَڪِسِيارَ ۽ نَڪِسِيارِيُون (ٿ): ث. جيت جو هڪ قسم - سؤپيري.

● نَڪْشَتَرُ ۽ نَڪْشَتَرَ: ذ. آسماني تارن جي جهڳٽي جو هڪ نالو - چنڊ جي منزل - تارا منڊل - نڪٽ.

● نَڪُلُبانُ ۽ نَڪُلُبانَ: ذ. پکين جي راند جو هڪ قسم.

● نِڪُمَتِي: سچ پچ - حقيقت. خاص طرح.

● نِڪَمو ۽ نِڪَما: ذ. صفت. ڪنهن نہ ڪم جو - نيڪارو - ڪين ٿيو - بي ڪارو - ناڪار - ناڪام - وِتو - ري ڪَمو - فضول - نڪمٿو - بي ڪمون - نِڪار. اجايو - ڏوٿو - وِرتو - اڪيارٿو - ٻالهو - فارغ - خالي - فالتو - نِوِڙو - والدو - ويئل - رائيگان. بي روزگار. (ث. نِڪَمِي ۽ نِڪَمِيُون).

- نِڪِمائِي ۽ نِڪِمائِيُون: ث. نڪمي ٿيڻ واري حالت - ناڪامي - بيڪاري.

● نِڪڻ: ڪاري ڪَتپ. (ن زلد کي جولاءِ ٥٠ ع ص ٣٦).

- نِڪَٽُون: ث. (سن. نسڪل). بلڪل - پورو - نسورو - پورو پورو. تمام ڪهٽو.

- نِڪِٽِي: ظرف. بلڪل - بنهہ - نڪٽين - سراسر - مڙيوئي - لپٽ - سچوئي - اصل. (ث. اسم). اڪيلي.
"ٿيس نمائي نِڪٽي، چڏير هوت حُجت".

- نِڪِٽِيان: ظرف. خبرداري سان - هوشياري سان - سنڀال سان.

● نَڪو: ظرف. (سن. نَڪُرَ). حرف نفي - إنڪاري لفظ - نہ - ڪير بہ نہ.

- نَڪِي: ضمير. حرف جملو. هڪ بہ نہ - نہ هي نہ هو - نہ - ۽ نہ - نہ تہ. (ظرف). پڪ سان - ٺيڪ - پورو.

- نَڪِي ڪرڻ: ثابت ڪرڻ - پڪ ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ. (ٿ).

● نَڪو ۽ نَڪا: ذ. سئي وغيره جو سوراخ - ٻاڪو. ساهمي جهلڻ جو مٿيون ڏاڪو - ساهمي جي ڳن جي ٻاسي وارو سوراخ.

● نِڪو ۽ نِڪا: ذ. صفت. (پرا. ڻِڪَ. سن. نِشْڪَتَہُ = نِپڪُ). چڱو - خوب - ڀلو. نِيج - صاف. (سن. نِڪرشْٽ = گهٽ). ننڍو - ڇوٽو. (اسم). ننڍو ٻار - ڪڪو. ڪسي - آڏ.

- نِڪو ڪهڙڻ: چڱائي چاهڻ.

● نِڪُو ۽ نِڪُو: ذ. صفت. (پرا. ڻِڪَ. سن. نِشْڪَتَہُ = نِپڪُ). خالص - نبار - نِيج -

نِيٺ - نِجو - ٻوتر - اصل - خالص - خوب - ڀلو - آتم - پاڪ - آڇو - سُٺو - چوکو - کرو - اوگهو - آڇو - موچارو - عمدو - شُڀ - سڦرو.

● نُڪو ۽ نُڪا؛ ذ. جُتي وغيره جي پنيءَ مٿان ڏنل چمڙي جو ٽڪر يا ڇهنپ. پانجاريءَ ۾ ناڙي اٽڪائڻ لاءِ ڪاٺ جو لڳل ڪيلو. لغڙ جي ڪنب. ڇم جي چڙهيءَ جا نُڪَ يا سوراخ.

- نُڪو اَٽڪائِڻُ (ت). جهيڙو ڪرڻ - فساد ڪرڻ - رڳڙو ڪرڻ.

- نُڪو ڏِيَڻُ؛ اٽڪل سان پڇڻ - وِچُ لهڻ - راز پڇڻ - خبرچار لهڻ - جاچ جونچ ڪرڻ. نُڪو ڏيڻ. راز ٻڌائڻ. (ت). منهن پائڻ - جهاتي وجهڻ. (ل).

- نُڪو ڪارائِڻُ: لغڙ کي مٿان ڪان هيٺ آڻڻ - ڪوني ڏيارڻ.

● نَڪوتِي ۽ نَڪوتِيُون (ڪ)؛ ث. نڪ مان ايندڙ رت - نڪ هيري - ناڪيري. نڪ جو هڪ سوراخ - ڇونٽي. (ڪ).

● نِيڪوتِي ۽ نِيڪوتِي: ذ. صفت. تکو - جلد.

● نِيڪورُ ۽ نِيڪورَ: ذ. بلڪل لٿين شيءِ - اڻ هنڊايل.

● نِڪُونڃُ ۽ نِڪُونڃَ، نِڪُونڃُون: ذ. ث. (س. نِڪُنڃَ) ولين وغيره سان ڍڪيل هنڌ - چوڏاري وڻن ٽڻن وارو چشمو وغيره - ستنهه - ڪُنج - چونرو - گوشو - جوهو - گهاٽي وٽراهه - ويڙهه - جهُنڊت. لاحدُ - تمام ڀري. اونهاڙ - ڪُنُ - گردابُ. (ت).

- نِڪُونجهہُ ۽ نِڪُونجهہَ (ل)؛ ذ. اونهو پاڻي - عميق - اوڙاهه - اکهورُ.

● نِڪُونڇُ ۽ نِڪُونڇَ: ذ. نِڪُونجههُ - ڪُنُ - ميڙُ - ڦيرُ.

● نِڪُونجو ۽ نِڪُونجا (ل)؛ ذ. لوهه جو ڪُنڍو (ڪڙي پائڻ لاءِ).

● نَڪُونڊَرُ ۽ نَڪُونڊَرَ (ڪ): ذ. بلڪل ننڍي نڪ وارو ٻنگر.

● نَڪِيهه (ل): ث. هَروتي جي ٻٺين پاسي واري ڇپر - ڇيڙي - لٽَ - ڇڇڙي.

● نَڪَهَتَ ۽ نَڪَهَتُون: ث. خوشبوءِ - سُرهاڻ - سُگَند.

● نَڪِيرُ؛ اسم خاص. (ع). هڪ ملائڪ جو نالو (جو قبر ۾ منڪر ڪان سوال جواب ڪري).

● نَڪِيرَڻُ: مصدر. نِڪرائڻ - نيڪارڻ - ڪيڻ - نڪيڙڻ (نڪيريو - نَڪيريندو - نڪيريل).

● نڪِيرِ ي ۽ نڪِيرِ يُون: ث. نڪ مان رت اچڻ واري حالت - نڪ ۾ ايندڙ رت - ناڪيلي - نڪهير - ناڪيري.

- نَڪِيسَرَ ۽ نَڪِيسَرُون (ت): ث. ناڪيلي - نڪيري.

● نِڪِيلَندو ۽ نِڪِيلَندا (ت)؛ ذ. صفت. اڻ وڻندڙ - مٺو - ناپسند.

● نَڪِيلِي ۽ نَڪِيلِيُون: ث. آٺ جي نڪ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪانيءَ جو ٽڪر - ناڪيلي. نڪهير - نڪ مان ايندڙ رت.

● نِڪِيٽِي ۽ نِڪِيٽِيُون: ث. صفت. (س. نِ = نه + ڪٽُو) اها زال جنهن کي آن جو داڻو نه هجي - سڃي - سکڻي - بي ثمر.

● نُڪَ ۽ نُڪُون: ث. ڊکهي ۽ وڏي تڏي جو هڪ قسم - وڏي تونري - چيتَرُهه - چٽائي. ذات - فرقو - قوم - گهراڻو - آکهه - خاندان - اصل - نسل - ڪٽنب - پيڙهي - بنياد - ٻُري - آڏَ. (ل). ڪوفو. (ت). ٿوري مائٽي - عزازت. (ڪ). وراڻ - وراڪو. (ڪ). چاڻ - نشان - پتو. نَنُهَنُ نشان (ت).

- نُڪائِي ۽ نُڪائِي: ذ. صفت. نُڪون ۽ تڏا وغيره ٺاهيندڙ. هڪ گهراڻي جو - ڪٽنبي - خانداني.

● نِڪادُ ۽ نِڪادَ: ذ. (س. نِشادَ) راڳڻيءَ جو هڪ پَدُ - سرگم جو ڇهاڙي وارو ستون پد.

● نِڪارَڻُ؛ مصدر. (س. نِشُ + ڪُشارَ يه = ڪارُ) صفا ڪرڻ - ڪنب جي چاش ۾ ڪير ذرو وجهي ان کي صاف ڪرڻ. (نِڪاريو - نِڪاريندو - نِڪاريل).

● نِيڪَتَرُ ۽ نِيڪَتَرَ؛ ذ. (س. نَڪشَتَرُ) تارن جو ميڙ (تارن جا اهي ميڙ جي چنڊ جي

رستي ۾ اچن ٿا) - ٿيڙو - تارا منڊل - لکٽ -
بُرجُ - تارو - ستارو - چار ڦلي. چنڊ جي منزل.

● نِکِتو ع نِکِتا: ذ. نکرڻ مان زمان ماضي-
نِڪتو.

● نُکتُو ع نُکتا: ذ. ڏاس جي ننڍيل مُڇي-
نقطو - نختو.

● نُکتيءُ ع نُکتيئُونُ: ث. مثانيءَ جو هڪ
قسم - نُختيءُ - ٻُوندي.

● نَکَٽُ ع نِکَٽَ: ذ. (س. نڪشترُ) آسماني
تارن جو هڪ ميڙ - ڪتيون - بُرجُ - نڪشتر -
راس - تارو. آگم - جهڙ - رؤ (ڪ). برجن جو اثر-
وسيلو "ڪاڻي جي شادي ۾ لکٽ گهڻا" (چوڻي).
ارڪان - افعال - لچڻ - عادت. فضيلت - فهم. ناز-
نخرو. مئن جي ثواب خاطر ڪيل ختمو.
لکي - دولاب - ولُ ڇلُ - ڪُپٽُ. (ڪ).

● نِکَتنُو ع نِکَتنُونُ: ذ. صفت. نِکتنندڙ-
سڪتو- ڪين ٿيو - غير مُثمر - نيسڦلُ. بي فائدو-
اجايو - اکيارٿو - ليکو. ڪمزور - ضعيت.

● اِکِتُو ع نِکِتا: ذ. صفت. نہ ڪٽڻ جهڙو.
نياڳو - بدبخت - چنڊو - ڪم بخت. مُفلِس -
مسڪين.

● نِکَترُ ع نِکَترَ: ذ. صفت. اڌ وٺو - نسيڙو-
کهتُ، کهٽ ذات - ڪميڻو - نيچُ - خسيسُ.
غاريبو - ڪشيل - ريجالو. جهنگلي. اڻ پڙهيل.
(ضد. سکر).

● نِکَرَبُ ع نِکَرَبَ: ذ. صفت. (س) ڳاڻيٽي
جو هڪ انگ - هڪ عدد - هڪ سؤ ارب - ڏهه
هزار ڪروڙ.

● نَکِرو ع نَکِرا: ذ. ناز- نخرو - انگل -
مسخري.

● نِکِرڻُ: مصدر. (س) صاف ٿيڻ - صفا ٿيڻ.

● نِکِرڙائڻُ: مصدر. (س. نہ + ڪشرُ = هلائڻ)
پورو ڪرڻ - اکلائڻ.

● نِکِرڙڻُ (ت): مصدر. ڏار ٿيڻ - جُدا ٿيڻ -
الڳ ٿيڻ - علحده ٿيڻ. (نِکِڙيو - نِکِڙندو -
نِکِڙيلُ).

● نَکشتري ع: ث. (س. نَکشترُ) هڪ
بيٺل يا مقرر ٿيل آسماني تارو.

● نَکلو ع نکلا: ذ. تنبوري جي آواز چٽي
ڪرڻ لاءِ آڳر تي چاڙهيل لوهہ جي سنهين
تندن جو موڙو - ڪلپ. (ٿ).

● نِکِمتو ع نِکِمتا: ذ. صفت. بي ڪار-
بيڪمو - بيروزگار - بيڪارو - ريڪمو - نڪمو-
ويٺل - خالي - ٻالهو - فارغ - فالتو - واندو. خراب-
بچڙو. (ڪ).

- نِکِمتائيءُ: ث. بيڪاري - بي روزگاري -
نڪمائپ - آلس - سُستيءُ - ڪاهلي. فرصت -
واندڪائي - نيسچنتا فرجو - وارڪائي - ڏَتُ -
وارَ. فراغت - نويڪلائي. ساڪينا.

● نِکِنڊُ ع نِکَنڊَ: ذ. (س. نہ + کَنڊُ =
ٽُڪر ڪرڻ) برابر اڌ - آڌي - پورو اڌ.

- نِکِنڊُ آڌيءُ رات: ث. ٺيڪ اڌ رات - پوري
آڌي رات.

● نِکوبَ ع نِکوبُونُ: ث. ڪنهن شيءِ کي
خراب ڪرڻ يا بنياد پٽي ڇڏڻ واري حالت.

● نِکوٽُ ع نِکوٽَ: ذ. بُڻ - بُنياد - بِيخُ.

- نِکوترُ ع نِکوترَ (ل): ذ. بڻ - بنياد -
بِيخُ - پاڙَ.

● نِکِيترُ: ذ. (س. نَکشترَ) آسماني تارن
جو هڪ ميڙ - تارن جو نکٽ - هڪ بُرجُ.

● نِکيترو ع نِکيترا (ت): ذ. فيصلو - نبيرو.

● نِکِهيٽِيءُ ع نِکِهيٽيئُونُ (ڪ): ث. ڪنوار يا
ونيءَ. ستاوڙي تي ڪنوار جي مائٽن ۾ موٽي اچڻ
واري حالت - نِکهيٽي.

● نِکِهيٽيءُ ع نِکِهيٽيئُونُ: ث. (س. لشڪري)
مسلمانن جي هڪ رسم (نڪاح پوڻ کانپوءِ گهوٽ
ڪنواريتي گهر ترسي پوندو آهي، شام جو گهوٽ
جي پيءُ يا ماءُ، گهوٽ جي لونگيءَ جو پلاند يا ڪَنيءُ
ڪنوار جي چُنيءَ جي پلاند سان ڳنڍي ڳاراڻي
ڪنوار کي پهڪهن گهران نِکرائي، گهوٽ سان
گڏ پنهنجي گهر وٺي ايندي آهي) جيئن تہ

"پرڻائي پنهون کي نکيٽيءَ نيڪڙايو"
(شاهہ).

ستواڙو ـ ستاڙو. (ل).

ـ نيکيٽيي ڪرڻ: کهوٽ جو شادي ڪري ماهرن وڻان ڪنوار کي پنهنجي گهر وٺي اچڻ.

● نيکيدڻ: مصدر. (نشُدَ = منع ٿيل) بيي عزتو ڪرڻ ـ بي مانو ڪرڻ ـ بي آبرو ڪرڻ ـ آپمان ڪرڻ ـ اپجس ڪرڻ. (س. نہ = چڱي ريت + ڪشر = هلائڻ) وچُور بيان ڪرڻ. نکيرڻ ـ صاف ڪرڻ.

● نيکپيدُ ع نکپيدَ: ذ. صفت. بي مانو ـ بي آبو ـ بي آبرو. ڪميڻو ـ تُڇ ـ هوڇو ـ اوڇو ـ مُٺو ـ دُون ـ خسيسُ ـ ڪمذات ـ ڪرتن ڪيڻو ـ گهٽ قسم جو ـ نالائقي جهڙو ـ بي شرميءَ جو ـ ڪماٺهو ـ ڪُڌ ـ منع ڪيل. (ٿ).

● نيکپيرڻُ (ت): مصدر. فيصلہ ڪرڻ. نڪيڙڻ. صاف ڪرڻ. (نيکپير يو ـ نکير يندو ـ نکر يل).

● نيکپيڙڻُ: مصدر. فيصلو ڪرڻ ـ نپيرو ڪرڻ ـ آڪلائڻ ـ پورو ڪرڻ ـ پوڪ وجهڻ ـ ختم ڪرڻ. نارڻ ـ جدا ڪرڻ ـ الڳ ڪرڻ. (نکپيڙيو ـ نکڙيندو ـ نکيڙ يل).

ـ نيکپڙ ع نکيڙون (ت): ث. جدا ڪرڻ واري حالت ـ جدائي ـ علحدگي ـ ورهاست. مال (ٻڪرين وغيره) جي ڌڻ مان ڪڍ.

ـ نيکپيڙو ع نکيڙا (ل): ذ. نبيرو ـ فيصلو ـ نچوڙو. وچوڙو ـ جُدائي.

ـ نيکپڙي ع نکيڙيون (ڪ): ث. مسلمانن جي شاديءَ ۾ هڪ رسم ـ نکپيتي ـ نپيکيٽيي.

● نيگار: ذ. (ف. نگاشتَن) نقش ـ چٽ. تصوير ـ فوٽو ـ بُت. معشوق ـ محبوب ـ دلبر.

ـ نيگار خانہ: ذ. تصوير گهر.

● نگارو ع نگارا: ذ. وڏي دهل جو هڪ قسم نقارو ـ نغارو.

● نيگاه ع نگاهون: ث. نهار ـ اک ـ اکيتَ ـ سرسري نظر ـ ڏسٽي ـ نرت. نظر ـ بصارت ـ جوت ـ ديد ـ درشٽ ـ چيتون. تيور. جاچ ـ سنڀال ـ سار ـ سنڀار. خيال ـ راءِ ـ ويچار ـ جاچنا. چاڻ ـ شناخت. تپيج ـ تجلو ـ ڪيرانتيي ـ مٿيا. پرڪاش ـ رونقَ ـ ڏمان ـ جلو ـ سوڀيا ـ ڀڙڪي ـ پرتاب ـ تجمل ـ نٽ ـ جهلڪي.

ـ نيگاه پوڻ: نظر پوڻ ـ نرت پوڻ ـ ڏسڻ. پرکڻ. نظر تي چڙهي وڃڻ ـ ڏسي وٺڻ.

ـ نيگاهداشت ع نيگاهداشتون: ث. نظر داري ـ سار سنڀال ـ سنڀار. حفاظت. هوشياري ـ خبرداري.

ـ نيگاه ڪرڻ: ڏسڻ ـ ملاحظہ ڪرڻ ـ نظر ڪرڻ ـ اک وجهڻ. جاچ ڪرڻ ـ سنڀال ڪرڻ ـ سنڀالڻ ـ پالنا ڪرڻ ـ حفاظت ڪرڻ.

● نگرَ ع نگرَ: ذ. (س. نگرَ) شهر ـ بستي ـ ڳوٺ ـ نگر. (١ ـ سري نگر ٢ ـ اٺو نگر ٣ ـ بهاول نگر. ٤ ـ ننگر پارڪر.

ـ نگر واسي ع نگرَ واسي: ذ. صفت. شهر جو وينل ـ شهري ـ شهر واسي.

ـ نگري ع نگريون: ث. نگر ـ شهر. گاديءَ جو هنڌ ـ آستانو.

● نيگران ع نگرانَ: ذ. صفت. ڏسندڙ ـ نهار يندڙ. سنڀاليندڙ ـ نگهبان.

ـ نيگراني ع نگرانيون: ث. سنڀال ـ سار ـ خبرداري ـ محافظت ـ ديک ڀال ـ حفاظت ـ نگهباني ـ خبرگيري ـ اهتمام ـ انتظام.

● نگراڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نيگراڻي ع نيگراڻيون (ت): ث. ڪم ـ خفو ـ ڏک.

● نگرو ع نگرا (ٿ): ذ. ماڪوڙين جو ٻير. ناسور ـ ڪئنسر.

● نيگرو ع نيگرا: ذ. صفت. گرو ءَ کانسواءِ ـ بي پير ـ بي مرشد. ناستڪ ـ ڪافر. ضدي ـ هٺيلو. خالي ـ سکڻو ـ بي واهہ ـ لاچار ـ آپالو ـ نيڌرو ـ لا مراد ـ چنڊو ـ نڀاڳو ـ بد بخت ـ ڪانڌ ين موڙهو. مٽ ـ ڪرُ ـ خرُ ـ نيجس ـ نيندڪ. ويٺل ـ خراب. پليد. ڪمينو ـ بي نڪو ـ بي حيا. (ذ. اسم) نگرو مرض ـ خراب مرض. (ث. نيگري ع نيگريون).

● نيگلي ع نگليون (ٿ): ث. ان چڙڻ جي آڪري.

● نکمرُ ۾ نِڪمرَ (ت): ذ. (سن. نِڪمرُ). هندن جا ويد- ڏرمي ڪتاب. غشي - بيهوشي - ماندگي.

- نِڪمو ۾ نِڪما: ذ. صفت. بنا ڪم جي- نالائق- نِڪمو- ڪم هيڻ- وڻوائد- نِڪار- ناخلف- نامراد- ڪسيرڪ- ڪين جهڙو. (ث. نِڪمي ۾ نِڪميون).

● نِڪُوسارُ ۾ نِڪُوسار (ل): ذ. اونهاڙ- اوڙاهه- ڪَنڌ.

● نِڪُونُ: ذ. صفت. ختم شده. ڪُٺو. اونڌو.

● نِڪَہَ: ث. (ف). نِگاهه- نظر.

- نِڪَهبانُ ۾ نڪهبانَ: ذ. صفت. نگاهه رکندڙ- راکو- رَکيڪ- سنڀاليندڙ- ڪرلاهو- وصي- سرپرست- ڪانڌي ڪارٿي- آمين- والي- وارث- چوڪيدار- جاڳو- محافظ- پاسبان- پهريدار- سنتري- (ٻنيءَ جو) واهي- (ان جو) ڪارائو- ڪمدار.

- نِڪهبانُ فرشتو: ذ. رکيڪ يا سنڀاليندڙ ملائڪ.

- نِڪهباني ۾ نڪهبانيون: ث. نگاهه رکڻ واري حالت- سنڀال- نظرداري- جاچ- رَک- تَڪ- چوڪي- محافظت- حفاظت- پاسباني- نگراني. نهار- واهپ- سجاڳي.

● نِڪپيرتو ۾ نِڪپيرتا: ذ. صفت. گهڻو ڪمائيندڙ- پيٽوڙي.

● نِڪينو ۾ نڪينا: ذ. منڊيءَ جو ٻڙو- قيمتي پٿر- جواهر. منڊي.

● نِڪو ۾ نِڪا (ت): ذ. لڪو- آڪو- مائيجو.

● نِڪوٺو ۾ نِڪوٺا: ذ. صفت. فقط- ٺلهو- نِلو- رکو. سڄوئي- سراسر- نِپٽ- اصل- خالص. بي فائده- اجايو. (ت). (حرف جملو). پڻ- ا.

● نِڪيو: (نڪرڻ مصدر جو اسم مفعول يا ماضي مطلق). نِڪتو.

● نِڪنهه ۾ نکهون: ث. ان چوڙڻ لاءِ زمين ۾ ٺهيل پٿر وغيره جي آڪري.

● نِڪهارَڻُ: مصدر. صاف ڪرڻ- پاڪ ڪرڻ- اڇو ڪرڻ- پوتر ڪرڻ- نج ڪري رکڻ. (نِکهاريو- نِکهاريندو- نِکهاريل).

● نِڪهرو ۾ نِکهرا (ڪ): ذ. صفت. بي گهرو- گهر پکو- رَنڙ. رولاڪ- دربدر.

● نِکهو ۾ نِکها: ذ. صفت. ڏکهو- لنبو- لمبو.

● نِکهوسارُ ۾ نِکهوسارَ: ذ. صفت. (ف. نِگونسار= جنهن ڪنڌ شرم ڪان هيٺ هجي يا لڙڪيل هجي). اوڙاهه- عميق- اونهو. ڪم- غرق- فنا. برباد- چٽ- ناس- تباهه.

- نِکهوسارُ ٿيڻ: غرق ٿيڻ. تباهه ٿيڻ- برباد ٿيڻ.

- نِکهوسارُ ڪرڻ: تباهه و برباد ڪرڻ. ابتو لڙڪائڻ. گهوگهو ڏيئي مارڻ- گهٽو ڏيئي ساهه ڪڍڻ.

● نِکهيرڻُ (ل): مصدر. ڪانئي پورو ڪرڻ- هڙپ ڪرڻ. (نِکهيريو- نِکهيريندو- نِکهيريل).

● نِکهيواري: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِگائي ۾ نِگائيون: ث. لنگائي- مٺائي- مندائي- بڇڙائي- بدي.

● نِگجڻ: مصدر. نڪرڻ- باهر ٿيڻ.

● نِگڻ: مصدر. (سن. نِرگهمن). نڪرڻ- آزاد ٿيڻ. لنگهڻ. پيدا ٿيڻ- اپجڻ- آپڙڻ- نروار ٿيڻ. (نِگيو- نِگندو- نِگيل).

- نِگِيا (ج): ذ. نِڪتا- نِڪريو.

"جي تجريدا نِگيا پيئا ۾ تفريد."
(شاهه ڪريم)

- نِگيِي: ث. نڪري- لنگهي.

- نِگيو ۾ نِگيا: ذ. نڪتو- نڪريو.

● نَلُ ۾ نَلَ: ذ. (سن. نَالَ). لوهه جي خالي نري- پوري نري- (پاڻيءَ لاءِ) نلي- پائيپ- پمپ- لوهي نڙو- نلڪو- نالي. (صفت) ڪوڙو- پٽاڪي. بدمعاش- لچو. پڪو- گرو.

- نَلُ يارِڙِي: ذ. صفت. تمام لُچو- وڏو بدمعاش- پورو لُنگ- ڪمينو.

- نَلِڪو ۽ نَلِڪا؛ ذ. پاڻيءَ جي لوهي نَلي- نَل.
● نِيلامُ ۽ نِيلامَ: ذ. عام وڪرو- نيلام- ليلام.
● نِيلاهِيڻُ؛ ث. ڪِيلا.
- نِيلاهِيڻُ ڪَرَڻُ: ڪِيلا ڪرڻ.
● نِيلائِيءَ ۽ نِيلائِيُونُ: ث. ڪهتائي- ڪِيلا. (ت). بي عزتي- هتڪ عزت- بي مانائي. (سن. نِر= ٻاهر) نرملتا- نجپڻ- نجائي.
● نِيلو ۽ نِيلا: ذ. صفت. سواءِ- بغير. نِيجُ- نجو- خالص- نِبار- نيٽ- صاف- پاڪ- پوتر- اصل- کَرو- چِند- اڻ ملايل- بنا ملاوت. نِلهو- چِڙو- اڪيلو- جدا- ڌار- الڳ- نِيرو. (ظرف). فقط- صرف- رُڳو.
● نِلِتهائِيءَ ۽ نِلِتهائِيُونُ: ث. ڪهتائي- ڪِيلا- نِلائي.
● نَلِيءَ ۽ نَلِيُونُ: ث. لوهه جي پوري سيخ- پائيپ- نَرو- ٻرسو- نَري- نالي- نڙانڊي (لوهه جي). ننڍي ڪَسِي- اڏَ. (اسم خاص). تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نِيلِيءَ ۽ نِيلِتيُونُ؛ ث. صفت. ڪهت ڪير ڏيندڙ- ڏِلِي. (ضد. پِلِي).
● نَمُ؛ ذ. (ف). ماڪ- ٻڪهر- پاڻي- آلاڻ- رِبج.
"نَمُ ڪهرجي نِينهَن جو، آهيان آئون آريجي" (شاهه).
(ذ. صفت). پِڄَل- پُسيَل- آلو.
- نَمُ ڏِيڻُ: ڏوتل ڪپڙن کي استريءَ وقت پاڻيءَ جا سنها ڇنڊا هڻي آلو ڪرڻ. ستُ ڏيڻ.
- نَمْناڪُ ۽ نَمْناڪَ؛ ذ. پاڻيءَ سان پريل.
- نَمِيءَ ۽ نَمِيُونُ؛ ث. آلاڻ- پوسل يا پوساڻ- پوساڙو.
● نِيرَ ۽ نِيمُونُ (ل)؛ ث. نَمنَدي ڪنڌَ.
● نِيمُ ۽ نِيمَ؛ ذ. (پرا. نِيمبُو. سن. لمب. ف. ٻنب) وڻ جو هڪ قسم- نِيم جو وڻ (جنهن جا پن ۽ نموريون وغيره دوا طور ڪم اچن). (اسم خاص). لسٻيلي جي هڪ مشهور شاعر جو نالو- نِيمُ مڱڻهار. تعلقي ڪِڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَما؛ ذ. صفت. (ف. نَمودَن= ڏيکارڻ) ڏيکاريندڙ، جيئن ته: "ٻاد نما، قطب نما" وغيره.
● نِيمارَتَ ۽ نِيمارَتُونُ؛ ث. نيت- مراد- مطلب- اراده- منشا- مرضي- اِڇا- خواهش- طلب.
نِيمارَتُ ۽ نِيمارَتَ (ت)؛ ذ. نشان- پتو. بيان- اظهار.
● نِمازَ ۽ نِمازُونُ: ث. (سن. نَمَسُ= نمڻ) نياز- عاجزي- انڪساري- پرستش. ٽهل- شيوا- خدمتگاري- خدمت. ٻندگي- عبادت- پوڄا- ڏڻيءَ جي يادگيري. سجدو- صلوات.
- نِمازَ پڙهڻُ: صلوات ادا ڪرڻ. فرض پڙهڻ. خدا جي ٻندگي ڪرڻ. پرستش ڪرڻ.
- نِمازِيءَ ۽ نِمازِيُ؛ ذ. صفت. نماز ادا ڪندڙ- نماز پڙهندڙ- عبادتي- پوڄاري- مُصلّي- مُتّقِي، پارسا- ديندار- تقِي- عارف- پِڪِت. پرهيزگار- پاڪ- صاف- پوتر (ڪپڙا وغيره).
● نِماشا: ث. (سن. نَمَسُ= نمڻ + سانجهي) سج لهڻ وارو وقت- عصر جي مهل- نِماشام- سانجهي- سَنجها. سَنڌيا- نِڪار.
- نِماشامَ ۽ نِماشامُونُ؛ ث. شام يا سج لهڻ جو وقت- عصر جو وقت- سانجهي- سنجها- شام- نِڪَر- آلٿو- سنڌيا- منهن اونداهه.
● نَمانُ نَمانُ (ت)؛ ظرف. نه ڪرڻ واري حالت- انڪار- ناڪار- جواب.
- نَمانُ نَمانُ ڪَرَڻُ: نه ڪرڻ- انڪار ڪرڻ- ناڪار ڪرڻ- جواب ڏيڻ.
● نِماڻُو ۽ نِماڻا: ذ. صفت. نِهٺو- ايماني- نِراهنڪاري- غريب- مسڪين- حيياءُ وارو- اڏِيڻُ- مايوس- نا اميد. ويڳاڻو- غمگين.
- نِماڻائِيءَ ۽ نِماڻائِيُونُ: ث. نِمرتا- نهٺائي- نياز- نئڙت- هيٺا هين- عجز- غربت.
- نِماڻِيءَ ٻُوٽِيءَ ۽ نِماڻيُونُ ٻُوٽِيُونُ: ث. ٻوٽي جو هڪ قسم- هڪ نشيدار ٻوٽو- پِنڪ- سائي.

● نُماءُ ۽ نُماءَ: ذ. انعامي جلسو- نمائش- ڏيک- نظارو- لقاءُ- ڏيکاءُ- ڇهڇٽو. ڏيک ويک- اڊمبر- پيڪو- ٺاٺ- ٺاس.

- نُمائِش ۽ نُمائِشيون: ث. ڏيکـ- صورت- شڪل- ظاهري ڏيکاءُ. ڏيکاءُ. ظهور- نُموداري- درشن. تماشو- مزو- لقاءُ- نماءُ. ميڙو- ميلو.

- نُمايان: صفت. نمودار ٿيندڙ- ظاهر- پڌرو- فاش- عيان- کليو- علانيه- ڏاڍو- آشڪار. مشهور- مامور- معروف. گهٽو- جهجهو.

● نِمائِڻُ: مصدر. (سن. نَم=نمڻ) ڪنڌ هيٺ ڪرڻ- نِنوائڻ. (نِمائيو- نِمائيند و- نِمائيل).

● نِمايا: ذ. صفت. (ف. نمايان) چِڪايل- ڪشيد ڪيل.

- نِمايا ڪرڻ: چڪائڻ.

● نَمبَر ۽ نَمبَرَ: ذ. تعداد- ڳاڻيٽو- شمار. ڀوڳ لاءِ زمين جي ماپيل ايراضي.

- نَمبَر شُماري ۽ نَمبَرَ شُماريون: ث. زمين جي سروي نمبرن جي جاچ پڙتال. تفصيل موجب آباد زمين جي نمبرن جو تپيدار وٽان آيل احوال.

● نِمِتَ ۽ نِمِتَ، نِمِتُون: ذ. ث. (سن. نَمِتَ= سببُ) هيٺاهين- وَتَ. نياز مندي- نياز- نئڙت- پَد سبتي- ٻانهن پَڌَ- ميٺا- ميٺي، آزي- نِزاري- عاجزي. حڪم جي بجا آوري. (حرف جر) سببُ- صدقي- جي سبب- جي ڪري- جي لاءِ- ڪارڻ- واسطي.

- نِمِت ڪارڻ: ٿاهيندڙ- جوڙيندڙ- علت فاعلي (ٻيا ڪارڻ هي آهن، اپادان ڪارڻ=علت مادي يعني جنهن سان شيءِ ٺاهجي، ٿيون ساڌار ڪارڻ=علت آلي يعني اهي اوزار ۽ وسيلا جن جي ذريعي شيءِ ٺاهجي).

- نِمِت ونڻ (ڪ): هيٺاهين وات وٺڻ- نئڙت سان هلڻ.

● نِمچ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نِمرتا ۽ نِمرتائون: ث. (سن. نَمرتا<نَم= نِمڻ) نهٺائي- نر ايماني- نِر اهنڪاري- لِماڻائي- نياز- نئڙت- عِجز- هيٺاهين- غربت.

● نِمرتا ڀاءُ ۽ نِمرتا ڀاءَ: ذ. (سن. نَمرتا< نَم+ ڀاوَ ه) ڏسو نيمو ڀاءُ.

● نِمرو ۽ نِمرا: ذ. صفت. تندرست- چڱوڀلو- چاڪُ- خوش بباش- تنومند- صحت مند- ٺيڪ- پرسن- هٽ سچو. (اسم خاص) هڪ ماڻهوءَ جو نالو. (ث. نِمري ۽ نِمريون).

- نِمرائي ۽ نِمرائيون: ث. تندرستي- چڱيلائي- صحت مندي- چاقائي- هٽ سچائي- صحت نرواني. خيريت- سلامتي.

- نِمرو ٿي اچڻ (ڪ): ڪاڪوس ڪرڻ.

● نِميرو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِمرُود: اسم خاص. هڪ ظالم بادشاهه جو نالو.

- نِمرودي ناتو: ذ. نمرود جهڙي ظالم ۽ ڪافر سان واسطو يعني شيطان سان محبت.

● نِميريو ۽ نِميريا: ذ. خوش- تندرست- چڱو ڀلو.

● نَمستي: ذ. (سن. نَم=نِمڻ) هٿ ٻڌي سلام ڪرڻ واري حالت- نياز- نئڙت- سلام.

● نمسڪار: ث. (سن. نَم= نمڻ) پرنام- تسليم- بندگي- سلام- نمستي- رام رام- السلام عليڪم- سلامتيءَ جو ڪلمو- هندن جو سلام. آشيرواد، آسيس- دعا. ڏنڊوت- ڪورنش.

● نَمَڪُ ۽ نَمَڪَ: ذ. لوڻ. ڪارُ. سڳنڌ- سواد- جَسُ- ذائقو- لذت- ڏَپُ- رَسُ- مزو- چِهُرَ- ساءُ- چهرائي- لاءُ ساءُ- سلوڻائي- لطف- مُسڪرائي. تجلو- نورُ. روزي- ماني- ڳاڙهو ٽڪو. ڳڪهار. فتح- سوڀ. صلح- رام رس، برڪت.

- نَمَڪ جي مار ٿيڻ: ڪيتو لوڻ- کيل ڪم جو نتيجو ڀوڳڻ.

- نمڪحرامُ ۽ نمڪحرامَ: ذ. صفت. ناشڪرگذار- ناشڪرو. ڏنيءَ جو بدخواهه. حق ناشناس.

ٻيوفا - راجدروهو - دغاباز - باغي ڪُلالُ - ٻي ڳڻو - ڳڻ چور - ڪِر تکهن - ٻي قدر - احسان فراموش - اٺامو - يار مارُ. سرڪش - محسن ڪُش.

- نِمَڪحَرامُ هئڻُ: ڳڻ چور هئڻ - ڪُلالُ هئڻ - دغاباز هئڻ.

- نَمَڪحرامِيُ ﻉ نمڪحراميونُ: ث. بي وفائي. بي ايمالي - ياري ماري - ويساهه گهاتي - ڳڻ چور - بي شڪري - ڪُلالي - ( ذ. صفت ) نمڪحرام - ڳڻ چور.

- نَمَڪُحلالُ ﻉ نمڪحلالَ: ذ. صفت. حلال کائيندڙ. ڌڻيءَ جو طرفدارُ - ممنون - احسانمند - شڪرگذار - حق‌شناس - شاڪرُ - مشڪور - خيرخواه (مالڪ جو) راج ڀَڳتُ - سچو - ايماندار - سچار - وفادار - هڪ دل - پر وسهي جهڙو - سرڏالو.

- نَمَڪُ حلالُ هئڻ: اشراف هئڻ - ايماندار هئڻ. ٿورو ياد ڪرڻ.

- نَمَڪُ حلاليُ ﻉ نمڪ حلاليونُ: ث. سچائي - وفاداري - صداقت - راج ڀڳتي - اخلاص - شڪرگذاري - احسان مندي.

- نَمَڪدانُ ﻉ نمڪدانَ: ذ. نمڪُ يا لوڻ رکڻ جو خاص ٿانءُ. پنائي (ث. نمڪداني ﻉ نمڪدانيونُ).

- نمڪُ سازُ ﻉ نمڪسازَ: ذ. صفت. لوڻ ٺاهيندڙ يا ڪڍي صاف ڪندڙ. لُونار.

- نَمَڪُ کائڻُ: ٿوري يا احسان هيٺ اچڻ. نوڪري ڪرڻ.

● نَمَڪ سازَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نِمڪُ: ث. گهڙي - پل - ساعت. ( ذ. صفت ) لانيرو - ٿورو ننڍو - لانو - ڇوٽو.

● نِمڪٺو ﻉ نِمڪٺا (ت): ذ. صفت. نڪمو - بيڪار.

● نَمل: ذ. (غ) مور. ماڪوڙي. قرآن مجيد جي سورهٔ.

● نَمِيند ﻉ نَمِيندِيوُ (ڪ): ث. هيٺاهين - لاهيُ.

● نَمندُ ﻉ نمندَ: ذ. نوڏ. ٽل.

● نَمندو ﻉ نمندا: ذ. صفت. نميل - آيڪهرو - آيو - نشيداوُ. اوکو - نشيدُ.

● نَمڻُ: مصدر. (سن. نمُ = نِمڻُ) نئوڻ - جهڪڻ - جهمڻ - نوڙڻ - نوڙت ڪرڻ - ادب بجا آڻڻ - نئڙڻ - متو ٽيڪڻ - سلام ڪرڻ - نِمسڪار ڪرڻ. پوڄڻ - آڻ مڃڻ - پيش پوڻ. منٿ ڪرڻ - عاجزي ڪرڻ. ليٽڻ - لڙڻ - اهلڻ. رخ رکڻ - مائل ٿيڻ.

- نِمي هلڻُ ۽ کمي کائڻُ: نياز سان هلڻ ۽ خوش ٿي کائڻ.

● نِمڻُ ﻉ نمڻَ: ذ. لهندي - هيٺاهين - ترائي - نوڻ.

● نَمودُ ﻉ نمودَ: ذ. ڏيکاءُ - نُماءُ - منظر - شو - ڏيکَـُ - ڍانيس - ٺاٺ - ديکَـُ ويکـ - شان و شوڪت - خوبي - نشاني - علامت. ظاهر - ظهور - عيان.

- نَمودارُ ﻉ نمودارَ: ذ. صفت. ڏيکـارو - ظاهر - صاف - چٽو - عيان - پڌرو - ظاهر ظهور.

- نَمودداريُ: ث. نموداري.

- نَمود ڪرڻُ: ڏيکـ ڪرڻ. ڏيکارڻ - ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ.

● نَمودارُ ﻉ نمودارَ: ذ. صفت. ظاهر - عيان - پرگهٽ - پڌرو - آشڪار.

- نَمودارُ ٿيڻ: ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - پرگهٽ ٿيڻ - سامهون اچڻ - ٻاهر اچڻ - ظهور ٿيڻ - طلوع ٿيڻ.

- نَمودارِيُ ﻉ نَمودار يونُ: ث. ڏيکاءُ - نماءُ - لقاءُ. ڏيکـ - آڊمبر - ڀپڪو - ٺاٺ - ڏيکـ ويکـُ - ناسُ: پرڪاش - پڌر - آگهٽ - شنيد - شهرت - مشهوري - ناموس.

● نِمورو: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِموريُ ﻉ نِموريونُ: ث. (ٻرا: نمبولـيا. قِمب + آول + ايڪا) نِم جي وڻ جو ڦر - نمولي - دوا طور ڪم ايندڙ نم جو ٻج. زيورن ۾ دهري وغيره جي مانکهه جي هيٺان پيل ننڍو مانگهڙو - دهريُ يا نٿ جي سر ۾ پيل کارڪ يا لَعلَ.

● نَمُوزو ٿ نَمُوزا؛ ذ. نالو - نام - هاڪ - ساراهه - نيڪي - ناموس - ناماچار - ڳالهه.
● نَمُولِيُ ٿ نَمُولِيُون؛ ث. نِم جي وڻ جو ڦَرُ - نمو ري.
● نَمُونو ٿ نَمُونا: ذ. (ف. نمونه) قِسم - جنس - آدرش - نظير - وَنڪَ - نَوع - ڀانت - ڀُهانئي - وَهَ - وَسِيش - ڍول - مادِل - بوتو - آپما - مثال - تمثيل. نقشو - نقل - شڪل - قالب - سانچو - ڍانچو - ڍَ ڍَل. قطع. وانگر - وانگي. ڏيکاءُ ڏيندڙ شيءِ.
- نَمُونو ٻَدلائِڻُ (ت): هڪ ڊزائين ٻئي ڊزائين تي آڻيڻ.
- نَمُونو پَچَڻُ: ڪپڙي وغيره جي هڪ نموني کي ڦيرائي ٻئي نموني تي ڪرڻ.
● نَمِيمَتَ ٿ نَمِيمَتُون: ث. چغلي هڻڻ واري حالت - چغلخوري - ٻچاڙائي.
● نَمِيقو ٿ نُمِيقا؛ ذ. (ع. لمِيقَه) حرف - اکر - شَبدُ. خَطُ - چِٺي - رُقع - ليٽر. نوازش نامه.
● نِنُّ (ل): ث. بيمار جي ڪِنجهه - ڪُنڪ. ننڍڙي شيءِ. ڪانيءِ جنهن تي چَڪُ ڦري. نَڪَ جي سِنگهه - لِمَ.
● نِناڻُون (ت): ذ. صفت. ٻنا نالي جي - نه نالي وارو - ٻُڇڙو - خراب - ڪَراهت ڏيندڙ.
● نَنبُ ٿ نَنبُ (ڪ)؛ ذ. وَهُ يا چرٻيءَ کي باهه تي ڪاڙهي منجهانئس ڪڍيل سٿي. ماڪَ - ڪَهِرَ - آلاڻ - سِڪُ.
● نِنبُو ٿ نِنبُو؛ ذ. هڪ قسم جي ٻوٽيءَ جا ٻَنَ (وهنجڻ لاءِ ڪم اچن).
● نِنتو ٿ نِنتا: ذ. (سن. نندِتَ) طعنو - مهڻو - عِتاب - ميار - ڏوهه - حرف. نِندا - گِلا. ڇِنڊ - ملامت - تَڙي. (صفت). ڌِڪاريل.
● نِنجارَ: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● نِنڊَ ٿ نِنڊُون (ل): ث. ٻچائي - ٻچاڙي - چِيهڙ.

● نِندُ ٿ نِندَ: ذ. (سن. نِندِتَ) ڪميڻو - ڪڌو - نيچ - اڻڀو - چوڏهيو - ڪُڄَتُ. شوم - ڪنجُوس. ڪِرڀڻ - مرچوٺ - مُوذي - ڪدرج - مرچوٺائو.
- نِندَتُ ٿ نِندَتَ؛ ذ. صفت. آءِو جنهن جي گلا ٿئي. گلا ڪندڙ - گلاخور.
- نِندَڪُ ٿ نِندَڪَ (ت): ذ. صفت. شڪايت ڪندڙ - بد نام ڪندڙ - چغل خور. گلا ڪندڙ - گِلارو - نِندا ڪندڙ - نقاد. گار ڀال - ڦٽڪار ڪندڙ - ترسڪاري - ڦٽڪاري. ٻيڪس.
● نِندا ٿ نِندائُون: ث. (سن. نِند) گلا - غيبت - شڪايت - بد ناموس - ڦِٽڪار - تِرسڪار - هَجوَ - بدگوئي - بدي - گيبت - ٻچر - داهس - ڪُوڪ. چغلي - گهٽتائي. دوش - عيب - برائي.
- نِندا ڪَرَڻُ: بدگوئي ڪرڻ - گلا ڪرڻ - غِيبت ڪرڻ - چغلي هڻڻ - غمازي ڪرڻ. هَجوَ ڪرڻ.
● نِندا پُور: اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نِندِرَ ٿ نِندِرُون (ت): ث. نِنڊ.
- نِندِرا (ت): ث. نِنڊ.
- نِندِرا ديوي: ث. نِنڊ - نِندر.
● نَندَرَ ٿ نَندَرُون (ت)؛ ث. نظر - بد نظر.
- نَندَرَ لَڳَڻُ (ت): نظر لڳڻ.
● نَندُڪوٽُ: اسم خاص. مغليين کان اڳائي ڪوهه ٻري آتر - آڀرندي طرف هڪ ڳوٺ جو نالو (جتي ڪنهن زماني ۾ راجا نند راج ڪندو هو).
● نِندَڻُ: مصدر. (سن. نِندُ) بد نام ڪرڻ - بد ناموس ڪرڻ - گلا ڪرڻ. ڌِڪارڻ - ڦٽڪار ڪرڻ - ترسڪار ڪرڻ - گاريون ڏيڻ - حقارت سان ڏسڻ - نفرت ڪرڻ. گهٽ ڀانئڻ. تنبيهه ڪرڻ - جُٺ ڪرڻ. هِيسڻ. ڳالهائڻ - لِپي لائڻ - ٻَدي رکڻ - ڪُوارڻ. طوفان آڻارڻ. ڪلنڪ لائڻ - داغ لڳائڻ. ردي ڪرڻ. (نِنديو - نِنديندو - نِنديَلُ).

- نِنڊجِي: گهٽ پائڻجي. ڏڪارجي - پري ڪجي.

"قريدا ڪک به نه لندجي، ڪک به وڏي ورٿ، جي آڏي پوي اک ۾، ته کهڻو نه ڏيئي ڏک".

- نِنڊِي: صفت. بدنام.

- نِنڊِيل ۽ نِنڊِيل: ذ. صفت. بدنام - خوار خراب - ڌڪاريل - نالائق.

● نِنڊو ۽ نِنڊا: گاهه جو هڪ قسم - نِندو. ول جو هڪ قسم.

● نِدوري ۽ نِدوريون: ث. صفت. ڪمبخت - نِياڳي.

"نِنڊَ نِنڊوري لاچار ڪيس."

(پيڪس).

● نَنڊِي ۽ نَنڊِيون: ث. (سن. نَدِي) نَدِي - نَهر - درياءُ.

● نَنڊِيرو: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِنڊَيرو: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِنڊُ: ظرف. ڇيهه - پڇاڙي - توڙ - آخر.

● نِنڊَ ۽ نِنڊُون: (ڪ)؛ ث. بيڙ هئي - اصل - بنياد - اصل نَسلُ - گهراڻو - خاندان، گهر - جاءِ.

● نِنڊُ ۽ نِنڊَ (ڪ)؛ ذ. صفت. نياڳو - پٽيل - بدبخت. ضدي - نِڌر - هوڏي - هٺيلو.

- نِنڊَر ۽ نِنڊَرون: ث. ضدي - خراب.

- نِنڊو ۽ نِنڊا؛ ذ. صفت. حرامزادو - لچو - شهدو - لُفنگ.

- نِنڊِيل ۽ نِنڊِيل؛ ذ. صفت. خراب - خوار - بدنام.

● نندا؛ (سن. نَندَ) بَدنام= نُندا بار="سفر لاءِ سامان پدل."

- نَنڊاهُ؛ توهين بدجي ويا - لندا.

● نِنڊَڪُ ۽ نِنڊَڪَ: ذ. صفت. گلاخور. ڏکيو - ڪُهيو - منحوس - ڪمينو - حقير - نندت - ڌتڪاريو - ڪين جهڙو. صفا چٽ - خراب، نياڳو - ڪمبخت - چندو (ت). شوم - ڪنجوس - مکيچوس. ڌَڪَ مُڪَ جو ڏاڍو - ڏِرجو - ڏاڍو. (ڪ). بدنام.

● نَنڊَڻُ: مصدر. پترَڻُ - ڪٽڻ.

● نَنڊو ۽ نَنڊا (ڪ): ذ. پيرُن جي وٺن جو وڏو کهاٽو جهڳٽو.

● نِنڊوڪُ ۽ نِنڊوڪَ (ڪ)؛ ذ. کهوپاٽو - ڏندو - نِڌوڪُ.

● نندِيرو؛ اسم خاص. تعلقي فيض گنج (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● نِنڊَ ۽ نِنڊُون؛ ث. (سن. نِدرا=نِنڊَ. پرا. نِدا). سمهڻ واري حالت - ڳهيرَ - نِنڊاڪڙائي - ڳِرم - آونگهه. ڪِپنوارَ. فرحت - نوم - نندرا. بيخبري. (پيٽ جي اندر واري) هڪ عضوي جو نالو. (ڪ).

- نِنڊا: ظرف. نِنڊان - ننڊ ڪان - نِنڊَ جي ڪري.

- نِنڊَ اچڻ: ننڊ لڳڻ - ڳهير ٽيڻ - جهوٽا کائڻ - اکيون پورجڻ - اونگهه اچڻ - سمهڻ جي تانگهه ٽيڻ.

- نِنڊارِ ڪو ٽيڻ (ت): نِنڊَ جو اچڻ - ڪيپ چڙهڻ.

- نِنڊارو ۽ نِنڊارا: ذ. صفت. نِنڊ وارو - ننڊَ ۾ - نِنڊاڻتو - نِنڊاڪڙو - نِنڊرُ - ڳهيريو - مُخمّدرُ - نِنڊَ آئيندڙ.

- نِنڊاڪڙو ۽ نِنڊاڪڙا؛ ذ. صفت. ننڊاڪِڙو - نِنڊاڪو - نِنڊارو - نِنڊاڻتو - نِنڊر - ننڊ ڪندڙ.

نِنڊاڪُرُ ۽ نِنڊاڪُرَ (ڪ): ذ. صفت. ڪچيءَ ننڊ مان آٿاريل (ماڻهو). گهٽي وقت جو اوجاڳيل.

- نِنڊاڪِرو ۽ نِنڊاڪِرا: ذ. ننڊ جو تانگهائُو - جنهن کي ننڊ ايندي هجي. اکين ۾ ننڊ جي شروعات - ننڊ جو غلبو.

- نِنڊاڪِڙو ۽ نِنڊاڪِڙا (ڪ): ذ. ننڊ ۾ ورتل - ڳهيريل.

- نِنڊاڪڙائِي ۽ نِنڊاڪڙائِيُون: ث. ننڊَ - ڳهير - ڳِرمَ - آونگهه.

- نينڊائيتو ج نينڊائيتا: ذ. صفت: ننڊ ڪندڙ- ننڊ ۾ پريل- ستل- ننڊاکڙو. ننڊارو- ننڊ ر.
- نينڊائجڻ: مصدر. ننڊائيتو ٿيڻ- ننڊ لڳڻ- ننڊ ۾ اکيون ٻورجڻ- جهوٽا کائڻ- ڀڪيون کائڻ- ننڊاکڙو ٿيڻ.
- نينڊ حرام ٿيڻ: ننڊ نه اچڻ. اوجاڳو ڪرڻ.
- نينڊ حرام ڪرڻ: ننڊ نه ڪرڻ ڏيڻ- جاڳائڻ- اوجاڳو ڪرائڻ.
- لينڊ ڏيڻ: ماري وجهڻ.
- نينڊر ج نينڊر: ذ. صفت. گهڻي ننڊ ڪندڙ- ننڊارو. مست- ٽوٽي- ڪاهل.
- نينڊ ڦٽڻ: ننڊ نه اچڻ- ننڊ خراب ٿيڻ- ننڊ مان اٿي پوڻ. ننڊ ۾ خلل پوڻ. بي چين ٿيڻ- بي قرار ٿيڻ- گهڻي چنتا ٿيڻ- بي آرام ٿيڻ.
- نينڊ ڪٽڻ: ڏاڍي ننڊ ڪرڻ- گهڻي ننڊ ڪرڻ.
- نينڊ نه اچڻ: اک نه لڳڻ- پلڪ نه ڇنڀڻ. بي قرار ٿيڻ.
- نينڊ هڻڻ: ڪينواري هڻڻ.
● نينڊر: اسم خاص. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ننڍ: ث. ننڍي هجڻ واري حالت- ننڍائي- ننڍپائي؛ جيئن ته "اندڙ وٺ، منڊ وٺ، پر ننڍ وٺ." (چوڻي).
- ننڍ ٻرو ج ننڍ ٻرا: ذ. صفت. ننڍي بر وارو (ڪپڙو وغيره)- سوڙهو- تنگ- ننڍيرو. چست.
- ننڍ پائي ج ننڍ پائيون: ث. ننڍي ٿيڻ واري حالت- ننڍپائي- ننڍپڻو- جواني- ڳڀروپڻ- لاساري- جواڻي- جوڀڻ- ننڍپڻ وارو زمانو.
- ننڍ پڻ: ننڍي هجڻ جي حالت- ٻالاپڻ- ڇوڪرائي وهي. جواني.
- ننڍ دليو ج ننڍ دليا: ذ. صفت. بي همت- ڪمزور دل- ننڍيءَ دل وارو- تنگ دل- سوڙهه دليو. تعصبي. شوم- ڪنجوس- چنجوس- موذي- مکي چوس.

- ننڍڙو ج ننڍڙا: ذ. صفت. ننڍو- ننڍيرڙو- لانيرو- ڇوٽو- لانو- الپ- ننڍو (ڪپڙو). بلڪل ننڍڙو- تمام ننڍو. ننڍي عمر جو- ڳڀرو- لاسيار- لاسڙيات- ڪمسار- ڪشور- صغير- معصوم- ٻالڪ.
- ننڍ ڦڙو ج ننڍ ڦڙا: ذ. ننڍين ڦڙين وار مينهن- ٻوند ون- سنهي برسات.
- ننڍڪو ج ننڍڪا (ک): ذ. ننڍو- معصوم- صغير.
- ننڍ وڏائي: ث. گهٽ وڌائي- هيٺ مٿاهين- نا برابري- اڻ سوڌائي.
- ننڍيڙو: ذ. صفت. تمام ننڍو- ٿورو ننڍو.
- ننڍيرڙو: ذ. صفت. ننڍيڙو.
● نينڊارو ج نينڊارا: ذ. صفت. ننڊ ۾ پريل- ننڊائيتو- ننڊاکڙو.
● ننڍو ج ننڍا: ذ. صفت. الپ- ڇوٽو- لانو- ٿورو- قليل- ننڍو (ڪپڙو)- تنگ- سوڙهو- ڪوتاهه (قد)- لانو- سنڌرو. گهٽ (تور)- مختصر- ٿورو- لانيرو. صغير. ٻسندرو. تنگ- (آواز) هلڪو- جهيڻو- جهڪو. سهيل (ڪم)- ناضروري- خسيس- خفيف. هيٺ- گهٽ. (ث. ننڍي ج ننڍيون). (س. ننيون: مس. ٻشلڪنڻ). بيماريءَ جو هڪ قسم- ننڍي مائي. (ذ). مرد- جوان. جوان مڙس.
- ننڍائي ج ننڍائيون: ث. ٿورائي- ڪمي- ڇوٽائي- لانائي- ڪوتاهي. ننڍپڻ- ڳڀروپڻ- جواني- جواڻي- جوڀن- لاسياري- ٻچپڻ- ڇوڪرائپ. ٻندرائي.
- ننڍو آبرو ج ننڍا آبرا (ت): ذ. ڪوريئن جو هڪ اوزار- سٽ جي ڦورن ناهڻ جو اوزار.
- ننڍو ٿيڻ: گهٽ ٿيڻ- مان گهٽجڻ.
- ننڍو ٻنتيرو ج ننڍو ٻنتيرا: ذ. صفت. ننڍي عمر وارو- جوان- ڳڀرو- لاسيار.
- ننڍو نيڍو ج ننڍا نيڍا: ذ. صفت. ننڍي عمر جو ننڍو- جوان- مڙس. (ت. ننڍي نيڍي ج ننڍيون نيڍيون).

- نَنڍِ ڀائِي ج نَنڍِ ڀائِيُون: ث. عمر جي ڀرين منزل - ٻالاڀڻ - ننڍي هئڻ واري حالت - ننڍ پڻ - ٻچپڻ. ڳڀرو پڻ - جواني.

نَنڍيرڙو ج نَنڍيرڙا: ذ. صفت. ٿورو ننڍو - البت گهٽ - ڇوٽو - لانيرو. ننڍي عمر جو.

- نَنڍيرو ج ننڍيرا: ذ. صفت. البت ننڍو - ٿورو ڇوٽو - لُنڊو (ڪپڙو) - تنگ سوڙهو.

- نَنڍي ج نَنڍيون: ث. "ننڍو" جو مؤنث - ننڍي - ٿوري.

- نَنڍي ڀوش (ت): ٻارَ - هاٺوڪو ٿور.

- نَنڍي چَڪري: ث. وڏي چڪر ڦيرائڻ لاءِ نار جو هڪ عضوو.

- نَنڍي عام پيچ آپت: ث. اهو ننڍي ۾ ننڍو عدد جنهن کي سندس جزن سان ونڊي سگهجي.

- نَنڍي مائي: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - آرڙي - آوري - آورڙي - ننڍي ماتا.

● نَنڍي نوتي ج ننڍيون نوتيون (ت): ث. ننڍي عمر جي ڇوڪري - نوجوان عورت.

- نَنڍي هوندي: ظرف. ننڍپڻ ۾ - ٻالاپڻ ۾.

● نَنڍو شهر: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَنڍي ڊوري: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَنڪو ج ننڪا (ڪ): ذ. صفت. ننڍو - ننڍڙو. (ث. ننڪي ج ننڪيون).

● نَنگ ج ننگ: ذ. (ف) حياءُ - شرم - غيرت - لاج - ڀرم. عزت - آبرو - مان - شان "الله تي ننگ آهي" (چوڻي). ڪارپت - لج - پت - ناموس - لحاظ - جميعت - عيب - ڪلنڪ - رسوائي - ذلت - بدنامي. ريت - رسم. لاڳاپو - واسطو - اهو جنهن جي ننگ جو بچاءُ ڪرڻ ضروري هجي - گهر جون زالون. مٽ مائٽ. تعلق. عزازت - مائٽي. زال - مَنگ. "هي منهنجو ننگ آهي." توبه - جانو. عاجزي - منٿ. پڇتاءُ. عدد - تعداد (سن. نگهه)) وڙ. داڳينو "هڪ ننگ يا ٻه ننگ)" وڙ - لائق، (ڪ). (سن. نگ < نگهه = ٻهاڙ (ل = نه + گم = هلڻ) + پتو = پيدا ٿيڻ جي جاءِ) جبل مان پيدا ٿيندڙ شيءِ. قيمتي پٿر. زيور. عاج جي ڳيٽي. منڊيءَ جو ٽڪو - پٿرو - پڙو - هيرو - ٽڪ - جڙاءُ جو نڪر. (صفت) (سن. نگن) اگهاڙو - ننگو. صاف - چٽو.

- ننگ آجارڻ: ننگ سچائي ڪم ڪرڻ - جهوني رشتي کي مان ڏيڻ.

"ننگ پريا ننگ نيث آجارج."
(مصري شاهه).

- نَنگاني ج نَنگانيون: ث. عزت يا مان ڏيڻ واري حالت.

- ننگائتو ج ننگائتا: ذ. صفت. ننگ يا وڙ ڪرڻ وارو - ننگي - ننگ ڪندڙ - وڙائتو. عزت وارو - مان وارو - شانائتو - معزز - لائق. "فلاڻو ماڻهو ننگائتو وڙائتو آهي" (جملو). (ث). (ننگائتي ج ننگائتيون).

- نَنگاني ج ننگاني: ذ. صفت. ننگ وارو. ننگ جي پرواهه رکندڙ.

- نَنگ پرڻ: راڄ رسم موجب مقرر پئسا ڏيڻ - ڳهور ڏيڻ. وڙ ڪرڻ. پنهنجو حصو ڏيڻ.

- نَنگ پريو ج ننگ پريا: ذ. صفت. پاڻ پالائيندڙ. وڙائتو. قربائتو ڳنوارو.

- نَنگ پري ج ننگ پريون: ث. صفت. پاڻ پالائيندڙ - پسوڙي - وڙائتي.

"نبي سر جون نار ڪئيون تيون ننگ پريون ڪن نات"
(سانوڻ).

- نَنگپال ج نَنگپال: ذ. صفت. ننگ رکندڙ - نج پال - عزت بچائيندڙ - ڍڪڻهار. سار سنڀال لهندڙ. (اسم خاص). الله تعاليٰ جي هڪ صفت جو نالو.

- نَنگ پالڻ: زال سنڀالڻ - سڱ رکڻ - عيال پالڻ - سار سنڀال لهڻ.

- نَنگ پرور: ذ. صفت. مٽن مائٽن جي سنڀال ڪندڙ.

- نَنگ پَروَري: ث. ننگ پرور جو ڪم.

- نَنگ ڀونُ: ننگ (عزازت، مائٽي، نياڻين) جو خيال ڀونُ - ڳالهه مڃڻ. لڄ اچڻ - حيا ڀونُ.

- نَنڱُ چَٽُ: ذ. صفت. ننگ ناموس، عزت، شرم مان نڪتل.
- نَنڱُدارُ ۽ نَنڱُدارَ: ذ. صفت. شرم وارو- لڄ ۾ ڪيندڙ- ڊڪڻهار. (اسم خاص). ڏڻي تعاليٰ جي هڪ صفت جو نالو.
- نَنڱُ ڏَڙَنڱُ: ذ. صفت. بي شرم- بلڪل بي حيا- نرلڄو. آڳهاڙو.
- نَنڱُ نامُوسَ: ث. عزت. شرم.
- نَنڱُ نباهي ڏيڻُ: امانت سلامتيءَ سان پهچائڻ.
- نَنڱُشُونُ نِڪرَڻُ: عزازت جو رشتو ترڪ ڪرڻ- عزازت ۽ شراڪت جي ريتن رسمن جي برخلاف وڃڻ.

"ننگشون نڪري نِستنڪ
نازگو ٿيڻ نروار مشڪل آ"
(پير حسن بخش).

- نَنڱِيُ ۽ نَنڱِيُ: ذ. صفت. لڄ بچائڻ وارو- ننگ ڪندڙ- حياءُ دار- غيرتمند. جيئن ته: "ننگي پاڙج ننگ، مهٽي هابُ مستان ٿيئان". وَڙُ ڪندڙ- لائق ڪندڙ. (ڪ).
● نَنڱا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● نَنڱَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نَنڱَرُ ۽ نَنڱَرَ: ذ. (س. نگر) شهر- بستي- راڄڌاني- گهاٽي آبادي- ٽَڙُ- ننگري- ڪوٽ. لنگر- فقيرن جو ڪاڏو- ماني وغيره. لنگر- جهازن بهارڻ لاءِ هڪ وڏو لوهي چنبو. (اسم خاص). هڪ ماٿهوءَ ۽ شهر جو نالو.
- نَنڱَرُ وَڃَڻُ: ڪوٽ وڃڻ- پنهنجيءَ جاءِ تي پهچڻ.
- نَنڱَرُ هَلَڻُ: مهمانن ۽ مسافرن جي چڱيءَ طرح مهمان نوازي ڪرڻ- اتيت پوڇا ڪرڻ.
● نَنڱَرُپارَڪَرُ: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو. تر ۾ هڪ شهر جو نالو.
● نَنڱَرُ سانڱِي: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَنڱَرَ ڪِيٽُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نَنڱَرَموٿَ ۽ نَنڱَرَموٿُون: ث. هڪ قسم جي گاهه جي خوشبوءِدار پاڙ.
● نَنڱِرو ۽ نَنڱِرا: ذ. ماڪوڙيءَ جو پيڙ- ماڪوڙين جي قطار. (ل). مڇيءَ جو هڪ قسم. جهامرو.
- نَنڱِرو وَڃَڻُ: ماڪوڙين جي قطار وڃڻ. "ڪو بندوبست ڪريو، متان آن کي ننگرو کڻي وڃي". (جملو).
● نَنڱَرُ هَڪِڙو: اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نَنڱِري ۽ نَنڱِريُون (ڪ): ث. (پاري) ۽ (بڙد) جي مثل گهڙيل ٿهيل بڙد ڪاڳرو (من يا ٿيهه سير) پڙ (جنهن ۾ ٻه ٽنگ، هڪ وچ ۾ قلعو (ڪلو) ۽ ٻيو پاسي سان جنهن ۾ رسو، ننگري آڇليبي ته تر ۾ ويندي ۽ قلعو (ڪلو) زمين ۾ کُپي ويندو ۽ رڇ کي جهلي ٻڌندو. ننگريون سياري ۾ مهاڻا سيءَ سبب ڪم آڻين جو رڇ پهاري پاڻ هليا وڃن).
● نَنڱَرِ بجا: اسم خاص. تعلقي ڪوٽ ڏيجي (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نِنڱِڙَڻُ (ٿ): مصدر. هيٺ ٿيڻ.
- نِنڱِڙائِي ۽ نِنڱِڙائِيُون (ٿ): ث. هيٺاهين- نئڙائي. نِوڙائي- نوڙائي.
- نِنڱِڙايو (ٿ): نِمايو- هيٺ ڪيو.
● نَنڱو ۽ نَنڱا: ذ. صفت. (س. نگن = آگهاڙو) بنا ڪپڙن جي- بنا ڍڪَ- لورو- آگهاڙو- نانگو- عريان- ڪُليل- صاف صاف- خالي. (ث. ننگي ۽ ننگيُون).
- نَنڱائِي ۽ نَنڱائِيُون: ث. آگهاڙ- اگهاڙپ- اوگهڙ- ننگاڻ. بي شرمائي- بي لڄائي- بي حيائي.
- نَنڱو ٿِي بِيهَڻُ: آگهاڙو ٿي بيهڻ. بي شرم ٿيڻ- بي حيا ٿيڻ.
- نَنڱِي ۽ نَنڱِيُون: ث. صفت. آگهاڙي. بي شرمي. لچپال.

● نِننگهه ۽ نِننگهئون: ث. (سن. نِرُ + گُنرُ = ملڻ). ان وغيره چيزن لاءِ زمين ۾ کٽيل پٿر جي آکري - کوٺيل پکو ڏرڙ. سنهڙو سوراخ - باريڪ ٺونڪڙو. (ت). ٿانءُ نه هئڻ جي حالت ۾ ڪپڙي جي پلاند ۾ اٽي ڳوهڻ واري حالت - ماني پچائڻ جو هڪ نمونو - ٺڪي يا دانگي نه هجڻ جي حالت ۾ ٿانون تي ماني سيڪڻ واري حالت. (ڪ).

● نِنگهوسار ۽ نِنگهوسارَ: ذ. صفت. (سن. نِرُگهات = ناس). سڄوئي وڃل. چٽ - فنا - برباد - تباهه - ڦيٽايل - گم ڪيل - نابود - ويران.

● نِنگائڻ (ت): مصدر. آسرائڻ. ظاهر ڪرڻ. (ننگائيو - ننگائيندو - ننگائيل).

● نِنڊڻ: مصدر. (سن. نِنادُ = آواز ڪرڻ). رُئڻ - ٻٽڻ - رڙڻ - روئڻ. رڙيون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - جهڄڻ - چنگهڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ - لڙڪ وهائڻ - هنجون هارڻ - سيڪڻ. (نِنيو - نِنندو - نِنيل).
(ذ. اسم). وڻ جو هڪ قسم - پارس پپر - ننڊڻ جو ڏينو. (اسم خاص). هڪ پار جو نالو.

● ننو ۽ ننا: ذ. "ن" حرف جو نالو. ڪجهه به نه. ناڪار - انڪار - ناهري - ناڪارو - جواب - عدول. (صفت). هڪ عدد - اٺن (٨) کان پوءِ وارو عدد - نوَ (٩).
- ننو اکر وارڻ: صاف انڪار ڪرڻ - صفا ناهري وارڻ - جواب ڏيڻ.

● نُنو ۽ نُنا (ڪ): ذ. صفت. ننيڙو - ننڍڙو. (ت. ننِي ۽ نُنيون).]

- نِنواڻ (ت): ث. هيٺاهين - نوڙ - ڍليءَ.

● نِنوائڻ: مصدر. (سن. نَمُ = نمڻ). نمائڻ - نوائڻ - جهڪائڻ - نٽرائڻ. هيٺ ڪرڻ - گهٽ ڪرڻ - هٺ ڀڃڻ - شرمندو ڪرڻ - (مان) گهٽائڻ. مٿو ٽيڪائڻ. ڪنڌ هيٺ ڪرائڻ. لماٺو ڪرائڻ - حقير يا غريب ڪرڻ. (نِنوائيو - نِنوائيندو - نِنوائيل).
- نِنوائي ڏيڻ: نمائي ڏيڻ - هيٺ ڪري ڏيڻ.

● نَنوَتِڻِ ۽ نَنوَتيُون: ث. راند جو هڪ قسم.

● نَنون: صفت. (سن. نَونُ). هڪ گهٽ ڏهه. هڪ ۽ اٺ.
- نَنون گرهي: نئين گرهن جي پوڄا. شاديءَ کان اڳ نون گرهن جي پوڄا ڪرڻ ۽ ننون برهمڻن کي کارائڻ ۽ انهيءَ ڏينهن تي مٿن مائٽن کي کارائڻ.
- نَنوَنُ دوارُ: ذ. نوَن دروازا. انسان جي جسم جا نَوَ دروازا (ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسون، هڪ وات، هڪ پيشاب رستو، هڪ پائخاني جو رستو).
- نَنوَنُ نِڌِ: ذ. ديوتائن جي خزانچي ڪُبير جا نَوَ خزانا.
- نَنونُ نِڌِ پارهَنُ سِڌِ ٿيڻُ: دل جي مراد پوري ٿيڻ - پورو ڪامياب ٿيڻ.

● نِنوَڻُ: مصدر. (سن. نَمُ = نمڻ). ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. نمڻ - نياز ڪرڻ - سلام ڪرڻ - نمسڪار ڪرڻ. هيٺ ٿيڻ. مٿو ٽيڪڻ. ڪُبو ٿيڻ. پيش پوڻ. (نِنويو - نِنوَندو - نِنويل).

● نِنهائين ۽ نِنهائيُون: ث. ٿانون پچائڻ جي ڪوري - نهائين - آوي. (سن. ناڀ = ڌُن). ڌن کان هيٺ پيٽ جو حصو - مثانه.

● نَنهڙو ۽ نَنهڙا (ت): ذ. چٽن ڪڍڻ لاءِ لوهه جي اوزار جو هڪ قسم.

● نَنهَنُ (ت): ظرف. ناڪار - انڪار - نه.
- نَنهَنُ ڪرڻ: انڪار ڪرڻ - ناڪار ڪرڻ - نه ڪرڻ - جواب ڏيڻ.
- نَنهَنُ منع ڪرڻ (ت): نه مڃڻ - نه قبول ڪرڻ - انڪار ڪرڻ.

● نُنهَنُ ۽ نُنهُون، نُنهُنرون: ث. پُٽ جي زال.

● نُنهُن ۽ نُنهَنُ: ذ. (سن. نَکَ). هٿن پيرن جي آڱرين جي چوٽين مٿان سخت کل - ناخون - نونهن.
- نُنهَنُ آتَرُ: ذ. ننهن جي ويجهو آڱر جو سڄي ۽ ٻڄي پوڻ - آڱر ويڙهه - نُنهنٽڙ. جهامرو.
- نَنهُنُ آتَڪَڻُ: دشمن کي وجهه ڏيڻ. واسطو پوڻ - پلاند اٽڪڻ.

- نَنُهِڻَ تي نانگ نچائڻ: تڪليف ڏيڻ.
● نَنُهِڻَ تي نچائڻ: تڪليف ڏيڻ.
- نَنُهِڻَ تي نچڻ: پنهنجي مرضيءَ موجب هلڻ. ڏاڍو ڪاوڙجڻ.
- نَنُهِڻَتو ۽ نَنُهِڻَنڙ: ذ. آڱر ويڙهڻ - نَنُهِڻَ اُتڙ.
- نَنُهِڻَتُرو ۽ نَنُهِڻَتُرا: ذ. آڱرين جي زيور جو هڪ قسم.
- نَنُهِڻَ چِڙهِ (ٿ): ٿ. سوڙهي جُتي.
- نَنُهِڻَ چوٽيءَ ٽَرڻ: بيحد خوش ٿيڻ - ازحد خوش ٿيڻ.
- نَنُهِڻَ چوٽيءَ ڏَڪڻ: سڄو بت ڏڪڻ - ڏپ وٺڻ - ڊڄڻ - سيءُ وٺڻ.
نَنُهِڻَ چوٽيءَ ڏڪڻ: خوف ٿيڻ - سڄو بدن ڏڪڻ.
- نَنُهِڻَبُر: ننهن سان ايذاءُ ڏيڻ جي حالت - رهڙ - آهنڊ.
- نَهنُبُ: ذ. ننهنبُ.
- نَنُهِڻَ ڏيڻ: ملهه وڙهڻ وقت پنهنجي ملهه کي هيٺ وٽ آڱوٺو ڏيئي تنگ ڪرڻ.
- نَنُهِڻَ سوسڙائيءَ: ٿ. پوري پني هڻڻ واري حالت - شير گرم جي حالت - نه گرم نه ٿڌي هڻڻ واري حالت. ٿڏائي - بيپرواهي.
- نَنُهِڻَ سوسڙو: ذ. ٿورو ڪوسو - پورو پنو - نه گرم نه ٿڌو - سهند و - شير گرم. ٿڌو - بيپرواهه.
- نَنُهِڻَ سُنسو: ذ. نَنُهِڻَ سوسڙو - ٿورو ڪوسو.
- نَنُهِڻَ سيءُ نيڻ ٽَرڻ: گهڻو خوش ٿيڻ - بيحد خوش ٿيڻ.
- نَنُهِڻَ ڪارو هڻڻ: پاڻيهي پاڻ کي نالائق ثابت ڪرڻ.
- نَنُهِڻَ ڪان چوٽي تائين باهه لڳڻ: گهڻو ڪاوڙجڻ - يڪدم گرم ٿيڻ - ڪنهن ڳالهه تان يڪدم بخيلي وٺي وڃڻ.
- نَنُهِڻَ ڪان ماس جدا ٿيڻ: پيارن کان وڇڙڻ - دل گهرين کان جدا ٿيڻ.

- نَنُهِڻَ لاهڻ: نَنُهِڻَ جا وڌيل چلر ڪپي پورا ڪرڻ.
- نَنُهِڻَ نچيڻو ۽ نَنُهِڻَ نچيٽا: ذ. جلدي چڙندڙ - ڏاڍو چيڙاڪ. ننهن تي نچندڙ. (ٿ. ننهن نچيڻي ۽ ننهن نچيون).
- نَنُهِڻَ نُور (ڪ): ننهن جو ڪڙهڻ يا پچڻ - ننهن ۾ ڏڪ لڳڻ يا زخم ٿيڻ.
● نَنُهِڻَنبڻ: مصدر. ننهن سان ايذائڻ. رهنبڻ - رهنبون پسائڻ - رهڙڻ - کرڙڻ - ڪَنَبڻ (ننهن سان) - نَنُهِڻَبون پائڻ. (ننهنبيو - نهنبيندو - ننهبيل).
- نَنُهِڻَبُ ۽ نَنُهِڻَنبُ: ذ. نَنُهِڻَنبو - رهنب - رهڙ - رانبوٽو - رهڙڻ واري حالت.
- نَنُهِڻَنب اٽڪائڻ (ت): ٿورو حصو گهنڻ. زور سان حصو گهنڻ.
- نَنُهِڻَنبَ ڏيڻ: آڱر جي ننهن سان ڪُل وغيره چيرڻ.
● نَنُهِڻَنور ۽ نَنُهِڻَنورين: ٿ. گول سوراخ واري ڪاني (جنهن جي چڪر ۾ وڌل مُنيءَ جي چوٽي اٽڪائبي آهي). گهڻن ڏينهن ۽ لاهڻ واري پيل زمين.
- نَنُهِڻَنورين قيرائڻ: مٿي تي سخت ڌڪ لڳڻ يا هڻڻ - مدهوشي واري حالت ٿيڻ.
● نِنهِيَهڻ (ل): مصدر. نِنهَڻ - روئڻ - رڙيون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - هَنجون هارڻ - لڙڪ وهائڻ. (نِنهيو - نِنهيندو - نِنهيل).
● نَنُهو ۽ نَنُها: ذ. گهنڊ وجائڻ لاءِ ڌاتوءَ جي ٿالهي - گهڙيال.
● نَنُهُون: ذ. جنڊي جي اوزار جو هڪ قسم - سُنبو.
● نَنُئُن: ذ. (سن. ندي) نديءَ جي وهڻ سان ڪٺ ٿيل مٽي - ريٽ.
● نَنُئِين: ٿ. (سن. ندي) مينهن وسڻ بعد جاهلو وهڪرو (جو نديءَ وانگر وهي).
● نَنُئُون: ذ. صفت. نائون.
● نَنُئِي ۽ نَنُئِيُون: ٿ. نندي پار جي ٽِنٽي - لَٽليءَ - پيلي.

● نِٽانَ ≠ نِٽاٽُون: ث. (سن. نَتنسُدا > نتاندر) هڪ قسم جي مانٽي يا سُپِنِڊُ- مڙس جي پيڻ- لِٽَنَ- نِڙانَ- نِرانَ- گهوٽ جي پيڻ.

● نَٽِينَ ≠ نَٽينُون: ث. مڙس جي پيڻ- نڙانَ.

● نِٽندَ ≠ نٽنڊُون (ت): ث. مڙس جي پيڻ- لِٽان.

● نؤ. ذ. صفت. (ف. نوُ؛ سن. نَوَ) نئون- تازو- ڪورو- صاف.

- نَؤآبادَ ≠ نؤآبادَ: ذ. صفت. نؤن آباد ڪيل (گهر، شهر)- تازو آباد ٿيل.

- نَؤآموزُ ≠ نؤآموزَ: ذ. صفت. نئون آيل- نئين طرح سکندڙ- نولُ- نولو- سيکڙاتُ- آلڙُ- ڪچو- نا آزمودگار.

- نَؤآميزَ ≠ نؤآميزَ: ذ. صفت. نئون سيکيلُ- مُبتديُ.

- نَوبنوُ ≠ نؤبنا: ذ. صفت. تازو، تازو- ترت جو- هاڻي جو- نؤن- تازو. تازو توانو- خوش آبُ- بلڪل خوش- سر سبز- تندرست- با جميعت- خوش- نيڪُ- سدا آبادُ.

- نَوبهارُ: صفت. خوش.

- نوُجوانُ ≠ نوجوانَ: ذ. جوانيءَ جي ٿوهہ ۾ ڇوڪر. ننڍي عمر وارو- نَؤخيز- ڇيرو- ڪُمارُ- لاسيارُ- ڪِشوَرُ.

- نَوُجَواني ≠ نوُجوانيُون: ث. حياتيءَ جو شروعاتي جو پن- جوانيءَ جي ٿوهہ. شباب- بلوغت- عالم شبابُ- لطفي زندگيءَ جو مُنڍُ- جوانيءَ جي ٿوهہ.

- نَوُخيزُ ≠ نوخيزَ: ذ. صفت. نؤن آئيل- ڇيرو- لاسيارُ- نوجوان.

- نَؤروزُ: ذ. نؤن ڏينهن- سال جيو پهريون ڏينهن.

- نَؤروزو: ذ. نوروزا. پارسين جو وڏو ڏينهن.

- نَؤمُريدُ ≠ نَو مريدَ: ذ. صفت. نئينءَ مان ٿيل مريدُ- تازو يا نئون چيلو (ٿيل ماڻهو).

- نَوُمُسلمُ ذ. صفت. تازو مسامان ٿيل- نئون مسلمان- شيخُ.

- نَونهالُ: ذ. صفت. نوجوان. تازو نڪتل وڻ.

- نَوُورنيُ ≠ نَوُورنيونُ: ذ. صفت. نئين ورَ واري- نئين پرڻيل- تازي شادي ڪيل- نئين ڪنوار.

- نَوُهولڙو ≠ نَوُهولڙا (ت): ذ. صفت. نئون- پهريون- مُنڍ وارو- شروعاتي.

● نَوَ: صفت. هڪ عدد- ٻاٺيني جو هڪ انگ (٩).

- نَوَ انچو ڪاربُ: ذ. نو انچ ڊيگهہ، ساڍا چار انچ ويڪر ۽ ٽي انچ ٿولهہ وارو سرن ٺاهڻ جو ڪاربُ يا سانچو. (ان مان ٺهيل سرون ريلوي ڪاٽي جي مورين ۽ پليٽ فارم جي فرش ۾ لڳن).

- نَوَ ٽَڻ: ث. راند جو هڪ قسم- نون ٽڻن ۽ ۽ سارين واري راند. نَوَ ڪٽي.

- نَوَ رتنَ: ذ. نَو (نو) جواهرَ- نون قسمن جا جواهر يا هيرا؛ جيئن تہ (١- هيرو ٢- پنو ٣- نيلمُ ٤- لهسڻيون ٥- لعل ٦- گوهر ٧- مرجان ٨- زمرد ٩- فيروزو). نسرَ عقلمند- (نونُ) عقلمندن جي مجلس؛ جيئن تہ "اڪبر بادشاهہ جا نَوَ رتن". (١- ابو الفضل ٢- فيضي ٣- ڪوڪلتاش ٤- حڪيم همام ٥- حڪيم ابوالفتي ٦- ويرمل ٧- توڏرمل ٨- بهرام خان ٩- راجا مانسنگ).

- نَوَ ڪُنڊون: ذ. نَوَنُ ڪنڊن واري شڪل.

- نَوَ گرهيُ: ث. نئون گرهي.

- نَوَ لکو ≠ نَولکا: ذ. نَونُ (٩) لکن جي قيمت وارو؛ جيئن تہ "نوَ لکو هارُ".

- نَوَ نديونُ ٿيڻُ: گهڻو فائدو ٿيڻ- گهڻو نفعو ٿيڻ.

- نَوَ نديونُ ڪري ڏيڻ (ت): گهڻو مال ملڪيت ڏيڻ- ڏئي ڇڏڻ.

- نَوا: ث. (ف). مطلق آواز. سامان- اسبابُ. فوج. پو ٺو. نذرانو- پيشڪس- موافقت- خوراڪ

غذا. گرفتار ٿيل ـ قيد. مغلن جو هڪ گروهه. ٻڌ ِي ـ سمجهه ـ عقل ـ سُڌ ـ فهم ـ مَت ـ شَعُور ـ پُڌ ِ.

● نَوابهَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نَواب ُ ۽ نَواب َ؛ ذ. (ع. نائب جو جمع) قائم مقام ـ نائب ـ نائب السلطان. صوبيدار ـ صوبو ـ حاڪم ـ سردار. عامل ـ ناظر ـ فرمان روا. امير ـ راءِ ـ ٺاڪر ـ راجا ـ والي. جاگيردار ـ شاهوڪار ـ رئيس. عزت جو لقب.

ـ نَوابِي ُ ۽ نَوابِيُون ُ: ث. نظامت ـ بادشاهي ـ حڪمراني ـ فرمانروائي ـ حڪومت ـ رياست ـ اميري ـ دولت مندي. فضول خرچي ـ بد نظمي. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم. (ذ. صفت). نوابن جي ـ نوابن واري.

ـ نَوابِي ُ ٺَٺ ُ ۽ نَوابِي ُ ٺَٺ َ؛ ذ. اميرائو ٺَٺ ُ ـ رئيسائو ساز و سامان. طمطراق.

● نَواب ُ دوست ُ عَلِي ُ؛ اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَواب ُ ڪَنڌُهوڙو ُ؛ اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَواح َ: ذ. طرف ـ پاسو.

● نَوار َ ۽ نَوار ُون ُ؛ ث. (ف). کَٽ َ وغيره واڻڻ لاءِ ڪپڙي وانگر سُٽ جي اٽيل پٽي ـ نَواڙ َ.

● نِوارَڻ ُ: مصدر. (س. وارڻ) بند ڪرڻ. منع ڪرڻ. روڪڻ ـ جهلڻ ـ ٻَڌڻ ـ باز رکڻ ـ ٽارڻ ـ هٽائڻ ـ نيوڙت ڪرڻ. (درد يا سُور وغيره) لاهڻ ـ دفع ڪرڻ ـ ريٽڻ. (جي) بدران رکڻ. رد ڪرڻ ـ منسوخ ڪرڻ. صاف ڪرڻ ـ صفا ڪرڻ. (نِواريو ـ نِواريندو ـ نِواريل).

● نَواڙ َ ۽ نَواڙ ُون ُ: ث. (ف. نوار) سُٽ جو اٽيل پٽو ـ کَٽ َ يا پلنگ واڻڻ لاءِ سوٽي پٽو ـ نَوار َ.

ـ نَواڙ َ باف ُ ۽ نَواڙ َ باف َ: ذ. صفت. نواڙ ٺاهيندڙ ـ نواڙ اڻندڙ ـ ڪوري.

● نَواڙو ُ ۽ نَواڙا؛ ذ. جنگي جهازن جو ميڙ ـ بحر ـ ٻوڙ ُ ـ دَس ُ ـ آرماڙ. ٻيڙين جو دَس ُ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم. هنجور. (ل). ٻکي. (ت). لوڙهي ۾ نه ماپندڙ مال ـ بي شمار ـ گهڻو. (ڪ). هڪ تاري جو نالو، جو ٻرپات جو آيري. (چون ٿا ته ٻه تارا آهن، جي هڪ ٻئي ٻويان آيرن، باقي هڪ پهر رات جو هوندو ته ڀهريون آيرندو ۽ پيو ٻرپات جو ايرلدو). (ن ـ ب).

”نِواڙو تنهن نرمل کي، ٻُوجي ٿو ٻرپات“ (ڪبير شاهه).

● نَواز ُ ۽ نَواز َ: ذ. صفت. (ف). نوازيندڙ ـ نوازڪندڙ ـ نوازيل ـ سرفراز. سانڍيندڙ ـ سنڀاليندڙ ـ مهربان؛ جيئن: ”غريب نواز“ وغيره.

● نَوازِش َ ۽ نَوازِشُون ُ: ث. (ف). بخشش ـ عنايت ـ مهرباني ـ لُطف ـ ڪرم ـ دَيا ـ رحم ـ شفقت ـ مُروَت ـ ڪِرپا ـ ڀلائي ـ عطيه. رعايت ـ لِحاظ.

ـ نَوازِش ُ ڪَرَڻ ُ: عنايت ڪرڻ ـ مهرباني ڪرڻ. مدد ڪرڻ ـ معاونت ڪرڻ ـ پرورش ڪرڻ ـ پالنا ڪرڻ.

ـ نَوازِش َ نامُو ۽ نَوازِش َ ناما؛ ذ. مهرباني يا ڀلائيءَ وارو خط ـ احسان مندي جي چٺي ـ شفقت نامو.

● نَوازَڻ ُ: مصدر. (ف. نوازيدَن ُ) انعام ڏيڻ. فائدو ڏيڻ ـ بخشڻ ـ نذرانو ڏيڻ ـ تحفو ڏيڻ ـ ڏات ڏيڻ ـ بخشش ڪرڻ. مدد ڪرڻ ـ حمايت ڪرڻ ـ هٿ رکڻ ـ پالڻ ـ پرورش ڪرڻ ـ نوازش ڪرڻ. ورسائڻ ـ نِهال ڪرڻ. سرفراز ڪرڻ ـ اوچ تي رسائڻ ـ سِر ُ بلند ڪرڻ ـ چوٽ چاڙهڻ ـ عزت بخشڻ ـ مالامال ڪرڻ ـ مهرباني ڪرڻ ـ ٿورو ڪرڻ ـ احسان ڪرڻ ـ لائق ڪرڻ. (نوازيو ـ نوازيندو ـ نوازيَل ُ).

ـ نَواز َ ۽ نَواز ُون ُ: ث. نوازش ـ مهرباني ـ احسان ـ ٿورو ـ لائق ـ وڏ ُ ـ ان ڪره ـ ڀلائي ـ دَيا ـ رَحم.

ـ نَواز ِيَل ُ: ذ. صفت. جنهن تي نوازش ٿئي.

● نَواز ِيو ُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نِواسُ ≅ نِواسَ؛ ذ. (سن. نِواسَن = رهڻ جي جاء) محل - مڪان - رهائش - گهر - خانه - حويلي - مسڪن - مقام - ٺڪاڻو - سڪونت گاهه - واسو - بيٺڪ - ويهڻ جي جاء. نبيرو - فيصلو. (ت).

- نِواسِيُ: صفت. رهندڙ - رهاڪو.

● نَواسو ≅ نَواسا؛ ذ. (ف. نواسه) ڌيء جو پُٽ - ڏُهٽو - نواسه. پوٽو.

● نَواسِيرُ ≅ نَواسِيرَ؛ ذ. بيماريء جو هڪ قسم - بواسير جو هڪ قسم - پڪِنَنڊَرُ (گديا). ناسُور.

● نِوالو ≅ نِوالا: ذ. (ف. نِوالَه) گره - ڪِٽو - لقمو - گِراه - گِرِيُ. ماني - پوچڻ - ڪانو.

● نَوانوي: ذ. صفت. سؤ مان هڪ انگ گهٽ وارو عدد (٩٩) - وَڌا نَوِي.

● نَوانِ: ث. نَئين هئڻ واري حالت - نئين شيء يا ڳالهه - جدت. (ضد. پُراڻ).

● نِواؤ (ت): ذ. فرصت - واندڪائي - فرجو - خلاصگي - نوبڪيلائي.

● نِوائِڻُ؛ مصدر. (سن. نَمُ = نمڻ) نِمائڻ - جهڪائڻ - لاڙڻ - هيٺ ڪرڻ - نِٽائڻ. نوائڻ. قبول ڪرائڻ. مٿو ٽيڪائڻ. مطيع ڪرڻ. نياز ڪرائڻ - سلام ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ - بي عزتو ڪرڻ - بي مانو ڪرڻ - بدنام ڪرڻ. بيمار کي وهنجارڻ.

● نِوائو: ذ. (سن. نِرُ - نه + وايُ = وات، واءُ) بنا واءُ جي - مانيٺو.

● نَوائِيُ ≅ نَوائِيُون؛ ث. بسڪردائي - ويجهڙائي (ل).

"نيو نوائي ۾ تو نمرا هٿي نير"
(خان زئي).

نئين شيء جي حالت - ڪورائي. تازائي.

- نِوائِيُ ≅ نِوائِيُون؛ ث. وائي نه هئڻ واري حالت - ماٺ - چپُ - چُپاتُ - خاموشي - سُنسان - سَڄَ - سانت - صبر. مهائن جي اصطلاح ۾ "واءُ" بند ٿيڻ. صاف صفائي - ٺڪرائي - چٽائي. "مينهن بعد اڄ نِوائي ٿي آهي." گهٽ - ڪاڙهو.

● نِوانُو ≅ نِوانا: نَوانِ - نَوائي - تازگي. حُدوث - نئي شيء. (ذ. صفت) نئون - تازو، دم پريل - سهڪيء ۾. مانيڪو - مانو. صاف - ٺڪرو.

● نَوائِڻ: مصدر. (سن. نَمُ = نمڻ) تسليم ڪرڻ - سلام ڪرڻ. هيٺاهين ونڻ - نياز ڪرڻ - نِوڙت ڪرڻ.

● نوبَ ≅ نوبُون (ت): ث. لاباري پوڻ يا فصل ڪاٽڻ واري حالت - لابارو - لوبُ.

● نوبَتَ ≅ نوبَتُون: ث. (ع. نوبَ = ويجهو هجڻ) وارو - گهمرو - وارو - مقرر وقت - پيرو - چڪر - گهيرو - وَرُ. حال - دشا. درجو. وڏو نغارو - پيڙ - نقاره - ڏونس. نغاري جي وڄڻ جو هڪ قسم - واڄو - ڏمامو - طبل. دهلن وغيره جي وڄڻ جي حالت. مصيبت. خيمون. حالت - ڪيفيت. درجو - عالم. طور - ڳت.

- نَوبَتَ اچڻ: وارو اچڻ - مهل اچڻ - پيٺي تي اچڻ.

- نوبَت ۾ نوبَت؛ واري وٽيء سان.

- نَوبَت خانو ≅ نَوبَت خانا: ذ. نغارچي خانو.

- نَوبَتَ رَسڻ: وارو اچڻ - گهمرو اچڻ.

- نوبَتَ وڄائڻ: نغارو وڄائڻ - نقاره وڄائڻ.

- نوبَتَ وڄڻ: نغارو وڄڻ - نقارو يا واڄو وڄڻ.

- نوبَتِيُ ≅ نوبَتِيُ؛ ذ. صفت. نغارو وڄائڻ وارو - نقارو وڄائيندڙ. پاسبان - چوڪيدار. وڏو خيمو يا تنبو. ساهي ۾ يا واري ۾ ڇڏيل (زمين).

● نِوَتَ ≅ نِوَتُون؛ ث. (سن. نَمُ = نمڻ) هيٺاهين - نِيُوت - نهٺائي - نياز - نمرتا - غربت - عِجزُ. تواضع.

● نوتائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نوتِرو ≅ نوتِرا: ذ. (سن. نِمنترَ) دعوت - سڏُ - ڪوٺَ - نوتو - دامو.

● نوتڪائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نوتو ≅ نوتا: ذ. (سن. نِمنترَ) سڏُ - دعوت - پيغام - نياپو - نوتِرو. منهي منهن وارو.

- نوتو ڏيڻ: سڏُ ڏيڻ - ڪوٺڻ - دعوت ڏيڻ.

● نُوتهيرهي ٤ نُوتهيرهي: ث. ڏاري راند جو هڪ قسم.
● نَوَتهيري (ت)؛ ث. ٩ ۽ ١٣ نسبت ۾ آمهان سامهان پاسن واري ڪوه پڌڻ جي سير جو هڪ قسم.
● نوٿاڻي؛ اسم خاص. بگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.
= نوٿَرُ ٤ نوٿَرَ (ت): ذ. آ گوڻي جو سَند.
● نوٽُ ٤ لوٽَ: ذ. سرڪاري ڪاغذي سڪو. هنڊي - پرامزري نوٽ. رمارڪ - تشريح.
● نوٽ بُڪُ ٤ نوٽ بُڪَ: ذ. نوٽ ڪرڻ يا يادداشت وغيره لکڻ جو ننڍو ڪتاب - ڪاپي - ڪتابچو - بندي - چوپڙي.
= نوٽُ ڪرڻ؛ يادداشت ۾ لکڻ - لکي ڇڏڻ. ياد ڪري ڇڏڻ.
● نوٽيڙي ٤ نوٽيڙيون (ت)؛ ث. نوجوان - خوبصورت - حسين - سهڻي.
● نوٽنڻ ٤ نوٽنڻيون: ث. راند جو هڪ قسم. نٽون سارين واري راند.
● نوٽيرَ (ث): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نوٽيسُ ٤ نوٽيسَ: ذ. (انگ - Notice). ڪنهن به ڳالهه جي چتاءُ ڏيڻ جو ڪاغذ.
● نوپ (ل)؛ مضبوط جهلڻ واري حالت.
● نَوچڻُ ٤ نَوچڻَ: ذ. (پرا. اُنو واونيا. سن. (اي) نتوي + تا = ايڪا). ڍڳي، مينهن وغيره ڪي ڏهڻ وقت ان ڪي ٽنگن ۾ پڌڻ لاءِ ڪم ايندڙ رسو - ڏنگ - وَنگ.
● نَوچ: ذ. (سن. لُنُڃن). شڪار تي اکيون کوڙڻ جي حالت.
● نوچاڻي ٤ نوچاڻيون: ث. ڪنجوسائي - بخيلي.
● نوچڙي: ث. بدچال عورت - ڪڃري - ونشا.
● نوچڻ: مصدر. هڪ هنڌ اک نٽيي وهڻ. (نوچيو - نوچيند و - نوچيل).
= نَوچ ٤ نَوچون: ث. هڪ هنڌ اکين نٽيڻ واري حالت. سڌ سماءُ - جانچ.
= نوچَ ڪرڻ؛ جاچ ڪرڻ - سڌ سماءُ لهڻ.
● نوچو ٤ نوچا (ڪ)؛ ذ. ڪمينو - پڙوو.
= نَوچِي ٤ نوچيون (ڪ - ت)؛ ث. (سن. نيرتَ = نچڻ). خريد ڪيل لونڊي يا ٻانهي - ڌوتيءَ يا پڙوي‌ءَ وٽ وهاريل جوان بد پيشي عورت - فاحش عورت - نيچ عورت - رنڊي - ڪڃري - ڪسبياڻي.
● نوچ ٤ نوچون ث. نوڙت - نٽڙت - نياز - نماڻائي.
● نُوحُ ٤ نُوحَ: ذ. صفت. (ع). توجه ڪندڙ - روئندڙ. (اسم خاص). هڪ بزرگ يا پيغمبر جو نالو - حضرت نوح عليه السلام.
= نُوحَ جو طوفانُ: ذ. حضرت نوح (ع) جي وقت سان آيل خطرناڪ طوفان.
= نُوحَ جي ٻيڙي: ث. حضرت نوح (ع) جي طوفان کان بچائڻ لاءِ تيار ڪرايل ٻيڙي.
● نُوحاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڏکهڙي ۽ گوني تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نوحڪِي: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نوحو ٤ نوحا؛ ذ. (ع. نُوحَه). ماتم - روج - راڙهو - پٽڪو - سڏڪو.
= نُوحَه گَرُ: ذ. صفت. ماتم يا زاري ڪندڙ - روئندڙ. رڙندڙ.
● نوخُ ٤ نوخَ: ذ. صفت. سنئون - سڌو - راستباز - سچيو - سٺو پرو - بلڪل سچو - پورو - سولو - ايماندار. ماهر - پڪو. استاد - ڪاريگر - گوهر.
● نَتوُدُ ٤ نَتوُدَ: ذ. (ف. نُتمنَد > نتمندا). گرم ڪپڙي جو هڪ قسم (جو هڪ ٻئي تي رکي تهه تي تهه چاڙهي ٺاهجي). بي وقوف - ڪم ذهن - بي عقل - مورک - مت هيڻ - گهيلو - پڪو - موگو - مٺر - اٺاسو - جاهل - موڙهل - ٻڌو - هٺيلو - مغرور - ٽرڙو - نيٺر - هوڏي - نه مڃيندڙ. بي چيو - نافرمان (ت). بي غيرت - ڪميڻو - تڇ - تَل (ت). آن. ٽٽڙن وارو اُٺ - گهوڙي جي تل جو ٽڪر. نتمند - بي اثر - سخت. بوند - نوءَ.
= نوداڻِي ٤ نوداڻيون: ذ. صفت. نود وڪڻندڙ يا ٺاهيندڙ - گهوڙن جي تل جي هيٺان وارو اُٺر ٺاهيندڙ. نود جي حالت. بي وقوفي.

- نَوُدُ تي وجڻ: هٿيلو تي وجڻ - هوڏي ٿيڻ - ٻي چيو ٿيڻ - نافرمان ٿيڻ.

- نوديرُ ۽ نوديرَ: ذ. نود جو هڪ قسم - نتمند جو هڪ قسم. آن جو وڇائو.

- نؤدي: ذ. نودائي.

● نودائيِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نود نه نالا: ذ. نوانوي نالا: عربي ٻوليءَ ۾ الله تعالیٰ جا نوانوي نالا آهن، جن کي "اسماءُ الحسنیٰ" (سهڻا نالا) به چئبو آهي.

● نوڏَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نوڏو ۽ نوڏا (ڪ): ذ. سِسي لٺل ڏڙُ. نيزو.

● نورُ ۽ نورَ: ذ. (سن. نتڪلُ. ف. راسوُ) جهنگلي جانور جو هڪ قسم - ڪُني جي شڪل جهڙو هڪ ننڍو پشمدارُ جانورُ. تمام ٻوڙهو (ٿ).

- نورَ مُنهُون: نورَ جي منهن جهڙو. بي حيا - بي شرم - لِرلڄو.

● نُورُ ۽ نورَ: ذ. (ع). روشنائي - سوجهرو - شعاع - پرڪاش - تيج - تجلو - ڪرانتي - مٺيا - چمڪ - تابُ - درخشاني - چانڊاڻ. آجارو - سُونهن. جلوو. چنڊُ. اکين جي روشني - جوت - ديد - نظر - نِگاه - ڏسٽي. اک - اکيون. (اسم خاص) قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

- نُوراني ۽ نُوراني: ذ. صفت. آهو جنهن ۾ نور هجي - نور وارؤ. نُور مان پاس ٿيل. ٽِڪو - اوجل - نوري - چمڪٽو - چمڪندڙ - تابان. جَهرڪندڙ - مُنورُ - روشنُ - روپدارُ. روحاني - آسماني - ملڪوتي - نهايت - سُريشت - آتمُ. معزز - وڏُ - بزرگ - مانائتو - آدر جوڳ - قربائتو. مُقدسُ - پاڪ - پوتر - صاف. نُورُ وارو يا واري.

- نُورُالبَصر: ذ. نورچشم.

- نُورِ چِشمَ ۽ نُورچشمَ: ذ. اک جي روشنائي - اک جو نورَ - اک جي جوت - پُٽ - فرزند - پيارو اولاد.

- نُورمين: ظرف. نور مان - اکين مان - چشمن مان. وڏي خوشيءَ سان.

- نُورمَحَلُ ۽ نورُمَحلَ: ذ. صفا ۽ اوجل - روشنائيءَ جو گهرُ.

- نُورُ نِچوئڻ: اکين کي ايذاءُ ڏيئي ڪنن پورهيو ڪرڻ. رات ڏينهن ڪري ڪم ڪرڻ - سخت پورهيو ڪرڻ - گهڻو ڪم ڪرڻ. محنت ڪرڻ - گهڻي جفاڪشي ڪرڻ - مٿا ڪُٽ ڪرڻ.

- نُورُ وسڻ: روشني ظاهر ٿيڻ - سوجهرو ٿيڻ - جهلڪو ٿيڻ.

- نُوري ۽ نوري: ذ. صفت. نور مان پيدا ٿيل. نُور وارو = نور جو - روشنُ - اوجلُ - آبدار چهرو.

- نُوري ۽ ناري: صفت. حليم ۽ باهه جهڙو.

● نُورا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نُورابو ۽ نوراہا (ڪ): ذ. ڪهيٽو - ڪِيڏو.

● نُورايي ۽ نوراپيون: ٿ. ننڍي ڪهٽي.

● نوراتو ۽ نوراتا: ذ. (سن. نَوَ + راتري = رات) نَوَنُ (٩) (هندڪا وڏا) ڏينهن جن تي ايڪٽا رکندا آهن چيٽ جي ايڪم کان وٺي نوميءَ تاءِ هلندڙ هڪڙو ڏڻ، اسوءَ جي ايڪم کان وٺي نوميءَ تاءِ هلندڙ ٽئي. چيٽ ۾ پوئين ڏينهن تي رام نومي يعني رام جي جنم جو ڏينهن ٿيندو آهي ۽ اسُو ۾ دسهڙو ٿيندو آهي يعني اهو ڏينهن رام راوڻ کي ماريو هو، هي ڏڻ خاص ڏيوي ڀڳت وارن جو آهي، انهي ڏينهن ۾ هو گُت تي نہ سمهندا آهن ۽ نہ وار ڪوڙائيندا آهن. نَوَنُ (٩) ڏينهن جو خالي وِرت (خلوت) (جو سال ۾ هڪ دفعو اختيار ڪن) - ڪنهن پير تي ڪنهن سوال لاءِ نَوَ راتيون جاڳڻ واري حالت.

- نوراتِروُ: ذ. نوراتو.

- نوراتو وِيهڻ: ڪو سوال ڪٿي ڪنهن اولياءَ تي (٩) نَوَ راتيون جاڳڻ.

● نوراہوُ ۽ نوراہا: ذ: "بچه ڪه ڪلان شده" (ميون). يعني قلم وڏهرڙو ٿيل. رڍيارن جي اصطلاح ۾ ماءُ جو کير ڇائيندڙ ننڍو ڦر.

”پاسُرن ڏنيون پنيون نيسنّن نوراين“
(سر مارئي – شاهه).
● نُوراجا پُراڻا: اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُوراجا نَوان: اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورانِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نُوراڻِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نُوراٺِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نِيو رُتِ ۽ نِيو رُتُون: ث. (سن. نِه + ورت = هلڻ). (ڏُک) دور ڪرڻ يا مٽائڻ واري حالت. دفع ڪرڻ واري حالت.
– نِيو رُتِ ڪَرَڻُ: (آزار) لاهڻ – نِوارَڻَ. (ڏُک درد) ميٽائڻ – ميٽڻ – (تڪليف) دفع ڪرڻ – (سورَ مان) جند آزاد ڪرائڻ.
● نِيو رُتِيءُ ۽ نِيو رُتِيُون: ث. (سن. نِيو رت) آرام – قرار – سُک – سَمِهڻا – وِسرام – آسائش. چوٽڪارو – نجات – موک.
– نِيو رُتِيءُ مارَگ: ذ. دنيا جي جنجالن کان پري رهڻ جي حالت. فقيرن ۽ سادن جو رستو ۽ طريقو.
● نُورَپُور: اسم خاص. روهڙي، شهداد ڪوٽ، اوشهري، ڏوڪري، رتوديرو ۽ ڪوٽڙي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورَپُور ننڍو: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورپُور ڪچو: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورجا: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورجَهان: اسم خاص. شهنشاهه جهانگير جي زال جو نالو.
● نُوردائِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نُورشاهه: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورڪپِيءُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورَ ڳهڻ آنڙو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورمحمد: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نُورمحمد شَجَرا هه: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نورَنگ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نورَنگ ۽ نورَنگ: ذ. صفت. نَون (٩) رنگن وارو.
● نَورَنگپوتا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● نُورڻ (ت): مصدر. ساهه جي بيماريءَ لاءِ چار جي ڪائين جي رڳ، گرم پاڻيءَ ۾ وجهي آڻ کي وهنجارڻ.
● نورو ۽ نورا: ذ. اگهڙيءَ جو پَٽون يا هَڙَ (چيله ۾ ٻڌڻ لاءِ) – اگهڙيءَ جي ڳوٿري – پيسن جي هَڙَ – پيسن رکڻ لاءِ ڪپڙي جي ٿانسي – ڳوٿرو. پاهه – سُوبَرُ – وارن ڪُساٺو. ناخوش. هميائي. (ث).
– نورو ڪَرَڻُ (ت): آهستي هارڻ – کهٽو هارڻ.
● نِيو رو ۽ نِيو را: ذ. صفت. واندو – بيڪار – خالي – بناڪم – بيڪارو. (ث. نِيو ري ۽ نِيوريون).
– نِيو رائِيءُ ۽ نِيو رائِيُون: ث. واندڪائي – وارڪائي – فرصت – فرجو – واندائي.
– نِيو رو ٿِيءُ اچڻُ: واندو ٿي اچڻ – ڪاڪوس، وغيره ڪري اچڻ.
● نُورو ۽ نُورا: ذ. (سن. نُوپر. پرا. نُيُپر) پيرن ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم – پيرن ۾ پائڻ جو ڪڙو (پازيب) – پايل – جهانجهر. پاهه – سُوبَرُ – وارن ڪُساٺو. (اسم خاص). سکر ۽ جوهي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
– نُورا ميرا ٿِيڻُ: تڪليف اچڻ – هرج پوڻ – نُوڻو پوڻ.
● نوروزُ ۽ نوروزَ: ذ. پارسي سال جو پهريون ڏينهن.
● نُورُ وَلَ ۽ نُورُ وَلُون: ث. ٿر ۾ ٿيندڙ ول جو هڪ قسم.

● نِوَرِيءُ ع نِوَرِيُونُ: ث. مڙس مري ويل عورت - بنا وَر جي - رَنُ زال - ڦلانتي - ڏهاڳڻ - ڇڙي - وانڊي.

● نُورِيءُ ع نُورِيُ: ذ. ڇتونءَ جو هڪ قسم. ڳاڙهو طوطو. ڪجيءَ جي هڪ ذات (ڏونڪو بندرو ۽ ڳردار). (اسم خاص). شاهه جي هڪ مشهور سورميءَ جو نالو.

● نُورِياڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. مڪتي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● نورِيو ع نورِيا (ٿ)؛ ذ. نور.

● نورِيئَڙو ع نورِيئَڙا؛ ذ. (سن. نتڪلَ). ننڍڙي جانور جو هڪ قسم (اڪثر وڻن ۾ رهندڙ) - لوڪڙو - موشڪبان - نورئڙو - ڳالهڙ - ڪلوري.

● نوڙُ ع نوڙَ: ذ. (سن. ناڙي). ٿلهو وٽيل رسو - ٿلهو واجهه. نڪاءُ ڪندڙ رسو - ڪَبڻ. لاشو - مَيِٺُ. (ڪ).

● نِوَڙُ ع نِوَڙَ (ڪ)؛ ذ. صفت. وڙ نه ڪندڙ - بي وڙو.

● نِوِڙَڻُ: مصدر. (سن. نَمُ = نمڻ) نمڻ - جهڪڻ - هيٺ ٿيڻ - نياز ڪرڻ - سلام ڪرڻ - نئڙت ڪرڻ. ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. تواضع ڪرڻ. (نِوڙِيو - نِوڙِندو - نِوڙِيل).

- نِوَڙَ ع نِوَڙُونُ: ث. نوڙت - نئڙت - نياز - هيٺاهين - نوڙت - تواضع.

- نِوِڙَتَ ع نِوِڙَتُونُ: ث. نياز - لشڙت - هيٺاهين - حليماڻي - نهٺائي. خدمت.

● نُوڙَڻُ: مصدر. نوڙڻ - نمڻ - جهڪڻ - نئڙڻ - سلام ڪرڻ - نمسڪار ڪرڻ.

● نتوڙو ع نتوڙا: ذ. (سن. نتون = نتو). کهوٽ کي ڏنل نتونُ (٩) جوڙن يا ڪهڙن جي وڳن جو ڏاج.

● نِوِڙو ع نِوِڙا؛ ذ. صفت. بيڪار - بيڪارو - نڪمو - واندو - بي روزگار - خالي - ويٺل - بنا ڪم - ري ڪمو - نِڪمو. ٻالهو - فارغ - فالتو.

● نوڙِيءُ ع نوڙِيُونُ: ث. (سن. ناڙي). واڻ جي وٽيل رسي - ڏور - وڏي. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- نوڙِيءُ ٿِيي هَوَڻُ: بي ساهه ٿي پوڻ - لڳڙ ٿي پوڻ.

- نوڙِيءَ کي نانڪ ٻڌائڻُ؛ پولي ۾ اچڻ. وڏاءُ ڪرڻ.

● نوزڪاڻِيُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● نوزَڪاڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نُوزمان؛ اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نوسادَرُ ع نوسادَرَ: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - نوشاد ر.

● نُوسارِيو ڏَهَرُ: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڏهر جو نالو.

● نوساڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نُوساءُ ع نُوساءَ (ل): ذ. ايذاءُ - ڏک - تڪليف.

● نُوسَرُ ع نُوسَرَ؛ ذ. صفت. چالاڪ - ناسوري.

● نُوسَڻُ: مصدر. ناسون هڻڻ - سُنگهڻ - سُنگهي ڳولڻ - ڳوليندو رهڻ. پٽڪڻ - رلڻ. بد دعا ڏيڻ - لوسڻ - پِٽڻ (ڪ). پليءَ وانگر سنگهڻ. ڪا شيءِ سنگهڻ سان معلوم ڪرڻ. شيءِ جي ڳولا ۾ سنگهندو رهڻ. (نُوسِيو - نُوسِيندو - نُوسِيل).

- نُوسَ ع نُوسُونُ؛ ث. جانور وغيره جي نڪ رستي ڪا شيءِ سونگهڻ واري حالت - جاچ - ڳولا - ڍومو (ت). ڪنهن وٽ ريڪمو وڃڻ واري حالت - پِٽ - پاراتو - بد دعا - سراپ (ڪ).

- نُوسَتَپَ ع نُوسَتَپُونُ: ث. پِٽڻ واري حالت - نُوس.

- نُوسِنُوسِ؛ ث. نوسڻ واري حالت - (ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾) ناسون هڻڻ واري حالت - ڳولا ڦولها - لور لور.

- نُوسِنُوسِ ڪَرَڻُ: ڪُتي وانگر نوسڻ - در در پٽڪڻ - ڳجهو ڳولڻ - رُلڻ - خراب ٿيڻ - بد نام ٿيڻ.

- نُوسُون (نُوسانُ) هَڻَڻُ؛ اجايو رلڻ - ڍوما هڻڻ - جاچ ڪرڻ.

- نُوسِيِ ■ نُوسِيِ: ذ. صفت. نُوس نُوس ڪندڙ- دردر نوسيندڙ- هيچي.
- نوسِي ڪيڻ: ڳولي ڪيڻ- تلاش ڪري هٿ ڪرڻ.
● نُوشُ: ذ. (ف) آب حيات. زندگي. شهر. معشوق. (صفت) سفيد. شيرين.
● نوش: ذ. (ف. نوشيدن=پيئڻ) ڍُڪ. امبرت. مناڻي. ماکي. مِٺو- مٺاڻ- ميٺاج.
- نوشِجانُ فرمائڻ: کاڌو کائڻ- واپرائڻ.
- نوشِجانُ ڪرڻ: مزي سان کائڻ- کاڌو واپرائڻ.
● نَوُشُ (ت): ذ. مرد جو مخصوص عضوو- آلت.
● نَوشادَرُ: ذ. (ف. نوشادر؛ سن. نَوُسارَ) پسارڪي وکر جو هڪ قسم- نوسادر (سواد، تکو ۽ چهرو)- زهردار لوڻ.
● نوشاهِيُ: ذ. دُهل جي وڄت جو هڪ قسم.
● نَوِشتِ: ث. (ف. نوشتن=لکڻ) تحرير ڪيل- لکيل- نَوِشتو- دستاويز- لکيت- نَوِشتُ.
- نِوِشتِ خوانُدِ: لکڻ پڙهڻ- لکپڙهه- لکاوت.
- نوشتو: ذ. لکيو. خط.
● نوشڪي: اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو.
● نوشَهرُ: ذ. (ف) تازو پرڻيل مڙس- گهوٽ- وَنو.
● نوشَهرو. اسم خاص. جوهي ۽ نوشهري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. شڪارپور ۾ هڪ دَرَ جو نالو.
● نوشَهرو آبڙو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● نَوشِيروانُ: اسم خاص. ايران جي هڪ مشهور عادل بادشاهه جو نالو.
● نوعُ ■ نوعَ يا انواعَ: ذ. (ع) جنس- نمونو- پائنتِ- قِسم- جاتي- ذات- وضع- طرح- طور- طريقو- ڍَولُ- پِرڪارُ- ريت- ڍنگ- چال- هلت چلت- شڪل- صورت- هيئت.
- نوعِيُ ■ نوعِيُ: ذ. صفت. خاص- وشيش وان- مخصوص- آسا ڌارڻ- اڪَسُ (دوا) - اڻ ڪَسُ. ذات جو- قِسم جو.
● نَوڪَ ■ نَوڪُون: ث. (ف) آئي- چُهنب- چِتَ- چوٽي. ڏَڪُ- اِيذاء. ڪُنبڻي (ل). نيش- ڏنگُ. پاسُ. ڇيڙڇاڙ- شرارت- شوخي. وڏي اڏَ مان ڦٽندڙ ننڍي اڏَ (ت). قلم جي زبان- قطُ. ڪنارو. راس.
- نوڪِدارُ ■ نوڪِدارَ: ذ. صفت. نوڪ وارو- چهنبدارُ- چهنبيارو.
● نوڪُ ■ نوڪَ: ذ. ٻيڙي- ڪِشتِيُ.
● نوڪائِيُ: اسم خاص. مزاري، دَرڪاڻي ۽ بگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.
● نوڪَرُ ■ نوڪَرَ: ذ. (ف) نوڪري ڪندڙ- ملازم- چاڪر- خدمتگار- شيوَڪُ- خادم- خدمت گذار- نَفَرُ- ٽهليو- پيلي- دامُ- بندو.
- نوڪَرائو ■ نوڪَرائا: ذ. صفت. نوڪر جو- نوڪرڪو- نوڪر وارو.
- نَوڪَرَ چاڪَرُ: ذ. صفت. خدمتگار. نفر.
- نَوڪَرُ سَرڪاريُ: ذ. سرڪار جي نوڪري ڪندڙ.
- نَوڪَر شاهِيُ: ذ. راڄ جو اهو قسم (جنهن ۾ رعيت جا نوڪر پاڻ کي مالڪ سمجهن).
- نَوڪَرُپو ■ نَوڪَرُپا: ذ. نوڪري ڪرڻ واري حالت- نوڪري- نفري- ملازمت- خدمت- ٽهل- چاڪِري- پيلپو.
- نوڪِرِيُ ■ نوڪِرِيُون: ث. خدمت- ٽهل- خدمتگاري- ملازمت- شيوا- چاڪِرِيُ- ڪم- ڪار- ڌندو ڌاري. شغل. پگهار- تنخواه.
- نوڪِرِياڻِيُ ■ نوڪِرِياڻِيُون: ث. خدمت ڪندڙ زال يا ڇوڪري- نفرياڻي- گولي- ٻانهي- ملازمه- پورهيت- خادمه.
- نوڪِري ڏِيڻ: ملازمت ڪرڻ. ملازمت جو فرض ادا ڪرڻ.

- نوڪريءَ سان لڳڻ؛ ڏنڌي ڌاڙيءَ سان لڳڻ.

- نوڪري ڪرڻ: ملازمت ڪرڻ. مقرر پگھار تي روزگار ڪرڻ.

- نوڪريون ڪرڻ: ڏنڌو ڪرڻ.

● نَوْڪتزين ۽ نَوْڪتزيون: ث. (ف. نَوْخيز) ننڍي جوان ۽ مضبوط گھوڙي - ڀيهاڻ گھوڙي.

● نوڪا (ڪ-): ظرف. ڌار - جدا - الڳ - ٻري.

● نَوْڪائڻ (ت): مصدر. نه چاهڻ.

● نَوَڪڙي ۽ نَوَڪڙيون: ث. نَوَنَ (٩) ڪڙين يا سارين سان رهڻ واري راند - نَوَڙي - نوٽي.

● نَوَڪٽي ۽ نَوَڪٽيون: ث. تر ۾ ٿيندڙ راند جو هڪ قسم. ٽري پرت جو هڪ قسم.

● لوڪيرهي: هندن جي شاديءَ جي هڪ رسم.

● نَوڪيري: ث. (س. نَوَ + ڪيرهه = ڪيره = گنهڻ) نون ڪيرهن جي پوڄا (جا ڪن هندن ماڻهن ۾ شاديءَ جي وقت ٿيندي آهي).

● نَوَلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نَوَلِ (ت): ڏيگيءَ کي مڏ ڪرڻ جو آواز.

● نَوَل ۽ نَوَلَ: ذ. صفت. (پرا: نَوَلو؛ س. نَوَ + ل؛ ف. نَوْ=نئون). نئون - تازو - جوان. عجيب - سهڻو - پنهنجو مٽ پاڻ. اڻ هيرو - اڻ هيريل - نا آزمودگار - اڻ واقف - بي خبر و. بي آزمودگار. جنهن کي سکيا ڏنل نه هجي. نئون سکيل ماڻهو. سيکڙات - نَوِلو - لولو - نوپل - الٽڙ - نو آموز - نا آزمودگار. ڊڄڻو - ڏهڻو - ٽاهڙ - چرڪڻو. ڪچو.

- نَوِلو ۽ نَوِلا: ذ. صفت. ڏسو نَوَل. ٻئي ڳوٺ جو - غير - ڌاريون - اوپرو - پرائو.

- نَوِلي ۽ نَوِليون: ث. لئين شيءِ - اڻ آزمودگار (جنهن جو اڃا آنس نه ٿيو هجي).

- نَوِلي هجڻ: ڌاري يا اجنبي هجڻ.

● نَوَل ۽ نَوَلَ؛ ذ. واپارين جي اصطلاح موجب ريلوي جو ڀاڙو - ڪرايو. ٻيڙيءَ جو ڀاڙو - ڀتڻ - مسواڙ - اگھه. (انگ. رُول Rule) قاعدو - قانون (ڪ). نور - هڪ جانور (ل).

● نول ڪول؛ ذ. ميوي جو هڪ قسم.

● نولڪو: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نَوِلو ۽ نَوِلا: ذ. تاس جو هڪ پتو - نئولو - نون (٩) داڻن وارو پتو. (ذ. صفت) ڏلو - لچو - بدمعاش.

● نَولو ۽ نَولا: ذ. ذبح ڪرڻ واري اوزار، چاقو وغيره جو منڪو يا ميخ. عورتن جي وارن ۾ هڻڻ جو بڪل يا ڪِلي.

● نولُو ۽ نولُو: ذ. اور پتڙو.

● نَوْمُ؛ ث. ذ. (ع) ننڊ - ننڊرا - گھير - ڪَم.

● نُومِريا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نُوميڙيا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● نومي ۽ نومي: ذ. (س. نَوَن=نَوْ) سنڌي مهيني جي نائين تاريخ وارو ڏينهن (اونداهي يا سُهائي پک جو).

- نوميون، نوميون تلسيون: ث. ڪتي مهيني جي ٻهرين پک ۾ نوين ڪان وٺي يارهين تائين ڏينهن (جنهن تي) هندو ماڻهو ورت رکندا آهن ۽ تلسيءَ ٻوٽي جي پوڄا ڪندا آهن انهيءَ لاءِ ته سَرَهُ جا تپ نه ٿين.

● نُونَ: اسم خاص. تر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. (ذ) مڇي. مس ڪپڙي. وڻ جو ٽڙ. ١ن٢.

● نُونِ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● نُونار ۽ نُوناريون؛ ث. (س. لَوَڻَ = لُوڻ) لوڻ جي کڏ - لوڻ نڪرڻ وارو هنڌ - لوڻ کاڻ.

- نُونارپ ۽ نُوناريون؛ (ڪ): ث. لوڻ ناهڻ جو ڪم.

- نُوناري ۽ نُوناري؛ ذ. صفت. لوڻ ناهيندڙ - لوڻ وڪڻندڙ - نمڪساز - لوڻ جو ڪم ڪندڙ - نوناري. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

▬ واسُ ڌُوپُ: ذ. واس - خوشبوء - دونهون، عطر - سرهو تيل - لوبان. ڌوپ وغيره خوشبوءِ دار شيون ملائي ٻوچا ڪرڻ.
▬ واسَڻُ ڌُوپَڻُ: واس ڏيڻ - واسڻ - دولهون ڏيڻ - لوبان ڏيڻ - اگربتي ٻارڻ. خوشبوءِ دار شيون جلائي، ڪنهن مورتيءَ جي پوڄا ڪرڻ.
▬ واسِڻِي: واس ڌوپ جي شين رکڻ جي ڳوتري. بوءِ ڪرڻ - خوشبوءِ ڪرڻ.
▬ واسُ وَٺَڻُ: مزو وٺڻ - چس وٺڻ - لطف وٺڻ - خوشبوءِ وٺڻ - سڳنڌ وٺڻ.
▬ واسَ وَرَ نِيُون: واس سان ورتل - خوشبوءِ سان رتل - سڳنڌ سان پريل - سرهاڻ سان پريل.
▬ واسَ وَسائِڻُ (ت): پٽڻ. مار ڏيڻ - ڏکوئڻ - آزارڻ - اهنجائڻ.
▬ واسَ نَہ وَسَڻُ (ٿ): پريم نہ رکڻ - محبت نہ ڪرڻ - پيار نہ ڪرڻ - عشق نہ ڪرڻ.
▬ واسَ وَسَڻُ: ڏاڍو پاڳوسڻ - رحمت جو نزول ٿيڻ.
▬ واسِئُو ۽ واسِئا: سرهاڻ سان پريل - خوشبوءِ سان ڀرُ تيل - واس وٺندڙ.
● واسِڻُ ۽ واسَڻُ (ت): ذ. ٻاسڻ - ٽانو - ٻرتن.
● واسِڻِي ۽ واسِڻِيُونُ (ڪ): ٿ. چيلهہ تي ٻڌڻ بڌڻ جي ڳوتري - پٽئون - ٿيلهي - هميائي - ڳولڪ. ڪيڪ - خزانو.
● واسو ۽ واسا: ذ. (سن. وَسَ = رهڻ) رهڻ جي جاءِ - مڪان - هنڌ - آکاڙو - گهر - جاءِ. بينڪ. جيڻ" جي لڳت. قائم - پائدار - جٽاءُ ڪندڙ. ملُول. تر ۾ رهندڙ هندن جي ذات جو نالو. روپ. آبادي - بستي. ٻهاري جو هڪ قسم، جا سارين جي ڏيٺ تان تهن تارڻ جي ڪم اچي. ڳولائُو. (ڪ).
● واسُوائِيِ: اسم خاص. هندن جو هڪ پاڙو.
● واسُوڙو ۽ واسُوڙا: ذ. واساڙو - ڪاٽڪو صاحب ڌڪيتہ چين.
● واسُو ڪَنڌهوڙُو: اسم خاص. تعلقي وارهہ ۾ ديهہ جو نالو.
● واسُونُ: اسم خاص. ڳاهہ جو هڪ قسم.

● واسِي: صفت. (سن. ٻاسَ - ٻُوءِ) گهڻو وقت رکيل - گندي تيل - ٻاسي - ٻُوءِ واري.
● واسِپو ۽ واسِپا: ذ. واقفيت - واسطو - لاڳاپو - تعلقات - رستو - ناتو (دوستيءَ جو).
● واسِينگُ: ذ. (سن. واسڪَ) ڪاري نانگ جو هڪ قسم - ڪاڻهر - ٻشيهر - وسيهر. زهري سپ. ڪارو ڪنٽو.
▬ واسِينگَ وانگُرُ وِيرُ پالِڻُ: جاني دشمن ٿيڻ - انتقام وٺڻ ڪان نہ ٽرڻ - رت جو پياسي هئڻ. هر وقت نقصان پهچائڻ جي تاڙ ۾ رهڻ.
▬ واسِينگَن سانُ وِيرُ رَکَڻُ: خراب ماڻهوءَ سان دشمني وڌائڻ - واهيات ماڻهن سانَ دشمني وجهڻ.
● واسِينڊوُ ۽ واسِينڊا (ٿ): ذ. ٻُهاري - ٻُهارو - ڦريو.
▬ واسِينڊِي ۽ واسِينڊِيُون: ٿ. ٻُهاري - ٻُهارو - ڦريو.
● واسِي ۽ واسِي: ذ. ڳاهہ جو هڪ قسم. مينهن جي موسم. سانوڻ جي وقت پوڻ تي مال ڪاهي وڃي رهندڙ ماڻهو. پاروٿي - رات واري رکيل شيءِ. (ٿ). واس ڏيندڙ. مسافر. ٻرديسي - راهرُو. رهاڪو - رهندڙ - ساڪن.
● واشِنا ۽ واشِنائُونُ ٿ. (سن. واسنا) خواهش - خيال - مرضي - اڇا - نيت - مراد - ڀاونا - سنڪلپ - سڌ - آرزو - تمنا.
● واشِنائِي ۽ واشِنائِيُونُ: ٿ. ٻُوءِ. ڌپ - ٻاس - واسُ.
● واصِلُ: ذ. (ع). ملڻ وارو - پهچڻ وارو - مليل. آها رقم جا خرچ ٿئي - خرچ جي آڌار وارو ڀاڳو - ملندڙ - ملڻ وارو - شامل ٿيندڙ - حاصل ٿيڻ وارو - هٿ لڳڻ وارو - هٿ ايندڙ. وصول ٿيل - وصول ٿيندڙ - ملاقات ڪندڙ. (ذ). وَهيءَ (ٻنديءَ ۾) ۾ روڪڙ ملڻ وارو پاسو.
▬ واصِلاتَ ۽ واصِلاتُونُ: ٿ. ميلاپ - گڏجاڻي - شموليت. حاصلات - وصولي. ڪنهن جاگير جي پيدائش. وچ جو نفعو.

= واصِلُ ٿيڻُ: ملڻ - گڏجڻ - ملاقات ٿيڻ - حاصل ٿيڻ.

= واصُلُ ڪَرَڻُ: ڳاتي لڳڻ - ڪَنڌي لڳڻ - آڏار ڏيڻ.

● واصِفُ: ذ. (ع. وصف) تعريف ڪندڙ - سنڌ ۾ مشهور شاعر محمد بخش جو تخلص.

● واضِحُ: ذ. (ع). صاف - ظاهر - روشن - کُليل - پڌرو - معلوم ٿيل - عام معلوم - چِٽو - ساکيات - ظاهر ظهور - صاف صاف - ونڪت - نشانبر - آشڪار.

● واطَڻِبِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● واعِدو ٤ واعِدا: ذ. (ع. وعده) انجام - ٻول - اقرار - ٻول - سُخن - وعدو - پرن - پرتگيا - وَچن - ڏُتُ پَتُ - ڪُڻ - عهد. دلاسو - آميد - قبوليت.

= واعِدو ڏِيَڻُ: اقرار ڏيڻ - قول ڏيڻ - پرن ڏيڻ - وچن ڏيڻ - زبان ڏيڻ.

= واعِدو ڪَرَڻُ: اقرار ڪرڻ - ٻول ڪرڻ - قول ڪرڻ - انجام ڪرڻ - سخن ڏيڻ - پرن ڪرڻ - وچن ڪرڻ - زبان ڪرڻ.

= واعِدِي خِلافُ: انجام شڪني - انجام جي برخلاف - ڪوڙو انجام - ڪوڙو ٻول - ڪوڙو سُخن. ڪوڙو ٺيڪو.

= واعِدِي خِلافِيُ: عهد شڪني - ڪوڙو انجام - ڪوڙو واعدو. بي وفائي - انجام شڪني.

= واعِدِي شِڪَنُ: انجام ڀڃيندڙ - انجام پورو نہ ڪندڙ - سخن تي نہ هلندڙ - زبان تي نہ هلندڙ - ڦير گهير ڪندڙ.

= واعدِي شِڪَنِيُ: انجام جي ڀڃڪڙي - اقرار نہ پاڙڻ واري حالت - سخن ٽوڙيندڙ - قول ٽوڙيندڙ - زبان تي برابر نہ هلڻ واري حالت.

● واعِظُ ٤ واعِظ: ذ. (ع. وعظ = هن نصيحت ڪئي) وعظ ڪرڻ وارو - ناصح - نصيحت ڪندڙ - دين جي تلقين ڪندڙ. ڪٿڪ - پرچارڪ - منادُ - آهڊ يشڪ.

● وافِر: ث. صفت. (ع. وفر) گهڻو - ڪثير - ڍنڍين ڍير - سيھو ڪجھ - جهجهو. وڏيڪ - سرس. گهرج کان زياده. سڪار وارو سال - مٺو - جام - ڀَڦُون - ريل چيل.

● وافِيُ ٤ وافِيُ: ذ. صفت. (ع. وفي) پورو - تمام - ڪامل. ڪافي - لائق - ٺيڪ - جو ڳي (سزا) - بس - گهڻو سارو - جهجهو.

● واقِلِڻُ: مصدر. وِ ڦلڻ.

● واقِڻُ: مصدر. ڊاڙ هڻڻ - پٽاڪ هڻڻ - ٽپاڙ هڻڻ - پنهنجي پاڻ ساراهه ڪرڻ - مشهوري ڪرڻ - پڌرائي ڪرڻ - ظاهر ڪرڻ - ڪولڻ. وِ ڦلڻ (ننڍ ۾) - ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - وٺ وٺ ڪرڻ - گهٽ وڌ ڳالهائڻ - بدفضيلتو ڳالهائڻ - بي ڍنگو ڳالهائڻ. (واقيو - واقيندو - واقيل).

● واقِعُ: (ع. وقع) ٿيڻ وارو - ٿيندڙ - موجود - وقت تي ٿيڻ وارو - پيش ٿيڻ وارو - پيش اچڻ - ظاهر ٿيڻ - نمودار ٿيڻ. اصل. ڏانهن.

= واقِعُ ٿِيَڻُ: جاءِ ٿيڻ.

● واقِعو ٤ واقِعا: ذ. (ع. وقع) واردات - ماجرا - حادثو - رونداد حال - سرگذشت. ڳالهہ - قصو. اتفاق - آهڊا - آفت - مصيبت - حال. سختي. قيامت. موت. غضب - ڏک درد جو سبب. خبر - سماچار. لڙائي - جنگ. قتل - وفات. سختي.

= واقِعَہ ٤ واقِعات: ذ. خواب. جنگ - حادثو - موت. سختي - قيامت جو زمانو.

= واقِعو ٿِيُ وَڃَڻُ: جنگ تي وڃڻ - حادثو تي وڃڻ.

= واقِعِي ٤ واقِعِي: ذ. في الحقيقت - درحقيقت. درست - سچ پچ - صحيح - برابر - پورو - ٺيڪ. اصل ۾.

● واقُفُ ٤ واقُفَ: ذ. (ع. وقف) ڄاڻو - ڄاڻندڙ - سڃاڻو - سڃاڻندڙ - آگاهہ - مانجهيڙو - ڀيدي - محرم راز. ڄاڻ ڀڃاڻ - ماهر - واقفيت - مهاڳڙو - سهپيو - ڏيٺ - پرچو - راز ڄاڻندڙ - پرچيوان. تجربيڪار - حالياڻي.

- واقفڪارُ ع واقفڪارَ: ذ. ڄاڻو - سڃاڻو - آگاهہ - سچيت - هوشيار - سڄاڻ - خبردار - آزمودگار - تجربيڪار. جهان ديدو. ڄاڻو ٻڄاڻو.

- واقفڪاريُ ع واقفڪاريُون: ث. ڄاڻپ - سڃاڻپ - شناخت - آشنائي - ڄاڻ ڄاڻپ . ڄاڻ سڃاڻ. تجربو. هوشياري. آگاهي. علميت.

- واقفيُ ع واقفيُون: ث. سڃاڻپ - ڄاڻپ - ڄاڻ پڇاڻ - مهاڪڙائي - ڏيٺ ويٺ - شناس.

- واقفيتَ ع واقفيتون: ث. واقفي - پڇاڻ - ڄاڻ سڃاڻ - ڄاڻپ - پروڙ - خبر - معلوميت - شناسائي - مهاڪڙائي - آگاهي - اطلاع. علم.

● واڪ: ظرف. بلڪل - ٻنهيءَ - ڏاڍو - گهڻو - بنهہ.

● واڪُ ع واڪَ: ذ. (سن. واڪيہ). لفظ. جملو. شبد. ٻولي. چوڻي - وچن - ڪلام. ٻول - گفتگو - انجام - قؤل اقرار - وعدو. ٻڇندي - سگهہ - طاقت - سمرٿي - وَسُ - پهچ - ٻَل - زور - وزن - توفيق. دسترسي - هلندي - پڄندي - وسعت - اختياري - چوڻ - ٻولڻ. ٻهاڪو. مثل - آلاءُ - واڪيہ. سراسر - مڙيوئي - بلڪل - نپٽ - سيڪجهہ - مڙيئي - سيئي گڏ. آواز. (سن. ونڪَ). ور وڪڙ - پيچ - وٽ - وَر. بنهہ - بلڪل.

- واڪُ ٿيڻُ: (ڪم ڪرڻ لاءِ) مائل ٿيڻ - راغب ٿيڻ - متوجہ ٿيڻ. نيلام ٿيڻ - نيڪال ٿيڻ.

- واڪُ ڇيدُ: (گرامر ۾) ڇيد ڪرڻ واري حالت - جملي کي ٽڪر ٽڪر ڪري فاعل، مفعول وغيره ۾ ان جا لاڳاپا رکندڙ ڳالهيون ظاهر ڪرڻ. صرف و نحو جو اهو ڀاڱو جو ڏيکاري ٿو تہ جملا ۽ جملن جا ڀاڱا ۽ لفظ ڪهڙن قسمن جا آهن ۽ انهن جو پاڻ ۾ ڪهڙو لاڳاپو آهي.

- واڪُ رَچنا: ث. واڪن يا جملن جوڙڻ جو هنر.

- واڪُ ڏيڻُ: آواز ڪرڻ - ٻول ڏيڻ - (ليلام وقت) ڇوٽ ڏيڻ يا وڌيڪ پيسن جو آواز ڏيڻ.

- واڪُ نہ ٿيڻ (ت): نہ اچهڻ.

- واڪرُ ع واڪرَ: ذ. واڪ ڏيندڙ - ڳالهائيندڙ - واڪا ڪندڙ - رڙيون ڪندڙ - ڇڪيءَ سان يا وڏي واڪي ڳالهائيندڙ - ڪيهون ڪندڙ - زور سان آواز ڪندڙ.

- واڪڙ واڪڙ: ذ. شاڪڙ شاڪڙ - ريل جو آواز - انجڻ هلڻ جو سوسات - زون زات. تڪڙ - تيک - جلدائي - تڪڙائي - تيزائي - تيز رفتار - تکي چال - تکي هلڻي.

- واڪيہ: ذ. مثل - قؤل - جملو - فقرو - قلم.

- واڪيُ ع واڪيُ: ذ. جملو.

- واڪيو ڪيُ حرف جملو.

● واڪڙيُ ع واڪڙيون: ث. سوپاريءَ جو جو هڪ قسم.

● واڪڻُ: مصدر. (سن. واڪيہ). ڳالهائڻ - واڪا ڪرڻ - ٻڪڻ - ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - ڪوڪون ڪرڻ. بلند آواز سان ڳڻڻ. تيکو هلڻ. ڦيرائڻ. (واڪيو - واڪيندو - واڪيل).

- واڪُ ع واڪَ: ذ. سڏڻ - ڀڪارڻ - واڪو ڪرڻ - ٻول - واڪ - آواز - هوڪو - واڪو - رڙ - ڪُوڪ - دانهن.

- واڪرُ ع واڪرَ: ذ. گهڻو ڳالهائيندڙ - ٻڪ ٻڪ ڪندڙ - گهڻ ڳالهائو - آواز ڪندڙ - رڙيون ڪندڙ - دانهون ڪندڙ - ڪوڪون ڪندڙ.

- واڪو ع واڪا: ذ. (سن. واڪ > وَچ = ڳالهائڻ). وڏو آواز - رڙ - دانهن - ڪوڪ - آواز - هوڪو - ڪيڪ - ڪيڪاٽ. رڙو رڙ - گوڙ - شور - ٻاڪرڪُٽو - ٻاڪر - ٻاڪار - ڪيهہ - ريهہ - ووءِ - واويلا - ٻوڪ - ريهاڙ - راڙهہ - گجگوڙ - وڏي سڏ پڪار - نعرو - هيلو - سعيو - ڪوشش. صفت.

- واڪو واڪارڻ: دانهن - ڪوڪ - ڪيهہ - ريهہ - ريهاڙ - وائيلا - رڙورڙ - ٻاڪرڪٽ - ٻاڪار - ڪيڪ.

- واڪو واڪاڻ: دانهون دانهن. رڙ لائي ڏيڻ - دانهون ڪرڻ - رڙورڙ مچائڻ - گوڙ شور ڪرڻ - هُل ڪرڻ.

- واڪوڙو ع واڪوڙا: ذ. حلقو - آڏو - نعرو. ڦورو - ڪچي پَٽ جو ڦورو.

– واڪو واڪاڻ پوڻ يا ٿيڻ: ڌانهن مچڻ – رڙ مچڻ – ٻاڪار مچڻ – گوڙ مچڻ – هل مچڻ – هوڪو مچڻ – رڙورڙ مچڻ.

● واڪيِ: ث. (سن. وَچ = ڳالهائڻ). جملو – فقرو.

● واڪيِنڊو: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● واڪُ ۽ واڪَ (ڪ): ذ. واندڪائي – فرصت – نويڪلائي. ڪم جو سعيو – آدم. ڪوشش. واڪاڻ – تعريف – ساراهه – صفت.

– واڪارو ۽ واڪارا: ذ. صفت. ٻڪواسي – ٻڪٻڪيو – گهڻ ڳالهائو – بد زبان – واتراڌو – واتِر – زبان دراز – گوڙائتو – شورائتو. ڪم جو چِتڙڪو – ڪم ڪرڻ جو تيز – جلدائي وارو.

– واڪاري ۽ واڪار ڀون: ث. جهيڙاڪڻ – واتيري – واترادي – وڏ واتي – گوڙ واري.

● واڪاڻَ: مصدر. (سن. وياڪيان > ڪيا = بيان ڪرڻ) بيان ڪرڻ. واڪاڻ ڪرڻ – ساراهڻ – تعريف ڪرڻ – صفت ڪرڻ – چَس ڳائڻ – وڏائي ڳائڻ – واهه واهه ڪرڻ – آفرين ڏيڻ – تحسين ڪرڻ – ثنا ڪرڻ – حمد ڳائڻ. (واڪاڻيو – واڪاڻيندو – واڪاڻيل).

– واڪاڻِ ۽ واڪاڻون: ث. (سن. وياڪيان > ڪيا = بيان ڪرڻ). ساراهه – صفت – تعريف – ثنا – ناموس – مشهوري – وڏائي – هاڪ. واهه واهه – ساک – آفرين – تحسين. خوشامد. ويد جي واڪاڻ. وعظ.

● واڪُبُ ۽ واڪُبَ (ت): ذ. (ع. واقف جو بگڙيل). واقف – سونهون – ڄاڻو. آزمودگار – تجربيڪار – سمجهو – ڏاهو – سياڻو.

● واڪيڻُ ۽ واڪيڻَ: ذ. مگر مڇيءَ جو هڪ قسم. ٻن ڪان اڍائي فوٽ ڊگهي، ٽاڪياري سونڊ جنهن جي ٻنهي پاسي ڪنڊا رهن، رنگ هيڊو ميرانجهڙو.

● واڳ ۽ واڳون: (سن. واگا). اٺ جي مهار – لغام – مهار – واڳ – ڏور – رسي. ٻنڌاڻ – نوڙي – چم جي پٽي جيڪا لغام ۾ لڳي. ڏور واڳ. قسمت – نصيب – ڀاڳ – بخت. اختياريون وٺڻ – قاعدا قانون هلائڻ. دعا جو وٽيل ڌاڳو. جڻيو – زنار.

– واڳِجڻُ: مصدر. واڳ سان ٻڌجڻ. سلڻ – ڳنڍجڻ – ٻڌجڻ – وصال جي حالت ۾ هئڻ. گڏيل – مليل – ڳنڍيل. قابو ٿيڻ – محڪم ٿيڻ – دوستي رکڻ – پائيوار ٿيڻ.

– واڳِجي وِيهڻُ: ڳنڍ جي ويهڻ – گڏجي ويهڻ – ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي ويهڻ – هڪ ٿي وڃڻ. روانو ٿي وڃڻ – سهي سنيري وڃڻ – تيار ٿي وڃڻ.

– واڳ چِڪڻ: گهوڙو سنجي روانو ٿيڻ – پرديس ڏانهن رخ رکڻ – مسافريءَ تي وڃڻ – وطن کان ٻاهر نڪرڻ – سهي سنيري روانو ٿيڻ – وڃڻ جهي واٽي ڪرڻ.

– واڳ ۾ هٿ هڻڻ: ڪشش ڪرڻ – چِڪ ڪرڻ – ڪِهلي آڻڻ. دلين تي قبول ڪرڻ. حڪومت جو انتظام باقاعدي رکڻ – مليل اختيارين تي عمل ڪرڻ.

– واڳڻِ ۽ واڳڻيون (ڪ): ث. لغام – مهار – مهر – رسي – نوڙي.

– واڳ وِجهڻُ: مهار وجهڻ – لغام وجهڻ – رسو وجهڻ.

– واڳ وارڻ ۽ واڳون وارڻ: رخ رکڻ – منهن رکڻ – وطن ڏانهن ورڻ – اچڻ جو ارادو ڪرڻ – سهي سنيري نڪرڻ – گهوڙي تي سوار ٿي واپس ورڻ – (نصيب) واپس موٽڻ – موٽي ملڻ – ٻوٽي موٽائڻ.

– واڳون وارڻ: ٻوٽي موٽڻ.

– واڳ هٿ ۾ رکڻ يا وٺڻ: اختياري پنهنجي وس رکڻ – اختياري پنهنجي هٿ هلائڻ.

– واڳِي: واڳ – ڏور – رسي – لغام – پٽي. نصيب – ڀاڳ – قسمت – بخت. نوڙيءَ جو ٽڪر جنهن جي ٻنهي پڇاڙين ۾ سرڪڻ ڦاهي ٿئي.

● واڳُ: ذ. (سن. وياگهر). شينهن. چيتو. واگهه.

● واڳڻ واري: اسم خاص. تعلقي ڪونڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واڳِڻ: مصدر. (سن. واگا). واڳ ٻڌڻ – واڳ وٺڻ – واڳ وجهڻ – سلهارڻ – لغام وجهڻ –

ڀڄڻ - قبضي ۾ ڪرڻ - ڏاوڻ وجهڻ. ڳنڍڻ - اٽڪائڻ - رسي سان ٻڌڻ - بند ڪرڻ. ٻيڙيءَ کي ڪناري سان ٻڌڻ. گهوڙي وغيره کي ٻڌڻ - لئڻ - هڪٻئي سان ڳنڍڻ - ٻاڌڻ. قابو ٻڌڻ.

- واڳيو ۽ واڳيا (ڪ): ذ. مشغول - ونڌريل - مصروف - رُڌل. ڳنڍيل - ڪڏيل. واڳيل.

- واڳيئتيل: رُڌل - مشغول - مصروف. قاتل - ورتل.

● واڳيُو: اسم خاص. شڪارپور جي پراڻي قلعي جي انهن دروازن مان هڪ دروازي جو نالو.

● واڳيي: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واڳو ۽ واڳُو: ذ. (سن. وياگهر. ف. نهنگ) درياهي جانور جو هڪ قسم - واگهو - نهنگ، هيءُ جانور گوهه جي شڪل جهڙو، پر ان کان ڏگهو ۽ زوردار. پاڻيءَ ۾ رهندو آهي، هن جي چربي ۽ گوشت دوائن جي ڪم اچي.

● واڳُور جڻ: مصدر. وڙهڻ - وات پوڻ - جهيڙو ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ. (واڳوريو - واڳوريندو - واڳُوريل).

● واڳهه: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واڳيي ۽ واڳيئون: ث. رسي - نوڙي - نوڙيءَ جو ٽڪر، جنهن جي پنهي ڇيڙين ۾ سرڪڻ ڦاهي ٿئي. (در بند ڪرڻ لاءِ) ننڍي ڪاٺي يا ڪلو، جنهن ۾ ٻڪريءَ جو ڦر ٻڌجي). (ٻيڙي جي ڳن کي هڪ جاءِ تي جهلڻ وارو) رسو. ايرينگ وغيره زيور کي جهلڻ لاءِ سُنهن وريل (ڪُنڊو). سڪان کي جهل ڏيڻ لاءِ رسي (جا آڏ طرح ڪم اچي). ٻت يا سُٽ جي تندن مان ٺهيل ڏورو، جو ٽيڪ يا جهل لاءِ هيٺان پن جهامٽين يا پڙن مان لنگهائي، ڪن مٿان ورائي، وري اچي هيٺين ڪڙيءَ ۾ ڦاسائجي.

- واڳيءَ ويهارڻ: مال جي ڦرن جو ٻوٽ ٻڌي چڳڻ واري حالت. ڦرن جو رسيءَ سان ٻوٽ ٻڌڻ.

● واگهه ۽ واگهه: ذ. (سن. وياگهر) شينهن - چيتو - واگهه - ٻبر. درياهي جانور جو هڪ قسم. ٻيڙيون - اشڪول - آفت - آپدا - مصيبت. (صفت). مهابلي - شهه زور - جنگ - پهلوان - ڏهيسر - ارڏو - ڀاري - ڳرو - طاقتور - زورآور - سگهارو - سگهائتو - ستائو - زوردار - زور ڀريو - ڪرارو - زبردست - ٻلوان - پراڪرمي - جبرو - پهچيات - پهچ وارو. (اسم خاص). ذات جو نالو.

● واگها: اسم خاص. ذات جو نالو.

● واگهبهي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهريو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● واگهريجي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهڙ ۽ واگهڙ: ذ. (ٽترن جي) ولر - ٻترو.

● واگهڙجي جاگير: اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهو ۽ واگهو: ذ. (سن. وياگهر) پاڻيءَ جي جانور جو هڪ قسم (جو پيٽ ڀر سرندڙن ۾ شمار ڪيو ويو آهي، اڪثر درياهه جي ڪپ تي پيو هوندو آهي، آنا لاهي واريءَ ۾ ڏڪي). واڳو. واگهه. ٻبر - چيتو.

- واگهوءَ جي وات ۾ هئڻ: ٻندش هيٺ هئڻ - قبضي هيٺ هئڻ - زبردست ماڻهوءَ جي هٿ هيٺ هئڻ. زور ظلم ۾ اچڻ - جبر ۾ اچڻ - مصيبت هيٺ اچڻ - نقصان ۾ پوڻ - جوکي هيٺ اچڻ.

● واگهوءَ ڏر: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهو ڏهو: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهوڙي جاگير: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگهيرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● واگهيئون: اسم خاص. تعلقي مانجهند ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واگَنُ ۽ واگَنَ: ذ. (سن. وَنگَنَ. ف. بادنجان). ڀاڄيءَ جو هڪ قسم، ٻوٽي جو هڪ قل، رنگ سوسنو ٿئي، اندر ٻج، اهي ڳاڙها ۽ اڇا گول ٿين.

- واگڻائي: ذ. واگڻ جي رنگ جو- ڪاري ڀوري رنگ جو- رنگ جو هڪ قسم.

- واگڻُ ڏيڻُ هٿَ ۾: ڪجهه به نه ڏيڻ - انڪار ڪرڻ- ناٻري وارڻ. نئون اڪر وارڻ.

- واگڻي: ذ. صفت. واگڻ جو- واگڻن وارو. واگڻ جهڙو.

● والُ ۽ والَ: ذ. ماپ ڪرڻ جي اوزار جو هڪ قسم - هڪ گز - ٽي فوٽ ٽُڪر - ڪپڙي ڪڇڻ لاءِ ماپ.

● والا: ذ. باريڪ ريشم جو هڪ قسم. صفت. (ف. بالا. ع. عالا) اوچو- مٿي- اعليٰ- وڏو- بزرگ- بلند مرتبه.

- والاجاه: ذ. صفت. بلند مرتبي وارو- اوچي شان وارو- مان مرتبي وارو.

- والا شانُ: ذ. صفت. وڏي شان وارو - دبدبي وارو.

● والارَڻُ: مصدر. (سن. وَرَ = وٺڻ) قبضو هٿ ڪرڻ. چوندڻ. پنهنجو ڪرڻ. حد ڪيڙڻ. هٿ ۾ هئڻ- مالڪي- متصرفي- قبضيداري. والارڻ- اڳ ۾ روڪي ويهڻ- قبضو ڪرڻ. چونبڙڻ - چانبڙڻ - چولبڙ ڪرڻ. (والاريو - والاريندو - والاريل).

- والارَ ۽ والارُون: قبضو. چونبڙ - چانٽ.

- والارَ ڪَرَڻُ: قبضو ڪرڻ- والارڻ- هٿ ۾ ڪرڻ. چونبڙ ڪرڻ - چانٽ ڪرڻ.

- والارَ وِجهَڻُ: قبضي ۾ ڪرڻ- هٿ ۾ ڪرڻ- خريد ڪرڻ لاءِ اڳواٽ ڪوشش ڪرڻ.

- والارو ۽ والارا: ذ. ڪاهه. وَجهه. لامارو. والارڻ جي حالت- گوڙٿات- گسڪساءُ- نشتاءُ- گوهڙي- تار- آناڪاني. وَجهه- وقت- وارُ- وَلُ- اوسر- سَجهه- ساڄي- ٽڻ- موقعو- سنئو- سانگو- ڏَتُ. (پڪيءَ جو) جهٽ- لامارو.

- والاريَلُ ۽ والاريَلَ: ذ. ثاني ٿيل - قبضي ٿيل - هٿ ۾ آيل.

● والِثُ ۽ والِثَ: ذ. (ع. وارِثُ جو بگڙيل) وارث- مالڪ- ڌڻي- مائٽ- عزيز- حقي حقدار. ورثي جو حقدار- آتراڌ ڪاري.

- والِثِي ۽ والِثِيُون: ث. مائٽي - وارثي. عزازت - قرابت - رشتيداري - لاڳاپو - تعلق - واسطو.

● والِ ٻاهڙِي: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم- والور.

● والِڇنِي ۽ والِڇنِيُون: ث. ٻازن وغيره پڪڙڻ لاءِ سنهن وارن سان جار يا جاري يا گينڊو جو هڪ قسم.

● والِدُ ۽ والِدَ: ذ. (ع). پيءُ - پيتا - باپ - پيدر- بابو- ابو- قبله گاهه.

- والِدَهُ ۽ والِدَهُ: ث. ماءُ- مان- امان- امي- جيجل ماءُ- مادر- امڙ.

- والِدَيْنِ: ذ. پيءُ ماءُ - ماتا پيتا. عزيز- اقربا- مِٽُ مائٽ.

● والتَوهِيا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ ميگهواڙن جي ذات جو نالو.

● والَس آباد: اسم خاص. تعلقي گڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● والِڪِي ۽ والِڪِيُون: ث. ڪنن ۾ پائڻ جو سوڻ وغيره مان ٺهيل ڳهه جو هڪ قسم.

● والَمُ ۽ والَمَ (ث): ذ. مڙس- خاوند- ورُ- پتي - ڪانڌ- پتار- گهر وارو- مالڪ- ڌڻي- بالم.

● والَنَبِي ۽ والَنَبِيَ: ذ. بالم- پيارو- محبوب- دوست. آرام- فرحت. آزاد.

● والَڻُ: وارڻ- ميڙڻ- وڃائڻ. وسارڻ.

● والوُ ۽ والا: ذ. (پرا. والهِيتَ. سن. وَلُ) ڪنن ۾ پائڻ جو ڳهه جو هڪ قسم- وڏي والي. سينگار- سونهن. (ث). مڙس- ور- پتار- خاوند- مالڪ- ڌڻي. اضافت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ پڇاڙي. جيئن: "الله والو وغيره".

- واليو ج واليون: ث. ڪِه جو هڪ قسم.
● والڏوتو: اسم خاص. تعلقي مير پورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● والوڙ ج والوڙن: ث. والار ڪرڻ.
● والهاٺو ج والهاٺا: ذ. اٺ جو وٺو يا ٺڪ جنهن تي نڙو ڦيرائي ڏاڪو ويڙهجي.
● والهوٺا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● والي ج والي: ذ. (ع. ولي). سنڀاليندڙ. ڌڻي - مالڪ - خاوند - آقا - سرتاج - حاڪم - بادشاهه. دوست - دَم ڀَت - گهر ڌڻي - پاڳيو - وارث - مددگار - حمايتي - محافظ - نگهبان. (اسم خاص). خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. (ث). ڪِه جو هڪ قسم - ڪنن ۾ پائڻ جو ڪِه.
● واليشاهه: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وام ج وامون (ڪ): ث. وِک - قدم - ٽور - چال - هلڻي - چلت.
● وام ج وام: ذ. (سن. وامه = ڪبو) ڪبو - ڪاٻو - اڻ ڀورو - التو. ڪميڻو - تڇ - هوچو - اوڇو - مٺو - ڏُون - ڪمين - حقير. ڀرُ‌ه. ڇهن فوٽن جي ماپ جو ڪاڇو. ڳاري جي ناڪئن جي اوزار سان سمنڊ جي پاڻيءَ جي ڪچڻ جي ماپ.
- واما: ث. (سن. واما = اها نهر جيڪا ڪاٻي پاسي وهي). زال - جوءِ.
- واما چار ج واما چار: ذ. تنترن جو مَتو. وام مارگ. وچت جو هڪ قسم. هندڪي رسم، جنهن ۾ گوشت ۽ شراب وغيره ڪم آڻجي. بيهودگي - بي شرمائي - آگهاڙپ وارو (ناچ). بدفعل - بي شرم - بي حيا - زناڪار. حرامخور.
● واما چاري: ذ. تنترن ڳي مڃيندڙ - وام مارگي. بيهودو - بي شرم - بي حيا - زناڪار. حرامخور - شرابي.
● وام مارگ (سن): هڪڙو مَتو جنهن موجب پنج وڪار (مانس = گوشت، مَڌ = شراب، ميِن = مڇي، مدرا = پوري ڪچوري، مئٿن = جماع) جي وسيلي مڪتي يا نجات ملندي آهي، انهي متي وارا وري انهن لفظن جون ڪجهيون معنائون پڌائيندا آهن) - تنترن جو مَتُ - چولي مارگ.
- وام مارگي: ذ. صفت. تنترن ڳي مڃيندڙ - واما چاري - چولي مارگ.
- وام مارگي ٿيڻ: خراب ڪم ڪرڻ - ڪُڌا ڪم ڪرڻ - گندا ڪم ڪرڻ - ڏوهه جهڙا ڪم ڪرڻ - فاحش ڪم ڪرڻ - اجوڳو ڪم ڪرڻ - بي ڍنگو هلڻ - بيهودگيون ڪرڻ - بي شرمايون ڪرڻ. زناڪاريون ڪرڻ - حرامخوريون ڪرڻ - بدفعليون ڪرڻ.
● وامق ج وامق: ذ. (ع). عاشق جو نالو - عاشق - پريمي - محبتي - شيدائي.
● وامن: (سن). پراڻن جي ڪٿا موجب هڪ اوتار (جنهن راجا بَليءَ سان ٺڳي ڪري ڪانئس سارو راڄ رات ۾ وٺي ڇڏيو).
● وامڻ: مصدر. طوفان وغيره ۾ ٻيڙيءَ تان مال ڪيرڻ. ٻاهران سامان خريد ڪرڻ. درياءَ ۾ ڪيرڻ - سمنڊ ۾ ڪيرڻ. (واميو - واميندو - واميل).
- واميڻي ج واميڻيون: ث. طوفان وقت ٻيڙيءَ تان بار هلڪي ڪرڻ لاءِ مال ڳي سمنڊ ۾ اڇلائڻ. سامان خريد ڪرڻ - وکر وهائڻ.
- واميڻي ڪرڻ: وامڻ - طوفان ۾ ٻيڙيءَ تان سامان لاهي پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ.
● وامڙو ج وامڙا (ٿ): ذ. بندرو - قد جو ڇوٽو - ٺنگو - ننڍو - کهُٽڪو - ڊِمي.
● وان: (امر) - وڃ - وڃڻ.
● وان ج وان: ذ. وارو - جيئن "ڌنيوان". ڌنوارو - شاهوڪار - مالدار - دولتمند - سرمائيدار. رنگ - نمونو. (ٿ).
- وانٽ ج وانٽ: ذ. طرف - پاسو - ڏِس.
● وانٽيرو ج وانٽيرا (ل): ذ. جنهن جون ٽنگون ڦڏيون هجن.
● وانٽور (ٿ): ذ. طوفان - واءُ - واچ - هوا.
- وانٽوريو ج وانٽوريا (ٿ): ذ. واچوڙو - زور واءُ - ڏاڍي هوا - طوفان - کهوکهاٽي واچ.

● وانٽڻ: مصدر. (سن. وَنٽ) وَنڊڻ - ورهائڻ - حصا ڪرڻ - ڀتيون ڪرڻ - ڀاڱا ڪرڻ - ورڇ ڪرڻ - ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ. ڀخرا ڪرڻ. (وانٽيو - وانٽيندو - وانٽيل).

- وانٽو ۽ وانٽا: ذ. ڀاڱو - حصو - ڀتي - ورڇ - ونڊ. وراهه - ڀتيدار - ورڇ وار - ورهاست. (سن. ونٽڪ) قسمت - ڀاڳ - نصيب - ڀخت.

- وانٽو سرڻ: حصو ملڻ - ڀتي ملڻ - ڀاڱو ملڻ - ونڊ ملڻ - ڀخرو ملڻ - ٽُڪرو ملڻ - ڀيرو ملڻ.

- وانٽو وَٺڻ: حصو وٺڻ - ونڊ وٺڻ - ڀاڱو ڇڏائڻ - ٽُڪرو ڇڏائڻ - ڀخرو ڇڏائڻ. ڀهرو وٺڻ - ڪوشش وٺڻ.

● وانٽو ۽ وانٽا (ڪ): ذ. ڀراءُ - واٽو. ڏڳين جو چارو. (ٿ).

● وانٽيو: ذ. صفت. وشنو واپ آچاريه ڀنٿ جو اهو نوڪر جو پرساد وجهي ورهائيندو آهي - ڀپيٽيو.

● وانِ پرستُ ۽ وانِ پرستِ: ذ. (سن. وان پرست) آرين، هندن جو ٽيون نمبر آشرم، جنهن ۾ هو گهر ڇڏي جهنگل ۾ وڃي رهن، اهو عمر جو پنجاهه کان پنجهتر سالن وارو عرصو ٿئي.

● وانجڻ: مصدر. ڇڏڻ. ڌار ڪرڻ. جدا ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ. گذارڻ - لنگهائڻ. (ٿاٿيم) پاس ڪرڻ - (سن. وَرجُ = تياڳڻ > وُجُ = تياڳڻ) ڇڏي وڃڻ - الڳ ڪرڻ - علحده ڪرڻ - جدا ڪرڻ - پري ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ. لِڪائڻ - گم ڪرڻ - غائب ڪرڻ. ديسر ڪرڻ - وسارڻ - ڀچت ڪرڻ - بچائڻ - ڪوٺڻ. وارڻ - نه ڀڏائڻ. محروم ٿيڻ.

- وانجَ ۽ وانجُون: ث. نظراندازي - خيال ۾ نه آڻڻ جي حالت - ڇڏي ڏيڻ جي حالت. گذر - لنگهه - پاس ڪرڻ - گذارڻ.

- وانجِجڻ: نظرانداز ٿيڻ - خيال ۾ نه اچڻ - حق ملڻ کان سواءِ رهجي وڃڻ. ڪنهن مال ملڻدي ملڻ کان رهجي وڃڻ. محروم رهڻ - رهجي وڃڻ - نه حاصل ٿيڻ - نه ماڻڻ.

- وانجيو ۽ وانجيا: ذ. دُور - پري - گمراهه - نراس - ناآميد. ڇڏي ڏنل - ڇڏيل. ڌار - جدا - الڳ - علحده. رهت - رهيل.

- وانجيل: ذ. صفت. نظرانداز ٿيل. رهجي ويل. جنهن کي حق ملڻ نه ڏيو هجي.

● وانجهه ۽ وانجهون: ث. (سن. ونڌيا) اها زال جيڪا ٻار ٻچو نه ڄڻي - سنڍ. سنڍ زال - ڦنڍ - ڦنڊي. سڪٽي.

● وانجهار: ذ. شڪار جو هڪ قسم.

- وانجهو ۽ وانجها: ذ. ڇڙهو ڇانڊ - ٻنا اولاد - سنڍ. ضعيف - ڏٻرو - سڪٽو - سڃو - ويران - ٿلهو. مسڪين - غريب.

- وانجهي پُٽرُ: ذ. سنڍ جو پٽ. امڪان کان ٻاهر - اسنڀو.

- وانجهيٽيل ۽ وانجهيٽيل: ذ. ناآميد ڪيل - نراس ڪيل. ڇڏي ڏنل - ڇڏيل - ڌار - الڳ - علحده.

- وانجهيو ۽ وانجهيا: ذ. ٻنا اولاد - اولاد کان سواءِ. سنڍ.

● وانجهه ۽ وانجها (ڪ): ذ. ڊگهو ڪاٺ. ٻيڙي وارڻ وٽ ڪم ايندڙ ڪاٺي.

● وانجهه وَٽي: ث. راند جو هڪ قسم - ونجهه وٽي. واٽ روڪڻ.

- وانجهڻ ۽ وانجهڻون: ث. ڊگهي ڪاٺي - وڏي ڪاٺي. ٻيڙيءَ جي هلائڻ لاءِ هڪ ڪاٺي.

● وانجهي ۽ وانجهي: ذ. (سن. مَڌيم = وچ) وانجهه وٽي راند ۾ وچ ۾ والاريندڙ يا وچ تي بيهندڙ هاري. ونجهوٽي راند ۾ وچ يا ونجهه سنڀاليندڙ. ونجهه هلائيندڙ - ونجهه هڻندڙ - ٻيڙي هلائيندڙ. ٻارين راند ۾ ٺهيل وچين گهوڙي يا ليڪ، ٻارين راند ۾ ونجهه تي بيٺل پيچي - وانجهي وِيرُ - جوان مرد. هاڙهي - نگهبان.

- وانجهڻ ۽ وانجهڻون: ذ. لڪائي رکڻ - گم ڪري ڇڏڻ - غائب ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ - وساري ڇڏڻ.

● وانڇَ ۽ وانڇُون: ث. مينهن جو هڪ قسم. سخت هوا سان گڏ لڳت ـ طوفان ـ ڏاڍو واءُ ـ هوا ـ واچوڙو.

ـ وانڇا ۽ وانڇا (ڪ): ذ. (سن. واچا) ٻول ـ واڪُ. سُنهن ـ قسم ـ ڊوهي. ڪَڙو. ليکي جو هڪ قسم، جو فقير نانڪ جهان لاءِ ڪيدن.

● وانڇڻُ: مصدر. (سن. وَچيتَ) پڙهڻ ـ مطالع ڪرڻ ـ آپپاس ڪرڻ.

● وانڊو ۽ وانڊا: ذ. آجو. آزاد. خالي ـ سڪٿو ـ نلهو ـ ٻالهو ـ بيڪار ـ نڪمو ـ فارغ. نڪمو ـ نيوڙو ـ ٻنان ڪم ـ ڪم ڪان سواءِ ـ بي روزگار ـ بي ڪارو ـ ري ڪمو ـ اي ڪمو ـ فالتو ـ نسچنت. (سن. وَدُ = ڳالهائڻ) جهگڙو ـ تنتو ـ اٽڪاءُ ـ اعتراض.

ـ وانڊاڻ (ت): ث. واند ڪائي ـ نويکلائي ـ نڪمائي ـ سڪٿائي. بي روزگار ـ بي ڪاري ـ فرصت ـ اڪيلائي.

ـ وانڊائڻُ: خالي ڪرڻ ـ ٻالهو ڪرڻ ـ سڪٿو ڪرڻ ـ واندو ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ ـ وساري ڇڏڻ. گم ڪرڻ ـ غائب ڪرڻ.

ـ وانڊائي ۽ وانڊائيون: ث. واند ڪائي ـ واند ڪي ـ واندڪائي ـ واندگي ـ فرصت ـ فراغت ـ نسچنتا ـ فرجو ـ وارڪائي ـ ڏَتُ ـ وارُ ـ نوبڪلائي. بي شغل ـ بيڪار ـ بي روزگار.

ـ وانڊِ ڪائي ۽ وانڊِ ڪائيون: ث. واندائي ـ واند ڪي ـ فرصت ـ واندگي ـ نسچنتا ـ واندگائي ـ فراغت ـ وارڪائي ـ فرجو ـ وقت ـ وار ـ وارو ـ ڪم ڪان ڇٽل رهڻ.

ـ وانڊِ ڪي ۽ وانڊِ ڪيون: ث. واندائي ـ فرصت ـ واند ڪائي ـ فراغت ـ وار ـ نسچنتا ـ واندگائي ـ واندگي ـ ڏت ـ نويکلائي ـ اڪيلائي.

ـ وانڊِ ڳائي ۽ وانڊِ ڳائيون: ث. واند ڪائي ـ نوبڪلائي ـ واندگي ـ وارڪائي ـ اڪيلائي. فرصت ـ فراغت ـ نسچنت ـ ڏت ـ وار ـ وقت ـ فرجو.

ـ وانڊِ ڳي ۽ وانڊِ ڳيون: ث. فرصت ـ فراغت ـ نسچنت ـ ڏت ـ وار ـ وقت ـ فرجو. اڪيلائي ـ وارڪائي ـ واندگائي ـ لويڪلائي.

ـ وانڊومَلُ: ذ. بيڪار ـ بي روزگار ـ اڪيلو ـ نويڪلو ـ وارڪو ـ نسچنت ـ ڪم ڪان سواءِ ويٺل.

● وانڊو ۽ وانڊا: ذ. (سن. وَدُ = ڳالهائڻ) دانهن ـ رڙ ـ ڪُوڪ ـ ڪيهه ـ ڪيڪ ـ رِيهه ـ فرياد ـ پُڪار. بحث ـ تڪرار ـ خرخسو ـ مناظرو ـ معاملو ـ غوغاءُ ـ هُل ـ ڪرڪِل ـ غلغلو ـ ٽنٽو ـ فساد ـ رڳڙو ـ جهڳڙو. وڇوٽي ـ فرق ـ دشمني ـ وير ـ بغض ـ حسد ـ خلل.

● وانڍِ ۽ وانڍُون (ڪ): ذ. آٺ جي ڪچ يا پئي هنڌ ڪڏهين ڪڏهين ڳوٺڙهيون نڪرندڙ. ڳوٺڙو ـ پاڙ ـ واهڻ ـ بستي. (سن. ونڍ) ورهاست ـ ورڇ ـ ورهاڱو ـ وَنڍ.

● وانڍَڻُ: مصدر. ورهائڻ ـ ونڍڻ ـ ورڇڻ.

● وانڍِيُ: صفت. (سن. ونڍ) شاديءَ مهل ولڍ ورهائيندڙ.

● وانڍَ ۽ وانڍُون: ث. لانڍي ـ مَنَهَنُ ـ مَنهُ ـ ڇَنو ـ ڪکائون گهر ـ جاءِ. ٻن ـ ٽن گهرن جي بستي ـ ڳوٺ ـ واهڻ. جهوپڙي ـ جهونگي ـ پونگي ـ اڪيلي جاءِ ـ ويران جاءِ ـ آباڻڪو هنڌ ـ هيڪل جڳهه ـ جهنگ جو وٿاڻ. ڊورو. وسوڙو هنڌ يا جاءِ. هونءَ ويران ٻاسن تي ڇنا اڏي رهندڙ ماڻهن جو ٽولو. مال جي سانگي ڪچيون جايون اڏي رهندڙ ماڻهو. پاڻيءَ جو ڊورو. (ت).

ـ وانڍَ تي ويهڻُ: مسافريءَ وقت مسافرن لاءِ ٺهيل ڇنن يا ڪچين لانڍين ۾ ويهڻ ـ سفر ۾ هجڻ.

ـ وانڍِيترُ: اهو ماڻهو جو ڪچي لانڍيءَ ۾ ڪنهن سانگي ڪري وڃي ويهي. هونءَ تي ڇنا ۽ منهن اڏي رهندڙ ماڻهو.

● وانڍُ ۽ وانڍَ: ذ. ڪاريگر ـ مزور. (سن. وَنتَ = ڪنوارو) ڪُنئارو ـ ڇڙو ڇانڊ. اڻ پرڻيل. رَنڙُ ـ اڪيلو. پهلوان ـ جوڌو ـ جُنگ ـ ڪُوبو ـ بهادر ـ ڳڀرو ـ وانڍو.

ـ وانڍيا وِهائِڻُ: بدپيشو ڪرڻ ـ بدفعل ڏيڻ ـ گناهن جهڙن ڪمن تي ڪمر ڪشڻ.

- وانڊو ۽ وانڊا: ذ. اڻ پرڻيل - ڪنوارو - ڇڙهو - ڇالد - رنڙ - رنوڙ - اڪيلو. مزوريءَ تي ڪپڙا آئيندڙ.

- وانڊِي ۽ وانڊِيون: ث. رنڙ زال - مڙس مري ويل زال - اڻ پرڻيل زال - آها زال جنهن جو مڙس نہ هجي. عيد جي ڏينهن ڪاڏو وغيره ور هائيندڙ زال. ڇڙهي ڇالد - اڪيلي. ميٺهن - ڊڳي، ڀراڙي جو ڳوٺ، جاءِ هنڌ، مٿهن - ڇتو - لانيدي - جهوپڙي - جهونڪي - جهوپي - جهڪي.

● وانڊِيون: ث. (سن. وتسرو پتر = ٻار جهڙو) ميٺهون ڳشون ۽ پيو مال. اهي زالون جيڪي مجلس وقت ڪاڏو ورهائين.

● وانر ۽ وانرَ: ذ. (سن. وانرَ = باندر) باندر - پولڙو - پولو (ث). پولڙي - باندري.

● وانسو ۽ وانسات (ث): ذ. ڪهاڙيءَ جو ڳن - ڪوڏر جو ڳن.

- وانسولو ۽ وانسولا (ث): ذ. واهولو - ڪاٺي گهڙڻ جو اوزار. واڍن جي ڪم جو اوزار.

● وانڪ ۽ وانڪَ: ذ. بهادر - جنگ - جوڌو - ڪوپو - پهلوان.

● وانڪڻ: مصدر. (سن. ونڪ = ڏنگو هلڻ) ڳمندو هلڻ - لڏندو هلڻ - ڏڏ ڪنندو هلڻ - ترڙائيندو هلڻ - ڏوڏا ڪائيندو هلڻ. اڏڻ امڻ. ڳهمندي هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ. (وانڪيو - وانڪيندو - وانڪيل).

- وانڪ ۽ وانڪون: ث. هلڻ - ٽور - قدم - وِڪ - چالَ.

● وانڪ ۽ وانڪون (ث): ث. مکڻ يا تيل جو ذرو پوڻ ۽ اوراڪ ڪي مکي ڇڏجي، جئن پوڻ آواز نہ ڪري. (حرف جر). وانڪي.

● وانڪارَ ۽ وانڪارون: ث. هارپ جي ڪم ۾ مدد جو سڏ - سوال تي ڪم ڪرائڻ - ماني ڪارائي ڪم ۾ مدد وٺڻ - مفت - ويگر - ڇيڙ.

- وانڪار وهڻ: ڇيڙ وهڻ - ويگر وهڻ - مفت وهڻ - بنا آجوري جي ڪم ڪرڻ - ري عيوض ڪم ڪرڻ - سوال تي ڀرائو ڪم ڪرڻ. مفت ماني ڪائي ڪم ڪرڻ.

- وانڪارو ۽ وانڪارا: ذ. مفت ڪم ڪندڙ - ڇيڙ وهندڙ - بنا آجوري ڪم ڪندڙ - سوال تي ڀرائو ڪم ڪندڙ. مانيءَ تي ڪم ڪندڙ.

● وانڪرُ: ذ. وانگو - وانگي - وانگيان - (آنهيءَ) جهڙو - طرح - (تو) ٻارو - جنسي - ساڳيو - سم - ساڳئي قسم جو - سرڪو. نمونو. تو جهڙو - آن جهڙو - وانگي - وانگيان. انهي دستور موافق.

- وانڪو: پسند ڪرڻ - چوندڻ - ڏٺڻ - لائق سمجهڻ - مرضي ڏيکارڻ - دل ڪي وٺڻ.

- وانڪيي: پسند ڪرڻ - چوندڻ - ڏٺڻ - لائق سمجهڻ - مرضي ڏيکارڻ - دل ڪي وٺڻ - خواهش ڏيکارڻ - اڇا ڏيکارڻ.

- وانڪهي: ظرف. وانڪر.

- وانڪيان: آن جهڙو - تو جهڙو - تو وانگر - تهڙيطرح - تو جيان.

● وانڪُوڙو ۽ وانڪوڙا: ذ. (سن. و پٽيي ٻرو يٽي) ڳتيل وارن جو طُرو. وارن جو ويڙهو - وارن جو مُچو - وار ٿاهي گڏي هڪ هنڌ ٻئين پاسي مُچو ڪري ٻڌڻ واري حالت - چوٽيءَ واري ڳنڍ. ونگ - پيچ - وَرَ - وَڪڙ - ڦيرا - ڪهيرا. چوٽو - چوٽي.

● وانڪيي: ساهہ وارو - آدمي. انسان - پَهيرَ - قاصد - پيغامي - نياپو پهچائيندڙ - سنيهو ڏيندڙ - خابرو - خبر ڏيندڙ. وارث - وسيلو - واهرو - مددگار - همراهہ - پانڌي. هڪڙو. جهنگ ۾ رهندڙ - جهانگي. ڳاڙهو لاٽون - لاٽون - رانديڪي جو هڪ قسم.

- وانڪيي لاٽون: رانديڪي جو هڪ قسم - آواز ڪري ڦرندڙ لاٽون - تيز ۽ تکو ڦرندڙ لاٽون.

- وانڪيي ئي نہ هجڻ: ڪو انسان نہ هئڻ - ڪا ٻهر نہ هجڻ - ڪو ماڻهو نہ هجڻ واري حالت، مددگار نہ هئڻ - واهرو نہ هئڻ - پيغامي نہ هئڻ - خبر نہ پهچائيندڙ - نياپو نہ رسائيندڙ.

● وانگهائِيءُ ۽ وانگهائِيئُون: ث. ٽنُبي ۾ ٻڌل ٻوڙيءَ جو ٽُڪر.

● وانگڻُ ۽ وانگڻَ: ذ. (سن. ونگن) ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - بادرنج - ٻڪر جو هڪ قسم،

● وانگِڙو ۽ وانگڙا: ذ. آهو سوئر جنهن جو قد وڏو، گردن موڪرو ۽ خصيا وڏا هجن.

● وانائِيءُ (ڪ): اسم خاص. جبل جو نالو.

● وانُو دو ۽ وانُو دا: ذ. (سن. وائيو = واءُ) واءُ - هوا - پَوَن - واهوندو - وانهوندو - چوهيڪار. دم - بادِيءُ - ماه - مولو.

- وانُو دا وَرِيا: هوا بدلي آهي. بدليل هوائون - اونهاري جي شروعات - گرم موسم جي شروعات - واهن ۽ نهرن ۾ پاڻيءَ جو اچڻ.

● وانُو ڙَڻِ (ت): مصدر. گهوٽ کي عزيزن جو ماني کارائڻ. (وانوڙيو - وانوڙيندو - وانوڙيل).

● وانهِي ۽ وانهُون: ث. ڪوهه. واهه - نهر - ندي.

- وانهِڪو ۽ وانهِڪا: ذ. پاڻيءَ جو ننڍو وهڪرو - شاخ - نهر.

- وانهِنِ ۽ وانهِيئُون: ث. واڻ - نهرون - واهه - شاخون - ڪوهيون.

● وانهاڻُ: اسم خاص. هندن ۾ هڪ ذات (سري رام چندر جي پٽ "ڪشن" جو اولاد). حلوائي - ڪوڙائي.

● وانهَڻُ ۽ وانهَڻَ: ذ. (سن. واس = رهڻ جي جاءِ) ڳوٺ - واهڻ - ڳام - ديهه - ڳوٺڙو - وسي - واهَڻ - بستي - وسندي - ننڍو ڳوٺ - ڀراڙي.

● وانهُونُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (سن. وَنهِيءُ) پوڄاري.

● وانهُوندو ۽ وانهُوندا: ذ. واءُ - هوا - پَوَن - واهوندو - چوهيڪارو. دم - بادي - ساهه - مولو.

- واهُوندا وَرِيا: هوائون ڦري ويئون - هوائن جي ڦيرگهير - گرم موسم جي شروعات. واهن ۾ پاڻي جو اچڻ شروع ٿيڻ.

● واڻ ۽ وانئُون (ڪ): ث. ساپ جو هڪ نمونو. (جهوني زماني جو) ٻنهي پاڻهن جي ڊيگهه وارو مفاصلو.

- واڻ ۽ وانئُون: ث. زمين ۾ ڪوٽيل ڪوهه. وانگر کڏ، جنهن مان پوک کي پاڻي ڏجي. واهه - وانهن. ڪوهه. نهر - شاخ.

● وانٽِيرو ۽ وانٽِيرا: ذ. (سن. وايُو = هوا) هوا جهڙو - تِکو - تيز - چست - چالاڪ - ڦڙت - ڪڙو تڙو - جلد ڦناڪو - تيز فهم - جوڳند - سٺو پرو - پڪو - چؤڪس - تکڙ - جهانجهرو - چڙڪ - برجستو - ڦڙتيدار.

● وانٽَڻُ: مصدر. (سن. وايُو = واءُ) جهنڊو ڏيکارڻ.

● وانٽو: ذ. جهنڊو - بيرق. (ث. وانٽي).

● وانٽِي ۽ وانٽِيئُون: ث. ننڍڙو وانٽو - ڌَجا - نشان - جهنڊي - جهنڊو - پاٽنو.

● وانٽوِي: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● وانٽوتا: ٿوري ٿوري دير بعد اک اٿڻ وقت سور جون سوٽون ٿيڻ.

● وانٽچ: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم، چلرن کان سواءِ ست ڀَر ۽ قد ۾ انچ.

- وانٽچي: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● وانٽورُ ۽ وانٽورَ (ت): ذ. سخت واچ - تيز طوفان.

● وانِي ۽ وانِيئُون: ث. رک - خاڪ - ڦلهير - ڦلهيار - واري - ڇار - ڪيري.

● وانِيسترِيءُ: پنهنجو ڪهڻ ڪهرو - مددگار - عزيز کان سواءِ.

● واڻِ ۽ واڻِيئُون: ننڍو ڳوٺ - ننڍي بستي، ڪوهستان.

● واڻُ ۽ واڻَ: ذ. (سن. واڻ) مُڃ جي نوڙي - ٻيس مان وٽيل نوڙي - مُڃَ. لڄ - ورت - وڏي - سُٽَ - تندَ. رسو - نوڙ. ڪٽ جو واڻ. (سن. واهَنَ <و هَنُ = وهڻ، هلڻ) ٻيڙي (خاص ڪري آها جيڪا سمنڊ جي ڪناري تي هلندي آهي). سمنڊ جو وڏي ۾ وڏو ٻيڙو - ٻيڙي - جهاز - ڊنگي. (ت).

● واڻيٽ ۽ واڻيٽ: ذ. سوداگر- واپاري- مال وڪڻندڙ.

● واڻ ڪائيي واڏڻ کي لڳڻ: ٻيرسن ٿيڻ- عمر کان مٿي چڙهڻ- جهونو ٿيڻ- بزرگيءَ کي پهچڻ. ڏاڍو سُڃو ٿيڻ- غريب ٿيڻ- ٻٺهارڪو ٿيڻ.

- واڻ وٽائڻ: تڪليف ڏيڻ (ڪڇي جو اصطلاح). ٻري آماڻڻ- ڏکيو رستو ڏيڻ- دور ڪيڻ- اهنج پهچائڻ.

● واڻاهي: مادي آڻ جي ٽڻن تي ڳوتري چاڙهڻ جيئن ڦر نہ ڏائيي. جالنگ.

● واڻ ڪنڊ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● واڻ چٽيي: ث. جاريءَ جو هڪ قسم (ٻازن کي ڦاسائڻ لاءِ).

● واڻائڻ: مصدر. واڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ.

- واڻائيي: ث. واڻڻ جي قيمت يا اجورو.

● واڻيڪو ۽ واڻيڪا: ذ. (سن. وڻج = واپاري) واپاري ماڻهوءَ جو- واڻين جو- هندن جو- واڻين وارو- هندن وارو.

- واڻيڪو ساهہ: ڊڄڻو- ڪيڏي- ٻُزدل- بي همت- ڪم همت.

- واڻيڪو ڪتو: سست- ڪاهل- ٻي همت- ڪم همت- ڊڄڻو- ڪيڏي- بزدل.

- واڻڪيي: ث. واڻڪو ڏرم.

- واڻيڪي: واڻين جو- واڻين وارو.

● واڻڻ: مصدر. (سن. وِي = آڻڻ). واڻ سان مڙهڻ- آڻڻ- پڪڻ- جوڙڻ- ٺاهڻ- تيار ڪرڻ. (سن. وانَ). ملائڻ- جڙڻ- ٺاهڻ- گڏڻ. منا ڪچي سان لڳائڻ- جهاري وجڻ. (واڻيو- واڻيندو- واڻيل).

- واڻائيي ۽ واڻيون: ث. ڪٽ واڻائڻ يا مڙهائڻ جي مزوري- واڻ جي مڙهائيءَ جي قيمت- مڙهڻ جو عيوضو- آجورو.

- واڻائيي ۽ واڻائيڻيون: ث. ڪوريءَ جو اوزار.

- واڻيندڙ: گڏيندڙ- جوڙيندڙ- مڙهيندڙ.

● واڏو ۽ واڏا: ذ. (پرا. وَڏ: سن. ورڌَ). تختن جي چادر جي ڇت ۾ ٻيل ترير. (ڇت ۾). ٻٽي- واڏو.

● واڏيي ۽ واڏيون: ث. (سن. واڻي). ٻاڏي- ٻومي. ٻولي- وچن- زبان- ڪٿا- لپي- ڳالهہ ٻولهہ- شعر- ٻيت. غيب جو آواز. هدايت- راهہ. هٿر جي آهي ٻهرين اوڙ چيڪا ٻج چيٽڻ لاءِ نشان طور ڏني وجي.

● واڏيا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات. (ٿر ۾ رهندڙ ميگهواڙن جي ذات).

● واڏيان: اسم خاص. تعلقي مٽيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● واڏياڏيي: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● واڏيچا: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● واڏيو ۽ واڏيا: ذ. (سن. وڻج = واپاري). واپاري هندو- هندو دڪاندار. مهتو- هندو. دڪاندار- واپاري- سوداگر- هندو تاجر. (ث. واڏياڏي ۽ واڏياڏيون).

- واڏيو وَڪال: ذ. (ع. ٻقال = ٻيڻ). ڪرار- هندو- ٻنيو- مهتو.

- واڏياڏيي ۽ واڏياڏيون: ث. هندو عورت جو نالو- هندواڻي- واجاڻي.

● واوا ۽ واوا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات، وانهان.

● واوٽ ۽ واوٽ: ذ. خبر رکندڙ- سڌ اهندڙ- سماچار رکندڙ- خبرگيري- سماچاري.

● واوڙڻ (ڪ): مصدر. خرچڻ- وڃائڻ- واڙڻ. (واوڙيو- واوڙيندو- واوڙيل).

- واوڙ جيي وڃڻ: هوا لڳڻ- واءُ لڳڻ. خالي ٿيڻ. صاف ٿيڻ. ڇڇ ڏيڻ. وانڪو ٿيڻ.

● واوڙاهہ: اسم خاص. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● واوڙنگ ۽ واوڙنگ: ذ. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم. هڪ ٻوٽو، جنهن جا ٻير دوا طور

ڪم اچن، ڪارين مرچين وانگي داڻا ٿين، رنگ ڪارو، ذائقو ڪؤڙو، تيز، جلاب ۾ ڪم اچن.

● واوِڙِ ينڊُ: اسم خاص. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

— واوِڙِ ينڱُ: اسم خاص. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● واوَڪَرِ ۽ واوَڪَرِ (ڪ)؛ ذ. هارايل – ڪريل – هيٺ پيل. اجايو – فضول – بي قاعدي.

● واو نا ۽ واوَنائُون: ث. بدي مهيني جي وڏي پارس – بدِي مهني ۾ ١٢ تاريخ تي رکيل روزو.

● واوَنڊو ۽ واو نڊا: ذ. (سن. وايُو= واءُ). اونهاري جي موسم جي شروعات – پاڻيءَ جي چڙهڻ جا ڏينهن – بهاريءَ جي موسم – هوائن جي تبديل – ٿڏيون هوائون لڳڻ – واهوندا. واهه وهڻ – لهرون وهڻ – شاخون وهڻ.

● واوَٽِيءُ ۽ واٽِيئُونُ (ت)؛ ث. ڀوڪ – ڪيت – پني.

● واوو ۽ واوا (ڪ)؛ ذ. مٺائي ٺاهيندڙ – حلوائي.

● واوِيلا ۽ واوِيلا: ذ. (ع. واويلا). هاءِ – افسوس – ڪهوڙا. دانهون – رڙيون – فرياد – آهون – ورلاپ – رودن – روڄ راڙو – غم – افسوس – هاءِ هاءِ – ڪهوڙا ڪهوڙا.

— واوِيلا ڪَرڻُ؛ آهون دانهون ڪرڻ – ورلاپ ڪرڻ. افسوس ڪرڻ – هاءِ هاءِ ڪرڻ – ڪهوڙا ڪهوڙا ڪرڻ.

— واوِيلا ڪَرڻُ: آهون دانهون ڪرڻ – ورلاپ ڪرڻ – روڄ راڙو ڪرڻ – رودن ڪرڻ. افسوس ڪرڻ – هاءِ هاءِ ڪرڻ – ڪهوڙا ڪهوڙا ڪرڻ.

— واوِيلا مَچائِڻُ: شور ڪرڻ – رڙيون ڪرڻ – غلغلو ڪرڻ – غوغاءُ ڪرڻ – دانهون ڪرڻ – گوڙ ڪرڻ – هاءِ هاءِ ڪرڻ – ڪهوڙا ڪهوڙا ڪرڻ. جلدي ڪرڻ – تڪڙ ڪرڻ – تيزي ڪرڻ – ڌم مچائڻ.

● واوِيلِڙِيءُ (ت)؛ اسم خاص. ول جو هڪ قسم.

● واهُ ۽ واهَ؛ ذ. پلارو – آڇو – چوکو – آتم – آتَمُ – فائق – نهايت – عمدو – سهڻو – سريشٽُ. جس – آفرين – واڪاڻ – ساراهه – تحسين. ناموس. خوب. مدد. وات. واهه واهه – شاباس – آفرين. واهه جي، خاصي روءِ، رڳي.

● واهُ (ف): ندا. واڪاڻ ۽ آفرين جو لفظ – شاباس. چڱي. زه زه.

● واهَ ۽ واهَون؛ ث. (سن. وهُ = حاصل ڪرڻ). آپاءُ – رستو – بچاءُ.

— واهه واهه؛ آفرين – شاباس – جس. افسوس.

— واهه واهه ٿِيڻُ؛ ساراهه ٿيڻ – هاڪ ٿيڻ – ناموس ٿيڻ – واڪاڻ ٿيڻ – ڳهٽي هاڪ. شاباس ٿيڻ – تحسين ٿيڻ.

— واهه واهه پَئِجِي وڃَڻُ: گهڻي ساراهه – گهڻي ناموس ٿيڻ – گهڻي واڪاڻ – گهڻي هاڪ. شاباس ٿيڻ. انعام ملڻ – شرط کٽڻ.

— واهه واهه ڪَرڻُ: آفرين چوڻ – جس چوڻ – شاباس چوڻ. خوش ٿيڻ – راضي ٿيڻ – پسند اچڻ – دل کي وڻڻ.

● واهَ ۽ واهُونُ؛ ث. رستو – وات – ڪس – پنڌ – پيچرو – ڏگ. پاسو – طرف – سگهُ – سير. اوٽ – بچاءُ – رکيا – حفاظت – سَرن – سام – اجهو – آسرو – آڌار – پرجهلو. آڙَ – پناهه – پنارو – حمايت – مدد – وسيلو. وجهه – موقعو – ڏَت – سانگو – سٽو – ٽِڻ – سمجهه. وَل – وار – اوسر. آپاءُ – رستا – بچاءُ.

— واهَ پَئِڻُ: مدد ڪولڻ – سهائتا ڏيڻ – آسرو ڏيڻ – مدد ڪرڻ – وجهه ڏيڻ – آڌار ڏيڻ – پرجهلو ٿيڻ – بچاءُ ڪرڻ – پناهه ڏيڻ – حمايت ڪرڻ. موقعو ڏيڻ – ڏت ڏيڻ – ٽِڻ ڏيڻ. رستا پچڻ – واٽون وڃائڻ – حيلا وسيلا بند ڪرڻ – نقصان پهچائڻ – ضرر پهچائڻ – بنياد ڪيڏي ڇڏڻ – ناس ڪري ڇڏڻ – تباهه ڪري ڇڏڻ.

— واهَنِ ڪُٽو؛ رستا بند ٿيل – حيلا وسيلا بند ٿيل. نيا ڳو – ڪم بخت – ڇنبو – ايا ڳو – بدقسمت. لاچار – محتاج – ضعيف. رولو – لوفر – بدمعاش – اوباش – ڇڙوا ڳ. لاوارث.

- واهَڻ ڪَنِّيءُ: نِيا ڳي - چنڊي - بدبخت - اڀاڳڻ - نامراد - ڪم بخت. رولاڪ - بدمعاش - اوباش - چنال. بي ڌري - بي ٻچ - بي وارث.

- واهَہ وَٺَڻُ: پاسو وٺڻ - طرف وٺڻ - پرجهلو ٿيڻ - مددگار ٿيڻ - آڌار ٿيڻ - آڙ ٿيڻ.

- واهَہ وڃائِڻ: رستا بنداڻ - حيلا وسيلا رد ڪرائڻ - نا اميد ڪرائڻ - نراس ڪرائڻ - دڪداڻڪ ڪرائڻ. دوستن کي ڦيرائي دشمن ڪرائڻ.

- واهُونُ ڏِسَڻُ: جهوتون ڏيڻ - هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ - جهاتيون وجهڻ. ڪوششون ڪرڻ - حيلا وسيلا چانچڻ - رٿون رٿڻ. جاچ جونچ ڪرڻ - ڇچاڳاڇا ڪرڻ. خيال ڪرڻ - ڦيرا ڏيڻ - گهمرا ڏيڻ.

- واهُونُ ڳولَڻُ: رستا جالچڻ - اٽڪلون سوچڻ - تجويزون ڪرڻ - ڪوششون ڪرڻ - متا مونا هڻڻ - پهہ پچائڻ.

- واهُونُ وڃائِڻُ: رستا بند ڪرڻ - گهٽ گهيڙ بند ڪرڻ - پنڌ پيچرا ڇڏائڻ - نقصان پهچائڻ - ضرر پهچائڻ. امداد نہ ڏيڻ - مددگار نہ ٿيڻ. نابود ڪرڻ - تباهہ ڪرڻ - فنا ڪرڻ - چٽ ڪرڻ.

● واهِہ ۽ واهِيُونُ (ڪ)؛ ث. وڏو کوهہ - واءِ. ڇڙني پاڻيءَ جو کوهہ - وانءِ - وانهن - واهيون (قلندر جون) سيوهڻ اسٽيشن جي ڀرسان ڪن خاص کَنڌن جو نالو.

● واهُہ ۽ واهَہ: ذ. (سن. وهہ). ڪَڙيو - ڪئنال - واهہ - شاخ - واهڙ - نهر - هڙاڏو ڪنهن نديءَ مان ڪوٽايل شاخ. نارو. درياهہ جو ڦاٽ.

- واهَہ ڀَتَڻُ؛ وڏي ڪم ۾ نہ اٽڪڻ - ڪنهن ڏکئي ڪم کان نہ ڊڄڻ. بهادر ٿي بيهڻ - همت ڪرڻ - ڪيدي نہ ٿيڻ.

- واهُڙُ ۽ واهُڙَ؛ ذ. واهہ - ڪسي - ڪڙيو - شاخ - نهر - واٽر ڪورس. درياهہ مان نڪتل ڦاٽ ننڍو وهڪرو - ڦاٽ جو پاڻي، جو پاڻيءَ جي چاڙهہ وقت نهايت تکو هلندو آهي.

- واهُڙَ وهائِڻُ؛ غريبن جي مدد ڪرڻ - ڪنگالن جي امداد ڪرڻ - وڙ ڪرڻ - احسان ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ - ٿورو ڪرڻ.

- واهو ۽ واها؛ ذ. ننڍو واهہ - ڪڙيو - ڪسي - نهر - شاخ - واهڙ - ڪئنال - واٽر ڪورس - هڙاڏو ڪوٽيل شاخ.

- واهَہ وهائِڻُ: سخاوت ڪرڻ. خوش ڪرڻ - خلق جي خدمت چاڪري ڪرڻ.

- واهُہ وهَڻُ: واهن ۾ پاڻي پرجي اچڻ - نهرن ۾ پاڻي اچڻ - واهڙن ۾ پاڻي اچڻ - شاخن ۾ پاڻي اچڻ. تمام گهڻي سخا ڪرڻ - فيض عام ٿيڻ - جهجهي خيرات ڪرڻ - دان ڪرڻ - داني پُرش ٿيڻ.

- واهارو ۽ واهارا: ذ. واهرڪندڙ - مدد ڪندڙ - مددگار - حامي - همراهہ.

"وارثا واهارو، هاٿون سپ هيٺان ٿيا."

(مارئي - شاهہ)

● وهِبُ: ذ. (ع. وهب = هن بخشيو). بخشش ڏيندڙ - عطا ڪندڙ - روزي پهچائيندڙ - رزاق. مالڪ - والي - ڌڻي - الله - خدا.

● واهِہ پاڙِرو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● واهَت ۽ واهَتُون (ت)؛ ث. سنڀال ڪندڙ - راکو - نگهبان - ڪارائو - واهي - مدد ڪندڙ - رکپالي ڪندڙ.

- واهَتِيُ ۽ واهَتِيُ (ت): ث. سنڀاليندڙ - راکو - نگهبان - ڪارائو - واهي - مدد ڪندڙ.

● واهِتِيُ ۽ واهِتِيُونُ (ڪ): ث. ٻيل گاڏي وهائيندڙ - گاڏي هلائڻ وارو. گاڏير.

● واهَپَ ۽ واهَپَ: ث. (سن. وَهہ = وٺي هلڻ، سنڀالڻ). واهپو - واهپي - واهپي ڪرڻ - جاچ ڪرڻ - سنڀال ڪرڻ - نگهباني ڪرڻ واري حالت - رکپالي. نظرداري - چوڪسي - پهرو - سجاڳي - چوڪيداري. ڪاپو - رواج - استعمال - وهنوار - ڏيتي ليتي - لهہ وچڙ.

- واهپو؛ ذ. پهريداري - سنڀال.

- واهپيُ: ث. واهَپَ.

● واهِپو؛ ذ. هڪ ٻئي مان هلت چلت - هڪ ٻئي وٽ اچ وڃ جو قاعدو - راهہ رسم. ڏيتي ليتي - استعمال. ڪاپو.

● واهَرَ ۽ واهَرُون: ث. (سن. وَهَ = ڪوشش ڪرڻ) مدد - سهائتا - حمايت. اُميد - آسرو - آڌار - سهارو - ڏَڍُ - پرجهلو - حفاظت - اوٽ - بچاءُ - رکيا - سَرَن - پنارو - پناهه - آڙ. راهداري. همراهي - ڪمڪ - سموت. چال - چلگت جي پروڙ. واهرو - حامي - همراهه. سنيال.

- واهَرَ ٿِيڻُ: مدد ڪرڻ - پٺ پرائڻ - همت افزائي ڪرڻ - ٻانهن ٻيلي ٿي بيهڻ - همراهي ڪرائڻ. حمايت ڪرڻ.

- واهَرَپائِي: ث. حمايتي - مددگاري - آڌار - پرجهلائي - آڏ - اوٽ - بچاءُ - حفاظت - رکپالي. چوڪيداري - چوڪسي - نگهباني.

- واهَرَ پَلَڻُ: چورن جو، پويان ايندڙ پاڳين کي پوئتي موٽائڻ - ناڪام ڪرڻ. چوري ڪرڻ وقت ٻئي ساٿيءَ جو مالڪن تي نظرداري ڪرڻ.

- واهَرَ ڪَرَڻُ: مدد ڪرڻ - اوکي ويل مدد ڪرڻ - همراهي ڪرڻ. راهه ڏيکارڻ - رستو سمجهائڻ - تجويز ٻڌائڻ - رِٿَ ٻڌائڻ. مشڪل ڪم مان ٻئي کي پار پهچائڻ.

- واهَرَ وَسيلو: حامي - مددگار - آجهو - آڌار - پشت پناهه - آسرو - سهارو. معاون - مدد ڪندڙ - ٽيڪو ڏيندڙ.

- واهَرُو ۽ واهَرُو: ذ: مددي - همراهه - ساٿي - رکيڪ - سرپرست هئڻ.

- واهَرُو ٿِيڻُ: مددگار ٿيڻ - ساٿي ٿيڻ - همراهه ٿيڻ - راکو ٿيڻ - سرپرست.

● واهَڙُ: ذ. (سن. وَهَ = وهڻ) واهڻ. ڍورو. ڍنڍ. نهر. نديءَ جي آها شاخ جا نديءَ مان نڪري وري اچي ان ۾ شامل ٿئي.

- واهَڙو: ذ. واهَڙُ.

● واهَ ڪاهِي: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واهَ ڪُرو: (سن. وَهُ = وني هلڻ + ورو) سکن ۾ گُروءَ کي ياد ڪرڻ جو نعرو. واهين جو ڏني تعاليٰ لاءِ پاڪ نالو - هندو قوم جو پڳوان لاءِ پاڪ نالو. سک قوم جي گُروءَ يا مرشد جو هڪ لقب - خطاب. پرميشر.

● واهِلُ ۽ واهِلَ (ٽ): ذ. اک جي مٿين پردي (ڇپر) اندران ڳوڙهو پيدا ٿيل.

● واهَلُو ۽ واهَلا (ٽ): ذ. پينارو - لاڏلو - لاڪلي - ناز پليو - سڪيلڏو.

● واهَلُو ۽ واهَلا: ذ. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم.

● واهَ مِسِتِرِي: اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واهِمَه: (ع. وهم) وهم يا شڪ جي قوت - گمان - سنسو - ڀرم.

- واهِمِي: صفت. وهموارو - ڳڻتي خور. شڪ ڪندڙ.

● واهَ نَبِي بَخشُ: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واهَنُدو ۽ واهَنُدا (ڪ): ذ. (سن. وايُ = واءُ) واءُ لڳڻ جي موسم. آتر - آلهندي جو واءُ. موسم بهار. گرم موسم جي شروعات - هوائن لڳڻ جي مُند - آلهندي واري هوا. ٿورو مينهن - برسات پوڻ جي شروعات. پاڻيءَ وهڻ جي شروعات. سياري جي پڇاڙيءَ ۽ خاتمي وقت، ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهه جي هوا. (ث). واهنديون. (ل)

- واهَنُدو نِڪِرَڻُ: ٻيڙيءَ جو پاڻي نڪرڻ.

● واهَڻُ ۽ واهَڻَ: ذ. (سن. ووهٽ. وَهَنُ = ٻيڙو) ٻيڙو - غوراب - وڏي ٻيڙي - بار کڻندڙ ٻيڙي - ڪشتي. پاڻيءَ تي ترندڙ ٻيڙيءَ جهڙي ڪاهه شيءِ. (سن. وَسُ = رهڻ) ڳوٺ - ڳوٺڙو - بستي - وَسِي - وَسِين - ٻهراڙي - وسندي - واندي - ننگر - ديهه. (سن. وَهه = وهڻ) واهه - شاخ - ڪڙيو - نهر - واٽرڪورس - آڏ. وڏو واهه - ڪئنال - ندي - درياءُ. ڪاڏي - بڪي. (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو.

- واهِڻائِي ۽ واهِڻائِيُون: ث. واهڻي - ڳوٺائي - ڳوٺاڻو - دهقاني - ڪامريو - ٻهراڙيءَ جو - واهڻ جو - گنوار - ويڙهيچو - اناڙي.

- واهِڻُ وِلوڙَڻُ: ڇڳيءَ طرح ڳولا ڪرڻ - جانچ جونچ ڪرڻ - جستجوءَ ڪرڻ - ڪوشش

ڪرڻ - محنت ڪرڻ - آدم ڪرڻ - حيلا هلائڻ. طاقت هلائڻ - زور هلائڻ - ٻلوالي ڪرڻ.

- واهڻَ وو ڙَڻُ: کوٽ کولڻ - ٻستي کولڻ - وانڍ کولڻ - ٻهراڙي کولڻ - وسين کولڻ.

- واهيٺيُ ۽ واهيٺيون: ث. دهقاني - ڳوٺاڻو - ٻهراڙيءَ وارو - وسينءَ وارو - واهٺائي.

- واهيٺياري ۽ واهيٺياريون (ڪ): ث. ڳوٺائي - ٻهراڙيءَ واري - وسينءَ واري.

● واهڻُ: مصدر. (سن. وَهَ = ڍوئڻ) هلائڻ - ڪاهڻ - ڪم وٺڻ - محنت ڪرائڻ. گهڻو ڪم ڪرائڻ - سخت ڪم ڪرڻ - چڱيءَ طرح ڪم وٺڻ - گهڻو پورهيو وٺڻ. (وهايو - وهائيندو - وهائيل).

● واهوُ: اسم خاص. (سن. وَنيئونڻَ) آنن جو چارو. ول جو هڪ قسم، هيءَ گاهه سائي رنگ جو ٿئي، زمين تي ٻکوڙيل ٿئي، ٻن لُوڻڪ جي ٻن جهڙا ٿين ۽ هن گاهه کي آڪ ۽ ٻکريون کائين. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم، جو دوائن جي ڪم اچي. (سن. وَهه = وهڻ) وڏي واهي - واهه.

- واهوُ ٻيارڻُ: ذ. ٻڇڙي حالت ڪرڻ - حد کان وڌيڪ لاچار ڪرڻ - عقوبت ڪرڻ - بي عزت ڪرڻ - عزت وڃڻ (ٻئي جي سامهون). دولاب ۾ آڻڻ - ڦندي ۾ ڦاسائڻ - ٻئي کي دربدر ڪرڻ - ٻئي کي هلاڪ ڪرڻ - ٻئي کي تڪليف ۾ وجهڻ. زهر پيئڻ.

- واهوُ پيئڻُ: زهر پيئڻ - لاچار مات ڪرڻ - اڻ مرنديءَ کان مات ڪرڻ - نقصان ڪائڻ - ٽوٽو ڀرائڻ.

- واهوُ ڏيڻُ: ڌڪ ڪيڏڻ - ڇيهو ڏيڻ - نقصان ڏيڻ - ٽوٽو وجهڻ. اميد ڏيکاري نا اميد ڪرڻ - ويساهه ڏيئي ٺڳي ڪرڻ - دولاب ڪرڻ.

● واهُو ۽ واهُو (ڪ): ذ. رحمتي تان ويندڙ ماڻهو - لنگهي ويل ماڻهو. واهر ڪندڙ - مدد ڪندڙ - عوام جو همدرد - غريب جو هڏ ڏوکي - سخي - رحم دل - ٻاجهه وارو - قياس وارو. سائي - ٻانهن ٻيلي. وهندڙ - جاري - هلندڙ.

- واهُو ٽيئڻُ: لنگهڻ. پڄڻ - روانو ٿيڻ - هلڻ.

- واهُو ٿيُ وڃڻُ: ڀڄي وڃڻ - گم ٿي وڃڻ - غائب ٿي وڃڻ - الوپ ٿي وڃڻ - روانو ٿي وڃڻ - هليو وڃڻ - اوچتو وڃڻ.

● واهُوڪُ ۽ واهُوڪَ (ڪ): ذ. ٽيپو ٽيپو ٿي وهندڙ - ڦُڙو ڦُڙو ٿي وهندڙ - قطرو قطرو ٿي وهندڙ - سيمو ڪندڙ - ٽمندڙ - ڳڙندڙ - سولائيءَ سان ڳڙندڙ.

● واهُو ڳاهُو هڄڻُ: ڳالهه مڃيندڙ - ڪَسُ ڪائيندڙ - ٽوٽ سهندڙ - نقصان سهندڙ - ڪنهن ڳالهه تي اچڻ - امنا تمنا ڪرڻ - قبوليت ڪرڻ - حامي ڀرڻ - هائوڪار ڪرڻ.

● واهُوچو ۽ واهُوچا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● واهولوُ ۽ واهولا: ذ. (سن. واسِه) واڍڪي ڪم جي اوزار جو هڪ قسم. ڪاٺ گهڙڻ ۽ ڇلڻ جو هڪ اوزار - ٻسولا - منڪو.

- واهوليُ ۽ واهوليون: ث. واڍن جي ڪم جو اوزار.

● واهُوندوُ ۽ واهُوندا: ذ. (سن. وايُ = واءُ) وانوندو - اونهاري جي موسم جي شروعات - پاڻيءَ جو واهن ۾ اچڻ - واهن جي تبديل (ڏکڻ اولهه واريون) هوائون لڳڻ - برسات جي شروعات جي موسم.

● واهُونڱا ۽ واهُونڱا (ٿ): ذ. برسات جي وقت پاڻيءَ جا سنها وهڪرا.

● واهِيُ ۽ واهِيون: ث. (سن. وَهَ = وهڻ) ڪَسِي - شاخ - ننڍي نالي - پاڻيءَ جي آڏ - ننڍڙو ڇٽو - پاڻيءَ جو ننڍو حوض. (ٿ - ل). چوڪيدار - راکو - رکيڪ - جاڳر - ڪارائو. نگهبان - حفاظت ڪندڙ - سنڀاليندڙ - واهپ ڪندڙ - پهرو ڏيندڙ. سست - ضعيف - ڏُٻرو - ڪمزور - بيهمت. پوکڙي - پکڙن پڄڻ وارو. شڪاريءَ جو دام (سهي وغيره کي ٻن ڏانهن آماڻڻ لاءِ واهي تي ويهڻ).

"واهِي جو ٽاهيل آهين يا اوٺي جو"؟

- واهيارو ۽ واهيارا (ڪ): ذ. راڪو - رکوال - رکپال - نگهبان - چوڪيدار - ڪارائو - پهريدار - سنڀاليندڙ - حفاظت ڪندڙ - واهپ ڪندڙ - واهي.
- واهيت ۽ واهيت (ڪ): ذ. جاسوسي - چؤڪسي - چارهو - نگهباني - واهپو - راڪو - رکوال - نگهبان.
- واهي تلاهي ٿيڻ: مدد ڪرڻ - همراهي ڪرڻ - واهر ڪرڻ. دلداري ڏيڻ - غمخواري ڪرڻ - ڏک سک ڀائي ٿيڻ.
- واهيتر ۽ واهيتر: ذ. راڪو - رکوال - رکپال - نگهبان - چوڪيدار - پهريدار - جاڳر - رکيڪ.
● واهيات ۽ واهيات: ذ. (ع. واهي = بي بنياد). بيهودائي - بيهودگي - بڪواتي - بيهود و بڪوات.
- واهيات ثابت ڪرڻ: بيهود و ظاهر ڪرڻ.
- واهياتي ۽ واهياتي: ذ. بي بنياد - بيهود و پوراو - خشڪي - روائتو - ريچڪي - لهري - ترنگي - وهمي - من مؤجي - خام خيالاتي. عبث - کل جهڙو - بعيد العقل - انهوني.
- واهيت ۽ واهيتون: ث. واهپو - رواج - رستو - دستور - رسم - ڏيتي ليتي - لهه وچڙ - واهپو.
● واهيپو ۽ واهيپا: ذ. واسطو - تعلق - لاڳاپو - ڳانڍاپو - ميل.
● واهيو ۽ واهيا (ڪ): ذ. پوکيو.
● واهيرو ۽ واهيرا: ذ. (سن. واس + رو < وس = رهڻ). آکيري ۾ پکين جي ويهڻ جو وقت. آرام جي جاءِ - آکيرو - پکين جي رهڻ جي جاءِ. آهيرو - آڏو. لاڳاپو - تعلقات - ڳانڍاپو - استعمال. رواج - رسم. دوستي.
- واهيرو ڪرڻ: رات جو ويهڻ لاءِ اچڻ - رهڻ جي جاءِ ٺاهڻ - رات جو ٽترن جو آرامي ٿيڻ.
- واهيري جي ويرَ: (پکين جو) آرام ڳاهه يا آهيري ۾ وڃڻ جو وقت - سانجهي - شام - سنجها - نماشام. آرام ڪرڻ جو وقت.
- واهيري جي ويل: سانجهيءَ جو وقت - نماشام - سنجها - اتي پارڻ جو وقت - پکين جو آرامي ٿيڻ جو وقت.
● واهي پانڊي: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واهي ڏنو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واهي گل خان: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واهي مبارڪ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واهي گهوٽو: اسم خاص تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واهي مجيد: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● واءِ ۽ وايون: ذ. (سن. واب). ڪوهه - ننڍي ڪوهي. ڪاٺ مان ٺهيل ڪوهه جو قسم. ڍورو جنهن ۾ هميشه پاڻي بيٺل هجي (ع). هاءِ - افسوس - ڏک - غم - سور ۾ افسوس - هاءِ هاءِ - توبه - ٿو ٿو - ڇي ڇي. ڇيٽ - حيف. (ف. واهه). چڱو - واهه. (سن). واڻي - ٻولي.
- واءِ واءِ ۽ واءِ واءِ: ث. هاءِ هاءِ - افسوس - ڏک - غم - رنج - سور - ڏک جو آواز.
- واءِ واءِ ٿيڻ: گهوڙا گهوڙا ٿيڻ - افسوس ٿيڻ - هاءِ هاءِ ٿيڻ - هل هلجي وڃڻ - کُلي پوڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.
- وائويلا ۽ وائيويلائون: ث. واويلا - دانهون - آهون - ورلاپ - روڏن - روڄ راڙو - ماتم - افسوس - هاءِ گهوڙا. هاءِ هاءِ - ڏک - رنج - سور - غم.
● واءُ ۽ واءَ: ذ. (سن وايُ = واءُ). هلندڙ هوا - پوڻ - هوا - واهوندو - باد. تيز هوا - هير. سخت هوا - ڏاڍي هوا - واچ - طوفان. وڏاءُ - هٺ. بادي - ٽٽ. وهم - سنسو - خيال. (سن. وايو). وائي سور - سنڌن جو سُڪڻ. چوپائي مال جي هڪ بيماريءَ جو قسم. هن بيماريءَ ۾ ٻڪريءَ جون ٽنگون سُڪنديون آهن، اٺ جون ۽ ٽنگون ۽ ڪنڌ

–ڪي پوي. (وڃڻ جو امر). وئون – وڃ.
(ف. واه). چڱو – واه واه.

– واءُ پَرِ ڪَنڊِيءَ: هوا جي رُخ ڏيکارڻ لاءِ لوهي چادر مان ٺهيل پکي (جو ڪنهن مناري تي ڪُتل هجي). باد نما – مرغ باد نما – واءُ پرکٹو ڪُڪڙ.

● وائِجَڻُ: مصدر. واءُ لڳڻ – هوا لڳڻ – واچ لڳڻ – طوفان لڳڻ. صاف ٿيڻ – چنبڙ جڻ – چڙ جڻ، پڌرو ٿيڻ – ظاهر ٿيڻ – چٽو ٿيڻ.

● واءُ جِيءَ ٿَڪورَ: ڪنهن کي بادي گيس ٿيڻ. بيماريءَ جو هڪ قسم، جو مال وغيره کي ٿئي.

– واءُ ڇڏَڻُ: ڪجهه ڏرڻ – ڪا شيءِ ڦاٽڻ – (پيٽ ۾) ڦوٽ پوڻ – خال پوڻ. ڪنڊر پوڻ. رِيحُ خارج ٿيڻ – ٽِيٽِ اچڻ – ڦُوس اچڻ.

– واءُ سُنَاءُ: خبرچار – سُڌ سماءُ – ڳالهه ٻولهه – گفتگو.

– واءُ سَنَاءُ لَهڻُ: خبرچار وٺڻ – سُڌ سماچار وٺڻ – حال احوال وٺڻ – تازي خبرچار هٿ ڪرڻ.

– واءُ شِگافُ ٿيڻ: ظاهر ٿيڻ – پڌرو ٿيڻ. رعيت يا عام ماڻهو ٿيڻ – ماڻهن سان ملي وڃڻ.

– واءُ ڪَارو: بيماريءَ جو هڪ قسم، اڪثر چوپائي مال کي ٿئي، هن ۾ ٿڙڪڻي، ڏڪڻي ٿئي، علاج: ڪن وٽان سير چوڙڻ يا نڪ وٽان سير چوڙڻ آهي.

– واءُ ڪَيڊَڻُ: مانيءَ کي ٿئي تي پچڻ سان واءُ ڀرجڻ ڪري ٿڦيءَ مان ٿورو اٿلائڻ. اجايا ڊيڪ ڇڏڻ – واهيات ڳالهائڻ – ڪن مان ڪپهه ڪڍي ڇڏڻ – بي فضيلتو ڳالهائڻ – ادلگو ڳالهائڻ – متوجه ڪرڻ – سنئين نموني تي آڻڻ – سڌي راه تي آڻڻ – سواري جڏڻ.

– واءُ کي پُٺِ ڏِيڻُ: وقت کي سلام ڪرڻ – حال پٽاندر هلت ڪرڻ – زماني ساز ٿيڻ – هڪجهڙو ٿي وڃڻ.

– واءُ لَڳَڻُ: ٻئي سان برابري ڪرڻ – ريس ڪرڻ – ٻئي جهڙو پاڻ کي سمجهڻ. خراب سنگت ۾ اچڻ – بچڙيون عادتون ڪرڻ – بدراه ٿيڻ – بد پيشو ڪرڻ.

– واءُ مِيڻُهَنُ ڪَنڌُو اچَڻ: تيز اچڻ – تکڙو اچڻ – جلدائي ڪرڻ – تکڙائي ڪرڻ – تکائي ڏيکارڻ – تيزائي ڏيکارڻ – چوهائي ڏيکارڻ – هوشياري ڏيکارڻ – قابليت ڏيکارڻ.

– واءُ وِڪِرِ: صفت. پکڙيل. رُلندڙ. ناامِيد. نقصان نہ ڪندڙ.

– وائِيندِي: آڌامندڙ – وائيندي خبر.

– وائِيندِي تي چِڄَ ڏيڻ: ڪنهن جي مرضي يا راءِ موجب گفتگو ڪرڻ.

– وائِينديُون وايُونُ: بين جي واتان پڌل ڳالهيون – اڻ تصديق ٿيل ڳالهيون – افواه – ڪوڙيون خبرون – مٿاڇريون خبرون – زٽ شٽ – داڙون – ٻٽاڪون – ڳالهه جو اجايو واڌارو – ڪوڙو ڦهلاءُ – مبالغ آميز خبرون.

– واءُ نِڪرَڻُ: ڳالهه پڌري ٿي پوڻ – ظاهر ٿي پوڻ – کُلي پوڻ – عالم آشڪار ٿي پوڻ.

– واءُ وَڃڻُ: هٿ ڇڏي وڃڻ – متو پٺ سان لڳڻ – پشيمان ٿيڻ – پڇتائڻ. "ڳهاءُ پيس واءُ ويس."

– واءُ وَرَڻُ: ڦَهلَڻُ (بيماريءَ وغيره) – پکڙجڻ – وکوڙجڻ – وَرتَڻُ – چالو هئڻ – هلڻ – مند جو واءُ لڳڻ – ڦير و اچڻ – نوان خيال پيدا ٿيڻ. عام ٿيڻ – ظاهر ٿيڻ – چِٽو ٿيڻ. عام جام ٿيڻ.

– وائِيڙو ۽ وائِيڙا (ث): ذ. جهيڻو واءُ – ٿورو واءُ – هلڪو واءُ.

● وائُٽَڻُ: مصدر. جاچڻ – ڳولڻ – کوجڻ – دريافت ڪرڻ – پُڇڻ – ڏورڻ. ڦولڻ – ٽٽولڻ – ڍونڍڻ – تلاش ڪرڻ – جاچنا ڪرڻ. (وائٽيو – وائِيٽيندو – وائٽيل).

– وائُٽَ ۽ وائُٽَ (ل): ث. جاچ – خبر – کوج – پُڇا – دريافت – ڦول – ڍونڍ – تلاش – ڳول.

● وائُٽَڻُ: مصدر: کوجڻ – پڇڻ – ڏورڻ – جاچڻ – جاچ ڪرڻ – دريافت ڪرڻ – پڇا ڳاڇا ڪرڻ – تلاش ڪرڻ – ڍونڍڻ – ڦولڻ – ٽٽولڻ – ڳولڻ – ڳولا ڪرڻ.

– وائُٽُ ۽ وائُٽَ: ذ. گپ شپ – ٽِٽ شٽ – هَوَرُ – لباڙ – داڙ – خبرچار – ڳولا – تلاش – جاچ – ڍونڍ – ٽٽول – کوج – ڦول – جستجو.

- واءُ پتشُب؛ ذ. ھي ڪپھہ جي کوڳڙڻ وانگي، چوڙا ڪاري رنگ جا ٿين. پساري ۽ ڪر جو ھڪ قسم، دوائن جي ڪم اچي.

● وائِرُ ۽ وائِرَ (ڪ)؛ ذ. موڳو - بي سمجھ - بي وقوف - نادان - ناسمجھ - ناتوان. بي طاقت - ڪمزور - ڏٻرو - ھيڻو - ضعيف - لاچار - بي حال.

● وائُرَڻُ: مصدر. (سن. وايُ = واءُ) ھوا ڏيڻ - ھوا ۾ رکڻ - اَنُ صاف ڪرڻ - ھوا تي اَنُ صاف ڪرڻ - واءُ ڪرڻ - اُڏڻ - اُڏِرڻ - راتڻ ڪي اڇو ڪرڻ - اُپڻ - ڇاڻڻ - ڇانٽ ڪرڻ - ڪوڙ ڪي سچ کان جدا ڪرڻ يا الڳ ڪرڻ. ڇنڊڻ.

- وائُرَ ۽ وائُرُون؛ ذ. ھوا سان اَنُ صاف ڪرڻ جي حالت - اُڏڻ - ڇانٽ - ڇنڊ - اُپڻ - صاف.

- وائُرائِڻُ: مصدر. ھوا ڏيارڻ - ھوا ۾ رکائڻ - ڇنڊائڻ - ٻئي کان ھوا تي اَنُ صاف ڪرائڻ - اُپائڻ - ڇاڻائڻ - ڇانٽائڻ - اُڏائڻ.

- وائُرَ ڪَرَڻُ: ڇڄ ڏيڻ - صاف ڪرڻ - ڇنڊ ڪرڻ - ڇانٽ ڪرڻ - الڳ ڪرڻ.

- وائِروُ ۽ وائِرا: ذ. اک جو عارضي مرض - آٿيل اک کي واءُ لڳڻ سبب اک ۾ ٿوري اڇاڻ ٿيڻ - اک آٿڻ وقت اک ۾ اڇو ننڍو داغ ٿي پوڻ - اک ۾ ڦُلو ٿيڻ.

● وائِڙوُ ۽ وائِڙا؛ ذ. (سن. وايُ = وائي) موڳو - منجھيل - موڙھل - بي وقوف - ڪم ذھن - بي عقل - مورک - مت ھيڻ - ڳھيلو - ٻڏڪو - ٻوڪ - نڌڻ - موڳو مٺر - آٿاسو - اَڏايو - جاھل - ڪُنُڌ - جڙ. حيرت زدو - حيران - پريشان - وِسو. توائِي. بي طاقت - ھيڻو - ڏٻرو - ڪمزور - ضعيف - نستو.

- وائِڙائِي ۽ وائِڙايُون: ذ. موڳائي - ڳھيلائي - مورکائي - ٻوڪائي - ڪُنڌائي - جاھلي - آپاڻڪائي - ٻسَ - ٻُست.

- وائِڙوُ ٿِيُ وَڃَڻُ: مُنجھي پوڻ - حيرت ۾ پئجي وڃڻ. موڳو ٿي پوڻ - موڙھل ھنجڻ.

● وائِسترُ ۽ وائِسترَ؛ ذ. مشين جو پُرزو. عقل - ھوش - سمجھ - ذھن. حوصلا - ماشا - حواس.

- وائِستَرَ ڦِرِيُ وَڃَڻُ: ڪنھن مشين جا پُرزا ڊِرا ٿي پوڻ واري حالت - ڪِھِرڪھِلو ٿي پوڻ - ويڪرو ٿي پوڻ - ڪُشادو ٿي پوڻ. حوصلا ڦري وڃڻ - ھوش گم ٿي وڃڻ - عقل چٽ ٿي وڃڻ - حواس خطا ٿي وڃڻ.

- وائُسِروُ ۽ وائُسِرا؛ ذ. واءُ جي مٿ مٿ - ڇُوايو - واءُ جي ڦيرگھير. بيماري پيدا ڪندڙ واءُ جي ڦيرگھير. ھوادار - ڪشادو - ويڪرو - وڏو.

● وائِڪُ ۽ وائِڪَ (ت): ذ. خط - رقعو - نوتو. ڪوٺ جو سڏ - دعوت نامو - نينڍ.

● وائُڪَ ۽ وائُڪُون: ث. ھوا - واءُ - ھير. پاسي کان لنگھندڙ شيء جي ھوا لڳڻ.

● وائُڪائِڻُ: مصدر. وائکو ڪرڻ - سُڪائڻ - ھوا تي رکڻ - وائسولو ڪرڻ. خلاصگي - ڪشادگي - ويڪرائي. (وائڪايو - وائڪائيندو - وائڪايل).

- وائُڪائِي ۽ وائُڪايُون: ث. ھوا ۾ رھڻ جي حالت - خلاصگي. عمدي ھوا - کليل ھوا - ھوا واري جاء - تازي ھوا - سٺي ھوا. ڪشادگي - خلاصگي. وائڪگي.

- وائُڪِجَڻُ: واءُ ۾ رکجڻ. وائکو ٿيڻ - ھوادار ٿيڻ - سُڪڻ.

- وائُڪوُ ۽ وائُڪا: ذ. ھوا ڏنل - ھوا وارو - واءُ تي رکيل - واءُ وارو - ھوادار - کُليو - کُليل. ٿورو سُڪل. وڏو - خلاصو - ڪشادو - ويڪرو - سوڪرو ڪري رکڻ. ڇِڊو - ھاڪو. پڌرو. اھو گھر، جنھن ۾ ھوا ۽ سج جي روشنائي جام ھجي.

- وائُڪوُ ٿِيَڻُ: ھوا کائڻ. ھوا ۾ وڃڻ. کُليل ھئڻ - سُڪڻ - صاف ٿيڻ - ھوادار ٿيڻ. جنجل جھڳڙي کان دور ٿيڻ. دور ويھڻ. ھليو وڃڻ.

- وائُڪوُ ڪَرَڻُ: ھوا ۾ رکڻ - واءُ ۾ رکڻ - ھوا کائڻ. ھوا ۾ وڃڻ. ظاھر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - کولي ڇڏڻ - کليل رکڻ.

— واڻـڪو ڪهـمَڻُ: بيڪار ڪهڻ - نڪمو ڪهڻ - بـي ڪمو هلڻ - ڇڊو ڪهڻ - ٿورو ڪهڻ - ڪڏهن ڪڏهن هلڻ.

— واڻـڪِـيُ يا واڻـڪِـيُون: ث. ڇڊي - ٻـُڪري - ڦـڪـِري - خلاصي - ويڪري - وڏي.

— واڻـُڪيرو يا واڻـُڪيرا: ذ. ٿورو ٻري - ٻرپرو - خلاصو - هلڪو - ويڪرو - ڪشادو.

— واڻـُڪِيُ ڪـَـنڊيُ: ث. مٽي ڪان مٿيرا وريل سـِڱ.

● وائـِلُ: ذ. (انگ). ڪپڙي جو هڪ قسم.

● وائـُلَ يا وائـُلـُون: ث. (سن. وايـُ = واءُ). هوا جي ڪري فصل جي سنگن جي ڪـِري پوڻ واري حالت: مخالف واءُ لـڳڻ ڪري سنگ جو خالي ٿـي وڃڻ. واءُ جـو اثر. فصل جـو ساڙ - رتـِيُ - مهلو. پاروٿائي. بـي حسي - بـي هوشي - ڪنراڻي - خشڪي - هذر - هذيان. سرسام. گهوڙي جي گوڏي واري سنڌ ۾ ٿيندڙ بيماريءَ جو هڪ قسم. (ذ). ڪپڙي جو هڪ قسم.

● وائـُلـِجَڻُ: مصدر. واءُ جي جهٽڪي ۾ اچڻ - هوا ڪان لڪايل شيءِ جـو ڪـلي پـوڻ. وڦلجڻ - وائـڪجڻ - جـٽـڪـڻ - ڪجڻ - رڙڻ - ڦـاٿـڻ. وڃـسڻ - گد گد ٿيڻ. بيمار ٿيڻ - (گهوڙي جـي گوڏن جـو خراب ٿيڻ) - بي هوش ٿيڻ. سرسام جـي اثر هيٺ اچڻ. فصل جو هوا جي ڪري خراب ٿيڻ. فصل جو سڙي وڃڻ. پاروٿو ٿيڻ. ڪاڏي جـو پاروٿو ٿي وڃڻ ڪري هوا پيدا ڪرڻ. (ڦرڙيءَ جـو) هوا لـڳڻ ڪري زهريلو ٿيڻ. هـوا لـڳڻ ڪري بيماريءَ تـي خراب اثـر پـوڻ. واءِ شـڪاف ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ. (وائـليو - وائـليندو - وائـليل).

— وائـُلـِجـِيُ وڃـَڻُ: ڳالهه پڌري ٿـي پوڻ - ظاهر ٿي پوڻ - ڪـُـلي پوڻ.

● وائـُلـَڻُ: مصدر. (سن. وايـُ = واءُ). هوا لـڳڻ - واءِ لـڳڻ. ڪـُـلڻ - پڌرو ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ. بيمار ڪرڻ. (وائـليو - وائـليندو - وائـليل).

● وائـِلو يا وائـِلا: ذ. واڍڪي ڪم جي اوزار جو هڪ قسم - واهلو - ڪاٺ گهڙڻ جي اوزار جو هڪ قسم.

● وائـُنـُـٿ يا وائـُنـُـٿيـُون: ث. خـبـر - سـُڌ - سماچار.

● وائـِڻُ: مصدر. (سن. وايـُ = واءُ). هوا ڏيڻ - واءِ هڻڻ - واءُ ڪرڻ. وڄـڻـو هڻڻ - تنوارڻ. آواز ڪرڻ. وڄائڻ. ڳـڻڻ. (وائيو - وائيندو - وائيل).

— وائو يا وائا: ذ. (سن. واڪ. پرا = وايا). ذڪر - بيان - ڳالهه ٻولهه - چوٻول - گفتگو. حالت - حـال (عمومي حال، جـو سڄي ملڪ وارن ماڻهن تي اثرانداز ٿئي).

● وائُور يا وائُورَ (ٿ): ذ. طوفان - هوا - واءُ - واچ - ڏاڍو واءُ - تيز واءُ.

● وائوريُ (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وائوڙ يا وائوڙَ (ٿ): ذ. طوفان - واچ - هوا - تيز هوا - ڏاڍو واءُ.

● واءِ وِڙِنـڪ: اسم خاص. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● وائوڙيا (ٿ): اسم خاص. ميگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● واءِ وِڪـِيرِ يا واءِ وِڪـِيرَ: ذ. ٻـڪـڙيـل - ڇڙو ڪڙ - ڪٿو ڪٿو - تتروتر - اسٽ وسٽ. اجايو - واهيات - تـوائـي - آوارو - رمتو - رلندڙ - نـا اميد - مايوس.

— واءِ وِڪـِيرَ ڪـَرَڻُ: ڇڙوڇڙ ڪرڻ - ٻکيڙي ڇڏڻ - اسٽ وسٽ ڪرڻ - تتروتر ڪرڻ - ڪٿو ڪٿو ڪرڻ - وکيرڻ. اجايو وڃائڻ - ضايع ڪرڻ - ڦوڪي ڇڏڻ.

— وائـُوڪو يا وائوڪا: سڪايل - ڇڊو - هوادار - خلاصو - ڪشادو.

● وائـُون: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● واءِ وِيلا: ث. (ف). واويلا. ماتم.

● وائـِيُ يا وائـِيُون: ث. (پرا. وئا. سن. وايہ < واجا = واءِ). بادِ - وائي بادي. باديءَ جي وڌڻ ڪري بيهوشي - سنڌن جو سور. بادي - واءُ - ريح. وائي سور. عـادت - پـر - حال - چال - هير - ورد - خصلت - روش - خراب عادت. (سن. وائي). ڳالهه - ٻاڪو - ڪهڻي - چـوڻـي - چـوڻ - سخن - عـادت. خراب عادت - علت. ڪلام. ڪافي - راڳ - وائي.

(جنهن جو شاهه عبداللطيف موجد آهي، جن ڪي هرهڪ فصل يا مضمون جي پڇاڙيءَ ۾ ڏجي). سُرسلو - وارتا - تقرير. چؤوت - چؤپچو - چؤ ٻول - سُنيدي - ڳالهه - ذڪر. آواز - ٻولي - پڙڪو. آچار - اچار.

"رُئان راتو ڏينهن، جنن انجي وائِي ۾ ور گهٽا" (ڪلياڻ - شاهه).

(صفت). وائي جو اثر ڪندڙ - وائي پيدا ڪندڙ - ٻادي.

= وائِيءُ آنو ۽ وائِيءُ آنا: ث. بيڪار شيءِ - بي بنياد ڳالهه - اجائي ڳوات. ڪُڪڙ جي ٻُڪڻ کان سواءِ ٻي مادي ڪُڪِڙ آنا لاهي.

= وائِيءُ آنو ڏِيَڻُ: ڪوڙ هڻڻ - بي بنياد ڳالهه ڪرڻ. واهيات ٻڪڻ - اجايو ڪشو ٻڌڻ.

= وائِيءُ ٻادِيُ: وائيءَ جي بيماري - اجايو ڳالهائڻ - بي مطلب ٻَڪَ. خراب ڳالهه - اجائي ٻڪوات - ٻڪواس - ڊاڙ - لباڙ - بي بنياد ڪشو. ناڪاميابي. (ل).

= وائِيءُ بادِيءُ ڳالهِيُون: اجايون سجايون ڳالهيون - بيهوديون ڳالهيون - بيڪار ڳالهيون - بنا اعتبار واريون ڳالهيون. مڪربازيءَ واريون ڳالهيون.

= وائِيءُ بادِيءُ ڳالهِيُون ڪَرَڻُ: اجائي سجائي ٻَڪَ ڪرڻ - بي بنياد ڳالهه ڪرڻ - اعتبار کان سواءِ ڳالهه ڪرڻ - اجائي ڍنگ بازي ڪرڻ.

= وائِيءُ بَنْدُ ٿِيَڻُ: زبان ڳالهائڻ کان بند ٿي وڃڻ - ڳالهائڻ جي طاقت نه هجڻ - انسان جي آخري منزل - گهٽ گهٽجي وڃڻ - آواز نه نڪرڻ - ٿورو به پڙڪو نه نڪرڻ - سڪرات جو وقت.

= وائِيءُ چِتَرُ هُئَڻُ: موڳو ٿيڻ - بي سمجهه ٿيڻ - بي عقل ٿيڻ - ڪُند ٿيڻ - ڪُند ذهن ٿيڻ.

= وائِيءُ ٻَوَڻُ (ڪ): ڏند ڏيڻ - (زباني) جهيڙو ڪرڻ - وڙهڻ - تون چا تون چا ڪرڻ - هڪٻئي کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ - تڪرار ڪرڻ. آواز بند ٿي وڃڻ - گهٽ گهٽجي پوڻ. زبان درازي ڪرڻ.

= وائِيءُ پيا: وات پيا - سخن ڳالهايائون - تڪرار ڪيائون - زباني جهڳڙا.

"ويچن سان وائي پِٺا ڪِري نه ڪيائون" (يمن ڪلياڻ - شاهه).

= وائِيءُ جوءُ وَرُ لَهڻُ: ڳالهه جو ڳُڻ سمجهڻ - ڳالهه جو وَرُ يا وَٽُ سمجهڻ - ڳالهه جو ڳُجهه معلوم ڪرڻ - راز پروڙڻ - گفتگو جي رمز سمجهڻ.

= وائِيءُ سَنْوائِيُ: چڱي ڳالهه - چڱو قؤل - چڱو ٻول - سُٺي گفتگو - مٺي وائي.

= وائِيءُ سُورُ: بيماريءَ جو هڪ قسم. سَنڌن جو سُور.

= وائِيءُ ڪَنِ وِجهَڻُ: ڪنهن ڳالهه لاءِ اڳوات چتائي ڇڏڻ - ڪنهن سنئيل منصوبي کان خبردار ڪرڻ.

= وائِيءُ کي وَڪَڙُ وِجهَڻُ: اجايا ٺاهه ٺاهڻ - ڪوڙا هَٿ هلائڻ - اجايون ٻٽاڪون هڻڻ - لپاڙون هڻڻ - ڊاڙون هڻڻ. هَرُو ڀَرُو دٻائڻ - هيسائڻ - ڊيڄارڻ.

= وائِيءُ گولو: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - پيٽ جو سُور. آنڊي جو سُور.

= وائِيءُ ڳالهه: ث. اجائي ٻَڪَ.

= وائِيءُ نَہ وَڃَڻُ: بيزار ٿيڻ - ڪَڪ ٿيڻ - عاجز ٿيڻ - هلاڪ ٿيڻ - تڪليف ۾ اچڻ.

= وائِيءُ نَہ وَرَڻُ: ڳالهه نه ڪري سگهڻ - ڪُڇي نه سگهڻ - ٻول نه ٻولي سگهڻ - آواز نه ڪرڻ - پڙڪو نه ڪرڻ.

= وائِيءُ نَہ وَڻَڻُ: ڳالهه پسند نه اچڻ - نفرت اچڻ - ڏڪار اچڻ - ڪراهت اچڻ.

= وائِيءُ وارَڻُ: ڳالهه ڪرڻ - ويچار ڪرڻ - خيال ڪرڻ - ارادو ڏيکارڻ - هاڪار ڀرڻ - آماده ٿيڻ - مائل ٿيڻ.

= وائِيءُ وَڃَڻُ: ڳالهه ٻولهه وڃڻ - ڪٺي ڪمائي ڪَٽ ٿيڻ - ٻورهيو چٽ ٿيڻ - محنت گم ڪرڻ - نشان پتو ناس ٿيڻ.

= وائِيءُ وَرَڻُ: ڳالهائڻ - ڳالهه ٻولهه ڪرڻ - گفتگو ڪرڻ - ڪلام ڪرڻ - سخن ڪرڻ.

- وايـُون ٻـَتال: ڳالهائڻ ۾ منجهڻ - وائڙو ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - عجب ۾ پوڻ - متيون منجهڻ.
- وايـُون ٻـَتـَلـتـجـَڻ: حواس باختہ ٿيڻ - هوش گم ٿي وڃڻ - سمجهہ وڃڻ - عقل هيٺ مٿي ٿيڻ - متيون منجهڻ - دماغ ڦرڻ.
- وايـُون ٻـَطال ٿـيـڻ: حوصلا خطا ٿيڻ - سمجهہ چٽ ٿـي وڃڻ - عقل هيٺ مٿي ٿيڻ - هوش ڦري وڃڻ.
- وايـُون وِلـڙِ يـُون ٿـيـَڻ: حوصلا خطا ٿيڻ - سمجهہ گم ٿيڻ. حواس باختہ ٿيڻ - عجب ۾ پوڻ - وائڙو ٿي پوڻ.
- وايـُون وِلـڙِ يـُون ڪـَرڻ: دپائڻ - هيسائڻ - ڏيجارڻ - وائڙو ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - منجهائڻ.
● واياٽِـي ڪ واياٽِـيـُون: ث. (سن. بشج). هندواڻي - واجائي.
● واياٽِـي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● وايـُون ڪ وايا: (سن. وايو = هوا > واءُ). واءُ - هوا - پـَون. اونهاري جي موسم ۾ الهندي ڪان لـڳـندڙ هوا.
- وايـُو چـَڪـَر: ذ. هوا جو گولو جـو ڌرتـيءَ جـي چوڌاري موجرد آهي. اهـو هوا جـو گولو جيڪو ڪنهن بہ گرهہ يـا آپ گرهہ جي چوڌاري موجود هجي. آڪاس منڊل - وايو منڊل.
- وايـُو ماپَ: اسم خاص. هـوا ماپڻ جي اوزار جو هڪ قسم - هوا ماپ.
- وايـُو ماڻ: ذ. هوا جي دٻاءُ ماپڻ جو اوزار - بئراميٽر.
- وايـُو مـَنـڊَل: ذ. ماحول - فضا - حالت.
● وبا ڪ وبا: ث. (ع). بيماريءَ جو هڪ قسم (وچڙندڙ مرض آهي هن بيماريءَ ۾ آلتيون ٿين ۽ دست ٿين) - مهاماري.
- وبال ڪ وبالَ: ذ. (ع). بيماري - مرض - ڏورا - اکهائي - ناچڱائي - روڳ - ڏوج - ڏ ُجهند و - لـڱائي - ڪمزورائي - آزار - بي سـڙائـي - ناچاقائي. آفت - سزا - سختي - ڳرائي - ماجران. بوجو - بار - ڳرائي - عذاب - قهر - مصيبت. شامت - ٻـِت. جنجال - رنج - تڪليف.
● وِپَ ڪ وِپـُون (ت): ث. مـُـڃ - پينگ - ڪـُرهہ.
- وِپاڳـَ ڪ وِپاڳـَ: ذ. (سن. وپڇار). زنا - حرام. عيش - عشرت - بد چلني - بد پيشو - بد لڇڻ - بد چال.
- وِڀـِچار ڪ وڀـِچارَ: ذ. (سن). زنـاڪـاري - زنـا - حرام. عيش - عشرت - بد چلني - بد پيشو - بد لڇڻ - بد چال.
- وڀـِچاري ڪ وڀـِچاري: ذ. صفت. زناڪار - حرامخور - شهوتي - عشرتي - عيشي - رنـڊ يباز - بد چلڻ - بيهود و - بي غيرت - بي شرم - بي حيا.
- وڀـِڪـَتِ ڪ وڀـِڪـَتـُون: ث. ڏنـگو - ٻاونجرو - ٽيڏو - آرسي. اسم جو ڦيرو - گردان.
● وڀـِڪـُتـي: (سن). حالت. وڀوت. ث. (سن). ڪرامت - معجزو - شڪتي وان - چمتڪار - شاندار - رعبدار - رونقدار - حشمت وارو. ڪا خاص طاقت. ڏيڍ ٻي وارو - هلنديءَ وارو - ٻچت وارو.
- وڀـُوتـي: ث. وڀوت ڪندڙ.
● وتِ (ڪ): چاش - تمام ڳهاٽي رس (آزاد) ڳهم. وري - موٽي - ٻيهر (سچل). (ل) - ٻـِيو.
● وت ڳـُهـَنـْدو: امر. رلندو رهہ.
- وتي ڳـُهـَنـْدو: ذ. رلندو ٿو رهي.
● وتُ ٻـِي: ڪنهن بہ قيمت تي - ڪنهن بہ حالت ۾. لٿي ٻٽي. (جيئن: "وتُ بہ توکان چڱو آهي.")
● وِت ڪ وتَ: ذ. (سن. وِت). طاقت - پهچ - ٻـِچت - پڄندي - سمرٿـي - وس - دسترسي - ٻـَل - سگهہ - زور - توفيق - وسعت سا اختياري - ملڪيت - مال - خزانو - ڌن - دولت - ٻڌارت - ٻسو - ڏوڪڙ.
- وِتـُون وَجـَڻ: چٽي ڪان ٻاهر ٿيڻ - وَسَ ڪان ٻاهر - طاقت ڪان ٻاهر - پڄنديءَ ڪان ٻاهر.
- وَتاٿِـتِـي (ڪ): آلي - ٻـِنـَل - ٻـُسيـَل.
● وِتاڙَڻ (ڪ): مصدر. ٻهاڙون ٻٽي چڙڻ - آچلائي ڦٽي ڪرڻ. (وتاڙيو - وتاڙيندو - وتاڙيل).
● وَتافـَرَ ڪ وتافـَرَ: ث. وِج - ڪِنوَڻ - برق - بجلي.

● وَتاڪ ۽ وَتاڪُون (ڪ): ث. جاءِ - مڪان - ماڳ - ماءِ - هنڌ. اوطاق - ٻيٺڪ. ٻنياد - ٻُڙ. جان - جند - حياتي. واهہ - وسيلو - اجهو - آسرو - آڌار. آڌ. ذرو - پرزو - ٽورو.

- وَتاڪَ نِڪرَڻُ: بيخ نڪرڻ - هڄي پوڻ - ٽڪجي پوڻ - ٽُٽي پوڻ.

- وَتاڪَ وڃَڻُ: اجهو نہ رهڻ - آسرو نہ رهڻ - واهہ نہ رهڻ - وسيلو نہ رهڻ - آڌار نہ رهڻ - آڌ نہ رهڻ.

● وَتاڳَ ۽ وَتاڳُونُ: ث. ڳالهہ ٻولهہ - چؤ پڇو - چور پچار - چؤ ٻول. هٿ چرانڊ. نشان - پتو - پيرو - ڪُرو.

- وَتاڳَ نَہ هَجَڻُ: ڳالهہ ٻولهہ نہ هجڻ - يادگيري نہ هجڻ - چور پڇور نہ ڏيڻ.

● وَتائِڻُ: مصدر. آچلڻ - آچلائڻ - ڪيرائڻ. هارڻ. ڦيرائڻ - گهمائڻ. (ڪڇي). ڏيکارڻ. تنگ ڪرڻ.

- وِتائِي يا ڦِڳائِي ڇڏَڻُ: اڇلائڻ - هارڻ - آچلڻ.

● وِتايو ۽ وِتايا (ڪ): ذ. آچلايو - ڦٽو ڪيو. هاريو.

● وَتايو: اسم خاص. سنڌ جي مشهور درويش جو نالو.

- وَتائِي وارو اڳ جهَلڻُ: ڪنهن ڳالهہ لاءِ سڀ ڪان آخري تدبير ڪرڻ (وتايو نالي هڪ درويش چورن کي پڪڙڻ لاءِ قبرستان ۾ وڃي ويٺو، ڇي اڳ تو وٺان، تنهن تان اِها چوڻي مشهور ٿي آهي).

● وَتائِي ۽ وَتائِي: ذ. ٻينو فقيرن جي ذات جو هڪ نالو.

● وِتِپو ۽ وِتِپا: ذ. ڳڻتي - خيال - آلڪو. وهم - پيرم - سنسو - ڪُڻڪو. تڪڙ - اُبهرائي - جلدائي.

- وِتِپو لڳَڻُ: تڪڙو ٿيڻ - اُبهرائي ڪرڻ - جلد ٿيڻ.

● وتد: علم عروض جي اصطلاح موجب ٽہ حرفي ڪلمہ کي وتد چئيو آهي، اِهو ٽن اکرن جو ٺهيل آهي، جئن تہ چمن، گلن، ڪلن، وجن ۽ لال، مال، حال - ڪير وغيره ۽ ارڪان ۾ ٿيندو؛ فعو - علن - مفا - علا - لات :- وتد ٻن قسمن جا آهن (١) وتد مجموع (٢) وتد مفروق. وتد مجموع ۾ ٽن حرفن مان ٻہ متحرڪ آهن ۽ ٽيون ساڪن جئن تہ چمن - گلن - ڪلن - وجن - يا فعو - علن - مفا. وتد مفروق ٽن حرفن جو ٺهيل آهي جنهن ۾ پهريون ۽ ٽيون متحرڪ ۽ وچوارو حرف ساڪن آهي. جئن تہ لال - حال - مال - ڪير - يا لات، جو مفعو لات ۾ آهي.

● وَتَرُ ۽ وَتَرَ (ٿ): ذ. گهوڙي جو مُٽ - گڏهہ جو مُٽ - پيشاب.

- وَتِرو: مڪانيءَ جي ڳاهہ جي ڪُتِر.

● وِتِرو ۽ وِتِرا: ظرف. (سن. ٻهوتَرُ) تمام وڌيڪ. وڌيڪ ٻهتر. گهڻو - ٻَهُون - جهجهو - گهڻل - جال - سرس - گهڻو - سپل. سوالو - زياده - وڌيڪ. ٻهتر - سجيہ - سجهي. تِکو. (ث. وَتِري).

- وِتِرائِي ۽ وِتِرايُون (ڪ): ث. چلولائي - ٻڪ شڪ - گهڻو ڳالهائڻ. چترائي - چالاڪي.

● وَتْسَلُ: ذ. صفت. (سن. وَتْسَ = ٻچ) ٻارن کي پيار ڪندڙ - اهو جنهن کي ٻار گهڻو وڻندا آهن - مهربان - دياوان.

● وَتَڪَ ۽ وَتَڪَ: ذ. وڌيڪ - زياده - جهجهو - گهڻو - ٻَهُونُ - گهڻل - جال - سرس - گائبو - سَنوالو - سُپَلُ.

● وِتِڪِتِ ڪرڻ (ت): گهٽي حرڪت ڪرڻ - آجائي ڪينچل ڪرڻ - اجائي ڦير ڦار ڪرڻ.

● وَتڻُ: مصدر. (سن. وَرتَنَ > وَرُتُ = هلڻ) گهمڻ - ڦرڻ - رُلڻ - ڀٽڻ - رمڻ - چڪر هڻڻ - هلڻ - ڀٽڪڻ - پٺڻ - پنوڻ - لڙڪڻ - ڀرمڻ - ٽَلڪڻ.

● وَتو ۽ وَتا: ذ. ودو - وٺڻ جو ماضي. ورتو.

- وَتو ڪَرائِڻُ: (ت). حجامت ڪرائڻ - سنوارت ڪرائڻ - سيرب ڪرائڻ.

● وتو ۽ وِتا: ذ. (سن. ورتا) نڪمو- ناڪام- لاڪار- نڪارو- بيڪار- بيڪارو- اڪيارٿو- رائيگان- اجايو- فضول- ضايع- وِيَنل. سکڻو- خالي- ٽِچُ- خسيس- بيهودو. بيوقوف.

● وِتِ وِتِ ۽ وِتِ وِتِ: ث. تڪڙ- جلدي- سرعت- بي قراري- ڦَٽڪو- لوچ- آنڌ مانڌ. تيزي- تکائي- ڦڙتائي- جلدائي. تيزائي.

- وِتِ وِتِ ٿيڻ: تڪڙ ٿيڻ- جلدي ٿيڻ- ڦڙتي ٿيڻ- تيزي ٿيڻ- منٺ ٿيڻ.

- وِتِ وِتِ ڪَرڻُ: تڪڙ ڪرڻ- جلدي ڪرڻ- ڦڙتي ڪرڻ- تيزي ڪرڻ- تکائي ڪرڻ.

- وِتِ وِتِ ڪَرِي هَلَڻُ: نَرڙائيءَ سان هلڻ- ناز نخرو ڏيکاري هلڻ- ڦونڊ سان هلڻ- نخري بازيءَ سان هلڻ- ناز و ادا سان هلڻ.

- وِتِ وِتِ ڪَنَدو وَتَڻُ: رُلندو وتڻ- گهمندو وتڻ- ڀٽڪندو وتڻ- ڀٽندو وتڻ- ڀنوندو وتڻ. چڪر هڻندو وتڻ- ٿلڪندو وتڻ- ڌڪا کائيندو وتڻ.

- وِتِيو تِيو ۽ وِتِيو تِيا: ذ. تڪڙو- آٻهرو- تکو. طبيعت جو هلڪو- تَرڙو- ٿُوٽُ- سفلو. فصلاٻٽيرو.

● وَتيرُو ۽ وَتيرا: ذ. رواج- دستور. ريت- رسم- رواج- راه ريت- پَرُ- پرويز- هلي چلي- مرجاتا- ورتاءُ- ورتارو- سرشتو- ليکو. رُخ. ورو- غذا. نمونو. وِردُ- وظيفو. (ن- ب).

● وِتيو (ٿ): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● وَٿُ ۽ وَٿُون: ذ. (سن. وسُت) شيءِ- چيز- ٿول. جنس- ٽوڪُ. وستو- پدارت- ڏراوت- امانت. مُوڙي. (ڪ). ث (ڪنايةً) (مجازاً- اشارتً) زال- ناري- عورت.

- وَٿُ سِٿُ: ذ. سامان سڙو- اگر تگر- ٽپڙ سپڙ- ٿڙو ٽپڙ- اڳڙي ٽڳڙي- گهرو سامان.

● وِٿِ ۽ وِٿُون، وِٿيُون: ث. پيوند- ڇَتِيءُ. فرصت- فاصلو. ڇيٽي- ناغو- فرجو- ڪٽو- ساهي- ويڇو. تفاوت- فرق- وڇوٽي- خال. ڦير- وڇاندر. وَجهه- موقعو. وِٿيءُ، ڪاهِيءُ جو ۽ چون سيبو. (ٿ).

● وِٿائڻُ: مصدر. وقت وڃائڻ- آرس ڪرڻ- آلس ڪرڻ- دير ڪرڻ- سست ٿيڻ.

● وَٿاڻُ ۽ وَٿاڻَ: ذ. (سن. آوَستان) چوپائي مال جي بيهارڻ جي جاءِ- هنڌ- لوڙهو- واڙو- ڪَڙهه. آستان مال ٻڌڻ لاءِ. ڀاڻُ- واڙو.

"ووڙيم سڀ وَٿاڻ ميهر جي ملڻ لئي" (شاهه).

- وَٿاڻِي ۽ وَٿاڻِي (ڪ): ذ. صفت. وَٿاڻ ڪري ويٺل- ٿانيڪو- هنڌائتو- ماڳائتو.

● وِٿِرَڻُ: مصدر. (سن. وِ= چڱيءَ طرح+ سٿري= ڍڪڻ) چڙو چڙ ٿيڻ- ٽڙي پکڙي وڃڻ- پکڙڻ- پکڙجڻ. ڦهلڻ. (وِٿريو- وٿرندو- وٿريل).

- وِٿِرِجَڻُ: مصدر. خراب ٿيڻ- ڪينو ٿيڻ- گندو ٿيڻ.

- وِٿِي ۽ وِٿِيُون: ث. (سن. وِ= ٻري+ سٿا= قائم ڪرڻ) فرق- تفاوت. ديرَ. جدائي. ويڇو- وڇوٽي، خال- دَري- گهڙڪي- وڇوٽي- مفاصلو- وِٿ- جاءِ. سوراخ- تنگ. دير- مدد. مهلت. تفاوت.

- وِٿيرڪو ۽ وِٿيرڪا: ذ. وِٿيءَ وارو- وڇوٽيءَ وارو- مفاصلي وارو- ٿوري مفاصلي تي. جدا- الڳ- علحده.

- وِٿِي ڏِيڻُ: وڇوٽي ڏيڻ- مفاصلو ڇڏڻ- مهلت ڏيڻ- ميعاد وڌائڻ. اڳ واٽ ڇڏڻ.

- وِٿيرو: ذ. وٿيءَ وارو- تفاوت رکندڙ.

- وِٿِي وِجهَڻُ: جُدائي ڪرڻ- ڪهٽي عرصي تائين نہ ملڻ- عليحده ڪرڻ- الڳ ڪرڻ- سنڌو ڪرڻ.

- وِٿيُون ڪَرڻُ: تاني جا سُٽيءَ تائين ڏکهي ٿيل هوندي آهي، تنهن جا ۴ يا ۶ حصا ڪرڻ.

● وَٿُ ۽ وَٿُون: ث. (سن. ورش= آلو ڪرڻ) آلاڻ- پوسل- وَتَ- آڪاٽي- رُطوبت- گهِمَ- رِيج. (سن. وَتُ= ورهائڻ) پهريون آيل ميوو ۽ پيون ڪاڏي جون شيون ورهايل (نئين مند ۾). نئون ميوو- نئين شيءِ. سوکڙي- سوغات- پاڪر. مٺي شيءِ. نذرانو- نياز. حصو- ورچ- ڦانڊ. پاسو- ڪنارو. ڪن فقيرن جي

ڪرامتي طاقت - چمتڪار. عيوض - بدلي. ٻرق.
قسمت - ڀرو. (وفا). (سن. وَنٽَ = ڀاڱو ۽ حصو)
قسم - جدا جدا سواد. ڀورو وقت - ٺيڪ ٺائير -
نشون سواد. (سن. وَرُت = ونڻ) وَڪَڙُ -
ورُ. موڙُ. ٻيچ سان سوُر. پيشاب ڪرڻ بعد پيتر
سان آلت سڪائڻ جي حالت.

- وٽِ ڪَرَڻُ: چکڻ - ڪائڻ - ڪنهن بہ شيءِ
مان ڪجھ ڪائڻ. موسم جون ليون شيون ڪائڻ.
موسمي ميوو ڀريون دفعو ڪائڻ. خوب ڪائڻ.
موج ڪرڻ.

- وٽِ وَنڻُ: دل خوش ڪرڻ - هر طرح جا
مزا ماڻڻ.

- وٽَ وَراڻُ ڪَرَڻُ: تائيد ڪرڻ - سمرٿن
ڪرڻ - ٻنيرائي ڪرڻ. ٽيڪو ڏيڻ.

- وٽائيتو ۽ وَٽائيتا: ذ. آلو - هريو - ترڻو -
پاٺيائو - پاٺيارو - پسيل - پڳل - ڪهميل - آيوڪو.

- وٽائيتپي ۽ وٽائيتيون: ث. اڌ سُڪل ڪائي.

- وٽِ ٿيڻ: ونڊجڻ - ورهائجڻ - ورچجڻ -
ڀاڱو ٿي ڏيڻ.

- وٽَ اچڻُ: زمين کي ريج ڪرڻ کان پوءِ
آن جي ڪٽپَ سڪي وڃي ۽ ٿوري آلاڻ باقي
هجيس تہ پوءِ آن ۾ ٻج ڇٽجي ۽ هترُ ڏجي.

- وٽَ ڇٽ: ڍنڍن جي پٽن ۾ سيلاب اچڻ
وقت سارين جي ٻج جي ڇٽَ - ڪُٽُرپي.

- وٽَ ڏيڻ: تاڏل ڏيڻ - سُڪو ورهائڻ.

- وٽِرُ: آها زمين جنهن ۾ ريج سنو هجي ۽ هترُ
چڱو هليل هجي.

- وٽَ ڪَرائڻُ: نئون سنڌ جو ميوو ڪارائڻ.
کيڙن کي منڍ بعد سُڪائي آڊوکو ڪرڻ.

- وٽَ ڪَرَڻُ: سوڻ ڪرڻ - سگهن ڪرڻ -
سنڌ جو ڀريون ميوو وغيره کارائڻ - چکڻ.
نذراني طور ڪائڻ - حصو ڪرڻ. زمين جي پيدا
ٿيل تازي کائڻ جهڙي شيءِ، سنڌ ۾ ڀريون
پيرو ڪائڻ.

- وٽَ وراهڻ: پکل ميوو وڪڻن کان اڳ
خيرات ڪرڻ.

- وٽَ ورچڻ: برڪت جهڙي ورچ ورچڻ -
ونڊ ونڊڻ - ورهاڱو ڪرڻ.

- وٽَ وڏيسَ: سوکڙي پاکڙي - نذرانو -
سوغات - پاکر. نئين شيءِ.

- وٽَ هنڻُ ۽ آلاڻ هئڻ. "اجا ڪائيءِ پروٽ آهي."

● وٽ ۽ وَٽون: ث. (سن. وَرتُ = ونڻ)
ڏيهي يا ٽيءِ جي وَٽ. کوڙي تي لڳل پرت
واري پٽي يا ڪناري - ڪنڌي. ڪور - ڪنو -
ڪنارو. ڏس - طرف. پتر - پاسي - وَٽ - پرسان -
لڳ - ڪڏ - ويجهو. لاڳو - لڳو لڳ - نزديڪ -
تو وٽ.

- وٽان: ڪان - مان - منجهان - پرسان.

- وٽِ ٻڌڻُ: لغڙ جا پاسا ڏاگي سان مضبوط
ڪرڻ.

- وٽ پاءِ ڪَرَڻُ: پاسخاطري ڪرڻ. بي انصافي
ڪرڻ.

- وٽِ پڇڻُ: ڳاهہ ٿيل آنَ کي ڳڏ ڪرڻ.

- وٽِ ڏيڻُ: جُتيءِ جي تري جي مٿان چوڌاري
چمڙي جي وَٽِ ڏيڻ يا چيپ ڏيڻ.

- وٽِ سِرُ: صفت. سِرُ جي عيوض. سِرُ جي
بدران.

- وٽ سوُرَڻ: ڏيٺي جي وٽ مٿي ڪرڻ.
هر هر چوڻ - يادگيري ڏيارڻ - ياد ڏيارڻ.

- وٽِم: پاسي ۾ - پر ۾. مون وٽ.

- وٽ وَنڻُ: (ڪنهن ماڻهوءَ کي) ويجهو وڃڻ -
پاڏائڻ - ستائڻ - ليلائڻ - عاجزي ڪرڻ. همدرد
بنجڻ - همراهہ بنجڻ - ٽيڪو ڏيڻ. شرڻ پوڻ.

- وٽَ وَراڻِ (ڪ): پٺ ڀرائي - مدد گاري -
حمايت ڪرڻ.

- وٽِ وراڻُ ڪَرڻُ: سُر وٺائڻ - تائيد ڪرڻ -
پنيرائي ڪرڻ - همت افزائي ڪرڻ. مدد ڪرڻ -
ٽيڪو ڏيڻ.

- وٽِ ورائڻُ: پاسو ڪٽڻ - طرف وٺڻ. آٽلائڻ -
ختم ڪرڻ - بس ڪرڻ.

● وٽُ ۽ وٽَ: ذ. توڙڻ جو ساپو - تورو.
پاڪيزگيءَ لاءِ پيشاب ڪرڻ بعد مرد جي آڱر کي پيتر

وغيره سان سُڪائڻ واري حالت. وَر- رڪڙ- مروڙ مروٽ- وراڪو- آڪيڙو. پيٽ جي سور جو وٽ آنٽي- پيچ. وزن- چِپ- تورُ. ڳاني جو وٽُ، ور- رسي يا لوڙهيءَ جو وٽ- وروٽ ڪرڻ- وٽ چيڻ.

- وٽُ تي رَسو پَچڻ: هڪ طرفي ڳالهه ڏيکارڻ- ڪنهن جي مرضيءَ موجب مرعوب ٿي ناجائز طرح ڳالهائڻ.

- وٽُ تي وُجائيءَ ڏِيڻ: جواب ڏيڻ. يڪدم نه ڏيڻ- ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ.

- وٽُ تي هَلَڻُ: مرضيءَ موجب هلت هلڻ.

- وٽُ چاڙهَڻُ: ڳاهه وقت ٻاهر ٿيل سنگ ڏاندن جي پيرن هيٺان ڏيڻ.

- وٽُ چيڻَڻُ: پيشاب ڪرڻ کان پوءِ مرداني عضوي کي پٿر سان سڪائڻ.

- وٽُ ڏيَڻُ: ڳالهه کي ڦيري ڦاسائڻ جي ڪرڻ- ڳالهه کي ڦيرائڻ- اصليت کي ڦيرائڻ يا لڪائي ڪوڙ ڳالهائڻ. پوڳڙي جو چٽن کي آٿلائڻ پُٽلائڻ.

- وٽُ رَکَڻُ: ڳجهه رکڻ- لڪ رکڻ- مخفي رکڻ. وير رکڻ. تيسو رکڻ- بغض رکڻ- ڪينو رکڻ- ڪُپت رکڻ.

- وٽُ مارَڻُ: وٽ ڪرڻ- وٽ پچائڻ. مسلمانن جو پيشاب ڪرڻ کان پوءِ باقي رهيل ڦڙن کي پٿر سان آلت جي منهن تان سڪائڻ.

- وٽُ ڪَرڻُ: پٿر سان پيشاب ڪيل عضوي تان ڦڙا سڪائڻ.

- وٽُ ڪٽِيوڪائِڻُ: تور يا ماپ جي ٺڳي ڪرڻ. ڪوڙا تورا رکڻ.

"اکهه ڪٽيو ڪائجي، وٽ ڪٽيو نه ڪائجي."

- وٽُ نه وجهڻُ: سٺو هلڻ- چڱو هلڻ- بهتر روش وٺڻ. ٻئي سان ڪپت نه ڪرڻ- بغض نه رکڻ.

- وٽُ وٿاءُ: ذ. نفعو- فائدو.

- وٽُ وجهَڻُ: حساب ڪرڻ- مهرباني نه ڪرڻ. رنڊڪ وجهڻ- روڪ وجهڻ- آنڪ وجهڻ- ڦڏو وجهڻ.

● وِٿارَڻُ: مصدر. (سن. وِشٽا. پرا. وِٿان). ڪنهن جانور جو ڪاڏي ۾ وات وجهي ناپاڪ ڪرڻ. ڦٽائڻ- وات وجهي خراب ڪرڻ- ڪاڏي جي شيءِ ۾ ڪنهن جانور جو منهن پوڻ- طعام جوٺو ڪرڻ- پليت، پرشٽ، ميرو ڪرڻ- اوبارڻ. (وٿاريو- وٿاريندو- وٿاريل).

- وِٿارَ ۽ وِٿارُون: ث. اوبر ڪرڻ- جوٺو ڪرڻ- پليت ڪرڻ- خراب ڪرڻ- ميرو ڪرڻ. ڦٽائڻ.

- وِٿاريَلُ ۽ وِٿارِيَلَ: ذ. اوباريل- اوبارو- لٻيل- ڪاڻي بچايل- هٿ وجهي خراب ڪيل- ڦٽايل- وڄايل- اوبر ڪيل- جوٺو ڪيل.

- وِٿاري وَڃڻُ. خراب ڪري وڃڻ- لٻي وڃڻ- اوبر ڪري وڃڻ- ڦٽائي وڃڻ- هٿ وجهي خراب ڪري ڇڏڻ- لٻڻ.

● وِٿاڙَ ۽ وِٿاڙُون ث. جوٺ- اوبر- پليت- خراب- پرشٽ- ميرو ڪيل.

● وٿاڻُ ۽ وٿاڻَ (ڪ): ث. جوٺ- اوبر- پليت- خراب.

● وٿاڻُ ۽ وٿاڻَ (ڪ): ث. سنباڻ- ڪٿاڻ. ٻاجهيءَ جو هڪ قسم. ٻنيءَ جي ڪيڙن پچڻ لاءِ ڪاٺ جو متڪو- وٿهڙ.

- وٿاءُ ۽ وٿاءَ: ذ. (سن. وٽ= حصو وٺڻ). نفعو- فائدو- لاڀ- سوڀاسو- پراپت- ڪٽيو- آپت.

- وٿاءُ ڪَرڻُ: نفعو ڪرڻ- لاڀ ڏيارڻ- سوڀاسو ڏيارڻ- فائدو ڏيارڻ- ڪٽيو ڏيارڻ- آپت ڏيارڻ.

- وٿاءُ وارو: ذ. فائدي وارو- فائديمند- سودمند- پراپت وارو- آپت وارو- ڪٽيي وارو- لاڀ وارو- سوڀاسي وارو.

● وٿائِڻُ: مصدر. (سن. وَرٽ= وٿڻ) وٿڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ- (ڏاڳو دعا جو) پڙهائڻ. وٽ ڏيارڻ- موڙائڻ- (لوڙي) پيچائڻ. لنگهائڻ- گذارڻ- حاصل ڪرائڻ- بدلائڻ. ڦيرائڻ. هلائڻ- وڃڻ. وٿڻ- پرسان لنگهڻ- وڪوڙڻ- مروٽڻ. ڦري اچڻ. مٽائڻ. نم ڏيڻ وقت جيڪي ڪپڙا استري نه ٿيڻا هوندا تن کي تهه ڏيڻ. (وٿائيو- وٿائيندو- وٿائيل).

- وِٿِيپُ ۽ وٿِيپَ: ذ. فائدي ۾ ڳالهائڻ- پاسخاطري- رياءُ- پاس پک پات- طرفداري حمايت- مدد- واهر.

▬ وَٽِپا ۽ وَٽِپا: ذ. پاسو - طرف - پِر - رِيائُ - پاسخاطر. مدد - حمايت - واهر.

▬ وَٽِپُ ڪَرَڻُ: پاسو وٺڻ - طرف ڪٽڻ - طرفداري ڪرڻ - حمايت ڪرڻ - مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ.

▬ وَٽِپي ۽ وَٽِپِيُ: ذ. صفت. هڪ پاسي - ٻه اڪيو - رياٽي - پاس ڪندڙ. قدري - ڪجهه قدر - ٿورو - اڻ پورو.

● وَٽِجَڻُ: مصدر. وَٽُ اچڻ. وڪوڙجڻ - ورائڻ - وڪوڙڻ - موڙڻ - مروٽڻ - پيچڻ - وراڪو ڏيڻ - پيچ ڏيڻ - وَرُ ڏيڻ - آڪيڙو ڏيڻ - مُڙڻ. (نوڙي) پيچڻ. حاصل ٿيڻ.

● وِٽِرَڻُ: مصدر. کير جو خراب ٿيڻ - ڦِٽڻ.

▬ وِٽِرِجَڻُ: مصدر. (ڪاڏو) اوبارو ٿيڻ - آٺُٽو ٿيڻ - چُٽو ٿيڻ - آنو ٿيڻ - پليت ٿيڻ - آلود و ٿيڻ. آلو ٿيڻ - نمناڪ ٿيڻ - بدبُوءِ ڪرڻ - خراب ٿيڻ - ميلو ٿيڻ. (هندوءَ جو) ذات نيات وڃائڻ.

▬ وِٽِرو ۽ وِٽِرا: ذ. وٽارو - جوٺو - اوبارو (ڪ). آهي ٿانو يا ٻرتن جي ڪاٺڻ ڪان پوءِ ٻنان ڌوئڻ يا آچلائڻ جي رکي ڇڏجن.

● وِٽُڙَڻُ: مصدر. چِرڙ ورڙ ٿيڻ - (کير) ڪٽو ٿيڻ. ڦاٽڻ - خراب ٿيڻ. ڦسڻ - آڌڙڻ - چُٽڪڻ. ٻڪهرڻ - ڳرڻ. جوش ڪائڻ. خراب ٿيڻ. سُڃو ٿيڻ - ڳم ڪرڻ. (وٽڙيو - وٽڙندو - وٽڙيل).

▬ وِٽِڙِجَڻُ: مصدر. کير جو خراب ٿيڻ - ڦٽڻ - ڦاٽي پوڻ.

● وٽَڪَ ۽ وٽڪُونُ: ث. هُنڊيءَ جو هڪ قسم. آهو ڪاغذ جنهن ۾ پيلاوٽي ڪي لکي موڪلجي ته منجيل مال مان ڇا آمدني ٿي آهي.

● وِٽڪڙِيُ (ڪ): اسم خاص. پرت جو هڪ قسم.

● وَٽڻُ: مصدر. (سن. وَرْتُ = وٽڻ) وڪڙ ڏيڻ. پيچ ڏيڻ. ڪمائڻ - فائدو حاصل ڪرڻ - لاپ - آپراسو. آپائڻ - ڪٽڻ - پرائڻ - وٽ ڏين (نوڙي) پيچڻ - موڙڻ - چٽڻ - ڳنڍڻ. ڪُتڻ. نوڙڻ. حاصل ڪرڻ. مهتو ڏيڻ - مروڙڻ. منارڻ - ويڙهڻ - ٻُسائڻ - آلو ڪرڻ - هريو ڪرڻ. ونڊڻ - ورهائڻ - حصا ڪرڻ. ڏيڻ. (وٽيو - وٽيندو - وٽيل).

▬ وَٽِيُو ۽ وَٽِيا: ذ. هڪ کهڙيل ڪاٺي، جنهن سان ڏاڳو وٽجي. ننڍي ٻار ڪي ڏاٽن جو اچڻ. ميسَر - حاصل ڪرڻ جهڙو - ماڻ وارو - دستياب - فائدي وارو - لاپ وارو. ڏاڳي وٽڻ جو اوزار - ٽڪلي. نفعو - آپت - ڪَٽيو - پراپت - لاپ - آپراسو - ڪٽڻ - ڪمائڻ - پرائڻ. (صفت). وٽڻ جهڙو. گيت جو هڪ قسم (جو کهٽو ڪري هوليءَ ۾ ڳائيندا آ ـن).

▬ وَٽِيِيُ: ث. وٽڻ جو ڪم.

● وَٽو ۽ وَٽا: ذ. (سن. وَٽُ = ورهائڻ) ڪَنجهيءَ ڪُٽ مان ٺهيل ٿانو جو هڪ قسم - ڪَٽورو - پيالو. وٽيل ڏاڳي جو ٽُڪر، جو ڪَن يا نَڪ ۾ ٽوپڻ وقت وجهجي. (پرا. واٽ؛ سن. وارت) هنڊيءَ جي لاٽ - وياج. مٽا سٽا ڪرڻ وقت ڏنل عيوض. (واپاري واڌاري جو لفظ) تفاوت - فرق - اتڪل - لاٽ. (هنڊيءَ تان) وياج جو قسم. حساب جو ڦير. ڦيش مان ٺاهيل چِلو (جو آٺ جي نڪ جي چوٽيءَ ۾ سوکهو ڪري پوءِ ان ۾ مهار ٻڌجي). داغ - الزام - ٽڪو. وزن ڪرڻ جو ماڻ - وَٽُ - تورو.

▬ وَٽي ڪاٽي: ظرف. نقصان ۾ - ٻنا مطلب جي. نڪمو - ناڪار - نڪارو - نڪارُ - ڪين ٿيو - ٿُوٿو - بيڪارو - اجايو - فضول - اڪيارٿو - ورٿو - وِٿو - رائيگان.

▬ وَٽي وارو مانُهو: ذ. جيڪو واپاري بازار جي نرخ کان متي ڪَسُ ڪائي، اڌار پيسا وٺي يا هُنڊيءَ ۾ مال جي فروخت ڪري.

● وَٽورَڻُ: مصدر. ڪٺي ڪرڻ - گڏ ڪرڻ - ميڙڻ - گڏي رکڻ - ميڙي چونڊي رکڻ - سَٽَ ڪَرڻ. ڪاٺ ڪي واهوائي مان صاف ڪرڻ - گهڙڻ - ڪاٺ کي لٽسو ڪرڻ.

▬ وَٽورَ ۽ وَٽورُونُ: ث. ميڙ - ڪَٽ - ڦوڙي - اوڳڙا - اوڳاڙي - چنڊو.

▬ وَٽورِي وِجهَڻُ: غڙپ ڪرڻ - هڙپ ڪرڻ - ڳيهڻ - هضم ڪرڻ - (پيٽ ۾) لنگهائي وجهڻ.

● وِٽوڙُ ع وِٽوڙَ: ذ. پٿرن پيهڻ لاءِ ڪاٺ جي ڍڪِي کُنِ سان ڪاٺ جو مترڪو- پٿرن پيهڻ لاءِ ڪاٺ جو اوزار- وِٽوهڙ.

● وِ ٽُون: ڪان- وٽان تان- پاسي مان- پرمان- تو وٽان- ان ڪان- هن ڪان. نزديڪ- ويجهو.

● وِٽُوهِڙُ ع وِٽُوهَڙَ: ذ. ڪَٽڻ يا پٿرن پورڻ لاءِ ڪاٺ جو اوزار- وِٽار- وڏاڻ- هٿوڙو- ڪاٺ جو مترڪو.

● وِٽوٽو ع وِٽُوٽا (ٽ): ذ. رڱيل ريشمي ڪپڙي جو ٽُڪرو، جنهن ۾ سوپاريون ڦوٽا وغيره وجهي مالي پيٽونئِي ڪِي ڏنِي.

● وِٽَهڙُ ع وِٽَهڙَ: ذ. ڪاٺ جو ٿهيل وڏو ڳرو مترڪو- وڏاڻ- ڪَهڻُ- وِٽوهِڙُ. مال تورڻ لاءِ، تورن بدران وڏل بار. آهِنُ.

● وِٽِي ع وِٽِيُون: ث. ٽامي يا ڪنجهي مان ٺهيل ننڍي ٿانو جو هڪ قسم- پيالي- تاسري- ڪٽوري- ننڍڙو وٽو. (سن. وَرِتِي). اندي- ڪني- ڪنار- وٽ- ننڍڙو وٽُ- وزن ڪرڻ جو ننڍڙو تورو.

— وِٽِي وجهڻُ: ڪُوڙو وٽ وجهي ٺڳي ڪرڻ. برخلاف ٿيڻ- خلاف وڃڻ. ويري ٿيڻ- دشمن ٿيڻ- دشمني ڪرڻ. کوٽو وٽ ڪم آڻڻ- ڪوڙي تور ڪرڻ. ڇيهو پهچائڻ- نقصان ڪرڻ- ضرر رسائڻ. رنڊڪ وجهڻ- اٽڪ وجهڻ- ڦڏو وجهڻ. (ڪ).

● وِٽِيو: ذ. (سن. وِٽ = حصو وٺڻ) فائدو- نفعو.

● وٽيجي: اسم خاص. ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● وِٽَ ع وِٽُون: ث. جهلڻ يا ڳنهڻ واري حالت- (سن. آٽ = ڏک هڻڻ) مصيبت- تڪليف- ضرب- ڏک- پِٽ- بد دعا- اپدا- مار- آفت. گرفتاري- ضبطي- جهڙپ. قهر- ظلم- ڪوپ. پڪڙ پڇاڙ- جهل.

— وِٽَ پيڪر: وٽ پُڄان- وٽ پُڄ- پر پلڻ- هٿپر هٿپر- اُٻهرائي- تڪڙ- تعجيل- اجائي هٿنگ تِرڪان. اجائي تڪڙ. آتر ويلا.

— وِٽُو ع وِٽا: ذ. ورتو- خريد ڪيو- ڳِدو. پڪڙيو- جهليو- ڦاٿو- قابو ٿيو.

— وِٽِي ع وِٽيُون: ث. ورتي- خريد ڪئي- ڳِدي. جهلي- پڪڙي- قابو ڪئي.

— وِٽُ پاجا ڪَرڻُ: سختي ڪرڻ- ڏاڍ ڪرڻ- زور ڪرڻ- زبردستي ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ- اهنج ڏيڻ- دٻ دٻاءُ رکڻ.

— وِٽُپُڄُ ع وِٽُپُڄَ: ث. اجائي تڪڙ- پر پلڻ- هنگ ترڪان- سيکهه- جلدائي- تڙتڪڙ.

— وِٽُ پُڄانُ: ظرف. تمام جلد- تڪڙو- پڄ پڄان.

— وِٽُ پُڄانُ ڪَرڻُ: تڙ تڪڙ ڪرڻ- جلدي ڪرڻ- هڻُ وٽ ڪرڻ- سيکهه ڪرڻ- پڄ پڄان ڪرڻ.

— وِٽُ پَوِيسُ: مصيبت پويس- آفت ڪا اچيس- بد دعا ڪا لڳيس- ظلم ۾ پويس- چٽِي پويس- نقصان پويس- ڇيهو رسيس.

— وِٽُ جو نه هُئڻُ: هٿَ ۾ پرڄڻ- تڪبر ۾ پوڻ- آڪڙ ۾ پوڻ- وڏائي ۾ پوڻ- ڦونڊ ۾ اچڻ- مڪر ۾ پوڻ.

— وِٽُ ڪَرڻُ: پڪڙڻ- جهلڻ- دٻائڻ- هيسائڻ- تنگ ڪرڻ جُلهه ڪرڻ- حملو ڪرڻ- آچل ڪرڻ.

— وِٽِ وٽانُ: تڪڙ ۾- تمام جلد.

— وِٽُ وٽُ ڪَرڻُ: يڪدم ڪم ۾ جُنبِي وڃڻ- همت ڪرڻ- مدد ڪرڻ- پڄ پڄا ڪرڻ- جهٽ پٽ ڪرڻ- اٿو رڄ ٿي لڳڻ- پوئتي نه موٽڻ.

— وِٽُ وٽُ لَڳڻُ: تڪڙ ڪرڻ- سيکهه ڪرڻ- جلد ڪرڻ- جهٽ پٽ ڪرڻ- پڄ پڄان ڪرڻ- هڻ وٽ ڪرڻ.

● وِٽُ ع وِٽُون، وِٽيُون: ث. (سن. وِشٽا) پڪيءَ جو ڪوٺهُن. پکين جي ڪرفتي- پکيءَ جو گند- پکيءَ جو ٽورو- پکيءَ جو پسائخانو- پکيءَ جو چيٺو.

— وِٽِ ڪَيڻُ: سزا ڏيڻ- تڪليف ڏيڻ- سيڪت ڏيڻ- اهنج ڏيڻ- ايذاءُ ڏيڻ- لوڙائڻ. هلاڪ ڪرڻ- محنت وٺڻ- سخت پورهيو ڪرائڻ- سڄو ڏينهن ڪم ۾ پيڙهڻ.

● ونائڻ: مصدر. (سن. وِتَه لاپ > وِدُ = حاصل ڪرڻ) ونارائڻ - جهلائڻ - پڪڙائڻ - قابو ڪرائڻ - نظر بند ڪرائڻ - ضابطي ۾ آڻائڻ. زور وٺائڻ - طاقت وٺائڻ. (ونايو - ونائيندو - ونائيل).

● ونائيتُ ۽ ونائيتَ: ذ. واپاري - دلال.

● ونپا: ذ. همراهي - مددگاري - هٿ هٿي.

● ونِجڻُ: مصدر. پڪڙجڻ - جهلجڻ - گرهجڻ.

● ونڙَ (ٿ): اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ونڻُ: مصدر. (سن. وِتَه = لاپ > وَدُ = حاصل ڪرڻ). جهلڻ - پڪڙڻ - قاسائڻ - هٿ ڪرڻ - نيڻ. ڳنهڻ - خريدڻ. حاصل ڪرڻ. (دعوت) مڃڻ - قبول ڪرڻ (عرض) - پڌڻ. (داخل ڪرڻ) اسڪوڙهه. (مزو) ماڻڻ - حاصل ڪرڻ - پائڻ - ونڻ - لهڻ. کٽڻ - جيتڻ - فتح ٿيڻ. جهلڻ. پڪڙڻ. جهٽڻ.

- ونڻو ۽ ونڻا: ذ. ڪابه ونڻ جهڙي شيءِ ضروري - لاچاري شيءِ. قرض - اوڌر - طلب - لهڻو - لازم - واجب - حقي واجبي - دستوري - لاڳو - محصول.

- ونڻي: اوڌر - قرض - طلب - لهڻو - لازم - واجب.

- ونڻي ڪرڻُ: تنگ ڪرڻ - عاجز ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - تڪليف ڏيڻ - ايذاءُ ڏيڻ - اهنج ڏيڻ - ڏک ڏيڻ - ڏنجهه ڏيڻ.

● وِنڻُ (ڪ): مصدر. وِٺ هڻڻ - وٺ لاهڻ. ڦسڻ - وجهڻ (ڪڪڙَ جو ماديءَ کي). پڪين جو ميلاپ ڪرڻ (لڳ ڪرڻ). (وِنيو - وِنيندو - وِنيل).

● وُنو ۽ وُنا: ذ. وسيو - آتو (سينهن پيو).

- وُنيئون: آتيون - وسيون.

● ونِيئون: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وثُوق: ذ. (ع). مضبوطي - آستواري. اعتبار - اعتماد - پروسو - يقين - ويساهه. طاقت - زور - ٻل.

● وپُ ۽ وپَ (ڪ): ذ. وجهه - موقعو - وقت - داءُ.

- وپاتو ۽ وپاتا: (ڪ): ذ. وجهائتو - پورو - سڌو - ٺيڪ - برابر - صحيح - دُرست - ٺڙَ.

- وپائيتو ۽ وپائيتا: ذ. وجهائتو - سجهائتو - پورو - ٺيڪ - ٺڙ - برابر - صحيح - درست - سڌو - مثون.

● وپارُ ۽ وپارَ: ذ. (سن. وياپار). واپار - ڏِندو - ڪم - وڻج - سودو - ڪرت - پيشو - تجارت.

- وپاري ۽ وپاريُ: ث. واپاري - ڏنڌائي - سودي وارو - ڪرت وارو - پيشي وارو - ڪم وارو.

● وِپتِ ۽ وِپتئون: ث. (سن. وَپتّ). آپدا - مصيبت - آفت - غضب - ڪمبختي - نياڳ - شامت - ماجرا - ڏک - ڪم نصيبي - آوسَر. سخت تڪليف.

- وِپتا ۽ وِپتائون: ث. آپدا - تڪليف - مصيبت - غضب - نياڳ - شامت - ڏک - ڪم نصيبي - اوسَر. دنيا جون خواهشون - مرضيون - اڇائون - هٻوسون - حرص هٻوسون.

- وِپتي ۽ وِپتيئون: ث. آفت - مصيبت - آپدا - تڪليف - ڏک - اهنج - ايذاءُ.

● وِپرُ ۽ وِپرَ (لس): ذ. (سن. وِپرَ = ساراهه ڪندڙ) ساراهه ڪندڙ - ثنا خوان - گن ڳائيندڙ - پنڊت - پان - پانڊ - ڀارت. شاعر - ڪٽڪ - درويش - برهمڻ. مذهبي پيشوا - اڳوان. ڏاهو ماڻهو - سالڪ. برهمڻ جو پاڪ پيڙهه - برهمڻ جو خون.

● وجاهتَ: ث. (ع. وجه). عزت - مان - شان - مرتبو. خوبصورتي - سهڻائي - حسين. روشنائي - چهرو روشن هجڻ.

● وجبُ: ذ. (ع). آڱوٺي جي چوٽيءَ کان وٺي هٿ جي وچ جي چوٽيءَ تائين پکڙيل هٿ جي ماپ - ڳرانٽ - چاڙڪي - ٻالو - ٻاچو - گٺاٽ - گوڪون.

● وجدُ ۽ وجدَ: ذ. (ع. وجد = سرچايو). غمگين ٿيڻ. عاشق ٿيڻ - ذوق شوق واري حالت (اڪثر صوفين جي ڪلام ٻڌڻ ۾ ٿئي) حال. جذبو - حالت - بيخودي - سرمستي - جوش. ويراڳ - ترنگ - لهر. موج. مذهبي جذبو - مذهبي جوش.

- وجدُ ۾ اچڻُ: حال ۾ اچڻ - بيخودي ۾ اچڻ - مستيءَ ۾ اچڻ - جوش ۾ اچڻ - جذبي ۾ اچڻ.

● وجدانُ: ڪنهن وڃايل شيءِ جو لڀڻ - ڇاڻڻ - ڇاڻ پوڻ - دريافت ڪرڻ.

● وڃرُ ۽ وڃرَ (ٿ)؛ ذ. نـاس - تمـاڪ - لشيدار شيءِ.

● وڃيلُ؛ ذ. صفت. (ع). ڏڄندڙ - ڏيڄائو - هراسيل.

● وڃلَ ۽ وڃلُونُ (لس)؛ ٿ. وڇوڙو - سِڪ - حُبُ - يادگيري - تات - آنٽ تنڻ - ڳڻتي - فڪر - اُداس. تانگهه - تاڻ - تنوار.

● وجُوبَ: واجب الوجوب - الله پاڪ.

● وُجُودُ ۽ وُجُودَ؛ ذ. (ع). بدن - تن - بُت - جُثو - سربر - ڍِڀهه. پِنهر - جسو - شخص - پُرش - آدمي. راڄ - جماعت. هستي - زندگي - موجودگي. زور - ٻل - شڪتي - طاقت - سگهه - سمرٿي - وس - دسترسي. وت - توفيق - وسعت - قوت. ڏِڪو - اختياري - پرمان - موڪل - اجازت. وڏي دل.

- وُجُودُ جو ورُقُ ڏٽڻُ: پنهنجي هستيءَ جو خيال ميساري ڇڏڻ - هستي وڃائي ڇڏڻ - دنيا جون خواهشون وساري ڇڏڻ - نفس ماري ڇڏڻ.

- وُجُودُ وٺڻُ: ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - نڪري نروار ٿيڻ - منظر عام تي اچڻ.

- وُجُودُ وڃائڻُ: پنهنجي هستي وڃائڻ - نيستي ۾ اچڻ - من مارڻ - نفساني خواهشون فنا ڪرڻ.

● وُجُوهاتُ ۽ وُجُوهات؛ ذ. (ع. وَجههُ جو جمع). سبب. پيدائش. آپت. پيدا ڪرڻ - آپائڻ - سرجڻ - ڏيڻ - حاضر ڪرڻ. پيدائش - پراپت - واصلات ڪمائي - آمد.

● وجههُ ۽ وجههَ: ذ. (ع). مقرر ٿيل روزي. پگهار. عيوضو - بدلو - (فلاڻي جي) نوڪريءَ (۾) پگهار - تنخواهه - مجرائي - مزوري - پورهيو - روز - پينشن - وظيفو.

سبب - ڪارڻ. شڪل - مُنهن - آڪار - ڍُول - صورت - روپ. روش - مهاندو - چهرو - چهرو - آرڪڻ. ريت - ڍار - هلت - ڍَر - دستور - زيب. وتيرو - طرح - ڍار - ڍب - طرز - ٽ - ڍنگ - راهه - نمونو - ونگ. وٽنگ - رهت - آچار - روش.

روڪڙ - پيسا - (جيڪي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ موڪلي سگهجن).

- وجههُ شبهُ يا وجههُ تشبيهي: ٻن لفظن جي ڀاڱن ۾ مشابهت يا هڪجهڙائي وقت جا معنيٰ، مشابهت جو سبب ڏيکاري، جيئن ته "پهلوان مان پهلواني ۽ چمڪندڙ مان چمڪات."

● وجهو (ٿ)؛ رقم - روڪڙ - پيسا - ڌن - مال - ملڪيت - موڙي - سمرٿي - پدارٿ.

- وجهو هئڻُ (ٿ): پنهنجي موڙي وارو هئڻ - ڌن وارو هئڻ - مال وارو هئڻ - رقم وارو - هوند وارو - سمرٿيءَ وارو - پدارٿ وارو.

● وڄئي: (من. وڄيَن). فتح - سوڀ - ڪاميابي - فتحيابي.

● وجيرُ ۽ وجيرَ (ٿ): ذ. هندو راجپوتن وٽ خدمت لاءِ رکيل غلام.

● وجيءِ: (هـ - و - ذ) بلوچستان ۾ هڪ ننڍڙي جبل جو نالو، جو هاڙهي جبل جي شاخ آهي، هن "جيءِ" جبل جي وچ ۾ آکهور ندي وهي ٿي.

● وجيههُ ۽ وجيهها: ذ. (ع). مرد روشناس. خوبصورت - سهڻو - حسين. صاحب جاهه - عزت وارو - مان وارو - شان وارو. دولتمند - ڌنوان - مال وارو - ملڪيت وارو - پيسن وارو. خوشنمائشي.

● وچُ ۽ وچَ: ذ. سوئر جا ڏند - مروڙ جا پاهر لڪتل ڏند. شاديءَ ۾ ورهائڻ لاءِ سوپارين جون ٽڙون، ڍاڪ، سوپاريون ۽ ڦوٽن جي سوڪڙي. پچٽيءَ جي تسند ۽ ان جي پڪيءَ جهڙي پوئين حصي جي وچ ۾ ٽيڪ جي لاءِ ڦاٽل چم جو ٽڪر، جو تند کي سري کان جدا ڪرڻ لاءِ پڌجي، جيئن تند جي آواز ۾ رنڊڪ نه پوي.

- وچرُ ۽ وچرَ: ذ. وڏن ڏندن وارو - نيش وارو - ڏندرو.

- وچ ڪَرڻُ (ڪ)؛ ڍو ڪرڻ - چڙهه ڪرڻ - پيٺ پرڻ.

- وچَ وڃائِڻُ: ڏند ڪرڪائڻ - ڏ مڪيون ڏيڻ - حشمت ڏيکارڻ - ضابطي هيٺ آڻڻ - قبضي ۾ رکڻ.

تڪليف ڏيڻ - صدمو رسائڻ - ڇيهو پهچائڻ - نقصان رسائڻ. نالو ڪيائڻ - مشهوري ڪرائڻ. سوڀ ڪرڻ - فتح ڪرڻ - ڪاميابي ڪرڻ.

● وِ جُ ۽ وِ جُون: ث. (اب. وِ جُ. سن. ودين > وِ دُيُت. پرا. بجلتا. ڪنوڻ - تجلو - آسماني چمڪات. بجلي - وِجلي - برق - بجر - دامني.

- وِ جڙِ ي ۽ وِ جڙِ يُون: ث. وج جو اسم تصغير - ٿورڙي وج - ٿوري ڪنوڻ - ٿورو چمڪات - ٿورو تجلو.

- وِ جُ شڪتي: ث. برق - بجلي. ڪهرٻائي.

- وِ جلي ۽ وِ جلِيُون: ث. بجلي - وِ جُ - ڪِنوڻ - برق - تجلو.

- وِ جُوان ۽ وِ جُوانَ: ذ. برقي - بجليءَ جو.

- وِ جُورو ۽ وِ جُورا (ڪ): ذ. وجڙي ڪسان ٿوري وڏيڪ وج - ڪِنوڻ - چمڪات - آسمان ۾ پري ڪان ٿوري ٿوري وج جو نظر اچڻ.

● وِ چا ۽ وِ چائُون: ث. (سن. وِ دُيا = علم) علم - وديا - سمجهه - ڄاڻ - عقل - پروڙ - ڪَل - ڪَم - گِيان - سُڌ - سمڪ - پُڌي - هوش - فهم - ذهن. هنر - ڪاريگري. دانائي - قابليت - علميت - ڄاڻپ. ڪاريگر - هنرمند - حرفتي - سياڻو - ڏاهو. پهچ - پهچت - هلندي - پُڄندي - طاقت. (ڪ). علاج - پُڪي.

- وِ چاوان ۽ وِ چاوانَ: ذ. پڙهيل - وِ دوان - عالم - فاضل - عاقل - وگيانڪ - سياڻو - سمجهو - هوشيار - ماهر - عالمائو. (ڪتاب) حڪمت جو.

- وِ چائِتو ۽ وِ چائِتا: ذ. وديا وارو - ودوان - علمائتو - وگيانڪ. وِ چاسان - تجويز سان.

● وَچائِڻ: مصدر. (سن. وادُيَہ = واڄو) آواز ڪيائڻ. ڏڪ هڻڻ يا هوا ڏيڻ سان ڪو راڳ جو اوزار هلائڻ. ڍهل يا ڪوبہ ساز وڄائڻ - آواز ڪرائڻ - هڻڻ - ٺڙڪائڻ. (ترار) گهمائڻ - ڦيرائڻ - هلائڻ. ڏڪ هڻڻ. ترار هلائڻ. گفتگو ۾ اثرائتو ڳالهائڻ. (وڄايو - وڄائيندو - وڄايل).

- وَچارائِڻ: مصدر. ٻئي ڪان ساز وڄارائڻ.

- وَچائِي: ث. وڄائڻ جو عيوض - مزوري - اجورو.

- وَچائِي ڇڏَڻ: پري وڄائڻ - زور سان آواز ڪرائڻ. خوب اثرائتي نموني ۾ ڳالهائڻ. سربراهي ڪرڻ - ناماچاريءَ جهڙو ڪم ڪرڻ - مشهوريءَ جهڙو ڪم ڪرڻ - ناموس جهڙو ڪم ڪرڻ. سيکت ڏيڻ - سزا ڏيڻ - تڪليف ڏيڻ - اهنج ڏيڻ - ايذاءُ ڏيڻ - ڏک ڏيڻ - سُور ڏيڻ. فائدي ۾ لکڻ - خلاف وڃڻ - مخالف وڃڻ.

- وَچائِيندَڙُ ۽ وَچائِيندَڙَ: ذ. ساز وڄائڻ وارو - سازينده.

● وڄَتِ وَڄَتُون: ث. آواز (ساز جو). وڄائڻ جو نمونو - ڍنگ - طرز - طرح.

- وَڄَتا: سازن وڄائڻ وارو.

- وَڄَتِ ڪَرَڻ: ڳائڻ تي ساز وڄائڻ.

● وَچَرَ (ڪ): سويل - سوير.

● وِ چِرَڻ: مصدر. ٻڇرڻ - ڏڳڻ - ٻرڻ. ڪامڻ - ڀوسرڻ - ساڙي ۾ سڙڻ - حسد ۾ هڄڻ. منجهڻ - اٽڪڻ - سُوڙهجڻ. خفي ٿيڻ. بيزار ٿيڻ. (وِ چِريو - وِ چرلدو - وِ چريل).

● وِ چِقَ: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● وِ چلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَچَڻ: مصدر. (سن. وادُيَہ = واڄو > وَدُ = ڳالهائڻ) آواز ڪرڻ. ٻاجي جو آواز. لڳڻ - ٿيڻ. ٺڪاءُ ٿيڻ (گهڙيال جا). وقت ڏيکارڻ. شَبدُ - تنوار - پرلاءُ - آچار. ٻولڻ. مشهور ٿيڻ. (وڄيو - وڄندو - وڄيل).

- وَچَنو: ذ. صفت. وڄندڙ - وڄڻ جهڙو. آهو ماڻهو جو کهٽو ۽ اثرائتو ڳالهائي.

- وَچِڻِي: وڄڻ جو آواز. وڄڻ جو ڪم. وڄڻ جي حالت.

● وَچو: ذ. (سن. وادُيَہ = واڄو) وڳو - ٻجو.

● وِ چُو ۽ وِ چا: ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم، ننڍڙو ڳوريت. گدڙ. (ڪ).

● وِ جوُتو: اسم خاص. تعلقي سنيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِچُونُ: اسم خاص. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● وجهہ ۽ وجهہ: ذ. موقعو- ٽاڻو- وقت- وارُ- ولُ- سنجهہ- چڱي گهڙي. ساڃي- سنو- سانگو. ڏتُ- آهاءُ- ٻيلو- تجويز- ڍنگ- انڪل- طرز- طرح- ٽلَ- حيلو- سبب- ٻُل. رِٿ- تجويز. مٿو ڪٽو- ڀُڪِتيُ- انڪل سنڪل- فن فريب. قسم- جنس- ذات- نمونو- هلت- چلت- دستور- رواج- وجِهہُ. رسو- لوڙ- واجهہ. (ٿ).

= وجهائِتو ۽ وجهائِتا: ذ. موقعي يا وجهہ وارو. سولو- سهنجائتو- سهنجو- وقتائتو- مهلائتو- وارائتو- وڙائتو. (ظرف). وجهہ يا موقعي تي.

= وجهہ ٻيچُ: ذ. ٻوري سوري. وُروڪڙُ- وٿ ست.

● وِجهڙو جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ ديهہ جو نالو.

● وِجهڪڻُ (ٿ): ننڍ ۾ وِڦلڻ.

● وِجهلڻُ: مصدر. (پرا. وِجُهہ. سن وِڌيشيءِ. سن. وڪشرڻ). وِڦلڻ- دکي ٿيڻ- دک ۾ جهڄڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ- لڙڪ وهائڻ- هنجون هارڻ- رُئڻ- نئڻ. ڪرڪڻ- ڪنجهڻ- سُس ٻُس ڪرڻ. ڏک ڪرڻ. ڳڻتيءَ ۾ ٻوڻ. رئڻ. پريشان ٿيڻ. ارمان ڪرڻ. (وجهليو- وجهليندو- وجهليل).

= وِجهلُ ۽ وِجهلُونُ: ث. جهجڻ- ڏک ۾ ڳرڻ واري حالت- رُئڻ. ڏک- وِماس- ڳڻتي- فڪر- روڄ راڙو- ڳارو. سڪ- حب- يادگيري- ٻياس- وِنڌ- وِڦل- ٻڪُ ٻڪُ.

● وِجهڻُ: مصدر. داخل ٿيڻ- اوتڻ- ٻائڻ- ليٽائي وجهڻ- هارڻ. داخل ڪرڻ. ڪَپيرڻُ. وهائڻ. رکڻ. پيش ڪرڻ. لڳائڻ. ڀرڻ. ڪيڻ جو ضد. اندر ڪرڻ. ۾ رکڻ- اندر ڦٽو ڪرڻ- کوٺيءَ ۾ بند رکڻ يا ٻُورڻ. سٽيءُ هڻڻ. اخبار ۾ وجهڻ- داخل ڪرڻ- قلمبند ڪرڻ- درج ڪرڻ. ٽيڪڻ- مياڻ ۾ ڪرڻ- مياڻ ۾ تلوار رکڻ. (وڌو- وجهندو- وِڌل).

= وِجهڻيءُ ۽ وِجهڻيُونُ: ث. وجهڻ جو نمونو- وجهڻ جي حالت- ٻلَتَ- اوت. وِڃڻيءُ. (ٿ).

● وِڃائڻُ: مصدر. گُم ڪرڻ. خراب ڪرڻ. هارائڻ- (ٻُسو) ضايع ڪرڻ. گنوائڻ- ڪرهڻ- آڏائڻ- برباد ڪرڻ- تباهہ ڪرڻ- نابود ڪرڻ. ٻگاڙڻ- مُنجهڻ- ڦتائڻ- خراب ڪرڻ- دائيون پاڙيون ڪرڻ- ڊاهڻ- پاڙ پٽڻ- ناس ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- دفع ڪرڻ. رنجائڻ- ايذائڻ- جهورائڻ. (وِڃايو- وڃائيندو- وڃايل).

= وِڃائُو ۽ وَڃائا: ذ. صفت. گم ڪندڙ- وڃائيندڙ- پاڙ پٽيندڙ- کوهيندڙ- برباد ڪندڙ- چٽ ڪندڙ- ناس ڪندڙ- تباهہ ڪندڙ. وڃائُو- چٽئُو- پاٽُو- آڏاءُ- هٿ ڦاڙ- لک لٽائُو- بالفضول- زيانڪار- نقصان ڪار.

= وِڃائي وِجهڻُ: ڏاڍو مارڻ- سيڪت ڏيڻ- سزا ڏيڻ- هلاڪ ڪرڻ- پريشان ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. دنيا پاڻيان ڪيڻ- حال حوالہ وڃائڻ- ناس ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- تباهہ ڪرڻ- نابود ڪرڻ.

● وڃڻُ: مصدر. (سن. وَڃا وج = هلڻ) هلڻ- آسهڻُ- روانو ٿيڻ- پڌارجڻ- لڏڻ- ٽُرڻ. ٽهلڻ. گم ٿيڻ- غائب ٿيڻ- الُوپ ٿيڻ. خراب ٿيڻ. لنگهڻ. گذرڻ. (ويو- ويندو- ويل).

= وڃڻُ ڪهي وڃڻُ: مري وڃڻ- گذر ٿي وڃڻ- اصل ڪي وڃڻ- پٽيءَ نہ اچڻ- مور نہ موٽڻ- وري نہ اچڻ.

= وڃڻيءُ ۽ وڃڻيُونُ: ث. وڃڻ جي حالت- وڃڻ جو نمونو- هلڻي- پنڌُ- رفتار- ٽور- چال- چاڻي.

● وِڃڻُو ۽ وِڃڻا. ذ. (سن. ويجنَ). هوا ڪرڻ جو هٿڻ- پنکو- وجڻو- جهلِيُ.

= وِڃڻائُونُ: ذ. صفت. وِڃڻي جو.

= وِڃڻو ڪرڻُ: پکيءَ جو واءُ جهلڻ.

= وِڃڻو هڻڻُ: هوا هڻڻ- پنکو هڻڻ- وِڃڻو ڪرڻ. ڳالهہ کي وڌائڻ- ڳالهہ کي وائکو ڪرڻ- مخفي راز کولڻ- ڳجهو حال ظاهر ڪرڻ.

= وِڃڻيءُ ۽ وِڃڻيُونُ: ث. ننڍو پنکو- هوا هڻڻ جو پکو.

= وِچيٽيءَ ۽ وِچيٽيئون: ث. ننڍو پنکو – هوا هڻڻ جو پکو.

● وَچيٽو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو. پکيءَ جو هڪ قسم. زربفت جي پرت جو هڪ قسم. انب جو هڪ قسم.

● وِچيٽيانٽئون: اسم خاص. پرت جو هڪ قسم. زريءَ جي پرت جو هڪ قسم.

●وِچُ ۽ وِچَ (ڪ)؛ ذ. واهه – راهه – رستو – ڏڪ – وات – ٻيچرو. اوهي واهي – اجهو آسرو – پر جهلو – آڌار – آڌَ. ڏينهن – حياتي. نصيب – قسمت – بخت – ڀاڳ – تقدير – مقدر.

= وِچَ ڪُٽڻ: ڪُٽي ڪٽڻ – مصيبت اچڻ – اهنج اچڻ – ڏک اچڻ – نصيب ڦٽڻ – بخت وڃڻ – قسمت اونڌي ٿيڻ – ڀاڳ خراب ٿيڻ. واهون بند ٿيڻ – راهون رد ٿيڻ.

= وِچُ لٽڻ (ڪ)؛ واهون لٽڻ – راهون بند ڪرڻ – رستا بند ڪرڻ – ٻيچرا رد ڪرڻ. ڏينهن پورا ٿيڻ – حياتي ڪُٽڻ – عمر وڃڻ.

● وِچُ ۽ وِچَ: ذ. (سن. ٻيچ = الڳ ڪرڻ) مرڪز – ڌُن – ڪَمر – وِچون – درمياني – درمياني نقطو – مرڪز. وچٿرو – وچ وارو – وچون پاڳو. وِڇي – چيتي – ويچو – رنڊڪ – اٽڪ – ناغو. طاقت – سگهه – ٻَلُ – فرق – فراق. جدائي. زور – سمرٿي – وِت – توفيق – وسعت. قوت – طاقت. گنجهه. سگهه – شڪتي – تيج – ست – سامرٿي. راز – ڀيد – ليڪ – پڙدو – هوش. فرق – تفاوت. دبر. فراق – جدائي – ڦوٽائو. ڏڦيڙ – ڦڏو – جهيڙو. مُني – مدار – هڪ هنڌ. اندر ۾ – منجهه. وچ ۾ (جي). (ظرف). ۾ – اندر.

= وِچاتو ۽ وِچاتا؛ وچ وارو – ويچوئو – ٽياڪر – ٿالث – امين. قاصد – مخبر – پانڌي. ڪجهي خبر آڻيندڙ.

= وِچاتيءَ ۽ وِچاتيئون: ث. وچ واري – اچاڙي – ڳلاخور – منافق – ويچوئي. قاصد – مخبر – پانڌي – پيغامي – نياپو پهچائيندڙ.

= وِچاڪيرو ۽ وِچاڪيرا؛ ذ. وچ وارو – وِچون – درميانو. وچين پاڳي.

= وِچاهون: ظرف. وِچائين.

= وِچاڙين: ظرف. وچ منجهان – هڪ جو ٻيو.

= وِچيٽيري: وِچٿرو – وچ ۾ – الٽپ – موچارو – مڌير – معتدل – پوروپنو – واجبي. ڏر وارو. جهپڻ – جهپائڻ.

= وِچٿر ۽ وِچيٽر: ذ. وچولو – درميانو – پوروپنو. موچارو – مڌير – معتدل – واجبي.

= وِچيٽرو ۽ وِچيٽرا؛ وچولو – درميانو – پوروپنو – موزون – واجبي. مڌير – موچارو.

= وِچيٽري: وچ واري – وچولي. سنئين – سڌي – صراط المستقيم.

= وِچيٽرياو: ذ. وچولو – درميانو – پوروپنو – وچ وارو – موزون – موچارو – مڌير. سنئون – سڌو.

= وِچيٽ ۽ وِچيٽ: ذ. وچ وارو – درميانو – پوروپنو – واجبي – مڌير – موچارو.

= وچ ٽپيو: ذ. وچ وارو – درميانو – پوروپنو. ٻن جي وچ ۾ ڳالهائيندڙ – وچ ۾ ٽپو ڏيندڙ – منافق – ٻچاڙو – ڳلاخور – لائي چائي ڪندڙ. ٻن جي ڪمن ۾ دست اندازي ڪندڙ.

= وِچُ ڏيڻ: راز مان واقف ڪرڻ – مخفي ڳالهه ٻڌائڻ – ڀيد ٻڌائڻ – ڳجهه ظاهر ڪرڻ – راز ظاهر ڪرڻ.

= وِچ رهڻ: راز ۾ رهڻ – ڳجهه ۾ رهڻ – ڳالهه دل ۾ سانڍڻ – راز فاش نه ڪرڻ. بردبار ٿيڻ – ليڪو رهڻ. روءِ پوش رهڻ.

= وِچسيرو: وهندڙ واهه جو پورو وچ – وهندڙ واهه جو وچ وارو وهڪرو.

= وِچُ ڪُٽو ۽ وِچَ ڪُٽا؛ ذ. آمين – ٿالث – وچون – ٽياڪر. دخل ڏيندڙ – ٻن جي وچ ۾ ڳالهائيندڙ. منافق – ٻچاڙو – ڳلاخور – دلال – پڙوو – ڪمينو. هٽ ڪرڻ – ملڻ – ستياناس ڪرائڻ.

= وِچ ڪُٽيو ۽ وِچ ڪُٽيا: ذ. دلال – پڙوو – ڏوتو – منافق – ٻچاڙو – پاڙيو – پيٽو.

= وِچُ ڪَتيڻُ: راز پروڙڻ - دل جو ڪجهه ٽٽولڻ - امتحان وٺڻ - ڪجهه معلوم ڪرڻ - احوال معلوم ڪرڻ. سوجهڻ - پرکڻ - جاچڻ - چڪاسڻ - پرکڻ. سَنجهه لهڻ - گلا رو ڪرڻ - سماءُ وٺڻ. اتفاق ٽوڙڻ. نقصان پهچائڻ - ڇيهو رسائڻ - دربدر ڪرڻ - تباهه ڪرڻ - ناس ڪرڻ - چٽ ڪرڻ.

= وِچُ ڪَٽڻُ: اڌ ڪرڻ - حصو ڪرڻ - وائو ڪرڻ - ٻئي ڪرڻ - ڀاڱو ڪرڻ.

= وِچُ کولڻُ: راز ظاهر ڪرڻ - ڀت پڌار ڪرڻ - ڪجهه کولڻ - پاند پڌرا ڪرڻ - وٿا ظاهر ڪرڻ - ڀڙ پڌرا ڪرڻ.

= وِچَ کهٽورو ٿيي وِهڻُ: اڳواڻ - مُکيه - وڏيرو - پٽيل - چوڌري - پريو مڙس. بنا دعوت جي وڃڻ - ريڪوٽ حاضر ٿيڻ - هرويرو مهمان ٿيڻ. چوائڻ.

= وِچُ لَهڻُ: آنت لهڻ - ڪجهه معلوم ڪرڻ - راز پروڙڻ - سماءُ وٺڻ - راز پرکڻ - ڪجهه جاچڻ.

= وِچَ مانُ ڪِرائڻُ ڪَڍڻُ: پاڻ کي ٻئي وٽ لائق - پاڻ کي اڳرو ڪرڻ. سرخرو ٿيڻ - چاپلوسي ڪرڻ - خوشامد ڪرڻ.

= وِچَ ۾ پَوڻُ: مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - همت ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ - ٺاهه ڪرڻ - اتفاق ڪرڻ - ٻڌي ڪرڻ - اتحاد ڪرڻ - ميلاپ ڪرڻ.

= وِچ ۾ هُجڻُ: ضامن هجڻ - ڳالهين جي خبر هجڻ.

= وِچ وارو ۽ وِچَ وارا: ذ. وچ وارو حصو - وچون ڀاڱو. ٻن جي ڳالهين ۾ خيرخواهه ٿيي پوندڙ - وچ ۾ پوندڙ - شفيع - پالَڪ - پَتڪش - ويچو - ثالث - وچون - ٺياڪرُ - امين. دست اندازي ڪندڙ - ٻن جي وچ ۾ دست اندازي ڪندڙ.

= وِچِ واهُو ۽ وِچِ واها: ذ. ٻني جي طرفداري - ڏِرِيڪُ. شفيع - پالَڪُ - پَتڪشُ - ويچو - ثالث - ٺياڪر - وچ وارو. پڙوو - دلو.

= وِچُ وٺڻُ: ڪنهن جو پاسو نه وٺڻ - الڳ رهڻ - عليحده رهڻ - جدا رهڻ. فيصلو ٺاهڻ جي ڳالهه ڪرڻ - وچٿري ڳالهه جو امانتي فيصلو ڪرڻ. ٺاهه جي ڳالهه ڪرڻ - اتفاق جي ڳالهه ڪرڻ.

= وِچَ واڙِيُ: وچٿرا - گڏيل - چڱا ۽ سوچارا گڏيل، درميان - وچولا.

= وِچولو: ذ. صفت. وچولي نموني جو - وچين قد جو. موچارو.

= وِچو وِچُ: وچ - پورو وچ - اندر - درميان - وچون حصو.

= وِچُ وِچاليِ وِهڻُ: پيارو ٿيڻ - پاڻ وڻائڻ - سرخرو ٿيڻ - مقبول ٿيڻ - پسند ٿيڻ. اڳرائي ڪرڻ.

= وِچونُ: ظرف. وچ وارو - وچ جو.

= وِچُ وهڻُ: آبرو پائڻ - مان پائڻ - عزت حاصل ڪرڻ - مرتبو حاصل ڪرڻ.

= وِچُ وَهُو (ڪ): ذ. وچولو - درميانو - پور مارو.

= وِچَ هَٽڻُ: درميانو - وچون - وچ وارو. سؤدي ۾ (رُنڪ).

= وِچَ هَٽيڪو ۽ وِچَ هَٽيڪا: ذ. ٻن هٽن جي وچ جو - امانتي.

= وِچُ هُئڻُ: طاقت هئڻ - سرتي هئڻ - قوت هئڻ - زور هئڻ - ٻل هئڻ. پڌارت هئڻ - ناڻو هئڻ - مال هئڻ - زر هئڻ.

= وِچِينُ: ث. صفت. وچ واري. وچين ۽ جو وقت - عصر.

= وِچِينُ آگُر: ث. وچ واري آڱر. بدمعاش - جهڳڙالو. جهيڙا وجهائيندڙ.

● وَچارَڻُ: مصدر. چيڙائڻ - ويچارڻ - ويچارا ڏيڻ.

● وِچارَڻُ: مصدر. خيال ڪرڻ - ويچارڻ - سوچڻ - خيال ڏوڙائڻ - سمجهڻ - پروڙڻ - پرکڻ - ڀالڻ - ارادو ڪرڻ. (وچاريو - وچاريندو - وچاريل).

= وِچارُ ۽ وِچارَ: ذ. ويچار - شڪتي - ڌيان - خيال - سوچ - سمجهه - غور - خوض - ڪٿت. عيب - اوڻائي - ڪمي - کهٽتائي.

= وِچارو ۽ وِچارا: ذ. ويچارو.

● وِچانُ: ظرف. وچ مان.

= وِچانُ پَٽڻُ: ملهه جو وارو - ملهه جو انگ - ڪُشتي وڙهڻ جو انگ. چڪي پٽڻ.

= وِچانُ پَرُدا ڪَجَڻُ: دوئي دور ٿيڻ - شڪ شبها هليا وڃڻ - پيائي نڪري وڃڻ - غير نڪري وڃڻ. دوستي پڪي ٿيڻ - محبت جو يقين ٿي وڃڻ.

= وِچانُ ٿيَڻُ: ٻن ڌرين جي وچ ۾ هوڻ. ماڻهو جو وارو ڪرڻ.

= وِچانُ ڏيَڻُ: ماڻهو جو وارو - ڇڪي ڪشڻ.

= وِچانُ ڪَيَڻُ: ڇڪي ڪڻڻ - هيٺي ڪڻڻ - زمين تان ڪشي ڪڻڻ - زور ڏيڻ.

= وِچانُ وَرَڻُ: ماڻهو جو انگ، اڳيان اچڻ، ڪوڏن تي آڏ ڏيڻ.

= وِچانُ وِهَڻُ: وچ ۾ ويهڻ.

= وِچانهُونُ: وچولو - وچائين - وچ مان - وچان لنگهي وڃڻ. رستو - راهه - واٽ - دڳ - پيچرو - مارڪ - سڳُرُ - سيرو - سيرُ - ڏَبُ. دستور - رواج - رسم - وجه - وڻينگ - ونگ - طرح - طرز - طرف - پاسو. پند - دوري - سفر - پار - گت - چال چلڻ - اطوار - روش.

= وِچانڊَرُ ۽ وِچانڊَرَ: ذ. وِيُچاندرُ. فرق - تفاوت.

= وِچا واهُو: آمين - ٽياڪر - ثالث - فيصلو ڪندڙ.

● وِچِتِرُ ۽ وِچِتِرَ: ذ. (سن. وِچِتِرَ) عجيب - حيرت انگيز - حيرت ۾ وجهندڙ. نرالو - نيارو.

● وِچِتِرالُ: ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ قسم (قدم ۽ راو گڏيل).

● وِچِرَڻُ: مصدر. (سن. وَچِلَتِ = نئين وات تان ڪسڪي وڃڻ) گهبرائڻ. بي صبر ٿيڻ. حيران ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - خفي ٿيڻ - مُنجهڻ - خفا ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ - رنج ٿيڻ. منيان لڳڻ - چڙ ڏيارڻ.

"چند چئين حق، جي وڙهين جي وچرين"
(شاهه).

(وچريو - وچرندو - وچريل).

= وِچِرائِڻُ: مصدر. ڪاوڙائڻ - رنجائڻ - ڏکوئڻ - ناراض ڪرڻ - ڏمرائڻ - ڏنجهائڻ.

● وِچِڙُ ۽ وِچِڙَ (ڪ): ذ. وچون رسو - وچين نوڙي. جيئن اٺ جي جندن تي وري جا پٺي چيڙا رکي، وري ڪي وچ ۾ مضبوطيءَ سان پڌل رسو، جيئن واچ يا مينهن ۾ ڪري نه پوي، ڪوهستاني زالون طوفاني برسات ۾ ان رسي جي خاص خبر رکن.

● وِچُڙُ ۽ وِچُڙَ: ذ. وَڪَڙُ - وَرُ - پيچ - مروڙ - وراڪو.

● وَچُڙالُ ۽ وَچُڙالَ: ذ. آٿُ - متيو - چانگو - توڏو. رلو - رڃ هلندڙ جانور.

● وَچُڙَڻُ: مصدر. (سن. چِنَبُ = چڙڻ). چِڙَڻُ - ڪاوڙ ڪرڻ. ويڙهي وڃڻ. چنبڙڻ - جهڙڻ - لڳڻ - جهلڻ - جهڙڻ - پڪڙڻ. وڻڻ. ويڙهڻ - لپيٽڻ - وراڪڻ. ليلائڻ - عاجزي ڪرڻ - منٿ ڪرڻ. پڪڙڻ - (مرض) ڦهلجڻ. (وچڙيو - وچڙندو - وچڙيل).

= وَچُڙُ ۽ وَچَڙُونُ: ذ. چنبڙ - چهٽ - جهٽ - پڪڙ - لپيٽ - وراڪ - ڪيڪڙات - منٿ. پڪڙ - ڦهل. لڳڻ واري حالت.

= وِچِڙَندڙُ مَرَضُ: ذ. پڪڙيندڙ بيماري - وچڙندڙ بيماري.

= وِچِڙِيُ هُوَڻُ: وڙهي پوڻ - جهيڙو ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ - اٽڪي پوڻ - ڳنڍجي پوڻ.

● وَچَنُ ۽ وَچَنَ: ذ. (سن. وَچُنَ > وَچُ = ڳالهائڻ) لفظ. ٻولي. گفتگو. ٻول - انجام - وعدو - سخن - قول - اقرار - پرتگيا - پرڻ - ڪلام - ڳالهه. سنهن - ويساهه - قسم - ساک. پت - ڏَتُ پتُ.

= وَچَنُ ڏيَڻُ: انجام ڏيڻ - ٻول ڏيڻ - قول ڏيڻ - اقرار ڏيڻ - سنهن ڏيڻ - ساک ڏيڻ - ويساهه ڏيڻ.

= وچَنُ ڪَرَڻُ: انجام ڪرڻ - وعدو ڪرڻ - ٻول ڪرڻ - سخن ڪرڻ - ڪلام ڪرڻ - زبان ڪرڻ - اقرار ڪرڻ.

- وچَنُ وَنَڻُ: ٻول وٺڻ - وعدو وٺڻ - انجام وٺڻ - اقرار وٺڻ - زبان وٺڻ - قسم وٺڻ - سُنهن وٺڻ - ساک وٺڻ - ويساهه وٺڻ. ڪنهن ۾ ڏرمي ڪتاب سان ۾ لفظ پڙهڻ.

- وچنيي: ذ. صفت. وچن جو - وچن وارو - ٻول ڏيندڙ - انجام ڏيندڙ - وعدو ڪندڙ - اقرار ڪندڙ - زبان ڪندڙ - سُخن ڪندڙ.

● وِچو ۽ وِچا: ذ. ٽيڪ - آڌار - آڏ - آسرو - جهتل. ڪارو سڳو جو لانيدين جي وچ ۾ ٻڌجي. (ڪ).

● وِچُورَڻُ: مصدر. (سن. وَچ = ڳالهائڻ). وچور ڏيڻ - تفصيل ڏيڻ - سربستو احوال ڏيڻ - ڪيفيت بيان ڪرڻ - تفصيلوار نروار ڪرڻ - نروار ڪري ڏيکارڻ - ظاهر ڪرڻ. تفصيلوار بيان ڪرڻ. (وچوريو - وچوريند و - وچوريل).

- وِچُورُ ۽ وِچُورَ: ذ. وِڏيت - وچوڙ - تفصيل - ٻرچون - سلسليوار - مفصل - سمجهاڻي. ڪن ٻـ اسمن جي تفصيل ڪي چئجي.

- وِچُورُ وِجهَڻُ: مصدر. ليکو ڪرڻ - حساب ڪرڻ - تفصيل وجهڻ - سلسلو ڏيڻ.

● وِچُوڙَڻُ: مصدر. تفصيل ڪيڻ - سلسلووجهڻ - حساب ڪيڻ - ليکو صاف ڪرڻ.

- وِچُوڙِيُ ۽ وِچُوڙِيُون: ث. ڪکائين گهر جي وچ ۾ جهاڙن ۽ ڏوڙن سان ٻڌل ڏاڳو - لانيديءَ جي وچين ڪاٺيءَ ۾ ٻڌل ڏاڳو - ڏاس جو نهيل ڏاڳو - نوڙي.

● وِچولو ۽ وِچولا: ذ. وچون - درمياني - وچٿرو. ذ. سنڌ مُلڪ جو وچون حصو.

● وِچَولو: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِچُونُ ۽ وِچانُ: ذ. وچوارو - پورو پنو - درمياني - وچٿرو.

- وِچُونُ ڪَچو ٿِيَڻُ: خوشامدي ٿيڻ - چاپلوس ٿيڻ. راز محرم ٿيڻ - ڳجهي حال ۾ شريڪ ٿيڻ - ڳجهو سماءُ لهڻ.

- وِچُونئُوهُ: وچوارو - پوروپنو - درمياني - وچٿرو.

وچولي ماپ جو - پوري پني ماپ جو - اڙو جهڙو - واجبي. آلپ - موچارو - مُديم - معتدل.

● وِچُونُ ڏَهَرُ (ٿ): ذ. تعلقي چاچڙي ۾ ڏهر يا پِٽَنُ جي وچواري آباد ميدان جو نالو.

● وِچُونُو ۽ وِچُونا: ذ. وچ ۾ هلندڙ - ٻن جي وچ ۾ ٻوندڙ. دلال - ٺياڪر. ثالث - امين - مشير.

● وِچُويو ۽ وِچُويا (ل): ذ. وچ ۾ پوندڙ - ٻن رٺلن کي پرچائيندڙ. دلال - ٺياڪر - منصف - ثالث - امين - مشير.

● وِچِينُ ۽ وِچِيُونُ: ث. ٻن پهرن ۽ سانجهيءَ جي وچوارو وقت - ٽپهري - مسلمانن جي نماز جو هڪ وقت - نماز مغرب کان سج غروب ٿيڻ کان ڪجهه اڳ وارو وقت. ملهه ۾ ٽنگن جي وچان هنيل انگڙو - جانٺو. چيچ کان ٽيون نمبر آڱر جو نالو.

- وِچِينُ آڱُرِ: ث. هٿ ۾ وچواري ڊگهي آڱر. شودو - بدمعاش - اوباش - ڪالينگهو - ٻچاپڙو - وچڪٽيو - گلا خور - چيٺا پور. منافق - دلال - پڙوو - پهنو - ڪمينو - لچو - لفنگو.

● وِچِينُ آڱُر ٻَڌجَڻُ: مقبول ٿيڻ - معزز ٿيڻ - معتبر ٻڌجڻ - شريف ٿيڻ - قبول ٿيڻ. ٺهي ٺڪي رئيس ٿي پوڻ - وڏيرو ٿي پوڻ - ٻچاپڙو ٿي پوڻ. بدمعاش ٿي پوڻ - هٺيل ٿي پوڻ - چوڌري ٿي پوڻ - پريو مڙس ٿي پوڻ - اوباش ٿي پوڻ - منافق ٿي پوڻ. دلال ٻڌجڻ - وچڪٽيو ٻڌجڻ - چيٺا پور ٻڌجڻ.

- وِچِينءَ جو وقتُ: ٽپهريءَ جو وقت - نماز جو ٽيون وقت.

- وِچِيڻ ڪاٺَ: ٽيڙهي ڪَتَرَ - آڏي وڍ - آريبي وڍ.

- وِچِيڻ هَڻَڻُ: ٺڳي وجهڻ - ڪُپت ڪرڻ - فريب ڪرڻ - دغا ڪرڻ - کهيي ڪرڻ - کوٽ ڪرڻ.

● وچَ ۽ وچُونُ: ث. (سن. وتس = ٻار) مينهنِ جو مونث ڦر - ننڍي مينهن. ننڍو مادي ڦر مينهنِ جو - ٻاڏِي - ٺِهاڻ.

= وَچارُ ۽ وَچارَ: ذ. وڇنّ وارو ۽ انهن جو چاريندڙ. وَچون ڏاريندڙ- مينهن جا سادي ڦر پاليندڙ- وڇن وارو- ميهار.

"تار تـرنـدس، لنڌ لنگهندس،
ونديس وٽ وچارَ ساهر سائر سيڻ ۾."
(سهڻي شاهه)

● وچاتُ ۽ وچاتَ: ذ. (سن. وِيُوَسايہ = واپار) ڀهراڙيءَ جو واپاري. سوداگر- واپاري- وڻجارو. پلاوٽو- مُنيب. ٻلن جو ٻڌو خريدار. مزمان. ڀهراڙيءَ جو رهاڪو. ڳوٺاڻو- ڄٽ.

= وچاتپڻو ۽ وچاتپڻا: ذ. صفت. دلالي- ٻچاپڙائي- منافقي- ڏوتياڻي- ڀڙوت.

= وچاتڪو ۽ وچاتڪا: ذ. صفت. واپارڪو- وڻجارڪو- سوداگرائو- تجارتي- واپار بابت- واپارڪو.

= وچاتي ۽ وچاتيءَ: ذ. سودو واپار- تجارت- وڻج- وچاتي- سوداگري. ڏندو- پيشو- ڪرت.

● وِچتُ ۽ وِچتَ (ل- ڪ): ذ. صفت. چار آڱر ماپ- چاڙ ڪي. وِڇائتو- ٿورو پري- پرپرو.

● وچاٿو ۽ وچاٿا (ڪ): ذ. سڌريل- زمين جو ٽڪر. سنواريل زمين جو ٽڪر- ڪڙَنڙ ڪٽل زمين جو ٽڪر.

● وچاڙَ ورڻُ: تمام طاقت هئڻ. جسم تي گوشت هئڻ. ٿلهو. متارو- سگهو- طاقتور.

● وچاڻُ ۽ وچاڻَ (ت): ذ. هند- بسترو- ٽپڙ- گلم- غاليچو. کيس. پٿرائي.

● وِچاٿُو ۽ وِچاٿا: ذ. (سن. وِسٿرَ = بسترو) بسترو- هند.

● وِچائڻُ: مصدر. پکيڙڻ- وڇائڻ- ڦهلائڻ- پٿارڻ- وِکيرڻ. پٿيرڻ- کولڻ. (وِچايو- وِچائيندو- وِچايل).

● وَچائتُ ۽ وَچائتَ: ذ. دلال- واپاري- وڻجارو- سوداگر. خريداري. ٻچاپڙو- منافق- ڏوتو.

= وَچائتپائي: ٻچاپڙائي- ڏوتياڻي- لائي چائي- منافقي.

● وِچائڻُ: مصدر. (سن. وِسٿرَ = بسترو) ويڪرو ڪرڻ. پٿيرڻ- پکيڙڻ- ڦهلائڻ- وکيرڻ- کولڻ. (وچايو- وچائيندو- وچايل).

= وِچارائڻُ: مصدر. پٿارائڻ- کولارائڻ- ڦهلارائڻ- پکڙائڻ.

= وِچائي ڇڏڻُ: پٿارڻ- کولڻ- وکيرڻ- ڦهلائڻ. ڏاڍو مارڻ- سيڪت ڏيڻ- سزا ڏيڻ- بيهوش ڪري ڇڏڻ- ليٽائي رکڻ- وچائي وجهڻ- حال احوال ڪان ڪيڏي ڇڏڻ- ڪنهن ڪم جو نہ رکڻ. ضايع ڪرڻ- ناس ڪرڻ- تباهہ ڪرڻ.

= وِچايان وارَ: مٿي سائٽي ڪرڻ- سڳابندي گڏيڻ- نئون ناتو جوڙڻ- نئون رستو ٺاهڻ- عزازت پيدا ڪرڻ.

● وِچِرَڻُ (ت): مصدر. ٿورو پاڻي وجهي لوڏڻ سان ٿانوَ ڌوئڻ- آگهارڻ- چاچولڻ- جهنجهورڻ. (وچريو- وچريندو- وچريل).

= وِچر: ڌوٻ- وِچور.

● وَچِرُو ۽ وَچِرا (ت): ذ. وات جو ويڪرو- وات جو گندو- وات جو هلڪو- سفلو. ڪرڙو- ڪمينو. خراب- ڪينو- واهيات- بدفضيلتو.

● وِچِڙڻُ: مصدر. (سن. وِڇِدَ > وِڇڙ = جدا ڪرڻ) جدا ٿيڻ- الڳ ٿيڻ- علحدو ٿيڻ- ڏار ٿيڻ. پري ٿيڻ- هٽي وڃڻ. وچڙي وڃڻ. (وچڙيو- وچڙندو- وچڙيل).

● وَچِڙو ۽ وَچِڙا: ذ. (سن. وَتس = وَچُو) پاڏو- وڇ. گاهو- ننڍو گانءِ جو ڦر. پاڏو. (ٿ. وچڙي ۽ وَچڙيون).

● وِچِنٺڙو ۽ وِچِنٺڙا: ذ. پيرن جي آڱرين ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم.

● وِچِڻ ۽ وِچِڻيون (ڪ): ٿ. چاريءَ کي ڪاٺي، رَچوَ کي نقصان پهچائيندڙ مُنگيرَيُون (رڇ جي چاريءَ کي پاڻيءَ ۾ سڪڙجي وڃڻ کان روڪڻ لاءِ لوهي چلا).

● وِچِٿي (ٿ): ٿ. پيرن جو سنهون سُور.

● وَچُو ۽ وَچا: ذ. (سن. وَتسَ) مينهن جو پاڏو- ڪونهون. سانهہ.

- وچي ج وچيون: ث. سينهن جو مادي ڦر- وچ- ڀاڏي- ڪواهين.
● وِڇوٽي ج وِڇوٽيون: ث. (سن. و = پري + ڇِتَ = ڇِنَڻُ). مفاصلو. تفاوت- وِڇو. مُهلت. وڇوٽي- مدو- ڪَڻ- عرصو- ڇيٽي- ناغو- فرجو- ڪٿو- ساهي. وٿي.
● وِڇوڙڻُ: مصدر. (سن. وِ + ڇِدُر = جدا ڪرڻ). وڇوڙو وجهڻ- جدائي وجهڻ- الڳ ڪرڻ- جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ- پري ڪرڻ- دور ڪرڻ. ڇِنِ ڪرڻ- وِڪر ڪرڻ- آزاد ڪرڻ- خلاصو ڪرڻ- نيارو ڪرڻ. (وڇوڙيو- وڇوڙيندو- وڇوڙيل).
- وِڇوڙ ج وِڇوڙ: ذ. وڇوڙو- جدائي- دوري- ڦوڙائو- فراق- برهه- آڇات- آزادي. وڪرائي- ڇڙوڇڙ.
- وِڇوڙو ج وِڇوڙا: ذ. وڇوڙائي- جدائي- دوري- ڦوڙائو- فراق- برهه- آڇات- آزادي. وڪرائي- ڇڙوڇڙ- الڳائي- الڳ.
- وِڇوڙيو ج وِڇوڙيا: ذ. جدا ٿيو- الڳ ٿيو- ڌار ٿيو- نيارو ٿيو- علحدو ٿيو.
- وِڇوڙي ج وِڇوڙيون: ث. سُنهن جي وچ ۾ ڪارو ڌاڳو، جو اڪثر زالون سونهن خاطر ٻڌن.
● وِڇُون ج وِڇُون: (سن. وِرشچڪَ. پرا. وِڇوڻ). پٽون- ڏکي ڍنگ سان ڏنگيندڙ زهري جيت جو هڪ قسم (اُن کي ساڙي خاڪ ڪري پين دوائن سان ڳڏي معجون ٺاهي ڪارائجي ته مثاني جي پٿري ۽ ڪنگهه لاءِ مفيد آهي). چاندي جي زيور جو هڪ قسم، جو پيرن ۾ پائجي. آتشبازيءَ جو هڪ قسم. پرت جو هڪ قسم.
- وِڇُونءَ جيان ڏنگڻُ: ستائڻ- اهنجائڻ- آزارڻ- ڏکوئڻ- تڪليف ڏيڻ- نقصان ڏيڻ- ڇيهو پهچائڻ.
- وِڇُونءَ جي ناني: ث. ننڍي جيت جو هڪ قسم.
- وِڇُون وِڙهڻ: سڄڻ جي وڻ جو هڪ قسم.
- وِڇُون وَڻُ: ذ. ڪَرَنتَدَ- (ٻج). آنگڻ.
- وِڇُونءَ وارا ڏنگ هڻڻ: عذاب ڏيڻ- ايذاءُ ڏيڻ- ڏک ڏيڻ- ستائڻ- ڇيڇلائڻ- رنجائڻ.
- وِڇُونءَ واري عادت رکڻ: دل آزاري ڪرڻ جو شيوو ڌارڻ- (سڀڪنهن کي) رنجائڻ- ستائڻ- پِٽائڻ- ڏکوئڻ- نقصان پهچائڻ- ڇيهو رسائڻ- جوکم ڏيڻ.
- وِڇُون جهوڙ: لاک رتي آنَ مان ٺهيل وڏو ٺونٺر جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڪچ ڪوڏيون وغيره ڳتي زالون ڳهرن جي ڇت جي وچ ۾ سونهن نزاڪت لاءِ ٽنگيجن). جهوڙو.
- وِڇُون هڻڻ: آزاريندڙ هڻڻ- ڏکوئيندڙ هڻڻ- رنجائيندڙ هڻڻ- ستائيندڙ هڻڻ- پِٽائيندڙ هڻڻ.
- وِڇونٽڙو ج وِڇونٽڙا: ذ. پٽون- زهري جيت جو هڪ قسم. آتشبازيءَ جو هڪ قسم. پيرن ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم.
● وِڇوئان: مُنڊين جو هڪ قسم.
● وِڇوڻ: ث. جيت جو هڪ قسم.
● وڇيرَ ج وڇيرون: ث. (سن. وتسَ). مينهن جو مادي ڦر- ننڍي وڇ- ڀاڏي.
● وڇيرُ ج وڇيرَ: ذ. ڳاٻو- وهڙو.
● وِڇيرڻُ (ل): مصدر. ڏٿڻ- صاف ڪرڻ- آڪهارڻ- ڇاڇولڻ. ڇڇولڻ. (وِڇيريو- وِڇيريندو- وِڇيريل).
● وڇيرو ج وڇيرا: ذ. (سن. وتسَ = وڇو). گهوڙيءَ جو نر ڦر- گهوڙيءَ جو ننڍو ٻچو. ٻهاڻ. (اسم خاص). تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ ديهه جو نالو.
- وڇيري ج وڇيريون: ث. گهوڙيءَ جو مادي ڦر. (اسم خاص). ٿر ملڪ ۾ هڪ ڏهر جو نالو.
● وڇيڙو ج وڇيڙا: ذ. (سن. وتسَ). گهوڙيءَ جو ڦر- ٻچو- تازو ڇاول ڦر.
● وِڇين: ث. ڇڇي- ڪِرڙي.
● وحدانيءَ: گفتگو- ڳالهائڻ- وظيفو- ورد. هرڪنهن ڳالهه جو ذر ذر چوڻ. عادت- فطرت. ضد.

— وحدانيءَ لڳڻ: وظيفو پڙهڻ لاءِ ڪنهن ڳالهه کي وري وري وچائڻ - دهرائڻ.

● وحدانيت: (ع). هيڪڙائي - اڪيلائي - يڪتائي. يگانگي. هڪ هئڻ - هڪڙو هئڻ. هڪ ڏڻي تعاليٰ. (اهو عقيدو جنهن موجب خدا جي ذات هڪ آهي، ديوي ديوتائون ڪوڙا ميچيا آهن، عبادت رڳو خدا تعاليٰ جي ڪبي آهي، اهو عقيدو جنهن موجب واجب الوجود رڳو هڪ ئي آهي).

● وحدت ۽ وحدتون: ث. (ع). هيڪڙائي - يڪ وجودي - ايڪتا - ايڪائي - فرديت - تنها هي - اڪيلائي. توحيد. ميلاپ - ايڪو - اتفاق - يگاني - (ٻڌي يا ڪثرت جو ضد). مقرر عادت.

— وحدت الوجود: ذ. سموري موجودات کي خدا تعاليٰ جو وجود ڪري ميڄڻ - ڪائنات جي هرذري ذري کي خدا تعاليٰ جو وجود سمجهڻ. قدرت جي پيدا ٿيل شين کي خدا تعاليٰ جو وجود سمجهڻ.

● وحدت تان: هيڪڙائي مان - اڪيلائي مان - يڪ وجوديءَ مان - تنهائيءَ مان.

— وحدت تي وڃڻ: عادت تي وڃڻ - ورد تي وڃڻ - وظيفو تي وڃڻ. مقرر هير ٻڌجي وڃڻ.

— وحدت وِيا: وحدت ۾ ويا.

● وحد پوڻ: شوخ ٿيڻ - بي ادب ٿيڻ - نرلجو ٿيڻ - حال احوال کان نڪرڻ - وجد ۾ پوڻ - گهڻ ۾ پوڻ - ٻئي ڪنهن جو خيال نه ڪرڻ.

● وحده: هو (الله تعاليٰ) هڪ آهي - هو هڪڙوئي آهي.

— وحده لاشريڪ له: هو هڪڙو (آهي). ناهي ڪو شريڪ هن جو يا هن سان.

● وحش: ذ. صفت. (ع). وحشي يا جهنگلي جانور. مرون. ڊور. جهنگلي جانور - خراب - بد - زشت. ٻچڙو ڪنو.

"رسنو سو ريشان کي وجوش وٺاءِ."

(آبري - شاهه)

— وحشت ۽ وحشتون: ث. جهنگلپڻ - جانورن جهڙي حالت. جانورن وانگر انسان کان نفرت. ظلم. ڀؤ. خوف. سودا - خفقان - گهبراهٽ. جنون - چريائي - ديوانگي. حيوانيت. جهالت. آداسي - مايوسي - بيچيني.

— وحشت زده: خوف ۾ ورتل - ڊپ ۾ ورتل - خوفائتو - ڊپائتو - گهبرايل.

— وحشي ۽ وحشِي: ذ. صفت. جهنگلي - ان گهڙيو. ظالم - خوفائتو. سنگدل - ڪٺور - بي رحم - نردئي - قهار - ڪٺيل. جانورن جهڙي هلت ڪندڙ. چريو - جنوني.

● وحوش: ذ. جمع وحش جو. جهنگلي جانور - مرون. ڊور.

● وحي ۽ وحيِ: ذ. (ع). خدا جي طرفان آيل حڪم (ڪنهن ملائڪ جي هٿان) - ٻڌ رائي - لسانِ غيب - بشارت آڪاس - وائي - الهام. نئين خبر. دل ۾ ڪا ڳالهه وجهڻ. الله جو ڪنهن ماڻهوءَ کي پيغام پهچائڻ. لڪي ڳالهه چوڻ - گجهه ۾ ڳالهائڻ. اشارو ڪرڻ. خدا جو پيغام - ڏکيل ڳالهه - نرم سخن.

● وحيد: ذ. صفت. (ع. وحد). اڪيلو - هڪڙو - يگانو - تنها. الڳ.

● وِد ۽ وِدَ (ک): ذ. عهد - وعدو - انجام - اقرار - قول - ٻول - وچن - پرن - ساک - دوئي.

● وِداع ۽ وِداع: ذ. (ع). موڪلائي - رخصت - چوٽي - الوداع - خدا حافظي - آسرو الله جو - الله تهار.

● وِدائي: ذ. هلوائي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● وِدمان: صفت. (سن وِديمان). حاضر - موجود - هڪيو.

● ودڻ (ت): مصدر. ٻيهڻ - ڪڙو رهڻ - اپو رهڻ. وڌڻ. جهلڻ - ٻڪڙڻ. (وديو - ويندو - وديل).

● وِدوا ۽ وِدوائون: ث. بيوه - رن زال - رن - ڏنيل - ڏني - ٿلانو نتي - ڏها ڳڻ - رنڙي - وڌوا.

● وِدوان ۽ وِدوان: ذ. صفت. وِديا + وان). ودياوان - عالم - ڄاڻو - ماهر - عاقل - فاضل. هوشيار - علم وارو - ڄاڻ وارو - پروڙ وارو - سمجهه وارو. هوشوان - هوش وارو - هوشمند. تعليم يافته - پڙهيل - پنڊت.

● وِدِيا ٿ وِدِيائُون: ث. (سن). علم - سائينس - ڄاڻ - پروڙ - ٻُڌي - عقل - هوش - فهم - ذهن - گيان - ٻُوجهه - سمجهه. گن - فن - ٻُڌ - دانش - واقفيت. حقيقت. هندن ويدن کي چوڏهن قسمن ۾ ورهايو آهي. چار ويد - ويدن جا ڇهه انگ، يعني، صرف، نحو، عروض، بيان، هئيت. پراڻ يعني آرهيات.

▬ وِدِيا ڏِيڻُ ڪَرَڻُ: سکيا وٺڻ - علم پرائڻ - تعليم حاصل ڪرڻ - گيان حاصل ڪرڻ.

▬ وِدِيارٿِي: ذ. صفت. شاگرد - سيکڙات - طالب العلم - سکندڙ - پڙهندڙ.

▬ وِدِيالو: ذ. وِديالي - وديا وٺڻ جي جاءِ.

▬ وِدِيالِيہ: ذ. مڪتب - علم جي جاءِ - مدرسه - درسگاهه - سڪول - ڪاليج - مڪتب - پاٺشالا.

▬ وِدِياوانُ ٿ وِدِياوانَ: ذ. صفت. ودوان - عالم - فاضل - عاقل - ڄاڻو - پڙهيل - علمي - هوشيار - وگيانڪ - قابل - ڏاهو - سياڻو - سمجهو - ذهين - هوشمند - هوشوان.

● وِديسُ ٿ وِديسَ: ذ. (سن. وِديش) پرديس - پرائو ملڪ - پرائو ڏيهه - ڌاريو ملڪ - ڌاري جاءِ - ڌاريو ماڳ - ڏورانهون ملڪ - غيروطن - ولايت.

● وِديشُ ٿ وِديشَ: ذ. صفت. (سن. وديش < وِ = پري + دِيش = ملڪ) ڌاريو ملڪ - غير وطن - پرائو ڏيهه - ڌاريو ماڳ - ڌاريو ملڪ - پرڏيهه - غير ملڪ - پرديس.

▬ وِدِيشِي ٿ وِدِيشِي: ذ. صفت. غيرملڪي - پرڏيهي. غير - ڌاريو - پرديسي - ٻئي ملڪ جو - ڌارئي ڏيهه جو - غير وطني. راهي - مسافر - پرائو - پرڏيهي.

● وَڌِ: ث. (سن. وَرُ (ي) ڌِ = واڌارو) واڌ - واڌارو. ترقي - زيادتي. وڌيڪ - زياده - گهڻو - ٻهون - جهجهو - گهڻ - جال - سرس - ڪائيو - سبيل - گهڻي ئي - گهڻيءَ وارو - سگهو - سڀاڀو - آسودو - سگهي.

▬ وَڌِ پَوَڻُ: گهٽتائي ٿيڻ - ڪا مصيبت اچڻ - بدسوڻ ٿيڻ - آفت. ڪنهن حادثي سبب ماڻهو مرڻ.

● وَڌِ ٿِيِنِ: ندا. شال وڌ هُجين - شال سکيو هجين - شال آسودو هجين - شال سلامت هجين - شال زنده رهين - دعا جو هڪ قسم.

▬ وَڌِ واڌِيرو؛ گهڻو زياده - گهڻو وڌيڪ - تمام جهجهو - تمام ٻهون - جال - سرس.

▬ وَڌِ وِڌِيرِي (ت): ڪٿي ڪان وڌيڪ چڙهت. چاڙهو - زيادتي. چڙهي لڳڻ - وڌي ڪا شيءِ هئڻ.

▬ وَڌَ وَڌِيرو (ت): زبردست ماڻهو - خراب ماڻهو - بدلڇڻ انسان - بدنام - خوار.

● وَڌُ ٿ وَڌَ (ک): ذ. ڀت وغيره جي ونڊ - گهرجي ماني - گهر جي لاءِ ڀت.

▬ وَڌَپَ ٿ وَڌَپُون: ث. وڌڻ جو ڪم - ونڊ ڪرڻ - ورچ ڪرڻ - تقسيم ڪرڻ - ورهاست.

● وَڌِ: شاستر جو حڪم - پوريءَ ريت.

▬ وَڌ نِکِيدِ ڪَرَڻُ: ويچار سان لکيڙ ڪرڻ - جوڳ اجوڳ ڏسڻ.

● وِڌِ: ث. (سن). هندن ۾ آها ناپاڪائيءَ جي حالت (جنهن ۾ فوتيءَ کي سنان سرب هٿ نه اچي). ٻليءَ کي مارڻ ڪري ٿيل ناپاڪائي. رسم جو هڪ قسم، جو هندن ۾ ٿئي، جيڪو ماڻهو گناهه ڪري مري وڃي ته پوءِ آنهيءَ سُٺي ماڻهوءَ جا گناهه پاپ سڀ گهر جا پاتي پاڻ تي کڻن، ۽ انهيءَ پاپ لاهڻ لاءِ خيراتون دان پُنج ڪن. حقيقت - سڌ - پروڙ - سماچار - خبر چار.

▬ وِڌِ پوڻُ: ٻنا سنان سرب جي موت ٿيڻ ڪري، ڇوت جو لڳڻ يا پاپ جو لڳڻ.

▬ وِڌِڙِيو ٿ وِڌِڙِيا: ذ. صفت. وِڌ لڳل - گنهگار - پاپي - ظالم - ڏوهي. خراب ماڻهو.

▬ وِڌِ لڳڻ: وِڌِ پوڻ.

▬ وِڌِ ڪَرَمُ: وِڌ لهرائڻ جي ڪري. معاف ٿيڻ جهڙو ڪم، جو ڪنهن پاپي ماڻهوءَ ڪان ڪرائڻ واري حالت.

▬ وِڌِ لهرائِڻُ: وِڌِ پوڻ جي پاپ جو پراچت ڪرڻ. گناهه جهڙي ڪم کان ڇوٽڪارو

حاصل ڪرڻ - ڪيتو لوڙڻ - پري ڏيڻ - پراسچت ڪرڻ - ڪنارو ڏيڻ.

● وَڏا: وڏائُ - زياد تي. (اسم خاص). تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِڏاتا ۽ وِڏاتاٿون: ذ. (سن. وِڏاتر) قسمت جي ديوي. ڇٽي - ڀاڳ - نصيب - قسمت.

● وِڏاپ: سونُ ڀورو صاف ٿيل نه هجي - سون صاف ڪرڻ وقت سون جي ڦٽي ٿيڻ جي حالت.

● وَڏاري اچڻُ: ان ڪڍي اچڻ.

● وَڏا نوي: صفت. نوانوي - هڪ سؤ مان هڪ انگ گهٽ وارو عدد.

● وَڏائو: ذ. (سن. وَرڌ = وڌڻ) واڌائي - مبارڪ - واڌائو. شادمانو - خوشيءَ جو وقت.

● وَڏائي (ت): اسم خاص. ذات جو نالو.

● وَڏاوڙو ۽ وَڏاوڙا: ذ. ڀت کان ٻاهر نڪتل حصو (ڇت جي ڪام جو). ڪنهن به جاءِ جي ماڙيءَ جو ٻاهر نڪتل ٽڪر - ٽٽُ - بناءُ - ٺاهُ - سينگار (جاءِ ۾) - ٺاهه ٺوهه - زينت - ڀيهڪ. سونهن - زيب.

● وَڏائڻُ: مصدر. مرسائڻ - زور وٺائڻ - اضافو ڏيڻ - چاڙهڻ. واڌ ڏيڻ - وڌو ڪرڻ - ڪشادو ڪرڻ - زياده ڪرڻ - ڦهلائڻ - پسارڻ - پکيڙڻ. لاهڻ. لٽڻ. آنائُ ڪرڻ - وڏائي ڳالهه ڪرڻ. وستار ڪرڻ - شرح ڪرڻ. هارائڻ - لاهڻ - ديگڙي مان ڪڍڻ. وجهڻ. (وڏايو - وڏائيندو - وڏايل).

= وَڏائُ ۽ وَڏاءَ: ذ. زياد تي - وڏائُ. واڌ - ليسو - راسوڙو - وستارُ - ڊيگهه - پسارو - ڪهت - ڪوات - ڪاڌ - واڌارو - وراڻ - چاڙهو - مرمي - مالبداڻو - پکيڙ - وڏائو - آنائُ - مبالغو - زياده بياني.

= وَڏائي رکڻُ: لاهي رکڻ - ورچي رکڻ - ونڊي رکڻ - تقسيم ڪري رکڻ.

● وَڏائيُ ۽ وَڏائيون: ث. مبارڪون - ڪيرون - مبارڪبادي - واڌائي - خوشخبري. جَسُ.

● وِڌِڙِڪَ ۽ وِڌِڙِڪُون (ت): ث. چنگهه يا ٻانهن ۾ ڪنهن ڦٽ جي آڪيڙ سببان ڳوڙهي. نري ۾ نڪتل ڳوڙهي. ڳنهر - ويلڻ.

= وِڌِڙِڪَ ٿيڻُ: نري ۾ رڳ جو سڄڻ - ويلڻ نڪرڻ - نري ۾ ڳوڙهي پيدا ٿيڻ - ڳنهر آئي پوڻ.

● وِڌِڙِيا: اسم خاص. (ڪاري ۾ رهندڙ) هڪ ذات جو نالو.

● وِڌِڙِيو ۽ وِڌِڙِيا: ذ. صفت. (سن. وِٿيڌ ييتم) چريو - چرڀٽ - سودائي.

● وَڌُڪُ ۽ وَڌُڪَ: ذ. صفت. زياده - وڌيڪ - سجيه - اجايو - سرس - گهڻو - جهجهو - هيڪاري. زياد تي - وڌيڪائي - گهڻ - فرط - فاضل - واڌو - فالتو - زائد. ڪثرت - اضافو - واڌارو. (ث). زياد تي - وڌيڪائي - جهجهائي - گهڻائي.

= وَڌُڪَ جو ڀاڱو: وڌندڙ ۾ حصو - نفعي واري شيءِ.

= وَڌُڪَ رکڻُ: فوقيت رکڻ - مان رکڻ - عزت رکڻ - آبرو رکڻ. وڏائي رکڻ - وڏائي رکڻ - برتر هئڻ - زور رکڻ. طاقت رکڻ - ڪنهن کان اعليٰ يا آتم هئڻ.

● وَڌَنتُ ۽ وَڌَنتَ: ذ. صفت. وڌندڙ - وڌندو - سائو - آباد - سرسبز - ساجو - سڀاڳو - سٺائو - فرخنده - وڌندُ.

● وَڌَندُ ۽ وَڌَندَ: ذ. صفت. سائو - آباد - سرسبزُ - ساجو - وڌَنتُ.

● وَڌَندو ۽ وَڌَندا: ذ. ارت - سنياڻ - سنبڻ - بنائڻ - وڌندو. ڪير ۾ ڪتائي وجهڻ - ڪير جو چمڻ.

● وَڌَنانا: طرحين طرحين ريتن سان - جدا جدا نمونن سان - الڳ الڳ رسمن سان. نيارا نمونا.

● وَڌَڻُ: مصدر. (سن. وَرڌ) آسرڻ - آيرڻ - زياده ٿيڻ. جهجهو ٿيڻ - گهڻو ٿيڻ - ڪشادو ٿيڻ - مٺو ٿيڻ - وڌڻ - ويجهڻ - ڪيچ ٿيڻ - ڪيٽ ٿيڻ - آڌڻ - چڙهڻ - سائو ٿيڻ - سرسبز - سچڻ مورڻ - پکڙڻ - ڦهلجڻ. ٻرچڻ - پروسڻ - ڀائڻ - وجهڻ. ونڊڻ - ورچڻ - تقسيم ڪرڻ - ورچ ڪرڻ - ڀائڻ - ورهائڻ. اوسراڻ - هلڻ. جلد پند ڪرڻ. اوپڙ - اوپر. (وَڌيو - وڌندو - وڌيل).

- وَڏَنڍِيءَ وِکَ: وڏي ٽڪڙي وِکَ - وڏو قدم - پرانگهه.
- وَڏِيَلُ وڏِيَلَ: جوڙ ڏنل.
- وَڏِيءَ وَڃَڻُ: اڳتي وڃڻ - تيڪو هلڻ - وڌيڪ يا گهڻو ٿيڻ. وٽان لنگهڻ - وانجهڻ - اڳتي نڪري وڃڻ - گوءِ کڻڻ - شَه ڏيڻ - بازي کڻڻ.
- وَڏي وڻ ٿِيَڻُ: زوروَنڻ - طاقت وارو ٿيڻ - پلوان ٿيڻ - جوان ٿيڻ. ظلم ڪرڻ. چالاڪ ٿيڻ - حرفت باز ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ - سياڻو ٿيڻ - سمجهو ٿيڻ. پيڙه پختي ٿيڻ - بنياد پڪو ٿيڻ - پيرن تي بيهڻ - پنهنجو پاڻ تي مدار رکڻ - پاڻ پرو ٿيڻ.

● وَڏَڻُ ج وڏَڻَ: ذ. ڌاتوءَ جي ٻرتن جو هڪ قسم، جنهن ۾ ڪاڌو وغيره ترجي - ڪٽڃ. واڌ - ورڌي - وڌاءُ - زيادتي.

● وَڏَڻَڪَ ج وَڏَڻَڪون: ث. ڳوڙهو - ڳنهر - وياڻ. جيڪڏهن پير ۾ ڦرڙي ٿئي ته ان جي سُور جي ڪري ساٿر جي چڏي وٽ ٿيل ڳوڙهو.

● وَڏِنِيُ: ث. ڌاتوءَ جو هڪ قسم - چمچي جو هڪ قسم - ڏوئي - ڪٽڃ - ڪفگير. هڏڪوئي.

● وَڏَوَڏَڻُ: ذ. جلد وڌندڙ ٻار. ڏيٺون - ڏيٺر.

● وِڌِوا ج وِڌِوائون: ث. (سن). وِڌوا - رَنَ - ڏَنيل - رنڙي - بيوه - ڏني - ڦلاونتي - ڏُهاڳڻ. جنهن جو مڙس مري ويل هجي.
- وِڌِوا آشِرَمُ: رنن زالن جي رهڻ جي جاءِ.

● وَڌِيُ: وياج - سود. نفعو (آسوڪا راجا جي زماني ۾ مروج).

● وِڌِيُ ج وِڌِيُون: ث. (سن. وِڌِ) شاستر يا ڌرم جي آگيا. امر. ڌوهي. رستو - طريقو - ڍنگ. ويدانت جو هڪ قانون يا آصول. حڪم - آگيا. ريت - رسم - رواج.

● وَڌِيا: اسم خاص. ذات جو نالو.

● وَڌِيجا: اسم خاص. ذات جو نالو.

● وَڌِيرڙو ج وَڌِيرڙا: ذ. ڪجهه وڏو - ڪجهه زياده - البت - سنوالو - وڏيرڙو.

● وَڌِيڪُ ج وَڌِيڪَ: ذ. صفت. (سن. اڌِڪ) وڌڪ - زياده - گهڻو - جهجهو - اجايو - بيجاءِ - حد کان ٻاهر - واڌو - بيحد - اتيئت - اپار. ٻيو ٻه - سرس - اجايو - سجيه - فضول - زائد - پٽهون - فاضل - ريل چيل - اڻ ميو. اڌڪ (هندن جي مهيني جو نالو، جو هندو ماڻهو ٽين ٽين سالن کان پوءِ سال ۾ وڌائين).
- وَڌِيڪائِي ج وَڌِيڪائِيُون: ث. وڌيڪي - اجهلائي - گهڻائي - گهٽڻ - فرط - اڍنگائي - بالفضولي. نهايت - بسياري - بد پرهيز.
- وَڌِيڪِي: وڌيڪ - گهڻائي - فرط - گهڻ - نهايت - بسياري - بد پرهيز - اجهلائي - فاضلي - (ظلم جي حد) ٻاڇي - باقي.

● وَڏُ ج وَڏَ: ث. وڏي هجڻ جي حالت - بزرگي - پيرمردي. وڏائي - سن رسيده. (صفت). وڏو.
- وَڏَ ڀاڳِي ج وَڏَ ڀاڳِيُون: ذ. صفت. وڏي ڀاڳ وارو - بخت وارو - ڀاڳن واري - خوش نصيب - خوش قسمت - بختاور - نصيب واري - سڀاڳي - بخت واري.
- وَڏَتِڻُ: ث. وڏپڻ - جهوني عمر - وڏپڻو - پيري - پڪائو - بزرگي - پڪاپڻ - سن رسيده. عزت مان هلڻ - مان داري - مان سان هلت ڪرڻ - پاڻ کان وڏي کي عزت ڏيڻ. ضعيفي.
- وَڏَپَ ج وَڏَپُون: ث. وَڏَ - وڏي عمر - وڏپڻو - بزرگي - پڪاپڻ. وڏائي.
- وَڏَپڻُ: پڪاپڻ - بزرگي - وڏي عمر - عمرد راز - سن رسيده.
- وَڏَ پيٽو ج وَڏَ پيٽا (ڪ): ذ. صفت. ڪجهه يا راز ظاهر نه ڪندڙ. وڏ گڙدو - برد بار - وڏيءَ دل وارو - راز پوشيده رکندڙ. (ث. وَڏَ پيٽِي ج وَڏَ پيٽِيُون).
- وَڏَ جِگرائِي ج وَڏَ جِگرائِيُون: ث. دل جي ڪشادگي. دليري - بهادري - همت - ڪشاده دلي. ادارتا.

- وَڏَ جِگرو ع وَڏَ جِگرا؛ ذ. صفت. وڏيءَ دل وارو - ڪشاديءَ دل وارو. پهلوان - بهادر - سورهيه - سورمو - دلير - بي ڊپو - همٿ ڀريو - اعليٰ همٿ - اعليٰ دماغ. پڪي ارادي وارو.

- وَڏَ جهولِي؛ ث. صفت. وڏي جهولي واري - ڪرپ واري - وڏ جهولي نار.

- وَڏَ خرچو؛ ذ. گهڻي خرچ وارو - گهڻن خرچن وارو - مهانگو - هٿ ڦاڙ - گهڻ خرچائو - پني چر ڪند - خرچ طلب. وڏ عيالي - وڏي ڪٽنب وارو.

- وَڏَ ڏيٿي (ڪ)؛ ذ. صفت. وڏيرو - پٽيل - مکي - چوڌري. اڳوان - سردار - حاڪم.

- وَڏَ ڙ؛ بلڪل وڏو - اعليٰ - اتم.

- وَڏَ ڦوڙو؛ ذ. صفت. وڏي عيال وارو - پيٽوڙي.

- وَڏَ ڦڙو ع وَڏَ ڦڙا؛ ذ. وڏن ڦڙن وارو (مينهن) - وڏن قطرن وارو (مينهن) - زوردار (مينهن) - سخت ( برسات ).

- وَڏَ ڦڙو وسڻ؛ ڏاڍي مار ڏيڻ - سخت سزا ڏيڻ. ويڙهه ڪرڻ - جد وجهد ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ - تڪرار جڻ.

- وَڏَ ڪَ ع وَڏَ ڪَ؛ ذ. صفت. وڏيرڙو - ڪجهه وڏو - البت وڏو.

- وَڏَ ڪو: وڏ پرو - وچولو - ڪجهه وڏو - البت وڏو - تورو وڏو. ڏاڏو. پڙڏاڏو. سردار. مکيي.

- وَڏَ ڦوتو ع وَڏَ ڦوتا؛ ذ. گهڻو کائيندڙ - پيٽير - پيٽو. پيٽ لٽ - مانين ڌوڙ - هبڇي - پيٽوڙ. گهڻي ڪٽنب وارو يا جنهن جا کائڻ وارا گهڻا هجن.

- وَڏَ ڪامائِي؛ ذ. ڳائو گوشت وڪڻندڙ - وڏو (ماهو) گوشت وڪڻندڙ.

- وَڏَ ڪُ: وڏ جک - وڏي عمر واري ڇوڪري.

- وَڏَ کائو؛ ذ. صفت. گهڻو کائيندڙ - پيٽو - پيٽوڙو - پيٽير - وڏ ڏوتو.

- وَڏَ گُر دائِي ع وَڏَ گُر دائِي؛ ث. وڏ جگرائي - ڪشادگي - بردباري - وڏ دلي. آدارچتي - گهري خيالات.

- وَڏَ گُردو ع وَڏَ گُردا؛ ذ. صفت. آدارچت. اونهي خيال وارو. ڳجهه سانديندڙ. گنڀير - بردبار - اعليٰ دماغ - اعليٰ همٿ - وڏو جگر - همٿ ڀريو - بهادر - پهلوان - سورهيه - وير.

- وَڏَ گُردو ٿيڻ: صابر ٿيڻ - صبر وارو - حليم سياڻ. هر ڪا ڳالهه دل ۾ سانڍڻ - دل جو پختو ۽ مضبوط. ڪشاده دليو. راز فاش نه ڪرڻ - ڳجهه ظاهر نه ڪرڻ - بردبار ٿيڻ.

- وَڏَ گُڙدو ٿيڻ: صابر ٿيڻ - بردبار ٿيڻ - صبر وارو ٿيڻ - هر ڪا ڳالهه دل ۾ سانڍڻ - دل جو پختو هئڻ - مضبوط دل هئڻ - راز فاش نه ڪرڻ - پڙدو رکڻ - ڳجهه ظاهر نه ڪرڻ.

- وَڏَ گهرا (ڪ)؛ ذ. صفت. وڏي گهر وارو - خانداني گهر جو اولاد - اصل نسل وارو - حسب نسب وارو - وڏ عيالي. سرداڻو گهر - پٽيلاڻو گهر - پرڻي مڙس جو گهر.

- وَڏَ گهراڻو ع وَڏَ گهراڻا؛ ذ. خانداني - اصيل - اعليٰ - وڏي ڪٽنب وارو - وڏي قبيلي وارو. پيٽل - آسودو - ساڻو - سکيو - ستاهو - مالدار.

- وَڏَ ل ع وَڏَ ل (ڪ)؛ ذ. صفت. وڏو - وڏيرڙو - ڪجهه وڏو - البت وڏو. بزرگ - پڪو - عمر جو وڏو - دراز عمر - سن رسيده.

- وَڏَ مانِهپائِي: ث. وڏ مانهپي - آڪڙ بازي.

- وَڏَ مانِهپِي ع وَڏَ مانِهپِيون: ث. وڏو درجو. وڏائي. عظمت - شان - مرتبو - عزت. وڏائي - هٺ - ايمان - تڪبر - آڪڙ - سيٺ - ٺوٺ پائي. ٺرڙائي - ڦوند. اشرافت.

- وَڏَ نَنڍائِي ع وَڏَ نَنڍائِيون: ث. ننڍي وڏي جي وچ ۾ تفاوت. فضيلت. ادب اندازو - نياز نئڙت - مروت - مهرباني - لحاظ.

- وَڏَ نَنڍائِي رکڻ: ننڍيءَ وڏي جي وچ ۾ تفاوت - ادب جو اندازو رکڻ - مروت مهرباني رکڻ - نياز نئڙت رکڻ - لحاظ لياقت رکڻ.

- وَڏَ واتو؛ وڏي وات وارو - آهو ماڻهو جنهن جو وات وڏو هجي - واترادو - واتورو. وات ڦاڙ - وات

هٿندڙ- يعني هٿندڙ- وات ڦاٽوڙو دهل - ڳهڻ ڳالهائو- ٻڪبڪيو.
= وَڏَ واتيو: ذ. وڏ واتو- وات ڦاڙ.
= وَڏَ وائِر (ڪ): ث. وڏي ڇوڪري- جوان ڏيءَ- دوشيزه. وڏ وَر.
= وَڏَ وَرَ: ث. شاديءَ لائق ڇوڪري.
= وَڏَهٽو ۽ وَڏَهٽا (ت): ذ. ڳهٽو ڪائيندڙ- پيٽوڙو- پيٽيرُ- وڏ ڦوتو. وڏ سگهو.
● وِڏَ ۽ وَڏون: ث. عيب- اوڻائي- ويڪ- سقر- بيءُ- وِسگ- گهٽتائي- گهٽ- ڏيٺ- آڻ ٽيڻ- آل- خامي.
● وڏا: ذ. جمع ۾. بابا ڏاڏا. بزرگ.
● وڏاڙَ (ٿ): ذ. بس ڪرڻ- ناڪارو ڪرڻ. انڪار ڪرڻ.
● وڏانڊَرو ۽ وڏانڊَرا: ذ. (سن. ورڌ = وڏ ٿ). وڏو- آتم- اعليٰ- مها- اعظم- وڏيرو- گهڻيرو- وڏيڪ- وڏو ماڻهو- وڏا- مکيه- ٻٽيل- چوڏري- ٻريو مڙس. عمدو. وڏائيءَ ۾ پريل- هٺ ۾ پريل- ايماڻ ۾ پريل. زوروارو. مضبوط- ڏاڍو- سخت. (ث. وڏانڊَري). طويل- طول- لنبي- ڊگهي. وڏيون ٻيڙيون- وڏي ڪشتي- وڏي ٻوندي.
● وڏاڻ: ث. وڏائي.
● وڏاڻُ ۽ وڏاڻَ: ذ. وتوهڙ- هتوڙو- وتساڙو- مترڪو- ڳهن- مارتول- لوهارن جو لوهه ڪٽڻ لاءِ هڪ ڳرو لوهه جو اوزار. وڏي نظر. قد ۽ قامت. وڏائي. وچن- انجام- اقرار- ٻول- وعدو- ڪاٻارو. اڳ ڪيل سؤدو. آئينده سؤدو يا آهو سؤدو جنهن جو مال حاضر نه هجي يعني فصل لهڻ جي اميد تي اهو سؤدو اڳيئي ڪرڻ ۾ اچي. وچاڻ. (سن. واد). وچائڻ- واڇو- چنگ- ساز.
= وڏائو: صفت. ڪاوڙيل. وڏ وڙيل.
= وڏائيو: وڏاڻ هٺندڙ- مترڪو هٺندڙ- گهنتري- ڳهن هٺندڙ. وتوهڙ هٺندڙ. لساڻارن وت وڏاڻ هٺندڙ مزور.

= وڏاڻ هٽيڻ (ت): ڇوليون ٻانيءَ جون- ڪناري سان پاڻيءَ جون ڇوليون لڳڻ- ڪنڌيءَ سان پاڻيءَ جون لهريون لڳڻ.
= وِڏائڻ: مصدر. وڏائي ڪرڻ- واڪاڻ. عيبدار ڪرڻ- گلاگير ڪرڻ. (وِڏايو- وڏائيندو- وِڏايل).
● وڏائي ۽ وڏائيون: ث. بزرگي- عظمت- مرتبو- شان. آڪار. قدوقامت. عزت. واڪاڻ. قد. خوبي- خاصيت- اچائي- ڳٽائي- آتمتا- ڳڻ- جوهر- فضيلت- آتم- فوقيت- شرف- قدامت- ڊاڙ- لاف- ٻٽاڪ- مغروري- گهمنڊ- شيخي- هٺ- دماغ- وڏ نڪ- هوءِ- دم- اغماض- تڪبر- ڦونڊ- آڪڙ- همٿ. ايمان- اهنڪار.
= وڏائيتو ۽ وَڏائيتا: ذ. صفت. عيب جوڳي ڪندڙ- گهٽتائي ڪندڙ- خامي ڪيندڙ- هٺ ڪندڙ- ايمان ڪندڙ- ڦونڊ ڪندڙ- آڪڙ ڪندڙ- فخر ڪندڙ- تڪبر ڪندڙ. برابر- جوڳو- آڇت- مناسب- لائق- شايان- ٺيڪ- صحيح- جڳائتو- شائستو- واجب- ٻاب جو- ڪم جو- ڏانو جو- وٺندڙ- ٻاوند- ٻاب- ڀلارو- آڇو- چوکو- اتم- آتم- خاص- فائق- عمدو- مهربان- رحمدل- آڳڪاري- وڏائتو- ڳڻائتو- ڏسٺو.
= وڏائي خور: وڏائي ڪندڙ- هٺ ڪندڙ- ايمان ڪندڙ- تڪبر ڪندڙ- ڦونڊ ڪندڙ- گهمنڊ ڪندڙ- آڪڙ باز- آچت باز.
= وڏائي مڻئو: آڪڙ باز- متڪبر- گهمنڊ باز- ڦونڊ باز- آچت باز- ايماني. اهنڪاري.
= وڏائي يا ٽاڻ ۾ پرجڻ يا چڙهڻ: هٺ ۾ پرجڻ- آڪڙ ۾ پرجڻ- ڦونڊ ۾ پرجڻ- گمنڊ ۾ اچڻ- تڪبر ۾ پوڻ.
● وڏ ٻاڪيا: اسم خاص. تعلقي موريءَ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ ديهن جا نالا.
● وڏ ٻڪيا: اسم خاص. ذات جو نالو (ڪلهوڙن جي ٻاڙي وارا). وڏي ٻڪ ٻڌندڙ.
● وِڏُرُ ۽ وِڏُرَ: ذ. جهڙ- ڪڪر- بادل- مينگهه- ابر. مينهن جا نندا ڦر. (ڪ). تمام ڀلي- اوچي مينهن (ٿ).

● وَڏِڙو ۽ وَڏِڙا: ذ. وڏو - بزرگ - ٻُڍو - عمرد راز - سن رسيده - وڏڙا - عزيز. فوت ٿيل عزيز. وڏڙو ويلو. صبح جو وقت.

- وَڏِڙنُ: ڀوڙهن - بزرگن - ٻُڍن - ٻڍڙن - وڏي عمر وارن.

- وَڏِڙَنُ ڀيڙوُ ٿِيڻُ: وڏن کي ويجهو ٿيڻ - مرڻ کي سڱائو ٿيڻ - عمر کائي چڙهڻ - موت ويجهو اچڻ - مرڻ - فوت ٿيڻ.

● وِڏَسَڻُ (ٿ): ذ. پنهنجي وطن مان وڇڙڻ سبب سُک نہ ڏسڻ - دربدر ٿيڻ - آواره ٿيڻ - خانہ بدوش ٿيڻ - جلاوطن ٿيڻ - وڇڙي وڃڻ - پرڏيهي ٿيڻ - پرديسي ٿيڻ.

● وَڏُفُ ۽ وَڏُفَ: ذ. (ف. باد يان) پسارکي وکر جو هڪ قسم، سؤنف - باد يان. ٻوٽي جو هڪ قسم، جنهن جي گُل مان داڻا خوشبوء دار نڪرن ۽ ٻچي وڃڻ کان پوء لاپارو پوي، ذائقہ کجهہ کسارو ۽ مٺو ٿئي، داڻا ڏکها زرداڻ تي مائل ٿين، دوائن جي ڪم اچي (هاضمي لاء).

● وِڏُقَ: ذ. (ف. باديان) پسارکي وکر جو هڪ قسم، دوا طور ڪم اچي - سؤنف - باد يان.

● وَڏَ ڪَپِتِلَ ۽ وَڏَ ڪَپِلُونُ: ث. راند جو هڪ قسم وڏي گول چڪر ۾ راند، اڪثر ٻهراڙيء ۾ ٿئي. ڪوڏي - ڪبڊي.

● وِڏَلُ: صفت. وڏو - بزرگ.

● وَڏ نئوُ: ذ. مغروري - گهمنڊ - شوخي - هٺُ - دماغ - هوء - دم - اغماض - غرور - فخر - سرهُ - ناز.

- وَڏَ انُوَ ڏِيَڻُ: ساراهہ ڪرڻ - ناموس ڪرڻ - ثنا ڪرڻ - پڏائڻ - واکاڻ ڪرڻ. وڏو ڪرڻ.

● وَڏَڻُ ۽ وَڏَڻَ (ٿ): ذ. سُٺِ واري ٿئي. لڳلڳو. نہ مڃڻ - نہ قبول ڪرڻ - نہ منظور ڪرڻ.

● وَڏوُ ۽ وَڏا: ذ. (سن. وَڍُرَ) قداوَرُ - ابا ڏاڏا - بزرگ - مُکي - پريو مڙس - پٽيل - چوڌري. مها - آتم - اعليٰ - اعظم - شاهي - بيحد - وِيو - ڀاري - تمام وڏو - ڏکهو - اوچو - هوڪرو - ڳرو - ڀلڪل وڏو. جنگ - جاڏو - اپارُ - نهايت ڳرو - شاندار - ڀپڪيدار - مکيہ. عاليشان - خانداني - ڪلين - اصيل - ڀلو - رفيع. مشهور - ناليرو - نامور - مشهور. سَرَ - سڀ کان مٿي - اتم سرشٽ - پرم - صدر - سرپرست. شاعر - گهر جو مکيہ ڀاتي. شاهوڪار - دولتمند - ونهيو - هريو - ڀاڳيو - ساڻو - ڏنات. (عمر يا درجي ۾) مٿي - وڏو - بالغ. ٻُڍو - ٻوڙهو - ڪراڙو - جهُور. سردار - مُکي - پردان - مهندار - اڳواڻ - پيشوا - امام. سنگين جُرم - ڳرو - ڀاري - خطرناڪ - خوفائتو - ڀوائتو. ضروري - وزنائتو.

- وَڏا ڀيرَ ڪَرَڻُ: ڪنهن وٽ قسمت سانگي اچڻ - پڌارجڻ. قدم ڪٿي اچڻ - قسمت سان اچڻ - نصيب سان اوچتو اچڻ. مهرباني ڪري اچڻ. تحفا يا سوکڙيون ڏيئي نوازڻ - ڀاکرون بخشڻ. سوڀارو ڪرڻ.

- وَڏاڪُ: پريو مڙس - پير مرد - ٻُڍو - ٻڍڙو - جهورُ.

- وَڏاڻُ ۽ وَڏائُون: وڏي هجڻ جي حالت - وڏپ - وڏائي - وڏ پرائي - ديگهہ - قد - آڪار - مقدار - ڏيل. ماٿو - سٿو.

- وَڏائِيُ ۽ وڏائِيُ: ث. صفت. نظري - خيالي - قياسي.

- وڏائِپَ ۽ وَڏائِپُونُ: ث. وڏ - وڏائي.

- وَڏائِڻ: مصدر. ساراهڻ - واکاڻ - ناموس ڪرڻ.

- وَڏائِتو: وڏو. ٻٽياتو.

- وَڏوُ آنڊوُ: ذ. آنڊي جو ڀويون ٽُڪر (جنهن جي ويکر ننڍي آنڊي کان وڏي ٿيندي آهي، جو کاڌي ۽ پاڻيء جي آش ٿاهي، باقي ڦوڳ هيٺ ڏکيندو آهي). وڏي آنڊي.

- وَڏوُ اوبِترو ۽ وَڏا اوبِترا: ڪورين جي اوزار جو هڪ قسم، جنهن تي سُٽ چاڙهي، چرخيء ۾ ڀاري اوٻڻ جو ڪم يا نڙن پرڻ جو ڪم ڪري سگهجي.

- وَڏوُ تَپُ: ذ. تپ جو هڪ قسم - مُدي جو بُخار - مقرر ٿيل ڏينهن جو هڪ بخار. سلهہ تپ.

– وَڏو پَسارو: وڏو پنڌ – وڏو مشڪل ڪم – نهايت ڏکيو رستو – ڪمال درجو – وڏو معيار. انتها – پڇاڙي – حد.

– وَڏو چَڪ و جهَٽ: وڏو وات ڦاڙڻ – گهڻو گهرڻ – رشوت وٺڻ – پئسا وٺڻ – لالچ وٺڻ.

– وَڏو چَوائڻ: پاڻ کي ساراهڻ – پنهنجي ثنا ڪرڻ – پاڻ کي پڌرو ڪرائڻ – پاڻ کي ظاهر ڪرائڻ – مغروريءَ ۾ پرجڻ – هٺ ۾ پرجڻ – تڪبر ڪرڻ – گهمنڊ ۾ اچڻ – ڦونڊ ۾ پوڻ – پٽاڪي ڏيکارڻ.

– وَڏو ڏينهَن: ذ. عيد – ڏڻ – پرب – تهاڙو – جشن – ڪاج. تهوار.

– وَڏو سڏ: وڏي واڪي سان رڙ يا سڏ – دانهن. ڪوڪ. آواز. آذان – بانگ – نماز جو سڏ.

– وَڏو سڏ ٿيڻ: بانگ جو آواز پڌڻ ۾ اچڻ.

– وَڏو عام وڻندڙ: وڏو وڪڻيل جزو، جيڪو مقرر ڪيل سيني انگن ۾ آيل هجي.

– وَڏو ڪرڻ: ڏيئو وسائڻ – گل ڪرڻ. پريو مڙس ڪرڻ – مهندار ڪرڻ – پيشوا ڪرڻ – امام ڪرڻ – سردار ڪرڻ. نئي پار کي سنڀارڻ.

– وَڏو ڪنو (ٿ)؛ ٿر ملڪ ۾ چوپائي مال کي سڃاڻڻ جي لاءِ نشان جو هڪ قسم.

– وَڏو گوشت: ڳانو يا ماهو وڏو گوشت.

– وَڏو ڳالهائڻ: اجائي ٻڪ ڪرڻ – گهڻو ڳالهائڻ – رڙيون ڪرڻ.

– وَڏو ماڻهو؛ ذ. شاهوڪار – آمير – ونهيون – سائو – آباد – هَريو – ڀاڳيو.

– وَڏو وات ڪرڻ: خراب ڳالهائڻ – گندو ڳالهائڻ – ڀڇڙو ڳالهائڻ.

– وَڏو وِيلو؛ ذ. صبح جو سوير – صبح ساجهر – فجر – پرهه ڦٽيءَ جو وقت – باک ڦٽيءَ جو وقت.

– وَڏوهيڙيو (ل)؛ ذ. پريو مڙس. اڳواڻ – پيشوا – مهندار – پٽيل – چوڌري – مُکي. (ٿ. وَڏي ۽ وڏيون). پيشوائي – مهندار – سردار – راڄڌڻائي.

– وَڏي پڙي هُئڻ؛ ڪابه خوبي نه هئڻ – بي هنر ۽ بيڪار هئڻ – ٻُوڪ هئڻ.

– وَڏيپو ۽ وَڏيپا؛ ذ. وڏپڻ – پيري – بڍاپڻ – جهوناڻي – ٻڍاپو.

– وَڏي دل ڪرڻ: سخي ٿيڻ – فراخ دل ٿيڻ – ڪشاده دلي ڏارڻ.

– وَڏيرڙو؛ ڪجهه وڏو – ٿورو وڏو – البت وڏو. قدري وڏو.

– وَڏي سڏ: وڏي آواز سان – وڏي واڪي – چِٽيءَ. ڪشي.

– وَڏي ڪانڌيري: هي ٻوٽو ڪنڊن سان ٿئي، گل پيدا ٿين، ڪير جو رنگ سونهري ٿئي، ڦل ۽ ڪنڊن سان ٿئي، ٻج ڪاري رنگ جو ٿئي جنهن مان تيل وغيره نڪري، جو باد فرنگ جي مرض کي وڃائيندڙ آهي، هن جو ڪير توتئي کي اڇو ڪندڙ آهي. پسارڪي وکر جو هڪ قسم، جو دوائن جي ڪم اچي.

– وَڏي ڪنگهه؛ بيماريءَ جو هڪ قسم – گهڻي وقت تائين هلندڙ تڪليف ڏيندڙ ڪنگهه (جنهن ۾ گهيتون پيون ڏيون آهن ۽ منهن ڳاڙهو ٿي پوندو آهي ۽ گهڻو ڪري ٻارن ۾ ٿيندي آهي). گهري ڪنگهه – خطرناڪ ڪنگهه. ڪيرڻيو – ڪاري ڪنگهه.

– وَڏي مانيءَ رسڻ: اعليٰ درجي تي رسڻ – وڏي عهدي تي رسڻ.

– وَڏي مانيءَ کي رسڻ؛ بخت بلند ٿيڻ – ڀاڳ کُلڻ – نصيب سٺو ٿيڻ.

– وَڏي نٿ: وڏي بنسر (هن ۾ سور ڪونڌ ٿئي، سور، لعل، پارڙا، موتي، جو ڪيون، ڳني هي سڀ شيون نٿ ۾ موجود رهن). ويندو – شورخي نٿ.

– وَڏي نَنڍي کي سڃاڻڻ: شاهوڪار غريب کي هڪجهڙي عزت ڏيڻ – غريب غربي جي مدد ڪرڻ.

– وَڏي واڪي؛ وڏي آواز سان – وڏي رڙ سان – وڏي دانهن سان.

– وَڏي واڪ چوڻ: پڌري پٽ چوڻ – کُليءَ طرح چوڻ – ظاهر ڪرڻ.

– وَڏي وِيلي؛ ظرف. ڏاڍو سويرو – اسر جو.

● وَڏو دَڙو: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ ديهه جو نالو.

● وَڏَ وَرَ ۽ وَڏَ وَرُون: ث. شادي جي لائق يا ساماڻل ڇوڪري - بالغ ڇوڪري - جوان ڌي - ڪنواري ڌي - وڏي ڌي - بالغ نياڻي - ساماڻل نياڻي.

● وِڏُوِرجَڻُ: مصدر ر. ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ - ناراض ٿيڻ - غصي ۾ اچڻ. (وڏوريو - وڏورندو - وڏوريل).

- وِڏُوڙُ ۽ وِڏُوڙُون (ڪ): ث. رنجيدگي - ڪاوڙ - غصو - ڏمر - ڏنجهه.

- وِڏُوڙپَ ۽ وِڏُوڙپُون: ث. رنج - ڪاوڙ - غصو - ڏمر - ڏنجهه.

- وِڏُوڙِجَڻُ: مصدر ر. ڪاوڙجڻ - غصي ٿيڻ - ڏمرجڻ - ناراض ٿيڻ. رسڻ. ورچڻ. بگڙڻ. خراب ٿيڻ.

- وِڏُوڙلُ ۽ وِڏُوڙلَ (ڪ): ذ. ڪاوڙيل - رنجيل - ڏمريل.

- وِڏُوڙو ۽ وِڏُوڙا: ذ. وڏوڙا - ڪاوڙيا - غصي ۾ ٿيا. ڦِٽا. ارها - آنهرا. انڪيا - ناراض ٿيا. (ث. وِڏوڙيُ ۽ وِڏوڙيُون) - ڪاوڙي.

● وڏو مَتارو: ٿر ۾ ڪاري جاتي جي پرسان هڪ وڏي پِٽ جو نالو. ڪاري جاتي جي پرسان ٿر ۾ سرڪاري ناڪو.

● وِڏوٽڻُ: مصدر ر. (سن. وڌ وتنا). جوش ۾ اچڻ - غصي ۾ ٿيڻ - ڪاوڙ ۾ پرجڻ.

"خبر ٿي ڪيت ڌڻيءَ کي وڏوٽا واهي."

"ور وڏوٽو اينهن جَنُ جَنُ پاڻ پسڻ."

(ڪنيات - شاهه)

- وِڏوٽِ ۽ وِڏوٽُون: ث. ڪاوڙ - غصو - ڏمر.

- وِڏوٽو ۽ وِڏوٽا: ذ. ڪاوڙيل - ڏمريل - غصي. رٺل - ناراض. دشمن.

● وِڏوهَہ ۽ وِڏوهَ: ذ. نردوش - بي گناهه - معصوميت - وڏوهائي.

- وِڏوهِيُ ۽ وِڏوهِيُون: ذ. صفت. بي گناهه - اڏوهه - وڏوهو - نردوش - معصوم - ابهم - اڀامڙو.

● وِڏو هِجَڻُ: مصدر ر. ڪاوڙجڻ - غصي ٿيڻ - ڏمرجڻ - ناراض ٿيڻ - اٽڪڻ.

● وَڏهَتَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَڏهَرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وڏهِرِيُون: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڏهَلُ: اسم خاص. تعلقي ڪوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڏهَنُسُ ۽ وَڏهَنُسَ: راڳ جي ٽيهن سُرن مان هڪ سر.

● وَڏُنَنُ: ٽيڪر - بي جا خوشامد - چاپلوسي.

- وَڏُنَنُ ڏِنَڻُ: ڪوڙي تعريف ڪرڻ - خوشامد ڪرڻ - چاپلوسي ڪرڻ. عزت ڏيڻ - آبرو ڏيڻ - مانُ ڏيڻ.

● وِڏِيُ (ث): اونداهو پَکَ مهيني جو.

● وِڏِيٽُ ۽ وِڏِيٽَ: ذ. سبب - تفصيل - وچور - نروار - سمجهاڻي - سمجهوتو - ٽيڪا - شرح - واد - ارٿ. ذات جي خبرچار.

● وَڏيرو ۽ وَڏيرا: ذ. (سن. وَرُڌَ). بزرگ - مسلمانن ۾ ڳوٺ جو چڱو مڙس. قوم جو وڏو. زميندار لاءِ عزت جو لفظ. پريسو مڙس - مُکي - سکر ماڻهو - چوڌري - پٽيل - سردار - مهندار - پيشوا - پرڌان. (زال لاءِ) وڏيريءَ جو لقب. ڪجهه ٿورو وڏو - وڏيرڙو - البت وڏو. شاهوڪار.

- وَڏيرپَ ۽ وَڏيرپُون: ث. پڳداري - پر مڙسائي - مُکي پڻ - مهندار پڻ - پيشوائي.

- وَڏيرِيُ ۽ وَڏيرِيُون: سائڻ - مالڪڻ - ڌڻياڻي.

● وَڍُ ۽ وَڍَ (ڪ): ذ. چمڙيءَ جو پٽو - وڌي.

- وَڍِيُ ۽ وَڍِيُون: ث. چمڙي جي سنهي پٽي.

● وَڍَ ۽ وَڍُون: ث. وٽن کي وڍڻ. ٿاريون ڇانگڻ.

- وَڍَ ٽُڪَ: گهڙ پيچ - ڇنڊ ڇاڻ.

- وَڍَ ڪُٽَ: ث. وڍڻ جي حالت - وڍ. ڪاٽ ڪوٽ. چيرڦاڙ. جراحي.

- وَڍَ ڪَرڻُ: ٿاريءَ کي وڍڻ - وٽن کي وڍڻ - ڇانگڻ - ڇاٽڻ - ڇنڊڻ. چيرڻ.

- وَڍَ ڪَريُ: وڍي ڇڏڻ. ڪماند وڍڻ.
- وَڍَ وِجهَڻُ: ڍلڪر وڍڻ - ٽاريون وڍڻ - وڻ ڇانگڻ.

● وَڍُ ۽ وَڍَ: ذ. چير - گهاءُ - ڦاڙ - ڦات - ڇهڪ - جهير. زخم - ڦٽ. غم - ڏک. درد - ايذاءُ. نشان - داغ. وچوڙو - ڀُنگ. ڀيٽ جو لَڪُ. ٻيچ - وَٽ. سبق جو نشان. پڙهڻ جو هنڌ (ڪتاب ۾). ورت پَٽِڪل. چوپائي مال کي ذات وار سڃاڻڻ لاءِ ڪن ۾ ڀُٽُ وجهڻ، نشان ڪرڻ. ڪنهن ڪاٺيءَ کي وڍ ڏيڻ. ڪريل سنگ چوندڻ. (اسم خاص). بلوچستان جي جهالاوان علائقي ۾ ضلعو ۽ مشهور شهر جو نالو.
- وَڍُ چُونڊَڻُ (ڪ): ڪاڻن ڪپڻ ڪري ڪريل سنگن جو چوندو ڪرڻ. ڪٽڪ يا چڻن جي ولِ لُڻڻ کان پوءِ رهيل سنگ يا ڦوٽا گڏ ڪرڻ - ڪِرُ چُونڊڻ.
- وَڍُ ڏِيَڻُ: ڪپڻ - چيرڻ - گهائڻ - تڪليف پهچائڻ - ايذائڻ - رنجائڻ. بد ڳالهائڻ - اندر ساڙڻ. طعنا تنڪا هڻڻ - ٺوڪون ڪرڻ. نشان ڪرڻ.
- وَڍُ وجهَڻُ: چڙ ڏيارڻ - تپائڻ - ڀڙڪائڻ - ڪاوڙائڻ - رنجائڻ - ڪلپائڻ - چيڙائڻ - چڙڻ - چيرڻ - ڦاڙڻ - گهائڻ - زخمڻ - طعنا تنڪا ڏيڻ - دل چيريندڙ اوپالا ڏيڻ. ٽُڪڻ - ڪترڻ - گهٽ وڌ ڪرڻ - خراب ڪرڻ. (ڀيٽ ۾) ٻيچ پوڻ - وٽ پوڻ - وڪڙ پوڻ. مال کي ڀُٽ وجهڻ.
- وَڍُ وڍَڻُ: خراب ڳالهائڻ - بدشد ڳالهائڻ - گند ڳالهائڻ. حق پر پوچوڻ - صاف چوڻ - ظاهر چوڻ.

● وَڍائو ۽ وَڍائا (ڪ): ذ. سُنت - طُهر - ختنو.

● وَڍائِڻُ: مصدر. (س. وَرڌ) وڍڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. ڪپائڻ - چيرڻ - ڦاڙڻ - ڪترڻ - گهائڻ. ڇانگڻ - ڇنڊڻ. (وڍائيو - وڍائيندو - وڍايل).
- وَڍائِي ۽ وَڍائيُون: ث. ڪاٺ وغيره وڍڻ جي مزوري يا خرچ.
- وَڍِجڻُ: ڪپجڻ - چيرجڻ - ڦاڙجڻ - ڦاٽجڻ - ڪترجڻ.

● وِڍِرَ: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ ديهه جو نالو.

● وِڍِرِيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڍَڻُ: مصدر. (س. وَرڌ) ڪپڻ - ڪترڻ - ڪاٽڻ. (ٽنهن) لاهڻ - ڪپڙا (ويڙهڻ). گهائڻ - چيرڻ - ڦاڙڻ - وڍي رکڻ - ڇهڪ ڏيڻ - چاڪ ڪرڻ - قطع ڪرڻ. فيصل ڪرڻ. ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ. (ڪن) ڏڀا ڪرڻ. (ڏندي ۾ ڪنهن کي) اٽڪائڻ. (وڍيو - وڍيندو - وڍيل).
- وَڍِڻِي (ڪ): ڇُري - ڪَپُ - چاڪو - ڪاتي.
- وَڍِيلُ ۽ وَڍِيَلَ: وڻ جي ٽاري يا ٽڙ جو پنهنجي اصلوڪي هنڌ کان جدا ڪيو ويو آهي.
- وَڍِڻِ ۽ وَڍِڻِ (ل): ذ. تمام گهڻو سُور - پيٽ ۾ اهنج - پيٽ ۾ وڍ - پيٽ ۾ وڪڙ پيٽ ۾ وَٽ.

● وَڍو ۽ وَڍا: ذ. نشان - داغ - چٽو - ڏَڀو.

● وَڍهو ۽ وڍها: ذ. چير - ڇهڪ - جهير. نشان - داغ - چٽو - ڏڀو. هميائي.

● وَڍولا: ذ. زناني زيور جو هڪ قسم.

● وِڍُهَڻ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باريءَ ۽ تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِڍِهه جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڍِي ۽ وَڍِيُون: ث. چمڙي جي پٽي - چم مان نهيل ڪشو يا نوڙي. ڏڌ واوڙڻ لاءِ منڌي کي ڦرائيندڙ چم جو ٽُو. چمڙي جي ڏوري. رشوت - لپ - ڳڦو. وڍيل يا ڦٽيل سَسِي.
- وَڍِيءَ آگر تپي نہ سُتَڻُ: نرد پائي - مدد نہ ڪرڻ.
- وَڍِيخور ۽ وَڍِيخورَ: ذ. صفت. رشوتي - رشوت خور - رشوت وٺندڙ - لئبي - لُبيَر - وڍ ر - ڳڦر - وڍخور - پئسي جو پٽ.
- وَڍِيُون وِجهَڻُ: ور وڪڙ وجهڻ - وَٽ وجهڻ - پيچ وجهڻ. طعنا هڻڻ - اولانيا ڏيڻ - ڏوراپا ڏيڻ. سور اهنج ڏيڻ - ڏک ڏيڻ - ايذاءُ رسائڻ.

- وَدِيُ هَڻَڻُ: رشوت ڏيڻ - لوپ ڏيڻ - ڳڙو ڏيڻ - پنسو آڇڻ.

● وَدِيارَ: ٻڪرين جي جنسن جو هڪ قسم، سنڌي ۽ ترڪي نسل جو ميلاپ.

● وِدِيڙوُ: اها ڪاٺي جا ٻڪرين جي ڳر ڪي وات ۾ ڌاڻ کان روڪڻ لاءِ ڏجي.

● وَرُ: اسم خاص. تعلقي جاتي ۽ تعلقي مير پور خاص ۾ ديهن جا نالا.

● وَرِ: مدد - حمايت - همراهي - همت - مددگاري.

● وَرُ ۽ وَرَ: ذ. (سن. وَرُ = مڙس چوندڙ) مڙس - خاوند - گهوٽ - ڀتار - وردان. ڀتي - ڪانڌ. گهر وارو - مالڪ - والي. (سن. ورُتَ = ڦيرڻ) ڏِنگَ ڦِڏَ - وڪڙ وٽ - ٻيچ - ڦير - ڦَندُ. وات - راهه. وِنگ - وراڪو - وٽُ - مروٽ - مروڙُ - سَهٽُ - جهڪ - ولو - گهمتاري - چڪر - گردش. گيڙو - ڦيراٽي - وراٽو - ويڙهو - (تلاءُ جو) ڦارو - ڪِنڌي - ڪاڪَلُ (وارن جي). (سن. وَرَ) مهرباني. ڪنهن ديوتا يا مهاتما جي آشيرواد سان حاصل ڪيل ڪا خاص طاقت يا ڪاميابي. بخشش - دان - آشيرواد - آسيس - نعمت. (ڪپڙن جو) نمبر - انگ اکر. اگهنڊي - ٻازي - دلبو - ڍوڪ - ٽنگي. (سلوار جو) وَرُ - گهُنج - ور ڪٽڻ - سٿڻ جو ڪُنجڻ. وات جو ور. واند جو ور - واءُ جو ور - درياءُ جو ور - ڪانيءَ جو ور - ٻنڪي جو ڦيريل ور - ڏنگو ور. انجام - قول - ٻول - وچن - عَهد. شڪاري ماڻهو شڪار ڪي چوڌاري ڦري اچن. نصيب - ڀاڳ - قسمت - بخت. مترُ - ڀلي - چڱي. شل ائين ٿئي. چڱو ڀلا. (سن. وَرُ = چوندڙ) ڪپڙي يا ٻئي ڪنهن وکر جو خاص قسم (جو خلقت کي پسند هجي). (سن. وَرَسُ = بهتر) بهتر - چڱو - آتر - سرس - نهايت - چڱو - سٺو - اوگهو - اوچو - موچارو - عمدو - سڌرو - چوکو - شيپ - آتم - اعليٰ. مالڪي واري ڀچاڙي ڏيکاريندڙ لفظ: "نامُورَ، هوشورُ" وغيره.

- وَرُ پَچَڻُ: ٽُڪر وڃڻ. رستو ڪاٽڻ - راهه جو ڦيرو ڪٽڻ - رستي جو وڪڙ پچڻ. ڦورو وَڍُ ڏيڻ.

- وَرُ پَوَڻُ: ڏنگ ٻوڻ - وڪڙ ٻوڻ - ڦير ٻوڻ - ٻيچ ٻوڻ - وٽ ٻوڻ - ونگ ٻوڻ. ڪَنڌ ۾ سُور ٻوڻ - اهنج ٻوڻ. ڏڦيڙ ٻوڻ - ٻڪاڙو ٻوڻ - ڦڏو ٻوڻ. هٿ اچڻ - حاصل ٿيڻ - قبضي ۾ اچڻ - قابو ۾ اچڻ. ڦاسڻ. آڳاهڻ.

- وَرُ چَڙهَڻُ: قابو ۾ اچڻ - هٿ چڙهڻ - هٿ اچڻ. هٿ ۾ اچي وڃڻ - مُٺيءَ ۾ اچڻ - قبضي ۾ اچڻ - طاقت هيٺ اچڻ.

- وَرُ چَواڻڊَڻُ: ور ڪٽڻ يا ور ڪُنجڻ - جڏهن ٽڪڙو پند ڪجي ته سهولت لاءِ ڪانچ (سٿڻ) جا ور ڪُنجيجن. (هندن) ۾ سويمبر جي رسم موجب مڙس چوندڻ.

- وَرُ ڏاڻِڻُ: سمجهائڻ - هوشيار ڪرڻ - سجاڳ ڪرڻ - خبردار ڪرڻ - آگاهه ڪرڻ.

- وَرُ ڏِيَڻُ: آسيس ڏيڻ - آشيرواد ڏيڻ - وعدو ڏيڻ - انجام ڏيڻ - وچن ڏيڻ - ٻول ڏيڻ - قول ڏيڻ - سُخن ڏيڻ.

"ويچاري ڏي وَرُ، ناهي پير پُنهون جو"
(آبري - شاهه).

- وَرائِتو ۽ وَرائِتا: ذ. صفت. ورن وڪڙن وارو - ڏنگو - ڦڏو. ناننگ جهڙو. ور ڪندڙ - ڀلائي ڪندڙ - لائق.

- وَرائِتِي ۽ وَرائِتِيون: ث. شادي ڪيل زال - پرڻيل زال.

- وَرُ ڪَرَڻُ: ڪنهن (زال جو) مڙس ڪرڻ - گهوٽ ڪرڻ - ڪانڌ ڪرڻ - ڀتار ڪرڻ. شادي ڪرڻ. گهيرو ڪرڻ - ڦيرو ڪرڻ (رستي ۾). گهمڻ يا ملاقات ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ.

- وَرَ ڪَٽَڻُ: ٿوٻو ٽڙو ڏيڻ. سٿڻ جا پانچا مٿي ڪرڻ - سلوار ڪُنجڻ. جهيڙي لاءِ تيار ٿي اچڻ - ڦڏي ٻازي ڪرڻ. رڳڙي ٻازي ڪرڻ.

- وَرُ گهُرَڻُ: مراد چاهڻ - دعا گهرڻ - تمنا ڪرڻ. سڪا ٻاسڻ.

ـ وَرُ کھوڙو (ٿ): کھوٽ جي اعزاز ۾ سازيندڙ طرفان ملهايل رسم.

ـ وَرُ لاهِڻُ: سڌو ڪرڻ ـ سنئون ڪرڻ ـ ڏنگ ڪيڻ ـ وِنگ ڪيڻ ـ ڦيرڦار ڪيئي ڇڏڻ.

ـ وَرَ ۾ اَچڻُ: ڦندي ۾ اچڻ ـ قبضي ۾ اچڻ ـ هٿ چڙهڻ ـ قابو ۾ اچڻ.

● وِرِ ۽ وِرَ: ذ. زخم ـ ڦٽ ـ گهاءُ. چتر ـ ڪتڏَ (ماس ۾) ـ اهو ڦٽ، جو ماس کي اندر کان کائيندو وڃي. بعض ـ کوٽ. جبل جو سڄو پاڳو (جنهن ۾ پٿر ڪارا ۽ سنهيون سنهيون ڪانئيون هجن، اُتي اُٺ جي لهه چڙهه لاءِ سخت ڏکيائي ٿئي).

● وِراٽَ: ڄڳت جو مالڪ. هندستان ۾ تجليدار هڪ ضلعو.

● وِراثتَ ۽ وِراثتُون: ث. (ع. ورث). وراهيل ملڪيت ـ وراهيل مال ـ وراهيل موڙي ـ ملڪيت ڀائڻ.

● وراچڊِ آپڀرنش: بگڙيل يا ردي ٻولي. سنڌي ٻوليءَ جو قديم نالو.

● وِراڌِ: ث. زخم ـ ڦٽ ـ گهاءُ ـ ناسور.

● وِراڌِجڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ ـ وِروڌجڻ ـ ڪِروڌ ۾ اچڻ. ڪاوڙ ۾ اچڻ ـ غصي ۾ اچڻ ـ ڏمرجڻ ـ تڪرارجڻ. (وراڌيو ـ وراڌيندو ـ وراڌيل).

ـ وِراڌَلُ ۽ وِراڌلَ (ت): ذ. ڏاڍو ڪاوڙيل ـ بگڙيل ـ ڦِتل ـ رُٺل ـ آڪڙيل.

ـ وِراڌو ۽ وِراڌا: ذ. صفت. ڪاوڙيل ـ ڏمريل ـ چيڙيل ـ شوخ ـ تتل ـ سخت. کهُوريل.

● وَرارو ۽ وَرارا: ذ. ورن وارو ـ ورائتو ـ نانگ ور ـ سَپ جهڙو ـ انگڙونگڙو ـ ورُ ور ـ وراڙو ـ پيچدار ـ وَڪُڙو ـ پيچيدو ـ ڏنگو.

● وِراڙِ ۽ وِراڙِون (ڪ): ث. جُوءِ ـ جاءِ ـ هنڌ ـ ماڳ. مال جي چاري واري جڳهه ـ سِيڱهه ـ سيم.

ـ وِراڙو ۽ وِراڙا (ڪ): ذ. صفت. جوئياتو ـ ٿانيڪو ـ هنڌائتو ـ ماڳائتو ـ وانڍو.

ـ وِراڙِيُ ۽ وِراڙِيُون: (ڪ): ث. جُوءِ ـ جاءِ ـ ماڳ ـ هنڌ ـ وِراڙ. آس پاس ـ پسگردائي ـ چوگرد. (ڪ).

● وَراڙو ۽ وَراڙا: ذ. اوراڙو ـ ولاڙو ـ واهرو. ٽولو ـ گروهه ـ جماعت.

● وَراڪڻُ: مصدر. ورائڻ ـ وڪوڙڻ ـ موڙڻ ـ مروڙڻ ـ وٽڻ ـ وراڪو ڏيڻ ـ وٽ ڏيڻ ـ (اوڙي) پيچڻ ـ ور ور ڪرڻ. ڇلا ڪنڊيا ڪرڻ. ويڙهڻ. (پاڻ کي) ويڙهڻ ـ سيڙهڻ ـ لپيٽڻ. (وراڪو ـ وراڪيندو ـ وراڪيل).

ـ وَراڪَ ۽ وَراڪُون (ڪ): ث. ورُ ـ وڪڙ ـ وٽ ست ـ موڙ ـ سوڙ ـ مروٽ ـ پيچ ـ ويڙهه ـ لپيٽ.

● وَراڪو ۽ وَراڪا: ذ. وٽ ـ ورُ ـ پيچ ـ مروٽ ـ مروڙ ـ وڪڙ ـ آڪيڙو ـ مهٽ ـ ڦيرو ـ ولو ـ گهمتاري ـ چڪر ـ گردش ـ گيڙو ـ ڦيراٽي ـ وراٽو. رستي جا ڏنگ يا وڪڙ ـ ڀيچرا. جهمڪو ـ تجلو ـ چمڪو. لاڳاپو ـ واسطو. ڍڪ ـ پناهه. (غريب ماڻهو سيءَ کان پاڻ کي بچائڻ لاءِ ڍنگر گڏ ڪري انهن تي ڪک وجهن ته چون ته سيءَ جو وراڪو ٽاهيو اٿئون). ويڙهو ـ هجوم جنگل ـ وڻن جو جهڳٽو.

● وِرانگهتَ ۽ وِرانگهُون: ث. ٻرانگهه ـ قدم ـ وِک.

● وَرالَ ۽ وَرالُون: ث. ڪولا ـ ڦولا ـ ڍونڍ ـ ڦولهه.

● وِرانڀَ ۽ وِرانڀُون: ث. (سن. آپ ـ رهڻ). صبح ـ سويل ـ ساجهر ـ پرهه ڦٽي ـ پاک ڦٽڻ جو وقت. فجر جو وقت. منجهند ـ ٻيپهر. ٻرانڀ ـ سانجهي. اڳين جو وقت. ٽپهر. مرض ـ بيماري.

ـ وِرانڀو ۽ وِرانڀا: ذ. آڳڙ ـ آڳڙند ـ آڳر.

ـ وِرانڀو ٿيِ وَڃڻُ: ٽپهريءَ جو وقت ٿي وڃڻ ـ منجهند جو وقت ـ اڳينءَ جو وقت.

ـ وِرانڀِيُ: ٽپهريءَ جي ماني.

● وِرانڊيَ ۽ وِرانڊُون: ث. ٻپهر ـ منجهند ـ آڌ ڏينهن ـ ٻنپهرن جو وقت ـ سڌپان. ورانڀي ـ مانجهاندو ـ ٻوچاڙي ـ شام جو وقت. (ل ـ ڪ).

ـ وِرانڊَ ٿيِ وڃڻ: ماٺ ٿيڻ ـ چپ ٿيڻ.

● وِرانڪَ ۽ وِرانڪُون: (ڪ): ذ. ٻرانگ ـ قدم ـ وِک چال ـ ٽپو ـ پيڊُ.

● وَرانئوَڻِ (ت): ذ. مهر - ٻاجھ - رحمت - فضل. مينهن ٻاڏي ٿيڻ - سک سلامتي ٿيڻ. سيلاب ٿيڻ.

● وَراڻِ ۽ وَراڻيئون: ث. (سن. آرُوَرِتم) واڌ - واڌارو - چاڙهو - سرسي - سُڪار - وسندي. سمپدا - سمپت - فراخي - برڪت - مهر ٻهر. اقبال - طالع - چڙهتي - سٺائي - ڪير پُٽ. سستائي - ويجهه - آسودگي. سُک. سُڪار. وسندي. آکهه - ڪتنب . نُک - ٻيڙهي - مائٽي - ٻاڙو - قبيلو. موت - آتل - واپسي - ورندي - جواب - وراڪو. ڪوهستان ۾ ٻرت جو هڪ قسم. ڪيڙ جو دنگ جتان هاري جوڙو ورائيندو آهي. (ل). ڪتاڻ - ڪتائي - ترشي - تلخائي. ويجهه - آسودگي - خوشحالي.

"اُتي ٿي وراڻ ڪيئن واڌائيون اٿيون"
(مارئي - شاهه).

- وَراڻو ۽ وَراڻا: ذ. ڪنهن ڳالهه کي دوٻاره ڪرڻ - ٻيو ڦيرو ڪرڻ - ٻيرو ڪرڻ. آها جاءِ جتان هر ۾ ٻڌل ڏاندن کي ورائجي يا موٽائجي.

- وَراڻو ڪَرڻُ: جهجهائيءَ ۾ اچڻ - سٺو ۾ اچڻ - گهٽائيءَ يا واڌ ۾ اچڻ. برڪت پوڻ.

- وَراڻي ۽ وَراڻيئون: ث. (سن. وَرت = ڦرڻ) جواب - ورندي. آتر. (مهيني جي) ٻارهين (تِٿ)، جنهن تي ٻاڪيا نڪي کير ولوڙين ۽ نڪي وڪڻن. ٻارهين جي ڏينهن جهڪ نه جهڪڻ - ڏڌ نه ولوڙڻ. مانيءَ آٿلائڻ جو اوزار - ڏڻي - ٿِڦڻي.

- وَراڻي وَراڻِڻ: ورندي ڏيڻ - جواب ڏيڻ - آتر ڏيڻ.

- وَراڻيون ڏِيَڻُ: جواب ڏيڻ - ورندي ڏيڻ.

- وَراوَڻِ (ت): موت - واپسي. فائدو. بيماريءَ جو آهستي آهستي ڇڏڻ - بيماريءَ جو ڍرو ٿيڻ. شروعات.

● وِراهِڻُ: مصدر. وکرائڻ - وائڻ - ونڊڻ - ورچڻ - تقسيم ڪرڻ - ڦاڻڻ - ٻتي ڪرڻ - حصو ڪرڻ - ٻاڱا ڪرڻ - ورهاست ڪرڻ. (وراهيو - وراهيندو - وراهيل).

● وَرائيتو ۽ وَرائيتا: ذ. صفت. ورارو - وراڙو - انگو ونگو - ورن وارو - وٽائتو - ٻيچ وارو - وٽ وارو - ڏِنگ وارو - ڦير وارو. نانگ ور - ڪاڪُل. واري ۾ يا ساهيءَ ۾ چڏيل (زمين). گاڏڙ ساڏڙ - متفرقو - چوٽڪو - واريءَ تي - ڦيري تي - چکر تي - گردش ۾.

- وَرائيتي ۽ وَرائيتيون: ث. ور واري - ڪانڌ واري - ڀتار واري - مڙس واري - ڌڻيءَ واري - پرڻيل عورت - آها زال، جنهن جو مڙس جيئرو هجي - سهاڳڻ.

● وَرائِڻُ: مصدر. (سن. وَرتَ = ڦرڻ) ڦيرائڻ - گهيرائڻ - ڏنگائڻ - وٽائڻ. پوئتي موٽائڻ ۽ واپس ورائڻ - واپس ڪرڻ. (دروازو) آٿلائڻ - ٻٿلائڻ - بند ڪرڻ. چڪتو ڪرڻ - حساب ڪتاب لاهڻ - صحيح ڪرڻ - برابر ڪرڻ. نه قبولڻ - ڍيلڻ. نظرانداز ڪرڻ - نامنظور ڪرڻ - رد ڪرڻ. لپيٽڻ - ويڙهڻ. ڍڪڻ - ٻيٽو ڪرڻ (ڪپڙو وغيره). وڪوڙڻ - گهيرڻ - گهيري ۾ آڻڻ - جهلجڻ. موٽائڻ. چوڏاري ايهڻ (ڪنهن ماڻهوءَ جي لاءِ).

"آٽ آريءَ چار جا وڻي آئون ورايان"
(شاهه).

(ورايو - ورائيندو - ورائيل).

- وَرائِٽو: ڦيرو - گهرو - گول ڦيرو.

- وَرائوڪُتو (ت): چالاڪ - هوشيار - سياڻو - ڏاهو.

- وَراوا ڪُتا: تِکا پچنڊڙ شڪاري ڪتا، جي سوئر کي ورائين.

- وَراهي: ظرف. واپس - موٽائي - موٽي - وري. (حرف جر) سواءِ.

- وَراهي وَنَڻُ: واپس وڃڻ - موٽائي وڃڻ - آٿلائي وڃڻ. وري وڃڻ.

- وَراهي وارُ وِجهَڻُ: دوٻاره ڪوشش ڪرڻ - ٻيهر سعيو ڪرڻ - وري آنهيءَ ڪم کي ڪرڻ جو سعيو ڪرڻ يا موٽي آنهيءَ ڪم تي اچڻ.

● وَراهي: سواءِ - بنا.

● وَرِتُ ۽ وَرِتَ: ذ. (سن. وَرَترا) نوڙي - رسي - واڏ - واجهه - رسو - نوڙ. چم مان وٽيل رسي

جنهن سان کوهه مان پاڻي ڇڪي ڪيڏ. چم جو ڏکهو رسو- نيٽو- سيت.

= وَرْتَڙو ۽ وَرْتَڙا: ذ. ڏٿلهو رسو- نوڙ- واجهه- واڌ. (ث. وَرْتَڙِي ۽ وَرْتَڙيُون) سنهي رسي.

● وِرتُ ۽ وِرتَ: ذ. (سن. وِرتَ) ڪنهن به ڌرمي ڪم لاءِ (آرادو). سنڪلپ ڪرڻ. روزو- لنگهڻ- اُپواس.

● وِرتِ: ث. (سن. وَر (ي) ت = جيئڻ يا باقاعده هلڻ). ڪن ماڻهن جو مجموعو جن وٽان ڪنهن برهمڻ کي مقرر ٿيل لوازما وٺڻ جو حق هجي). پرهيز- آلپ هار. (هندن ۾) برهمڻ جو ڏن پت. برهمڻ جو لاگ. وظيفو. وڏي ڏيڻ. شادي يا غمي جي ماني وقت پت وغيره وڏي ٿانو ۾ وجهي، پوءِ گهر کڻي وڃن.

= وِرتُ رَکَڻُ: روزو رکڻ- اُپواس رکڻ- لنگهڻ ڪيڏ- پرهالي رکڻ.

= وِرْتيِ روزائتو- اُپواسي. وِرت. مٽن جو لاڙو. دل جو جهڪاءُ.

= ورتيشرُ: ذ. صفت. وِرت وارو. ورت جو مالڪ. اهو برهمڻ جنهن کي باقاعدي لاگ ملندا هجن.

● وَرْتا: ث. گفتار- ڳالهاءُ.

= وَرْتارو ۽ وَرْتارا: ذ. (سن. وَرْتَن). هلت- ڍنگ- چال- چلت- ورتاءُ. نمونو- طرز- طرح. گذارو.

● وَرْتانتِ ۽ وَرْتانتَون: ث. (سن. ور (ي) تانت). خبر. بيان. آکاڻي. تاريخ- ڪيفيت- اِتهاس- داستان- (شاهه) نامو- جيون چرتر- سوانح عمري- جنم ساکي.

● وَرْتائِڻُ: مصدر. (سن. وَرْت = هلڻ). ڪم آڻڻ. ورهائڻ- ورڇڻ- تقسيم ڪرڻ- ٻانٽڻ- ٻکرو ڪرڻ- حصو ڪرڻ- پتي ڪرڻ- پاڳو ڪرڻ. ونڊ ڏيڻ. جيئارڻ- جيئرو رهڻ. ڪم آڻڻ- ڪتب اچڻ- ڪم اچڻ- آڏ واچڻ استعمال ڪرڻ- واپرائڻ- پيئڻ. ڪم سنائڻ. (ورتايو- ورتائيندو- ورتايل).

● وَرْتا: ڪم- مشغولي.

● وِرْتائِڻُ: مصدر. ڪاوڙائڻ- رنجائڻ- غصو ڏيارڻ.

● وَرْتيتا (ث): ڇنڇر يا زحل جو گرهه.

● وَرْنِچَڻُ: مصدر. ورهائجڻ- ونڊجڻ- ورڇجڻ- ٻانٽجڻ (کاڌي وغيره جي). مدد ملڻ. ظاهر ڪرڻ.

● وِرْتَلُ (ڪ): ڪڪ ٿيل- بيزار ٿيل.

● وَرْتِمان ۽ وَرْتِمانُ: صفت. (سن. وِرتُ = هلڻ). چالو- هلندڙ. ورتمان ڪال (گرامر). زمان حال- هلندڙ وقت- موجود- حاضر- هلندڙ.

= وَرْتِمانُ ڪال: زمان حال- هلندڙ وقت. زمان مضارع. جيئن "مان اچان".

= وَرْتِمانُ ڪردنت: اسم حاليه.

● وَرْتَڻُ: مصدر. (سن. ورُت = هلڻ). ورڻ. ملڻ. استعمال ۾ اچڻ. موٽي اچڻ. گذرڻ- لذت اچڻ. گذر ڪرڻ- گذارو ڪرڻ- وقت پاس ڪرڻ. جيئڻ گهارڻ- ڪاٽڻ- جيئرو رهڻ. (ورتو- ورتندو- ورتل).

● وَرْتَنِ: ث. ڪم. ولدر. گذارو.

= وَرْتَڻِي: ث. ڪم- استعمال.

● وَرْتو ۽ وَرْتا: ذ. لاٽ. وياج جو قسم (سون چاندي وغيره تي). هرهڪ واپاري جو ڌار حساب آهي جو خريدار کي ڪن شين تي پئسو رپيو ڪٽ مُجرا ڏيئي ٿو، آن جي لاٽ به چون. هرڪنهن ملڪ ۾ ورتي جا اگهه جنس جنس لاءِ جدا جدا آهن.

● وِرتو ۽ وِرتا: ذ. بيزار- ڪڪ. ڪاوڙ- رنج- غصو. واپس ايندڙ- موٽي ايندڙ. نجومي- پوتيدار.

● وَرْتيئا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● وِرْتَڻون ويل: بد افعال- گدلو- غليظ- ميرو- خراب لڇڻ وارو.

● وَرْتيِ (ث): ڳالهه جو جواب.

● وِرْتيِ ۽ وِرْتيِ: ذ. صفت. برهمڻ جنهن کي ڏن پت ڏيندڙ چيلن جو ڪجهه تعداد هجي. پرهيزگار- پري رهندڙ.

- وِرْتيِشتَرُ ۽ وِرْتيِشتَرَ؛ ذ. ڏن ڀت وٺندڙ برهمڻ.

● وَرْتيِو ۽ وَرْتيِا: ذ. عالم - سياڻو - داناءُ - عقلمند. ڦالڪو - ڦالجي - ڦال وجهندڙ. نجومي - جوتشي. ودوان.

● وَرْتَ وَرْتُون: ث. ڄاڙي - ڄاڙڪي. اجايو - بي سود.

- وَرْتو: بيڪار - بي سود - اجايو - ضايع.

● وِرْت: ث. وِرِچ - ورهاست.

● وِرِتَ ۽ وِرِتُون (ڪ)؛ ث. وڪڙ - ڀيچ - ورُ - وَنْڪُ - ڏنگ - وَٽُ. (پيٽ ۾) درد - اهنج - ايذاءُ. آنٽيِ.

- وِرِتَ پَوڻُ؛ پيٽ ۾ وڪڙ پوڻ - ڀيچ پوڻ - ڀيچش ٿيڻ - آنٽي پوڻ - سُوري ٿيڻ.

- وِرِتيِ؛ پيٽ جو سُور - سُوري - پيٽ ۾ وٽ - وڪڙ - ڀيچ پوڻ.

● وِرِتڻُ: مصدر. عيبدار ٿيڻ - ڪِلارو ٿيڻ - سقم وارو ٿيڻ. (وِرتيو - وِرتيندو - وِرتيل).

● وِرْثائِڻُ؛ مصدر. ورثو ڏيارڻ - نفع پهچائڻ.

- وِرْثو ۽ وِرْثا؛ ذ. (ع. وِرْثه) ميراث - آتر - آڌِڪار - آباڻو ورثو. لاڳ - لاڀو - ورس - هميشه ملندڙ.

- وِرْثو ڪَرڻُ: پاسو وٺڻ - مالڪاڻو ڪرڻ - پنهنجو مال بنائڻ. سفارش ڪرڻ.

● وِرْجَ ۽ وِرْجُونُ؛ ث. (سن. وِرْت = ڦرڻ) رسم - رواج - دستور - هلت. رهڻي ڪهڻي. ريت - رسم و ريز - پَترِ - هلي چلي - مرجاتا - وتيرو - حال - عادت - هير - ورد - محاورو - اصطلاح. شائستگي - مرجاتا - سُنيتي - وَڙُ - جوڳائي - ڀلائي - ڀلهوڪائي. ڪفايت - صرفو - جُڳت.

● وِرجائِتو ۽ وِرجائِتا؛ ذ. صفت. عادت يا هير موجب - رسمن موجب. رواجي - معمولي - حسب معمولي.

● وِرجان: حاصل - موجود - مُيسّر.

- وِرجان ٿيڻُ: حاصل ٿيڻ - موجود ٿيڻ - مُيسر ٿيڻ.

● وِرجائِڻُ: مصدر. (سن. وِرْت = ڦرڻ). ثابت ڪرڻ - ظاهر ڪرڻ - ثابتي ڏيڻ - سِڌ ڪرڻ لاءِ پڪا دليل ڏيڻ. (ڪنهن کي) جواب ڏيئي واپس موٽائڻ. موٽائي چوڻ. سمجهائي چوڻ - وري وري پُڇڻ. وري پڌائڻ - بيان ڪرڻ. ڏوراپو ڏيڻ. (وِرجايو - وِرجائيندو - وِرجايل).

- وِرجاءِ: آڪلاءُ - پورو ڪَرڻ. واپس - موٽائي. ثابت. بيان. وري وري - دوباره.

- وِرجاءِ ڪَرڻُ: ڪم کي نبيرڻ - نيڪال - ڪرڻ - آڪلاءُ ڪرڻ - نباهڻ.

- وِرْجائِي: ظرف. وري وري - تاڪيد سان.

● وِرْجَس؛ ث. وِرْجَ - محاورو: جئن اک لڳڻ، اک پوڻ وغيره.

● وِرْجَڻُ (ڪ)؛ مصدر. ٽوپيل ڪن يا نڪ جو سوراخ بند ٿي وڃڻ - وِروڙجڻ. (وِرجيو - ورجيندو - وِرجيل).

● وِرْجيِسُ ۽ وِرْجيِسُونُ: ث. رسم - رواج - دستور - پَرُ - هلي چلي. عادت. تهذيب. خيال - فڪر - الڪو - انتظار. هار سينگار جو شوق - ٺاهه ٺوهه جو شوق. سنڀال - حفاظت. ڄاڄ. صرفو. مرجاتا. اصطلاح (جنهن جي لفظي معنيٰ ڪجهه آهي ۽ رواج موجب ٻي) - جُڳت.

● وِرِجڻُ مصدر. (سن. وْرَجْ = هلڻ، چُرڻ) پچڻ. چُرڻ. ڦٽڪڻ. آٿلڻ پٿلڻ. بي آرام ٿيڻ. وِهَڻُ. ڪِجي وڃڻ - اولجڻ - اڙهند و وڃڻ - آجهڻ. وِچِرڻ - وِ گهرڻ - پسرڻ - پچرڻ. سڙڻ. هارڻ.

● وِرجيِ: وِهٽيِ. ويهي.

● وِرِجهائِڻُ؛ مصدر. وري وري پڇڻ - چڱي طرح پڇا ڪرڻ. ڄاڄ ڪرڻ - ڳولا ڪرڻ - ڍونڍ ڪرڻ. (وِرجهايو - وِرجهائيندو - وِرجهايل).

● وِرْچَڻُ: (سن. وِ = گهٽ + رُچ = وڻڻ) ڪڪ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪڪجڻ - ڪڪڻ - خفا ٿيڻ - ڏمرجڻ - چڙڻ - رنج ٿيڻ - ڪلپڻ. (ورچيو - وِرچندو - ورچيل).

- وِرْچَ ۽ وِرْچُونُ: ث. بيزار ٿيڻ - ڪڪاڻ - خفو - ڏمر - رنج - چڙ - ڪلپ.

- وِرْچاڻيِ: ڪاوڙ - غصو - چڙ - رنج - ڏمر.

● وِرچائِڻُ: مصدر. ڪٽڪ ڪرڻ - خفي ڪرڻ - خفا ڪرڻ - ٽڪائڻ - بيزار ڪرڻ - دق ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ. بِرُ ڪرڻ - اولڻ. چڙور ڪرڻ.

- وِرچائُو ۽ وِرچائُو: ذ. صفت. ٽڪاءُو - ٽڪائيندو - ٽڪائيندو - ڪٽهُ - ڏوڪڙالشون - اهڙجو.

● وِرِچَڻُ: مصدر. (سن. وِرهَ). ونڊڻ - ورهائڻ - حصا ڪرڻ - وڪرائڻ - ٻانٽڻ - تقسيم ڪرڻ. واڏڻ - ورچي ڏيڻ - ونڊي ڏيڻ - ڦانڊڻ. (آڻڻ ۾) چونڊڻ. (وِرچيو - وِرچيندو - وِرچيل).

- وِرچِيُ: ث. ڳري و ڃڻ - ڀڄڻ - ڀُرڻ.

- وِرچَ ۽ وِرچُون: ث. ورهاست - تقسيم - ونڊ - ورهُ - ڦانڊٽي - حصو - ڀاڱو - ڀتي - واڻو - ٻخرو - ونڊي - وانٽ - تڪ - ڀُڪو - ڦانڊ - ڇانڊو - ڦور - ورهاڱو.

- وِرِچِڻِي: ورچڻ جو ڪم - ورهاست - تقسيم - ونڊ - ورچ (آڻڻ ۾). چونڊ (ڪرڻ).

● وَرِدُ: ذ. (ع). گل. گلابي گل.

● وِرْدُ ۽ وِرْدَ: ذ. (ع). نهرايل ڪم. دائمي ڪم - هرروز جو ڪم - هرروز بنا ناغي وارو ڪم. نيم - معمول - وظيفو.

- وِرْدُ ڪَرڻُ: عادت ڪرڻ - نيم ڪرڻ - معمول ڪرڻ - وظيفو ڪرڻ.

● وِرْدُسِتُ ۽ وِرْدُسِتَ (ڪ)؛ ڍنگ - ڏانءُ - طرز - نمونو - اٽڪل - ريت.

● وَردَلِيُ: مڪران ۾ ڊڪاڻڪو ڪم ڪندڙ هڪ قوم. جا اصل سنڌ ڪان ويل هئي.

● وَرْدو: جواب - ورندي - وراڻي - موٽ - واپسي. ورتو.

● وَرْدِيُ ۽ وَرْدِيُون: ث. (مال لاءِ) لڪاوت - وردي. سٿ وَستر. ڊريش. سرڪاري ڪپڙا (ملازم جا) - سرڪاري پوشاڪ - سرڪاري ڪپڙن جو هڪ نمونو - ملازمن جي ڏيکڻ لاءِ ڏنل ڪپڙا.

● وِرِدَ: ث. ناسور - زخم - ڦٽ.

● وِرْدِ: صفت. (سن. وِرْدْدَ = مخالف). وروڌ ڪندڙ - وير رکندڙ - مخالف. برخلاف.

● وِرْدَ ۽ وِرْدَ: ذ. صفت. جهونو - جهور - ٻوڙهو - ٻڍو - وڏيءَ عمر وارو.

● وِرْڌاتا: اسم خاص. (سن. وَڌاتر). نالو برهم جو (جنهن لاءِ چوندا آهن ته ماڻهوءَ جي نراڙ تي قسمت جا انگ لکندو آهي) - وڌاتا. قسمت جي ديوي.

- وِرْڌاتا جو آنڪُ؛ نصيب جو لکيو - قسمت جو انگ - تقدير جو انگ.

● وَرَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَرَڙِ (ل)؛ اسم خاص. سماٽِڪِيُ ذات جو نالو.

● وَرِڙاتَ: ڪوشش - جد وجهد - سعيو - داڻهون - منٿون - ايلاز.

- وَرِڙاتَ ڪَرڻُ: داڻهون ڪرڻ - ايلاز ڪرڻ - عرض ڪرڻ - منٿون ڪرڻ - عاجزيون ڪرڻ.

● وِرْڙائِڻُ: مصدر. کوٽ ڪرڻ - دغا ڪرڻ - ٺڳڻ - ويساهڻ - ڦسلائڻ - ٻهلائڻ - ڀنڀلائڻ - ڀُلائڻ - ڊوهڻ - فريبڻ - دوکو ڏيڻ - گمراهه ڪرڻ. (ورڙايو - ورڙائيندو - ورڙايل).

● وَرِڙو ۽ وَرِڙا (ڪ): ذ. صفت. وڏڙو - جهُور - جهونو - بزرگ. وجهه - موقعو. قبضو - قابو. هٿ. ضابطو. ٻار جي ٻير جي ڪَڙي يا ٻانهن جو ڪنگڻ.

● وَرِڙا وِجهَڻُ: ڦيريون پائڻ - گهمرا پائڻ - ڦيرا پائڻ - اٽڪڙ جي هلڻ. ناز نخري سان گهمڻ.

● وَرِڙُڪِيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَرِڙِيُ ۽ وَرِڙِيُون: ث. لوٽِين ڪي ٻڌڻ جي نوڙي - رسي - ڳاري.

● وَرِڙِيو لاهَڻُ (ڪ): ڪوهيءَ جي ڀڪن کي ڪِرڻ کان بچائڻ لاءِ لٽين جي ٽارين جو ڪارو لاهڻ. ورو لاهڻ. ٻار جي ٻير جي ڪڙي يا ٻانهن جو ڪنگڻ لاهڻ.

● وَرْزِشِ ۽ وَرْزِشُون: ث. (ف) استعمال - مشق. ڪسرت - (بدن جي) چور ڦور. ڏنڊ پيڙڻ - مگدر هلائڻ. جسماني آٿل پٿل.

= وَرْزِشَ ڪَرَڻُ: ڪسرت ڪرڻ- ڏنبڻ پرڻ- مگد ڦيرڻ- جساني چورقور ڪرڻ. بازوليون پائڻ.

● ورس ۽ ورس: ذ. (سن. وَرْسَ). ورهيه- سال- ٻارنهن مهينا.

● وِرْسَ ۽ وِرْسُونُ: ٿ. ڀُل- چُڪ- غلطي- سهوُ- ڀرانتي. مَت ڀرم- ڀرانت. مُنجهه- ويسر- گمراهي. ايمان- يقين- اعتقاد.

● وَرِساجُ ۽ وَرِساجَ: ذ. سور وير- ناپَتِڪ- ويرَ- سورهيه- پهلوان- بهادر. سورمو- ٻانڪو- ڪوڙو- جُنگ- جوڌو.

= وَرِسارو ۽ وَرِسارا: ذ. مينهوڳي واري موسم- وسڪارو- برساتي موسم. سال به سال. سالها.

= وَرِساڙو ۽ وَرِساڙا: ذ. وسڪارو- مينهوڳي.

= وَرْسائِڻُ: مصدر. خوش ڪرڻ- نوازڻ- هٿ رکڻ- حمايت ڪرڻ- مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ. ڀُلائڻ. گمراه ڪرڻ.

● وِرْسُپَتَ ۽ وِرْسُپَتُونُ: ٿ. ورهسپتي گره- هڪ سيّارُ- مشتري گره يا سيار- خميس جو ڏينهن- وسپت.

● وَرْسَڻُ: مصدر. (سن. ورش=ورسڻ) وسڻ- وَرِڪا ڪرڻ- ورسڻ (مينهوڳي وانگي) پوڻ- ڪِرڻ. برسات پوڻ. (سن. وِ=بنا+رس=لذت) رس کان نڪري وڃڻ- بي سواد ٿيڻ- ڦڪو ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ- نااميد ٿيڻ- ڪومائجڻ- منهن جو پنو لهي وڃڻ. لاڀ حاصل ڪرڻ.

"پيائي ڪي پَڪ جن وڏو سي ورسيا"
(ڪليات- شاهه).

وسرڻ جي تلقين- ڀلجڻ- گمراه ٿيڻ- ڀرمجڻ- ڀٽڪڻ.

"ورتيون ساڻ وتن ٿيون ورسن ۽ وهسن"
(ڪليات- شاهه).

سُجهڻ- ياد پوڻ- دل تي خيال تري اچڻ.

"ڪوهه ڪجاڙو جن چو واڻان سي ورسيا"
(گرهوڙي).

= وَرْسِيڻُلُ ۽ وَرْسِيڻَلَ: ذ. گمراه ٿيل- رستي کان منجهيل- ڀليل- ڀرميل- ڀٽڪيل.

= وَرْساياسُ: ڀلايس- گمراهه ڪيس- ڀرمايس- ڀٽڪايس.

"وهم ورساياس نه ته ذات پنهون آءٌ پاڻ هُئي"
(آبري- شاهه).

● وِرْسَڻُ: مصدر. جدا ٿيڻ- ڌار ٿيڻ- الڳ ٿيڻ- پري ٿيڻ- ٻاترجڻ. منجهڻ- ڀلجڻ- گمراهه ٿيڻ- ڀٽڪڻ.

● وَرْسِيُ: ٿ. (سن. وَرْشَ=ورهيه). ڪنهن جي موت جو ساليانه ڏينهن. لاڳ.

● وَرْشُ ۽ وَرْشَ: ذ. (سن). ورهيه- سال- ٻارهن مهينا. ورش ڦَلُ.

= وَرْشُ ڦَلُ: ذ. ڪنهن خاص ورهيه لاءِ جوتش موجب ٿيندڙ ڳالهين ۽ ڪمن جي لکيل اڳڪٿي.

● وِرْشُ ۽ وِرْشَ: ذ. ٿُونئر- وِرَڪَٽ. هڪ وڻ.

● وَرْشا: (سن. ورشا) گهور- قربان- صدقو- گهول گهولڻ.

● ورشڪ: (ورشچڪ). وڇون- پٽون- عقرب.

● وِرْغلائِڻ: مصدر. ٻرغلائڻ- ڏتارڻ- اُلُڻ. ٻتال ڪرڻ- ڦسلائڻ- پٽيلائڻ- ٻهلائڻ. (ورغلايو- ورغلائيندو- ورغلايل).

● وَرْقُ ۽ وَرْقَ: ذ. (ع). ڪتاب جو ورق يا صفحو- پنو- پني. وڻ جو پن. ڪاغذ جو ٽڪر- ڪٽيل ڪاغذ. چانديءَ جو سڪو روپيو وغيره. سون ۽ چانديءَ جا ٺاهيل ورق.

● وَرْقُ ڏوڙڻُ: ميٽي صاف ڪرڻ- فرق مٽائڻ- امتياز ڪڍي ڇڏڻ- دين ۽ ڪفر جو ورق ڏوڙڻ- دونيءَ وارو ورق ڏوڙڻ- پيائي مٽائي ڇڏڻ. فرق نابود ڪري ڇڏڻ.

= وَرْقَ وَرڻُ: وارو ورڻ- ڀاڳ لڳڻ- نصيب جاڳڻ- بخت کلي پوڻ- اوج ۽ اقبال جي رسڻ- ستارو چمڪڻ- بخت ٻالا ٿيڻ- وڏي درجي کي پهچڻ- عزت برقرار ٿيڻ- وصال جي حالت اچڻ.

● وِرِڪِيتِ: ذ. صفت. (سن. وِرَڪت=جدا ٿيل، بنا محبت جي) دنيا کان تارڪ ٿيل.

آزُردو – آتو – عاجز – ڏُکي – ڏڏو – نفي – خستو – رنج – ملاڪ. نيارو – بي طرفدار.

● وَرَڪلِيو (ث): ڪنواريتن طرفان چاچين کي ڳاراپل ڀهريون وِيلو.

● وَرْڪڻُ: مصدر. هوا مان آڏامڻ.

● وَرِڪ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِرْڪَ ۽ وِرْڪَ: ذ. (سن. ور(ي)ڪشَ = وڻ) وڻ. آسماني بُرج جو نالو – سياره جو نالو. ورش – ٽنوئر. هڪ وڻ. ننڍو وڻ. داناءُ – عاقل – سمجهو – ڏاهو.

● وَرْڪا ۽ وَرْڪائُون: ث. (سن. ورشا < ور (ي) شُ = وسڻ). برکا – وسڪارو – مينهَن – برسات – بوندابوند – ڇڇڪو – اوهيڙو. گهور – قربان – صدقي – نثار ٿيڻ. مهرباني. پالوت.

– وَرْڪا ڪرڻُ: گهورڻ – قربان ڪرڻ – صدقي ڪرڻ – نثار ڪرڻ – ٻلهار ڪرڻ.

– وَرْڪَ چِنْچِترُ. مري ويل هندو جي ٻارهين تي برهمڻن کي ڳاڏي ڳارائڻ جي هڪ رسم.

● وِرْڪو ۽ وِرْڪا: ذ. "و" جو ڀهريون اکر (و) جو آچار. جيئن "(الف = انب) – (ب = ٻلا) – (و = وڻ)".

● وِرْڳِڻُ: مصدر. ڦهلڻ – ٻڪڙڻ (مرض) – پسرڻ – ٻکهوڻ – وکهڻ. (ورڳيو – ورڳند و – ورڳيل).

● وِرْڳِنو ۽ وِرْڳنا: ذ. (سن. لڳنُد). ڪپڙن ٽنگڻ لاءِ ڇڪي ٻڌل نوڙي.

● وِرْلاپُ ۽ وِرْلاپَ: ذ. (سن. ورلاپ). دانهن – ڪوڪ – رڙ – آواز. رودن – روڄ – راڙو – پٽڻ. پڪار – ٻاڏ – ٻاڪار.

– وِرْلاپ ڪرڻُ: دانهون ڪرڻ – ڪُوڪُون ڪرڻ – رڙيون ڪرڻ – آواز ڪرڻ – راڙه ڪرڻ – رودن ڪرڻ – روئڻ – پٽڻ – ٻاڪار ڪرڻ – پڪار ڪرڻ.

● وِرْلو ۽ وِرْلا: ذ. (وِرَل = وِرْلو). ٿورو – ڪميياب – اڻلڀ – آسمانيه – نرالو – عنقاب. قليل – دُرلڀ. ڪوڪو – ٻاقيڪو – اتفاقاً. ڪڏهن ڪڏهن. مشڪل – ڏکيو. ٿورو – ڇڊو – گهٽ. قسمتي.

– وِرْلي: ظرف. ڪڏهن ڪڏهن.

● وَرْمُ: ذ. ضروري ڪم.

● وَرَمُ ۽ وَرَمَ: ذ. لهر – موج – ترنگ – اوسار – چڙل (سمنڊ جي). جسم جي سوڄ. دل جي تسڪين. سؤدو – واپار.

● وِرْمڻُ: مصدر. (سن. وِرمُ = ختم ڪرڻ). ويرم ڪرڻ – دير ڪرڻ – ٻيهڻ – ٽِڪڻ – ترسڻ – ٽهرڻ – ٺهيڙڻ – دم پٽڻ. سيڙجڻ. (ورميو – ورمندو – ورميل).

● وَرِمڻ: (سن. وِرم). ترسڻ – روڪجڻ – جهلجڻ – دير ڪرڻ.

– وِرمِيا: روڪيا – جهليا – ترسيا.

"ڪين ورميا ڪٿهين چليا چڻ هٿيءُ."
(آبري – شاهه)

– وِرْسِيءَ: ظرف. آهستو.

● وَرْنَ ۽ وَرْنَ: ذ. (سن، وَرْڻ = رنگ). ذات. ليات – قوم – فرقو. (هندن ۾ ٤ ذاتيون). ١- برهمڻ، ٢- شودر، ٣- ويش ۽ ٤- کتري. حصو – ڀاڱو – ٻتي – ونڊ – ٻکرو – واٽو.

– وَرْنُ هِيڻُ: نيات مان نڪتل – قوم مان خارج ٿيل – ڏالهي مان نڪتل. مسجد جو ٽُڪو.

● وَرَنُ ۽ وَرَنَ: ذ. (سن. وَرْڻ = رنگ) رنگ. قسم – نمونو. روپ – صورت – شڪل – شبيه. حالت. ذات. چمڪات. عيش. مزو.

– وَرَنَ وَرَنَ: ذ. جدا جدا رنگن وارو – ڀانت ڀانت شڪلين وارو – رنگا رنگي – گونا گون – چٽڪمرو – وِچتر – چِٽ چِٽ – ڦلڦليو.

– وَرَن وَرَن ٿيڻُ: منهن جو رنگ بدلائڻ يا ڦِڪو ٿيڻ. شڪل بدلجي وڃڻ – صورت ڦري وڃڻ – نمونو ٻيو ٿي پوڻ.

– وَرَن وَرَن ڪرڻُ: منهن جو رنگ بدلائڻ – رنگ بدلائڻ – ٻيو رنگ ڏيڻ – حالت ڦرڻ. شڪل بدلائڻ – صورت ڦِرڻ.

● وَرَنو ۽ وَرَنا: ذ. رنگ وارو – رنگ کي مائل – رنگ جهڙو – جيئن، رت ورنو – رت جي رنگ جهڙو – رنگا رنگي. سهڻو.

● وَرُناٽيِ ۽ وَرُناٽِيُون: ث. سوناري جو مُنڊيون يا ڪنگڻيون ٺاهڻ جو اوزار.

● وَرُناڻُ: مصدر. (سن. وَرُڻُ = ساراهڻ). سمجهاڻ - کولي پڌائڻ - ظاهر ڪرڻ. قبول ڪرڻ - مڃڻ. ارٿ ڪرڻ - نروار ڪرڻ. ورنائڻ - چوڻ - بيان ڪرڻ. سلام موڪلڻ - ڪن ڏيڻ - پڌڻ - اونائڻ - آنائڻ. غور ڪرڻ - ڌيان ڏيڻ - توجهه ڇڪائڻ. انصاف ڪرڻ. مڃڻ. (ورنايو - ورنائيندو - ورنايل).

- ورنُدَ (ڪ): ث. ورڻ جي حالت - وري اچڻ جي حالت - موٽ - واپسي.

● ورِنُدُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ورنُدَڙِي ۽ وَرَنُدَڙِي: (ڪ): ث. منجهند ڪان پوءِ جو وقت - سج جو اولهه طرف ورڻ جو وقت - پاچولي ڦرڻ واري حالت - ڇانو ورڻ يا ڦرڻ جو وقت.

● وَرَنُدو ۽ وَرَنُدا: ذ. صفت. (سن. وَرُڻُ = موٽڻ). آئيندو - ايندڙ - ڌسندو - ٻيو - مٿيون (مهينو).

- وَرَنُدي وارُ: ائيندڙ ڏينهن - ايندڙ ساڳئي ڏينهن تي - هفتي تي وري آيل ڏينهن - ٻئي هفتي تي. جيئن "سومر ڪان ٻئي سومر تي."

● وَرَنُدي ۽ وَرَنُديون: ث. (سن. ورت = ڦرڻ). جواب - وراڻي. سوال جو جواب.

● وَرَنُدِي (ث): ڇت جي مٿان پاسي وارو ڪنارو - جاءِ جي مٿين ڪناري - سرن جي چوڏاري ڪناري.

● وَرَنُسڪَ: آسمان - آپ - فلڪ. جاءِ.

● وَرَنَنُ: (سن. ورڻ). بيان - وستار - آکاڻي - ڪهاڻي. ساراهه.

- ورنَنُ ڪَرَڻُ: چوڻ - بيان ڪرڻ - آکاڻي ڪٿڻ - پڌائڻ - وستار ڪرڻ - نيروار ڪرڻ - طول طويل ڪرڻ - ڊگهو ڪرڻ. ساراهه ڪرڻ.

● وَرنو ۽ ورنا: ذ. سون يا چانديءَ مان ٺاهيل ڇلو جو ڏسڻ آڱر ۾ پائجي. منڊيءَ جو هڪ قسم. ڊلو - پيرٽي.

● وَرُنهِ: نه ته پوءِ - ٻي صورت ۾ - ٻي حالت ۾. ٻئي پاسي - ٻئي طرف.

● وَرِنتهَه: (سن. ورُ = مڙس + نتهه = نٿ). رن زال - نڌڪي - ور ٻنا - ٻنا وارث - ٻنا مالڪ مِٽ. (سن. وَرُ = سٺي ۾ سٺو). بهادر - طاقتور - زورائتو - زوراور. سوروير - وير - نايڪ - سورهيه - سورمو - ڪٽوپو - جنگ - جوڌو - پهلوان - بهادر. ڳڀرو جوان. چڱا ماڻهو - سڪر. کهوت.

● وَرُنهَنُ: ٽوپي يا سهپي جو هڪ قسم.

● ورِنهه واري: اسم خاص. "پوڪڻ." نئين جي پرسان ٺڪري.

● وَرُنيِ ۽ وَرُنيُون (ڪ): ث. (سن. ور = مڙس). مڙس واري. ڪنوار - ونني - نئين شادي ٿيل عورت - سهاڳڻ - پاڳڻ. ور واري - وريتي - ڀتار واري - مڙس واري. (سن. ورڻ). رنگ يا ورن واري - رونق واري.

● وَرَڻُ: اسم خاص. ٺٽ ۾ هندن راجپوتن جي ذات جو نالو.

● وَرَڻُ مصدر. (سن. وت). ڦرڻ - موٽڻ - واپس اچڻ. گهمڻ - چڪر هڻڻ - اٿلڻ - پٺتي هٽڻ - لڙڻ - پويان پير ڪرڻ. مڙڻ (نوڙيءَ جو) ولجڻ - وڪڙ کائڻ. ڏاڳو پيٺو ڪري وٽڻ. ڪچي سُٽ کي وٽ ڏيڻ (سن. ورُ = مڙس چونڊڻ). مڙس چونڊڻ - پرڻجڻ - شادي ڪرڻ. پڇڻ - خبر وٺڻ - سوال ڪرڻ - بند ڪرڻ - پورڻ. ٻاهر اچڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ. (فائدي ۾) ٿيڻ. (نديءَ جو) ڦيرو - ور - وڪڙ. (وريو - ورندو - وريل).

- وَرَڻُ واري ڪَرَڻُ: واپس موٽڻ جي تياري ڪرڻ. جلد واپس اچڻ - موٽڻ واري ڪرڻ.

● وَرُڻُ ۽ وَرُڻَ: ذ. (سن. وَرُڻَ). سيئي کان آتم. ايشور. پاڻيءَ جو ديوتا. اڏيرو لعل.

● وَرُڻُ: (سن. وَرُڻُ = ذات) ذات. رنگ - ورنُ.

- وَرُڻ آشرم: هندن جي ذاتين جا درجا.

● وَرُڻُ ۽ وَرُڻَ: ذ. گهڻن ورن وڪڙن واري چلڪيءَ جو هڪ قسم.

● وَرِڻُ : (سن. ورڻ = ساراهڻ). ساراهه ڪرڻ - تعريف ڪرڻ - واکاڻ ڪرڻ. بيان ڪرڻ - پڌائڻ.

● وَرْتُو ۽ وَرْتا: ذ. (سن. ورت = حاصل ڪرڻ). فائدي ۾ آيل شيءِ - حاصلات - فائدو. پيرن يا هٿن جي آڱرين ۾ پائڻ جي گهڻ جو هڪ قسم - والو - آهو ڇلو جو شاديءَ ۾ ڪنوار گهوٽ کي ڏجي.

= ورٽيي وارا ڳُڏا: ٻار جي ڇوٽيءَ تائين ٻهچڻ لاءِ ڳُڏن مان ٺاهيل قيري دار ڏاڪڻ.

● وَرو ۽ وَرا: ذ. (سن. وَرت = ڦرڻ). ڦيرو. پٽيي (ڪاٺ جي). پڃرُ. ڪاٺ جو ڍڳهو لڪڙو - ٻنبُ - منگهو - ڪام. ڪچي ۽ ڪکائين جهوپڙي جي وچ ۾ رکيل ڪاٺ جي ڏگهي ڪاٺي. ٿلهي ڪاٺي جا شهتير جي بدران جاءِ ۾ رکجي، جنهن جي مٿان پڃرُ رکيا آهن. هيءُ ڪاٺ جو لڪڙو پڪي جي ٻوري وچ تي هوندو آهي، هڪ ڇيڙو هڪ جنڊي تي ۽ ٻيو ڇيڙو ٻئي جنڊي تي قابو پڌل هوندو آهي.

= وَرو ڏيڻُ (ک): پيڙيءَ جو ٻاسن تي آٿل ڪرڻ (اڪثر تڏهن جڏهن واءُ پويان هجيس). عيوضي.

= وَرو وَهڻُ: هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ.

● وِرو ۽ وِرا: ذ. حصو - ٻتي - ڀاڱو - ونڊ - ورچ - وانڊو - ٻانٽو - ٻکرو. آهو آنُ جو هاري زميندار کان قرض طور وٺي. کاڌو يا ڏمي جو ٻئي کان کاڌ لاءِ ملي. ڳائي ۽ ماهي مال کي ٿيندڙ تپ - جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم. ٻئي جو - پرايو - ڌاريون - غير - پرڏيهي - وِديشي - پرديسي.

= وِروئيجي پٽوڻُ: ڳئن يا مينهن کي تپ اچڻ.

= وِروبو: مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ جانور جو ٻت سڪي ٻوي).

● وَرُ وارو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ديهه جو نالو.

● وَرُ والو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَرُ وَ نيي (ث): آها ماني جا ڇچ ويڇڻ کان ٻوءِ ڪنواريتا نيات وارن کي کارائين.

● وَروٽڻُ (ک): مصدر. وڪوڙڻ - ويڙهڻ - ڀڪڙڻ - جهلڻ. گهيرڻ. (وروٽيو - وروٽيندو - وروٽيل).

= وَروٽ ۽ وَروٽون (ک): ث. ويڙهڻ جي حالت - ويڙهه - لپيٽ. جهل - پڪڙ.

= وَروٽِجڻُ (ل): مصدر. سروٽجڻ - وڪوڙجڻ - ولارجڻ. قابو ٿيڻ. ڪروندڙو ٿيڻ.

● وَرُٽڻُ (ک): مصدر. مروٽڻ - موڙڻ - وٽڻ. (وِرُوٽيو - وِرُوٽيندو - وِرُوٽيل).

= وِرُوٽ ۽ وِرُوٽون (ک): ث. وَرُ - وٽُ - پيچ - وَڪڙُ.

= وِرُوٽِجڻُ: جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ ٻت سڪي ٻوي.

● وُرُودُ ۽ وُرُودَ: ث. (ع. ورد). ڪنهن جڳهه ۾ اندر اچڻ - داخل ٿيڻ - نازل ٿيڻ. اچي پهچڻ - وارد ٿيڻ. آمد - پهچ - تشريف آوري - اچي لهڻ - آئڻ.

= وُرُودُ ڪرڻُ: وارد ٿيڻ - پهچڻ - داخل ٿيڻ - داخل ڪرڻ.

● وِروڌُ ۽ وِرُوڌَ: ذ. (سن). ڪلفت - وير - عداوت - دشمني. خصومت. خلل - ڪروڌ - ڪُرڪو - گهبي - ڪيل ڪيل - ڏنڊوري - اٽيٽ - ٻکيڙو - بگاڙو - ڦيٽاڙو.

● وِروڌِجڻُ: مصدر. (سن. وروڌ = دشمني). جهڳڙي لاءِ آماده ٿيڻ - دشمني ڪرڻ - وير رکڻ. (وِروڌيو - وِروڌيندو - وروڌيل).

= وِرُوڌيُ ۽ وِرُوڌي: ذ. صفت. وروڌ يا دشمني رکندڙ - برخلاف - ويرياٺو - دشمناڻو. مخالف.

● وَرِ وَرِ: هرهر - وري وري.

● وَروڙڻُ: مصدر. وارڻ - آڏو اچڻ - موٽائڻ - ٻيٽي ڪرڻ. (وَروڙيو - وَروڙيندو - وَروڙيل).

= وَروڙ ۽ وَروڙون (ک): ث. ڳولا - ڍونڍ - ڦولها. لپيٽ - وروٽ.

● وِرُوڙڻُ (ک): مصدر. (پيٽ ۾) وڪڙ پوڻ - وٽ پوڻ. آنٽي پوڻ - مروڙ پوڻ. (وِروڙيو - وِروڙيندو - وِروڙيل).

- وِ روڙ ۽ وِروڙون (ڪ): ث. وٽ - لُيچ - وڪڙ - مروڙ. ورُ - پيچ - ونگ - ڏنگ.
- وِروڙائي ۽ وِروڙائيون: ث. وروڙ - وروڙپ.
- وِروڙپَ ۽ وِروڙپون: ث. ور - وڪڙ - وٽ - مروڙ - آنٽي.

● وِرُوڙجڻ: مصدر. توپيل ڪن يا نڪ جو سوراخ بند ٿي وڃڻ. ورجڻ. آنڊي ۾ ڀيچ پوڻ - آنٽي پوڻ.

● وِرُونجڻ: مصدر. ورونهجڻ - ڦٽ ٿيڻ.

● وِرُون: ڦٽ - زخم - گهاءُ - چير - چهڪ.

- وِرُون ڪرڻ: ڦٽ ڪرڻ - گهاءُ ڪرڻ - چير ڏيڻ - ايذاءُ ڏيڻ - ڏکوئڻ.

● وِرُونهڻ: مصدر. (سن. وهرت). وندرڻ. ذڪر ۽ ڳٺيءَ ۾ گذارڻ. پنهنجي منهن گذارڻ. اورڻ - ياد ڪرڻ - وندر ڪرڻ - حال ونڊڻ - ڏک ونڊڻ - درد ٻڌائڻ.

- وِرُونهہ ۽ وِرُونهون: ث. صحبت - رهاڻ. حال اورڻ. وندر. خوشي. آنس. واٽي - ٻچار - دل خوش - محبت - سڪ - چڪ - ڪشش - جذبو - يادگيري. پرڀاءُ - دل لڳي. مشغولي. قرب ونڊڻ. ڳجهه - راز. وڇوڙو - جدائي - فرقت.
- وِرُونهن وير: وندر جي مهل - دل خوش ڪرڻ جو وقت - دل لڳيءَ جو وقت.

● وِرُوڻ: ث. اکيون انڌيون ٿيڻ.

● وِرُوڻڻ: مصدر. (سن. وِرُوڪشڻ). سُڪي وڃڻ. بند ٿيڻ - ٻڌجڻ - ٻجهڻ. وروڙڻ.

● وَروهيڙيو ۽ وَروهيڙيا (ل)؛ ذ. نوريٽڙو.

● وِروهڻ: مصدر. (سن وهرت). وندر ڪرڻ - خوش ڪرڻ - ريجهه رهاڻ ڪرڻ - وندرائڻ. (وروهيو - وروهيندو - وروهيل).

● وَرَهہ: رڃ جو هڪ قسم. گهاٽي جو مٺيون ٻاسو جنهن ۾ تنبو ٻڌل هجي. ٿلهو واجهه.

● وَرهو ۽ وَرها: ذ. رسيءَ جو قسم، هي رڃ مان گڏ ٻڌبو آهي، جنهن ۾ ٻلا ۽ مڇيون مرن. رسو - نوڙ - نندي کوهي مان پاڻي ڪيڻ لاءِ رسو.

● وَرهہ ۽ وَرهہ؛ ذ. (سن. وَرُش). سال - ورهيہ - ٻارهن مهينا - ورش. ٻارهو.
- وَرهہ پتري: ث. ورش ڦل.
- ورهہ چنچر: هندو ماڻهو جو ٻارهين مهيني ڏينهن ڪرڻ.

● وِرهہ ۽ ورهہ: ذ. (سن. وره). جدائي - فراق - وڇوڙو - هجر - فرقت. دوستن يا عاشق معشوق جي وچ ۾ جدائيءَ جو غم - سور - درد - دک - تڪليف. برهہ - نينهن - عشق - محبت. سڪ - يادگيري. حصو - ڀاڱو.
- ورهہ ۾ وهلو ٿيڻ: هجر ۾ حيران ٿيڻ - برهہ ۾ بيقرار ٿيڻ - وڇوڙي ۾ واه ويلا ڪرڻ - جدائيءَ ۾ آهہ زاري ڪرڻ - فراق ۾ فرياد ڪرڻ.
- وِرهہ وٿان: اڪير - آداس - يادگيري.
- وِرهہ وٽڻ: محبت ونڊڻ - حال اورڻ - عشق ونڊڻ يا پرائڻ.
- وِرهہ وٽيون: عشق ونڊيون - محبت ونڊيون يا پرائيون.
- وِرهہ وسائڻ: وڇوڙي جي برسات وسائڻ - زار زار روئڻ. محبت ۾ سور سهڻ - درد ڪاٽڻ. روئڻ - ماءِ دوس ڪرڻ.

● وَرَهت ۽ وِرَهتون: وريچ - ونبڊ - ڦانبڊ - ورهاست.

● وِرهاست: ث. (سن. وِره). جدائي. ڀتي. ڀاڱو.
- وِرهاستَ ۽ وِرهاستون؛ ث. ورهاست - وريچ - ورهاڱو - ڦانڊٽي - ڦور - چانبڊو - تڪ - وانٽ - ٻخرو - ونڊي - ڀتي - ڦانڊ - ٽڪو - وِرهہ.
- وِرهاڱو ۽ وِرهاڱا: ذ. ورهاست - ڦانڊ - وريچ - ڦور - چانڊو - وانٽ.

● وِرهانڊ ۽ وِرهانڊون (ل)؛ ث. شام - سانجهي - وچينءَ جو وقت - ٽپهريءَ جو وقت - ڏينهن لٿي جي مهل.

● وِرهائڻ: مصدر. حصا ڪرڻ. ونڊڻ.

● وِرُهسپت؛ ث. ورسپت - مشتري گرهہ - خميس جو ڏينهن - وسپت. گرهہ جو نالو.

● وِرهو: وَرُ - مڙس - پتار - ڀتي - ڪانڌ.

● وَرُهيہُ ۽ وَرُهيہَ: ذ. (سن. وَرُش) ورهہ - سال - ٻارهن مهينا.

● وَرُهيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

= وَرهيارو: هر سال - سال ٻسال - ساليانو - سال وارو.

= وَرهيوڪو: سال جو - سالڪو - سال وارو - ساليانو.

= وَرهيو وَرهہ: سال سال ۾ - هر سال - سال ٻسال.

● وَرَءُ ۽ وَرَءَ: ذ. ورو - کاڌي لاءِ مقرر ڪيل رقم - ٻڌو - رسي - راتب - هڪ ويلي جو اَنُ - کائڻ لاءِ گذران - قوت - خوراڪ - کاڌو. روزي. روزينو - گذر - گذران.

= وَرَءُ جو اَنُ: تمام ٿورو - مهانگو - ڏڪر جي نشاني.

● وَرُنَلُ: اسم خاص. تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وَرُنُو ۽ وَرُنا: ذ. ڏنبو.

= وَرُنيا: ذ. سٽ ۽ ڏاس جا نهيل، اٽ جي ڳچيءَ ۾ وجهجن.

● وَرِيُ: (سن. ورت = قرڻ) واپس - موٽي - ٻيو دفعو - ٻيهر. عيوضو.

= وَرِيُ آچڻُ: واپس اچڻ - موٽي اچڻ - موٽڻ - ورڻ. وفات ڪرڻ - مري وڃڻ (ٻار جو).

= وَرِيُ وَرِيُ: موٽي موٽي. هر هر - هردم - هميشه - هرهميشه - نت - سدا - سانده - هڪجهڙو - اڪثر - گهڻو ڪري - بار بار - ٻيري ٻيري - وَر وَر ڪري.

● وَرِيُ ۽ وَرِيُونُ (ڪ): ث. وارن مان جُوئن يا ليک چونڊائڻ. وٽي - خال. وَرِيءَ ٻيت - ٿونڪڙو.

= وَرِي ڏيڻُ (ت): مٿي مان جُون ڪيڻ - ليک ڪيڻ.

= وَرِيُ ڏيارڻُ: مٿي جي وارن مان جُونءَ يا ليک ڳولائڻ.

● وَرُيامُ ۽ وَرُيامَ: ذ. (سن. ويروان) سُور وير - نايڪ - وير - سورهيہ - پهلوان - غازي - سورمو - جوڌو - ڪوڙهو - ڳوڌو - ٻانڪو. ڦري آئيم - آڏو آئيم - ورليم.

● وريامُ آباد: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وَرياڻيُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● وَرُياهَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَرِيٺيي ۽ وَرِيٺيون: ث. (سن. ور = مڙس چونڊڻ) ور واري - مڙس واري - خاوند واري - سهاڳڻ - پرڻيل.

● وَرِيڊيرو: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وَرِيٺرو ۽ وَرِيٺرا: اسم خاص. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● وَرِيڙو ۽ وَرِيڙا (ڪ): ذ. ور ڏنل چلو - ڳهڻي جو هڪ قسم. ڪٺڪ جي سکل تيلين مان ٺاهيل ڪنگڻي جو هڪ قسم.

● وَريلي: آگرين ۾ پائڻ جو ڳهڻي جو هڪ قسم.

● وَرُينگڙو ۽ وَرُينگڙ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم - ٿورڙا ڪنڊا ٿيندا اٿس، هرڻ هن جا پن کائيندا آهن.

● وَرِينگهڻُ (ڪ): اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وَريو ۽ وَريا (ل): ذ. وريو - ڪچي ڪوهہ ڪي لٺي جي تارن سان ٻڌڻ. لٺي جا تارا گڏ ڪري نوڙيءَ سان ٻڌي هڪ ڪاٺ جو نوڙ ٺاهين، جنهن کي ويڙهي ڪوهہ جي ترڪان رکن. گهوڙي جي سنجهہ جو هڪ حصو يا ساز. (سن. ورت = قرڻ). موٽي - وري.

● وَريُونُ ڪرڻُ: وانگار وهڻ - ميل ملڪ ۾ ڳاهہ ڪي هڪ ٻئي کي همراهي ڏيڻ يا لاباري ۾ واري وٽيءَ تي مدد ڪرڻ.

● وَرِيٺڙو ۽ وَرِيٺڙا: ذ. ڪن ٻارن کي مٿي جي وارن ۾ ڳهنج، جنهن لاءِ زالن ۾ سنسو هوائدو آهي ته آها ٻاڳ جي نشاني آهي.

= وَرِيٺا: ذ. ڪنهن ڏاڪي ۾ مٽڪا ۽ ڪوڏ يون ٻڌي ڍڳي وغيره جي ڳچيءَ ۾ ٻڌجن.

● وُڙُ ۽ وَڙَ: ذ. (سن. وَرَ = مهرباني) لڇڻ - افعال - عادت. لَتلُ - ڪِرُ. شائستگي - مرجاتا - سُنيتي - سيباج - جوڳائي - ٺاهوڪائي. ڀورو - لائق - احسان - مهرباني - عنايت - نوازش - ڀلائي - ايڇپو. برابر - ٺيڪ. سلوڪ - هلت. رستو. درست - صحيح. مهرباني - چڱائي - احسان - قرب. ڀورو. ننگ - عزت - آبرو - لياقت. اصيلي - شرافت. نمونو - ورن - قسم - جنس. نشان - پارُ - پتو. (صفت). لائق - جوڳو - نهندڙ. وڻ جو هڪ قسم. گهوڙا پاري تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ، جتي ڪمند جي پوک گهڻي ٿئي. جانور جي لڳ تي مرضي - جانور جو لڳڻ. (سن. وَڙُدَ = گهوڙي) گهوڙيءَ جي ميڙڻ جي خواهش - چاڙو.

- وَڙائِتو ۽ وَڙائِتا؛ ذ. صفت. وڙ وارو - ننگ ڪندڙ - احسان ڪندڙ - قرب ڪندڙ - مرجاتا ڪندڙ - مهربانيءَ وارو - ننگي - احساني - قربدار - ڀورائتو - شرافت ڀريو.

- وَڙُ ڪَرَڻُ: مهرباني ڪرڻ - احسان ڪرڻ - ڀورو ڪرڻ - لائق ڪرڻ - لطف ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ جو مٿيون اعليٰ درجو. ڪنهن ڪي بنا آجوري سنگ ڏيڻ. بنا لالچ جي نياڻيءَ جي مائٽي ڪرڻ.

- وَڙَن: وڻڻ.

- وَڙُ وَجَهُ: ريت - نمونو - ڍنگ - طرح - طرز. خيال - پارپتو - نشان پاسو.

- وَڙُون ڪوٺَڻُ؛ سڪ مان سڏ ڪرڻ - پيار مان پڪارڻ - مهر ۽ محبت منجهان گهرائڻ - دل گهري ڪي دعوت ڏيڻ.

- وَڙُوڻُ يا هَڙُونُ: پنهنجي ڳنڍ يا پنهنجي اثر وسيلي. پنهنجي پاران يا ڪيسي مان ڏيڻ.

● وِڙُ ۽ وِڙَ: ذ. صفت. (سن. وِٽَ. سن. آوَ = خراب + وات = رستو) بي حيا - بي شرم - ڪمينو. بدبخت. لنڪهو - جڙ تورائو.

● وَڙا: وڙيون، چٽن جو اڻو ڳوهي، تن ۾ مصالح وجهي، آن جي پاپي ٺاهڻ.

● وَڙاڪو؛ وٽ پوڻ - پيٽ ۾ گهمرا پوڻ.

● وَڙالُ ۽ وَڙالُون: ذ. (سن. وِ لودن) ڳولا - ڦولا - ڏس پتو - جتن - وڙول. سمجهه - فهم - پُد - ذهن - چترائي - سٺو پرائي. وڙول.

● وِڙانگ ۽ وِڙانگون: ث. وڙواند - بي شرم - بي حيا - ڪميڻي - لُچي. ننگ ناموس ڪان ويل - افعالن بڇڙي - عادت خراب - گندي - ڪِنِي.

● وِڙاهُ ۽ وِڙاهه؛ ذ. (سن. وِناش) نقصان - ڇيهو - جوکو - خطرو - ڊپ.

● وَڙاءُ ۽ وَڙاءَ: ذ. (سن. وَرڻ) ورن يا رنگ وارو - نموني وارو - ڍنگ وارو.

"پتنگن جئن پيدا ٿيو، سامي سچ وَڙاءُ"
(مومل راڻو - شاهه).

لياقت - لائقي - جوڳائي - ٺاهوڪائي.

● وَڙِتِي ۽ وَڙِتِيُون (ٿ)؛ ث. جواب - ورندي.

● وَڙجَڻُ: مصدر. گرم ٿيڻ - تپڻ. چاڙو ٿيڻ (گهوڙيءَ، ڳانءِ). وَهَرڻ - چاڙو ڪرڻ - وَهَڙ ٿيڻ - شهوت ٿيڻ. (وڙجيو - وڙجيندو - وڙجيل).

● وَڙِڪَڻُ: مصدر. هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ - ٽلڪڻ - گهمڻ - هلڻ - چلڻ - ٽهلڻ. سير ڪرڻ - اجايو رلڻ. جبل جو نالو. (وڙڪيو - وڙڪندو - وڙڪيل).

- وَڙِڪَ ۽ وَڙِڪُون: ث. چارو. گهوم - ٽهلو - سير.

- وَڙُڪائيڻُ: مال کي جهنگ مان ڦيرو ڏياري اچڻ - مال کي جهنگ مان گهوم ڏيارڻ. نظر رکڻ.

- وَڙُڪا ۽ وَڙُڪا (ٿ): ذ. گاهه ۾ ڍور کي ٿورو وقت چرڻ لاءِ ڇڏڻ.

- وَڙُڪائي؛ مال کي جهنگ مان چاري اچڻ.

- وَڙُڪي آچَڻُ: چري اچڻ - گهمائي ڪيدي اچڻ - ٿورو ٽهلي اچڻ.

● وَڙُڳِڻُ: گهمڻ - ٽنگون سهائڻ - آچ لاهڻ.

● وِڙِنڊُ ۽ وِڙِنڊَ (ل): ذ. تنگ - سوراخ.

● وَڙَڻُ: مصدر. (سن. وِشُ = داخل ٿيڻ) گهڙڻ - اندر وجهڻ - پيهڻ - هڙڻ - بيهر وجهڻ - لِڪڻ. (وڙيو - وڙيندو - وڙيل).

● وَڙو ۽ وَڙا: ذ. (سن. ٻٽڪ). مٺائيءَ جو هڪ قسم (جا مصريءَ جي چاش ٺاهي ان ۾ ڏاڙهن جو مغز، خس خس ۽ سڪو ميوو وجهي ٺاهيندا آهن، کائڻ ۾ ڏاڍو لذيذ ۽ دماغ کي طاقت ڏيندڙ آهي). دال جو ٺاهيل طعام. ٻجن وغيره جي مٺائي.

● وِڙُوانڊُ ۽ وِڙُوانڊَ: ذ. واهيات لفظ ڳالهائيندڙ- گاريون ڏيندڙ- وات جو گندو- اجائي ٻڪ ڪندڙ- بي فائدي ٻڪ ڪندڙ. جهڳڙالو- جهيڙا ڪار- بدڪار. ڪمينو. ويڙهاڪو زال- اٽيشٽ ڪندڙ زال. اوڀڙي زال. ڪمينو- بي شرم- بي حيا- لُچو.

- وِڙولَڻُ: مصدر. ڀڃا ڪرڻ- ڍونڍڻ- تلاش ڪرڻ- جاچ ڪرڻ- نهارڻ. (وڙوليو- وڙوليندو- وڙوليل).

● وَڙولَ ۽ وَڙولُون: ث. ذهن- وڙال- فهم- چترائي. ڀڃا ڳاڇا- ڳولا ڦولا- جاچ- پڙتال. (ڪ). منادي- ڍنڍورو- ٻڙهو.

- وَڙولِپائيِ ۽ وَڙولِپائيُون: ث. وڙول وجهڻ جو ڪم- ڳولا- ڦولا- جاچ جوٽچ- ڍونڍ- تلاش.

- وَڙولَ ڏيَڻُ: ڀڃا ڳاڇا ڪرڻ- تلاش ڪرڻ.

- وَڙولَ رکَڻُ: ڀڃا ڳاڇا جو ٻار رکڻ- ڪنهن ماڻهوءَ تي جاچ پڙتال جو ڪم وجهڻ.

● وَڙُهَلُ ۽ وَڙُهَلَ: ذ. آماهيل- ڪم آندل- وهايل.

● وِڙُهَڻُ: مصدر. (سن. ولهَ = ڪهڻ يا زخمڻ). چيٿڻ- ڏوراپو ڏيڻ. جهيڙو ڪرڻ- لڙڻ- جُنبڻ- مقابلو ڪرڻ- لڙڻ- جهونبڻ- جهڳڙڻ- دڙڻ- دٻ ڪيڻ- چنبڪيڻ- ڳالهائڻ- ڏڪي ڏيڻ- لڙائي ڪرڻ. (وڙهيو- وڙهندو- وڙهيل).

- وِڙُهيِ ڍانڪو ٿيَڻُ: سخت جهيڙو ڪرڻ- چڪري کائڻ- وڙهي فنا ٿيڻ- سخت مقابلو ڪرڻ- ڏاڍو جهيڙو ڪرڻ- فساد ڪرڻ- وڏو تڪرار ڪرڻ. خراب خوار ٿيڻ- بدنام ٿيڻ- پنهنجو نقصان ڪرائڻ. ڪجهه به حاصل نه ٿيڻ.

- وِڙهيِ مَرڻُ: جنگ ڪري ساهه ڪيڻ- فساد ۾ مري وڃڻ- جنگ جوٽڻ- لڙائي ۾ تباهه ٿي وڃڻ.

● وُڙهَڻُ: مصدر. وڃڻ- چُرڻ- هلڻ- روانو ٿيڻ. (وڙهيو- وڙهندو- وڙهيل).

- وُڙهيِئُون وڃَڻُ: ڪنهن شيءَ جو بلڪل ڪم ٿي وڃڻ.

● وَڙُهيِ ۽ وَڙهيِئُون: ث. نشان- پتو.

● وَڙَڻُ: مصدر. کهڙڻ- لهڻ.

● وَڙيِ ۽ وِڙيُون: ث. کهوٽيل دال جو سڪل ننڍڙو گُنڊو (جو پاپڙ طور ڪم اچي). دال جو ٺاهيل طعام جو هڪ قسم. پاپڙ جا ٽڪرا- ڪچريون. مٺائيءَ جو هڪ قسم. ڳاهه مان ونيل نوڙي.

آڏارو هَر. (سن. وش). حيلو- زور- ڪوشش.

- وَزارت ۽ وَزارتُون: ث. وزارت- وزيري- وزير اعظم يا پُردان منتريءَ جو عهدو يا آفيسر- وزير هئڻ. وزير جو عهدو سنڀالڻ- وزير جو ڪم- صدارت- رياست جي وزير جو دفتر.

● وِزرُ ۽ وِزرَ: ذ. (ع). بار- بوجو- گناهه.

● وَزمُ ۽ وَزمَ: ذ. حقي يا سُلفي وغيره جو دم- چڪڻ واري حالت- سوٽو- تماڪ جو هڪ وقت لاءِ وزن- حقي جي ڦوڪ- حقي جو سوٽو- تماڪ چڪڻ جو يڪساهي سوٽو.

- وَزمُ پَرڻُ: سوٽو هڻڻ- ٻيڙي چڪڻ- نشي واري شيءِ ڪم آڻڻ- چلم چڪڻ- ٻيڙي پيئڻ.

- وَزمُ ڪَرڻ: حقو چڪڻ- ٻيڙي پيئڻ- دم لڳائڻ (نشيدار شيءِ جو).

- وَزمُ واڙيِ ڪَرڻُ: حقو ٻاٽي پيئڻ- ساهه پٽڻ- ٽَڪ پيڻ- دم ڪشڻ.

- وَزمُ هَڻڻ: چلم چڪڻ- حقو چڪڻ- سلفي چڪڻ.

- وَزميِ: حقو چڪيندڙ- چلم چڪيندڙ- سلفي چڪيندڙ.

● وَزنُ ۽ وَزنَ: ذ. (ع). تور- تورو. بار- بوج. انداز. جاچ- پيمانو- مقدار. امتحان- آزمائش. عزت. قدر. لغت ۾ ڪنهن شيءِ جي تورڻ کي وزن چئجي. علم عروض جي اصطلاح ۾ ٻن يا وڌيڪ لفظن جي حرڪت هڪجهڙي هئڻ جي حالت. جيئن ”اچ ۽ لَچ يا ٻار ۽ خار وغيره.“

- وَزنائِتو ع وَزنائِتا؛ ذ. صفت. وزن وارو- تور وارو- بار وارو- بوج وارو. ٻيهڪ وارو- ڏانءَ وارو- وضع وارو- انداز وارو.

- وَزنڊارَ ع وَزنڊارَ؛ ذ. صفت. کھٹو بار- کھٹو بوجو. پورو- برابر- ٺيڪ- درست- صحيح. ٻيهڪ وارو.

- وَزن وارو ع وَزن وارا؛ ذ. صفت. وزنائتو- ڳرو- ڀاري- گران.

- وَزنِي ع وَزنِيون؛ ث. وزنائتي- ڳري- ڀاري- گران. قوي- طاقتور- قوت وارو- اثرائتو.

● وَزِيرُ ع وَزِيرَ؛ ذ. (ع). بادشاهه جو صلاحڪار- منتري- ديوان- پرڌان- مدارالمهام- ڪارفرما. ندير- وڏو وزير.

- وَزِيري؛ ث. وزير جو عهدو يا ڪم.

● وزِيرآبادُ؛ اسم خاص. تعلقي مڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَزِيرائِي؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَزِيرَ رِنڊُ: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَسَ ع وَسُون؛ ث. (س. وَرشا = مينهن) بارش- برسات- مينهن. ساوڪ- سبزي- سبزو- هريال- هرياڻ- هرياڻي- سرسبزي- آبادي- پوک. (س. وَس = رهڻ) وسنهن. بستي- آبادي- ڳوٺ- وسنئون- وسيل ٻَٽ يعني ٿرپارڪر جو مينهن ڪان پوءِ آباد ۽ سرسبز ٿيڻ. خيال- ڪوششون. بارش ڪان پوءِ جڏهن گاهه پنا ٿين، اُن حالت کي چئجي وَسَ.

- وَسَ ٿِيڻُ: مينهن جو وسڪارو ٿيڻ- برسات پوڻ- گھڻي بارش پوڻ. ڪنهن جي وس ٿيڻ- ٻَروَس ٿيڻ- ڪنهن جي حڪم جو تابع ٿيڻ.

- وسَ جهَڙو: ذ. خاصو- عمدو- جس پريو- سٺو- لذيذ- سٺاڪرو- وسن جهڙو- سَڦِرو- وڻندڙ- سٺو سٺابو- فرحتي.

- وَسَ چَرَڻُ: مال ڪاهي وسڪاري تي وڃي مال کي چارڻ.

- وَسَ واهِڻدو ٿِيڻُ: مينهن وسڻ- بارش پوڻ- برسات پوڻ.

- وَسَ وَجَڻُ: مال ڪاهي، مينهن پيل سائي ملڪ تي وڃڻ.

● وَسِ: ظرف. صفت. (س. وَش = طاقت) وس ۾- قبضي ۾- هٿ هيٺ- تابع- تليدو- تربيت- پذير- چئي وان- حليم- سراوندو. قابو ۾- هٿ ۾.

- وَسِ ڪَرَڻُ: زبردست ڪرڻ- هٿ هيٺ ڪرڻ- تابع ڪرڻ. موهڻ- من لُڀائڻ- دل هيرڻ- چِٽ چريو ڪرڻ.

● وَسُ ع وَسَ؛ ذ. (س. وش = طاقت) زور- طاقت- ٻل- پڄندي- سگهه- قوت- سگهت- تيج- شڪتي- سَت- توفيق- سامرٿي- دسترسي- مجال- پهچ- سمرٿي. مرضي- اختيار- پسندي- خوشي. سعيو- آدم- ڪوشش. حيلو- وسيلو. مڃائڻ. ٿر ۾ ڳوٺ جو هڪ نالو.

- وَسائِي: پروس- پين جي وس.

- وَسائِتو ع وَسائِتا؛ ذ. صفت. زور وارو- وس وارو- پڄت وارو- زوردار- من مانو- مرضيءَ تي چڏيل- طاقتور. اختياريءَ وارو.

- وَسُ پُڄَڻُ: ٿي سگهڻ يا ڪري سگهڻ- پڄندي هئڻ- زور هئڻ. اثر ڪرڻ- اثر وجهڻ.

- وَسَ جهَڙو؛ ذ. صفت. چڱو- سهڻو- عمدو.

- وَسَ ڪَرَڻُ: سورو زور هلائڻ- حيلا ڪرڻ. طاقت آهر ڪرڻ- پڄنديءَ سارو ڪرڻ.

- وَسُ ڪانُ وَجَڻُ: بي اختيار ٿيڻ- بي وس ٿيڻ- وس ڪان نڪري وڃڻ- طاقت ڪان ٻاهر نڪري وڃڻ.

- وَسَئُون: ظرف. وس ڪان- پڄنديءَ مان- وس مان.

- وَسَئُون نہ کھٽائِڻُ: ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ. سڀ حيلا هلائڻ.

- وَسَئُون نہ وِڃائِڻُ: طاقت ڪان نہ گھٽائڻ- پڄنديءَ ڪان نہ گھٽائڻ- پڄت ڪان نہ وڃڻ.

- وَسُ وارو ع وَسُ وارا؛ ذ. مرضيءَ جو مالڪ- پسنديءَ جو مالڪ- مڪمل مختار.

- وَسُّون نہ کھٽائِڻُ: تمام گھڻي ڪوشش ڪرڻ- زور آهر گھڻو ڪجهه ڪرڻ- طاقت آهر زور هلائڻ- پڄنديءَ سارو مدد ڪرڻ.

● وِسِ ۽ وِسُونُ: ث. (سن. وِسْمَيَہَ = اچرج). حيراني - عبرت - اچرج - تعجب - تپرس - عجب. ڳڻتي - فڪر - اونو - خيال. گهٻراهٽ. زهر- وِهُ - وِڪ. (ٽ).

- وِسَ ڏِڏو: خراب ذائقي وارو - زهردار - ڪَوڙي ذائقي وارو - گندي سواد وارو.

● وِسِهَرُ ۽ وِسِهَرَ: ذ. زهري - وِڪر. ڪَوڙو.

● وِسُ: ذ. (سن. وِشِوَ). جهان - دنيا. جهان جا ماڻهو - خلق.

● وِسارَڻُ: مصدر. (سن. وِسِرڻ. سن. وِ = پري + سمر = ياد ڪرڻ). ڀلجڻ - ڀلائڻ - دل تان لاهڻ. چُڪڻ. غلط جاءِ تي رکي ويهڻ. ڇڏي وڃڻ. ياد نہ ڪرڻ - سارڻ جو ضد. (وساريو - وساريند و - وساريل).

● وِسارُو: اسم خاص. جيت جو هڪ قسم.

● وَساطَتَ: ث. (ع. وسط). وسيلو هئڻ. درميان هئڻ - وچ ۾ هئڻ.

● وِسالُ ۽ وِسالَ: ذ. ساز جي سُرَ جو نالو.

● وِسامَڻُ: مصدر. (سن. وِشْرامَ = ٿڪ). اُجهامڻ - (ڏيئو) گل ٿيڻ. ماندو ٿيڻ - بيهوش ٿيڻ - غش ٿيڻ. ٿڪجڻ - ڍرو ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ - دم ٿيڻ. ساهي پٽڻ. (وِساميو - وسامند و - وساميل).

- وِسامَ ۽ وِسامُونُ: ث. ٿڪُ. بيهوشي - ماندڪائي - غشي - مور چاڪتي. آرام - فرحت. سستي - هيڻائي - ڪمزوري - غم کان فرصت.

- وِسامِيُ وڃَڻُ: بلڪل ٿڪجي ٽٽجي پوڻ. هَڄڻ. بيهوش ٿيڻ - غش ٿيڻ. وائڙو ٿيڻ. حيرت ۾ پئجي وڃڻ.

- وِساموريُ ۽ وِساموريُونُ (ل): ث. ڳڻتي - فڪر - اون - خيال.

- وِسامو ٿِيَڻُ: وائڙو ٿيڻ - حيرت ۾ پوڻ - پريشان ٿيڻ - تعجب ۾ پوڻ - اچرج ۾ اچڻ.

● وساند: ظرف. وس - هٿ.

● وِساڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي خيرپور ميرس ۽ تعلقي ميرپور خاص ۾ ديهن جا نالا. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● وَساڻ جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- وَساڻڪِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وِسائِلَ ۽ وِسائِلِ: ذ. صفت. جهڪو - هلڪو - ٽڏو (رنگ).

● وِسائو: (سن. وِشْرام). سست - آرسي - ماندو - ٿڪل.

● وَسائِيُ: ث. (سن. وَسُ = انُ" لڻڻ بعد گڏ ڪرڻ). وسڻ يا انُ" ڪرڻ جي محنت. (صفت). ٻين جي وس - پروس.

● وَساوڙُ ۽ وَساوڙَ: ذ. جيت جو قسم، رنگ ڳاڙهو ٿئيس.

● وَسائِڻُ: مصدر. (سن. وَسُ = رهڻ) رهڻ - وسائڻ - آباد ڪرڻ (ڪو ڳوٺ يا ملڪ وغيره). اچلڻ (ڪنهن جي مٿان گند وغيره). ڏيڻ (گاريون). ٻين تي گند ڪي اڇلائڻ. رهڻ - گذارڻ - آباد ڪرڻ. (سن. وَسْمَيَہَ). وائڙو ڪرڻ - منجهائي ڇڏڻ. اصطلاح. ڪيسر جماڻڻ. (وَسايو - وَسائيند و - وَسايل).

✽ وِسائِڻُ: مصدر. اُجهائڻ - (بتي) گل ڪرڻ - (ڏيئو) وڏو ڪرڻ. بند ڪرڻ - ٺارڻ - ماري مڃائڻ. فيصل ڪرڻ (جهيڙو وغيره). ڪيسا ٿڪڻ - وِسائڻ - لهوڙڻ. ماري بيهوش ڪرڻ. (وِسايو - وِسائيند و - وِ سايل).

- وِسائِجِيُ وڃَڻُ (ت): ڍرو ٿي وڃڻ - ڍڄي وڃڻ - هراسجي وڃڻ.

- وِسائِڪو: ڪومسائيل - جنهن ۾ چمڙ جي ڏَپ هجي.

- وِسائو ۽ وِسائا: ذ. صفت. سست - ڪانٺ - آرسي - آلسي - ٿوٿي - سليو سات - عاري - ڪاهل - ڍاڪُڻ ڍلو - شومتي - ڪم ڪوس - سيٽل - نٽسن ٽُنو - ڳمر - ڍرڪو. ساهيءَ ۾ ڇڏيل زمين.

- وِسائِيُ: وِسايل - اُجهائل.

- وِسائِيءَ: ث. موڳائي.

● وَسائيءُ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● وَسائي پوٽا: اسم خاص. ٿر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● وَسائي پوٽو: اسم خاص. تعلقي ميٺيءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● وِسايو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۽ تعلقي ڳڙهي خيري ۾ ديهن جا نالا.

● وِسايو پٽو: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● وَسايو چاچڙ: اسم خاص. تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● وَس ڀٽيهرو (ٿ): اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم.

● وَسٽُ ۽ وَسٽَ: ذ. (سن. وست) وستُو - چيز - شيءِ - ٿول - وٿ - شيءِ شڪل. امانت.

- وَسٽَ وانو (ٿ): شيءِ شڪل - ٿڙو ٿپڙ - چيز - ٿول.

- وَسٽُو ۽ وَسٽُو: ذ. وست - چيز - شيءِ - ٿول - وٿ. وَستُن - آبادي - بستي.

● وِسٽارُ ۽ وِسٽار: ذ. (سن. وستار = طول) آپٽار - پسارو - ڦهلاءُ - پرڪاش - پکيڙ - وڌاءُ - مانڊاٺو. ڊيگهہ - ليسو - راساڙو - ڪهات - ڪاڍ - ڪهت. بيان - احوال - پڌرائي - ظاهر.

- وِسٽارُ ڪَرَڻُ: آپٽار ڪرڻ - پرڪاش ڪرڻ - وڌاءُ ڪرڻ - ڊيگهہ ڪرڻ - ڪاڍ ڪرڻ. ڪهات ڪرڻ - بيان ڪرڻ - احوال ڪرڻ - تفصيل بيان ڪرڻ.

- وِسٽارو ۽ وِسٽارا: ذ. بيان - ڪهات - ڪاڍ - احوال. وڌاءُ - آپٽار.

- وِسٽاري: ٿ. وستار جو - ڊيگهہ جو. بيان ڪندڙ - ڪهات ڪندڙ - ڪاڍ ڪندڙ.

● وِسٽَرُ ۽ وَسٽَرَ: ذ. (سن. وستر) وس - وڳا - ڪپڙا - پوشاڪ - پهراءُ - پهرڻ. ڪتل.

● وَسٽيءُ: ٿ. (سن. وس = رهڻ) وسي - ڳوٺ - واهڻ.

● وِسٽرائِڻُ: مصدر. ورسائڻ. (وسرايو - وسرائيندو - وسرايل).

● وِسپٽ: ٿ. هڪ ڏينهن جو نالو. خميس.

● وِسٽرامُ: ذ. (سن. وِشرام) آرام - وشرام - (پڙهڻ ۾) ساهي - ٻيهڪ.

● وِسٽرامُ: ذ. (سن. وشرام > وِ = نہ + شرم = ٿڪجڻ) آرام - فرحت - ساهي - آسايش. قرار - ننڊ جو جهٽڪو. ٻيهڪ (پڙهڻ ۾).

- وِسٽرامُ ڪَرَڻُ، وَٺڻُ: ٿڪ ڀڃڻ - دم پٽڻ - ساهي کڻڻ - آرام ڪرڻ.

- وِسٽرامي ۽ وِسٽرامي: ذ. صفت. وسرامي - آرامي - ننڊائتو.

● وِسرڳ: (سن. و = پري + سرڳ = اڇل) پري اڇل. اهو اکر جنهن ۾ "هہ" جو اچار سمايل آهي، انهن اکرن جي اچار ڪرڻ مهل وات مان هوا اڇلجي وڃي پري ٿي پوي.

● وِسَرَڻُ: مصدر. (سن. وِ = پري + سمر = پري ڪرڻ) ڀلجي وڃڻ - ياد نہ اچڻ - دل تان لهڻ - ڀُلجڻ - وسري وڃڻ - چت تان لهي وڃڻ - (ڪا ڳالھہ وغيره) ڌيان تان لهي وڃڻ. (وسريو - وسرندو - وسريل).

● وَسيرو ٿَرُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● وِسيڙڪو ۽ وِسيڙڪا (ٿ): ذ. ڀرم - وهم - گمان - سنسو.

● وَسشٽ: اسم خاص. (سن). نالو هڪڙي رشي جو (جو شري رام چندر جو گُرو هو). نالو هڪ تاري جو (جو قطب تاري پرسان هوندو آهي). نالو هڪ ويدانت جي ڪتاب جو.

● وَسَطُ: ذ. (ع). وچ واري شيءِ.

● وُسعتَ ۽ وُسعتُون: ٿ. (ع). ٻل - طاقت - وِتُ - توفيق - وسيعت - پهچ - قوت - پڄندي - سگهہ - سگهت - سمرٿي - فوقيت. هُوند. جميعت. شاهي - وسيعت منندي - ٻيئنلائي - شاهوڪاري. فراخي - ڪشادگي - ويڪرائي - ويڪراڻ - موڪڻ.

– وُسْعَتْمَنْدُ: ذ. صفت. وسعت وارو.

– وُسْعَتَ وارو ۽ وُسعَتَ وارا: ذ. وسعت وارو– ٻچندڙ وارو– وسعت مند– شاهه– شاهوڪار.

● وَسْڪارو ۽ وَسْڪارا: ذ. (سن. وَرْشا= برسات). مينهن جو وسڪو. ورڪا– اوهيڙو– چُلڪي. برسات– مينهن جي وسڻ جي حالت. برسات جا ڏينهن. سالوڻ. جوهو. ٻالوت. ڪاٺ جون ٻه سنهيون لٺيون اڀائي فوٽ ڊيگهه هڪ انچ گولائي واريون جي آڻ جي لاءِ تاڃيءَ جي وچان نڪتل ٿين.

● وَسِڪَڻُ: مصدر. وسڻ– وسڪار ڪرڻ.

● وِسِڪَڻُ: ذ. حرص– لالچ– دل سرڪڻ– هِرڪڻ.

– وِسِڪَنو ۽ وِسِڪَنا: ذ. سڀ شيءِ تي دل هرڪائيندڙ– هر شيءِ تي مرضي ڪندڙ– لالچ ڪندڙ.

● وَسِڪو ۽ وَسِڪا: ذ. مينهن جو وسڪارو.

● وِسِڪو: بي سمجهه– مرمنڙيو– مورک– بيوقوف– ناسمجهه– نادان– اناڙي– چٽ.

● وَسْلَڻُ: مصدر. ڪير جو ڦٽڻ يا ٻانس ڪري وڃڻ. وِترڻ.

● وِسِلَڻُ (ل): مصدر. خراب ٿيڻ– (ڪير جو) ڦِٽڻ. مخالف ٿيڻ– ڪارڪند ڏيڻ– گهٽ وڌ ڳالهائڻ– تهذيب ڪان نڪرڻ– ڪنهن شيءِ جو ٻڪڙي ٻوڻ– ڪير ۾ سوري وجهڻ، (سوري ڪير جي ويرياڻي آهي جا ڪير ۾ ٻوي ته وسلي وڃي). مرڪب شيءِ جي جزن جو ٻنهنجي جاءِ ڪان آڪڙي ٻوڻ– علحده ٿيڻ. (وسلو– وسلندو– وسليل).

– وِسِلِيَلُ ۽ وِسِلِيَلَ: ذ. صفت. ٽڪرا ٽڪرا ٿيل– جدا ٿيل– علحده ٿيل– حصا ٿيل– ڀاڱا ٿيل.

– وِسِلِيُ وڃڻ: ڪاوڙجي وڃڻ– خراب ٿي وڃڻ.

● وَسْلو ۽ وَسْلا: ذ. (سن. وَسْت). شيءِ– چيز. مڏي ۽ مال– ڍور ۽ ڍڳو. مال متاع– سامان سڙو– ٽڙوٽپڙ– مال اسباب– ٽڪرپتر– ملڪيت– ماليات– راس. آٿت. جائداد– املاڪ. قدم– ٻير. ٿانءُ– برتن– گهر جا وڪر واري. اوزار.

– وَسْلو واڙيُ: ذ. سامان سڙو.

– وَسْلو وانو: ذ. سامان سڙو.

● وِسَمُ: ذ. واسامو– ليو– جهاتي.

● وَسمو: ذ. ميندي لڳائڻ ۽ ان بعد ڪيس لائڻ يا رڱو ڪيس لائڻ. رنگ لائڻ. (ن– ب).

● وِسْمِي ۽ وِسْمِي: ث. (سن. وِسْمَيَه= حيران). حيراني– تعجب– آچنبو– عجب– اچرج– حيرت– وِسْمه– عبرت.

● وِسَنانُ: ذ. ڪيهه صاف ڪرڻ لاءِ مسڪڻ ۾ آن جو ڏارو رجهڻ ۽ رڌڻ.

● وَسَنْتُ: ذ. (سن). بسنت– بهار.

● وَسَنْدُ جيهو: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ ديهه جو نالو.

● وَسَنْدِيُ ۽ وَسَنْدِيُون: ث. (سن. وستِيُ < وَسُ= رهڻ). ڳوٺ– وسي– واهڻ– ڳوٺڙو– ٻستي– واهڻ– ٻهراڙي– جتي آباد ۽ ڏاڍو وغيره چڱو هجي. پَل– زرخيزي– سڦلتا– آبادي.

– وَسَنْدِيُ ڪرڻ: آباد ٿيڻ. رهڻ. گذارڻ.

● وَسْنو: آبادي– ٻستي– واهڻ. ڊيگهه هيٺان ٻاريل ٻاهه.

– وَسْنو لڳڻُ (ت): ٻاهه لڳڻ– سڙڻ– ٻاهه جو ساڙڻ.

– وَسَنْئُن ۽ وَسَنْئَن: ذ. آباد ٿيل جاءِ– سرسبز يا زرخيز هنڌ.

– وَسَنءِ: آبادي– وسندي. ٻاهه.

– وَسنئِن ڏيڻ: سارين جي ٻيجي جي زمين تيار ڪري مٿان ٻاڻي ڏيڻي ٻوءِ ان کي تيلي ڏيڻ. ڪنيار جو مٽي کي تيلي ڏيڻ. (ن– ب).

– وَسِنهم: وسي– آبادي.

● وَسَڻُ: مصدر. (سن. وَرْشا= مينهن). مينهن ٻوڻ– برسات ٻوڻ– ٻاڻي ٻوڻ– وسڻ– ورسڻ. آباد ٿيڻ– سائو ٿيڻ– وڌڻ ويجهڻ– سرسبز ٿيڻ– ڦرڻ ڦلڻ– سرسبز ٿيڻ. (جهنڊي) ڦرڪڻ– لهرائجڻ. (سن. وَسُ). ٻتائي لاءِ ان هڪ جاءِ گڏ ڪرڻ. (اسم خاص). تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (وسيو– وسندو– وسيل).

– وسِيُ وساڻيُون: روئي روئي ساڻيون ٿي ٻيون.

● وَسوُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِسوُ: تڪليف - ڏکيائي - اهنج - اوَلائي.

- وِسوُ وارُ ڻَ هُئَڻُ: وار به ونگو نه ٿيڻ - ڪو به اهنج ايذاءُ نه رسڻ - ڏکن ڏاکڙن کان محفوظ رهڻ.

● وَسوُ ۽ وَسوُ: هاٿي.

● وِسوُ ۽ وِسا: ذ. صفت. (سن. وِسمِيتہ) حيران - سو گهو - بي هوش - خطا - مورڇيا - (ڏپ وغيره ۾) حيرت زدو. وائڙو - ڇپو. بي خبر - بي خيال - حيران - پريشان. خوف - هڪو بڪو. وسواس وارو - منجهيل.

- وِسوُ ٿيِ وَڃَڻُ: حيران ٿي وڃڻ - عجب ۾ پئجي وڃڻ - عبرت ۾ پوڻ - وائڙو ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.

● وِسواسُ ۽ وِسواسَ: ذ. (ع). ارمان - غم - فڪر - ڳڻتي - چنتا - انتظار - اوڪيا پوکيا - آڏڪو - انديشو - سانگو - اون - اوسيڙو - اونو - ڏوجرو - چوُنرا ڪوُنرا. بي آرامي - لوچ - پڇتاءُ - ڏپ - گمان. ڀرم - سنسو - وهم - غيرت - سنڌ پهه. (سن. وشواش) ويساهه - اعتقاد - اعتبار - ڀروسو - ڀرتيت - اميد - آسرو - توڪل.

- وِسواسِيُ ۽ وِسواسِيُ: ذ. صفت. وسواسو - شڪي - سنسئي - ڀرمي - وهمي - گماني - شڪائتو - بي ويساهو - اڻ وِسهو.

- وِيسَاهَہِ رَکَندَڙُ: اعتقاد وارو - وشواش وارو - ساد و سُود و.

- وِسواسِيوُ: ذ. وسواسي.

- وِسوَرِيُ ۽ وِسوَرِيُونُ: ث. سو گهي - پليل - وِيسري.

● وِسوَڙَڻُ: مصدر. (سن. وِ = گهٽ + سمَرَ = ياد ڪرڻ) پسائجڻ - ٻتالجڻ - پنيلجڻ - گمراه ٿيڻ. برغلائڻ. (وسوڙيو - وسوڙيندو - وسوڙيل).

- وِسوڙائيِ ۽ وِسوڙائيُونُ: ث. ويسر - پسُل - پنيل - گمراهي. صاف دلي.

- وِسوڙِجَڻُ: مصدر. پلجڻ - برغلائڻ - ٻتالجڻ - گمراهجڻ. اعتبار ڪرڻ.

- وِسوڙلُ ۽ وِسوڙلَ: ذ. صفت. وسوڙو - صاف دل - نهڪپٽ - سڌو ساڌو - ڀالو ڀولو - نرچل - شدمتي - بي ڊوهو - ڀورڙو - ويسريو - ويسرڪاڏو - سو گهو - نادان - مورک - منجهيل - بي عقل. آڇاڻ - مت موڙهل.

- وِسوڙوُ ۽ وِسوڙا: ذ. صفت. وِسوڙل.

- وِسوڙهائِيُ: ث. وسوڙائي.

● وِسوڙهوُ: ذ. صفت. وِسوڙو.

- وِسوڙِيُ ۽ وِسوڙِيُونُ: ث. ويسري - سو گهي - پليل.

- وِسوڙِيوُ ۽ وِسوڙِيا: ذ. اعتبار ڪندڙ - مت موڙهل.

● وِسوِسُ: ث. شڪ - شبهو - وهم - ڀَوُ. بي اعتباري.

- وِس وِس ڪَرَڻُ: وسوسا ڪرڻ - سنسا ڪرڻ. ٻار کي هنگائڻ لاءِ مائرون وس وس جو آواز ڪن ته جيئن ٻار کي ڦيڦڙي اچي. ڳڻتيون ڪائڻ - وهم ڪائڻ - گمان پوڻ.

- وِسوِسوُ ۽ وِسوِسا: ذ. وسوس - شڪ - گمان - ڀرم - سنسو - وسواس - غيرت - سنڌ پهه - ڏپ - ڀَوُ - بدگماني - اپرتيت - بي اعتباري. ڳڻتي - فڪر - اونو - خيال - انديشو. بري آزمائش. زيور جو آواز. بڙائي - بتدي.

- وِسِوسِيوُ ۽ وِسِوسِيا: ذ. صفت. وسواسي - وسواسيون - شڪي - سنسئي - ڀرمي - گماني - بي ويساهو - شڪائتون - شڪائتو. ڏکئو. ٽاڻڙ - ڊچڻو - نهڻو. ڪنبندي ڏڪندي، اصول جي پابندي ڪندڙ. سوگهارو - ڏوراڇو - وِنڪُ - وِڪو ڪيو - ڪچرو - تيز - مزاج - نازڪ مزاج - تنڪ مزاج.

● وِسوڪَڻُ (ت): مصدر. وِهڪڻ. ڪير ڏيندڙ ڏکي ڪير نه ڏي وهڪي وڃي. (وِسوڪيو - وِسوڪيندو - وِسوڪيل).

● وِسِهتَرُ: ذ. صفت. (سن. وِشيدرد < وشد = زهر + ڌر = رکندڙ). زهريلو.

● وِسَهَڻُ: مصدر. (سن. وِشْوَسْ = اعتبار ڪرڻ). يقين ڪرڻ - اعتبار ڪرڻ - ويساهه رکڻ - (تي) منحصر هئڻ - ٽيڪ رکڻ - ڀاڙي ويهڻ - مڃڻ - ڳالهه تي لڳڻ - صدق هئڻ - ڀروسو هئڻ - يقين هئڻ.

= وِسَهه: ويساهه ڪر - اعتبار ڪر - يقين ڪر.

= وِسَهيانُ: اعتبار ڪريان - يقين ڪريان - ويساهه ڪريان.

= وِسَهِيس: اعتبار ڪيم - ڀروسو ڪيم - يقين ڪيم.

● وَسَئَنُ: (سن. وس = رهڻ). وسندي - آباد جاءِ. خلقت جي موجودگي. سارين جي ٻيجي پوکڻ ڪان اڳ زمين ۾ ساڙيل ڪک ڪانا.

● وَسَئُونُ: بستي - آبادي. وسايل هنڌ - باهه - آگ.

= وَسَئُونُ لڳڻ: گهر ۾ باهه لڳڻ.

● وَسِيُ ۽ وَسِيُونُ: ث. (سن. وَسُ = رهڻ). ڳوٺ - وسندي - ڳوٺڙو - بستي - واهڻ - ڀهراڙي - ننڍو پڊل ڳوٺ - آبادي.

= وَسِينهَہ ۽ وَسِينهونُ: ث. آبادي - بستي - وسڻ - وستي.

= وِسِينهَنُ (ث): پاڻ سان تيار ڪيل ڀاريون جن ۾ پوءِ ٻج پوکجي.

= وَسِينئِي: ث. آبادي - ڳوٺ - بستي - وستي.

● وِسِيئِرُ ۽ وِسِيئِرَ: ذ. وَسِيهر - ٻشيهر - آليهر - تليهر - ميهر - ڪارو نانگ - سيهه - سَپ.

● وَسِيُ ساجن جاگير: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

وَسِيُ عادل: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَسِيعُ ۽ وَسايع: ذ. صفت. (ع). ويڪرو - ڪشادو - موڪرو - خلاصو - فراخ - چوڙو - فراغ. گنجائشي.

● وَسِيڪو ۽ وَسِيڪا: ذ. صفت. (سن. وش = وَس). هٿ هيٺ - تابع - تابيني - تابع - مطيع - تحت ۾ - حڪم هيٺ - دسترس - هڪيوتڪيو - هٿ ۾ - زيردست - ٻئي جو آڌار - محتاج - عاجز. ميڄتا ۾.

● وِسپيڪُ ۽ وِسپيڪَ: ذ. (سن. وِشيش). خاص - مکيه. چڱو - نيڪ.

= وِسپيکِي ۽ وِسپيکِيُ: ث. خاص - مکيه.

● وَسِيَلُ: صفت. (سن. وَسُ = رهڻ). آباد. سائو. وسندڙ. رحم ڪندڙ - مهربان.

● وَسِيلُ ۽ وَسِيلَ: ذ. (ع. وسيله). آڌار - آڌار. وسيلو. وچ - اعتدال - اوسط - شفاعت - ثالثي - فائدو. دست اندازي - وچ ۾ پوڻ واري حالت - مدد - حمايت - سرپرستي - مربي گيري. آجهو - آڌار. ذريعو. حيلو.

= وِسيلو ۽ وَسيلا: ذ. ذريعو - واسطو. شفاعت - دستگيري - حمايت - پشت پناهه - آسرو. ترهو. قرآن شريف. آڌار - رستو.

= وَسِيلِي سان: (جي) وسيلي - رستي - حيلي - (جي) نموني - طرح. معرفت - ذريعي.

= وَسِيلِي سُنهَنُ: قرآن جو قسم.

● وَسِيندو وارڪائِي: فراغت - واندڪائي - نويڪلائي - اڪيلائي. فرصت.

● وِسِيونِي (ث): اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم.

● وِسِيهَرُ ۽ وِسِيهَرَ: ذ. (سن. وِش = زهر). نانگ جو هڪ قسم - واسينگ - ڪاريهر - ٻشيهر - اليهر - تليهر. زهري - زهردار.

● وِسِيئَرُ ۽ وِسِيئَرَ: ذ. زهري نانگ جو هڪ قسم.

● وَسِيعَتُ ۽ وَسِيعَتَ: ث. (ع. وسعت). طاقت - سگهه - توفيق - قوت - ٻَل - زور.

* وَشُ: ذ. صفت. خوب - خوش - خالص - لظير. ترڪستان ۾ هڪ شهر جو نالو. دستار. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

● وِشُ ۽ وِشَ: ذ. صفت. (سن). وهه - وک - زهر - ڪڙو.

● وِشْنَا ۽ وِشْنَا: ذ. (سن. وِشنا). مانهوءَ جي ڪرفتي - تورو - گونهه - پائخانو.

= وِشدَرُ: نانگ.

● وِشڪوٽڻُ: مصدر. وِکرڻ - ڪِنبرڻ - ٻکيڙڻ - ڦواهڻ - ڳولڻ - ٽٽولڻ - سامان هيٺ مٿي ڪرڻ.

- وِشڪوٽ ۽ وِشڪوٽُون (ڪ): ث. ڪنبير - ٻکيڙ - ڦولهه - ڳول - ٽٽول.

● وِشڻُ: اسم خاص. (سن. وِشڻُ > وِشيلري = وياپڪُ ٿيڻ) اهو جو هر چيز، ٻيٽل يا هلندڙ ۾ موجود آهي. ايشور. خدا تعاليٰ. هندن جي ٽمورتي مان ٻيو (جنهن جو ڪم آهي) دنيا جي سار سنڀال ڪرڻ، ۽ سڀني کي روزي رسائڻ - رزاق - وشڻ - وشنو - وشٽو. (هندو) ديوتا جو نالو.

● وِشنوُ: رکيا ڪندڙ - سنڀال ڪندڙ - حفاظت ڪندڙ.

- وِشنوئيُ: خود خيال - لاغرض - بي غرض - خود مطلبي.

● وِشنوَهوُ: وشنوءَ جو مڃيندڙ يا پوئلڳ. مڇي، گوشت وغيره کان پرهيز ڪندڙ. هندو برهمڻن جي ذات جو نالو.

● وِشوَ: (سن). سارو جهان - عالمگير - سارو لوڪ - سرو ٻؤمڪُ - سرب مَءَ - سرو وديسي - سروَساڌارڻ - سروگت. ڪائنات - عالم - وِسِ - ترلوڪ - سرشٽي - جڳت - برهماند. (سن. وِشڻ = ٻن هڪ جيترن حصن ۾) وِچُ - اعتدال.

- وِشوَپَدُ ۽ وِشوَپَدَ: ذ. جن ڏينهن تي يا جنهن هند رات ڏينهن هڪ جيڏا ٿين - سرءَ جي موسم ۾ ڏينهن رات هڪ جيڏا ٿيڻ جو وقت.

● وِشواسُ ۽ وِشواسَ: ذ. (سن). ويساهه - نِسچو - ڀروسو - ايمان - عقيدو - يقين - اعتماد - اعتبار - خاطري - پڪ - اطمينان.

- وِشواسِيُ ۽ وِشواسِيُ: ذ. معتقد - ڀروسو رکندڙ - ويساهي - سرل سڀاءَ وارو. سچو - وفادار - ايماندار - سرڌالو.

● وِشٽيُ: ث. (سن. وشيه = عيش) آهي ارٿ جن پنجن انسان جون اندريون پڄنديون آهن، آهي مرادون، جي حواس طلبيندا آهن. (روپ = شڪل، رَسُ = سواد، گنڌ = بوءِ، سپرش = ڇهڻ، شبد = آواز. پنج وڪار: ١. ڪام ٢. ڪروڌ ٣. لوڀ ٤. موهه ٥. اهنڪار). ڪام - شهوت. ڳالهه ٻولهه. مضمون. گفتگو جو نڪتو. هوش - حوصلا - حواس - سمجهه - اوسان. شهوت پرستي - نفس پرستي - عياشي - اوٻاشي. نفسيانيت - هواهَوَس - رنگ رس. ڀاوارتُ. ڪامي - شهوت پرست - اندري ڀوڳ - عياش - نفس پرست. (صفت). آهو جيڪو وشين جي ڪٽيَ هجي - حريص. خدا جو طالب. نجات چاهيندڙ - موڪش جو ڪانڪي.

- وِشٽُون: دنيوي لذتون - حرص - شوق.

- وِشٽيِ واسنا: ث. وشين جو چاهه. شهوت جو غلبو.

- وِشٽيِ ۾: جي ياد ۾ - جي عزت ۾ - جي لاءِ.

● وِشيشُ: صفت. (سن). خاص - ساڌارڻ نه - عام نه - چڱو.

● وِشيشُ نامُ: صفت. اسم صفت.

- وِشيشتڻُ: ذ. خاصيت - گڻ.

● وِشيوُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِصالُ ۽ وِصالَ: ذ. (ع. وصل) گڏجڻ - ملڻ - مُنهن ڏسڻ - ميلاپ - ملاقات - وَصُل - پريمين جو ميلاپ. موت - مرڻ جي حالت. همبستري - عاشق معشوق جي صحبت.

- وِصالَ جُون واڳُون وَڍَڻُ: گڏجڻ جو آسرو ڀڃڻ - ملاقات کان هميشه لاءِ محروم رهڻ - ديدار جي ڪا اميد باقي نه رهڻ.

- وِصالَ ڪَرَڻُ: مرڻ - فوت ٿيڻ - وفات ٿيڻ - ڌڻيءَ سان ملڻ.

- وِصالُ ڪَيو آٿَسِ: مري ويو آهي - فوت ٿي ويو آهي. معشوق سان مليو آهي.

- وِصالِيُ: وصال جو طالبو.

● وَصُفَ ۽ وَصُفُون: ث. (ع). تعريف - صفت - خوبي - عمدگي - ڀلائي. گڻ - خاصيت - خُوءِ. خصلت - عادت - لڇڻ. هنر - ڪمال. سليقو. نشاني - آهڃاڻ - ٻارپتو. موصوف - اوصاف - توصيف. بيان.

= وَصفَ ڏيَڻُ: نشاني ڏيڻ - سمجهائي ڏيڻ. صفت بيان ڪرڻ - خوبي بيان ڪرڻ.
= وَصفِيہ: (علم نحو جو اصطلاح) آهو جملو، جنهن ۾ مبتدا بابت ڪا صفت ڏيکاريل هجي.
● وَصلُ ۽ وَصلَ: ذ. (ع). لاڳاپو - ڳانڍاپو - ملڻ - ميلاپ - ملاقات - جوڙ - وِصال - سنجوڳ - صورت. مجامعت - همبستري - پسوڳ - جماع - مباشرت.
= وَصلَتُ: ث. وصال - ميلاپ.
= وَصلُ جو واهُ وارڻُ: ملڻ جو ارادو ڪرڻ - ميلاپ جو خيال ڏيکارڻ - ديدار ڪرائڻ لاءِ راضي ٿيڻ.
= وَصلِيُ: ڳنڍيندڙ - ملائيندڙ.
● وَصلو ۽ وَصلا: ذ. ملندڙ - ملاقاتي.
● وُصولُ ۽ وُصولَ: ث. (ع). اوڳڙ - واصلات - وصولي. پئسي وٺڻ يا ميڙڻ واري حالت. پهچ. آمد. سنجوڳ - ميل - ڳنڍ - ميلاپ.
= وُصولُ ڪَرڻُ: حاصل ڪرڻ - هٿ ڪرڻ - وٺڻ - اُڳاڙڻ - ميڙڻ - ڪٺ ڪرڻ.
= وُصوليُ ۽ وُصوليُون: ث. چندو - ڦوري - واصلات. اوڳڙ - حاصلات. آيت. پراپتي.
● وَصيُ ۽ وَصيُ: ذ. (ع). آهو ماڻهو جنهن لاءِ وصيت ڪيل هجي - وارث.
● وصيت ۽ وصيتُون: (ع). مرڻ وقت يا سفر ڪرڻ وقت ملڪيت جي نيڪال لاءِ هدايتون.
= وَصيتَتُ ۽ وَصيتَتُونُ: ث. وصيت مان بدليل. مرڻ وقت يا سفر وقت ملڪيت جي نيڪال لاءِ هدايتون. مرڻ وقت مرندڙ جو ٻڌايل (ملڪيت وغيره بابت) نصيحت يا آخري مرضي - واتي ويٺي - ڪهل حڪم. (مرڻ وقت) اِڇا - منشا.
= وَصيتُ ڪَرڻُ: اِڇا ظاهر ڪرڻ - خواهش ظاهر ڪرڻ - مرضي بيان ڪرڻ. ورثي ۾ چڙهڻ. مرڻ وقت ملڪيت جي نيڪال لاءِ هدايت ڪرڻ.
= وَصيتُ نامو: ذ. وصيت جو لکيل ڪاغذ. آخري اِڇا - مرڻ وقت آخري آرزو ظاهر ڪرڻ.

= وَضعُ ۽ وَضعُونُ: ث. (ع). حالت - دستور - طور - طرز - شڪل - ڊول. تشريح - معنيٰ. ڪَٽ - ڪاٽ - ڪاٽ ڪوٽ. رکڻ - ترتيب ڏيڻ. بنائڻ - ٺاهڻ. بناوٽ. روش - طريقو - ڍنگ - چال - چلن. صورت. حالت. ڍَچ.
= وَضعُ باقيُ: ڪَٽ وڍ - وڍ ڪٽ.
= وَضعُ قَطعُ: نمونو - بدني ايهڪ - پوشاڪ جو نمونو - شڪل شباهت - ٺاهه ٺوهه.
= وَضعُ ڪَرڻُ: ڪَٽ ڪرڻ - گهٽ ڪرڻ. ڪٽڻ - گهٽائڻ - لاهڻ - لاهي ڏيڻ.
● وُضُو ۽ وُضُو: ذ. (ع). نماز کان اڳ پاڪ ٿيڻ جو هڪ طريقو - آب دست - پنج اشناني - هٿ منهن ڌوئڻ.
= وُضُو سارڻُ: وضو ڪرڻ.
= وُضُو ڪَرڻُ: وضو سارڻ - پنج اشناني ڪرڻ - هٿ منهن ڌوئڻ (نماز کان اڳ پاڪيزگي لاءِ). آب دست ڪرڻ.
● وَطَنُ ۽ وطَنَ: ذ. (ع. وطن = هن گذاريو). ڏيهه - ديس - ملڪ - ديش - اصلي ڳوٺ - ڄمڻ جو هنڌ - جنم ڀومي.
= وَطَنُ دوستِ: ذ. ديش ميتر - ديش ڀڳت - وطن پيائي - ملڪ واسي.
= وَطَنُ دوستِ هُئَڻُ: حب الوطن هئڻ.
= وَطَنيُ ۽ وَطَنيُ: ذ. ديسي - ملڪي - هم شهري - هڪ ڳوٺ جا - ڏيهي.
● وَظيفو ۽ وَظيفا: ذ. (ع. وظيفه). روزاني عبادت - يادگيري - پوڄا - تسبيح - بندگي - شيوا. محنتانو - پگهار - مواجب - علوفو - پنڌيسان - پنيشن. روزينو. آجورو. ڪنهن ماڻهوءَ کي پڙهڻ لاءِ يا سندس عالم ٿيڻ جي ڪري مقرر ٿيل لوازمو - روزي.
= وَظيفو پڙهَڻُ: روزانو ڪا دعا پڙهڻ - روزانو ورد ڪرڻ - روزانو نيم.
● وَعدو ۽ وَعدا: ذ. (ع. وعده). انجام - اقرار - پرڻ - پول - قول - پرتگيا. آخرت جو وعدو جنهن ۾ دوستن جو ديدار نصيب ٿئي.

ـ وَعْدهٔ شِڪَنُ ۽ وَعْدهٔ شِڪَنَ: ذ. انجام ٽوڙيندڙ ـ ٻول ڦيرائيندڙ ـ قول نه پاڙيندڙ.

● وَعْظُ ۽ وَعْظَ: ذ. (ع). اُپديش ـ پرٻوڌ ـ ڪٿا ـ نصيحت ـ پند ـ سِڪشا. تلقين ـ تبليغ. پرچار.

ـ وَعْظُ ڪَرڻ: نصيحت ڏيڻ. هدايت ڪرڻ. پرچار ڪرڻ ـ اُپديش ڪرڻ ـ ڪٿا ڪرڻ ـ پرٻوڌڻ ـ سِڪشا ڪرڻ.

ـ وَعْظُ ڪَرَڻُ: نصيحت ڏيڻ. هدايت ڪرڻ. پرچار ڪرڻ ـ اُپديش ڪرڻ ـ ڪٿا ڪرڻ ـ پرٻوڌڻ ـ سِڪِشا ڪرڻ.

● وِغا: ث. (ع). جنگ ـ لڙائي.

● وَغَيْرَه: (ع). وڌيڪ ـ ۽ ٻيا ـ اِتيادي ـ ۽ ٻيو ـ ۽ سواءِ هُن جي.

● وَفا ۽ وَفائُون: ث. (ع). انجام جي پورائي ـ وفائي ـ وفاداري ـ سچائي ـ نمڪ حلالي ـ صداقت. ايمانداري. قوَل و قرار پورو ڪرڻ ـ عهد و پيمان پورو ڪرڻ ـ نڀاو ري ـ تعميل ـ تڪميل. نباهه ـ ساٿ. ديانتداري ـ خيرخواهي. دوستيءَ جي حق جي ادائگي.

ـ وَفادارُ ۽ وَفادارَ: ذ. صفت. سچو ـ ايمالدار ـ ڀروسي جهڙو ـ ايمان وارو ـ سرڏالو ـ وچن تي پورو ـ نمڪ حلال ـ راج ڀڪت ـ ديانتدار. هڪ دل ـ راست ـ سَت ـ برحق ـ ڀتارت. پڪو دوست ـ سچائي سان هلندڙ. وفا ڪرڻ وارو ـ بامُروت ـ ساٿي. نباهيندڙ ـ سچو ـ صادق. صاف ـ ڀروسي وارو.

ـ وَفادارِيُ: ث. نمڪ حلالي ـ ايمانداري ـ سچائي. دوستيءَ جي حق جي ادائگي.

ـ وَفا ڪَرَڻُ: سچو ٿيڻ. ڀتارت ٿيڻ ـ وفائي ڪرڻ ـ وفاداري ڪرڻ ـ نڀائڻ ـ ساٿ ڏيڻ ـ مروت ڪرڻ ـ خيرخواهي ڪرڻ.

ـ وفائِيُ: ث. سچائي ـ پورائي. نمڪ حلالي.

● وَفات ۽ وَفاتُون: ث. (ع). قدرتي موت ـ مرڻو ـ رحلت ـ مرڻ ـ انتقال ـ مَرڪ ـ اجل ـ قضيه.

ـ وَفاتِيُ جوُ لِباسُ ڍَڪَڻُ: وفات ڪرڻ ـ مري لاڏاڻو ڪرڻ ـ جامو مٽائڻ.

● وِفاقُ: (ع. وفق) واقفيت ڪرڻ ـ سازگاري ڪرڻ ـ محبت ـ اتفاق ـ ٻڌي ـ ايڪو.

● وَفَدُ ۽ وَفَدَ: ذ. (ع). بطور ايلچي يا قاعدي موجب ڪنهن وٽ وڃڻ.

● وَقَرَ (ٿ): اسم خاص. ول جو هڪ قسم.

● وِڦِلَڻُ: مصدر. ننڊ ۾ ڳالهائڻ. بيهود و ڳالهائڻ ـ گندي نموني ڳالهائڻ ـ اجائي بڪ ڪرڻ. بي هوشيءَ ۾ ڳالهائڻ ـ ڦِڙيو ڳالهائڻ ـ پنهنجي ليکي ڳالهائڻ. د ٻِرڻُ. (ت).

ـ وِڦِلَ ۽ وِڦِلُون: ث. اجايو سجايو ڳالهائڻ ـ ننڊ ۾ بڪ بڪ ڪرڻ ـ گندو ڳالهائڻ ـ اوٽارو. دَبِرَ.

ـ وِڦِلَجَڻُ: مصدر. ڦِتِجڻ ـ خراب ٿيڻ ـ بڪ بڪ ڪرڻ.

● وَقارُ ۽ وَقارَ: ذ. (ع. وقر) آرام ـ سڪون ـ قرار. حلم ـ برد باري ـ استقلال. ثابت قدمي ـ همت ـ جاه و جلال.

● وَقْتُ ۽ وَقْتَ: ذ. (ع). مدو ـ ميعاد ـ ڪڻ ـ عرصو ـ ٽائو ـ ويلو ـ ويرم ـ سمون ساعت ـ ايام ـ زمانو ـ ويرَ ـ وِيل ـ مُندـ موسم ـ وجهه ـ موقعو. وار ـ وال ـ اوسَرُ ـ سَجهُ ـ ساڀي ـ ٽِڻ ـ سَٽو ـ سانگو ـ ڏتُ. دُڪ ـ مصيبت ـ آپدا ـ آفت ـ وِپَت ـ ڪم نصيبي ـ شامت.

ـ وَقْتُ اَڏامَنْدوُ وَڃَڻُ: وقت ختم ٿيندو وڃڻ ـ ڪم ڪان فرصت نه ملڻ ـ وقت اندر ڪم پورو ڪري نه سگهڻ جي حالت.

ـ وَقْتائِتوُ ۽ وَقْتائِتا: ذ. صفت. مهلائتو ـ وجهائتو ـ موقائتو ـ ٺيڪ ٽائيم تي ـ پوري وقت تي.

ـ وَقْتُ ٻي وَقْتُ: ڪڏهين ڪڏهين ـ ڪنهن وقت ـ مندائتو يا اڻ مندائتو.

ـ وَقْتَ تي: پوري ٽائيم تي ـ گهرج مهل ـ مهل سر ـ خاص موقعي تي ـ ضرورت تي ـ حسب ضرورت. موقعي مهل ـ وجهه تي.

ـ وَقْتَ تي ڪَمُ اَچَڻُ: ضرورت وقت ڪم اچڻ ـ مهل سر ڪم اچڻ ـ موقعي تي ڪم اچڻ ـ گهرج جي وقت ڪم اچڻ.

- وَقتُ ٽِپائِڻُ: دفع الوقت ڪرڻ - گذارو ڪرڻ - گذر ڪي اڳتي ڌڪڻ - ڏکيو سُکيو وقت گذارڻ. مشڪلات مان نڪرڻ لاءِ ڪا تجويز ڪرڻ. گهٽ وڌ ڪري ڪم جي پورائي ڪرڻ.
- وَقتُ ٽِپائُو: ذ. صفت. آهو، جيڪو وقت ٽپائي ڄاڻي. آهو، جيڪو مشڪلات ڪي منهن ڏيئي سگهي - ڪم ٽِپائُو.
- وَقتُ ٽِپڻُ: وقت گذارڻ - ڪم ٿيڻ - مشڪلات مان في الحال گذرڻ.
- وَقتَ جو يارُ: زماني ساز - هان ۾ هان ملائيندڙ - مطلب جو يار. مطلبي. موقعي جو فائدو وٺندڙ.
- وَقتُ ڪِي سَلامُ ڪَرڻُ: حالتن موافق ڪم ڪرڻ - حال پٽاندر هلڻ - ڏکيو سکيو گذران ڪرڻ.
- وَقتُ ڪِي ڪيڙڻُ: اُهت موجب خرچ ڪرڻ. ڏکئي وقت کي منهن ڏيڻ.
- وَقتُ وارڻ: مري ويل لاءِ هڪ رسم.
- وَقتِيَ: ظرف. شايد - مبادا - مواذي. وقتاً - وقت تي.
- وَقتِيُ ڪم تحلِيلِيَ: ڪچي گهوراڻ - عارضي گهوراڻ.
- ● وَقعَتُ ۽ وَقعتُون: ث. سختي - آسيب - زور - ٻل - طاقت - امبائي. بلندي - اوچائي. (مجازاً) قول جي مضبوطي - انجام جي پڪائي - وعدي جي پوئواري. عزت - اعتبار - ساک.
- ● وَقفُ ۽ وَقفَ: ذ. (ع. وقف = هو بيٺو). ڪنهن جڳهه تي بيهڻ. خبردار هئڻ - چاڻڻ. اها شيءِ جا ڪنهن جي ملڪيت نه هجي - خدا جي راهه ۾ ڏنل ملڪيت - دان - ڌرمائو - بخشيل ملڪيت - آها ملڪيت جا ڪنهن ماڻهو خيراتي ڪمن ۾ لڳائڻ لاءِ مقرر ڪئي هجي.
- وَقفُ ڪرڻ: خدا جي نالي ڪرڻ. بخشش ڪرڻ - دان ڪرڻ - پُنءُ ڪرڻ - خيرات ڪرڻ. عطا ڪرڻ.
- وَقفو ۽ وَقفا: ذ. ٿوري دير بيهڻ - ٿوري ساعت ترسڻ - ٿوري ويرم ترسڻ. ويساهين. ٿوري ويرم آرام.

- ● وَقوعُ: ذ. (ع. وقع). واقع هئڻ. ڪرڻ. هر شيءِ جو ظاهر ڪرڻ.
- ● وُقُوفُ ۽ وُقُوفَ: ذ. (ع). واقفيت - تجويز - هنر. شناخت - عقل - پنچ گهڙ. چيتو - سمجهه - فهم - پرجهه - پروڙ - ادراڪ. حوصلو - هوش - دماغ - کوپري.
- ● وَڪُ ۽ وَڪَ (ڪ): ذ. وَر - وِنگ - ڏِنگ - ڦِڏ. چيڙ - ميلاپ - چيڙهه. ڦٽين ۾ ٻاٽي وجهبو ته ڦٽيون وَڪ ڪنديون آهن. گهاٽو - ڪنهن شيءِ جو ليسدار ٿيڻ.
- ● وَڪا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● وِڪاڏِيُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● وِڪارُ ۽ وِڪارَ: (سن. وِ = خراب + ڪار>ڪر(ي) = ڪرڻ). روڳ - مرض - بيماري - ڏُرا = آگهائي) ڏوج - ناچڱائي - لڱائي، ڏجهندو - ڪمهرائي - آزار - بي مزائي - ناچاقائي - (ڦٽ جو) رُجهڻ - پوسرڻ - پچڻ. نقص - عيب - ڪمي - کهٽائي - سقم. پريشاني. ارمان. فڪر - ويچار.
- وِڪارِيُ ۽ وِڪارِيُ: ذ. وِڪار وارو - ڪرم هيڻ - بد ڪم ڪندڙ - خراب ڪم ڪندڙ.
- ● وِڪارِ ۽ وَڪارِ (ل): ث. (سن. وِ = خراب + اڙ = جدا). اجڙو.
- ● وِڪاس:
- ● وَڪالتَ ۽ وَڪالتُون: ث. (ع). وڪيل جو ڌندو. وڪيل جو ڪم. سفارت - ايلچگيري - وسيلو - ذريعو - محبت - سپردگي. پيغام گيري - گماشتگيري.
- وَڪالتَ ڪَرڻُ: مختيارڪاري ڪرڻ - ايلچگيري ڪرڻ - ٻئي جي پاران ڳالهائڻ.
- وَڪالت نامو: ذ. مختيارنامو - سفارت نامو. وڪيل مقرر ڪرڻ جو ڪاغذ - مختارنامو.
- ● وِڪامڻُ: مصدر. (سن. ڪِريه = خريد ڪرڻ). وڪجڻ - وڪرو ٿيڻ - فروخت ٿيڻ. (وِڪيو - وِڪامندو - وِڪيل).

● وِڪاءُ ۽ وِڪاءَ: ذ. هُنڊيءَ جو حق (ڏيڻ). وڪرو. هُنڊي پرڻ جي حالت- ناڻي جي چٺي واري ڏاي موجب.

- وِڪاءُ ڀائِڻُ: هُنڊيءَ جي ٻُٽ پرڻ- ناڻي جي چٺيءَ جي پٽ پرڻ. هُنڊيءَ جي اڳاٽڙ جو حق وٺڻ.

● وَڪائِڻُ (ت): مصدر. ڳڻائڻ. ڳڻڻ. ليکڻ- شمار ڪرڻ. (وِڪايو- وڪائيندو- وڪايل).

● وِڪائو: ذ. صفت. وڪامڻ وارو- وڪائو.

● وَڪْتا: (سن. وچ = ڳالهائڻ). واچيندڙ- ڳالهائيندڙ.

● وَڪَتِ ۽ وَڪَتَ (ل): ذ. اِنسي ڏڪر راند ۾ ڀرين ڏڪر پرڻکي چئجي. (مدراسي ٻوليءَ ۾ هڪ جو انگ).

● وِڪُجڻُ: مصدر. ڪَڪ ٿيڻ- بيزار ٿيڻ- ٿڪجي پوڻ- ڪِٽ ٿيڻ. وڪرو ٿيڻ- وِڪامڻ. (وڪجيو- وڪجندو- وڪجيل).

- وِڪُجِي: ث. بيزار ٿي- ڪڪ ٿي- ٿڪجي- ڪِٽ ٿي.

- وِڪُجِي پَوڻُ: بيزار ٿيڻ- ٿڪجي پوڻ- ڪڪ ٿيڻ- خفا ٿيڻ.

● وِڪِجَڻُ (ڪ): مصدر. وِڪجڻ- وِڪامڻ.

● وِڪِچَرَ: بدافعالو- بي هُودو.

● وَڪَرُ ۽ وَڪَرَ: ذ. (سن. وَڪ) وَٽُ- وَرُ- وراڪو- ڦيرو- موڙو.

- وَڪَرَپاڻِيُ: ڪوهن جو پاڻي.

- وَڪَرِيُ: ڏنگو- ڦڏو- وَرُ وارو- وِنگو.

● وَڪَرُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙاٻاريءَ ۾ ديهه جو نالو.

● وِڪُرُ ۽ وِڪُرَ: ذ. (ع. وَڪر) فڪر- ڳڻتي- اونو- اوسيڙو- ويچار. پريشاني- ارمان.

- وِڪُر ٿيڻُ: ويچار ٿيڻ- اونو ٿيڻ- ڳڻتي ٿيڻ- پريشاني ٿيڻ- اوسيڙو ٿيڻ.

- وِڪُرَ پوڻُ: فڪر ۾ پوڻ- ڳڻتيءَ ۾ پوڻ- پريشانيءَ ۾ پوڻ.

● وِڪِيرُ ۽ وِڪِيرَ: ذ. سمنڊ جي پاڻيءَ کي بچاءُ لاءِ ڏنل واريءَ جي پِٽ- ٻريڪ واٽر. لَس- آڇ.

● وِڪُرُ: گهوڙا ٻاري تعلقي جو اصل نالو. هي بندر سنه ١٨٦٦ع ۾ ٻُڏايو ويو.

- وِڪُرُ ٿيِ وِيهڻُ: ڀاٽاري ٿي ويهڻ- موڪرو ٿي ويهڻ- ڪشادو ٿي ويهڻ.

● وِڪُرَسُ ۽ وِڪُرَسَ: ذ. هيج- هڪٻئي سان محبت.

● وِڪرم: ث. (سن. وِڪْرَمَ > وِڪَ) دليري- بهادري- پهلواني- شجاعت. (اسم خاص). هندوستان جو مشهور آڳاٽو راجا وڪرما جيت (جنهن جي گادي جو هنڌ اُجين ۾ هو).

● وِڪْرِماجيتُ: اسم خاص. (سن. وِڪْرَ مادِتْيَهَ = بهادري جو سج) اُجين جو راجا جنهن جي نالي سان هندن جو سنبت (سال) شروع ٿئي ٿو، جو عيسوي سن کان ٥٨ سال اڳي آهي.

● وِڪِيرمُ جيرَمُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ديهه جو نالو.

● وِڪِرو ۽ وِڪِرا: ذ. (سن. ڪْرِيَهَ = وڪرو ٿيڻ) وڪري- بيچواري- فروخت- ڪاپو- آڪلاءُ- نيڪال.

- وِڪرِيُ: ث. فروخت- وڪرو.

● وَڪُڙَڻُ: مصدر. (سن. وڪْڙ = ڏنگو) وچڙڻ- منجهڻ- ڳنڍجڻ- ويڙهجڻ. وڪڙ وجهڻ- لپيٽجڻ- ورڪائڻ- وڪڙ ڪائڻ- وڪڙ ڏيڻ. ور وجهڻ. وڪوڙڻ. ورائڻ. (وڪڙيو- وڪڙندو- وڪڙيل).

- وَڪَڙُ ۽ وَڪَڙَ: ذ. ورُ- ڦيرو- چڪر- درياهه جو ڦيرو- نانگ جو ور يا ويڙهو. ڏنگ- موڙ- ڦير. پيچ- مروڙ- آنٽي- وٽ. ولو- ڦيرو- وَتو. انڪل- زور- دٻاءُ- چالاڪيُ.

- وَڪَڙَ وجهڻُ: دٻائڻ- زور سان مڃائڻ. گهيرو ڪرڻ- محاصرو ڪرڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ- وَٽ ۾ آڻڻ- پيچ ۾ جهلڻ.

- وَڪُڙو ۽ وَڪُڙا: ذ. وڪُڙيُ- وڪوڙيل.

● وَڪِڙو: ٿوري وقت لاءِ ٿهيل ڏنگو بند - وڪِڙي. ٻنو. آباد ٿيل زمين جو حصو.

● وِڪِڙو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ، تعلقي ڏوڪري، تعلقي قنبر ۾ ديهن جا نالا.

● وِڪِڙو جاگيِر: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد، تعلقي شڪارپور ۾ ديهن جا نالا.

● وَڪِڙِي ع وَڪِڙِيُون: ث. سنڌ جي پڇڻ ڪري ڦيري تي ڏنل پيو بند. ڪنهن ڪرهه جو چڪر پورو ڪري موٽڻ جي حالت.

- وَڪِڙِيءَ جي سير (ڪ): جبل جي چوٽيءَ کان هيٺ لهندڙ ڊورو يا ڪانٽو، جنهن ۾ ور وڪڙ گهڻا هجن.

● وَڪَسڻ ع وَڪَسڻَ (ڪ): ذ. سارڻ - ياد ڪرڻ - انتظار ڪرڻ. سڌ ڪرڻ - خواهش ڪرڻ. زهير ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - پريشان ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ.

● وَڪَن: ذ. اسم خاص. هڪ پسارڪو وکر.

● وِڪَنو ع وِڪَنا: ذ. (س. وِ = پري + ڪَلَ = هاڻ) بيزار - عاجز - هيڻو - بي وس. اڻ سهڻ - جو نه سهي (ث. وِڪَني) بيزار ڪڪ - ٿڪل.

● وِڪَڻ: مصدر. وڪرو ڪرڻ - وڪرو ٿيڻ. فروخت ڪرڻ يا ٿيڻ.

● وِڪڻڻ: مصدر. (س. وِڪُريه = خريد ڪرڻ) فروخت ڪرڻ - وڪرو ڪرڻ - ڪابه شيءِ پيسن تي ڏيڻ - مُلهه تي شيءِ ڏيڻ. پيسا وٺي حق واسطا ٻئي کي ڏيڻ.

- وِڪڻڻ جوڳي: ناٽي جي چٺي، جا وڪري هيٺ اچي.

● وَڪو ع وَڪا (ڪ): ذ. صفت. ور وارو - ڏنگ وارو - ڏنگو - ونگو.

● وَڪوڙَڻ: مصدر. (س. وَڪر = ڏنگو) وٽڻ - ورائڻ - ليپڻ - ويڙهڻ - سيڙهڻ - وڪڙ وجهڻ - مروٽڻ - موڙڻ. گهيرڻ - وڪوڙڻ. ويڙهي وجهڻ - گهيرو ڪرڻ - منجهڻ. ڦاسائڻ - ڦري اچڻ. ورائي وجهڻ. (وڪوڙيو - وڪوڙيندو - وڪوڙيل).

- وَڪوڙ: ث. ويڙهي وجهڻ جي حالت - وَڪڙ.

● وِڪوڙَڻ: مصدر. جهلڻ - قابو ڪرڻ - پڪڙڻ - مروڙ - مروٽ - وراڪو - آڪيڙو. گهيرو - محاصرو - ولو - گهرو.

● وِڪِ وِڪِ ع وِڪِ وِڪُون: (آواز) پٽ پٽ - پٽ پٽ. جهڻ جهڻ - ريڙهه پيڙهه - ڪُر ڪُر. ٽُر ٽُر. جهڳڙو.

- وِڪِ وِڪِ ڪَرڻ: ڪِر ڪِر ڪرڻ - ڪِٽ ڦِٽ ڪرڻ - سنجهڻ - گهبرائجڻ - اجايون رڙيون ۽ واڪا ڪرڻ.

- وِڪِيو وِڪِيو ع وِڪِيو وِڪِيا: ذ. پٽ پٽ ڪندڙ - چون چون ڪندڙ. ڪُر ڪُر ڪندڙ - رنگٺو - ڪُرڪٺو - شاڪي - سوگارو - ڏور اچو - وِٽڪ - ڪِچرو - وِسوسيو - تندمزاج. جهڳڙو ڪندڙ.

● وَڪوٺڻ: مصدر. عيب ڪيڻ - وِيڪ ڪيڻ.

● وَڪِي ع وَڪِي: ث. اجازت - منظوري - موڪل - رخصت - چوٽي.

- وَڪِي ڏِيڻ: اجازت ڏيڻ - موڪل ڏيڻ - منظوري ڏيڻ - چوٽي ڏيڻ - رخصت ڏيڻ.

● وِڪِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِڪيو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِڪِيا سانگي: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڪِيل ع وَڪِيلَ: ذ. (ع). اهو، جنهن تي توڪل رکجي. خدا جو نالو. ٻئي جي پاران ڳالهائيندڙ - نائب - گماشتو - ايلچي - سفير - سنڌيسي - عيوضي. مسلمانن جي شاديءَ ۾ نڪاح جو شاهد. قائم مقام - ڪارندو - مختار - قانوندان. خاص ڪري اهو ماڻهو، جو پنهنجي اصيل جي پاران ڪورٽ ۾ وڃي انصاف ملڻ لاءِ ڳالهائي.

- وَڪِيلپڻو ع وَڪِيلپڻا: ذ. وڪيلي - وڪالت - نائبي - گماشتگيري. وڪيل جو ڌنڌو.

= وَڪِيلُ ڪَرڻُ: پنهنجو عيوضي ڪرڻ - پنهنجي پاران ڳالهائيندڙ - پنهنجو قرار ڏيڻ - قانوني طور تي پنهنجو نائب مقرر ڪرڻ.

● وَڪِيلَنِ مارَ نہ هُڻَڻُ: وچ وارن تي ڏوهہ نہ مڙهڻ.

= وَڪِيلِيُ ۽ وَڪِيلِيُون: ث. وڪالت - وڪيلپڻو.

● وِڪَ ۽ وِڪُون: ث. (سن. ڪرَمَ = هلڻ يا قدمُ). قدم - چال - گام - رفتار - (گهوڙي جو) پنڌ - ڏور. درجو - ڀلانگهہ - ڀرانگهہ. هلڻ وقت ٻن پيرن جي وچ وارو ويڇو يا مفاصلو.

= وِڪَ ڀرڻُ: قدم کڻڻ - ڀلائي ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ - احسان ڪرڻ. مدد ڪرڻ - حمايت ڪرڻ - پرچهلو ٿيڻ.

= وِڪَ تي هُجڻُ يا ميلڻُ: اوچتو پورو جوڙ ٿيڻ.

= وِڪِيرُ: ذ. صفت. وڏيون وکون ڀريندڙ.

= وِڪڙِيُ ۽ وِڪڙِيُون: ث. هڪڙي وک - هڪڙو قدم - ٿورو پنڌ - ٿورو فاصلو - ٿورو ويڇو.

= وِڪَ کڻڻُ: قدم کڻڻ. وک ڀرڻ - ٻير ڀرڻ - ٻير کڻڻ - ٻير ٻير ۾ هلڻ. مدد ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - حمايت ڪرڻ. جڪرڻ - وناڻڻ. دوستي رکڻ - ناتو ڳنڍڻ - تعلق رکڻ - واسطو ڳنڍڻ - متي مائٽي ڪرڻ.

= وِڪَ وڃاڻ: وک وڃائڻ - مهل ۾ گسڻ.

= وِڪَ وڏائڻُ: ڀير ڀرڻ - وڏيڪ پانڇاريءَ جو قدم ڀرڻ - ٻراد ريءَ ۾ وڌي هلڻ.

= وِڪَ وِڪَ تي واهہ ڪرو: ذري ذري تي ويڙهہ - ٿوري ٿوري تي ڪروڌ. رنجهہ ڪنجهہ.

= وِڪُونُ کڻڻُ: قدم کڻڻ - ٻير ڀرڻ - ٻال پاڙڻ - احسان ڪرڻ. مدد ڪرڻ. نمونو اختيار ڪرڻ. هلت هلڻ.

● وِکُ ۽ وِکَ: ذ. (سن. وِش). زهر - وِهہ - ڪڙو. کارو - تمام کارو. گودو (ث). وِکِڙُ - زهريلو.

= وِکِيرُ ۽ وِکِيرَ: وک وارو - وهہ وارو - زهريلو - زهر وارو - زهردار. اهو ماڻهو جيڪو ڪنهن کي زهر ڏي.

= وِکو ۽ وِکا: ذ. ڪڙو - وهہ جهڙو - زهريلو - زهردار. کيپ جهڙو ٻوٽو، اهڙو جو پاڪر مس ٻويس، سوج وارن هنڌن تي گرم ڪري ٻڌجي.

● وِکاءُ ۽ وِکاءَ: ذ. (سن. وِشادُ = ڏکُ). رولو - خِلل. فساد - هنگامو - فتنو - گوڙ - فتور - گند گوڙ - ابتري - مونجهارو - گڙٻڙ.

● وَکارُ ۽ وَکارُون (ڪ): ث. (ڀرا. وِڪارجتر. سن. اُپِسڪر). گدام - ڪوٺي - پانڊو - مال رکڻ جي جاءِ - پاٿلو - انبار خانو - مال گدام.

= وَکارپَ ۽ وِکارپُون: ث. سامان جي پکيڙ.

● وَکاريُ ۽ وَکاريُون: (ل): ث. دڪان - ڪوٺي - پالڊو.

● وِکارڻُ: مصدر. هلڻ - تکڙو هلڻ - تکو پنڌ ڪرڻ. (وِکاريو - وِکاريندو - وِکاريل).

= وَکارو ٿيڻُ: تکڙو پنڌ ڪرڻ - تکو پنڌ ڪرڻ - جلدي هلڻ.

= وَکاري وڃڻُ: تکڙو پنڌ ڪري وڃڻ - تکو پنڌ ڪري وڃڻ.

● وِکالڻُ: مصدر. ڏيکارڻ. (وِکاليو - وِکاليندو - وِکايل).

● وِکاڻ ۽ وِکاڻ: ث. تعريف - ساراهہ - ثنا.

● وَکَرُ ۽ وَکَرَ: ذ. سوُدي جو سامان - مال. ننڍن ريزڪي دڪانن تي رکيل سامان. جنس جا روزمره استعمال ٿئي. واپار جي ڪابہ سوکڙي - ٻکي - سودو - سامان - وٿ.

= وَکرُ ونڊڻُ: حال احوال ڪرڻ - روح رهاڻ ڪرڻ.

= وَکرُ وٺجڻُ: ثواب جا ڪم ڪرڻ - خير جا ڪم ڪرڻ.

= وَکرُ وهائڻُ: ڪا شيءِ ڳنهڻ - وَٺُ خريد ڪرڻ - وڻج واپار ڪرڻ.

= وَکِريُ ۽ وَکريُون: ث. وکري لاءِ سنهون سامان. پاڇيون (مايون). (زال) ٽرڙي - لُچي - بدمعاش - لفنگي.

● وِکِيرُ ظرف: جدا جدا - ڌار - علحدو.

● وِ ڪَرائِڻُ؛ مصدر. پکيڙڻ - ڌار ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - جدا جدا ڪرڻ - حصا ڪرڻ - ڀاڱا ڪرڻ - ڀتي ڪرڻ - ٻخرا ڪرڻ - ورڇڻ. (وِ ڪرايو - وِ ڪرائيندو - وِ ڪرايل).

- وِ ڪِرائِي ۽ وِ ڪِرائِيُون: ث. جدائي - آزادي - آڇات - ڇڙوڇڙ - ٽڙي پکڙي وڃڻ واري حالت.

● وِ ڪِرِجَڻُ (ڪ)؛ مصدر. جدا جدا ٿيڻ - ڌار ڌار ٿيڻ - الڳ ٿيڻ - علحده ٿيڻ. وڪُرجڻ.

● وِ ڪِرَڻُ (ڪ)؛ مصدر. ٽڙڻ پکڙڻ - ڪنڊ رڻ - ڦهلجڻ. (وڪريو - وڪرندو - وڪريل).

● وَ ڪِروُ ۽ وَ ڪِرا؛ ذ. حصو - ڀتي - ڀاڱو - ونڊي - واٽو - ٻخرو - وانٽ - ٽڪ - ڀُڪو - ڦانڊ. الڳ - جدا - ڌار - آزاد و - ڀنُ - خلاصو - علحدو - وڇڙيڪو - نيارو - نجو - خالص - ڌار.

● وِ ڪِڙَڻُ؛ مصدر. (پرا. وِ ڪُٽر. سن. ڪر (ي) = ٻري ڪرڻ) پکڙڻ - ڦهلائڻ.

● وَ ڪُڙوُ ۽ وَ ڪُڙا؛ ذ. چٽو - ڪُليل - صاف. آجرو.

● وِ ڪِٽَڻُ: مصدر. (سن. آت = مٿي + ڪَٽل = آڇاڻ = ويڙهيل شيءِ کي آکولڻ) مونجهه لاهڻ - منجهيل سُٽ کي سڄهائڻ. ڦلهيورڻ - کونئڊڻ - سلجهائڻ - (سٽ) سڄهائڻ. آنڪي هٿ سان صاف ڪرڻ.

● وَ ڪو ۽ وَ ڪا: ذ. گوشت مٿان چڙهيل ٻاريڪ ۽ شفاف پردو - گوشت جو ڇيڇڙو. ڇنڊا - سٽر. راز - ڳجهه - لِڪُ - ڀيد. تڪليف.

- وَ ڪا پَڌُرا ٿِيَڻُ: ڳجهه ظاهر ٿيڻ - راز ظاهر ٿيڻ - پيتَ پڌرا ٿيڻ - ڀيد ظاهر ٿيڻ.

- وَ ڪا پَڌُرا ڪَرَڻُ: راز کولڻ - ڳجهه فاش ڪرڻ - حال ظاهر ڪرڻ.

- وَ ڪِهي ۾ سِنڱَ ڏِيَڻُ (ت): اجايو ضد ڪرڻ - هرو ڀرو هيسائڻ - زبردستي ڪرڻ - دٻائڻ.

● وِ ڪيُرَڻُ: مصدر. ڇنٽڻ - هارڻ - ڇنارڻ - وِ ڪيڙڻ - پکيڙڻ - وِيڙڻ - ورڇڻ - ونڊڻ - ڪنڊيرڻ - ڇڙوڇڙ ڪرڻ.

- وِ ڪُيرَ ۽ وِ ڪيُرُون: ث. جدا جدا ڪرڻ - ڌار ڌار ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - علحده ڪرڻ. زهر ڪارائڻ.

- وِ ڪيُرَپَ ۽ وِ ڪيُرَپُون: ث. سامان جي پکيڙ - ٽيڙپ (ٽِڙيل پکڙيل).

● وِ ڪِڙَڻُ: مصدر. وڪيڙڻ - پکيڙڻ - ڦهلائڻ.

● وَ ڪِي: ذ. ڏسو وشٽي.

● وَ ڳُ ۽ وَ ڳَ (ت): ذ. وَلَر - ڳَلَر - ٽولو مال جو.

● وَ ڳِتَرُ ۽ وَ ڳِتَرَ (ت): ذ. ڏاند جو هڪ قسم.

● وِ ڳِسَڻُ: مصدر. خوش ٿيڻ - راضي ٿيڻ.

● وِ ڳوُڙِڻُ (ت): مصدر. خوار ڪرڻ.

● وِ ڳِياپَنُ ۽ وِ ڳِياپَنَ: ذ. (سن. وڄياپَن) ڪنهن رٿيل ڏڻ ڏي جو اشتهار. فهرست. پڌرنامو. رٿ نامو - رٿا نامو.

● وِ ڳِيانُ ۽ وِ ڳِيانَ: ذ. (سن. جُڃا = ڄاڻڻ) علم. ڏاهپ. ڄاڻ - معلوميت. معرفت. برهم گيان. ڪنهن خاص مضمون جي پوري ڄاڻ. ڪو خاص شاستر. قابليت - وديا - علميت - ڪَل - ڪم - سماءُ - سُڌ. سموڪ - پروڙ - سياڻپ - ڏاهپ - عقل - چترائي - زيرڪي - دانائي - ٻُڌ - هوش - وگيتا - علم ماده شين جو.

● وَ ڳُ ۽ وَ ڳَ؛ ذ. (سن. وَرُگَ = مجموعو) ولر - ڳَلو - قطار - ٽولو - ڌڻ. ميڙ - مجموعو. وڃڻ - ڊوڙڻ. آنن جو ڳلو. مينهن جي ميهاڪ ۽ ڍڳين جي ڪٺو هر. دڙڪو - ڌمڪي - تَڙي - ڇيڙب. (ت).

- وَ ڳُ ٿِيَڻُ (ت): دڙڪو هلڻ - ڌمڪي اچڻ - ڇڙب اچڻ.

- وَ ڳُ ڪَرَڻُ (ت): دڙڪو ڏيڻ - ڌمڪي ڏيڻ - تڙي ڏيڻ - ڇڙب ڏيڻ. دٻاءُ ڪرڻ - ڊيڄارڻ - هيسائڻ - ڪنبائڻ.

- وَ ڳَ ڪانُ ٽُٽَڻُ: مائٽن کان جدا ٿيڻ - وَلَر کان ٽُٽڻ - ڌڻ کان ڌار ٿيڻ - قافلي کان جدا ٿيڻ.

- وَ ڳُ وارَڻُ: آنن جو وڳر ڪاهڻ - ڌَڻ ڪاهڻ - قطار ڪاهڻ.

● وِڳُ ۽ وِڳَ (ت)؛ ذ. شور - غُل - گوڙ - فساد.

- وِڳُ ڪَندَڙُ (ت): ويڙهہ لاءِ تيار ٿيڻ - فساد لاءِ تيار ٿيڻ - شور لاءِ تيار ٿيڻ - هنگامو ڪرڻ - ڦڏو ڪرڻ.

● وِڳا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِڳاڙو ۽ وِڳاڙا (ت): ذ. جهيڙو - فساد - گوڙ - ڦڏو - هل - غوغاءُ.

● وَڳائڻُ: مصدر. ويڙهائڻ. فساد ڪرڻ - تڪرار ڪرڻ. ڳنيڊڻ. (وڳايو - وڳائيندو - وڳايل).

● وِڳِتَ ۽ وِڳِتُون (ل)؛ ث. جهيڙو - تڪرار - فساد - ويڙهہ.

- وِڳِتا ۽ وِڳِتائُون (ل)؛ ث. جهيڙو - تڪرار - فساد - ويڙهہ.

- وِڳِتِجَڻُ (ل)؛ مصدر. ٻن ڄڻن جو پاڻ ۾ واتورجڻ - پاڻ ۾ وڙهڻ - پاڻ ۾ فساد ڪرڻ.

- وِڳِجَڻُ: ڏِڳا، جنهن وقت وڙهڻ جو سعيو ڪن.

● وَڳَرُ ۽ وَڳَرَ: ذ. (سن. وَرْگَ = مجموعو). ڌڻ - ڪلدو - سڱر - وڳ - وَلر. پکين جو ميڙ - جانورن جو ميڙ. سٿ - جماعت - ٿهي - مجموعو. اولاد - ڪٽنب - قبيلو - گهراڻو - ڪُڙم - آڪهہ - عزيز - مٽ مائٽ. انيڪ - گهڻا.

- وَڳَرُ کان ٽَرڻُ: ڪٽنب کان جدا ٿيڻ - ڪڙم کان ڌار ٿيڻ. جماعت کان نڪري وڃڻ.

- وَڳَرُ ۽ وَڳَرُونُ: ث. سٿ جو ٽوڙهو - سٿ جو ڦوڙو.

● وِڳِرڻُ: مصدر. (سن. ڪَلَ = ڳرڻ). وکهرڻ - ٻسرڻ. پکڙڻ. گهٽو ٿيڻ.

● وِڳڙڻُ: مصدر. (سن. ڪَلَ = ڳڙڻُ). ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ - غصي ٿيڻ. چنبڙڻ - چڪ وجهڻ. (وِڳڙيو - وِڳڙندو - وڳڙيل).

● وَڳِڙو ۽ وَڳِڙا؛ ذ. (رات جو) وقت - ٽائو - مهل. اوندهہ - انڌوڪار - اونداهي - ڪاراڻ - ڪارٺ. ڳوٺ جي پَرَ.

● وَڳِنڊي: ث. ڪم - مشغولي.

● وَڳِنڊَ ۽ وَڳِنڊَ: ث. (سن. وِگَنڌَ = بدبو). بدبوءِ - ڌپ - عفونت - چِٽ - ڌمڪ - دُرڳند - اوچو يا ڪميڻو ماڻهو. (صفت). ڪميڻو - گندو.

وِڳِنڊُ ۽ وِڳِنڊَ؛ ذ. بي وقوف - اڌ چريو - پاڳل - نادان. شاهہ جي هڪ مريد جو نالو. گندو - ڪمينو. ورو فقير.

● وِڳِنڊي ۽ وَڳِنڊيُون؛ ث. ڪم - ڪم ڪار - پورهيو - آدم - محنت - شغل - مشغولي - ڪرت - ڪار - حاج - نوڪري.

● وِڳِڻَ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهہ جو نالو. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● وَڳِڻُ: مصدر. (سن. وادْيَہ). وڄڻ - کڙڪڻ - (ٻجا) لڳڻ. آواز ڪرڻ. هُل ڪرڻ. ٺڪ ٺڪڻ. وڙهڻ - جنگ ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ. ڪم ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ - حاج ڪرڻ. گذارڻ. هلڻ - ڦرڻ. ڏکوئڻ. دٻاءُ ڪرڻ - هيسائڻ - ڊيڄارڻ. وندرڻ - ڪچهري ڪرڻ. رُلڻ - ٽڪڻ. آڪڙجڻ - ڦوڪجڻ - ڪاوڙجڻ (ڪ). (وڳيو - وڳندو - وڳيل).

- وَڳيو وِهڻُ (ڪ): ڪاوڙ ۾ ويهڻ - خار ۾ ويهڻ - غصي ۾ ويهڻ - ڏمر ۾ ويهڻ. آپاسجي ويهڻ.

● وَڳِڻُ: اسم خاص. تعلقي وارهہ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وِڳُٺو؛ ذ. (سن. وِ = ٻري + ڪُٺَ = ڪَٺُ). اي ڪُٺو - ٻُڇڙي سڳڻ وارو. ليا ڳو.

● وَڳو ۽ وَڳا؛ ذ. (سن. وادْيہ = واڄو). گهڙيال جو ڏڪ - ٻجو - ڪلاڪ - لڳو - وڄيو. آواز. ڪپڙن جو جوڙو - پوشاڪ - ڪپڙا - وستر. لباس.

- وَڳو ڍڪائڻُ: ڪپڙا پهرائڻ. حسن وارو بنائڻ - زينت وارو بنائڻ - خوبي بخشڻ - حسن پيدا ڪرڻ.

● وِڳوڙُ ۽ وِڳوڙ: ذ. کڙڪو - گوڙ - هُل - ڌوم - غوغاءُ - لُڙ - گهمسان - شور. ٻکيڙو - مونجهارو. رولو - پائيتال - وڳوڙ - گڙٻڙ - انڌ واڌ - انڌ ڌُنڌ - پاد شاهہ گردي - ڏڦيڙ - جهڳوڙ - ٻکيڙو -

خلل - رولو - ڦيٽاڙو - بي آرامي. مجموعو - جهجها
ماڻهو. انتشار.
● وِڇُوڙيُ ۽ وِڇُوڙِيِ: ث. وڇ ڪان ڌار ٿيل-
عزيزن ڪان پري ٿيل - جماعت ڪان ڌار ٿيل. وڇڙيل-
جدا ڪيل - الڳ ٿيل - عليحده ٿيل - ويڳاڻي.
● وَڳهُ ۽ وَڳهَ: ذ. ڏک - ارمان - رنج.
ڏمر - ڪاوڙ.
● وِڳهُ ۽ وِڳهَ: ذ. حقيقت. واسطو - سبب.
ڏک - رنج - مصيبت - آپدا - تڪليف - آفت.
● وِڳهه ڪوٽ: اسم خاص. ڪڇ جي رڻ ۾
راحڪي بازار ڪان ڏي ڪوهه ٻري، ڦتل شهر
جو سومرن جي ڏاڏي سومري جي پاءُ وِيڳهي
جوڙايو. پراڻو ڦتل تخت گاهه جو سمن جي صاحبيءَ ۾
ڪجهه وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ.
● وِڳيٽَ: ذ. (سن. وِ ڳيتهه = ڦٽڪار).
وچور سان بيان. گهٽي ڏيکه. اجائي ٻڪ. سمجهاڻي-
نرواري - سمجهوتو - ٽيڪا - شرح - واد - وِ ڏيت -
وچور - ارٿ - تفصيل.
● وَڳيجي: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ
ديهه جو نالو.
● وَڳپيسر: ذ. واڳ ڏڻي - سردار - منهندار.
● وِ ڳهڙ: اسم خاص. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.
● وِ ڳهڙ ۽ وِ ڳهڙ (ث - ل): ذ. مهل - ٽاڻو-
وقت. احسان - ٿورو - مهرباني - لائق.
- وِ ڳهو: ذ. وير - دير. (ن - ب).
● وِ ڳهارڻ: مصدر. ڦڪهارڻ - پسرڻ - رجڻ.
ڳهماڻڻ. (وِ ڳهريو - وِ ڳهرلد و - وِ ڳهريل).
- وِ ڳهار ۽ وِ ڳهار: ذ. ڳاڏي جي شين کي
پچائڻ وقت ڪنهن سٽي يا چربي يا گيهه جو
داغ ڏيڻ جي حالت.
● وِ ڳهامل: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ
ديهه جو نالو.
● وِ ڳهڙڻ: مصدر. (سن. وِ ڳرهه = جدا جدا
ڪرڻ). پڪڙڻ. هليو وڃڻ. ڌار ڌار ٿيڻ. پڪهرجڻ-
ڳرڻ. دلگير ٿيڻ - غمگين ٿيڻ - ڏکي ٿيڻ - ملول
ٿيڻ - غمناڪ ٿيڻ. پگهرڻ - رجڻ - جهجڻ - جهڙڻ -
رُنڻ - نڻ - ورڳڻ - انگهڻ - پکڙڻ. ٻرو ٿيڻ -
هلاڪائي ڏيڪارڻ. (وِ ڳهريو - وڳهرالدو - وڳهريل).
● وِ ڳهرو ۽ وِ ڳهرا: ذ. ڪوهه ڪوٽڻ وقت
جيڪا ڪوٽيل مٽي لڪري سا وري ڪنهن ڪڏ ۾
وجهجي.
● وَڳهڙ ۽ وَڳهڙون (ل): ذ. ٻچن جي ڳهتل-
وڳهوڙ. ٽولو - وڳر.
● وِ ڳهن ۽ وِ ڳهن: ذ. (سن. وِ + هتن =
هٿڻ). رڪاوت - اٽڪاءُ - حرڪت. روڪ -
رنڊڪ - اٽڪ - بندش - جهل - چيڙ ڪ - پچي -
پچڪڙي - اڙيڪو. چير - ڦوت. سونجهارو -
مشڪلات.
وِ ڳهن وِ ناشڪ: ذ. صفت. مشڪلات حل
ڪرڻ وارو - مشڪل ڪشا - گڻيش.
- وِ ڳهنيي ۽ وِ ڳهنيي: ذ. صفت. حرڪتي-
اٽڪاءَ وجهندڙ - رخنو ڪندڙ. ڦوت پيدا ڪندڙ -
بغاوت وجهندڙ - ڏڦيڙو وجهندڙ - حرڪت ڪندڙ -
فساد جاڳائيندڙ.
● وَڳهوڙ ۽ وَڳهوڙون (ڪ): ث. ڳڏهن ۽
ڳهوڙن جا ڌڻ - جانورن جو ڳڏوچڙ مجموعو-
ميڙ - ڌڻ - ڪتن جو گلر - لوڙ.
● وِ ڳهي: ظرف. جي ڪري - جي سبب - ڪارڻ-
جي بهاني سان - سببون - صرف - جي اثر ڪري-
جي اثر نسبت - بيماريءَ جي وڳهي - بيماريءَ جي
سبب يا اثر ڪري.
● وِ ڳهيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● وَڳهيڙ ۽ وَڳهيڙ: ذ. سوئر جي ساديهه
جنهن کي ٻچا هجن.
● وَڳرُ ۽ وَڳر: ذ. آهو ڏاند جنهن جا
جيتوڻيڪ خصيا ڪٽيل هجن، تڏهن به سنجهس
قوت شهواني موجود هجي - ڳلهو متارو ڍور -
آن ڪٽيل ڍور. وهڙو.
- وَڳرائپ ۽ وَڳرائپون (ت): ث. لچائي-
حرفت - ڪميڻائي. شهوتي - زاني - زناڪار - لچو.
- وَڳرُ ٿيڻ: زاني ٿيڻ - شهوتي ٿيڻ - ڪمينو
ٿيڻ - لچو ٿيڻ - لفنگو ٿيڻ - بدفضيلتو هئڻ.

— وِ گَرُ سَگَرُ: ٿلهو متارو — موٽو — ڍيپو — ڍ سي — طاقتور — وڏو سٽر. جوڌ و — پهلوان — جُنگ — ڪوهو.

— وِ گَرُ وَهُڙو: تمام ٿلهو — تمام متارو — زياده موٽو.

● وَلِ ۽ وَلِيُونُ: ث. (سن. ول. سن. بيلي) ڪوبہ ٻوٽو، جيڪو ڪڙو ٿي بيهي نہ سگهي يا ڌرتيءَ تي جيت جيان سرندو ۽ وڌندو رهي يا ڪنهن ٻيءَ يا ڪنهن وڻ يا ڪنهن ڪاٺيءَ جي آڌار تي ڪڙو ٿئي. وڻ ويڙهي — ڳدرن ۽ ڇانهين جي ول. آها نباتات جنهن کي ٻاڙ نہ هجي ۽ ٻيءَ شيءِ کي ويڙهجي مٿي چڙهي. زمين تي ڦڪڙندڙ ٻوٽو. (سرائڪي). وري — مـوٽي — ڦيهر. مدد — سهائتا — سهارو — همراهي — حمايت — واهر. ڀنيرائي. ڪاٺي. فراسيءَ جي ڀِٽن جو هڪ قسم. ڪوهستان جي ڀرت جو هڪ قسم — ڪپڙي جي ٻاهرين ڪهير.

● وَلَ ۽ وَلُون: ث. ڪيڙ — ڪيڙپ — ڌرتيءَ جي ڪُنڊ يا اٿلائي. ڳاهہ يا ٻوٽي جي ول.

— وَلَ ڏِيَڻُ: ٻوڪ ماڻ لاباري وقت ڪجهہ ڏيڻ — رشوت ڏيڻ — ودي ڏيڻ.

— وَلِ ڍوئِڻُ: آنَ جي ول کي لاهاري مان ڪٿي ٻار ۾ رکڻ.

● وَلِ ماڙَڻُ: ڳهٽو دڪ ڏيڻ — ڳهٽو رنج ڏيڻ — ڳهٽو اهنج ڏيڻ — ايذائڻ — تڪليف ڀهچائڻ. هلاڪ ڪرڻ.

— وَلِ ڳنڍُ ڪَرڻُ: سنگ ڪري ۾ ڳنڍ ڪرڻ.

— وَلِ وَڃَڻُ: صفا ناس ٿيڻ — برباد ٿيڻ — تباهہ ڪرڻ — ڪُڙم قبيلو دربدر ٿيڻ.

— وَلَ واڪيرِ يُ: سنگ ڪولي رکڻ — ڪانن کي وائڪو ڪرڻ.

— وَلَ وَلَڻُ: وجهہ ڳولڻ — وسيلا ڳولڻ — رستا جاچڻ — موقعا ڳولڻ. ڳالهہ ڪرڻ — بيان ڪرڻ. (ڪ).

● وَلُ ۽ وَلَ (ڪ)؛ ذ. (سن. ولُ = ڦِرڻُ، موڙڻ) چِلُ. وَرُ. وڪڙُ. قصور. سبب. فريب — ٺڳي — دغا — مڪر — ڪوٽ. وجهہ. موقعو — ٽِڻُ — وقت — وار — اوسر — سنجهہ — ساڄي — سٽو — سانگو. ڪيڏ بازي — حرڪت بازي — چالو — ٽرپر. انڪل — تال — رسز — هنر — ڍنگ. ترٻوت. عيب — سقر — ڪهٽتائي. ٻيچ — وَتُ — ڏنگ. خريف ۾ ٿيندڙ دال جي آنَ جو هڪ قسم.

— وَلُ چِلُ: ذ. تال تروڙ — مڪر — فريب — ٺڳي — ڇند — ڦند — انڪل — سنڪل — حرفت — چالاڪي — ٻهانا ڪرڻ.

— وَلَ چِلَ ڪَرڻُ: انڪلون ڪيڏڻ — چالاڪي ڪرڻ. حرفت ڪرڻ — مڪر سڪرڪرڻ — ٻهانا ڪرڻ.

— وَلُ رَکَڻُ: انڪل ڪرڻ — حرفت ڪرڻ — چالاڪي ڪرڻ — مڪر ڪرڻ — ٻهانا ڪرڻ.

— وَلَ شَلَ: عياري — مڪاري — چالاڪي — حرفت — ٻهاني بازي.

● وِلّہ: واهہ. (ع. ﷲ) ماڪ — ٿَنڊ — سِيءُ.

● وِلاتَ: ث. (ع). ولايت.

— وِلاتِيُ: ذ. صفت. ولايتي.

● وِلاپُ: ذ. (سن. ولاپَہ > وَلِپُ = دانهن ڪرڻ) دانهن — ورلاپ — روئي دڪ ظاهر ڪرڻ جي حالت.

● وِلاسُ ۽ وِلاسَ: ث. (سن. وِ = چڱيءَ طرح + لَسُ = خوشي ڪرڻ) خوشي. موج. ناز نخرہ.

— وِلاسِيُ: ذ. صفت. عياش. موجي.

● وِلاسُو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وِلاسِ ۽ وِلاسُون (ٽ): ث. خوشي.

● وِلاڪِڙُو: ٻري — ڏکيو — آهو زمين جو ٽڪر جو ٻورو آباديءَ هيٺ نہ هجي.

● وِلالُ ۽ وِلالَ (ٽ): ذ. حيلا — وسيلا — رستا — موقعا.

— وِلالُ ڪَرڻُ (ٽ): ڪنهن کي تڪليف ڀهچائڻ لاءِ انتهائي ڪوشش ڪرڻ. انڪلون يا حرفتون ڪرڻ — حيلا وسيلا هلائڻ.

● وَلائِيُ ۽ وَلائِيُون: ث. ورندي — ورائي — جواب.

● وِلائِتِيُ ٽُوهَرُ: اسم خاص. ٻڙوال — جهنگلي وڻ جو هڪ قسم.

● وِلائِتِيءُ ڪَنئُو ڙوُ: اسم خاص. پرت جو هڪ قسم. سٽڻ جي پاڃن جو پرت.

● وِلايَتَ ۽ وِلايَتُون: ث. پرڏيهه - پرديس - پرائو ملڪ - پرائو وطن - پرائي ڀتي.

- وِلايَت پَنڌُ هُجَڻُ: گهڻو پنڌ هجڻ - گهڻو مفاصلو هجڻ - گهڻو مشڪل هجڻ.

● وِلائِتِيءُ ٻَٻِرِ يوُ (ٿ): اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وِلائِتِيءُ ٻَٻُرُ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم - حاجيڻڙو.

- وِلائِتِيءُ پَاڻُ: پوُريا پاڻ.

● وِلائِتِيءُ تَاليِ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وِلائِتِيءُ نِمُ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وِلاس ۽ وِلاسَ: ث. خوشي - آنند - سک - راحت - آرام.

● وِلاڪِڙو: ذ. آباديءَ ڪان پري.

● وِلادَتُ: ث. (ع) ڄمڻ جي حالت - ڄمُ - ڄنم. پيدائش (ٻار جي).

● وِلاڙَ: ث. ڪاهه - ڊوڙ - سٽ.

● وِلاڙَڻُ: مصدر. (سن. وِ=چڱيءَ طرح + رَٽن=جهنگ) ڪاهڻ. ڊوڙڻ. ڪاوڙجڻ.

● وِلاڙيوُ: ظرف. هڪ سان. ڊپ ڪان سواءِ.

● وَلائِتَ: ث. (ع) غير ملڪ - ٻاهريون ملڪ: ڏيساور.

● وِلايَت: ث. (ع) وليءَ جو درجو - وليءَ جو عهدو. اوليائپ. بزرگي.

- وِلائِتِيءُ: ذ. صفت. ٻاهرئين ملڪ جو - ڌاريو - ڏيساوري. وديشي.

● وِلاڙ ۽ وِلاڙُون: ث. ڙاڻ - ڳولڻ - ڳولا - جستجو - ڍونڍ - ڦولهه - جاچ.

● وِلانُ وِيڙِهِيءُ (ڪ): اسم خاص. ول جو هڪ قسم.

● وَلاڻُ: مصدر. ڳولڻ. ڊوڙڻ. جاءِ ڦاٿو ڪرڻ. (شيءِ) هٿ ڪرڻ - خال پرڻ. (وَلاريو - ولاريندو - ولاريل).

- وِلارُ ۽ وِلاَرُون: ث. زور سان ڊوڙ - تِڪ.

● وِلاڙَ ۽ وِلاڙُون: ث. ڳولها - ڦولها - جاچ جوچ. آوارگي.

● وِلاڙَڻُ: مصدر. ڳولڻ - جاچڻ. (وِلاڙيو - ولاڙيندو - ولاڙيل).

● ولا: ث. محبت. دوستي. لڳاتار ڪم ڪرڻ.

● وِلادَتَ ۽ ولادتون: ث. ٻار ڄڻڻ - ڦر ڄڻڻ - تولد - پيدائش.

● وِلايَتَ ۽ ولايتُون يا ولايا: ث. ولي ٿيڻ. حاڪم ٿيڻ. دوست هئڻ - ياري. حڪومت. اميري.

- وِلايَتي: ولايت جو رهواسي - پرديسي - ڌاريون.

● وِلايَتِيءُ ٻَٻُرُ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وِلال: اجايا خيال - اجايا حيلا.

● وِلائِتَڻُ: مصدر. ڪجيءَ جو هڪ قسم.

● وِلاڙَ: چال - ليپ. پرانگهه - ورانگ - پڙانگ.

● وِلائِتِيءُ ڪيڪڙ: اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم - ٻير.

● وِلائِتَ ۽ ولائتُون: ث. ولايت - پرديس - ٻاهريون ملڪ.

● وَلَپُ ۽ وَلَپَ: ذ. (سن. ولپ=پيارو). پيارو - محبوب - دوست - يار - پريمي.

● وِلٽو ۽ وَلٽا: ذ. هڪ واڍڪو اوزار.

● وَلِٽُ: هڪ قسم جي بيماري، جا پوکن کي ٿئي.

- وِلِٽُ ۽ وِلِٽَ: ذ. ڪاوڙ - غصو - ڏمر - رنج - ڏک - درد.

● وَلِيتَنُ: مصدر. (سن. لَٽُ = ڌرتيءَ تي ليٽڻ. سن. لوٽَنتر=ڦرڻ) ڪبوتر جو هڪ قسم (جو اڏامندي هيٺ مٿي ڦيريون پائيندو آهي) باز پليون ڪيلڻ - ليٽڻ - اونڌو آهستو ڦيڻ. (سن. آهَرَسٽ. سن. ول=موٽڻ) ڦرڻ - ٿاپو ڪائڻ - الٽو - پوئتي وڃڻ - پٺتي موٽڻ - ڦرڻ - ڦري وڃڻ - پُٺ ڏيڻ.

● وِلَپَ ۽ وِلپُون (ڪ): ث. ولَدُون - ولَل. ٻَڪ - ٻڪوات - اجائي گفتگو.

● وِلِجَانُ: ث. (سن. يوانڪا. ف. اجمود) ڄاڻ جو هڪ قسم. ڄاڻ جي ول - هڪ ٻسارڪو وکر. هي سنهون ٻج ساواڻ ۽ ڪاراڻ تي، پوري رنگ جو ٿيندو آهي. ٻسارڪي دوا جو قسم.

● وَلِ چولنترا: ث. هي ٻج چونئرن جي داڻن کان وڏا ٿيندا آهن- هڪ ٻسارڪو وکر، جو دوائن جي ڪم اچي.

● وَلَدُ ۽ وَلَدَ؛ ذ. (ع). ڄاول - ڄڻيل - پُٽُ- ٻيٽو - پسر - فرزند.

= وَلَدُالزّنا: حرامي ٻارُ - حرامي پُٽُ - زنا جو ڄاول - بي نڪاحيو - حرامزادو - ناجائز.

= وَلَدِ زِناهِيُ: گار ڏيڻ جو هڪ قسم- حرامي.

● وَلِدَاتُورو ۽ وَلِدَاتُورا؛ ذ. هڪ قسم جي وَلِ جو ڦَرُ، جنهن ۾ سخت نشو ٿيندو آهي.

● وَلَرُ ۽ وَلَرَ: ذ. (س. ٻَشِيتَ=لَتَ، قطار) رڍن جو ڌڻ - ڍورن وغيره جو ڌڻ - وَڳُرُ - وڳ- گَلو - گهَل. مجموعو - ٽولو - ميڙُ- گهڻو - مال - جماعت. پکين جو ميڙ.

● وَلِراهِ: اسم خاص. تعلقي کهوکيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ولِرَڻُ (ل): مصدر. ڦَٽ جو پاسن کان مڙڻ - ٻوسرڻ. وکهرڻ - پکڙڻ. (والريو - ولرندو - والريل).

● وِلِڙَڻُ؛ مصدر. (س. وِ = چڱيءَ طرح + لَڙ = ڳالهائڻ ۽ ڇپارا ڏيڻ. س. وِلَڪ = ڳالهائڻ) گهڻو ڳالهائڻ - بَڪ ڪرڻ. وِ ڦلڻ. ذري ذري ڳالهائڻ. وِلڙڻ.

● وِلِڙو ۽ وِلِڙا؛ ذ. وائڙو - پريشان - عجب ۾.

= وِلِڙو ڦِلِڙو ٿِيُ وَڃَڻُ: پنهنجي هوش ۾ نه رهڻ. عقل سالم نه رهڻ. هوش حواس ختم ٿي وڃڻ.

● وَلڪَ ۽ وَلڪُونُ: ث. گهٽتائي - اڻ پورائي. ڪمي.

= وَلِڪَلُ: آڳاٽا آريا ماڻهو تازن چوڏن جا تاندورا وٽي، انهن مان پوشاڪ آڻندا هئا، جي واڪل سڏبا هئا.

● وِلڪِنُ: اسم خاص. هڪ نئون ڳوليل آسماني گرهه، جو سج کي تمام ويجهو آهي. (جاگرافي دنيا جي).

= وَلڪِيُ: ث. ول جو اسم تصغير- ولڙي.

● وِلَڪَڻُ؛ نظر - نگاهه. ڏسندڙ.

"وسي سپ وجود ۾ سپ تي هئي ولڪڻ"
(دلپت).

● وَلِلَڻُ: مصدر. وڦلڻ - ڳُڪلڻ - پُٺ پِڻ ڪرڻ - وات هڻڻ - گهڻو ڳالهائڻ - اجائي بَڪ ڪرڻ. وِلڙڻ.

= وِلَلَ ۽ وِلَلُونُ (ڪ): ث. وڦل- بڪواز- بڪوات - بڪواس - بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڳالهائڻ - اجائي بَڪ. شوق - ذوق - عشق - جنون.

= وِلَلَ ڪَرَڻُ؛ بيماريءَ ۾ گهڻو بَڪڻ. اجايو ڳالهائڻ - وڦلڻ.

● وِلَلو ۽ وِلَلا؛ ذ. صفت. ڪُڍ نڳو - بي ڍنگو - بي لَلو - بي ڪِرو - آڍ نڳو - بي حيا - بد فضيلتو - بي ادب.

● وِلَنبُ: ذ. (س). دير - ويرم.

= وِلَلائِيُ ۽ وِلَلائِيُونُ؛ ث. بد افعالي - اڍ نڳائي - بي ادبي - بد فضيلتائي. بد مزاجي.

● وَلَڻُ: مصدر. (س. بَلُ = ڦوڙڻ، ڀڃڻ) آباديءَ لاءِ زمين ٺاهڻ. جهنگل شگافي ڪرڻ. زمين مان ڪنڊ ڪانڊيرا وغيره ڪڍي، صاف ڪري، پوک جي لائق ڪرڻ - پوک ڪرڻ - زمين پوکڻ. هرُ ڪاهڻ. پوکڻ. (س. وَلُ = موٽڻ) موٽڻ - واپس اچڻ - ڪوٽڻ. ڌرتي ڳنڍڻ يا آٿلائڻ. ٻَٽڻ - ڇنڻ - آڪيڙڻ. صاف ڪرڻ (مهيني پوري ٿيڻ تي ڏيتي ليتي) - ليکو لاهڻ. (وليو - وليندو - وليل).

= وَلِيُ: (س. وَلَن) ورڻ - ٻُٽتي موٽڻ.

"پسي ڏور درياهه جو وڇاهين ولي"
(سر سهڻي - شاهه).

● وَلوءُ ۽ وَلا: ذ. (س. وَل) عمارتي ڪاٺ جو ڍکهو چورس منهن وارو لڪڙو (جو ٻَڙ جو چوٽون حصو ۽ سليپر جو اڌ ٿئي). ڇت جي ٻَٽي. ولهو. ڪايو - پَڃرُ - وِٽي. گهمرو - ڦيرو - پيرو. وڪڙ. موڙ - موٽ. هڪ وڻ جو قسم.

= وَلوءُ پَوَڻُ: تڪليف پوڻ - گهمرو پوڻ - پيرو پوڻ. ڦيرو.

= وَلوُ ڏِيڻُ: وَرُ ڏيڻ - ڪَهرو ڏيڻ - ڀيرو ڏيڻ. جهٽڪو ڏيڻ - سٽ ڏيڻ. جهٽ هڻڻ. ڳولا ڪرڻ - جاچ ڪرڻ - تلاش ڪرڻ. قبضو رکڻ. محبت ڳنڍڻ. نقصان ڏيڻ - چيهو پهچائڻ - جوکو ڏيڻ.

= ولو وِجهڻُ: ڦيرو وجهڻ - ڦيرو وجهڻ - ورائي وجهڻ - موٽائي وجهڻ - واپس وجهڻ. جهنگ ۾ ٻڪرين کي پُچڪار تي ٻيهارڻ.

● وَلُوارِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَلوائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِلُو ٻاتَ ڪَرڻُ: پيسي ڪمائڻ لاءِ هرقسم جا ايمانداريءَ يا بي ايمانيءَ جا رستا اختيار ڪرڻ. بداخلاقيءَ کان ڪم وٺڻ - ناجائز طريقي پيسو پيدا ڪرڻ. حرام خوري جا طريقا اختيار ڪرڻ.

● وَلُوحُ: ذ. (ع). هيٺ (لهڻ).

● وِلُووَرَ: ذ. اپر سنڌ جي پٺاڻ قبيلن جي هڪ رسم. اها لقد رقم، جا گهوٽيتن طرفان ڪنواريتن کي ڏني ويندي آهي.

● وِلُوَرُ ۽ وِلُوَرَ: ذ. صفت. (سن. وِ = ٻري + اَمَنڪَلُ = خراب). خراب ٽيل - نڪمو - ويل - نبريل - جلان - ونڌيتل - ڪريل - ٻڪڙيل - انگلي (ٻٽ) - نالائق - ڳڻ هيڻ - وَلوالدُ - نڪار - ناخلف - نامراد - ڪسيرڪ.

● وِلوڙڻُ: مصدر. (سن. وولڻُ > وِلُڙُ = ولوڙڻ). کير يا ڏهي يا مانڌائي هٿي آن مان مکڻ جدا ڪرڻ. جهڪڻ - جهڪوڙڻ - منڌيءَ مان ڏوري کي ملائڻ - مٿڻ - مانڌائي ڦيرائڻ. (ولوڙيو - ولوڙيندو - ولوڙيل).

= وِلوڙ ۽ وِلوڙونُ: ث. ٻيچ - ورُ - وڪَڙ - آنٽي. پيٽ ۾ سور جي سُوٽ. جهڪَ.

● وِلُوڙائِڻُ: مصدر. ولوڙڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. جهڪائڻ - جهڪوڙائڻ. پـوڪائڻ - تڪليف ڏيڻ. (ولوڙايو - ولوڙائيندو - ولوڙايل).

= وِلوڙ وِلوڙڻ (ڪ): کير جهڪڻ - جهڪ جهڪڻ - منڌيڙڻ.

= وِلوڙو ۽ وِلوڙا: ذ. وِلولو - اُڙڙتڙ. جهڪ - وِلوڙ. ولوڙڻ جي حالت - مٽ. پيٽ جو وڪَڙ - ٻيچ. دل جو دک.

● وَل وَل: وري وري.

● وِلُوَلو ۽ وَلُوَلا: ذ. (ع. وَلُوَلہ). جوش - هُل - هنگامو. شوق - ذوق - آتساهه. گوڙ - شوڙ - گهمسان - غوغاءُ - واويلا - ٻڪار. آواز - نعرو - فرياد.

● وِلُولو: ذ. ولوڙو. زلزلو.

● وَلُو متَهِر: اسم خاص. تعلقي کهونکيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِلوئِيُ ۽ وِلوئِيُونُ: ث. اها ٻڪري جنهن جو کير ولوڙڻ جي ڪم اچي.

● ولَتهِہ ۽ وِلَهون: ث. (سن. آدُ، آلُدُ = آلو ڪرڻ. پرا. اوسُل = وِلَهہُ). ماٽَ - ماڪ - ساٽ - اوس. آلاڻ - ٽڏ - ڪلي هوا. سردي - گهميل هوا - کهمَ. ڏاڍي ٽڏ. ٽڏ. سياري ۾ پاهر سمهڻ جي حالت. مال جي لاءِ ٿهيل ڪکائون گهر.

● وَلَها: اسم خاص. ٺر ۾ مسلمانن ۽ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● وَلِهار: اسم خاص. تعلقي مجاول، گوني، بدين ۾ ديهن جا نالا. تعلقي ساماري، ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو، جتان جو مشهور بزرگ مولوي عبيدالله ولهاري، سنڌ جي مشهور صاحب ديوان سيد فاضل شاهه جو استاد هو.

● وَلهارُ ۽ وَلهارَ: ذ. گاهه جو ميدان. گاهه ۽ وڻڪار واري زمين. چرا گاهه. گهڻون وليون ۽ گاهه جي ساوڪ. سرٺا جيت. ڏڻ - ولر. هڪ مڪان جو نالو.

● وَلهار جاگير: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَلِهاريُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= وَلهاڪو: ٻري - وٽيرڪو - ڏکهو.

"ڏونگر ڏاري نـہ سگهان ٻيرين ٻيادي،
وات ولهاڪو پنڌ ٻري، وَر وڏا واديءَ."

(سسئي - خانہ زئي)

- وِلهاگِيرو: صفت. پرپرو - ٽورو ٻري.
● وِلهامڻُ (ڪ): مصدر. پيڙجڻ - سڄي پوڻ - ڦوڪجڻ - ٿلهو ٿيڻ. آپامجڻ. ڪنهن جانور جو ڦرجڻ تان آرو لهي وڃڻ.
”ڏونيڊ ولهامي ولهامي ڏهل ٿي پيو آهي.“
(ولهاميو - ولهامندو - ولهاميل).
● وَلهوُ ۽ وَلها: ذ. (سن. واپ=پيارو) ڳشت - ڏورو - چڪر - مڙس - خاوند - پتار - ڪانڌ - پتي - وَرُ - شوهر - گهوٽ - گهر وارو. پيارو - ولپ - وڻندڙ - محبوب. ننڍڙو - سُڄو - سڪٽو.
(سن. ول) عمارتي ڪاٺ جو ڏگهو چورس منهن وارو لڪڙو (جو ان جو چوٿون حصو ۽ سليپر جو اڌ ٿيندو آهي، ساڳئي نموني جو گول لڪڙو) ڇت جو ڏاسو.
● وِلهو ۽ وِلها: ذ. (سن. ورهت) ڪنجوس - مکي چوس. غريب - ڪنگال - مست - ڇتلهو. سُڄو. خالي. تمام غريب. غافل. اڪيو - مسڪين - بي وارث - ڇڙو ڇانڊ - جنهن کي گهر ٻار نه هجي. ضرورتمند - محتاج - سڄو سڪٽو - ننڍڙو - غيباٽو - مفلس - رس کان سواءِ - بي جسو - بي رونق - خالي.
”مري مَ ميهار تان وڻاڻ ولهو مَ ٿئي“
(سر سهڻي - شاهه)
- وِلهائِيُ ۽ وِلهائِيُون: ث. سُڃائي - سڪڻائي - غربت - سخت غريبي - مفلسي. آڻ هوند - ڪنگلائي - محتاجي - غريبي - ڪنگالپڻ - افلاس - مرچوڻائي - ٻيوس. ڪنجوسائي - ٽُڪ ٽنيڻ.
- وِلهڻ واهر: اڙين جي اوٽ - هيڻن جي حمايت - بي وسيلن جو وسيلو - اڙين جو آڌار - ٽٽڪن ٽاهر.
- وِلهو ويس: غريباڻن ڪپڙن ۾ - ظاهري ۾ نماڻو ۽ ضعيف.
● وِلهِيُ ۽ وِلهِيُون: ث. (سن. و=بنا+ رس=ارس) رنڊ زال - بي وارث عورت - ٿلهي - سڪٽي - سُڄي. بي جُسي - بي رونق - خالي - ولهي.
”سڪيا سانگي وڃي ٿر ٿيا ولهي ڪيئن وساري وڃا“
- وَلهوٽُ ۽ وَلهوٽَ: ذ. دل ٿي زهر جو غلبو - پيٽ ۾ سور جا وڪڙ - هڏن ۾ سور جا وٽ.

- وِلهوٽُ پَوڻُ: پيٽ ۾ سور پوڻ. وٽ پوڻ - وڪڙ پوڻ.
- وَلِهوٽو ۽ وَلهوٽا (ل): ذ. چوٽو (زالون وارن کي ويڙهي پٽيان چوٽو ڇڏينديون آهن، تنهن کي ولهوٽو چئبو آهي). وانڪوڙو.
● وَلهِيٽُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وَلِيُ: ث. ننڍو ولو (ولي گهڻو ڪري گول ۽ ولو اڪثر چورس ٿيندو آهي).
● وَلِيُ ۽ وليُ: ذ. (ع). شهزادو ۽ مالڪ. دوست - خدا جو خاص بندو. سنتُ - مقدس - مهاتما - اولياءُ - پاڪ انسان - رکيڪ - راکو - سنڀاليندڙ - نگهبان. ڪرلاهو - سرپرست - ڪانڌي - ڪارٽي. وصي - امين - والي - وارث - آقا - خاوند. مالڪ - حاڪم - خداوند. صاحب - مخدوم - سردار - سوامي - پرڀو - مربي - محافظ - دوست - يار - مددگار - ساڌو - بزرگ - پرهيزگار - عارف - خدا رسيدو - صابر - شاڪر.
- وَلِيُ الله: ذ. خدا کي ويجهو - خدا رسيدو - نيڪ بندو - عابد - زاهد - سالڪ - مجذوب - عارف بالله.
- وَلِيُ عَهدُ ۽ وَلِيُ عَهدُ: ذ. وقت جو حاڪم. بادشاهه جو سندس موت کان پوءِ تخت تي ويهڻ لاءِ چونڊيل ماڻهو - جاءِ نشين - ملڪ جو وارث. ڪنورُ. يوراج.
- وَلِيُ عَهدُ قَرضِيُ: ناميل.
- وَلِيُ نَعمَتَ: ذ. صفت. پرورش ڪندڙ - مربي.
- وَلِيُ ڏِيارَڻُ: جونءِ ڪيڏائڻ.
● وِلپِڻُ: مصدر. (سن. ول=موڙڻ) لپيٽڻ - ويڙهڻ - تهه ڪرڻ. (ولپيو - ولپيندو - ولپيل).
● وَلپِيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● وَلپيچا: هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● وَليدان: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وَلِيِ دادُ پلي: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَاللّيۡلِ: قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

● وَرُ ۽ وَرَ: ذ. درياءُ- ندي- سمنڊ- سمونڊ- بحر. (ن- بلوچ).

"وَنڊيَن رچ امين چئي وَيَن وَرُ وَڏي" (سن؛ ورم=عضوو) ڪوبہ رئيس عضوو جهڙوڪ دل، جيرو، ڦڦڙ وغيره. (ن- بلوچ). (پرا. ور= زره) لوهہ جي پوشاڪ- زرهہ. وجهہ- سمجهہ- داءُ- موقعو- ٽيڪ. حملي ۾ ڏڪ جو وار- جهپو- جهٽ- چنبو. قدر- قياس- ويچار- خيال- قياس آرائي- فهم.

- وَمائيتو ۽ وَمائيتا (ڪ)؛ ذ. صفت. وجهائتو- سجهائتو- موقعي وارو- ٽيڪ وارو- ماڳائتو- هنڌائتو- پورو- ٺُڪُ- سڌو.

● وِماسَڻُ: مصدر. (پرا. وِماسڻ= غور ڪرڻ. سن. وِمَرشَن= غور ڪرڻ. سن. وسمئيہ = حيران) ڳڻتي ڪرڻ- فڪر ڪرڻ- ويچار ڪرڻ- سوچڻ- غور ڪرڻ- تور تڪڻ- سوچ ڪرڻ- چپ چيتڻ. سرگردان پريشان ٿيڻ- فڪر ۾ پوڻ. (ن- بلوچ). ساهي پٽڻ- دم ڪشڻ- وسامڻ- ويسانهين ڪرڻ.

- وِماسُ ۽ وِماسَ: ذ. (سن. وِسميہ = حيراني) ڳڻتي- فڪر- چنتا- اون- اونو- انتظار- اوسيڙو- اوڪيا پوکيا- آڌڪو- وسواس- انديشو- سانگو- ويچار- غور- سوچ. غم- شوڪُ- ڏڪ- ڳوندر- وياڪُلتا- پريشاني- حيراني. هلاڪي- اهنج- ايذاءُ- ڏنجهو- ڪاڪاهو- کهڪاءُ- دقت- تڪليف. ڳڻ ڳوت- عقل- فهم- زيرڪ- پُنڌي.

- وِماسجَڻُ: مصدر. منتظر ٿيڻ- فڪرمند ٿيڻ- آڌيڪ ٿيڻ- اونائتو ٿيڻ- ڳڻتي ڪرڻ- انديشو ڪرڻ. ڏکي ٿيڻ- غمگين ٿيڻ- ڏکوئجڻ- وياڪُل ٿيڻ. ڪومائجڻ- شرمندو ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ- پشيمان ٿيڻ- ندامت ۾ پرجڻ- ارمان ڪرڻ- افسوس ڪرڻ.

- وِماسيِ ۽ وِماسيون (ڪ)؛ ث. ساهي- ڍاپو- ويساهي- ويسانهين- آرام- قرار.

● وِمانُ ۽ وِمانُون: ث. اسم. وماڻ.

- وِماڻَ ۽ وِماڻون: ث. اسم. (سن. وِمان = آڏندڪٽولي) ديوتائن جو رٿ. آڏندڪٽولي- آڏام ڪٽولي- وِمانَ. هوا ۾ آڏامندڙ گولو. آڏامندڙ چٽي. ٻالُون. چڪيا (جنهن تي مثل آدمي ڪي رکندا آهن)- ڪاٽي. هوائي جهاز- طياره.

● وَماهو ۽ وَماها (ٿ): ذ. شاديءَ جي وقت گهوٽ جي گهران عزيزن جي ورتل منائي- تر ۾ شاديءَ جي هڪ رسم.

● وِمَلُ ۽ وِمَلَ: ذ. صفت. (سن. وِ= ٻري + مَل= گند) نِرمَل- پاڪ- پوتر- صاف- اوجل- شُڌُ- اجرو- اڇو- صفا.

● وَنَ ۽ وَنُون: اسم. (سن. واهڻ > دواڻ) ننڍي ٻيڙي. تُرهو- ٽاو- مَنڌُ- تَرُ. (ٿ). جهنگ- ٻيلو. ٻَنَ.

● وَنُ: صفت. ذ. (سن. وَرڻَ = رنگ) رنگ. شڪل. (انگ. وَنُ= هِڪُ) هڪُ- هڪڙو- چڙو- اڪيلو- هڪيلو- هيڪلو- يَڪُ- واحد- يڪانو.

- وَنُ نَمبَرُ؛ پهريون نمبر. بدمعاش- لُچو- حريف.

- وَنُ ٽُو ٿيري ڪَرَڻُ (ت)؛ (انگ). چالاڪيون ڪرڻ- حرفتون هلائڻ- ڪيڏ ڪرڻ- انڪل بازي ڪرڻ.

● وِنارڻُ (ٿ): مصدر. وِڍَڻُ- ڪَپَڻُ- ڪاٽڻ- ڪَتَرڻ.

● وِناسُ؛ ذ. (سن. وناش > ناس = زواليت) زواليت- برباديِ. (صفت). ناس ٿيل- برباد ٿيل. ڦنايل- فنا- چٽُ- ناس- برباد- تباهہ- ويران- اجاڙ.

● وَناڪُ ۽ وَناڪَ (ٿ)؛ ذ. صفت. چنبو- نحس- ڀاڳو- ڪمبخت- شامت زده.

● وِنانَ ۽ وِنانُون (ت): ث. بي فائدي ڪوشش- اجائي حرفت- اجايو سعيو.

- وِنانَ ڪَرَڻُ؛ بي فائدي ڪوشش ڪرڻ- اجائي حرفت ڪرڻ- نلها هٿ پير هلائڻ.

- وِناڻُ ۽ وِناڻَ (ک)؛ ذ. ڪوهه وڄائڻ جو ساز- ساز- باجو- سرندو- تنبورو- وڏاڻ. (ن- ب).

● وَناهڻُ: مصدر. (سن. وَرُ= مڙس چوندڻ). وناهه ٻڌڻ- وناهه ۾ ويهارڻ. شاديءَ لاءِ سنبرڻ.

● وَناهُه ۽ وَناهَه؛ ذ. شاديءَ کان اڳ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنوار کي ٽن ڏينهن کان ستن ڏينهن تائين اڳيو ٻڌي ڪنڊ ۾ ويهارجي)- ونواهه.

- وَناهِيُو ۽ وَناهِيا: ذ. وناهه- ونواهه.

● وَناهِجڻُ: ونواهه ۾ ويهڻ. وناهه ٻڌڻ واري رسم ادا ڪرڻ.

- وَناهِيوُ ۽ وِناهِيا؛ ذ. صفت. وَناهه ۾ ويٺل (مرد)- ونواهه واريُ (زال).

● وَنٽَ ۽ وَنٽُون (ٿ)؛ ث. حصو- ڀتي- ڀاڱو- ٽڪرو.

● وِنٽرَ ۽ وِنٽرُونُ (ٿ)؛ ث. وندر.

● وِنٽِجڻُ: مصدر. (سن. وِنشٽا). خراب ٿيڻ- ڪنو ٿيڻ- گندو ٿيڻ- ٻڇڙو ٿيڻ.

- وِنٽِيَلُ: وِنٽِيَلَ: ذ. صفت. ڪِنو- خراب- ويل- گندو- وِلوَر- نِبريل- ٻُرو.

● وَنِجُ: ذ. گمان- گوٿ.

● وَنجاسَرَ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَنِجڻُ: ذ. (سن. وُيَنجَنَ < وُينَجُ= صاف ڪرڻ). حرف صحيح- آهي اگر جن جو حرف علت جي مدد کان سواءِ اُچار ڪري سگهجي.

● وَڻجڻُ: مصدر. (سن. وَڻِجِيَر= واپار). وِهائڻ. خريد ڪرڻ. سؤدو ڪرڻ.

- وِنجِئو ۽ وِنجِئا؛ ذ. اسم ءوا هڻڻ جو ڀڪو- وِڄو- ڀنڪو- ڀڪو. ڪاٺ ۾ سٽل ڪيڻ لاءِ واڍي جو هڪ اوزار. (ن- بلوچ).

- وِنجِڻِيُ سانُ: شاديءَ جي وقت هڪ رسم. ڪهوٽ ۽ ڪنوار کي واءُ ڪرائڻ.

● وِنجوڳُ ۽ وِنجوڳَ؛ ذ. (سن. ويوگ= جدائي) جدائي- وڇوڙو. بدسلوڪي- اڻ ٺاهه- اڻ پوند- اٻڻت- تڪرار- جهيڙو جهٽو- ڪُرسي- روسامو- ڦڪت- کهپي- کلڪل- وروڌ.

- وِنجوڳِيُ: ذ. صفت. جدائي وجهندڙ- ڦيٽاڙو وجهندڙ- جهيڙائي- نفاقي- وڇوڙو وجهندڙ- اٻڻت پيدا ڪندڙ.

● وَنجِيُ ۽ وَنجِيُون (ت): اسم. ڪنهن ٻاڙيءَ جي شاخ کي ٻند ڏيئي پاسي مان ڪيل ٻي ڪَسِي- نالِي- ونجهِيُ. (اسم خاص). تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَنجهُه ۽ وَنجهَه؛ ذ. اسم. (سن. وَنش). ٻيڙيءَ جي هلائڻ جو هڪ هٿڻ. ٻانس جي چڙهه- ٻانس جي لٺ- لڙهو- چپو. (صفت) ڊگهو- لمبو.

- وَنجهُه ڏيڻُ: ٻيڙيءَ کي هلائڻ. ضد ڪرڻ- تيسو ڪرڻ. نڪاح جي وقت مُلان جو سات ڪرڻ ۽ ڪُڙ جي مُٺ وٺي پوءِ ڳالهائڻ.

- وِنجهُه وِرتُ. (ل)؛ وانجهيءَ راند.

- وَنجهُه هڻڻُ: (ت): خيالات جاچڻ- خيالن جو اندازو لڳائڻ.

● وِنجهارُ ۽ وِنجهارَ: ذ. (سن. وِڌ= سوراخ ڪرڻ). هيرن ۽ لعلن کي سوراخ ڪيلدڙ- موتين کي ٽنڪ ڪندڙ. (ن- ب). وينجهار. هيرن ۽ موتين کي پرکيندڙ. قابل- هوشيار- داناءُ- ڏاهو. (ن-ب).

● وَنجهرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِنجِهرُ ۽ وَنجِهرُ: ذ. ڀانڊي ڀڪين ڦاسائڻ جي واسطي ٻاڙيءَ ۾ آڏيل هڪ رَڇ- کهومو.

● وِنجهلُ: سور- درد- ايذاءُ- تڪليف- ڏکيائي.

● وِنجهُل (ٿ)؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم (مدائين سائي، مال کائيس). (ن- ب).

● وِنجِلائِڻُ (ل)؛ مصدر. ٻيڪار ڪرڻ- نِڪمو ڪرڻ- نڪارو ڪرڻ.

● وَنجِهلِيُ ۽ وَنجِهلِيُونُ؛ ث. اسم. مرلي- بانسري- بين- شرنائي- سُندري.

● وَنجهڻُ: مصدر. ونجهه هڻڻ- ٻيڙي هلائڻ وقت پتوار هڻڻ.

● وِنجِهڻِيُ ۽ وِنجِهڻِيُونُ؛ ث. (سن. وِڌِيه=سوراخ ڪرڻ) ڪوٽڻ جو هڪ اوزار- پٽامي- رنبي.

● وَنجهوُ ۽ وَنجها (ڪ)؛ ذ. هڪ جبل جو
بني جبل کي ڳنڍي - جبل جي سيڙُ - ڪَرُ.

● وَنجهوَرت ؛ ث. راند جو هڪ قسم. ونجهوَتي.

● وَنجهوَتِيُ ۽ ونجهوَتِيُون؛ ث. هڪ قسم
جي راند (هن ۾ ٻار ٻيون ڏ ريون ۽ ونجهورت ٿئي).

● وَنجهہ وَيڙهہ: اسم خاص. ونجهن جي
پيدائش وارو ملڪ - گهاٽو جهنگ - گجگاهہ ٻيلو.
(زنجبار ملڪ).

● وَنجهِيُ ۽ وَنجهِيُون؛ ث. اسم. وڏي
واهہ مان ٻنيءَ ڏي نڪتل واهي - ڪسي - نالي.
ڪنهن ٻنيءَ کي واهہ مان لڪ چپ ۾ ڏنل پاڻي -
زمين جي اندران پاڻيءَ جي لاءِ نڪتل ڪسي.
ٻانس جي سنهي چڙهي.

— وَنجهِيُ ڪَيڻُ؛ واهيءَ مان لڪ چپ ۾
ڪيڻ نالي کولڻ.

● ونجهيُٽو ۽ ونجهيُٽا؛ ذ. اسم. هوا هڻڻ لاءِ
ننڍو پنکو - ونجهو - پکو. واڍن جو هڪ اوزار -
ڪاٺ ۾ ٽنگ ڪيڻ جو هڪ اوزار.

● وِندُرُ: اسم خاص. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل ۽
نئين جو نالو.

— وِندُرُ وَوڙڻُ؛ جبل جهاڳڻ - ڪشالا ڪيڻ -
ڏاڪڙا ڏسڻ - ڳولڻ - ڍونڍڻ - تلاش ڪرڻ -
نهارڻ.

● وِندرڻُ: مصدر. وندر ڪرڻ - ريجهہ رهاڻ
ڪرڻ - دل وندرائڻ - طبيعت کي خوش ڪرڻ.
ورُونهن ۾ رهڻ. مشغول رهڻ. مشغولي ڪرڻ -
ڪار ڪرت ڪرڻ.

— وِندَرَ ۽ وِندرُون؛ ث. ورونهہ - ريجهہ
رهاڻ - تفريح. خوشيءَ جو شغل. مشغولي -
ڪرت ڪار - ڏنڌو - ڪم.

— وِندرائِڻُ: ورونهن - خوش ڪرڻ - پرچائڻ -
وندرَ ڪرائڻ - ريجهہ رهاڻ ڪرائڻ. ورونهن ۾
رکڻ. مشغول رکڻ. مشغول ڪرڻ - ڌنڌي ۾
ڦاسائڻ - ڪم ۾ لڳائڻ.

— وِندرِ وسُو ٿيڻُ؛ ڏاڍو پريشان ٿيڻ - مصيبت
۾ گرفتار ٿيڻ.

● وِندَنا ۽ وِندَنائُون؛ ث. (سن. ود=
ساراهہ ڪرڻ) ساراهہ. نمڻ جي حالت - نِمر - نمرتا -
آدر ڀاءُ. نماڻائي. نمسڪار. آداب - نِوڙت - نياز -
سجدو - جهڪ - تسليم.

● وَندَڻُ: مصدر. (سن. ود=نمڻ) نمڻ.
ساراهہ ڪرڻ.

● وِنْدَڻُ؛ مصدر. (سن. ويڌ=ڏڪ هڻڻ)
ٽُنگ ڪرڻ - سوراخ ڪرڻ - ڇيد ڪرڻ (موتين
کي). (سن. وڌ) ٽُنڻ - رفو ڪرڻ (ڪپڙن کي).
(ڪنهن هار ۾) پوئڻ (موتين کي). جواهرن جو
وهنوار ڪرڻ. سبڻ. پروڻ. (سن. ود=ڳالهائڻ)
اجائي ٻڪ ڪرڻ. گهڻو ڳالهائڻ. ساڳي ڳالهہ هرهر
چوڻ. وند ڪرڻ - ٻَڪ ڪرڻ - ٻڪوات ڪرڻ -
اجايو گوڙ ڪرڻ - اُٺُوُ ڪرڻ - يَٽخي هڻڻ - رٻَ
ڪرڻ - ٻڪ ٻڪ ڪرڻ - لپاڙ هڻڻ.

— وِنْدَ ۽ وِنْدُون: ث. ونڊڻ جي حالت.
ٽُنگ - سوراخ - ڇيد. پرُوچ (موتين جي). ٻڪ ٻڪ -
يخي - ٽرٽر - لپاڙ - ٻڪوات - هرڪر - چنتا - انتظار.

— وِنْداپَڻُ ۽ وِنْداپَڻُون: ث. وند.

— وِنْدائِيُ: ث. ونڊڻ جي محنت يا مزوري.

— وِنْدائِڻُ: ونڊڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ.
ٽوپائڻ (ڪَنَ) - سوراخ ڪيائڻ (مٽيءَ ۾).
(ن - بلوچ).

— وِنْداپو ۽ وِنْداپا (ت): ذ. وند.

— وَنْدَلَ ۽ وَنْدَلُون: ث. ڳڻتي - هرکر -
ويچار - چنتا - آڻ ٽَڻ - اوسيڙو.

● وَنْبُ ۽ وَنْبَ؛ ذ. اسم. خيرات طور مُلا يا
مجاور کي مليل ماني - فاقو.

● وَنْبَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَنْبَڻُ: مصدر. (سن. ونب = ورهائڻ) ونب
ڪرڻ - وراهڻ - تقسيم ڪرڻ - ونب ڪرڻ - ورڇ
ڪرڻ - حصا ڪرڻ - ورڇڻ - ٻيتون ڪرڻ - واٽڻ -
ورڇي ڏيڻ - ڦانبڻ - ڦانبڻي ڪرڻ - ضرب جي ابتڙ
حساب جو نمونو.

— وَنْبَ ۽ وَنْبُون: ث. اسم. حصو - ٻتي -
ڀاڱو - واٽو - ٻخرو - ونبي - واٽ. تڪ - ٽُڪو -

ڦانڊ. ڦانڊ ڻي - چانڊو - ورڇ - ڦوڙي - ورهاڱو - ورهاست - تقسيم.

- وَنڊَ آهَتَ: ث. ورهاست ڪيل هِتي - ورهاڱي جو حصو. آها رقم جا ڪنهن انگ کي ٻئي انگ سان ونڊ ڪرڻ سان پيدا ٿئي.

- وَنڊَپَ ۽ وَنڊَپَڻُ (ڪ): ث. ورهائڻ جو ڪم - ورڇ - ورهاست - ورهاڱو.

- وَنڊِجڻُ: ورهاست ٿيڻ - ڀاڱا ٿيڻ - ڀتيون ٿيڻ - حصا ٿيڻ. ونڊ ٿيڻ.

- وَنڊِڻِي ۽ وَنڊِڻِيُون: ث. ورهائڻ واري رقم، جنهن جا حصا ڪجن. آها رقم، جنهن تي ٻي رقم ونڊ ٿي سگهي.

- وَنڊِڻَرَ ۽ وَنڊِڻَرَ: ذ. صفت. ونڊ يندڙ - حصا ونندڙ - ڀائيوار - ڀتيدار. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- وَنڊِيُ ۽ وَنڊِيُون: ث. حصو - ڀتي - ڀاڱو - ورهاست - ڀائيواري - ڀتيداري. (ل). پراڻي چوپائي مال کي نار ۾ وهائڻ جي مزوري.

- وَنڊِيندَڙُ ۽ وَنڊِيندَڙَ: ذ. صفت. ورهائيندڙ - ڀاڱا ڪندڙ - ونڊي ڪندڙ - ڀتيون ڪندڙ. آها رقم، جنهن سان ٻيءَ رقم کي ونڊ ڪجي.

- وَنڊِيُ وِجهَڻُ: ڀاڱا ڪرڻ - حصا ڪرڻ - ڀتيون ڪرڻ.

● وَنڊيارُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَنڊِيَرُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

۽ وَنڊِيَرَ: اسم. هاري - ڪڙمي - ڪيتي ڪندڙ - ٻني ڪندڙ.

● وِنڊو ۽ وِنڊيا: ذ. اسم. (سن. وِيشُتَنَ) سُٽَ يا ڌاڳن جو ڍيرو. وارن جو منجهيل جهڳٽو - مُڇو.

● وَنِرُ ۽ وَنِرَ (ت): ذ. صفت. سودائي - هُورالو - رِيچڪي - کوچائي - خفقاني.

● وَنڙو ۽ وَنڙا: ذ. اسم. ننڍڙو کهوٽ. مُڙس - ڀتار - ڀتي - شوهر. وَنو - ٻَنو - ٻَنرو.

● وَنسُ ۽ وَنسَ: ذ. (سن. وَنشَ = اولاد) اولاد - آنسُ - ٻچو - ٻسادَ - آڍ - ڪيسر - چڙ -

نَستان - اسل - ڪُلُ - ٻَڻُ - ڪنب - ڳوٺ - حسب نسب - شجرو - اصل نسل - آکهه - قبيلو - ڪُنب - خاندان - ڀِڙهي - وَنشُ.

- وَنساوليُ: اسم. شجرو - نسب نامو - سلسلو - حسب نسب.

● وَنسپتيُ: اسم. (سن. ونسپتي = سبزيات) آهو ٻوٽو، جنهن ۾ ٻنا گلن جي ڦَلُ ٿيندو هجي. سبزيات - هَرِيالي - ٻوٽ.

● وَنڪَ ۽ وَنڪُون: ث. (سن. وَرڻڪا. پرا. وَنڪا، وَنِڪا) سون جي ٽُڪري جا انهيءَ ڪري ڪٽي رکبي آهي ته سوناري ڪسان ڳنهه واپس ملڻ تي انهيءَ کي جاچي، لاءِ ڏسجي - بانڪي. چِٽڪاسَ جي لاءِ سون وغيره جو ٽڪر.

● وَنِڪَ ۽ وَنِڪُون: ث. (سن. وَرڻَ = رنگ + ڪ) نمونو - قسم - جنس - ڀانت - ذات - ڍَول - ڀيهڪ - پرڪار. (سن. وَرڻ = رنگ). رنگ - وَرڻُ. چهرو - مُنهن. منهن جو تجلو - رونق - ڏيا.

● وَنڪُو ۽ وَنڪا: ذ. صفت. (گ. وانکو. سن. وَڪَرَ) بهادر - بانڪو - سورهيه - سُورمو - پهلوان - دلير - جوڌو - قتوي - ٻلوان - سُور وير - جرئت وارو - ڏيا وارو. (صفت). ڏنگو - ٽيڙو - مُڙيل - وَريل - ڦِڏو.

- وَنڪِي ۽ وَنڪِيُون (ڪ): ث. اسم. ننڍڙي ڪُنڊار - ڪُنڊارڻي. (سن وَرُ = وڻ) وڻندڙ.

● وَنڪُ ۽ وَنڪُون: ث. اسم. نيڙي - نيرگهٽ - ڳچي - ڳلو - نيرگهوٽو. چيلهه - ڪمر. (سن. وَڪرَ = ڏنگو - ڪمان - محراب - ڍاٽ. دروازي مٿان سرن جو ٺهيل اڌ گول. ڀَل - موري. مٿٽر وارو هنڌ و - مٿٽر. (سن. واجَه = طاقت > واجَنُ = گهوڙو > واجي ڪرڻم = شهوت وڌائيندڙ) قلعيءَ يا ٻئي ڪنهن ڌاتوءَ جو ٺهيل ڪشتو - ڪڪ، جو قوت باه وڌائي.

● وَنڪُ ۽ وَنڪَ: ذ. (سن. وڪر = ڏنگو) ڏنگ - پيچ - وڪڙ. (سن. ونڪ = ور) ور - وڪڙ - وراڪو - ڏاوڻ - ڍنگ - ڏاڻ. وهٽ کي ڏهڻ

وقت ھوئين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جي رسي. (سن. جنگھا= ٽنگ) گوشت جي ران جا ٽنگ کان جدا ڪئي ويئي ھجي. سُٿر جي ھڏي. ملھ وڙھڻ جو ھڪ ڏنگ - داءُ - اڙي. (سن. وڪر=ڏنگو) کوھ جي تري ۾ ڪاٺ جو رکيل گول چڪر - (جنھن چڪ مٿان گول ديوار ٺھندي آھي) ڪنھن به ٿيٽي جو ٻاھريون گول ڪنارو جيڪو ٽُم سان ارن وسيلي ڳنڍيل ھجي. کوھ جي ديوار ٻيھارڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺھيل گول چڪر - چڪرو - (ت). چڪ. نار جي ٻانڊيءَ جي پٽيءَ جو نالو. (صفت) ميلاپ - ڳانڍاپو - لاڳاپو - تعلقات.

- وَنڱ آتڻ (ت): ٻاسو خراب ٿيڻ.

- وَنڱ وَٽ: وڪڙ - ڀيچ - دام - ور.

- وَنڱ وِجھڻ: وڪڙ وجھڻ - ڀيچ ھڻڻ - اٽڪل سان ڦاسائڻ - ٻنگ ھڻڻ - انڪڙو ھڻڻ.

● وِنڱ: ث، عيب - گھٽتائي.

● وِنڱ ۽ وِنڱ: ذ. (سن. وڪر=ڏنگو) ڏنگ - ور - وڪڙ - ڀيچ - جھُڪ. عيب - سَقمُ - اوڳڻ - نقص - وِڪ - آوڻائي - ڀُوڻائي - گھٽتائي - وِڏ - حرڪت - اڙڏائي - ڪوُنسڦتائي.

- وِنڱَ وِنڱ: ڪمان وانگر ڏنگو - ڪماني - محرابي - محرابدار.

- وِنڱِرو ۽ وِنڱِرا: ذ. صفت. ونڱڙو.

- وِنڱِڙو ۽ وِنڱِڙا: ذ. صفت. ڏنگو - ٽيڙو - ڦڏو - چبو - ڏنگڙو - وڙ وڪڙ وارو.

- وِنڱ وِڱ: ذ. ڏنگائي - ٽيڙائي - ونگ ونگ - جھُڪ - ور - ڏنگ. وڪڙ. ور وڪڙ. ڏنگائي.

● وَنڱا (ت): صفت. وھٽن جي سڃاڻپ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

● وَنڱارڻ: مصدر. ھوڪارڻ - ٺڏڻ - للڪارڻ - چڪڻ - ٻيگار لاءِ سڏ ڪرڻ - آبت لاءِ سڏ ڪرڻ - چيڙ ڪرڻ - ونگار ڪرڻ.

- وَنڱار ۽ وَنڱارون: ث. اسم. آبت - چيڙ - ٻيگار.

- وَنڱاري: ذ. آبت لاءِ سڏيل ماڻھو - ٻيگاري - چيڙ لاءِ سڏيل.

● وَنڱارو: اسم خاص. تعلقي سڄاول ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● وَنڱاسڻ: مصدر. اراجڻ - سينگارڻ - آرائش - ٺاھ ٺوھ ڪرڻ.

● وَنڱائي ٻَري: اسم خاص. ٻري ٻڪريءَ جو ھڪ قسم.

● وَنڱائيتي جناتڻ: اسم خاص. ٻڪريءَ جو ھڪ قسم.

● وَنڱر: اسم خاص. ڪڇ ملڪ ۾ ھڪ ڳوٺ جو نالو.

● وَنڱِڙا: اسم خاص. مھاڻن جي ھڪ ذات جو نالو، جي ڪارين تي مڇي مارين.

● وَنڱُڙو ۽ وَنڱُڙا: ذ. اسم. انب وغيره ميوي چنڻ لاءِ ڪاٺيءَ ۾ لڳل انڪڙو - ڪُنڍو.

● وِنڱُڙو ۽ وِنڱڙا: ذ. صفت. (سن. وڪر= ڏنگو) ڏنگو. ورن وڪڙن وارو. ٽيڏو. ايڙو.

● وَنڱِڙِي ۽ وَنڱِڙِيون: ث. اسم. نار يا ھرلي جي ونگ - نار جو ھڪ جزو. ٻانڊيءَ ۾ ڏنگي ڪاٺي، جا ڦرھين کي ٻاھ ۾ ملائي. (ل). ٽوپي جو ھڪ قسم.

- وَنڱِڙِي ٽِي پَوڻ (ت): ڪنھن ڏک سبيان سمھي پوڻ.

● وِنڱَس ۽ وِنڱَس: ذ. صفت. وينگس - سياڻو - عقل وارو - وينجھر - عاقل.

● وِنڱسڻ: مصدر. (سن. ونڪ) ٻڌڻ - جوڙڻ - ٻنڌڻ - قابو ڪرڻ - سوگھو ڪرڻ.

● وَنڱڻ: مصدر. (سن. وڪڙ وڪر= ڏنگو) ڍور کي ڏھڻ لاءِ پوئين ٽنگن ۾ ڍنگ وجھڻ - ونگ وجھڻ - جڪڙڻ - ٻڌڻ - قابو ڪرڻ. ڏاوڻ وجھڻ. ڀيچ وجھڻ - وڪڙ وجھڻ - جانئو ھڻڻ - اڙي ھڻڻ.

"ونگيئي نه وارن سين تن ڳوڻرن جا ڳوڏا"
(شاھ)

- وَنڱ ۽ وَنڱ (ت): ذ. پابند - قيد - ڦاٿل - جڪڙيل.

● وِنڱ ۽ وَنڱ: ذ. درياءَ جو ڍورو - واھڙ. (ن - ب).

"ڪاري جئن ڪرن، ونگ مڙيئي واسيا"
(سکھڙ)

● وَنگڙيءَ ۽ وَنگڙيون (ل): ث. اسم شيشي جي ننڍي چوڙي.

● وَنگو ۽ وَنگا: ذ. اسم خاص. (ف. ماشوره) هڪ ميوي جو قسم – ڪڪڙي. هڪ ماڻهوءَ جو نالو. ٺٽ ۾ هڪ پاڳي جو نالو. ٺٽن جي ڏاڍن ڪان ڪات جا ٻه آنگها ملائي ٺاهيل ٻوٽاڙي – ٻوٽاڙو – ٻيلڙ (ل). منو درياءُ.

"ايسڙا اوڏ ٿي، وجهه وَنگهي ڪي ور"
(فقير احسان ڪڙياڻي شيخ)

نئين ڪوٽ کان ڏکڻ طرف ڏيپلي ۽ ٻدين تعلقن جا حصا. (ن – ب).

● وِنگو ۽ وِنگا: ذ. صفت. (س. وَڪرَ = ڏنگو) ڏِڱو – ٽيڙو – ڦڏو – مڙيل – آڏو – چٻو. خراب – ڏکيو – تڪليف وارو.

– وِنگائيءَ ۽ وِنگائيون: ث. اسم. ڏِنگائي – ڏنگ – ٽيڙائي – ڦيرُ – ڦڏائي – چٻائي – ڏنگاڻ.

– وِنگي ۽ وِنگيون: ث. صفت. آڏي – ڏِنگي – ڦڏي – ٽيڙي – چٻي – کهنڊ واري – وڪڙ واري.

● وَنگوڙيءَ ۽ وَنگوڙيون: ث. انٽ جو هڪ پرزو – چرخي جو هڪ پاڳو – انٽ جو ڏنگو پاڳو.

– وَنگوڙيءَ ٿيءَ وَڃڻُ (ت): ڏِنگو ٿي وڃڻ – ڦڏو ٿيڻ.

● وَنگ وَلهارَ: اسم خاص. ننڍي ٻاڪي وٽ هڪ اڪيلي ديهه جو نالو، جتي شاهه عبداللطيف رحه جا ماڻٽ رهندا هئا.

● وَنگيءَ ۽ وَنگيون: ث. اسم. ٻيل گاڏيءَ جي ڦيٿي جو ٻاهريون گول حصو. ٻانهيءَ جي سنهڙي ڪسي – ڏوري – ننڍڙي واهي – نالي. ونگهي جو هڪ قسم. هڪڙو لانئونءَ جو قسم. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور. (ن. بلوچ). (اسم خاص). تعلقي ننڍي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِنگيءَ: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– وَنگياڻيءَ: اسم خاص. ٻڪريءَ جو هڪ قسم – ڊگهي ڳچي ۽ وريل ڪنن واري ٻڪري. (ن. ب).

● وِنگيٽو: وِينگٽو.

● وَنگڙُ ۽ وَنگڙَ: ذ. اسم. خصيه ڪنيل ڏگو. ٿلهو متارو – ڏانو منو – ڏينگ.

● وَنو ۽ وَنا: ذ. اسم. گهوٽ – مڙس – خاوند – پتار – پتي – شوهر – وَنون.

– وَنون: ذ. اسم. ونو. ٻنو – ٻرو.

● وَنواهه ۽ وَنواهَ: ذ. اسم. (س. وَرُ = مڙس چوندڻ) شاديءَ جي تياري – وَناهه – وَلهه.

● وَنءُ: ظرف. پري – ڏور – ڏور – وَنئين.

– وَنءُ وَڃڻُ: پري رهڻ – دور رهڻ – پري پڃڻ – ڏور رهڻ.

● وَنهه ۽ وَنهَ: ذ. اسم. (س. وَرُ = مڙس چوندڻ) ڪنوار جو لِڪي ويهڻ. وَناهه – وَنواهه.

– وَنهڙو: ذ. ڪنوار جي لڪي ويهڻ جي جاءِ.

– وَنهڻ ۽ وَنهڻ: ذ. اسم. وَلهه – وناهه – وَنواهه.

● وِنهري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَنهڙو ۽ وَنهڙا: ذ. اسم. گهوٽ – لاڏو – وَرُ – ٻنو – مڙس – شوهر.

● وِنهتلو ۽ وَنهتلا (ت): ذ. صفت. تڪڙو – جلد – سِگهو – جهٽ پٽ – هڪدم – ته پهه.

● وَنهيو ۽ وَنهيا: ذ. صفت. شاهوڪار – ڪِروڙپتي – لکپتي – دولتمند – هِريو – آسودو – ڀاڳيو – ساڻو – ڏاتڻ – تونگر – دنيا دار – ڄوپ – مايا وند. سِرنديات – ڏاول – ڏئوندي – خوشحال.

– وَنهيائيءَ ۽ وَنهيائيون: ث. اسم. شاهوڪاري – آسودگي – دنياداري – تونگري – دولتمندي.

● وَنڙو ۽ وَنڙا: ذ. اسم. ڪيل – ڪير – ٻنڌي – ڪنڌري – ڪنڌي (لٽڪڻ جي). (اسم خاص). هوري مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● وَنُنُّنُ: اسم. وج. (صفت). هري.

- وَنُنُّنُ وَڃَڻُ: هري ٿيڻ.

● وَنُنُّڻُ ۽ وَنُنُّڻَ: ذ. اسم. (ف. ٻنبه) ڪپهه جو ٻوٽو.

● وَنُنُّنُو ۽ وَنُنُّنا (ت): ذ. صفت. ٻندرو- ڍِميڪو- ڍِمِنو- ڍِيُمِيٽِي- چوٽو- ٻِستو. ٽيڪڙو.

● وَنِيءِ ۽ وَنِيُون: ث. اسم. ڪنوار- لاڏي- ٽِمِيءِ. (اک جي) ماڻڪي- پتلي- مردمڪ- اک جو تارو.

● وَڻُ ۽ وَڻَ: ذ. (سن. وَن = جهنگ) درخت- ورک- ٻوٽو. (ک). (سن. ويٽو) اين- نڙ.

- وَڻاچو ۽ وَڻاچا (ڪ): ذ. وڻ- درخت- ورک- ٻوٽو. ننڍڙن وڻن وارو جهنگ. وڻڪار.

"ڪرڪو وڻاجو ويڙهه ۾ ويا سب ورڪ"

- وَڻاهُ ۽ وَڻاهَ: ذ. وڻڪار- وڻاهُ- وڻراءِ- گهڻا وڻ- وڻن جا جهڳٽا. ويءِ وڻ.

- وَڻاهُ ۽ وڻاهَ: ذ. وڻاهه.

- وَڻ ٽِڻَ ۽ وڻَ ٽِڻَ: ذ. وڻن جو ميڙ- وڻ- ٻوٽا- وڻراءِ- وڻڪار. ٻوٽا ٻوٽيون.

- وَڻُ ٽيِڻُ: ڪارڪن جو ٻچي راس ٿيڻ.

- وَڻُ جهَڻُ: تڪڙو وڃڻ- ملڪ نيڪالي ملڻ. تڙجي وڃڻ. جلاوطن ٿيڻ.

- وَڻَ جهَرَ: وڏي واچ جا ١٩٠٢ع ڌاري آئي هئي.

- وَڻَ ڇانوَ ڪَرَڻُ (ڪ): ڍِنگهرن جي ڇانو هيٺ اجهو ڪرڻ- ڍِنگهرن ۾ گهر اڏي پناهه ۾ رهڻ- وڻن جي هيٺ پڙدي ۾ رهڻ. مڙس ڪرڻ- پتار ڪرڻ- پتي ڪرڻ.

- وَڻَ ڇانوَ وِهڻُ: ڪنهن جي اجهي ۾ ويهڻ- ڪِٿي پناهه وٺڻ. ڪٿي گذران ڪرڻ.

- وَڻِراهِہ ۽ وڻِراهہ: ذ. (سن. ون=وڻ+ راهي=قطار) وڻن جي قطار. واٽن جي پاسن کان وڻ- وڻراءِ- وڻڪار- وڻاهه. جهنگل- پيلو، ڪينجهر ڍنڍ جي آسپاس پيلا لڳا پيا آهن.

- وَڻِراءِ: (سن. ون=وڻ) جهنگل- جتي گهڻا وڻ هجن.

- وَڻِڪارَ ۽ وَڻِڪارُون: ث. وڻن جي ڇانو- ٽڏڪار- وڻن جو جهڳٽو. وڻراهه- لس ٻيلي ۾ هڪ جبل جو نالو، جتان سسئي کي ٻنهون جي ڳولا ۾ لنگهڻو پيو هو.

"جڪس ياد ڪئاس، ور وجي وڻڪار ۾"
(سُر آبري- شاهه)

- وَڻُ ڳهوڙُو نہ ٻڌَڻُ: ششدر ٿيڻ- سخت تڪليف ٿيڻ. آچائي ڪٽڻ- تپائي ڪٽڻ- آزارڻ- ڏڪائڻ- رنجائڻ. بلڪل ظاهطي ڪان ٻاهر نڪري وڃڻ. تمام گهڻي تڪليف ڏيڻ. ايذائڻ. ستائڻ.

- وَڻِنِ ۾ وات وِجهڻُ (ڪ): چِتسو ٿيڻ- چريو ٿيڻ- چڪ پائڻ.

- وَڻَ وَڃائِڻُ: تڪليف ڏيڻ. پريشان ڪرڻ. ناڪامياب ڪرڻ- مٿي مان هوا ڪيڍڻ. انتظار ڪرڻ. جواب ڪان ٻي جواب ڪري ڇڏڻ- لاجواب ڪري ڇڏڻ.

- وَڻَ وَڃَڻُ: ڏاڍو نقصان رسڻ- ڇيهو پهوڻ.

- وَڻَ وَڍائِڻُ: نپٽ پاڙ پٽڻ- بنياد ڪيڍي ڇڏڻ- دربدر ڪري ڇڏڻ- ناس ڪري ڇڏڻ- رُلائي ڇڏڻ- نابود ڪري ڇڏڻ- اصليت گم ڪري ڇڏڻ.

= وَڻَ وِلَهَا ڪَرَڻُ: سڃ ڪرڻ- ڏک ڏيئي وڃڻ- ويران ڪري وڃڻ- دربدر ڪرڻ. (زال جو) مڙس مري وڃڻ- وڌوا ٿي وڃڻ. بيواهه ٿيڻ.

- وَڻَ وَڻَ جِيءَ ڪاٺِيءَ: ڀانت ڀانت جا ماڻهو- نموني نموني جا ماڻهو- فرقي فرقي جا ماڻهو. جدا جدا ذاتيون، قومن، شهرن ۽ ديسن جا ماڻهو. جدا جدا ماڻهو. نموني نموني جا رهاڪو.

= وَڻَ وِيڙهِيءَ: هڪ ول جو قسم، جو وڻن کي ويڙهي ويندي آهي- (هي مشهور ول آهي، شاخون ان جون نوڙي وانگي وڻن کي ويڙهي ويندي آهن، ان سنها ڳڙ جي پنن جهڙا، گل زرد ڪندي آهي) ٻي ٻاڙي.

- وَڻَ هُرِيو ۽ وَڻَ هُرِيَا: ذ. ڳالهڙ- نورنڙو.

- وَڻَ هَٿَنائِڻُ (ڪ): ڪوڙا وعدا ڏيڻ- ڏوڪو ڏيڻ- دغا ڪرڻ- گمراهه ڪرڻ- ٻتال ڪرڻ.

▬ وَٽَ هَڻَڻُ (ڪ)؛ ٻنيءَ جو جهنگ ڪَپِڻ – ڪَرڙ ڪَنبڙو وڍي ڇڏڻ. وٽ وڍي صاف ڪرڻ. ميدان صاف ڪرڻ.

▬ وَٽِيُ ۽ وَٽِيُونُ؛ ث. جهُمَٽُ – ويڙهه – ڪهاڻي وٽي – جوهو – جکهٽو.

● وِٽائو ۽ وِٽائا؛ ذ. ڇپارو – وِچارو – اهِلَ – وات تي ٻَرڻ – ساکي ريت ڪرڻ – نقل ڪرڻ.

● وِٽاڇڻُ (ڪ)؛ مصدر. ڏکوئجڻ – رنج ٿيڻ – ڪاوڙجڻ – غصي ۾ اچڻ – ڏمرجڻ – ناراض ٿيڻ. ايذائجڻ. (وٽاڇيو – وٽاڇيندو – وٽاڇيل).

● وِٽاڇو ۽ وِٽاڇا (ڪ)؛ ذ. ڪاوڙيل – رنج ٿيل – ناراض ٿيل – ڏکوئيل – ايذائيل.

● وِٽاسَ ۽ وِٽاسُون (ڪ): ث. رِيس – حسد – هَٺَوَس – دل ڪرائي. پِٽَ – بد دعا. اڻ سَهُو – مَ سَهُو. (ت). پاڳو – پٽي – حصو – ونڊ – ڦاند – ورڇ – ٻخرو.

● وِٽاسُ: ذ. (سن. وِناش) وِٽاءُ – وِٽاهه. خون خرابي. جهڳڙو.

▬ وِٽاسُ ڪَرَڻُ: جهڳڙو ڪرڻ. ڳالهه جو ڳالهوڙو ڪرڻ. اجايو وڌاءُ ڪرڻ.

● وَٽاڪَ ۽ وَٽاڪُون (ٽ): ث. تاڻيءَ کي اوري پري ڪرڻ لاءِ رسي سان ٻڌڻ واري ڪاٺي.

● وِٽانڊِ ۽ وِٽانڊُون (ڪ): ذ. ڏڦير – ڦيٽاڙو – اٻٽ – بد سلوڪي. جهيڙو – ڦڏو. منافقي – ٻِچاپڙائي. ڏوتپائي. ناسازي.

▬ وِٽانٽُون (ڪ): ذ. ڦيٽاڙو – ڏڦيڙ – بگاڙو – اٻٽ – ناسازي. رنڊڪ – روڪ – آڏ.

▬ وِٽاءُ ۽ وِٽاءِ؛ ذ. (سن. وِناشَ) خون – خونريزي. هاڃي – نقصان. جهڳڙو – لڙائي. خوف – خطره. ڇيهو – جوکو. دشمني – وير – وروڌ. ناسازي – بد سلوڪي – اٻٽ. وٽاهُ.

▬ وِٽاءُ ڪَرَڻُ؛ حرڪت بازي ڪرڻ – جهڳڙو ڪرڻ. ننڍيءَ ڳالهه کي وڏو ڪرڻ. شرارت ڪرڻ. ڏڦيڙ وجهڻ – بگاڙو وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ – روڪ وجهڻ – آڏ وجهڻ – ڦيٽاڙو ڪرڻ. برباد ڪرڻ – ناس ڪرڻ – نابود ڪرڻ.

▬ وِٽائو ۽ وِٽائا (ڪ): ذ. ڏڦيڙ – ڦيٽاڙو – بگاڙ. رنڊڪ – روڪ – اٽڪاءُ.

● وَٽائِڻُ: مصدر. (سن. وَرُ = چونڊڻ) پسند ڪرائڻ. سنڌ ملائڻ. (وٽايو – وٽائيندو – وٽايل).

● وِٽاهُ ۽ وِٽاهَ: ذ. وٽاءُ – ڪيسُ – جيوَ هٽيا – خون. هٽيا – مردم ڪشي. ضرر ناڪ. هڪ وڏي ويڙهه. ضرر – زيان – هاڃو – نقصان – ڇيهو – جوکو. گناهه – ڏوهه – پاپُ – ظلم. فسادي – فتنه انگيز.

▬ وِٽاهُ ڪَرَڻُ: وٽاءُ ڪرڻ. گناهه ڪرڻ – پاپ ڪرڻ – ڏوهه ڪرڻ – جيوَ هٽيا ڪرڻ.

▬ وِٽاهُ وجهَڻُ؛ دشمني وجهڻ – ويرُ وجهڻ. ناسازي ڪرڻ – اٻٽ ڪرڻ. ڏڦيڙ وجهڻ.

▬ وِٽاهِجَڻُ؛ (سن. وناش) ناس ٿيڻ – چٽ ٿيڻ – برباد ٿيڻ – نابود ٿيڻ.

▬ وِٽاهِيُ ۽ وِٽاهِيُ: ذ. خوني – قاتل – هتيارو – هچارو – ڪاري کهاتي – موتمار – بي رحم – ڪاسائي.

● وَٽَتِ ۽ وَٽَتُون: ث. پسندي. پيار – محبت – آلفت – چاهُه – موهُه – پاءُ – پريت – پريم – ارواح – سنيهه – آڪنجهر – ناهه – ايڪتا – ٻَٽت. پسندي – پسندگي – مرضي – خيال. آڪنڊ.

▬ وِٽِتَلُ: خراب ٿيل – ڪريل – ڪِنو ٿيل – گندو ٿيل. نڪارُ.

● وِٽِتَ ۽ وِٽِتُون: ث. چال – چلت – هلٺي – چلٺي – روش.

● وِٽَتَ ۽ وِٽَتُون: ث. خراب ٿيل – ڪِنو ٿيل – گندو ٿيلَ – ڪريل. وڻاريل.

● وَٽَپَ ۽ وَٽَپُون: ث. وَٽَت – پسندي – مرضي – خواهش – اِڇا.

● وِٽَتَ: ث. ڳارڻ جي حالت. ڪِنو ڪرڻ جي حالت – بِگاڙ.

● وَڻِجُ ۽ وَڻِجَ: ذ. (سن. ٻَڻِجَ = واپاري) واپار – ڏنڌو – ڪِرت – تجارت – سودو – سوداگري – جنس – وکري. وکرُ – مالُ. (وڻجارو لفظ انهيءَ مان نڪتل آهي، جو وري بگڙي ”واڻيو“ تي بيهي ٿو.)

= وَڏِجارَڪو ۽ وَڏِجارِڪا؛ ذ. واپارڪو- وڻجارڪو- واپارجو- وڻج وارو- تجارڪو. واپاري جو. واپار سان لاڳاپو رکندڙ.

= وَڏِجارو ۽ وَڻجارا: ذ. (سن. ٻڻج = واپاري). واپاري - سوداگر- وڻجارو- تاجر. وکر وارو- واپار وارو. واپاري. (ڪ). گلن وارو.

= وَڏِجائِڻُ: (سن. ٻڻج = واپاري). مال خريد فروخت ڪرائڻ - واپار ڪرائڻ - وڻائڻ - تجارت ڪرائڻ:

● وَڏِجَڻُ: مصدر. (سن. ٻڻج = واپار). مال خريدڻ- واپار ڪرڻ. خريد ڪرڻ - ڳنهڻ - ملهه وٺڻ. وڪامڻ. واپار ۾ ڪجهي وڃڻ.

● وَڏِجو: واپاري - خريدار - سؤدي وارو - تجارتي.

= وَڏِجُ وِهائِڻُ: خريد ڪرڻ - ڪهري وڻڻ - سودڻ.

● وَڻجهَ ۽ وڻجهُ: ذ. (سن. وانُجيُ= واپار). واپار- تجارت - بزنس.

= وَڏِدت: پاڻوڻدي - پنهنجي مرضيءَ واري - پنهنجي مرضيءَ موجب.

● وَڏِراهَ: ث. (سن. وَن = وڻ). اها جاءِ جت گهڻا وڻ هجن. وڻڪار.

= وَڻس ٻِتِيُ: وڻ ڏڻ.

● وِڏِسڻُ (ڪ)؛ مصدر. غمگين ٿيڻ - جهڄڻ - ڏک ڪرڻ. "جيئن":

"جيئن ماڻهو ڏينس مهڻا تيئن وڏسي ويچاري."

(وڏيسو - وڏسند و - وڏسيل).

وِڏِسن؛ خوش ٿين.

● وِڏِس ۽ وِڏِسُون؛ ث. گمراهي - ڀُلَ ڀ - ويسر. (ڪ) کيجٽو - کٽ. جهوري - جهڄ.

● وِڏِسائِڻُ؛ مصدر. گمراهه ڪرڻ - ڀلائڻ - ڀٽائڻ - ڦسلائڻ - ڀرمائڻ. (وڏسيو - وڏسند و- وڏسيل).

= وَڏِسائِيُ ۽ وِڏِسائِيُون (ڪ)؛ ث. جهوري- ڏک - ڳڻتي - فڪر - غم.

= وِڏِسِجَڻُ: خراب ٿيڻ - گند و ٿيڻ - ڪنو ٿيڻ.

= وِڏِسِيَلُ ۽ وِڏِسِيَلَ (ڪ)؛ ذ. بدليل شڪل وارو - بدشڪلو - اڌ پورو - چند ڪريو.

● وَڏِڪَ ۽ وَڏِڪُونُ (ڪ)؛ ث. خبر - سُڌ - سُراغ - ڪِڙڪ. ڪڻڪ. (ڪ). (سن. ونُڪ = رنگ) ونڪ - رنگ - نمونو - قسم. وقت.

● وَڏِڪار ۽ وَڏِڪارُون: ث. هيءُ لسٻيلي جي آتر- آڀرندي طرف، کيرٿر جبل جي قطار سان گڏ هڪ ڳوٺ آهي، جتان نئن باران نڪري ٿي.

● وَڏِڪارُ: ذ. وڻن جو جهڳٽو. وڻن جي ڇانوَ.

= وَڏِڪَرُ ۽ وَڏِڪَرَ (ٿ): ذ. ڪوري (ڪپڙي اُڻڻ واري ڪي ڇٻو آهي.)

● وَڏِڪَ ۽ وَڏِڪُونُ (ڪ)؛ ث. ٿورو ڏَسُ- پتو - خبر - سُڌ - سراغ - ڪِڙڪ.

● وَڏِنائِڻُ: مصدر. ورنائڻ. ڏيان ڏيڻ. ڏيان سان ٻُڌڻ. جيڪو عزت ڪري، سوٽ ۾ آن جي عزت ڪرڻ. سمجهائڻ - کولي ٻڌائڻ - نروار ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - ارٿ ڪرڻ - بيان ڪرڻ - ورنن ڪرڻ - چوڻ.

= وِڏِنڊ ۽ وِڏِنڊِيُون؛ ث. ڪرت جي ڏندن کي ورائڻ جو هڪ اوزار- ڪارائيءَ جي ڏندن سڌي ڪرڻ جو هڪ اوزار.

= وِڏِنڊ وَراڻِيُ؛ ڏند ورائي. ڪارائيءَ جا ڏندا سڌا ڪرڻ.

= وَڏِنڊَڙُ ۽ وَڏِنڊَڙَ: ذ. سهاجهو - وَسَن جهڙو - هرد لعزيز- سهاجهڙو - ڪيل مُک - موهن. پسند پوندڙ - پانءِ پوندڙ.

= وَڏِنڊِيُ تي هُجَڻُ: پسنديءَ تي هجڻ - رضامنديءَ تي هجڻ - مُکياري هجڻ.

● وَڏِڻُ؛ مصدر. (سن. وَرُ = چوندڻ) خوش لڳڻ - خوش ڪرڻ - پسند ڪرڻ - پسند پوڻ. مرضيءَ تي ڪرڻ. راضي ٿيڻ. سٺو ڏسڻ ۾ اچڻ. پائڻ - (ڪ). چنبڙڻ - چهٽڻ. لڳڻ. "وڇون پير ۾ وڏي ويو."

= وَڏِيُ ڪائِڻُ؛ پاڻ ۾ فيصلو ڪرڻ - ٻن ڄڻن جو پاڻ ۾ نبيرو ٿيڻ - هڪ ٻئي سان ناهه ۾ اچڻ. راضي نامو ڪرڻ.

● وَڏُو ۽ وَڏا: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻج. جبلن ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ وڻ جو

قسم (جنهن جو ميوو ڪاري رنگ جو مٽر جيڏو ٿئي، کهٽو ڪري پڪڙن سان کڏي کائجي ٿو).

● وِڻُو ۽ وِڻا: ذ. (پرا. وڻ: سن. ورڻ = زخم) زخم - چير - کهاءُ. زخم جو نشان. دل جو ڏک. ڪارگند - ٻڪوات - اجائي ڳالهه - ڪٺو چٽڻ. گندي گفتگو. (ت). طعنو - مهڻو - ڏوراپو. (ڪ). وير - دشمني - عداوت.

- وِڻون (ڪ): ذ. ڦڏو ڪري عيوضو ڪرڻ جي حالت. بدلو پاڙڻ جي حالت. ويساهه ڏيئي بدلي وٺڻ جي حالت (ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ڪا رقم رهيل هجي ۽ هو ڏيڻ ڪان نٽائي، پوءِ ان جي مائٽ يا ذات واري کي ويساهه ڏيئي ان ڪان مال وٺي، پوءِ جواب ڏيئي ڇڏڻ واري حالت).

- وِڻُو وِجهڻ: زخم ڪرڻ. گاريون ڏيڻ - گندي گفتگو ڪرڻ - گندو ٻولڻ. بد شد ڳالهائڻ.

- وِڻوائندُ ۽ وِڻوائندَ: ذ. صفت. (سن. وچن + وان) خراب ڳالهائيندڙ - گندو ڳالهائيندڙ. نالائق - نِڪمو - بي افعالو - خراب لڇڻ وارو - نيچ - ڪمينو - ڪوڙو - لُفنگو - بدمعاش - لُچو - گُڻ هيڻ - ناخلف - نامراد - ڪسرڪ - ٻچڙو. (ل). هچاري - نياڳو - ڪمبخت - مهڻي باز - طعني باز. ٻتال - بي ڍنگو - بدهلت. نقصان. اجايو - ضايع.

- وِڻوائندُ ٿيو وڃڻ: خراب خوار ٿيڻ - لُفنگو ٿيڻ - بدمعاش ٿيڻ - مهڻي هاب ٿيڻ.

- وَڏون (ت): ذ تَ. جهنگلي ڦَلُ آهي، جو کائبو آهي. هڪ وڻ جو نالو.

● وِڻيو ٿيڻ، وِڻيو ٿيو وڃڻ: ڏاچيءَ جو سگوئجڻ بعد کير کٽي وڃڻ. (ن - ب).

- وِنيچ ۽ وَنيچ (ت): ذ. ٿر ۾ لنب جهڙي نموني جو، پر ڊگهو گاهه جنهن سان ٻُهاريون ناهجن ٿيون.

● وو: حرف ندا. بي معنيٰ لفظ جو آواز متي ڪڻڻ ۾ مدد ڪري - او - اڙي - ڙي. ڳائڻ ڪي پوري سُر وٺائڻ لاءِ هڪ واڌو لفظ.

● وِواد: (سن. وَد = ڳالهائڻ) ڳالهائڻ - ٻڪوات. بحث.

● وِوالُ: (سن. ديون جي ڳاڏي - ديوتائن جو رٿ. اِنْدَ ڪنولي - وماڻ.

● وِواهُ ۽ وِواهَ: ذ. (سن. و = وشيش يا چڱيءَ ريت + وهه = ملائڻ). ونئي اچڻ - کهوٽ ۽ ڪنوار کي چڱيءَ ريت ملائڻ - کهوٽ جو ڪنوار کي چڱيءَ ريت ونئي اچڻ. وهانوَ - شادي - کهوٽ ڪنوار پرڻائڻ.

● وَوٽُ ۽ وَوٽَ: ذ. (انگ). راءِ - خيال - مرضي. شمار.

- وَوٽرُ ۽ وَوٽرَ: ذ. راءِ وارو - خيال وارو - مرضي وارو - ووٽ وارو.

- ووجهو ٿيڻ (ت): جهڙي نموني جو ماڻهو هجي اهڙي آن سان ڪار ٿئي.

● وَورا: (نومسلم). ذات - پاڙا. (١) پرمل، (٢) کهيي، (٣) هالائي، (٤) ڪيري، (٥) راتيا، (٦) هڪرا.

● وورو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - وڻرو.

- وَوُرجيو وڃڻ: بدچال ٿيڻ - بي ڍنگو ٿيڻ - گندو يا خراب ٿيڻ - ڪمينو ٿيڻ - لچو ٿيڻ - لفنگو ٿيڻ.

● وَوَرڻُ: مصدر. (پرا. واواد). وقت گذارڻ - هر حال تي شاڪر رهڻ. وقت ڪاٽڻ.

● وَوَرڻُ: ذ. (سن. وِورڻ). حال احوال - ڪيفيت - وچور.

● وَوَڙڻُ: مصدر. (ل). (سن. آنوِيشڻ). ڳولڻ - ڦولڻ - پڇائڻ - جاچ ڪرڻ - تپاس ڪرڻ. وڃايل شيءِ لاءِ اوري پري جاچ ڪرڻ. (ووڙيو - ووڙيندو - ووڙيل).

● وَوَڙَ ۽ وَوَڙون: ث. ڳولا - جاچ - ڦولها - وڙول.

- وَوَڙپَ ۽ وَوَڙهون: ڳولا - ڦولها - جاچ - وڙول - تپاس.

- وَوَڙين: ڳولين - جاچين - ڦولهين.

- ووڙيو: ڳوليو - ڦولهيو - جاچيو - تپاسيو.

● ووڪڙي: ث. ٿوري وقت لاءِ ٺهيل بند - وڪڙو.

● ووُڪَڻُ: مصدر. (سن. آتُ=متي + ڪر(ي) =آواز ڪرڻ) رڙ ڪرڻ - دانهن ڪرڻ - ڪيڪات ڪرڻ - ڪوڪون ڪرڻ - رانيات ڪرڻ - راڙهون ڪرڻ. (ووڪيو - ووڪيندو - ووڪيل).

- ووڪَ ۽ ووڪُونُ: ث. واڪو - دانهن - رڙ - ڪُوڪ - ڪِيڪات - رانيات - راڙهہ.

● وونٽڻُ: مصدر. (جهنڊي جو) لهرائڻ - ڦڙڪڻ. (وونٽيو - وونٽيندو - وونٽيل).

- وونٽو (ڪ): پتي - حصو - پاڳو.

- وونٽيُ ۽ وونٽيُ: ث. جهنڊي - ننڍو جهنڊو. ٻانٽي.

- وونڪو ۽ وونڪا: ذ. مغرور - هٺيلو - ايماني - مجازي - آڪڙيل - دماغي - هٺي - اراوندو - عدول حڪم. عاق - سرڪش - شتر بي مهار. بهادر - سورمو - سورهيہ - سورويہ - جوڌو - جُنگ - ڪوہو.

● وونُ ۽ وونَ: ذ. ڪپهہ پيدا ڪندڙ ٻگهو ٻوٽو - سنڌ ۾ خريف جو خاص فصل.

- وونٽانيُ ۽ وونٽانيُون: ث. وونٽن جي سڪل ڪاٺي.

- ووڻانا: ونٽن جون ڪاٺيون.

● ووهہ رَچَ (ث): تاڃيءَ جي تندن کي هيٺ متي ڪرڻ لاءِ هڪ اوزار. رچُ.

- ووهہ جوُ ڪَڙوُ (ث): تاڃيءَ جي هڪ حصي جون تندون هن ۾ پيل هونديون آهن.

● ووءِ: ث. ندا. هاءِ - گهوڙا - افسوس. واهہ - اڙي. ڏک جي ٻولي.

- ووءِ ووءِ: روئڻ ۽ راڙو - آزي نيزاري - هاءِ هاءِ - گهوڙا گهوڙا - افسوس افسوس - واءِ واءِ.

● ووئِڻُ: مصدر. ڦاٽڻ - ڪوڪڻ - ٻاڪارڻ - ڪوڪارڻ - رڙڻ - ٻُرڻ - ٻڙڪڻ.

- وُوءِ: رڙ - دانهن - ڪوڪ - ڪيڪ - ڪِيهہ - ڪوڪات - رانيات - ريهات - ٻوڪ - راڙهہ.

● وِوِيڪَ: ذ. (سن). ويچار. سَتُ ۽ آستُ جو ڀيد ڄاڻندڙ. ضمير - اندروارو - امتياز - ساڃاهہ - سڃاڻ - وويچنا - پرک - سمجهہ - شناس.

- وِوِيڪِيُ ۽ وِوِيڪِيُ: ذ. وويڪ جو - وويڪ وارو - ايماندار - خدا ترس - ڌرم تي هلڻ وارو. آگاهہ - واقف.

● وَهُ: حرف ندا. (ث). واه ! - شاباش - شاباس - (شاد باش) تعريف - خوشي.

- وَهُ وَهُ: خوشيءَ جو اظهار - شاباش - تمام چڱو - ڀلي. وَجُ ! - هَڻُ !.

- وَهہ واهہ ٿِيُ وَڃَڻُ: ساراهہ ٿيڻ - تعريف ٿيڻ - واکاڻ ٿيڻ - شاباس ٿيڻ - جَسُ ملڻ - آفرين ناما ملڻ - خوشي ٿيڻ.

● وَهہ ۽ وِهُونُ: ث. (سن. وَما = چربيءَ) ڪاهہ سٿيي شيءِ) ڪاهہ سٿيي شيءِ. ميڄو (مڄيءَ جي) چربي - مڄيءَ جو تيل - وهوءَ - سٿپ.

- وَهہ ڀوَڻُ: وڙهڻ - نہ مڃائڻ - بي حيا ٿين. (ڪرن سان ڪلڻ پيو وَهہ ورن مين).

- وَهہ چاڙهَڻُ: چربي چاڙهڻ - مست ٿيڻ - جوان ٿيڻ - ٿلهو ٿيڻ - متارو ٿيڻ. بي پرواهہ ٿيڻ - لاغرض ٿيڻ.

- وَهہ چڙهَڻُ (ڪ): چربي چڙهڻ - ٿولهہ چڙهڻ - متارو ٿيڻ. مستي چڙهڻ - شهہ ۾ ٻوڻ.

- وَهہ لَهڻُ: غريب ٿي وڃڻ - ڪنگال ٿي وڃڻ - مفلس ٿي وڃڻ - سڃو ٿي وڃڻ. ناتوان ٿي وڃڻ - ڀَرَ ڪَسِي وڃڻ.

● وَهُ: ث. (سن. وَما = چربي) ڪاهہ سٿيي شيءِ. چربي. طاقت. ٻتلُ. (سن. وَهُ = وهڻ؛ واه = ڪوشش ڪرڻ) رستو - ڍنگ - طريقو - قسم.

● وَهُہ ۽ وَهہ: ذ. (سن. وَهہ = وَهڻُ) وهڪرو - وَهڪَ (پاڻيءَ جي). درياءَ جي سير. قسم - نمونو - پرڪار - طاقت - زور - پيڙ - محبت جو مَچُ. (ڪ). تيز سمنڊ. محبت - نينهن. ڪاڏو. دوستي. جوش - تِڪَ (ل). حالت. عادت - خيال. (سن. وَش) اشتياق - آڪير - عشق جي مستي - جوش يا جذبو.

"راول رَتو رُئين، ڪو وَهُ لڳو واسُئين"
(سر مومل - شاهہ).

● وَهِہ: وهڪرو - تيز رفتار - جوش - زور - تِکُ - عشق جي تِکَ. شوق - ڪاڏو. واٽ - رستو - واهہ. طاقت. حالت - نمونو. مباحثہ - بحث - ضد.

"ساوڻ سيارو پانئيان، وَهہ پريان جي وِي"
(سر سهڻي - شاهہ).

- وَهِہ ۾ هَئِيُ: جنبش ۾ هئي - جوش ۾ هئي - شوق ۾ هئي - عشق ۾ هئي.

● وِهُہ ۽ وِهہ: ذ. (سن. وِش) زهر - وِک. موت آڻيندڙ دوا. رمز - زور. (سر ڪلياڻ - ق د ل).

- وِهُہ ٿِيَڻُ (ڪ): ڀِتُ ٿيڻ. زهر پوڻ - وِک پوڻ. ضد پوڻ - بحث پوڻ - خار ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪَڪ ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.

- وِهہ پَوَڻُ: ڀِتُ پوڻ - زهر پوڻ - وِکُ پوڻ. ضد پوڻ - بحث پوڻ.

- وِهُہ پِيَڻُ: نقصان سهڻ - ڇيهو سهڻ - ٽوٽ سهڻ - خسارو سهڻ.

- وِهُہ جا ڍُڪَ پِيَڻُ (ڪ): تڪليفون سهڻ - ڏک سهڻ - ڏاڪڙا سهڻ - ڏک ڪاٽڻ. اهنج ڪاٽڻ - ڏک ڀوڳڻ - ڪيتو لوڙڻ.

- وِهِرُ ۽ وِهِرَ: ذ. زهري - زهريلو - زهردار - وِک وارو.

- وِهہ ساءُ ۽ وِهہ ساءَ: ذ. زهر جي سواد جهڙو - زهريلو - نهايت ڪَوڙو - تمام ڪَوڙو.

- وِهہ سِئِنُ وَهائڻُ: زهر ڏيئي مارڻ - وِهہ ڏيئي ڀورو ڪرڻ. مهڻن سان مارڻ - طعنن سان ٽپائڻ - اعتراض ڪرڻ - نڪتہ چيني ڪرڻ - ٽوڪون هڻڻ.

- وِهہ ڪَيڍَڻُ: زهر ٻاهر ڪيڍڻ - ڀِتَ واريون زهريليون ڳالهيون ڪرڻ - وِکُ ٻاهر ڪيڍڻ.

- وِهہ کائِڻُ (ڪ): نقصان سَهڻ - ڇيهو سَهڻ - ٽوٽ سَهڻ.

- وِهہ گاڏُٿُونُ: ذ. زهر مليل - زهر گڏيل.

- وِهہ گاڏِيُونُ: زهر گڏيل - وِکُ گڏيل. قاتل.

- وِهہ ماڪِيُ ڪَرَڻُ: زهر کي ماکيءَ جهڙو مٺو سمجهڻ - ڏُک کي سُک ڪري ڀوڳڻ - ڏُک ڏولائو خوشيءَ سان سهڻ.

● وَهّابُ: ذ. (ع). گهڻو بخشيندڙ - خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو - خدا تعاليٰ.

- وَهاب شاهِيُ آنَ: ث. ڪرمانَ جي رِڍن جي پشم، اصطلاحا وهاب شاهي آنَ مذهبي آهي ۽ آن منجهان آڻيل شالون تمام اعليٰ درجي جون ٿينديون آهن.

● وِهائڻُ: مصدر. (سن. وِهتَ = زور سان هڻيل = مارڻ) بيمار ڪرڻ - زهر ڏيڻ - زهر وجهڻ - وهائي مارڻ. پَرُ ڪري مارڻ - پَرُ ڪري هڻڻ - اورائڻ - منجهائڻ - ڀوسائڻ. موڳو ڪرڻ. بيمار ڪرڻ. نهوڙڻ - غش ڪرڻ - بيهوش ڪرڻ - بيهوش بنائڻ. مُنجهائڻ - موڳو ڪرڻ - ڳهر ۾ وجهڻ. هٿي ڀورو ڪرڻ. گهُٽڻ. تمام گهڻو نشو ڪرڻ. (شاهہ صاحب جي ڪوهياري ٣ - ٦ ۾ ٻهرين معنيٰ سان لفظ ڪم آندل آهي). (سر ڪلياڻ). (وهائيو - وهائيندو - وهائيل).

● وِهائِجَڻُ (ڪ): مصدر. زهر جو اثر ٿيڻ - ڀِتُ پوڻ - وِکُ ٿيڻ.

- وِهائُو ۽ وِهائِيَلُ: زهر جو ماريل.

"سِيئي لٿن سانگ، ٿئا وِهاتو وِهہ جا"
(خانزئي جمن).

- وِهائِيُ: ڦهڪائي - زور سان هڻي.
(ڏسو يمڻ ڪلياڻ ٦ - ١٠، سر ڪوهياري).

● وَهارُ ۽ وَهارَ: ذ. واهر ڪندڙ - واهرو - مددگار - وهر والي.

"وهار ڪيم وِسارِ، ماڻ سا نير رهي سڪار سنيار"
(فاضل شاهہ).

● وِهارُ ۽ وِهارَ: ذ. (سن. وِهار = ٻُڌ جو مندر) گوتم ٻُڌ جو مندر. مزي جي لاءِ گهمڻ ڦرڻ - هوا خوري ڪرڻ. هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ. جين ڌرم وارن جو مندر. ڪابہ جڳهہ يا جاءِ. ڪلهو. سارين جو رولبو.

● وِهارڻُ: مصدر. (سن. وِشُ = ويهڻ). ويهڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. ڪنهن کي ويهڻ لاءِ چوڻ. جاءِ ڏيڻ. مقرر ڪرڻ - ٽڪائڻ. ٻوڪڻ - کپائڻ. ڌرتيءَ کي ڌڪ هڻي متي جمائڻ. سينڌِ ي رکڻ. پوريءَ طرح پچائڻ. (سريت يا آپسي) رکڻ - (دل تي) ويهارڻ - جمائڻ. آٽ کي ڏاچيءَ تي چاڙهڻ. چڙهڻ. پورو ڪرڻ. عورت يا ڌيءَ کي گهر ۾ ويهارڻ. ٻهرو لڳائڻ. مدرسي ۾ داخل ڪرائڻ. (ويهاريو - ويهاريندو - ويهاريل).

● وِهارو ۽ وِهارا؛ ذ. ويهاروڪن - اٽڪل ويهه. ڏهن جي ٻيڻ.

- وَهارو ۽ وَهارو: ذ. واهر ڪندڙ - واهرو. مدد ڏيندڙ. واپاري - وڻجارو - سوداگر - تاجر - وِڇات.

● وِهاڳُ ۽ وِهاڳ؛ ذ. (سن. وِهاڳَ = آسمان ڏي ويندڙ پکي، ڪکر، تير يا ڪوبه گرهه). ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. پرڀاتي. وهاڳڙو - فراق - درد - غم - وڇوڙو. هڪ راڳڻيءَ جو نالو - صبح جي راڳڻي - پرڀاتي (هن ۾ سينگار - رس گهڻو آهي ۽ ڏادو). پڇاڙي - آخرتڪ. صبح تائين - گذرڻ تائين. پرڀاتي - گجري.

● وِهامڻُ: مصدر. گذري وڃڻ - لنگهي وڃڻ - پوري ٿي وڃڻ. (رات) ختم ٿيڻ. (وهاميو - وهامندو - وهاميل).

- وِهانڊَ ۽ وِهانڊون: ث. صبح جو وقت - پرهه ڦٽي وقت - باڪ ڦٽڻ جو وقت.

- وِهانوءُ ۽ وِهانوَ: ذ. (سن. وواهه. و = چڱي طرح + وهه = وٺي وڃڻ). شادي - پرڻو - وهانءُ.

- وِهانءُ ۽ وِهانءَ: ذ. (سن. وواهه. و = چڱي طرح + وهه = وٺي وڃڻ). شادي - پرڻو. وِصال. نڪاح. ونواهه.

- وِهانٽو ۽ وِهانٽا؛ ذ. وهانءَ وارو - شادي وارو - نڪاح وارو - پرڻي وارو. وهانءَ لائق - شاديءَ لائق.

- وِهانڄڻُ: وهانءَ لاءِ تيار - شاديءَ لاءِ تيار - پرڻجڻ لاءِ تيار.

- وِهانوءُ وڌاڻُ: شادي يا پٽ ڄمڻ جي خوشي. شاديءَ جون مبارڪون.

- وِهانٺيتو ۽ وِهانٺيتا: ذ. شاديءَ جوڳو - شاديءَ جو - وهانوَ جو.

● وِهاڻو ۽ وِهاڻا؛ ذ. (سن. وش = وهاڻو). گادي - گدي - سراڻو - تڪيو. بستري تي ڪنڌ رکڻ لاءِ سراڻو. گاڏيءَ جي ڌُريءَ هيٺان ڪاٺ جو ٽڪر مضبوط رکڻ لاءِ.

- وِهاڻو ڏيڻُ: بي پرواهه ٿيڻ - بالم ٿي ويهي رهڻ - ٻنا اون جي ويهي کائڻ.

- وِهاڻِي ۽ وِهاڻِيون: ث. ننڍڙو وهاڻو - تڪيي. بيل گاڏي جي سرائي ۽ منجي جي وچ ۾ پيل ڪاٺ جو کهٽڪو.

● وِهاڻِي ۽ وِهاڻِيون؛ ث. (سن. وِڀانم = پرڀات). پرهه ڦٽي - پرڀات - فجر. صبوح ٿيڻ تي. جهٽ ۾ - ڪِن ۾ - گذرڻ بعد - پوري ٿيڻ بعد. گذري - لنگهي ويئي.

● وَهائِڻُ: مصدر. (سن. وهه = ڍوئڻ). هلائڻ - وهائي ڇڏڻ - ڳاڙڻ - ڊوڙائڻ - اوتڻ - ڪيڏڻ - پلٽڻ. ڪمائڻ - واهڻ. (وهائيو - وهائيندو - وهايل).

- وَهائِي ڇڏڻُ: ڪم ۾ آڻي ڇڏڻ.

● وِهائِڻُ: مصدر. (سن. وِڌان). گذارڻ - لنگهائڻ - ڪاٽڻ - گهارڻ - (وقت) پورو ڪرڻ. خريد ڪرڻ - مُلهه ڳنهڻ - خريدڻ - وٺڻ - سودڻ - وڻجڻ. قرض کڻڻ - ڪٺت ڪسڻ. اختيار ڪرڻ - استعمال ڪرڻ. جهلڻ. (وِهائيو - وِهائيندو - وِهائيل).

- وِهائو ۽ وِهائو؛ ذ. خريدار - خريد ڪندڙ - وٺندڙ - سوداگر. هڪ تاري جو نالو - صبح واروتارو - ٻُڌ - عطارد - وهائو تارو. باک - پرهه ڦٽي.

- وِهائِي ۽ وِهائِيون: ث. اوڌر تي ورتل آن - قرض جي ڪٺت - اوڌر. کائڻ جيترو خريد ڪيل روزانو آنُ.

- وِهائِي پَنِلہ پائِڻُ: اوڌر تي ورتل آن پوتيءَ جي پلاندن ۾ ٻڌڻ - غريب هئڻ - مسڪين هئڻ.

- وِهائِيءَ جو ڪِلائِڻُ: ڇريي نموني ۾ ڳالهائڻ. ننڊ ۾ مُرڪڻ (ٻار جو).
- وِهائِيءَ اکهه ٻُڇڻُ: ٿيل ڪم واسطي جاچ ڪرڻ- اڄائي حالت ڏسڻ ۾ اچڻ.
- ● وِهتو ع وِهتا: ذ. وهنجڻ مصدر جو زمان ماضي.
- ● وَهِتُ ع وَهِتَ: ذ. (سن. وهه = ڍوئڻ). چوپايو مال- ڍور. سواريءَ ۾ ڪتب ايندڙ جانور. (صفت). ٻيڻير- گهٽو ڪائيندڙ. ڪم ڪوس.
- وَهِتُ ڏِسُ راکو هڻڻُ: چوراڻو مال هڻڻ.
- وَهِتُ وانو ع وَهِتُ وانا: ذ. سامان يا سواري وغيره کڻڻ لاءِ چوپايو جانور يا گاڏي.
- وهتِيُ ع وَهِتِيَ: ذ. وهتن مان چائندڙ- مال وارو.
- ● وَهتِڙِيُ ع وَهِتِڙِيُون (ت): ث. ويهاريل عورت. يارڙي- محبوبه.
- ● وَهِتڻُ: مصدر. ماپ ڪرڻ- وٺڻ- (ڪپڙي وغيره جي). وڍڻ- ڪترڻ (ڪپڙي وغيره ڪي). (وِهتيو- وِهتيندو- وِهتيل).
- ● وِهِتَ ع وِهِتُون: ث. ڪپڙي جي ماپ- وِٽت. تجويز- اٽڪل. بندوبست.
- ● وِهِچائِڻُ: مصدر. وينجهارڻ- ويچارڻ- مطلب پروڙڻ- معني پرکڻ. (وِهچائيو- وِهچائيندو- وهچائيل).
- ● وَهِدانِيُ ع وَهِدانِيُون: ث. يادگيري.
- ● وَهَرَ ع وَهَرُون: ث. واهر- مدد- سهائتا- پنيرائي.
- وَهُراڙو ع وَهُراڙا (ل): ذ. مددُو- مددگار.
- وَهُرُوُ ع وَهُرُوَ: ذ. صفت. مدد ڪندڙ- واهرُو.
- ● وِهُرَ ع وِهُرُون: ث. سمجهاڻي- تشريح.
- وِهُرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● وَهُراڙيُون: اسم خاص. تعلقي ڪيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● وَهُرڻُ (ڪ): مصدر. چوپائي مال جي ڦرجڻ جو وقت هجڻ- ڦرجڻ لاءِ ٻهرين لاڙ ڪرڻ- وَهورجڻ. (وَهريو- وَهربو- وَهريل).

- وَهُرُ ع وَهُرُون: ث. چوپائي مادي وغيره جي ڦرجڻ لاءِ پيدا ٿيل ڇِڪَ- لڳ جو خيال- چاڙو- شهوت- وڙُ- سُهڙ- ڪُڻ- لاڙو- (جانورن جو) جوش.
- وَهُرُ ٿِيڻُ: شهوت ٿيڻ- چاڙو ٿيڻ- وهرجڻ.
- وَهُرجڻُ: مصدر. ڦرجڻ لاءِ تيار ٿيڻ- ڇڪ ٿيڻ.
- وُهُرُ ڪٽڻُ: شهوت ٿيڻ- چاڙو ٿيڻ- جانور کي لڳ جو خيال ٿيڻ. عورت جو ٻري ڪم تي لاهي پاهي ٻيهڻ.
- وَهرون ڪرڻ: زور ڪرڻ. مٿان هڻڻ. زور مان وهڻ. آرام ڪرڻ.
- وَهُرِيَلُ ع وَهُرِيَلَ: ذ. وُهر وارو- لڳ جو خيال ڪندڙ. (صفت). خوشامدي- چاپلوس.
- ● وِهِرڻُ: مصدر. وِهراج ڪرڻ- ٻيجارو پو ڪڻ- ويراج ڪرڻ- رونبو ڪرڻ- وِپهر ڪرڻ- سلا هڻڻ.
- وِهِرِ ع وِهِرُون: ث. سارين جو ٻيجو- زمين ۾ لڳائڻ واري حالت- رولبو- وئراج- وهراج- ٻيجو- روت.
- وِهراجُ ع وِهِراجَ: ذ. وِهِر- رونبو- وئراج- روت.
- =وِهِراجُ ع وِهِراجَ (ڪ): ذ. وِهِر- وهراج- ويئراج- رونبو.
- ● وِهُرَڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ. (وِهِريو- وِهِرابو- وِهِريل).
- وِهِرِجَڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ- غصو ڪرڻ- شور ڪرڻ.
- وِهِرُ ڪَيَڻُ: فساد ڪرڻ- جهيڙو ڪرڻ- ڪاوڙجڻ.
- وِهِرِيَلُ ع وِهِرِيَلَ: ذ. صفت. ڦِٽل. ڪاوڙيل.
- ● وهُروُ ع وِهُرا: ذ. آرام ڪرڻ جي جاءِ. ساهي- فرصت- آرام. تڪڙو- جلد- زور.

"ڏورا ٻسي ڏور جي وئين وِهرو ڪري"
(شاهه ڪريم).

● وَهُرِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● وَهُڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (غالبا وَهُرِيا).
● وَهُڙو ج وَهُڙا: ذ. (هيم = وَهُڙو) ننڍي عمر جو ڏاند - لوجوان ڳاهو - ڏنديل ڳاهو - سانُ. (صفت). شاهوڪار - تونگر - امير - لکپتي. (ث. وَهُڙي ج وَهُڙيُون).
- وَهُڙو ٿيڻُ: جوان ٿيڻ - ٽلهو ٿيڻ.
● وَهُڙيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● وِهسَڻُ: مصدر. (سن. و = تمام + هسن = کلڻ) تمام گهڻو کلڻ. خوش ٿيڻ - سرهو ٿيڻ - ڳد ڳد ٿيڻ - مُرڪڻ - ڇاتي ڦرڻ. جشن ڪرڻ - ٽِڙڻ. (وهسيو - وهندو - وهسيل).
● وَهَڪَ ج وَهَڪُونُ: ث. (سن. وَهَ = وهڪرو) وهڪرو - دورو - وهڪري جي تِکَ - سير - ڏار - وَه - پرواه. ڪنو - ڪَپُ - وَتُ. ڏاند وغيره جي نار وغيره ۾ وَهٽي.
- وَهَڪرو ج وَهَڪرا: ذ. پاڻيءَ جي وَهَڪ - پاڻيءَ جي تيزي - وَهُ - پاڻيءَ جو رِيلو.
- وَهَڪ وِجهڻُ: ڪم ڪرڻ ۾ هيرائڻ - وهڻ ۾ هيرائڻ.
● وِهَڪَ ج وِهَڪُونُ: ث. (سن. وِنشتَ = وِهٽيُ) ويهڻ واري حالت - ويٺڪ - ويهٽي - نشست.
- وِهَڪَ جيُ جاءِ: ٻنڌڙ - ٽِڙو - دُڏو - ٻُڌڻ - مَقعَدُ.
● وِهِڪَڻُ: مصدر. (سن. ويهتُ = وِهڪڻ) (چوپائي جو) کير گهٽ ڏيڻ - سُڪائي وڃڻ (کير) - کير ڏيڻ کان بس ڪرڻ - ٻنتي هڻڻ - وهڪي وڃڻ. (وهڪي - وهڪندي - وهڪيل).
- وِهَڪِجَڻُ: مصدر. وِهڪڻ.
- وِهَڪوڙَ ج وِهَڪوڙُون: ث. کير نه ڏيندڙ - گهٽ کير ڏيندڙ - وِهڪِيَل.
● وِهَلَڻُ: مصدر. ويڪرو ٿيڻ - ٿلهو متارو ٿيڻ - ڦڪڙجڻ - وڌڻ ويڃهڻ. (وهليو - وهلبو - وهليل).

- وِهَلِجَڻُ: مصدر. تمام ٿُلهو متارو ٿيڻ - ڦڪڙجڻ.
● وَهَلُو: ظرف. تڪڙو - تڪڙ ۾ - جلد - جهٽ پٽ - تَهه پَٽهه - ترت - چِٽِيَتُ - سِگهو - هڪدم - تمام تکو - ته طلبيو - پُٽ - چوهو - سُٽت - وقت سان. (ث. وهلي ج وهليُون).
- وَهِلُو وَرَڻُ: جلد اچي پهچڻ - سِگهه ۾ رسڻ - هڪدم امداد ڪرڻ.
● وَهَلُورُ ج وَهَلُورَ: ذ. صفت. (سن. وِهُول + آور) حيران - پريشان - عاجز - بيقرار - وِيڳاڻو - منهن لٿل - بي دل - پرو ٿيل - نِڌرُ - آداس - تنگ - بيزار - آفت زدو - ڪنڪاءُ - دُکي - ڪَک. خوش. (ت). اجايو - بهورُ. پري. (ت). تکڙو - جلد - تَهه پَٽهه - تَهه طلبيو - تکڙ ۾ - مونجهه ۾ - تڙ تکڙ ۾.
- وَهَلُورُ وجڻُ: بيزار ٿيڻ - ورچڻ - ڪڪ ٿيڻ - پري ڀڄڻ - پاسو ڪرڻ. صبر نه ڪرڻ. هيٺو ٿيڻ. ڏاڍو خوش ٿيڻ.
● وَهَلِيرُ: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وَهمُ ج وَهمَ: ذ. (ع)؛ اجايو خيال - خيال - ترنگ - لَهرو - بد ڪي - ريڇڪ - ٻُڌ ٻڌو - جهجهڪي - ڀور - فِڪر. منسو - ڀرم - وسواس - مايا - اوديا - اگيان - شڪ - انديشو.
- وَهمُ لڳڻُ: خيال ٿيڻ. ٻُڪ لڳڻ.
- وَهمِيُ ج وَهمِيُ: ذ. صفت. ڀورالو - خشڪي - روائتو - ريڇڪي - لهري - ترنگي - وسواسي - ڀرمي - گماني - منسائي.
● وَهنت (ڪ)؛ منٿ - عاجزي - ايلاز.
● وِهِنجارَڻُ: مصدر. غسل ڪرائڻ - سَنانُ ڪرائڻ - تَڙُ ڪرائڻ - ڌُئارڻ يا ڌُئڻ.
● وِهِنجارِ ٽِيُ ج وِهِنجارِ ٽِيُونُ: ث. مُردي وغيره کي غسل ڪرائڻ جو خرچ يا مزوري.
● وِهِنجَڻُ: مصدر. تَڙُ ڪرڻ - سنان ڪرڻ - غُسل ڪرڻ - اشنان ڪرڻ. (وهنجيو - وهنتو - وهجندو - وهنجيل - وهنتَلُ).

● وِ هِنچِڻُ (ل): مصدر. وهنجڻ.

● وَ هَنَڊَڙُ ۽ وَ هَنَڊَڙَ: ذ. (سن. وَہَ) وَهڻ وارو - هلندڙ - چالُو - رَوان - وَهَو.

- وَهَنَڊَڙُ پاڻِيءَ: ڪُشاده دل - سخي.

- وَهَنَڊَڙو ۽ وَهَنَڊَڙا؛ ذ. صفت. وهندڙ - وهندو - وهندي (ظرف). تڪڙو - جلد - تُهه پهه - تـرت - تهه طلبيو - جلدائي سان - ڦڙتائي سان. (ث. وَهَنَڊَڙي ۽ وهَنَڊَڙيون).

● وَهَنَڊو ۽ وَهَنَڊا؛ ذ. (سن. وَهَہ). هلندو - واهوندو - وانودو. (ث. وَهَنَڊي ۽ وَهَنَڊيون).

- وَهَنَڊي ۽ وَهَنَڊيون (ڪ): ث. ترار - تلوار - شمشير.

● وِ هِنبارڻُ (ل): مصدر. سانيڊور ڪرڻ - سانيڊڻ - تـاتـڻ. (وِ هنباريـو - وِ هنبارينـدو - وِ هنباريل).

- وَهَنوانَڊ ۽ وَهَنوانَڊيون (ت)؛ ث. مزي جهڙي ڳالهه. تماشو. مشهوري. عادت.

● وَهِنوارُ ۽ وَهِنوارَ: ذ. (سن. ونوهار = ڏيتي ليتي) ڏيتي ليتي - هلت چلت - واهپو - آڏت - وهي وات - اهه وچڙ. دستور - ڏنڊو. رستو - واسطو - وات. (هنديءَ جو). نيڪال - حساب ڪتاب - ڪاروهار. (صفت). سچ - حقيقت - برابر - نيڪ - درست - صحيح. (حساب ۾) لاڙپاڙ - لٽ پٽ - صاف - هڪجهڙو.

● وَهِنوارُ ٿيڻُ: برابر ٿيڻ - صاف ٿيڻ - هڪجهڙو ٿيڻ - لاٿ پاٿ ٿيڻ.

- وَهِنوارُ جوڳِي ۽ وَهِنوارُ جوڳِيون؛ ث. صفت. برابر ٿيڻ جهڙي. وڪاءِ جوڳي.

- وَهِنوارُ ڪَرڻُ: برابر ڪرڻ - ليکو صاف ڪرڻ.

● وَهِنوارڪو ۽ وِ هِنوارڪا: ذ. صفت. حساب ڪتاب موجب - برابر - صحيح - درست - نيڪ.

- وَهِنواري: ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ - نيڪ طرح - وهنوار وارو - ليکي جي ڳالهه. عام طرح - روزمره جو. سڌو ماڻهو - سڌريل - غريب نواز. (ت).

- وَهِنواريو ۽ وَهِنواريا؛ ذ. صفت. وهنوار وارو.

- وَهِنواري وَهِنوارُ: ليکي چوکي ۾ برابر - ڏيتي ليتي صاف.

● وَهَڻُ: مصدر. (سن. وَهَن = وَهَڻُ). پاڻي وغيره جو روان هجڻ - هلڻ - پنڌ ڪرڻ. هارجڻ - نڪرڻ. ڪم ڪرڻ - ڳهڻ - سخت پورهيو ڪرڻ - پاڻ پتوڙڻ - محنت ڪرڻ. سمڻ - سيمون ڪرڻ. ڪپ جو ڪنهن شيءِ تي وَهڻ يا هَلڻ. وڃڻ.(ث). پيڙي. ندي. (ذ). ڳوٺڙو - وسي - واهڻ - بستي. (وهيو - وهندو - وهيل). (رستي جو وهڻ: رستي تي برابر آمدرفت هئڻ).

- وَهَٽِي ۽ وَهَٽِيون: ث. ويهڻ جو نمولو - وَهڪ.

- وَهِي آڇَڻُ؛ لنگهي اچڻ - هلي اچڻ.

- وَهِي وات: وهندڙ وات - عام رستو - آڏت.

- وَهِي وڃَڻُ: ترڪي وڃڻ - ڇڏائي وڃڻ - پاهر لکري پچڻ يا وڃڻ - هليو وڃڻ - (وات مان ڪو لفظ) نڪري وڃڻ.

- وَهِي وِيل ڪَرڻُ: مدد ڪرڻ - ڪاتو نيائڻ - ڪم پورو ڪرڻ - راضي رکڻ.

● وَهَڻُ ۽ وَهَڻ: ذ. (سن. وَس = وَهَڻ). پاڻيءَ جي وهڪ - وهٽي - وهڪرو. واهڙ - درياءَ - درياءَ جو پيٽ. مجراء. واهڻ - ڳوٺ - بستي - وستي.

- وَهٽائِي: ذ. واهٽائي - پهراڙيءَ جو - دهقاني - ڳوٺائو - واهٽي.

- وَهَڻِ وِلوڙڻُ: ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾ پنهنجو پاڻ پتوڙڻ - گهڻا ڪشالا ڪڍڻ.

- وَهِٽِي ۽ وَهِٽِيون: ث. ڳوٺ - بستي - وستي.

● وِ هِڻُ: مصدر. (سن. وِش. ف. نِشَستَن = وِ هِڻ). ويهڻ - ڪُتي ڪوڙڻ - تشريف رکڻ - رهڻ - ٽڪڻ - سهڙڻ - سهڻ - جتاءُ ڪرڻ - ترسڻ. (ضد. اٿڻ). (ويٺو - وهندو - ويٺل).

- وِ هِڻُ (مڪتب ۾): سڪول ۾ داخل ٿيڻ - حاضر ٿيڻ.

● وِهَڻ وِڃَڻُ: عذرخواهي ڪرڻ يا ڪنهن ڪم لاءِ اچڻ ۽ وڃڻ.

— وِهَٽيءُ ۽ وِهَٽيُونُ: ث. ويهڻ جو نمونو - وهڪ - هڪ هنڌ ويهڻ واري حالت. ويهڻ جي جاءِ (ڪرسي وغيره). (اسم خاص). تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه.

● وَهُوُ: ذ. نار جي هڪ ڪاني (جنهن تي چٽ ڪڙو ڪجي).

● وَهُو ۽ وَهُوُنُ: ث. (پرا. وهو. سن. وڌو). گهر جي پاڻين ۾ جوان يا ننڍي عمر واري زال - زال. پٽ جي زال - نُنهن - زال. (سن. واهر=وهندڙ). بار ڍوئيندڙ يا ڪم ڪندڙ جانور - وهندڙ - وهيل - هريل. وَهڻ لائق. محنتي. چيتو. (ت).

— وَهُو ڍَڳُو: ذ. لَشر - نوڪر. هريل ڍڳو.

— وهُو ڪٽيڻ: آٽ يا ڍڳي وغيره کي وهائڻ لاءِ اڳ ۾ ڪپڙ ڏيڻ - ڪم ڪيڻ. ڪيڙڻ.

● وَهُوارُ ۽ وَهوارُ: ذ. ڏسو وهنوار.

● وِهُوانڊ (ت): ذ. چوڻ جو اثر - اراد و - خيال.

— وَهُوانڊ وَهَڻُ: چوڻ جو اثر ظاهر ٿيڻ.

● وَهُو داڻو (ت): ذ. اک جي بيماري جو هڪ قسم - ڦلو.

● وَهوڙڻُ: مصدر. (سن. وهرڻ = ڳولڻ). رلڻ - ڳولڻ - ووڙڻ. وقت ڪاٽڻ - گهارڻ - گذارڻ - فرحت وٺڻ. (وهوڙيو - وهوڙيند و - وهوڙيل).

● وَهَوَلَ ۽ وَهَوَلُونُ: ث. دهل جي وڄت جو هڪ قسم - شاديءَ جي ناچ لاءِ دهل جي وڄت.

— وَهولَ ڳائڻ: بيڪار ويٺو رهڻ - لڪمو ويهڻ. واول وڄائڻ.

— وِهُو نُشائيءُ: صفت. سن. وِنشت). ويهه پيرا.

● وِهُوڻ: ذ. صفت. ويهه پيرا - ويهوڻ.

— وِهُوئُو ۽ وِهُوئيا: ذ. ويهه پيرا وڌيڪ - ويهوڻو.

● وَهِيءُ ۽ وَهِيُونُ: ث. (سن. وَيس = عمر). عمر - جوڀن - جواني - اوسٿا - ڄمار - وقت - عرصو - تهي. هندن جي حساب جو ڪتاب - هندي. ڦوٽ.

— وَهِيائتو ۽ وَهِيائتيا: ذ. وهي وارو - جوان - جوڀن وارو.

— وَهِيءُ جا ڏارَ: موهيڙا - جوانيءَ جا آثار.

— وَهِيءُ جانچڻ: ليکي چوکي ڏسڻ لاءِ هندي يا ڪتاب اٿلائڻ - وانچڻ - کولڻ - ڏسڻ.

— وَهِيءُ وڃائي وِهَڻُ: جواني خلاص ٿيڻ - پوڙهو ٿيڻ.

— وَهياتِرو ۽ وَهياتِرا: ذ. صفت. وات ڳاڙهو - ڳير پياڪ - ننڍو - ٨ يا ٩ مهينن جي عمر جو ٻار.

● وَهِيلَ ۽ وَهِيلُونُ (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم - وِيل مڇي.

● وَهِيلِيءُ (ڪ): ظرف. سگهو - جلد - تهتا - جهٽ پٽ.

● وَهِيسُو ۽ وَهِيسا: ذ. صفت. (سن. وَش). تابع - اختيار - محتاج - هٿ وس - قابو ۾ - آڌين - ماتحت - تليد و - ڪانيارو - پدل - وس ۾ - ٻلهي. نيازمند. ٻئي جي آڌار يا آسري تي - ٽيڪ تي. (ت). (ث. وَهيسي ۽ وَهيسيون).

● وَهِيو ۽ وَهِيا: ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم. ٻنين مان ٻڪين کي ڀڄائڻ لاءِ هڪ قسم جي هڪل. (سن. ويسيس = شاهوڪار). تمام شاهوڪار - دولتمند - ڏنوارو - سائو - آسود و - سکيو - ونهيون - وهيون - وارث. سينگاريل - برسيل - ٺهيل.

● وِئيڻُ: مصدر. (ڪپڙا) ڪٽڻ - ڪترڻ - وهڻ. ماپ ڪرڻ - ويٽ ڪرڻ.

— وِئِتَ ۽ وِئتُونُ: ث. وهٽ - ماپ. ڪٽ. پيهڪ.

● وِئيجيءُ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَئيدُ ۽ وَئيدَ: ذ. (سن. وئيديه = وَئيدُ). حڪيم - طبيب - ڊاڪٽر.

— وَئيدڪ: ذ. علم طب - آيرويد - وئيدڪ.

● وَئيرُ ۽ وَئيرَ (ت): ذ. ڍءُ. عيش - موج. ڪپڙي جو هڪ قسم (ت). وائل.

— وَڻيرُ ڪَرَڻُ: شيءِ جو سَتي ڪاڻڻ - وقتي ڪاڻڻ.

— وڻيرُ ڪَرَڻُ: ڪاڏ ومنائڻ. خوشي وچان ڪائڻ.

● وَڻيرَتُ ۽ وَڻيرَتَ: ذ. (سن). اجايو - بيڪار - نڪمو - ناڪام - بي فائدو - بنا مطلب - فضول - رائيگان - ناڪارو - ناڪارُ - برباد - بيسودو - بيسود - ويران.

— وَڻيرَتُ وَڃَڻُ: بيسود وڃڻ - بيڪار ثابت ٿيڻ.

● وَڻراجُ ۽ وڻراجَ: ذ. سارين جو رونبو - وهراج - وهر - رونبو.

● وَڻيراڳُ ۽ وَڻيراڳ: ذ. ويراڳ - فراق - وڇوڙو - جدائي، پريشاني. عشق - محبت - الفت. (ت).

— وَڻيراڳِي: ذ. محبتي - عاشق.

● وَڻيرَڻُ: مصدر. ڦٽ جو پاسن ڪان سڙڻ يا ڏڪڻ. (وڻريو - وڻريند و - وڻريل).

● وَڻڙَڻُ: مصدر. جاچڻ - ڏسڻ - سنيالڻ - ڳولڻ - خبر وٺڻ - ڍونڍڻ - تلاش ڪرڻ - ووڙڻ. (وڻڙيو - وڻڙ يند و - وڻڙ يل).

— وَڻڙَ ۽ وَڻڙُون: ث. ڳولا ڦولا - ڍونڍ - تلاش - جاچ جوچ - لظرثاني - سنيار.

● وڻڙي ۽ وِڻڙ يُون: ث. نڊيو ڪوهه - ڪوهي.

● وَڻيس ۽ وِڻينُس: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَڻيشُ ۽ وَڻيش: ذ. (سن. وئيشيه) آرين جي چئن ورنن مان ٽيون نمبر واپاري طبقو - آباد ڪار - ڪاسبي (رگ ويدڪ واري زماني ۾ هزار يا وڌيڪ ڳوٺن جو ميڙ "وش" ڪوٺبو هو ۽ خود اتي جا رهاڪو به "وش" سڏبا هئا. جنهنڪري "وش" جي معنيٰ ٿي عام ماڻهو. ٻوءِ جڏهن "چار ورڻ" ٺهيا ته انهيءَ وش لفظ مان "وئش" لفظ ٺهيو). (هندن جي تاريخ ١٩).

● وَڻيشا، وَڻيشيا ۽ وَڻيشائُون، وَڻيشيائُون: ث. (سن. ويشيا) چڪلي جي عورت - بد پيشي عورت - بيهوده عورت - ڪسبياڻي - رنبڊي - ڪچري - مچلي.

— وَڻيشاليِه: ذ. بدپيشه عورتن جي رهڻ جي جاءِ - رنڊين جو اڏو - چڪلو - لال بازار.

● وَڻيڪنٺَ: ذ. جنت.

— وَڻيڪنٺَ واسِي ٿيڻ: خلد نشين ٿيڻ - رحلت ڪرڻ - لاڏائو ڪرڻ - وفات ڪرڻ - ڏٿي ڏانهن وڃڻ - برقعو مٽائڻ - مري وڃڻ - اڳين جهان جا وڻ وسائڻ.

● وَ ڻڪڙَ ۽ وَڻڪڙُون (ت): ث. بدچال عورت.

● وِڻلُ ۽ وِڻلَ: ذ. صفت. چٽُ ٿيل - نابود - نيست - برباد - گم ٿيل - هٿان نڪتل (شيءِ).

● وِڻمُ ۽ وِڻيمُ: بار جڻڻ واري حالت - ويم.

● وَڻنُ: ذ. بيزار - تنگ.

— وَڻنُ وَڃَڻُ: بيزار ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ.

● وَڻينڊي، وائبي ۽ وَڻينڊيُون، وائبيُون: ث. واهيات گفتگو - عام افواهه.

● وَڻينس ۽ وَڻيس: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وَڻينسُ ۽ وَڻينسَ: ذ. لوهار جي اوزار جو هڪ قسم - سئوڪهرو - سئونڳارو. (ن - بلوچ).

● وَڻُنُ ۽ وَڻُنَ: ذ. ڪپهه جي پوک جو هڪ قسم - ونڻ - ڦٽي جي پوک.

● وَڻوڙَڻُ: مصدر. ڳولڻ - ورنهن ڪرڻ - وينچائڻ - ووڙڻ - وهوڙڻ. (وڻوڙيو - وڻوڙيندو - وڻوڙ يل).

— وَڻوڙَ ۽ وڻوڙُون: ث. ڳولا - جاچ جوچ.

● وَڻُون: ظرف. هرڪنهن ڪم ۾ گوٿنائي ڪرڻ واري حالت - ويجهو نه اچڻ واري حالت - پري.

— وَڻُونُ وَڃَڻُ: پري ڀڄڻ - ٽهڻ.

● وَڻُونڻرا: اسم خاص. هڪ ذات هو نالو.

● وِڻُونڻَڻُ (ت): مصدر. (ڏڏ) ولوڙڻ - جهڪڻ. (وڻوٽيو - وڻوٽيندو - وڻوٽيل).

● وَڻيي بهادُرُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وَڻيدُ ۽ وَڻيدَ: ذ. (سن. وئيديه>وئيد) حڪيم - طبيب - ڊاڪٽر.

— وَڻيدڪَ: ذ. وئدڪ - علم طب - آيرويد.

● وِيءُ ۽ ويءِ: مال چرڻ جي جاءِ - چراگاهه - سٺي زمين - ساوڪ - سائو ميدان - چمن - سائو باغ.

وَس- موڪ. عمل- طريقو. سؤدو. قاعدو- قانون.
ڏنڌو. ڪهڙو. وڪر. ليکي. هنر. علم. (سر
ڪلياڻ- ڪر).

= وِيءَ وَسائڻ: وڻج ڪرڻ.

= وِيءَ وِهائڻ: دستورالعمل ڪرڻ. وڻج يا
سؤدو ڪرڻ. (سنڌي اصطلاح).

= وِيَ: اسم خاص. ضلعي دادو ۾ هڪ ديهه
جو نالو.

● وِيائُو ۽ وِيائو: ذ. صفت. ويائل (ڳئون
وغيره)- پيدائش جو وياتو (گهوڙي وغيره).

= وِيائو ۽ وِياتا: سئانجو- عورت جي وِيم جي
علالت وارو وقت.

● وِياپڪُ ۽ وِياپڪ: ذ. صفت. پسريل-
پکڙيل- هرجاءِ حاضر ناظر: سرو وياپڪُ.

= وَياپي: (سن. آپ= حاصل ڪرڻ). محيط-
گهيرو ڪندڙ.

● وِياجُ ۽ وِياج: ذ. (سن. وياج = ٺڳي).
اُڌاري ورتل رقم تي ڏنل وڌيڪ پئسا- سُود-
فائدو- منافعو- سيتي. ٺڳي- دولاب- فريب.

= وِياجَ جو اکر: ڪهاڻي واڌي.

= وِياجُ خور ۽ وِياجَ خور: ذ. لاڀخور-
وياج خور. ڳرو وياج کائو. لاپر.

= وِياجُخوري ۽ وِياجُخوريُون: ث. لاڀخوري-
سود خوري.

= وِياجيرو ۽ وِياجيرو: ذ. صفت. وياج تي
ورتل يا ڏنل.

● وِياچڻ: مصدر. ڪنهن جي ڏکن جو
ذڪر ڪرڻ.

= وِياچُ ۽ وِياچ: ذ. وِرونهه ڪرڻ.

= وِياچڻ: (سن. واچڻ). واچڻ- چوڻ- اورڻ-

”وچن سپين ويٺي سُور وياچي سهٽي.“
(سر سهڻي- ڪر)

= وِيارُ ۽ وِيار: ذ. اسم خاص. ورزش-
ڪسرت- راند- کيل- کيڏ. طعنو- ڏوڪ. ڏوراپو-
مهڻو. وڍ- عتاب.

● وِيارڻ: مصدر. ڦولهڻ- سيرون ڏيڻ. جدا
ڪرڻ- (وات سان يا هٿن سان) منجهيل شيءِ
کي سلجهائڻ يا جدا ڪرڻ.

”رات وياري ولڙيون پر ڪيائين پاس.“

= وِيارو ۽ وِيارا: ذ. اسم. نيرن- نيرڻ-
ناشتو- صبح جي ماني. کاڌو پيتو.

= وِياس: ٽر ۾ رهندڙ برهمڻن جي هڪ ذات
جو نالو.

= وِياسڙا: ٽر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات
جو نالو.

● وِيا ڪَرڻ: (سن.) بولي- زبان جو علم-
گرامر- بوليءَ جو صرف ۽ نحو- بوليءَ جو قاعدو-
سمجهائڻ- کولي ٻڌائڻ- بيان ڪرڻ.

= وِيا ڪَرڻي: ث. اسم. صرف نحوي.

● وِياڪُلُ ۽ وِياڪُل: ذ. صفت. هلاڪ-
هلاڪ- پريشان- حيران- ششدر- ويچون- بتاليل-
ڏکي- مصيبت زده- آزاريل- سست- غمگين-
منجهيل- بيحال- تڪليف هيٺ- بي آرام- آسڪ.

= وِياڪُلتا ۽ وِياڪُلتائُون: ث. رولو-
جنجل- مونجهارو- پريشاني.

= وِياڪُلُ ڪرڻ: مصدر. ڪاوڙائڻ. تڪليف
ڏيڻ. ڏهڻ. هانءِ کائڻ- ڪلپائڻ- دق ڪرڻ-
رنجائڻ- چيڙائڻ- پريشان ڪرڻ- ڏکي ڪرڻ-
آزار ڪرڻ- ڏکوئڻ- ايذائڻ.

= وِياکاڻ: مصدر. (سن. وياکيان = سمجهائڻ).
سمجهائڻ- بيان ڪرڻ- ٻڌائڻ- هدايت ڪرڻ.

= وِياکيانُ ۽ وِياکيانَ: تقرير- گفتگو-
تات- ليڪچر- وعظ.

● وِيامڻ: مصدر. ڪنهن ٻار کي جنم ڏيڻ-
ٻار ڄڻڻ- ڄڻڻ- پير لهڻ.

● وِيانُهڻُ ۽ وِيانُهڻ: ذ: شادي- وهانءُ.

● وِياءُ ۽ وِياءِ: (سن. وي = جنم) اولاد-
ٻارُ- صغير- ڪڪو- ٻالڪ- معصوم- ڪينڪو- ٻچو-
ٻڇ- بنياد- نسل- وِيارا- ٻُريون- پيڙهيون-
خاندان- ڪٽنب- قبيلا- ڪٽنب- آکهه- کهول-
ڪل- ڪر- سڪي جو ڄمڻ. ٻچا.

"سَٺِها پاڻءِ مَ سپ وياءِ واسينگن جا،
جنهين جي جهڙپ هاٿي هنداڻ ني نہ چري."

= وِيائِلَ ٤ وِيائِلُون: ث. ويائيل- ويامل- (عورت يا مادي)- ڄڻَل.

● وِيٽِ (ڪ): ث. ٺٺولي- مسخري- "چورن وِيٽ مچائي ڏلي آهي."

= وِيٽِ وِيٽَ: وَٽ وَٽ؛ اسم. (ع. وطواط). هڪڙو جهرڪيءَ ڪان ٻہ ننڍڙو پکي.

= وِيٽُ ٻَٽيي: (سن. وئيتَپِيٽِ). اشتقاق وارو.

● وِيتَرِ ٤ وِيتَرَ: ذ. ظرف. اڃان ٻہ وڌيڪ- تمام گهڻو- حد زياده- تمام جهجهو- وري. وڌيڪ ۽ اجايو وڌيڪ- زيادتي. (حرف جملو). پر- ليڪن- مگر.

= وِيتَرو ٤ وِيتَرا: اسم. سُپر. وڌ. افضل.

● وِيتَرنِيِ: اسم خاص. دوزخ جي هڪ وادي. (لدي).

● وِيتَرنُو ٤ وِيتَرنا (ٺ): ذ. (قسم سنڌي جُتي). وِيتَرنُو. جوتي جي تر جو. زناني سليپر جو ترو.

● وِيٽِيڙو ٤ وِيٽيڙا (ل): ذ. واهيات.

"تون تہ ڪو وِيٽِيڙو آهين."

= وِيٽيڙي ٤ وِيٽيڙيون (ل)؛ ث. واهيات. وِٺوالد.

"وِيٽيڙي ڙال نہ اوڙي چڱي نہ پاڙي."

● وِيٽَ، وِيٽَ: ث. [وهٽ> وهٽَ = ويٽ]. هاريءَ جي پوک جي ڪم لاءِ رٿا.

= ويٽ ڪرڻ: هاري جي پوک جي ڪم لاءِ رٿا ڪرڻ.

● وِيٽِ ٤ وِيٽَ؛ ث. رٿ- منصوبو- تجويز- ٺَشِيڻٽَ.

● وِيٺَرُ ٤ وِيٺَرَ: ذ. اسم. ڪتي جي چٺ.

● وِيٺَڻُ: مصدر. ڏارڻ- هارڻ- ٻڪيسڙڻ- ڪنڌيرڻ- ڪنڌائڻ- چڙوچڙ ڪرڻ- وڪيڙڻ- چتارڻ- چِٺڻ. ڦيرائڻ.

= وِيٺو ٤ وِيٺا؛ ذ. اسم. (انگ). هڙڻ- ڳنڙي. ويڙهو. ويڙهيل بستري جو گول ڳلو.

● وِيڻَ ٤ وِيڻُون: ث. اسم. ويهڻ- ويهڪ- ويهڻ جو نمونو- رهائش- گهر- مڪان. بيٺڪ.

"سرهيون سڀي سرتيون وطن جنهين ويڻ."

= وِيڻڪَ ٤ وِيڻڪُون: ث. ٻيل گاڏيءَ جو هڪ حصو. (جنهن تي گاڏي ير گاڏي هڪلڻ وقت ويهند و آهي).

= وِيڻَلُ ٤ وِيڻَلَ؛ ذ. اسم. رهندڙ- رهاڪو باشندو- رهواسي. (صفت). ٻڏل پيٽ- جهڪيل پيٽ.

= وِيڻَٺُ ٤ وِيڻَٺَ؛ ذ. سامان. هنند بسترو. پوش- ڇهہ. ويڙهڻو. بچڪو. اوڍڻ. مٿان ويڙهڻ جو ڪپڙو- اوڇڻ.

= وِينو ٤ وِينا (ڪ)؛ ويهڻ مان زمان ماضي. هڙ- ڳنڙي- موڙي. ٻڌل سامان سڙو.

= وِينُوڙو ٤ وِينُوڙا: ذ. صفت. (سن. وش). وِيڻَلُ.

= وِيڻي ٻَڪي ٻاڦ: پاهران اچڻ ڪان پوءِ مٽ پيڙي آن ٻہ ڦوڪڻ جو دستور. (سر ديسي- گر).

= وِيڻي مانُهَن: سومهياڻي- عشا جي وقت- سنجهي.

● وِيهُرُ (ل): غم- ڏک.

● وِيجاڙو ٤ وِيجاڙا (ٺ)؛ لنڊ وپار.

● وِيجُ ٤ وِيجَ: ذ. اسم. (سن. وِد = ڄاڻڻ، وِيديہ- ويج. پرا. ويجو). ڊاڪٽر- حڪيم- طبيب- ڄاڻو. ڏاهو- ويجو- مرض شناس. دوا دارو- علاجُ.

= وِيجاڻُو ٤ وِيجاڻا: صفت. (سن. وَدْيہ). طبيباڻو- ويجڪو- طبي- طبيب جو- حڪيم جو.

= وِيجڻون: ويجن يا طبيبن ڪان.

= وِيجڻُون وِجڻُ: ڳالهہ ويجن هٿان نڪري وڃڻ. طبيبن جو بہ وس ۽ لاچار ٿيڻ.

● وِيجهَڻُ (ڪ): مصدر. وڪڻڻ- ويچڻ.

● وِيجهڻَ ٤ وِيجهڻُون (ل): ث. اسم. ڄڻ مٿ زيادتي- اولاد جي گهڻائي. واڌ. پکيڙ. فراخي- برڪت. لهر بهر. اقبال. چڙهتي. طالع. سڀاڻي. سڪائي. سُک. سمپرا- سمپت. ٽَنگ.

= وِيجهائِيءُ ٤ وِيجهائِيُون: وڌائي- اِنگهائي.

= وِيجهڻَ وِجهڻُ: (محاورو) واڌارو ڪرڻ- اضافو ڪرڻ.

- وِيجهڙَ: عزازت. شراڪت- لاڳاپيل.
● وِيجهڙَن: ويجهڙائي ۾.
● وِيجهوُ ۽ وِيجها: ذ. صفت. اوڏڙو- نزديڪ- ويجهڙو. ڏاندن کي آتي جو آتي ورائڻ.
- وِيجهائِيءُ ۽ وِيجهائِيُون: ث. اسم. قرابت- اوڏڙائي- نزديڪي.
- وِيجهو ڪوُجهو ٿِيڻُ: دوستي رکي دشمني ڪرڻ.
- وِيجهو نه وِجڻُ: اهو ڪم صفا ڇڏي ڏيڻ.
- وِيجهيِ ڇڪ (ل): ويجهڙائي. ٿورڙا ڏينهن. "آءٌ ويجهي ڇڪ ۾ اوهان وٽ ڪونه ايندس".
● وِيجهيار: اسم خاص. ضلع ٿرِ ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وِيڇاڻُ ۽ وِيڇاڻا: ذ. اسم. وياڇٽو- تاويل- (خواب جي) تعبير- سمجهاڻي- معبّري.
- وِيڇاٽو ۽ وِيڇاٽا (ث): ذ. پڇاٽو ڪري اچڻ. خيال ڪرڻ- ڳالهه جو مطلب سمجهڻ. قال. "سون اج ويچاٽو وجهايو هو جنهن مان اها خبر ملي".
- وِيڇاٽِي: غور سان جاچڻ "آياٽو چوي سياٽو ويچاٽِي".
● وِيچارڻُ: مصدر. (سن. چر= هلڻ) خيال ڪرڻ- سوچڻ- جاچڻ- غور ڪرڻ- فڪر ڪرڻ- تصور ڪرڻ- تامل ڪرڻ- عقل لڙائڻ- تميز ڪرڻ- هنڊائڻ- تورڻ تڪڻ. (خيال ۾) پهڻ- آراڌڻ- جيتڻُون. قياس ڪرڻ. ستارن جي چال ڏسڻ.
- وِيچارُ ۽ وِيچارَ: ذ. اسم. (سن. چر= هلڻ) (وچار)- خيال- راءِ- سوچ- غور- خوض- ڌيان- فڪر. ارادو.
- وِيچار وانُ ۽ وِيچار وانَ: ويچاري- سياڻو- ڏاڍو- سَتمانُ- ڏکهي نظر رکندڙ- دوراندیش- عاقبت انديش- متفڪر- دوربين لڳاهه رکندڙ. قياسي.
- وِيچارُ وجهندڙُ: فيصلو ڪرندڙ.
- وِيچاري: خيال ڪندڙ.
- وِيچار يَلُ: (سن. وچارت) سوچيل- خيال ڪيل- وچار- ارادو ڪيل.

- وِيچار يندڙُ ۽ ويچار يندڙَ: (سن. وچارڪ) خيال ڪندڙ- سوچيندڙ- ڌياني- خيالي- سوچ ويچار ۾ پيل- تشويش وارو.
● وِيچارُو ۽ وِيچارا: ذ. صفت. بيوس- بي حيلي- بي وسيلي- بي واهو- بيڪس- نڌڪو- بي پهچ- بيچاره- آوس- لاچار- عاجز- نِڌرو- آپالو- آڌين. ڪمبخت- نياڳو- بدبخت- ڪرم هيڻ- نامراد- نِڌورو- آڌورو- ڪم نصيب- غريب- مسڪين- محتاج. آهلير- مسخرو- لاترو- نقال- ٺٺولي ڪندڙ. خوش طبع- مزاحي. اهل- چِپ.
- وِيچارا ڏيِڻُ: اهل ڪرڻ- نقل ڪرڻ- ويچارڻ- چپرائڻ.
- وِيچارا ڪَيِڻُ: اهل ڪرڻ- چپارا ڪيڻ- چپ ڪيڻ.
- وِيچارائِي: ث. اسم. لاچاري- اڻ سرندي. گهرج- ضرورت- حاجت.
● ويچاڙُ ۽ ويچاڙ: ذ. اسم. هڪ جانور جو نالو.
● ويڇانڊرُ ۽ ويڇانڊر: ذ. اسم. ويڇو- وٿي- ويڇو- سنڌو- وڇوٽي- ڇيني- ناغو.
* وِيڇانڊرُ: فرق- ويڇو- ويڇو- تفاوت.
● وِيڇڻُ (ڪ): مصدر. (هه. بيچنا= وڪڻڻ) وڪڻڻ (ويچيو- ويچيندو- ويچيل).
- وِيڇو ۽ وِيڇا: ذ. اسم. ويڇون- ويڇئون. شفيع. پنڪش پالڪ- ثالث- ٽياڪڙ. مائٽي ڪندڙ. وچ ۾ پوندڙ. دستاندازي. گول ويڙهيل ڪپڙو وغيره (جو ٿٻي وقت ان جي ٻن ڏڪڻ جي وچ ۾ انهن کي گڏجڻ کان روڪ لاءِ ڏجي).
- وِيڇوُهوُ ۽ وِيڇوُها: وچ وارو رسو.
- وِيڇوُها پَنڌُ (جاءِ): وچ وارا انهه پٽڻ.
- وِيڇوُنو ۽ وِيڇوُنا: ذ. اها نشاني جا ٿندي جي وچ يا ٽئين حصي ۾ وجهجي. لائي ۽ نائڪي يا ٻن نائڪن جي وچ ۾ جيڪو ننڍو ٻن چورس يا مستطيل پاري ناهڻ لاءِ ڪيو جي.
● ويڇ ۽ ويڇوُن: اسم. (سن. و= بلڪل + ڇد= پرزا پچڻ) ڇيڻڻ- ٽڪر ٿيڻ- پرزا پرزا- ذرا ذرا. جدا. فراقي- وڇوڙيل- غمگين- دکي-

پريشان ـ ڪنگال ـ تنگ ـ آفت زدو .

"حوصلو حيرت ۾ ويڇون ٿي ويو".

ـ ويڇُون ٿِيـڻُ: هٿان نڪري وڃڻ. پکڙجي پاٽي ٿيڻ. تمام گهڻو ڏک محسوس ٿيڻ.

ـ وِ يڇُون ڪَرڻُ: جدا ڪرڻ ـ علحدو ڪرڻ .

● ويڇاڙُ ۽ ويڇاڙَ : بي عقل .

ـ وِ يڇاهَڙِ ۽ وِيڇاهَڙُون (ل) ؛ ث . جهيڙاڪ . رولاڪ . نياڪي .

ـ وِ يڇو ۽ وِ يـڇا (ڪ) ؛ ذ . فرق ـ تفاوت ـ منڌو ـ وٿي ـ علحدگي ـ مفاصلو ـ وڇوٽي ـ دوري . پريشاني .

ـ وِ يڇِي ۽ وِ يـڇِيُون: واندڪائي .

ـ وِ يڇا رَکَڻُ (ڪ) ؛ پري پري رهڻ ـ لاڳاپو نه رکڻ.

ـ وِ يڇا وجهَڻُ (ڪ): دشمني ڦهلائڻ ـ هيرا وجهڻ ـ آبتيون سُبتيون ڳالهيون ڪرڻ ـ بهانا يا رنڊڪون وجهڻ. اجايو بحث ڪرڻ ـ ڪوڙا سبب پيش ڪرڻ.

ـ وِ يڇا وِسارڻُ (ڪ): معاف ڪرڻ ـ ڪنهن کي وساري ڇڏڻ. دل مان ڪتر ڪيڻ.

ـ وِ يڇائِيتو ۽ وِ يـڇائِيتا (ڪ) ؛ ذ . صفت. فرقائتو. ٽورو پنڌ پري. ويڇو يا وٿي ڏيڻ .

ـ وِ يڇو ڪَرڻُ ؛ جدائي ڪرڻ .

ـ وِ يڇو وجهَڻُ: جدائي ڪرڻ .

● وِ يڇَهَڙِ : ث . بدافعالي ـ گدلي ـ غليظ ـ ميري ـ خراب لڇڻ واري .

ـ وِ يڇَهَڙو ۽ وِ يڇَهَڙا ؛ اسم . ويڇو ـ فاصلو ـ ويڇي ـ ڇيٽي ـ وڇوٽي ـ ناغو . پيت جو پڙدو .

● ويِدُ ۽ وَيدَ : ذ . ڄاڻ ـ پروڙ ـ سمجهه ـ عقل . علم . بحثه راز . موز . حڪيم ـ طبيب ـ ويد راج ـ طبابت ڪندڙ ـ ويدي . هندن جو هڪ مذهبي پوتر پستڪ ـ ڌرمي ڪتاب .

ـ ويداڻو ۽ ويداڻا ؛ ذ . صفت . ويد ڪو ـ ويد جو ـ طبيب جو ـ طبيباڻو ـ طبي ـ ويجڪو .

ـ وِ يدڪُ ۽ وِ يـدڪَ : ذ . صفت. ويدڃو ـ ويدڪو ـ يوناني طور دوا ڪندڙ ـ حڪيم ـ طبيب. حڪمت ـ علم طب .

ـ وِ يدي ۽ وِ يدي : صفت. ويدن ديوجي جو ايابل شاستر ـ توحيد جو علم ـ هيڪڙائي جو علم . هندن جو ڌرمي پستڪ.

● وِ يدانْتُ: ث . (سن. وِ يدانْتَ (اکري معنيٰ) = ڄاڻ يا گيان جنهن کان پوءِ ٻيو ڪوبه وڌيڪ گيان ڪونهي). هندو تصوف. بيدانت .

ـ وِ يدانْتِي ۽ وِ يدانْتِي : ذ . صفت . بيدانتي. ويدانت وارو ـ ويدانت جو مڃيندڙ يا پوئلڳ ـ ويدانت مني وارو ـ ايڪائي .

● وِ يدنَ ۽ وِ يدنُون : ث. درد ـ ڏک ـ تڪليف ـ اهنج ـ آزار . دشمني. (ت) .

● ويڌُ ۽ ويڌَ : ذ. خلل ـ رخنو ـ ڇيهو ـ زيان ـ هاڃو ـ نقصان. ڏک ـ تڪليف ـ ڪِٽين جو ڪهاءُ. ظلم ـ قهر. ڏکيائي ـ سختي. ويڙهه ـ دشمني. آزار ـ احوال. (ت). نالِي ـ ٽالو ـ ڪسي ـ ڪترُ. کهارو ـ پنڌ. سل ـ ٽُنگ ـ ٽونگ ـ پرُ ـ ڏرُ سوراخ ـ ڇيد ـ پر گهل .

ـ وِ يڌو هَڻُ: مشڪلات اچڻ ـ تڪليف ٿيڻ ـ سختي ٿيڻ .

● وِ يڌُ ۽ وِ يڌَ (ڪ): ذ . مست ـ جوان ـ وڏو. ٿلهو ـ طاقتور ـ زور وارو ـ سگهو .

ـ وِ يڌَپَ ۽ وِ يڌ پُون ؛ ث. مستي ـ بيپرواهي. وڏائي .

ـ وِ يڌَپائِي ۽ وِ يڌَپائِيُون ڪ) : ث . مستي ـ ويڌپ .

ـ وِ يڌَپڻو ۽ وِ يڌَپڻا (ڪ): ذ. ويڌپ ـ مستي ـ وڏائي ـ بي پرواهي .

● وِ يڌَڙُ ۽ وِ يڌَڙَ (ت) ؛ ذ. اَڻ ڇاول ڌرتي.

● وِ يڌنُ ۽ وِ يڌنَ : ذ. ث. ظلم ـ ويل ـ قهر ـ ڏک ـ تڪليف ـ زهر ـ آهنج ـ ايذاءَ ـ آزار ـ دک ـ غم ـ مصيبت ـ آفت ـ آپدا . افسوس ـ بي انصافي ـ ناحق ـ ويڙا . زور ـ جبر ـ ڏاڍ ـ جٺ . حقيقت ـ ڳالهه ـ بيان ـ حالت .

● وِ يڌَڻُ : مصدر. وِنْڌ ڻ ـ سلڻ ـ سل ڪرڻ ـ ٽُنگ ڪرڻ . (وِ يڌِيو ـ وِ يڌِيندو ـ وِ يڌِيل).

● ويڏو چونڙو: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● وِيڏِيُ ۽ وِيڏِيُون: ذ. هندن جي شادي ۾ برهمڻ جا دهرايل لفظ- برهمڻ جو دهرايل جملو- هندن جو نڪاح. سٽائڻ- ڦيرائڻ.
● وِيدُ ۽ وِيدا: ذ. ويڙهه- پير جي آڱوٺي ۾ پائڻ جو هڪ زيور جو قسم.
● وَيڙُ ۽ وَيڙَ: ذ. مزو- لطف- چهر- حظ.
● وِيرَ ۽ وِيرُون: ث. وقت- وِيل- ٽاڻو- مهل- موقعو- ڪجهه وقت- پَلُ- ساعت- ڪِن- دم- گهڙي. فرصت- واند ڪائي- وارڪائي. (ڪ). چاڻو- ڳڙو (مکڻ جو).
= وِيرا: ظرف. يڪدم- هڪدم.
(سر مومل راڻو- ڪر).
= وِيرانُ وِيرِ: گهڙيءَ گهڙيءَ ۾- جيئن پوءِ تيئن (وڌيڪ وغيره).
= وِيرانُ وِيرِ وَڌِ: گهڙي گهڙي گذرڻ سان زياده.
= وِيرا وِيرِ: ظرف. جيئن پوءِ تيئن- وقت بوقت. وڌيڪ- چڱيءَ طرح- اڳ کان زياده.
● وِيرُ وَتارَ: ث. سدائين- هميشه- هر وقت- دم بدم- ڪنهن به وقت- هردم- هَرهَر.
= وِيرُونُ تارُ: هر گهڙيءَ- پَل پَل- هر پلڪ.
= وِيرُونُ وِرائِڻُ (ڪ): ختما ڪرائڻ- ختما ڏيارڻ.
= وِير وِير: وري وري- هر هر- بار بار- موٽي.
● وِيڙَ ۽ وِيڙُون: ث. (ع. مد) سج يا چنڊ جي ڪشش سبب سمنڊ جي پاڻيءَ جو چاڙهو- وڏي لهر.
= وِيڙَ وَهِيڻُون: ث. وِيرَ جي وَسَ ۾. (سر سهڻي- ڪر).
● وِيرُ ۽ وِيرَ: ذ. دشمني- بغض- ساڙو- ساڙُ- حسد- ڪينو- وَنجوڳ- عداوت- ناسازي- نااتفاقي- وروڌ. بدلو- عيوض.
= وِيرپو ۽ وِيرپا: ذ. ويرپائي- ويرپڻو- ويرپو- دشمني- ڪينو- ساڙ- بغض- وير.

= وِيرَ جيي وات وَهَڻُ: عداوت قائم رکڻ- دشمني هلي اچڻ.
= وِيرڪو ۽ وِيرڪا: ذ. صفت. وير جو- وِيريءَ جو- دشمن جو- دشمنڪو- ويرياٺو- برخلاف.
= وِيرُو ۽ وِيرُو: ذ. صفت. وير وارو يا وير وٺندڙ- وير وَٺو- ڪاري- خاري- ڪنبو- ڪيهي وارو- بغضي- وِير جو (ڪم)- دشمن.
= وِيرُ وَٺڻُ: بدلو وٺڻ- عيوض وٺڻ- ڪسر ڪڍڻ.
= وِيرَ وَٺُو ۽ وِيرَ وَٺُو: ذ. صفت. وِيرُ- دشمني.
= وِيرُ وِهائِڻُ: ضد رکڻ- دشمني ڏارڻ- ڪينو رکڻ.
= وِيرُ وِيهائِڻُ: دشمني پيدا ڪرڻ. وِروڌُ پائڻ.
= وِيرِيُ ۽ وِيرِيُ: ذ. وير رکندڙ- وير وارو- دشمن- ويرُو- بدخواه- مخالف. ويل- مَهل. پاڻيءَ جي ڪونهري- ڪُوهي. (سر ڪلياڻ).
= وِيريءَ ڪهڙ وِهاڻُ ٿِيڻُ: ڏاڍو خوش ٿيڻ- دلي تمنا يا آرزو پوري ٿيڻ.
= وِيرِيَنُ جو واهڙو ٿيڻُ: دشمنن سان ۾ پلائي ڪرڻ.
= وِيرِيُ وَڏِجَنتيُ: پار ڪي ڏنل پاراتو.
● وِيڙُ ۽ وِيڙَ: ذ. صفت. بهادر- پهلوان- جوڌ و جوان- سورمو- سگهارو- پلواڻ- ڪونڌرا- طاقتور- مضبوط- جانٺو- سور وير- سورهيه- پلو- پلارو. سياڻو- عاقل- داناءُ. ڀاءُ- براد ر- ابي امان جائو. جِنُ- ڀوت- ديو- راڪاس.
= وِيڙاٺو ۽ وِيڙاٺا: ذ. صفت. سورهيه جو- پهلوان جو- سورمي جو- بهادرانه. جوڌو- بانڪو.
= وِيڙتا ۽ وِيڙتائُون: ث. سورهيائي- پهلواني- بهادري.
= وِيڙُ ڀَوَڻُ: وير ڪيلڻ- جِنُ ڀوڻ- ڀوت اچڻ.
= وِيڙُ چرِ يتِرن: ذ. رَزُم جو بيان.

= وِيرُ ڪِپلَڻُ: ذ. جڙنَ ڀيل وانگي ڪيل يا ٽٽ ڪرڻ.

● ويراتو: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيراجُ ۽ وِيراجَ: ذ. ڦوڪ ڦوڪڻ - روليو هڻڻ - ٻئيءَ ۾ ڀيجو هڻڻ. (ت).

● ويراڃو ۽ ويراڃا: ذ. درد - غم - دُک - ڏک. (ت).

● وِيرامترُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيراڳُ ۽ وِيراڳَ: ذ. بيراڳ - قطع تعلق - تياڳ - سنياس - دنيا ترڪ ڪرڻ يا تارڪالدنيا ٿيڻ واري حالت - دنيوي خواهش کان نفرت - دنيا کان ڪناره ڪشي. بي آرامي. عشق. فراق - وڇوڙو - غم - درد. روڳُ.

= وِيراڳڻ ۽ وِيراڳڻيُون: ث. بيراڳڻ - فقيرياڻي.

= وِيراڳِيُ ۽ وِيراڳِيُ: ذ. دنيائي خواهشن کان پري - ويراڳ وارو - بيراڳي - سنياسي - فقير - تارڪالدنيا. عابد. زاهد. جوڳي. عاشق.

● وِيرانُ ۽ وِيرانَ: ذ. سُڃو - برباد - اُجڙ - غيرآباد - ويران - آرڻ - اُجاڙ - اُجڙيل - نابود - تباه. پامال - ٽٽل - خراب. کنڊر - ڊڙا - غار - اُداس - پريشان.

= وِيرانُ ٿِيڻُ: اُجڙڻ - تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - غيرآباد ٿيڻ - پامال ٿيڻ.

= وِيرانُ ڪرڻُ: برباد ڪرڻ - اُجاڙڻ - پامال ڪرڻ - تباهه ڪرڻ.

= وِيرانوُ ۽ وِيرانا: ذ. جهنگل - اُجاڙ - اوجهڙ. غيرآباد جاءِ - ويرانو - پٽُ - ڀِڙو.

= وِيرانِيُ ۽ وِيرانِيُون: ث. سڃائي - تباهي - بربادي - اُجاڙ.

● وِيرا واهُ: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● وِيراهِبِ (ڪ): اسم خاص. هڪ نئن جو نالو.

● وِيراهُ واهُ: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيرِجُ: ث. (سن. وِيرِيهِ = منِي) مني - ڌات - نطفو - مڙدي - بيرج.

● ويرڙو ۽ ويرڙا (ت): ذ. اسم خاص. پکيءَ جي هڪ قسم جو نالو.

● وِيسوميُ (ٿ): اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● وِيرَمَ ۽ وِيرَمُون: ث. (سن. وِلمبَ = وير) وقت - مهل - ويل - ٿورو وقت - گهڙي. چرڪ - سيل وِل - دير - اوير - ڪيسو - ميڙپ - اِلتوِ - ليت ولعل - ٽاڪو. ”آڏيندي ڏينهن لڳن، ڊاهيندي ويرم نه لڳي“ (چوڻي).

= وِيرَمَ وِساري نه وِهڻُ: ڪڏهن به دل تان نه وسارڻ - هر وقت ياد ڪندو رهڻ - هڪ پل به ياد کان غافل نه رهڻ - سدائين سڪ ۾ گذارڻ.

● وِيرَمنتَ ۽ وِيرَمنتِيُون: ث. ماڻهوءَ کي رت ڳاڙهو ڪري ماريندڙ جادو يا زهر.

= وِيرَمنتَ هڻڻُ: جادوءَ يا منتر سان هڪدم مارڻ (ماڻهو يا حيوان کي).

● وِيروُ ۽ وِيرا: ذ. (سن. وِيلا > وِلمب = وقت) وقت - ويل - ويلا - ٽائو - مهل - ويلو. دير - اوير. وجهه - داءُ - وَڪَڙُ - وارو - ڦيرو - موقعو. (ت). ڀيرو - دفعو - گهمرو. (ڪ). سانگو - خيال. (ت). واندڪائي - فراغت. (ت). پاسو - ڪنارو - ڪنار - ڪَپُ. (ت). (صفت). واندو - آزاد - چنچل. (ڪ) (ث. وِيرِي ۽ وِيرِيُونُ).

= وِيرا نه هُجَڻُ (ت): واندڪائي نه هجڻ.

= وِير سانُ (ت): ظرف. سانگي سان - اتفاق سان - موقعي سان.

● وِيرِي ۽ وِيرِيُونُ: ث. وِير - گوهه. نڍي ڪوهي. حصو - پاڳو. حد واري ڀت يا ديوار - حاطو. حجاب - پردو. جهنگ - ويڙهو. رڻ پٽ - سڄ.

● وِيرِي تي هلَڻُ (ڪ): ڪاڪوس لاءِ وڃڻ - جهنگ ڏانهن وڃڻ.

= وِيرِي ڏِي وَڃَڻُ (ڪ): سُڄَ ڏي وڃڻ. جهنگ ڏي وڃڻ. واهيات بڪڻ. اجايو ٻڪڻ.

● وِيرِيَمُ: ث. (سن. ويريه=مني)مني-سترّدي-وِيرج.

● وِيرِيچَلُ ۽ وِيرِيچَلَ: ذ. صفت. ويڙهيچل. دوست-محبوب.

"ويجهو آهي وڻين کون، ويڙيچل وٽاڻ".

● وِيڙُ ۽ وِيڙَ: ذ. (سن. ويشٽ = جهنگ) جهنگ-جهنگل. وڻن جو جهڳٽو-ويڙهه. جُوءِ-کوچو-ڳُجهو-پيلهاڙو-پٽن. ويڙهه-ويڙهو-هاڙو. مارن جو ملڪ. (مارئي-ڳَرُ).

- وِيڙِيچَلُ ۽ وِيڙِيچَلَ: ذ. صفت. ويڙهه يا جهنگ ۾ رهندڙ-جهانگي-مارو. محبوب.

"ويڙهيچل وطن ڏانهن واڳون واريندا".

- وِيڙِيچوُ ۽ وِيڙِيچا: ذ. صفت. ويڙيچل.

● وِيڙِهَ ۽ وِيڙِهيُون، وِيڙِهُونُ: ث. لڙائي-جنگ-يُڌُ-جُڌُ-رَزمُ. جهيرو-ٽنٽو-رڳڙو. گهاٽو جهنگ-ڳُتيل جهنگ. (ڪ). گهاٽا وڻ-جهُمٽ-جُوهو-جُهو. (اسم خاص). ول جو هڪ قسم-وڻن تي ٿيندڙ هڪ وَلِ.

- وِيڙهاتُ ۽ وِيڙهاتَ (ڪ): ذ. صفت. ويڙهاڪ.

- وِيڙَهاڪُ ۽ وِيڙَهاڪَ: ذ. صفت. جنگ ڪندڙ-وڙهندڙ-لڙاڪُو. جهيڙائي-جهڳڙائي-ٽنٽائي-رڳڙائي-معاملائي.

- وِيڙهاڪُو: ذ. صفت. وڙهندڙ-لڙاڪُ. سورهيه-پهلوان. (ڪ).

- وِيڙَهاندِ (ت): ث. ويڙهه-لڙائي. جهيڙو-جهڳڙو.

- وِيڙُهُو ۽ وِيڙُهُو: ذ. صفت. ويڙهاڪ-لڙاڪو-لڙاڪ-جنگجو. جهيڙائي-رڳڙائي-ٽنٽائي-معاملائي.

- وِيڙُهُو ڳهَٽوُ ۽ وِيڙُهُو ڳهٽا: ذ. ويڙهو ڏنبو-وڙهندڙ ڳهيٽو. جهڳڙائي ماڻهو.

- وِيڙُهُو ڳهَٽو هَٽڻُ: جهيڙاڪار هئڻ.

● وِيڙَهُ ۽ وِيڙَهُ: ذ. (سن. وِيشٽ = جهنگ) جهنگ-جنگل-ٻيلو-گهاٽا وڻ-وڻن جو جهڳٽو-ويڙهو. ڳَتِهَ جو هڪ قسم-مُنديءَ جو هڪ قسم-ويڙهي واري مُنڊي (جا خاص شاديءَ ۾ ڪم اچي). ڪورين جي اصطلاح ۾ اُتيل ڪپڙي مان تاڪيو ڦاڙڻ بعد باقي تُرَ تي ويڙهيل ڪجهه ڪپڙي ٽُڪر. (ت). ڌوٻين جي اصطلاح ۾ ڳُنبِ تي چڙهيل ڪپڙن مٿان ويڙهيل ڪپڙو. (ت). درياء جي ٻيڙيءَ جي سڙهه جي ٻاهرين ڪنارن سان ٻَڌل نوڙي. (ن-بلوچ). (ذ. صفت). ويڙهيل-گول سول-ٻيچدار-وڪڙيل.

- وِيڙُهُ ڦَليِءَ جوُ: ذ. سڙهه جي چوڌاري وٽ سان رسو. (ن-بلوچ).

- وِيڙَهاڪُو ۽ وِيڙَهاڪا: ذ. صفت. وڻن جو جهڳٽو-جهُمٽ-ويڙهو.

- وِيڙِهيچوُ ۽ وِيڙِهيچا: ذ. صفت. جهنگ ۾ رهندڙ-جهانگي-سانگي. مارو ماڻهو-ڏوٿي-ويريچو. ڳنوار-اناڙي.

● وِيڙَهارَ: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيڙهائِڻُ: مصدر. لڙائي ڪرائڻ-لڙائڻ. جهيڙو ڪرائڻ-جهڳڙو ڪرائڻ. ليٽائڻ-ويڙهه ڪرائڻ. (ويڙهائيو-ويڙهائيندو-ويڙهائيل).

● وِيڙَهڻُ: مصدر. (سن. اورڻ) چوڌاري وڪوڙڻ-لپيٽڻ-وڪوڙڻ-ٻَڌڻ-سميٽڻ. وِيٽو ڪرڻ. ڍڪڻ-لڪائڻ-گهيرڻ-بند ڪرڻ.

- وِيڙِهجِيُ سِيڙِهجِيُ وَڃَڻُ: گول سول ٿي وڃڻ.

- وِيڙَهه سِيڙَهه: ث. ٽڪڙو ڪم-تڙتڪڙ. مختصر نمونو-نهايت گهٽ.

- وِيڙِهونِيُ ۽ وِيڙِهونِيُون (ت): ث. ويڙهو-ويڙهيل. ڏلڪو.

● وِيڙُهوُ ۽ وِيڙَها: ذ. چوطرف لوڙهي جي اندر آيل ايراضي-هاڙو-محلو-ڪُٽنب-خاندان. حويليءَ جو اڱڻ. جاء-مڪان-ماڳ. چوڌاري ڏنل ويڙهو-واڙ-لوڙهو-واڙو. لوڙهي سان ٻَند ٿيل ڪاڪوس-ٻُشِي-پائخانو. غسل خانو. سٽ وغيره جو ويڙهيل ڍيرو-ڦورو-ڍيري. (واچ

وغيره جو) اسپرنگ. ٻير جو ڪهاٽو وڻ. ڦرڙيءَ جو هڪ قسم. سيڙهه ۾ ٻڌل رسا - ٻيڙيءَ جو هڪ اوزار.

- وِيڙهاٽو ۽ وِيڙهاٽو (ڪ): ذ. ويڙهي وارو - لوڙهي وارو.

- وِيڙهو ڪري وِهڻ: چونڪي لڳائي ويهڻ - وبهي ڪچهري ڪرڻ - گڏ ٿي ويهڻ - ميڙ ڪري ويهڻ.

- وِيڙهو وِيڪرو ٿيڻ: آزادي ملڻ - جهٽل پل نه ٿيڻ.

- وِيڙهي تي هلڻ: ڪاڪوس ڪرڻ لاءِ وڃڻ.

- وِيڙهي تي وِهڻ: ڪاڪوس لاءِ وڃڻ - ويڙهي تي هلڻ.

- وِيڙهي ۾ وِهڻ: ويڙهي تي هلڻ يا وڃڻ - ڪاڪوس ڪرڻ وڃڻ.

● وِيڙهو جهپ: اسم خاص. ٿر ۾ ڏيهلي جي اُتر-آلهندي طرف ٿن ڪوهن تي هڪ ڳوٺ جو نالو.

● وِيڙهي ۽ وِيڙهيون: ث. (ڏاس وغيره جي) ڏورن جو ننڍو ويڙهو - ڍيري - سٽ جو ڦورو - وِيٽو - گونچڙي. (تار وغيره جو) ور - ٻيچ - وڪڙ.

- وِيڙهي ڪرڻ: ڏاس، آن يا ملس وغيره کي صاف ڪري ڪتڻ لاءِ خاص نموني ويڙهي ڍيرو ڪرڻ.

● وِيڙهي: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● وِيڙهيچو ۽ وِيڙهيچا: ذ. ساڳئي ويڙهه يا جُوءِ جو رهاڪو - ڳوٺائي - هم وطن. (اسم خاص). جوکيجن جي هڪ پاڙي جو نالو. (ن - ب).

● وِيس ۽ وِيس: ذ. وڳو - (ڪپڙن جو) جوڙو - پوشاڪ - ڪپڙا - لباس. رنگ - ڍنگ - نمونو. فقيرن جي ڪين مرشد وٽان مليل ڀيک. چمڙا پوش.

- وِيس ڌاري ۽ وِيس ڌاري: ذ. نئين نموني جا وڳا ڍڪيندڙ - ناٽڪ ۾ حصو وٺندڙ - نٽ - اداڪار - نخريلو - ايڪٽر - نقال - مسخرو.

- وِيس ڦيٽائڻ: ٻيا ڪپڙا پائڻ - پوشاڪ بدلائڻ.

- وِيسترانُ ۽ وِيسترانَ: ذ. صفت. ويس وارن جو. ظاهري لباس.

"اوڍي ويس ويسران جا ڏيهه کي نه ڏيکار".

- وِيسي ۽ وِيسي: ذ. ري سيبي.

- وِيسا ۽ وِيسا: ذ. مخفف ويساهه.

- وِيساڪاتي ۽ وِيساڪاتيون: ث. ٺڳي - ويساهه گهاتي - دغا - دوکو - ڪوٽ - دولاب - فريب.

- وِيسا گهاتي: ذ. ويسا ڪاتي.

- وِيسا سُوڙ: ذ. بي سمجهه - موڳو - وائڙو.

- وِيسا وِجائڻ: ويساهه وڃائڻ - ٻٽ وڃائڻ - ٻچڙائي ظاهر ڪرڻ - اعتبار گهٽ ڪرڻ - ڏڏوٽڻ. بي فائدي ڪوشش ڪرڻ.

- وِيسا وِسُوڙو ۽ وِيسا وِسُوڙا: ذ. سچو - ايماندار - وفادار - ايمان وارو - سُپٽيو. وچن تي پورو.

● وِيسارو ۽ وِيسارا: وسري وڃڻ واري حالت - ويسر - نسيان - ڀُل. (ذ. صفت). ويسر جو يا ويسر وارو - وساريندڙ - ياد نه رکندڙ - ويسريو - ويسر کاڌو - ڪپنوار - غافل - بي پرواهه.

● وِيساس ۽ وِيساس: ذ. وفاداري - عقيدت - سچائي - ويساهه - نِسچو - ڀروسو - ايمان - اعتبار - يقين - اعتقاد - اعتماد.

- وِيساسي ۽ وِيساسي: ذ. ويساهه وارو - اعتباري - اعتقاد وارو - ايمان وارو - سچو. وفادار - سرڌالو.

● وِيساک: اسم خاص. هندڪي سنبت جي ستين مهيني جو نالو - ويساخ (اپريل - مئي جي برابر).

- وِيساکي: اسم خاص. (سن. وِشاکا). ويساک مهيني جي سورهين تاريخ. ويساک جو. ويساک جي مهيني ۾ هندن جو لڳندڙ ميلو. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن (جنهن تي ڪيترن هندن تي درياهه تي ميلو ملهايو ويندو آهي).

● وِيسانُدِ ٤ وِيسانُدُون: ث. آرام - قرار - فرحت. صبر - سانت - مات - ساهي - ويساندي - ڍاپو - دم - ويساهي - واندڪائي - فرصت.

- وِيسانُدِيُ ٤ وِيسانُدِيُون: ث. فرصت - واندڪائي.

- وِيسانُهُون: ذ. ويسانئي - ويسانهين - ڍاپو - منزل - ويساهي. وندر - فرحت. ورونهن. ڪمت - ڪُٽو - تعطيل - چوٽي.

● وِيساڻُ وِيساڻ: ذ. ماسونسدي مڇيءَ جو هڪ قسم. چرڪو - ڏونو.

● وِيساهڻُ: مصدر. يقين ڏيارڻ - مڃائڻ - ويسهڪرڻ - ويساهه ڏيڻ - ڀرغلائڻ - ويساهه ڏيئي ڏوڪو ڏيڻ - ڀلائڻ - ڪوڙو دلاسو ڏيڻ - ڏُتارڻ. (ويساهيو - ويساهيندو - ويساهيل).

- وِيساهُه ٤ وِيساهَه: ذ. اعتبار - يقين - پروسو - پرتيت - ويسهه - وشواس - پت - عقيدو - سرڌو - ايمان - صدق - اعتقاد - پڪ.

- وِيساهه آڙائڻ: (نفعي جي اميد تي) نقصان پرائڻ.

- وِيساهه گهاتيِ ٤ وِيساگهاتيون: ث. ٺڳي - دولاب - دغا - ڪوٽ - ٺرڳٽ - بي ايماني - ڪپٽ - نمڪ حرامي - يارماري. اعتبار ڪري دوکي ڏيڻ واري حالت. (ذ. صفت). بي ايمان - نمڪ حرام - يارمار - دوکيباز - دغاباز - ٺڳ - دولابي - ڪپٽيو.

- وِيساهُو وِيساهُو: ذ. صفت. ويساهه وارو - ويساهي - ايماندار - سچو - سپٽيو - پروسي جهڙو - معتبر - ايماني.

- وِيساهه وِڃائڻ: آجايو پاڻ کي لڄي ڪرڻ - پاڻ کي ڀڏرو ڪرڻ.

- وِيساهه وِسهڻ: اعتبار ڪرڻ - يقين ڪرڻ - وشواس ڪرڻ.

- وِيساهه هُجڻ: اعتبار هجڻ - پت هجڻ.

وِيساهِي: ويساهه ڏيئي - ڏلبو ڏيئي.

- وِيساهي وِڙهڻ: دغا ڏيڻ: دولاب ڪرڻ - آسرو ڏيئي فريب ڪرڻ - دوکو ڏيڻ.

● وِيساهِيُ ٤ وِيساهيُون: ث. آرام - فرحت - دم - ڍاپو - ويسالدي - ويسانهون - ساهي - فرصت.

- وِيساهِين: ث. فرصت - واندڪائي - ويساهي - ساعت - دم - آرام - ڍاپو - ويساندي. خوشي - فرحت. ساهه پٽڻ يا ساهه کڻڻ جي جاءِ - آرام گاهه.

● وِيسائون: ذ. پاڇاريءَ کي هرلي سان ڳنڍيندڙ ڪاٺ جو هڪ ٽڪر.

● وِيسَرِ ٤ وِيسَرُون: ث. وسري وڃڻ واري حالت - نسيان - ويسارو - وسوڙائپي - غفلت - فراموشي - ڀُل - چڪ يا چوڪ - غلطي (ت).

- ويسرالِ ٤ ويسرالُون (ڪ): ث. ويسر - وسوڙائپي.

- وِيسَرِ پُولُو ٤ وِيسَرِ پُولا: ذ. ويسر سبب ٿيل غلطي - ڀُل چوڪ.

- وِيسَرِ پولي ۾: چوڪ کان - پولي ۾ - ڀل ۾ - غلطي سان - سهوا.

- ويسَرو ٤ ويسَرا: ذ. صفت. ويسرڪاڻو - ويسريو - وسوڙل - غافل - گنوار - بي خبر - وساريندڙ - وِيسلو.

- وِيسَرِي ٤ وِيسَري: ذ. صفت. ويسرڪندڙ. مست - غافل.

● وِيُسَر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِيُسَرُ ٤ وِيُسَرَ: ذ. هڪ دريائي جانور جو نالو.

● ويسَرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِيسَرُڪِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت، تعلقي بدين ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ديهن جا نالا.

● وِيسَرو: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيسروڙي: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ پِٽَ جو نالو.

● وِيسِلو ٤ وِيسِلا: ذ. صفت. (من. سُمر = ياد ڪرڻ) غافل - ويسارو - ويسرو - وسُوڙو. گهيلو. بي خبر.

● وِيسَنُدَ ٤ وِيسَنُدِيُون: ث. واندڪائي - فرصت - فراغت - وارڪائپي - ويساهين - ساهي. ويرم. وارو. وقفو. (ن - بلوچ).

● وِيسُو ۽ وِيسا (ت): ذ. صفت. بردبار – متحمل – ڪِنيِر – ڪنيِر.

● وِيسُورو ۽ وِيسُورا (ت)؛ ذ. حيرت – عجب – اچنبو. خيال – ويچار. ارمان – ڏُک – غم – فڪر.

● وِيسُونڊِي (ت)؛ ث. گاهه جو هڪ قسم.

● وِيسُونِي (ت)؛ ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. (ذ. صفت). ڪُل جو هڪ قسم.

● وِيسُوهو ۽ وِيسُوها (ت): ذ. ٣٣ فوٽ + ٣٣ فوٽ ماپ جو زمين جو ٽڪر – ايڪڙ جو ويهون حصو – وِيسو – وِيسُنو.

● وِيسَهُه ۽ وِيسَهَه؛ ذ. (سن). ڀروسو – اعتبار – اعتقاد – اعتماد – ويساهه – يقين – پَت – نشچو.

– وِيسَهُه وِڃائِڻ: اعتبار وڃائڻ – ڀروسو ڀَڃڻ – پَت وڃائڻ.

● وِيسُنو ۽ وِيسُنا؛ ذ. ٣٣ + ٣٣ ڪعب فوٽ ماپ جو زمين ٽُڪر – وِيسو.

● وِيسِي ۽ وِيسِيُون؛ ث. کاڌو – خوراڪ. هڪ ويلي جي کاڌي جي رقم يا راشن – کاڌي خوراڪ جو خرچ. وِيلو. حساب. خرچ. ڀيڙِي.

"ائين ڪنهن نه آتوءِ،
ڪِ رِيءَ امرَ وِيسِي چَلِي".

– وِيسِي پائِي ۽ وِيسِي پائِي؛ ذ. صفت. کاڌ خوراڪ ۾ حصو ڀريندڙ.

– وِيسِي خورُ؛ ذ. صفت. ڪنجوس. وِيسي ماريندڙ.

– وِيسِيُون ڪَٽَڻ: ويلي تي کاڌي جو حساب لڳائڻ. ڪنجوسائي ڪرڻ.

● وَيشُ: ذ. (سن). هندن جو هڪ فرقو – ٽئين طبقي جو هندو (برهمڻ – کتري – وَيشُ – شُودر). واڻيو – مهاجن. واپاري – سوداگر – وڻجارو.

● وِيشُڪارُ ۽ وِيشُڪارَ (ڪ)؛ ذ. صفت. هٺ ڇُراند ڪندڙ – ائنشرو – مستي خور – زيان ڪار.

● وِيشِنو ۽ وِيشِنا؛ ذ. (سن). هندن جي هڪ فرقي جو ماڻهو (جو ماسُ ڪونه کائي).

– وِيشِنو ٿِيڻُ: گوشت مڇي نه کائڻ. هندو ٿيڻ. ڪِرياٽتو ٿيڻ.

● وِيشِيا ۽ وِيشِيائُون: ث. (سن). رنڊي – ويشوا – ڪڃري – ڪسٻياڻي – رَنَ – رنگيلي.

● وِيڪَ ۽ وِيڪُون: ث. ويڪر – ٻَرُ – ڇوڙائي – ٻکيڙ – وُسعت – ڪُشادگي – خُلاصڪي – موڪرائي.

● وِيڪَ ۽ وِيڪُون: ث. کهٽتائي – عيب – وِڏَ – خامي – نقصُ – اوڻائي – ڪَمي – سُقم – جِيءَ – وِنڪت. ڏيٺِ. گِلا – غيبت. غلطي – چوڪ خَطا – ڀُل.

– وِيڪارو ۽ وِيڪارا؛ ذ. وِيڪ وارو – ويڪاٽتو – اڻ سالم – وِڏئي – وِڏاٽتو – عيبدار.

● وِيڪِرُ ۽ وِيڪِرَ؛ ذ. صفت. وِڏئي – وِڏاٽتو – وِيڪارو. ٻين جا عيب ڪيندڙ.

– وِيڪَ ڪَيڻُ: کهٽتائي ظاهر ڪرڻ – عيب ڪيڻ – عيب آگهاڙڻ. چوڪ يا ڀُل لهڻ.

● وِيڪاچُ ۽ وِيڪاچَ: ذ. وِڪاءُ – وِڪرو – وِيڪاءُ.

– وِيڪاءُ ۽ وِيڪاءَ: ذ. ويڪاچُ – وڪرو – وِڪاءُ – ويڪاچ.

– وِيڪائُو ۽ وِيڪائُو: ذ. وڪڻڻ جو – وڪري جو – وڪيل – ويڪُو.

● وِيڪَرِ ۽ وِيڪَرُون: ث. ماپ جو هڪ قسم – ويڪ – ڪشادگي – موڪرائي – ڇوڙائي – خلاصڪي – وسعت.

– وِيڪَراڻِ ۽ وِيڪِرائُون: ث. ويڪر – ويڪرائي – وِيڪَ – ڇوڙائي – ڪشادگي – خلاصڪي – وسعت. ڍِرائي. مهل. وجهه – موقعو. گنجائش.

– وِيڪرائي ڦاڪَ: ث. جاگرافي ۾ ويڪر جي هڪ خيالي لِيڪ.

– وِيڪرائي ڪهيرا: خط استوا سان ساڳي وڇوٽيءَ تي قطبن ڏانهن ويندڙ ڪهيرا يا خيالي ليڪا:

- وِ يکروُ ۽ وِ يکرا: ذ. صفت. ڪشادو - خلاصو - مئو - جهجهو - ڪهٽو. ڊرو - سست - ڍلو. ڍار - الڳ - علحدو - علاحده - جدا. نجو. ڪنجائشي.
- وِ يکرو ٿيڻُ وِ يهڻُ (ت): ڪشادو ٿي ويهڻ. خوش ٿي ويهڻ. دشمنن جو ٽري وڃڻ.
- وِ يکري ڪُنڊَ: ث. گوني ڪنڊ کان وڏي ١٨٠ درجن کان گهٽ ڪُنڊ.
- وِ يکري ڪُنڊَ تڪنڊو: ذ. هڪ ويکري ڪُنڊ وارو ٽڪنڊو.

● ويڪر: ث. ٽر ۾ ٿيندڙ ڏتڙ گاهه ۽ ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا داڻا مارو ماڻهو ڏڪار ۾ کائين). گل جو هڪ قسم. (ن - ب).

● وِ يکراجُ ۽ وِ يکِراجَ (ڪ): ذ. ويڪاج - ويڪاءُ - وڪرو - وڪاءُ.
- ويڪراجُ ۽ ويڪراجَ: ذ. ويڪراج - وڪرو.

● وِ يڪڻُ: مصدر. غيبت ڪرڻ - گلا ڪرڻ - لندا ڪرڻ.

● وِ يڪوُ ۽ وِ يڪو: ذ. وڪڻڻ جو - وڪري جو - وڪيل - ويڪاءُ - وڪائو - وِ يڪائو.

● ويڪيءَ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِ يکڻُ: مصدر. ڏسڻ - پسڻ. پکيڙڻ - ڪنڊ رڻ - ڪِرڙو ڪرڙ ڪرڻ - چڙوچڙ ڪرڻ. (ويکيو - ويکيندو - ويکيل).

● وِ يکو ۽ وِ يکا: ذ. وڻ جو هڪ قسم - جبل جو ٻوٽو. ان ٻلاءُ جيري جهڙا، گل ڳاڙها، ٻخار لاءِ ڪم اچي، پسارڪو وکر. (ن - ب).

● ويڳَ ۽ ويڳَونءَ ث. سير - ڍارا - ڍارَ - وهڪرو - وهڪ - وهه - پرواهه.

● ويڳ ۽ ويڳَ: ذ. پيٽ جو سور - آهنج - ايذاءُ - درد - ڏک - تڪليف.

● وينگنس: بهار جي منڊ.

● وِ يڳُ ۽ وِ يڳَ: ذ. مٿي جو سور - ڪهومات - درد. خمار. زهر جي اثر جو نشو.

● ويڳاڙُ ۽ ويڳاڙَ: ذ. ڪار. خار.

● وِ يڳاڻو ۽ وِ يڳاڻا: ذ. ٻئو - ويڳيو - اوپرو - غير - پرائو - ڌاريو - ورديشي - پرديسي - ٻديهي - مسافر. بيگانو - نڌڻڪو - ڏُکيل. نادار. نادر - عجيب. موڳو - ڏکويل - اداس. غافل - مونجهو - پريشان - دردمند - نماڻو - ڪوماڻو. بيهوش - بيحال.

● ويڳَتِ (ت): ث. حال - حقيقت.

● وِ يڳرُ ۽ وِ يڳرَ: ذ. وَکرُ - مرچ مصالح - مشالو - مشالو. غريب عورتن جو مٿي ۾ وجهڻ جو، ميندي ۽ آنورا وغيره وارو وِ يڳر. ليس.
- وِ يڳرُ وَکرُ: ذ. سامان - وکر. وکري - جنس - وکر - واپار - سودو.

● ويڳو ۽ نڳو (پاڻ): ساڳيو نه ته ويڳو ڍور. (ن - ب).

● وِ يڳوُ: ذ. بي شيءِ - بدليل شيءِ - ڌاري شيءِ - ٻاهران آيل. عيوض - بدليل. ٽڪرو.

● وِ يڳيُ ۽ وِ يڳيوُنُ: ث. ڌاري - ڌارين - پرائي - اوپري.
- وِ يڳيوُ ۽ وِ يڳيا: ذ. صفت. ورديشي - ڌاريون - پرديسي - غير - بيگانو - ويڳاڻو - غيرملڪي - ٻديهي - ڌاريو.

● وِ يلَ ۽ وِ يلوُنُ: ث. (سن. وِ يلا = وقت). مهل - وقت - ٽائيم - گهڙي - ٽاڻو. موقعو - وجهه. وات جو ٻاسو - واڇ (ڪ - ل). ٻاسو - ڪنڊ (ت). مڱڻهار کي کهور (ڪ - ت). وَل (ٿ). شاديءَ ۾ زالن جو آن وغيره کڻي وڃڻ (جنهن جي عيوض مڻائي ملي). خيرات. (ن - ب). لنگر - ناتاري - پلي.
- وِ يل ڪرڻُ: مهل ڪرڻ - ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ. ڍروٿيڻ. (ت). کهور ڪرڻ. ٻاسو هڻڻ (ت).
- وِ يل نه وِ جائڻُ: ضرورت وقت ڪم اچڻ - وجهه تي مدد ڪرڻ.
- وِ يل نه لَهڻُ: وقت هٿ نه اچڻ. بي خبريءَ ۾ ڦاسي وڃڻ.
- وِ يلَ وِ جائڻُ: وجهه گسائڻ - وقت يامهل وڃائڻ.
- وِ يليُ ۽ وِ يليِ: ذ. صفت. واڇ ڦريل.

● وِ يلُ ۽ وِ يلَ (ڪ): ذ. ويڪر - ويڪرائي - ٻئر. "هرڪ جو ويلُ ڪيترو آهي؟". (جملو).

● وَيلُ ٤ وَيلَ ؛ ذ. صفت. مصيبت - شامت - ماجران - مازران - ظلم - قهر - زو راوري - ڏاڍُ - زَبَر - ايذاد - ناحق. تڪليف. ڪمبختي - نياڪ. ڏُک - سُور - غم - ايذاءُ.

= وَيلُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ - ڏُک ڏيڻ - تڪليف ڏيڻ.

= وَيلُ وِهائِڻُ: ظلم ڪرڻ - ڏُک ڏيڻ - تڪليف ڏيڻ.

● وِيَلُ ٤ وِيَلُ: ذ. صفت. (سن. وِڳت) هليو ويل - روانو ٿيل. گم ٿيل - وڃايل. چٽ - ناسُ - برباد. ناڪار - بي ڪار. ڪريل - ڳهَٽ.

● وِيلَڻُ (پاپڙ): پاپڙ ويلڻ - پاپڙ ٺاهڻ. هر مصيبت کي منُهن ڏيڻ. سختي پوکڻ.

● وِيلَڻُ ٤ وِيلَڻُ: ذ. (سن. ويلَنَ) سانيءَ وغيره کي گول ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو گول هٿيو.

● وِيلِڻِيُ ٤ وِيلِڻِيُون: ٿ. (سن. ويلَنَ) ڪپهه مان ڪڪڙا ڪيڻ جو اوزار. ارٽي.

● وِيلو ٤ وِيلا: ذ. (سن. وِيلا = وقت) وقت - وِيل - مَهَلَ - ڪال. گهڙي - ساعت. مانيءَ جو وقت - مانيءَ جو ٽائيم. (ظرف). جلد - جلدي - سويرو. (ڪ). جهٽ - تڪڙو. (ڪ) - وهلو. (ٿ).

= وِيلا ٽارَڻُ: وقت ٽپائڻ.

= وِيلا پَئِي وَڃَڻُ (ڪ): ڪي ڏينهن ڪاڏو نہ ملڻ.

= وِيلا ڪَيَڻُ (ڪ): ڀُڪون ڪيڻ - فاقا ڪاٽڻ.

= وِيلا ڪَرَڻُ: وقت وڃهڻ - وقت گذارڻ.

= وِيلائِي ٤ وِيلائِيُون: ٿ. تڪڙ - جلدي. بي صبري - بي قراري.

= وِيلو پَوَڻُ: وقت پوڻ. هڪ وقت ڪاڏو نہ ملڻ.

= وِيلو ڪاٽَڻُ: هڪ وقت جي بُک ڪيڻ.

= وِيلو ڪَرَڻُ: گذارو ڪرڻ (وقت وانگر) - گذر ڪرڻ - وقت پاس ڪرڻ.

= وِيلو وِڃَڻُ (ٿ): گهڻو وقت پري رهڻ - جدائي ڪرڻ. ٻُکن ۾ مارڻ.

= وِيلو وِڇَ پَوَڻُ (ٿ): ٿوري ٻہ دير نہ ڪرڻ. جدا رهڻ.

= وِيلو وِيلُ: ظرف. دفعي دفعي - وقت ٻوقت - وقتاً فتوقتاً.

● وِيلُو ٤ وِيلا: ذ. ٻانٺ - ڏالٽ - هٽيچ - هاٿُو هاٿُو. آنڊن جي هڪ قسم جو سُور - پيٽ جو سخت سُور. سُور - ايذاءُ - عذاب. (ل). سُور جو وَٽُ - مَروڙ. (ڪ). گهوڙي جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڊاڪ پويس) - شيمڪ. (ن - ب).

= وِيلُو پَوَڻُ: سُور پوڻ.

= وِيلُو ڪَرَڻُ: ڪائڻ - ڳڙڪائڻ - هاٿُو هاٿُو ڪرڻ - هضم ڪرڻ.

● ويلهو: ذ. وِيلو - ٻُک - فاقو. وِلهائي. وَلَ. (ٿ).

● وِيلَهو ٤ وِيلَها: ذ. صفت. وِلهو - خالي - واندو - بيڪار - نِڪمو - نِڪميٺو - بي ڪارو - بي ڪمو. فارغ. فالتو. ٺَلهو - پاهو. بي روزگار. ويٺل.

= وِيلهائِي ٤ وِيلهائِيُون: ٿ. واندڪائي - فرصت - فُرجو - وارڪائي - ڏَٽُ - وارَ - فراغت. نِسچنتا - آلس - سُستي. سڪٽائي - ٺلهائي.

● وِيماسُ ٤ وِيماسَ: ذ. وماسُ.

= وِيماسُ ۾ پَئجِيُ وَڃَڻُ: ارمان ڪرڻ - غم ڪائڻ - ڳڻتي ڪرڻ.

● وِيمو ٤ وِيما: ذ. (سن. وِمُيَہ = مناستا) مناستا - وڻج واپار.

"وِٽُ وِيمي جو جي لهين،
تہ بي ڪار نہ ڪرين ڪا"

(سريراڳ - شاهہ).

(ع. بِيمَہ) جان ۽ مال جي حفاظت جو ذمو - ذمہ داري - جوابداري - جوکم - ضمانت. (ف. بيم = ڊپ) نقصان جو ڊپ (جنهن ڪري ضمانت جي ذمہ واري ڪنجي). مال جي ضايع ٿيڻ جو خوف - خوف.

= وِيمو آتارَڻُ: ويمو ڪرائڻ - ويمو ٿيڻ.

= وِيمائِي ٤ وِيمائِي: ذ. صفت. ويموڪندڙ.

● وِڻِن: (سن. وِ ي = وِيامِن). ويامن – ڦرڇڻين (سرسهڻي – گر).
ڪاريون ڪَڪِيون ڪُنڊيون، وارا ڪيو وڻِن." (سرسهڻي – شاهه).

● وِنٿت ۽ وِنٿيون (ث)؛ ث. پنهنجي خرچ لاءِ ڪجهه بچت – ڪفايت.

● وِنتِي ۽ وِنتِيون: ث. سوال – التجا – ايلڙاڻي – عرض – گذارش – نيزاري – عاجزي – منت.

● وِنتِي آڻڻ: عرض اگهائڻ – سوال مڃڻ – التجا قبول ڪرڻ.

● وِنٿڻ (ث)؛ مصدر. ويڙهڻ.

– وِنٿهي رکڻ: گڏ ڪري رکڻ. "کٽ واريون رليون وِنٿهي رک." (جملو).

– وِنٿڻ ۽ وِنٿڻ (ث)؛ ذ. ڪپڙن رکڻ جو ڳوٿرو – ڪپڙي وجهڻ جي ڳوٿري – بچڪي. رلين جو ويڙهو.

– وِنٿو ۽ وِنٿا (ث)؛ ذ. بدل ۽ ويڙهيل بسترو. نٿ.

– وِنٿِي ۽ وِنٿِيون (ث)؛ ث. مُنڊي.

● وِنجهه ۽ وِنجهون (ث)؛ ث. ٽُنگ – سوراخ – ڳُڙڪ.

● وِنجهار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِنجهار ۽ وِنجهار: ذ. صفت. وينجهر – اُڪريندڙ – هڪڙاڪ – مُنڊيون – ڀيڙا وغيره ٺاهيندڙ – قلم ڪار – ڪنده ڪار – هيرا وغيره پالش ڪندڙ – جوهر تراش – هيرن ۽ ڪچ جو ڪم ڪندڙ. هوشيار – سمجهو – ڏاهو – سياڻو – چالاڪ.

● وِنجهاڻو ۽ وِنجهاڻا؛ ذ. فال.

● وِنجهر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● وِنجهر ۽ وِنجهر: ذ. صفت. (سن. وِڌ + ڪار = موتي + پوئيندڙ). موتي ونڌيندڙ – وينجهار – هڪڙاڪ – ڳهن تي ٽڪون يا نگينا چاڙهيندڙ. هوشيار – سمجهو – ڏاهو – چالاڪ – سياڻو – داناءُ. (اسم). ٻاڻيءَ جي پکين کي ڦاسائڻ لاءِ مٽ جي نهيل چار.

● وِنجهڪو؛ اسم خاص. تعلقي روهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِنجهل (ث)؛ اسم خاص. ٿر ۾ گاهه جو هڪ قسم.

● وِنجهڻ: مصدر. وڌڻ – اُسرڻ – اڏڻ – ساڻو ٿيڻ – سرسبز ٿيڻ – وڌڻ ويجهڻ – سچڻ سورڻ – ڦرڻ ڦلڻ.

● وِنجهيڻي ۽ وِنجهيڻيون: ث. آهو اوزار جنهن جي وسيلي ڪاٺ کي ٽُڪي منجهس سَل ڪڍي سگهجي – ٽُنگ ڪڍڻ واري رنبي. (ث). هوا جو ٻنڪو – وِنجڻي – وِڃڻي.

● وِنجهول (ث): اسم خاص. ٿر ۾ گاهه جو هڪ قسم – چيهي گاهه جو هڪ قسم (جو جنهن پنيءَ ۾ اُپري، اُتي اُنهيءَ ٽُڪر ۾ ڪاهه پيدائش نه ٿيندي آهي).

● وِنڊو؛ (محاوره)؛ ذ. خرچ.

● وِنڊولي ۽ وِنڊوليون (ث)؛ ث. ڳهوٽ لاءِ ٺهيل جٽي.

● وِنڊو ۽ وِنڊا (ث)؛ ذ. زالن جي نڪ ۾ پائڻ جو هڪ زيور – ٽٽ.

● وِنبو ۽ وِنبا؛ ذ. وينبو – زيور جو هڪ قسم – نٿ – نٿ جو آهو پائڻ جو ڳهه جو سنهي گول ڪمان وانگر هوندو آهي، جنهن ۾ هڪ پاسي پارڙن سان ننڍو گول چڪو پيل هوندو آهي – نٿ جو هڪ قسم (جو سمات قوم ۽ هندو استعمال ڪندا آهن). اُگر جي مُنڊي جو هڪ قسم. سگهيءَ جي چوٽيءَ ۾ پيل ڪهنگهريون. ڪُتي جو هڪ قسم – اهو ڪتو جو اڪثر پُڇ (وينبي وانگر) گول ڪري هلي – ڪتي جو اهو قسم جنهن جو پُڇ ڪُنڊو هجي – لانبوسي ڪتو – ردي نِڪمو ڪُتو. جنبو ڪُتي.

● وِنبو ۽ وِنبا؛ ذ. صفت. آهو ڪُتو، جنهن جو پڇ ڏنگو ۽ وريل هجي.

● وِنڊارڻ: مصدر. نپائڻ – ساڻيڻ – پالڻ (ڪڇي محاورو).

● وِنڊيو ۽ وِنڊيا؛ ذ. زالن جي ڪن ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم. ٽٽ. مُنڊي. چلو –

جي آگرين ۾ پائڻ جو ڇلو (ڪ). دنبي جي دُنب کان هيٺ لٽڪندڙ پڇ جي چوٽي يا ڇيڙهو(ڪ). (صفت). گول - ڏِنگو.

— وِينڊِيَ وَرَڻُ: (شڪار جو محاورو). سوئر جي وڃڻ (ڏندن) جو ڦِري وڃڻ.

— وِينڊِيُ ۽ وِينڊِيُون: آگر جي منڊيءَ جو هڪ قسم - ڇيچ ۾ پائڻ جو ڇلو. اِيرينگ جو هڪ قسم.

● وِينَسُ: آسماني ڪرهَ يا سيار جو نالو - شُڪر.

● وِينڪَسُ ۽ وِينڪَسَ: ذ. صفت. عمدو - حَسين - سُندر - نڪو - ٺاهوڪو - موچارو - سهڻو - سوپيا وان - صورتوند - سُدرشن - خوبصورت - دِولائتو - اوکهو - زيبائتو - شڪيل - پريہ مان. جوان - بهادر. هُرلي جي ونگ. (وِينڪَسَ: اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

— وِينڪَسِ ۽ وِينڪَسُون: ث. صفت. نازنين - خوبصورت - سِهري - سُهڻي (مورت).

● وِينڪَڻُ ۽ وِينڪَڻَ (ٿ)؛ ذ. واگڻ.

● وِينڳهو (ڪ - ک)؛ اسم خاص. وڻ جو هڪ قسم.

● وِيڻُ ۽ وِيڻَ: ذ. (پرا. وَيَڻ. سن. وَچَنَ = ويڻ). وچن - سخن - عتاب - حرف. طعنو - ٽنڪو - مهڻو - ڏوراپو - اوپالو - ٽوڪ. بد سخن - گار. خراب هلت. پاراتو - پِٽ - اوراڻيو. (ن - ز ١٤١ - ص ١٠).

— وِيڻان: ضمير. هنن جا ويڻ - هنن جا ڏوراپا - هنن جا طعنا. (رپ - شاهہ).

— وِيڻنڊُون: ويڻن يا سخنن مان.

— وِيڻَ آڇَڻُ: مهڻا ڏيڻ - ويڻ وجهڻ.

— وِيڻَ وِجهَڻُ: مهڻا ڏيڻ - طعنا ڏيڻ - ٽوڪ هڻڻ. خراب هلت ڪرڻ. بد سخن ڳالهائڻ - گاريون ڏيڻ.

— وِيڻُ وَرائِڻُ؛ پِٽڻ - پاراتو ڏيڻ. مهڻا ڏيڻ.

● وِيڻُ ۽ وِيڻَ: ذ. وِلورُ - ٽڙي ٽيمٽي - نڪار - بيڪار - نڪمو - نالائق. خراب ڪپهہ. (ت).

● وِيڻتَ ۽ وِيڻتُون: ث. وينتي - عاجزي - عرض - انڪساري. (ل).

— وِيڻتِيُ ۽ وِيڻتِيُون (ٿ): ث. عرض - منٿ - عاجزي - انڪساري.

— وِيڻتِيُون ڪَرڻُ: منٿون ڪرڻ - ڏک ڏيڻ.

— وِيڻو ۽ وِيڻا؛ ذ. پيڙيءَ جي هڪ حصي جو نالو - پيڙيءَ جو سڪان.

— وِيڻا دوُرَ؛ ويڻي جا سڪان ڪي جهلڻ جا پہ رَسا.

● وِيڻيُ ۽ وِيڻيُون: ث. پالهن جي ڪرائي يا نَري.

● وِيوُ ۽ وِيا؛ ذ. (سن. وَيَہُ). روانو ٿيو - هليو - ويو هليو - ڪم ٿي ويو.

● وِيوَستا (ت)؛ ث. شريعت. (ل - وفا).

● وِيڻهَہ ۽ وِيڻهُون: ث. صفت. (سن. وِنشَت). ڳاڻيٽي جو هڪ تعداد - ويهن جي مجموعي صورت (ڳڻپ ۾ آساني پيدا ڪندڙ انگ. جيئن: پہ ويهون، ٽي ويهون). ڪوڙِي. (منڇر جو اصطلاح). پکين جون ويهہ جوڙيون. "فلاڻي جي ويهہ هيتري وڪائي."

— وِيڻهارو؛ ذ. صفت. اٽڪل روءِ ويهہ - ويهہ ڪن.

— وِيڻهَہ آگَرو؛ ويهن سالن جي عمر جو سوئر.

— وِيڻهَہ ڪَرڻُ: انصاف ڪرڻ.

● وِيڻهَنُ نَهن جو زور ڏيڻ: سڀ وس هلائڻ - حيلا ڪرڻ - گهڻي ڪوشش وَٺڻ.

— وِيڻهوُ ۽ وِيڻها؛ ذ. ويهن جو تعداد. ويهن ارن وارو چڪر. (ن - ب). چو ويهي ڪان ٿورو ٿلهو سٽ. (ت).

— وِيڻهوُ آنارَڻُ: پنهنجو مطلب ڪرڻ.

● وِيهتَ ۽ وِيهتُون؛ ث. ماپ - ڪَچ. رٿا - سِٽا - تجويز - اندازو - اٽڪل - سجاوٽ - بناوت. ڪم جي شروعات.

— وِيهتَ وِيهتڻُ (ڪ): سِٽا سِٽڻ - رٿا رٿڻ - سوچ سوچڻ.

● وِيڻهڙِ؛ اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● وِيڻهڙَ ۽ وِيڻهڙُون (ت)؛ ث. حد - نشان. ناموس.

- وِيْهَڙَ وَڃائِڻُ: حد ڪرڻ - نشان قائم ڪرڻ. عاليشان ڪم ڪرڻ - ناموس ڪيڏڻ. ضد رکڻ.

● وِيْهَڪَ ۽ وِيْهَڪُون (ل): ث. وِهڪ - ٻيڪ. مقاعد - ڪُرْسِي - دُٻِر. ڪارڙي تتر جو رات لاءِ واهيرو.

- وِيهَڪَ جِيُ جاءِ: ث. ڪُرْسِي - مقعد - دُٻر - چُوت.

- وِيهَڪَ ڪَرَڻُ (ت): مال جو وِيهارڻ. نورو ڪرڻ.

● وِيهڪَڻُ: مصدر. ڏسو وِهُڪَڻُ.

- وِيهڪِيُ وَڃَڻُ: وِهُڪِيُ وڃَڻُ.

● وِيهَلوُ (ٿ): ذ. صبح سوير - جهٽ پٽ - سوير. جلدي - ترت.

● وِيهَڻُ: مصدر. ويهي رهڻ.

- وِيْهُونُ: ذ. صفت. درجي ۾ ويهون - عدد قطاري. تمام گهڻو - ويهن جي تعداد ۾.

- وِيْهُونُ چَڙَهَڻُ (ڪ): گهڻن ماڻهن جو حملو ڪرڻ - لشڪر چڙهي وڃڻ - ماڻهن جا ڏِنب وري وڃڻ.

- وِيْهُونُ ڪَرَڻُ: حد ڪرڻ - چيهه ڪرڻ.

- وِيْهُونُ وَڃائِڻُ: پوريون ڪري ڇڏڻ. تمام سٺو ڪرڻ.

- وِيْهُونُ وَڃائي ڇَڏَڻُ: ڪمال ڪري ڇڏڻ - منزل مچائي ڇڏڻ - ڪنهن وڏي ڪم کي نهايت ڪاميابيءَ سان پورو ڪرڻ. (ن - ب).

- وِيْهُونُ وَرَڻُ (ڪ): ماڻهن جا ڏِنب اچڻ - تمام گهڻن ماڻهن جو اچڻ. لشڪر جو حملو ڪرڻ.

- وِيْهُونُ هَڻَڻُ: چيهه ڪرڻ - حد ڪرڻ.

● وِيْهُه ۽ وِيْهِه: ذ. وِهُه - زهر.

"سهسين سُڪ سرير جا، ويراڳين لڳن وِيهُه".

● وِيها (ل): ذ. ويساک جو مهينو.

● وِيهارِڻُ: مصدر. سوئر کي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪنهن جهنگ (ٿر) ۾ ويهارڻ. (ويهاريو - ويهاريندو - ويهاريل).

● وِيهَنَڻُ: مصدر. ساهڻ - ڪڇڻ. ماڻ يا ڪچڻ جي رتا رڻ. (ويهنيو - ويهنيندو - ويهنيل).

- وِيهِجِيُ وَڃَڻُ: نامرد ٿيڻ. پوڙهو ٿيڻ.

- وِيهِيُ وَڃَڻُ: (ڪوهه جو) کهنجي وڃڻ - جهپامڻ. پراڻو ٿيڻ - ڪُهنو ٿيڻ - جهُورُ ٿيڻ. ڪم ڪرڻ کان رهت ٿيڻ.

● وِيهِڻوُ ۽ وِيهِڻا (ٿ): ذ. لوهه، ٽامي وغيره تي چٽن ڪيڏڻ جو هڪ اوزار - چيٽيي. لوهه جي پٽي ۾ ٽنگ ڪرڻ لاءِ لوهه جو اوزار. (ٿ).

● وِيءُ ۽ وِيءِ: ذ. مال چاري جو ميدان - چراگاه - رک ڪيل زمين جو ٽڪر - چراهو.

- وِيئاڻِيُ: ذ. وِيءُ جو مالڪ.

- وِيءُ پَٽَڪَلُ هَڻَڻُ: ڪاڏي لاءِ سيڪي ملي سکهڻ.

- وِيءُ وِهائِڻُ: وڻج يا سودو ڪرڻ - واپار ڪرڻ - سوداگري ڪرڻ - چُڪائڻ - پوڻ.

● وِيءِ: اسم خاص. تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيْشُتَ ۽ وِيْشُتُون: ث. ساپ - پنمايش - وِنتت - ويتَ.

● وِيْشَرَ ۽ وِيْشَرُون: ث. ننڍي ڪوهي - ڪوهير - ڪوهي.

● وِيْشَرُ ۽ وِيْشَرَ (ٿ): ذ. مڙهو.

● وِيْشَنْرُو: بهه جي اوائلي صورت. (ن - ب).

● وِيشِيُ: ث. اِٽي ڏڪر راند ۾ ڇهون نمبر ڏاڪو (١- وڪٽ ٢- لتيڻُ ٣- مُونُ ٤- نارُ ٥- آر ٦- وِيشِي ٧- پتڪو يا يگ).

● وِيشِيُ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● وِيْيَتُ ۽ وِيْيَتَ: ذ. صفت. (س. وِڪَتَ = وِٿلَ). ويل - ڪم - وڃايل - ڪوهيل - هارايل - ڪُٽ. غرق - پدل - غلطان. بنا - سواءِ.

"وِيتَ واهر ترن هينڙا جن هجي ويا."

(سر سهڻي - شاهه)

- وِيتَ واهَرَ: بنا مدد - سواءِ واهر جي.

# هـ

**هـ:** ث. (سن. ع. ف) سنڌي الف ب جو پنجاهون اکر، عربيءَ جو ستاويهون ۽ فارسيءَ جو ايڪٽيهون اکر. ابجد جي حساب موجب عدد پنج. علم جنتري موجب لاڳاپو ڏيکاري ٿو ڪنواري راس يا گرهه ڏانهن ۽ پڻ سياره وينس ڏانهن، جو چنڊ والگر چمڪي.

● ها: ظرف. هائو ـ ائين ـ برابر ـ ٺيڪ ـ صحيح ـ درست ـ بجا. (حرف ندا). آها ـ ها ها. (حرف جملو). خواه ـ يا ڪِ. (فعل). هُئا جو مخفف. موجود هجڻ جو جمع ۾ ڪم ايندڙ فعل. مثلاً: ”فلاڻا بيٺا ها“ وغيره. فارسيءَ ۾ اي جان شين جي جمع ٺاهڻ لاءِ مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ مثلاً: ”سنگ ۾ سنگها“.

ـ ها ڪَرَڻُ: هائوڪار ڪرڻ ـ هائو ڪرڻ. قبول ڪرڻ ـ منظور ڪرڻ ـ اقرار ڪرڻ. (آواز) راڳ جي شروعات ڪرڻ.

ـ ها ۾ ها ملائِڻُ: شامل راءِ ٿيڻ ـ تائيد ڪرڻ. شريڪ راءِ ٿيڻ. خوشامد ڪرڻ.

● هابِ: صفت. جهڙو ـ مطابق ـ وانگر. لائق ـ واجب. مثلاً: ”ڪتن هاب. مهٽي هاب“ وغيره. (ذ). نصيب ـ ڀاڳ ـ بخت. (ٿ).

● هابو ۽ هابا: ذ. هُل ـ هنگامو ـ گوڙ ـ شور ـ ڌمچر ـ ٻَڙڌڪو ـ هابو.

● هابِيلُ: اسم خاص. (ع). حضرت آدم عليه السلام جي هڪ پٽ جو نالو (جنهن کي سندس ڀاءُ قابيل خون ڪيو هو).

● هاپَڙُ ۽ هاپَڙَ (ڪ): ذ. صفت. آبهرو ـ جلد باز ـ تڪڙو. اڏ ٻَڪَلُ ـ اڏرڏو ـ آپَڪُ.

● هاپو ۽ هاپا (ل ـ ٿ): ذ. ماڻهن جو گوڙ. هُل ـ شور ـ غُل ـ گهمسان ـ هابو.

”راڙيون رچن جون ٿيون هاپا هُل حَشر“

(حفيظ).

ڪتي جي پونڪ ـ ٻاهوڙ. (ل).

ـ هاپوڙو ۽ هاپوڙا (لس): ذ. گوڙ ـ شور ـ هُل ـ هابو.

● هاپوڙِجَڻُ (ل): مصدر. ڪنهن ميوي وغيره جو پچڻ تي ورڻ ـ ڪڪورجڻ. مثلاً: ”ڪِدرا هاڻي هاپوڙجي ويا آهن“ (جملو). (هاپوڙيو ـ هاپوڙيندو ـ هاپوڙيل).

● هاپِڙُ ۽ هاپِڙَ (ت): ذ. صفت. بدچال ـ بدڪردار ـ اوباش.

● هاتارَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هاتارُ ۽ هاتارَ (ڪ): ذ. جانور جو هڪ قسم ـ چراخ ـ هاترُ. (لس). (ذ. صفت). تڪڙو ڪم ڪندڙ ـ جلد باز ـ چالاڪ ـ هوشيار. ڳالهائو ـ واتراڏو. (ل).

● هاترُ ۽ هاترَ (لس): ذ. چراخ ـ هاتار. (ڪ).

● هاتِفُ: ذ. صفت. (ع). غيبي آواز ڏيندڙ. (ذ). آسماني آواز ـ غيبي آواز ـ آڪاش واڻي ـ الهام. (اسم خاص). عالم الغيب کان آواز ڏيندڙ هڪ فرشتي جو نالو.

● هاتِڪُ ۽ هاتِڪَ: ذ. صفت. (ع. حاذق جو بگڙيل) حڪيم. داناءُ ـ ڏاهو ـ سُگهڙ ـ سمجهو ـ فهيم ـ هوشيار ـ قابل.

”ٻڌندي ٻوڙن کي ڪي هاتِڪَ هٿ وجهن“

(سهٽي ـ شاهه).

چالاڪ. حريف. پهلوان - جوڌو - سُورهيه. تعجب خيز - عجيب. چور - هاڙه چور.

● هاٿُ ع هاٿَ: ذ. هڪ عضوي جو نالو - هَٿَ - دست - يَدُ.

- هاٿڙُ ٻاٿڙُ: صفت. ٻنا هٿن جي. هٿن ڪم آڻڻ کان سواء. ٻنا ٽيڪ جي - آٿرُ ٻاٿرُ.

- هاٿُ ڪَرَڻُ: هٿ ڪرڻ.

● هاٿِنڪُ ع هاٿِنڪَ: ذ. صفت. هاٿيءَ جهڙو - ٽوٽانگ. (ل). پهلوان - سُورهيه.

● هاٿِنِي ڏَهَرُ: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ڏَهَرُ جو نالو.

● هاٿِنِي لَڪُ: اسم خاص. تعلقي سنڌيءَ ۾ حدبنديءَ لاء کوڙيل نشان.

● هاٿِي ع هاٿِي: ذ. (پرا. هاٿِيئوَ. سن. هاٿِيڪَ. هَستِي. هَستِن = هاٿي) جانور جو هڪ قسم - فِيل - ٻيل - هستي - ڪَتج - ڪينُوَرُ - ڪُنجَلُ - ڪَنجَرُ - ڪُنچنُ. (ث. هاٿِڻُ. هاٿِڻِي ع هاٿِڻِيُون). شطرنج راند ۾ هڪ ساريءَ جو نالو. شڪارپور شهر ۾ هڪ (قديم) دَر جو نالو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- هاٿِياڻِي ع هاٿِياڻِيُون: ث. هاٿيءَ جي مادي - هاٿڻ - هاٿڻي.

- هاٿِي پَيَرُ ع هاٿِي پَيَرَ: ذ. هاٿيءَ کي ٿيندڙ بيماريءَ جو هڪ قسم - هاٿي پکو - فليپائو.

- هاٿِي ڏَنڊُ ع هاٿِي ڏَنڊَ: ذ. هاٿيءَ جي وات وارو ظاهري ڏند (جنهن مان عاج جو سامان ٺهي).

- هاٿِيءَ کي هِندوستانُ ڏيکارَڻُ: ظالم کي ظلم ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ.

● هاٿِي پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هاٿِي چٽڪَ: ث. ٻاجهيءَ جو هڪ قسم.

● هاٿپلوُ ع هاٿپلا: ذ. صفت. هٿ وارو - هٿ جو - بازاري. بازاري (مال). هٿلڪو (مال). هالُو چالُو. خراب عادتن وارو - ٻي لچڻو. (ڪ).

● هاٿَ ع هاٿُون (ت): ث. هوڏَ - ضد - بحث - هَٿُ.

- هاٿُ ٻَڌَڻُ: ضد ڪرڻ - بحث ڪرڻ - هوڏ ڪرڻ. دشمني ڪرڻ.

- هاٿُ ڪَرَڻُ: هاٿَ ٻَڌَڻُ.

- هاٿُ ڪاٿَ ڪَرَڻُ: برباد ڪرڻ - ضايع ڪرڻ. وڃائڻ. ناس ڪرڻ. فضول خرچڻ.

● هائِي ع هائِيُون: ث. (سن. آسٿِ. پرا. آٿِي) بدني بناوت - قد بُت - ڏِيل - جسم - بدني بيهڪ. همت - طاقت - سگهه. تندرستي - چڱلائي. هندن جي مڙدي جي سڙيل لاش جا باقي بچيل هڏا ۽ خاڪ - رک.

- هائِي ميڙَڻُ: ساڙيل لاش جي خاڪ گڏ ڪرڻ.

● هاپُو ع هاپُو: صفت. هڙپ - هضم.

- هاپُو ڪَرَڻُ: هڙپ ڪرڻ - هضم ڪرڻ - کائي وڃڻ.

● هاجَ ع هاجُون: ث. ڪم - پورهيو - ڌندو - ڪِرت - ڪسب - پيشو - عمل.

- هاجَ خاشِي: ث. چڱو ڪم - نيڪ ڪم - ڀلو ڪم.

- هاجَ لاهِڻُ: ڪم لاهڻ - ضرورت پوري ڪرڻ. ڪاڪوس ڪرڻ. سزا ڏيڻ - سيکت ڏيڻ.

- هاجَ لَهرائِڻُ: جُٽ ڪرائڻ. ڪم لهرائڻ. "اول ڪُتائي ڀاڻ، پوء لاهرائي هاج همراه جي".

● هاجاٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هاجِتَ ع هاجَتُون: ث. ڪم - ڪار - عمل - هاج. ٻچت - ٻچندي - ٻهچ.

- هاجَتَ لاهِڻُ: ڪم لاهڻ - پائخاني جو خيال لاهڻ.

- هاجَتَ هُجَڻُ: ٻُچت هجڻ - ٻهچ هجڻ.

● هاجِرُ: ذ. صفت. (ع. هَجَرَ) هجرت ڪرڻ وارو - لڏيندڙ. مڪي شريف ۽ مديني منوره ڏي حضور جن جي معيّت ۾ لڏي ويندڙ عرب - مهاجر. (ذ). گيت جو هڪ قسم. (ٽ).

● هاجِرانُ: اسم خاص. (ع. هاجره) عورتن جو هڪ نالو.

● هاجِي: ذ. صفت. (ع. هَجَوَ) هجو ڪندڙ - گلا ڪندڙ. ٺوڪ زن.

● هاچارو ۽ هاچارا (ت)؛ ذ. تمام گهڻو ڪم. خفو - ڪاهارو - ڪاسارو - مغز خوري.

● هاڃَ ۽ هاڃُون؛ ث. (سن. هانَ = نقصان) ٽوٽو - نقصان - ڇيهو - گهاٽو - هاڃو - زيان - هرج - هرجو. مصيبت - آفت. آپدا - تڪليف. ظلم - ڏاڍ - ڏاڍائي - جبر - ڦهر - ناحق - وٺل.

"قضا آلدي ڪوٽ ۾ هئي هاڃ حمير"
(نواب ڄان علي).

ڇُر - حرڪت. زخم - ڦٽُ.

- هاڃُو ۽ هاڃُو: ذ. صفت. نقصان پهچائيندڙ. زخم رسائيندڙ - ڦٽُ ڪندڙ - لُچو - حرڪتي.

● هاڃُو ۽ هاڃا؛ ظلم - ڏاڍ.

- هاڃا ڪَرَڻُ؛ ظلم ڪرڻ - ڏاڍ ڪرڻ. وَٺيلُ ۽ هاڃڻ.

- هاڃيِ ۽ هاڃيُون: ث. نقصان - ڇيهو. تڪليف - إيذاءُ - اهنج. هاڃ.

- هاڃي هَٺيا: ذ. صفت. ظلم هيٺ آيل - مظلوم.

● هادِيُ ۽ هادِيُ؛ ذ. صفت. هدايت ڪندڙ. رهبر. اڳواڻ - پيشوا - منهندار. مرشد. رستو ڏيکاريندڙ - سونهون. امام. (ذ). ٻارِ جي چوڏاري ليڪو. (ت).

● هاڏارِيُ: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ پٽ جو نالو.

● هاڏرُ ۽ هاڏرَ (ٿ)؛ ذ. چوپائي مال جو جارِي ڪاڻ لاءِ نيڪر يا سِرن جو ٺهيل حوض - آڏورو. (ٿ) - ڪونڊُ - ڪُونار - آهُرو.

● هاڏوُ ۽ هاڏا (ٿ)؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - ڪانءُ - ڪانگ - هڏو - ڪيانتو. (ث. هاڏِي ۽ هاڏِيُون).

● هاڏُوُ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هاڏِيرُو: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هاڏِيرِيُ آڪِراڙِ (ٿ)؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● هاڏِيٺوُ ۽ هاڏِيٺا (ٿ)؛ ذ. ڪانءُ - هاڏو. (ٿ). ڪانءَ جو ٻچو - آلُ.

● هارُ ۽ هارَ: ذ. (سن. ف) ڳچيءَ جو هڪ قسم - ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهڻ - ڪنٺو - مالا - مالها. ڪنٺي - ڪنٺي. سون، چاندي يا موتين مان ٺهيل هارُ.

- هارُ سِينڱارُ ۽ هارَ سِينڱارَ؛ ذ. بدن جي ٺاهه ٺوهه - جنسار - سينگار - ٺٺي ٺوڪارو. ڳهڻ ۽ ڪپڙن وغيره پائڻ جي حالت. ڳهڻُ ڳٺو. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● هاراڙوُ ۽ هاراڙا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● هارِتوُ ۽ هارِتا (ت)؛ ذ. نقصان - ٽوٽو - هرجو - ڇيهو - هاڃو.

● هارپَ: ث. هاريءَ جو ڪم - هارپو. ڪيتي - پوک.

- هارِپائِيُ ۽ هارِپائِيُونُ؛ ث. هارپ - هارپو.

- هارِپڻُ: ذ. هارپ - هارپو.

- هارِپوُ ۽ هارِپا؛ ذ. هارپ - ڪُڙمت. آبادي - کيتي. هاريءَ کي مليل اجورو - هاريءَ جو حصو.

● هارَپانُ ۽ هارَپان: ذ. ڪبوتر جنهن کي ڳچيءَ ۾ ڇلو پيل هجي.

● هارِجُ؛ ذ. صفت. (ع). هرجي وارو - نقصانڪار.

● هارَدَيُ: ذ. لُبِ لُباب - روح - تت. مقصد - مطلب - ارٿ.

● هارَڻُ: مصدر. (سن. هار) پنڙي شيءِ، جهڙوڪ پاڻي ۽ تيل وغيره هيٺ ڪيرائڻ - وهائڻ. اوتڻ. وڃائڻ - زيان ڪرڻ. راند ۾ شڪست کائڻ - هارائڻ. (هاريو - هاريندو - هاريل).

- هارَ ۽ هارُون: ث. شهه - شڪست - پاڄ - مات. هارڻ جي حالت - وِيڙٽَ - اوتَ. زيان. نقصان - ڇيهو.

- هارائِڻُ؛ مصدر. شهه کائڻ - شڪست کائڻ - مات ٿيڻ - جيتجڻ.

- هارِجَڻُ: مصدر. هارجي وڃڻ - اوتجڻ - پلتجڻ. اٿلڻ - گهٽجڻ - ٿورو ٿيڻ. شڪست کائڻ. (منهن جو پنو) لهي وڃڻ. شرمسار ٿيڻ. بي همت ٿيڻ.

- هارَ جُوارِيُ: ذ. صفت. هارائيندڙ جواري - هارائيل جواري. نياڳو جواري.

- هارَ جِيٽَ: ث. هارَ ڪَٽَ - فتح شڪست.

- هارَجِيءُ وَ جَڻُ: بيماريءَ ۾ ڳري وڃڻ. لِست ۽ نِبل ٿيڻ - ڪمزور ٿيڻ. شرمسار ٿيڻ - ڦڪو ٿيڻ.
- هارَوِ يِٺَ: ث. اوت پوتَ - لاهه پاهه - هاروير.
- هارَوِ يِٺَ ڪَرڻُ: پاڻيءَ جي اجائي لاهه پاهه ڪرڻ - پاڻي هارڻ. هاروير ڪرڻ.
- هارَوِ يِٺَ: ث. هارويت.
- هارَڻُ هَوڙَڻُ: هارويت ڪرڻ. اجايو وڃائڻ.
- هارَنو ۽ هارَنا (ل): ذ. صفت. هارايل - هاريل.
- هاريءُ ۽ هاريُون: ث. هارڪاڏل - هارايل - هارت. بي عقل - پوري - موڳي.

"پره ڦُٽي پرڀات، هاريون هٿين هٿرا." (خانزئي - مسٺي)

- هاريو ۽ هاريا: ذ. صفت. هارڪاڏل - جيتيل - مغلوب. بيوقوف - نادان - مورک.
- هاريو ويڙيو پٽلهي پوڻُ: ٿيل خرچ يا نقصان جو موٽي ملڻ.

● هارمونيم: ذ. (انگ). ساز جو هڪ قسم - باجو.

● هارَوارو: اسم خاص. ٻارڻ نئي جي اوپر طرف هڪ لڪ جو نالو.

● هارُوتَ: اسم خاص. (ع). هڪ فرشتي جو نالو (جنهن لاءِ ڪٿا آهي ته زهره جو عاشق آهي ۽ زهره کي اسم اعظم ٻڌائڻ ۽ پين گناهن جي عيوض چاهه بابل ۾ اونڌو لٽڪايو ويو آهي).

● هارُولا (ت): ذ. چيٽي جي گول ڦيڦڙين وارو هار (جو هوليءَ جي ڏينهن رسم طور هندو عورتون پنهنجي پاڻرن تان گهوريندڀون آهن).

● هارُونُ: اسم خاص. (ع). هڪ نبيءَ جو نالو (جو حضرت موسيٰ عليه السلام جو وڏو ڀاءُ هو).

● هارُونُ الرَشيدُ: اسم خاص. (ع). بغداد جي هڪ نامور عباسي خليفي جو نالو.

● هارُونِيءُ: اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.

● هارِ هارو ۽ هارِ هارا (ت): ذ. صفت. ڏنگو - ڇپو. (ث. هارِهاري ۽ هارِهاريُون).

● هاريءُ ۽ هاريُ: ذ. صفت. (سن. هَلَ = هَرُ). هَرَ وارو - هر ڪاهيندڙ - کيڙيندڙ. پوک ڪندڙ. ڪاشتڪار - ڪڙمي. راند ۾ مکيه پن اڳواٽن مان هڪ اڳواڻ. (ذ). پلن جو جوڙو (هڪ پلو ڪيرو پيو آنيارو). گُندي يا چلهه کي ميٽيءَ جو ڏنل ليپو. راڳو. اوڏ جو پٽ وجهڻ وقت ڪنيل هڪڙو دُور. (حرف ندا). زالن جو هڪ ٻئي کي سڏ ڪرڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ - اڙي! ٻڙي!

- هاريُ ڏيڻ: اوڏڪي ڪنيل پٽ جي هڪڙي دُور مٿان پيو دُور ڏيڻ. (ن - ب).
- هارِڪو ۽ هارِڪا: ذ. صفت. هاري جو - هاري وارو.
- هاريُ ڪيڻُ (ت): لانڍيءَ جي ڇت تي ڪکڪ وجهڻ.
- هاريُ وجهڻُ (ت): هاري ڪيڻ.

● هاڙ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ٻاڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هاڙُ ۽ هاڙَ: ذ. صفت. هوشيار - پر. وڏو (چور) - ڪانڪو - اٺاهه - آڙاهه. (ل). (ذ) گرميءَ جي موسم - آرهڙ - اونهارو.

- هاڙَپُ ۽ هاڙَپَ: ذ. گذريل سال واري چٽيل ٻج مان زمين ۾ ڄميل ٿيلا. (ن - ب).
- هاڙپَو ۽ هاڙپا (ت): ذ. ٻاڻ مراد و چاول سلو - خود رو پوتو. بدڪاريءَ مان پيدا ٿيل ٻار - ولد الزنا - حرامي.
- هاڙپَو ٽانگو (ت): خود رو پوتو.
- هاڙپيءُ (ت): ث. مٽرن جو هڪ قسم. ڪڇي جي اصطلاح ۾ خود رو چاول مٽر.

● هاڙو: اسم خاص. لس ٻيلي جي اولهه طرف جبلن جي هڪ قطار جو نالو.

"وهه مَ مُنڌ پنهور ۾ هاڙي هڏ مَ هَل." (آبري - شاهه)

● هاڙهَٽ ۽ هاڙهَٽون (ت): ث. سٽ - ڇپ - ڇپي - ڇڪ. پيڙو - آڪيڙو.

- هاڙهہ پيچ ڪرڻ (ت): راند لاءِ تيار ٿيڻ. رانديگر چونڊڻ.
- هاڙهہ جهلڻ (ت): سٽ جهلڻ - زور جهلڻ - دَب جهلڻ.
- هاڙهہ ئي نہ جهلڻ: سٽ ئي نہ جهلڻ. مقابلو ئي نہ ڪرڻ.

● هاڙهہ ۽ هاڙهہ: ذ. موسم جو نالو - گرميءَ جي موسم - اونهارو - آرڙهہ. (ذ. صفت). وڏو چور - ڪاٽڪو - آڙاهہ.

● هاڙهو: اسم خاص. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي هڪ قطار جو نالو - هاڙو. تعلقي لڪرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو. (صفت). ڳرو چور - ڪاٽڪو - هاڙهہ.

- هاڙها ٻيٽ ٿيڻ (ت): هم صلاح بنجڻ - يڪ صلاح ٿيڻ.
- هاڙها هٿ (ت): ظرف. يڪدم - اوچتو - ازغيبي - آمالڪ.
- هاڙهو ٿيڻ: وڏو چور ٿيڻ - آڙاهہ چور ٿيڻ.
- هاڙهو ڍٻ: صفت. ويران - سُڃو - غيرآباد. (ذ). رڻ - رڻ پٽ - بيابان.
- هاڙهيُ ۽ هاڙهي: ذ. صفت. راند ۾ مکيہ ماڻهو - هاري - ڏوڙي - اڳواڻ.
- هاڙهي پيچي: ذ. صفت. هڪٻئي جي برابر - مٽ سٽ.

● هاڙهياري ۽ هاڙهياريون (ت): ث. ٽاهڙ مينهن يا ڳئون.

● هاڙهيالو ۽ هاڙهيالا (ت): ذ. ٻوڪن ۾ زوريءَ ٿيئي پوندڙ جانور - ٻوڪ ٻيليندڙ جانور - رولُو جانور. (ث. هاڙهيالي ۽ هاڙهياليون).

● هاڙي ۽ هاڙيون (ڪ): ث. ٻاٽيءَ جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم - آڙي.

● هاسٽيل ۽ هاسٽيلون: ث. (انگ). اسڪول جي ٻرديسي شاگردن جي رهائش گاهہ.

● هاسڙ (ت): ث. کِل - ٺٽوڪ - ٺٺول - مسخري.

- هاسڙ پوڻ: کِل پوڻ - خنده ٿيڻ - کِلاٽيڻ.

● هاسڪار: ظرف. بي سبب - چائي واڻي - هرو ڀرو - خواه مخواه. ارادي سان.

● هاسڪاري: ظرف. صفت. بنا سبب جي. اِرادتاً.

● هاسو (ث): ذ. کِل - مسخري - چرچو - مذاق - ٺٺول. ڪوڙ - فساد. شور - ڏمر.

"پر بانڪو ڪريو باهڙي، آن هاسي ۾ هيڪر" (حفيظ).

(ث. هاسي ۽ هاسيون).

● هاسي سر: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هاسپڪار: ظرف. هاسڪار. چائي واڻي. ڀاڻمرادو. خاص ڪري. ارادتاً.

● هاشا باشا (ڪ): ث. دم دلاسو. آٿت - دلداري - اچي مچي. همت افزائي.

- هاشا باشا ڪرڻ: دم دلاسو ڏيڻ. دلداري ڏيڻ. همت افزائيءَ لاءِ همٿائڻ.

● هاشماڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هاش هاش (ت): ث. تمام ڪوشش. سعيو - جلدائي - تڪڙ - آٻهرائي.

- هاش هاش ڪرڻ: آٻهرائي ڪرڻ. تڪڙ ڪرڻ - جلدائي ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ.

● هاضمو ۽ هاضما: ذ. (ع. هاضمه > هضم). ڪاڌي جو پيٽ ۾ پوريءَ طرح ڳري وڃڻ جي حالت - ڳارو (ڪاڌي جو) - تحليل.

● هاڦ ۽ هاڦون (ت): ث. لاف - ٻٽاڪ - ڊاڙ. ٻٽي - جهڪي.

● هاڪ: ظرف. سدائين - سدا - هميشه. زور سان - تکو - چوهو.

"هاڪ وهندو هاڪڙو ... الخ"

(ماموئي).

● هاڪ ۽ هاڪون: ث. ناموس - ساراهہ - تعريف - ثنا - نالو. ڏاڪو - دٻدٻو. هُل - آواز.

"حُسن تنهنجي جون هاڪون ... الخ"

(عرس).

- هاڪار ۽ هاڪارون: ث. هاڪ.

- هاڪارو ≡ هاڪارا: ذ. صفت. هاڪ وارو- نالي وارو- ناميارو. ڈاڪي وارو.

- هاڪاريو ≡ هاڪاريا: ذ. صفت. هاڪارو.

- هاڪَ هڻَڻُ (هڻي هاڪو): جرأت رکڻ.

● هاڪارَڻُ: مصدر. ٻيڙيءَ کي ڌڪي هلائڻ- ٻيڙي ڪاهڻ. ٻکهه کولڻ- لنگر ڇوڙڻ. وڙهڻ لاءِ سڏڻ- هوڪارڻ- ٻوڪارڻ (ت). ٻڪارڻ- للڪارڻ- ڌوڪڻ- ڌوڪي وجهڻ. قبول ڪرڻ- هائوڪار ڪرڻ. (هاڪاريو- هاڪاريندو- هاڪاريل).

● هاڪَتُ: ث. ٻليءَ جي گهور- خوفائتي لڪاهه.

● هاڪَرَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هاڪيڙو: اسم خاص. قديم سنڌو درياهه جي هڪ شاخ جو نالو.

● هاڪو ≡ هاڪا (ت): هڪلڻ جو آواز- هوڪريو- هوڪرو. شڪار جي اصطلاح ۾ جهنگ ۾ لڪل جانورن کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ گهڻن ڄڻن جو گڏجي ڪيل آواز- شڪار تي آواز ڪرڻ لاءِ گهڻن ماڻهن جو هجوم.

- هاڪو ڪَرَڻُ: شڪار لاءِ جهنگ مان تترن کي اٿارڻ لاءِ هوڪرو ڪرڻ.

● هاڪو ڏاڪو ≡ هاڪا ڏاڪا (ٿ): ذ. ڄمائي ويهڻ واري حالت- ڏرنو- ڌرڻو.

● هامرگامُ: ذ. (ف. هنگامن جو بگڙيل). هُل- گوڙ- گهمسان- شورُ- هنگامو. فساد- جهڳڙو- جهيڙو. مجموعو- انبوهه- هجوم- ميڙ.

- هاگامو ≡ هاگاما: ذ. هاگام- هنگامو.

- هاگامو ڪَرَڻُ: هنگامو ڪرڻ.

● هاگُمُ (ت): ذ. جهڙ- ميگهه- آڪر.

● هاڳَ ≡ هاڳَ (ت): ذ. گوڙ- گهمسان- هنگامو. جهيڙو- جهڳڙو- فساد- بکيڙو.

● هاڳامو ≡ هاڳاما (ت): ذ. هنگامو.

- هاگامو ٿيڻ: هنگامو ٿيڻ.

● هالا: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ تعلقي، ڳوٺ ۽ شهر جو نالو. (هالا پراڻا ۽ هالا نوان). هڪ ذات جو نالو. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. بلوچستان ۾ هڪ جبل جو نالو.

● هالاتِي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالا پُراڻا: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالارِ: اسم خاص. سنڌ جي الهندي طرف واري جبلن جي قطار جو نالو (جنهن ۾ مکيه ٽي جبل اچي وڃن ٿا، ڪرو جبل، کيرٿر جبل ۽ پب جبل).

● هالارو ≡ هالارا (ڪ): ذ. مينهن جو وسڪارو- ڊَهڪارو (ڪ). (اسم خاص). تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالارِي: صفت. هالا جو- هالن وارو. هالا جو رڳيل (ڪپڙو)- سڀني رنگ وارو. تمام پڪي رنگ وارو (جو ڪپڙو ڌوئي وجهي پر رنگ نه لهي، اڳئين وقت ۾ فقط هالا جو رڳيل ڪپڙو اهڙي پڪي رنگ وارو هوندو هو).

● هالا ڪنڊي: اسم خاص. هالا شهر جو قديم نالو (تقريبا ١١ صديءَ هجريءَ جو).

● هالانِ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالائو ≡ هالائا (ڪ): ذ. (سن. هَل= هلڻ). هلڻ جي حالت. چالائو- لاڏائو- مرڻو- مرتيو.

- هالا ٿي ۾ هُجَڻُ: سڪرات ۾ هجڻ. پوين پساهن ۾ هجڻ.

● هالائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾). تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالا وَلهَرَ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالڪِي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالڪِي (ننڍي، وڏي): اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالو ≡ هالا: ذ. (ع). چنڊ جي چوڌاري گول چڪر- پڙ- منڊل- دائرو. ڏاند جو هڪ قسم- هڪ سڱ مٿي ۽ هڪ سڱ هيٺ وارو ڏاند-

اڳيان وريل سڱن وارو ڏاند. (ت). داغ - ڇتو - ڏبو. (صفت). بدتر - خراب - بڇڙو. (ت). ڇنڊو - نياڳو - اڌورو. (ت). اڀ ڇپو. (ت).

- هالو: بي همت، ڪنهن ڪم تي وڃڻ بعد ناآميد ٿي موٽي اچڻ وارو (شڪارپور ۾ مروج آهي).

- هالو مُنهَن ٿيڻ: داغدار منهن ٿيڻ. ڪارو منهن ٿيڻ. بڇڙو ٿيڻ. بدتر ٿيڻ.

● هالُو ٤ هالُو: ذ. صفت. هلندڙ - چالُو - رائج - مروّج.

- هالُو چالُو: صفت. جهڙو تهڙو - رواجي - معمولي. رواج ۾ آيل - هلندڙ. سستو - سادو.

● هالُورو ٤ هالُورا: ذ. صفت. لوڏي وارو - لُڏندڙ - جهالُورو. (ذ). جهلڪو - چمڪاٽ.

● هالِي ٤ هالِيُون (ڪ): ث. صفت. مينهن جو هڪ قسم - آها مينهن، جنهن جو هڪ سڱ مٿي ۽ ٻيو هيٺ هجي - لڙيل سڱن واري مينهن - ڏڀي.

● هالپوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي حيدرآباد ۽ تعلقي فيض گنج ۾ ڪن ديهن جا نالا.

● هالپوٽاڻي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۽ تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالپجي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۽ تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالپچو: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هالِيسو ٤ هالِيسا: ذ. وَنجهڻ - اولو.

● هاليو: ذ. گاهه جو هڪ قسم. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - اسفرج - مارچوبه.

● هامَ ٤ هامُون: ث. (سن. آم = هائو) هائوڪار - اقرار - قبوليت. دَم - دعويٰ. ڊاڙ - ٻٽاڪ - لافَ.

" هئين لائي هامَ... الخ"

(معذوري - شاهه).

- هامَ ڀَرڻ: هائوڪار ڪرڻ - اقرار ڪرڻ. قبول ڪرڻ. ذمو کڻڻ. ٻٽاڪ هڻڻ.

- هامَ هڻڻ: هام ڀرڻ.

● هامان: اسم خاص. (ع). فرعون جي هڪ وزير جو نالو.

● هامدِي (ت): صفت. بنا سبب - هرو ڀرو - خواه مخواه - بي ڏوهي - بي گناهه.

● هان: ظرف. آهيان جو مخفف. (ت). ها - هائو. برابر - ائين - ٺيڪ. سوال ڪرڻ جو لفظ - ڇا! - ڪِٿا!. (ذ). هينيُون - دل - جگر - مَن.

- هان ڪار: ث. هاڪار - هائوڪار - قبوليت.

- هان ۾ هان ملائڻ: ڪُوڙي سچي ڳالهه جي تصديق ڪرڻ. ٻئي جي چوڻ موجب چوڻ. خوشامد ڪرڻ. سمجهي سوچي جواب نه ڏيڻ. مٺاچرو چوڻ. ڪنهن ڳالهه تي اتفاق ڪرڻ.

- هان هُون ڪَرڻ: هام نه ڪرڻ - اقرار، انڪار ڪرڻ - هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ - ٽالٽوڙ - گوٽنات ڪرڻ.

● هانٻارو ٤ هانٻارا: ذ. ٽڪڙو ٽڪڙو ساهه کڻڻ جي حالت - سهڪ - سهڪي. سهڪڻ جو آواز. هانپارو.

- هانٻارو هڻڻ: ٽڪڙو ٽڪڙو ساهه کڻڻ - هالپارو هڻڻ.

● هانپارو ٤ هانپارا: ذ. هانٻارو.

● هانٻي: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۽ تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هانٽي (ت): ث. شادي يا ڪنهن مجلس ۾ غير حاضر دعوتيءَ جي گهر موڪليل کاڌو.

● هانچو ٤ هانچا: ذ. هاچو.

● هانڊاٺو ٤ هانڊاٺا: ذ. صفت. بَدُ - ڪينو - گندو - غليظ - خراب - بڇڙو. شريـر - بدمعاش. لُچو - حرڪتي.

● هانڊِي (ت): ث. ڏکڻ ۽ اولهه جي ڪُنڊ واري هوا (جا برسات جي اچڻ جو پيش خيمو آهي).

" واهه لڳي هانڊي، تون پُنو ڪيئن ڪاڏي".

● هانڊاپو ٤ هانڊاپا (ت): ذ. هانپي - ڏيل.

● هانڊو ٤ هانڊا (ت): ذ. راڳ جي مهل - راڳ رنگ - ڳائي ٻجائي جي محفل. سازسرود جي مجلس.

● هانڊِيو ۽ هانڊِيا (ڪ)؛ ذ. آٽ - ڪترهو - توڏو.

● هانڊَ ۽ هانڊُون (ڪچ): ث. مادي آٽ - آٽڻ.

- هانڊِيا ۽ هانڊِيائُون: ث. آٽڻ - هالِيڊ.

● هانڊِي (ڪ): ذ. صفت. پنهنجو ڏڻ چڏي ويندڙ (ٻڪرو) - رولُو ٻڪرو.

● هانڪَڻ (ت): مصدر. آواز ڪرڻ - گوڙ ڪرڻ - شور ڪرڻ. ٽڪا ٽوڪي ڪرڻ. ڪَنَ ڪائڻ. (هانڪِيو - هانڪِيندو - هانڪيل).

- هانڪَ ۽ هانڪُون: ث. ڪن کائڻ وارو آواز - هُل - شور - گوڙ. ڏمچر - ڏماڪڙو - ٻاڪيتاله

● هانُ مَشڪا ۽ هانُ مَشڪائون: ث. ميلاپ - گڏجاڻي - ملاقات. آدرڀاءُ - ڪينڪر ٻازي - خوش خيروعافيت. سهائتا - واهر - مدد - همٿ هٽ.

● هانُو ۽ هانُو: ذ. هنيو - دل - قلب - جگر - ڪليجو - من - هيانءُ.

● هانُهرَ ۽ هانُهرُون (ل)؛ گهوڙي جي هڻڪار. "هانُهرَ ڪندو هل تہ ڪجايو ڪرن ڪي." (شاهہ)

● هانءُ ۽ هانءَ ذ. هنيون - دل - هانو. جگر - قلب - ڪليجو.

- هانءَ تي تور ٿيڻ (ت)؛ ذ. صفت. ساڙ اچڻ - حسد ٿيڻ. دل تي طوق ٿيڻ - دل تي ٻار ٿيڻ. نہ وڻڻ (ڪا ڳالهہ) - پسند نہ اچڻ.

- هانءَ تي ڪُچا چَمَڻ (ت)؛ ڪم عقل ٿيڻ. بلڪل خراب ٿيڻ.

- هانءُ ٺارَڻ: دل جي مراد حاصل ڪرڻ - دل جي باهہ مارڻ - بدلو وٺڻ - وير ٻاڙڻ - هيانءُ ٺڏو ڪرڻ.

- هانءُ جَهپَڻ (ت)؛ اندر ٺرڻ - خوش ٿيڻ. دل وٺڻ - دلجوئي ڪرڻ - همدردي ڪرڻ. راضي ٿيڻ - سرهو ٿيڻ.

- هانُ ساڙِڻ: ساڙ ڏيارَڻ. خار ڏيارڻ (ڪنهن ڳالهہ تي). خراب هلت ڪرڻ.

- هانُ ڪَچو ٿِيڻ: دل خراب ٿيڻ - آلٽي اچڻ جو خيال ٿيڻ - قيء اچڻ. نہ وڻڻ. پسند نہ اچڻ.

- هانءِ ڪَي قُرُبَ جو ڪَڙو هڻڻ؛ عشق ۾ پنهنجي جان مضبوط رکڻ. الاهي محبت دل ۾ ڌارڻ.

- هانُ لاهِڻ: دل لاهڻ - همت ڇڏڻ. ڏک ٿيڻ. ارمان ٿيڻ. ڪُڙهي ٿيڻ - فڪر ٿيڻ.

- هانءِيُ: ث. دل - هينئون - هانءُ - هنيون - قلب.

● هانِيُ؛ (س. هان = نقصان) نقصان - ڇيهو - ٽوٽ - ٽوٽو - زيان - تاوان - هرجو - هرج.

● هاڻِ ۽ هاڻُون: ث. زخم - ڦٽ - چير - وَڍُ. نقصان - ڇيهو - ٽوٽ. (ظرف). هاڻي - هن وقت.

● هاڻو ۽ هاڻا؛ صفت. وارو - جو - سان پريل - لڳل. جيئن "مڃي هاڻو ڪَپ هاڻو ڪند هاڻو." ڌاڙيوال - ڦورو - لٽيرو.

● هاڻو: آلو - پسيل. ڦر - لٽ - ڌاڙو. چور - ڦورو - مال هڻڻ وارو.

● هاڻوڪو ۽ هاڻوڪا؛ ذ. صفت. هن وقت وارو - هن زماني جو - تازو - نئون. هن وقت جو - موجوده وقت وارو - موجوده - هينئر جو.

- هاڻي؛ ظرف. هن وقت - هينئر - جلدي - تازو.

- هاڻي جو: هن وقت جو - هاڻوڪو - تازو.

"ڏسي نيرا نشان ان جي ڳلن تي مون پڇيو هڪدم،
اِهي آهن ڪڏهن جا چئي ڏنائين يار هاڻي جا."
(دائم)

● هاڻو ماڻو ٿِيڻ (ل)؛ هرڻ مرڻ - رلي ملي وڃڻ - واقف ٿيڻ - گهائل مائل ٿيڻ - گهرو ٿيڻ.

● هاڻُون ۽ هاڻان: ذ. صفت. (س. هاتڪ). هاڃو مچائيندڙ - هتياچاري. ظالم - قهار - ظلمي - ستمگر. ڦورو - چور - ڌاڙيل - ڌاڪو - هاڙ.

- هاوُرِ جَڻ: مصدر. شهوت دار - ڪامي ٿيڻ. (هاوِرِيو - هاوِرِبو - هاوِريل).

● هاوَڙِ ۽ هاوَڙَ: ث. ٻوء - ٻانس - ڇٽ - ڏپ - هٻَ. اثر - گرمي - تؤ - سيڪ - تاوڙي - تابش.

- هاوَڙِ اچَڻ (ت): ٻوء اچڻ - هٻ اچڻ. اثر لڳڻ - سيڪ اچڻ - تؤ اچڻ - ڪاوڙ لڳڻ - طيش اچڻ.

- هاوَڙِ مارَڻ (ت): تؤ مارڻ. ٻوء مارڻ. اثر مارڻ.

— هاوڙ ۾ اچڻ (ت): گرميءَ ۾ اچڻ – تؤ ۾ اچڻ – جوش ۾ پرجي وڃڻ. منهن ۾ اچي وڃڻ. ڪاوڙ وقت سامهون اچي وڃڻ.

● هاوَنُ: (ف). آڪري – ڪترل – ڪونڊو – هَمام – آڪرو.

— هاوَنُ دَستہ: ذ. (ف). آڪري ڏنڊو – آڪري مُهري – همام دَستو. آڪرو مُهلڙو.

● هاوانو ۽ هاوانا: ذ. اسم. (سن. هُوان = هَلُ) هَوانو – هَلُ – بغاغو – افواهہ – شڪي خبر – هاواڻو – ڪوڙي خبرچار. انجام – وعدو – وچن – ڪَڻُ – تِتَ.

— هاواڻو ۽ هاواڻا: ذ. (سن. هَوان) هوانو – هاوانو. مقرر ڪيل وقت – وعدو – ڪڻ – انجام – ڏس – تت. افواهہ. ڏڄ – ڏپ. (ن – ب).

● هاوِيَ: اسم. (ع. هاوِيہَ) دوزخ جو آخري ستون طبقو – پاتال – نرڳ – نَرِڪُ – تحت الثرا – جهنم. ٻاهہ – چيرو – آڳ. ڪنيارن جو ٺانون پچائڻ جو ڪورو – آوي – نهائين.

— هاوِيَ ۾ هجڻ: حسد جي ٻاهہ ۾ سڙڻ. مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ. ڇڪ ڇڪان ۾ اچڻ – مشڪلن ۾ ڦاسڻ. بدنام ٿيڻ – خوار ٿيڻ. خراب ٿيڻ. ذليل ٿيڻ.

● هاها: ظرف. هائو هائو – برابر – ائين ائين – ٺيڪ – بجا – دُرست – صحيح – واجب. منظور – قبول. واهہ واهہ – آفرين – مرحبا – جَس. ڏاڍيان کِلَ جو آواز – ٽهڪ.

"هزارين هَٿ ڪنيم هٿي هٿي،
وڃن پيا هو نہ ڪن ها ها"

(ملاح).

— هاها پاجا ڪرڻ (ت): سمجهائڻ – هدايت ڪرڻ – نصيحت ڏيڻ. گوشمالي ڪرڻ – قدري سزا ڏيڻ – ڇينڀ ڪيڻ. تنبيهہ ڪرڻ – جُهٽ ڪرڻ – تعدي ڪرڻ – تعزير ڏيڻ.

— هاهاڪار: رودن – ماتم – پٽڪو – روڄ – راڙو – آهہ و زاري. ٻاڏائتال – راڙو – افسوس – ڏک – سُوءِ.

— هاها ڪرڻ: هائو ڪرڻ – حامي ڀرڻ. دڙڪو ڏيڻ – سزا ڏيڻ – تنبيهہ ڪرڻ.

— هاها هوهڙَ: جُهٽ ڦِٽ – ڇينڀ – لعنت ملامت. دَهمان – ڇمت. وٺ پڪڙ – ٻَچ – ڇيڙ.

— هاها هونٽڙ ڪرڻ: وٺ پڪڙ ڪرڻ – ٻَچ ڪرڻ – هٽ هٽ ڪرڻ. دَهمان ٻَڌڻ. ڏيڇارڻ – دٻائڻ. دڙڪا ڏيڻ. سيڪت ڏيڻ.

— هاهڙ هوهڙ ڪرڻ: دٻاءُ رکڻ – ڇمت ڪرڻ – دَهمان ٻَڌڻ – واڙهہ ٻَڌڻ.

— هاهڙ هونٽڙ ڪرڻ: دهمان ٻڌڻ – ڏيڇارڻ – دڙڪا ڏيڻ.

— هاهو ڪرڻ: پنهنجي موجودگي ظاهر ڪرڻ – ٻين کي ڏپ ڏيارڻ – دٻدٻو ڪرڻ – دهمان رکڻ – ڇمت رکڻ.

● هاهرَ ۽ هاهرون: ث. جتن جو آٺن کي هڪلڻ جو آواز. آٺن جي هونگار – هونڪر.

"هاهرَ ڪندو هَلُ تہ ڪجايون ڪرن ڪي"
(سر ڪنڀات – شاهہ).

● هاهوتَ: صوفين جي هڪ منزل. لاهوت کان مٿي سلوڪ جي پنجين منزل.

● هاهوناڙ ۽ هاهوناڙون (ت): ث. صفت. ڪتي جي ڀونڪ – ڀونڪاٽ – ڀونڪار.

● هاهيارو ۽ هاهيارا (ت): ذ. صفت. بداخلاق. بي لڇڻ – بدلڇڻو – بد افعالو – واهيات – بدعادت – اڻ پليو – ڏنگو – لُچو – حرڪتي – شرير – بدمعاش – لفنگو – اٺترو.

— هاهيارو ٿيڻ (ت): لُچو ٿيڻ – بدعادت ٿيڻ – لفنگو ٿيڻ – ڏنگو ٿيڻ – اٺترو ٿيڻ.

● هاءِ: حرف ندا. (سن. هاءِ، هائي) افسوس – هاءِ هاءِ – گهوڙا گهوڙا – الاڙي – ڏک يا افسوس ظاهر ڪرڻ جو لفظ. (سن. هاني) هاڃو – نقصان – زيان – ٽوٽو – تاوان – هرجو – ڇيهو – هَچا.

"هي جا ڪَيءَ هاءِ، سا مهندا ايندي‌ءِ مُنهن ۾"
(سر مارئي – شاهہ).

— هاءِ ٻه وَ جڻ تہ هوءِ ٻه وَ جڻ (ت): سڀ ڪجهہ وڃڻ – هڙَ موڙي نام ٿي وڃڻ.

- هاءِ گھوڙا مَچائِڻُ: دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ - پاڪر ڪٽو پارڻ. فرياد ڪرڻ.
- هاءِ نہ هُوءِ هُڻَڻُ (ت): سانت هئڻ - صبر هئڻ - خاموش هجڻ. هٽ وڏائي نہ هئڻ.
- هاءِ هاءِ: حرف ندا. افسوس - ارمان - ڏک هاءِ گھوڙا.

● هاءُ: ذ. صفت. ماٺو - لاڏ - ناز - نخرو - ٽال - چخن - چاڪ - انڪل.
- هاءُ پاءُ: ٽال ٽول - ناز نخرو - لاڏ ڪوڏ - انڪل آرو - ماٺو شاٺو - چاڪ چخن. مٺيون ڳالهيون. دوستي.

● هائِسُ ۽ هائِسَ: ذ. حيرت - اچرج - عجب. افسوس - ارمان.

● هائِڪو: اسم خاص. تعلقي آپاوڙي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● هائُو: ظرف. ٺيڪ - برابر - ائين - چڱو - هاءُ - بجاءِ - درست - حق - صحيح - سچ - قبول.

● هائُو: ذ. حرف ندا. ٻارن کي ڊيڄارڻ جي لاءِ استعمال ڪيل هڪ فرضي لفظ - ٻائو.
- هائُو چڙڪو ۽ هائُو چڙڪا: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم. سڀ ڪجھ کائي ويندڙ هڪ فرضي آفت. (صفت). لالچي - لوڀي - ڳڙڪائو - حريص - غصب ڪندڙ - هضم ڪندڙ - غاصب.
- هائُوءَ جي وات ۾ هئڻ: هرويلي ڊپ هيٺ رهڻ - سدائين آفت جي منهن ۾ هجڻ.

● هائُو ڪري وڃڻ (ت): کائي وڃڻ - ڳڙڪائي وڃڻ.
- هائُو هائُو ڪري کائِڻُ: ڏاڙهڻ - چڪ وجهڻ - وڙهڻ - جهڙڻ - ڳڙڪائي ڇڏڻ.
- هائُو هائُو ڪري وَٺڻ (ت): جھٽ ڪري رکڻ - دباءُ رکڻ - تڙيون ڏيڻ.

● هائُوسُ ۽ هائُوسَ: ذ. (انگ). گھر - جاءِ - جڳھ - مڪان.
- هائِي: حرف ندا. (ع). ڏک يا ڪاوڙ کانءِ ڪيل آواز - گھوڙا گھوڙا - هاءِ هاءِ - افسوس - غضب - واويلا - بيداد - سچ - انڌير - آئياءُ.
- هائِي هائِي ڪرڻ: دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - واويلا ڪرڻ - گھوڙا گھوڙا ڪرڻ. شور مچائڻ. محنت ڪرڻ.

● هائِيُ ۽ هائِيُون: ث. (ع. هاوِيَہ). هاوي - دوزخ - جهنم - نرڪ - ترڪ. باھ - آگ. مصيبت - تڪليف - آپدا - آفت. آونهاڙ - اوڙاھ. پچائي - نڌان - خاتمو - چيڙو. ٻار سان ڪيڏڻ وقت پيار جو آواز.
- هائِيُ دُوسُ: ث. صفت. رڙ - دانهن - گھوڙا گھوڙا - هُل هنبس - ماندائو - ٻائيتال - ڏمچر - هندوس.
- هائِيُ دُوسُ مچائِڻُ: هاءِ گھوڙا مچائڻ - آپ ڦاڙڻ - رڙيون ڪرڻ - گھر مٿي تي کڻڻ - ٻائيتال مچائي ڏيڻ - گھوڙا گھوڙا ڪرڻ.
- هائِيُ ۾ هَجَڻُ: مري کپي وڃڻ - دوزخ ۾ پوڻ. مصيبت ۾ ڦيسجڻ - جنجل ۾ پوڻ - آفت ۾ اڙجڻ.

● هائِيُ ڏائِيُ: ظرف. فقط - رڳو - چڙهو - صرف. جيڪي بہ - موڙي سوڙي - سڀ ڪجھ. رهي کهي - بچت سچت. هر حالت ۾ - ڪيئن بہ ڪري - ڪهڙي بہ طرح.

● هائِيُ رانڊ: ث. راند جو هڪ هڪ قسم. ٻڙڏڪو - ڏاماچرو.
- هائِيُ رانڊ ٻاري ڏيڻ: راند جو ٻڙڏڪو ٻاري ڏيڻ - راند مچائڻ لاءِ گوڙ ڪرڻ - غوغاءُ مچائڻ. اجايا خرچ ڪرڻ.

● هَبَ ۽ هَبُونُ (ت): ث. بڇڙي ہوءِ - ڪني هوا - خراب ٻانس - هواڙ. هڳاءُ - ڌپ - ڪني ڇت - هَبَ - ڌپ. ڪني هنواڙ.

● هَبيلو هَبيلا (ت): ذ. چريو - ٻاڳل - جنوني - سودائي - مست. (اسم خاص). هڪ مرد جو نالو.

● هَبُوبُ ۽ هَبُوبَ: ذ. (ع). خراب - بڇڙو - بد - ڪينو. آڪاٽي - خوف ڏياريندڙ آڪاٽيون. ڪوڙو افواھ - بُد بدو - طوفان. تهمت - الزام - بهتان.

● هَبُوبُ: ذ. تهمت - الزام - ڏوھ.

● هَبِيرِيُ: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَبِي تبِي (ت)؛ ذ. صفت. بي عزت - جهڙڪ - رسوائي - ذلالت - بي مانائي.

- هَبِي تبِي ڪَرَڻُ (ت)؛ اهڙو تهڙو ڪرڻ - بي عزت ڪرڻ - جهڙڪ ڏيڻ - ڪهت وڌ ڳالهائڻ - ذليل ڪرڻ - بي مانو ڪرڻ - هاها ڪرڻ - ڪاوڙ ڪرڻ. تڙائڻ - ڀاسي ڪرڻ - لوڏائڻ. پريشان ڪرڻ - منجهائڻ.

● هُباڙَ ج هُباڙُون (ت)؛ ٻانس - ڏَپ - گند مان نڪتل گرم ٻاڦ - گرم هوا. گرمي - آڪرس - آٻسَ - آهمائي. ٻوء - بدبوء - خراب گندي هوا - ڇَتَ - هُٻ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- هُبِڙَسَ ج هُبِڙسُون (ت)؛ ث. آڪرس - گرمي - آٻس - آهمائي.

● هَبَچَ ج هَبَچُون؛ ث. صفت. (ف. هَوَسَ) لوڀ - هَوَسَ. موهه - لالچ - ڏَنُ تِرشنا. (اسم خاص). تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- هَبِچِيُ؛ صفت. لوڀي - لالچي - ڏَنُ ترشنا رکندڙ.

● هَبِڙاتِ ج هَبِڙاتُون (ڪ)؛ ذ. ڪتي جو ماڻهوءَ جي لنگهڻ وقت وات ڦاڙي اوچتو آواز ڪرڻ. ٻؤنڪ - ٻؤنڪار - ٻؤلڪات - ڏاڙهه.

● هُبِڙتوُ (ت): گوڙ - ڪواس - فساد - شور - ڏمچر - هُلُ - هنگامو - ڀاڻيتال - ٻڙڌڪو.

● هُبِڙدمو ج هُبِڙدما (ت)؛ گوڙ - فساد - هبڙتو.

● هَبِسُ: ذ. (ع. حَبْسُ = ڪهُتَ) جيل - قيدخانو - بنديخانو - ترُم.

● هُبِسَ ج هُبِسُون: ذ. ڪهُتَ - ٻُوسات - مُونجهه - گرمي - آهمائي - آڪرس. سوڙهه سنگوڙ - ڳاهٽُ - ٻيهه.

● هُبِڪارَ ج هُبِڪارُون؛ ث. سرهي ٻانس - خوشبوء - هٻاڪ - سُرهاڻ - سُڳند. ڪهڙي خوشبوء - وڻندڙ هوا.

- هُبِڪارو ج هُبِڪارا؛ ذ. خوشبوء جو اوٻارو - دل کي وڻندڙ جهوتو. سُرهاڻ - سُرهاڻ واري هوا.

- هُبِڪارِيُ ج هُبِڪاريُون: ذ. صفت. خوشبوءدار - سُڳندي - هٻاڪ واري. سُرهي - سُرهاڻ واري.

● هَبِڪَڻُ: مصدر. ڳالهائڻ ۾ اٽڪڻ - مُنجهڻ - رنڊ جڻ - ڳالهائڻ ۾ هٻڪ ٿيڻ - رنڊ ڪجڻ - هٽڪڻ - اٽڪاءُ ٿيڻ. ٿوري وقت لاءِ بيهڻ - لحظي لاءِ ترسڻ - ديرو ٿيڻ - آهستي ٿيڻ. ڳالهائڻ ۾ ٻاتائڻ - ٻت ٻت ڪرڻ.

- هَبِڪَ ج هَبِڪُون: ث. ڳالهائڻ ۾ اٽڪ - رنڊڪ - اٽڪاءُ - هٽڪ - ڳالهائڻ ۾ ڪهُتَ - آڙَ - مولجهه - گهٻراهٽ - موڳائي.

● هَبِڪو ج هَبِڪا (ڪ): ذ. ٽِڪائيءَ مان ڳالهائڻ جو نمونو - ڏاڙهه - ٻؤنڪ - تاڙي. ڏاڍيان ڳالهاءُ - هُلُ - گوڙ - شور - ڪڙڪو.

- هَبِلاسو ج هَبِلاسا (ت): ذ. صفت. هٻڇي - لالچي - کهڻو کائيندڙ - پيٽ چٽيو - ٻيٽو - ٻيٽوڙي - چَٽُو - ٻيٺير - ٻيٺي.

- هَبِلاسِيُ ج هَبِلاسِيُ (ت): هٻڇ ڪندڙ - لالچي - حريص - هبلاسو.

● هَبِلاڪو ج هَبِلاڪا (ت)؛ ذ. صفت. حرص. گوڙ - فساد - شور - ڏمچر - ٻغاغو.

● هَبو ج هَبا؛ ذ. صفت. ڪَنين ڪَتِريل - ٻَرَ ڪاتيل - ڪَنب وَڍيل - ٻُنو.

● هَبوچِيُ ج هَبوچِيُون: ث. صفت. ناچ جو هڪ قسم - تاڙيون وڄائي هٿ چِنڊڻ - نچڻ جو هڪ قسم - هنبوچي - انبوچي.

● هِتِ: ظرف. (س. إت) هتي - هِن هَنڌ تي - هن جڳهه - هن هَنڌ - هِتڙي - هِن جاءِ.

● هِتانُ: ظرف. هتانهون - هِتنئُن - هِتون - هِتونُ - هِن هنڌ کان - هن هنڌان.

- هِتانُهُونُ: ظرف. هِتان - هِتئُن - هِن هَنڌَ کان - هِن هنڌان - هِتون - هِتُون.

- هِتانُهِينُ: ظرف. هتان - هن هنڌان - هتئين.

- هِتَنئُن: ظرف. هتان - هتانهون - هِتون - هن هنڌان - هن هنڌ کان.
- هِتَون: ظرف. هتان - هن هنڌان.
- هِتُون: ظرف. هتان - هن هنڌان.
- هِتِ هُتِ: ظرف. اوسي پاسي - اوري پري - هن جهان ۽ آخرت ۾ - دنيا ۽ قيامت - دارفنا ۽ بقا - سفر ۽ حضر.
- هِتَئِين: ظرف. هِتانهين - هِن هنڌان - هن هنڌ کان.
- هِتِي: ظرف. اِتي - انهيءَ هنڌ - هن هنڌ - هن جاءِ تي.

● هِتُ ۽ هِتَ: ذ. صفت. پيار - محبت - قرب. سِڪ - مهرباني - ڀلائي - مدد - چڱائي - نيڪي - فائدو - لاڀ.
- هِتَڪارِي: ذ. صفت. ڀلو ڪندڙ - مهربان. مُرِبِي.
- هتپچُو (ت): ذ. صفت. ڀلو چاهيندڙ - خيرخواهه - مهربان - وڙائتو.

● هُتِ هُتِ: ظرف. (سن. اِت). هتي - آت - انهيءَ - هنڌ - تنهن هنڌ - آتي - هن جاءِ تي - هُتڙي.
- هُتان: ظرف. هن هنڌ کان - آتان - انهيءَ کان - هتانهون - هُتون - هُتُون - هُتئون.
- هُتانهون: ظرف. هُتان - هن هنڌان - آتان - هُتَون - هُتُون - هتئون.
- هُتِڙِي: ظرف. هن جاءِ تي - آتي - هتي.
- هُتُون: ظرف. هتان - هتانهون - هتئون - آتان - انهيءَ هنڌان - آن طرف کان.
- هُتئُون: ظرف. هتان - هتانهون - هُتَون - هُتون - آتان - انهيءَ هنڌ کان. آن هنڌ وٽان.
- هُتِي: ظرف. هُن هنڌ - هن جاءِ تي.

● هَتارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَتر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾).

● هَتَرُ ۽ هَتَرَ: ذ. صفت. ڊپ - ڊاءُ - خوف - ڀؤ - خطره - سنڪوچ. ڏڪ - وَڏ - چير - زخم. فڪر - اڌڪو - الڪو - خيال. حياءُ - شرم - مرم - حجاب - پردو.

"سنهن جي سونچي کان لڳو هوتن کي هتر".
(نائو)

● هَتِرائِڻُ (ت): مصدر. ڊيڄارڻ - خوف ڏيارڻ - ڀؤ ڏيارڻ. (هترايو - هترائيندو - هترايل).
- هتر ڪَرڻُ: ڊپ ڪرڻ - پاسو ڪرڻ - ڀؤ ڪرڻ - خوف ڪرڻ.

● هِتَرَ ۽ هِتَرُون (ت): ث. ڍڳن جي ڪاهه.

● هِتِرانڪِي (ڪ): صفت. اوچتو - قضائي - اتفاق سان. ناگهاني - اچانڪ.

● هَتَڪَ: ث. (پرا). بي عزتي - توهين - رسوائي - اٽڪ - رنڊڪ - وِگهن - چيڙڪ - اٽڪاءُ. هلڪائي - ترڙائي - سفلائي.
- هَتَڪَ ڪَرڻُ (ت): رسوائي ڪرڻ - بي عزتي ڪرڻ - رنڊڪ وجهڻ - آڏو اچڻ - اٽڪاءُ وجهڻ.

● هتو تَتو (ت): ڪم تسان مونيل - ڏينهن تتي جو آيل. ٿڪل ٽٽل - ورچيل - خفي ٿيل.

● هَتِيا ۽ هَتِيا: ث. صفت. هچا - مصيبت - آفت - آهدا - چٽي - غضب - قهر.
- هَتِيارو ۽ هَتِيارا: ذ. صفت. هچارو.

● هَتِيار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَتِيپوٽو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نوابشاهه ۾).

● هَتِي جَتِي: ث. صفت. ستي جتي - پاڪ - شريف - پوتر - معصوم - بي گناهه.

● هَٽُ ۽ هَٽَ: ذ. (سن. هَٽ > هَسُتَ. پرا. هَتّو. هَٽُ). بدن جو هڪ خاص عضوو - دست - چنبو - پَدُ. (هاٿيءَ جي) سونڍ. ڪُڙي وغيره ڪڇڻ جو هڪ ماپو - چئن چاڙڪين جي ڊيگهه. (صفت). واسطو - لاڳاپو - تعلق. (جيئن چوريءَ ۾ زميندار جو هٿ آهي). مدد - واهر - سهائتا - همراهي. قابو - اختياري - قبضو.

● هَٽَ آتّلائِڻُ: ڪم ۾ جلدائي ڪرڻ - سيگهه ڪرڻ - چڙ چوٽ ڪرڻ - جلدائي ڪرڻ.

▬ هَٿُ آڻِڪائِڻُ: وڙهڻ - هٿ چرانـد ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ. واسطو رکڻ - لاڳاپو رکڻ - تعلق رکڻ.

▬ هَٿُ آچَڻُ: قبضي ۾ اچڻ - وس ۾ اچڻ - هٿ لڳڻ - ملڻ - لڀڻ - حاضر ٿيڻ - حاصل ٿيڻ - دستياب ٿيڻ - ميسر ٿيڻ. چاڻڻ - معلوم ڪرڻ.

▬ هَٿَ آڌار: پنهنجن هٿن سان ڏنل قرض. هٿوهٿ ڏنل قرض - اعتبار تي ڏنل قرض - بنا گروي رکڻ جي ڏنل قرض. قرض حسنہ.

▬ هَٿَ آڌار ڏيڻ: پنهنجي هٿ سان قرض ڏيڻ - اعتبار تي قرض ڏيڻ. بنا گروي رکڻ جي قرض ڏيڻ - قرض حسنہ ڏيڻ - هٿوهٿ قرض ڏيڻ.

▬ هَٿاڙِيُ ۽ هَٿاڙِيُون (ٿ): ٿ. هٿ جي تري.

▬ هَٿَ آکَرُ: ذ. هٿ جا لکيل اکر - خود جا اکر - تحرير - لکت - لکڻي - دستخط - لکيت.

▬ هَٿُ آگهَڻُ (ت): تسلي ڪرڻ. ٿڌو ٿورو ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ. بس ڪرڻ.

● هَٿانُ پَوڻُ: پاڻ کان گناهہ ٿيڻ - خود کان خطا ٿيڻ - ڏوهہ ٿي پوڻ - قصور ٿيڻ.

"هٿان تو پئي ٿي ڪَچو ڪيچين کي ڪرين."
(شاهہ)

▬ هَٿاوِڙو ۽ هَٿاوِڙا (ت): ذ. صفت. ننڍي هوندي کان پيار جو پاليل - هٿ تي کير سان پاليل جانور - نپايل - سانڍيل - نيپاج.

▬ هَٿائُو ۽ هَٿائُو: ذ. صفت. گهر جو پاليل - هٿ جو نپايل - هٿ هيرو - دادلو - هٿ جو سانڍيل - هٿاوڙو - هٿايو.

▬ هَٿايو ۽ هَٿايا (ل): ذ. صفت. هٿاوڙو - هٿائو.

▬ هَٿُ پِيڙ ڻُ: خرچ نہ ڪرڻ - ڪنجوس هئڻ - شومائي ڪرڻ - مرچوڻائي ڪرڻ.

▬ هَٿَ تَرِ يَتلُ هُئَڻُ: تور جي انڪل پوري هئڻ - هٿ ۾ ڪٿي تور جو انڪل روءِ صحيح اندازو لڳائڻ - اندازاً وزن جي خبر پوڻ.

▬ هَٿُ تنگ هُئَڻُ: پئسي جي ڪمي هئڻ - پئسي جي سوڙهہ هئڻ - جُهو ڪائي هئڻ - سوسائي هئڻ - ڪوت هئڻ - ڪنگال ٿي وڃڻ - مسڪيني گهر ڪري وڃڻ.

▬ هَٿُ تَنگڻ: پنڻ - سوال ڪرڻ - خيرات گهرڻ - ڀيک پنڻ - منگڻ - ٻڪيا وٺڻ - محتاج ٿيڻ. اڌارو وٺڻ. عرض ڪرڻ - التجا ڪرڻ.

▬ هَٿَ ٺارَڻُ: ڍؤ ڪرڻ - رَڄ ڪرڻ - منشا مطابق ڪم ڪرڻ - اميد پوري ڪرڻ - دل جو خيال پورو ڪرڻ - من جي مراد پوري ڪرڻ - ڍوَ تي ڪم ڪرڻ - گهٽو ڪم ڪرڻ. دل جي باهہ ڪيڍڻ - خار ڪيڍڻ - ضد پورو ڪرڻ - مار ڏيڻ - غصو ڪيڍڻ - دل ٺارڻ - باهہ چنبڻ.

▬ هَٿَ ٺوڪَڻُ: هٿين خالي هجڻ - سڃي جو سڃو هجڻ - مسڪين هجڻ - ڪنگال هجڻ. ٺاڙيءَ ٺوڪ. مسخري - چرچو، (ڪنهن جي ٻري حال تي مذاقيہ طور) چرچا ڪرڻ.

▬ هَٿُ پالُ: ذ. صفت. هٿن جو پاليل (ٻڪي وغيره) - پالتو - گهرو - نپايل - سانڍيل.

▬ هَٿَ پانڌ يُ ڪرائڻُ. همراهي ڪرڻ - مدد ڪرڻ - ڪم ڪار ۾ شريڪ ٿيڻ - واهر ڪرڻ - آئي ويٺي ۾ ساهتا ڪرڻ.

- هَٿَ پُڄَنڌِ يُ ۽ هَٿَ پُڄَنڌِ يُونُ: ٿ. صفت. هٿ پُهچ - سگهہ - طاقت - زور - پڄت - رسائي - توفيق - وسعت - وت آهر - پَهچ.

▬ هَٿَ پُڄَڻُ يا پهچڻ: وس هلڻ - زور هلڻ - پُڄندي ٿيڻ - پڄت ٿيڻ - رسائي ٿيڻ.

▬ هَٿَ پرشادِ يُ ڏِيَڻُ (ت): ٿورو هٿ ۾ کائڻ لاءِ ڏيڻ - نالي ماتر گرهہ ڏيڻ. تِل ڦُل.

▬ هَٿَ پَهُچ. طاقت - زور - ٻل. رسائي - هلندي - دسترس - پُڄت.

═ هَٿَ پَهُچَ ٿيَڻُ: طاقت حاصل ٿيڻ - زور وارو ٿيڻ - پڄت وارو ٿيڻ - هلندي وارو ٿيڻ - رسائيءَ وارو ٿيڻ. سکيو ٿيڻ - آسودو ٿيڻ - پئسي وارو ٿيڻ - شاهوڪار ٿيڻ.

▬ هَٿُ پَهُچَڻُ: دسترس ٿيڻ - رسائي ٿيڻ - پهچ ٿيڻ - پڄندي ٿيڻ - هلندي ٿيڻ.

- هٿُ ٻيچُ ۽ هٿَ ٻيچَ: ذ. بخيل - ڪنجوس - موذي - شوم - مرچوٽ - چمچوس.

- هٿَ پير نرڻُ: بيهوش ٿيڻ - غش ٿيڻ - خطا ٿيڻ. عجب ۾ پوڻ - حيرت زده ٿيڻ - وائڙو ٿيڻ. پارو لڳڻ - سردي لڳڻ. خوفزده ٿيڻ - ڏپ ۾ پرجي وڃڻ - ڀؤ وٺي وڃڻ.

- هٿَ پير نري وڃڻُ: سخت پارو لڳڻ. بي هوش ٿيڻ - ٺپ نرڻ - ڪا ڳالهه ٻڌي حيران ٿيڻ. هٿ پير نرڻ.

- هٿَ پير ڇڏيو ڪرڻُ: پورهئي يا ڪم ڪرڻ جي طاقت هئڻ - ڪم ڪرڻ جي همت ٻڌڻ - ڏندي ڏاڙيءَ لاءِ دل جو چيو ڪرڻ - ڪم ڪرڻ تي ارواح ورڻ.

- هٿَ پير لڳڻُ: وڃهه ماڻ. رسائي ٿيڻ - پهچ ٿيڻ.

- هٿَ پير لهڻُ: (ت). زال جو ويم ڪرڻ - ويامڻ - ٻار ڄڻڻ.

- هٿَ پير نه کسڻُ: هرج يا ڇيهو نه ٿيڻ - ڪنهن به قسم جو ٽوٽو نه ٿيڻ - ڪابه تڪليف نه اچڻ - ڪابه ڏکيائي نه ٿيڻ - ٻنا جاکوڙي جي قبضو ڪرڻ (ڪنهن شيءِ تي).

- هٿَ پير هلائڻُ: پڄندي آهر ڪوشش ڪرڻ - وت آهر سعيو ڪرڻ - توفيق آهر همت ڪرڻ. پورهيو ڪري کائڻ - محنت ڪري ڪمائڻ.

- هٿَ پير هڻڻُ: هٿ پير هلائڻ - ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ - محنت ڪرڻ - روزگار لاءِ حيلو ڪرڻ - مزوري ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - ڪوشش ڪرڻ - سعيو ڪرڻ - آدم ڪرڻ - پاڻ پتوڙڻ - رزق ڪمائڻ. ڦٿڪڻ. ڊوڙ ڍڪ ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ - ڏندو ڏاڙي ڪرڻ.

- هٿَ جسُ: فتحمندي - فتحيابي. فائدو - نفعو - لابُ. جيت - ڪٽ - فتح - نصرت - ڪاميابي - ڪامراني - هٿ شفا - هٿ جو فائدو.

- هٿُ جسُ هئڻُ: هٿ ۾ شفا هئڻ - هٿ ۾ فائدو هئڻ. ڪيل ڪم لاءِ ناموس يا قدر هئڻ. ڪاميابي هئڻ - فتحيابي هئڻ.

- هٿُ جونو ڪرڻُ: هٿ ڪي ڪنهن طعام سان ڇهڻ.

- هٿَ جوڙَ ۽ هٿَ جوڙون: ث. نيازمندي - انڪساري - التجا - عرض - وينتي - استدعا - التماس - منٿ - عاجزي. نرمائي - لهنائي - هيٺائين. توبهه - ڪيسي - الاهلا.

- هٿَ جوڙَ ڪرڻُ: ميڙ منٿ ڪرڻ - عرض ڪرڻ - وينتي ڪرڻ - التجا ڪرڻ - عاجزي ڪرڻ - نيازمندي ڪرڻ. توبهه ڪرڻ - ڪيسي ڪرڻ - الاڻون ٻلاڻون ڪرڻ.

- هٿَ جوڙڻُ: آزي ڪرڻ - عرض ڪرڻ - مهربانيءَ لاءِ عرض ڪرڻ. نيزاري ڪرڻ - ميڙ منٿ ڪرڻ - ڪيسي ڪرڻ - عاجزي ڏيکارڻ - توبهه ڪرڻ.

- هٿَ جو سچو: هنرمند - ڪاريگر - ڄاڻو - هنري - قابل - هوشيار.

- هٿَ جو ميرو هجڻُ: چور هجڻ - بي اعتبارو هجڻ.

- هٿَ جي ٻڪي ڏيڻُ: ٻئي کي نقصان پهچائڻ - ٻئي کي ڇيهو رسائڻ - هٿ جي کهائي کهڻ - پنهنجي هٿن سان ٻئي کي جوکو رسائڻ - چوري ڪرڻ - لمائي وڃڻ.

- هٿَ جي پٺ: ناٻري - انڪار - ناڪار - ڪورو جواب.

- هٿَ جي ٻوڙي ڏيڻُ: نقصان ۾ وجهڻ - ڇيهي ۾ وجهڻ - هٿ جي ٻڪي ڏيڻ.

- هٿَ جي وڏي: پنهنجي هٿان ڪيل نقصان - پنهنجي ناداني سبب ڪيل خرابي - پاڻهي پاڻ کي رسايل نقصان - پنهنجي بيوقوفيءَ سبب پاڻ کي رسايل ٽوٽو - پنهنجو ڏوهه.

- هٿَ جي هڻڻُ: ڪوڙ ڳالهائڻ. چالاڪي ڪرڻ - ڪيڏ پکيڙڻ - اٽڪل بازي ڪرڻ.

- هٿَ جهلڻُ: ڏيڻ بند ڪرڻ (ڪابه شيءِ). بس ڪرڻ. اڳتي ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ - وڌيڪ ڪرڻ کان بس ڪرڻ. اطاعت قبول ڪرڻ - بيعت ڪرڻ - چيلو ٿيڻ.

– هٿ چکڻ: تمام سٺو کاڌو وکائي هٿ چوسڻ – کاڌي جو مزو وٺڻ. لطف وٺڻ – مزيدار کاڌو کائڻ. کائڻ لاءِ گهڻي سڪ ڏيکارڻ – وڌيڪ کاڌي جي خواهش هجڻ.

– هٿ چرانڊ ۽ هٿ چرانڊون: ث. گستاخي – حرڪت – کيچل – مستي – انٽرائي – چرچ – ڇيڙڇاڙ. ڇورپ.

– هٿ چرانڊ ڪرڻ: حرڪت ڪرڻ – ڇيڙڇاڙ ڪرڻ – ڪؤنسقتائي ڪرڻ. پرائي عورت جي آبرو ۾ خلل وجهڻ. ڇورپ ڪرڻ.

– هٿ چڙهڻ: هٿ لڳڻ – ملڻ – دستياب ٿيڻ – قبضي ۾ اچڻ – آور ۾ اچڻ – ڦيري ۾ اچڻ – لڀڻ – لهڻ.

– هٿ چمڻ: هٿن کي چميون ڏيڻ – عزت ڏيڻ – ادب ڪرڻ – مان ڏيڻ. بيعت مڃڻ – مريد ٿيڻ – معتقد ٿيڻ – آڻ مڃڻ – چيلو ٿيڻ. تحسين ڏيڻ – تعريف ڪرڻ – آفرين ڏيڻ – جس ڏيڻ.

– هٿ ڇڏيو نہ ڪرڻ: پئسي خرچڻ تي دل نہ هئڻ – سخت ڪنجوس هئڻ. ڪنهن بہ ڪم تي ارواح نہ هئڻ.

– هٿ ڇنڊي رک ڇنڊڻ: آسان ڪم ڇڏي مشڪل جي پٺيان پوڻ – خواه مخواه ڏاڪڙن جي پٺيان پوڻ.

– هٿ ڇنڊي اٿڻ: سڀ ڪائي وڃڻ. ڪاوڙجي اٿڻ – ناراض ٿي اٿڻ.

– هٿ ڇوٽ ۽ هٿ ڇوٽ: ذ. صفت. سخي – ڏاتار. تکو – تيز – ڇوهو – جلد.

– هٿ ڇوهائي: تڪڙ – جلدائي – سيگهہ – تيزي.

– هٿ ڇوهو: ذ. صفت. هٿ جو ڇوٽ – سخي – داتا – ڏاتار. هٿ ڇهو – تيز – تکو – جلد – ڦڙت – جهانجهرو – چالاڪ.

– هٿ ڇوهي: ث. حرڪت بازي – کيپل – انٽرائي – مستي.

– هٿ ڇهائي ۽ هٿ ڇهائيون (ت): ث. صفت. هلڪائي – ٽرڙائي. چوري.

– هٿ ڇهو: ذ. صفت. چوري ڪندڙ. تيز – تکو – هٿ ڇوهو.

– هٿ دراز ڪرڻ: هٿ ڊگهو ڪرڻ – تمام گهڻي سخا ڪرڻ – سخاوت ڪرڻ. ظلم ڪرڻ – ڏاڍهي ڪرڻ – تعدي ڪرڻ. جٽ ڪرڻ.

– هٿ درازي ۽ هٿ دراز يون: ث. صفت. هٿن جي چرپر. کيچل – مستي – انٽرائي. چوري.

– هٿ ڌوئارڻ: راضي ڪرڻ – خوش ڪرڻ – سرهو ڪرڻ. خدمت چاڪري ڪرڻ – ٽهل ڪرڻ – شيوا ڪرڻ.

– هٿ ڌوئڻ: بس ڪرڻ (ڪاڌي وغيره کان). درگذر ڪرڻ. ڪن لاٿار ڪري ڇڏڻ. مايوس ٿيڻ – نا اميد ٿيڻ – نراس ٿيڻ – اميد نہ رکڻ. ڪنهن ٻچڙائيءَ کان قسم کڻڻ – باز اچڻ – تارو ڪرڻ.

– هٿ ڌوئي پٺيان لڳڻ: سڀ ڪم ڇڏي فقط هڪ ئي ڪم ڪرڻ – لاهي پاهي پوڻ. ڪنهن سان خاص دشمني رکڻ – خار رکڻ.

– هٿ ڌوئي ڪيڏ لڳڻ (ت): ڪنهن سان خاص طرح دشمني رکڻ – وير رکڻ – ضديت رکڻ – خار رکڻ. لاهي پاهي پوڻ.

– هٿ ڌوئي لڳڻ: چڱيءَ طرح پٺيان پوڻ – لاهي پائي دشمني ڪرڻ – ڪنهن اهم ڪم کي لڳڻ.

– هٿ ڌوئي وهڻ: آسرو لاهي ويهڻ. نا اميد ٿيڻ – نراس ٿيڻ – سڀ آسرا ڇڏي ڏيڻ. نہ ليکڻ – ڪين جهڙو سمجهڻ.

– هٿ ڏنارڻ: خدمت چاڪري ڪرڻ.

– هٿ ڏڌڻ: نراس ٿيڻ – اميد لاهڻ – هٿ ڌوئي ويهڻ.

– هٿ ڏس: ث. ڏسيل ڪم (چوري وغيره). ڇيل ڪم – سمجهايل ڪم – اشارو ڪيل. هٿ جو اشارو – آهيج.

– هٿ ڏس تي هلڻ: اشاري تي هلڻ – هردم حڪم هيٺ رهڻ – پنهنجي سمجهہ نہ هجڻ – پرائي مت تي هجڻ – پرمتڙيو هجڻ.

- هَٿَ ڏَسَ ڪَرَڻُ: ٻُڌائڻ - سمجهائڻ - هدايت ڪرڻ - سمجهائي ڏيڻ.

- هَٿَ ڏِسڻُ: نصيب ڏسڻ - قسمت ٻڌائڻ.

- هَٿُ ڏيکارڻُ: حڪيم يا طبيب کي نبض ڏيکارڻ - ناڙ ڏيکارڻ. قسمت پڇڻ - نجوميءَ کي هٿ ڏيکاري حقيقت پڇڻ - ٻخت جو پڇڻ.

- هَٿَ ڏي نِهارڻُ: آسرو رکڻ - آميد رکڻ. لالچائڻ - حرص جي نگاهه سان ڏسڻ.

- هَٿَ ڏِيڻُ: ملڻ - مصافحو ڪرڻ - ڪينڪارڻ - خوش خيروعافيت ڪرڻ - آدرڀاءُ ڪرڻ - ڪيڪرٻازي ڪرڻ - آءُ ڀڳت ڪرڻ. سهائتا ڪرڻ - مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - حمايت ڪرڻ. قول ڏيڻ - وچن ڏيڻ - اقرار ڪرڻ - انجام ڪرڻ - سنهن ڏيڻ - ٻول ڏيڻ. ضامن ٿيڻ. سودي جي ڳالهين ۾ پڪ ڪائي ڪرڻ سه رضامندي ڪرڻ. موچين جي اصطلاح ۾ چمڙي کي اٿلائڻ پٿلائڻ.

- هَٿَ ڊِگها هُئڻُ: پهچ هئڻ - سمرٿي هئڻ - پهچت هئڻ - هلندي هئڻ - رسائي هئڻ.

- هَٿَ ڊِگهو ۽ هَٿَ ڊگها: وڏيءَ پهچ وارو - پهچنديءَ وارو - رسائيءَ وارو - سمرٿي وارو.

- هَٿُ ڊِگهو ڪَرڻُ: ڪجهه مال ڏيڻ. اڌارو يا خيرات گهرڻ - ڀيک پنڻ. مدد ڏيڻ - واهر ڏيڻ - سهائتا ڪرڻ.

- هَٿَ ڊِگهيرڻ: سوال ڪرڻ - گهرڻ - وٺڻ - صدا هڻڻ - پنڻ - ڀيک گهرڻ - منگڻ - مدد ڏيڻ - سهائتا ڪرڻ.

- هَٿَرادو: صفت. ظرف. هٿ سان ڪيل - هٿ جو ٺاهيل - نقلي - جڙتو - ٺاوتي - تقليدي - جعلي - مصنوعي.

- هٿرادُو: ذ. صفت. هٿرادُو.

- هَٿَ رَسُ ۽ هَٿَ رَسَ: ذ. صفت. مشت زني - جلق زني - هٿ. پهچ - پهچندي - دسترسي.

- هَٿُ رَسَڻُ: هٿ پهچڻ - واهر ملڻ - سهائتا ملڻ.

- هَٿِروڪَرڻ (ت): هٿن تي هيرائڻ - پالتو ڪرائڻ.

- هَٿَ رَکَڻُ: سنڀال ڪرڻ - پرگهور لهڻ - سنڀالڻ - حفاظت ڪرڻ - نگهباني ڪرڻ - نگهدار ٿيڻ. همدردي ڪرڻ - سهارو ڏيڻ - مدد ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - واهر ڪرڻ. پناهه ڏيڻ - اجهو ڏيڻ - مهرباني ڪرڻ - احسان ڪرڻ - وڙ ڪرڻ - ٿورو ڪرڻ. پنهنجو ڪرڻ - عزت ۾ داخل ڪرڻ - رشتيداريءَ ۾ ڳنڍڻ. ٻئي جي مال ۾ دعوي رکڻ - حق ڄمائڻ.

- هَٿَ رَڱَڻُ: مار ڏيڻ - ڦيهه ڪڍڻ - ڏنڀ ڪڍڻ - سزا ڏيڻ - موچڙا هڻڻ. ناجائز يا جائز طريقي سان وڏو فائدو حاصل ڪرڻ - مالا مال ٿيڻ. ٻئي واري ٿيڻ. قبضو ڄمائڻ. ڪنهن جي ڏوهه ۾ شامل ٿيڻ.

- هَٿِرو ۽ هَٿِرا (ت): حرڪتي - لچو - اُٺرو - ليچڙو - مستيخور.

- هَٿَ روڪَڻُ: ٿورو خرچائو ٿيڻ - هٿ ڦاڙ نه ٿيڻ - ڪم خرچ ڪرڻ - مُٺ ڀيڙڻ.

- هَٿِڙو ۽ هَٿِڙا: ذ. صفت. هٿ - پنڌ - دست - ڪَرُ.

- هَٿِڙِي ۽ هَٿِڙِيون: ث. ڳنڍ ڇوڙي - جيب ڪتري - ڪيسي مان چوري - سهارو - مدد - آڌت - دلداري. گهوڙي کي ٽنگ ۾ ٻڌل چم جي پٽي. هٿڪڙي - ٻيڙي.

"هٿڙيون هٿن، چنگهون پانهون ڪاٿ ۾."

(سرمارئي - شاهه)

- هَٿڙي ڏيڻ: ٿوري گهڻي مدد ڪرڻ - سهارو ڏيڻ.

- هَٿڙي هڻڻ: چوري ڪرڻ - ڪا شيءِ لِڪائي وڃڻ - ڳنڍ ڇوڙي ڪرڻ - ڪيسو ڪترڻ - ڳنڍ ڪپڻ. تور ۾ گهوٻي هڻڻ. رنڊڪ وجهڻ - اٽڪاءُ وجهڻ. گهوڙي جو پاڇ ۾ اڳيان سنب هڪ ٻئي سان هڻڻ. زنا ڪرڻ - جماع ڪرڻ. (ت).

- هَٿَ سَيَ ڪَرڻُ: هٿ ڊگهو ڪري ڪجهه ڏيڻ. مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ.

- هَٿُ سُمَهَڻُ: هٿ بي حس ٿيڻ - رت سڪي وڃڻ - هٿ لڱڙو ٿيڻ. هٿ جو ستت ڇڏي ڏيڻ - هٿ ڪمزور ٿي وڃڻ.

- هٿُ سَنئُون ڪَرڻُ: خيرات ڪرڻ - دان ڪرڻ. سامهون ٿيڻ - منهن سامهون جواب ڏيڻ.

- هٿَ سيڪڻُ (ت): ڪجهه فائدو حاصل ڪرڻ - نفعو پرائڻ - آپراسو ٿيڻ.

- هٿَ شفا هُئڻُ: هٿ ۾ جس هُئڻ - هٿ ۾ فائدو هئڻ - هٿ ۾ برڪت هئڻ.

- هٿَ صافُ ڪَرڻُ: پاڻ کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ - بي گناهيءَ جي ثابتي ڏيڻ. هٿڙي هئڻ - ڪا شيءِ ڪانئي وڃڻ.

- هٿَ ڦاٽڻُ: هٿن ۾ ليڪُون پوڻ - سخت محنت ڪري، هٿن ۾ ڦوڦينڊا پوڻ.

- هٿُ ڦاڙُ: هٿَ ڦاڙ: ذ. صفت. اجايو خرچ ڪندڙ - گهڻ خرچائو - آڏائو - بالفضول - لاپرو چٽيو.

- هٿَ ڦاڙُ هُئڻُ: گهڻ خرچائو هئڻ - فضول خرچائو هئڻ - لاپرو چٽيو هئڻ.

- هٿَ ڦٽڻُ: جسم ۾ بيماريءَ سبب هٿن ۾ خشڪي ٿيڻ - هٿن جو ڦاٽڻ.

- هٿَ ڦيرَڻُ: مهرباني ڏيکارڻ - مهر ڪرڻ - ٺڏو ٺورو ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ - چڱائي ڪرڻ - وَڙُ ڪرڻ - احسان ڪرڻ - نيڪي ڪرڻ - هٿُ گهمائڻ - دلاسو ڏيڻ - همدردي ڪرڻ - شفقت ڏيکارڻ - سيني سان لڳائڻ. چٽ چٽان ڪرڻ - قرب ڏيکارڻ - پيار ڪرڻ. پچڪارڻ. دعا ڪرڻ - آسيس ڪرڻ - آشيرواد ڪرڻ - ڀيڙو وجهڻ.

- هٿَ قبرَ ڪانُ ٻاهرِ هُجڻُ: ذليل هجڻ - رُسوا هجڻ - بدنام هجڻ.

- هٿَ ڪَپِجڻُ: واسطو ٽٽڻ - بي تعلق ٿيڻ - لاتعلق ٿيڻ - لاڳاپو ٽٽڻ - ناتو ٽٽڻ - رشتو ختم ٿيڻ.

- هٿَ ڪَپڙي ۾ ٻَجهڻُ (ت): تنگ ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - تڪليف ۾ هجڻ - سوڙهو ٿيڻ. همت هارڻ. بزدل هئڻ. ڪمزرو هئڻ - نرم ٿيڻ.

- هٿَ ڪَپڙي ۾ هُئڻُ (ت): ششدر ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - بي حال ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - حيران ٿيڻ - بيتال ٿيڻ.

- هٿُ ڪَپڻُ: دستبردار ڪرڻ - حق ٽوڙڻ - لاڳاپو ختم ڪرڻ - قطع تعلقات ڪرڻ - ناتو ختم ڪرڻ.

- هٿُ ڪَپي ڏِيڻُ: حق واسطو لکي ڏيڻ. اختياري ڏيئي ڇڏڻ - دست بردار ٿيڻ - ناتو ٽوڙي ڇڏڻ.

- هٿَ ڪَيڻُ: واسطو ٽوڙڻ - لاڳاپو بند ڪرڻ - قطع تعلقات ڪرڻ - ناتو ٽوڙڻ - مدد کان انڪار ڪرڻ - مدد نه ڏيڻ - امداد ڊري ڪرڻ. ڪم کان بيزاري ڏيکارڻ - دست بردار ٿيڻ. مٿس جو سندري مان هٿ ڪيڻ.

- هٿُ ڪَرمَنُ تي هئڻُ: هٿ مٿي تي هئڻ - ويٺڻ - ڪنهن ٿيل نقصان جي ڪري هاءِ گهوڙا مچائڻ.

- هٿُ ڪَرڻُ: لهڻ - لڀڻ - قبضي ۾ آڻڻ - حاصل ڪرڻ - دستياب ٿيڻ. ميسر ڪرڻ - ڳولڻ - ڊونڊڻ. وٺڻ - موجود ڪرڻ - حاضر ڪرڻ. تاس راند ۾ داءُ جا پتا کٽڻ - هٿ ڪڏ ڪرڻ.

- هٿُ ڪَڙولُ ۽ هٿَ ڪَڙولَ: ذ. ٻانهن جي ڪرائيءَ ۾ وجهڻ لاءِ لوهه جو تالي سان ڪڙو - هٿڪڙي - هٿوڙي.

- هٿڪَڙِيُ ۽ هٿڪَڙِيُون: ث. هٿ ڪڙول.

- هٿَ ڪَسبِيُ: صفت. هُنر وارو - آستو - ڪاريگر - هنري - هنرمند - ڪُشل.

- هٿُ ڪُوسُ ڪَرڻُ: لاپڪاري يا ڪجهه روڪڙا پئسا ملڻ - فائدو حاصل ڪرڻ - واپار مان نفعو پرائڻ. مار کيڏڻ - ڪنهن کي ميکت ڏيڻ - موچڙا ڪُٽ ڪرڻ.

- هٿَ ڪَس ۽ هٿَ ڪَسُون: ث. صفت. چوري - هٿڙي - جيب ڪتري - گنڍ ڇوڙي. ڦُر - زوري - ڌاڙو - راهزني - لُٽ. مسخري - مذاق.

- هٿَ ڪَسَ ڪَرڻُ: چوري ڪرڻ - هٿڙي هڻڻ. ڦُر ڪرڻ - لُٽ ڪرڻ - ڌاڙو هڻڻ. مسخري ڪرڻ - مذاق ڪرڻ.

- هٿُ ڪَسَ هُجڻُ: هٿ ڪس هئڻ.

- هٿَ ڪَسَ هُئڻُ: هٿن سان ڦُر هجڻ - تمام زوري هئڻ - بي واجبي هئڻ - نامناسبي هئڻ.

- هٿ ڪليل هجڻ: سخي هئڻ - داتا هجڻ - سخاوت جو صاحب هجڻ.
- هٿ ڪڍڻ: لاڳاپو ٽوڙڻ - واسطو ختم ڪرڻ - دستبردار ٿيڻ - ترڪ ڪرڻ - قطع تعلقات ڪرڻ - ناتو ٽوڙڻ - رستو ڇڏي ڏيڻ - ڪجهه تعلق نه رکڻ - پچر ڇڏڻ. مايوس ٿيڻ - نراس ٿيڻ - نا اميد ٿيڻ. اشارو ڪرڻ. دعا گهرڻ - فاتح پڙهڻ. پٽڻ - بددعا ڪرڻ - پاراتو ڏيڻ.
- هٿ کولڻ: دان ڏيڻ - سخا ڪرڻ - خيرات ڪرڻ - سخي ٿيڻ.
- هٿ کي هٿ نه ڏسڻ: تمام اونداهي هئڻ - انڌوڪار هئڻ - گهٽگهوٽ اونداهي هئڻ - سخت اونده هجڻ.
- هٿ ڳاڏي ۽ هٿ ڳاڏيون: ث. هٿ سان ڪاهڻ واري ڳاڏي - ٺيلهو - ڇڪڙو - ڳاڏو.
- هٿ ڳجهري ۽ هٿ ڳجهريون: ث. عورتن جو ڪرائيءَ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زيور - منگلي.
- هٿ ڳنڍڻ: وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ - جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ - لڙڻ - لڙائي ڪرڻ. ڪنهن ڪم ۾ مشغول ٿيڻ - رُنيجڻ.
- هٿ گسي ڪرڻ: اجايو پورهيو ڪرڻ - بي فائدو محنت ڪرڻ - خواه مخواه جفاڪشي ڪرڻ.
- هٿ ڳنڍڻ: هٿ ڳنڍڻ.
- هٿ ڳنڍڙي ۽ هٿ ڳنڍڙيون: ث. ٽپال جي رستي موڪليل ڪا ننڍڙي ڳنڍ - ننڍڙي - پڙ - ڳٽڙ - پڙڪي - (انگ). پارسل.
- هٿ گهمائڻ: پرچائڻ - پيار ڪرڻ - پنپلائڻ - ڏاڍ لائڻ - ريجهڻ - ٺڳڻ - دلبو ڏيڻ.
- هٿ لائڻ: استعمال ۾ آڻڻ. ڇهڻ. ڪم شروع ڪرڻ. ڏڪ ڏيڻ. ڪورڪو اصطلاح تاڃي سمجهائڻ.
- هٿ لڳڻ: هٿ اچڻ - قبضي ۾ اچڻ - واري ۾ اچڻ. ملي وڃڻ - دستياب ٿيڻ. ميسر ٿيڻ - لڀي وڃڻ. ڪنهن جي هٿان نقصان پهچائڻ - ڇيهت لڳڻ - ٽوٽو پوڻ - ڌڪ لڳڻ. خبر پوڻ - سڌ ملڻ.
- هٿ لوڏيندو اچڻ: خالي هٿين اچڻ - ڪجهه به نه ڪمائي اچڻ - هٿين ٺلهو اچڻ. بيڪار اچڻ - نڪمو اچڻ.
- هٿ مان ڪڍڻ: پاڻيهي وڃائڻ - بي فرمان ٿيڻ - چيو نه ڪرڻ.
- هٿ مان نڪرڻ: وڃائي ويهڻ - بي فرمان ٿيڻ - چيو نه ڪرڻ.
- هٿ مان نڪري وڃڻ: قبضي مان نڪري وڃڻ - وس ۾ نه رهڻ - وس کان ٻاهر وڃڻ - بي فرمان ٿيڻ - بي چيو ٿيڻ.
- هٿ مٿي ڪرڻ: هٿ آڏا ڪرڻ - هٿ مٿا ڪرڻ. دعا واسطي يا پاراتي واسطي هٿ کڻڻ. اقرار ڪرڻ - هائوڪار ڪرڻ.
- هٿ ملائڻ: ڪينڪار ڪرڻ - خوش خير وعافيت ڪرڻ - آدرڀاءُ ڪرڻ - ڪينڪربازي ڪرڻ. هٿ ۾ هٿ ملائڻ - دوست عزيز جو ساٿ ڏيڻ.
- هٿ منجهه ٿيڻ: هٿ تنگ ٿيڻ - تنگدست ٿيڻ - مفلس ٿيڻ - غريب ٿيڻ - افلاس گهر ڪري وڃڻ - ڪنگال ٿيڻ - ڪٽي پوڻ - پئسو ڪٽي پوڻ - نادار ٿيڻ. ڪوبه ڪم نه ٿيڻ - نا اميد ٿيڻ.
- هٿ منجهڻ: گهرج ۾ پوڻ - تنگدستي ٿيڻ - مفلسي ٿيڻ.
- هٿ منڊڻ (ت): هٿ ٽنگڻ - گهرڻ - پنڻ - منگڻ - سوال ڪرڻ - ڀيک وٺڻ.
- هٿ مهٽڻ: پڇتائڻ - افسوس ڪرڻ - ارمان ڪرڻ - پشيمان ٿيڻ - ندامت جا آنسو وهائڻ.
- هٿ ۾ اچڻ: قبضي ۾ اچڻ - حاصل ٿيڻ - ملڻ - وس ۾ اچڻ - دستياب ٿيڻ - هٿ لڳڻ.
- هٿ ۾ ڏيڻ: روڪ پئسا ڏيڻ - بروقت ڏيڻ. دغا ڪرڻ - دولاب ڪرڻ - ٺڳي ڪرڻ - فريب ڏيڻ. ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ - جواب ڏيڻ - نابري وارڻ.
- هٿ ۾ سرهو ٿيڻ: هٿن ۾ دم ڏيڻ.
- هٿن ۾ هير يون هڻڻ (ت): هار وير يا پيچ ڊاهه ڪرڻ - زيان ڪرڻ - نقصان ڪرڻ.

- هٿ ۾ هُئڻ: وس ۾ هئڻ - اختيار ۾ هئڻ - قبضي ۾ هئڻ. ڀُسي جي تنگي نه ڏسڻ.
- هٿيناٽ، هٿيناٽ: ذ. صفت. هٿ جو کيل - چالاڪي - عياري - حرفت - چالبازي.
- هٿ لائي: ٺڳ - اٽڪل باز - هٿ جي صفائي ڏيکاريندڙ - چالاڪ - عيار - حرفتي - چالباز.
- هٿ نه اچڻ: قبضي ۾ نه اچڻ - هٿ نه لڳڻ - دستياب نه ٿيڻ - نه ملڻ.
- هٿن تي ٻرتا: آتي جو آتي - جهٽ پٽ - تڏي تي - بروقت - يڪدم - آمالڪ - تهه پهه.
- هٿن تي ٻرتا ڪرڻ: اتي جو اتي ڪري ڏيکارڻ - بروقت ڪري ڏيکارڻ.
- هٿن ٻيرن کي ميندي لائي وهڻ: بيڪار ٿي ويهڻ - ڪوبه ڪم ڪار نه ڪرڻ - سست ٿي ويهڻ - ٽوني ٿي ويهڻ - نڪار ٿي ويهڻ - ڪم چور ٿيڻ.
- هٿن جا ليڪا ڍاهڻ: ويجهي عزازت ڇڄڻ - اصل نسل ڪم ٿيڻ - عزازت مان نڪري وڃڻ.
- هٿن جو ٻار: ننڍي عمر جو ماڻهو - هٿن جو نپايل - ٻاڻ ڪان ننڍو.
- هٿن جو چاول هئڻ: عمر جو ننڍو هئڻ - ٻاڻ ڪان ننڍو هجڻ.
- هٿن جي بازي: هٿن جي ڪيڏ - اٽڪل چالاڪي - حرفت - عياري - هٿ ناٽ.
- هٿن جي ٻرتا: بيحد چالاڪي - هٿن جي بازي - جلد بازي - هٿن تي ٻرتا.
- هٿن جي ڇانو ڪرڻ: نهايت حفاظت سان رکڻ - سک ڏيڻ - آسودو رکڻ. مدد ڏيڻ - واهر ڏيڻ - سهائتا ڪرڻ. دک سک ۾ پائيوار ٿيڻ.
- هٿن جي صفائي: هٿن جي ڪيڏ - اٽڪل - چالاڪي - ڦڙتائي - جهٽ پٽ - حرفت - هٿ ناٽ.
- هٿن جي صفائي ڪرڻ: زور - وت - قوت - سگهه. زور آزمائڻ - مقابلو ڪرڻ - هڪ ٻئي سان وڙهڻ. دوبدو مقابلو ڪرڻ.
- هٿن سان ڏيڻ: قبضي مان ڪڍڻ - وڃائڻ - ضايع ڪرڻ.
- هٿن سان سڙهي ڪرڻ: مرد جو پنهنجي زال کي غسل ڪفن وغيره ڏياري دفن ڪرڻ.
- هٿ نصيب ٿيڻ: واهر ملڻ - مدد ملڻ - سهائتا ٿيڻ - ڀليرائي ٿيڻ.
- هٿ نه لائڻ: هٿ سان نه ڇهڻ - ڪنهن کي ڪجهه نه چوڻ - ڪجهه به نه ڪرڻ - ڪابه ڇرالد نه ڪرڻ.
- هٿن مان نڪري وڃڻ: قبضي مان نڪري وڃڻ - وس ۾ نه رهڻ - اختياريءَ مان نڪري وڃڻ. ڪم ٿي وڃڻ - وڃائجي وڃڻ.
- هٿن مان وڃڻ: ڪنهن شيءِ جو يڪدم ڪم ٿيڻ. ڏاڍو ڪاوڙجڻ - آپي کان نڪري وڃڻ.
- هٿ نه سُنجهڻ: ڀُسي جي تنگي نه ڏسڻ - ڪابه مشڪلات نه ڏسڻ - ڪابه مشڪلات درپيش نه اچڻ.
- هٿن ۾ جيڪي هو سو ڪري پوڻ: عجب ۾ پوڻ - عبرت ۾ پئجي وڃڻ.
- هٿن ۾ هريون هئڻ: آڱريون هلڪيون ٿيڻ.
- هٿو ۽ هٿا: ذ. صفت. (سن. هٿ ڪن). هٿ - مٺ. ڳن - ڪاٺ جو ڳن. آڏائي جو مٺيو - انٽ جو مٺيو - جنڊ جو مٺيو - ڪاري جي ٻيڙيءَ جو هڪ جزو. ڪاٺ جو ٺهيل اوزار - جنهن سان آلي ڪچي جنڊيءَ کي ڏند ڪيدن.
- هٿو ٻارائي ۽ هٿو ٻارايون (ل): ث. صفت. مدد - همراهي.
- هٿ وٺڻ: دستگيري ڪرڻ - مدد ڪرڻ - سهارو ڏيڻ - سهائتا گهرڻ - همراهي ڪرڻ - واهر ڪرڻ - پناهه ڏيڻ - ڏکئي وقت ڪم اچڻ - حامي ٿيڻ - حمايت ڪرڻ - رهبري ڪرڻ - دک درد دفع ڪرڻ.
- هٿ وني جهيڙو ڪرڻ: سواءِ ڪنهن سبب جي وڙهڻ - رو ڪڏائي وڙهڻ.
- هٿوپائي ۽ هٿوپائيون: ث. صفت. هٿن پيرن سان ويڙهه - هٿ ڪينس - هٿ چڙاند - هٿ ڪس - ڏڪ ڏوڻ - چڪتاڻ. کل مسخري.

■ هَزارِيءُ: صفت. هزار جي قيمت وارو - هزار جي ماهه وارو - تمام قيمتي. مغلن جي وقت جو هڪ فوجي اعزاز - فوج ۾ هڪ هزار سپاهين جي مٿان وارو عهديدار. (اسم خاص). شڪارپور ۾ هڪ دَرَ جو نالو.

■ هَزارِينُ: صفت. ظرف. هزارين - هزارن جي تعداد ۾ تمام گهڻا - بيشمار - انيڪ - لاتعداد - اندازَ کان ٻاهر.

■ هَزارِين حِيلا ڪرڻُ: تمام گهڻيون ڪوششون ڪرڻ - مٿو مونو هڻڻ - هٿ پير هڻڻ - ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ - پنهنجي وس نه گهٽائڻ - سرتوڙ ڪوشش ڪرڻ.

■ هَزارَ داڻِيءُ (ت): هڪ قسم جي ول جيڪا ننڍن داڻن سان ڀريل هجي.

● هَزارسِتانُ: اسم خاص. افغانستان جو هڪ علائقو.

● هَزارو ۽ هَزارا: ذ. گل جو هڪ قسم - ٻست جي ٻوٽي جو گل - ريشم جي تمام گهڻين سنهين تندن منجهان ونيل ٿلهو ڌاڳو. (جو حدبندي جي ڪم لاءِ تيار ڪيو وڃي).

● هَزار واهُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين، تعلقي ڳڙهي خيرو ۽ تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ ديهن جا نالا.

● هَزائِڻُ (ل): مصدر. ڊيڄارڻ - ڊپ ڏيارڻ - خوف ۾ وجهڻ - ڀؤ ڏيارڻ. (هزائيو - هزائيندو - هزائيل).

● هَزِرَڻُ (ل): جانچڻ - جونچڻ - ڳولهڻ - ڦولهڻ - نهارڻ - تلاش ڪرڻ - جستجو ڪرڻ. (هزريو - هزرندو - هزريل).

● هَسُ ۽ هَسَ: ذ. (ڪ. هاسلي). زيور جو هڪ قسم - ٻهراڙي جي زالن جو ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهه. يا زيور - ڳچيءَ ۾ پائڻ جو چانديءَ جو وڏو ڪڙو - ڪڙوارو - وارلو.

● هِسِ: ث. وڏائي - تڪبر - هٺ - مغروري - غرور - هوش - عقل.

● هَسُتُ ۽ هَسْتَ: ذ. (سن). هاٿي - فيل - ٻيل.

■ هَسْتِنِيءُ ۽ هَسْتِنِيُون: ث. هاٿڻ - هاٿڻي. زالن جي چئن قسمن مان آخري قسم. (پدمڻي - چترڻي - سنکڻي ۽ هستني).

■ هَسْتابُوزِيءُ (ت): صفت. زبردستي - ڌاڍائي - جبر - زوراوري.

■ هَسْتَ رَنْگِيءُ ۽ هَسْتَ رَنْگِيُونُ (ت): ث. صفت. بدچال عورت - بدمعاش عورت - تيرنهن تالي - چالاڪ.

● هَسْتِيءُ ۽ هَسْتِيُونُ: ث. (ف. سن. هستن). هاٿي - گج - فيل - ٻيل - هست. هئڻ - هجڻ - وجود - قيام - ٽڪاءُ - نڪاڻو - بود وباش - موجودگي - حاضري - موجودات. جيوَت - حياتي - زندگي. طاقت - زور - ٻل - وتُ - سگهه - پهلواني - قوت. دنيا - ڪائنات - عالم - جهان - خلافت - رچنا - مخلوقات - جڳ. جمال - تاب - دٻدٻو - شان - شوڪت - ٺاٺ - ٺٺ - تجمل - وڏائي - دولت - مايا - ناڻو - ملڪيت - ڌن. آٽ تي وجهڻ جو ننڍو ٻلاڻ.

● هُسْڄَڻُ (ت): مصدر. ٽڪجڻ - خفي ٿيڻ - چور ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.

■ هُسْڄِيءُ پَوڻُ (ت): ٽڪجي پوڻ - ڪهڙي تڪليف ڪرڻ - بيزار ٿيڻ.

● هسراج ملاڻِيءُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● هُسْرو ۽ هُسْرا (ل): ذ. خوشي - سرهائي - راحت.

● هَسَٽُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هِسڪَڻُ: مصدر. سهڪڻ - گهڻي ڊوڙ يا ڪم جي ڪري سهڪو ٿيڻ. ٽڪڙا ساهه کڻڻ.

● هَسْگِرِيءُ ۽ هَسْگِرِيُونُ (ڪ): ث. ڳهه جو هڪ قسم.

● هَسْلِيءُ ۽ هَسْلِيُونُ: ث. (سن. آنْسِلِيءُ). ٻارن يا زالن جي ڳچيءَ ۾ پائڻ جي ڪڙي - ڪڙولو - هَس - هَسي. (ت). گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ سونهن لاءِ ڪڙن لڳل نرم چمڙي جي پٽي.

● هَسَڻُ (ت): مصدر. کِلڻ - ٺهڪ ڏيڻ - خوش ٿيڻ - ٺهڪڙو ڪرڻ.

● هَسوُ ع هَسا: ذ. جسم تي پيدا ٿيل مٿي اڀريل گوشت جو ڪاررو ڳڪرو - ٻُت تي ٿيل ٻي حِس داغ - آسو - ڳدا ٻوٽي.

● هَسُوارُ ع هَسُوارَ: ذ. گهوڙي سوار - گهوڙي تي چڙهيل - سُوار.

- هَسُوارِيُ ع هَسُوارِيُون: ث. وَهٽ جي چڙهي - سُواري.

● هَسُولا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَسُولنبِڙوُ ع هَسُونبِڙا (ل): اسم خاص. بيماريءَ جو هڪ قسم - بيماريءَ سبب بدن تي لڪتل دائو - هنبسڙو.

● هُسُ هُسُ (ٿ): ٻڪرين ۽ رڍن کي هڪلڻ جو آواز - هُش هُش - هُشڪار.

● هَسِيُ ع هَسِيُون: ث. زالن جو ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زيور - هَسُ - هسلي. (ٿ). ڪنلِي - سانداري - مشق - پخال.

● هِشُ: ٻلي يا ٻڪريءَ وغيره کي هڪلڻ جو آواز - هُش.

- هِشُ هِشُ: ٻلين يا ٻڪرين کي وراڻڻ يا هڪلڻ وغيره جو آواز - هُش هُش.

- هِشِ هِشِ ڪَرَڻُ: ٻلي وغيره کي هڪلڻ - هُش هُش ڪرڻ.

● هُشِڪارَڻُ: مصدر. آڻ کي ويهارڻ جو آواز ڪرڻ - هُشائڻ - آڻ کي جهُڪائڻ - هشڪارڻ - اوڪامڄڻ. مجبور ڪرڻ - لاچار ڪرڻ - ٻي وس ڪرڻ. هُشي ڏيڻ - وڙهڻ لاءِ آماده ڪرڻ - پڙڪائڻ - آيارڻ. (هشڪاريو - هشڪاريندو - هشڪاريل).

- هُشِڪارَ ع هُشِڪارُون: ث. آڻ کي ويهارڻ جو آواز - هُش. هَچَ - پڙڪو - آيار - هُشي.

- هُشڪارَ ڪَرَڻُ: آڻ کي ويهارڻ لاءِ آواز ڪرڻ - تازي ڪُتي کي ڪنڌ مان ٻنو ڪيدي، شڪار لاءِ ڀنيان ٻڄڻ. ڪاهه ڪرڻ جو حڪم ڏيڻ - آيارڻ - پڙڪائڻ - جهيڙي لاءِ آماده ڪرڻ.

- هُشَڻُ: مصدر. آڻ جو ويهڻ - جهڪڻ - گوڏا کوڙڻ. (هُشيو - هُشندو - هُشيل).

- هُشِ ع هُشُون: ث. آڻ وغيره کي ويهارڻ جو آواز. ڪُتي يا ٻليءَ کي هڪلڻ جو آواز - ٽيڪر - خوشامد.

● هُشائِڻُ: مصدر. آڻ کي ويهارڻ - جهڪائڻ - هُش هُش ڪرڻ. زور سان قبضي ۾ آڻڻ - مطيع ڪرڻ.

- هُشِ تي خوشُ ٿِيَڻُ يا هُشَڻُ: ٿوري شيءِ يا خوشامد تي راضي ٿيڻ - ٽيڪر تي ٽَرڻ - خود ثنائيءَ تي خوش ٿيڻ - ڪوڙي ساراهه تي سرهو ٿيڻ - ڪوڙي دلاسي تي خوش ٿيڻ.

● هَشامُ ع هَشامَ: ذ. صفت. انبوهه - خَلِق - هُجوم - ميڙ - ڪَٺا - پينڊ - ڳوڙ - جهجهائي.

● هَشِڪوُ ع هَشِڪا (ڪ): ذ. صفت. اجايو ڳالهائڻ - ٻخي - ٻَڪ ٻَڪ - لَٻاڙ - ٻڪوات - ٽر ٽر.

● هُشنڪُ ع هُشناڪَ: ذ. صفت. خبردار - ڦُڙت - چالاڪ - هوشيار - جلد - سِگهو - سُرت - سجاڳ.

- هُشناڪِيُ ع هُشناڪِيُون: ث. صفت. خبرداري - سنڀال - ڦڙتائي - چالاڪي - جلدائي - ڦڙتي - جهاجهرائي. چڱيءَ طرح سان ڳائڻ ۽ هنڊائڻ واري حالت.

● هَشتَنڪ ع هَشتَنڪُون (ڪ): ث. سانداري - ڪَتلي - پخال - مشق. (اسم خاص). هڪ قسم جو ڳاهه، جنهن کي آڻ نه کائي.

- هَشتَنڪ هَٿَ ۾ ڏِيَڻُ (ڪ): سڄو ڪارخانو يا سڄو ڪاروبار ڏيڻ وٺڻ - گهر جو سارو ڪاروبار هٿ ۾ ڏيڻ.

● هِشُوَرڪ (ڪ): جبل ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جي ٻوٽيءَ جي نهايت ڪڙي ٻاڙ، جا دوا طور ڪم اچي.

● هُشِيُ ع هُشِيُون: ث. صفت. چُرچ - چورت - هَچَ - پڙڪي - ٻَٽ پرائي - ٽيڪو - ٽيڪر. مدد - واهر - همراهي.

- هُشِيُ اَچَڻُ: ٽيڪو اچڻ - مدد اچڻ - ٻٽ پرائي ٿيڻ - چُرچ ٿيڻ.

- هُشيءِ تي لڳَڻُ: ٻئي جي ڏتي تي هلڻ - ٻئي جي چوڻ تي هلڻ - ٻرغلائجي وڃڻ - ٻئي جي چُرچ تي لڳڻ - ڪنهن جي پڙڪيءَ تي لڳڻ.

- هُشي ڏِيَڻُ: چُرچ ڏيڻ - لاڳ ڏيڻ - چورت ڪرڻ - ٻئي کي پڙڪائڻ - چورڻ - آيارڻ - آڪسائڻ - همٿائڻ - همٿ ٻڌائڻ - مَن وڌائڻ - ٽيڪو ڏيڻ - لاڳو ڏيڻ - ٻَچ ڪرڻ - پڙڪو ڪارائڻ - ٻرغلائڻ - ڀڙڪائي ڪرڻ.

● هُشيارُ ۽ هُشيارَ: ذ. صفت. عقل وارو - سياڻو - ڏاهو - سمجهُو - هوشمند - گياني - عاقل - دانا - سمجهدار - سڄاڻ - خبردار - آگاهه - بيدار - سجاڳ - چوڪس - هوش وارو - سُرت وارو. لائق - قابل.

- هُشيارُ ٿيڻُ: خبردار ٿيڻ - آگاهه ٿيڻ - جاڳڻ - بيدار ٿيڻ - هوش سنڀالڻ. سياڻو ٿيڻ.

- هُشيارُ ڪَرڻُ: خبردار ڪرڻ - جاڳائڻ - بيدار ڪرڻ - سجاڳ ڪرڻ - آگاهه ڪرڻ - چِتائڻ - سڄاڻ ڪرڻ. هدايت ڪرڻ - تنبيهه ڪرڻ. ڏاهو ڪرڻ - سياڻو ڪرڻ - لائق ڪرڻ - قابل ڪرڻ.

- هُشياري ۽ هُشيارِيُون: ث. صفت. (ف). سياڻپ - ڏاهپ - عقلمندي - قابليت - دانائي - چالاڪي. سرت - سرتائي - خبرداري - بيداري - سجاڳي.

● هَضمُ: ذ. صفت. پيٽ ۾ کاڌي جي ڳرِي وڃڻ واري حالت - هاضمو - تحليل - ڳارو.

- هَضمُ ٿيڻُ: پيٽ ۾ کاڌي جو ڳرڻ - هاضمو ٿيڻ - پچڻ - تحليل ٿيڻ. (پرائو مال) ڦٻي وڃڻ - قبضي ۾ اچڻ - هٿ ۾ اچڻ.

- هَضمُ ڪَرڻُ: پيٽ ۾ کاڌو ڳارڻ - کاڌو پچائڻ - پيٽ ۾ تحليل ڪرڻ - معدي ۾ پچائڻ. ڀَسم ڪرڻ - غبن ڪرڻ - پرايو مال هضم ڪرڻ - ڦٻائڻ.

- هَضمِي: ذ. صفت. هاضمي وارو - هاضمو وڌائيندڙ.

● هُفُ ۽ هُفَ (ت): ذ. صفت. ناسُ - چِٽ - ڪُم - تباهه - برباد - ختم - اجاڙ - دُفُ.

- هُفُ ڪري ڇڏَڻُ: ناس ڪري ڇڏڻ - ڪپائي ڇڏڻ - دُف ڪري ڇڏڻ - ختم ڪري ڇڏڻ - تباهه ڪري ڇڏڻ.

● هَفتُ: ذ. صفت. (ف). ڳاڻيٽي ۾ سَت. (٧).

- هَفتَ آقليمُ: ذ. صفت. سَتَ ئي کنڊ - دنيا - ڪُلُ ڪائنات - روءِ زمين - سڄو جهان. سَت ڪمربند - پٽا.

- هَفتَ رَنگي ۽ هَفتَ رَنگيُون: ث. صفت. چالاڪ عورت - چالباز عورت. ڪِچري - رنڊي - ٻيسوا - ونشيا.

- هَفتو ۽ هَفتا: ذ. صفت. سَتَ ڏينهن. مهني جو چوٿون حصو. ست وارو.

- هَفتيوارُ ۽ هَفتيوارَ: ذ. صفت. ظرف. هفتي هفتي - هفتان هفتي - هر هفتي.

● هَفيسَ ۽ هَفيسُون: ث. (انگ. آفيس). آفيس جو بگڙيل لفظ - آفيس - دفتر.

- هَفيسَرُ ۽ هَفيسَرَ: ذ. (انگ. آفيسر). آفيسر جو بگڙيل لفظ - آفيس جو عملدار - دفتردار.

● هُفوائي ۽ هُفوائيُون: ث. افوائي. بي بنياد خبر - بُدل خبر - بي پاڙي بُدل خبر. (ل).

● هُڦَڻُ: مصدر. هِڦي پوڻ - هُلڻ - هُڦَڻ - هُڦجڻ - سهڪڻ - ساهه ٽٽڻ - دم ڇڄڻ - ڌڪ ڌڪ ٿيڻ - سهڪي ۾ پرجڻ - سهڪو ٿيڻ - سهڪي ٿيڻ - هڙڪڻ - تڙڦڻ. ٿَڪڻ - چور ٿيڻ - ساٽو ٿيڻ - ٿڪجڻ - ماندو ٿيڻ - بيزار ٿيڻ. (هُڦيو - هُڦندو - هُڦيل).

- هُڦَ ۽ هُڦُون: ث. سهڪ - سهڪو - سهڪي - هڙڪ - دَڪ دَڪ - دَم. (ت). ڪرمي - هباءُ - آپس - هُڦس.

- هُڦِجَڻُ: مصدر. هُڦڻ - هِڦي پوڻ - هلڻ - سهڪڻ - ساهه ٽٽڻ - دَم ڇڄڻ - پرجڻ - دڪهڪ ٿيڻ - سهڪي ۾ پرجڻ. ٿڪجڻ. ڪرر ٿيڻ.

● هُڦي ۽ هُڦيُون: ث. هُڦ - سهڪ - سهڪي - هڙڪو - تڙڦ - سهڪو.

● هقوسيٖ آنبَ: اسم خاص. ٻمبئي جي انبن مان هڪ جنس جو نالو - ٻمبئي جو مشهور انب.

● هَڪَ ≡ هَڪُون (ڪ)؛ ث. هنڪ - آنڪ - انڪاءُ - منع - پڇڪڙي - ڇيڙڪ - رنڊڪ - روڪ - ٻڌل. شڪ. ڳنڍ.

"حميرن هڪون جاڙ جسي ڪي ٻاتيون."

● هَڪُ ≡ هَڪَ: ذ. ميخ - ڪوڪو - ڪلي - ڪِل - ڪِلو - ڪيري.

- هَڪُ ڪَرَڻُ: جهانٽڻ. مضبوط ڪرڻ - ڪوڪن سان قابو ڪرڻ - ڪلين سان سوگهو ڪرڻ.

● هِڪَ ≡ هِڪُون: ث. خواهش - سڌ - سڪ - تمنا - تانگهه - چاهه - لاڙو - چاهت - مرضي - چڪ - ارادو - نيت. (ل). آداسائي - ملولائي - آٻاڪائي. اتفاق راءِ - ٻڌي - ايڪو - ميلاپ. اخوت. آسات - اڃ - پياس.

- هِڪَ پلجي وَڃڻُ (ڪ): سڌَ پلجي وڃڻ - سڪ يا خيال لهي وڃڻ - هاڻ جو ارادو هٽي وڃڻ - تمنا ختم ٿي وڃڻ - خواهش پلجي وڃڻ - مرضي ختم ٿيڻ.

- هِڪَ نہ پڄڻُ (ٿ)؛ ڍؤ نہ ٿيڻ - سڪ نہ لهڻ - سڌ ٿي نہ سرڻ.

● هڪُ: صفت. (س. ايڪ). هڪ جو انگ - هڪڙو - ڳاڻيٽي جو عدد - ايڪو - (اصل سنسڪرت لفظ "ايڪن" آهي. اي معنيٰ اچڻ ۽ ڪن معنيٰ وڃڻ. ايڪن معنيٰ ٻاڻيهي اچي ٻاڻيهي وڃي. يعني اڪيلو - ڇڙهو. ايڪن جو آچار ڦيرائي ايڪ، هيڪ، هِڪ ۽ هڪڙو ٿيو ٿو).

- هِڪُ آڏ ۾ ٻيو ٻَنڌ ۾ هُجڻُ؛ هڪ ڪم اڌ وِڳاڙو تہ وري ٻيو شروع ڪرڻ - اڌورو ڪم ڇڏي وري ٻيو شروع ڪرڻ.

- هِڪَ اکِ سان ڏِسڻُ؛ دوئي نہ رکڻ - سڀني سان هڪ جهڙي هلت ڪرڻ - هڪ جهڙائي رکڻ - سڀ اکيون برابر ڪرڻ.

- هِڪَ اکِ کِلڻ ٻي اکِ رُئڻُ؛ خوشي يا رنج سان قبول ڪرڻ - طوعاً ڪرهاً قبول ڪرڻ.

- هِڪُ الله ڪَري ٻيهڻُ: محڪم ارادو رکڻ - دل ۾ ڪي رکڻ - يقين محڪم ڪرڻ - هڪ من ڪري ٻيهڻ - ڪنهن ڪم ۾ هڪ چتو ٿي لڳڻ.

- هِڪا هِڪِي: انهايت - آخرين فيصلو - نيٺ - آخر ۾ - هيڪاهيڪ.

- هِڪَ ٻَڌي ڪَرَڻُ: ايڪو ڪرڻ - اتفاق ۽ اتحاد ڪرڻ - پاڻ ۾ ملي وڃڻ - يڪمشت ٿيڻ - ايڪو ميلاپ ڪرڻ - اتفاق راءِ ٿيڻ.

- هڪ ٻئي ۾! پاڻ ۾ - گڏ - يڪمشت.

- هِڪَ ٺائيڪو ≡ هِڪَ ٺائيڪا: ذ. صفت. هڪ هنڌ - هٽيڪو - هڪ جاءِ تي - هڪ هنڌ رهندڙ - ٺاٺيڪو - ماڳائتو - هنڌائتو - محڪم.

- هِڪَ ٺاٺِيڪو ≡ هِڪَ ٺاٺِيڪا؛ ذ. صفت. هڪ هنڌ - هڪ جاءِ تي - هٽيڪو - هڪ هنڌ رهندڙ - ٺانيڪو.

- هِڪُ ٿِيڻُ: هڪڙي ڳالهه ۾ ٿيڻ - ٻڌي ڪرڻ - پاڻ ۾ ٻهڻ - پاڻ ۾ ٺهڻ - ميلاپ ڪرڻ - ايڪو ڪرڻ - يڪمشت ٿيڻ - ٻرڇڻ - ٺاهه ڪرڻ - اتحاد ڪرڻ.

- هِڪُ ٽِڪُ: ظرف. هڪڙيءَ جاءِ تي کهوري نهارڻ واري حالت - کهور سان. لغۃ جي هڪ جاءِ تي ٽِڪ ٻڌڻ واري حالت. مضبوط - مستقل - مستحڪم. هڪ جهڙي - برابر. (صفت). موزون ترين - مجرب - قابل اعتبار - فائد يمند - مفيد - ڪارگر.

- هِڪُ ٽِنگَ (ت): هڪ ٻُٽ - فقط اولاد ۾ هڪ ٻُٽ.

- هِڪُ ٽَنگو ≡ هڪَ ٽَنگا: ذ. صفت. لنگڙو - منڊو - هڪ ذات جو نالو.

- هِڪُ ٿالهو: ظرف. هڪدم - جهٽ پٽ - ترت - جلدي - سيگهه سان - سِگهو - يڪدم - فوراً.

- هِڪَ پاسِيرو هُجڻُ: هڪ طرف هجڻ - هڪ پاسي هجڻ - گوشائتو هجڻ.

- هِڪَ ٻيرَ ٽپي نچڻُ: ضد ڪرڻ - هوڏ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ.

- هِڪجَهڙائِي ≡ هِڪجَهڙائِيُون: ث. صفت. ساڳيائي - مشابهت - جهڙائي - برابري - مقابلو - جوڙ - جيس - اروبري.

– هڪجهڙو ۽ هڪجهڙا؛ ذ. صفت. ساڳئي قسم جو – ساڳئي نموني جو – مشابهت رکندڙ – جهڙائي رکندڙ – مطابق – موافق – برابر – ساڳيو – هوبهو – ٺيڪ ٺاڪ.

– هڪ جي ٻي؛ ث. اجائي ڳالهه – هڪ نه ٻي ڳالهه – اُبتي ڳالهه – هڪڙي ڳالهه جي بدران ٻئي ڳالهه – اُبتو جواب – اونڌي ورندي.

– هڪ جيڏائي ۽ هڪ جيڏائيون؛ ث. صفت. هم عمري – برابري – سرتائي.

– هڪ جيڏو ۽ هڪ جيڏا؛ ذ. صفت. هم عمر – ساڳئي عمر وارو – برابر – جيڏو – سرتيو – جوڙ – جيٺ.

– هڪ چتائي؛ ث. صفت. ايڪ منائي – هڪ ڌياني – هڪ خيالي. خبرداري – هوشياري – سچيتائي – سجاڳي – بيداري.

– هڪ چتو ۽ هڪ چتا؛ ذ. صفت. هڪ منو – هڪ ڪنو – هڪ ڌيانو – هوشيار – خبردار – سچيت – سجاڳ.

– هڪ چوراس؛ جنڊيءَ تي ڪم جو هڪ قسم.

– هڪ دل؛ صفت. يڪ دليو – هڪ چتو – يڪمنو. پوري خيال سان – سموري ڌيان سان – خبرداريءَ سان – هوشياريءَ سان.

– هڪدم؛ ظرف. هينئر – هينئر جو هينئر – يڪدم – جهٽ پٽ – جلدي – تُرت – سگهو.

– هڪ ڏڙو؛ ظرف. لاڳيتو – مسلسل – لڳاتار.

– هڪ رت؛ صفت. ساڳيو رت – ساڳيو خون. عزيز – مائٽ – ميٽ – ميٽيءَ وارو – مائٽيءَ وارو – رشتيدار – قريب.

– هڪ رقمي؛ حساب جو هڪ قسم.

– هڪ زباني؛ ث. صفت. هڪ لفظ – هڪ ڳالهه – هڪ ٻات – هڪ قول – هڪ وچن – انجام – ٻول – سخن.

– هڪ مار؛ صفت. ظرف. يڪ ساهي – لاڳيتو – لڳاتار – هڪ ئي پويان – مسلسل – هڪ ڏڙو.

– هڪ سخنو؛ صفت. هڪ ڳالهه وارو – يڪ سخنو – هڪ ڳالهيو – هڪ زبان – هڪ قول وارو – انجام جو سچو.

– هڪ سري؛ ظرف. هڪ قسم جو – هڪ نموني جو – هڪڙي ئي طرز جو. (صفت). هڪڙي سر وارو.

– هڪ ڦڙهو ۽ هڪ ڦڙها؛ (ڪ)؛ اڪيلو – ڏٻرو – ڪمزور – نٻل – بي طاقت – ضعيف – ناتوان – نستو – بي همت – هيڻو – لاغر.

– هڪ ڪاريو ۽ هڪ ڪاريا؛ هڪڙو ڪم ڪندڙ – هڪڙو واپار ڪندڙ – هڪڙي ڪرت وارو.

– هڪ ڪرڻ؛ برابر ڪرڻ – مٽ ڪرڻ – مساوي ڪرڻ – جوڙ ڪرڻ – جيس ڪرڻ – شريڪ ڪرڻ – ثاني ڪرڻ.

– هڪ ڪترو ۽ هڪ ڪترا؛ ذ. صفت. هميشه هڪ جهڙو – سدائين هڪ جهڙو.

– هڪ ڪليهي تان لهي ٻئي تي چڙهڻ؛ ڏيتي ليتي ۾ سورو رهڻ – ڏيڻ وٺڻ ۾ پورو رهڻ.

– هڪ ڪن کان اچڻ ٻئي ڪن کان وڃڻ؛ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏڻ – بي پرواهي ڏيکارڻ – ڪابه پرواهه نه ڪرڻ – لاغرضائي ڏيکارڻ – ڪاڻ نه ڪڍڻ.

– هڪ ڪنو ٿيڻ؛ هڪ خيالو ٿيڻ – هڪ طرف ڌيان ڏيڻ – خيال سان ٻڌڻ – دل لائي ٻڌڻ – دل سان هلائڻ.

– هڪ ڪڙيءَ تي نچڻ (ت)؛ ڏاڍو ڪاوڙجڻ – سخت ناراض ٿيڻ – جوش ۾ اچڻ – ڪروڌ ۾ اچڻ.

– هڪ ڳالهه ڪرڻ؛ هڪڙي ڳالهه ڪرڻ – سخن ڪرڻ – هڪڙو قول ڪرڻ – ڳالهه جي صفائي ڪرڻ.

– هڪ ڳالهيو؛ صفت. هڪ سخنو – هڪ ڳالهه ڪندڙ – انجام جو پورو – وعده وفا.

– هڪ لس؛ ظرف. هڪ لوهه – هڪ جهڙو – سڌو – بنا ترڻ جي – بنا هنڪ جي – بنا رنڊڪ جي.

– هڪ متو؛ صفت. ظرف. هڪ دليو – يڪ منو – هڪ خيال وارو – هڪ چتيو.

– هڪ متيو؛ صفت. پوري خيال وارو – ڌيان وارو – يڪ منو.

ـ هِڪَ مَٿو ڪَرڻُ؛ هڪ منهن ڪرڻ ـ هڪڙي پاسي ڪرڻ ـ گوشائتو ڪرڻ ـ پاسيرو ڪرڻ.

ـ هِڪَ مُٺ: ذ. صفت. هڪ مُٺ جيترو ـ يڪ مشت ـ ڪٺو ـ ٻڌي ۾ ـ ايڪي ۾ ـ اتحادي ـ مليل.

ـ هِڪَ مَهِلو؛ ظرف. هڪڙي ٽائيم تي ـ هڪ ٽائي ـ هڪ وقتو.

ـ هِڪَ واهَ (ت)؛ هڪ پاسو ـ هڪ طرف ـ هڪ وات ـ هڪ رستو.

ـ هِڪَ وَهُ (ت)؛ هڪجهڙو ـ هڪ جيڏو ـ هڪ نموني ـ جوڙ ـ جيس ـ برابر ـ هم شڪل ـ مشابهہ.

ـ هِڪَ هَٽِي: ث. هڪڙي ٽي هٽ ڪيل وڪرو ـ حق فروخت ـ حق بها ـ هڪڙو اگهہ.

ـ هُڪَ ۽ هُڪون: ث. حسد ـ ساڙ ـ بد نظر ـ ساڙو ـ بغض ـ ڪينو ـ جلن ـ ٻچر ـ خار.

● هَڪارَ ۽ هَڪارون: ث. کهڪهي آواز واري جانور جي رڙ ـ کهڪهو آواز ـ ڳرو آواز.

● هَڪالڻُ: مصدر. (س. هَنڪار). هڪلڻ ـ لوڏڻ ـ ڌڪائڻ ـ ڪڍي ڇڏڻ ـ ڪيڏڻ ـ ڌڪا ڏيئي ڪيڏڻ ـ ڌڪائڻ ـ ڏاڍي ڪٿائڻ. نفرت ڪرڻ ـ ڌڪارڻ. (هڪاليو ـ هڪاليندو ـ هڪاليل).

ـ هَڪاوَٽِي ۽ هَڪاوَٽِيون: جابلو ماڻهن جي ٻاڻ سان ڪٽڻ جي پخال ـ سانداري ـ ڪَلي.

● هَڪاهو (ت)؛ عالم آشڪار ـ پڌرو ـ عام طرح ـ مشهور ـ ظاهر ـ واشگاف.

● هُڪُرُ ۽ هُڪَرَ (ت): ذ. حجت ـ دليل ـ برهان ـ رد قد ـ دليل بازي ـ سوال جواب.

● هَڪَڙُ ۽ هَڪَڙَ: ذ. (ع. هاڪَرَہَ). ڳالهائڻ ۾ هٽڪندڙ ـ هٻڪي ڳالهائڻ ۾ اٽڪاءُ ڪندڙ ـ ٻاتو ـ ٿٿيو ـ زبان وچڙائيندڙ ـ ڳالهائڻ ۾ هٻڪندڙ.

ـ هَڪَڙاڻ؛ ث. صفت. هَڪڙ ـ هَڪَڙائي ـ هٻڪائي ـ هٻڪ ـ ٿٿائي ـ ٿٿاڻ ـ ٻاتائي ـ ڳالهائڻ ۾ هٽڪ ـ اٽڪاءُ.

ـ هَڪَڙائِڻُ: مصدر. ٿٿ ڪرڻ ـ ڳالهائڻ ۾ هٽڪڻ ـ هڪڙجڻ ـ ٻاتائي سان ڳالهائڻ ـ هٻڪڻ. (هڪڙائيو ـ هڪڙائيندو ـ هڪڙائيل).

ـ هَڪَڙائِي ۽ هَڪَڙائِيون: ث. صفت. هِڪڙَ ـ هَڪڙاڻ ـ هَٻڪاڻ ـ هٻڪ ـ ٿٿ ـ ٿٿائي ـ ٿٿاڻ ـ لٽڪت.

ـ هَڪَڙَجَڻُ؛ مصدر. هڪڙائڻ ـ ٿٿ ڪرڻ ـ ڳالهائڻ ۾ هٽڪڻ ـ هٻڪڻ ـ ٻاتائڻ ـ ٿٿ ڪرڻ. (هڪڙيو ـ هڪڙندو ـ هڪڙيل).

● هَڪِڙا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَڪِڙو ۽ هَڪِڙا (ت)؛ ذ. صفت. گهوڙي جو هڪ قسم.

● هِڪڙو؛ ذ. صفت. (س. ايڪ = هِڪ). هڪ ـ واحد ـ ڇڙو ـ اڪيلو ـ نجو ـ يڪو.

ـ هِڪِڙائِي ۽ هِڪِڙائِيون: ظرف. اڪيلائي ـ هيڪڙائي ـ ڇڙائي. ٻڌي ـ ڪهرائي ـ ايڪو ـ ميلاپ.

ـ هِڪِڙِ وَتِي ۽ هِڪِڙِ وَتِيون (ت): ث. اڪلوتي ـ اڪيلي ـ هيڪلي ـ ڌيءَ، جا ڀيءُ ماءُ کي هڪڙي هجي.

ـ هِڪِڙِي اکِ سانُ سَٻِنِي کي ڏِسَڻُ؛ بي رياءُ ٿيڻ. هڪجهڙو رهڻ.

ـ هِڪِڙِي تَنَدَ؛ ث. فقط هڪ پُٽُ ـ هڪ ئي پُٽُ ـ اڪلوتو پُٽُ.

هِڪِڙي گونديءَ جا (ت)؛ جيڏا ـ سرتا ـ هم عمر ـ هڪ جيڏا.

● هَڪَل ۽ هَڪَلون: ث. سڏ ـ رڙ ـ ڪوڪ ـ آواز ـ دانهن ـ نامچارو. مچيءَ کي هڪلڻ جو آواز.

ـ هَڪَلَ آچڻ؛ بلند آواز اچڻ ـ وڏي رڙ ٿيڻ ـ آن تان پکين کي هڪلڻ ـ هوهو ڪرڻ ـ جهار هڪلڻ.

ـ هَڪَلَ ڪرائِڻُ (ت)؛ تڙَڪرائڻ ـ جهنگ مان (شڪار لاءِ) جانورن کي تڙي ٻاهر ڪيدائڻ، ڀوڪ تان جهار هڪلائڻ.

ـ هَڪَلَ ڪَرڻُ: چاڻ ڪرڻ ـ خبر ڏيڻ ـ هشيار ڪرڻ ـ چتائڻ ـ سڏ ڏيڻ ـ نياپو رسائڻ. فرياد ڪرڻ ـ دانهن ڪرڻ ـ پڪارڻ. تڙي ڪيڏڻ ـ ڌٻائڻ ـ هيسائڻ.

ـ هَڪَلَ هورَ (ت)؛ همدردي. ڀوڪ مان هڪليل جهار. ڌٻاءُ.

– هَڪَلَڻُ؛ مصدر. ڪاهڻ – ڀڄائڻ – ڊ ڪائڻ – ڊ وڙائڻ – ڊيڪائڻ. ٻاهر ڪيڏڻ – گهوڙا يا ڏاند ڊ وڙائي حملو ڪرڻ – هڪلي ڪيڏڻ – تڙڻ – لوڏڻ – هڪالڻ – نيڪالي ڏيڻ.

● هَڪَمُ ع هَڪَمَ؛ ذ. ڪاري جي مڇي جو هڪ قسم – سَڪل سانو – سَڪل ڪانڪٽ – سَڪل جهينگو.

● هَڪَڻَ؛ مصدر. ڪنهن ڏانهن حسد جي نگاهه سان ڏسڻ – پوسڻ.

● هُڪَڻ؛ اسم خاص. هڪ ٻڪيءَ جو نالو.

● هُڪَڻَ: مصدر. ٻُري نظر ڏرَڻ – نظر هڻڻ. پِتڻ – پاراتو ڏيڻ. ڪُرڪڻ.

● هِڪو: ذ. صفت. هڪڙو – هڪ – اڪيلو – واحد – ڇڙو – هيڪلو – يڪي سر.

– هِڪائي ع هِڪائيون: ث. اڪيلائي – هيڪلائي – هيڪلائي – ڇڙائي – ڇڙدائي.

– هِڪي؛ ث. صفت. هڪڙي – هِڪ – ڇڙي – اڪيلي – هيڪلي.

● هَڪو ٻَڪو ع هَڪا ٻَڪا؛ ذ. وائڙو – حيران – ٻريشان – مونجهو – ڊپ ۾ – بي حواس – وِسُوڙَل – موڳو – ڪِڪو وَ ڪو – ويڇون ويل. بيهوش – بي خبر – خطا.

– هَڪو ٻَڪو ٿِيَڻُ: حيران ٿيڻ – وائڙو ٿيڻ – حوصلو خطا ٿيڻ – موڳو ٿي وڃڻ – ڪِڪو وَ ڪو ٿيڻ – ڊپ ۾ ٻرجي وڃڻ – تشويش ۾ ٻرجي پوڻ – ويڇون وڃڻ – عجب ۾ پوڻ.

● هَڪِيو ع هَڪِيا؛ ذ. صفت. ظرف. حاضر – موجود – مُيسر – اڳيان – مُهيا – هٿ ۾ – مهل ۽ موقعي تي لازمي طور موجود – تيار – ٺهيو ٺُڪيو – اڳ ۾ تيار – حاضر ناظر – هٿ وَس. آٻهرو – تڪڙو – تَتهطلبو. (ث. هَڪي تَڪِي).

● هِڪِي ع هِڪِيون؛ ث. ٺڙڪهٽ – لُڪي – نِڙي. مثلاً: ”هِڪِيءَ ۾ وڃي ساهه رهيو آهي“. ڪَنلو – ڪِڇِي.

”هلڪو هار هِڪِيءَ تي، طوقن جي تلڪار“.
(موسو لاشاري).

چاتي – سيڻو.

– هِڪِيون ٻَتَهي وَڃَڻُ (ت)؛ تنگ طلبي ڪرڻ – سوڙهو وٺڻ – گهُٽڻ – تمام ڏکيو پوڻ – مجبور ڪرڻ.

● هَڪِيڙُ ع هَڪِيڙَ (ڪَ)؛ ذ. صفت. وڏو. قداوَر – چائٺو – ڊگهو – لمبو. ٿلهو – متارو – جاڏو – سيرو – برجستو – ستَپَرُ – ڌ ڦُلسو.

● هُڪاءُ ع هُڪاءَ (ل)؛ ذ. گوڙ – شور – غُل – غوغاءُ.

”آيَن منجهان آئِيو، هئي هئي جو هُڪاءُ“.

● هَگِدائِي ع هَگِدائِي؛ ذ. صفت. ستمگر – قهار – ظالم – ناحق ڪندڙ – ظلم ڪندڙ – ظلمي.

● هَگِدو ع هَگِدا (ت)؛ ذ. ڊوهه – ٺڳي – دغا – غبن – بيماني.

– هَگِدو هَڻَڻُ: غبن ڪرڻ – ڊوهه ڪرڻ – ٺڳي ڪرڻ – دغا ڪرڻ – بيماني ڪرڻ.

● هُڳا (ڪ): ذ. سُرهي ٻانس – خوشبوءِ – هُڳاءُ – سُڳند – سُرهاڻ.

● هُڳامو ع هُڳاما: ذ. (ف. هنگامه) گوڙ – گهمسان – ڏَمچر – شور – هُل – غوغاءُ – هَنبس – هاڪامو – هاڪار – هنڪامو.

● هُڳاهَ ع هُڳاهَ؛ ذ. سُڳند – سُرهاڻ – خوشبوءِ – هُڳاءُ – سُرهي ٻانس – هُڳا.

● هُڳاءُ ع هُڳاءَ: ذ. سُڳند – سرهاڻ – خوشبوءِ. آواز – ٻڙلاءُ.

”اِين منجهان آئيو، هئي هئي جو هڳاءُ“
(شاهه).

● هَنگَ دَگو ع هَنگَ دَگا (ت)؛ ذ. گوڙ – فساد – جهيڙو – رڳڙو – ڀائيتال.

● هِنگُ ع هِنگَ: ذ. (سن. هنگ. ع. حلتيت. ف. انگوزه) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر – هڪ وڻ جو کوُنر.

– هنگُ هيرا؛ ذ. هڱ جو هڪ قسم.

● هِنگُرو ع هِنگُرا: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.

● هِنگور جا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي گمبٽ (خيرپور ميرس) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هنگوُروُ؛ رنگ (هگوريون رليون). (ڻ – ب).

● هَلَ: ث. ڪتي ڪِي هڪلڻ جو آواز- هَر جو هڪ پاڳو يا اوزار- هَر هِه. ڪاهه- چُلهه- رومڙ. روڪ- منع- ہَل- جهَل- اٽڪ. (ت).

- هَلَ ڪَرَڻُ (ت): روڪڻ- جهلڻ- منع ڪرڻ- اٽڪ ڪرڻ. تَڙَ ڪرڻ.

● هَل" (ل): ندا. ڪنهن عجيب ڳالهه تي وات مان نڪتل آواز- هَئِ. "هَل! ہلا ڪيڏي نہ ڏکي آهي" هلڻ مصدر جو آمر.

● هِلَ ع هِلُون (ل): ث. پوسل- گهيِر- آلاڻ. سيرو- ريڙهو. جِند- جان. پکيءَ جو هڪ قسم- لغڙ- باز.

● هُل ع هُلَ: ذ. شور- لُڙ- گوڙ- ڏمچر- ہائيتال- غوغاءُ- گهمسان. دانهن- رڙ- ڪوڪ- واڪو. ظاهر ٿيڻ واري حالت- شهرت- پڌرائي- مشهوري- نيڪ نامي. فرياد- رپورٽ.

- هُلاچو ع هُلاچا: ذ. هُل- گوڙ- شور- غوغاءُ- آواز.

"دهشت دم درياهه ۾ جيت هيبت هُلاچو."
(شاهه)

ٿاهه.

- هُلِچارو ع هُلِچارا (ت): ذ. هُل- هنگامو- شور- گوڙ- ڏمچر.

- هُلِچو ع هُلِچا (ت): ذ. گوڙ- لڙ- ڏچو- ڏمچر- هُلچارو.

- هُل حَشَرَ: ذ. هَنبس- گوڙ- لڙ- ڏمچر- مانڌاڻ- ہائيتال.

- هُل ڪَرَڻُ: گوڙ ڪرڻ- لڙ ڪرڻ- غوغاءُ ڪرڻ- ڏمچر ڪرڻ. ہائيتال مچائڻ.

- هُل هُلاچو: ذ. گوڙ گهمسان- ڏمچر ڏچو.

● هُلاس ع هُلاس: ذ. خوشي- فرحت- مزو- لُطف.

● هَلاڪُ ع هَلاڪ: ذ. صفت. (ع. هَلَڪَ = هو هلاڪ ٿيو- ف. هَلاڪ = مُئل). قتل ڪيل- مُئل- خون ڪيل- ڪُٺل. تڪليف ۾- تنگ- ڪَڪ- ٿڪل- آزاريل- بيزار- خفي- پريشان- ڏِق- ہير.

- هَلاڪَت ع هَلاڪَتُون: ث. خفو- هلاڪي- هلاڪي- ڏِقت- چِڙ- بيزاري- ورچ.

- هلاڪُ ڪَرَڻُ: مارڻ- قتل ڪرڻ- پائمال ڪرڻ. ڪڪ- تنگ ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ- هلاڪ ڪرڻ- ڏِق ڪرڻ- بيزار ڪرڻ- پريشان ڪرڻ.

- هَلاڪي ع هَلاڪيُون: ث. هلاڪت- خفو- ڏقت- چِڙ.

● هَلاڪُ ع هَلاڪَ: ذ. صفت. تنگ- ڪڪ- ٿڪل- آزاريل- بيزار- ہير- خفي- ڏق- هلاڪ.

- هَلاڪُ ٿِيڻ: ڪڪ ٿيڻ- بيزار ٿيڻ- هلاڪ ٿيڻ- خفي ٿيڻ- ہير ٿيڻ.

- هَلاڪُ ڪَرَڻُ: ڪڪ ڪرڻ- بيزار ڪرڻ- آزارڻ- ڏِق ڪرڻ- خفي ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ- هلاڪ ڪرڻ. ٿڪائڻ.

- هَلاڪِي ع هَلاڪِيُون: ث. هلاڪي- تڪليف- هلاڪت- خفو- ڏقت- بيزاري.

● هِلالُ: ذ. (ع. هلال = پهرين تاريخ جو چنڊ). نئون چنڊ- پهرين تاريخ جو چنڊ.

- هِلالِي: پهرين تاريخ جي چنڊ جهڙو.

● هَلانُ ع هَلانُون: ث. اوچتو حملو- ڪاهه- چُلهه- چڙهائي- رومڙ- ڏوڪ ڏوڪان.

- هَلانُ ڪَرَڻُ: ڪاهه ڪرڻ- حملو ڪرڻ- چڙهائي ڪرڻ.

● هَلاٿو ع هَلاٿا: ذ. وصال جو وقت- هل هلان- مرڻ جي مهل- چالاٿو- لاڏاٿو- سڪرات.

● هَلاوَت ع هَلاوَتُون: ث. تڪليف- ڏقت- هلاڪت- خفو- بيزاري- لاچاري- ورچ.

● هَلاهَلُ: ذ. صفت. گهاتي- جاني (دشمن)- ڪاري (ڏنگ)- زهر (قاتل).

● هَلاءُ ع هَلاءَ (ت): ذ. رواج- ريت- رسم.

● هَلاءُ ع هَلاءَ: ذ. وڪرو- فروخت- واپار- سودو.

● هَلائِڻُ: مصدر. (س. هَلَ). ڪاهڻ- هڪلڻ- ڇورڻ- چلائڻ- ٿورڻ- حرڪت ۾ آڻڻ- تحرڪ ڏيڻ. شروع ڪرڻ. نبيرڻ. بندوبست ڪرڻ. واپار ڪرڻ. حڪومت هلائڻ. (هلائيو- هلائيندو- هلائيل).

- هَلايو هَلَڻُ: گروهه جي چوڻ موجب هلڻ - مرشد جي حڪم موجب هلڻ.

● هَلائِڻُ: مصدر. ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - مشهور ڪرڻ - عالم آشڪار ڪرڻ - پڌائڻ. (هَلائِيو - هَلائِيندو - هَلائِيل).

● هَلَتِ ﷺ هَلَتُون: ث. (سن. هَلو ل). چلت - رواج - ريت - رسم - رويو - ورتاءُ - روش - اٿي ويٺي - نهونو - ورتاءُ - چال.

- هَلَتِ چَلَتِ: ورتاءُ - رسم رواج - اٿي ويٺي.

- هَلَتِ ڪَرَڻُ: جٺ ڪرڻ - اجايو قدم کڻڻ - تعدي ڪرڻ.

- هَلَتو هَلَتو (ث)؛ هلندي هلندي.

● هَلَتَ ﷺ هَلَتَ: ذ. نار يا هرلي جو جملي سامان - هرلو. گهر وغيره جو سڄو سامان. ڏاندن يا اٺن جو جوڙو. (ٿ). چوپايو مال.

- هَلَتَ هَلَڻُ: ڪم ڪار هلڻ - ڌنڌو هلڻ - ڪاروبار ٿيڻ - واپار ٿيڻ. گهر جو سَنجت هلڻ. هرلو هلڻ.

- هَلَتَ وارو: ذ. صفت. آسودو - سکيو - ستابو - مالدار - پئسي وارو.

● هَلچَلُ: ث. اچ وڃ. تحريڪ - ڪوشش - سعيو - آدم - اورچائي - ڊوڙ ڊڪ. محنت - جفاڪشي.

- هَلَدَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَلَرَ ﷺ هَلَرُون: ث. اچ وڃ - اوٽ موٽ - گهڻي هل چل. سنگن مان اَن ڪڍڻ لاءِ اَنهن تي ڏاندن هلائڻ واري حالت - ڳاهه - لتاڙ - سَناڙ. اَن جي ڳاهه ڳاهڻ لاءِ ڏاندن جي قطار.

- هَلَرَ پِٽڻُ: گهڻي اچ وڃ ڪرڻ - گهڻي - اوٽ موٽ ڪرڻ - هل چل ڪرڻ. سنگن تي ڏاندن کي هَلرهلائڻ لاءِ پڌڻ يا جوٽڻ - ڳاهه ڳاهڻ - لتاڙ ڪرڻ - مناڙ ڪرڻ. جهيڙو جوٽڻ - لڙائي لاءِ سندرو پڌڻ.

- هَلَرَ هَلو ڪَرڻُ: مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ. همت پڌائڻ - جوش جاڳائڻ - پڙڪائڻ - سندرو پڌائڻ.

● هَلِرُ ﷺ هَلِرَ: ذ. صفت. هل وارو - گوڙ وارو - گوڙ ڪندڙ - شور مچائيندڙ - گوڙو - هل ڪندڙ - گهمسالي.

- هَلِرِيُ ذ. صفت. هَلر - هل ڪندڙ - گوڙ ڪندڙ - شور ڪندڙ - گهمساني.

● هَلِري د وتَرو: اسم خاص. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان، پدن تي ڪارا ٽڪا ڏيکهه اڏائي فوٽن تائين).

● هَلِيڙو ﷺ هَلِيڙا: ذ. صفت. ڊرو - ڦلهڙو - ڦلهو - سست - ڦسو - ڳلهو - ليلهو - ليلهر - ليڙو.

- هَلِيڙائِيُ ﷺ هَلِيڙائِيُون: ث. ڊرائي - ليڙائي - ليلهرپائي - ڦسائي.

● هَلَڪَ ﷺ هَلَڪَ: ث. هلڪائي - هلڪڙائي - سِفلائي - ٺرڙائي - ٺوليائي.

- هَلَڪَ هورائِيُ: ث. هلڪائي - هلڪڙائي - سفلائي.

● هَلِڪارُ ﷺ هَلِڪارُون ث. هونڪار - آواز - هڪل - هوڪرو - هوڪر - رڙ.

- هَلِڪارو ﷺ هَلِڪارا: ذ. آواز - هڪل - هلڪار. چوڪيدار - نگهبان - راکو - رکوال - پهريدار - چوبدار - دربان. ڪوهه مان ڪوس جي پرچي ٺڪرڻ وقت ماڻهن جو ڪيل آواز - هوڪرو: (ٿ).

● هَلَڪائِيُ: اسم خاص. ڪراچي ايريا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَلڪو ﷺ هَلڪا: ذ. صفت. (پرا. هَلوڪو. سن. هلو + ڪ = ٿوري بار وارو). گهٽ وزن وارو - ٿوري بار وارو - ڪم وزن - ٿوري تورواور - سوکيرو - هلڪڙو. ٺرڙو - ٺوٺ - هلڪي طبيعت وارو. بي وقوف - ڪم عقل - جاهل. گهٽ ملهه وارو - سستو - ڊِلو - درميانو - وچولو. سولو - آسان (ڪم).

- هَلڪائِيُ ﷺ هَلڪائِيُون: ث. ڪم وزني - اٺ ڳرائي - هلڪڙائي. سوکائي - آساني. بي خيالي - ٺوليائي - ٺرڙائي - سفلائي - بيهودگي - بي معنيٰ ٺي. تڪڙ - اٻهرائي - جلدائي. بي وقوفي - بي عملائي.

- هَلڪِڙائِيءَ ۽ هَلڪِڙائِيُونءَ: ث. تڪڙ- ڀهرائي. ٿرڙائي - هلڪائي.
- هَلڪِڙو ٿِيڻُ: ٿرڙو ٿيڻ - ٻيهود و ٿيڻ. تڪڙو ٿيڻ - آڀهرو ٿيڻ - اتڙو ٿيڻ.
- هَلڪِڙي طَبِيعَتَ: ث. ٿرڙي طبيعت - سفلائي - ٻيهودگي - ٿرڙائي. بي عقلائي - بي وقوفي.
- هَلِڪو ٿِيءَ آڇڻُ: ڪاڪوس ڪري اچڻ - جهنگ جو خيال لاهي اچڻ. ڪم پورو ڪري اچڻ.
- هَلِڪو ٿِيڻُ: گهٽ وزن ٿيڻ. بي عزت ٿيڻ. پاڻ کي فرحت ڏيڻ - آرام ڪرڻ - قرار وٺڻ.
- هَلِڪو جُلابُ: ٿورا دست ڪندڙ جلاب - تڪليف نہ ڏيندڙ جلاب.
- هَلِڪو ڪَرَڻُ: بار گهٽ ڪرڻ - بار لاهڻ - وزن گهٽ ڪرڻ - تور ۾ ڪم ڪرڻ.
- هَلِڪِي چوري: انڌي چوري - ٿوري چوري - ٿوري مُلهہ واري شيءِ جي چوري.

● هَلِڪِي ۽ هَلِڪِيءَ (ڪ): ث. سهڪي - دَمُ - هاليارو - سهڪ - سهڪو.

● هَلِڪِي هَڻَڻُ (ڪ): سهڪڻ - وڏو دَم پرڻ - ڏکيو ساهہ کڻڻ - هانبارو هڻڻ.

● هَلَنڌِي ۽ هَلَنڌِيُونءَ: ث. ڀهچ - پهچندي - سگهہ - طاقت - وَسُ - زور - وِتُ - رسائي - دست رسي - پهچت.

● هَلَڻُ: مصدر. (سن. هُوَل) چلڻ - چُرڻ - رڙهڻ - سرڪڻ - ٿُرڻ - سُرڻ - اڳتي وڌڻ - وڃڻ - روانو ٿيڻ - آسهڻ - روانگي ڪرڻ - پڌارڻ - سرڻ - ريڙهو ڪاڻڻ. لڏڻ - لاڏائو ڪرڻ. چالائو ڪرڻ - هن دنيا مان ڪُوچ ڪرڻ - رحلت ڪرڻ - جهان ڇڏڻ - مرڻ. ڳالهہ جو شروع ٿيڻ. استدعا ڪرڻ - عرض ڪرڻ. (هَليو - هَلند و - هَليلُ).

- هَلِيِئو ۽ هَلِيَا: ذ. صفت. تيکو - تيز - جلد - تڪڙو - تيز رفتار - چُوهو.
- هَلِيِئِي ۽ هَلِيِئِيُونءَ: ث. هلڻ جو ڏانءُ - هلڻ جو ڍنگ - هلڻ جو نمونو - هلڻ جو طريقو.

پنڌ ڪندڙ نندي ٻار جي لاءِ تن ڦيٿن واري هٿ سان جهلي هلائڻ واري گاڏي.

● هِلَڻُ (ت): مصدر. لُڏڻ - لِچڪڻ - ڏُڏڻ - ٽُلڪڻ - هچڪڻ. آلو ٿيڻ. پُسڻ. سست ٿيڻ - آرسي ٿيڻ. (هِليو - هِلند و - هِليل).

● هُلَڻُ: مصدر. مشهور ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - عالم آشڪار ٿيڻ - واشڪاف ٿيڻ - پڌري پَٽ ٿيڻ - ڪليو ڳلايو ٿيڻ - پکڙجي وڃڻ. (هُليو - هُلند و - هُليل).

● هَلوءَ ۽ هَلا: ذ. ڪاهہ - لُوٽ - جُلهہ - حملو.

● هَلوءَ تائِيءَ (ت): ڪم جي کهٽائي. تڪليف - د قت - هلاڪي - مصيبت.

● هَلوءَ مَلَهوءَ: ڪنهن کي همٿائڻ جي لاءِ استعمال ڪيل لفظ. مدد - همراهي - واهر - پنيرائي - سهائتا ڪرڻ - پنيرائي ڪرڻ.

- هَلِي مَلِهي: هَلو مَلهو.
- هَلِي مَلِهي ڪَرَڻُ: شروع ڪرڻ - وقت نباهڻ - وقت گذارڻ. مدد ڪرڻ - همراهي ڪرڻ - هَلو مَلهو ڪرڻ.
- هَلِي مَلِهي ڪَرِي مارَڻُ: ملهہ ۾ زبردستي دَسڻ يا ڪيرائڻ.

● هُلوءَ ۽ هُلا: ذ. سخت گرميءَ جي وقت ڪنهن بہ جاندار جو کنيل تڪڙو ساهہ - سهڪي - هُٿَ - هڙڪي - هانپارو.

- هُلوءَ لَڳَڻُ: سخت گرميءَ سبب گهٽي اچ لڳڻ - هانپارو لڳڻ.
- هُلوءَ هَڻائِڻُ: سهڪائڻ - هُٿي هڻائڻ - هُٿائڻ - هُڙڪائڻ - تڙڦائڻ - هانپارو لڳائڻ.

● هُلُوانُ ۽ هُلُوانَ: ذ. ڳاڙهي رنگ جي ڪپڙي جو هڪ قسم - ريٽو. ننڍو چيلو - ننڍي ڇيلي جو گوشت - تمام ڪچڙو ٻهرو.

● هُلُوائِيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● هَلوءَ هَڙَ: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم - ڳاڙهي رنگ تي ڏنگ هڻندڙ مڇي.

● هَلِوِيُونُ؛ ث. (ع. حليہ) اَنَ جي سينگار جا گَهڻا يا ساز.

"تَلِيُون تُوڙ هَلِوِيُون مَنَ سر موچارا" (شاھ).

● هَلْهَلُ: ث. جُنبش - چُر - چور پور - چرپر - تحرڪ - لرزش - ڏوڏو - لوڏو. هَل هَلان.

● هَلِيُ: اسم خاص هڪ ذات جو نالو.

● هَلِيا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَلِيُ چَلِيُ؛ ث. رواج - رسم - دستور - ريت - ورجاتا - چال - چالو - ڍنگ - سرشتو - هالو چالو.

● هَلپيلو ۽ هَلپيلا؛ ذ. ميوي جو هڪ قسم - تازي ڳجي - ڏونڪو - ڪارڪ - ڳجي - چوهارو.

● هَلِيلِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَلتيهِہ ۽ هَلتيهون (ل)؛ ث. هَرَ جي هڪ حصي جو نالو - آها ڪاٺي جنهن ۾ هر ڪِنديل هجي - هر يهہ - هَرَهِي - هَرنهن.

● هَمُ: ذ. (ف. هَمُ = ساڳيو) ساڳيو - ساڳيءَ طرح - مُشابهہ - مشابهت رکندڙ - برابر - ڪَڏُ - هڪ جهڙو - جهڙس - آن جهڙو - هُوبهو - نِس پِس.

= هَمُ اندازُ؛ ذ. صفت. ماپ لائق - ساڳي ماپ وارو - ساڳئي وزن وارو.

= هَمُ آوازُ؛ ذ. ساڳيو آواز - ساڳيو ڍنگ.

= هَمُ بازُ ۽ هَمُ بازَ؛ ذ. صفت. شريڪ - سنگتي - صحبتي - يارُ - مددگار - دوست - همراھ - ساٿي - رفيق.

= هَمُ بِستَرُ: ذ. صفت. ڪڏ سمهڻ وارو.

= هَمُ بِستَرُ ٿيڻُ: زال سان سمهڻ - عورت سان ڪڏجڻ - جماع ڪرڻ - ميلاپ ڪرڻ - زنا ڪرڻ.

= هَمُ بِستِرِيُ: عورت سان ڪڏ سمهڻ واري حالت - جماع - زنا.

= هَمُ پُشتُ ۽ هَمُ پُشتَ؛ ذ. صفت. ساٿي - سنگتي - يار - مددگار - همراھ. ساڳيو نسب - ساڳيو نسل - ساڳيو ڪٽنب.

= هَمُ پَهلُو: ذ. صفت. مددگار - واهرو - سهائڪ - ساٿي - همراھ - رفيق.

= هَمُ پِيالہ؛ ذ. صفت. ڪڏ پيئندڙ - پيالي ڀائي. يار - دوست - سنگتي - رفيق.

= هَمُ جِنسَ؛ ذ. صفت. ساڳي جنس وارو - ساڳي جنس جو - هڪ ئي جنس جهڙا - مشابهت رکندڙ - برابر - ساڳيا.

= هَمُ جِنسَ پَرمانَ: (آلجبرا اصطلاح) ساڳي صورت وارا پرماڻ (توڙي ڪہ جدا جدا مقادير ۾ ڪم آيل هجي).

= هَمُ جَنگُ: ذ. صفت. سپاهي - سولجر - فوجي - ساٿي سپاهي - هڪ ئي پيڙي وارا.

= هَمُ جُوارُ ۽ هَمُ جُوارَ: ذ. صفت. پاڙيسري - پاڙي وارو - محلي وارو - پاڙي ۾ رهندڙ.

= هَمُ چورَسُ ۽ هَمُ چورَسَ؛ ذ. صفت. چئني هڪ جهڙن پاسن وارو - چوپاسو.

= هَمُ حالُ: ذ. صفت. ساڳئي حال وارو - دوست - حال ڀائي - ساٿي - يار - سنگتي - رازدار - غمخوار.

= هَمُ خِدمَتُ؛ ذ. صفت. هڪ جهڙي عزت - هڪ جهڙو ورتاءُ - هڪ جهڙي آبرو - ساڳيو مانُ.

= هَمُ خُوءِ: ذ. صفت. ساڳئي سڀاءُ وارو - ساڳيءَ طبيعت وارو - هم طبيعت. ڏرمي سرشتو - لاڙو - رغبت - انتظام - ترتيب.

= هَمُ داستانُ: ذ. صفت. هم راز - رازدار - ڀيدي - حال محرم - حال ڀائي - ڪَٽنَ وزير - ڳجهہ ڀائي - غمخوار.

= هَمدَردُ ۽ هَمدَردَ: ذ. صفت. ساڳئي درد وارو - درد ۾ ڀائيوار - ڏک درد جو ساٿي - ڏک ڀائي - مصيبت ڀائي - تڪليف ڀائي - حال ڀائي - همدم - شريڪ درد - غمخوار - دردوند. يار - سنگتي - دوست - ساٿي - رفيق.

= هَمدَردِيُ ۽ هَمدَردِيُونُ؛ ث. صفت. غمخواري - دردوندي - درد شريڪي.

= هَمدِلُ ۽ هَمدِلَ: ذ. صفت. ساڳي دل رکندڙ - دوست - دلبر - جاني - دل وارو - سنٿار - پيارو - سڄڻ.

- هَمْدَمُ: ذ. صفت. هردم جو ساٿي - هروقت گڏ رهندڙ - رفيق - دوست - ڪٺهرو - ڳهاٽو - ميلاپي.
- هَمْذاتُ: ذ. صفت. ساڳيءَ ذات وارو - ساڳئي ڪٽنب جو - ساڳئي قبيلي جو - ذات ڀائي - ساڳئي نسب يا نسل جو - همقوم - پنهنجي ذات جو.
- هَمْڏيهِي: ذ. صفت. وطني - ملڪي - شهري - ڏيهي - ديسي - هموطني.
- هَمْرازُ ۽ هَمْرازَ: ذ. صفت. رازوارو - حال ڀائي - حال محرم - هم خيال - ڀيدي - محرم اسرار - ڳجهه جو ڄاڻو - دل جو واقفڪار - رازدان - ڪهرو دوست - راز جو واقف - دلي دوست - شامل راءِ.
- هَمْراهُ ۽ هَمْراهَ: ذ. صفت. همسفر - گڏ مسافري ڪندڙ - حياتي تائين شامل رهندڙ - ڏک سک ڀائي. دوست - مددگار - حامي - واهرو - ساٿي - سنگتي.
- هَمْراهِيُ ۽ هَمْراهِيُون: ث. مددگاري - دوستي - سنگت - ساٿ - حمايت - مدد - واهر - پٺڀرائي.
- هَمْ رقاصُ: ذ. صفت. گڏ نچندڙ - گڏجي ناچ ڪندڙ.
- هَمْرَنْگُ ۽ هَمْرَنْگَ: ذ. صفت. ساڳئي رنگ وارو - ساڳئي قسم وارو - ساڳئي نموني وارو - ساڳئي خيال وارو - هم خيال. هم جماعت.
- هَمْزبان: ذ. صفت. ساڳي ٻولي ڪندڙ. ساڳي ڳالهه ڪندڙ - ٽيڪائو - تائيد ڪندڙ.
- هَمْسازُ ۽ هَمْسازَ: ذ. صفت. يڪراءِ - هڪ صلاحو - هڪ مٿيو - متفق راءِ - بلا اختلاف - شامل راءِ - هم صلاح - يڪ زبان.
- هَمْ سالُ: ذ. صفت. هڪ جيڏو - ساڻيي - هم عمر - سنوسن - سرتو.
- هَمْ سايگيُ: ذ. هڪ ئي محلي ۾ رهڻ واري حالت - پاڙيسي.
- هَمْ سايہ: ذ. صفت. هڪ محلي ۾ رهندڙ - پاڙي وارو - پرسان رهندڙ - پاڙيسي.
- هَمْسَرُ ۽ هَمْسَرَ: ذ. صفت. هڪ جيڏو - هم عمر - همعصر - سرتو - سنوسن. جوڙ - جيس - مٽ - پيچي - هڪ عمر وارو.
- هَمْسَرِيُ: ث. هڪجهڙائي - برابري - سرتائي - هڪ جيڏائي - هم عمري.
- هَمْ سفرُ ۽ هَمْ سفرَ: ذ. صفت. گڏ مسافري ڪندڙ - همراه.
- هَمْ شِيرُ ۽ هَمْ شِيرَ: ذ. صفت. هڪ ئي ماءُ جو کير پيتل - ساڳيو کير پيتل. ٽيج شريڪ ڀاءُ.
- هَمْ شِيرَهُ: ث. صفت. ساڳيو کير پيتل - هڪ ماءُ جو اولاد - ڀيڻ.
- هَمْعَصَرُ: ذ. صفت. ساڳئي وقت وارو - ساڳئي وقت جو - هم وقت - ساڳئي زماني جو - همعهد.
- هَمْعَهْدُ ۽ هَمْعَهْدَ: ذ. صفت. همعصر - ساڳئي وقت جو - هڪ ئي زماني جو - هڪڙي ئي سمي جو. هم وقت.
- هَمْقَدَمُ ۽ هَمْقَدَمَ: ذ. صفت. شامل - لاڳو - شريڪ - ساٿ - سنگ - هم رڪاب.
- هَمْ مَذَهَبُ ۽ هَمْ مَذَهَبَ: ذ. صفت. ساڳئي مذهب وارو - ساڳئي طريقي وارو - ساڳئي فرقي وارو - ساڳئي عقيدي وارو - ساڳين خيالن وارو.
- هَمْ مترڪزي سِلْسِلو: متقارب سلسلو - ڳنڍيل سلسلو.
- هَمْنام ۽ هَمْنامَ: ذ. صفت. ساڳئي نالي وارو - هڪ جهڙي نالي وارو.
- هَمْنَوا: ذ. صفت. گڏ ڳائيندڙ - ساڻ ڳائيندڙ.
- هَمْ نوالہ: گڏجي کائيندڙ - ساڳئي دسترخوان تي کائيندڙ - همنوا.
- هَمْوارُ ۽ هَمْوارَ: صفت. برابر - يڪسان - سنئون سڌو - لسو - هڪ جهڙو - پٽريل.
- هَمْوارُ ڪَرَڻُ: ليول ڪرڻ - برابر ڪرڻ - هڪ جهڙو ڪرڻ - سڌارڻ - سنئون سڌو ڪرڻ - لسو ڪرڻ - سنڌاراهُ ڪرڻ. (ل). ٻاڻ تي اوڏڻ - ڌميوار ٿيڻ.
- هَمْوارَهُ: ذ. هميشه - سدائين - هر روز - ڏهاڙي - روزانو - روزبروز.

- هَمُ وَزَنُ: ذ. صفت. برابر وزن وارو- ساڳئي وزن وارو- ساڳئي تور وارو.

- هَمُ وطَنُ: ذ. صفت. ساڳئي ملڪ وارو- ملڪي- وطني- ڳوٺائي.

● هَمَ: (ف). سَبُ. اوسيڙو- انتظار- ڳڻتي- فڪر. وهم- گمان- شڪ. آٽ ڪي هڪلڻ جو آواز. (ل).

- هَمُ بِسَ: ث. ڪوڏين جي راند جو هڪ قسم.

- هَمُ نہ تَمَ ڪَرَڻُ: پڇا ڳاڇا نہ ڪرڻ- بي ڌڙڪ ڪرڻ- بنا ڪنڪي ڪرڻ- بنا ھِڪ جي ڪرڻ. آسالڪ ڪرڻ- يڪدم ڪرڻ- جهٽ پٽ ڪرڻ.

● هَمَّ: (ع). غم- ڏُک- رنج- درد- دُک- ارمان. اوسيڙو- ڳڻتي- فڪر- انديشو.

- هَمَ هوُرِيُ: غم- فڪر ڏُک.

● هِمُ: ث. (سن). برف- يَخ.

● هِمَّ (ل): ث. همت- بهادري- دليري- سورهياڻي. وِجُ- کِنوڻ- بجلي- برق.

● هُمُ: اسم خاص. سنگر سچيءَ جو هڪ قسم.

● هُما: اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم- هڏيون کائيندڙ پکي (ماڻهن جي عقيدي موجب هڪ سڀاڳو پکي، جنهن تي بہ سندس پاڇو پوي سو بادشاهہ ٿئي).

● هَمارَ (ت): سڀ- ڪُل- هڙئي- مڙيئي- سمورو- جملي.

● هَمالِيُ ۽ هَماليِونُ (ت): ث. ملڪيت- هيمياڻي- ناڻو- ڌَنُ- مايا- پئسو ڏوڪڙ- خزانو- دولت.

● هِمالِيہ: اسم خاص. برف جو گهر. دنيا ۾ تمام وڏي ۾ وڏي جبل جو نالو- هندستان جي هڪ جبل جو نالو- هماليہ پربت.

● هَمارِ دَسُتوُ ۽ هَمارِ دَستا: ذ. (ف. هاوَنَ وَ دستہ) مصالح يا دوائن ڪٽڻ لاءِ پٿر يا لوهہ جو اکرو مهرو.

● هُمارُ ۽ هُمارَ: ذ. پالڊپ- قومي سردار- مذهبي اڳواڻ- پيشوا- هادي- رهبر- مرشد- گُرو.

● هَمانُ: ث. اسان جي. ”اڄ هَمان سيان تما“ (چوٽي).

- هَمانُ دَستِيُ: زوران زوري- ڏاڍائي- جبر- ڏاڍ- زور زبر.

● هَماءُ: اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم- هُما.

● هُمايُونُ: ذ. صفت. (ف. هُما = سيمرغ پکي) مبارڪ- بابرڪت- بختاور- سڳورو- ڀاڳ وارو- سڀاڳو- نيڪ بخت- خوش قسمت. ڪامياب- فتح مند- ڪامران- فاتح. (اسم خاص). مغل گهراڻي جي هڪ مشهور بادشاهہ جو نالو. ضلعي سکر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هِمَّتَ ۽ هِمَّتُونُ: ث. مردانگي- دليري- شجاعت- بهادري- مڙسي- قوت- سگهہ- ٻَلُ- بلواني- پهلواني- سورهياڻي- جرأت- طاقت- توفيق. ارادو- عزم- عالي حوصلو- قصد- دل جو مضبوط خيال.

- هِمَّتائِتو ۽ هِمَّتائِتا: ذ. صفت. طاقت وارو- جرات وارو- بهادر- دلير- قوي.

- هِمَّتَ ڀَرِيوُ ۽ هِمَّتَ ڀَرِيا: ذ. صفت. جرئت ڀريو- طاقتوَر- هِمَّتائتو- دلير- همت وان- هَمتي.

- هِمَّتَ جِيُ واڳَ هَٿان نہ ڇڏَڻُ: همت ڪرڻ- لاڳيتي ڪوشش ڪرڻ- بزدل نہ ٿيڻ- همت ٻڌڻ.

- هِمَّتَ سارَڻُ: دل ٻڌڻ- مڙسي ڏيکارڻ- مردانگي ڪرڻ- مڙسي ڪرڻ- بهادري ڪرڻ- پهلواني ڪرڻ. فلڪ ڪرڻ- حوصلو ڪرڻ.

- هِمَّتَ هارَڻُ: ڪَيدي ٿيڻ- بي دِليو ٿيڻ- بي مڙسيو ٿيڻ- ڪوردليو ٿيڻ- بزدل ٿيڻ- ڊڄڻو ٿيڻ- سندرو ڇوڙڻ- همت ڇڏي ڏيڻ.

— هِمٿئوانُ ۽ هِمٿئوانَ: ذ. صفت. همت وارو — همت ڀريو — طاقت وارو — بهادر — دلير — جرئتي.

— هِمٿي: ذ. صفت. همت ڀريو — همتوان — همتوارو — طاقت وارو.

— هِمٿائِڻُ: مصدر. همت ڏيارڻ — جرئت ڏيارڻ — زور وٺائڻ — مڙسي ڏيارڻ — دل ٻڌائڻ. (همٿائيو — همٿائيندو — همٿائيل).

● هَمَ تَمَ: ث. خيال — ويچار — ڌيان.

● هَمٿئيي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَمزو ۽ هَمزا: ذ. سنڌي الف ٻي جو ايڪونجاهون اکر — الف همزو — همزڙو. (ء). (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو — امير حمزو.

● هَمزو ٻاگيرائي: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَمزَهُ: علم نحو جو اصطلاح — متحرڪ الف — الف همزو.

● هَمڪيرَ ۽ هَمڪيرُون (ل): ڪري ۽ مضبوط ڪاٺي.

● هَملِيگ (ڪ): اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● هَمَڻ جاگيرَ: تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَمَڻ لوهه: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَمو: وچ ۾ شيهي ڀريل ٻڪل ڪوڏي.

● هَمُو پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَمُونُ (ڪ): ظرف. هميشه — سدائين — اڪثر ڪري — عموماً — گهڻو ڪري — ضرور — بلاشڪ — اصلي.

● هَمَہ: صفت. (ف). سڀ — ڪل — مڙيوئي — مڙيئي — جملي.

● هَمَهاڙُ (ت): مڙيئي — سڀئي — جملي — ڪل — سڀ — سمورو.

● هَميٿيي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَميا ۽ هَميائُون: ث. مهرباني — ٻاجهه — وڙ — احسان — ڀلائي — ڪرپا.

● هِميائي ۽ هِميائيُون: ث. دنيا — دولت — ملڪيت — ناڻو — ڌن — مايا. چيلهه سان ٻڌل پئسن جي ڳوٿري — ڳنڍ — نورو.

● هَميرُ ۽ هَميرَ: ذ. صفت. امير — سردار. بهادر — پهلوان. (اسم خاص). ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. عمرڪوٽ جي بادشاهه عمر سومري جي هڪ دوست جو نالو.

— هَميرُ مانجهيائي ڪرڻُ (ت): زوري ڪم وٺڻ — زبردستي ڪرڻ — ڏاڍائي ڪرڻ.

● هَميرائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَميراهه: اسم خاص. تعلقي ٺٽي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَميرَ پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَميشَہ: ظرف. سدائين — دائما — مدام — لڳاتار — هرروز — روزبروز — سدا — نيت — روز — روزانو.

— هَميشگي: ث. حيات ابدي — نتيتا — پرلوڪ — آزليت و ابديت.

● هِنُ: ضمير. انهيءَ — هِيءُ — هِيءَ.

— هِنَ جيئڻ کي جواب ڏيڻ: زندگيءَ جي ڪا پرواهه نه ڪرڻ — فقط خدا تعاليٰ جي عشق ۽ قرب ۾ جيئرو رهڻ — موت جي ڪابه پرواهه نه ڪرڻ.

— هِنَ ڪَنَ مانُ ٻڌي هُن ڪَنَ مانُ ڪڍي ڇڏڻُ: ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏڻ — لاغرضائي ڏيکارڻ — بي پرواهي ڏيکارڻ — ڌيان نه ڏيڻ.

● هُنَ: ضمير. هو — آهو.

● هُنٻُ ۽ هُنٻَ (ت): ذ. ڪوڙ — لٽ — شور — هنٻس. نئين ڳالهه. نمونو — ريت — ڍنگ.

● هُنٻُ ڏيارَڻُ (ت): نئين ڳالهه ٻڌائڻ — نمونو ٻڌائڻ.

● هُنٻُ ڪَڙو ڪرڻُ (ت): نئين ڳالهه جاڳائڻ — شور ڪرڻ — ڪوڙ ڪرڻ — لٽ ڪرڻ — ڌمچر مچائڻ.

● هُنٻاچو ۽ هُنٻاچا: ذ. بارود جي رکڻ لاءِ چم يا سڱ جو ننڍڙو ڳوٿرو.

● هَنٻارَ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَنْبارُ ≈ هَنْبارَ: ذ. ڍِڳ - ميڙ - ڪوڙ - انبار - گدام - سٿو - دَن - اَڙدُ.

= هَنْبارِيُ ≈ هَنْبارِيُون: ث. هاٿيءَ تي رکيل چِتَ - پالڪي - ڪجاوو (هاٿيءَ جو) - هاٿيءَ تي رکيل ڏولي.

= هَنْبارِيُ رَسَڻُ: وڏي درجي کي پهچڻ - وڏو ماڻهو ٿيڻ - اختياريءَ وارو ٿيڻ.

= هَنْبارِيُ لَڳَڻُ: وڏو درجو حاصل ٿيڻ - عزت وارو ٿيڻ - مان مرتبي کي رسڻ - سرداريءَ کي پهچڻ.

● هَنْبائِڻُ (ل)؛ مصدر. لوڏڻ - هٿ سان جهلي ميٺ مٿي ڪرڻ - ڏوڏڻ - ڇاڇولڻ - ڏونداڙڻ - ڏون ڏيڻ. اُڇلائڻ - ٿڏو ڪرڻ - اُڇل ڏيڻ. (هَنبائيو - هَنبائيندو - هَنبائيل).

= هَنْبرائِڻُ؛ مصدر. اُڇلائڻ.

● هَنْبرُ هَنْبرِيُ: اسم خاص. ٻارن جي راند جو هڪ قسم.

● هَنْبَسُ ≈ هَنْبَسَ: ذ. هُلُ - گوڙ - غوغاءُ - گوڪيا - ڏمچر - شور - ٻاڻيٽال - ماندائو. ڪروڌ - ڪِٽ پِٽ - ڪِرڪِر - کَٽ‌ڪھي. (اسم خاص). تعلقي گهوڙاٻاري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= هَنْبَسَ ڦُوسِڙُو (ت): ذ. صفت. ڦوريءَ مَت وارو - بي عقل - چرپٽ - بي وقوف. جهٽ پٽ چڙي ويندڙ - ڦوريءَ ڳالهه. تان رسندڙ. تڪليف نه وٺندڙ.

= هَنْبَسَ ڦُوسِڙِي (ت): ذ. صفت. هلڪڙو - اجائي ٻَڪ ڪندڙ - ٽرڙو - سِفِلو.

= هَنْبَسَ ڦُوسِڙِيو: ذ. صفت. اُپھرو - اتڙو - ٽرڙو - هلڪڙو - تِيرتِيرو.

= هَنْبَسَ هَڻَڻُ: گوڙ ڪرڻ - فساد ڪرڻ - شور ڪرڻ - ڏمچر ڪرڻ - ماندائڻ مچائڻ.

● هَنْبَسَڙو ≈ هَنْبَسَڙا: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - اِٺَ تي هڪ قسم جي بيماريءَ سبب نڪتل ڦوڪڙو - هسونبڙو.

● هَنْبوشِي ≈ هَنْبوشِيُون: ث. ناچ جو هڪ قسم - دهل جي تار تي نچڻ جو هڪ نمونو - تاڙيون وڄائي، هٿ چنبي نچڻ جو هڪ قسم - نچڪارو - هنبوچي - ٽڪڙو ڪنيل ساهه - هانبارو - سهڪو.

● هَنْبوچِي ≈ هَنْبوچِيُون: ث. ڏسو هنبوشي.

= هَنْبوچِي وِجهَڻُ؛ هنبوشي راند ڪرڻ - هنبوچي ناچ نچڻ - هنبوچي هڻڻ. تمام گهڻو خوش ٿيڻ - خوشي ملهائڻ - خوشيءَ ۾ ٽپا ڏيڻ.

= هَنْبوچِي هَڻَڻُ: خوشيءَ ۾ نه ماپڻ - خوشيءَ مان نچڻ - تمام گهڻي خوشي ڪرڻ.

● هَنْبُو هَنْبُو: ذ. گوڙ - گوگاءُ - ڏمچر - غوغاءُ - وڏو آواز - هُل - شور.

● هَنْبيڙَهُ (ت): دٻاءُ - رعبُ - ڇمت. مارَ - ٻيڄَ - سَٽَ - ڪُٽَ.

● هَنْبِڙُ هَنْبِيِ: اسم خاص. ٻارن جي راند جو هڪ قسم.

● هَنْپيو ≈ هَنْپيا: ذ. ڪاٺ وغيره جي تِکي نوڪ. پياس - اُڃ. ڪاڏي جي طلب - اشتها. (ڪ).

● هَنْپِيِ ≈ هَنْپِيُون: ث. ديڳين رڌڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺ جي وڏي ڏوئي. جهنگ وڍڻ لاءِ ڪوڏارو يا واهولي جهڙو اوزار - کهيڙو.

● هَنْجَ ≈ هَنْجُون: ث. گود. جهولي - آغوش - ڪَڇَ. (پرا. آسُو) اکين مان وهيل پاڻي - لُڙڪ - ڳوڙهو - آنسُون.

= هَنْجَ ڪَڻَڻُ: ڪَڇ تي کڻڻ - جهوليءَ ۾ ويهارڻ - گود ۾ ويهارڻ.

= هَنْجَ وِهارَڻُ: گود ۾ ويهارڻ - ڪَڇ تي کڻڻ - هنج کڻڻ.

= هَنْجُون هارَڻُ: روئڻ - لُڙڪ وهائڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ - اکين مان آب وهائڻ - جهرڻ.

● هَنْجُ ≈ هَنْجَ: ذ. (سن. هَنْسُ = هَنْجُ) پاڻيءَ جي سهڻي پکيءَ جو هڪ قسم - هَنْسُ.

= هَنْجُ پَکِي: پاڻيءَ جي سهڻي پکيءَ جو هڪ قسم - هَنْسُ پکي.

= هَنْجُ نِياڻُ: اسم خاص. هنج جو هڪ قسم.

● هَنْجارَ: ذ. (ف). خفو - هلاڪي - ڏک - چِڙ - هلاڪي - بيزاري - ناراضگي - دقت - هلاڪت - پريشاني.

● هَنْجارِيُ: ث. صفت. ڍڳيءَ جو پيار سان رکيل نالو.

● هَنْجِتَلُ: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَنْجَرَ ۽ هَنْجَرُونَ: ث. ڏنڊ جي پکيءَ جو هڪ قسم. هڪ وڻ جو نالو. (صفت). سهڻي - خوبصورت - حسين. (اسم خاص). ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَنْجَرَ پيرو ۽ هَنْجَرَ پيرا: ذ. صفت. آڪ جي پير وانگر لسو ۽ تراڪڙو سُنبُ.

● هَنْجِرو ۽ هَنْجِرا: ذ. صفت. ڏاند جو هڪ قسم (جنهن جو پيٽ وڏو هجي).

● هَنْجَرَ هَنڌِيُ: اسم خاص. حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هَنْجِڙوُ: اسم خاص. هڪ پسارڪو وکر.

● هَنْجوُ ۽ هَنْجا: ذ. پسارڪي وکر ۾ ڪم ايندڙ ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. ٻيڙيءَ جي سڙهه جو ڪپڙو.

● هَنْجِيُ ۽ هَنْجِيُونُ: ث. ڪلهي جي ٻني - ڪلهي واري هنڌي - هنجهي. (ل).

● هَنْجهَ ۽ هَنْجهُونُ: ث. گود - جهولي - هنج - آغوش.

- هَنْجهَ تي کڻائِڻُ: کڇ تي کڻي کڻائڻ - گود ۾ کڻڻ - آغوش ۾ ڪرڻ.

● هَنْجهُ ۽ هَنْجوَ: ذ. (سن. هَنْسُ = هَنج. ف. تذرو) ڏنڊ جي پکيءَ جو هڪ قسم - هنج - هَنْسُ.

● هَنْجهانِيُ ۽ هَنْجهانِيُونُ: ث. ٻيڙيءَ جي مهري جي ٻوڙين ٻاسي لڳل ڪاٺي.

● هَنْجهَرُ ۽ هَنْجهَرَ: ذ. (سن. هنس) پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم - ڏانڊي پکيءَ جو هڪ قسم.

● هَنْجهَرَ پيڻ: ث. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● هَنْجهِرِيُ ۽ هَنْجهِرِيُونُ: ث. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● هَنْجهوُ ۽ هَنْجها (ڪ): ذ. پرساڻ ڪسي کوهي تي مٿي چاڙهڻ ۽ هيٺ لاهڻ لاءِ رسي جو هڪ پنيون ٽڪر. درياءَ جي ٻيڙيءَ جي گهير - دريائي ٻيڙيءَ جو هڪ جزو. جبل جو ٻوٽو، ڦڪا ڪلاڙا، ضاعفان ڪي کهوٽي ٻيارين ته ٻار ٽئي ۽ ماهواري اچي. (ڻ - ب).

- هَنْجهوُ آريا ڪَرَڻُ: ٻيڙي ٻيهارڻ واسطي هنجهو ڪي چڪي پرماڻ ڪي لاهڻ.

● هَنْجهُونُ: ث. اکين مان وهيل پاڻي - ڳوڙها - لڙڪ - هنجون - آنسون.

- هَنْجهُونُ هارَڻُ: ڳوڙها ڳاڙڻ - روئڻ - راڙو ڪرڻ - لڙڪ وهائڻ - جهڄڻ.

● هَنْجهِيُ ۽ هَنْجهِيُونُ: ث. جٽيءَ جو پويون چمڙ. ٽوٽي ڪوڙڻ لاءِ ڪوٺيل کڏ - چمڙ.

● هُنْجهِيُ ۽ هُنْجهِيُونُ: ث. رڇ جو هڪ حصو. درياءَ جي ٻيڙي ٻيهارڻ واسطي گهاٽي جي ڇيڙي ۾ پيل رسو.

● هَنْچَ ۽ هَنْچُونُ (ٿ): ث. هنج - جهولي - گود.

● هَنْچِڙوُ ۽ هَنْچِڙَ (ٿ): ذ. جانور جو ٿڻ.

● هِنْدُ: اسم خاص. حامَ جي وڏي پُٽ ۽ نوح نبي جي پوٽي جو نالو. ايشيا کنڊ جو هڪ ملڪ - هندستان - ڀارت.

- هِنْدُسْتانُ: اسم خاص. ايشيا کنڊ جو هڪ ملڪ - هندن جو ملڪ - هِندُ - ڀارت - (انگ). انڊيا.

- هِنْدُسْتانِيُ: ذ. صفت. هندستان جو رهاڪو - هندستان جو.

● هِنْد سَرْڪارِ: ذ. هندستان جي حڪومت - ڀارت سرڪار.

● هِنْدِيُ: صفت. هندستان جو رهاڪو - ڀارتي - هندستاني. هڪ ٻوليءَ جو نالو.

● هِنْدانُ: اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● هِنْدالوُ ۽ هِنْدالا: ذ. (ف. هِنْد وانه) خريف جي مند ۾ پيدا ٿيندڙ ميوي جو هڪ قسم - چانهين - تربوزو - چانهون.

- هِنْدالِيُ: ث. ننڍي چانهين - ڪرينگ.

● هِنْدُسَهُ: ذ. انگ. جياميٽري.

- هِنۡدَسَهُ دانُ؛ ذ. صفت. جاميٽري جو ڄاڻو- انگن جو ماهر- رياضي دانُ.

● هِنۡدُو: ذ. صفت. (ف). هندستان جو رهاڪو. هِندي. (هندو- اِنڊو- هندو. سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ. پارسين جي پاڪ ڪتاب "زندا وستا" ۾ سنڌ جي قديم نالي "سپت سنڌو" جو اُچار اڪيل آهي. "هپت هندو" يعني "س" کي مٽي "ه" ڪيو اٿن، مطلب ته قديم ايراني اوڪن "سِنڌو" جو آچار ايراني ڪيو "هندو" جنهن جي اصل معنيٰ هئي سنڌو نديءَ جي ڪناري تي يا "سنڌو ماٿر" ۾ رهندڙ، پوءِ ٻيون قومون (مسلمان وغيره) آيون ته "هندو" معنيٰ ڏي "براهمڻي ڌرم" کي مڃيندڙ. سنڌو (هندو) نالي مشهور هئڻ سبب سڀي هندو قوم ۽ هندستان تي "سنڌو" (هندو) تان نالو پيو). ڪاري رنگ جو ماڻهو- ڪارو- سانولو- سانورو. حبشي- شيدي- زَنگي. غلام- ٻانهون. چور- دُزدُ- رهزن- ڌاڪو- ڌاڙيل. منهن تي ڪارو تِرُ (جو سونهن جي نشاني).

"ويو هئي هِندو ڪٿي، ڪعبہ اندر ڪافر ڏٺم"
(مصري شاهہ).

(اسم خاص). هڪ ذات جو نالو- هندو ڌرم جو پوئلڳ- هند کي مذهب جو پيرُو.

- هِنۡدُڪار؛ ث. هندو هئڻ واري حالت- هندو ڌرم.

- هِنۡدِڪوُ ۽ هِنۡدِڪا؛ ذ. صفت. هندن جو- هندن وارو.

- هِنۡدِڻِ ۽ هِنۡدِڻُون؛ ث. هندو عورت- هندواڻي- هند ڻاڻي- هندو زال- هندڻي.

- هِنۡدِواڻِيُ ۽ هِنۡدِواڻِيُون: ث. هندوءَ جو مونث. هند ڻاڻي- هندو زال- هندڻ.

- هِنۡدوڪار: هندن جو ملڪ- ڪُفرستان. رهزن جو مڪان.

"مِهر نہ هئي ماڙهين، هو سڀ هِندوڪار"
(سر آبري- شاهہ).

- هِنۡدِڻاڻِيُ ۽ هِنۡدِڻاڻِيُون؛ ث. هندو جو مونث- هِندڻ- هندو عورت- هِندواڻي.

● هِنۡدوجا؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● هِنۡدورو ۽ هِنۡدورا: ذ. (سن. هِندولَڪ يا هِندول) پينگهي جو هڪ قسم- جهُولو- لُڏڻو- جهولڻو- پينگهو.

- هِنۡدورَڻُ ۾ لُڏَڻُ: عيش ڪرڻ- مزا ڪرڻ- آرام ڪرڻ- فرحت ڪرڻ.

● هِنۡدوڪَشُ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● هِنۡدولُ؛ اسم خاص. هڪ راڳ جو نالو.

● هِنۡدِيءَ وارو؛ اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● هَنۡڌُ ۽ هَنۡڌَ؛ ذ. آستانو- ٺڪاڻو- ماڳُ- مڪان- جاءِ- جڳهہ- گهَرُ- هنڌ- آستان. کَٽَ تي وڇائڻ لاءِ ٿلهو- بسترو.

- هَنۡڌائِتو ۽ هَنۡڌائِتا؛ ذ. صفت. پوري جاءِ تي- پوري جاءِ وارو- ماڳائتو- قرارو- سنڌائتو. نازڪ عضوي وارو (ڌڪ وغيره).

- هَنۡڌِ ٺِڪاڻِي؛ بروقت- ٺڏي تي- شروعات ۾- موقعي تي.

- هَنۡڌِ ينُ ماڳِين: هرهنڌ- جتي ڪٿي- هرجڳهہ.

● هُنۡڌِ ۽ هُنۡڌُون (ل)؛ ث. چونڪ- چوڪ.

● هَنۡڌِڙو ۽ هَنۡڌِڙا (ڪ)؛ ذ. هنڌائتو.

● هِنۡڌِي ۽ هِنۡڌِيُون (ٿ): ث. مينهَءَ جو ڪُنو- هنڌي.

● هِنۡڊُ ۽ هِنۡڊَ (ٿ): ذ. شمعدان- قنديل- جهاڙُ- فانوس. اَٽ تي پاڪڙي جي عيوض هٿراڏو ٿاهيل نقلي ويهڪ- پڙهو.

● هِنۡڊِڙو ۽ هِنۡڊِڙو؛ ذ. صفت. قد جو ٻندرو ۽ ٿلهو آدمي- ڊِمڻو- ڊِمي- ڊِيمبو- ڇُڪهڻي- رُڪهڻي.

● هِنۡڊِڪو ۽ هِنۡڊِڪا؛ ذ. لاڏُ- انگل- ماڻو- چاڳ- ناز- نخرو.

● هَنۡڊَڻُ: مصدر. هنڊائڻ- پائڻ- ڪتب آڻڻ. (هنڊيو- هنڊيندو- هنڊيل).

- هَنَڊَ ﮪ هَنَڊُونُ: ث. هنڊڻي - لڳاءُ - جَناءُ - هنڊاءُ - چوڙ - ماڻ - پهرڻي (ڪپڙي وغيره جي).

- هَنَڊاپ: هنڊائڻي.

- هَنَڊائيتو ﮪ هَنَڊائيتا؛ ذ. صفت. وڻندڙ - سيبائتو - پائڻ جهڙو - هنڊائڻ جهڙو - پهرڻ جهڙو.

- هَنَڊائِڻُ: مصدر. چوڙڻ ماڻڻ - استعمال ڪرڻ - ڪم ۾ آڻڻ - پهرڻ - پائڻ. (هنڊايو - هنڊائيندو - هنڊائيل).

- هَنَڊِڻُو ﮪ هَنَڊِڻا؛ ذ. صفت. جهالو - جهليندڙ - جهلائو - جالو - جٽائو - جٽيندڙ - مضبوط - جاڏو - ٽڪائو - ٽڪيندڙ.

- هَنَڊِڻِي ﮪ هَنَڊِڻِيُون: ث. ٽڪاءُ - هنڊ - جٽاءُ - هنڊاءُ - پائيداري.

● هِنَڊو ﮪ هِنَڊا: ذ. ڀاڪڙي جي بجاءِ اٺ جي ٻنيءَ تي وڌل يا ٻڌل رلي وغيره - ٻڙهو.

● هِنڊولُ ﮪ هِنڊولَ: ذ. (سن. هندول = جهول). جهولو - پينگهو - لوڏو. هڪ مشهور راڳ جو نالو - هنڊول. پکيءَ جو هڪ قسم.

- هِنڊولو ﮪ هِنڊولا؛ ذ. چوڏول. پينگهو - هندورو.

● هِنَڊوو ﮪ هِنَڊِوا؛ ذ. مينهن جي موسم ۾ ڳاڙهي رنگ تي پيدا ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم - مينهن وساڙو - ڪرم مخمل.

● هَنَڊِي ﮪ هَنَڊِيُون؛ ث. رڌڻ لاءِ ڪم ايندڙ وڏي منهن سان ديگڙي جو هڪ قسم. ٻتيءَ جو هڪ قسم جنهن ۾ سيڻ ٻتي پٽري - قنديل.

● هَنَڊِي ﮪ هَنَڊِيُون: ث. ناڻي جي مٽاسٽا جو ڪاغذ - مٽاسٽا جو آرڊر - چيڪ - مني آرڊر جو هڪ قسم - ڪشش آرڊر.

- هَنَڊِياڻُو ﮪ هَنَڊِياڻا؛ ذ. هُنڊي مٽائڻ جو اکهه - کهٽ يا وڌ اکهه.

- هُنَڊِي جي نَوَلِٽُر: هنڊين جي آمدني روانگي داخلا جو ڪتاب.

- هُنَڊِي دَرِسَنِي: آها هُنڊي جنهن جي ڏيکارڻ سان يڪدم پئسا ملن.

- هُنَڊِي مُدِي واري؛ آها هنڊي جيڪا مدي پوري ٿيڻ کان پوءِ سَنجي.

- هُنَڊِي هَتلائِڻُ: پئسن ڏيڻ لاءِ واپاري چٺي چالو ڪرڻ يا استعمال ڪرڻ.

● هِنڊِياري: اسم خاص. خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- هَنَڊِي ﮪ هَنَڊِيُون: ث. مڇي مارڻ لاءِ ڍنڍ يا تلاءَ ۾ وڌل جاري.

- هَنَڊِي وجهڻ: مڇي مارڻ لاءِ ڍنڍ يا تلاءَ ۾ جاري وجهڻ.

- هِنڊُ ﮪ هِنڊَ: ذ. ڏسو هِنڊ.

● هَنڊائِڻُ: مصدر. ڪم ۾ آڻڻ - استعمال ڪرڻ - پائڻ - چوڙڻ - ماڻڻ - پهرڻ. تورڻ - تڪڻ - خيال ڪرڻ - ويچارڻ - تپاس ڪرڻ (دل ۾). (هنڊايو - هنڊائيندو - هنڊائيل).

● هِنڊِڙو ﮪ هِنڊِڙا؛ ذ. صفت. لنڊين چنگهين وارو - چوٽي قد وارو - چامڙو - ٻندرو.

● هَنڊِي ﮪ هَنڊِيُون: ث. ڏسو هَنڊِي.

- هَنڊِي ڀات ڌار ڪرڻ؛ ٺهڙ ڌار ڪرڻ - جدا ٿيڻ - پنهنجو ڳاڌو ڌار ڳائڻ - الڳ ٿيڻ - ڪٽني ماني جدا ڪرڻ.

● هُنڊِي ﮪ هُنڊِيُون: ث. (سن. هنڊيڪا = هنڊي). مٽاسٽا جي لکيل چٺي - چيڪ - هنڊي - ناڻي جي مٽاسٽا جو ڪاغذ.

● هُنَرُ ﮪ هُنَرَ: ذ. (ف). فن - چالاڪي - ڪم - ڪاريگري - چترائي - مهارت - ڪَنُ - ڳُڻ - ڪَڻُ - دستڪاري - حرفت - ڪمال - جوهر. صنعت - حڪمت - دانائي - سياڻپ - ڏاهپ - هوشياري - ڪرتب - وصف - خوبي. انداز - سليقو - طور - طرز - نمونو - ڍنگ - اٽڪل. ڏندو - پيشو - ڪرت - ڪم. ڳجهارت جو هڪ قسم.

- هُنرائيتو ﮪ هُنرائيتا؛ ذ. صفت. هنروارو - هنر جو ڄاڻو - هنري - هنرمند - ڪشل.

- هُنرمَندُ ﮪ هُنرمَندَ؛ ذ. صفت. فنڪار - ڪاريگر - هُنري - هنرائتو - هنر جو ڄاڻو.

- هُنَرِيُ: ذ. صفت. هنر وارو - هنر جو ڄاڻو - هنرمند - هنري.
- هُنَرِيلو ع هُنَرِيلا: ذ. صفت. هنر وارو - هنر جو ڄاڻو - هنري - هنرمند.

● هَنِيرُ وَتُ ع هَنِيرُ وَتَ: ذ. (الک). تور جو هڪ ماهو - هندرِيٽ وِيٽ.

● هَنْسُ ع هَنْسَ: ذ. (سن). پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم - هَنجُ - هَنجهُ.

- هَنْسِڻِي ع هَنْسِڻِيُون: ث. هَنجهہ جي مادي - هَنجهڻ.

● هَنِسا ع هَنِسا: ذ. (سن. هَنِسا = إيذاءُ) ظلم - زوري - ڏاڍ - جفا - جبر - ڏاڍائي - زوردستي. خونريزي - قتل - مارا ماري - ويڙهہ - ڪوس - تشدد. ڏوهہ - گناهہ - خطا.

● هَنْسپَدُ ع هَنْسپَدَ: ذ. هَنسپادُ - ليشالي.

● هَنْسَڻُ: مصدر. کِلڻ - هَسَڻُ - خوش ٿيڻ - ٽهڪ ڏيڻ - وَهِسڻ - مُرڪڻ.

● هَنْسُو ع هَنْسا: ذ. ڪوهہ کوٽڻ لاءِ رَڪ جو اوزار - ايل.

● هَنْسلِي ع هَنْسلِيُون: ث. چانديءَ يا سون جو ڳچيءَ ۾ پائڻ جو زناني ڳهہ جو هڪ قسم - هَسِي - هَسلِي.

● هَنْسِي ع هَنْسِيُون: ث. هڪ هڏيءَ جو نالو. سيني ۽ گردن جي وچ واري گول هڏي. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زيور - هَنسلي - هَسِي.

● هَنْقَڻُ: مصدر. دم پرجڻ - سهڪڻ - ٽڪڙو ساهہ کڻڻ - هانپارو لڳڻ - سهڪو ٿيڻ.

- هَنْقِڻِي ٿِيَڻُ: ڊپ واري حالت ۾ سهڪڻ يا ٿڪڻ - ساهہ جو هيٺ مٿي ٿيڻ.

● هُنْگُ: ذ. آواز - هُل - شور.

● هُنْگُ: ذ. ٻڙو (ٿڻين جو).

● هَنْگارَ ع هَنْگارُون: ذ. تڪڙ - اُٻهرائي - هَٻِير هَٻِير - وَتِيڄَ - جلدائي - اتر ويلا - آنڌ مانڌ - لوچ پوچ.

● هَنْگارَڻُ: مصدر. ڪاهي هلڻ - ڪاهڻ - هڪلڻ - وٺي وڃڻ.

● هنگامُ ع هَنْگامَ: ذ. (ف. هنگامہ) هنگامون - گوڙ - فساد - ڏمچر - شور - لُٽ - هاڪامو - هنگامہ.

- هَنْگامَگِيرُ ع هَنْگامَگِيرَ: ذ. صفت. بکيڙائي - هُل مچائيندڙ - گوڙ وارو - فسادي.

● هَنْگامُون ع هَنْگامان: ذ. (ف. هنگامہ) هاڪامون - هُل - گوڙ - فساد - جهيڙو - رڳڙو - جهڳڙو - گوگيا - ڏمچر - هنگامہ - شور - ڪڙڪو.

● هَنْگامَہ ع هَنْگامَہ: ذ. جماعت - منڊلي - سڀا - انجمن. جهڳڙو - ڏنير - مونجهارو - وڳوڙ - گهمسان - بي آرامي - ڪڙ ٻڙ - رولو.

- هَنْگامَہ ڪَرَڻُ: جهڳڙو ڪرڻ - مونجهارو ڪرڻ - ڏنيڙ وجهڻ - گهمسان ڪرڻ - وڳوڙ وجهڻ - فساد برپا ڪرڻ - شور ڪرڻ.

- هَنْگامِي: ذ. صفت. فسادي - جهڳڙائي - جهڳڙالو - جهيڙائي - هُل مچائيندڙ - بکيڙو ڪندڙ.

● هِنْگلاجُ: اسم خاص. (سن. هِنْگُلَ = ڳاڙهو رنگ) ڳاڙهي روشنيءَ وارو هنڌ. بلوچستان جي جبل ۾ هڪ مڪان جو نالو - سامي فقيرن جي زيارت گاهہ.

● هِنْگلو: ذ. (سن. هِنْگُلَ = ڳاڙهو) ڳاڙهي رنگ جي ٻوري جو هڪ قسم - سيندر - سِندر. شِنگرف.

● هِنْگلورُ: اسم خاص. هِنگلاج.

● هَنْگَڻُ: مصدر. (سن. هد) ٽورو ڪرڻ - ڪاڪوس ڪرڻ - پائخانو ڪرڻ - جاءِ ضرور جو خيال لاهڻ - جهنگ جو خيال ٿيڻ.

- هَنْگائِي ڪُتِيءَ جَهڙو مُنْهَن ڪَرَڻُ: خراب منهن ڪرڻ - ٻچڙو منهن ڪرڻ. غصو ڏيکارڻ.

● هَنْگتِرڪانُ: ث. تڙتڪڙ - پڄ ڊڪ - بي آرامي - اُٻهرائي - لوچ پوچ.

- هَنْگتِرڪانُ لڳڻ يا لڳڻ: بي آرامي ٿيڻ - صبر نہ ڪرڻ - اُٻهرو اچڻ وڃڻ - لوچ پوچ لڳڻ - آنڌ مانڌ ٿيڻ.

- هَنْگ تِرڪَڻُ: هرهر هنگڻ - اجائي تڪڙ ڪرڻ - اجائي جلدائي ڪرڻ - اُٻهرائي ڪرڻ - آنڌمانڌ ڪرڻ.

- هَنگَڻُ تان ٽاهڻ: ڪنهن جي ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ - مشڪلات پيدا ڪرڻ - اٽڪاءُ وجهڻ.
- هَنگَڻُ مَٿهُل وٽ سارَڻُ: عين وقت تي ڳالهه ياد ڪرڻ - بي موقعي ڳالهه پيدا ڪرڻ.
- هَنگِڻو يا هَنگِڻا: جلد جلد ٽورو ڪندڙ - زري زري ڪاڪوس ڪندڙ. ڍ ڄڻو - ڀاڙي - بي مڙسيو - ڊرپوڪ - بزدل - گيدي.
- هَنگِهي گُونُهَنُ تان نه آٽَڻُ: خراب عادتن کي ڇهڻيو رهڻ - اجڙيون علتون نه ڇڏڻ.
- هَنگِيُ تَڏا پَٽڻ: انجام ڪان ڦري وڃڻ - بهانا ڪرڻ. بزدل ٿيڻ - ڊڄي وڃڻ.
- هَنگِيُ هوئَنهِي ڏِسَڻُ: احسان ڪري پوءِ ان کي بار بار پچارڻ - ٽورو ڪري وري ورجائڻ.
- هَنگِيُ ڏِيڻُ: ڊرو ٿيڻ - گيدي ٿيڻ - ڊڄڻ - ڊپ ڪرڻ - خوف ڪرڻ - بزدل ٿيڻ - ڊرپوڪ ٿيڻ.
- هَنگِيُ وِهَڻُ: ڪامياب نه ٿيڻ - هارائي اچڻ.
● هِنگول: اسم خاص. بلوچستان جي مشهور وڏي نديءَ جو نالو.
● هَنگِهي پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● هِنگ: ث. (سن. هِنگُ). پسارڪي وکر جو نالو.
● هِنگورا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ضلعي نوابشاهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هِنگورائِيُ: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● هِنگورجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● هِنگورجائِيُ: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هِنگورنو: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هِنگورو: اسم خاص. ضلعي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هَنُو يا هَنا: ذ. (ع. حَنُو). گهوڙي جي سنج جو هڪ قسم - گهوڙي جي پنج سنجي مان هڪ سنج - گهوڙي تي سواري ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ ڪاٺ جو ٺهيل هڪ چونڪو - ڪاٺو.

- هَنائِيُ: ذ. صفت. هنو ٺاهيندڙ - هني وارو. گهوڙي جو سوار.
- هَنُون پَنُون يا هَنان پَنان (ڪ): ذ. لڪ ڪو لاڳاپو - واسطو ڪو وهنوار - ڏيتي ڪا ليتي.
● هَنُودُ يا هَنُودَ: ذ. صفت. بي حيا - بي شرم.
- هَنُودَ جي ڪَنڌَ: اسم خاص. سيوهڻ ۾ هڪ ڪنڌ جو نالو.
- هَنُودَ ڪاسائِيُ: اسم خاص. سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي وقت ۾ هڪ ڪاسائي جو نالو. (چون ٿا ته بودلي بهار کي هنود ڪاسائي ڪُٺو هو).
● هَنُوڻُ: مصدر. پڙڪائڻ - ڦوڪڻ.
● هَنُومانُ: اسم خاص. (سن. هنو + مان = فنا وارو). نيست نابود ڪندڙ - بندرن جو سردار.
● هِنُهانُ پوءِ: اِنها پوءِ - انهيءَ ڪان پوءِ.
● هُنُهِيرُ: آهينئي.
"هُنُهِيرُ هُنُڌَ مُئي، پَر پڏيءَ جا پيٺا ٽيا."
(شاهه)
● هُنُهِينُ: اوهينئي - خالي پيلي - اجايو - بي فائدي.
● هِنُ يا هِنُءَ (ڪ): ذ. هنيون - هردو - دل.
● هِنُءَ ڪِترائِيُ: دل جو ناراضپو.
● هِنُءَ ڪَراڙُ: دلجاءِ - خاطري - تسلي.
- هِنئِينُ ڪَتَراڙُ ٿِيڻُ: دل جاءِ ٿيڻ - خاطري ٿيڻ - تسلي ٿيڻ.
- هِنئِينُ ۾ هُرَڻُ: دل تي ڦرڻ - ياد پوڻ - يادگيرو ٿيڻ.
● هِنئاءُ يا هِنئاءَ: ذ. هِيئُون - هِيانوَ - دل - مَنُ - هردو.
● هِنئاچوُ يا هِنئاچا: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - تليءَ جي بيماري - وڏيل تلي - پترهال - طحال.
● هِنئارَ: ظرف. هينئر - هن وقت - هاڻي.
● هِنئيارَ: ظرف. هيل - هن سال. هڪل.
● هِنئاريُ يا هِنئاريُون: ث. دردلاسو - خاطري - تسلي - دلجاءِ - پَتِ.

● هَنئُن هَنئُن: ذ. صفت. ڪُر ڪُر ڳاڙهو - وڪڙو ڪيو.

● هِنئُون ۽ هِنئان؛ ذ. (سن. هَتَ. ڀرا. هدو) هِنئاءُ - هِينئڙو - هِنيُون - دل - مَن - هِردو.

- هِنئُون لاهڻ: دل لاهڻ - ڀي دليو ٿيڻ - همت هارڻ - ڪمزور دل ٿيڻ.

- هِنئي تي هَٿ رکڻ: پاڻ تي آزمائڻ - پاڻ تي آزمائي پوءِ ٻئي کي چوڻ.

- هِنئين ڏاڍو: ذ. صفت. طاقتور - پهلوان - دل جو قوي - مضبوط - دل وارو - بهادر - شجاع.

● هَنئِي ۽ هَنئِيُون (ڪ)؛ ث. ڏاڙو - ڦُر - مصيبت - ڏکيو وقت.

"سو هنئي کي حامي ٿئي، بانڪو ڀور سوار"

(اسم مفعول). ماريل - ڦريل - ستايل.

"کھوڙن هنيون کھڻيون، آئين هنئِي آئون"

(ابراهيم لنکھو).

- هَنئِين ۾ ڪَنئِين ۾: ڪنهن جي واسطي ۾ - ڪنهن جي هٿ ۾.

- هَنئِين ڪَنئِين ۾ نه هُئَڻ: ڪنهن جي ڳالهين يا ڪمن سان واسطو نه رکڻ.

● هِنئِي: اسم خاص. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديھه جو نالو.

● هِنئيارو؛ ذ. شوق - چاهه - دل.

● هِنئِيان (ڪ - ث)؛ هيڏانهن.

● هِنئِياءُ ۽ هِنئِياءَ؛ ذ. دل - من - تن - هِنيون - هردو. ساهه.

- هِنئِيارو ۽ هِنئِيارا؛ ذ. صفت. مايوس دل - رنجور. غم زده - نراس. (ث. هِنئِياري ۽ هِنيارِيُون).

- هِنئِياري ۽ هِنئِيارِيُون؛ ث. صفت. هنئين واري - هنئين ۾ - دل ۾. پياري.

- هِنئِياءُ آئُڏو هُئَڻ: ويسر هئڻ - يادگيري نه هجڻ - نسياني هئڻ.

- هِنئِياءُ ڀَرجِي اچڻ: رُئڻ هارڪو ٿيڻ - دل ڀرجي اچڻ - دل گريه لاءِ آماده ٿيڻ.

- هِنئِياءُ تان بار لَهڻ؛ آرام ملڻ - سات اچڻ - بار لهڻ. فڪرات کان آجو ٿيڻ.

- هِنئِياءَ تي تَستِي هُئَڻ: پڪيءَ طرح ياد هجڻ.

- هِنئِياءَ تي چَنبڙو پَوَڻ: دل جاءِ ٿيڻ. ڀا لهڻ - آرام ملڻ.

- هِنئِياءُ تي لِکِيل هُئَڻ: پڪيءَ طرح ياد هئڻ.

- هِنئِياءَ تي هَٿ رکڻ: اها تڪليف پاڻ ڏي محسوس ڪرڻ.

- هِنئِياءُ ڪُرڪڻ: هڏ ڪرڪڻ - دل ڪڇڻ - ڪنهن جي لاءِ کھٽو خيال ٿيڻ. ٻئي لاءِ همدردي پيدا ڪرڻ يا ٿيڻ.

● هِنئِيُون ۽ هِنئِيان؛ ذ. هانءُ - دل - مَن - هِردو.

- هِنئِيُون ڀَرجِي اچڻ: روئڻ هارڪو ٿيڻ - ڏک ۾ ڀرجي وڃڻ. اوچتو صدمو رسڻ.

- هِنئِيُون حَقِيقَتَ ڪَڏڻ؛ حقيقت سان دل ملائڻ - حقيقت جي درجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

- هِنئِيُون ڏاڍو ڪرڻ: همت ڪرڻ - دل جھلڻ.

- هِنئِيُون ڦاٽڻ: تمام کھٽو ڊڄڻ.

- هِنئِيُون ڦِسڻ: دلگير ٿيڻ - مايوس ٿيڻ. روئڻ هارڪو ٿيڻ.

- هِنئِيُون ڦُولڻ: دل خوش ٿيڻ.

- هِنئِيُون لاهڻ: بي همت ٿيڻ - مڙسي ڇڏڻ.

- هِنئِيُون لوڙهڻ: بي همت ٿيڻ - هِنيون لاهڻ.

- هِنئِيُون لُوڻ ٿيڻ: بي همت ٿيڻ.

- هِنئِيُون هَٿِڪو ڪرڻ: دل گرفتار ڪرڻ - دل قابو ڪرڻ - پاڻ کي عاشق ڪرڻ. پاڻ کي محبت ۾ مستانو بنائڻ - دل کسڻ.

- هِئان: حرف تشبيهه. هھڙا - اهڙا.

● هَڻ تَڻ: ث. ڪوشش. عضوا هڻڻ واري حالت - چلولائي.

● هَڻ ڀيٺي: حرف ندا. عجب جي دانهن - عجب جي رڙ.

● هٽيو ۽ هٽيا؛ ذ. ڏک. چير. ڪاٺيءَ جو ٽُڪر.

- هٽڙيي ۽ هٽيڙون؛ ث. ٽڏو - لاھ.

● هَٽُ ٻچارَ ۽ هَٽَ ٻچارُون: ث. بي آرامي - چورا ڪورا - لوچ پوچ.

● هَٽَ ڏَڻُ؛ ث. تڪليف - ڏُک - سور.

● هِٽِڪَڻُ: مصدر. هٽڪار ڪرڻ - گهوڙي جي دانهن ڪرڻ - گهوڙي جو آواز ڪرڻ - گهوڙي جو رڙڻ. (هِٽِڪيو - هِٽِڪندو - هِٽِڪيل).

- هِٽِڪُ ۽ هِٽِڪون؛ ث. گهوڙي جي هٽڪار - گهوڙي جو آواز.

- هِٽِڪارَ ۽ هِٽِڪارُون: ث. گهوڙي جو آواز - هِٽڪ - گهوڙي جي دانهن.

- هِٽِڪارَڻُ: مصدر. هٽڪڻ - هٽڪار ڪرڻ - گهوڙي جو رڙڻ - گهوڙي جي دانهن ڪرڻ. (هٽڪاريو - هٽڪاريندو - هٽڪاريل).

● هَٽُ ڪَٽُ: صفت. ناظرو - نظر هڻندڙ ۽ ڪٽيندڙ (ماڻهو). (ذ). ناٽڪ جو هڪ قسم - بلا جو هڪ قسم - ڪَڻ.

- هَٽُ ڪَٽُ لڳيِ پيئي هَٽَڻُ؛ تڪڙو موت ٿيڻ.

● هَٽُ مارَ جو زَمانو؛ ڪم ڪار جو وقت.

● هَٽُ مَٽيِ ۽ هَٽُ مَٽا: اصل نه - ٻئي نه - هَٽُ مٽي.

● هُٽَنبُ ۽ هُٽَنبَ؛ ذ. اوچتو چرڪ - اوچتو ٽپو - اوچتو آپڙڻ يا چال ڏيڻ.

● هَٽَنڊمارُ ۽ هَٽَنڊمارَ؛ ذ. صفت. پهلوان - پلوان - جوڌو - جنگ - جوانُ.

- هَٽَڻُ؛ مصدر. (سن. هٽ. پرا. هٽدو = هٽيون). لڳائڻ - ڦيٿو ڪرڻ - ٽڪاءُ ڪرائڻ (ڏڪ وغيره). ڪٽهڻ - ڪٽسائڻ - اُڇلڻ. ڪوڙڻ (تنبو وغيره). ٽڏو هڻڻ - لڳائڻ - پوکڻ. اڇلائڻ. وجهڻ - اندر ڪرڻ (ڪوڪو وغيره). فڪر ڪرڻ - سمجهڻ. (هٽيو - هٽندو - هٽيل).

- هٽَنڊيِ ماريندي: وڏي تڪليف سان - ڏاڍي ڪوشش سان. نهايت تعدي سان.

- هَٽڻ پُورَڻُ؛ اجايو ڳالهائڻ.

- هَٽڻ ڪَٽَڻُ؛ روڪڻ - دفع ڪرڻ - ڏک ٽارڻ.

- هَٽَڻُ ۽ ڪَٽَڻُ؛ هرج وجهڻ ۽ ان ڪان بچائڻ جي سگهه هڻڻ.

- هَٽِڻُ مارَڻُ؛ گهڻو ڪم ڪار هڻڻ.

- هَٽِيِ وَڃڻُ: ڪٽي وڃڻ. وٺي وڃڻ.

- هَٽِيِ هَٽُندُ ڪَرَڻُ: نيت مطلب حاصل ڪرڻ - جاکوڙو ڪري مطلب ماڻڻ - تڪليف وٺي آخر مراد کي پهچڻ - گهڻي ڪوشش کان پوءِ سوڀارو ٿيڻ - ڪوشش ۾ ڪامياب ٿيڻ - مقصد کي پهچڻ.

- هَٽِيِ هَٽِيِ ڀِيهَڻُ: تمام گهڻي ڪوشش ڪرڻ - نهايت گهڻي تڪليف وٺڻ.

● هَٽُ هَٽُ: ث. تمام گهڻي تڪليف - جاکوڙو - محنت - ڪوشش.

- هَٽ هٽانُ: محنت - تڪليف - ڪوشش - ڪم.

- هَٽ هٽانُ ڪَرَڻُ؛ تمام گهڻي محنت ڪرڻ - گهڻي ڪوشش ڪرڻ - جاکوڙ ڪرڻ - تڪليف ڪرڻ.

- هَٽُ هَٽُ ڪَرَڻُ: اجائي تڪليف ڪرڻ - سخت محنت ڪرڻ - جاکوڙو ڪرڻ.

● هُٽُ هُٽُ؛ ث. هٽڪار.

- هُٽُ هُٽُ ڪَرَڻُ: هٽڪار ڪرڻ.

● هَوَ؛ ث. ذرو - ٽڪ - ٿورو ذرو - ذَرڙو. ”احمد هَوَ ساعت ترس ته آءٌ اجهو ٿو اچان.“ (جملو).

- هَواڙ؛ ذري - ٽُڪري - ٻور - ٻيٽون.

● هُوَ؛ ضمير. (ع. هُوَ = خداتعاليٰ. لاَ اِلٰهَ اِلاّ هُوَ). هو - حق. آهو - آوهو. ها. آها. (سن. هو = هِيِ). اِهو.

- هُوهَوا (ل)؛ ث. رَنِيي - کهَڻ - وٺ پڪڙ. ”احمد ته ڪوڙن جي هُوهَوا ۾ آهي“ (جملو).

- هُوهَوا ۾ هُجَڻُ: پنهنجي فخر، وڏائي ۽ تڪبر ۾ رهڻ.

● هَوا ۽ هَوائُون؛ ث. (ع). واءُ - وايو - باد. ساهه - دَمُ. ڦُوڪَ - رِيح. نفس. هَٽُ - وڏائي - ڦونڊ - آڪڙ - سيت. مستي. خواهش نفساني - حرص - هَوَسُ - لالچ - طمع - لوڀ -

شهوت. ڪام آرزو - ارمان - اشتياق - تمنا - چاهنا - چاهه - شوق. ڏاجهه. موهه. هلڪي (شيءِ).

- هوا باز ع هوا باز: ذ. صفت. جذباتي - ڪروڌي - غصي - خفو. ٻيڙا - دُڪ. عشق - موهه - هوا ۾ اُڏامندڙ.

- هوا بدلائڻ: هوا جي بدل يا مٽ سٽ ڪرڻ.

- هوا پرست ع هوا پرست: ذ. صفت. نفس پرست - اندري پوڳ - عياش.

- هوا جو داب: هوا جو زور - پريشر.

- هوا جهٽڻ: هوا کائڻ - کُلي هوا کائڻ.

- هوا خواهه ع هوا خواهه: ذ. صفت - پنهنجي مطلب وارو - خود غرض - خود مطلبي.

- هوادار ع هوادار: ذ. صفت. کُليل هوا وارو - هوا جو - کُليل مڪان - وائڪو. عياشي - حرصي - موهي. لالچي. جهڪ وارو.

- هوا کائڻ: کُليل ميدان ۾ گهمڻ - چهل قدمي ڪرڻ - ٽهلڻ - ڦرڻ - هوا خوري ڪرڻ - ٻاهر لڪري وڃڻ - طبيعت تازي ڪرڻ.

- هوا لڳڻ: حالتن ۾ ڦيرو اچڻ - زماني ۾ انقلاب اچڻ.

- هوا ماپ ع هوا ماپ: ذ. هوا جي ماپڻ جو اوزار - هَوا ميٽر.

- هوا و هوس: ذ. گوشت ۽ شهوت جي خواهش - خواهش - موهه - حرص - هوس - لالچ. سڪتائي - بيهودگي - ايمان - ڌاڻ - سڪو هٽ - ڪوڙو ڏيک.

- هوائي ع هوائيون: ث. هوا وارو - هوادار - هوا جو - هوا جهڙي. هلڪي - هلڪائي - مٿاڇرو - هولائي - وائڙو. تيز - تکي. آتش بازي جو هڪ ڦٽاڪو (جو هوا ۾ اڏامي). بُڌل جهاز جو هٿ آيل سامان. گِلا. شڪايت - تهمت - الزام.

● هوائي جهاز ع هوائي جهاز: ذ. هوا ۾ اڏامندڙ جهاز جو هڪ قسم - زوڪٽ.

- هوائي خبر ع هوائي خبرون: ث. هوا جي رستي آيل احوال - ريڊيو ۾ ٻُڌل خبر. گپ شپ - گپ - بي ٻاڙي خبر - افواهه.

- هوائي ڏاڇي ع هوائي ڏاڇي: ذ. صفت. موڳو - بي ڏاهو - بي خيال - آلٽو.

- هوائي کوڙي تي چڙهڻ: تمام تڪڙو اچڻ.

- هوائي وانگر وڃڻ: هوا جهڙو تيز رفتار ٿيڻ - تکو ٿيڻ - تيز ٿيڻ. فنا ٿيڻ - لاپود ٿيڻ. غائب ٿيڻ.

● هوار: ث. تمام ٿورو ذرو - هوارڙ.

● هوارڙ: ث. اڻ لکو ذرو - ٿورو ذرو - هوَ - پتڪي - ذرڙي.

● هوارڙ ع هوارڙون (ل): ث. ڏپ - ٿوري بدبوءِ. ٻاڦ.

● هوانو ع هوانا: ذ. هُل - آفواهه - هوانو - خبر. رپورٽ. انجام.

● هوبهو: ظرف. صفت. عين بين - سُود بُود - انهيءَ جهڙو - هم شڪل - هم صورت - ساڳيو - آهڙو.

- هوبهو هڻڻ: ساڳي يا جنسي ڳالهه يا شيءِ هڻڻ - هم جنس يا شڪل هڻڻ - هڪ جهڙو هڻڻ.

● هوپو ع هوپا: ذ. هنبش - هُل - حشر - ڌمچر - گوڙ - گوگيا - غوغاءُ - وڏو گوڙ.

● هوت ع هوت: ذ. صفت. محبوب - معشوق - دوست - عاشق - مڙس - ور - ڀتار. سخي. سهڻو. بهادر. (اسم خاص). بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو - آري ۽ پنهون جي قبيلي جو نالو.

- هوتاڻي: ذ. صفت. هوت جو اولاد - هوت قبيلي مان.

"هوتاڻي حمل چئي اٿانڪا آٿل"

- هوت جي هنڌ هڻڻ: دوست جي بلي هڻڻ - محبوب سان گڏ هڻڻ.

- هوتن هاڻي: هوتن جي هنيل - محبوب جي ماريل - محبوب جي عشق ۾ گرفتار ٿيل.

"هيس هوتن هاڻي نه ڪيچي گڏ پر ڪنهن ۾"

(سر آري - شاهه).

● هوت ع هوت: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (حوت).

● هوتاس ع هوتاس: ذ. ٻاهه جو سيڪ.

● هُوت خان جَلَنْباڻِي: اسم خاص. ضلعي نوابشاه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هُوت چانڊِيو: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوتڙ: صفت. هن جيترو.
● هوتِڪاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● هوتِڪِي: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوتمان: اسم خاص. پٺاڻي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.
● هوتَن واري: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوتِواڻِي: اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.
● هُوتِواهه: اسم خاص. ضلعي اپر سنڌ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوت وَساڻ: اسم خاص. ضلعي نوابشاه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوتو: اسم خاص. سَسئي جي ڏير ۽ پنهون جي هڪ ڀاءُ جو نالو.
● هوتِيڙ ۽ هوتِيڙَ: ذ. خرزين.
● هوٿِرو ۽ هوٿِرا: ذ. صفت. حرڪتي پار - ڪِيٽائي. بي خيالو - بي ڌيانو - اونترو.
- هوٿِرائِي ۽ هوٿِرائِيُون: ث. اونترائي - بي خيالي - حرڪت - مسخري.
● هوٿِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ضلعي سکر ۾ ديهه جو نالو.
● هوٿِياڻو: اسم خاص. ٻارڻ جي اوڀر طرف هڪ جبل جو نالو.
● هوٿيوٽا: اسم خاص. ضلعي نوابشاه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوٿِيمَرَ: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● هوٿِي: آسري. سبب.
● هوٽَ ۽ هوٽُون: ث. ڏندن جو مٿيون پاڳو. چَپ.

● هوٿِي ٻَڌ: حاضر جوابي.
● هُوچِرو ۽ هُوچِرا: ذ. هُل - گوڙ - غل - غوغاءُ - گوگيا - گوڙ گهمسان.
- هُوچِروتِيڻ: ٻارن جون دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ اچڻ - گوڙ فساد ٿيڻ.
● هوچِڪَڻ (ٿ): مصدر. هيٺ ڦٽو ڪرڻ - آڇلڻ - ڪيرائڻ. (هوچِڪِيو - هوچِڪِيندو - هوچِڪِيل).
- هوچِڪائِڻ: ڌاڌِيان هيٺ اڇلائڻ.
● هُوچانڊو ۽ هُوچانڊا: ذ. صفت. تيز رفتار - تِکو.
● هُوچِڻ: مصدر. دڙڪا ڏيڻ. ٽُڏي ڀڄارڻ. (هوچِيو - هوچِيندو - هوچِيل).
● هَوُد ۽ هَوُدَ: ذ. حوض - اونهي ڪَڏ.
● هُود: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.
● هودارَڻ: مصدر. ڀڙيءَ جي رسي ڇِڪڻ. (هودارِيو - هودارِيندو - هودارِيل).
● هودو ۽ هودا: ذ. ٻنا چِيت جي پالڪي. آڏائي جو ٺهيل ڪاٺ جو خانو.
● هودِي ۽ هودِيُون: ث. پاڻيءَ جي ننڍي ڪَڏ. پاڻيءَ جو حوض - آواڙو.
● هوڏَ ۽ هوڏُون: ث. تڪبر - هٺ - وڏائي - واڏ - ضد. شرط - بازي. حجت - هلندي - هٺ پڄندي.
"هُئي جنين سين هوڏ، سي هنجڙا سپ هلي ويا."
- هوڏاءُ ۽ هوڏاءُ: ذ. صفت. بحث ڪندڙ - هوڏ ڪندڙ - ضد ڪندڙ.
- هوڏائِتو ۽ هوڏائِتا: ذ. صفت. هوڏ وارو - ضد ڪندڙ - بحثي - هوڏ جو.
- هوڏائِي: ذ. ڪَتَد - نِنرائي - هوڏ.
- هوڏ ٻَڌَڻ: هوڏ هڻڻ - شرط رکڻ - بازي رکڻ. ضد ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ.
● هوڏ هَڻَڻ: شرط هڻڻ - بازي رکڻ - ضد ڪرڻ.
- هوڏِي ۽ هوڏِي: ذ. صفت. هوڏ رکندڙ - شرط ٻَڌندڙ يا هڻندڙ - ضد ڪندڙ - ضدي - نِنر - نافرمان. هٺيلو - مغرور.

● هوڏانهَن: ظرف. هوڏنهون - هوڏانهين - هوڏنهن - هوڏهون - هوڏهين - هوڏي.

- هوڏانهون: ظرف. هوڏانهن - هوڏ نهين - هوڏ نهن - هوڏهَن - هوڏهون - هوڏهين - هوڏي.

- هوڏ پَرو: ظرف. ٿور پرو - ٿورو اڳيان.

- هوڏ تانهون: ظرف. ٿورو پَر پَرو - ٿورو اڳيان - هوڏ پرو - هوڏ تي.

- هوڏ تي: ظرف. هوڏ پرو - هوڏ تانهون - ٿورو اڳيرو - ٿورو اڳيان - اڳيرو.

- هوڏ نهَن: ظرف. هوڏانهن - هوڏانهون - هوڏانهين - هوڏهن - هوڏهون - هوڏهين - هوڏي.

- هوڏ هون: ظرف. هوڏهن - هوڏانهن - هوڏانهون - هوڏانهين - هوڏهن - هوڏهين - هوڏي.

- هوڏ هين: ظرف. هوڏهون - هوڏ هن - هوڏانهن - هوڏهون - هوڏانهين - هوڏ نهن - هوڏي.

- هوڏي: ظرف. هوڏانهن - هوڏ هون - هوڏ هن - هوڏ هين - هوڏانهون - هوڏ نهين - هوڏ نهن.

هوڏڙو ۽ هوڏڙا: ذ. صفت. هن جيڏڙو - هن جيترو - هوڏو. اوڏڙو ننڍو.

● هوڏَڻ: مصدر. شرط هڻڻ - شرط رکڻ - بازي رکڻ. (هوڏيو - هوڏبو - هوڏيل).

● هوڏو ۽ هوڏا: ذ. صفت. هن جيڏو - هن جيترو. اوڏو ڊگهو.

● هور: ث. هلڪڙائي - هلڪائي.

● هور: ث. فال.

- هور کهڻڻ: فالون وجهڻ.

● هور، هور ۽ هور، هورون: ذ. (ع. هول) هورو - هُرڪُر - ڳڻتي - ڪُنڪو - ڌڙڪو - ڊپ - خوف - خطرو. وسوسو - وسوسو - خيال - چرڪ - ويچار - وهم - اَڌڪو - فڪر. گوندر - غم. مينهن - برسات. پٽ. (لس).

"هٽي گهونگهين گڏ ڪيو،
ٿيون هورين منجهه هچن"

(ن - ب).

● هَوَرُ ۽ هَوَرَ: ذ. لاف - ٻٽاڪ - افواهه - ڪوڙي خبر.

- هَوَرُ هڻڻ: ٻٽاڪ هڻڻ - ڊينگ ڏيڻ - ڊيڪ ڏيڻ - لباڙون هڻڻ.

- هَوَرِي ۽ هَوَرِي: ذ. صفت. ٻٽاڪي - ڊيڪي - لباڙي - ڪوڙيون ڳالهيون ٻڌائيندڙ.

● هورا: ث. هور - فڪر - ڳڻتي. اوچ پوچ.

- هورا ڪورا: ث. لوچ پوچ. فڪر - ڳڻتي.

● هورائيو: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - باز.

● هورڻ هٽڪڻ: مصدر. جهلڻ - منع ڪرڻ - باز آڻڻ.

● هورو ۽ هورا: ذ. ڳڻتي - ويچار - خيال - ڳاراٿو. ياد گيرو - وطن جي سِڪ - آڪنڊ - دل جي آدامن - سار. هلڪو.

● هور والا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هورُ والو ۽ هورُ والا: ذ. صفت. ٽڙڙو - ڦُستلُ ٻٽيرو - فصل ٻٽيرو - هلڪي دل وارو. هرواتو. ڪوڙ ڪندڙ - اجايو ڳالهائيندڙ. حرڪتي. مسخرو - لانبارو.

● هور هور: ث. جهار يا پکين کي فصل وغيره تان آڏارڻ يا هڪلڻ.

● هورهيو: ذ. باز پکيءَ جو هڪ قسم.

● هوري: ظرف. آهستي - آهستگيءَ سان - هري - هوريان - ڍرو - مزي سان - فرحت سان.

- هوريان هوريان: ظرف. آهستي آهستي - بتدريج.

- هوري هوري: آهستگيءَ سان - تمام ڍرو.

● هوري ۽ هوريون: ث. هندن جو هڪ مشهور ڏڻ - هولي. فڪر - ڳڻتي - يادگيري. هبڪي - سُبڪيار - لوڪ جي لاڳاپي ڪان آجي.

"مال کهڙو ٻار؟ هنيون هورنائون"

(کرهوڙي).

محبت - سِڪ - حُب. (ت).

● هوڙ ۽ هوڙون: ث. وات ۾ چيڙي وار ذات جو نالو - جنڊ ڏند - ڏاث - ڀيهنڙ ڏند.

- هوڙ ڪوسي ڪرڻ: ڪجهه کائڻ - نيرن ڪرڻ. لالچ ملڻ.

- هوڙ هلائڻ: ڪجهه کائڻ - کائڻ شروع ڪرڻ.

= هوڙَ هيٺانُ ڏيڻُ: ڪاني ڇڏڻ - ڳُوڪائي ڇڏڻ. ڪنهن جو مال هضم ڪري ڇڏڻ.

● هُوڙُ ڪ هُوڙَ: ذ. صفت. تڪڙو - اُبهرو - بي صبرو - هوڙهہ. (ل). هوڏ - هٺ - غرور - تڪبر - اَڪڙ - ٺانءُ - اُونڌ. چِٽڪو - لحظو - ٿورو - معمولي.

= هُوڙائِپُ ڪ هُوڙائِپُون: ث. تڪڙائي - اُبهرائي - هوڙهائي - بي صبرائي. (ل)ء

● هُوڙپَ ڪ هُوڙپُون: ث. اُبهرائي - اڳرائي - پيشقدمي.

= هوڙو ڪ هوڙا: ذ. صفت. اُبهرو - هوڙهہ - ضدي - هوڏي. شرط پچائيندڙ. هن جهڙو.

● هوڙاڪَ ڪ هوڙاڪُون: ث. (س. هودڪ). هوڙو. ترهو - ٻيڙي. "خوراڪ."

● هوڙامُ: ذ. گهوڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم - سرگير جو هڪ قسم. (ن - ب).

● هوڙڻُ: مصدر ر. هڪلڻ. (ن - ب).

● هُوڙو ڪ هُوڙا: ذ. ننڍي ٻيڙي.

● هُوڙهہ ڪ هُوڙهہ: ذ. صفت. تڪڙو - جلدباز - اُبهرو - بي صبر. تڪڙو ڪم ڪندڙ. جهيڙاڪ - ڏنگو. شوخ - بي تامل - بي وقوف.

= هُوڙهائِپُ ڪ هُوڙهائِپُون: ث. اُبهرائي - تڪڙائي - جلدائي. سِفلائي - ٽرڙائي - هلڪائي. بي خيالائي.

= هُوڙهيائِپُ ڪ هُوڙهائِپُون: ث. تڪڙ - اُبهرائي. ٽرڙائي.

● هُوڙهڻُ: مصدر ر. هُڙائڻ - هڪلڻ - ڪائڻ. (هُوڙِ هيون - هُوڙِ هبو - هوڙهيل).

● هُوڙهو ڪ هُوڙها: ذ. ڪاٺ جو ننڍو ٻيلو.

= هُوڙهو ايڪاٺُ: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم.

● هُوڙِيُ ڪ هُوڙِيُون (ڳ): ث. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم.

● هوڙيڪو: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَوَسُ ڪ هَوَسَ: ذ. لوڀ - لالچ - سڌ - حرص - موهہ - خواهش. شهوت. آرزو - شوق - اشتياق - تمنا - چاهہ - ارادو. بدبوءِ - خراب ڏپ. سکٿائي. ٺانءُ - هٺ. خود غرضي - خود مطلبي. هڪ قسم جي چريائي - جُنون. خبط - ماليخوليا - ديوانگي.

= هَوَسُناڪُ ڪ هَوَسُناڪَ: ذ. صفت. حريص - هوَسي - پنهنجي مرضيءَ وارو - وڏ خيالو.

= هَوَسِي ڪ هَوَسِي: ذ. صفت. هوس وارو - حريص - سڌڙيو - لالچي - لوڀي. شهوت پرست.

● هوسڙي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هُوسڻُ: مصدر ر. تڪڻ - لڇڻ - سهڻ - بچڙين اکين سان ڏسڻ. ريس ڪرڻ. حسد ڪرڻ - سڙڻ - ڪامڻ - پچڻ - ايرڪا ڪرڻ. سڌ ڪرڻ. (هُوسيو - هُوسيندو - هُوسيل).

= هُوسُ ڪ هُوسُون: ث. نہ سهڻ واري حالت - بدنظر - تڪ - هيس. حسد - ڪام - ساڙو - ايرڪا - پچ. ريس. سڌ. طمع. واتراس - هٻچ. دشمني.

= هُوسَ ٿيڻُ: حسد ٿيڻ. ساڙ ٿيڻ. بدنظر لڳڻ.

= هُوسَ ڪرڻُ: بدنظر ڪرڻ. حسد ڪرڻ - ساڙ ڪرڻ.

= هُوسَ لڳڻُ: بدنظر لڳڻ - ساڙ لڳڻ - حسد لڳڻ.

● هوسينُ: ظرف. هُن تائين - هُن هند تائين -

= هوسين تائِيُ: هُن هند تائين - هوسين تائين.

= هوسِينُ تائِينُ: هُن هند تائين - هوسين تائي.

= هوسِينُ توڻِيُ: هُن هند تائين. هوسين تائين.

= هوسِينُ توڻِيُ: هن هند تائين.

● هوشُ ڪ هوشَ: ذ. ڄاڻ - پروڙ - ڄاڻپ. عقل - سمجهہ - ذهن - فهم - ٻُڌي - دانش - سُرت - گيان - سُڌ. علم - معلومات - واقفيت - آگاهي. هوشياري - دانائي.

= هوشُ اچڻُ: سُرت اچڻ - حواس جاءِ ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ - سنڀالڻ. بيهوشي دور ٿيڻ - غنودگي رفع ٿيڻ.

= هوشُ اڏامڻُ: بي عقل ٿيڻ - مت وڃڻ.

= هوشائِتو ڪ هوشائِتا: ذ. صفت. هوش وارو - سُرتيو - عقلمند - ڄاڻو - هوشيار.

- هوش جاءِ آچڻ: ڏيان برابر ٿيڻ - حواس پوري جاءِ تي اچڻ.

- هوشُ حيران ٿيڻُ: وائڙو ٿيڻ - تعجب ۾ پئجي وڃڻ - عجب کائڻ - عبرت حاصل ٿيڻ - حيرت ۾ اچڻ. وجد ۾ اچي وڃڻ - ڪيفيت طاري ٿيڻ.

- هوشَ ۾ آچڻُ: سمجهہ وارو ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ.

- هوشمندُ ٿ هوشمندَ: ذ. صفت. هوشور - هوش وارو - سُرت وارو - عقلمند - ذهين - سمجهو - سياڻو - ڏاهو.

- هوشمندي ٿ هوشمنديون: ث. چالاڪي - ڏاهپ - سياڻپ - عقلمندي.

- هوشناڪُ ٿ هوشناڪَ: ذ. صفت. هوشور - هوشيار - هوش وارو - سمجهو - عقلمند - ڏاهو - سياڻو.

- هوشناڪيُ ٿ هوشناڪيون: ث. هوشياري - سمجهہ - دانائي - سُرتائي - عقلمندي. چالاڪي - ڏاهپ. ڏيان ڏيڻ واري حالت.

- هوشورُ ٿ هوشورَ: ذ. صفت. هوش وارو - سُرت وارو - هوشمند - سمجهو.

- هوشيارُ ٿ هوشيارَ: ذ. صفت. هوشمند - هوش وارو - هوشورُ. سجاڳ.

- هوشياري ٿ هوشياريون: ث. سُرتائي - دانائي - هُشياري. چالاڪي. سجاڳي.

● هُوڪَ ٿ هُوڪون: ث. جانور جي رڙ - گجگوڙ - دانهن - ڪُوڪ. ڳهورڙيي جو هوڪو - اوچتي دانهن. حملي جو آواز. سُورُ - درد - سُوڙ - غلبو. حسد. مشهوري - هاڪ - نالو. گوڙ گهمسان.

● هُوڪَ ٿ هُوڪون: ث. حسد - بغض.

● هُوڪارڻُ: مصدر. ديده دانسته - سيڪارڻ - ڪاهڻ - اڳتي وڌڻ - مال ڪاهي اڳتي وڌڻ - ڏاڍياڻ هڪلڻ (مال کي). سوئر کي سڏ ڪرڻ - وڏو آواز ڪرڻ - نعرو هڻڻ - ٻولائڻ - چئلينج ڏيڻ. (هوڪاريو - هوڪاريندو - هوڪاريل).

- هوڪاراهين: خوشين ۾ - مزي ۾.

- هوڪارن ۾ هُئڻُ: بلڪل خوش - تندرست هئڻ. مزي ۾ هئڻ. ٻؤن ۾ هئڻ.

- هوڪارو ٿ هوڪارا: ذ. رڙ - دانهن - ڪُوڪ. وڏي سڏُ آواز. ڪاهہ. فرصت. مزو.

- هوڪاري هلڻُ: ٻولائي هلڻ - نعرو هڻي هلڻ - همت سان هلڻ جو عزم ڪرڻ. ڪاهي هلڻ.

- هوڪِروُ ٿ هوڪِرا: ذ. وڏو آواز - رڙ - هُل - هنگامو - وڏو گوڙ. مشهوري. ذڪر ڪرڻ واري حالت.

● هوڪوُ ٿ هوڪا: ذ. پڙهو - منادي. آواز - دانهن - رڙ. "هٿيءَ سارو هوڪو ڏيڻ" (چوڻي).

- هوڪائيُ ٿ هوڪائيُ: ذ. صفت. هوڪو ڏيندڙ - رڙ ڪندڙ.

- هوڪو پئجي وڃڻُ: نالو ٿيڻ - شهرت ٿيڻ - هرجا مشهور ٿيڻ. سِڪو چڙهڻ.

- هوڪو ڏيڻُ: پڙهو ڏيڻ - منادي ڦيرائڻ - پڌرائو ڪرڻ.

● هوڪِيا (ل): ذ. گوڙ - هُل - شور - گهمسان.

● هَولُ ٿ هولَ: ذ. (ع). خوف - ڊپُ - هِراس - ڌهڪاءُ - ڏرُ - دهشت - هئيبت - پڙؤ - خطرو - انديشو.

"اڇي عمرڪوٽ ۾ هنڙي ٿيئم هولُ"
(منٺار).

سوداءُ - اضطراب - اضطرار - گهٻراهٽ. موت - ڪالُ - اجلُ. توپ - لوهہ يا رُڪ جي ٺوهي (جا جنگ مهل ٻائجي). پريشاني - فڪر. حرص.
"توکي تہ ڪاڏي جو هول لڳو پيو آهي" (جملو).

- هولُ آچڻُ: خوف معلوم ٿيڻ - ڀؤ لڳڻ - ڊپ ٿيڻ - دهشت اچڻ. ڳڻتي ٿيڻ - ڳاراڻو ٿيڻ. مونجهہ ٿيڻ.

- هَولُ ٿيڻُ: سوداءُ ٿيڻ - ڳڻتي ٿيڻ - فڪر ٿيڻ.

- هَولناڪُ ٿ هَولناڪَ: ذ. صفت. خوفائتو - خوفناڪ - ڊپ جهڙو - خطرناڪ - دهشت وارو - هئيبتناڪ - ڊيڄاريندڙ.

● هُولِ ٿ هُولون (ل): ث. ڪاهہ - حملو - جُلهہ - رومڙ.

"ڪهڙي هيسيل ڪندو هُولِ
ڏاوڙن تي ڏيرو ڏول"
(جام خان).

● هُولَرُ ۽ هُولَرَ: ذ. خطري جي گهنٽي. رڙ - دانهن.

● هولِڙو ۽ هولِڙا: ذ. صفت. بلڪل تازو - ٽَنُون.

● هُولِڪا: اسم خاص. هولي جي ديوي - هولِي ديوي.

● هولو ۽ هولا (ڪ - ث)؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. گيرو. ڪبوتر. بيماريءَ جو هڪ قسم (جهڪي ٿيڻ گهوڙي يا ڍڳيءَ کي). (ن - ب).

● هولِيءُ ۽ هولِيُون: ث. هندن جو هڪ مشهور ڏڻ. تماشو - رؤنشو. عيش عشرت.

"شيشي شوق شراب جي ان هوليءَ ۾ هوندين."

(سگهڙ)

خوشي. گوڙ گهمسان. گهٽيءَ جو ڳاهٽ.

"اٺئي پهر اندر ۾ هينئڙي ۾ هولي."

(بيدل)

رانگ چيٽڪار - اجائي خون هار - خونريزي - هوري. هاڪار. ڪاٺي. اها مينهن جنهن جو هڪ سڱ هيٺ ۽ هڪ مٿي هجي. گيري.

- هوليءَ جو پڙُوو؛ ذ. صفت. هولي جي ڏينهن ٺاهيل مسخرو.

- هوليءَ جو ناريل ٿيڻُ: آتاولو ٿيڻ.

- هولِيُ ڪري هلڻُ: همت سان تيز تکڙو هلڻ.

"هولي ڪري هَل، ڪمرون موڙ م ڪرها."

(ڪنيات - خانزئي)

- هولِيُ لائِڻُ: کُلي دل سان خيرات ڏيڻ.

- هولِيرو: گوڙ گهمسان - هَل - شور - غوغا.

- هولِيڙو: ذ. شور - گوڙ - هُل. ٺيڪاري - خواري - بد نامي.

- هولِيُ هولِيُ: اٺ کي ڇيڙڻ ۽ ويهڻ جو لفظ.

● هُومُ: ث. (سن. هوم). باهه ۾ کيهه پارڻ جي هندڪي هڪ رسم - هَوَنُ. يڳ - جڳ. گرم چار ۾ ڪا شيءِ پچائڻ واري حالت.

● هومِڪِيُ: اسم خاص. ضلعي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هومڻُ: مصدر. ڪاڻ شيءِ پارڻ.

● هُومِينُ: اهنڪار - خودي - پاڻپڻو - آءٌ.

"هي نه رتي جيترو هومين ريک رال."

(سامي)

● هَوَنُ ۽ هَوَنَ: باهه ۾ کيهه پارڻ جي هڪ هندڪي رسم - هوم.

● هُونُ: حرف ندا. (سن. آهَمُ). هونگ - اٺ کي هڪلڻ جو آواز. آءٌ - مان. مغروريءَ سان ڪند ڦيرائڻ ته "هون" - ها - هائو - برابر. جي ها - ايهين. طعني يا ٺٺولي طور هون ڪرڻ واري حالت.

- هُونُ هُونُ: اٺ کي هڪلڻ جو آواز.

● هُون: هُجن.

"هوندن مٿي هُونِ لاڳاپا لطيف چئي."

(شاهه)

● هُونچڻُ: مصدر. پڻڻ. (هونچيو - هونچيندو - هونچيل).

● هونچو ڪرڻُ: ماني نه کائڻ فقط ميوات کائڻ.

● هُونَدَ ۽ هُونَدُون: ث. هئڻ واري حالت - ملڪيت - پئسو - دولت. (ضد. اڻ هوند). طاقت - زور. ذريعو - وسيلو. (حرف جملو). جيڪر - شايد.

● هُونَدِ ۽ هُونَدُون: ث. ملڪيت - مايا - ناڻو - دولت. کهرج.

- هُونَدِ تي هُونَڪُرَ ڏيڻُ: پهندي سارو هلڻ.

- هُونَدِ سارو هلڻُ: پچندي سارو هلڻ - طاقت آهر هلڻ.

- هُونَدِ نه شُڪُرُ: نه هڙ نه حاصل - نه پلئه نه پاند - بي ڪارو - بي فائدو. ڪجهه به حاصل نه ٿيڻ واري حالت.

- هُونَدِ نه شُڪُرُ هئڻُ: ڪجهه به فائدو نه ملڻ - ڪي هڙ نڪي حاصل ٿيڻ.

- هُونَدو ۽ هُونَدو؛ ذ. هئڻ واري حالت - هوند - موجودات - شاهوڪاري - اميري - دنيا - دولت - ملڪيت.

- هُونَدِ وارو ۽ هُونَدَ وارا؛ ذ. صفت. پئسي وارو - ملڪيت وارو - دولتمند - شاهوڪار - مُتمَوّل.

- هُونَدِ وارو هئڻُ؛ هلنديءَ وارو هئڻ - شاهوڪار هئڻ.

- هُونڊِ ٺا: هوند ڪان. هستي ڪان - وجود ڪان.
- هُونڊِي سُونڊِي: مال ملڪيت، اسباب، ٽپڙ ٽاڙي، موجود هوندي - حاضر هوندي.
- هُونڊِي راتِ: رات جي هوندي.
- هُونڊِي وارو: ذ. صفت. ملڪيت وارو - هوند وارو.

● هُونڊَرَ = هُونڊَرون: ث. ڪُئي جو هڪ قسم (آنڊِيُ ڪُئي).

● هُونسِ = هُونسُون: ث. خوشي.

● هُونسِجَڻُ: مصدر. ٽڪجڻ. آپ ساهيءَ ۾ پرجڻ.

- هُونسِجِيُ پَوَڻُ: ٽڪجي پوڻ. آپ ساهيءَ ۾ پرجي وڃڻ.

● هُونسِرو = هُونسِرا: ذ. شوق - چاهه - ذوق. سمجهه - خيال.

● هُونڪَڻُ: مصدر. سَهڪڻ. جانور جو ڪنگهڻ. (هُونڪيو - هُونڪيندو - هُونڪيل).

● هُونڪَ = هُونڪُون: ث. هونڪار - هونگارو - هون جو آواز - ٻنا ڳالهائڻ جي آواز. هوشياريءَ سان ٻڌڻ جي نيشاني. ڪهنو ڪوڙ. هاڻ جي ٽات. برسات ۾ ٺڻن جي وهڪري جي هونڪ. گنيڪو.

- هُونڪا يا هُونڪُون ڏِيَڻُ: هُونڪارُون ڪرڻ - وهٽ ڪي تِڪي هڪلڻ لاءِ آواز ڪرڻ - ٽڙيون ڏيئي هلائڻ.

● هُونڪارَڻُ: مصدر. ٽان يا مال ڪي هڪلڻ لاءِ آواز ڪرڻ - هُون هُون ڪرڻ - هونڪر ڏيڻ. ها يا هائو چوڻ. (هونگاريو - هونگاريندو - هونگاريل).

- هُونڪارَ = هُونڪارُون: ث. هُونڪ - هونگارو - هُونڪر - هُون جو آواز. هوش سان ٻڌڻ جي نيشاني. مال ڪاهڻ جو آواز.

- هُونڪارو = هُونڪارا: ذ. هُونڪ - هونڪار - هونڪر - هُون جو آواز. هوشياريءَ سان ٻڌڻ جي نيشاني. ڳائڻ جي اصطلاح موجب، هيٺين آواز ۾ جهونڪار.

- هُونڪارو جهلائِڻُ: بيت ڏيندڙ جي ٻچاڙي يا شروعات "ها" سان ڏکهي "ها" ملائي سُر جهلائڻ.

- هُونڪارو هَڻَڻُ: بيهوشيءَ ۾ ساهه کڻڻ. گهري ننڊ ۾ ساهه کڻڻ.

- هُونڪارِيُ ڀائِيُ ٿِيَڻُ: مدد ڪرڻ. سُر جهلائو ٿيڻ.

- هُونڪَرَ = هُونڪَرُون: ث. هُون جو آواز - هُونڪ - هُونڪارو - هُونڪار. هڪل. مال ڪي هڪلڻ جو آواز.

- هُونڪَرَ ڀائِيُ ٿِيَڻُ: فساد وڌائڻ ۾ مدد ڪرڻ.

● هُونڪِرانُ، هُونڪِرُون ڏِيَڻُ: اِي هوشيءَ ۾ آواز ڪرڻ - گهري ننڊ ۾ آواز ڪرڻ. مال ڪي هڪلڻ.

● هُونڪَرُ: ذ. هڪ قسم جو ٻکي - فصلٻيري جو قسم. (ڊاڪٽر دائود پوٽو).

● هُونڪِڙِيُ = هُونڪِڙِيُون: ث. اي سمجهه ننڍڙي ٻار جو آواز - ٻار جي ڳالهائڻ جي ابتدائي ڪوشش.

- هُونڪِڙِيُون ڏِيَڻُ: ننڍڙي ٻار جو آواز ڪرڻ - ننڍڙي ٻار جو کِلڻ لڳڻ - ننڍڙي ٻار جون هڪلون ڏيڻ.

● هُونُ هُونُ: جيءُ جيءُ - هائو هائو.

● هُونهَتِين: ظرف. هُونهين - ٻي حالت ۾ ٻ - اوهيئين.

- هُونهِين: اهئين - مفت. اجايو.

"هاري ڪَن هونهين رِءَ، سَهَرَ سَدَ ون ڪريون" (سر آبري - شاهه).

● هُونَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● هُونُ: ذ. هوونهار - تقدير - قسمت - ڀاڳ - لکيو - ڀاوي - الک.

● هوونهارُ: ذ. تقدير - قسمت - هُونُ. ڀاوي.

● هووٽِيُ: اسم خاص. ضلعي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هوهڪ موهڪ (ث): ث. سک سانت - پرم پري.

- هوهہ موهہ ٿيڻ: سک سانت ٿيڻ.

● هوءِ: (نِدا). حيرت جو آواز- هاءِ- هاءِ هاءِ- افسوس. هاڪار. تعريف. هُجي- هُجي هئا- هُئي.

- هوءِ هوءِ ڪَرَڻُ: روئڻ پِٽڻ. افسوس ڪرڻ- ارمان ڪرڻ.

- هوئِي: رڙيون- دانهون. هَو.

- هوئِي هڻڻُ: رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ.

● هُوءَ: ضمير. هُوءُ- پَريان واري.

● هُوءِ: ث. سُونهن- سوڀيا. هٺ- وڏائي- فخر. ياد گيري. لڳو لڳ آواز- هُل- غوغاءُ.

"هدايت جي هوءِ ۾، چٽيو تون چانگار".

(ف. بوءِ) خوشبوءِ- سُگند.

● هوئِيڙ ع هوئِيڙون: ث. بدنامي- ڪارنهن جو ٽِڪو.

- هوئِيڙَ هوئِيڙَ ڪَرڻُ: بدنام ڪرڻ.

● هَويدا: ظرف. ظاهر- پڌرو.

● هَها: اسم خاص. ڏوٻين جي هڪ ذات جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

"هَها موجي مون چيو هو پرت لنگهي ٿيا پار."

● هَهِڙو: ضمير. هِن جهڙو- اهڙو.

- هَهِڙو تَهِڙو: ذ. صفت. غصي ۽ آزادگيءَ جي موقعي تي ڪنهن جي حق ۾ بجاءِ گار جي استعمال ٿيندڙ لفظ- سِفلو- ڪمينو- پاجي.

● هُهڙو: ضمير. هُن جهڙو- آنهين جهڙو.

● هَهو ع هَها: ذ. ڪلهي جي ڦٽي ۾ پيل سور. بدن جو هڪ عضوو.

● هِئا: ظرف. هِتان- هِئان.

- هِئا: ظرف. هِتان- هِئا.

- هِئائين: ظرف. هتائين.

● هَئان: ظرف. انهي هنڌ- انهي جڳهہ- انهي هنڌ کان.

- هَئِيبَتَ ع هَئِيبتون: ث. خوف- ڊپ- ڊر- ڏهڪاءُ- ڊيڄڙو- ڊپ.

- هئبتناڪُ ع هَئِيبتَناڪَ: ذ. صفت. خوفائتو- ڊيڄاريندڙ- خون جهڙو- خوفناڪ- ڊپائتو.

● هَئِيبَت پکو: اسم خاص. ضلعي اپر سنڌ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَئِيبَتَ ڪَچو: اسم خاص. ضلعي اپر سنڌ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَئِيبتاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَئِيجَهاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هَئِيدو: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هَئِيدوسُ ع هَئِيدوسَ: ذ. هائي دوس- دانهن- رڙ- ڪوڪ- کهوڙا کهوڙا- هاءِ کهوڙا- هُل- هَنبسُ. ظلم- استبداد.

● هَئِيدِي: ث. اَٽ جي پاڪڙي جو هڪ قسم.

● هَئِيدَ ع هَئِيدون: ث. (سن. هردار = هَئِيدَ). پسارڪي وکر جو هڪ قسم (پاڄيءَ ۾ ڪم ايندڙ)- هَادي- زرد چوبُ- ويکر.

- هَئِيدائُون: ذ. صفت. هيڊ جي رنگ جهڙو- هئيدو.

- هَئِيدو ع هَئِيدا: ذ. صفت. هيڊ جي رنگ جهڙو- پيلو- زردو- هَئِيدائون- پيلاڻ تي (ث. هَئِيدِيهہ ع هَئِيديُون).

● هَئِيدِي: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● هُئِڙو ع هُئِڙا: ذ. هُئو- هيڙو- هيو- هو.

● هَئِيس ڪَئِيس: ذ. ڪوڙ- کهمسان- لُڙ- هُل- شور.

● هِئِن: ظرف. اينهين- انهي نموني. هِئن ها- هجن ها.

● هُئِن: ظرف. انهي نموني. پوءِ.

● هُئڻ: مصدر. (پرا. هوئيو. سن. ڀُو= (تي). هئڻ). ٿيڻ. رهڻ. ڄمڻ- پيدا ٿيڻ. ويجهو ٿيڻ. ثابت ٿيڻ. جيئڻ، (هو- هولدو- هُئل). (ث). هُوڻ- هوونهار- تقدير- قسمت. هٺ- خودي- اهنڪار. وجود- هستي- بود. "هيڪر هُئڻ چڱو."

- هُئِڻِي ع هُئِڻِيُون: ث. ٿيڻي. قسمت- ڀاڳ- بخت- تقدير- نصيب.

- هَئِي سَمَن ڀُوري سوهِئِي: وعدي جي وفائي. (سهڻي ـ شاهه)
- ● هَئو: ذ. ڀنيءَ جي ڦڻ ـ هتهو.
- ● هَئو مَئو: ماڻهو چيٺو ـ ڀکي ڀکڻ. خاموشي ـ آمدورفت بند ٿيڻ واري حالت.
- ـ هَئو مَئو ٿَرَڻُ: آمدورفت بند ٿيڻ ـ خاموشي هئڻ ـ ماڻهو چيٺو پنهنجي جاءِ ڀڪُجاءِ ٿيڻ ـ بازر بند ٿيڻ. لٽو بند ٿيڻ. اڪيلائي ٿيڻ. سنجهو لنگهڻ. ڀهريون ڀهر رات جو گذرڻ.
- ● هِئُون ۽ هِئان: ذ. (ڀرا. هِئَم. سن. هِردَيه = هِئيُون) هِنيون ـ هِنياءُ ـ دل ـ هردو ـ مَنُ.
- ـ هِئين جو آنڌو: دل جو انڌو ـ بي سمجهه ـ ڪُند ذهن ـ بي عقل ـ جاهل.
- ـ هِئين سان هَلَڻُ: ڏسي وائسي هلڻ ـ سوچي سمجهي هلڻ. خوشيءَ سان ٻند ڪرڻ.
- ● هَئي: نِدا. هاءِ ـ گهوڙا ـ هاءِ هاءِ.
- ـ هَئي هَئي: ندا. هاءِ هاءِ ـ گهوڙا گهوڙا.
- ● هَئِي: ث. ڊپ ـ خوف ـ ڏهڪار. ”هَئِي هڏ“.
- ـ هَئِي تي تَئِي: يڪدم ـ اُمالڪ ـ بنا دير ـ هڪدم.
- ـ هَئِي مَئِي: گوڙ ـ آواز ـ شور ـ گهمسان.
- ● هي: نِدا. (سن. هئي) ڏڪار سان ڪيل سڏ ـ اڙي ـ اي.
- ● هَي: نِدا. افسوس ـ هاءِ.
- ● هِي: ث. ضمير. ويجهڙائيءَ واري ـ نزديڪ.
- ● هَيا: جلدي.

”هِتان هليو ويندين تون هَيا هيڪلو“.

ڦڪايل. هَليا ـ هيڏانهن آءُ.

- ـ هَيا هَيا: (حَيا حَيا) جلد. (ڪ). هَليا هَليا.
- ● هِيار (ل): ذ. هيل ـ هن سال. ”هيار فصل نه ٿيو آهي“ (جملو).
- ● هيو: توهان وٽ هئي.
- ● هِيانچو ۽ هِيانچا: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم ـ ٻيٽ ۾ وڏي ويل تِلي ـ پرهال.
- ● هِيانءُ ۽ هِيانءُ: ذ. دل ـ مَنُ ـ هِنيون.
- ـ هِيانءُ تي ڪَچا هُجَڻُ: حافظو نه هجڻ ـ يادگيري نه رهڻ.
- ـ هِيانءُ تي مُڪَ ڏَرَڻُ: تڪليف ڀهچائڻ ـ إيذاءُ رسائڻ ـ ساڙ ڏيڻ ـ ڏنجها ڏيڻ.
- ـ هِيانءُ جو ڳَرو ٿِيَڻُ: بردبار ٿيڻ ـ ڳالهه تي ڍَڪ ڪرڻ.
- ـ هِيانءُ جهَلِ ڪَرَڻُ: نيرڻ ڪرڻ ـ ٿورو کائڻ ـ ٻه ٽي لُقمان کائڻ.
- ـ هِيانءُ سڙَڻُ: ڏُک ٿيڻ ـ ارمان ٿيڻ ـ غم ٿيڻ.
- ـ هِيانءُ کُهلِجَڻُ: صدمو پهچڻ ـ تڪليف محسوس ڪرڻ ـ کهڪاءُ اچڻ.
- ـ هِيانءُ ۾ چُهنڊِي ڀَوَڻُ: تڪليف محسوس ڪرڻ ـ درد رسڻ.
- ـ هِيانءُ ۾ ڪَنڊ وِجهَڻُ: آلڪو ٿي ٻيهڻ ـ فڪر ٿيڻ ـ انديشو ٿيڻ.
- ـ هِيانءُ ۽ هِيانءَ: ذ. هِنيُون ـ دل ـ جِگر ـ هردو.
- ـ هِيانءَ تي مُڪَ ڏَرَڻُ: ساڙ ڏيارڻ.
- ـ هِيانٽو ۽ هِيانٽا: ذ. صفت. بهادر ـ پهلوان ـ طاقت وَرُ.
- ـ هِيانئِتُ ۽ هِيانئِتَ: ذ. صفت. سورهيه ـ بهادر ـ دلير ـ سورمو ـ وڏي ڇاتيءَ وارو ـ وڏي هِيانءَ وارو.
- ● هِياڻُ ۽ هِياڻَ: ذ. انومان ـ سڪ ـ دليل.
- ● هَيبَتَ ۽ هَيبَتُون: ث. (ع). خوف ـ دهشت ـ ڀئو ـ ڊَپُ ـ ڏَرُ ـ خطرو ـ ڏهڪاءُ ـ رُعب ـ ڏاڪو ـ ڏاڪ.
- ـ هَيبَتناڪُ ۽ هَيبَتناڪَ: ذ. صفت ـ خوفائتو ـ ڊپ وارو ـ دهشتناڪ ـ ڀَوائتو ـ ڏهڪاءُ وارو ـ ڀَيانڪُ.
- ـ هَيبَتُ هُلُ: ڏهڪار ـ تمام گهڻو گوڙ ـ غوغاءُ ـ قيامت جو ڏينهن.
- ـ هَيبَتِي: ذ. صفت. هيبتناڪ ـ خوفناڪ.
- ● هَيبَرَ ۽ هَيبَرُون: ث. هڙ ٻڙ ـ تکڙ ڦکڙ ـ وٺ پڪڙ ـ چلدي ـ سيکهه ـ جلدائي ـ تعجيل.

● هَيٻِرائِڻُ: مصدر. تکڙ ڪرڻ - جهٽ ڪرڻ - سيگهه ڪرڻ. (هَيٻرائيو - هَيٻرائيندو - هَيٻرائيل).

- هَيٻِرائِي ج هَيٻِرائِيُون: ث. تکڙ - جلدي - هيٻر.

● هِيٻِڙُو ج هِيٻِڙا: ذ. گوڙ - هل - فساد.

● هَيٻِڙِتو ج هَيٻِڙِتا: ذ. گوڙ - هل - فساد. جهيڙو - جهڳڙو.

● هِيٻُو ج هِيٻا: ذ. گوڙ - جهيڙو - فساد.

- هِيٻو هڻَڻ: گوڙ مچائڻ.

● هَيئَت: ذ. آڪاسي نروار - تارن جو علم - عِلمِ النجوم.

- هَيئَتدانُ ج هَيئَتدان: ذ. صفت. آسمان ۽ تارن جو علم ڄاڻندڙ - علمِ النجوم جو واقف.

● هِيٺُ ج هِيٺ: ذ. صفت. واقف - ڄاڻو. (ذ). پريم - پيار - قرب. (ث).

- هِيتو ج هيتا: ذ. صفت. سڄاڻو - ڄاڻو - واقفڪار.

● هيتِرو ج هيتِرا: ذ. ضمير. هن جيترو - هن جيترو مقدار.

- هيترو سارو ج هيترا سارا: ذ. حد کان وڌيڪ - گهڻو - مقرر وزن کان زياده.

● هَيٺِي ج هَيٺِيُون: ث. هڪ ماڻهو جي ويهڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺهيل اوچي پاڳڙو. پلان.

● هيٺِ: ظرف. تري ۾ - هيٺان - زير - هيٺيون (پاڳو) - تحت - پست - پٽ تي. ننڍو - سِفلو - ڪمينو - گهٽ - پوئتي.

- هيٺارُ ج هيٺارُون: ث. هيٺاڻ - هيٺاهين.

- هيٺانُ: ظرف. هيٺ کان - تري کان - تران.

- هيٺانُ پوَڻُ: زير ٿيڻ.

- هيٺان پٿي ڏَک هڻَڻُ: نرمي ڏيکاري ويڙ وٺڻ.

- هيٺانُ پيَلُ: ذ. صفت. زير ٿيل - ڪمايل - ڪاڏل.

- هيٺانهُون ج هيٺانهان: ذ. صفت. هيٺانون - هيٺيون - هيٺ تي - هيٺ وارو.

- هيٺانُ ج هيٺائُون: ث. هيٺاهين - هيٺار - هيٺواري - هيٺائين.

- هيٺاهِين ج هيٺاهِيُون: ث. هيٺائين - هيٺاڻ - هيٺ وارو ميدان - آپٽ - نشيب - لاهي - جهڪائي. نئڙت - نياز - جهڪ.

● هيٺاهِين وٺَڻُ: نئڙت ڪرڻ - نياز ڪرڻ.

- هيٺائُون ج هيٺائان: ذ. صفت. هيٺاهون - هيٺيون - هيٺ وارو - تري وارو. (ظرف). هيٺ پرو - هيٺ تي - هيٺان.

- هيٺائُون مٿائُون: ذ. صفت. اڻ سنڌ ريل - ناهموار - هيٺ مٿي ٿيل.

- هيٺائِين ج هيٺائِيُون ث. هيٺاهين - هيٺاڻ - هيٺ واري.

- هيٺائِين مٿائِين: ث. هيٺاڻ مٿاڻ. جهڪاڻ.

- هيٺ پَرو: ظرف. هيٺ تي - هيٺائون - هيٺائين وارو - ٿورو هيٺ. اڪيرو.

- هيٺانهُون: ظرف. هيٺ پرو - هيٺائون - هيٺ تي.

- هيٺ تي: ظرف. هيٺ پرو - هيٺانهون - هيٺائون - هيٺيون - هيٺيان. هيٺين پاسي ڏانهن - ڌڙ تي - بدن جي هيٺين پاسي تي.

- هيٺ جو ڪَپڙو: مٽڻ يا گوڏ وغيره.

- هيٺ لَهڻُ: هيٺ اچڻ. پوئتي اچڻ.

- هيٺ مٿانهِين گڙٻڙ: ناهموار - اڻ سنڌ ريل.

- هيٺ مٿ جي خبر نہ هڻَڻُ: اڪهور لنڊ ۾ هئڻ - تمام غافل هئڻ. لاهي چاڙهي جي خبر نہ هئڻ.

- هيٺ مٿ ڪٽَڻُ: ٻنهي طرفن جو خرچ ڪٽڻ - طرفين جو بار ڪٽڻ.

- هيٺِ مٿي: ذ. صفت. اڻ سنڌ ريل - ناهموار - هڪ جهڙي نہ ٿيل. هيٺاهين مٿاهين. گهٽ وڌ.

- هيٺِ مٿي ٿِيَلُ: ٻري ڪيل - دور ڪيل - ٽڙيل پکيڙيل.

- هيٺ مٿي ٿِيَڻُ: گڏجڻ. وچانجي وڃڻ.

- هيٺ مٿي ٿي وَڃَڻُ: گڏجي وڃڻ - وچانجي وڃڻ.

- هيٺ مٿي جي خبر پوَڻُ: چڱي مٺي جي خبر پوڻ.

- هيٺ مٿي ڇوڻ: گاريون ڏيڻ. ٻڪوات ڪرڻ.
- هيٺ مٿي ڪرڻ: زيرٻار ڪرڻ. چِتاءُ ڪيڻ- تنبيهه ڪرڻ.
- هيٺ مِرو: هيٺو. سڀ جو سلامي.
- هيٺ مِرو ٿيڻ: تابعدار ٿيڻ.
- هيٺ مٿهون: صفت. مٿيون پاسو هيٺ ٿيل.
- هيٺو (ٿ): ظرف. هيٺ.
- هيٺ وَڙو: گهٽ- نيچ. هيٺان پيل.
- هيٺون: ظرف. هيٺان- هيٺانهون- هيٺائون- تري ڪان.
- هيٺوڙو ۽ هيٺوٺا: ذ. صفت. هيٺ وارو- هيٺ جو. ترو- هيٺاڻ.
- هيٺيون ۽ هيٺيان: ذ. صفت. تري وارو- هيٺ وارو.
- هيٺيون پڙ هڻڻ: ڪنواريتو يا ڏيٺات هڻڻ.
- هيٺيون مٿيون: دليل- نتيجو. سمجهاڻيون.
- هيٺيون مٿيون ڏيڻ: سچ ڪوڙ ملائي همٿ ڏيارڻ. سمجهائڻ- دليل ڏيارڻ.
- هيٺين پير وڃڻ: نياز ڪرڻ- لئُڙت ڪرڻ. منت ڪرڻ- ستائڻ.
- هيٺين وٽ وڃڻ: نياز لئُوت ڪرڻ.
- هيٺ ۽ هيٺون: ٿ. ڦِٽ- لعنت- ملامت- حيف- ڦٽڪار- ڪنهن کي گهٽ ڪرڻ جو لفظ.
- هيٺ ڦِٽ: ڦٽڪار- لعنت- بيعزتي. ڪن مروڙ- ٽڪ لعنت.
- هيٺارَ (ڪ): ٿ. سِڙهه جي هيٺين ڪناري وارو رسو- رڇ جي هيٺين ڪِنار وارو رسو.
- هيڄ ۽ هيڄ: ذ. (سن. هَردِيه). ذوق- دلچسپي- جاڙ- شوق- محبت- پيار- قرب.
"هوتن سان هيڄ مانَ هڪ وار پرچ."
چاهه- ڪاڏو. خوشي. آر- لاڙ. مانو- انگل.
- هيڄا: هيجان- هيڄ سان- پيار سان- محبت ۽ قرب سان.
- هيڄار ۽ هيڄارون (ل): ٿ. صفت. هيڄ رکندڙ- قرب ڏيندڙ- پائيندڙ.
- هيڄاڙ ۽ هيڄاڙون: ٿ. پيار رکندڙ.

- هيڄان: خوشي سان- هيڄ سان- شوق سان.
- هيڄون: هيڄ سان- خوشيءَ سان. چاهه سان.
- هيڄوڻار: ٿ. هيڄ رکندڙ- قرب ڏيندڙ (ڦر وغيره کي).
- هيڄ هيرائڻ: دالو ڪرڻ.
● هيجان: ذ. (ف). سختي. تيزي- تندي- وڙ و زور- زور. سرگرمي- جذبو.
● هيڊياڻي: اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.
● هيڏانهه: ظرف. هتي- هن طرف- هيڏهن- هيڏهون- هيڏ هين.
- هيڏانهين: ظرف. ڏسو هيڏ انهه- هتي.
- هيڏانهن ۽ هُتان هوڏانهن ۽ هُتي: طرفدار بنجڻ- ٻنهي پاسن ڏانهن وَهڻ- منافق بنجڻ- ٻه چاپڙائي ڏيکارڻ.
- هيڏانهن جو هوڏانهن هُتي: ڇڙوڇڙ ٿيڻ- ٽڙي پکڙي وڃڻ. انقلاب اچڻ- ڦير ڦار ٿيڻ.
- هيڏانهون: ظرف. هيڏانهن- هيڏانهين. انهيءَ طرف کان- اِتي- اِتيئين.
- هيڏانهن هوڏانهن: ظرف. هيتي هُتي- اوري ٻري. چوطرف.
- هيڏانهين: ظرف. هيڏانهين- هيڏانهون. انهي طرف- اتي- انهي طرف کان- اِتيئين.
- هيڏ تانهون: ظرف. ٽورڙو هن طرف- ٽورو هن پاسي- ٽورو اوري.
- هيڏ تي: ظرف. هيڏتانهون- ٽورڙو هن طرف- ٽورو هن پاسي- ٽورڙو اورتي.
- هيڏ پرو ۽ هيڏ پرا: ظرف. ٽورو ويجهو- ٽورو هن طرف.
- هيڏهن: ظرف. هيڏانهن- هيڏهن- هيڏهين- هتي- هن طرف.
- هيڏهون: ظرف. هيڏانهن- هيڏهن- هيڏهين- هتي- هن طرف.
- هيڏهين: ظرف. هيڏانهن- هيڏهن- هيڏهون- هتي- هن طرف.
- هيڏي: ظرف. هِن طرف- هِن پاسي- هتي- هتڙي.

● هيڏڙو ج هيڏڙا؛ ذ. صفت. هيڏو ننڍو – ايڏو ننڍو – هن جيترو ننڍو.

– هيڏڙو مُنهن ٿيڻ: وڃڻ. منهن لهي وڃڻ – شرمنده ٿيڻ. سَت ڇڏائي وڃڻ – تمام گهڻو ڊڄڻ.

● هيڏو ج هيڏا: ذ. صفت. هِن جيترو – هِن جيڏو – هِن جي مقدار جو.

● هيڏو سارو ج هيڏا سارا؛ ذ. صفت. ايڏو وڏو – تمام گهڻو وڏو.

● هيڏِيَ ج هيڏِيُون: ث. صفت. هيتري – هن جيڏي. ايڏي – وڏي – ايڏي ساري.

– هيڏِي ساري: ايڏي وڏي – ايڏي ساري.

– هيڏِي ڪَرَڻُ؛ ايڏي ساري جٺ يا جاڙ ڪرڻ. ايترو سارو ستائڻ.

● هَيڊَ ج هيڊُون؛ ث. (سن. هلدر > هه. هلدي = ف. زردچوب). ٻساڪي وکر جو هڪ قسم – هَلدي – هَئِڊ.

– هَيڊاڻ: ث. هَئِڊاڻ – پيلاڻ – زرداڻ.

– هَيڊائُون ج هَيڊائان؛ ذ. صفت. هيڊ جهڙو – هيڊ و – هيڊ جي رنگ وارو – ڦِڪي رنگ وارو – ڦِڪو.

– هَيڊو ج هَيڊا؛ ذ. صفت. هيڊي رنگ وارو – هيڊائون – ڦِڪي رنگ وارو – ڦڪي رنگ جو.

– هَيڊَ ڪُٽو؛ ذ. صفت. هَيڊ ڪٽيندڙ.

– هَيڊِڙِي ج هَيڊِڙِيُون: ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

– هَيڊَ هَنِڪَڻُ: هيسجي وڃڻ – ڊ ڄجي وڃڻ.

– هَيڊِي ٻَري: ٻري ٻڪري جو هڪ قسم.

● هَيرَ (ڪ)؛ ظرف. هِينئر – هِن وقت – هاڻ – هاڻي.

– هيروڪِي: ث. هينئرڪي – هن مهل واري.

● هِيرُ ج هِيرُون: ث. (ع). ٿڌي هوا – وڻندڙ هوا – ٿڌڙي هوا. سج اڀرڻ کان اڳ واري هوا – مِينهن کان پوءِ لڳندڙ هوا. ڏکڻ جي ٿڌي هوا – تر جي ٿڌي هوا. (صفت). سهڻي – حسين – خوبصورت – وڻندڙ.

● هِيرُ گهلَڻُ؛ ٿڌي هوا لڳڻ.

● هِيرآبادُ؛ اسم خاص. حيدرآباد سنڌ شهر ۾ هڪ محلي جو نالو.

● هِيرا ٻوڙُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ڪؤنر جو هڪ قسم.

● هِيرار: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هِيرا ڪَسُ ج هِيرا ڪَسُون؛ ث. (سن. هيرا ڪاسين). دوا طور ڪم ايندڙ ٻساڪي وکر هڪ قسم – پورو پٿر. رلڪ جو هڪ قسم.

● هِيرا ڪَنِي: ذ. سِلڪ جي ڪپڙي جو هڪ قسم.

● هِيرانُ؛ ذ. ساموندي ٻندر جو هڪ قسم.

● هيرانُ پُورُ: اسم خاص. ضلعي اپَر سنڌ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هيرِٿو ج هيرِٿا؛ ذ. صفت. سُٺو – ملوڪ – لاهوڪو.

● هيرڦير؛ ذ. ڦيرگير – مٽ سٽ – مٽا سٽا. گردش – دؤرو.

● هيرَڻُ: مصدر. هيرائڻ – سيکارڻ – ڳاهڻ – پَڙُ ڪرڻ – هوشيار ڪرڻ – پالڻ. عادت وجهڻ. (هيرِيو – هيريندو – هيرِيَل).

– هيرَ ج هيرُون: ث. عادت – رَهُ – گَت – عِلت. چشڪو. اڳيون دستور. استعمال.

– هيراڪُ ج هيراڪَ؛ ذ. صفت. هيرَڪ – هيراڪِٽُ – عادتي. هِريل – پاليل – ڌاريل – هيرايل.

– هيراڪِٽُ ج هيراڪِٽَ؛ ذ. صفت. هيراڪ – عادتي.

– هيرائِيتو ج هيرائِيتا: ذ. صفت. هير وارو – هِريل – عادتي.

– هيرَ ٿَيڻُ: عادت پوڻ.

– هير جي آڇَڻُ؛ سَنيري اڇڻ – پڪي ارادي سان اڇڻ.

– هير جي وَڃَڻُ: هري وڃي. خاص ان لاءِ وڃڻ.

– هيرَ ڏِيَڻُ؛ عادت ڏيڻ – گَت وجهڻ. (ٻارکي) سُٺي ڦِڪي جي عادت وجهڻ. دُکو ڪارائڻ – مکڻ کارائڻ.

= هيرڪ يا هيرڪَ؛ ذ. صفت. هريل مريل - راڻو ملڻو.

= هيرَ ڪرڻُ؛ عادت ڪرڻ. مشق ڪرڻ - استعمال ڪرڻ.

= هيرَڪو يا هيرَڪا؛ صفت. هريل - عادتي.

= هيرُون ڇڏڻُ؛ عاد تون بدلائڻ - روش بدلائڻ - دستور ڇڏڻ.

= هيرَ مٽڻُ؛ عادت بدلائڻ.

= هيرُو؛ ذ. صفت. هير وارو - هيريل - هيرئون.

= هيرئُون؛ ذ. صفت. هيرُو - هير وارو - هريل - پاليل.

= هيرِيو ڪرڻُ (ڪ)؛ هيرائڻ - ڌارڻ - پالڻ. هٿ هيرو ڪرڻ. واري وجهڻ.

● هيرڻ : (ٿ)؛ ذ. هَرَڻُ.

● هيرَڻُ يا هيرَڻَ؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم - ٻوٽي جو هڪ قسم - ارنڊي - ايرنڊ - ٻيد انجير - چنسار.

= هيرَڻُ جو تيلُ؛ هيرڻين (هيرڻ جو ٻج) مان ڪڍيل تيل - ڪسٽر آئل.

= هيرَڻُ وَلِ؛ ٿ. ٻوٽي جو هڪ قسم - هيرڻ.

= هيرڻِي يا هيرَڻيُون؛ ٿ. هيرڻ جو ٻج.

● هيرَڻَ جاگيرَ: اسم خاص. ضلع حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هيرو يا هيرا؛ ذ. ڪنوارين جو شاديءَ وقت لاڏ ڪوڏ مان گهوٽين کي ڪچا ڳالهيون ڏيڻ - ٽوڻو. گيت جو هڪ قسم - چرچي جو گيت - موهيلو - سٺيڻو. انبوهه. ڪاهه - حملو - لڳاتار ٿيندي پوڻ واري حالت.

= هيرا وجهڻُ؛ سوال جواب ڪرڻ - اجايو بحث ڪرڻ - ڪوڙا بهانا ڪرڻ (ڪنهن ڳالهه يا ڪم ڪان).

● هيرُو يا هيرا؛ ذ. (سن. هيرَ) قيمتي پٿر جو هڪ قسم - قيمتي رتن - جواهر جو هڪ قسم - الماس - مڻيو. اڇي رنگ جي ڪبوتر جو هڪ قسم. ملڪي اڳواڻ يا بهادر. فلم ۾ پارٽ ادا ڪندڙ. مڇيءَ جو هڪ قسم. ڪڪڙ جو هڪ قسم.

= هيرُو دَڪيڻيُ: ذ. دوائن ۾ ڪم ايندڙ پٿر جو هڪ قسم.

= هيري جي ڪڻي يا هيري جُون ڪڻيون: ٿ. قيمتي پٿر جو ذرو. هيري جي ڪڻيءَ جو ٿهيل برمون. (صفت). سهڻين خاصيتن وارو انسان - چڱن اخلاقن وارو.

● هيرُو خانُ؛ اسم خاص. ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هيڙ يا هيڙ: ذ. صفت. بيهودو - بڪرات ڪندڙ - ڪمينو.

● هيڙاهو: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هڪ ذات جو نالو.

● هيڙو يا هيڙا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - هيڙهو - وهيو.

● هيڙو يا هيڙا؛ ذ. هيو - هنو - هو هنڙو.

● هيڙهه؛ ذ. ڍڳن جو ٽولو.

● هيڙهو يا هيڙها؛ ذ. جهنگلي پکيءَ جو هڪ قسم. اٺن جي بيماريءَ جو هڪ قسم. (صفت). جهيڙي ۾ لڙ بکيڙو ڪندڙ. (ضمير). اهڙو - هيڙو - هن جهڙو - ههڙو.

= هيڙهو ڍانڊيُ؛ جهنگلي پکيءَ جو هڪ قسم - لپلهو.

= هيڙهو لتونڪيُ: ذ. جهنگلي پکيءَ جو هڪ قسم.

= هيڙهو ڪرڻُ؛ اهو اهو ڪرڻ - ورائي وجهڻ - جٽ ڪرڻ.

= هيڙهو هيڙهو ڪرڻُ؛ چيڙائڻ - تعدي ڪرڻ.

● هيڙهيان هيڙهه (ڪ)؛ ظرف. الهي مٿلهي - مٿي ٿي مٿي. آمالڪ - اچين ڪچين.

= هيڙهيان هيڙهه ڪرڻُ؛ الهو ملهو ڪرڻ. آمالڪ ڪٿي دسڻ - اچين ڪچين ڪيرائڻ (ملهه ۾).

● هيڙي؛ ذ. هينئين ۾ - دل ۾.

= هيڙي ۾ هڻڻُ؛ ياد پوڻ.

● هيسباڻيُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● هيئس ڪيئس؛ ٿ. ٽڪڙ - آٻهرائي - چالاڪي.

● هيڻسڻ: مصدر. ڊپائڻ - سختي ڪرڻ - ڏيجارڻ - مرعوب ڪرڻ. ( هيسيو - هيسيندو - هيسيل ).

= هيڻسَ ۽ هيڻسون: ث. ڏڙڪو داب - سختي - چيڀَ - ڊپاءُ. مارڪُٽ. ڌ سهڻ واري حالت - حسد - بُغض.

= هيڻسائِڻ: ڏيجارڻ - مرعوب ڪرڻ - خوفزده ڪرڻ.

= هيڻسجڻ: مصدر. هيڻجڻ: ڪهٽ ٿيڻ - سهمجي وڃڻ - ڊپاءُ هيٺ اچڻ.

= هيڻسَ رکڻ: ڊپاءُ رکڻ - ڊپائڻ.

= هيڻسَ ڪرڻ: ڊپائڻ - هيسائڻ. تنگ ڪرڻ - تڪليف ڏيڻ.

= هيڻسِي ٿيڻ: دشمني ڏيکارڻ.

● هيسين: ظرف. هن وقت تائين - اڃا تائين - هيسين تائين. هاڻي.

= = هيسين توڙي: ظرف. هيسين تائين - اڃا تائين.

= هيسين ڌوڻي: ظرف. هيسين تائين - هن وقت تائين.

= هيسين سوڌان: ظرف. هن وقت تائين - اڃا تائين.

= هيسين سوڌو: ظرف. هن وقت تائين - هيسين تائين.

● هيضو: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڪالرا - وبا - دستن جي هڪ ايماريءَ جو نالو.

● هيڪ ۽ هيڪا: ذ. صفت. هڪ - هڪڙو - هڪ ڄڻو - هڪ عدد - ڇڙو.

= هيڪاڏنا: هڪ اڌ. ڪو نہ ڪو.

= هيڪار: ظرف. هڪ ڀيرو - هڪ مرتبو - هيڪر - هيڪوار.

= هيڪان (ڪ): ظرف. هڪ ڀيرو - هڪ دفعو - هڪ وار - هيڪار.

= هيڪائي: هڪ دفعو - هڪ ڀيرو.

= هيڪاهي: هڪڙي آهي.

= هيڪائِي ۽ هيڪائِيون: ث. هيڪڙائي - هڪڙائي - اڪيلائي - ڇڙائي - وحدانيت.

= هيڪائِي هيڪَ ٿيڻ: هڪ ٻئي سان ملي هڪ ٿيڻ - ملي وڃڻ.

= هيڪَ ٿيڻ: سرچي وڃڻ - ڀرڄڻ.

= هيڪر: ظرف. هڪ دفعو - هڪ وار - هڪ واري - هيڪار - هڪ ڀيرو. ڪهرو.

= هيڪڙَ: صفت. هڪڙو.

= هيڪڙانڊ: صفت. اڪيلو - ڇڙو - هڪڙو.

= هيڪڙائِي ۽ هيڪڙائِيون: ث. وحدانيت - وحدت - اڪيلائي. ٻڌي - ايڪو - يڪمشتي.

= هيڪڙائيءَ جو پتلو هڻڻ وڃهڻ: خدا تعاليٰ جي وحدانيت ۾ ويساهہ رکڻ.

= هيڪڙو: صفت. هڪ - هڪڙو - ڇڙو - اڪيلو.

= هيڪلاڻِ ۽ هيڪلاڻون: ث. هيڪلائي - اڪيلائي - اڪيلائپ.

= هيڪلائِي ۽ هيڪلائِيون: ث. هيڪلاڻ - اڪيلائي - اڪيلائپ.

= هيڪلو ۽ هيڪلا: ذ. صفت. ڇڙو - اڪيلو - هيڪلو - هڪ ڄڻو - پنهنجي سِر.

= هيڪلو سوڙو: ذ. صفت. اڪيلو - هيڪلو - بي يارو مددگار.

= هيڪلِي: اڪيلي.

= هيڪلِي وڃڻ هيڻان آچڻ: مايوس ٿيڻ - آپاڻڪو ٿيڻ - بخيل ٿيڻ.

= هيڪمنائِي ۽ هيڪمنائِيون: ث. واند ڪائي - بي اونائي.

= هيڪمنو: صفت. هڪ چيتو - بي اونو - واندو - پنهنجي مرضيءَ وارو. فارغ.

= هيڪو ۽ هيڪا: ذ. هڪ واري - هڪ ڀيري. هڪڙو. هيڪڙائي.

= هيڪوٽو ۽ هيڪوٽا: ذ. هڪ - ڇڙو - هيڪوٽو.

= هيڪوندو ۽ هيڪوندا: هيڪوٽو - هيڪوٽو.

= هيڪونِ: ث. هڪ هئڻ واري حالت. هيڪائي. هڪ ڀيرو ڏيکاريندڙ انگُ.

- هيڪُوٽائيِ: ث. ڇڙائي - هڪائي - هڪڙي هئڻ واري حالت.
- هيڪُوٽو: صفت. اڪيلو - هڪڙو - هيڪوٽو - هيڪونڊو.
- هيڪ هيڪائيِ ڪَرڻ: فيصلو ڪرڻ - هڪ پيري سان ڳالهه جو واسطو ٽوڙڻ - هڪڙوئي پيرو ڪَرڻ.
- هيڪ هيڪو: هرهڪ.
- هيڪارِي: ظرف. اڳا وڏيڪ - مورڳو وڏيڪ. يڪو - اڳوڀوء - هينئر ئي.
● هيڪانڊِ: ث. (سن. ايڪ). گڏ جاڻي - ميل - ميلاپ - هڪ ٻئي سان ملڻ واري حالت - موافقت - اعتدال. (سن. ايڪانت). هيڪڙائي - هڪڙي سان وفاداري.
- هيڪانڊو ۽ هيڪانڊا: ذ. صفت. گڏيل - هر موڙي گڏيل - يڪو - ڪٺوڪيل - سڀ ميلايل - ڀيڙو ڪيل. گڏ - سٿيل.
- هيڪانڊو ٿيڻ: سڀ وڃان ملڻ - سڪايل کي ملائڻ. وڇوڙي بعد گڏجڻ.
- هيڪانڊو ڪرڻ: گهڻي جٺ ڦٽ - گهڻي ڦٽڪار.
- هيڪانڊو ڪَرڻ: وڇوڙي بعد گڏجڻ. گهڻو ڪرڻ. زياده ڪرڻ.
● هيڪَ ٻرد: اسم خاص. ٻارڻ کان ڏکڻ طرف هڪ جبل جو نالو.
● هيڪڙ ٻيڪڙ: ذ. صفت. ٻلڪل ٿورا - ڪوڪو. ڪڏهن ڪڏهن. ڏيمي ڏيمي - ورلي ورلي.
● هيڪَلُ ۽ هيڪَلَ: ذ. (ع). يهودن جي پوڄا جي جاء - مندر - ٺڪاڻو. روپ - رُخ - ڏسا.
● هيڪَلَ ڪوري: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڏهر جو نالو.
● هيڪولائيِ ۽ هيڪولائيُون: ث. لوهارڪو اوزار - سنداڻ. موچڪي ڪم جو هڪ اوزار.
● هيڪَلُ (ت): صفت. (سن. ايڪَ = هيڪ). اڪيلو - اڪيائي سير.
- هيڪَلِ وَسُورو (ت): ذ. صفت. اڪيلو - هيڪلو - ڇڙو - تنها. فقط.

- هيڪِلو ۽ هيڪِلا: صفت. اڪيلو - ڇڙو - تنها.
● هيلَ ۽ هيلُون: ث. ورُ - کهرو - ڦيرو - لِنگُ (ل): (ظرف). هينئر - هن وقت ۾ - هن گهڙيءَ ۾ - جلدئي - يڪدم.

"هيڪلياڻي هيل، ٻورينديس ٻنهون ڏي."
(شاهه)

هڪ ٻئي مٿان رکيل ٻه دلا (ٿ) - ٻيلهه - ٻيلهٽو. (ل).
● هيلُ: ظرف. هن سال - هن سال ۾ - هلندڙ سال ۾. هن موسم ۾.
● هيلوڪو ۽ هيلوڪا: ذ. هن سال وارو - هن موسم وارو - هاڻوڪو.
- هيلَهه (ت): ظرف. هيل.
● هيَلُ ۽ هيَلَ (ل): صفت. ٽڪل - ساڻو - ماندو - وسائل. ڊنل - هيسيل.
- هيَلِ ٿيڻ: ڊڄڻ - هيسجڻ. ٽڪجڻ.
● هيلاڻو ۽ هيلاڻا (ٿ): ذ. ٻار کي سمهارڻ لاء لولي - لوري - اوزاڻو.
● هيلايا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ٽڪريءَ جو نالو.
● هيلِمَنڊ: اسم خاص. بلوچستان جي سيستان علائقي ۾ هڪ ڍنڍ ۽ نديءَ جو نالو.
● هيلو ۽ هيلا (ٿ): ذ. آواز. سڏ. لولي - هيلاڻو. (ٿ).
- هيلو ڪَرَڻ: (ٿ): آواز ڪري سڏ ڪرڻ.
- هيلو ڳائڻ: ٻار کي لولي ڏيڻ - لوري ڏيڻ.
● هيلو (ٿ): ذ. ڇيڻي يا مٽيءَ سان ڀريل تغاري.
● هيمَ: ذ. سون - ڪنچن - طلاء - زر. (ضمير). مون - آءٌ - مان - ٻند. (ٿ).
- هيمدانِ (ٿ): ث. سونن زيورن رکڻ جي ڳوٿري.
- هيمَ وَرنو: ذ. صفت. سوني رنگ وارو - سونهري - طلائي.
● هيمُ (ت): ذ. ماڪ (ل).
● هيمارُ (ٿ): ذ. صفت. گهڻو ڀريل - تمام ٿڌو.
- هيمانِ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● هيٺمائو يا هيٺمائا (ڪ-ڪ): ذ. صفت. (ع. مُهيم + آئڻ > مُهيمُ آئڻ = هيمُ آئڻ. اسم فاعل. هيمُ آئو). چڙهائي ڪندڙ - حملو ڪندڙ. اڳرائي ڪندڙ.

"چيٺري جنگي خان تي ڪو هوند نه هيمائو."

● هيٺمائي يا هيٺمائيون (ل): ث. هيمائي. نورو.

● هيمتن واري (ت): ث. ڪجيءَ جو هڪ قسم.

● هيمڻ (ڪ): مصدر. هيرڻ - هري مري وڃڻ. (هيميو - هيميند و - هيميل).

● هين! صفت! (سن. هت). مئُن! مئُن!

● هين: ظرف. سا ڳوڙو - سا ڳيو - اهوئي سچوپچو - سود ٻود - عين ٻين سا ڳيو. (سن. هي). گهوڙي جي هڻڪار جو آواز.

- هين هين: گهوڙي جي هڻڪار جو آواز.

● هين: صفت. (سن). گهٽ - ڪم - ٿورو - هيڻُ.

● هينڊ يا هينڊون (ت). ث. ڪنهن وڻ ۾ رسي ٻڌي ناهيل لوڏ - جهولو - پينگهه.

● هينڊو يا هينڊا: ذ. پينگهه جي آچل - لوڏو.

● هينڊ وڻي يا هينڊ وڻيون (ت): ث. ٻار ڪٺڻ يا دلي ڪٺڻ وقت متي تي رکيل اڱرين يا نوڙين جو وڙهو - سيفهوڙي - سپنهي.

- هينس ڪس (ت): ث. ڪوڙ - ڪڙدي - رش - پيهه - ڪلهي ڪس. سوڙهه - تنگي. گهٽ.

● هينستڻ (ت): ذ. گهوڙي جي هڻڪار.

● هينگڙا (ت): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● هينگڻ: مصدر. (ع. هيق. نهيق). گڏهه جو آواز ڪرڻ - هينگ ڏيڻ. دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ. ٻڪوات ڪرڻ. ڪوڙ ڪرڻ. (هينگيو - هينگند و - هينگيل).

- هينگ يا هينگون: ث. گڏهه جو آواز - گڏهه جي رڙ. خراب ڳالهائڻ. ڊيڪ. ٻڪوات.

- هينگ ٻوتي: ث. گڏهه.

- هينگ ٻوتي ٻترائڻ: گڏهه جهڙي عورت سان شادي ڪرائڻ.

- هينگ ڏيڻ: بد الفاظ ڳالهائڻ. ڊيڪ ڏيڻ.

- هينگون ڪرڻ: گڏهه جو آواز ڪرڻ. دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ.

● هينٺاري يا هينٺاريون: ث. دل - من. محبت. چڪ - لاڙو - ڪاڏو. تسلي - ڏ ي - دلداري - آتت.

● هينئر: ظرف. هن وقت - هن ويل - هاڻي - هن گهڙي - هير.

- هينئر ڪو: صفت. هن وقت وارو - هن وقت جو - هير جو.

● هينئو يا هينئا: ذ. (سن. هردي = دل). دل - من - هردو.

- هينئا هور: ث. ڳڻتي - هُر ڪُر - وسواس - اڻ تڻ - ويچار.

- هينئا هورُ يا هينئا هور: ذ. صفت. ڳڻتي ڪندڙ - ڳڻتي خور - ويچار ڪندڙ - هُر ڪريو.

- هينئڙو يا هينئڙا: اسم تصغير. "هينئو." جو اسم تصغير - هينئاءُ - دل - من.

- هينئو هيٺو ڪرڻ (ت): خاطري ڪرڻ - پڪ ڪرڻ - تسلي ڪرڻ.

- هينئين تي پٿر چمڻ: (ت): ويسر جي عادت پوڻ - ويسارو ٿيڻ.

- هينئين تي ڪچا چمڻ: ويسر جي عادت پوڻ - ويسارو ٿيڻ.

- هينئين تي مڪ ڏرڻ: زور سان ڪم وٺڻ. هيسائڻ - دٻائڻ. دشمن کي جلائڻ لاءِ ڪو نمايان ڪم ڪرڻ.

- هينئين ۾ ايهه آچڻ (ت): فرحت اچڻ - آرام اچڻ.

- هيڻ: صفت. (سن. هين = گهٽ) اڻ پورو - گهٽ - اوڻو - ڪسو. ڪنئل. هچيل - ٽڪل. چنل - ٽنل. واندو.

● هيڻا (ت): ظرف. هاڻي - هينئر - هن وقت.

● هيڻو يا هيڻا: ذ. صفت. (سن. هين = گهٽ) ڪمزور - ليبل - نست - ڏٻرو - اپرو -

ڪم طاقت – اڻ طاقت – ٻي زور – ضعيف. (ث. هيڻي ع هيڻيون).

– هيڻائي ع هيڻائيون: ث. ڪمزوري – ضعف – اڻاڻائي – نٻرائي – لستائي – ڪم طاقتي – اڻ طاقتي – نٻلائي.

– هيڻو ٿيڻ وڃڻ: ضعيف ٿي وڃڻ – ڏٻرو ٿي وڃڻ. پوين پساهن ۾ هجڻ – سڪرات ۾ هجڻ.

– هيڻو حال ڪرڻ (ت): ڏک ظاهر ڪرڻ. منٿ ڪرڻ.

– هيڻو هڻڌ: ذ. صفت. غريب – اڻ اهڃ – ٻاڙي – نڌر – نماڻو – بي وسيلو.

– هيڻي ڍوري (ت): ث. صفت. غريب ماڻهو – اٻرو ماڻهو.

– هيڻي وهي (ل): ث. اٻري حالت – ضعيف حالت – ٻيري. زبون حالت – بدحالي.

– هيڻي ع هيڻيون (ل): ث. ڪنواري ڇوڪري.

"حق ستوا ٿيون هيڻيون حامل،
ڪونه سُجهي ڪو قرآني ڪامل"

(چاڪر خان).

● هيو ع هيا: ذ. صفت. ڏڪاريل – بدبخت. ڪميڻو.

● هيور ع هيور: ذ. عمدو گهوڙو. جنگي گهوڙو – هاٿي.

● هيولا: ذ. (ع. هول) شيءِ. ڳالهه. ڏيک – نظارو.

● هيون ع هيان: ذ. (س. هردِيه = دل) هيڻون – دل. (ل).

– هيون ڪترهڻ: دل ڏڙڪڻ. ٻاهه پڙڪڻ. پريشان ٿيڻ. ڏاڍو ڏک ۽ ارمان ٿيڻ.

– هيون هڻڻ: دل هڻڻ. ڳڻتي ڪرڻ.

– هيين ۾ ڳل ٿيڻ: دل سان لڳڻ – هنئين سان هنڊجڻ. چڱيءَ طرح محسوس ڪرڻ. پتليءَ پٽ پروڙڻ.

● هيهات: حرف ندا. (ع). افسوس! – هاءِ هاءِ – واءِ واءِ – هي هي! – واءِ ويلا!.

"هلي ويئي حب ۾، ڪري هيهات"

(فاضل شاهه).

"راتيان ڏينهان روح ڪني، هوت ٻنا هيهات".

● هيءِ هيءِ (ت): آئن کي هڪلڻ جو (جتن جو) آواز.

● هي هي: آئن کي هڪلڻ جو آواز.

● هي هي: حرف ندا. (ف. هاءِ هاءِ، واءِ واءِ جو مخفف) افسوس! – هاءِ هاءِ!.

– هي هي ڪرڻ: هاءِ هاءِ ڪرڻ – ماتم ڪرڻ – افسوس ڪرڻ – روئڻ – پٽڻ.

● هي هي نه ڪي ڪي: جملو. نه جهيڙو نه جهڳڙو – نه دنگو نه فساد.

● هنيئي ع هنيئيون (ت): ث. آٽ جي سنجن مان هڪ سنج جو نالو – (ڪپهه يا ڪٿي جو ٿهيل بار ڪٽڻ لاءِ) پلڻ – پلاڻ.

● هيڻو (ت): ذ. لالچ – لوڀ. خيال. حرص.

● هيئي (ت): ضمير. اهو – اهوئي.

● هيار: ظرف. هن سال – هن ورهيه. هن موسم ۾ – هن مند ۾. هاڻي – هينئر.

# ي ء ع

**ع:** ذ. الف همزو. سنڌي ٻوليءَ جو "١٥" ايڪونجاهون اکر.

**ءِ:** حرف جملو. (سن. اِيو مُ، آنيتم. پرا. ائو) ٻيو – وڌيڪ.

**ي:** ث. (ع. ف. سن.) عربيءَ جو اٺاويهون ٻجاڙيءَ وارو اکر، فارسيءَ جو ٻٽيهون ٻجاڙيءَ وارو اکر، سنڌيءَ جو ٻاونجاهون ٻجاڙيءَ وارو اکر، سنسڪرت جو ڇويهون، اڙدوءَ جو پنجٽيهون ۽ ابجد موجب عدد ڏهه. ٻار جي ٻيڻ ڪان پوءِ ٽٽن ۾ ٻاقي ٻچيل ڪير.

● يا: حرف جملو. (سن. يم) ٻن مان ڪوبه هڪ. مثلاً: "هي يا هو، محمّد يا احمد"– ڪڻ ڪڻ. (ع. يا حرف ندا) سڏ ڪرڻ جو حرف– اي– او– آي– اڙي. مثلاً: يا الله، يا رَبُ.

= يا نصيبُ: حرف ندا. جيئن قسمت ۾ هوندو تيئن ٿيندو – جڏهن قسمت بدلجي.

● يا بِندَهُ: اسم فاعل. (ف. يافتن = لهڻ – وٺڻ) ڳوليندڙ – وٺندڙ – هٿ ڪندڙ – جهليندڙ – جاچيندڙ.

● يا بِس: ذ. صفت. (ع. يبس = هو خشڪ ٿيو) سڪل – خشڪ.

● يابُو ع يابُو: ذ. ٽٽو – ٽٽون – بنا پند وارو گهوڙو.

● يابُول (ت): ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم – سرسام.

● ياپٽڙ ع ياپٽڙون: ث. صفت. ياهوڪڙ عورت – رنڊي – ڪسبياڻي – ڇڪلائڻ – ڇنال – پڙوي – لچي – بدمعاش (عورت).

= ياپٽڙ خانو ع ياپٽڙ خانا: ذ. ڀڙيخانو – ڀڙخانو – چڪلو – برائيءَ جو اڏو – ٻجڙي ڪم جو اڏو.

● ياتِرا ع ياتِرائون: ث. (سن). زيارت – درشن – تيرٿ.

= ياتِرا ڪرڻ: زيارت ڪرڻ – تيرٿ ڪرڻ – تيرٿ واسي ٿيڻ – مندر ۾ وڃڻ – درشن ڪرڻ.

● ياجُوج: اسم خاص. (ع. ياجُوج) يافث بن نوح جو پٽ – ماجوج جو ڀاءُ. فسادي – فساد انگيز – اوباش – بدمعاش.

= ياجُوج ماجُوج: يافث بن نوح جي ٻن پٽن جا نالا. بدمعاشن جو جوڙو – فسادي – اوباش.

● يادِ ع يادون: ث. (ف). يادگيري – حافظو – وري خيال تي اچڻ واري حالت – يادداشت – چيتو – ويسر جو ضد – ازبر – حفظ – ڪنٺ. سڌ – سرت. دل – هردو – خاطر – قلب.

= يادِ آوري ع يادِ آوريون: ث. (ف. ياد آوردن = ياد آڻڻ). ياد ڏيارڻ جي حالت – پيغام – سنيهو – خبر. مزاج پرسي – خيريت طلبي – خبرگيري. دل تي ڪنهن ڳالهه جي ياد اچڻ جي حالت – حافظي تي تري اچڻ واري حالت – ياد ڪرڻ جي حالت.

= ياد اچڻ: ياد پوڻ – دل تي اچڻ – يادگيري ٿيڻ – خيال اچڻ – خيال پيدا ٿيڻ – ذهن ۾ اچڻ – يادداشت اچڻ – چيتي ۾ اچڻ – ڌيان ۾ اچڻ. محبت يا محبوب جي يادگيري اچڻ. حقيقت کلڻ – خبر پوڻ. جوش ۾ اچڻ.

= يادِ اشت ع يادِ اشتون: ث. يادگيريءَ جو ڪاغذ – چٺو – لسٽ – تفصيل – ذڪر – تذڪرو – فهرست. اهو ڪتاب جنهن ۾ ياد رهڻ لاءِ ڪجهه لکجي.

= ياد پوڻ: ياد اچڻ – ياد هجڻ – خيال ۾ اچڻ – دل تي هرڻ – عقل ۾ اچڻ – حافظي تي تري اچڻ – دل تي اکرڻ.

= يادِ داشت ع يادِ داشتون: ث. ياد رکڻ جو نشان – ياد – حافظو – ٻيو ڀيرو ڌيان تي اچڻ

جي حالت - چيتو - يادگيري لاءِ لکيل روزنامچو - نوٽبڪ. تاڪيدي خط.
- ياد ڏِيارَڻُ: چتائڻ - خبردار ڪرڻ. هوشيار ڪرڻ - آگاهه ڪرڻ - تاڪيد ڪرڻ - اطلاع ڏِيڻُ.
- يادِ رَکَڻُ: خيال رکڻ - فراموش نه ڪرڻ - ڀلجي نه وڃڻ - حافظي ۾ رکڻ - چيتي ۾ آڻڻ - سمجهه ۾ وويارڻ - دل تان نه لاهڻ - وسري نه وڃڻ.
- يادِ رَهَڻُ: ڌيان رهڻ - خيال رکڻ - دل تان نه ڀُلڻ - فراموش نه ٿيڻ - دل تي رکڻ - ذهن ۾ رهڻ - حافظي ۾ رکڻ - سمجهه ۾ رکڻ - خيال ۾ رکڻ.
- يادِ ڪَرَڻ: ذري ذري ااالو وٺڻ - وري وري چوڻ - حفظ ڪرڻ - ازبر ڪرڻ - سارڻ - سنڀارڻ - اڪيرڻ - دل تي آڻڻ. جپڻ - رٽڻ.
- يادگارُ ¶ يادگارَ: ذ. ٻنايل نشان - نشاني مثلاً: مُنارو، مڪان، مقبرو، کوهه، عمارت، فرزند وغيره - علامت - آثار - سماد - سماند.
- يادِ گارِ يُ ¶ يادِ گارِ يُون: يادگيري - آڪير - اُڪنڊ.
- يادِ گِيرُوُ ¶ يادِ گِيرُا: ذ. خيال - ڌيان - ذهن - چيتو.
- يادِ گِيرِ يُ ¶ يادِ گِيرِ يُون: سار - سنڀال - سنڀار - ياد ڪرڻ جي حالت - خيال - ڌيان - وري وري دل تي ڳالهه ياد اچڻ جي حالت - ذهن ۾ رکڻ جي حالت.
● يارُ ¶ يار: (ف. سن. يار. جار). دوست - مددگار - سنگتي - رفيق - همراه - ساٿي - مدد ڪندڙ - آشنا - حمايتي - دستگير - همدم. محب - دلبر - معشوق - دلدار - سڄڻ - پيارو. عورت جو دوست، جنهن سان مجامعت ڪري - شادي ڪيل زال جو پنهنجي مڙس کان سواءِ ٻيو مهربان مڙس، جنهن سان هوءَ لڳل هجي. (ث). ساهيلي - ساهيڙي - سنگتياڻي.
- يارانِ ڪُهنَ: جهونا دوست - پراڻا يار - ڪُهنا دوست - کرا دوست - کهاڻا دوست - راز وارا سنگتي.

- يارانُو ¶ يارانا: ذ. دوستي - سنگت - ياري - ڳانڍاپو - لاڳاپو - پيار - اخلاص - محبت - ربط - ضبط - آشنائي - الفت. (صفت). دوستانو - محبانو - مشفقانو. (ظرف). دوستيءَ جي طريقي - دوستيءَ جي نموني - مشفقانه ريت.
- يارانِي ¶ يارانِيُون: ث. دوستي - سنگت - ياري - الفت - محبت.
- ياراڻُو ¶ ياراڻا: ذ. ڏسو يارانُو.
- ياراڻِي ¶ ياراڻِيُون: ث. ڏسو يارانِي.
- ياراڻِي ٻَڌِڻُ: دوستي ڳنڍڻ - دوستيءَ جي وات رکڻ - تعلق ڳنڍڻ - واسطو رکڻ - محبت ڪرڻ - الفت رکڻ.
- ياراڻِي ڦِٽائِڻُ: دوستي ٽوڙڻ - قطع تعلقات ڪرڻ - ناسازي ڪرڻ - محبت وڃائڻ.
- يارُ جانِي: ذ. صفت. نهايت پيارو دوست - دلي دوست - محبوب - دلبر - دل وارو.
- يارُ غارُ: ذ. صفت. سچو دوست - سچائتو ساٿي - سچار - سنگ پَت - همدرد ساٿي - غمگسار رفيق.
- يارُ ڪَرَڻُ: دوست بنائڻ - يار ٺاهڻ - آشنائي ڪرڻ. اک لڳائڻ - (ڪنهن سان) ڦٽڻ.
- يارَنُ کان يارِيُ ٻَڌَڻُ: دوستن کي پنهنجي دوستيءَ جو يقين ڏيارڻ - دوستن کي پاڻ تي مهربان ٿيڻ لاءِ التجا ڪرڻ - دوستن کان مدد گهرڻ - حبيبن جي حمايت حاصل ڪرڻ. سچيءَ دل سان محبت جو سوال ڪرڻ.
- يارَوُن ٻِيارَوُن (ل): ظرف. هر حالت ۾ - هروڀرو - بالضرور - لازمي - آشد.
- يارِيُ ¶ يارِيُون: ث. دوستي - سنگت - ياراڻي - ياراڻي آشناني - انس - الفت - سک - آڪير - اڪنڊ - پياس - پيار. ميلاپ - اتحاد - تعلق - ڳانڍاپو - سنبند. مددگاري - معاونت - مدد - سهائتا - همراهي - دستگيري - تائيد - حمايت - تقويت.
- ياريءَ ۾ کهارِيُ پوڻ: دوستيءَ ۾ خلل پوڻ - دوستيءَ ۾ رخنو يا نفاق يا ڦِٽڪ پوڻ - دشمني پيدا ٿيڻ.

● يارُوُ ٻيتافِيُ: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● يارُوُ ڏيرو: اسم خاص. تعلقي وارهہ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● يارو ڏاهيري: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● يارُوُ لاکيئُرُ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● يارُوُ هنگورو: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

يارَهَن: صفت. (سن. ايڪادشن. اڪادشن. پرا. ايڪادهن). ڳڻپ جو انگ – ١١ – هڪ + ڏهہ – ڪارَهن – گيارس. هڪ ايڪي ۽ هڪ ڏهاڪي وارو انگ.

● يارُهو: ذ. صفت. يارهن ڏينهن يا يارهن مهينن جو.

– يارُهُون: ذ. صفت. عدد شماري. ڏهن کان پوءِ ايندڙ نمبر وارو – يارهن نمبر وارو.

– يارهُوُڻ: ث. يارهن پيرا – يارهن ڀيرا ورتل ڪابہ شيءِ.

– يارهُوُڻُوُ ۽ يارهُوُڻا: ذ. صفت. يارهن ڀيرا – يارهن دفعا.

● يارهِيُن ۽ يارهِيُون: ث. هجري سن جو چوٿون مهينو – ربيع الاخر – پير عبدالقادر جيلانيءَ جي شان ۾ چنڊ جي يارهين تاريخ ڪيل جشن.

● يازْدَهَ: صفت. (ف). يارهن – هڪ ايڪي ۽ هڪ ڏهاڪي وارو نمبر – ١١.

● ياس: ذ. نا اميدي – نراسائي – حرمان – مايوسي – ڳڻتي – فڪر – ارمان. ڏپ – ڏچ.

"هن سنيهي سڄڻ سان تي تي دفع ياس." (جملو).

● ياسِمِين: ذ. (ف). خوشبوءِ دار گل جو هڪ قسم (گل جو رنگ سفيد ۽ پيلهي رنگ ڏانهن مائل هوندو آهي). جاءِ جو گل – چنبيلي.

● ياسُوُسِي ۽ ياسُوُسِيُون: ث. جاسوسي – ڪجهہ معلوم ڪرڻ جو ڪم – راز ڪولڻ جو ڪم.

● ياسِين: ث. (ع). قرآن مجيد جي هڪ سورت جو نالو.

● يافت: ث. (ف. يافتن = حاصل ڪرڻ). آمدني – ڪمائي. لاڀ – رسائي – رشوت.

● ياقُبان ياقُبان: مسلمن مورائن کي ختمي جي دعوت ۾ پڙهڻ وقت عام ماڻهن جي طعني طور ٺوڪ جا لفظ.

– ياقُبان پڙهڻ: بنا تڪليف نفعي ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. دغا ڪرڻ لاءِ گهات گهڙڻ – فريب بازي ڪرڻ – دولاب يا ٺڳي ڪرڻ. ڍونگ ڪرڻ – مڪر ڪرڻ.

● ياقُوُتُ ۽ ياقوُتَ: ذ. (ع). جواهر جو هڪ قسم – قيمتي پٿر جو هڪ قسم – چمڪندڙ ڳاڙهي رنگ جو هڪ جواهر – لعل (نڻن ۾ پوندڙ) – ياقود – موتي – ماڻڪ.

– ياقُوُتُ آحْمَرُ: ذ. ڳاڙهي رنگ جو جواهر – قيمتي لعل پٿر.

– ياقُوُتِي ۽ ياقُوُتِيُون: ث. صفت. ياقوت واري – ياقوت جي – ياقوت مان ٺهيل. (اسم). معجون جو هڪ قسم – ياقوت مان ٺهيل معجون. طاقت ڏيندڙ دوا – مفرح معجون.

● ياقُوُدُ ۽ ياقُوُدَ: ذ. قيمتي پٿر جو هڪ قسم – جواهر – لعل – موتي – ماڻڪ.

● ياقِيانِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ياڪِي ۽ ياڪِي: ذ. صفت. باغي – ڦريل – فسادي – بغاوتي – ڦڏائي. نافرمان – بي چيو – منواس. جدا رهندڙ – اڪيلو – هڪڙو – اڪيلي سر. بيزار. منتظر. لاآبالي – بي پرواهہ. سچو – وفادار – پيارو.

"يار ياڪِي، ٿي اوطاقي." (شعر).

– ياڪِي ٿيڻ (ت): بيزار ٿيڻ – ڪڪ ٿيڻ. آزادي ڳولڻ – انتظار نہ ڪرڻ.

– ياڪِي ٿِيَڻ: سڪي سر ٿيڻ – پنهنجي مٿي ڪٿي ٿيڻ – آزاد – اڪيلوئي ڪم ڪرڻ – ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪيڻ – ڪنهن جي زير رهي ڪم نہ ڪرڻ.

● ياڪيئنارو ۽ ياڪيئنارا: ذ. ٿِہ ڪاسيءَ، جنهن تي ڪاسائي گوشت ٽنگين.

● ياڪڙُ ■ ياڪڙَ: ذ. صفت. ٻڪواتي – گهڻو ڳالهائيندڙ – وات هڻندڙ. جهيڙو ڪندڙ – جهيڙائي – جهيڙاڪ. چالاڪ – چپلاڪ – آنڪلي – ڏونگي – مڪرباز – ٻئي کي گمراهه ڪندڙ.

– ياڪڙُ ياڪڙُ ڪَرَڻُ: ٻڪوات ڪرڻ – گوڙ مچائڻ – شور پيدا ڪرڻ – واڪڙ واڪڙ ڪرڻ. تيز هلڻ – تڪڙو پنڌ ڪرڻ. چالاڪي ڪرڻ – ڏونگ بازي ڪرڻ.

● يالُ: ذ. (ف). هڪ گهوڙي جو نالو. گردن. گهوڙي جي ڳچيءَ جا وار – ٻُشڪون.

● يانُ ■ يانَ: ذ. نقصان – زيان – ڇيهو – ڪوٽ – ٽوٽ – خسارو – چٽي.

● يانڪڻُ (ل): اسم مصدر. وڏي آواز سان ڳالهائڻ.

– يانڪڻ (ل): گهوڙي جي هڻڪار.

– يانڪَ ■ يانڪُون: ث. وڏي آواز سان هڻڪار. ”گهوڙي جي يانڪ پئي پوي“ (جملو).

● يانُهَنُ ■ يانُهَنَ (ڪ): ذ. وهانءُ – شادي – ڪاجُ.

● ياوَرُ ■ ياوَرَ: ذ. صفت. (ف). دوست. يار – مددگار – مُعاون – نائب – يارغار – ساٿي – دستگير – حمايتي – حامي. لهندڙ – ليندڙ – ڳوليندڙ – جاچيندڙ.

– ياوَرِيُ ■ ياوَرِيُون: ث. دوستي. فتحيابي – ڪاميابي – ملڻ واري حالت – فتح – سوڀ. مدد – معاونت – دستگيري – حمايت – سهائتا – سهارو – آسرو – پرجهلو – ڪمڪ – امداد – تائيد. نباهڻ جي حالت – توڙ رسائڻ جي حالت – زندگيءَ تائين لاڳاپو رکڻ جي حالت – حياتيءَ تائين سچائي ڏيکارڻ جي حالت.

● ياوَهُ: ذ. صفت. (ف). بيهودو – اجايو – سفلو – ترڙو – هلڪو – بد – خراب – بي ڪمون – نڪار – تيچ – خسيس. سورک – ڳهيلو – بيوقوف. اسر – تيسر. سکڻو – خالي.

– ياوَهُ گوُ: ذ. صفت. بدڪلامي ڪندڙ – بدشد ڳالهائيندڙ – ڪارڪند ڪندڙ – اجائي گفتگو ڪندڙ – ٻڪواتي. اڻ ڏٺو هلندڙ.

– ياوَهُ گوئِيُ: ٻَڪ – اڏنگي گفتگو – بدشد ڳالهائڻ.

● ياهڻُ: اسم مصدر. بدفعلي ڪرائڻ – اَرو ڪم ڪرائڻ – چُوت مارائڻ – چوڏاهڻ.

– ياهَ ■ ياهَ: ذ. جماع – لِڱ – يوڳ – همبستري – (جماع لاءِ) گڏجڻ جي حالت – سوار ٿيڻ جي حالت. بدانتظامي – وڳوڙ – فساد – اڏنگائي – بيهودائي – خرابي – ڦڏو. گندگي – ڪِنائي – غليظائي.

– ياهو ■ ياهو: ذ. صفت. پهندڙ – سنجوڳ ڪندڙ. فسادي – وڳوڙي – ڦڏائي. غليظ – ڪِنو – گندو.

– ياهو ڪهٽو: ذ. صفت. ياهو – گهڻو پهندڙ – سنجوڳي. بيهودو – اڏنگو. خراب – ڪِنو – ڪُلهڻو.

● يَپُ ■ يَپَ: ذ. بدفعلي – جماع – ياهَ – لِڱ – سنجوڳ – ميلاپ – همبستري.

– يَپُ خانُو ■ يَپُ خانا: ذ. ياپڙخانو – چڪلو – (ٻري ڪم جي) منڊي – فاحش ڪم لاءِ جاءِ.

– يپُوانُو ■ يپُوانا: ذ. يپ خالو – يپڙخالو – چڪلو – ٻري ڪم جي جاءِ.

● يپڻُ: اسم مصدر. پيجڻ – ياهڻ واري حالت ۾ هئڻ. (پيو يا پڌو – پيندو – پيل يا پڌل).

● يَتِ ■ يتُون: ث. صلاح سُولي – مشورو.

– يتنُ: ذ. ڪوشش – سعيو – آدر – آپاءُ – علاج – سنڀال – حفاظت.

● يتُورو: ذ. اسم خاص. (ف. صيقلگر). (ن – ب).

● يَتيمُ ■ يَتيمَ: ذ. صفت. (ع). اهو ٻار جنهن جا ماءُ پيءُ نه هجن – مائٽن يا سنڀاليندڙن کان سواءِ ٻار – لاوارث – ڇورو.

– يَتيماڻُو ■ يَتيماڻا: ذ. صفت. يتيم جو – يتيم وارو – يتيمڪو. ڇوراڻو – جنهن جو ڪو وارث نه هجي. مفت جو – اڻ خرچو.

– يَتيمُ خانُو ■ يَتيمُ خانا: ذ. يتيمن جو گهر – يتيمن جو پرورش گاهه – لاوارثن جو ٽڪاڻو.

– يَتيمڪوُ ■ يَتيمڪا: ذ. صفت. يتيماڻو – يتيم جو – لاوارث جو – ڇوراڻو.

- يَتِيمِيءُ: ث. يتيم هئڻ واري حالت - ڇورڙائي.

● يَتَا: حرف جر. (س). جهڙو - برابر - موافق - پٽاندر.

- يَتارَتِ: ظرف. پورو پورو - بلڪل اهو.

- يَتا شَڪتِ: ظرف. (ڪنهن جي) طاقت پٽاندر - حالتن مطابق - حالتن موجب.

- يَتا شَڪتِيءُ: ظرف. طاقت آهر - حالتن مطابق - وس آهر.

● يَتُ ۽ يَتَ: ذ. ڪوڙ - ڏاڙ - پٽاڪ - زٽ.

- يَتائِيءُ ۽ يَتائِيءُ: ذ. صفت. ڪوڙو - پٽاڪي - زٽائي - ڏاڙي - لغڙباز - آنائي ڪير.

- يَتُ شَتُ: ڏنو شتو - ڏاڙ لباڙ - ڪشو ٽپي.

- يَتِلِيءُ: ذ. صفت. ڪوڙو - پٽاڪي - زٽائي - ڏاڙي - لغڙباز.

● يَتو ۽ يَتَا: ذ. صفت. ٿلهو - مضبوط - متارو - ڏونسو - ڪُندلو - ڳتڪو - پرتو - کهتڪو.

● يَثْرَبُ: ذ. عربستان جو هڪ مشهور شهر - مدينه منور - رسول مقبول صلعم جن جي آخري آرام گاه وارو شهر.

● يَجَرُويدُ: ذ. س. چئن ويدن مان ٻيو نمبر ويد - (هندن جو) ڌرمي پستڪ - مذهبي ڪتاب.

● يُحتَرِقُ مَاسِوَيٰ اللهِ: صوفيانو قول "العِشقُ نارٌ يُحتَرِقُ مَاسِوَيٰ اللهُ" يعني عشق خدا تعاليٰ جي پيدا ڪيل باه آهي، جا خدا تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻي هر چيز ساڙي ٿي.

● يَحيٰ: اسم خاص. هڪ پيغمبر جو نالو.

● يَخُ: ذ. (ف). برف - پارو - ٿڌ.

● يَختيارُ خانُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● يَخنِيءُ ۽ يَخنِيُونُ: ث. طعام جو هڪ قسم، جنهن ۾ جانور ۽ گوشت گڏ رڌل هوندا آهن - پلاءُ.

- يَخنِيءُ دارُ پُلاءُ: پلاءَ جو هڪ قسم.

- يَخورو ۽ يَخورا: ذ. صفت. سليدو - ڪامڻ گور - لذيذ. (اسم). جهتُ - وجهه - موقعو. "جيڪڏهن ڪو يخورو لڳي ويو ته پوءِ موج لڳندي" (جملو).

● يَخِيءُ ۽ يَخِيُونُ: ث. ڏاڍو ڳالهائڻ - وڏي آواز واڪو - ڦونڪ - اجايو ڳالهائڻ - بڪوات - ٻڙ ٻڙ - ٻٽڪ - لباڙ - پٽاڪ.

- يَخِيءُ هَڻَڻُ: لباڙ هڻڻ - ڏاڙ هڻڻ - پٽاڪ هڻڻ.

- يَخِيُونُ ڏِيَڻُ: چڙڻ - تڙي ڏيڻ. (ت). تڙيون ڏيڻ - چڙٻون ڏيڻ.

● يَخُ يَخُ: ث. بڪوات - اجائي گفتگو.

● يَدُ: ذ. (ع. يَدُ = هٿ) هٿ. سهائتا - مدد. طاقت - زور.

- يَدُ بَيضاءُ: روشن هٿ - سفيد هٿ (جو حضرت موسيٰ عليه السلام معجزي ڏيکارڻ ۾ پنهنجو هٿ بغل وجهي ظاهر ڪيو ته اهو روشن ڏسڻ ۾ آيو).

● يُدرِ ۽ يُدُّون: ث. (س). جنگ - لڙائي - جنڌ.

● يَدُو ۽ يَدُو: ذ. صفت. يَدِل. ڦسو - بي همت - ڪم همت. بي سڙسيو - مخنث - ڪدڙو.

● يَرَ: ذ. حرف نِدا. (اي) دوست - (اي) يار.

● يَرغمالُ: ذ. (ف). ضامني - ڪولاندري - ضمانت.

● يَرقانُ ۽ يَرقانَ: ذ. (ع). بيماريءَ جو هڪ قسم - اها بيماري، جنهن ۾ پتو وڌو ٿي پوندو آهي ۽ بدن جو رنگ پيلو ٿي پوندو آهي - سائي - تِلِي - پرهال - پيلاڻ - ساواڻ.

● يَرمُو ۽ يَرما: ذ. واڍن جو هڪ اوزار - سيرائي - برمو.

● يَزَّ قُولُ: ذ. صفت. بلڪل پوڙهو - جهونو - کهنو. ڏبرو - ضعيف - ڪمزور.

● يَزدانُ: (ف). الله تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

● يَزيدُ: اسم خاص. بني اميه خاندان مان ٻيو خليفو - حضرت معاويه بن ابو سفيان جو پٽ.

● يَزِيْدِيُ: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم – (سَمَنْدُ) جنهن جي پُر ۽ پُڇ اڇو، سُنب اڇا، اکيون شيريون، پنبڻ اڇا ٿيندا آهن.

– يَزِيْدِيُ سَمَنْدُ: گهوڙي جو هڪ قسم – گرو، گهوڙو (يزيد جو گهوڙو ان رنگ جو هو).

● يٰسٓ: قرآن مجيد جي هڪ سورت جو نالو.

● يَسِيْرُ: ذ. صفت. (ع). سولو – آسان. ٿورو – ننڍو.

● يَشْبُ: ذ. قيمتي پٿر جو هڪ قسم – اڇي رنگ جو چمڪندڙ پٿر، جنهن کي پيهي اکين ۾ وجهبو آهي – زبرجد – سنگ يشب – بادشاهڻ مصري.

● يَشْيُ: ث. (ڪتي جي) پٺولڪ – ڪتن جو منهن ڏيڻ جو ڏيک – ڏند ٽيڙي پٺي ڪتي کي ڏيڃارڻ جي حالت. ڪتي جو مالڪ کي پيار مان چٽوندڻ يا چنبڙڻ جي حالت.

– يَشْيُ ڏِيَڻُ: ڪتن جو پاڻ ۾ وڙهڻ – ڏاڙهڻ – منهن ڏيڻ. ماڻهن جو پاڻ ۾ کهرو ڳالهائڻ.

– يَشْيُون ڏِيَڻ: منهن مقابل ٿي پٺونڪڻ – يشون يشون ڪرڻ. تکو ڳالهائڻ – تيز ٿيڻ.

● يَعْقُوْبُ: اسم خاص. (ع). هڪڙي نبيءَ جو نالو، حضرت اسحاق عليه السلام جو پٽ، حضرت ابراهيم عليه السلام جو پوٽو ۽ حضرت يوسف عليه السلام جو پيءُ.

● يَعْنِيْ: حرف جملو. (ع). معنيٰ ته – مطلب ته – ارٿ – مثال – مراد – مطلب.

● يَغْنْدِيْلَ ۽ يَغْنْدِيْلَوْنُ (ل)؛ ث. تمام وڏي – "هيءَ يَغْنْدِيْلَ کوڏر سون کان سواءِ ڪير هڻندو." (جملو).

● يَفُ ۽ يَفَ: ذ. صفت. تمام پوڙهو – پيو – جهور – ڪراڙو – جهونو. ضعيف – ڪمزور – ڏٻرو – بي طاقت.

– يَفْتَلُ ۽ يَفْتَلَ: ذ. صفت. پوڙهو – يف – جهونو – ڪراڙو – پيو. ضعيف – ڏٻرو – ڪمزور.

– يَفُونُ: ذ. صفت. تمام ڪراڙو – ضعيف – هيڻو – ڪمزور – لاچار – جو اٿي ويهي مشڪل سگهي. (ت).

● يَقُ ۽ يَقَ (ل): ذ. صفت. ڏسو يَفُ.

– يَقْتَوْتالُ (ل)؛ ذ. صفت. تمام پوڙهو. تمام وڏو. ڪشادو – سوڪرو – ويڪرو.

– يَقُوڙُ ۽ يَقُوڙ (ت)؛ ذ. صفت. بلڪل پوڙهو – جهونو – ڪراڙو – پيو. ضعيف – ڪمزور.

● يَقِيْنُ ۽ يَقِيْنَ: ذ. (ع). اعتبار – ڀروسو – ويساهه – ايمان – نشچو – اطمينان – دلجاءِ – اعتماد.

– يَقِيْنُ آڻَڻُ: اعتبار ڪرڻ – سچ ڄاڻڻ – مڃڻ – قبول ڪرڻ – شڪ نه آڻڻ.

– يَقِيْنًا: ظرف. يقين سان – اعتبار سان – ضرور – بالضرور – ڪنهن به حيلي – هر صورت – بلاشڪ – بي شبهه – ٺيڪ – تحقيق.

– يَقِيْنُ اَچَڻ: اعتبار اچڻ – ڀروسو اچڻ – دلجاءِ ٿيڻ – اطمينان ٿيڻ – ڀروسو ٿيڻ.

– يَقِيْنُ ڄاڻَڻُ: سچ ڄاڻڻ – سچ مڃڻ – اعتبار ڪرڻ.

– يَقِيْنَ ڪَرَڻُ: اعتبار ڪرڻ – سچ مڃڻ – ڀروسو رکڻ – اعتماد رکڻ.

– يَقِيْنْتُو ۽ يَقِيْنْتَا: ذ. يقين – ڀروسو – اعتبار – اطمينان – دلجاءِ.

– يَقِيْنِيْ ۽ يَقِيْنِيْ: ذ. صفت. پڪو – حقيقي – پڪ وارو – ضرور ٿيڻ وارو. (ظرف). يقين سان – ڀروسي سان – تحقيق – حقيقت موجب.

● يَڪُ: ذ. صفت. (ف). هڪ – ايڪ – واحد. اڪيلو – تنها – نرو – فرد.

– يَڪُ اندازُ: ظرف. هڪ درجي – هڪ معيار – هڪجهڙائيءَ ۾ – پورو – ٺيڪ.

– يَڪُ بارُ: ظرف. هڪ دفعي – هڪ ڀيري – هڪ وقت.

– يَڪُ بارَگِيُ: ظرف. هڪدم – يڪدم – سڄو ئي – بلڪل – محض – سراسر.

– يَڪُ بَرْگِ: ذ. صفت. سٺو – عمدو – بهتر – تمام سٺو.

– يَڪُ بَه يَڪُ: صفت. هرهڪ – هڪ هڪ – لمبروار – مسلسل.

– يَڪْتارو ۽ يَڪْتارا؛ ذ. هڪ تار وارو ساز.

- يَڪُ تَهُوُ ٤ يَڪُ تَهَا؛ ذ. صفت. هڪ تهه وارو- هڪ تهو- هيڪوتو.
- يَڪُ ٽونِگو؛ ذ. هڪ ٽونگ وارو.
- يَڪُ جاءِ؛ ظرف. هڪ جاءِ تي- هڪ هنڌ.
- يَڪُ جِهَتَ؛ ذ. ٺاهه- ميل- ميلاپ. (ظرف)، پاڻ مراد و- پاڻيهي- از خود.
- يَڪُ جِهَتِيِ؛ ث. هڪجهڙائي- يڪ راءِ- اتفاق راءِ- ٻڌي- ايڪو- ايڪتا.
- يَڪُ چِشْمُ؛ ذ. صفت. هڪ اک وارو- ڪاڻو.
- يَڪُ چوُبو ٤ يَڪُ چوُبا؛ ذ. هڪ ٿنڀِيءَ وارو (تنبو)- يڪ سُرخو (تنبو).
- يَڪُ دِلُ؛ ظرف. هڪ صلاحو- يڪ زبانو- هڪ هٿيو- متفق راءِ.
- يَڪُ دِگَرُ، يَڪُ دِيِگَرُ؛ ظرف. هڪ ٻئي پٺيان مسلسل.
- يَڪدَمُ؛ ظرف. هڪدم- جلد- هينئر- هن وقت- بروقت- ترت.
- يَڪُ راءِ؛ ظرف. هم آواز- هڪ صلاح- اتفاق راءِ- ٻڌي- ايڪو- هڪڙائي- يڪ مشت.
- يَڪُ رَنُگُ؛ ظرف. هڪ جهڙو- هڪ لمونه- هڪ جهڙائيءَ ۾- هڪ رنگ.
- يَڪُ رَنُگو ٤ يَڪ رَنُگا؛ ذ. صفت. هڪڙي رنگ وارو- هڪ رنگو. هڪ خيالو- هميشه هڪ جهڙائي رکندڙ.
- يَڪُ زُبانُ؛ ذ. صفت. هڪ خيال رکندڙ- هڪ هٿيو- هڪ دليو- اتفاق راءِ رکندڙ- متفق راءِ وارو. سچو- پڪو- پنهنجي خيال تي قائم رهندڙ.
- يَڪُ زُبانُ ٿِيڻُ؛ هڪ راءِ ٿيڻ- ٻڌيءَ ۾ اچڻ.
- يَڪُ سالو ٤ يَڪُ سالا؛ ذ. صفت. هڪ سال وارو- ساڳيءَ سال وارو- ساڳي عمر وارو- ساڳي وقت وارو.
- يَڪْسانُ؛ ذ. صفت. هڪ جهڙو- برابر- ساڳيو. (ظرف). وانگر- مطابق.
- يَڪْسانِيَتَ ٤ يَڪسانِيَتُون؛ ث. برابري- هڪجهڙائي- مطابقت- موافقت.
- يَڪُ سُخَنُ؛ ذ. صفت. انجام جو پڪو- وعدي جو پابند. پڪو (پنهنجي خيال يا ڳالهه تي).
- يَڪُ سَرُ؛ ظرف. هڪ پاسي- هڪ طرف. يڪدم- هڪدم. گهڻو ڪري- اڪثر. لاڳيتو- برابر- مسلسل.
- يَڪُ سُوئِيِ ٤ يَڪُ سُوئِيُون؛ ث. اڪيلائي- خلوت- اوڪلائي- هڪ خيالي- ايڪانت.
- يَڪُ طَرَفُ؛ ظرف. گڏ وگڏ- سڀ هڪ وقت.
- يَڪْلانگو ٤ يَڪْلانگا؛ ذ. صفت. ظرف. گهوڙي تي ٻئي ٽنگون هڪ پاسي ڪري ويهڻ جو نمونو.
- يَڪُمُ؛ ذ. صفت. هڪ- هڪڙو- واحد- پهريون.
- يَڪُ مُشْتُ ٿِيڻُ؛ گڏجي هڪ ٿيڻ- ٻڌي ڪرڻ- اتحاد ڪرڻ- اتفاق ڪرڻ- هڪ ٿي وڃڻ.
- يَڪُ مَنو ٤ يَڪُ مَنا؛ ذ. صفت. ظرف. اڪيلو- والدو- هڪ خيالو- يڪدل.
- يَڪا يَڪُ؛ ظرف. يڪدم- هڪدم- جهٽ پٽ- فوراً- هڪ ئي دفعي- جلد- اوچتوئي اوچتو.
- يَڪْتا؛ ذ. صفت. فرد واحد- يڪو- اڪيلو- يگانو- تنها- پنهنجو مٽ پاڻ.
- ● يُڪْتِيِ ٤ يُڪْتِيُون؛ ث. (سن). اٽڪل- رمز- تجويز.
- ● يَڪْلو ٤ يَڪْلا؛ ٻَنِ جي راند ۾ ڪن ٻنِ جي جُڙي اچڻ واري حالت.
- ● يَڪو ٤ يَڪا؛ ذ. صفت. (سن. ايڪ. ف. يَڪ). هڪڙو- واحد (فرد)- تنها- اڪيلو- نرو- نويڪلو- آزاد و- سچو سارو- سمورو. بي نظير- بي مثل- لاثاني. (اسم). تاس جو تيرهون پنو جنهن ڪي هڪ ٽيڪو هجي. (هي پنو ٻن جي راند ۾ سڀني تي غالب هوندو آهي). وڄ جو هڪ قسم.
- يَڪُهُ؛ ذ. صفت. (ف). واحد- هڪ.
- يَڪِيِ اوتَ؛ لاڳيتو پاڻي ڪيڻ جي حالت- لاڳيتو پاڻي پيئڻ جي حالت. مال کي پاڻهه وجهڻ جو نمونو (ڪ).

- يَڪپي سِرُ: ذ. صفت. اڪيلو - بي يارو مددگار - هڪڙوئي.
- يَڪپي سِرُ ڪَرڻُ: اڪيلوئي اڪيلو ڪرڻ - ٻئي جي مدد کان سواءِ (ڪم) ڪرڻ.
● يَڪَتُو ۽ يَڪَتُو: ذ. صفت. هڪ اڪ وارو - ڪاٺو. اُلي ذڪر رالله جو ستون ذڪر.
● يَڪو سَتَند بِلُو: اسم خاص. تعلقي ڏوڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● يَڪَتِرُ ۽ يَڪَتِرُ (ت): ذ. صفت. ڳهٽو ڳالهائيندڙ - يخي هڻندڙ - ٻڪوات ڪندڙ - اجائي گفتگو ڪندڙ.
● يَڪَبَ ۽ يَڪَبَ: ذ. (سن). خيرات - ڄڳ.
● يڪانُ: ذ. (ف. يَڪَ + گانُ). اڪيلو - واحد - هڪڙوئي.
- يڪانُو ۽ يڪانا: ذ. ذ. صفت. نرالو - علحدو. پنهنجي هنر ۾ قابل - ماهر - هوشيار.
- يڪانَءُ: ذ. صفت. ڏسو يڪانو.
- يڪانُڪيِي ۽ يڪانُڪيِئُون: ث. ايڪانت - اڪيلائي - هڪڙائي. اتحاد - اتفاق - ٻڌي.
● يَلَ (ت): ڇوٽ - آزاد - ڇڙڪ - ڇڙواڳ - عام - گور. (ن - ب).
- يَلَ چَرَنُ (ت): وهٽ جو ڇوٽ چرڻ. (ن - ب).
- يَلانُ (ت): ذ. صفت. اجايو ويندڙ - ٻه راهه ويندڙ - ٻڌنگو هلندڙ - بي ڍنگو - بي ترتيبو (ڪم).
- يَلانُ ڦلانُ: ث. اجائي گفتگو - ٻَڪ ٻَڪ - ٻئون ٻئون ڪرڻ جي حالت.
- يَلَدُوانُ (ت): ذ. صفت. بي وقوف - مورک - نادان - ڳهيلو - بي سمجهه - بي عقل. جلوان.
● يَلَدا: ث. (ف). سياري جي ڊگهي رات.
● يَلَغارَ ۽ يَلَغارون: ث. حملو - ڪاهه - دشمن جي فوج تي جوش سان وڃڻ واري ڪاهه. کست - جُلهه.
● يَمُ ۽ يَمَ: ذ. (سن). موت - موت جو فرشتو - ملڪ الموت - عزرائيل - جمراج - جم دوت - قابض الارواح. درياءُ - ندي - ساگر - بحر.
● يَمُ راجا: ملڪ الموت - جمراج.

● يَمَنُ: اسم خاص. عربستان جي هڪ علائقي جو نالو - هڪ ملڪ جو نالو. راڳڻيءَ جو نالو. ڪلياڻ سر جو هڪ قسم.
● يَنبو ۽ يَنبا: ذ. وڏو ڳرهه - ڳنو - لڱو.
● يَنيَرُ ۽ يَنيَرَ (ڪ): ذ. صفت. هاري - پوک ڪندڙ - ڪاشتڪار - پنيير.
● يَوْراجُ ۽ يَوْراجَ: ذ. صفت. وارث - وصي - (بيءُ کان پوءِ) مالڪ - ولي عهد.
● يَوْرَپُ: اسم خاص. دنيا جي پنجن کنڊن مان هڪ کنڊ جو نالو - مغرب وارو کنڊ.
- يُورَپي: اسم خاص. يورپ کنڊ جا رهاڪو.
● يَوْرِشُ ۽ يُورَشُونُ: ث. حملو - ڪاهه - هلان - جلهه - چڙهائي - دشمن جي فوج تي چڙهائي. طوفان - واچ.
● يَوْرِيْنَسُ: اسم خاص. هڪ آسماني گرهه يا سيار جو نالو.
● يَوْسُفُ: اسم خاص. هڪ پيغمبر جو نالو. حضرت يعقوب عليه السلام جي پٽ جو نالو.
● يُوڪَ ۽ يُوڪَ: ذ. (هندن ۾) خاص عبادت جو هڪ قسم. ميلاپ.
- يوڪَ آسَنُ: عبادت لاءِ (هندن ۾) ويهڻ جو هڪ نمونو - عبادت جو هڪ طريقو.
- يوڪيشَرُ ۽ يوڪيشَرَ: ذ. صفت. ڏاهو - عقلمند. رشي - درويش - گنوان - مها پُرش.
● يَوْمُ ۽ يَوْمَ: ذ. (ع). ڏينهن - روز - نهار - صبح کان شام تائين وارو عرصو - تٿ - تاريخ. جنگ - جُنڌ - لڙائي.
- يَوْمُ الاثْنَيْنِ: هڪ ڏينهن جو نالو - سومر.
- يَوْمُ الاحَدِ: هڪ ڏينهن جو نالو - آرتوار - آچر.
- يَوْمُ الجُمُعَةِ: هڪ ڏينهن جو نالو - جمعو.
- يَوْمُ الحِسابِ: حساب جو ڏينهن - روزقيامت - روز جزا - روز محشر.
- يَوْمُ الخَمِيْسِ: هڪ ڏينهن جو نالو - خميس - وسپت.
- يَوْمُ العاشُوْرَهُ: مهيني جو ڏهون ڏينهن - ماهه محرم جو ڏهون ڏينهن. حشر جو ڏينهن.

- يـَومُ القـِيامـَتِ: اٿي ڀيهن وارو ڏينهن- قيامت جو ڏينهن- حساب ڪتاب جو ڏينهن. ڀيهي رهڻ وارو ڏينهن. (ان ڏينهن ڪان پوء رات نه ٿيندي).
- يـَوْمًا فـَيـَوْمًا: ظرف. هڪ ڏينهن ڳان ٻئي ڏينهن تائين- هرروز.
● يـُوْنانُ: اسم خاص. يورپ جي هڪ مشهور ملڪ جو نالو- يـُونان پٽ يافث بن نوح جو آباد ڪيل ملڪ.
- يـُوْنانِيُّ ۽ يـُوْنانِيٌ: ذ. صفت. يونان جو رهاڪو. يونان وارو- يونان جو.
- يـُوْنانِيُّ طِبٌ: يونانين جي طريقي وارو طب- حڪمت- طبابت.
● يـُوْنـُسُ: اسم خاص. (عبراني). هڪ پيغمبر جو نالو. قرآن مجيد جي هڪ سورت جو نالو. (اسم). رُڪن- ٿنڀ- سـِتـُون- ٿونـي.
● يـُوْنِيـُوَرْسِتـِي ۽ يـُوْنـِيـُوَرْسِتـِيـُونُ ث. (انگ). وڏو مدرسو- مدرسة العلوم- دارالعلوم- سيني علمن جي سبق ڏيڻ ۽ فضيلت جي خطابن ڏيڻ وارو مدرسو- راج ڀالشالا- ڪاليج.
● يـُهـُنْـکـيـُرُ (ل): ذ. صفت. تمام وڏو.
● يـَهـُوْدُ: (عبراني). عبراني قوم.
- يـَهـُوْدا: يهودين جي زمين. (اسم خاص). حضرت يعقوب عليه السلام جي هڪ پٽ جو نالو.
- يـَهـُوْداٿـُو ۽ يـَهـُوْداٿا: پٿر جو هڪ قسم- يهودي پٿر، جـو صوفي ٻير جي ڳڪڙيء جهڙ ڍڳهڙو ۽ رنـگ جو ميرو ٿيندو آهي.
- يـَهـُوْدِيُّ: هڪ ذات جو نالو- يهودين جي قوم جو هڪ ماڻهو- حضرت موسيٰ عليه السلام جو پوئلـڳ- موسائي- عبران جو اولاد.
● يـِيَ يـِيَ: ث. ٻاراڻو ويچارو (ٻارڻاڻ ۾ ٺوڪ طرح هڪ ٻئي کي ويچارا ڏيئي مخاطب ٿين)- اهل جو هڪ نمونو.
- يـِيَ يـِيَ ڪـَـرَنُ: چپرا ڪيڻ- بي عقليء جو جواب ڏيڻ- غلط ڳالهائڻ.

A COMPREHENSIVE

# SINDHI DICTIONARY

OF CLASSICAL & CURRENT SINDHI

## Vol. V ( ک-ي )

COMPILED

UNDER THE SINDHI ADABI BOARD'S DICTIONARY PROJECT


DIRECTED BY

**Dr. N.A.BALOCH**

EDITED BY

Dr. N.A. BALOCH

M.A.,L.L.B.(Alig.),

M.A.,Ed.D (Columbia)





**SINDHI ADABI BOARD**

JAMSHORO/HYDERABAD SIND

1988

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڳڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي

سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَل مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کين بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...

هي بيٺُ اَتي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيٺُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَر جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

**پَڙهندڙ نَسُل . پ نَ The Reading Generation**